﴿ يُسْقَوْنَ مِنْ رَحِيقٍ مَخْتُومٍ ﴾

# الرحيق المختوم

رابطہ عالم اسلامي مکة المکرمه جي زيراهتمام منعقد سيرت نگاريءَ جي عالمي مقابلي ۾ اول ايندڙ عربي ڪتاب جو سنڌي ترجمو، تحقيقي اضافي حاشيہ


تصنيف

الشيخ العلامہ صفي الرحمٰن مبارڪپوري رحمه الله

سنڌيڪار

قاضي مقصود احمد



ناشر



المرڪز الاسلامي للبحوث العلميه

ڪراچي سنڌ پاڪستان

# فهرست

بسم الله الرحمن الرحيم

# ناشر پاران ٻہ لفظ

الحمدلله والصلاة والسلام علي رسول الله وعليٰ آله وصحبه ومن والاه

سن 1999ع جي آخر ۾ الله جي فضل و ڪرم سان بلاد الحرمين ۾ تعليم حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ خوش نصيب موقعو فراهم ٿيو. چند ڏينهن گذارڻ بعد راقم کي مديني جي هڪ عظيم شخصيت سان مسجد نبوي جي احاطي ۾ ملاقات ٿي. اها شخصيت الشيخ العلامة صفي الرحمٰن مبارڪپوري صاحب رحمه الله جن جي هئي. ان وقت الرحيق المختوم جي پر رونق سيرت نگاري جا ئي اهي اثرات ان شخصيت جي هيبت ۽ ڪيفيت مان محسوس ٿي رهيا هئا.

ڪجهہ عرصي کان پوءِ فضيلة الشيخ صفي الرحمٰن صاحب جن سان ٻيهر ملاقات ٿيڻ جو موقعو مليو ۽ محترم فضيلة الشيخ علم جي پياسن سان تمام محبت ڀري انداز سان ملي پنهنجا قيمتي مشورا بہ ڀڻ فراهم ڪندا هئا. ان دؤران مونکي پنهنجي محترم ڀاءُ محمد يوسف الهندي جن هي مشورو بہ عنايت ڪيو تہ توهان الرحيق المختوم جو سنڌي زبان ۾ ترجمو ڪريو.

بهرحال اهي طالب علميءَ جا ڏينهن گذرڻ بعد تدريسي مرحلي ۾ آئون المعهد السلفي للتعليم والتربية ۾ ٽي سال گذارڻ بعد منهنجي ملاقات تمام مهربان ۽ محترم ڀاءُ معيد سان ٿي جيڪي انهن ڏينهن ۾ سعودي عرب مان پاڪستان آيل هئا ۽ اهي اسلام هائوس ويب سائٽ www.islamhouse.com جا انچارج هئا. ان موقعي تي انهن هي مشورو عنايت فرمايو تہ توهان سنڌي زبان ۾ مختلف ڪتابن جا ترجما ڪرائي اسان جي ويب سائٽ لاءِ تيار ڪرايو تاڪہ پوري دنيا ۾ سنڌي زبان ڄاڻندڙن جي لاءِ آساني ٿي وڃي ۽ انهن لاءِ پنهنجو دين سکڻ آسان ٿي وڃي. ان مشوري کي مون پلي ڪار چئي ۽ پوءِ مون پنهنجي ڀاءُ محترم عبدالحمٰن ميمڻ حفظه الله سان رابطو ڪيو ۽ انهن هيءَ خوشخبري ٻڌائي تہ اسان جي محترم ڀاءُ قاضي مقصود احمد جن الرحيق المختوم جو سنڌي ترجمو ڪيو آهي، جيڪڏهن توهان مناسب سمجهو تہ اهو ڪتاب ان لائق آهي جو ان کي ويب سائٽ تي رکيو وڃي. اها آڇ مون پنهنجي ڀاءُ معيد جي سامهون رکي تہ انهن فوراً ان کي قبوليو ۽ انجي ٿوري گهڻي تصحيح ڪرڻ بعد اهو ڪتاب www.islamhouse.com اپ لوڊ ڪيو ويو.

انهيءَ تصحيحي مرحلي دؤران المركز السلامي للبحوث العلميه ۾ هڪ دارالترجمه قائم ڪيو ويو جنهن ۾ هن ڪتاب کي نيٽ تي اپ لوڊ ڪيو ويو. المرڪز الاسلامي جي ڪاميٽيءَ هن ڪتاب کي عملي طور ڇپرائڻ جو پڪو پهه ڪيو. جنهن ۾ بالخصوص اسانجي محترم ڀاءُ ڊاڪٽر ذوالفقار تنيو صاحب، ڊاڪٽر حبيب الله پتو ۽ محترم ڀاءُ نوفل شاه رخ ۽ محترم ڀاءُ سعود الڪثيري، محترم ڀاءُ منيب الرحمٰن بيگ، محترم ڀاءُ ماجد ڪورائي ۽ مطيع الرحمٰن جن جي ڀرپور ڪاوش آهي. جن پنهنجن مفيد مشورن، ڪاوشن، جي ذريعي هن ڪتاب کي آخري مرحلي تائين پهچايو.

الله تعاليٰ اسان سڀني ڀائرن کي پنهنجي خوشنودي حاصل ڪرڻ لاءِ چونڊي وٺي.

آخر ۾ هيءُ ڪتاب المرڪز الاسلامي للبحوث العلميه جي ننڍي ۽ بهترين ڪاوش آهي اسان اداري پاران قارئين کي التجا ڪيون ٿا ته جيڪڏهن هن ڪتاب ۾ جيڪا جهول ۽ چڪ هجي انکي ضرور اسان تائين پهچائيندا.

ڪتاب جي تياريءَ جي آخري مرحلي ۾ اڪادمي ادبيات پاڪستان جي ريزيڊنٽ ڊائريڪٽر صوبہ سنڌ آغا نور محمد پٺاڻ ڪتاب جي ڪمپوز ٿيل مواد جي نظرثاني ڪئي ۽ نهايت لاڀائتا مشورا ڏنا ان سان ڪتاب جي مواد کي مستند بنائڻ جو ڪم تڪميل تي پهتو.

آخر ۾ برادرم فيض محمّد سمون جو بہ خاص طور تي ذڪر ڪرڻ ضروري سمجهان ٿو جنهن نهايت محنت ۽ محبت سان ڪمپوز ٿيل مواد جي نئين سري سان ترتيب ڏني ۽ ان جي تصحيح ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. ادارو انهن سڀني مهربانن جو دل سان ٿورائتو آهي ۽ ڏٽي در دعا آهي ته الله پاڪ انهن کي انهيءَ جو اَجر دنيا ۽ آخرت ۾ عطا ڪري. (آمين)

اميد آهي ته هي ڪتاب سنڌي زبان ۾ ادب جي سينگار ۾ اضافو ڪندو ۽ سيرت رسول ﷺ جي سونهن ۽ هبڪار کي دنيا ڀر ۾ سنڌي ڳالهائيندڙن جي اندر پکيڙيندو. (آمين)

مسعود احمد محمد داؤد السندي
ڪراچي پاڪستان
جمع 20-شوال المڪرم بمطابق 2-نومبر 2007ع

# سنڌيڪار پاران ٻه لفظ

1988ع کان دل ۾ اها خواهش پيدا ٿيڻ شروع ٿي ته حضرت ڪريم صلي الله عليه وسلم جي سيرت طيبہ تي ذاتي مطالعي جي آڌار تي هڪ ڪتاب لکجي. ڪڏهن ڪڏهن اها خواهش وڌي ويندي هئي ته هڪ نشست ۾ ويهي چند ورق لکي ڇڏبا هئا ۽ وري اهو سوچي اڌ ۾ ڪم ڇڏي ڏبو هو ته ڪٿي مان ۽ ڪٿي سيرت طيبہ جو موضوع! ڪٿي ڪا ڀل چڪ ٿي وڃي ته "نيڪي برباد، گناهه لازم" وارو معاملو ٿي پوي. هونئن به ڀلان ڀليءَ جو ڇيهه ڪونهي، منهنجو لکيل مقالو سيرت طيبہ تي لکيل بي مثال ڪتابن ۾ ڪٿي نهندو!.

بهرحال ان ٻڌتر واري ڪيفيت ۾ 2000ع ۾ الرحيق المختوم پڙهڻ جو موقعو مليو ۽ ان سان گڏ محترم ڀاءُ عبدالرحمان ميمڻ (مدير مكتبة دعوة السلفية) جي ان خواهش جو به پتو پيو ته جيڪڏهن ڪير اهو ڪتاب ترجمو ڪري ته ان جي اشاعت جو انتظام ڪيو ويندو.

مون الرحيق المختوم جو مطالعو ڪيو هو ۽ ڏٺم ته ان جي تحرير متوازن آهي. ۽ وڏي ڳالهه ته اسلامي دنيا جي انعام يافته ڪتابن منجهان هڪ آهي. تنهن ڪري ان ڪتاب کي پنهنجي خواهش جي تڪميل جو ذريعو سمجهي ڪتاب جي ترجمي جي ڪم کي جنبي ويس ۽ ڇهن مهينن جي مدي ۾ ڪتاب جو ترجمو پورو ڪري ورتم. بلڪ ان بعد وقت ڪڍي سڄو ڪتاب سنڌيءَ ۾ ڪمپوز ڪري عبدالرحمان جي حوالي ڪيم، پر قسمت سان هن ڪتاب جي ڇپائي جو خواب شرمنده تعبير ٿيڻ ۾ ڪجهه عرصو لڳي ويو. 2006ع ۾ خبر پئي ته محترم ڀاءُ حافظ مسعود احمد (مدير المركز الاسلامي للبحوث العلميه) هن ڪتاب جي اشاعت جي معاملي ۾ ذاتي دلچسپي وٺي رهيو آهي. جڏهن پنهنجي ڪتاب "تاريخ مٺياري" جي اشاعت جي سلسلي ۾ نومبر 2006ع ۾ ڪراچي اچڻ ٿيو ته اتي محترم ڀاءُ حافظ مسعود احمد صاحب سان بالمشافه ملاقات ٿي ۽ سندس ارادي جي مضبوطيءَ هڪ ڀيرو وري هن ڪتاب جي اشاعت جي سلسلي ۾ پر اميد ڪيو. ان بعد جولاءِ 2007ع ۾ مونکي هن ڪتاب جا پهريان پروف پڙهڻ لاءِ مليا. انهن سمورن مرحلن مان گذرندي نيٺ هيءُ ڪتاب اڄ پڙهندڙن جي هٿن ۾ پهچي چڪو آهي. جنهن جي لاءِ برادرم حافظ مسعود احمد ۽ محترم ڀاءُ عبدالرحمان ميمڻ ڪيرون لهن.

هيءُ ڪتاب پڙهندڙن آڏو گذارش آهي ته پاڪستان نهڻ ڪانپوءِ ملڪ ۾ اردو ٻوليءَ جي ترويج جي سلسلي ۾ ڪنيل خصوصي قدمن جي ڪري سنڌي ماڻهن لاءِ اردو ٻولي ڪنهن به ريت اوپري نه رهي آهي. هاڻي جڏهن اسان اردو ٻوليءَ ۾ موجود ڪتاب اهل زبان وانگر پڙهي سگهون ٿا ته اهڙيءَ صورت ۾ اردوءَ ۾ موجود ڪنهن ڪتاب جو سنڌي ترجمو ڪرڻ ايستائين سودمند نه ٿو ٿي سگهي، جيستائين اسان بامحاوره ترجمو ڪري ان کي مڪمل طور تي پنهنجي ٻوليءَ جي قالب ۾ نه ٿا آڻي وجهون. بدقسمتيءَ سان وڏن شهرن ۾ رهندڙ اسانجو پڙهيل لکيل طبقو ۽ خاص طور تي پنهنجي مذهبي طبقي جا ماڻهو پنهنجن شهرن ۾ پنهنجي مادري ٻوليءَ جي تعليم حاصل نه ڪري سگهڻ جي ڪري پنهنجي ٻوليءَ جا اساس وڃائي رهيا آهن. ان ڪري ٿي سگهي ٿو ته اهڙن ماڻهن کي هن ڪتاب ۾ استعمال ڪيل ڪجهه لفظ اوپرا لڳن، ڪي محاوره سمجهه ۾ نه اچن، يا ڪنهن جملي کي گرامر جي چڪ سمجهي ويهي رهن، پر اصل ۾ اهي لفظ اڄ جي سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ عام مروج هجن، محاوره به نيٺ سنڌي هجن ۽ جملا به گرامر مطابق لکيل هجن. ياد رهي ته اسان جي سنڌي ٻولي دنيا جي شاهوڪار زبانن مان هڪ آهي. اسانجي ٻوليءَ کي ئي عباسي خليفن جي دور ۾ قرآن شريف جو سڀ کان پهريون ترجمو ٿيڻ جو شرف حاصل آهي. اسانجي ٻولي اڄ به ڪنهن ٻوليءَ مان فطري انداز ۾ مواد ترجمو ڪرڻ جي پرپور صلاحيت رکي ٿي تنهنڪري بهتر ٿيندو ته انهن لفظن ۽ محاورن جي اصليت تي غور ڪيو وڃي ۽ پنهنجي ٻوليءَ جي خوبصورتيءَ کي محسوس ڪندي ان مان حظ حاصل ڪيو وڃي.

**قاضي مقصود احمد**
مٽياري
22- سيپٽمبر 2007ع

# سيرت نبوي ﷺ جي سرهاڻ

21 صديءَ جو آغاز آهي. دنيا هڪ طرف انتهائي ترقيءَ جون منزلون طيءِ ڪري رهي آهي تہ ٻي طرف انساني رويا اسفل السافلين جي تهہ ڪي ڇهي رهيا آهن. دنيا جي طاقت ور قومن هڪ دفعو وري برن ۽ بحرن ۾ فساد برپا ڪري ڇڏيو آهي. ظاهري طرح تہ انسان ۽ ان جون وسنديون روڊ، رستا، واديون سهڻيون لڳن ٿيون، رات جون تاريڪيون بہ بجليءَ جي زور تي روشنيءَ ۾ بدلجي چڪيون آهن. پر انساني ذهن ۽ قلب وڌيڪ تاريڪين ۾ گم ٿي ويا آهن، ماڻهو ماڻهوءَ کان ناآشنا ٿي چڪو آهي. ياءُ ڀيڻ ۽ ٻيا رت جا رشتا بہ اوپرا بڻجي چڪا آهن. فقط مفادات وارو رشتو قائم ۽ دائم رهجي ويو آهي. بظاهر علم ۽ هنر جو وڏو چرچو آهي پر اِهو سڀ ڪجهہ انسانيت جي تعمير لاءِ نہ پر ان جي تباهي، بربادي جا هٿيار ناهڻ ۽ ڪمرشل استعمال لاءِ علمي اوسر ٿي رهي آهي، هاڻي تاريخ، فلسفو، اخلاقيات، سيرت جا ڪتاب پڙهڻ لاءِ ماڻهو وٽ وقت ڪونهي ۽ نہ ئي ان موضوع تي علمي ڪچهريون ۽ مجسلون ٿين ٿيون پر هاڻي سٽي بازاري، شيئر مارڪيٽ، سودي ڪاروبار ۽ بينڪاري جي موضوعن تي ڪچهريون عام جام آهن ۽ انهيءَ لاءِ اشتهارات سان پرنٽ ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا روزانو ڀري پئي آهي، ويچاري عورت جو حال اهو آهي جو هاڻي ماءُ، ڀيڻ ۽ نياڻيءَ جو تقدس مفقود ٿي ويو آهي. عورت کي فقط اشتهار جي زينت بڻائڻ لاءِ ان جو ڪمرشل ڪارج رهجي ويو آهي ان ڪري هي سرزمين هاڻي ڪڏهن انسانيت جي مقتل جو ڏيک ڏئي ٿي يا وري هڪ جانورن جي منڊي لڳي ٿي جتي انساني قدرن ۽ هنرن جي خريد و فروخت جو ڪاروبار جاري ۽ ساري آهي. اهڙي دور ۾ هي ويچارو انسان رڃ ۾ رڙيون ڪري ٿو ۽ روحاني سڪون جي تلاش ۾ آهي تہ هي پريشان ۽ اجايل مسافر ڪٿي ويهي ٽڪ ٽڪجي_؟؟؟

هن ڪيفيت ۾ فقط هڪ ئي اميدن جو ڏيئو ۽ روشنيءَ جو مينار آهي اُها سرور ڪائنات حضرت محمد ﷺ جي ذات مبارڪ آهي، جيڪا انسان ذات لاءِ سوجهري جو سبب بڻجي ٿي، حضور ﷺ جي سيرت پڙهڻ سان اسان کي ان انسان ڪامل جي روين کان آگاهي ملي ٿي تہ ڪيئن پاڻ ﷺ زندگيءَ جي هر موڙ تي ۽ بحيثيت ٻار، نوجوان سوٽ ۽ دوست، خاوند ۽ گهريلو زندگيءَ جي مخلتف امور ۽ سول سوسائيٽيءَ جي مختلف شعبن، بين الاقوامي تعلقات ۾ انسان ذات جي ڪيئن رهنمائي ڪئي آهي.

اسان کي خبر آهي تہ قرآن جي تعليمات "هُداً للناس" آهي اهڙيءَ طرح حضور ﷺ جي سيرت بہ هداً للناس آهي. اها ڪنهن هڪ قوم يا قبيلي جي لاءِ ناهي پر خاتم النبي جي حيثيت ۾ سموري انسان ذات لاءِ آهي، هر دور لاءِ آهي ڇو تہ ان جي امت خير امت آهي جيڪا هائي انسان ذات جي رهنمائي جو فريضو انجام ڏئي رهي آهي، حضور ﷺ جي سيرت هن دور ۾ پٽڪيل انسان ذات لاءِ هڪ رهنمائي جو واحد ذريعو آهي، خاص طور تي ان حوالي سان تہ حضور پاڪ ﷺ جي تعليم اها آهي جيڪا قرآن پاڪ جي تعليم آهي ۽ قرآن پاڪ جي تعليم سمورن انبياءَ ڪرام ڏانهن موڪليل وحي جو مستند مجموعو آهي سيرت تي هن وقت تائين هزارين ڪتاب مختلف ٻولين ۾ ڇپجي چڪا آهن. الحمدالله سنڌي ٻوليءَ ۾ بہ انهن ڪتابن جو انگ سون ۾ آهي ۽ تازو سيرت جي هن ايوارڊ يافتہ ڪتاب جيڪو عالمي سطح تي مقبوليت ۽ مڃتا ماڻي چڪو آهي ان جو سنڌي زبان ۾ ترجمو سنڌي ٻوليءَ جي سيرت واري ادب ۾ هڪ قيمتي اضافو آهي.

هن ڪتاب جو ترجمو اسان جي فاضل مترجم قاضي مقصود احمد نهايت سهڻي اسلوب سان ڪيو آهي جنهن لاءِ هو مبارڪن جو مستحق آهي. اميد آهي تہ سيرت جو هي ڪتاب سنڌ ۾ سيرت پاڪ ﷺ جي سرهاڻ کي ڦهلائيندو.

محترم حافظ مسعود احمد خاص طور تي مبارڪن جو مستحق آهي جنهن هن ڪتاب جي سنڌي ترجمي جي اهتمام، ڪمپوزنگ ۽ ڇپائي ۾ هٿ ونڊيو ۽ هن سيرت پاڪ ﷺ جي شاهڪار ڪتاب جي ترجمي جي نہ فقط نظرثاني ڪئي پر ان تي نهايت قيمتي، معلوماتي، تحقيقي حاشيہ بہ لکيا، جنهن سان هاڻي پڙهندڙن کي قرآن و حديث جي روشنيءَ ۾ سيرت پاڪ ﷺ جو مستند مواد ملندو.

طالب علم
آغا نور محمد پٺاڻ
ريذيڊنٽ ڊائريڪٽر
اڪادمي ادبيات پاڪستان.سنڌ.

# سيرت نگاري

سيرت نگاري پنهنجي فن جي لحاظ کان هڪ اهڙو علم آهي، جنهن ۾ هٺ وجهڻ پل صراط تي هلڻ کان بہ مشڪل آهي. ڪو اهل علم ئي ان جو حق ادا ڪري سگهي ٿو. ڪي اهل علم ان ۾ عقيدت جي ڪري اهڙا گم ٿي ويندا آهن، جو پنهنجي قلم کي قابورکي نہ سگهندا آهن يا ان شخصيت جي باري ۾ افراط جو شڪار ٿي ويندا آهن يا وري تفريط جو. حقيقي معنيٰ ۾ اصل سيرت نگار اهوئي مصنف چورائڻ جي لائق آهي جيڪو ان شخصيت جي تمام پهلوئن تي انتهائي جانبداريءَ سان قلم استعمال ڪري. تاريخ انسانيءَ ۾ جيڪڏهن ڏٺو وڃي تہ هڪ ئي اهڙي شخصيت نظر اچي ٿي جنهن جي زندگي جا سيئي پهلو عيبن کان پاڪ آهن ۽ پنهنجو يا غير بلاججهڪ ان جي تمام پهلوئن تي غير جانبدارانہ قلم کڻي سگهي ٿو. اها شخصيت آهي جناب محمد رسول الله ﷺ جي آهي جنهن جي پوري زندگي صاف ۽ شفاف نظر اچي ٿي. پاڻ ﷺ جي سيرت تي دنيا جي مختلف ملڪن ۾ مختلف زبانن ۾ مختلف عنوانن تي ڪئي ڪتاب لکيا ويا.

الرحيق المختوم موجوده دور ۾ سيرت نگاريءَ جو اهڙو معياري نمونو آهي. جيڪو انڌي عقيدت، مبالغہ آرائي ۽ فڪر پرستيءَ کان پاڪ آهي. جنهن کي رابطہ عالمي اسلاميءَ مان پهريون انعام مليو. هي اصل ڪتاب عربي زبان ۾ آهي پر مصنف پنهنجي قلم سان ان کي اردو زبان جو اهڙو تہ عملي جامو پهرايو جو ائين محسوس ٿئي ٿو تہ هيءُ ڪتاب اصل اردو ۾ ئي آهي. هن ڪتاب جي پذيرائي ۽ مقبوليت جو اندازو ان ڳالهہ مان لڳائي سگهجي ٿو تہ دنيا ۾ڪابہ زبان هن ڪتاب جي ترجمي کان خالي نہ رهي.

اڄ ڏينهن تائين اسان جي سنڌي زبان ۾ سيرت تي خاطر خواهہ ڪم نہ ٿيو آهي ان ڪري ان ڳالهہ جي اشد ضرورت محسوس ڪئي وئي تہ سيرت النبيءَ ﷺ تي ڪو اهڙو ڪتاب مرتب ڪيو وڃي جيڪو مبالغہ آرائي ۽ انڌي عقيدت کان آجو هجي.

ڪيترن ئي ڏينهن کان اهو خيال دل ۾ ايندورهيو. آخر ڪار هڪ ڏينهن ياءُ مقصود احمد قاضي سان ان خيال جواظهار ٿيوتہ منهنجي اها تمنا آهي تہ الرحيق المختوم کي سنڌي زبان ۾ منتقل ڪري اهل سنڌ کي سيرت پاڪ ﷺ جي اصل گوشن کان آگاهہ ڪيووڃي تہ برادرم مقصود قاضيءَ اهو ڪم پنهنجي ڪلهن تي کنيو ۽ ڇهن مهينن جي مختصر عرصي ۾ ڪتاب جو ترجمو ڪري راقم جي حوالي ڪيو. تقريبا چارسال گذرڻ بعد اڄ هي ڪتاب اوهان جي هٿن ۾ آهي. الله تعاليٰ کان دعا آهي تہ هن ڪتاب جي ترجمي ڪندڙ، ڇپائندڙ، ڪاوش ڪندڙن سيني کي دنيا ۽ آخرت ۾ اجر عطا فرمائي. (آمين)

**عبدالرحمٰن ميمڻ**
مڪتبة الدعوة السلفيه ميمڻ ڪالوني- مٽياري

# عرض مؤلف

الحمد لله والصلاة والسلام على رسول الله وعلى آله وصحبه ومن والاه اما بعد.

اها ڳالھ ربيع الاول 1396 ھ (مارچ 1976ع) جي آھي جو ڪراچيءَ ۾ اسلامي دنيا جي پھرين سيرت ڪانفرنس ٿي. جنھن ۾ رابطہ عالم اسلامي مڪہ مڪرمہ پرپورحصو ورتو ۽ ڪانفرنس جي خاتمي تي سڄي دنيا جي ليکڪن کي دعوت ڏني وئي تہ سيرتِ نبوي ﷺ جي موضوع تي دنيا جي ڪنھن بہ زندھ زبان ۾ مقالا لکن. پھرين، ٻي، ٽي، چوٿين ۽ پنجين پوزيشن حاصل ڪرڻ وارن کي بالترتيب پنجاھ، چاليھ، ٽيھ، ويھ ۽ ڏھ هزار ريال جا انعام ڏنا ويندا. هي اعلان "رابطہ" جي سرڪاري ترجمان اخبار " العالم الاسلامي" جي ڪافي اشاعتن ۾ شايع ٿيو، پر مون کي ان اعلان جو علم وقت تي نہ ٿي سگھيو.

ڪجھ ڏينھن بعد جڏھن آئون "بنارس" مان پنھنجي ڳوٺ "مبارڪپور" ويس تہ منھنجي پڦات ۽ محترم استاد مولانا عبدالرحمان صاحب مبارڪپوري حفظ الله (ابن شيخ الحديث مولانا عبيدالله رحماني صاحب رحمة الله) مون سان ان جو ذڪر ڪيو ۽ زور پريو تہ آئون بہ ان مقابلي ۾ حصو وٺان. مون پنھنجي ٿوري علم ۽ ناتجربيڪاريءَ جو بھانو ڪيو پر مولانا زور پريندو رهيو ۽ هر هر معذرت ڪرڻ تي فرمايائين تہ آئون اهو انعام حاصل ڪرڻ لاءِ نہ پيو چوان، پر اهو ٿو چاهيان تہ ان بھاني ڪو ڪم ٿي وڃي. مون سندن لاڳيتي زور پرڻ تي ڪٽي ماٺ ڪئي. باقي نيت اهائي هيم تہ هن مقابلي ۾ حصو نہ وٺندس.

ڪجھ ڏينھن ڪان پوءِ " جميعت اهلحديث هند " جي ترجمان پندرنھن روزه "ترجمان دهلي" ۾ رابطہ جي ان اعلان جو اردو ترجمو شايع ٿيو تہ مون لاءِ عجيب صورتحال پيدا ٿي وئي. جامعہ سلفيہ جي متوسط ۽ منتھي درجي جو جيڪو بہ شاگرد مليو ٿي، تنھن مون کي ان مقابلي ۾ شرڪت جو مشورو ڏنو ٿي. دل ۾ خيال آيم تہ شايد خلق جي هيءَ زبان "الله جو حڪم" هجي، تنھن هوندي بہ مقابلي ۾ حصو نہ وٺڻ واري پنھنجي پھرئين فيصلي تي اجا قائم هوس. ڪجھ ڏينھن ڪانپوءِ شاگردن جا مشورا ۽ مطالبا جيئن تہ ختم ٿي ويا، پر ڪجھ شاگرد اجا بہ گھر ڪري رهيا هئا ۽ ڪن جي ترغيب تہ اصرار جي انتھا تي پھچي چڪي هئي. ڪن تہ مقالي لاءِ خاڪو بہ ناهي ورتو هو. آئون بہ ٻڌ تر ۾ "ها" ڪري ويٺس.

ڪم شروع ٿيو پر آهستي آهستي. اهو بہ اجا شروعاتي مرحلي ۾ هو تہ رمضان جون موڪلون ٿي ويون. هوڏانهن "رابطہ" ايندڙ محرم الحرام جي پھرين تاريخ تي مقالن جي وصوليءَ لاءِ آخري تاريخ مقرر ڪري ڇڏي. اهڙيءَ طرح ڏنل وقت مان ساڍا پنج مهينا گذري چڪا هئا. هاڻي وڌ ۾ وڌ ساڍن ٽن مهينن ۾ مقالو پورو ڪري موڪلڻو هو تہ جيئن وقت تي پھچي سگھي. هوڏانهن پورو

ڪم اجا رهيل هو. مون کي يقين ڪونہ هو تہ ان ٿوري عرصي ۾ تياري، نظرثاني ۽ چند ڇاڻ جو ڪم پورو ٿي سگهندو. پر زور پرڻ وارن هلندي هلندي تاڪيد ڪئي تہ ڪنهن بہ قسم جي غفلت ڪانسواءِ هن ڪم ۾ جنبي وجان، رمضان ڪانپوءِ منهنجي مدد ڪئي ويندي. آئون بہ فرصت کي غنيمت ڄاڻي ڪم کي لڳي ويس. پوري موڪل سهڻي خواب وانگر گذري وئي ۽ جڏهن اهي موتيا تہ مقالي جو بہ ٻاڱي ٽيون حصو مرتب ٿي چڪو هو.جيئن تہ نظر ثانيءَ لاءِ وقت نہ هو. ان ڪري اصل مسودو انهن صاحبن کي ڏنم تہ اتارڻ، چند ڇاڻ ڪرڻ ۽ حوالا پيٽڻ جو ڪم ڪري ونن. رهيل حصي جي تياريءَ جي سلسلي ۾ بہ ڪانئن ڪجھ تعاون ورتو ويو. "جامعہ" جون سرگرميون شروع ٿيڻ ڪري موڪلن واري رفتار برقرار رکڻ ممڪن نہ رهي. تنهن هوندي بہ ڏيڍ مهيني ڪانپوءِ عيدالاضحيٰ جي موڪلن مهل راتين جي اوجاڳي جي برڪت سان مقالو آخري مرحلن ۾ پهچي ويو. جيڪو پوءِ جلد ئي ختم ڪري محرم اچڻ کان ٻارنهن تيرنهن ڏينهن اڳ ٽپال جي حوالي ڪيو ويو.

ڪافي مهينا پوءِ مون کي "رابطہ" جي طرفان هفتي ڏهن ڏينهن جي فرق سان بہ رجسٽرڊ خط مليا. جن مطابق منهنجو مقالو شرطن تي پورو هئڻ ڪري مقابلي ۾ شامل ڪيو ويو هو. تنهن تي مون سک جو ساھ کنيو.

ڏينهن گذرندا ويا. تانجو ڏيڍ سال جو عرصو گذري ويو، پر "رابطہ" وارن جي چپن تي مهر لڳل رهي. مون بہ پيرا خط لکي معلومات وٺڻ چاهي پر جواب نہ مليا. پوءِ آئون بہ پنهنجن ڪمن ڪارن ۾ ڦاسي اها ڳالهہ وساري وينس تہ ڪو مون بہ هن مقابلي ۾ حصو ورتو آهي.

شعبان 1398ھ جي شروع ۾ (6، 7، 8، جولاءِ 1978ع تي) ڪراچيءَ ۾ پهرين ايشيائي اسلامي ڪانفرنس منعقد ٿي رهي هئي. مون کي ان جي ڪارروائين سان دلچسپي هئي، ان ڪري ان بابت اخبارن جي ڪنڊن ۾ لڪيل خبرون بہ ڳولهي پڙهندو هئس. هڪ ڏينهن "پدوهي" اسٽيشن تي دير سان ايندڙ ريل جي انتظار ۾ اخبار پڙهيم پئي تہ اوچتو هڪ ننڍڙي خبر تي اک پيم تہ ڪانفرنس جي ڪنهن اجلاس ۾ "رابطہ" وارن سيرت نگاريءَ جي مقابلي ۾ ڪاميابي ماڻيندڙ پنجن نالن جو اعلان ڪيو آهي ۽ انهن ۾ هڪ هندستاني بہ آهي. هيءَ خبر پڙهي وڌيڪ ڄاڻ حاصل ڪرڻ جو اشتياق ٿيو. بنارس واپس اچي تفصيل معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪيم پر ڪوبہ ڪڙتيل نہ نڪتو.

10 جولاءِ 1978ع تي چاشت جي وقت "بجرديهہ" جي مناظري جا شرط طئہ ڪرڻ بعد گهري ننڊ ۾ ستو پيو هئس تہ اوچتو حجري سان لاڳو ڏاکڻ تان شاگردن جو گوڙ ٻڌڻ ۾ آيو ۽ اک کلي پئي. ايتري ۾ شاگردن جو ريلو اندر اچي ويو. سندن منهن تي مسرت جا آثار ۽ زبانن تي مبارڪن جا لفظ هئا.

"ڇا ٿيو؟ ڇا مخالف مناظر، مناظري کان انڪار ڪري ڇڏيو؟" مون پڇيو.

"نہ، پر اوهان سيرت نگاريءَ جي مقابلي ۾ اول آيا آهيو."

"الله! تنهنجو شڪر. توهان کي ان جو پتو ڪيئن پيو؟ مان اٿي وينس.

"مولوي عزير شمس اها خبر آندي آهي."

"مولوي عزير هتي اچي چڪو آهي؟"

"جي ها."

پوءِ ٿوري دير بعد مولوي عزير مون کي تفصيل ٻڌائي رهيو هو.

22 شعبان 1398 هه (29 جولاءِ 1978ع) تي ”رابطہ“ وارن جو رجسٽري ٿيل خط پهتو. جنهن ۾ ڪاميابيءَ جي اطلاع سان گڏ محرم 1399 هه ۾ مڪي مڪرمہ ۾ رابطہ وارن جي آفيس ۾ انعام ورهائڻ لاءِ هڪ تقريب منعقد ڪئي ويئي ۽ ان جي دعوت پڻ ڏني وئي هئي، جنهن ۾ مون کي شرڪت ڪرڻي هئي. اها تقريب محرم بدران 12 ربيع الآخر 1399 هه تي منعقد ٿي.

ان تقريب ڪري مون کي پهريون ڀيرو حرمين شريفين جي زيارت جي سعادت نصيب ٿي. 10 ربيع الآخر تي خميس جي ڏهاڙي وچين نماز (عصر) کان ڪجهہ اڳ مڪي مڪرمہ جي پُرنور فضائن ۾ داخل ٿيس. ٽئين ڏينهن ساڍي انين وڳي رابطہ وارن جي دفتر ۾ حاضريءَ جو حڪم هو. جتي ضروري ڪارروائيءَ کانپوءِ اٺڪل ڏهين وڳي قرآن پاڪ جي تلاوت سان تقريب شروع ٿي. سعودي عدليہ جو چيف جسٽس عبدالله بن حميد (هن وقت هو رئيس مجلس شوري آهي) مجلس جو صدر هو. انعامن ورهائڻ لاءِ شاهہ عبدالعزيز جو پوٽو ۽ مڪي جو نائب گورنر امير سعود بن عبدالمحسن آيل هو، جنهن جي مختصر تقرير بعد "رابطہ" جي نائب سيڪريٽري جنرل شيخ علي المختار خطاب ڪيو. جنهن تفصيل سان مقابلي جي مقصد ۽ طريقہ ڪار جي وضاحت ڪئي تہ "رابطہ" جي اعلان بعد هڪ هزار کان وڌيڪ (يعني 1182) مقالا موصول ٿيا. جن جو مختلف رخن کان جائزو وٺڻ بعد ابتدائي ڪميٽيءَ 183 مقالن کي مقابلي لاءِ چونڊيو ۽ آخري فيصلي لاءِ انهن کي تعليم جي وزير شيخ حسن بن عبدالله آل الشيخ جي اڳواڻيءَ ۾ جوڙيل انن ماهرن جي ڪميٽيءَ جي حوالي ڪيو ويو. ڪميٽيءَ جا اهي اٺ رڪن جدي جي ملڪ عبدالعزيز يونيورسٽي جي شاخ ڪُلية الشريعة (موجوده جامعة اُم القريٰ) مڪه مڪرمہ جا استاد ۽ سيرت نبوي ﷺ ۽ تاريخ اسلام جا ماهر ۽ متخصص آهن. انهن جا نالا هن ريت آهن.

1. ڊاڪٽر ابراهيم علي شعوط
2. ڊاڪٽر احمد سيد دراج
3. ڊاڪٽر عبدالرحمان فهمي محمد
4. ڊاڪٽر فائق بڪر صواف
5. ڊاڪٽر محمد سعيد صديقي
6. ڊاڪٽر شاڪر محمود عبدالمنعم

7. ڊاڪٽر فڪري احمد عڪاز
8. ڊاڪٽر عبدالفتاح منصور

انهن استادن ڄڻن ڄاڻ ڪانپوءِ گڏيل فيصلي مطابق پنجن مقالن کي هن ريت انعامن جو مستحق قرار ڏنو.

1. الرحيق المختوم (عربي) تاليف صفي الرحمان مبارڪپوري. جامعة سلفيه بنارس هند (پهريون)
2. خاتم النبيين ﷺ (انگريزي) تاليف ڊاڪٽر ماجد علي خان جامعة اسلاميه دهلي هند (ٻيو)
3. پيغمبر اعظم وآخر (اردو) تاليف ڊاڪٽر نصير احمد ناصر وائس چانسلر جامعة اسلاميه بهاولپور پاڪستان (ٽيون)
4. منتقي النقول في سيرت اعظم رسول (عربي) تاليف شيخ حامد محمود بن محمد منصور ليمود، جيزه مصر (چوٿون)
5. سيرت النبي الهدىٰ الرحمة (عربي) استاد عبدالسلام هاشم، مدينه منوره، مملڪت سعوديه عربيه. (پنجون)

نائب سيڪريٽري جنرل محترم شيخ علي المختار انهن وضاحتن ڪان پوءِ حوصلا افزائي، مبارڪن ۽ دعائن سان پنهنجي تقرير ختم ڪئي.

ان ڪانپوءِ مون کي ڳالهائڻ لاءِ سڏيو ويو. مون پنهنجي تقرير ۾ رابطه وارن جو هندستان ۾ دعوت ۽ تبليغ جي ڪن ضروري ۽ نظر انداز ڪيل معاملن ڏانهن ڌيان ڇڪرايو ۽ انهن جي متوقع اثر ۽ نتيجن تي روشني وڌي. رابطه وارن ان جو حوصلا افزاءِ جواب ڏنو.

ان ڪانپوءِ امير محترم سعود بن عبدالمحسن ترتيبوار پنج ئي انعام ورهايا ۽ پوءِ قرآن مجيد جي تلاوت سان تقريب پڄاڻيءَ تي پهتي.

خميس 17 ربيع الآخر تي اسان جي قافلي جو رخ مديني پاڪ ڏانهن هو. رستي تي بدر واري جنگ جي تاريخي ميدان جو ٿورو مشاهدو ڪندي اڳتي وڌياسين ته وڃين نماز ڪان ڪجهه اڳ مسجد نبويءَ جي دربار جو جلال ۽ جمال اکين جي سامهون هو. ڪجهه ڏهاڙن ڪانپوءِ هڪ ڏينهن صبح پهر خيبر به وياسين ۽ اتي جو تاريخي قلعو اندران ۽ ٻاهران ڏٺوسين ۽ ڪجهه تفريح ڪري شام جو ئي مديني موٽي آياسين ۽ پيغمبر آخر الزمان ﷺ جي ان جلوه گاهه، جبرئيل امين ۽ پاڪ فرشتن جي لهڻ جي جاءِ اسلام جي هن انقلابي مرڪز ۾ به هفتا رهي حرم پاڪ ڏانهن راهي ٿياسين. جتي طواف ۽ سعي جي مشغولي ۾ وڌيڪ هڪ هفتو گذارڻ جو شرف حاصل ڪيوسين. عزيزن، دوستن، بزرگن، عالمن ۽ مشائخن نه صرف مڪي مديني ۾ پر هر جڳهه تي اسان

جو دلي آڌر ڀاءُ ڪيو. ائين منهنجن خوابن ۽ خواهشن جي سر زمين حجاز مقدس ۾ هڪ مهيني جو عرصو اک ڇنڀ ۾ گذري ويو ۽ آئون وري هندستان جي ڌرتيءَ تي واپس موٽي آيس.

حيف در چشم زدن صحبت يار آخر شد
روۓگل نديدم وبهار آخر شد

حجاز کان موٽيس تہ پاڪستان ۽ هندستان جي اردو پڙهندڙ طبقي پاران ڪتاب جي اردو ترجمي جو مطالبو شروع ٿي ويو، جيڪو ڪيترا سال گذرڻ بعد بہ قائم رهيو. هوڏانهن وڌندڙ مصروفيتن ڪارڻ ترجمي لاءِ وقت ڪڍڻ مشڪل ٿي ويو. مصروفيتن هوندي بہ ترجمي جو ڪم شروع ڪري ڏنم ۽ الله جا لک احسان جو ڪجھ مهينن جي ٿوري ڪوشش سان ترجمو پورو ٿي ويو. ولله الامر من قبل ومن بعد.

آخر ۾ آئون انهن سمورن بزرگن، دوستن ۽ عزيزن جو ٿورو مڃڻ ضروري ٿو سمجهان، جن هن ڪم ۾ ڪنهن بہ طرح منهنجو ساٿ ڏنو. خاص طور تي استاد محترم مولانا عبدالرحمان صاحب رحماني ۽ قربائتي شيخ عزير صاحب ۽ حافظ محمد الياس صاحب فاضل مدينه يونيورسٽي، جن جي مشوري ۽ همٿ افزائيءَ مون کي مقرر وقت تي هن مقالي جي تياريءَ ۾ وڏي مدد ڏني. الله تعاليٰ انهن سڀني کي خير جو صلو ڏي، اسان جو حامي ۽ ناصر بڻجي. ڪتاب کي قبوليت جو شرف بخشي ۽ مؤلف ۽ تعاون ڪندڙن ۽ ڪتاب مان لاڀ پرائيندڙن جي لاءِ ڀلائيءَ ۽ ڇوٽڪاري جو ذريعو بنائي. آمين.

**صفي الرحمان مبارڪپوري**

18 رمضان المبارڪ 1404 هہ

# پنهنجي زباني

الحمد لله رب العالمين والصلاة والسلام على سيد الاولين والآخرين محمد خاتم النبيين وعلى آله وصحبه اجمعين و بعد :-

جيئن تہ رابطہ عالمِ اسلاميءَ سيرت نبوي جي مقابلي ۾ حصو وٺڻ وارن کي پنهنجي زندگيءَ جو احوال لکڻ جو پابند ڪيو آهي، ان ڪري هيٺ پنهنجي سادي زندگيءَ جا چند خاڪا ڏئي رهيو آهيان.

**نسبي سلسلو**:- صفي الرحمان بن عبدالله بن محمد اکبر بن محمد علي بن عبدالمؤمن بن فقير الله مبارڪپوري اعظمي

**ڄم**:- سند (سرٽيفڪيٽ) ۾ منهنجي ڄم جي تاريخ 6 جون 1943ع لکيل آهي، پر اهو هڪ اندازو آهي. تحقيق سان معلوم ٿيو تہ منهنجي پيدائش 1942ع جي وچ ڌاري ڳوٺ حسين آباد ۾ ٿي، جيڪو مبارڪپور جي اتر ۾ هڪ ميل پري هڪ ننڍو ڳوٺ آهي. مبارڪپور، اعظم ڳڙهہ ضلعي جو هڪ مشهور علمي ۽ صنعتي شهر آهي.

**تعليم**:- مون ننڍپڻ ۾ قرآن مجيد جو ڪجهہ حصو پنهنجي ڏاڏي ۽ چاچي وٽ پڙهيو ۽ 1948۾ مبارڪپور جي مدرسہ دارالتعليم مبارڪپور ۾ داخل ٿيس. اتي ڇهن سالن ۾ پرائمري ۽ مدل جي نصاب جي تعليم مڪمل ڪئي. ڪجهہ فارسي بہ پڙهيم. ان کانپوءِ جون 1954ع ۾ مدرسہ احياءُ العلوم مبارڪپور ۾ داخلا ورتي عربي ٻولي ۽ قواعد، صرف نحو ڪجهہ ٻين فنن جي تعليم حاصل ڪرڻ شروع ڪيم. ٻن سالن کان پوءِ مدرسہ فيض عام "مئو" پهتس. ان مدرسي کي علائقي ۾ هڪ اهم ديني درسگاهہ جي حيثيت حاصل هئي ۽ "مئو ناٿ ڀڃن"، مبارڪپور کان 35 ميل پري آهي.

فيض عام ۾ منهنجي داخلا مئي 1956ع ۾ ٿي، جتي پنج سال گذاريم. مون عربي ٻوليءَ جا قواعد شرعي علوم ۽ فنون يعني تفسير، حديث، اصولِ حديث، فقہ ۽ اصول فقہ وغيره جي تعليم حاصل ڪيم. جنوري 1961ع ۾ منهنجي تعليم مڪمل ٿي ۽ مون کي باقائده شهادة التخرج (يعني تڪميلي سند) ملي. اها سند فضيلت في الشريعة ۽ فضيلت في العلوم جي سند آهي تدريس ۽ افتاء جي اجازت تي مشتمل آهي. منهنجي خوش نصيبي آهي جو مون کي تمام امتحانن ۾ سٺين مارڪن سان ڪاميابي حاصل ٿيندي هئي.

تعليم دوران مون الله آباد بورڊ جي امتحانن ۾ بہ شرڪت ڪئي. فيبروري 1959ع ۾ مولوي ۽ فيبروري 1960ع ۾ عالم جا امتحان ڏنا ۽ ٻنهي ۾ فرسٽ ڊويزن ۾ پاس ٿيس.

**زندگيءَ جي علمي ۽ عملي ميدان ۾:-** 1961ع ۾ "مدرسہ فيض عام" مان فارغ ٿي پهرين ضلعي الٰه آباد پوءِ ناگپور شهر ۾ درس وتدريس ۽ تقرير وخطابت جو ڪم شروع ڪيم. ہ سال پوءِ مارچ 1963ع ۾ مدرسہ فيض عام جي ناظم اعلىٰ مون کي تدريس جي دعوت ڏني پر مون اتي وڏي مشڪل سان ہ سال گذاريا پر حالتن ان کان عليحده ٿيڻ تي مجبور ڪيو. ٻيو سال جامعة الرشاد اعظم ڳڙهہ ۾ گذريو ۽ فيبروري 1966ع کان مدرسہ دارالحديث "مئو" جي دعوت تي اتي مدرس ٿي ويس. هتي ٽي سال تدريس کان علاوه بحيثيت نائب صدر مدرس تعليمي ۽ داخلي انتظامن جي نگهداريءَ ۾ بہ شريڪ رهيس.

آخري ڏينهن ۾ مدرسي جي انتظاميہ ۾ اختلاف ٿي پيا. ائين پئي لڳو تہ مدرسو ئي بند ٿي ويندو. اهي اختلاف ڏسي عين عيد جي ڏهاڙي مون استعفىٰ ڏئي ڇڏي ۽ مدرسہ دارالحديث مان استعفىٰ کي ڪجهہ ڏينهن ئي گذريا مدرسہ فيض العلوم "سيوٽي" ۾ وڃي مامور ٿيس. جيڪو "مئوناٿ ڀڃن" کان اٽڪل ست سوءَ ڪلوميٽر پري مڌيا پرديش ۾ هو.

"سيوٽي" ۾ منهنجي تقرري جنوري 1969ع ۾ ٿي. اتي درس ۽ تدريس کان سواءِ صدر مدرس طور مدرسي جا سڀ داخلي ۽ خارجي انتظام سنڀالي ورتم. جمعي جو خطبو پڙهائڻ ۽ پرپاسي جي ڳوٺن ۾ وڃي تبليغ ڪرڻ منهنجو معمول ٿي ويو. چار سال اتي رهيس. 1972ع جي آخر ۾ سالياني موڪل تي ڳوٺ واپس آيس تہ مدرسہ دارالتعليم مبارڪپور جي رڪنن هتي تعليمي انتظام سنڀالڻ ۽ پڙهائڻ تي مجبور ڪيو. مون کي اها آڇ قبولڻي پئي. اهڙيءَ طرح مون پنهنجي پهرئين علمي گهر ۾ نيون ذميداريون سنڀالي ورتيون. ٻن سالن کان پوءِ جامعة سلفيه جي ناظم اعلىٰ، مدرسہ دارالتعليم جي سرپرست سان ڳالهہ ٻولهہ ڪئي تہ مون کي جامعة سلفيه منتقل ڪيو وڃي. جامع جي خيرخواهي ۽ پراڻن رابطن ڪري معاملو طئي ٿي ويو ۽ آڪٽوبر 1974ع شوال 1394هہ ۾ جامعة سلفيه هليو آيس. تڏهن کان هتي ڪم ڪري رهيو آهيان.

**تاليف:-** تعليم مڪمل ڪرڻ بعد گذريل ڪافي عرصي کان درس ۽ تدريس سان گڏ تاليف ۽ تصنيف جو ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪم جاري رکيو آهي. مختلف مضمونن ۽ مقالن کانسواءِ هيستائين اٽڪل ويهہ عدد ڪتابن ۽ رسالن جي تاليف ۽ ترجمي جو ڪم ڪري چڪو آهيان، جيڪي هن ريت آهن.

1. شرح ازهار العرب (عربي) ازهار العرب علامہ محمد سورتي ﷬ جو سهيڙيل نفيس

**عربي شعرن جو هڪ چونڊ مشهور مجموعو آهي. شرح 1962ع ۾ لکي اٿم پر ڪافي اڻپوري آهي ۽ اجا ڇپائي نہ وئي آهي.**

2. المصابيح فى مسألة التراويح للسيوطى **جو اردو ترجمو (1963ع) بہ ٽي پيرا ڇپيل آهي.**
3. ترجمة الكلمة الطيب لابن تيمية رحمه الله (1966ع) **اڻڇپيل**
5. صحف يہود و نصارى ميں محمد ﷺ كے بارے ميں بشارتيں **(اردو 1970ع) اڻڇپيل**
6. **تذڪره شيخ الاسلام محمد بن عبدالوهاب** رحمه الله (1972ع) **هي ڪتاب ٽي پيرا ڇپيل آهي. اصل ۾ قطر جي المحكمة الشرعية جي قاضي شيخ احمد بن حجر جي عربي تاليف جو ترجمو آهي. پر ان ۾ ڪجھ واڌارو ۽ سڌارو ڪيو ويو آهي.**
7. تاريخ آل سعود (**اردو 1972ع) تذڪره شيخ الاسلام محمد بن عبدالوهاب جي پهرئين ۽ ٻئي ڇاپي سان گڏ ڇپيل آهي.**
8. **اتحاف الكرام تعليق بلوغ المرام لابن حجر عسقلاني (عربي 1974ع) ڇپيل**
9. قاديانيت اپنے آئينے ميں **(اردو) 1976ع ۾ ڇپيل**
10. فتنہ قاديانيت اور مولانا ثناءُالله امرتسرى **(اردو 1976ع) ڇپيل**
11. **الرحيق المختوم، جيڪو رابطہ عالم اسلامي وارن جي مقابلي لاءِ لکيو ويو.**
12. انكار حديث كيوں؟ **(اردو 1976ع) ڇپيل.** 13- انكار حديث حق يا باطل؟ **(اردو 1976ع ڇپيل**
14. رزم حق و باطل **(بحر ديھ جي مناظر جو احوال جو قصو 1978ع ۾ ڇپيل)**
15. ابرار الحق و الصواب في مسألة السفور و الحجاب **(عربي 1978ع) پردي بابت علامہ ڊاڪٽر تقي الدين هلالي مراڪشي حفظ الله جي راءِ تي تنقيد جيڪو مجلة جامعة السلفية ۾ قسطوار شايع ٿيو.**
16. تطور الشعوب و الديانات في الهند و مجال الدعوة الإسلامية فيها **(عربي 1979ع) ڪجھ قسطون مجلة الجامعة السلفية ۾ شايع ٿيل آهي.**
17. الفرقة الناجية و الفرق الإسلامية الأخري **(عربي 1982ع) اڻڇپيل**
18. اسلام اور عدم تشدد **(اردو 1984ع) اڻڇپيل.** 19.بهجة النظر في مصطلح أهل الأثر **(عربي)**
20. اهل تصوف كى كارستانياں **(اردو 1986ع).** 21. الأحزاب السياسة في الإسلام **(عربي 1986ع**

**ان کان علاوه ماهوار "محدث بنارس" جي اول دور کان آخر تائين کل ساڍا چار سال ايڊيٽريءَ جا فرائض بہ انجام ڏنم.**

والله الموفق وازمة الامور كلها بيده ربنا تقبله منا بقبول حسن و انبته نباتا حسنا

# هن ڪتاب بابت

الحمد لله الذي ارسل رسوله بالهدى و دين الحق ليظهره على الدين كله فجعله شاهدا ومبشرا ونذيرا، وداعيا الى الله باذنه وسراجا منيرا، وجعل فيه أسوة حسنة لمن كان يرجو الله واليوم الآخر وذكر الله كثيرا، اللهم صل وسلم وبارك عليه وعلى آله وصحبه ومن تبعهم باحسان الى يوم الدين اما بعد!

هيءَ تمام خوشيءَ جي ڳالهه آهي تہ پاڪستان ۾ ربيع الاول 1396هه ۾ ٿيل سيرت ڪانفرنس جي پڄاڻيءَ تي رابطہ عالم اسلامي وارن سيرت جي موضوع تي مقالا لکڻ جي هڪ عالمي مقابلي جو اعلان ڪيو آهي. جنهن جو مقصد قلمڪارن ۾ نئين امنگ ۽ فڪري هم آهنگي پيدا ڪرڻ آهي. منهنجي خيال ۾ اهو هڪ ڀلارو قدم آهي. ڇو تہ جيڪڏهن گهرائيءَ سان ڏٺو وڃي تہ معلوم ٿيندو تہ حقيقت ۾ سيرتِ نبوي ﷺ ۽ اسوه محمدي ئي اهو واحد ذريعو آهي، جنهن مان اسلامي دنيا جي زندگيءَ توڙي انساني معاشري لاءِ سعادت جا چشما ڦٽن ٿا. پاڻ سڳورن ﷺ جي ذات بابرڪت تي بيشمار درود ۽ سلام هجن.

ان ڀلاري مقابلي ۾ شرڪت ڪرڻ مون لاءِ سعادت ۽ خوش بختي آهي پر منهنجي اوقات ئي ڇا آهي جو مان سيد الاولين والآخرين ﷺ جي زندگي مبارڪ تي روشني وجهي سگهان. آئون تہ پنهنجي پوري خوش بختي ۽ ڪاميابي ان ۾ سمجهان ٿو تہ مون کي پاڻ سڳورن ﷺ جي شفاعت جو ڪجهہ حصو نصيب ٿي وڃي. جيئن تاريڪين ۾ ڀٽڪي هلاڪ ٿيڻ بدران پاڻ سڳورن ﷺ جي هڪ امتيءَ جي حيثيت ۾ سندن ڏسيل روشن رستي تي هلندي زندگي گهاريان ۽ ان راهہ تي هلندي مون کي موت اچي ۽ پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جي شفاعت جي برڪت سان الله تعاليٰ منهنجن گناهن تي معافيءَ جي لڪير ڦيري ڇڏي.

هن ڪتاب جي تحريري انداز بابت هڪ ننڍڙي ڳالهہ ٻڌائڻ ضروري ٿو سمجهان مون ڪتاب لکڻ مهل اهو رٿيو هو تہ هن ڪتاب کي اجائي ڊيگهہ يا اجائي اختصار کان بچائي وچولي درجي ۾ مرتب ڪندس، پر جڏهن سيرت جي ڪتابن تي نظر وڌي تہ واقعن جي ترتيب ۽ جزئيات جي تفصيل ۾ اختلاف ڏٺو. ان ڪري فيصلو ڪيو تہ اهڙي صورت ۾ بحث جي هر پاسي تي نظر وجهي ڀرپور تحقيق ڪري جيڪو نتيجو ڪيان، سو اصل ڪتاب ۾ درج ڪريان ۽ دليلن ۽ شاهدين جي تفصيل ۽ ترجيح جي سببن جو ذڪر نہ ڪريان نہ تہ ڪتاب ضرورت کان وڌيڪ ڊگهو ٿي ويندو. پر جتي هي ڊپ هيو تہ منهنجي تحقيق پڙهندڙن لاءِ حيرت ۽ تعجب جو باعث بڻبي، يا جن واقعن بابت عام لکندڙن ٻيو موٌقف پيش ڪيو آهي، جيڪو منهنجي ليکي صحيح نہ آهي تہ اتي دليلن جو بہ اشارو ڏنو اٿم.

يا الله! مون لاءِ دنيا ۽ آخرت جي ڀلائي مقدر فرماءِ تون ئي پڪ سان غفور ۽ ودود آهين. عرش جو مالڪ ۽ بزرگ ۽ برتر آهين.

جمعةالمبارڪ 24 رجب 1396هه مطابق 23 جولاءِ 1976ع

**صفي الرحمان مبارڪپوري**

جامعہ سلفيہ بنارس هند.

# عربستان جي جاگرافيائي بيهڪ ۽ اتي رهندڙ قومون

رسول الله ﷺ جي سيرت درحقيقت ان الاهي پيغام جي عملي صورت آهي. جنهن کي نبي اڪرم ﷺقول، فعل، ارشاد ۽ سلوڪ جي ذريعي انسان ذات آڏو پيش ڪيو هو ۽ جنهن جي ذريعي زندگيءَ جا پيمانہ بدلائي ڇڏيا هئا ۽ برائي کي چڱائي ۾ بدلايو ويو ۽ انسانن کي اوندهہ مان ڪڍي روشنيءَ ۾ ۽ ٻانهن جي بندگيءَ مان ڪڍي الله جي بندگيءَ ۾ داخل ڪري ورتو هو. ايتري تائين جو تاريخ جو رخ ۽ زندگيءَ جو ڍنگ بدلجي ويو. جيئن تہ سيرت پاڪ جي مڪمل تصوير ڪشي ايستائين ممڪن نہ آهي، جيستائين ان الاهي پيغام نازل ٿيڻ کان اڳ ۽ پوءِ جي حالتن ۾ پيش نہ ڪئي وڃي، انڪري اصل بحث کان اڳ هن باب ۾ اسلام کان اڳ جي عرب قومن ۽ انهن جي اوسر، حڪومتن، ان وقت جي قبيلائي نظامن، عادتن ۽ رسمن،سياسي اقتصادي ۽ اجتماعي حالتن ۽ رهڻي ڪرڻي جو بيان ڪندي انهن حالتن بابت هڪ خاڪو پيش ڪيو پيو وڃي، جن حالتن ۾ رسول الله ﷺ جي بعثت ٿي.

**عربستان جي جاگرافيائي بيهڪ**:- " عرب " لفظ جي لغوي معنىٰ آهي رڻ پٽ ۽ ريگستان. پراڻي دور کان اهو لفظ عربستان ۽ ان ۾ رهندڙ قومن لاءِ ڳالهائجي ٿو. عربستان جي الهندي ۾ ڳاڙهو سمنڊ ۽ سينا جو اپٻيٽ آهي. اوير ۾ عربي نار ۽ ڏکڻ ۾ عراق جو هڪ وڏو حصو آهي. ڏکڻ ۾ عربي سمنڊ بہ آهي، جيڪو اصل ۾ هندي سمنڊ جو ئي حصو آهي. اتر ۾ شام جو ملڪ ۽ ڪجهہ علائقو اتر عراق جو آهي. ان سلسلي ۾ ڪجهہ سرحدن ۾ اختلاف بہ آهي. سڄي علائقي جي پکيڙ ڏهہ لک کان ٽيرنهن لک چورس ميل ٻڌائي وڃي ٿي.

عربستان طبعي ۽ جاگرافيائي حيثيت کان وڏي اهميت رکي ٿو. داخلي طرح هي علائقو چئني پاسن کان ريگستان ۾ گهيريل آهي. جنهن جي ڪري ايڏو محفوظ قلعو ٿي پيو آهي جو ٻاهرين قومن لاءِ ان تي قبضو ڪرڻ ۽ پنهنجو اثر رسوخ قائم ڪرڻ سخت مشڪل رهيو آهي. اهو ئي ڪارڻ آهي جو عربستان جي علائقي جا ماڻهو پراڻي زماني کان پنهنجن سڀني معاملن ۾ مڪمل طرح آزاد ۽ خودمختيار رهيا آهن. حالانڪ اهي ٻن اهڙن وڏين طاقتن جا پاڙيسري رهيا آهن، جو جيڪڏهن نوس قدرتي بند رڪاوٽ نہ هجي ها تہ سندن حملا روڪي سگهڻ عربستان جي رهواسين جي وس جي ڳالهہ نہ هئي.

خارجي طور تي هي علائقو پراڻي دنيا جي سيني وڏن کنڊن جي وچ ۾ آهي ۽ خشڪي توڙي سامونڊي رستن سان ڳنڍيل آهي. ان جي اتر اولهه واري ڪنڊ، آفريڪا کنڊ ۾ داخل ٿيڻ جو دروازو آهي. اتر اوڀر واري ڪنڊ يورپ جي ڪنجي آهي. اوڀر پاسي واري حصي کان ايران، وچ ايشيا ۽ مشرقي بعيد جي ملڪن جا رستا نڪرن ٿا جيڪي هندستان ۽ چين تائين پهچن ٿا. اهڙيءَ طرح هر ڪنڊ سمنڊ جي رستي به عرب علائقي سان ڳنڍيل آهي ۽ انهن جا جهاز عربستان جي بندرگاهن تي سڌيءَ طرح اچي لنگر هڻندا آهن. ان جاگرافيائي بيهڪ ڪري عربستان جا اتريان ۽ ڏاکڻان علائقا مختلف قومن لاءِ تجارت، ثقافت، فنن ۽ مذهبن جا وڏا مرڪز رهي چڪا آهن.

**عرب قومون**:- تاريخدانن، نسلي اعتبار کان عرب قومن کي ٽن قسمن ۾ ورهايو آهي.

**(1) عرب بائده**:- يعني اهي قديم عرب قبيلا ۽ قومون جيڪي بلڪل مٽجي چڪا آهن ۽ انهن بابت ضروري معلومات به نٿي ملي. جهڙوڪ عاد، ثمود، طسم، جديس، عمالقہ، اميم، جرهم، حضور، دبار، حضرموت وغيره.

**(2) عرب عاربہ**:- يعني اهي عرب قبيلا جيڪي يشجب بن يعرب بن قحطان جي نسل مان آهن. انهن کي قحطاني عرب چئجي ٿو.

**(3) عرب مستعربہ**:- يعني اهي عرب قبيلا جيڪي حضرت اسماعيل عليه السلام جي نسل مان آهن. انهن کي عدناني عرب چئبو آهي.

**عرب عاربہ**:- يعني قحطاني عربن جو اصل مرڪز يمن جو ملڪ هو. هتان ئي انهن جا مختلف خاندان ۽ قبيلا ڦٽي نڪتا. انهن مان ٻن قبيلن وڏي شهرت حاصل ڪئي. انهن مان هڪ حمير بن سبا ۽ ٻيو ڪهلان بن سبا آهن سبا جي ٻئي اولاد جو تعداد يارنهن يا چوڏهن هو. انهن جو ڪوبہ قبيلو نهي نہ سگهيو. اهي سبائي سڏائين ٿا.

**(الف) حمير بن سبا**:- جون مشهور شاخون هي آهن.

(1) قضاعه: بهراءِ بلي، عذره، وبره، نالي قبيلا آهن.

(2) سڪا سڪ: اهي بنو زيد بن وائله بن حمير آهن، جن جو لقب سڪا سڪ آهي . هي ڪنده جي سڪا سڪ کان عليحده آهي جن جو ذڪر بنو ڪهلان جي بيان ۾ ايندو .

(3) زيد الجمهور: حمير اصغر،سبا اصغر، حضور ذواصبح، ان جي شاخن مان آهن.

**(ب) ڪهلان**:- **جنهن جون مشهور شاخون** همدان, الهان، اشعر، طي، مذحج، ( مذحج **مان** عنس ۽ نخع)
لخم، ( لخم مان **ڪنده ۽ ڪنده مان** بنو معاويه، **سڪون ۽ سڪا سڪ** ) جذام ، عائله ، خولان ، معافر ، انمار ، ( انمار مان خثعم ، بجيله ، بجيله مان احمس) ۽ ازد ، ۽ ازد مان اوس ، خزرج ، خزاعه ۽ أولاد جفنه **آهن. جن اڳتي هلي شام جي آس پاس ۾ بادشاهت قائم ڪئي ۽ آل غسان جي نالي سان مشهور ٿيا.**

عام ڪهلاني قبيلا يمن کي ڇڏي عربستان جي مختلف علائقن ۾ پکڙجي ويا. سندن گهڻي لڏپلاڻ سيل عرم جي واقعي کان اڳ ان وقت ٿي جڏهن رومين، مصر ۽ شام تي قبضو ڪري يمن وارن جي سامونڊي واپاري رستن تي قبضو ڄمائي ورتو ۽ خشڪيءَ جي رستن تي ڏنل سهولتن کي تباهه ڪري ڪهلانين جي واپار کي ڪاپاري ڌڪ هنيو ۽ چيو وڃي ٿو تہ سيل عرم کان پوءِ انهن ان وقت لڏ پلاڻ ڪئي، جڏهن واپار جي ناڪاميءَ کان پوءِ انهن جي زرعي پيداوار ۽ چوپايو مال بہ تباه ٿي ويو ۽ زندگي گذارڻ جا تمام وسيلا ختم ٿي ويا.
ممڪن آهي تہ ڪهلاني ۽ حميري خاندانن ۾ رنجشون ۽ جهڙپون بہ رهيون هجن ۽ اهي بہ ڪهلانين جي لڏپلاڻ جو سبب بڻيون هجن. ان جو اشارو ان ڳالهہ مان ملي ٿو تہ ڪهلانين تہ لڏپلاڻ ڪئي پر حميري قبيلا اتي ئي رهيا. لڏپلاڻ ڪندڙ ڪهلانين کي چئن قسمن ۾ ورهائي سگهجي ٿو.

1. **ازد**:- انهن پنهنجي سردار عمران بن عمرو مزيقياءِ جي چوڻ تي وطن ڇڏيو. پهرين تہ اهي يمن ۾ ئي هڪ جڳهہ کان ٻي جڳهہ تي منتقل ٿيندا رهيا ۽ حالتن جي خبرچار وٺڻ لاءِ هر اول دستن کي موڪليندا رهيا، پر آخرڪار اتر ۽ اوڀر ڏانهن روانا ٿيا ۽ پوءِ مختلف شاخون گهمنديون ڦرنديون مختلف علائقن ۾ سدائين لاءِ رهي پيون. ان جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو.

**ثعلبہ بن عمرو**:- هن پهرين حجاز جو رخ ڪيو ۽ ثعلبہ ۽ ذي قار جي وچ ۾ رهائش اختيار ڪئي. جڏهن ان جو اولاد وڏو ٿيو ۽ خاندان مضبوط ٿيو تہ مديني ڏانهن لڏپلاڻ ڪري ان کي پنهنجو مستقل وطن بنايائون ان ئي ثعلبہ جي نسل مان اوس ۽ خزرج ٿيا. جيڪي ثعلبہ جي پٽ حارثہ جا پٽ هئا.

**حارثه بن عمرو**:- يعني خزاعه ۽ ان جو اولاد. هي پهرين حجاز جي علائقي ۾ گهمندي "مرالظهران" ۾ اچي رهيا. پوءِ حرم تي ڪاهي پيا ۽ بنو جرهم کي ڪيڏي پاڻ مڪي ۾ رهڻ لڳا.

**عمران بن عمرو**:- هن ۽ سندس اولاد "عمان" ۾ رهائش اختيار ڪئي. ان ڪري هي ماڻهو "ازدعمان" سڏبا آهن.

**نصر بن ازد**:- هن سان تعلق رکندڙ قبيلن "تهامہ" ۾ رهائش اختيار ڪئي. اهي "ازدشنوءة" سڏبا آهن.

**جفنہ بن عمرو**:- هيءُ پنهنجي اولاد سميت شام ۾ وڃي رهيو. هيءُ ئي شخص غساني بادشاهن جو وڏو ڏاڏو هو. انهن کي "آل غسان" ان ڪري چئجي ٿو جو اهي شام ۾ اچڻ کان اڳ ڪجهہ وقت حجاز ۾ "غسان" نالي چشمي وٽ رهيا هئا.

**2- لخم ۽ جذام**:- هنن ماڻهن اوپر ۽ اتر طرف لڏ پلاڻ ڪئي. انهن لخمين مان ئي نصر بن ربيعہ ٿيو، جيڪو "حيرة" جي شاهي خاندان "آل منذر" جو وڏو ڏاڏو هو.

**3 - بنوطيءِ**:- هن قبيلي، بنو ازد جي وطن ڇڏڻ بعد اتر طرف رخ ڪيو "اجاءِ" ۽ "سلمىٰ" نالي ٻن جبلن جي ويجهو هميشہ لاءِ رهي پيا. ايتري تائين جو اهي ٻئي جبل طي قبيلي جي نسبت سان مشهور ٿي ويا.

**4 - ڪنده**:- هي پهرين بحرين يعني موجوده "الاحساءِ" ۾ اچي رهيا پر پوءِ مجبور ٿي اتان لڏي حضر موت هليا ويا، پر اتي بہ سک نہ ملين. آخرڪار نجد ۾ اچي پنهنجا خيما کوڙيائون. هتي انهن هڪ وڏي پائي جي حڪومت جو بنياد وڌو پر اها حڪومت گهڻو نہ هلي سگهي ان جا آثار بہ جلد ئي مٽجي ويا.

ڪهلان کانسواءِ حمير جو بہ رڳو قبيلو قضاعہ اهڙو آهي، جنهن جو حميري هجڻ ئي مشڪوڪ آهي، جنهن يمن مان لڏپلاڻ ڪري عراق جي حدن ۾ بادية السماوه ۾ رهائش اختيار ڪئي. [1]

**عرب مستعربہ**:- انهن جو وڏو ڏاڏو حضرت ابراهيم عليه السلام اصل عراق جي شهر "اُر" جو رهاڪو هو. اهو شهر فرات نديءَ جي الهندي ڪناري تي ڪوفي جي ويجهو واقع آهي. ان جي کوٽائيءَ بعد جيڪي ڪتبا مليا آهن تن مان هن شهر بابت ڪافي تفصيل منظر تي اچي چڪا آهن ۽ حضرت

---

[1]- انهن قبائلن ۽ انهن جي لڏ پلاڻ جي مڪمل تفصيل لاءِ هي ڪتاب ڏسڻ گهرجن جمهرة النسب , العقد الفريد , قلائد الجمان , نهاية الأرب , تاريخ ابن خلدون

ابراهيم عليه السلام جي خاندان جي ڪن تفصيلن ۽ اتي جي رهاڪن جي ديني ۽ سماجي حالتن تان بہ پردو کڄي چڪو آهي.

اهو معلوم آهي تہ حضرت ابراهيم عليه السلام هتان کان هجرت ڪري حران شهر ڏانهن هليو ويو هو ۽ پوءِ اتان فلسطين وڃي ان ملڪ کي پنهنجن پيغمبراڻين سرگرمين جو مرڪز بڻايو هو. ملڪ ۾ ۽ ملڪ کان ٻاهر دعوت ۽ تبليغ لاءِ هتان کان ئي ڪوششون ورتائون.[1] هڪ دفعو پاڻ مصر ويا. فرعون سندن بيبي ساره عليها السلام جي حڪم جي هاڪ ٻڌي تہ سندس نيت خراب ٿي ويئي. ۽ ڪين پنهنجي درٻار

۾ بري ارادي سان سڏايائين پر الله تعاليٰ، بيبي ساره عليها السلام جي دعا گهرڻ تي فرعون کي اهڙي غيبي پڪڙ ۾ ورتو جو هو ڇڙيون هڻي تڙپڻ لڳو. ان کي سندس نيت جو سِلو مليو. ۽ حادثي جي نوعيت مان هو سمجهي ويو تہ بيبي ساره عليها السلام الله تعاليٰ جي نهايت خاص ٻانهي آهي. هو بيبي صاحبه جي ان نيڪ خصلت کان ايترو متاثر ٿيو جو پنهنجي ڌيءَ هاجره ([2]) سندن خدمت ۾ ڏئي ڇڏيائين. بيبي ساره عليها السلام وري بيبي هاجره عليها السلام، حضرت ابراهيم عليه السلام سان پرڻائي ڇڏي.([3])

حضرت ابراهيم عليه السلام جن بيبي ساره عليها السلام ۽ بيبي هاجره عليها السلام کي وٺي واپس فلسطين آيا. پوءِ الله تعاليٰ ڪين بيبي هاجره جي بطن مبارڪ مان حضرت اسماعيل عليه السلام نالي فرزند عطا ڪيو. ان تي بيبي ساره کي ڪاوڙ آئي جو تہ پاڻ بي اولاد هئي. پاڻ حضرت ابراهيم عليه السلام کي مجبور ڪري ڇڏيائون تہ بيبي هاجره عليها السلام کي ابهم ٻار سميت جلاوطن ڪري ڇڏي. حضرت ابراهيم عليه السلام کي حالتن ڪري سندن ڳالهہ مڃڻي پئي ۽ پاڻ بيبي هاجره عليها السلام ۽ حضرت اسماعيل عليه السلام کي وٺي حجاز هليا ويا ۽ ڪين هڪ سڃي واديءَ ۾ بيت الله شريف جي ويجهو رهايو. ان وقت بيت الله شريف نہ هو. صرف دڙي وانگر اڀريل زمين هئي. اتان سيلاب ايندو هو تہ ان جي ساڄي ۽ کاٻي پاسن سان ٽڪرائجي گذري ويندو هو. اتي ئي مسجد الحرام جي مٿئين حصي ۾ زمزم وٽ هڪ وڏو وڻ هو. پاڻ ان وڻ وٽ ئي بيبي هاجره عليها السلام ۽ حضرت اسماعيل عليه السلام

---

[1] رحمة للعالمين (1/ 10)

[2] - مشهور آهي تہ بيبي هاجره عليها السلام ڪنيز هئي پر علامہ منصور پوري تفصيلي تحقيق سان ثابت ڪيو آهي تہ اها ڪنيز نہ پر آزاد هئي ۽ فرعون جي ڌ يءُ هئي. ان لاءِ ڏسو رحمة للعالمين (2/36–37). تاريخ ابن خلدون ( 2 / 1 / 77 )

[3] - ساڳيو ڪتاب 2/34 واقعي جي تفصيل لاءِ ڏسو صحيح بخاري 1/474.

ڪي ڇڏي ويا. ان وقت مڪي ۾ نہ پاڻي هو نہ ئي وري ڪو ماڻهو وغيره هو. ان ڪري حضرت ابراهيم عليه السلام جن هڪ ٿيلهيءَ ۾ کجيون ۽ هڪ ڪليءَ (سانداريءَ) ۾ پاڻي رکي ڇڏيون ۽ پاڻ فلسطين موٽي ويا. ڪجهہ ڏينهن ۾ ئي کجيون ۽ پاڻي ختم ٿي ويو ۽ کين ڏکيائي ٿيڻ لڳي. پر ان ڏکئي وقت تي الله جي مهربانيءَ سان زمزم جو چشمو ڦٽي پيو، جيڪو ڪافي عرصي تائين رزق جي ضرورت پوري ڪندو رهيو. ان جو تفصيل هرڪو ڄاڻي ٿو.[1]

ڪجهہ وقت کانپوءِ يمن جو هڪ قبيلو آيو جنهن کي تاريخ ۾ جرهم ثاني چئجي ٿو. هي قبيلو اسماعيل عليه السلام جي والده کان اجازت وٺي اتي رهي پيو. چيو وڃي ٿو تہ هي قبيلو پهرين مڪي جي آسپاس وادين ۾ رهندو هو. صحيح بخاريءَ ۾ ايتري وضاحت موجود آهي تہ (رهائش لاءِ) اهي مڪي ۾ حضرت اسماعيل جي اچڻ کانپوءِ ۽ سندن جوان ٿيڻ کان اڳ آيا هئا. باقي ان واديءَ مان سندن حضرت گذرڻ پهرين بہ ٿيندو رهندو هو.[2]

حضرت ابراهيم عليه السلام جن پنهنجن پونئيرن جي خبرچار وٺڻ لاءِ ڪڏهن ڪڏهن مڪي ۾ ايندا رهندا هئا پر اهو معلوم نہ ٿي سگهيو آهي تہ پاڻ هتي گهڻا ڀيرا آيا. باقي ڪتابن ۾ سندن چار ڀيرا اچڻ جو تفصيل محفوظ آهي، جيڪو هتي ڏجي ٿو.

1. قرآن مجيد ۾ بيان ٿيل آهي تہ الله تعاليٰ حضرت ابراهيم عليه السلام کي خواب ۾ ڏيکاريو تہ هو پنهنجي فرزند (حضرت اسماعيل عليه السلام) کي ذبح ڪري رهيو آهي. هي خواب هڪ طرح سان الله جو حڪم هو ۽ پيءُ پٽ ٻئي ان حڪم جي پورائي لاءِ تيار ٿي ويا. جڏهن ٻئي رضامند ٿيا ۽ پيءُ پنهنجي پٽ کي نرڙ ڀر ليٽائي ڇڏيو تہ الله تعاليٰ سڏ ڪيو تہ "اي ابراهيم! تو خواب کي سچ ڪري ڏيکاريو. اسين چڱن کي ان طرح ئي صلو ڏيندا آهيون. يقينا اها هڪ کليل آزمائش هئي ۽ الله ان جي فديي ۾ هڪ عظيم ذبيحو عطا ڪيو.[3]

مجموعہ بائيبل جي ڪتاب پيدائش ۾ مذڪوره آهي تہ حضرت اسماعيل عليه السلام جن حضرت اسحاق عليه السلام کان تيرنهن سال وڏا هئا ۽ قرآن شريف ڄاڻائي ٿو تہ مٿيون واقعو حضرت اسحاق عليه السلام جي پيدائش کان اڳ ٿيو. جو تہ پورو واقعو بيان ڪرڻ کانپوءِ حضرت اسحاق عليه السلام جي ولادت جي بشارت جو ذڪر ڪيل آهي. هن واقعي مان ثابت ٿئي ٿو تہ حضرت اسماعيل عليه السلام جي جوان ٿيڻ کان اڳ گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڀيرو حضرت ابراهيم عليه السلام جن مڪي شريف آيا هئا. باقي ٽن سفرن جو تفصيل صحيح بخاريءَ

---

[1] ڏسو صحيح بخاري ،ڪتاب الانبياءِ, (474/1 , 475) (حديث نمبر 3364 , 3365)

[2] صحيح بخاري ڪتاب الانبياءِ (475/1).

[3] سورة الصافات آيت نمبر:( 103-107) ( فلما اسلما - بذبح عظيم )

جي هڪ ڊگهي روايت ۾ آيل آهي. جيڪا حضرت ابن عباس  کان مرفوعا مروي آهي ([1]) ان جو خلاصو هيءُ آهي.

2. حضرت اسماعيل عليه السلام جڏهن جوان ٿيا ۽ جرهم وارن کان عربي سکي ورتائون ۽ کين پسند ڪيائون تڏهن انهن سندن شادي پنهنجي خاندان جي هڪ عورت سان ڪرائي ڇڏي. ان دوران بيبي هاجره عليها السلام وفات ڪري ويئي. هوڏانهن حضرت ابراهيم عليه السلام کي پنهنجي پونئيرن جي ڏسڻ جو خيال ٿيو. تنهن ڪري پاڻ مڪي آيا پر حضرت اسماعيل عليه السلام سان سندن ملاقات نہ ٿي. پر حضرت اسماعيل عليه السلام جن گهر ۾ موجود نہ هئا. نُنهَن کان خبر چار ورتائون تہ ان تنگدستيءَ جي شڪايت ڪئي. تنهن تي پاڻ وصيت ڪري ويا تہ اسماعيل عليه السلام اچي تہ ان کي چئجو تہ گهر جي چائنٺ مٽائي ڇڏي. حضرت اسماعيل عليه السلام جن ان پيغام کي سمجهي ويا ۽ پنهنجي زال کي طلاق ڏئي ٻي عورت سان شادي ڪيائون جيڪا جرهم جي سردار مضاض بن عمرو جي نياٽي هئي.([2])

3. ان ٻي شاديءَ کانپوءِ هڪ ڀيرو وري حضرت ابراهيم عليه السلام جن مڪي آيا پر هن ڀيري بہ سندن ملاقات حضرت اسماعيل عليه السلام سان نہ ٿي. نُنهن کان خبر چار ورتائون تہ ان الله جي ساراه ڪئي. پاڻ وصيت ڪري ويا تہ: اسماعيل عليه السلام پنهنجي گهر جي چائنٺ ساڳي رکي ۽ پوءِ فلسطين هليا ويا.

4. ان کان پوءِ پاڻ وري (مڪي) آيا تہ حضرت اسماعيل عليه السلام جن ان مهل زمزم جي ويجهو هڪ وڻ هيٺان تير چلي رهيا هئا. جڏهن حضرت ابراهيم عليه السلام کي ڏٺائون تہ والهاڻي انداز ۾ اٿي سندن طرف وڌيا ۽ اهو سڀ ڪجهہ ڪيائون جيڪو اهڙن موقعن تي پيءُ پٽ سان ۽ پٽ پيءُ سان ڪندو آهي. هيءَ ملاقات ايڏي ڊگهي عرصي کانپوءِ ٿي هئي جو ڪو نرم دل ۽ شفيق پيءُ پنهنجي فرمانبردار پٽ کان مشڪل سان ئي ايترو وڇوڙو برداشت ڪري سگهي ٿو. هن ڀيري ٻنهي ملي خدا جي گهر (ڪعبي) جي تعمير ڪئي، بنياد کوٽيا ۽ پٿيون کنيون ۽ ابراهيم عليه السلام سڄي دنيا جي ماڻهن کي حج جو سڏ ڏنو.

الله تعاليٰ مضاض جي نياٽيءَ مان اسماعيل عليہ السلام کي ٻارنهن پٽ عطا ڪيا ([3]) جن جا نالا هن ريت آهن. نابت يا نبايوط، قيدار، ادبائيل، مبشام، مشماع، دوما، ميشا، حدد، تيما، يطور، نفيس، قيدمان.انهن ٻارنهن پٽن مان ٻارنهن قبيلا پيدا ٿيا، جيڪي مڪي ۾ ئي رهيا. انهن

[1] صحيح بخاري ڪتاب الانبياءِ (476/475/1)

[2] قلب جزيره العرب (ص:230).

[3] قلب جزيره العرب. (ص:230)

جي گذرسفر جو دارومدار گھٽو ڪري يمن، مصر ۽ شام سان ٿيندڙ واپار تي هو. پوءِ اهي قبيلا عربستان جي مختلف پاسن ۾ بلڪ عربستان کان ٻاهر بہ پکڙجي ويا ۽ سندن حالتون وقت جي گھري ڌنڌ ۾ ڍڪجي ويون. رڳو نابت ۽ قيدار جو اولاد گمناميءَ کان بچيل رهيو. نبطين جي تمدن حجاز جي اتر ۾ واڌ ويجھہ ڪئي. انهن هڪ سگھاري حڪومت قائم ڪري آسپاس جي ماڻهن کي پنهنجو ڏن پرو ڪيو. بطراء انهن جي گاديءَ جو هنڌ هو. ڪنهن کي ساڻن مقابلي جي سگھہ نہ هئي. پوءِ رومين جو دور آيو، جن نبطين کي ماضيءَ جو قصو بنائي ڇڏيو. **نسب نامن جو علم رکندڙ اهل علم جو خيال آهي تہ** آل غسان ۽ انصار يعني اوس ۽ خزرج قحطاني عرب نہ هئا بلڪ ان علائقي ۾ نابت بن اسماعيل **عليه السلام** جو بچيل نسل هو. **امام بخاري جو بہ اهو ئي خيال آهي . جيئن صحيح بخاري ۾ هڪ باب جو عنوان هن ريت آهي "نسبة اليمن الىٰ اسماعيل"** ان تي پاڻ ڪن حديثن مان استدلال ورتو اٿس. **حافظ ابن حجر ان جي شرح ۾ چوي ٿو تہ : قحطان نابت بن اسماعيل جي نسل مان آهي** [1] قيدار بن اسماعيل **عليه السلام** جو نسل مڪي ۾ ئي وڌندو ويجھندو رهيو. تان جو عدنان ۽ ان جي پٽ معد جو زمانو آيو. عدناني عربن جو نسل صحيح طور تي ايستائين ئي محفوظ آهي.

عدنان، **نبي ڪريم** ﷺ جي نسبي سلسلي ۾ ايڪهين پيڙهي تي اچي ٿو. ڪن روايتن ۾ اچي ٿو تہ پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجو شجرو ٻڌائيندا هئا تہ عدنان تي پهچي بيهي **رهندا هئا ۽ اڳتي نہ وڌندا هئا ۽** فرمائيندا هئا تہ شجري جا ماهر غلط ٿا چون [2] پر عالمن جي هڪ گروهہ جو خيال آهي تہ اڳتي بہ شجرو بيان ڪري سگھجي ٿو. انهن هن روايت کي ڪمزور قرار ڏنو آهي، **پر خود انهن جي وچ ۾ ايترو اختلاف آهي جو ڪو نتيجو نٿو ڪڍي سگھجي. علامہ منصور پوريءَ جو رجحان ابن سعد جي ڄاڻايل قول ڏانهن آهي جنهن کي طبري ۽ مسعوديءَ بين قولن سان گڏ لکيو آهي تہ** سندن تحقيق مطابق عدنان ۽ **حضرت ابراهيم عليه السلام** جي وچ ۾ چاليهہ پيڙهيون آهن. [3]

بهرحال معد جي پٽ نزار مان، جنهن بابت چيو وڃي ٿو تہ **ان کان سواءِ معد کي ٻيو ڪو** بہ اولاد نہ هو، **ڪيترائي** ئي خاندان وجود ۾ آيا. حقيقت ۾ نزار جا چار پٽ هئا ۽ هر پٽ هڪ وڏي قبيلي جو جد (ڏاڏو) ثابت ٿيو. چئني جا نالا هن ريت آهن. اياد، انمار، ربيعہ، مضر. آخري ٻن جون شاخون ۽ انهن جون بہ گھڻيون شاخون ٿيون. ربيعہ مان اسد بن ربيعہ، **اسد مان عنزه ۽ جديلہ، جديلہ مان عبدالقيس ۽ نمر، وائل، وائل مان بڪر، تغلب ۽ بنوبڪر مان بنو قيس، بنو**

---

[1] صحيح بخاري ڪتاب المناقب باب نسبة اليمن الىٰ اسماعيل(3507) فتح الباري (6/ 621 .623)

[2] - تاريخ الطبري - تاريخ الامم والملوڪ (191/2 – 194)، الاعلام (6/5)

[3] ابن سعد 1 / 56 , تاريخ الطبري 2 / 291 , تاريخ ابن خلدون 2 / 2 / 298 , فتح الباري 6 / 622 ,

شيبان، بنو حنيفہ وغيره وجود ۾ آيا. مضر جو اولاد ٻن وڏن قبيلن ۾ ورهائجي ويو. 1. قيس عيلان بن مضر. 2. الياس بن مضر.

قيس عيلان مان بنو سليم، بنو هوازن، بنو ثقيف، بنو صعصعہ، بنو غطفان، غطفان مان عبس، ذبيان، اشجع ۽ غني بن اعصر نالي قبيلا ڦٽي نڪتا.

الياس بن مضر مان تميم بن مره، هذيل بن مدرڪ، بنواسد بن خزيمہ ۽ ڪنانہ بن خزيمہ نالي قبيلا ڦٽي نڪتا. ڪنانہ مان قريش قبيلو وجود ۾ آيو. هي قبيلو فهر بن مالڪ بن نضر بن ڪنانہ جو اولاد آهي.

پوءِ قريش بہ مختلف شاخن ۾ ورهائجي ويا. قريش جون مشهور شاخون هن ريت آهن. جمح، سهم، عدي، مخزوم، تيم زهره ۽ قصي بن ڪلاب مان نڪتل خاندان يعني عبدالدار، اسد بن عبدالعزىٰ ۽ عبد مناف. اهي ٽئي قصي جا پٽ هئا. تن مان عبدالمناف کي چار پٽ ٿيا، جن مان چار ننڍا قبيلا ڦٽي نڪتا. يعني، عبدشمس، نوفل، مطلب ۽ هاشم. ان هاشم جي نسل مان الله تعالىٰ اسان جي نبي سڳوري حضرت محمد صلي الله عليه وآله وسلم جي چونڊ ڪئي.

رسول الله ﷺ جو ارشاد آهي تہ الله تعالىٰ حضرت ابراهيم عليه السلام جي اولاد مان اسماعيل عليه السلام کي چونڊيو ۽ اسماعيل عليه السلام جي اولاد مان ڪنانہ کي چونڊيو ۽ ڪنانہ جي نسل مان قريش کي چونڊيو ۽ قريش مان بنو هاشم کي چونڊيو ۽ بنو هاشم مان منهنجي چونڊ ڪئي. ([1])

ابن عباس رضي الله عنه جو بيان آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو تہ "الله تعالىٰ جڏهن مخلوق کي پيدا ڪيو تہ مون کي سڀ کان چڱي گروھ ۾ رکيو، پوءِ ان جي ٻن گروهن مان وڌيڪ چڱي ۾ مون کي رکيو. پوءِ قبيلا چونڊيا تہ سڀ کان پلي قبيلي ۾ مون کي رکيو. پوءِ گهراڻا چونڊيا ويا تہ سڀ کان بهتر گهراڻي ۾ مون کي رکيو. ان ڪري مان پنهنجي ذات جي لحاظ سان سڀ کان بهتر آهيان ۽ پنهنجي گهراڻي جي لحاظ سان بہ سڀ کان بهتر آهيان. ([2]) بهرحال عدنان جي نسل ۾ واڌ ويجهہ ٿيڻ بعد اهي چارئي پاڙيءَ جي ڳولاءِ عرب جي مختلف پاسن ۾ پکڙجي ويا. جيئن عبدالقيس قبيلي، بڪر بن وائل جي ڪيترين ئي شاخن ۽ بنو تميم جي خاندانن بحرين جو رخ ڪيو ۽ اتي ئي آباد ٿيا.

---

[1]. صحيح مسلم ( 245/2 ) ( حديث نمبر 5897) ڪتاب الفضائل، جامع ترمذي ( 201/2 ) ( حديث نمبر 3605 )

[2]. ضعيف : جامع ترمذي ( 201/2 ) ( حديث نمبر 3607 ) -( 3073 )

بنو حنيفہ بن صعب بن علي بن بكر يمامہ جو رخ ڪيو ۽ ان جي مرڪز حجر ۾ رهائش اختيار ڪئي.

بڪر بن وائل جي باقي بچيل شاخن يمامہ کان بحرين, ساحل ڪاظمہ, نار واري علائقي عراق جي شهرن, "اهلہ" ۽ "هيت" تائين وجي رهائش اختيار ڪئي.

بنو تغلب فراتيہ نالي پيٽ ۾ وجي رهيا, جڏهن تہ انهن جي ڪن شاخن بنو بڪر سان رهائش اختيار ڪئي.

بنو تميم باديہ بصره کي پنهنجو ديس بنايو.

بنو سليم مديني جي ويجهو وجي وينا. انهن جو علائقو واديءُ القرىٰ کان شروع ٿي, خيبر ۽ مديني جي اوپر مان گذرندي حره بنو سليم سان لڳو لڳ ٻن ٽڪرين تي ختم ٿئي ٿي.

بنو ثقيف, طائف کي پنهنجو ديس بنايو ۽ بنو هوازن مڪي جي اوڀر ۾ اوطاس نالي واديءَ جي آس پاس وجي وينا. انهن جي وسندي مڪي ۽ بصري واري رستي تي هئي.

بنو اسد, تيماءَ جي اوڀر ۽ ڪوفي جي اولهہ ۾ وجي وينا. انهن جي ۽ تيماءِ جي وچ ۾ بنوطي جو هڪ خاندان بحتر آباد هو. بنو اسد جي وسندي ۽ ڪوفي جي وچ ۾ پنج ڏينهن جو پنڌ هو.

بنو ذبيان, تيماءَ جي ويجهو حوران جي آسپاس آباد ٿيا.

تهامہ ۾ بنو ڪنانہ جا خاندان رهجي ويا هئا. جن مان قريشي خاندانن جي رهائش مڪي ۽ ان جي آسپاس هئي. اهي ماڻهو ڇڙوڇڙ هئا تان جو قصي بن ڪلاب منظر عام تي ابري آيو ۽ قريشن کي گڏي شرافت, عزت, اوچائين ۽ وقار جي لائق بڻايائين. ([1])

*-*-*

2 . محاضرات تاريخ الأمم الإسلامية للخضري ( 1/ 15, 16 )

# عرب حڪومتون ۽ سرداريون

اسلام کان اڳ عربستان جي حالتن تي ڳالهائڻ ڪرڻ مهل مناسب ٿيندو تہ اتي جي حڪومتن، سردارين ۽ مذهبن جو بہ هڪ مختصر خاڪو پيش ڪيو وڃي. جيئن اسلام جي اچڻ واري دور جي حالتن جو آسانيءَ سان اندازو ڪري سگهجي.

جنهن دور ۾ عربستان تي اسلام جي سج جون روشن شعائون پوڻ شروع ٿيون ان دور ۾ اتي بہ قسمن جا حڪمران هئا. هڪ تاجدار بادشاهہ جيڪي حقيقت ۾ مڪمل طور تي آزاد ۽ خودمختيار نہ هئا ۽ ٻيا قبيلائي سردار جن جي بہ اختيارن ۽ مرتبي جي لحاظ کان تاجدار بادشاهن جهڙي حيثيت هئي. انهن جي اڪثريت کي تہ اهو مرتبو بہ حاصل هو تہ اهي مڪمل طرح آزاد۽ خودمختيار هئا. تاجدار بادشاهہ هي هئا، يمن جا حڪمران، آل غسان (شام جا حڪمران ۽ حيره (عراق) جا حڪمران. ٻيا عرب حڪمران تاجدار نہ هئا.

**يمن جي بادشاهي**:- عرب عاربہ مان جيڪا پراڻي ۾ پراڻي يماني قوم معلوم ٿي سگهي اها قوم سبا هئي. اُرُ (عراق) مان جيڪي ڪتبا مليا آهن، انهن مان اڍائي هزار ق.م هن قوم جو ذڪر ملي ٿو. پر ان جي عروج جو زمانو يارهين صدي ق.م کان شروع ٿئي ٿو. ان جي تاريخ جا اهم دور هن ريت آهن.

1. 650ق.م کان اڳ جو دور: هن دور ۾ سبا جي حڪمرانن جو لقب "مڪرب سبا" هو. جنهن جي گادي صرواح ۾ هئي. جنهن جا ڪنبر اڄ بہ مآرب جي اتر- اولهہ ۾ هڪ ڏينهن جي پنڌ (پنجاهہ ڪلوميٽر جي فاصلي) تي ملن ٿا ۽ خريبہ جي نالي سان مشهور آهن. ان دور ۾ مآرب جي مشهور بند جي پيڙهہ رکي وئي، جنهن کي يمن جي تاريخ ۾ وڏي اهميت حاصل آهي. چيو وڃي ٿو تہ ان دور ۾ سبا جي سلطنت کي ايترو عروج حاصل ٿيو جو انهن عربستان جي اندر۽ ٻاهر جتي ڪٿي پنهنجون نيون وسنديون قائم ڪري ورتيون هيون.

2. 620 ق.م کان 115 ق.م تائين وارو دور: هن دور۾ سبا جي بادشاهن "مڪرب" لفظ ڇڏي "ملڪ" (بادشاهہ) جو لقب اختيار ڪيو ۽ صرواح بدران مآرب کي گاديءَ جو هنڌ بڻايو. ان شهر جا ڪنبر اڄ بہ صنعاءَ کان 192 ڪلو ميٽر اوڀر ۾ ملن ٿا.([1])

---

[1] اليمن عبر التاريخ ( 77, 83, 124, 130 ) , تاريخ العرب قبل الإسلام (101 , 112)

3. 115 ق.م کان 300ع تائين جو دور: هن دور ۾ سبا رياست تي حمير قبيلي کي غلبو حاصل رهيو ۽ ان مآرب بدران ريدان کي گاديءَ جو هنڌ بنايو. پوءِ ريدان جو نالو ظفار پئجي ويو. جنهن جا کنڊر اڃ بہ "يريم" شهر جي ويجهو هڪ ٽڪريءَ تي ملن ٿا.

هن ئي دور ۾ سبا جو زوال شروع ٿيو. پهرين نبطين اتر حجاز ۾ پنهنجي حڪومت قائم ڪري سبا کي سندن نين وسندين مان ڪڍي ڇڏيو. پوءِ رومين، مصر، شام ۽ اتر حجاز تي قبضو ڪري انهن جي واپاري ۽ سامونڊي رستن کي بند ڪري ڇڏيو. اهڙيءَ طرح سندن واپار آهستي آهستي تباھ ٿي ويو. هوڏانهن قحطاني قبيلا پاڻ ۾ وڙهي پيا هئا. انهن حالتن جي نتيجي ۾ اهي پنهنجو ديس ڇڏي هيڏي هوڏي ڇڙوڇڙ ٿي ويا.

4. 300ع کان پوءِ اسلام جي شروع واري دور تائين: هن دور ۾ يمن ۾ لڳاتار اضطراب ۽ انتشار ۽ (بي چيني ۽ ڏڦيڙ) رهيو. انقلاب آيا، خانہ جنگيون ٿيون ۽ ڌارين قومن کي وچ ۾ ٽپڻ جا موقعا مليا. ايتري قدر جو هڪ دور اهڙو بہ آيو جو يمن جي آزادي ختم ٿي وئي. ان ئي دور ۾ رومين، عدن تي فوجي قبضو ڪري ورتو. انهن جي مدد سان حبشين، حمير ۽ همدان جي ڇنڊاڇڻ مان فائدو وٺندي 340ع ۾ پهريون ڀيرو يمن تي قبضو ڪيو، جيڪو 378ع تائين برقرار رهيو. ان کانپوءِ يمن کي آزادي تہ ملي پر "مآرب" جي مشهور بند ۾ هٽ چراند ٿيڻ لڳي. ايستائين جو آخرڪار 450ع يا 451ع ۾ بند ٽٽي پيو ۽ اها عظيم ٻوڏ آئي جنهن جو ذڪر قرآن مجيد (سوره سبا) ۾ سيل عرم جي نالي سان ڪيو ويو آهي. هي هڪ وڏو حادثو هو، جنهن جي نتيجي ۾ ڳوٺن جا ڳوٺ اُجڙي ويا ۽ ڪافي قبيلا هيڏي هوڏي ٽڙي پکڙي ويا.

523ع ۾ هڪ ٻيو وڏو حادثو پيش آيو جو يمن جي يهودي بادشاھ ذونواس، نجران جي عيسائين تي هڪ ڏهڪائيندڙ حملو ڪري انهن کي عيسائي مذهب ڇڏڻ تي مجبور ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر جڏهن اُهي راضي نہ ٿيا تہ کڏون کوٽائي انهن کي ڀڙڪندڙ باھ ۾ اڇلائي ڇڏيو. قرآن مجيد جي سوره بروج جي آيت ﴿قُتِلَ أَصْحَابُ الْأُخْدُودِ﴾ ۾ ان ڪنبائيندڙ واقعي ڏانهن اشارو ڪيل آهي. هن واقعي جي نتيجي ۾ عيسائيت، جيڪا رومي بادشاهن جي اڳواڻيءَ ۾ عربستان جي شهرن کي فتح ڪرڻ ۽ انهن ۾ ڦهلجڻ لاءِ اڳ ۾ ئي تيار ويني هئي سا انتقام وٺڻ لاءِ سنپري وئي ۽ حبشين کي يمن تي ڪاهڻ لاءِ اڪسائيندي کين سامونڊي ٻيڙو مهيا ڪيو ويو. حبشين، رومين جي هُشيءَ تي 525ع ۾ ارياط جي اڳواڻيءَ ۾ ستر هزار فوج وٺي يمن تي ٻيهر قبضو ڪيو. ان بعد پهرين تہ ارياط، حبشين جي بادشاھ جي گورنر طور يمن تي حڪمراني ڪئي پر پوءِ سندس فوج جي هڪ ماتحت ڪمانڊر ابرھ 549ع ۾ ڪيس ماري اقتدار تي قبضو ڪري ورتو ۽ حبشين

جي بادشاهه کي بہ راضي ڪري ورتو. هي اهو ئي ابرهه آهي جنهن جنوري 571ھ ۾ ڪعبي کي ڊاهڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ هڪ وڏي لشڪر کان سواءِ ڪجهه هاٿي بہ حملي لاءِ وٺي آيو. جنهن ڪري هي لشڪر "اصحاب فيل" جي نالي سان مشهور ٿيو.

هوڏانهن هاٿين واري واقعي ۾ حبشين جي جيڪا تباهي ٿي ان جو فائدو وٺي يمن وارن فارس (ايران) جي حڪومت جي مدد سان حبشين جي خلاف بغاوت ڪئي ۽ سيف ذي يزن حميري جي پٽ معديڪرب جي اڳواڻيءَ ۾ حبشين کي ملڪ مان تڙي ڪڍيو ۽ هڪ آزاد ۽ خودمختيار قوم جي حيثيت سان معديڪرب کي پنهنجو بادشاهه چونڊيو. هي 575ع جو واقعو آهي.

آزاديءَ بعد معديڪرب ڪجهه حبشين کي پنهنجي خدمت ۽ شاهي ڏيکاءَ لاءِ روڪي ڇڏيو، پر ڪيس اهو شوق مهانگو پيو. انهن حبشين هڪ ڏينهن معديڪرب کي ننگيءَ سان ماري ذي يزن خاندان جي حڪمرانيءَ جو ڏيئو سدائين لاءِ وسائي ڇڏيو. هوڏانهن ڪسريٰ ان صورتحال جو فائدو وٺندي صنعاءَ تي هڪ فارسي النسل گورنر مقرر ڪري يمن کي فارس جو صوبو بنائي ڇڏيو. ان کان پوءِ يمن تي لڳاتار فارسي گورنر مقرر ٿيندا رهيا. ايستائين جو آخري گورنر باذان 628ع ۾ اسلام قبوليو ۽ ان سان گڏ يمن، فارسي راڄ کان آزاد ٿي اسلام جي عملداريءَ ۾ اچي ويو. ([1])

**حيره وارن جي بادشاهي**:- عراق ۽ ان جي پرپاسي وارن علائقن تي ڪوروش ڪبير (خورس يا سائرس ذوالقرنين 557 ق.م کان 529 ق.م) جي زماني کان ئي فارسين جي حڪومت هلي رهي هئي. ڪو بہ انهن سان مقابلي جي جرئت نٿي ڪري سگهيو. تان جو 326 ق.م سڪندر مقدونيءَ دارا اول کي شڪست ڏئي فارسين جي سگهه ٽوڙي وڌي. جنهن جي نتيجي ۾ سندن ملڪ ٽڪر ٽڪر ٿي ويو ۽ طوائف الملوڪي شروع ٿي وئي. هي ڏڦير 230ع تائين جاري رهيو ۽ ان دوران قحطاني قبيلن لڏ پلاڻ ڪري اچي عراق جي هڪ وڏي سرسبز ۽ شاداب سرحدي علائقي ۾ سڪونت اختيار ڪئي. ان کان پوءِ عدناني پناهگيرن جو وڏو جٿو آيو جن مارا ماري ڪري فراتيه نالي بيٽ جي هڪ حصي کي پنهنجو مسڪن بنائي ورتو.

انهن مان پهريون شخص جيڪو حڪمران ٿيو اهو آل قحطان جو مالڪ بن فهم تنوخي هو. ان جي پناهه جي جاءِ انبار ۾ يا ان جي پرپاسي ڪٿي هئي. هڪ روايت مطابق ان جو جانشين سندس ڀاءُ عمر بن فهم ٿيو ۽ هڪ ٻي روايت مطابق سندس پٽ

[1] مولانا سيد سليمان ندوي رحمه الله تاريخ ارض القرآن (1/133) کان آخر تائين مختلف تاريخي شاهدين جي روشنيءَ ۾ "سبا" وارن جون حالتون وڏي تفصيل سان لکيون آهن. مولانا مودوديءَ تفهيم القرآن (4/195-198) تي ڪجهه وڌيڪ معلومات ڏني آهي پر تاريخي ماخذ ۾ سالن بابت وڏو اختلاف آهي. ڪن محققن تہ انهن تفصيلن کي "اڳين جا گهڙيل قصا" چئي ڇڏيو آهي.

جذيمہ بن مالڪ بن فهمر ٿيو جنهن جو لقب ابرش ۽ وضاح هو. تاريخ ابن خلدون 2/ 540، ۾ بہ ساڳي روايت ڏنل آهي. 238/2، ۽ جذيمہ، عمر و بن فهمر کان پوءِ گادي نشين ٿيو. جيڪو سندس ڀاءُ مالڪ بن فهمر جو پٽ هو.

هوڏانهن 226هہ ۾ جڏهن اردشيرَ ساساني حڪومت جو پايو وڌو تہ آهستي آهستي فارسين جي طاقت هڪ ڀيرو وري وڌي ويئي. ارد شير، فارسين کي گڏ ڪيو ۽ پنهنجي ملڪ جي سرحد تي آباد عرب قبيلن کي آڻ مڃرائي. انهيءَ جي نتيجي ۾ "قضاعہ" وارا شام ڏانهن هليا ويا ۽ حيره ۽ انبار جي عربن ڏن ڀرو ٿيڻ قبوليو.

اردشير جي ڏينهن ۾ حيره، بادية العراق ۽ جزيره جي ربيعي ۽ مضري قبيلن تي جذيمة الوضاح جي حڪمراني هئي. ائين ٿو لڳي تہ اردشير محسوس ڪري ورتو هو تہ عربن تي سڌي حڪمراني ڪرڻ ۽ سرحد تي ڦر ڪرڻ کان کين روڪڻ ممڪن ناهي. ان جي رڳو هڪ صورت آهي تہ ڪنهن اهڙي عرب کي ئي سندن حڪمران ڪيو وڃي، جنهن کي پنهنجي ڪڙمر قبيلي جي پٺڀرائي حاصل هجي. ان جو هڪ فائدو اهو بہ ٿيندو جو ضرورت جي وقت رومين خلاف مدد وٺڻ ۽ شام جي رومر نواز عرب حڪمرانن جي مقابلي ۾ عراق جي انهن عربن کي سامهون آڻي سگهجي.

"حيره" جي بادشاهن وٽ فارسي فوج جو هڪ دستو هميشہ رهندو هو، جن کان صحرائي عرب باغين کي ڪچلڻ جو ڪمر ورتو ويندو هو.

268ع ڌاري جذيمة گذاري ويو ۽ عمرو بن عدي بن نصر لخمي (268کان 288ع تائين) ان جو جائنشين ٿيو. اهو لخمر قبيلي جو پهريون حڪمران هو ۽ شاپور ارد شير جو همعصر هو. ان کانپوءِ قباذ بن فيروز (448، کان 531ع تائين) جي دور تائين حيره تي لخمين لڳاتار حڪمراني ڪئي. قباذ جي ڏينهن ۾ مزدڪ ظاهر ٿيو، جيڪو اباحيت جو علمبردار هو. قباذ ۽ سندس راڄ جي اڪثريت ان جي پوئواري ڪئي. پوءِ قباذ، حيره جي بادشاهہ منذر بن ماء السماء (512-554ع) کي نياپو موڪليو تہ تون بہ هي مذهب اختيار ڪر. جيئن تہ منذر وڏو غيرت وارو هو ان ڪري هن مذهب اختيار ڪرڻ کان انڪار ڪيو. نتيجي ۾ قباذ ان کي لاهي سندس جڳهہ تي هڪ مزدڪي پوئلڳ حارث بن عمرو بن حجر ڪندي کي حيره جي حڪمراني ڏني.

قباذ کانپوءِ فارس جي واڳ ڪسريٰ نوشيروان (531- 578ع) جي هٿ آئي. ان کي هن مذهب کان ڏاڍي نفرت هئي. ان مزدڪ ۽ سندس پوئلڳن جي وڏي تعداد کي مارائي ڇڏيو ۽ منذر کي ٻيهر حيره جو حاڪم مقرر ڪيو ۽ حارث بن عمرو کي پاڻ وٽ گهرايو پر هو بنو ڪلب جي علائقي ۾ ڀڄي ويو ۽ اتي ئي باقي عمر گذاريائين.

منذر بن ماء السماء کانپوءِ نعمان بن منذر (583-605ع) جي دور تائين حيره وارن جي حڪمراني سندس ئي نسل ۾ هلندي رهي. پوءِ زيد بن عدي عباديءَ ڪسرىٰ کي نعمان بن منذر جي ڪوڙي دانهن ڏني. ڪسرىٰ ڪاوڙجي نعمان کي پاڻ وٽ گهرايو. نعمان ماٺ ميٺ ۾ بنو شيبان جي سردار هاني بن مسعود وٽ پنهنجا ٻار ٻچا ۽ مال ملڪيت امانت طور ڇڏي ڪسرىٰ وٽ ويو. ڪسرىٰ هن کي جيل ۾ قيد ڪيو ۽ اتي ئي هو گذاري ويو.

هوڏانهن ڪسرىٰ، نعمان کي قيد ڪرڻ کان پوءِ ان جي جڳهه تي اياس بن قبيصہ طائيءَ کي حيره جو حاڪم مقرر ڪيو ۽ کيس حڪم ڏنو تہ هاني بن مسعود کان نعمان جون امانتون گهر. هاني غيرتمند هو، هن نہ رڳو انڪار ڪيو بلڪہ جنگ جوٽڻ جو اعلان بہ ڪيو. اياس پاڻ سان هڪ وڏو لشڪر ۽ ديني رهنما پادرين جي جماعت کي ساڻ  وٺي روانو ٿيو ۽ ذي قار جي ميدان ۾ ٻنهي ڌرين جي وچ ۾ ڇتي ويڙهہ ٿي، جنهن ۾ بنو شيبان کي فتح نصيب ٿي ۽ فارسين کي شرمناڪ شڪست ملي. هي پهريون واقعو هو جو عربن، عجمين تي فتح حاصل ڪئي.[1] هي واقعو پاڻ سڳورن ﷺ جي جنم مبارڪ کان ڪجهہ ڏينهن پهرين يا پوءِ جو آهي. پاڻ سڳورن جي ولادت حيره تي اياس جي حاڪميءَ جي اٺين مهيني ۾ ٿي هئي.

اياس کانپوءِ ڪسرىٰ، حيره تي هڪ فارسي حڪمران مقرر ڪيو جنهن جو نالو آزادبہ بن ماه بيان بن مهرابنداد هو. ان 614ع کان 631 تائين سترنهن سال حڪومت ڪئي. ان کان پوءِ 632ع ۾ لخمين جو وري اقتدار بحال ٿي ويو ۽ منذر بن معرور نالي هن قبيلي جي هڪ فرد حڪومت جون واڳون سنڀاليون ورتيون. اجا ان کي راڄ ڪندي اٺ مهينا مس ٿيا تہ حضرت خالد بن وليد رضي الله عنه  اسلام جي وهندڙ درياءَ سان حيره ۾ گهڙي آيو.[2]

**شام جي بادشاهي:-** جنهن زماني ۾ عربن جي وڏي پيماني تي لڏپلاڻ ٿي رهي هئي. تن ڏينهن ۾ قضاعہ قبيلي جون ڪجهہ شاخون شام جي حدن ۾ وڃي آباد ٿيون. انهن جو تعلق بني سليم بن حلوان سان هو ۽ انهن جي ئي هڪ شاخ بنو ضجعم بن سليم هئي، جنهن کي ضجاعمہ جي نالي سان شهرت ملي. قضاعہ جي هن شاخ کي رومين صحراءِ عرب جي رولاڪ بدوئن جي ڦرلٽ کي روڪڻ ۽ فارسين جي خلاف استعمال ڪرڻ لاءِ پنهنجو ڪيو ۽ انهن مان ئي هڪ فرد جي سر تي حڪمرانيءَ جو تاج رکي

---

[1] - هيءَ ڳالهہ خليفہ بن خياط پنهنجي مسند (ص:24)، ۾ ۽ ابن سعد طبقات (7/ 77)، ۾ رسول الله ﷺ جن کان مرفوعا بيان ڪئي آهي.

[2] - محاضرات تاريخ الأمم الإسلامية للخضري ( 1/ 29, 30, 31, 32 ) ، وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو تاريخ طبري، مسعودي، ابن قتيبہ، ابن خلدون، بلاذري، ۽ ابن الاثيروغيره ڏسڻ گهرجي.

ڇڏيو. ان ڪان پوءِ سالن تائين سندن حڪمراني رهي. انهن مان نالي وارو بادشاهہ زياد بن هبولہ ٿي گذريو آهي.

اهو اندازو لڳايو ويو آهي تہ ضجاعمہ جو دورحڪومت پوري صديءَ تي مشتمل آهي. انهن ڪانپوءِ هن ڌرتيءَ تي آل غسان آيا ۽ ضجاعمہ جي حڪومت ختم ٿي. آل غسان بنو ضجعمر کي هارائي سندن سڄي علائقي تي قابض ٿيا. هي صورتحال ڏسي رومين بہ آل غسان کي شام جي ڌرتيءَ تي عربن جو بادشاهہ مڃي ورتو. آل غسان جي گاديءَ جو هنڌ دومتہ الجندل هو. رومين جي چاڙتن جي حيثيت سان شام ۾ سندن حڪومت فاروقي خلافت ۾ ٿيل 13 هہ ۾ يرموڪ جي لڙائي تائين لڳاتار رهي. ۽ آل غسان جو آخري حڪمران "جبلہ بن ايهم" اسلام جي دائري ۾ داخل ٿيو. [1] (جيڪو پنهنجي غرور ڪري اسلامي ڀائيچاري کي گهڻي دير برداشت نہ ڪري سگهيو ۽ مرتد ٿي ويو).

**حجاز جي امارت:-** هيءَ ڳالهہ تہ مشهور آهي تہ مڪي ۾ آباديءَ جي شروعات حضرت اسماعيل عليه السلام کان ٿي. سندن عمر 137 ورهيہ هئي. [2] ۽ سڄي عمر مڪي جا سربراه ۽ بيت الله جا متولي رهيا. [3] ڪانئن پوءِ سندن بہ پٽ نابت ۽ پوءِ قيدار، يا قيدار ۽ پوءِ نابت، هڪ ٻئي ڪانپوءِ مڪي جا والي ٿيا. انهن ڪانپوءِ سندس ناني مضاض بن عمرو جرهميءَ انتظام پنهنجي هٿ ورتو. ان طرح مڪي جي سربراهي بنو جرهم ڏانهن منتقل ٿي ۽ ڪافي عرصي تائين سندن هٿ ۾ رهي. جيئن تہ حضرت اسماعيل عليه السلام پنهنجي والد سان گڏ بيت الله جي تعمير ڪئي هئي ان ڪري سندن اولاد کي باوقار مقام تہ حاصل هو پر راڄ ڀاڳ ۾ سندن حصو ڀتي نہ هئي. [4] پوءِ ورهين تائين حضرت اسماعيل عليه السلام جو اولاد گمناميءَ مان نہ نڪتو. تان جو بخت نصر کان ڪجهہ عرصو اڳ بنو جرهم جي طاقت ڪمزور ٿي ۽ مڪي جي آسمان تي عدنان جو سياسي ستارو چمڪڻ لڳو. ان جو ثبوت اهو آهي تہ بخت نصر ذات عرق ۾ عربن سان جيڪا لڙائي ڪئي هئي ان جو سپهہ سالار ڪو جرهمي نہ هو بلڪہ عدنان خود هو. [5]

بخت نصر جڏهن 587 ق.م ۾ ٻيو حملو ڪيو تہ بنو عدنان ڀڄي يمن هليا ويا. ان وقت بني اسرائيل جو نبي حضرت يرمياه هو، جنهن جو شاگرد برخيا، عدنان جي پٽ معد کي پاڻ سان

---

[1] - محاضرات خضري (1/34)، تاريخ ارض القرآن (2/80-82).

[2] پيدائش (مجموعہ بائيبل (52: 17). تاريخ الطبري (314/1)، هڪ ٻئي قول جي مطابق (130) سال جي عمر ۾ وفات ڪيائون يعقوبي (222/1).

[3]- قلب جزيرة العرب (ص:230- 237).

[4]- ساڳيو ڪتاب ۽ ابن هشام (1/111 – 113) ابن هشام اسماعيل جي اولاد ۾ رڳو نابت جي توليت جو ذڪر ڪيو آهي.

[5]- قلب جزيزه العرب (ص:230) تاريخ الطبري(2/ 284).

شام وٺي ويو. جڏهن بخت نصر جو زور ٽٽو ۽ معد مڪي موٽيو تہ ڪيس جرهم قبيلي جو فقط هڪ فرد جرشم بن جلهمہ مليو. معد ان جي نياڻي معانہ سان شادي ڪئي، جنهن مان نزار پيدا ٿيو. ([1])

ان بعد مڪي ۾ جرهم جي حالت خراب ٿيندي وئي. هو تنگ دست ٿي ويا. نتيجي ۾ انهن ڪعبي جي زيارتين سان زيادتيون ڪرڻ شروع ڪيون ۽ ڪعبة الله جو مال ڪائڻ کان بہ نہ هٽڪيا. ([2])

هوڏانهن بنو عدنان اندر ئي اندر سندن حرڪتن تي ڪڙهندا رهيا. ان ڪري جڏهن بنو خزاعہ مرالظهران ۾ ديرو ڄمايو ۽ بنو عدنان ڪي بنو جرهم سان نفرت ڪندي ڏٺو تہ ان جو فائدو وٺندي هڪ عدنائي قبيلي (بنو بڪر بن عبد مناف بن ڪنانہ) ڪي ساڻ ڪري بنو جرهم سان لڙائي شروع ڪئي ۽ انهن ڪي مڪي مان ڪڍي حڪومت تي قبضو ڪري ورتو. هي واقعو ٻي صدي عيسويءَ جي وچ ڌاري جو آهي.

بنو جرهم مڪو ڇڏڻ وقت زمزم جو کوهہ ڍڪي ان ۾ ڪيترين ئي تاريخي شيون پوري ان جا نشان مٽائي ڇڏيا. محمد بن اسحاق جو چوڻ آهي تہ عمرو بن حارث بن مضاض ([3]) جرهميءَ ڪعبتہ الله جا ٻئي هرڻ ([4]) ۽ ان جي پيٽ ۾ لڳل پٿر حجر اسود ڪڍي زمزم جي کوهہ ۾ پوري ڇڏيا ۽ پنهنجي قبيلي سان يمن هليو ويو.

بنو جرهم کي مڪي مان بيدخل ٿيڻ ۽ حڪومت کان محروم ٿيڻ جو ڏاڍو ڏک هو. جيئن مذڪوره عمرو بن حارث ان سلسلي ۾ هي شعر چيا .

كَأَنّ لَمْ يَكُنْ بَيْنَ الْحَجُونِ إِلَى الصّفَا ... أَنِيسٌ وَلَمْ يَسْمُرْ بِمَكّةَ سَامِرُ

بَلَى نَحْنُ كُنّا أَهْلَهَا ، فَأَبَادَنَا ... صُرُوفُ اللّيَالِي وَالْجُدُودِ الْعَوَاثِرِ ([5])

” لڳي ٿو تہ حجون کان صفا تائين ڪو سڄاڻو هوئي ڪو نہ ۽ نہ ئي ڪنهن قصا ڇونڊڙ مڪي جي راتين واري محفلن جا قصا ٻڌايا هجن. ڇو نہ! يقينن اسان ئي اتي جا رهواسي هئاسين. پر زماني جي ڦير گهير ۽ ڦٽل قسمت اسان کي اتان تڙي ڪڍيو“.

حضرت اسماعيل عليه السلام جو زمانو اٽڪل 2000 سال ق.م آهي. ان حساب سان مڪي ۾ بنو جرهم قبيلي جو وجود اٽڪل ٻہ هزار هڪ سو ورهيہ رهيو ۽ ان جي حڪمراني لڳ ڀڳ ٻہ هزار ورهيہ رهي.

---

[1]- تاريخ الطبري (559/1، 2/ 271)، فتح الباري (6/ 622)، رحمة للعالمين (2/48).

[2]- تاريخ الطبري (2/ 284)، قلب جزيره العرب (ص:231).

[3]- هي اهو مضاض نہ آهي جنهن جو ذڪر حضرت اسماعيل عليه السلام جي واقعي ۾ آيو آهي.

[4]- المسعودي لکي ٿو تہ فارس وارا اڳي ڪعبي لاءِ مال ۽ جواهر موڪليندا هئا. ساسان بن بابڪ سون مان ٺهيل ٻہ هرڻ، جواهر، تلوارون ۽ تمام گهڻو سون موڪليو، عمرو اهو سڀ ڪجھ زمزم جي کوهہ ۾ وجهي ڇڏيو. (مروج الذهب 1/205)

نوٽ:- ڪن ماخذن ۾ هرڻ موڪليندڙ جو نالو اسفنديار فارسي لکيل آهي. (مترجم)

[5] ابن هشام (1/ 114-115). تاريخ الطبري (258/2).

بنو خزاعہ مڪي تي قبضي ڪان پوءِ بنوبڪر ڪي شامل ڪرڻ ڪانسواءِ اڪيلي ئي حڪومت قائم ڪئي. البتہ ڪي اهم ۽ وڏا عهدا مضري قبيلن جي حصي ۾ آيا.

1. حاجين کي عرفات کان مزدلفہ وڃڻ ۽ يوم النفر – 13 ذوالحج تي جيڪو حج جو آخري ڏينهن هو، منيٰ کان موٽڻ جي اجازت ڏيڻ. اهو اعزاز الياس بن مضر جي خاندان بنو غوث بن مره کي حاصل هو، جيڪي "صوفہ" سڏائيندا هئا. ان اعزاز جي وضاحت اها آهي تہ 13 ذوالحج تي ايستائين حاجي پٿري نہ هڻي سگهندا هئا، جيستائين صوفہ جو ڪو هڪ ماڻهو پهرين پٿري نہ هڻي. پوءِ حاجي پٿريون هڻي واندا ٿيندا هئا ۽ منيٰ ڏانهن وڃڻ جو ارادو ڪندا هئا تہ صوفہ جا ماڻهو منيٰ جي اڪيلي لنگهہ عقبہ جي ٻنهي پاسن کان ڪڙو چاڙهي بيهندا هئا جيسين پاڻ نہ لنگهي ويندا هئا. تيستائين ٻين کي لنگهڻ نہ ڏيندا هئا. انهن جي لنگهڻ کان پوءِ عام ماڻهن جي لنگهڻ لاءِ رستو خالي ٿي ويندو هو. جڏهن صوفہ ختم ٿي ويا تہ اهو اعزاز بنو تميم جي هڪ گهراڻي بنو سعد بن زيد مناة کي مليو.

2. 10 ذوالحج تي صبح جو مزدلفه کان منيٰ ڏانهن افاضه (روانگي). هي اعزاز بنو عدوان کي مليو هو.

3. حرام مهينن کي اڳتي پوئتي ڪرڻ: هي اعزاز بنو ڪنانہ جي هڪ شاخ بنو تميم بن عدي کي حاصل هو.[1] مڪي تي بنو خزاعہ جو راڄ اٽڪل ٽي سئو ورهيہ رهيو.[2] هي اهو زمانو هو جڏهن عدناني قبيلا مڪي ۽ حجاز مان نڪري نجد، عراق جي آسپاس ۽ بحرين وغيره ۾ ڦهليا ۽ مڪي جي آسپاس رڳو قريش جون ڪجهہ شاخون وڃي بچيون. جيڪي خانہ بدوش هئا. انهن جون الڳ الڳ ٽوليون هيون ۽ بنو ڪنانہ ۾ سندن ڪجهہ مختلف گهراڻا هئا پر مڪي جي حڪومت ۽ بيت الله جي توليت (سارسنڀال) ۾ انهن جو ڪو بہ حصو نہ هو، ايستائين جو قصي بن ڪلاب جو ظهور ٿيو.[3]

قصيءَ بابت چيو وڃي ٿو تہ هو اڃا هنج ۾ هو تہ سندس والد گذاري ويو. ان کانپوءِ سندن والده بنو عذره جي هڪ ماڻهو ربيعہ بن حرام سان شادي ڪئي. جيئن تہ هي قبيلو شام ملڪ جي آسپاس رهندو هو. ان ڪري سندس والده اوڏانهن هلي وئي ۽ قصيءَ کي بہ ساڻ وٺي وئي. قصي جوان ٿي مڪي واپس آيو. ان وقت مڪي جو حاڪم حليل بن حبشيہ خزاعي هو. قصيءَ کيس، سندس ڌيءَ حبي سان شاديءَ جو نياپو موڪليو، حليل ان کي منظور ڪيو ۽ شادي ٿي وئي.[4]

---

[1] ابن هشام (44/1، 119-122).

[2] يا قوت:- ماده مڪہ ، فتح الباري (33/6)، مروج الذهب للمسعودي (58/2).

[3]- محاضرات خضري (35/1)، ابن هشام (117/1).

[4] - ابن هشام (117/1-118). حُلَيل ح کي پيش، ل کي زبر، حَبّشہ ح کي زبر، ب ساڪن، هي سڪولي بن عمرو بن لحي بن حارثة بن عمرو بن عامر بن ماءِ السماءِ جو پٽ هو. حُبّي ۾ ح کي پيش آهي. ب مشدد آهي امالہ سان پڙهيو وڃي ٿو (ان کان علاوه ٻيا بہ ڪجهہ ماڻهو اهو چون ٿا تہ حبشہ جي ح کي پيش آهي ب ساڪن ش کي زير ۽ ي کي تشديد آهي.

ان ڪانپوءِ جڏهن حليل گذاري ويو تہ مڪي ۾ بيت الله جي توليت (سارسنڀال) لاءِ خزاعہ ۽ قريش جي وچ ۾ لڙائي ٿي پئي. ان جي نتيجي ۾ مڪي ۽ بيت الله تي قصيءَ جو راڄ قائم ٿي ويو.

جنگ جو سبب ڇا هو؟ ان بابت ٽي بيان ملن ٿا. هڪ اهو تہ قصي جو اولاد ڪافي وڌيو ويجهيو ۽ ان وٽ دولت بہ جام هئي ۽ سندن عزت بہ وڌيل هئي ۽ هوڏانهن حليل جي وفات بعد قصي محسوس ڪيو تہ هاڻي بنو خزاعہ ۽ بنو بڪر بدران آئون ڪعبي جي سارسنڀال ۽ مڪي جي حڪومت جو وڌيڪ حقدار آهيان. ان ڪي اهو احساس بہ هو تہ قريش خالص اسماعيلي عرب آهن ۽ حضرت اسماعيل عليه السلام جي ٻئي اولاد جا سردار بہ آهن. (ان ڪري سربراهيءَ جا حقدار اهي آهن) تنهن ڪري هن قريش ۽ بنو خزاعہ جي ڪن ماڻهن سان صلاح ڪئي تہ ڇو نہ بنو خزاعہ ۽ بنو بڪر کي مڪي مان ئي ڪڍيو وڃي، انهن ماڻهن هن راءِ سان سهمت ڪئي.[1] ٻيو بيان اهو آهي تہ خزاعہ جي چوڻ مطابق حليل پاڻ قصيءَ کي وصيت ڪئي هئي تہ تون ئي ڪعبي جي سنڀال ڪر ۽ مڪي جون واڳون سنڀال.[2] ٽيون بيان اهو آهي تہ حليل پنهنجي ڌيءَ حبي کي بيت الله جي توليت (سارسنڀال) جو ڪم سونپيو ۽ ابو غبشان خزاعيءَ کي ان جو وڪيل مقرر ڪيو هو. ان ڪري حبي جي ٻانهن ٻيليءَ جي حيثيت ۾ اهو ئي ڪعبة الله جو سنڀاليندڙ هو. جڏهن حليل گذاري ويو تہ قصيءَ ابو غبشان کان شراب جي هڪ کليءَ جي بدلي ۾ ڪعبي جي توليت (سارسنڀال) جو حق خريد ڪيو پر بنو خزاعہ اهو سودو منظور نہ ڪيو ۽ قصيءَ کي بيت الله وڃڻ کان روڪڻ گهريو. ان تي قصي بنو خزاعہ کي مڪي مان ڪڍڻ لاءِ قريش ۽ بنو ڪنانہ کي گڏ ڪيو ۽ اهي قصي جي سڏ تي لبيڪ چوندي گڏ ٿي ويا.[3]

بهرحال سبب ڪهڙو بہ هجي، واقعن جو سلسلو هن طرح آهي تہ جڏهن حليل جو انتقال ٿي ويو ۽ صوفہ اهو ئي ڪرڻ چاهيو جو هو اڳي بہ ڪندا آيا هئا تہ قصي قريش ۽ ڪنانہ جي ماڻهن کي ساڻ ڪري عقبہ جي ويجهو جتي هو گڏ ٿيل هئا، انهن کي چيو تہ توهان کان وڌيڪ اسين هن اعزاز جا حقدار آهيون. ان تي صوفہ وارن لڙائي شروع ڪئي پر قصي انهن کي هارائي ڪانئن اهو اعزاز ڇني ورتو. اهو ئي موقعو هو جڏهن خزاعہ ۽ بنوبڪر وارن قصي سان ناتو ڇني ڇڏيو. جنهن تي قصي کين بہ للڪاريو پوءِ تہ بس ٻنهي ڌرين ۾ جنگ ڇڙي پئي ۽ ٻنهي ڌرين جا گهڻا ئي ماڻهو مارجي ويا. ان بعد صلح ڪرڻ لاءِ هوڪا ٿيڻ لڳا ۽ بنوبڪر جي هڪ شخص يعمر بن عوف کي حَڪَم (فيصلو ڪندڙ) بنايو ويو. يعمر فيصلو ڪيو تہ خزاعہ بدران قصي ڪعبة الله جي سنڀال ۽ مڪي تي راڄ ڪرڻ جو حقدار آهي. قصي جيترو خون وهايو آهي ان جو لهڻو ليکو نہ آهي. باقي خزاعہ ۽ بنوبڪر وارن جن ماڻهن کي ماريو آهي تنهن جو ڏنڊ (ديت) پري ڏين ۽ ڪعبۃ الله کي قصي جي حوالي ڪن.

---

[1] - ابن هشام (1/117.118). تاريخ طبري (2/255. 256)، ابو غبشان غ کي پيش، ب ساڪن، ان جو نالو محرش يا سليم بن عمرو هو.( فتح الباري (633/6)، الروض الانف (1/ 142)، خزاعي کي ان جو وڪيل بنايو هو.

[2] - ابن هشام (118/1)، الروض الانف (142/1).

[3] - رحمة للعالمين (2/55). بحوالہ تاريخ يعقوبي (239/1)، فتح الباري (634/6)، مسعودي (58/2).

ان فيصلي جي ڪري يعمر جو لقب شداخ پئجي ويو.[1] شداخ معنيٰ پيرن هيٺ لتاڙڻ وارو.

هن فيصلي ڪري قصي ۽ قريش کي مکي تي مڪمل اختيار حاصل ٿي ويو ۽ قصي بيت الله جو ديني سردار ٿي ويو، جنهن جي زيارت لاءِ عربستان جي ڪنڊ ڪڙڇ کان ماڻهن جون قطارون لڳيون پيون هونديون هيون. مکي تي قصيءَ جي قبضي جو واقعو پنجين صدي عيسوي يعني 440ع جي وچ ڌاري جو آهي. [2]

قصيءَ مکو هن طرح سنڀاليو جو قريشن کي مکي جي آسپاس کان گهرائي سڄو شهر انهن ۾ ورهائي ڇڏيو ۽ هر خاندان جي رهائش لاءِ الڳ الڳ علائقو مقرر ڪري ڇڏيو. باقي مهينا اڳيان پويان ڪرڻ وارن کي ۽ آل صفوان، بنو عدوان ۽ بنو مره بن عوف کي ساڳئي عهدي تي برقرار رکيو. ڇو ته قصي سمجهندو هو ته هي به دين آهي، جنهن ۾ ڦير ڦار ڪرڻ صحيح نہ آهي. [3]

قصي جو هڪ ڪارنامو هي به آهي ته هن حرم پاڪ جي اتر ۾ دارالندوه ٺهرايو (جنهن جو دروازو مسجد طرف هو) دارالندوه اصل ۾ قريشن جي پارليامينٽ هئي. جتي وڏن ۽ اهم معاملن جو فيصلو ٿيندو هو. قريشن تي دارالندوه جا وڏا احسان آهن ڇو ته اهو سندن اتحاد جو ضامن هو ۽ هتي ئي سندن منجهيل مسئلا سهڻي نموني حل ٿيندا هئا. [4]

قصيءَ جي حيثيت جو اندازو هيٺين ڳالهين مان ٿئي ٿو.

1. **دارالندوه جي صدارت**: جتي وڏن وڏن معاملن بابت مشورا ٿيندا هئا ۽ جتي ماڻهو پنهنجن نياڻين جون شاديون به ڪندا هئا.

2. **لواءِ**: يعني جنگ جو جهنڊو قصي جي هٿن سان ٻڌڪايو ويندو هو.

3. **حجابت: يعني ڪعبة الله جي حفاظت**، هن جو مطلب هو ته ڪعبة الله جو دروازو قصي ئي کوليندو هو ۽ ڪعبة الله جي خدمت به پاڻ ڪندو هو ۽ ان جي چابي به سندس هٿ ۾ هئي.

4. **سقايہ (پاڻي پيارڻ)**: ڪن حوضن ۾ پاڻي ڀري انهن ۾ ڪجهہ ڪجيون ۽ ڪشمش وجهي ان کي مٺو ڪيو ويندو هو. جڏهن حاجي مکي ايندا هئا تہ اهو پاڻي پيئندا هئا. [5]

5. **رفاده (حاجين جي ميزباني)**: حاجين جي دعوت لاءِ کاڌو تيار ڪيو ويندو هو. ان مقصد لاءِ قصيءَ قريشن تي هڪ خاص رقم مقرر ڪري ڇڏي هئي جيڪا حج جي ڏينهن ۾ قصيءَ وٽ جمع ڪرائبي هئي. جنهن مان هو حاجين لاءِ کاڌو تيار ڪرائيندو هو. جيڪو غريب ۽ انهن ماڻهن کي کارايو ويندو هو جن وٽ زادِ راه نہ هوندو هو. [6]

---

[1] - ابن هشام (1/123-124).

[2] - قلب جزيره العرب (ص:232). فتح الباري (633/6).

[3] - ابن هشام (1/124-125).

[4] - ايضا (1/125) محاضرات خضري (1/36) اخبار الكرام (ص:152).

[5] - محاضرات خضري (1/36).

[6] - ابن هشام (1/130). تاريخ اليقوبي (240/1).

هي سڀ عهدا قصيءَ کي مليل هئا. قصي جو وڏو پٽ عبدالدار هو پر ان جي بدران سندس ٻيو پٽ عبدمناف، قصي جي حياتيءَ ۾ ئي عزت ۽ رتبي وارو ٿي ويو هو. ان ڪري قصي عبدالدار کي چيو تہ هي ماڻهو جيتوڻيڪ شرف ۽ رتبي ۾ تو کان زور ٿي ويا آهن پر آئون بہ توکي انهن جهڙو ڪري رهندس. تنهن کانپوءِ قصيءَ پنهنجن سڀني عهدن ۽ اعزازن جي وصيت عبدالدار لاءِ ڪري ڇڏي. يعني دارالندوه جي رياست، خانہ ڪعبہ جي حجابت، لواءِ، سقايت، ۽ رفاده وغيره. جيئن تہ سندس ڪنهن بہ ڳالهہ جي مخالفت ۽ رد نہ ڪيو ويندو هو بلڪ سندس هر قدم کي سندس حياتيءَ ۾ توڙي موت کان پوءِ بہ پيروي لائق دين سمجهيو ويندو هو. ان ڪري سندس وفات بعد پٽن بنا ڪنهن جهيڙي جهٽي جي ان جي وصيت قائم رکي پر جڏهن عبد مناف گذاري ويو تہ سندس پٽن جو انهن عهدن لاءِ پنهنجن سوٽن سان ڇڪتاڻ ٿي پئي. جنهن ڪري قريش ٻن گروهن ۾ ورهائجي ويا. جنگ بس ڇڙڻ واري هئي جو صلح جون ڪوششون ڪامياب ٿي ويون ۽ اهي عهدا پاڻ ۾ ورهايا ويا. اهڙيءَ طرح حاجين لاءِ پاڻي جو ۽ کاڌي پيتي جو انتظام ڪرڻ بنو عبد مناف جي حصي ۾ آيو. دارالندوه جي اڳواڻي لواءِ ۽ ڪعبي جي سارسنڀال بنو عبدالدار جي هٿ ۾ رهي. پوءِ بنو عبدمناف پنهنجن عهدن لاءِ ڪُڻا وڌا تہ هاشم بن عبدمناف جو نالو نڪتو. تنهن ڪري هاشم ئي سڄي زندگي حاجين کي پاڻي پيارڻ ۽ کاڌي پيتي جي انتظام جو ڪم پنهنجي هٿ ۾ رکيو. هاشم کانپوءِ ان جي ڀاءُ مطلب اهو ڪم ڪيو پر مطلب کانپوءِ سندس ڀائيٽي عبدالمطلب بن هاشم، جيڪو رسول الله ﷺ جن جو ڏاڏو هو، هي عهدو سنڀاليو. کانئن پوءِ سندن اولاد سندن جانشين ٿيو. اسلام اچڻ وقت حضرت عباس بن عبدالمطلب کي اهو عهدو مليل هو. ([1])

انهن کان سواءِ ڪجهہ ٻيا عهدا بہ قريشن ورهائي رکيا هئا جن جي ڪري اُهي هڪ ننڍي حڪومت جو ڏيک ڏئي رهيا هئا. سندن قائم ڪيل ادارا اڄ ڪلهہ جي پارليامينٽن ۽ مجلسن جهڙا هئا. انهن منصبن جو خاڪو هن طرح آهي.

1. **ايسار:** معنيٰ فال وجهڻ ۽ قسمت جو حال پڇڻ لاءِ بتن جي پرسان جيڪي تير رکيل هوندا هئا، تن جي توليت (سارسنڀال) هي عهدو بنو جمح کي مليل هو.

2. **پيسي ڏوڪڙ جو انتظام:** يعني بتن لاءِ ڏنل نذرانن ۽ قربانين جو انتظام ڪرڻ جهيڙن ۽ مقدمن جو فيصلو ڪرڻ، هي ڪم بنو سهم کي سونپيل هو.

3. **شوريٰ:** هي اعزاز بنو اسد کي حاصل هو.

4. **اشناق:** يعني ديت ۽ ڏنڊ جو نظام، هي منصب بنو تميم کي مليل هو.

5. **عقاب:** معنيٰ قومي جهنڊو سنڀالڻ، هي ڪم بنو اميہ جو هو.

6. **قبہ:** معنيٰ فوجي ڪيمپ جو انتظام شهسوارن جي اڳواڻي هي ڪم بنو مخزوم جي حصي ۾آيل هو.

---

[1]- ابن هشام (1/129-132، 137، 142، 178، 179).

7. سفارت: هي عهدو بنو عدي وارن جو هو. ([1])

**عربستان جون بيون راڄداريون:** اسين گذريل صفحن ۾ قحطاني ۽ عدناني قبيلن جي وطن ڇڏڻ جو ذڪر ڪري آيا آهيون ۽ ٻڌائي چڪا آهيون تہ سڄو عربستان انهن قبيلن ۾ ورهيل هو. سندن امارتن ۽ سردارين جو نقشو ڪجهہ هن طرح هو تہ جيڪي قبيلا حيره جي پرپاسي ۾ آباد هئا تن کي حيره جي هٿ هيٺ مڃيو ويو ۽ جن قبيلن شام ۾ رهائش اختيار ڪئي انهن کي غساني حڪمرانن جي هٿ هيٺ تسليم ڪيو ويو. پر اها ماتحتي نالي ماتر هئي، عملي طور تي نہ هئي. انهن بن جڳهين کانسواءِ اندرئين عربستان ۾ رهيل قبيلا بهرحال آزاد هئا.

انهن قبيلن ۾ سرداري نظام هلندڙ هو. قبيلا پاڻ پنهنجو سردار چونڊيندا هئا، جن لاءِ سندن قبيلو راڄ ياڳ هوندو هو. سياسي وجود ۽ تحفظ جون پاڙون نسلي بنيادن تي قائم قبائلي ايڪي ۽ ڌرتيءَ جي حفاظت ۽ دفاع جي گڏيل مفادن ۾ ڪتل هيون.

قبيلائي سردارن جو درجو پنهنجي قوم ۾ بادشاهن جهڙو هو. قبيلو امن يا جنگ ۾ سردار جي فيصلي جي پوئواري ڪندو هو ۽ ڪنهن بہ حالت ۾ ان کان جدا نہ ٿيندو هو.سردار کي اهو ئي آمريت ۽ ڏاڍائي جو حق حاصل هو جيڪو ڪنهن بہ آمر کي حاصل هوندو آهي. ايتريقدر جو ڪن سردارن جو تہ اهو حال هو جو جيڪڏهن هو ڪاوڙيا هئا تہ هزارين تلوارون اهو پڇڻ بنا مياڻ مان نڪري اينديون هيون تہ سردار جي ڪاوڙ جا ڪارڻ ڪهڙا آهن؟ تنهن هوندي بہ جيئن تہ هڪ ئي خاندانن جي سوٽن ۾ سرداريءَ لاءِ ڪوششون ٿينديون رهنديون هيون ان ڪري وقت جي تقاضا اها هوندي هئي تہ سردار قبيلائي عوام سان هڪجهڙو سلوڪ ڪري سخاوت ۽ مهمان نوازيءَ سان پيش اچي، مهرباني ۽ بردباري کان ڪم وٺي جيئن ماڻهن جي نظرن ۾ عام طور تي ۽ شاعرن جي نظر ۾ خاص طور تي گڻن ۽ صلاحيتن جو مجموعو بڻجي وڃي (ڇو تہ شاعر ان دور جي زبان هوندا هئا) ۽ ان طرح سردار پنهنجن مخالفن کان مٿاهون مرتبو حاصل ڪري وٺي. سردارن جا ڪجهہ خاص ۽ عليحده حق بہ هوندا هئا. جن کي هڪ شاعر هيئن بيان ڪيو آهي.

لك المِرْبَاع فينا والصَّفَايا ** وحُكْمُك والنَّشِيطة والفُضُول

"اسان ۾ تنهنجي لاءِ مال غنيمت جي چوٿائي آهي جيڪو چونڊ مال آهي ۽ اهو مال آهي جنهن جو تون فيصلو ڪري وٺين ۽ جيڪو راه ويندي هٿ اچي ۽ جيڪو ورڇ کان بچي وڃي".

**مر باع:** غنيمت جي مال جو چوٿون حصو.

**صفايا:** اهو مال جيڪو ورڇ کان اڳ سردار پاڻ لاءِ چونڊي ڪڍي.

**نشيطه:** اهو مال جو اصل قوم تائين پهچڻ کان اڳ رستي ۾ سردار جي هٿ چڙهي وڃي.

**فضول:** اهو مال جو ورڇ کان بچي وڃي ۽ غازين ۾ برابر ورهائجي نہ سگهي مثال طور ورڇ کان بچي

---

[1]- تاريخ ارض القرآن (2/104-105-106)، ليڪن صحيح ڳالهہ هيءَ آهي تہ جهنڊي سنڀالڻ جو حق بنو عبدالدار کي حاصل هو. بنو اميہ کي قيادت عامہ يعني سپهہ سالاريءَ جو حق حاصل هو.

ويل اٺ، گھوڙا وغيره. اهڙو سمورو مال سردار جو حق هوندو هو.

**سياسي حالتون:-** عربستان جي راڄن ۽ حڪمرانن جو ذڪر ٿي گذريو. مناسب ٿيندو تہ هاڻي سندن ڪجھ سياسي حالتن جو بہ ذڪر ڪجي.

عربستان جا اهي ٽئي سرحدي علائقا جيڪي ڌارين ملڪن جا پاڙيسري هئا تن جي سياسي حالت ڏاڍي بيچيني ۽ ڏڦير واري ۽ ڏاڍي پٺتي پيل هئي. ماڻهو، مالڪ ۽ غلام يا حاڪم ۽ محڪوم جي ٻن طبقن ۾ ورهايل هئا. سڀ فائدا حڪمرانن، خاص طور تي ڌارين حڪمرانن کي ملندا هئا ۽ سڄو بار غلامن مٿان هو. چٽن لفظن ۾ ايئن چئي سگهجي ٿو تہ رعيت حقيقت ۾ هڪ کيتي هئي جيڪا حڪومت لاءِ محصول ۽ ڪمائيءَ جو ذريعو هئي ۽ حڪومتون ان کي لذتن، عياشين ۽ ظلم ۽ جبر لاءِ استعمال ڪنديون هيون. عوام انڌيري ۾ پنهنجا هٿ پير هڻي رهيو هو ۽ ان تي هر طرح سان ظلم جي حد ٿي رهي هئي پر اهي دانهن نٿي ڪري سگهيا. بلڪ ضروري هو تہ اهي هر قسم جي ذلت ۽ خواري، ظلم ۽ زيادتيون سهندا رهن ۽ زبان بند رکن. ڇو تہ ڏاڍ ۽ ڌڪاءُ جو راڄ هو ۽ "انساني حق" نالي ڪنهن بہ شيءِ جو وجود نہ هو. انهن علائقن جي پاڙي ۾ رهندڙ قبيلا مونجهاري جو شڪار هئا. انهن کي مفاد پرستيءَ ڪڏهن هيڏانهن تہ ڪڏهن هوڏانهن ڌڪيندي رهندي هئي. اهي ڪڏهن عراقين سان گڏبا هئا تہ ڪڏهن شامين سان ڏسبا هئا. جيڪي قبيلا عربستان جي وچ ۾ آباد هئا، اهي بہ ڇڙوڇڙ هئا. هر پاسي قبيلائي جهيڙن، نسلي فسادن ۽ مذهبي اختلافن جو زور هو. جنهن ۾ هر قبيلي جا فرد هر حالت ۾ پنهنجي قبيلي جو ساٿ ڏيندا هئا، پلي اهو حق تي هجي يا نا حق تي. جيئن هڪ عربي شعر آهي تہ:

وما أنا الا من غزيةَ ان غوت، غويتُ، وان ترشُد غزيةُ ارشدِ

"مان بہ تہ غزيہ قبيلي جو هڪ فرد آهيان. جي اهو غلط رستي تي هلندو تہ مان بہ غلط رستي تي هلندس. جيڪڏهن اهو صحيح رستي تي هلندو تہ مان بہ صحيح رستي تي هلندس".

عربستان ۾ ڪو بہ بادشاهہ اهڙو نہ هو جو سندن طاقت کي متحد ڪري نہ ئي ڪو اهڙو هڻ ڏوکي هو جنهن ڏانهن مشڪلن ۽ مصيبتن ۾ واجهائي سگهجي ۽ جنهن تي ضرورت وقت ڀروسو ڪري سگهجي. البتہ حجاز جي حڪومت کي عزت ۽ احترام سان ڏسبو هو ۽ ان کي مذهبي اڳواڻ ۽ نگهبان تصور ڪبو هو. اها حڪومت حقيقت ۾ دنيائي قيادت ۽ ديني اڳواڻيءَ جو مجموعو هئي. جنهن کي عربستان جي رهواسين تي ديني اڳواڻيءَ جي نالي سان سرسي حاصل هئي. حرم ۽ ان جي ڀرپاسي ۾ ان جي باقاعدي حڪومت هئي. اها ئي ڪعبي جي زيارت ڪندڙن جي ضرورتن جو خيال رکندي هئي ۽ ابراهيم عليہ السلام جي شريعت کي لاڳو ڪندي هئي ۽ ان وٽ ئي پارلياماني ادارن جهڙا ادارا بہ هئا پر هيءَ حڪومت ايڏي ڪمزور هئي جو عربستان جي اندر بہ پنهنجون ذميواريون پوريون ڪرڻ جي طاقت نہ رکندي هئي، جيئن حبشين جي حملي وقت ظاهر ٿيو.

* * *

# عربستان جا مذهب

عربستان جا عام رهواسي حضرت اسماعيل عليه السلام جي دعوت ۽ تبليغ جي نتيجي ۾ حضرت ابراهيم عليه السلام جي دين تي هلندا هئا، ان ڪري رڳو الله جي عبادت ڪندا هئا ۽ الله جي هيڪڙائيءَ کي مڃيندا هئا. پر وقت گذرڻ سان گڏ انهن خدائي نصيحتن ۽ سبقن جو هڪ حصو وساري ڇڏيو. پوءِ بہ انهن جي اندر توحيد ۽ ڪجهہ حضرت ابراهيم عليه السلام جي دين جا شعائر بچيل هئا. تان تہ بنو خُزاعہ جو سردار عمرو بن لُحي منظر عام تي آيو. سندس پالنا نيڪي، صدقن، خيراتن ۽ ديني ڪمن سان دلچسپيءَ واري ماحول ۾ ٿي هئي، ان ڪري ماڻهو ساڻس محبت ڪندا هئا ۽ کيس وڏن عالمن ۽ اوليائن مان سمجهي سندس پيروي ڪندا هئا. ان شام جو سفر ڪيو ۽ ڏٺو تہ اتي بتن جي پوڄا ٿئي ٿي. کيس ان ۾ بہ چڱائي ۽ سچ نظر آيو، ڇو تہ شام جي سرزمين پيغمبرن جي ڌرتي ۽ آسماني ڪتاب لهڻ جي جڳهہ هئي. تنهن ڪري هو پاڻ سان گڏ "هبل" نالي بت کڻي آيو ۽ ان کي ڪعبي ۾ لڳائي مڪي وارن کي الله سان ڀيائي ڪرڻ جي دعوت ڏنائين. مڪي وارن سندس ڳالهہ مڃي، ان ڪانپوءِ جلد ئي حجاز جا رهواسي بہ مڪي وارن جي پيرويءَ ۾ لڳي ويا. ڇو تہ اهي بيت الله جا سنڀاليندڙ ۽ پاڪ سرزمين جا رهواسي هئا. ([1]) اهڙي طرح عربستان ۾ بت پرستيءَ جي شروعات ٿي.

هبل کان علاوه عربن جي پراڻن بتن مان منات بہ آهي. هي هُذَيل ۽ خُزَاعہ جو بت هو. ڳاڙهي سمنڊ جي ڪناري تي قُدَيد جي ويجهو مشلل ۾ نصب هو.([2]) مشلل هڪ جابلو گهاٽي آهي جنهن مان لنگهي قُدَيد ڏانهن وڃبو آهي. ان ڪانپوءِ طائف ۾ لات نالي بت وجود ۾ آيو. پوءِ نخل جي ماٿريءَ ۾ ذات عرق کان مٿان عزىٰ کي نصب ڪيو ويو. هي قريش، بنو ڪنانہ ۽ ٻين بہ ڪيترن ئي قبيلن جو بت هو. اهي ٽئي عربستان جا سڀ کان وڏا بت هئا. ان ڪانپوءِ سڄي حجاز ۾ شرڪ جي واڌ ۽ بتن جي گهڻائي ٿي وئي. ڇيو وڃي ٿو تہ هڪ جِن عمرو بن لُحي جي ڇٽي ۾ هو. ان ٻڌايو تہ نوح عليه السلام جي قوم جا بت يعني ود، سواع، يغوث، يعوق ۽ نسر، جدي ۾ پوريل آهن. جنهن تي عمرو بن لُحي جدي وڃي اهي بت کوٽي ڪڍيا ۽ تهامہ کڻي آيو ۽ حج جي ڏينهن ۾ انهن کي مختلف قبيلن جي حوالي ڪيو. اهي قبيلا انهن بتن کي پنهنجن پنهنجن علائقن ۾ کڻي ويا. [جهڙوڪ "ود" بنو ڪلب وارا کڻي ويا ۽ ان کي عراق جي ويجهو شام جي سر زمين تي دومة الجندل جي علائقي ۾ جرش جي هنڌ تي نصب ڪيو ويو. "سواع" کي هذيل بن مدرڪ وارا کڻي ويا ۽ ان کي سمنڊ جي ڪناري تي

[1] - مختصر سيرت الرسول – محمد بن عبدالوهاب (ص:12).
[2] - صحيح بخاري 1/222.

رباط جي جاءِ تي نصب ڪيو "يغوث" کي بنو مراد جو قبيلو بنو غطيف ڪٽي ويو ۽ سبا جي علائقي ۾ جرف جي مقام تي نصب ڪيو. "يعوق" کي بنو همدان وارا ڪٽي ويا ۽ ان کي يمن جي هڪ ڳوٺ خيوان ۾ نصب ڪيو. خيوان اصل ۾ قبيلي همدان جي هڪ شاخ آهي. "نسر" کي حمير قبيلي جي هڪ شاخ آل ذي الڪلاع وارا ڪٽي ويا ۽ ان کي حمير جي علائقي ۾ نصب ڪيائون. ([1]) ان کان پوءِ عربن انهن بتن جا آستانا ٺاهيا جن کي ڪعبة الله جهڙي عزت ڏني ويندي هئي ۽ انهن آستانن تي مجاور ۽ خدمت گذار بہ مقرر ڪيا ۽ ڪعبي وانگر انهن آستانن لاءِ سوکڙيون ۽ نذرانہ پيش ڪندا هئا، جيتوڻيڪ ڪعبة الله کي انهن کان افضل سمجهندا هئا ([2]) ان کان پوءِ ٻين قبيلن بہ انهن جي پيروي ڪئي ۽ پنهنجي لاءِ بت ۽ آستانہ ٺاهيا. جهڙوڪ دوس، خشعم، ۽ بجيله قبيلن مڪي ۽ يمن جي وچ ۾ يمن جي سر زمين ۾ تبالہ جي مقام تي ذوالخلصہ نالي بت ۽ بتخانو تعمير ڪيو. بنوطي ۽ ان جي آسپاس وارن آجا ۽ سلمیٰ نالي بنوطي جي ٻن ٽڪرين جي وچ ۾ فلس نالي بت کي نصب ڪيو. يمن ۽ حمير وارن صنعاءِ ۾ ريام نالي بت ۽ آستانو تعمير ڪيو. بنو تميم جي شاخ بنو ربيعہ بن ڪعب، رضاءِ نالي بت خانو بنايو ۽ بڪر، تغلب ۽ اياد وارن وري سنداد ۾ عبادتگاهون تعمير ڪرايون. ([3]) دوس قبيلي جي بت کي ذوالڪفين سڏبو هو. بڪر ومالڪ ۽ مالڪان ابناءِ ڪنانہ جي قبيلن جو هڪ بُت "سعد" سڏبو هو. بنو عذره جي هڪ بت کي شمس چيو ويندو هو.([4]) خولان جي هڪ بت جو نالو عميانس هو ([5]) مطلب تہ اهڙيءِ طرح پوري عربستان ۾ چؤطرف بت ۽ بت خانا کلي ويا. ايتري قدر جو پوءِ] هر هڪ قبيلي ۽ هر هڪ گهر ۾ هڪ هڪ بت اچي ويو.

مشرڪن مسجد الحرام کي بہ بتن سان ڀري ڇڏيو. جڏهن رسول الله ﷺمڪو فتح ڪيو تہ ڪعبة الله جي چوڌاري ٽي سؤ سٺ بت هئا. جيڪي رسول الله ﷺ جن پنهنجن مبارڪ هٿن سان ٽوڙيا. پاڻ سڳورا ﷺ هر هڪ بت کي لٺ هڻندا ويا ۽ بت ڪرندا ويا. پوءِ پاڻ سڳورن حڪم ڏنو تہ انهن سڀني بتن کي مسجد الحرام مان ٻاهر ڪڍي ساڙيو وڃي. ([6])

[ان کان علاوه ڪعبة اللهٰ ۾ بہ بت ۽ تصويرون رکيل هيون هڪ بت حضرت ابراهيم عليه السلام ۽ هڪ بت حضرت اسماعيل عليه السلام جو همشڪل ٺاهيل هو ۽ ٻنهي جي هٿن ۾ فال گيري جا تير هئا، مڪي جي فتح واري ڏينهن اهي بت بہ ڀڃا ويا ۽ اهي تصويرون بہ ميٽيون ويون.

---

[1] - صحيح البخاري 4920، المنمق لمحمد بن حبيب (ص:327، 328)، كتاب الاصنام (ص:9. 11، 56، 58).

[2] - سيرة ابن هشام 1/ 83.

[3] - سيرة ابن هشام 78/1، 89، تفسير ابن ڪثير، سوره نوح جي تفسير ۾.

[4] - تاريخ يعقوبي 1/ 255.

[5] - سيرة ابن هشام 1/ 80.

[6] - مختصر سيرت الرسول عبدالوهاب ص 13، 50-51- 52-54/ صحيح بخاري حديث نمبر 1610

ماڻهن جي گمراهي ان تي ختم نہ ٿي هئي بلڪ ابورجاءِ عطاردي ﷺ جو بيان آهي تہ اسين پٿرن جا پوڄاري هئاسين جڏهن پهرين کان ڪو سنو پٿر ملي ويندو هو تہ پهرئين پٿر کي اڇلائي ان کي پوڄڻ شروع ڪندا هئاسين پٿر نہ ملڻ جي صورت ۾ مٽيءَ جو هڪ ننڍو ڍڳ ناهي ان تي ٻڪري ڏوهندا هئاسين ۽ ان کان پوءِ ان جو طواف ڪندا هئاسين.]

مطلب تہ شرڪ ۽ بت پرستي انهن جاهلن جي دين جي سڃاڻپ بڻجي چڪي هئي. جن کي وڏائي هئي تہ هو حضرت ابراهيم عليہ السلام جي دين تي آهن.

[باقي رهي اها ڳالهہ تہ انهن ۾ شرڪ ۽ بت پرستي جو خيال ڪيئن پيدا ٿيو؟ ان جو بنياد اهو هو تہ جڏهن انهن ڏٺو تہ ملائڪ، پيغمبر، انبياءِ اولياءِ متقي، ۽ نيڪ ڪم ڪرڻ وارا الله تعالىٰ جا انتهائي ويجها ٻانها آهن الله تعالىٰ وٽ انهن جو وڏو مرتبو آهي انهن جي هٿن تي معجزا ۽ ڪرامتون ظاهر ٿين ٿيون. تڏهن انهن سمجهيو تہ الله تعالىٰ پنهنجن انهن نيڪ ٻانهن کي ڪجهہ اهڙن ڪمن تي قدرت ۽ تصرف جو اختيار ڏنو آهي جيڪي الله تعالىٰ لاءِ خاص آهن اهي ماڻهو پنهنجي ان تصرف ۽ الله تعالىٰ وٽ سندن قدر ۽ منزلت جي ڪري انهيءِ ڳالهہ جي قابل آهن تہ الله تعالىٰ ۽ سندن عام ٻانهن جي وچ ۾ وسيلو ۽ واسطو بڻجن. ان ڪري مناسب نہ آهي تہ ڪو بہ ماڻهو الله تعالىٰ کي پنهنجي حاجت انهن جي وسيلي کان سواءِ پيش ڪري ڇو تہ هي ماڻهو الله تعالىٰ وٽ سفارش ڪندا ۽ الله تعالىٰ سندن مان ۽ مرتبي جي ڪري سندن سفارش رد نہ ڪندو. ان طرح اهو بہ مناسب نہ آهي تہ ڪو بہ ماڻهو ان جي وسيلي کان سواءِ الله تعالىٰ جي عبادت ڪري، ڇوتہ اهي ماڻهو پنهنجي مرتبي جي ڪري ان کي الله تعالىٰ جي ويجهو ڪري ڇڏيندا. جڏهن ان خيال پاڙون پڪڙيون ۽ ماڻهن ۾ اهو عقيدو راسخ ٿي ويو تہ انهن فرشتن، پيغمبرن ۽ اوليائن وغيره کي پنهنجو ولي بڻائي ورتو ۽ انهن کي پنهنجي ۽ الله تعالىٰ جي وچ ۾ وسيلو بڻائي ورتو ۽ سندن خيال مطابق جن ذريعن سان انهن جو تقرب حاصل ٿي سگهيو ٿي انهن کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ انهن جي حقيقي يا خيالي صورت مطابق مورتيون ۽ مجسما گهڙيا ويا ۽ انهن ئي مجسن کي بت چيو ويو. انهن مان ڪيترائي بت اهڙا بہ هئا جن جا مجسما ئي نہ ناهيا ويا. بلڪ انهن جي قبرن، مزارن، قيام گاهن، (ويهڻ جي جاين) ترسڻ ۽ آرام گاهہ کي مقدس مقام قرار ڏنو ويو ۽ انهن تي نذر ونياز ڏيڻ شروع ٿيڻ لڳو. ۽ انهن جي سامهون جهڪڻ، عاجزي ۽ اطاعت جا ڪم ٿيڻ لڳا انهن مزارن، قبرن، آرامگاهن، ۽ قيام گاهن کي عربيءَ ۾ ”اوثان“ چيو وڃي ٿو، جيڪي تقريبًا بت جي هم معنىٰ آهن ۽ اسان جي زبان ۾ ان لاءِ درگاهہ، زيارت، دربار، سرڪار وغيره جا لفظ استعمال ڪيا وڃن ٿا.]

انهن جاهلن ۾ بت پرستي جا ڪجهہ خاص طريقا ۽ رسمون بہ رائج هيون جيڪي گهڻو ڪري عمرو بن لحي جون ناهيل هيون. اهي جاهل عمرو بن لُحي جي ناهيل رسمن کي ابراهيم عليہ السلام جي دين ۾ تبديلي نہ پر بدعت حسنہ سمجهندا هئا. هيٺ انهن رسمن مان ڪن جو ذڪر ڪجي ٿو.

1. جاهليت واري دور ۾ مشرڪ، بتن وٽ مجاور بڻجي ويهندا هئا ۽ انهن جي پناهہ ڳولهيندا هئا. انهن کي زور زور سان سڏيندا هئا ۽ پنهنجون ضرورتون پوريون ڪرڻ، مشڪلون آسان ڪرڻ لاءِ انهن کي فرياد ۽ التجائون ڪندا هئا ۽ سمجهندا هئا تہ اهي الله کان سفارش ڪري سندن مرادون پوريون ڪرائيندا.

2. بتن جو حج ۽ طواف ڪندا هئا. انهن جي سامهون نوڙت ۽ انڪساري سان پيش ايندا هئا ۽ انهن کي سجدو ڪندا هئا.

3. بتن لاءِ نذرانا ۽ قربانيون پيش ڪندا هئا. قرباني جي انهن جانورن کي ڪڏهن بتن جي آستانن تي وڃي کهندا هئا ۽ ڪڏهن ڪٿي بہ ذبح ڪندا هئا پر بتن جي نالي تي ذبح ڪندا هئا. قربانيءَ جي انهن بنهي طريقن جو ذڪر قرآن مجيد ۾ هن طرح ڪيل آهي.

﴿وَمَا ذُبِحَ عَلَى النُّصُبِ (3)﴾ (المائدة) **يعني** "اهي جانور بہ حرام آهن جيڪي آستانن تي ڪٺا ويا هجن".

ٻي جاءِ تي چيل آهي تہ ﴿وَلَا تَأْكُلُوا مِمَّا لَمْ يُذْكَرِ اسْمُ اللَّهِ عَلَيْهِ (121)﴾ (الانعام) **يعني** " ان جانور جو گوشت نہ کائو جنهن تي الله جو نالو نہ ورتل هجي"

4. بتن سان ويجهڙائي جو هڪ طريقو هي بہ هو تہ مشرڪ پنهنجي مرضيءَ سان کائڻ پيئڻ جون شيون ۽ ٻني ۽ چوپائي مال جي پيداوار جو هڪ حصو بتن لاءِ مخصوص ڪري ڇڏيندا هئا. ان سلسلي ۾ دلچسپ رواج هي هو تہ هو الله لاءِ بہ پنهنجي کيتي ۽ جانورن جي پيداوار جو هڪ حصو مقرر ڪندا هئا پر پوءِ مختلف سببن ڪري الله جو حصو تہ بتن ڏانهن منتقل ڪري سگهندا هئا باقي بتن جو حصو ڪنهن بہ حال ۾ الله ڏانهن منتقل نہ ڪندا هئا. الله تعاليٰ فرمايو آهي تہ ﴿وَجَعَلُوا لِلَّهِ مِمَّا ذَرَأَ مِنَ الْحَرْثِ وَالْأَنْعَامِ نَصِيبًا فَقَالُوا هَذَا لِلَّهِ بِزَعْمِهِمْ وَهَذَا لِشُرَكَائِنَا فَمَا كَانَ لِشُرَكَائِهِمْ فَلَا يَصِلُ إِلَى اللَّهِ وَمَا كَانَ لِلَّهِ فَهُوَ يَصِلُ إِلَى شُرَكَائِهِمْ سَاءَ مَا يَحْكُمُونَ (136)﴾ (الانعام)

"الله جيڪي کيتي ۽ چوپايا پيدا ڪيا آهن تن جو هڪ حصو انهن الله لاءِ مقرر ڪيو ۽ چيو تہ هي الله لاءِ آهي. - انهن جي خيال ۾- ۽ هي اسان جي شريڪن لاءِ آهي. سو جيڪو سندن شريڪن لاءِ هوندو آهي اهو الله تائين نٿو پهچي (پر) جيڪو الله لاءِ هوندو آهي اهو سندن شريڪن کي پهچي ويندو آهي. ڪيڏو نہ برو فيصلو آهي (اهو فيصلو) جيڪو هي ماڻهو ڪن ٿا".

5. بتن سان ويجهڙائي جو هڪ طريقو اهو بہ هو تہ اهي مشرڪ، پنهنجي فصل ۽ چوپائي مال ۾

**مختلف قسمن جون منتون مجيندا هئا. الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ** ﴿وَقَالُوا هَذِهِ أَنْعَامٌ وَحَرْثٌ حِجْرٌ لَا يَطْعَمُهَا إِلَّا مَنْ نَشَاءُ بِزَعْمِهِمْ وَأَنْعَامٌ حُرِّمَتْ ظُهُورُهَا وَأَنْعَامٌ لَا يَذْكُرُونَ اسْمَ اللَّهِ عَلَيْهَا افْتِرَاءً عَلَيْهِ (138)﴾ (الانعام)

"انهن مشرڪن چيو تہ هي چوپايا ۽ ٻنيون منع ٿيل آهن، انهن کي اهو ئي کائي سگهندو جنهن کي اسين چاهينداسين. - سندن خيال ۾- ۽ هي اهي چوپايا آهن جن جي پٺ حرام ڪئي وئي آهي، نہ تن تي سواري ڪري سگهجي ٿي ۽ نہ سامان ڍوئي سگهجي ٿو ۽ ڪي چوپايا اهڙا آهن جن تي هي ماڻهو الله تي افتراءِ ڪندي الله جو نالو نٿا وٺن".

6. انهن جانورن ۾ بحيره، سائبہ، وصيلہ ۽ حامي هئا. **حضرت سعيد بن مسيب جو بيان آهي تہ بحيره: اهو جانور آهي جنهن جو کير بتن لاءِ مخصوص ڪيو ويندو هو ۽ ان کي ڪو بہ ڏوهندو نہ هو.**

**سائبہ: اهو جانور آهي جنهن کي پنهنجي معبودن جي نالي تي ڇوڙيو ويندو هو جنهن تي ڪو بہ بار وغيره نہ ڍوئيندو هو.**

**وصيلہ: انهيءَ جوان ڏاچي کي چيو ويندو هو جيڪا پهرين پيٽ تي مادي کي جنم ڏيندي هئي ۽ ٻي پيٽ تي بہ مادي ئي ڄڻندي هئي انهي ڪري ان کي بتن جي نالي تي ان ڪري ڇڏيو ويندو هو جو ان هڪ مادي ڪان پوءِ لڳاتار مادي کي ڄڻيو ٻنهي جي وچ ۾ ڪو بہ نر ٻچو نہ ڄڻيائين .**

**حامي: ان نر اٺ کي چوندا هئا، جيڪو ڳڻيل ڏاچين (ڏهن ڏاچين) سان جماع ڪندو هو ۽ جڏهن سيني کي مادي ٻچو پيدا ٿيندو هو تہ ان کي بتن جي نالي تي ڇوڙي ڇڏيندا هئا ان تان بار برداري معاف ٿي ويندي هئي ان تي ڪوبہ سامان نہ رکيو ويندو هو. ان کي حامي چوندا هئا.** ابن اسحاق جو چوڻ آهي تہ بحيره، سائبہ جي ٻچيءَ کي چيو ويندو هو ۽ سائبہ ان ڏاچيءَ کي چيو ويندو آهي جنهن مان لڳاتار ڏهہ ٻيرا مادي ڦر پيدا ٿين. وچ ۾ ڪو بہ نر نہ پيدا ٿئي. اهڙي ڏاچيءَ کي آزاد ڇڏي ڏيندا هئا. ان تي سواري نہ ٿيندي هئي. ان جا وار نہ ڪٽبا هئا ۽ مهمانن کانسواءِ ڪير بہ انهيءَ جو کير نہ پيئندو هو. ان بعد اهڙي ڏاچي جيڪي مادي ڦر ڄڻيندي هئي تن جا ڪن چيريا ويندا هئا ۽ ان کي بہ ماءُ سان گڏ آزاد ڇڏي ڏبو هو. ان تي سواري نہ ڪبي هئي. ان جا وار نہ ڪٽبا هئا ۽ مهمانن کانسواءِ ڪير بہ سندس کير نہ پيئندو هو. ان کي بحيره ۽ سندس ماءُ کي سائبہ سڏبو هو.

وصيلہ ان ٻڪريءَ کي چئبو هو جيڪا پنجن پيرن ۾ لڳاتار ٻہ ٻہ ڇيليون ڄڻي (يعني پنجن پيرن ۾ ڏهہ ڇيليون) وچ ۾ ڪو بہ ڇيلو نہ هجي. ان ٻڪريءَ کي وصيلہ ان ڪري چئبو هو جو اها سيني ڇيلين کي هڪ ٻئي سان ڳنڍي ڇڏيندي هئي. ان بعد ان ٻڪريءَ مان جيڪي ٻچا پيدا ٿيندا هئا. اهي صرف مرد کائي سگهندا هئا عورتون نہ. البتہ جيڪڏهن ڪو مئل ٻار ڄمي تہ ان کي عورتون ۽ مرد سڀ کائي سگهندا هئا.

حامي ان نر اٺ کي چوندا هئا جنهن جي لڳ سان لڳاتار ڏهه ماديون پيدا ٿين وچ ۾ ڪو به نر نه ڄمي. اهڙي اٺ جي پٺ جي حفاظت ڪبي هئي، نه ان تي چڙهبو هو ۽ نه ان جا وار ڪٽبا هئا. باقي ان کي اٺن جي ڌڻ ۾ لڳ لاءِ آزاد ڇڏي ڏبو هو ۽ ان کان ٻيو ڪو به ڪم نه ورتبو هو. جاهليت جي دور جي بت پرستيءَ جي انهن طريقن جي ترديد ڪندي الله تعاليٰ فرمايو:

﴿مَا جَعَلَ اللَّهُ مِنْ بَحِيرَةٍ وَلَا سَائِبَةٍ وَلَا وَصِيلَةٍ وَلَا حَامٍ وَلَكِنَّ الَّذِينَ كَفَرُوا يَفْتَرُونَ عَلَى اللَّهِ الْكَذِبَ وَأَكْثَرُهُمْ لَا يَعْقِلُونَ (103)﴾ (المائدة)

"الله نه ڪائي بحيره، نه ڪا ئي سائبه، نه ڪائي وصيله نه ڪوئي حامي ناهيو آهي، پر جن ماڻهن ڪفر ڪيو اهي الله تي ڪوڙ گهڙين ٿا ۽ انهن مان اڪثر عقل نٿا رکن".

ٻي جڳهه تي چيو:

﴿وَقَالُوا مَا فِي بُطُونِ هَذِهِ الْأَنْعَامِ خَالِصَةٌ لِذُكُورِنَا وَمُحَرَّمٌ عَلَى أَزْوَاجِنَا وَإِنْ يَكُنْ مَيْتَةً فَهُمْ فِيهِ شُرَكَاءُ (139)﴾ (الانعام)

"انهن (مشرڪن) چيو ته انهن چوپاين جي پيٽ ۾ جيڪي ڪجهه آهي، رڳو اسان جي مَردن لاءِ آهي ۽ اسان جن عورتن تي حرام آهي. باقي جي اهو مئل هجي ته ان ۾ مَرد ۽ عورتون سڀ شريڪ آهن".

چوپاين جي ذڪر ڪيل قسمن يعني بحيره، سائبه وغيره جا ٻيا مطلب به ٻڌايا ويا آهن ([1]) جيڪي ابن اسحاق جي تفسير کان ڪافي مختلف آهن.

حضرت سعيد بن مسيب ﷺ جو بيان آهي ته اهي جانور انهن جي طاغوتن لاءِ هئا. ([2])

صحيح بخاريءَ ۾ مرفوعا روايت آهي ته عمرو بن لحي پهريون ماڻهو هو جنهن بتن جي نالي تي جانور ڇڏيا.([3])

عرب پنهنجن بتن سان اهو سڀ ان عقيدي تحت ڪندا هئا ته اهي بت کين الله جي ويجهو ڪندا ۽ الله آڏو سندن سفارش ڪندا. جيئن قرآن مجيد ۾ ٻڌايل آهي ته مشرڪ چوندا هئا.

﴿مَا نَعْبُدُهُمْ إِلَّا لِيُقَرِّبُونَا إِلَى اللَّهِ زُلْفَى (3)﴾ (الزمر)

"اسين انهن جي عبادت رڳو ان لاءِ ڪندا آهيون جيئن اهي اسان کي خداجي ويجهو ڪن".

﴿وَيَعْبُدُونَ مِنْ دُونِ اللَّهِ مَا لَا يَضُرُّهُمْ وَلَا يَنْفَعُهُمْ وَيَقُولُونَ هَؤُلَاءِ شُفَعَاؤُنَا عِنْدَ اللَّهِ(18)﴾ (يونس)

"اهي مشرڪ الله ڪانسواءِ انهن جي عبادت ڪن ٿا جيڪي کين نه فائدو ڏئي سگهن ٿا نه نقصان ۽ چون ٿا ته اهي الله وٽ اسان جا سفارشي آهن".

عربستان جا مشرڪ اَزلام يعني فال جا تير به استعمال ڪندا هئا. (اَزلام، زلم جو جمع

---

[1] - سيرت ابن هشام (1/ 89-90).

[2] - صحيح بخاري(1/ 499).

[3] - صحيح بخاري(1/ 499).

آهي ۽ زلم ان تير کي چئجي ٿو جنهن ۾ پَر لڳل نہ هجن). فال لاءِ ڪتب ايندڙ اهي تير ٽن قسمن جا هوندا هئا. هڪڙا اهي جن تي رڳو "ها" يا "نہ" لکيل هوندو هو. هن طرح جا تير سفر يا نڪاح وغيره ۾ استعمال ٿيندا هئا. جيڪڏهن فال ۾ "ها" نڪرندو هو تہ گهربل ڪم ڪندا هئا ۽ جيڪڏهن "نہ" نڪرندو هو تہ سال لاءِ ان ڪم جي پچار ڇڏي ڏيندا هئا ۽ ٻيهر پوءِ فال ڪڍي ويندي هئي.

فال گيري جي تيرن جو ٻيو قسم اهو هو جن تي پاڻي يا ديت وغيره لکيل هوندو هو ۽ ٽئين قسم جا تير اهي هئا جن تي لکيل هوندو هو تہ "توهان مان آهي" يا "توهان کان ڌار آهي" يا "ملحق" آهي. انهن تيرن جو ڪم اهو هوندو هو جو جنهن جي نسب ۾ شڪ هوندو هو تہ ان کي هڪ سئو اٺن سان هُبَل وٽ وٺي ايندا هئا. اٺن کي تير سنڀاليندڙ جي حوالي ڪندا هئا. اهو سڀني تيرن کي گڏ وچڙ ڪري هڪ تير ڪڍندو هو. هاڻي جي نڪرندو هو تہ "توهان مان آهي" تہ اهو سندن قبيلي جو معزز ماڻهو ليکبو هو ۽ جي "توهان کان ڌار آهي" نڪرندو هو تہ حليف سمجهيو ويندو هو ۽ جي "ملحق" نڪرندو هو تہ ان جي پنهنجي حيثيت برقرار رهندي هئي. کيس نہ قبيلي جو فرد سمجهبو هو نہ حليف.([1])

ان سان ملندڙ جلندڙ هڪ رواج مشرڪن ۾ جوا کيڏڻ ۽ جوا جا تير استعمال ڪرڻ جو بہ هو. ان تير جي ڏسڻ تي اهي اٺ ڪهي ان جو گوشت ورهائيندا هئا. ([2])

عربستان جا مشرڪ ڪاهنن، عرافن ۽ نجومين جي خبرن تي بہ ايمان رکندا هئا. ڪاهن ان کي چوندا آهن جيڪو ايندڙ واقعن جي اڳڪٿي ڪري ۽ رازن جي ڄاڻ هجڻ جو دعويدار هجي. ڪن ڪاهنن جي دعوا هئي تہ هڪ جِن سندن تابع آهي جو انهن کي خبر پهچائيندو آهي ۽ ڪي ڪاهن چوندا هئا تہ کين اهڙي سمجهہ عطا ٿيل آهي، جنهن جي ذريعي اهي ڳجهہ ڄاڻي وٺن ٿا. ڪي هن ڳالهہ جا دعويدار هئا تہ جيڪو ماڻهو ڪانئن ڪجهہ پڇڻ اچي ٿو، تنهن جي ڳالهہ ۽ عمل مان يا سندس ڏيک مان، ڪن نشانين ۽ سببن وسيلي اهي جاءِ واردات جي ڄاڻ حاصل ڪري وٺن ٿا. اهڙن ماڻهن کي عراف چئبو هو. معنيٰ اهو ماڻهو جيڪو چوريءَ جي مال، چوريءَ جي جاءِ ۽ وڃايل جانور جو ڏس ٻڌائي سگهي. نجومي اهو آهي جيڪو تارن تي ڌيان ڏئي انهن جي رفتار ۽ وقت جو ڪاٿو لڳائي سمجهي وجي تہ دنيا ۾ آئنده ڇا ڇا ٿيندو.([3]) انهن نجومين جي خبرن کي مڃڻ دراصل تارن تي ايمان آڻڻ آهي ۽ تارن تي ايمان آڻڻ جي هڪ صورت هي بہ هئي تہ عربستان جا مشرڪ نکٽن تي ايمان رکندا هئا ۽ چوندا هئا تہ اسان تي فلاڻي فلاڻي نکٽ کان مينهن وٺو آهي.([4])

---

[1] - محاضرات خضري (56/1)، ابن هشام (102/1-103)، فتح الباري (277/8).

[2] - ان جو طريقو اهو هوندو هو تہ جوا کيڏندڙ هڪ اٺ ڪهي ان جا ڏهہ يا اٺاويهہ حصا ڪندا هئا. پوءِ تيرن سان قرعہ اندازي ڪندا هئا، ڪنهن تي کٽڻ جو نشان هوندو هو ۽ ڪو تير بي نشان هوندو هو. جنهن جي نالي تي کٽڻ واري نشان وارو تير نڪرندو هو سو تہ کٽيندڙ ليکبو هو ۽ پنهنجو حصو وٺندو هو ۽ جنهن جي نالي خالي تير نڪرندو هو سو ان جي قيمت ڀريندو هو.

[3] - مرعاة المفا تيح شرح مشڪوة المصابيح (2/2-3).

[4] - صحيح بخاري حديث نمبر (846، 1038، 1447، 7503) ڏسو صحيح مسلم مع شرح نووي: (95/1).

مشرڪن ۾ بدسوڻيءَ جو بہ رواج هو، جنهن کي عربي ۾ طيره چون ٿا. ان جو طريقو هيئن هو جو مشرڪ ڪنهن جهرڪي يا هرڻ جي ويجهو وڃي ان کي ڀڄائيندا هئا. پوءِ جي اها ساڄي پاسي ڀڄي تہ چڱائي ۽ ڪاميابيءَ جي علامت سمجهي پنهنجو ڪم ڪندا هئا ۽ جي کاٻي پاسي ڀڄي تہ ان کي نياڳ جي نشاني سمجهي پنهنجي ڪم کان پاسو ڪندا هئا. ان طرح جيڪڏهن ڪا جهرڪي يا جانور رستو ڪٽيندو هو تہ ان کي بہ نياڳو سمجهندا هئا.

ان سان ملندڙ جلندڙ هڪ حرڪت هي بہ هئي تہ مشرڪ، سهي جي گوڏي جي هڏي لٽڪائيندا هئا ۽ ڪن ڏينهن، مهينن، جانورن، گهرن ۽ عورتن کي بہ منحوس سمجهندا هئا. بيمارين جي وچڙڻ جا قائل هئا ۽ روح بابت چبرو ٿي وڃڻ جو عقيدو رکندا هئا. يعني سندن عقيدو هو تہ جيسين مقتول جو بدلو نہ ورتو وڃي تيستائين کيس سک نہ ملندو ۽ ان جو روح چبرو بڻجي رڻ پٽ ۾ ڦرندو رهندو ۽ ”أَج أَج يا مون کي پياريو مون کي پياريو“ جي صدا هڻندو رهندو. جڏهن سندس بدلو ورتو وڃي ٿو تہ کيس سڪون مليو وڃي.[1]

*_*_*

[1] - صحيح بخاري (2/851-857) مع شروح.

# حضرت ابراهيم جي دين ۾ قريشن جون بدعتون

اهي هئا جاهلن جا عقيدا ۽ عمل. ان سان گڏ انهن ۾ حضرت ابراهيم عليه السلام جي دين جون ڪجهه ڳالهيون بچيل هيون. مطلب ته انهن، ان دين کي پوريءَ طرح ڇڏيو ڪونه هو. جيئن اهي ڪعبي جي عزت ۽ ان جو طواف ڪندا هئا، حج ۽ عمرو ڪندا هئا، عرفات ۽ مزدلفه ۾ رهندا هئا ۽ هديي جي جانورن جي قرباني ڪندا هئا. باقي انهن هن دين ۾ ڪجهه بدعتون ضرور شامل ڪري ڇڏيون هيون. جهڙوڪ:

1.قريشن جي هڪ بدعت اها هئي جو اهي چوندا هئا ته اسين حضرت ابراهيم عليه السلام جو اولاد آهيون، حرم جا سنڀاليندڙ، بيت الله جا مالڪ ۽ مڪي جا رهواسي آهيون. ڪير به اسان جهڙو نه آهي ۽ نه ڪنهن جا حق اسانجي حقن جهڙا آهن. انڪري ئي پنهنجا نالا حمس (بهادر ۽ گرم جوش) رکندا هئا. تنهن ڪري اسان کي نٿو جڳائي ته حرم کان ٻاهر وڃون. تنهن ڪري حج دوران اهي عرفات به ڪونه ويندا هئا نه ئي اتي اِفاضو ڪندا هئا. بلڪ مزدلفه ۾ رهي اتي ئي افاضو ڪري ڇڏيندا هئا. الله تعاليٰ سندن بدعت جي اصلاح ڪندي فرمايو ته : ﴿ثُمَّ أَفِيضُوا مِنْ حَيْثُ أَفَاضَ النَّاسُ(199)﴾ (البقرة) يعني " توهان به اتان کان اِفاضو ڪريو، جتان ٻيا ماڻهو ڪن ٿا" ([1])

2. سندن هڪ بدعت اها هئي جو چوندا هئا ته حمس (قريش) لاءِ احرام جي حالت ۾ پنير ۽ گيهه ناهڻ صحيح نه آهي، نه ئي ڪمبل واري خيمي ۾ رهڻ صحيح آهي ۽ نه اهو نيڪ آهي ته چمڙي جي خيمي کانسواءِ ٻيءَ ڪنهن شيءِ جي سائي هيٺ رهجي. ([2])

3. سندن هڪ بدعت اها به هئي جو اهي چوندا هئا ته حرم کان ٻاهر جا رهاڪو حج ۽ عمره تي اچن ته پاڻ سان کائڻ جي ڪا شيءِ کڻي اچن ته اها سندن لاءِ کائڻ حرام آهي. ([3])

هڪ بدعت اها به هئي ته انهن حرم کان ٻاهر جي رهواسين کي حڪم ڏنو هو ته اهي پهريون طواف حمس (قريشن) کان ورتل ڪپڙن ۾ ڪن. جيڪڏهن انهن جو ڪپڙو نه ملندو هو ته مرد اگهاڙا طواف ڪندا هئا ۽ مايون پنهنجا سڀ ڪپڙا لاهي رڳو هڪ ننڍڙو کليل چولو پائينديون

[1] - ابن هشام (199/1)، صحيح بخاري (226/1).
[2] - ابن هشام (202/1).
[3] - ابن هشام (202/1).

هيون ۽ ان ۾ ئي طواف ڪنديون هيون ۽ طواف جي دوران هي شعر پڙهنديون رهنديون هيون.

اَليومَ يَبدُو بعضُه اَو كُلُّه وَما بَدا مِنه فَلا احِلُّه

"اڄ ٿوري يا سڄي شرمگاهه کلي ويندي پر جيڪا کلي وڃي مان ان کي (ڏسڻ) حلال نٿي ڄاڻان."

الله تعالىٰ انهن فضول رسمن جي خاتمي لاءِ فرمايو ته:﴿يَا بَنِي آدَمَ خُذُوا زِينَتَكُمْ عِنْدَ كُلِّ مَسْجِدٍ﴾ "اي آدم پوٽا! هر مسجد وٽ پنهنجي سينگار کي اختيار ڪريو."

تنهن هوندي به جيڪڏهن ڪا عورت يا مرد پاڻ کي مٿاهان ۽ عزت وارا سمجهي حرم کان ٻاهران آندل ڪپڙا پائي طواف ڪندا هئا ته طواف بعد انهن ڪپڙن کي اڇلي ڇڏيندا هئا. انهن مان نه پاڻ فائدو وٺندا هئا نه ٻين کي وٺڻ ڏيندا هئا. [1]

4. قريشن جي هڪ بدعت اها به هئي ته اهي احرام جي حالت ۾ گهر ۾ در کان داخل نه ٿيندا هئا، بلڪ گهر جي پٺيان پٽ ۾ سوراخ ڪري ان مان ايندا ويندا هئا. ۽ پنهنجي جهالت ڪري ان کي نيڪي سمجهندا هئا. قرآن ڪريم ان کان به منع ڪئي. (189:2)

اهو ئي دين، يعني شرڪ، بتن جي پوڄا ۽ وهمن ۽ اجاين رسمن تي ٻڌل عقيدن ۽ عمل وارو دين، عربستان جي عام رهاڪن جو دين هو.

ان ڪانسواءِ عربستان جي مختلف پاسن ۾ يهوديت، مسيحت ۽ صابئيت به وڌي ويجهي رهي هئي. تنهنڪري انهن جو به تاريخي خاڪو هتي پيش ڪجي ٿو.

عربستان ۾ يهودين جا گهٽ ۾ گهٽ به دور ملن ٿا. پهريون دور ان وقت سان تعلق رکي ٿو، جڏهن فلسطين ۾ بابل ۽ آشور جي حڪومت جي فتحن سبب يهودين کي وطن ڇڏڻو پيو. ان حڪومت جي سختگيري ۽ بخت نصر هٿان يهودي وسندين جي تباهي، انهن جي هيڪل جي پيچ ڊاهه ۽ ان جي اڪثريت جي بابل ڏانهن جلاوطنيءَ جو نتيجو اهو نڪتو ته يهودين جي هڪ جماعت فلسطين ڇڏي حجاز جي اترئين علائقي ۾ اچي رهي. [2]

ٻيو دور تڏهن شروع ٿيو، جڏهن ٽائيٽس روميءَ جي اڳواڻيءَ ۾ 70ع ۾ رومين، فلسطين تي قبضو ڪيو. هن موقعي تي رومين هٿان يهودين جي "روئڻ واري پٽ" ۽ هيڪل پچڻ جي ڪري ڪيترائي يهودي قبيلا حجاز پچي آيا ۽ يثرب، خيبر ۽ تيماءِ ۾ اچي پنهنجون باقائده وسنديون ناهيائون ۽ قلعا ۽ ڪوٽ اڏيائون. انهن پناهگير يهودين جي ڪري عربن ۾ ڪجهه يهودي مذهب به

---

[1] - ابن هشام (202/1، 203) ۽ صحيح بخاري (226/1).

[2] - قلب جزيره العرب (ص:251).

رواج ورتو ۽ ان کي بہ اسلام کان اڳ ۽ اسلام جي شروعاتي ڏينهن ۾ سياسي حادثن۾ هڪ ذڪر لائق حيثيت حاصل ٿي وئي. اسلام اچڻ وقت يهودي قبيلا هي هئا. بنوخيبر، بنونضير، بنو مصطلق، بنو قريظ ۽ بنو قينقاع. سمهوديءَ "وفاءُ الوفا" ۾ لکيو آهي تہ يهودي قبيلن جو تعداد ويهن کان مٿي هو. ([1]) يهوديت جي يمن ۾ واڌ ويجهہ ٿي. هتي ان جي ڦهلاءَ جو سبب تبان اسعد ابو ڪرب هو. اهو ماڻهو جنگ ڪندو يثرت پهتو. اتي يهوديت قبوليائين ۽ بنو قريظ جي ٻن يهودي عالمن کي پاڻ سان يمن وٺي ويو. ابو ڪرب کانپوءِ سندس پٽ يوسف زونواس يمن جو حاڪم ٿيو تہ اهو يهوديت جي جوش ۾ نجران جي عيسائين تي ڪاهي پيو ۽ انهن کي يهوديت قبولڻ لاءِ مجبور ڪرڻ لڳو، پر انهن انڪار ڪيو. تنهن تي ذونواس ڪاهي کوٽائي ان ۾ باهہ ٻارائي پوڙهن، ٻارن ۽ عورتن کي ان ۾ وجهي ساڙائي ڇڏيو. چيو وڃي ٿو تہ ان حادثي جو شڪار ٿيڻ وارن جو تعداد ويهن کان چاليهن هزارن جي وچ ۾ هو. هي واقعو آڪٽوبر 523ع جو آهي. قرآن مجيد ۾ سوره بروج ۾ هن واقعي جو ذڪر ڪيل آهي.([2])

جيستائين عيسائي مذهب جو تعلق اهي تہ عربستان جي شهرن ۾ ان جو اچڻ حبشي ۽ رومي قابضن ۽ فاتحن جي ذريعي ٿيو. اسين ٻڌائي چڪا آهيون تہ يمن تي حبشين جو قبضو پهريون ڀيرو 340ع ۾ ٿيو هو، **اهو قبضو گهڻي دير تائين برقرار نہ رهي سگهيو بلڪ** 378ع تائين رهيو. ان دوران يمن ۾ مسيحي مشن جو ڪم جاري رهيو انهن ڏينهن ۾ ئي هڪ مستجاب الدعوات ۽ ڪرامتن جو صاحب پرهيزگار شخص فيميون نالي سان نجران ۾ پهتو ۽ اتي جي رهاڪن ۾ عيسائي مذهب جي تبليغ ڪيائين. نجران وارن ان ۾ ۽ سندس دين ۾ سچائيءَ جون ڪجهہ علامتون ڏسي سندس دين قبوليو ۽ عيسائي ٿي ويا.([3])

پوءِ ذونواس جي ڪارروائيءَ جي ردعمل ۾ حبشين وري 525ع ۾ يمن تي قبضو ڪيو ۽ ابرهہ يمن جي حڪومت جي واڳ سنڀالي تہ ان ڏاڍي جوش ۽ خروش سان وڏي پيماني تي عيسائيت جي واڌ ويجهہ لاءِ ڪوششون ڪيون. سندس ڪوششن جي نتيجي ۾ ئي يمن۾ هڪ ڪعبو ناهيو ويو ۽ ڪوشش ڪئي وئي تہ عربستان جي رهاڪن کي (مڪي ۽ بيت الله کان) روڪي ان ۾ حج ڪرايو وڃي ۽ مڪي جي ڪعبة الله کي ڊاٿو وڃي، پر سندس ان جرئت تي الله تعاليٰ کيس اهڙي سيکت ڏني جو اڳين ۽ پوين لاءِ عبرت جي نشاني بڻجي ويو.

[1] - قلب جزيرة العرب (ص:251) ۽ وفاءُ الوفا (165/1).
[2] - ابن هشام (20/1، 21، 22، 27، 31، 35، 36) ۽ ڏسو تفسير جي ڪتابن ۾ سوره بروج جو تفسير.
[3] - ابن هشام (31/1، 32، 33، 34).

بئي پاسي رومي علائقن جي پاڙي ۾ هئڻ سبب آلِ غسان، بنو تغلب ۽ بنو طي وغيره جهڙن عربي قبيلن ۾ بہ عيسائيت ڦهلجي وئي هئي. بلڪ حيره جي ڪن عرب بادشاهن بہ عيسائي مذهب قبولي ورتو هو.

جيستائين مجوسين جي مذهب جو تعلق آهي تہ ان کي گهڻو ڪري فارسين جي پاڙيسري عربن ۾ فروغ مليو هو. مثال طور عراق العرب، بحرين (الاحساءِ) حجر ۽ عربي نار جي ڪناري وارا علائقا. انهن ڪانسوا يمن تي فارسين جي قبضي جي دوران اتي بہ ڪن ماڻهن مجوسيت قبولي هئي.

باقي رهيو صابي مذهب جنهن جي سڃاڻپ ستاره پرستي، نکٽن تي اعتقاد، تارن جي تاثير ۽ انهن کي ڪائنات جو مدبر سمجهڻ تي هو تہ، عراق وغيره جي پراڻن آثارن جي کوٽائيءَ دوران جيڪي ڪتبا مليا آهن، انهن مان پتو پوي ٿو تہ حضرت ابراهيم عليه السلام جي ڪلداني قوم جو مذهب بہ اهو هو. پراڻي دور ۾ شام ۽ يمن جا ڪافي رهاڪو بہ هن مذهب جا پوئلڳ هئا. پر جڏهن يهوديت ۽ عيسائيت جو دور آيو تہ هن مذهب جا بنياد لڏي ويا ۽ جهڙوڪر ختم ٿي ويو. تنهن هوندي بہ مجوسين سان مليل سليل پاڙيسري عراق العرب ۽ عربي نار جي ڪناري تي ان مذهب جا ڪجھ نہ ڪجھ پوئلڳ بچيل رهيا. ([1])

**ديني حالت**:- جنهن وقت اسلام جو چمڪندڙ سج اڀريو، ان وقت عرب ۾ اهي ئي مذهب جاري هئا. پر اهي سڀ مذهب ڪافي حد تائين مٽجي چڪا هئا. مشرڪ جن جي دعوا هئي تہ اسين حضرت ابراهيم عليه السلام جي دين تي آهيون سي ان دين جي قانون ۽ حڪمن کان ڪوهين ڏور هئا. ان شريعت جيڪا اخلاقي قدرن جي تعليم ڏني هئي، تنهن سان انهن جو ذرو بہ واسطو نہ هو. انهن ۾ گناهن جي ڀرمار هئي. ڊگهي زماني گذرڻ ڪري انهن ۾ بہ بت پرستي جون ساڳيون عادتون ۽ رسمون پيدا ٿي چڪيون هيون، جن کي ديني خرافات جو درجو حاصل هو. انهن عادتن ۽ رسمن سندن اجتماعي، سياسي ۽ ديني زندگيءَ تي نهايت گهرو اثر وڌو هو.

يهودي مذهب جو حال هي هو تہ اهو رڳو ڏيکاءَ ۽ ڏهڪاءَ وارو مذهب بڻجي ويو هو. يهودي پيشوا، الله بدران پاڻ رب بڻجي ويٺل هئا. ماڻهن تي پنهنجي مرضي ٺاهيندا هئا ۽ سندن دلين ۾ ايندڙ خيالن ۽ چپن جي حرڪتن تي بہ پڪڙ ڪندا هئا. سندن سڄو ڌيان ان ڳالھ تي هوندو هو تہ ڪنهن طرح ملڪيت ۽ رياست ملي. پلي دين برباد ٿي وڃو نہ ٿي وڃي ۽ ڪفر ۽ الحاد ۾ واڌارو ٿي وڃو نہ

[1] - تاريخ ارض القرآن (2/193-208).

اچي ۽ ان تعليم ۾ سستي ئي چونہ تئي. جنهن جي تقدس جو الله حڪم ڏنو آهي ۽ جنهن تي عمل ڪرڻ جي ترغيب ڏني آهي.

عيسائيت هڪ سمجهه ۾ نہ ايندڙ بت پرستي بڻجي وئي هئي. ان الله ۽ انسان جي وچ ۾ عجيب طرح جو ناتو جوڙي ڇڏيو. جن عربن اهو دين قبوليو تن تي ان دين جو ڪو حقيقي اثر نہ هو. ڇو تہ ان جي تعليم سندن زندگي گذارڻ جي ڍنگ سان ميل نہ ٿي کاڌو ۽ اهي پنهنجي زندگيءَ جو ڍنگ بدلائي نٿي سگهيا.

باقي عربستان جي دين کي مڃڻ وارن جو حال مشرڪن جهڙوئي هو. ڇو تہ انهن جون دليون هڪ جهڙيون هيون، عقائد ساڳيا هئا ۽ رسمن ۽ رواجن ۾ بہ فرق نہ هو.

*-*-*

# اڻ سڌريل سماج جا ڪجھ ڏيک

عربستان جي سياسي ۽ مذهبي حالتن جو بيان ڪرڻ ڪانپوءِ هاڻي اتي جي سماجي، اقتصادي ۽ اخلاقي حالتن جو مختصر خاڪو پيش ڪجي ٿو.

**اجتماعي حالتون** :- عربن جي آبادي مختلف طبقن ۾ ورهايل هئي ۽ هر طبقي جون حالتون هڪ ٻئي کان گهڻيون مختلف هيون. جيئن اشراف طبقي جي عورتن ۽ مردن جو تعلق ڪافي ترقي يافتہ هو. عورتن کي ڪافي آزاديون حاصل هيون. انهن جي ڳالھ مڃي ويندي هئي ۽ انهن جو احترام ۽ تحفظ ڪيو ويندو هو ايتري قدر جو سندن معاملن ۾ تلوارون بہ نڪري اينديون هيون ۽ رتوڇاڻ تي پوندي هئي. ماڻهو جڏهن پنهنجي وقار ۽ بهادري، جنهن کي عربن ۾ وڏو مقام حاصل هو جا گُڻ ڳائيندا هئا تہ اهي عام طور تي عورت کي مخاطب تي ڳائيندا هئا. ڪڏهن ڪا عورت چاهيندي هئي تہ قبيلن کي ناھ لاءِ گڏ ڪري وٺندي هئي ۽ جي چاهيندي هئي تہ انهن ۾ جنگ ۽ رتوڇاڻ ڪرائي ڇڏيندي هئي. پر ان هوندي بہ مرد کي ئي خاندان جو وڏو مڃيو ويندو هو ۽ ان جي ڳالھ منڍيءَ تي ٺڪ هوندي هئي. ان طبقي ۾ مرد ۽ عورت ۾ تعلق نڪاح ذريعي ٿيندو هو ۽ نڪاح عورت جي وارثن جي نگرانيءَ ۾ ٿيندو هو. ڇوڪرين کي وارثن جي مرضيءَ کانسواءِ نڪاح ڪرڻ جو حق نہ هو.

هڪ پاسي اشراف طبقي جو اهو حال هو تہ ٻئي طرف ٻين طبقن ۾ عورتن ۽ مردن ۾ ميلاپ جا ٻيا بہ ڪي طريقا هئا، جن کي بيحيائيءِ ۽ بي حيائيءَ کانسواءِ ٻيو ڪو نالو نٿو ڏئي سگهجي. بيبي عائشہ رضي الله عنها جو بيان آهي تہ جاهليت ۾ نڪاح جون چار صورتون هيون. هڪ صورت اها ئي جيڪا اڄڪلھ هلي رهي آهي تہ هڪ ماڻهو ٻئي ماڻهوءَ کي سندس سنڀال هيٺ رهندڙ ڇوڪريءَ لاءِ نياپو موڪليندو آهي ۽ منظوريءَ ڪانپوءِ مهر ڏئي ان سان نڪاح ڪندو آهي. ٻي صورت اها تہ جڏهن عورت جي ماهواري ختم ٿيندي هئي تہ مڙس ڪيس غير مرد وٽ زنا ڪرائڻ لاءِ موڪليندو هو. ان ڪانپوءِ ٻيءَ ماهواريءَ تائين يا پيٽ ٿيڻ جي پڪ ٿيڻ تائين زال جي ويجهو نہ ويندو هو. اهو ان لاءِ ڪندا هئا تہ جيئن ڇوڪرو شريف ۽ **باڪمال** پيدا ٿئي. ان نڪاح کي "استبضاع" چوندا هئا. (هندستان ۾ ان کي نيوڳ چئجي ٿو). ٽي صورت اها هئي تہ ڏهن کان ڪجھ گهٽ ماڻهو گڏجي هڪ ئي عورت وٽ وڃي بيحڙاڻ ڪندا هئا. جڏهن مائي پيٽ سان ٿيندي هئي تہ ٻار ڄڻڻ کان ڪجھ ڏينهن پوءِ اها مائي سيني کي سڏائيندي هئي ۽ سيني کي لازمي طور اتي اچڻو پوندو هو. ان بعد مائي چوندي هئي تہ توهان جو جيڪو معاملو هو توهين ڄاڻو ٿا هاڻي هي جيڪو

ٻار منهنجي پيٽ مان پيدا ٿيو آهي اي فلاڻا اهو تنهنجو پٽ آهي يعني جنهن کي چاهيندي هئي، ان کي ٻار جو پيءُ قرار ڏيندي هئي ۽ ان ڳالهه کي قبول ڪيو ويندو هو. چوٿون قسم نڪاح جو اهو هوندو هو تہ گهڻا ماڻهو گڏجي ڪنهن مائيءَ وٽ ويندا هئا، جيڪا ڪنهن کي بہ انڪار نہ ڪندي هئي. اهي رنڊيون هونديون هيون، جيڪي پنهنجن گهرن تي جهنڊيون لڳائي ويهنديون هيون. جيئن ان نشانيءَ کي ڏسي اچڻ وارا بي ڪٽڪي هليا اچن. اهڙي مائي جڏهن پيٽ سان ٿي ڪو ٻار ڄڻيندي هئي تہ سڀ ان وٽ اچي گڏ ٿيندا هئا ۽ پوءِ قيافہ شناس سڏايا ويندا هئا، جيڪي پنهنجي راءِ مطابق ڇوڪري کي ڪنهن سان بہ ڳنڍي ڇڏيندا هئا. پوءِ اهو ڇوڪرو ان جو ئي پٽ سڏبو هو ۽ هو ان کان انڪار نہ ڪري سگهندو هو. جڏهن الله تعاليٰ محمد ﷺ کي نبي ڪري موڪليو تہ پاڻ سڳورن ﷺ اٽسدريل دور جا سڀ نڪاح جا سرشتا ختم ڪري رڳو هڪ اسلامي نڪاح جو طريقو رائج ڪيو. جيڪو اڄا تائين هلي رهيو آهي. ([1])

عربستان ۾ عورتن ۽ مردن جي تعلق جون ڪي صورتون اهڙيون بہ هيون، جيڪي جنگين ڪانپوءِ قائم ٿينديون هيون. يعني قبيلائي جهيڙن ۾ ڪٽيندڙ قبيلا هارائيندڙ قبيلي جي عورتن کي ٻانهيون بڻائي پنهنجي حرم ۾ داخل ڪندا هئا. پر اهڙن عورتن مان پيدا ٿيندڙ ٻار سڄي زندگي گهٽ نظر سان ڏٺا ويندا هئا.

اٽسدريل دور ۾ حد کان وڌيڪ زالون رکڻ بہ هڪ عام ڳالهہ هئي. ماڻهو اهڙيون بہ عورتون بہ هڪ ئي وقت ۾ نڪاح ۾ رکندا هئا، جيڪي پاڻ ۾ سڳيون ڀينرون هونديون هيون. پيءُ جي طلاق ڏنل يا پيءُ جي فوت ٿيڻ ڪانپوءِ پٽ سندس ويڳي ماءُ سان بہ نڪاح ڪري سگهندو هو. طلاق جو حق رڳو مرد وٽ هو ۽ ان جي ڪابہ حد مقرر نہ هئي ايتري تائين جو اسلام اچي ان جي حد مقرر ڪئي. ([2])

سيني طبقن ۾ زنا عام هئي. باقي ڪي ٿورا ماڻهو هئا، جيڪي پنهنجي وڏائيءَ جو احساس ڪري ان بڇڙائڻ کان پري رهندا هئا. آزاد عورتون، ٻانهين کان وري بہ چڱي حال ۾ هيون. اصل مصيبت ۾ تہ ٻانهيون هونديون هيون. اٽسدريل دور جي وڏي اڪثريت ان بڇڙائڻ کي خراب نہ سمجهندي هئي. جيئن سنن ابي دائود وغيره ۾ روايت آهي تہ هڪ ڀيري هڪ ماڻهو اٿي چيو تہ يا رسول الله ﷺ فلاڻو ماڻهو منهنجو پٽ آهي. مون جاهليت واري دور ۾ سندس ماءُ سان زنا ڪئي هئي. رسول الله ﷺ فرمايو تہ اسلام ۾ اهڙين دعوائن جي ڪابہ گنجائش نہ آهي.جاهليت واري

---

[1] - صحيح بخاري حديث نمبر(5127) (769/2) ابوداؤد، النڪاح، باب وجوه النڪاح.

[2] - ابو دائود ڪتاب النڪاح , نسخ المراجعہ بعد التطليقات الثلاث ۽ تفسير جي ڪتابن ۾ الطلاق مرتان جو تفسير ڏسڻ گهرجي.

ٻَالهہ وئي، هاڻي تہ ٻار ان جو ٿيندو. جنهن جي زال يا ٻانهي هوندي، زانيءَ لاءِ پٿر آهن.[1] **حضرت سعد بن ابي وقاص ۽ عبد بن زمعہ جي وچ ۾ ٻانهيءَ جي پٽ عبدالرحمان بن زمعہ بابت جيڪو جهيڙو ٿيو، اهو بہ مشهور آهي.** [2]

جاهليت ۾ پيءُ پٽ جو تعلق بہ مختلف نوعيت جو هوندو هو. ڪي تہ چوندا هئا تہ:

انما اولادنا بيننا اكبادُنا تمشي على الارض

اسان جو اولاد اسانجا جگر آهن، جيڪي سڄي زمين تي گهمن ڦرن ٿا.

پر ڪي اهڙا بہ هئا، جيڪي نياڻين ڪي خواري ۽ خرچ جي ڊپ کان جيئرو پوري ڇڏيندا هئا ۽ ٻارن کي بک بيماريءَ جي ڊپ کان ماري ڇڏيندا هئا. [3] پر اهو چوڻ ڏکيو آهي تہ اها سنگدلي وڏي پيماني تي هلندڙ هئي. ڇو تہ عرب پنهنجي دشمن کان بچڻ لاءِ ٻين جي بنسبت پنهنجي اولاد جا وڌيڪ محتاج هئا ۽ کين ان ڳالهہ جو احساس بہ هو.

جيستائين سڳن ڀائرن، سوٽن ۽ گهراڻي جي ٻين ماڻهن جي هڪٻئي سان لاڳاپن جو معاملو آهي تہ اهي ڪافي پڪا پختا هئا. ڇو تہ عرب، قبيلائي عصبيت جي ٽيڪ تي جيئندا ۽ مرندا هئا. قبيلي جي اندر گڏيل مفادن جو فڪر پوريءَ طرح ڪم ڪري رهيو هو. جنهن کي عصبيت جو جذبو وڌيڪ تکو ڪري رهيو هو. اصل ۾ قومي عصبيت ۽ ويجهو لاڳاپو ئي انهن جي گڏيل نظام جو بنياد هو. اهي هن مثال تي جيئن جو تيئن عمل ڪندا هئا تہ :

انْصُرْ أَخَاكَ ظَالِمًا أَوْ مَظْلُومًا

(پنهنجي ڀاءُ جي مدد ڪريو ڀلي اهو ظالم هجي يا مظلوم)

هن مثال جي معنيٰ ۾ اجا اهو سڌارو نہ ٿيو هو، جيڪو اسلام ذريعي ڪيو ويو هو. يعني ظالم جي مدد اها آهي تہ ان کي ظلم کان روڪيو وڃي. البتہ عزت ۽ سرداريءَ ۾ هڪٻئي کان گوءِ کٽڻ جو جذبو ڪافي ڀيرا هڪ ئي ماڻهوءَ مان وجود ۾ آيل قبيلن ۾ بہ جنگ ڪرائي ڇڏيندو هو. **جيئن اوس، خزرج، عبس، ذبيان، بکر ۽ تغلب وغيره جي واقعن ۾ مطالعي سان معلوم ٿئي ٿو.**

جيستائين مختلف قبيلن جو هڪٻئي سان لاڳاپن جو معاملو آهي تہ اهي پوريءَ طرح ٽٽي ڦٽي چڪا هئا. قبيلن جي سڄي طاقت هڪٻئي جي خلاف جنگين ۾ ختم ٿي رهي هئي. باقي دين ۽ اجاين رسمن جي ميلاپ سان تيار ٿيل ڪن عادتن ۽ رسمن جي ڪارڻ ڪڏهن ڪڏهن جنگين جو زور

---

[1]- ابو داؤد باب الولد للفراش،صحيح بخاري (2/999، 1065).

[2] -ابوداؤد باب الولد ڪتاب النڪاح للفراش ۽ مسند احمد (207/2).

[3] - قرآن مجيد سورة 6 آيت 101-سورة 6 (آيت 58 , 59) , سورة 17 (آيت 31) سورة 81 (آيت 8).

گهڻجي ويندو هو ۽ ڪن حالتن ۾ موالاة، حلف ۽ تابعدريءَ جي اصولن تي مختلف قبيلا گڏ ٿي ويندا هئا. حرام مهينا سندن زندگيءَ ۽ روزگار لاءِ سنو سوڻ ثابت ٿيندا هئا. [چوته عرب انهن جي حرمت جو وڏو احترام ڪندا هئا. رجاءِ عطاري ٻڌائي ٿو ته جڏهن رجب جو مهينو ايندو هو ته اسين چوندا هئاسين ته هي مهينو نيزن جون چهنبون لاهڻ وارو آهي. تنهنڪري اسين تيز چهنب ڪيڻ کان سواءِ ڪو به نيزو نه ڇڏيندا هئاسين ۽ ڪنهن به تير کي تکي چهنب ڪيڻ کان سواءِ نه ڇڏيندا هئاسين ۽ ان کي ڪنهن شي ۾ رکي ڇڏيندا هئاسين ([1]) اهڙي طرح باقي حرام مهينن ۾ به ڪندا هئاسين]. ([2])

مطلب ته اجتماعي حالت ڏاڍي بري هئي، جهالت ۽ خرافات جو عروج هو. ماڻهو جانورن جهڙي حياتي گذاريندا هئا. عورت وڪي ۽ خريد ڪئي ويندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن ساڻس مٽيءَ ۽ پٿرن جهڙو ورتاءُ ڪيو ويندو هو. قوم جا گڏيل لاڳاپا نه صرف ڪمزور بلڪ ٽٽل هئا. حڪومتن جا سڀ منصوبا عوام مان پيسو ڪڍي خزانا پرڻ يا مخالفن تي چڙهائي ڪرڻ تائين محدود هئا.

**اقتصادي حالت**:- اقتصادي حالت، اجتماعي حالت جي تابع هئي. ان جو اندازو عربن جي معاشي ذريعن تي نظر وجهڻ سان ڪري سگهجي ٿو ته واپار ئي سندن ويجهو زندگيءَ جون ضرورتون حاصل ڪرڻ جو اهم ذريعو هو. جيڪو امن امان ڪانسواءِ آسان نه آهي ۽ عربستان جو حال اهو هو ته سواءِ حرمت وارن مهينن جي، ڪٿي به امن ۽ سلامتي نه هوندي هئي. اهو ئي سبب آهي جو رڳو حرام مهينن ۾ ئي عربستان جون مشهور بازارون عُڪاظ، ذي المجَاز ۽ مَجِنّہ لڳنديون هيون.

صنعتن جي ميدان ۾ به عرب سڄي دنيا کان پٺيان هئا. ڪپڙو اڻڻ ۽ چمڙي جي دباغت وغيره جي شڪل ۾ جيڪي ڪجهه صنعتون هيون ته اهي به گهڻو ڪري يمن، حيره ۽ شام سان ڳنڍيل علائقن ۾ هيون. باقي عربستان جي اندر ٻني ٻاري ۽ جانور پالڻ جو رواج هو. سڀ عرب عورتون سٽ ڪتينديون هيون پر مشڪل اها هئي ته سڄو مال متاع جهيڙن جهڳڙن جي نظر ٿي ويندو هو. غربت ۽ بک جي وبا عام هئي ۽ ماڻهوضروري ڪپڙن کان به گهڻي قدر محروم هوندا هئا.

**اخلاق**:- اهو ته سڀ ڄاڻن ٿا ته جاهليت وارن ۾ خسيس ۽ ڪريل عادتون ۽ شعور، عقل ۽ سمجهه جي خلاف ڪافي ڳالهيون ملنديون هيون پر انهن ۾ اهڙا وڻندڙ اخلاقي قدر به هئا جن کي ڏسي انسانن کي ڏندين آڱريون اچي وينديون. جهڙوڪ:

---

[1] - صحيح بخاري حديث نمبر (4376).
[2] - فتح الباري 8/ 91،

**1. ڪرم ۽ سخاوت**:- اها ان دور جي ماڻهن جي هڪ اهڙي خاصيت هئي جنهن ۾ هو هڪ ٻئي کان گوءِ کڻڻ جي ڪوشش ڪندا هئا ۽ ان تي ايترو فخر ڪندا هئا جو پراڻي عربي ادب جا اڌ شعر ان بابت ئي ملن ٿا. جن مان ڪن ۾ ڪنهن پنهنجي تعريف ڪئي آهي تہ ڪنهن ٻئي جي حالت اها هئي جو سخت سياري ۽ ڏڪر جي زماني ۾ بہ ڪنهن جي گهر ڪو مهمان ايندو هو تہ ٻيو ڪجهہ نہ هئڻ ڪري سخاوت جي جوش ۾ اچي اها ڏاچي بہ ڪهي ڇڏيندا هئا جنهن تي سڄي ڪٽنب جو گذارو هوندو هو. سندن سخاوت جو نتيجو هوندو هو جو وڏي وڏي خون بها ۽ مالي ذميداريون پنهنجي سر کڻي وٺندا هئا ۽ ان طرح انسانن کي تباهي ۽ رتوڇاڻ کان بچائي ٻين رئيسن ۽ سردارن جي مقابلي ۾ پنهنجي وڏائي ظاهر ڪندا هئا.

هو شراب نوشيءَ تي بہ ان ڪري فخر ڪندا هئا جو اها مهربانيون ۽ سخائون ڪرڻ کي آسان ڪري ٿي. ڇو تہ نشي جي حالت ۾ مال لٽائڻ ماڻهن کي خراب نٿو لڳي. ان ڪري ئي هي ماڻهو انگورن جي وڻ کي ڪرم ۽ انگوري شراب کي بنت الڪرم چوندا هئا. ان دور جي شاعريءَ تي نظر وجهجي تہ اهڙي ساراهہ ۽ وڏائيءَ تي هڪ اهم باب ملندو. جيئن عنتره بن شداد عبسي چئي ٿو تہ:

ولقد شَرِبْتُ من الْمُدَامَة بَعْدَ ما رَكَد الهَواجرُ بالْمَشُوف الْمُعْلم
بزُجَاجَةٍ صَفْراء ذات أسرَّة قُرِنَتْ بأزهرَ بالشِّمَال مُفَدَّمِ
فإذا شَربتُ فإننى مُسْتَهْلك مالى وعرْضِى وافرٌ لم يُكْلَمِ
وإذا صَحَوْتُ فما أُقَصِّرُ عن نَدَى وكما عَلمت شمائلى وَتَكَرُّمى

"مون ٻنپهرن جي تکاڻ گهٽجڻ کانپوءِ زردي رنگ جي ڌارن واري شيشي جي جام سان جيڪو کابي پاسي رکيل چمڪندڙ ۽ بوچ لڳل شراب سان رکيل هو، نشان لڳل صاف شفاف شراب پيتو ۽ جڏهن مان پي وٺندو آهيان تہ پنهنجو مال لٽائي ڇڏيندو آهيان پر منهنجو شان ڀرپور هوندو آهي، ان کي ڇيهو نہ رسندو آهي ۽ جڏهن مان هوش ۾ ايندو آهيان تڏهن بہ سخاوت ۾ ڪوتاهي نہ ڪندو آهيان ۽ منهنجو اخلاق ۽ ڪرم جهڙو آهي تنهنجي توکي خبر آهي".

اهي پنهنجي ڪرم جي ڪري ئي جوا کيڏندا هئا. سندن خيال هو تہ اهو بہ سخاوت جو هڪ رستو آهي ڇو تہ انهن کي جيڪو فائدو ملندو هو يا فائدو وٺندڙ جي حصي مان جيڪي بچندو هو سو مسڪينن کي ڏيندا هئا. ان ڪري ئي قرآن پاڪ شراب ۽ جوا جي فائدي کان انڪار نٿو ڪري بلڪ چوي ٿو تہ :

﴿وَإِثْمُهُمَا أَكْبَرُ مِنْ نَفْعِهِمَا (219)﴾ (البقرة) "انهن ٻنهي جو گناهہ انهن جي فائدي کان وڌيڪ آهي".

2. **واعدو پاڙڻ**:- هي بہ اٺسڌريل معاشري جو هڪ چڱو اخلاقي قدر هو. وعدي کي سندن نظر ۾ دين جي حيثيت حاصل هئي. جنهن سان هو هر حال ۾ چهٽل هئا ۽ هن راهہ ۾ پنهنجي اولاد جو خون ۽ پنهنجي گهر ٻار جي تباهي بہ گهٽ سمجهندا هئا. ان کي سمجهڻ لاءِ هاني بن مسعود شيباني، سموال بن عاديا ۽ حاجب بن زراره جا واقعا ڪافي آهن.

هاني بن مسعود جو واقعو حيره جي بادشاهي جي تذڪري ۾ گذري چڪو آهي.

سموال جو واقعو هن ريت آهي تہ امرؤُالقيس ان وٽ ڪجهہ زرهون امانت طور رکيون هيون حارث بن ابي ثمر غساني ان کان اهي زرهون وٺڻ ٿي چاهيون ليڪن ان نہ ڏنيون ۽ تيماءِ ۾ پنهنجي محل ۾ لڪي ويهي رهيو. سموال جو هڪ پٽ قلعي کان ٻاهر رهجي ويو حارث ان کي گرفتار ڪري ورتو ۽ زرهون نہ ڏيڻ جي صورت ۾ ان کي قتل ڪرڻ جي ڌمڪي ڏني ان جي باوجود پنهنجي ڳالهہ تي قائم رهيو نيٺ حارث سموال جي اکين اڳيان سندس پٽ کي قتل ڪري ڇڏيو.

حاجب جو واقعو هي آهي تہ ان جي علائقي ۾ ڏڪار پئجي ويو ان ڪسرىٰ کان پنهنجي نگرانيءِ ۾ پنهنجي قوم کي آباد ڪرڻ جي اجازت گهري ڪسرىٰ انهن جي فساد جي خطري جي سبب ضمانت کان سواءِ ان جي ڳالهہ قبول نہ ڪئي حاجب پنهنجي زرهہ گروي ۾ رکرائي ۽ واعدي مطابق ڏڪار ختم ٿيندي ئي پنهنجي قوم کي واپس وٺي ويو ۽ سندس پٽ عطارد بن حاجب رضي الله عنه ڪسرىٰ کان وڃي پنهنجي پيءُ جي امانت واپس گهري جيڪا ڪسرىٰ ان جي واعدي پاڙڻ جي ڪري ڪيس واپس ڪري ڇڏي.

3. **خودداري ۽ اَنا**:- ان تي قائم رهڻ ۽ ظلم ۽ ڏاڍ نہ سهڻ بہ ان دور جو معروف اخلاقي قدر هو. نتيجي ۾ سندن بهادري ۽ غيرت حد کان وڌيل هئي. اهي هڪدم ڀڙڪي پوندا هئا ۽ هر ننڍي ڳالهہ تي جنهن مان ذلت ۽ بيعزتي محسوس ٿيندي هئي، تلوارون ڪڍي ويهندا هئا ۽ خونريز جنگيون شروع ڪري ڏيندا هئا ۽ جان جي هرگز پرواهہ نہ ڪندا هئا.

4. **ثابت قدمي**:- سندن هڪ خاصيت اها بہ هئي تہ جڏهن ڪو ڪم ڪرڻ جو رٿيندا هئا تہ پوءِ ڪا بہ رڪاوٽ کين روڪي نہ سگهندي هئي. هو پنهنجو سِر تريءَ تي رکي بہ ان ڪم کي پورو ڪندا هئا.

5. **نرم دلي، سهپ ۽ سنجيدگي**:- هيءَ بہ سندن نظر ۾ ساراهہ لائق خوبي هئي، پر سندن حد کان وڌيڪ بهادري ۽ جنگ لاءِ هر وقت جي تياريءَ جي ڪري انهن ۾ اٿلپ هئي.

6. <u>ڳوناڳڪي سادگي</u>:- يعني تهذيب جي اوڻاين ۽ هٿڪنڊن کان ناواقفيت ان جي نتيجي ۾ منجهن سچائي ۽ امانت ملندي هئي ۽ هو ٺڳين ۽ دولابن کان پري هئا.

اسان سمجهون ٿا تہ عربستان سڄي دنيا سان جاگرافيائي طرح ڳنڍيل هو. ان ڪانسواءِ اهي ئي قيمتي اخلاق هئا جن جي ڪري عربن کي انساني نسل جي اڳواڻي ۽ رسالت جو بار کڻڻ لاءِ چونڊيو ويو. ڇو تہ اهي اخلاق جيتوڻيڪ ڪڏهن ڪڏهن فسادن جو سبب بڻبا هئا ۽ ان ڪري وڏا حادثا ٿي پوندا هئا تہ بہ اهي قيمتي اخلاق هئا جيڪي ٿوري گهڻي سڌاري ڪانپوءِ انساني معاشري لاءِ نهايت لاڀائتا ٿي سگهيا ٿي ۽ اسلام اهو ئي ڪم ڪري ڏيکاريو.

شايد انهن اخلاقن ۾ وعدو پاڙڻ ڪانپوءِ انا ۽ ثابت قدمي سڀ کان املهہ ۽ ڪارائتا جوهر هئا، ڇو تہ انهن ڪانسواءِ شر ۽ فساد جو خاتمو ۽ انصاف جي نظام جو قائم ٿيڻ ممڪن ڪونهي.

سندن ڪجهہ ٻيا بہ اخلاقي قدر هئا پر هتي سڀني جو ذڪر ڪرڻ مناسب نہ ٿيندو.

*-*-*

# خاندان نبوت، ولادت باسعادت

**نسب**:- نبي اڪرم ﷺ جن جو شجرو مبارڪ ٽن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. هڪ حصي جي صحيح هجڻ تي سيرت نگار ۽ شجرن جا ماهر متفق آهن جيڪو عدنان تائين پهچي ٿو. ٻيو حصو جنهن تي سيرت نگارن ۾ اختلاف آهي، اهو عدنان کان وٺي حضرت ابراهيم عليه السلام تائين آهي. ٽيون حصو، جنهن ۾ يقينًا ڪجهه غلطيون آهن. اهو حضرت ابراهيم عليه السلام کان مٿي حضرت آدم عليه السلام تائين آهي. ان بابت اشارو ڪيو ويو آهي. هيٺ انهن جو تفصيل ڏجي ٿو.

**پهريون حصو**:- محمد (ﷺ) بن عبدالله بن عبدالمطلب (شيبہ) بن هاشم (عمرو) بن عبدمناف (مغيره) بن قصي (زيد) بن ڪلاب بن مره بن ڪعب بن لوي بن غالب بن فهر (هن جو لقب قريش هو. قريش قبيلو ان ڏانهن ئي منسوب آهي) بن مالڪ بن نضر (قيس) بن ڪنانہ بن خزيمہ بن مدرڪہ (عامر) بن الياس بن مضر بن نزار بن معد بن عدنان ([1])

**ٻيو حصو**:- عدنان کان مٿي يعني عدنان بن ادبن هميسع بن سلامان بن عوص بن بوز بن قموال بن ابي بن عوام بن ناشد بن حزابن بلداس بن يدلاف بن طابخ بن جاحم بن ناحش بن ماخي بن عيض بن عبقر بن عبيد بن الدعا بن حمدان بن سنبر بن يثربي بن يحزن بن يلحن بن ارعوي بن عيض بن ديشان بن عيصر بن افناد بن ايهام بن مقصر بن ناحث بن زارح بن سمي بن مزي بن عوضہ بن عرام بن قيدار بن اسماعيل عليه السلام بن ابراهيم عليه السلام ([2])

**ٽيون حصو**:- حضرت ابراهيم عليه السلام کان مٿي، ابراهيم بن تارح (آزر) بن ناحور بن ساروع (يا ساروغ) بن راعو بن فالخ بن عابر بن شالخ بن ارفخشد بن سام بن نوح عليه السلام بن لامڪ بن متو شلخ بن اخنوخ (چيو وڃي ٿو تہ هي حضرت ادريس عليه السلام جو نالو آهي) بن يرد بن مهلائيل بن قينان بن آنوشہ بن شيث بن آدم عليه السلام ([3])

---

[1] - تاريخ الطبري 2/ 239، 271، ابن هشام 1/1-2 تلقيح فهوم اهل الاثر ص 5-6 رحمة للعالمين 2/11 تا 14-52.

[2] - ان کي ابن سعد، طبقات 1/ 56، 57، ۾ ابن ڪلبي جي روايت سان بيان ڪيو آهي ۽ ان طريقي سان طبري بہ پنهنجي تاريخ 2/ 272، ۾ بيان ڪيو آهي ان جي اختلاف کي وضاحت سان ڏسڻ لاءِ تاريخ الطبري 2/ 271، 276، فتح الباري 6/ 621، 622، 623، ڏسڻ گهرجي.

[3] - ابن هشام 1/2 تا 4، تلقيح الفهوم (ص: 6) خلاصة السير (ص: 6)، رحمة للعالمين 2/18، تاريخ الطبري 2/ 276، ڪن نالن بابت هن ماخذ ۾ اختلاف بہ آهي ۽ ڪي نالا ٻين ماخذن ۾ آيل آهن هن ۾ نہ آهن.

**خاندان نبوت** نبي ڪريم ﷺ جو خاندان سندن ڏاڏي هاشم بن عبدمناف جي نسبت سان هاشمي خاندان جي نالي سان مشهور آهي ان ڪري مناسب آهي تہ هاشم ۽ ان کان پوءِ ايندڙ فردن جا مختصر حالات پيش ڪيا وڃن.

**(1) هاشم**:- اسين ٻڌائي چڪا آهيون تہ جڏهن عبد مناف ۽ بنو عبدالدار جو وچ ۾ ورهاست تي ناهہ ٿي ويو تہ عبد مناف جي اولاد مان هاشم کي ئي سقايہ ۽ رفاده يعني حاجين کي پاڻي پيارڻ ۽ سندن ميزباني ڪرڻ جو عهدو مليو. هاشم وڏو معزز ۽ مالدار هو. هي پهريون ماڻهو هو جنهن مڪي ۾ حاجين کي ثريد کارائڻ جو بندوبست ڪيو. سندس اصل نالو عمرو هو پر ماني پور پور ڪري رس ۾ ٻوڙڻ جي ڪري کيس هاشم چيو وڃڻ لڳو. ڇو تہ هاشم جي معنيٰ آهي ٽڪرا ڪرڻ وارو. هيءُ ئي پهريون ماڻهو هو جنهن قريشن لاءِ واپار لاءِ اونهاري ۽ سياري ۾ ٻہ واپاري سفر ڪرڻ جو بنياد رکيو. جنهن بابت شاعر چوي ٿو تہ:

عَمْرُو الَّذي هَشَمَ الثَّرِيدَ لِقَوْمِه ... قَوْمٌ بِمَكَّةَ مُسْنِتِينَ عِجَاف
سُنَّتْ إِلَيْهِ الرِّحْلَتَان كِلَاهُمَا ... سَفَرُ الشِّتَاءِ وَرِحْلَةُ الْأَصْيَاف

"هي عمرو اهو ئي آهي جنهن پنهنجي ڏڪاريل ۽ ڪمزور قوم کي مانيون پور پور ڪري رس ۾ ٻوڙي کارايون ۽ اونهاري ۽ سياري جي ٻن سفرن جو بنياد رکيو".

سندن هڪ اهم واقعو اهو آهي تہ پاڻ واپار سانگي شام ڏانهن ويو. رستي ۾ مديني پهتا تہ اتي بني نجار قبيلي جي هڪ عورت سلميٰ بنت عمرو سان شادي ڪري ورتائون ۽ ڪجهہ ڏينهن اتي ترسي گهر واريءَ کي مائٽن ۾ ڇڏي شام روانو ٿي ويو ۽ پوءِ فلسطين جي شهر غَزَّه ۾ سندن انتقال ٿي ويو. هوڏانهن سلميٰ کي پٽ ڄائو. اهو 497 جي ڳالهہ آهي. جيئن تہ ٻار جي وارن ۾ اڇاڻ هئي ان ڪري سلميٰ سندس نالو شيبہ رکيو. [1] ۽ يثرب ۾ پنهنجن مائٽن ۾ ئي کيس پالڻ لڳي. اڳتي هلي اهو ٻار عبدالمطلب جي نالي سان مشهور ٿيو. ڪافي وقت تائين هاشم جي خاندان کي ان بابت ڪا بہ ڄاڻ نہ هئي. هاشم جا ڪل چار پٽ ۽ پنج ڌيئرون هيون. جن جا نالا هي آهن. اسد، ابو صيفي، نضلہ، عبدالمطلب، شفاءِ، خالده، ضعيفہ، رقيہ، جنتہ [2]

**(2) عبدالمطلب:** گذريل صفحن ۾ اچي چڪو آهي تہ سقايہ ۽ رفاده جو عهدو هاشم کانپوءِ سندس ڀاءُ مطلب کي مليو، جيڪو پڻ قوم ۾ خوبين ۽ اعزازن جو مالڪ هو. سندس ڳالهہ ٽاري نہ سگهبي هئي. سندس سخاوت جي ڪري قريشن سندس لقب "فياض" رکي ڇڏيو هو. جڏهن شيبہ يعني

---

[1] - ابن هشام 137/1 رحمة للعالمين 26/1 ، 24/2.
[2] - ابن هشام 107/1.

عبدالمطلب ڏهن ٻارهن ورهين جو ٿيو تہ مطلب کي سندس خبر پئي ۽ هو کيس وٺڻ ويو. جڏهن يثرب پهتو تہ شيبہ کي ڏسي روئڻ هارڪوتي ويو. کيس ڇاتيءَ سان لڳائي پنهنجي سواريءَ تي ويهاري مڪي ڏانهن روانو ٿيو تي پر شيبہ ماءُ جي موڪل کانسواءِ گڏ هلڻ کان انڪار ڪيو. ان ڪري مطلب سندن ماءُ کان اجازت وٺڻ هليو پر ان اجازت نہ ڏني. آخر مطلب چيو تہ هي پنهنجي پيءَ جي راڄ ۽ الله جي حرم ڏانهن وڃي رهيو آهي. ان تي ماءُ اجازت ڏني ۽ مطلب کيس پنهنجي اٺ تي ويهاري مڪي وٺي آيو. مڪي وارن کيس ڏسي چيو تہ هيءُ عبدالمطلب آهي يعني مطلب جو غلام آهي. مطلب چيو تہ نہ نہ هي منهنجو ڀائيٽيو يعني منهنجي ڀاءُ هاشم جو پٽ آهي. پوءِ شيبہ مطلب وٽ نپنو ۽ جوان ٿيو. ان بعد رومان (يمن) ۾ مطلب وفات ڪئي ۽ سندس ڇڏيل عهدا عبدالمطلب کي مليا. کيس پنهنجي قوم ۾ ايتري عزت ملي، جيتري سندس وڏن کي بہ نہ ملي هئي. قوم کيس دل سان چاهيو ۽ سندس ڏاڍو قدر ڪيو. ([1])

مطلب جي وفات کانپوءِ نوفل، عبدالمطلب جي اڱڻ تي زوريءَ قبضو ڪري ورتو. عبدالمطلب قريشن جي ڪن ماڻهن کان مدد گهري پر انهن اهو چئي معذرت ڪئي تہ اسين چاچي ڀائيٽي جي وچ ۾ نٿا اچي سگهون. آخر عبدالمطلب بني نجار ۾ پنهنجي مامي کي ڪجهہ شعر لکي موڪليا جنهن ۾ ان کي مدد لاءِ سڏيو ويو هو. جواب ۾ سندس مامو ابو سعد بن عدي اسي سوار وٺي روانو ٿيو ۽ مڪي ويجهو ابطح ۾ لٿو. عبدالمطلب اتي ساڻس ملاقات ڪئي ۽ کيس گهر هلڻ لاءِ چيو. ابو سعد چيو تہ خدا جو قسم! نوفل سان ملڻ کان اڳ نہ هلندس. ان بعد ابو سعد اڳتي وڌيو ۽ وڃي نوفل جي سر تي بيٺو جيڪو حطيم ۾ قريش سردارن سان ويٺو هو ۽ تلوار مياڻ مان ڪڍي چيائين تہ "هن گهر جي رب جو قسم! جي تو منهنجي ڀاڻيجي جي زمين واپس نہ ڪئي تہ تلوار تنهنجي پيٽ ۾ کُپي ڇڏيندس". نوفل چيو تہ چڱو! آئون واپس ٿو ڪريان. ان تي ابو سعد قريش سردارن کي شاهد ڪيو ۽ پوءِ عبدالمطلب جي گهر ويو ۽ ٽي ڏينهن اتي رهي عمرو ڪري مديني واپس ويو.

هن واقعي کانپوءِ نوفل، بني هاشم خلاف بني عبدشمس سان باهمي تعاون جو معاهدو ڪيو. هوڏانهن بنو خزاعہ ڏٺو تہ بنو نجار عبدالمطلب جي هن طرح مدد ڪئي آهي تہ چوڻ لڳا تہ عبدالملطب جيئن اوهان جو اولاد آهي، تيئن اسان جو بہ آهي. تنهن ڪري اسان تي سندس مدد جو حق وڌيڪ آهي. اهو ان ڪري جو عبد مناف جي ماءُ خزاعہ قبيلي مان هئي. تڏهن بنو خزاعہ دار

---

[1] - ابن هشام (1/137–138)، عمر جو تعين تاريخ طبري (247/2)، ۾ ڪيل آهي.

الندوه وجي بنو عبد شمس ۽ بنو نوفل جي خلاف بنو هاشم سان ساٿ جو واعدو ڪيو. اهو ئي معاهدو هو جيڪي اڳتي هلي اسلامي دور ۾ مڪي جي فتح جو سبب بڻيو.[1]

بيت الله جي تعلق سان عبدالمطلب سان ٻه اهم واقعا پيش آيا. هڪ زمزم جو کوھ کوٽڻ وارو واقعو ۽ ٻيو هاٿين وارو واقعو.

**زمزم جي کوھ جي کوٽائي:-** پهرئين واقعي جو تت (نص) هي آهي تہ عبدالمطلب کي خواب ۾ زمزم جو کوھ کوٽڻ جو حڪم ڏنو ويو ۽ خواب ۾ ئي ان جي جڳھ بہ ڏيکاري وئي. پاڻ جاڳڻ بعد کوٽائي شروع ڪرائي ڇڏيائين. آهستي آهستي اهي شيون ظاهر ٿيڻ لڳيون جيڪي بنو جرهم مکو ڇڏڻ وقت زمزم جي کوھ ۾ پوري ڇڏيون هيون. يعني تلوارون، زرهون ۽ سون جا ٻہ هرڻ. عبدالمطلب تلوارون ڳاري ڪعبي جو دروازو ٺهرايو ۽ سون جا ٻئي هرڻ بہ دروازي ۾ لڳرايا ۽ حاجين کي زمزم جو پاڻي پيارڻ جو بندوبست ڪيو.

کوٽائي دوران جڏهن کوھ ظاهر ٿيو تہ قريشن، عبدالمطلب کان مطالبو ڪيو تہ اسان کي بہ کوٽائيءَ ۾ شامل ڪر. عبدالمطلب چيو تہ مان ايئن نٿو ڪري سگھان، ڇو تہ مان ئي ان ڪم لاءِ چونڊيل آهيان. پر قريش ڪونہ مڙيا ايستائين جو فيصلي لاءِ بنو سعد جي هڪ ڪاهن عورت وٽ وڃڻ لاءِ مڪي مان نڪتا رستي ۾ ڪين قدرت جون ڪي اهڙيون نشانيون ڏسڻ ۾ آيون جو هو سمجهي ويا تہ زمزم جو ڪم قدرت پاران عبدالمطلب لاءِ مخصوص آهي. ان ڪري رستي تان ئي موٽي آيا. ان موقعي تي ئي عبدالمطلب باس باسي تہ جيڪڏهن الله تعالیٰ کيس ڏھ پٽ عطا ڪيا ۽ اهي سڀ پاڙيرا ٿيندا تہ هو هڪ کي ڪعبي جي پرسان قربان ڪندو.[2]

**هاٿين وارو واقعو:-** ٻئي واقعي جو تت (نص) هي آهي تہ اَبرھ بن صباح حبشيءَ (جيڪو نجاشيءَ پاران يمن جو گورنر جنرل هو) جڏهن ڏٺو تہ عربستان وارا ڪعبة الله جو حج ڪن ٿا تہ هن صنعاء ۾ هڪ وڏي ديول ٺهرايائين ۽ چاهيائين تہ عرب هتي اچي حج ڪن پر جڏهن ان جي خبر بنو ڪنانہ جي هڪ ماڻهوءَ کي پئي تہ ان رات جو ديول ۾ گهڙي ان جي قبلي تي ڪاڪوس لنبي ڇڏيو. ابرھ کي جاڻ ملي تہ هو ڏاڍو ڪاوڙيو ۽ سٺ هزار بهادرن جو لشڪر وٺي ڪعبي کي ڪيرائڻ نڪتو. هن پاڻ لاءِ هڪ زبردست هاٿي چونديو. لشڪر ۾ ڪل نو يا تيرنهن هاٿي هئا. ابرھ، يمن مان ڪاهيندو مغمس پهتو ۽ اتي پنهنجي لشڪر کي ترتيب ڏئي ۽ هاٿي تيار ڪري مڪي ۾ داخل ٿيڻ

---

[1] - مختصر سيرة الرسول محمد بن عبدالوهاب (ص:41-42)، ان کان علاوه طبريءَ پنهنجي تاريخ (248/2، 251)، ۾ ۽ ٻين مصنفن پنهنجن ڪتابن ۾ ان جو تفصيلي ذڪر ڪيو آهي.

[2] - ابن هشام (142/1_ 147).

لاءِ وڌيو. جڏهن مزدلفہ ۽ منيٰ جي وچ ۾ محسر نالي ماٿريءَ ۾ پهتو تہ هاٿي ويهي رهيو ۽ ڪنهن بہ صورت ۾ ڪعبي ڏانهن وڃڻ لاءِ نہ اٿيو. سندس رخ اتر، ڏکڻ يا اوڀر طرف ڪيو ٿي ويو تہ هڪدم اٿي ڊوڙڻ ٿي لڳو پر ڪعبي ڏانهن رخ ڪرڻ سان ويهي ٿي رهيو. ان دوران الله پکين جو هڪ ٽولو موڪليو جنهن لشڪرن تي نڪرن جهڙا پٿر ڪيرايا ۽ الله تعالىٰ ان سان ئي کين کاڌل ٻهہ جهڙو ڪري ڇڏيو. اهي پکي ابابيل ۽ ڪبر جهڙا هئا. هر پکيءَ وٽ ٽي ٽي پٿريون هيون، هڪ چهنب ۾ ۽ ٻہ چنبن ۾. اهي پٿريون تہ چڻي جيتريون هيون پر جن کي لڳيون ٿي تن جا عضوا ڪٽجڻ شروع ٿي ٿي ويا ۽ اهو مري ٿي ويو. اهي پٿريون هر ماڻهوءَ کي ڪو نہ ٿي لڳيون پر لشڪر ۾ اهڙي وٺ پڪڙ متي جو هر ماڻهو ٻئي کي لتاڙيندي ڀڄو پئي ۽ رستي تي ئي ڪري مئو ٿي. هوڏانهن ابرهہ تي اهڙي آفت آيل هئي جو سندس آڱرين جا پور ڇڻي ويا ۽ صنعاء پهچندي پهچندي چوزي جهڙو ٿي ويو ۽ پوءِ سندس ڇاتي ڦاٽي پئي ۽ دل ٻاهر نڪري آئي ۽ هو مري ويو.

ابرهہ جي هن حملي جي موقعي تي مکي جا رهاڪو جان جي ڊپ کان جبلن ۾ وڃي لڪيا هئا. جڏهن لشڪر تي الله جو عذاب نازل ٿي چڪو تہ پوءِ سڪون سان گهر موٽي آيا. ([1])

هي واقعو اڪثر سيرت نگارن مطابق نبي ﷺ جي ولادت کان رڳو پنجاهہ يا پنجونجاهہ ڏينهن اڳ محرم جي مهيني ۾ ٿيو. تنهن ڪري هي 571ع جي فيبروريءَ جي آخر يا مارچ جي شروع جو واقعو آهي. اها اصل ۾ تمهيدي نشاني هئي جا الله پنهنجي نبيءَ ۽ پنهنجي گهر جي سلسلي ۾ ظاهر ڪئي. ڇو تہ بيت المقدس جيڪو پڻ مسلمانن جو قبلو هو تہ بہ ان تي الله جي دشمنن يعني مشرڪن جو قبضو ٿي ويو. جيئن بخت نصر جي حملي (587 ق.م) ۽ روم وارن جي قبضي (70ع)۾ ظاهر ٿيو پر ان جي ابتڙ ڪعبي تي عيسائين کي تسلط حاصل نہ ٿي سگهيو. جڏهن تہ ان وقت اهي ئي مسلمان هئا ۽ ڪعبي جا رهاڪو مشرڪ هئا.

اهو واقعو اهڙين حالتن ۾ ٿيو جو ان جي خبر ان وقت جي ترقي يافتہ ۽ سڌريل دنيا جي ڪافي علائقن يعني روم ۽ ايران ۾ هڪدم پهچي وئي. ڇو تہ حبشہ جو رومين سان گهرو تعلق هو ۽ ٻئي طرف فارسي، رومين ۽ سندن حليفن جي هر حرڪت تي نظر رکيو ويٺا هئا. اهو ئي سبب هو جو هن واقعي ڪانپوءِ فارسين ڏاڍي تڪڙ ۾ يمن تي قبضو ڪري ورتو. جيئن تہ ان وقت اهي ئي ٻہ حڪومتون ترقي يافتہ دنيا جون نمائنده هيون. ان ڪري هن واقعي سبب دنيا جون نظرون ڪعبتہ الله طرف لڳي ويون. کين بيت الله جي پاڪائي ۽ وڏائيءَ جي هڪ کليل نشاني نظر آئي هئي. هيءَ ڳالهہ سندن دلين ۾ چڱي طرح گهر ڪري ويئي تہ هن گهر کي الله تعالىٰ پاڪائيءَ لاءِ چونڊيو آهي. تنهن

[1] - ابن هشام (1/43_56)، ۽ ڏسو سورة الفيل جي تفسير.

ڪري مستقبل ۾ هتي جي آبادي مان ڪنهن انسان پاران نبوت جي دعوا ڪرڻ هن واقعي جي گهرج جي مطابق ٿيندو ۽ خدا جي ان حڪمت جو تفسير هوندو جيڪا عالم اسباب کان انتهائي اوچي طريقي سان ايمان وارن جي خلاف مشرڪن جي مدد ۾ لڪل هئي.

عبدالمطلب جا ڪل ڏهه پٽ هئا جن جا نالا هن ريت آهن. حارث، زبير، ابو طالب، عبدالله، حمزة رضي الله عنه، ابولهب، غيداق، مقوم، صفار ۽ عباس رضي الله عنه ڪن جو چوڻ آهي تہ يارنهن پٽ هئا هڪ جو نالو قثم هو ۽ ڪي وري تيرنهن ٻڌائين ٿا، هڪ جو نالو عبدالڪعبہ ۽ ٻئي جو حجل هو. پر ڏهن جا قائل چون ٿا تہ مقوم جو نالو ئي عبدالڪعبہ ۽ غيداق جو نالو حجل هو ۽ قثم نالي ڪو بہ ماڻهو عبدالمطلب جو پٽ نہ هو. عبدالمطلب جون ڇهہ نياڻيون هيون. جن جا نالا ام الحڪيم جنهن جو نالو بيضاءِ آهي، بَرّه، عَاتِڪَہ، صفيہ، اَروىٰ، اُمَيمَہ هئا. [1]

(3) **عبدالله**:- رسول الله ﷺ جو والد محترم :- سندن والده جو نالو فاطمہ هو ۽ اها عمرو بن عائذ بن عمران بن مخزوم بن يقظہ بن مره جي نياڻي هئي. عبدالمطلب جي اولاد مان عبدالله سڀ کان وڌيڪ سهڻا، نيڪ ۽ پيارا هئا ۽ ذبيح سڏبا هئا. ذبيح سڏجڻ جو سبب هي هو تہ جڏهن عبدالمطلب جي پٽن جو تعداد پورو ڏهہ ٿي ويو ۽ اهي پنهنجي حفاظت ڪرڻ لائق ٿيا تہ عبدالمطلب کين پنهنجي باس کان واقف ڪيو. سڀني سندن ڳالهہ مڃي جنهن ڪانپوءِ عبدالمطلب قسمت جي تيرن تي سندن نالا لکيا ۽ هبل جي مجاور جي حوالي ڪيا. ان تيرن کي ڦيرائي ڪڍو ڪيو تہ عبدالله جو نالو نڪتو. عبدالمطلب، عبدالله جو هٿ جهليو ۽ ڇري کڻي کين ڪعبتہ الله وٽ وٺي آيو. پر قريش ۽ خاص طور تي عبدالله جا ناناڻا يعني بنو مخزوم ۽ عبدالله جو ڀاءُ ابو طالب وچ ۾ ٽپي پيا. عبدالمطلب چيو تہ پوءِ آئون پنهنجي باس جو ڇا ڪريان؟ انهن صلاح ڏنيس تہ ڪنهن عرافہ کان ان جو ٽوڙ پڇو، عبدالمطلب هڪ عرافہ وٽ ويو. ان چيو تہ عبدالله ۽ ڏهن اٺن جا ڪٺا وجهو جيڪڏهن عبدالله جو نالو نڪري تہ وڌيڪ ڏهہ اٺ وڌائي ڇڏيو. ايستائين جو الله راضي ٿي وڃي. پوءِ جيترن اٺن جو ڪڍو نڪري تن کي ڪهجي. عبدالمطلب واپس اچي عبدالله ۽ ڏهن اٺن جا ڪٺا وڌا. پر عبدالله جو نالو نڪتو. ان بعد هو ڏهہ ڏهہ اٺ وڌائيندو ويو ۽ ڪٺا نڪرندا ويا ۽ هر ڀيري عبدالله جو نالو ئي نڪتو. جڏهن سؤ اٺ پورا ٿيا تہ ڪڍو اٺن جي نالي وارو نڪتو. هاڻي عبدالمطلب انهن کي عبدالله جي بدران ڪنو ۽ اتي ئي ڇڏي ويو تہ جيئن انسان يا جانور بنا روڪ ٽوڪ جي اچي ڪٽي وڃن. ان واقعي کان اڳ قريشن ۽ عربن ۾ خون بها (ديت) جو تعداد ڏهہ اٺ هو پر هن واقعي ڪانپوءِ سؤ اٺ ٿي ويو.

---

[1] - تلقيح الفهوم (ص:8-9) رحمة للعالمين (2/56-66)، سيرة ابن هشام (1/ 108، 109).

اسلام بہ ان تعداد کي برقرار رکيو. نبي ﷺ جن فرمايو تہ مان ٻن ذبيحن جو اولاد آهيان هڪ حضرت اسماعيل عليه السلام ۽ ٻيو سندن والد عبدالله. ([1])

عبدالمطلب پنهنجي پٽ عبدالله جي شادي لاءِ بيبي آمنہ کي چونڊيو. جيڪا وهب بن زهره بن ڪلاب جي نياڻي هئي ۽ نسب ۽ رتبي جي لحاظ کان قريشن جي افضل ترين عورت ليکبي هئي. سندن والد نسب توڙي شرف، ٻنهي حيثيتن سان بنو زهره جو سردار هو. پاڻ مڪي مان ئي رخصتي ڪري حضرت عبدالله وٽ آيون پر ٿوري ئي عرصي ڪانپوءِ عبدالمطلب، عبدالله کي ڪجيون آڻڻ لاءِ مديني موڪليو جتي سندن انتقال ٿيو.

ڪي سيرت نگار چون ٿا تہ پاڻ واپار سانگي شام ڏانهن ويا هئا. قريشن جي هڪ قافلي سان واپس ايندي بيمار ٿي مديني ۾ لٿا ۽ اتي ئي گذاري ويا. سندن تدفين نابغہ جعدي جي گهر ۾ ٿي. ان وقت سندن عمر 25 ورهيہ هئي. اڪثر سيرت نگارن جو چوڻ آهي تہ اجا رسول الله ﷺ پيدا ئي نہ ٿيا هئا. البتہ ڪن تاريخدانن جو چوڻ آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ جي ولادت سندن وفات کان ٻہ مهينا اڳ ٿي چڪي هئي. ([2]) سندن وفات جي خبر پهچڻ تي بيبي آمنہ هڪ درد انگيز مرثيو چيو جو هتي ڏجي ٿو:

عفا جانب البطحاءِ من ابن هاشم وجاور لحدا خارجا في الغمـــاغ

دعته المـــنايا دعـــوت فـــاجابهـــا وما ترکت في الناس مثل ابن هاشم

عشـــية راحوا يحمـــلون سَريره تعاوره اصحـــابـــه في التـــزاحم

فـــــان تك غالته المنايا وريبها فقد كان معطاءِ كثير التراحم ([3])

"بطحاءِ (وادي) جي هنج هاشم جي پٽ کان خالي ٿي وئي، هو بانگ و خروش جي وچ ۾ هڪ قبر ۾ سک جي ننڊ وجي ستو. کيس موت هڪ پيرو سڏيو ۽ هن لبيڪ چيو. هاڻي موت ابن هاشم جهڙو ڪو بہ ماڻهو نہ ڇڏيو آهي. (ڪيڏي نہ حسرتناڪ) اها شام جڏهن ماڻهو کين تخت تي کڻي وجي رهيا هئا. جيڪڏهن موت ۽ موت جي حادثي سندن وجود ختم ڪري ڇڏيو آهي (تہ بہ سندن ڪردار جا نقش نٽا مٽائي سگهجن) هو وڏو ڏاهو ۽ رحمدل هو".

---

[1] - ابن هشام (1/151 _ 155) **رحمة للعالمين** (2/89-90)، مختصر سيرة الرسول ﷺ شيخ عبدالله (ص:12-22-23)، **تاريخ طبري** (240/2، 243).

[2] - ابن هشام (1/156-158)، فقہ السيره از محمد غزالي (ص:45)، رحمة للعالمين (2/91)، **تاريخ طبري** (246/2)، **الروض الانف** (184/1).

[3] - طبقات ابن سعد (1/100).

عبدالله جي ڪل ميراث هيءَ هئي. پنج اٺ، ٻڪرين جو هڪ ڌڻ، هڪ حبشي ٻانهي جنهنجو نالو برڪت ۽ ڪنيت اُم ايمن رضي الله عنها هئي. هيءَ اها ئي ام ايمن رضي الله عنها آهي جنهن پاڻ سڳورن کي ننڍي هوندي پاليو هو. (1)

*-*-*

1 - مختصر السيرة شيخ عبدالله (ص:12)، تلقيح الفهوم (ص:4) ، صحيح مسلم (96/2).

# ولادت باسعادت ۽ حياتيءَ جا چاليهہ ورهيہ

**ولادت باسعادت:-** رسول الله ﷺ جن مڪي ۾ شَعَبِ بني هاشم ۾ 9 ربيع الاول سنہ1 عام الفيل سومر جي ڏينهن صبح جي ويلي پيدا ٿيا. ان وقت نو شيروان ڪي تخت تي ويني چاليهہ ورهہ ٿي چڪا هئا. علامہ محمد سليمان صاحب سلمان منصور پوري رحمه الله ۽ محمود پاشا جي تحقيق مطابق 20 يا 22 اپريل جي تاريخ هئي.[1]

ابن سعد کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جي والده فرمايو تہ "جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ جي ولادت ٿي تہ منهنجي جسم مان هڪ نور نڪتو جنهن سان شام ملڪ جا محل روشن ٿي ويا". امام احمد رحمه الله ، ۽ امام دارمي بہ ان سان ملندڙ جلندڙ هڪ روايت نقل فرمائي آهي.[2]

ڪن روايتن ۾ بڌايل آهي تہ ولادت وقت ڪي واقعا نبوت جي اڳڪٿين طور ظاهر ٿيا. يعني ڪسرىٰ جي محل جا چوڏنهن ڪنگرا ڪري پيا. مجوسين جو آتشڪدو وسامي ويو. بحيره ساوه سڪي ويو ۽ ان جا ديول ڪري پيا. اها طبري ۽ بيهقيءَ جي روايت آهي.[3] پر ان جي سند پايه ثبوت کي نٿي پهچي ۽ اهو ئي سبب آهي جو محمد غزالي بہ ان کي صحيح نہ مڃيو آهي [4] ۽ انهن قومن جي تاريخ مان بہ ان جي گواهي نٿي ملي. حالانڪہ ڳالهہ کي قلمبند ڪرڻ لاءِ وڏو سبب موجود هو.

ولادت کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جي والده عبدالمطلب ڏانهن پوٽي ڄمڻ جي خوشخبري موڪلي. اهو تڙندو ۽ خوش ٿيندو آيو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کي ڪعبة الله ۾ ڪٺي وجي الله تعالىٰ کان دعا گهريائين. سندس ٿورا مڃيائين ۽ پاڻ سڳورن جو نالو "محمد ﷺ" رکيائين. اهو نالو عربن ۾ عام نہ هو. پوءِ عربن جي روايت مطابق ستين ڏينهن طهر ڪيائين.[5]

---

[1] - نتائج الافهام في تقويم العرب قبل الاسلام (28، 35) محمود پاشا تاريخ خضري (62/1) ، رحمة للعالمين (1/38-39) اپريل جي تاريخ جو اختلاف عيسوي تقويم جي اختلاف ڪري آهي (20) اپريل قديم عيسوي ڪئلينڊر ۽ (22) اپريل جديد عيسوي ڪئلينڊر جي مطابق.

[2] - مختصر السيرة شيخ عبدالله (ص:12)، ابن سعد (63/1)، مسند احمد (127/4، 128، 185) دارمي (9/1).

[3] - مختصر السيرة (ص:12) ، دلائل النبوة للبيهقي (126/1) ، تاريخ طبري (166/2، 167)، البداية والنهاية 268/2 ، 269.

[4] - ڏسو فقہ السيرة محمد غزالي (ص:46).

[5] - ابن هشام (1/159-160) تاريخ خضري (62/1)، هڪ قول هي بہ آهي تہ پاڻ سڳورا ﷺ مختون (طهر وينل) ئي پيدا ٿيا هئا. ڏسو تلقيح الفهوم (ص:4) پر ابن قيم چوي ٿو تہ ان بابت ڪا بہ صحيح حديث نہ آهي. ڏسو زاد المعاد (18/1).

پاڻ سڳورن ﷺ کي سندن والده ڪانپوءِ سڀ کان پهرين ابولهب جي ٻانهي ثويبه کير پياريو هو. ان وقت سندن کير پياڪ ٻار مسروح رضہ هو. ثويبه رضي الله عنها، پاڻ سڳورن ﷺ کان اڳ حضرت حمزه رضي الله عنه بن عبدالمطلب کي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کان پوءِ ابو سلمہ رضي الله عنه بن عبدالاسد مخزومي کي کير پياريو هو. ([1])

**بني سعد** ۾ :- عربستان جي شهرن جي رهاڪن جو دستور هو تہ اهي پنهنجن ٻارن کي شهر جي مرضن کان پري رکڻ لاءِ ٿڃ پياريندڙ بدوي عورتن جي حوالي ڪري ڇڏيندا هئا، جيستائين سندن جسم سگهارو ۽ توانو نہ ٿي وڃي ۽ اهي اتان نج عربي بہ سکي وٺن. ان دستور مطابق عبدالمطلب هڪ ٿڃ پياريندڙ دائيءَ کي ڳوليو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کي بيبي حليمہ رضي الله عنها بنت ابي ذويب جي حوالي ڪيو، هي عورت بني سعد بن بڪر قبيلي جي هئي. سندس مڙس جو نالو حارث بن عبدالعزىٰ ۽ ڪنيت ابو ڪبشہ هئي ۽ اهو بہ بني سعد قبيلي منجهان هو. سندس اولاد جا نالا هي آهن جيڪي نبي اڪرم ﷺ جن جا ٿڃ شريڪ ڀائر ۽ ڀينرون هئا. عبدالله، انيسہ، حذافہ يا جذامہ، ان جو ئي لقب شيماءِ هو ۽ ان نالي سان هوءَ گهڻو مشهور ٿي. اها ئي پاڻ سڳوري ﷺ کي ڪڇ ۾ کڻندي هئي. ان ڪانسواءِ ابو سفيان بن حارث بن عبدالمطلب جيڪي پاڻ سڳورن ﷺ جا سوٽ هئا سي بہ بيبي حليمہ رضي الله عنها جي واسطي سان پاڻ سڳورن ﷺ جا ٿڃ شريڪ ڀاءُ هئا. پاڻ سڳورن ﷺ جي چاچي حضرت حمزة رضي الله عنه کي بہ ٿڃ پيارڻ لاءِ بني سعد جي هڪ عورت جي حوالي ڪيو ويو هو. ان عورت بہ هڪ ڏينهن، جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ بيبي حليمہ رضي الله عنها وٽ هئا تہ ڪين ٿڃ پياري هئي. ان طرح پاڻ سڳورا ﷺ ۽ حضرت حمزة رضي الله عنه ٻئا ٿڃ شريڪ ڀائر ٿي ويا. هڪ ثويبہ رضي الله عنها جي واسطي سان ۽ ٻيو بنو سعد جي ان عورت جي واسطي سان. ([2])

ٿڃ پيارڻ وارن ڏينهن ۾ بيبي حلميہ رضي الله عنها پاڻ سڳورن ﷺ جي برڪتن جا اهڙا اهڙا ڏيک ڏٺا جو دنگ رهجي ويئي. تفصيل سندن واتان ٻڌو. ابن اسحاق ٻڌائي ٿو تہ بيبي حليمہ رضي الله عنها ٻڌائيندي هئي تہ آئون پنهنجي گهر واري سان گڏ پنهنجو ٿڃ پياڪ ٻار کڻي بني سعد جي ڪن عورتن سان پنهنجي شهر کان ٻاهر ٿڃ پياڪ ٻارن جي ڳولا ۾ نڪتيس. اهي ڏڪار جا ڏينهن هئا ۽ ڏڪار ڪجهہ بہ نہ ڇڏيو هو. آئون پنهنجي اڇي گڏهہ تي سوار هيس. اسان سان هڪ ڏاچي بہ هئي پر خدا جو قسم! ان مان هڪ ڦڙو کير جو بہ نہ نڪرندو هو. هوڏانهن ٻار ٻک

[1] - تلقيح الفهوم (ص :4) مختصر السيرة شيخ عبدالله (ص:13)، صحيح بخاري (حديث نمبر:5100، 5101، 5106، 5107، 5372).
[2] - زاد المعاد (19/1).

ڪان روئي رهيو هو. اسين سڄي رات سمهي نٿي سگهياسين. نہ منهنجي ڇاتيءَ ۾ ٻار لاءِ ڪجهہ هو نہ ئي ڏاچي ان کي کاڌو ڏئي سگهي ٿي. بس اسين مينهن ۽ سڪار لاءِ آس لڳايو ويٺا هئاسين. آئون جڏهن پنهنجي گڏهہ تي چڙهي هليس تہ هوءَ ڪمزوري ۽ سنهڙي هجڻ ڪري ڏاڍي ڍلي پئي هلي. جنهن ڪري سڄو قافلو تنگ ٿي پيو پوءِ اسين ڪنهن نہ ڪنهن طرح مڪي پهچي وياسين. اسان جي ٽولي ۾ شامل هر عورت آڏو پاڻ سڳورن ﷺ کي آندو ويو پر جڏهن کين ٻڌايو ويو تہ پاڻ سڳورا يتيم آهن تہ اهي پاڻ سڳورن ﷺ کي کڻڻ کان نهڪر ڪنديون ويون. ڇو تہ اسين ٻار جي پيءَ کان وڏن انعامن جون اميدون رکنديون هيونسين. اسان چيو تہ هي تہ يتيم آهي، ڀلا سندن بيوه ماءُ ۽ سندن ڏاڏو اسان کي ڇا ٿا ڏئي سگهن. ان ڪارڻ ئي اسان کين کڻڻ نٿي چاهيو.

هوڏانهن جيڪي عورتون آيون هيون، تن کي تہ ڪو نہ ڪو ٻار ملي ويو پر رڳو مون کي ٻار نہ مليو. موٽڻ مهل پنهنجي مڙس کي چيم تہ الله جو قسم! مون کي اها ڳالهہ صفا نٿي وڻي تہ منهنجون سڀ ساهيڙيون ٻار وٺي هلن، رڳو آئون رهجي وڃان. تنهن ڪري آئون اهو يتيم ٻار ئي کڻي ٿي هلان. مڙس چيو تہ ڀلي! ٿي سگهي ٿو تہ الله ان جي ڪري ئي اسان کي برڪت ڏي. ان ڪانپوءِ مون وڃي ٻار ورتو پر رڳو ان ڪري جو مون کي ٻيو ڪو ٻار نہ مليو هو.

بيبي حليمہ رضي الله عنها ٻڌائي ٿي تہ جڏهن آئون ٻار کڻي پنهنجي ديري تي پهتيس ۽ ان کي پنهنجي ڪڇ ۾ رکي ٿڃ پيارڻ لڳيس تہ ٻئي ڇاتيون کير سان پرجي ويون ۽ پاڻ سڳورن ﷺ پيٽ ڀري کير پيتو، ساڻن گڏ سندن ڀاءُ بہ پيٽ ڀري کير پيتو ۽ پوءِ ٻئي سمهي پيا. جڏهن تہ ان کان اڳ اسين پنهنجي ٻار سان گڏ ننڊ نٿي ڪري سگهياسين. هوڏانهن منهنجو مڙس ڏاچيءَ کي ڏهڻ ويو تہ سندس ٿڻ کير سان ڀريل ڏٺائين. هن ايترو کير ڏڌو جو اسان ٻنهي پيٽ ڀري کير پيتو ۽ ڏاڍي سک سان رات گذاري. صبح جو منهنجي مڙس چيو تہ حليمہ! الله جو قسم! تو هڪ ڀلارو روح حاصل ڪيو آهي. مون چيو تہ آئون بہ ائين ٿي سمجهان.

حليمہ رضي الله عنها ٻڌائي ٿي تہ ان ڪانپوءِ اسان جو قافلو روانو ٿيو. آئون پنهنجي ڪمزور گڏهہ تي چڙهيس ۽ ان ٻار کي بہ ساڻ ڪنيم پر هاڻي اها ئي گڏهہ الله جو قسم! سڄي قافلي کي پنيان ڇڏي ايئن اڳيان وئي جو ڪو گڏهہ بہ کيس نہ پڄي سگهيو.ايستائين جو منهنجون ساهيڙيون مون کي چوڻ لڳيون تہ "او! ابو ذويب جي ڌيءَ! اڙي هي ڇا آهي؟ ٿورو اسان تي بہ مهرباني ڪر. آخر هيءَ تنهنجي اها ئي تہ گڏهہ آهي جنهن تي چڙهي تون آئي هئيئن؟" مون چيو تہ:"ها ها! الله جو قسم هي اها ئي آهي" انهن چيو تہ "هن ۾ پڪ ڪو چڪر آهي".

پوءِ اسين بنو سعد ۾ پنهنجي پنهنجي گهرن ۾ پهتاسين. آئون نٿي سمجهان تہ هن ڌرتيءَ تي اسان جي علائقي کان وڌيڪ ڪو ٻيو ڏڪاريل هنڌ بہ هو. پر موٽڻ کانپوءِ منهنجون ٻڪريون چرڻ ويندڙيون هيون تہ اهي پيٽ ڀريل ۽ کير سان ٿم(ڀريل) موٽنديون هيون ۽ اسين اهو ڏهي پيئندا هئاسين. جڏهن تہ ڪنهن ٻئي انسان جي ٻاڱ ۾ کير جو هڪ ڦڙو بہ نہ هوندو هو. سندن جانورن جا ٿڻ صفا سڪل رهندا هئا. اسان جي قوم وارا پنهنجن ڌنارن کي ائين چوندا هئا تہ نياڳا! جانور اتي چرڻ وٺي وڃو جتي ابو ذويب جي ڌيءَ جا ڌنار وٺي ويندا آهن. پر پوءِ بہ سندن ٻڪريون بکيون موٽنديون هيون. انهن ۾ هڪ ڦڙو بہ کير جو نہ هوندو هو ۽ منهنجون ٻڪريون کير سان ٿم ٿي ٽڙنديون ورنديون هيون. ان طرف اسان الله پاران لاڳيتو واڌي ۽ چڱائيءَ جو مشاهدو ڪندا رهياسين. تانجو بہ ورهيہ گذري ويا ۽ مون ٻار کي ٿڃ ڇڏائي ڇڏي. هي ٻار ٻين جي مقابلي ۾ ائين وڌي رهيو هو جو ٻن ورهين جو ٿيندي سگهو ۽ جانٺو ٿي ويو. ان کانپوءِ اسين کيس ماءُ جي حوالي ڪري آياسين پر جيئن تہ اسان سندس برڪت ڏٺي هئي ان ڪري اسان جي خواهش هئي تہ هو اجان اسان وٽ رهي. تنهن ڪري اسان سندس والده سان ڳالهايو. مون چيو تہ اوهان پنهنجو ٻار مون وٽ ئي رهڻ ڏيو ڀلي ڪجهہ سگهارو ٿي وڃي. ڇو تہ مون کي هن لاءِ مڪي جي وبا لڳڻ جو ڊپ آهي. مطلب تہ ان اسان جي لڳاتار زور ڀرڻ تي ٻار اسان کي واپس ڏئي ڇڏيو. ([1])

**سينو چيرڻ وارو واقعو (واقعہ شق صدر):-** ان طرح پاڻ سڳورا ﷺ ٿڃ ڇڏائڻ کانپوءِ بہ بني سعد ۾ رهيا. تانجو سندن ولادت جي چوٿين يا پنجين سال ([2]) شق صدر (سيني مبارڪ چيرجڻ) جو واقعو پيش آيو. صحيح مسلم ۾ حضرت انس ﷛ کان ان واقعي جي باري ۾ روايت آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ وٽ حضرت جبرئيل عليه السلام آيو. پاڻ سڳورا ﷺ ٻارن سان کيڏي رهيا هئا. حضرت جبرئيل عليه السلام کين پڪڙي ليٽايو ۽ سندن سينو چيري دل ڪڍي پوءِ دل مان گوشت جو هڪ ٽڪر ڪڍي فرمايو تہ هيءُ توهان ۾ شيطان جو حصو آهي. پوءِ دل کي هڪ ٿال ۾ رکي زمزم جي پاڻيءَ سان ڌوتو ۽ پوءِ ان کي جوڙي ساڳي جڳهہ تي لڳائي ڇڏيو. هوڏانهن ٻار ڊوڙي پنهنجي ماءُ يعني دائي حليمہ وٽ پهتا ۽ چوڻ لڳا تہ محمد ﷺ قتل ڪيو ويو آهي. گهر جا ماڻهو تڪڙا تڪڙا پهتا، ڏٺائون تہ سندن منهن لٿو پيوهو. ([3])

---

[1] - ابن هشام (1/162-163-164).

[2] - عام سيرت نگارن جو اهو ئي چوڻ آهي پر ابن اسحاق جي روايت مان خبر پوي ٿي تہ هي واقعو ٽئي سال جو آهي. ڏسو ابن هشام (1/ 164-165).

[3] - صحيح مسلم باب الاسرا (92/1).

**ماءُ جي پيار پري هنج:-** ان واقعي ڪانپوءِ بيبي حليمہ رضي الله عنها کي ڊپ محسوس ٿيو ۽ انهن پاڻ سڳورن ﷺ کي پنهنجي ماءُ وٽ موڪلي ڇڏيو. اهڙي طرح پاڻ ﷺ ڇهن ورهين جي ڄمار تائين سڳوريءَ ماءُ جي قرب جي ڇانو هيٺ رهيا. [1]

هوڏانهن بيبي آمنہ پنهنجي گهر واري جي تُربت ڏسڻ لاءِ يثرب وڃڻ جو ارادو ڪيو ۽ پنهنجي يتيم ٻار محمد ﷺ پنهنجي ٻانهي أم ايمن رضي الله عنها ۽ پنهنجي سنڀاليندڙ عبدالمطلب سان گڏ پنج سؤ ڪلوميٽرن جو رستو طئہ ڪري مديني پهتي ۽ اتي هڪ مهينو گذاري واپس ٿي پر سفر شروع ٿيندي ئي بيمار ٿي پئي ۽ بيماري وڌندي وئي تانجو مڪي ۽ مديني جي وچ ۾ "ابواء" وٽ پهچي وفات ڪيائين. [2]

**ڏاڏي جي مهربانين جي ڇانو ۾:-** پيرسن عبدالمطلب پنهنجي پوٽي کي مڪي وٺي آيو. سندس دل پوٽي جي محبت ۽ شفقت سان ٽمٽار هئي، ڇو تہ سندس جيءَ کي وري جوکو رسيو هو، جنهن پراڻا ڦٽ اکوڙي ڇڏيا هئا. عبدالمطلب جي دل ۾ پوٽي لاءِ ايڏي محبت هئي جيڏي ڪنهن پنهنجي پٽ سان بہ نہ هئي. تنهن ڪري پاڻ سڳورن ﷺ کي اڪيلائيءَ جي رڻ پٽ ۾ ڇڏڻ لاءِ تيار نہ هو ۽ کين پنهنجي اولاد کان وڌيڪ چاهيائين ۽ وڏن وانگر سندن احترام ڪيائين. ابن هشام جو چوڻ آهي تہ عبدالمطلب لاءِ ڪعبتہ الله جي سائي ۾ غلم وڇائبو هو. سندس سمورا فرزند ان غلم جي چوڌاري ويهندا هئا، عبدالمطلب اچي ان غلم تي ويهندو هو. سندس ادب ۽ وڏائيءَ ڪارڻ ڪو بہ پٽ غلم تي نہ ويهندو هو پر پاڻ سڳورا ﷺ ايندا هئا تہ ان غلم تي ئي ويهندا هئا. پاڻ ﷺ اجا ننڍا هئا. سندن چاچا کين جهلي هيٺ لاهيندا هئا پر عبدالمطلب کين منع ڪندي فرمائيندو هو تہ منهنجي هن پٽ کي ڇڏي ڏيو. الله جو قسم! هن جو شان ئي نرالو آهي. پوءِ ان کي پاڻ سان گڏ غلم تي ويهاريندو هو. سندن پٺي ٿپريندو هو ۽ سندن حرڪتون ڏسي خوش ٿيندو هو. [3]

پاڻ سڳورن ﷺ جي عمر اجا اٺ سال بہ مهينا ۽ ڏهہ ڏينهن ٿي تہ ڏاڏي عبدالمطلب جو شفقت ڀريو سايو هٽي ويو. سندن مڪي ۾ انتقال ٿيو. پاڻ وفات کان اڳ پاڻ سڳورن ﷺ کي عبدالله جي سڳي ڀاءُ ابو طالب جي نگرانيءَ ۾ ڏيڻ جي وصيت ڪري ويا. [4]

---

[1] - تلقيح الفهوم (ص:7) ابن هشام (168/1).

[2] - ابن هشام (168/1) - تلقيح الفهوم (ص: 7)، تاريخ خضري (63/1)، فقہ السيرة غزالي (ص:50).

[3] - ابن هشام (168/1).

[4] - تلقيح الفهوم (ص :7)، ابن هشام (149/1)،

**مهربان چاچي جي سنڀال** ۾:- ابو طالب پنهنجي ڀائيٽي کي ڏاڍي سٺي نموني پاليو. ڪين ﷺ پنهنجو اولاد ليکيو. بلڪ انهن کان به وڌيڪ سمجهيو ۽ وڌيڪ عزت ۽ احترام ڏنو. چاليهه ورهين کان وڌيڪ عرصو پاڻ سڳورن ﷺ جون ضرورتون پوريون ڪيون. هميشہ سندن ﷺ حمايت ڪئي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي ڪري دوستيون ۽ دشمنيون ڪيون، جن جي وضاحت اڳتي ايندي.

**پاڻ سڳورن ﷺ جي مينهن لاءِ دعا گهرڻ**:- ابن عساڪر، جلهمہ بن عرفطہ کان روايت ڪئي آهي تہ آئون مڪي آيس، جتي ڏڪار هو. قريشن ابو طالب کي چيو تہ سڄي ماٿري ڏڪاريل آهي، ٻار ٻچا پريشان آهن، اوهان مينهن لاءِ دعا گهرو. ابو طالب هڪ ٻار کي ساڻ وٺي آيو. ٻار جو منهن ايئن لڳي رهيو هو ڄڻ اجا هاڻ ڪڪرن مان نڪتو هجي. انجي چوڌاري ٻيا ٻار بہ هئا. ابو طالب سندس هٿ جهلي سندس پٺي ڪعبي جي پٽ سان لڳائي ڇڏي. ٻار سندس آڱر جهلي بيٺو هو. ان وقت آسمان تي ڪڪر جو ڪو ننڍڙو ٽڪر بہ ڪو نہ هو، پر (ڏسندي ڏسندي) هِتان هُتان کان ڪڪر اچڻ شروع ٿي ويا ۽ اهڙو تہ تيز مينهن پيو جو سڄي ماٿريءَ ۾ ٻوڏ اچي وئي ۽ شهر ۽ ويرانا شاداب ٿي پيا. بعدِ ابو طالب ان واقعي ڏانهن اشارو ڪندي محمد ﷺ جي ساراهہ ڪندي چيو تہ:

وَأَبْيَضُ يُسْتَسْقَى الْغَمَامُ بِوَجْهِهِ ... ثِمَالُ الْيَتَامَى عِصْمَةٌ لِلْأَرَامِلِ ([1])

"هو سهڻو آهي، سندس منهن مان مينهن جي نعمت گهري سگهجي ٿي. يتيمن جو پرجهلو ۽ بيواهن جو سنڀاليندڙ آهي".

**بحيرا نالي راهب**:- ڪن روايتن مطابق، جيڪي سند جي اعتبار کان مجموعي طور تي ثابت ۽ مستند آهي تہ جڏهن پاڻ سڳورا ٻارنهن ورهين جا يا هڪ قول مطابق ٻارنهن سال بہ مهينا ۽ ڏهن ڏينهن جا ٿيا.([2]) تہ ابو طالب پاڻ سڳورن ﷺ کي واپاري سفر تي وٺي شام لاءِ نڪتا ۽ بصرىٰ پهتا. بصرىٰ شام جو هڪ علائقو ۽ حوران جو مرڪزي شهر آهي. ان وقت اهو عربستان جي روم پاران قبضي ڪيل علائقن جي گاديءَ جو هنڌ هو. ان شهر ۾ جرجيس نالي هڪ راهب رهندو هو، جيڪو بحيرا جي لقب سان مشهور هو. جڏهن قافلي وارن اتي ديرو ڄمايو تہ اهو راهب پنهنجي ديول مان نڪري قافلي ۾ آيو ۽ ان جي ميزباني ڪئي، جڏهن تہ ان کان اڳ هو ڪڏهن بہ ديول مان نہ نڪرندو هو. ان رسول الله ﷺ کي سندن نشانين ذريعي سڃاڻي ورتو ۽ سندن هٿ جهلي چيو تہ: "هيءُ تہ جهانن جو سردار آهي. الله هن کي جهانن لاءِ رحمت ڪري موڪليو آهي" ابو طالب پڇيو تہ: توهان ڪيئن ڄاتو؟ هن وراڻيو تہ توهان جڏهن ماٿري جي هن پار کان ظاهر ٿيا تہ اهڙو

---

[1] - مختصر السيره شيخ عبدالله (ص :15-16).

[2] - هيءَ ڳالهہ ابن جوزيءَ تلقيح الفهوم جي (ص :7) ۾ لکي آهي.

ڪو بہ وڻ يا پٿر نہ هو جيڪو سجدي لاءِ نہ جهڪيو هجي. اهي شيون نبين کانسواءِ ڪنهن کي بہ سجدو نٿيون ڪن. مون کين نبوت جي مهر مان بہ سڃاتو آهي جا ڪلهي هيٺان پني (نرم هڏي) وٽ صوف جهڙو آهي. جنهن جو ذڪر اسان جي ڪتابن ۾ بہ ڪيل آهي.

ان بعد بحيرا راهب، ابو طالب کي چيو تہ هن کي واپس موڪلي ڇڏ. شام ملڪ ڏي نہ وٺي وڃ ڇو تہ اتي يهودين کان هن کي خطرو آهي. تنهن تي ابو طالب ڪن ٻانهن سان پاڻ سڳورن ﷺ کي واپس مڪي موڪلي ڇڏيو. ([1])

**فجار واري جنگ:-** پاڻ سڳورا جڏهن ويهہ ورهين جا ٿيا تہ عڪاظ جي بازار ۾ قريش ۽ ڪنانہ، قيس ۽ عيلان جي وچ ۾ ذوالقعدة جي مهيني ۾ هڪ لڙائي لڳي جيڪا جنگ فجار جي نالي سان مشهور ٿي.

ان جو سبب اهو هو جو بنو ڪنانہ قبيلي جي هڪ شخص براض قيس بن عيلان جي ٽن شخصن کي ماري وڌو جنهن جي خبر جڏهن عڪاظ پهتي تہ ٻئي ڌريون وڙهڻ لاءِ اپيون ٿي ويون ۽ جنگ شروع ٿي ويئي.

قريشن ۽ ڪنانہ وارن جو سپهہ سالار حرب بن اميہ هو. جيڪو پنهنجي عمر ۽ عزت ۾ قريشن ۽ بنو ڪنانہ وارن ۾ وڏي مرتبي وارو هو. پهرين پهر تہ ڪنانہ وارن کان قيس وارا زور هٿا. ٻنپهر ٿيندي ئي قيس وارن تي ڪنانہ وارن جي سوڀ ٿيڻ واري هئي تہ ايتري ۾ ناهہ لاءِ آواز بلند ٿيڻ لڳا، ۽ اها تجويز آئي تہ ٻنهي گروهن جا مقتول ڳڻيا وڃن، جنهن جا وڌيڪ ٿين انهن کي وڌيڪ ديت ڏني وڃي. نيٺ ان ڳالهہ تي ناهہ ٿيو ۽ جنگ ختم ڪئي ويئي ۽ جيڪا ٻڃڙائي ۽ دشمني پيدا ٿي هئي ان جون پاڙون پٽيون ويون. ان جنگ کي فجار واري جنگ ان ڪري چون ٿا جو ان ۾ حرام مهينن جي تقدس کي پامال ڪيو ويو هو. هن لڙائيءَ ۾ رسول الله ﷺ بہ شامل ٿيا ۽ پنهنجن چاچن کي تير ڏيندا ٿي ويا. ([2])

**حلف الفضول:-** هن جنگ کانپوءِ هڪ حرمت واري مهيني ذي القعدة ۾ "حلف الفضول" جو واقعو ٿيو. ڪن قريش قبيلن يعني بني هاشم، بني مطلب، بني اسد بن عبدالعزىٰ، بني زهره بن ڪلاب ۽ بني تيم بن مره هن جو اهتمام ڪيو. اهي عبدالله بن جدعان تيمي جي جڳهہ تي گڏ ٿيا. ڇو تہ اهو بہ

---

[1] - جامع ترمذي (5/ 550، 551، (3620)، تاريخ طبري (2/ 278، 279)، مصنف ابن ابي شيبه (11/ 489) ، دلائل النبوة بيهقي (2/ 24، 25)، هن روايت جي سند قوي آهي البتہ ان جي آخر ۾ هي لفظ آهن تہ: پاڻ ﷺ کي بلال رضي الله عنه سان گڏ واپس موڪليو ويو. پر اها صريح غلطي آهي. تہ بلال ان وقت شايد ڄاول بہ نہ هو. جي ڄائو بہ هو تہ ابوطالب يا ابوبڪر سان گڏ نہ هو. (زاد المعاد 1/ 17) ابن هشام (1/180_ 183).

[2] - ابن هشام (1/،184_ 186)، قلب جزيره العرب (ص:360) تاريخ خضري (1/63)، المنمق في اخبار قريش (164_ 185)، ڪامل ابن اثير (1/ 468، 472).

معزز سردار هو. هنن پاڻ ۾ واعدا وعيد ڪيا تہ مڪي ۾ ڪنهن سان بہ ظلم نہ ٿيندو، پلي اهو مڪي جو هجي يا ٻاهر جو، اهي سڀ گڏجي سندس مدد ڪندا ۽ ڪيس حق ڏياري رهندا. ان ميڙ ۾ رسول اللهﷺ بہ شامل ٿيا هئا ۽ رسالت ملڻ کانپوءِ فرمائيندا هئا تہ "آئون عبدالله بن جدعان جي جڳھ تي هڪ اهڙي ناهہ ۾ شامل ٿيس، جنهن جي بدلي ۾ مون کي ڳاڙهو اٺ بہ پسند ڪونهي ۽ جي اسلام (جي دور) ۾ مون کي اهڙي ناهہ لاءِ سڏيو وڃي تہ آئون هڪدم هليو وجان. [1]

هن ناهہ ۾ عصبيت جي بنيادن تي قائم ٿيل جاهلاڻي نقصانڪار پائيچاري کان انڪار ٿيل هو. هن ناهہ جو سبب هي ٻڌايو وڃي ٿو تہ زبيد جو هڪ ماڻهو مڪي ۾ سامان کڻي آيو ۽ عاص بن وائل ان کان سامان ورتو پر کيس حق نہ ڏنائين. هن (زبيدي) حليف قبيلن عبدالدار، مخزوم، جمح، سهم ۽ عدي کي مدد لاءِ پڪاريو پر ڪنهن بہ ڌيان نہ ڏنو. پوءِ هو ابو قبيس جبل تي چڙهي وڏي واڪي شعر پڙهڻ لڳو، جنهن ۾ سندس مظلوميت جو داستان ٻڌايل هو. ان تي زبير بن عبدالمطلب ڊوڙ ڊڪ ڪئي ۽ چيو تہ هي ماڻهو بي سهارو ڇو آهي ان جي ڪوشش سان مٿيان ذڪرڪيل قبيلا گڏ ٿيا. پهرين ناهہ ٿيو ۽ پوءِ زبيديءَ کي عاص بن وائل کان حق ونرائي ڏنو ويو. [2]

**سخت محنت واري حياتي:-** پاڻ سڳورن ﷺ جو نوجوانيءَ ۾ ڪو بہ مقرر ڌنڌو نہ هوندو هو. باقي اها تہ پڪي خبر آهي تہ پاڻ ٻڪريون چاريندا هئا. پاڻ سڳورن بني سعد جون ٻڪريون چاريون. [3] ۽ مڪي ۾ بہ مڪي وارن جون ٻڪريون ٿورن قيراطن ۾ چاريندا هئا. [4] ۽ غالبًا جوان ٿيا تہ واپار ڏانهن لاڙو ڪيائون ڇوتہ هي روايت اچي ٿي تہ پاڻ سائب بن يزيد مخزومي سان گڏجي واپار ڪندا هئا، ۽ تمام سٺا ڀائيوار هئا نہ ڪنهن قسم جي هيرا ڦيري ۽ نہ ئي وري ڪا اٽوٽٽ ٿين نيٺ جڏهن سائب فتح مڪي واري ڏينهن پاڻ سڳورن ﷺ جن وٽ آيو تہ پاڻ انتهائي سهڻي انداز سان سندن آڌرڀاءُ ڪيائون ۽ فرمايائون تہ منهنجا ڀاءُ ۽ منهنجا ڀائيوار ڀلي ڪري آئين. پنجويهن ورهين جا ٿيا تہ بيبي خديجة الڪبرىٰ رضي الله عنها جو مال کڻي واپار لاءِ شام ويا. ابن اسحاق جو چوڻ آهي تہ خديجہ بنت خويلد رضي الله عنها هڪ معزز مالدار ۽ واپاري عورت هئي. ماڻهن کي پنهنجو مال واپار لاءِ ڏيندي هئي ۽ واپاري اصول مطابق هڪ حصو مقرر ڪندي هئي. سڄو قريش

---

[1] - ابن هشام (1/133-135)، مختصر السيره شيخ عبدالله (ص: 30-31).

[2] - طبقات ابن سعد (1/ 126، 128)، نسب قريش للزبيدي (291).

[3] - ابن هشام (1/166).

[4] - صحيح بخاري (1/301) (حديث نمبر 2262).

قبيلو ئي واپاري هو. جڏهن ڪين پاڻ سڳوري ﷺ جي سچائيءَ امانت ۽ سهڻن گڻن جو پتو پيو ته ان هڪ نياپو موڪلي ڪين پنهنجي ٻانهي ميسره سان شام ڏانهن واپاري مال ڪٽي وڃڻ جي آڇ ڪئي. پاڻ جيڪي ڪجهه ٻين واپارين کي ڏيندي هئي، ان کان وڌيڪ پاڻ سڳورن ﷺ کي ڏيڻو ڪيائون پاڻ سڳورن ﷺ اها آڇ قبولي ۽ سندن مال کڻي سندن غلام ميسره سان شام ڏانهن روانا ٿيا. ([1])

**پاڻ سڳورن ﷺ جي بيبي خديجه رضي الله عنها سان شادي:-** جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ مڪي موٽيا ۽ بيبي صاحبه رضي الله عنها پنهنجي مال ۾ اهڙي برڪت ۽ امانت ڏٺي جيڪا ڪين پهرين نظر نه آئي هئي ۽ هوڏانهن سندن ٻانهي ميسره سندن سهڻن گڻن ۽ سٺي ڪردار، صحيح سوچ، سچائي ۽ امانتداري جي طور طريقي بابت پنهنجن مشاهدن جو بيان ڪيو ته بيبي صاحبه رضي الله عنها جن کي ڄڻ ته وڃايل خزانو ملي ويو. ان کان اڳ وڏا وڏا سردار ساڻن شادي ڪرڻ جا خواهشمند هئا پر پاڻ ڪنهن جو به پيغام منظور نه ڪيائون. هاڻي پاڻ پنهنجي دل جي ڳالهه پنهنجي ساهيڙي نفيسه بنت منبه سان ڪيائون. جنهن پاڻ سڳورن ﷺ سان ڳالهه ٻولهه ڪئي. پاڻ سڳورا ﷺ راضي ٿي ويا ۽ پنهنجن چاچن سان ان سلسلي ۾ ڳالهايائون جن بيبي صاحبه رضي الله عنها جي چاچي کي شاديءَ جو پيغام موڪليو. ان کانپوءِ شادي ٿي وئي. نڪاح ۾ بني هاشم ۽ مضر قبيلي جا رئيس شامل ٿيا.

اها شام کان موٽڻ جي ٻن مهينن کانپوءِ جي ڳالهه آهي. مسعودي يقين سان ذڪر ڪيو آهي ته پاڻ جنگ فجار کان چار سال نو مهينا ڇهه ڏينهن پوءِ شام ملڪ جو سفر ڪيائون سيده خديجة رضي الله عنها سان سندن شادي شام ملڪ ڏانهن روانگي کان ٻه مهينا چوويهن ڏينهن کان پوءِ ٿي.

پاڻ سڳورن ﷺ مهر ۾ ويهه اٺ ڏنا. ان وقت بيبي خديجه رضي الله عنها جي عمر چاليهه سال هئي. ٻي قول مطابق اناويهه سال هئي. ۽ پاڻ خاندان، دولت ۽ ڏاهپ ڪري پنهنجي قوم ۾ سڀ کان معزز ۽ مان واري ليکبي هئي. پاڻ پهرين عورت هئي جن سان پاڻ سڳورن ﷺ شادي ڪئي ۽ سندن وفات تائين ٻي شادي نه ڪيائون. ([2])

ابراهيم کانسواءِ پاڻ سڳورن ﷺ جا ٻيا سڀ ٻار سندن ئي بطن مبارڪ مان هئا. سڀ کان پهرين قاسم جي ولادت ٿي ۽ ان جي ئي نالي تي پاڻ سڳورن ﷺ جي ڪنيت ابو القاسم پئي. پوءِ زينب، رقيه، ام ڪلثوم، فاطمه ۽ عبدالله رضي الله عنهم پيدا ٿيا. عبدالله جو لقب طيب ۽ طاهر

---

[1] - ابن هشام (1/187-188).

[2] _ ابن هشام (189_190)، فقه السيرة (ص: 59) تلقيح الفهوم (ص:7).

هو. پاڻ سڳورن ﷺ جا سڀ پٽ ننڍي هوندي ئي گذاري ويا. باقي نياڻين مان سڀني اسلام جو زمانو ڏٺو، مسلمان ٿيون ۽ هجرت جو شرف بہ حاصل ڪيائون پر سواءِ بيبي فاطمہ رضي الله عنها جي ٻيون سڀئي پاڻ سڳورن ﷺ جي حياتيءَ ۾ ئي گذاري ويون. بيبي فاطمہ رضي الله عنها جي وفات پاڻ سڳورن ﷺ جي لاڏاڻي کان ڇهہ مهينا پوءِ ٿي. ([1])

**ڪعبي جي اڏاوت ۽ حجر اسود جي تڪرار جو فيصلو:-** جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ پنجٽيهہ ورهين جا ٿيا تہ قريشن نئين سر ڪعبي جي اڏاوت شروع ڪئي. سبب اهو هو تہ ڪعبو قد کان ٿورو ئي مٿي چوديواريءَ جي شڪل ۾ هو. حضرت اسماعيل عليه السلام جي دور کان ئي ان جي اوچائي 9 هٿ هئي ۽ ان تي ڇت نہ هئي. ان حالت جو فائدو وٺي ڪي چور ڪعبي ۾ رکيل ڌن چورائي ويا. ان کانسواءِ اڏاوت کي ڊگهو عرصو گذري چڪو هو ۽ عمارت پُري رهي هئي ۽ پٿيون ڦاٽي پيون هيون. هوڏانهن ان ئي سال سخت ٻوڏ آئي، جنهن جو رخ ڪعبي ڏانهن هو. جنهن جي ڪري ڪعبة الله ڪڏهن بہ ڊهي سگهيو ٿي. ان ڪري قريش ان جو مرتبو ۽ مقام برقرار رکڻ لاءِ مجبور ٿي پيا. ان موقعي تي قريشن گڏيل فيصلو ڪيو تہ ڪعبي جي اڏاوت رڳو حلال پيسن سان ڪئي ويندي. ان ۾ رنڊيءَ جي ڪمائي، وياج جا ڏوڪڙ ۽ ڪنهن کان ڦريل مال استعمال نہ ڪبو. (نئين تعمير لاءِ پراڻي عمارت ڊاهڻ ضروري هئي، پر ڪنهن کي بہ ان جي همٿ نہ هئي. آخرڪار وليد بن مغيره مخزوميءَ ان جي شروعات ڪئي ۽ ٻيلچو کڻي اهو چيائين تہ: اي الله! اسين ڀلائي جو ارادو ڪيون ٿا ان کان پوءِ ٻن ڪندن جي پاسن کي ڊاٺو ويو. ماڻهن جڏهن ڏٺو تہ ڪيس ڪو جوکو نہ رسيو تہ ٻين بہ ڊاهڻ شروع ڪيو ۽ جڏهن حضرت ابراهيم عليه السلام وارين حدن تائين ڊاهي ڇڏيائون تہ نئين اڏاوت شروع ڪيائون. اڏاوت لاءِ هر قبيلي کي جدا جدا ڪم ڏنو ويو. هر قبيلو الڳ الڳ پٿر گڏ ڪري رهيو هو. اڏاوت شروع ٿي جنهن جو نگران باقوم نالي هڪ رومي رازو هو. جڏهن عمارت حجر اسود تائين نهي وئي تہ اهو جهڳڙو شروع ٿي پيو تہ حجراسود کي لڳائڻ جو اعزاز ڪنهن کي ڏجي. اهو جهڳڙو چئن پنجن ڏينهن تائين هليو ۽ آهستي آهستي وڌندو ويو. ايئن پئي لڳو تہ اجها ٿي حرم جي زمين تي رتوڇاڻ ٿئي، پر ابو اميہ مخزوميءَ اهو چئي ناهہ جي گنجائش ڪڍي ورتي تہ مسجد الحرام جي دروازي کان ٻئي ڏينهن جيڪو سڀ کان اڳ اندر ايندو ان کي جهڳڙي جو منصف ڪيو ويندو. ماڻهن اها راءِ قبولي. الله جي مرضيءَ سان سڀ کان اڳ پاڻ سڳورا ﷺ اندر داخل ٿيا. ماڻهو کين ڏسي واڪا ڪرڻ لڳا تہ: هذا الأمين رضيناه هذا محمد ﷺ "هي امين آهي، اسين ان تي رضامند آهيون، هي محمد ﷺ آهي". جڏهن پاڻ سڳورا

[1] - ابن هشام (1/190_ 191)،فقه السيرة (ص:60)، فتح الباري (7/ 105).

ﷺ ويجها پهتا ۽ انهن کين معاملي کان آگاهه ڪيو تہ پاڻ سڳورن ﷺ هڪ چادر گهرائي ان جي وچ ۾ حجراسود رکيو ۽ تڪراري قبيلن جي سردارن کي فرمايائون تہ توهان سڀ چادر جون ڪنڊون جهلي مٿي کڻو. انهن ايئن ئي ڪيو. جڏهن چادر حجراسود واري جاءِ تي پهتي تہ پاڻ سڳورن پنهنجن هٿن سان حجراسود کي سندس جاءِ تي لڳايو. اهو هڪ اهڙو فيصلو هو، جنهن سان سڀي قوم راضي ٿي وئي.

هوڏانهن قريشن وٽ حلال مال ڪٽي پيو ان ڪري انهن اتر طرف کان ڪعبة الله جي ڊگهائي تقريبًا ڇهہ هٿ گهٽ ڪري ڇڏي. ان حصي کي ئي حجر ۽ حطيم چئجي ٿو. هن پيري قريشن ڪعبي جو در پٽ کان ڪافي مٿي لڳايو. جيئن ڪو بہ ماڻهو موڪل ونئي اندر وڃي. جڏهن پتيون 15 هٿ مٿي ڪچي ويون تڏهن اندر ڇهہ ٿنيا بيهاري ڇت لڳائي وئي. اهڙيءَ طرح اڏاوت پوري ٿيڻ وقت ڪعبو جهڙوڪ چوڪور (چوڪنڊو) وجي بيٺو. هاڻي ڪعبة الله جي اوچائي 15 ميٽر آهي. حجراسود واري پٽ ۽ ان جي سامهون واري پٽ يعني اترائين ۽ ڏاکڻي پٽ ڏهہ ڏهہ ميٽر آهي. حجراسود مطاف جي زمين کان ڏيڍ ميٽر مٿاهون آهي. در واري پٽ ۽ ان جي سامهون واري پٽ جي اوچائي 12-12 ميٽر آهي. در زمين کان ٻہ ميٽر اوچو آهي. پتين جي چوڌاري هڪ ڪرسيءَ جهڙو گهيرو آهي. جنهن جي اوچائي 25 سينٽي ميٽر ۽ ويڪر 30 ميٽر آهي. ان کي "شاذ روان" چوندا آهن. اهو بہ اصل ۾ بيت الله جو حصو آهي پر قريشن ان کي بہ ڇڏي ڏنو هو.([1])

**نبوت کان اڳ پاڻ سڳورن ﷺ جي ڪردار جو جائزو:-** سندن وجود انهن سيني گڻن ۽ ڪمالن جو مجموعو هو جيڪي مختلف ماڻهن ۾ ٿورا ٿورا ملن ٿا. پاڻ سڳورا ﷺ صحيح سوچ، وسيع نظري ۽ حق پسنديءَ جا بلند مينار هئا. کين صحيح سمجهہ، فڪر جي پختگي ۽ عمل لاءِ صحيح رستو وٺڻ جي صلاحيت حاصل هئي. پاڻ سڳورا ﷺ حق کي ڄاڻڻ لاءِ خاموشيءَ سان لڳاتار غور ۽ فڪر ڪندا رهندا هئا. پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي سلجهيل عقل ۽ روشن فطرت سان زندگيءَ جي ڪتاب، ماڻهن جي معاملن ۽ جماعتن جي احوال جو مطالعو ڪيو ۽ جن اجاين ڳالهين ۾ اهي ڦاٿل هئا تن کان بيزاري محسوس ڪئي. تنهن ڪري پاڻ سڳورن ﷺ انهن سيني کان پاسو ڪندي پوري سوچ ۽ سمجهہ سان سماجي زندگي گذاري. يعني جيڪو چڱو ڪم هوندو هو تہ شريڪ ٿيندا هئا نہ تہ اڪيلائي اختيار ڪندا هئا. جيئن قريش جاهليت ۾ عاشوري جو روزو رکندا هئا. رسول الله ﷺ بہ جاهليت جي زماني ۾ اهو روزو رکندا هئا. اهو ئي سبب هو جو پاڻ

---

[1] - تفصيل لاءِ ڏسو ابن هشام (1/192 _ 197)، فقه السيرة (ص:62-63)، صحيح بخاري باب فضل مکہ وبنيانها (1/215)، تاريخ خضري (1/64-65)، تاريخ طبري (2/ 289.)

سڳورن ﷺ شراب ڪڏهن چکيو بہ ڪو نہ. آستانن تي ڪنل جانورن جو گوشت بہ نہ کاڌو ۽ نہ ئي وري بتن جي ڏهاڙن ۽ ميلن وغيره ۾ شرڪت ڪئي.

پاڻ سڳورن ﷺ کي شروع کان ئي انهن ڪوڙن خدائن کان ايڏي نفرت هئي جو انهن کان وڌيڪ ڪنهن بہ شيءِ کي برو نہ سمجهندا هئا. ويندي لات ۽ عزىٰ جو قسم ٻڌڻ بہ ڪين نہ وڻندو هو. ([1])

ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ قدرت پاڻ سڳورن جي حفاظت پئي ڪئي. تڏهن جيڪڏهن ڪن دنيائي فائدن ڏانهن سندن دل ڇڪ کاڌي بہ يا ڪن اٺوٺنڊڙ رسمن رواجن جي پيروي ڪرڻ چاهيائون تہ بہ الله جي مهربانيءَ سان ان کان پري ڪيا ويا. ابن اثير هڪ هنڌ لکي ٿو تہ رسول الله ﷺ فرمايو تہ "جاهليت وارا جيڪي ڪم ڪندا هئا تن جي ڪرڻ جو خيال مون کي فقط ٻہ ڀيرا ٿيو پر ٻئي ڀيرا الله تعالىٰ منهنجي ۽ ان ڪم جي وچ ۾ رنڊڪ وجهي ڇڏي. ان کان پوءِ وري ڪڏهن بہ مون کي انهن جو خيال نہ ٿيو. ايستائين جو الله تعالىٰ مون کي پيغمبري عطا ڪري ڇڏي. ٿيو هيئن تہ جيڪو ڇوڪرو مڪي جي مٿئين علائقي ۾ ٻڪريون چاريندو هو ان کي هڪ رات مون چيو تہ: تون منهنجون ٻڪريون ڏس تہ آئون مڪي وڃي ٻين نوجوانن وانگر رات جي راڳن جي محفل ۾ شريڪ ٿيان! هن ها ڪئي. ان کانپوءِ آئون نڪتس پر اجا مڪي جي پهرئين گهر وٽ پهتس تہ واڄن جا آواز ڪنن ۾ پيا. مون پڇا ڪئي تہ هي ڇا آهي؟ ماڻهن چيو تہ فلاڻي جي فلاڻي سان شادي آهي. آئون ٻڌڻ وينس تہ الله منهنجا ڪن بند ڪري ڇڏيا ۽ آئون سمهي پيس. پوءِ سج جي تپش سان ئي منهنجي اک کلي ۽ آئون پنهنجي ساٿي وٽ هليو ويس ۽ سندس پڇڻ تي سڄو احوال ٻڌايم. ان کانپوءِ هڪ رات وري اها ڳالهہ چئي مڪي پهتس تہ وري اڳين رات وانگر ٿيو. ان کانپوءِ وري اهڙو خيال نہ ڪيم. ([2])

صحيح بخاريءَ ۾ حضرت جابر بن عبدالله کان روايت آهي تہ جڏهن ڪعبة الله جي اڏاوت ٿي تہ پاڻ سڳورا ﷺ ۽ حضرت عباس رضي الله عنه پٿر کڻي رهيا هئا. حضرت عباس رضي الله عنه پاڻ سڳورن ﷺ کي چيو تہ پنهنجي گوڏ لاهي پنهنجي ڪلهي تي رکو. پٿر کڻڻ جي تڪليف کان محفوظ رهندا. پاڻ سڳورن ﷺ جيئن ئي ائين ڪيو تہ يڪدم پٽ تي ڪري پيا ۽ نگاهون مٿي کڃي ويون. تڪليف گهٽ ٿيندي ئي دانهن ڪيائون تہ منهنجي گوڏ، منهنجي گوڏ. پوءِ ڪين گوڏ ٻڌي وئي.([3]) هڪ روايت جا لفظ آهن تہ ان کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جي شرمگاهہ وري ڪڏهن ڪنهن نہ ڏٺي. ([4])

[1] - ابن هشام (128/1)، طبري. (161/2)، تهذيب تاريخ دمشق(373/1، 376).

[2] - هن حديث کي حاڪم ۽ ذهبيءَ صحيح چيو آهي پر ابن ڪثير البدايہ والنهايہ (287/2) ۾ ان کي ضعيف ڪوٺيو آهي.

[3] - صحيح بخاري(540/1).

[4] - صحيح بخاري(540/1).

پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجي قوم ۾ سنن گڻن، بهترين اخلاقي قدرن ۽ سلڇڻين عادتن جي ڪري بين کان مختلف هئا. تنهنڪري پاڻ سڀ کان وڏيڪ مروت وارا، سڀ کان وڏيڪ خوش اخلاق، سڀ کان بهترين پاڙيسري، سڀ کان وڏيڪ دورانديش، سڀ کان وڏيڪ سچار، سڀ کان وڏيڪ نرم دل، سڀ کان وڏيڪ اجري من وارا، سڀ کان وڏيڪ ڪرم ڪرڻ وارا، سڀ کان وڏيڪ نيڪ، واعدو پاڙڻ ۾ سڀ کان اڳرا ۽ سڀ کان وڏا امانتدار، سندن قوم ته سندن نالو ئي "امين" رکي ڇڏيو هو. سنن لڇڻن ۽ سهڻن گڻن جا مالڪ هئا ۽ جيئن بيبي خديجه رضي الله عنها جي شاهدي ڏنل آهي ته "پاڻ سڳورا بي پهچن جا بار کڻندا هئا، خالي هٿ وارن جي سنڀال ڪندا هئا، مهمانن جي ميزباني ڪندا هئا ۽ متاثر جي مدد ڪندا هئا".([1])

*-*-*

[1] - صحيح بخاري (3/1).

# نبوت ۽ رسالت جي زندگيءَ جو مڪي دور.
# نبوت ۽ دعوت جو مڪي دور

نبوت ۽ رسالت جي منصب تي فائز ٿيڻ کان پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جي زندگي جا ٻہ نمايان دور آهن جيڪي ٻئي هڪٻئي کان بالڪل جدا آهن.

(1) مڪي دور، اٽڪل تيرنهن سال (2) مدني دور، پورا ڏهہ سال.

انهن مان هر هڪ دور جا ڪيترائي مرحلا آهن، هر مرحلي جون پنهنجون پنهنجون خاصيتون آهن، جن جي ڪري ٻين مرحلن کان ممتاز آهن. ٻنهي دورن ۾ رسول الله (ﷺ) جي دعوت جن حالتن مان گذري آهي ان تي گهري نظر وجهڻ سان هيءَ ڳالهہ واضح ٿئي ٿي.

(1) ماٺ ميٺ ۾ ۽ اڪيلي سر ڪيل تبليغ جو مرحلو ٽي سال.

(2) مڪي وارن کي کليو کلايو دعوت ڏيڻ جو مرحلو، نبوت جي چوٿين سال جي شروع کان مديني ڏانهن هجرت تائين مشتمل آهي.

(3) مڪي کان ٻاهر دعوت کي عام ڪرڻ (پکيڙڻ) جو مرحلو. نبوت جي ڏهين سال جي شروع کان، هن مرحلي ۾ مدني دور شامل آهي ۽ نبي ﷺ جي آخري زندگي تائين............

مدني دور جي مرحلن جي وضاحت پنهنجي جاءِ تي ايندي.

*-*-*

# نبوت ۽ رسالت جي ڇانو ۾

**غار حرا ۾ :-** پاڻ سڳورا ﷺ هاڻي چاليھ ورهين جي ويجهو پهچي چڪا هئا. ان دوران قوم کان سندن ذهني ۽ فڪري ويڇا ڪافي وڌي چڪا هئا. جنهن ڪري پاڻ گهڻو ڪري اڪيلائي پسند ڪرڻ لڳا. تنهن ڪري پاڻ سڳورا ڪاڌي پيتي جو سامان کڻي مڪي کان اٽڪل ٻه ميل پري حرا جبل جي هڪ غار ۾ وڃي رهندا هئا. اهو هڪ ننڍڙو غار هو جيڪو چارگز ڊگهو ۽ ٻه گز ويڪرو آهي. پاڻ سڳورا ﷺ جڏهن اتي ويندا هئا تہ بيبي خديجہ رضي الله عنها جن بہ ساڻن گڏ وينديون هيون ۽ ڪنهن ويجهي جاءِ تي رهنديون هيون. پاڻ سڳورا ﷺ سڄو رمضان ان غار ۾ رهندا هئا. اتان لنگهندڙ مسڪينن کي کاڌو کارائيندا هئا ۽ باقي وقت الله تعاليٰ جي عبادت ۾ گذاريندا هئا ۽ ڪائنات جو مشاهدو ۽ ان جي پويان ڪم ڪندڙ قدرت تي غور ڪندا هئا. پاڻ سڳورا ﷺ قوم جي شرڪيہ عقيدن ۽ اجاين تصورن کي صحيح نہ سمجهندا هئا. پر سندن سامهون ڪو ڪليل رستو ۽ صحيح طريقو نہ هو جنهن تي سندن دل مبارڪ اطمينان سان هلي سگهي. (1)

پاڻ سڳورن جي اها اڪيلائي پسندي بہ اصل ۾ الله تعاليٰ جي تدبير جو هڪ حصو هئي. ان طرح الله تعاليٰ کين مستقبل جي عظيم ڪم لاءِ تيار ڪري رهيو هو. اصل ۾ جنهن روح جو بہ اهو مقدر هوندو آهي تہ هو انساني زندگي جي حقيقتن تي اثر انداز ٿي انهن جو رخ مٽائي وجهي ان لاءِ ضروري آهي تہ ڪجهہ وقت زمين جي مشغلن زندگيءَ جي گوڙ گهمسان ۽ ماڻهن جي غم ۽ خوشيءَ جي ماحول کان ڪجهہ وقت ڪٽجي الڳ ٿلڳ گوشہ نشينيءَ واري زندگي گذاري.

نيڪ ان سنت مطابق الله تعاليٰ محمد ﷺ کي وڏي امانت جو بار کڻڻ، سڄي زمين جي ماحول کي بدلڻ ۽ تاريخ جو رخ موڙڻ لاءِ تيار ڪرڻ چاهيو تہ رسالت جي ذميداري ڏيڻ کان ٽي ورهيہ پهرين پاڻ سڳورن ﷺ کي گوشہ نشيني اختيار ڪرڻ تي مجبور ڪيائين. پاڻ سڳورا ﷺ ان اڪيلائپ ۾ هڪ مهيني تائين ڪائنات جي روح کي سمجهندا رهيا ۽ ان جي وجود پويان لڪل سببن جي ڇاڻ حاصل ڪندا رهيا تہ جيئن جڏهن الله تعاليٰ جو سڏ اچي تہ پاڻ ﷺ ان ڪم لاءِ اڳيئي تيار هجن. (2) چيو وڃي ٿو تہ عبدالمطلب ئي پهريون شخص آهي جنهن غار حرا ۾ عبادت ڪئي. جيئن ئي رمضان المبارڪ جو مهينو ايندو هو تہ هو اتي هليو ويندو هو ۽ پورو مهينو مسڪينن کي کاڌو کارائيندو هو.

---

1 - رحمة للعالمين 1/47، ابن هشام 1/235-236، في ظلال القرآن (29/166).

2 - اصل واقعي لاءِ ڏسو صحيح بخاري (حديث نمبر 3) سيرت ابن هشام (235/1، 236).

**جبرئيل وحي آڻي ٿو:-** جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ جي عمر چاليهہ ورهيہ ٿي وئي جنهن کي ڪمال حاصل ڪرڻ جي عمر چئجي ٿو. چيو وڃي ٿو تہ ان عمر ۾ ئي پيغمبرن کي پيغمبري ملندي رهي آهي تہ زندگيءَ جي آسمان جي بئي پار نبوت جا آثار چمڪڻ ۽ ٽمٽمائڻ شروع ٿيا. ان حالت ۾ ڇهن مهينن جو عرصو گذري ويو. جيڪو نبوت جي عرصي جو (46) ڇائيتاليهون حصو آهي ۽ نبوت واري زندگي ڪُل ٽيويهہ ورهيہ آهي. ان بعد جڏهن حرا ۾ اڪيلائيءَ جو ٽيون شروع سال ٿيو تہ الله تعاليٰ چاهيو تہ سڄي ڌرتيءَ جي رهاڪن تي سندس رحمت جي پالوٺ ٿئي. ان ڪري الله تعاليٰ پاڻ سڳورن ﷺ کي نبوت جو شرف بخشيو ۽ جبرئيل عليه السلام قرآن مجيد جون ڪجهہ آيتون کڻي پاڻ سڳورن ﷺ وٽ آيا. ([1])

دليلن ۽ نشانين تي گهري نظر وجهڻ ڪانپوءِ حضرت جبرئيل عليه السلام جي اچڻ واري واقعي جي تاريخ ڄاڻي سگهجي ٿي. اسان جي تحقيق مطابق اهو واقعو رمضان المبارڪ جي 21 تاريخ سومر جي رات جو ٿيو. ان ڏينهن آگسٽ جي 10 تاريخ هئي ۽ سن 610ع هو. چنڊ جي حساب سان پاڻ سڳورن جي عمر چاليهہ ورهيہ ڇهہ مهينا ٻارنهن ڏينهن ۽ سج جي حساب سان 39 سال ٽي مهينا 22 ڏينهن هئي. ([2])

---

[1] - حافظ ابن حجر جو چوڻ آهي تہ بيهقي اها حڪايت آندي آهي تہ خوابن جو عرصو ڇهہ مهينا هو. تنهن ڪري خوابن ذريعي نبوت جو آغاز چاليهہ سال عمر پوري ٿيڻ تي ربيع الاول جي مهيني ۾ ٿيو، جيڪو پاڻ سڳورن جي ڄمڻ جو مهينو آهي پر سجاڳيءَ جي حالت ۾ وحي رمضان شريف ۾ نازل ٿي. (فتح الباري 1/27).

[2] - **وحي اچڻ جو مهينو، ڏينهن ۽ تاريخ:-** مورخن ۾ وڏو اختلاف آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ تي ڪهڙي مهيني ۾ وحي نازل ٿي. گهڻن سيرت نگارن جو چوڻ آهي تہ اهو ربيع الاول جو مهينو هو. پر هڪ ڌڙي جو چوڻ آهي تہ اهو رمضان جو مهينو هو. ڪي اهو بہ چون ٿا تہ رجب جو مهينو هو. (ڏسو مختصر السيره از شيخ عبدالله ص/75) اسان جي ويجهو ٻيو قول وڌيڪ صحيح آهي تہ اهو رمضان جو مهينو هو. ڇو تہ الله تعاليٰ فرمايو آهي تہ ﴿شَهْرُ رَمَضَانَ الَّذِي أُنْزِلَ فِيهِ الْقُرْآنُ﴾ (البقرة، 185) "رمضان جو مهينو ئي اهو (برڪتن وارو مهينو آهي) جنهن ۾ قرآن ڪريم نازل ڪيو ويو" ۽ فرمايو آهي تہ: ﴿إِنَّا أَنْزَلْنَاهُ فِي لَيْلَةِ الْقَدْرِ﴾ (القدر، 1) "اسان قرآن کي ليلة القدر ۾نازل ڪيو" ۽ سڀ ڄاڻن ٿا تہ ليلة القدر رمضان ۾ آهي. اها ئي رات الله تعاليٰ جي هن ارشاد۾ بہ آهي تہ: ﴿إِنَّا أَنْزَلْنَاهُ فِي لَيْلَةٍ مُبَارَكَةٍ إِنَّا كُنَّا مُنْذِرِينَ﴾ (الدخان، 3) اسان قرآن کي هڪ ڀلاري رات ۾ لاٿو. اسين ماڻهن کي عذاب جي خطري کان آگاهہ ڪرڻ وارا آهيون. ٻئي قول جي ترجيح جو هڪ سبب اهو بہ آهي تہ حرا ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي بيهڪ رمضان ۾ ٿيندي هئي ۽ معلوم آهي تہ جبرئيل عليه السلام حرا ۾ ئي تشريف فرمائيندو هو. جيڪي ماڻهو رمضان ۾ وحي لهڻ جا قائل آهن، انهن ۾ بہ اختلاف آهي تہ ان ڏينهن ڪهڙي تاريخ هئي. ڪي سٽين چون ٿا تہ ڪي سترهين ۽ ڪي وري ارڙهين (ڏسو مختصر السيره ص/75، رحمة للعالمين 1/49) علامہ خضري زور ٿو ڀري تہ اها سترهين تاريخ هئي. (ڏسو تاريخ خضري 1/69، ۽ تاريخ التشريح الاسلامي (ص 5-6-7) مون ايڪيهين تاريخ ان لاءِ لکي آهي، حالانڪ مون کي ان جو ڪو قائل نٿو ملي، جو اڪثر سيرتنگارن جو اتفاق آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ تي سومر جي ڏينهن وحي لٿي ۽ ان جي تائيد ابو قتاده رضي الله عنه جي هن روايت مان بہ ٿئي ٿي تہ رسول الله ﷺ کان سومر جي ڏينهن جي روزي بابت پڇيو ويو تہ پاڻ فرمايائون تہ هي اهو ڏينهن آهي، جنهن تي مان پيدا ٿيس ۽ جنهن ڏينهن مون کي پيغمبر ڪيو ويو ۽ جنهن ڏينهن مون تي وحي لٿي. (صحيح مسلم 1/368، مسند احمد 5/297-299، بيهقي 4/286، 300، حاڪم 2/2-6) ۽ ان سال رمضان ۾ سومر جو ڏينهن 7-14-21 ۽ 28 تاريخ تي ٿيو هو. هوڏانهن صحيح روايتن مان اها ڳالهہ ڇٽي ٿيل آهي تہ ليلة القدر رمضان جي آخري ڏهي جي اڪي (طاق) راتين ۾ ٿيندي آهي ۽ انهن ئي اڪي راتين ۾ منتقل ٿيندي رهندي آهي.هاڻي هڪ طرف اسين

اهي واقعا، جيڪي نبوت جي شروعات آهن، جن سان ڪفر ۽ ضلالت جو انڌيرو ڇُٽي ويو ۽ زندگيءَ جو ڍنگ بدلجي ويو ۽ تاريخ جو رخ مٽجي ويو، انهن جي باري ۾ ام المؤمنين عائشہ رضي الله عنها فرمائي ٿي تہ پاڻ سڳورن ﷺ تي وحيءَ جي ابتدا ننڊ جي حالت ۾ سنا خواب ڏسڻ سان ٿي. پاڻ سڳورن ﷺ جيڪو خواب ڏسندا هئا، بلڪل ايئن ٿيندو هو. پوءِ پاڻ اڪيلائي پسند ٿي ويا. تنهن ڪري غار حرا ۾ اڪيلا وڃي رهندا هئا. ۽ ڪيترن ڏينهن تائين گهر نہ ايندا هئا بلڪہ عبادت ۾ مشغول رهندا هئا ان ڪري ثمر ساڻ کڻي ويندا هئا. پوءِ (ڪاڌو پيتو ختم ٿيڻ تي) بيبي خديجہ رضي الله عنها وٽ واپس ويندا هئا ۽ وري تقريبن اوترو ئي ثمر ساڻ وري کڻي ويندا هئا جيترا ڏينهن ڪين رهڻو هوندو هو. تان جو پاڻ سڳورن ﷺ وٽ حق آيو ۽ پاڻ غار حرا ۾ هئا يعني پاڻ سڳورن وٽ فرشتو آيو ۽ ان چيو تہ پڙهہ! پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ آئون پڙهيل نہ آهيان، پاڻ سڳورا ﷺ فرمائين ٿا تہ ان تي هن مون کي جهلي ايترو زور سان دٻايو جو منهنجو ست نڪري ويو. پوءِ ڇڏي چيائين تہ پڙهہ! مون چيو تہ آئون پڙهيل نہ آهيان. ان تي ٻيهر جهليائين ۽ وري چيائين تہ پڙهہ! مون وري چيو تہ آئون پڙهيل نہ آهيان. ان تي ٽيون ڀيرو جهلي زور ڏنائين ۽ وري ڇڏي چيائين تہ:

﴿اقْرَأْ بِاسْمِ رَبِّكَ الَّذِي خَلَقَ (1) خَلَقَ الْإِنْسَانَ مِنْ عَلَقٍ (2) اقْرَأْ وَرَبُّكَ الْأَكْرَمُ (3)﴾[1]

" پڙهہ پنهنجي رب جي نالي سان جنهن پيدا ڪيو. انسان کي لوٿڙي مان پيدا ڪيو. پڙهہ ۽ تنهنجو رب ڏاڍو ڪرم وارو آهي".

انهن آيتن سان پاڻ سڳورا ﷺ موٽيا. سندس دل ڏاڍي ڌڙڪي رهي هئي. بيبي خديجہ رضي الله عنها بنت خويلد وٽ آيا ۽ فرمايائون تہ مون کي چادر ڍڪاءِ. انهن ڪين چادر ڍڪائي آهستي آهستي سندن ڊپ لٿو. ان کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ بيبي خديجہ رضي الله عنها کي سڄو واقعو ٻڌائي فرمايو تہ: هي مون کي ڇا ٿي ويو آهي؟ مون کي تہ پنهنجي ساهہ سان اچي لڳي آهي. بيبي صاحبہ فرمايو تہ هرگز نہ: الله جو قسم! اوهان کي الله تعاليٰ رسوا نہ ڪندو جو توهان رحمدل آهيو، ٻي آسرن جا پير جهلا ٿيو ٿا. مسڪينن کي سنڀاليو ٿا. مهمانن جي ميزباني ڪريو ٿا ۽ حق لاءِ سختيون سهندڙن جي مدد بہ ڪريو ٿا.

---

الله تعاليٰ جو فرمان ڏسون ٿا تہ اسان قرآن مجيد کي ليلتہ القدر ۾ لاٿو، ٻئي پاسي ابو قتاده رضي الله عنه جي اها روايت آهي تہ رسول الله ﷺ کي سومر ڏينهن پيغمبري ملي. ٽئي پاسي ڪيلينڊر مان ڄاڻ ملي ٿي تہ ان سال سومر کهڙين کهڙين تاريخن تي ٿيو هو تہ اهو طئي ٿيو وڃي تہ نبي ﷺ کي ايڪيهين رمضان جي رات پيغمبري ملي. ان ڪري اها ئي وحي لهڻ جي پهرين تاريخ آهي.

[1] - آيتون (عَلَّمَ الْإِنْسَانَ مَا لَمْ يَعْلَمْ) تائين لٿيون هيون. (**العلق**: 1-5).

ان ڪانپوءِ بيبي خديجہ رضي الله عنها جن پاڻ سڳورن کي پنهنجي سوٽ ورقہ بن نوفل بن اسد بن عبدالعزىٰ وٽ وني ويون. ورقہ جاهليت واري دور ۾ عيسائي ٿي ويو هو ۽ عبراني لکڻ ڄاڻندو هو. ان ڪري عبراني ٻوليءَ ۾ الله جي توفيق سان انجيل جي شرح ڪندو هو. ان وقت پاڻ پوڙهو ۽ اکين کان جڏو ٿي چڪو هو. ان کي بيبي صاحبہ رضي الله عنها چيو تہ ادا سائين! اوهان پنهنجي ڀائٽي جي ڳالهہ ٻڌو. ورقہ چيو تہ ڀائٽيا تو ڇا ڏٺو آهي. ان تي پاڻ سڳورن ﷺ جيڪي ڏٺو هو سو بيان ڪري ڏنو. ان تي ورقہ پاڻ سڳورن ﷺ کي چيو تہ: اهو تہ ساڳيو ناموس آهي جنهن کي الله تعالىٰ موسىٰ عليه السلام تي لاٿو هو. ڪاش! مان ان وقت سگهو هجان ڪاش! مان ان وقت جيئرو هجان، جڏهن توهان کي توهان جي قوم ڪڍي ڇڏيندي. پاڻ سڳورن فرمايو تہ اڇا! تہ ڇا اهي ماڻهو مون کي ڪڍي ڇڏيندا؟ ورقہ چيو تہ ها! جڏهن بہ ڪو ماڻهو اهڙو نياپو کڻي آيو، جهڙو تو آندو آهي تہ ان سان وير ضرور وڌو ويو آهي. جيڪڏهن مون تنهنجو دور ڏٺو تہ تنهنجي وڏي مدد ڪندس. ان ڪانپوءِ جلد ئي ورقہ گذاري ويو ۽ وحي (بہ في الحال) رڪجي وئي. [1]

طبري ۽ ابن هشام جي روايتن مان ڄاڻ ملي ٿي تہ پاڻ اوچتي وحي اچڻ ڪانپوءِ غار حرا مان نڪتا هئا، سو واپس وڃي باقي عرصو بہ اتي رهيا، ان ڪانپوءِ مڪي ۾ آيا. طبري جي روايت ۾ پاڻ سڳورن جي نڪرڻ جي سبب تي بہ روشني وڌل آهي.

پاڻ سڳورن ﷺ وحي لهڻ جو ذڪر ڪندي فرمايو: "الله جي مخلوق ۾ شاعر ۽ چريئي کان وڌيڪ منهنجي ويجهو ڪو بہ ٻيو ڌڪارڻ جهڙو نہ هو (آئون سخت ڌڪار ڪري) انهن ڏانهن ڏسندو بہ ڪو نہ هئس (هاڻي وحي لٿي تہ) مون (دل ۾) چيو تہ هي ناڪاره يعني مان پاڻ شاعر يا چريو آهيان! مون بابت قريش اهڙي ڳالهہ ڪڏهن بہ نہ چئي سگهندا. آئون جبل جي چوٽيءَ تي وڃان ٿو، اتان کان پاڻ کي هيٺ ڪيرائيندس ۽ پاڻ کي پورو ڪندس ۽ هميشہ لاءِ ڇڏي ويندس". پاڻ سڳورا ﷺ فرمائيندا هئا تہ آئون اهو سوچي نڪتس. جڏهن جبل جي وچ تي پهتس تہ آسمان مان هڪ آواز آيو تہ: اي محمد ﷺ تون الله جو رسول آهين ۽ آئون جبرئيل عليه السلام آهيان. پاڻ سڳورا ﷺ فرمائين ٿا تہ مون آسمان ڏي سر کڻي نهاريو. ڏٺم تہ جبرئيل عليه السلام هڪ ماڻهوءَ جي شڪل ۾ افق تي پير ڄمائي بيٺو آهي ۽ چوي پيو تہ: اي محمد ﷺ تون الله جو رسول آهين ۽ آئون جبرئيل عليه السلام. پاڻ سڳورا ﷺ فرمائين ٿا تہ آئون اتي بيهي جبرئيل عليه السلام کي ڏسڻ لڳس. ان مشغلي جي ڪارڻ پنهنجي ارادي کان غافل ٿي ويس. هاڻي آئون نہ اڳيان پئي ويس نہ ئي پٺيان پئي ٿيس. البتہ پنهنجي چهري کي اُپ تي هيڏانهن هوڏانهن ۾ گهمائي رهيو هوس ۽ ان

[1] - صحيح بخاري باب ڪيف ڪان بدءُ الوحي (1/2-3) لفظن جي ٿوري فرق سان اها روايت صحيح بخاريءَ جي ڪتاب التفسير ۽ تعبير الرويا ۾ بہ آهي.

جي جنهن پاسي بہ نظر پئي ٿي اتي جبرئيل عليه السلام نظر اچي رهيو هو. آئون لڳاتار بيهي رهيس. نہ اڳيان پئي ويس نہ پٺيان. تانجو خديجہ رضي الله عنها منهنجي ڳولا ۾ ماڻهو موڪليا ۽ اهي مڪي تائين وڃي موٽي آيا پر آئون پنهنجي جڳهہ تي بيٺو رهيس. پوءِ جبرئيل عليه السلام ويو هليو ۽ آئون بہ پنهنجي گهر وارن ڏانهن موٽي آيس ۽ خديجہ وٽ پهچي ان کي ٽيڪ ڏئي ويهي رهيس. ان چيو تہ ابوالقاسم! اوهان ڪيڏانهن ويا هئا. الله جو قسم! مون اوهان جي ڳولا ۾ ماڻهو موڪليا ۽ اهي مڪي تائين وڃي موٽي آيا آهن (ان جي جواب ۾) مون جيڪو ڏٺو هو اهو کين ٻڌايو. انهن چيو تہ اي سوٽ! اوهان خوش ٿي وڃو ۽ ثابت قدم رهو. ان ذات جو قسم، جنهن جي قبضي ۾ منهنجي جان آهي، مون کي اميد آهي تہ اوهان هن امت جا نبي ٿيندا. ان کان پوءِ پاڻ ورقہ بن نوفل وٽ ويون ۽ کين وهيو واپريو ٻڌايائون. ان چيو تہ قدوس قدوس! ان ذات جو قسم جنهن جي هٿ ۾ ورقہ جي جان آهي، هن وٽ اهو ئي ناموس اڪبر آيو آهي جو موسیٰ عليه السلام وٽ ايندو هو. هو هن امت جو نبي آهي. کين چئو تہ ثابت قدم رهن. ان کانپوءِ ٻيبي خديجہ رضي الله عنها واپس اچي پاڻ سڳورن ﷺ کي ورقہ جي ڳالهہ ٻڌائي. پوءِ جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ حرا ۾ پنهنجو مقرر وقت پورو ڪيو ۽ مڪي موٽيا تہ پاڻ سڳورن ﷺ سان ورقہ مليو ۽ پاڻ سڳورن جي زباني تفصيل ٻڌي چيائين تہ: ان ذات جو قسم جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي. توهان هن قوم جا نبي آهيو. اوهان وٽ اهو ئي ناموس اڪبر آيو آهي، جيڪو موسیٰ عليه السلام وٽ آيو هو. ([1])

**وحيءَ جي روڪ:-** وحيءَ جي روڪ بابت ابن سعد، ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت نقل ڪئي آهي، جنهن جو مفهوم اهو آهي تہ اها روڪ ٿورن ڏينهن لاءِ هئي([2]) ۽ سيني پاسن کي جانچڻ کانپوءِ اها ئي ڳالهہ راجح بلڪ يقيني معلوم ٿئي ٿي. ۽ جيڪو مشهور آهي تہ وحيءَ جي روڪ ٽي ورهيہ يا اڍائي ورهيہ هئي، اهو هرگز صحيح نہ آهي.

[روايتن ۽ اهل علم جي اقوال جو مطالعو ڪرڻ کان پوءِ آئون هڪ عجيب و غريب نتيجي تي پهتو آهيان جنهن جو ذڪر مون کي ڪنهن بہ صاحب علم وٽ نہ مليو آهي. ان جي توضيح اها آهي تہ روايتن ۽ اهل علم جي قولن مان معلوم ٿئي ٿو تہ پاڻ ﷺ جن هر سال غار حرا ۾ هڪ مهينو قيام فرمائيندا هئا جيڪو رمضان جو مهينو هوندو هو. پاڻ اهو ڪم نبوت ملڻ کان ٽي سال پهرئين شروع ڪيو هيائون. ۽

---

[1] - طبري 2/207 ابن هشام 1/237-238 آخري ٿورو حصو ڪٽيو ويو آهي. اسان کي هن روايت جي بيان ڪيل تفصيل بابت ڪجهہ شڪ آهي. صحيح بخاريءَ جي روايت ۽ ٻين ڪچ روايتن ۾ پيٽ ڪرڻ کانپوءِ اسين ان نتيجي تي پڳا آهيون تہ مڪي ڏانهن سندن موٽ ۽ ورقہ سان ملاقات وحي لهڻ بعد ان ڏينهن ئي ٿي وئي پوءِ حرا ۾ مقرر وقت تائين رهي مڪي موٽيا.

[2] - فتح الباري (27/1) ، (360/12)

نبوت وارو سال ان کم جو آخري سال هو. رمضان جي پوري ٽيڻ سان ئي سندن قيام بہ ختم ٿي ويندو هو. ۽ پاڻ پهرئين شوال تي صبح ساڻ گهر واپس اچي ويندا هئا.

هوڏانهن صحيحين جي روايتن ۾ اها ڳالهہ وضاحت سان بيان ڪئي ويئي آهي تہ وحيءَ جي بندش کان پوءِ جڏهن بيهر وحي جو نزول ٿيو تہ ان وقت پاڻ ﷺ غار حرا ۾ پنهنجي سڪونت جو مهينو پورو ڪري واپس اچي رهيا هئا. ان ڪري اهو نتيجو نڪري ٿو تہ جنهن رمضان ۾ پاڻ وحي ۽ نبوت سان سرشار ٿيا انهيءَ ئي رمضان جي پوري ٽيڻ کان پوءِ پهرئين شوال تي بيهر وحي نازل ٿي. چو تہ غار حرا ۾ سندن ترسڻ جو آخري موقعو هو ۽ جڏهن اها ڳالهہ ثابت آهي تہ پاڻ ﷺ تي پهرئين وحي 21 رمضان سومر جي رات نازل ٿي تہ ان جو مطلب اهو آهي تہ وحيءَ جي بندش صرف ڏهہ ڏينهن ٿي ۽ خميس جي ڏينهن نبوت جي پهرئين سال پهرئين شوال تي وحيء جو بيهر نزول ٿيو. شايد ان جو اهو ئي سبب آهي جو رمضان جي آخري ڏهي کي اعتڪاف لاءِ ۽ پهرئين شوال کي عيد لاءِ خاص ڪيو ويو. والله اعلم].

وحيءَ جي روڪ وارن ڏينهن ۾ پاڻ سڳورا ﷺ نهايت غمگين رهندا هئا ۽ سندن مٿان حيرت ۽ استعجاب جي ڪيفيت طاري رهندي هئي. جيئن صحيح بخاري ڪتاب التعبير ۾ آيل آهي تہ: "وحي بند ٿي وئي، جنهن ڪري رسول الله ﷺ ايترا ملول ٿيا جو ڳچ ڀيرا مٿانهن جبلن تي هليا ويندا هئا تہ جيئن اتان پاڻ کي ڪيرائي ڇڏين پر جڏهن ڪنهن جبل جي چوٽيءَ تي پاڻ ڪيرائڻ لاءِ پهچندا هئا تہ حضرت جبرئيل عليه السلام ظاهر ٿي چوندو هو تہ "اي محمد! ﷺ توهان الله جا سچا رسول آهيو". جنهن جي ڪري پاڻ سڳورن جي پريشاني جهڪي ٿي ويندي هئي، نفس کي سڪون ملندو هو ۽ پاڻ سڳورا ﷺ موٽي ايندا هئا. وري جڏهن وحيءَ جي روڪ وڌي ويندي هئي تہ وري اهڙي ئي ارادي سان نڪري پوندا هئا پوءِ جڏهن جبل جي چوٽيءَ تي پهچندا هئا تہ حضرت جبرئيل عليه السلام ظاهر ٿي ساڳي ڳالهہ ورجائيندو هو. ([1])

**جبرئيل عليه السلام جو بيهر وحي کڻي اچڻ:-** حافظ ابن حجر رحمه الله فرمائي ٿو تہ اها (يعني وحيءَ جي ٿورن ڏينهن لاءِ روڪ) ان لاءِ هئي تہ جيئن پاڻ سڳورن ﷺ جي دل مان ڊپ نڪري وڃي ۽ بيهر وحي اچڻ جو شوق ۽ انتظار پيدا ٿئي.([2]) تنهن ڪري جڏهن حيرت جي ڌنڌ ڇٽي ۽ حقيقت جا نقش پڪا ٿي ويا ۽ نبي ﷺ کي پڪي ڄاڻ پئجي وئي تہ پاڻ ﷺ الله جا نبي ٿي چڪا آهن ۽ وٽن جيڪو ماڻهو آيو هو اهو وحيءَ جو سفير ۽ آسمان جون خبرون ٻڌائڻ وارو آهي. ان طرح

---

[1] - صحيح بخاري ڪتاب التعبير باب اول مابدئ بہ رسول الله ﷺ الرؤيا الصالحة 1034/2.

[2] - فتح الباري 27/1.

وحيءَ لاءِ سندن شوق ۽ انتظار ان ڳالھ جي ضمانت ٿي ويو تہ هاڻي وحي لهڻ تي پاڻ سڳورا ﷺ ثابت قدم رهندا ۽ ان بار کي کڻي ويندا تہ جبرئيل **عليه السلام** بيهر آيو. صحيح بخاريءَ ۾ جابر بن عبدالله ﷛ کان روايت آهي تہ **پاڻ رسول الله ﷺ** جي زباني وحي روڪجڻ وارو واقعو ٻڌائون پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ " آئون وڃي رهيو هوس تہ اوچتو اپ منجهان هڪ آواز آيو. مون مٿي ڏٺو تہ ڇا ٿو ڏسان تہ اهو ئي فرشتو جيڪو مون وٽ حرا ۾ آيو هو، اپ ۽ ڌرتي جي وچ ۾ هڪ ڪرسيءَ تي ويٺو آهي. آئون ان کان ڊڄي ڌرتيءَ طرف جهڪيس. پوءِ مون پنهنجن گهر وارن وٽ وڃي چيو تہ مون کي چادر اوڍايو، مون کي چادر اوڍايو. انهن چادر اوڍائي. ان کانپوءِ الله تعاليٰ (يَاأَيُّهَا الْمُدَّثِّرُ) کان (وَالرُّجْزَ فَاهْجُرْ ) تائين نازل ڪئي. اها نماز فرض ٿيڻ کان پهرين جي ڳالھ آهي. پوءِ وحي لهڻ ۾ تيزي اچي وئي ۽ هڪ ٻئي پويان نازل ٿيڻ لڳي.[1] هي آيتون پاڻ سڳورن ﷺ جي وحيءَ جي شروعات آهن اها رسالت سندن نبوت کان ايترو ئي متاخر آهي جيترو عرصو وحي بند رهي. ان ۾ ڪين ٻن قسمن جي ڳالهين جو مڪلف بنايو ويو ۽ ان جا نتيجا ڪين ٻڌايا ويا.

**<u>قسم پهريون</u>** :- پهريون قسم تبليغ ۽ ڊيڄارڻ وارو آهي جنهن جو حڪم (قُمْ فَأَنْذِرْ) جي ذريعي ڏنو ويو آهي ڇوتہ ان جو مطلب هي آهي تہ تون اٿ ۽ ماڻهن کي آگاهہ ڪر تہ جيڪي ماڻهو الله تعاليٰ جي برتر ذات کي ڇڏي جن ٻين معبودن جي پوڄا ڪري ان جي ذات ۽ صفات افعال وحقوق ۾ ٻين کي شريڪ بنائي جنهن غلطي ۽ گمراهيءَ ۾ ڦاتل آهن جيڪڏهن ان کان پاسو نہ ڪيائون تہ انهن تي الله تعاليٰ جو عذاب اچي ڪڙڪندو.

**<u>ٻيو قسم</u>**: پاڻ سڳورن ﷺ کي جنهن ٻي ڳالھ جو مڪلف بنايو اها هيءَ آهي تہ پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجي ذات تي الله تعاليٰ جو حڪم لاڳو ڪن ۽ پنهنجي پاڻ تائين ان جو اهتمام ڪن تان تہ هڪ طرف پاڻ (ﷺ) الله تعاليٰ جي رضامندي حاصل ڪري سگهن

---

[1] - صحيح بخاري ڪتاب التفسير تفسير سوره مدثر، باب والرجز فاهجر ۽ ان کان پوءِ وارو باب، فتح الباري (445/8) کان (447) تائين، ۽ ساڳي روايت صحيح مسلم ڪتاب الايمان (257، 144) ۾ آهي. هن روايت جي بعض طرقن جي منڍ ۾ اهو اضافو ڪيل آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "مون حرا ۾ اعتڪاف ڪيو ۽ جڏهن اعتڪاف پورو ٿيو تہ هيٺ لٿس. پوءِ جڏهن بطن جي واديءَ مان لنگهي رهيو هوس تہ مون کي سڏ ٿيو. مون ڪابي ساڄي اڳيان پٺيان ڏٺو، ڪجھ نظر نہ آيو. مٿي نهاريم تہ ڇا ڏسان تہ اهو ئي فرشتو...الخ تاريخدانن جو چوڻ آهي تہ سڀني روايتن جي مجموعي مان ان ڳالھ جو پتو پوي ٿو تہ پاڻ سڳورن ﷺ ٽي سال رمضان جا مهينا حرا ۾ اعتڪاف ڪيو ۽ وحي لهڻ وارو رمضان آخري هو، پاڻ سڳورن ﷺ جو دستور هو تہ پاڻ ﷺ رمضان ۾ اعتڪاف پورو ڪري پهرين شوال تي سويرو ئي مڪي موٽي ايندا هئا. مٿين روايت سان ان ڳالھ کي ڳنڍڻ سان اهو نتيجو نڪري ٿو تہ (يَاأَيُّهَا الْمُدَّثِّرُ) واري وحي، پهرين وحي کان ڏهہ ڏينهن پوءِ لٿي هئي. معنيٰ تہ وحي رڪجڻ جو ڪل مدو ڏهہ ڏينهن هو. والله اعلم.

۽ ٻي طرف ايمان آڻڻ وارن لاءِ بهترين نمونو بہ بنجي وڃن جنهن جو حڪم ٻين آيتن ۾ آهي جيئن (وَرَبَّكَ فَكَبِّرْ ) جو مطلب آهي تہ ”۽ پنهنجي رب جي وڏائي بيان ڪر“ ۽ ان ۾ ڪنهن کي بہ ڀائيوار نہ بناءِ. (وَثِيَابَكَ فَطَهِّرْ) ۽ پنهنجا ڪپڙا پاڪ رک. جنهن جو مقصد آهي تہ ڪپڙا ۽ جسم پاڪ رکو ڇوتہ جيڪو الله تعالىٰ جي حضور ۾ بيهي ۽ ان جي وڏائي بيان ڪري تہ ان لاءِ اهو ڪنهن بہ صورت ۾ صحيح نہ آهي تہ اهو گندو ۽ پليت هجي ۽ جڏهن جسم ۽ لباس جي پاڪائي مطلوب هجي تہ شرڪ ۽ اخلاق جي گندگي کان پاڪ هئڻ تہ بدرجہ اتم مطلوب ٿيندو. (وَالرُّجْزَ فَاهْجُرْ) جو مطلب اهو آهي تہ الله تعالىٰ جي ناراضگي ۽ ان جي عذاب جي اسبابن کان پري رهجي ۽ ان جي صورت اها ئي آهي تہ ان جي اطاعت کي مضبوط ونجي ۽ معصيت کان پاسو ڪجي. (وَلَا تَمْنُنْ تَسْتَكْثِرُ) جو مطلب آهي تہ ماڻهن ۾ ڪنهن بہ احسان جي صلي جي اميد نہ رک يا جهڙو احسان ڪيو اٿئو دنيا ۾ ان کان بهتر بدلي جي اميد نہ رکو. آخري آيت ۾ تنبيهہ ڪئي ويئي آهي تہ پنهنجي قوم کان الڳ دين اختيار ڪرڻ پنهنجي قوم کي الله وحده لاشريڪ له ڏانهن سڏڻ ۽ ان جي عذاب ۽ پڪڙ کان ڊيڄارڻ جي نتيجي ۾ قوم جي طرفان تڪليفون ڏسڻيون پونديون. ان لاءِ فرمايو ويو تہ: ”وَلِربكَ فَاصبر“ پنهنجي پروردگار ڪارڻ صبر ڪجان. انهن آيتن جو مطلع الله بزرگ وبرتر جي آواز ۾ هڪ آسماني ندا تي مشتمل آهي جنهن ۾ نبي ڪريم ﷺ کي انهيءَ عظمت وجلالت واري ڪم لاءِ اُٿي کڙو ٿيڻ، ننڊ جي غفلت ۽ آرام وسڪون کي ڇڏي جهاد ، محنت ۽ مشقت جو سندرو ٻڌي ميدان ۾ لهڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي. (يَا اَيُهَا المُدَثِر قُم فَاَنذِر) ”اي چادر ويڙهيندڙ اُٿ ۽ ڊيڄار“

جڻ تہ اهو چيو پيو وڃي تہ جنهن کي پنهنجي لاءِ جِيَڻُو آهي اهو تہ سڪون جي زندگي گذاري سگهي ٿو پر تون جنهن وڏي بار کي کڻي رهيو آهين تہ تنهنجو انهيءَ ننڊ سان ڪهڙو واسطو؟ اها راحت تنهنجي ڪهڙي ڪم جي؟ گرم بستري سان تنهنجو ڪهڙو تعلق؟ هن زندگي جي سڪون سان تنهنجي ڪهڙي نسبت؟ هن عيش وعشرت جي سامان سان تنهنجو ڪهڙو تعلق؟ انهيءَ عظيم ڪم لاءِ تيار ٿيءُ جيڪو تنهنجي انتظار ۾ آهي انهيءَ ڳري بار کي کڻڻ لاءِ جيڪو تنهنجي لاءِ تيار پيو آهي جدوجهد ۽ مشقت ٿڪائيندڙ سفر ۽ محنت لاءِ تيار ٿي اُٿ ننڊ ۽ آرام جو وقت گذري ويو اڄ کان مسلسل اوجاڳو ۽ تمام ڊگهو ۽ پر مشقت جهاد شروع ٿي چڪو آهي. اُٿ! ۽ هن ڪم لاءِ چُست ۽ تيار ٿي وڃ.

هي وڏو عظيم ۽ پُرهيبت جملو آهي. ان نبي ڪريم ﷺ جن کي پر سڪون گھر ۽ نرم بستري مان ڇڪي ڪڍي خطرناڪ طوفان ۽ تيز هوائن جي وچ ۾ هڪ گهري سمنڊ ۾ اڇي اڇلايو ۽ ماڻھن جي ضمير ۽ زندگي جي حقيقتن جي ڇڪتاڻ جي ڏاري ۾ آڻي بيهاريو. ۽ پوءِ رسول الله ﷺ جن اٿيا ۽ ويهن سالن جي عرصي تائين اٿيا ئي رهيا راحت ۽ سڪون ختم ٿي ويو زندگي پنهنجي پنهنجي گهر وارن لاءِ نه رهي سندن ڪم صرف الله تعالیٰ ڏانهن سڏڻ ئي هو. پاڻ اهو ڪمر ٽوڙ وزني بار بنا ڪنهن دٻاءَ جي پنهنجي ڪلهن تي کنيائون. اهو وزن زمين تي امانت ڪبریٰ جو بار هو اهو بار پوري انسانيت جو تمام عقيدن ۽ مختلف ميدانن ۾ جهاد ۽ دفاع جو بار هو. پاڻ ٽيهن سالن جي عرصي تائين مسلسل ۽ پوري تياريءَ سان جنگي حالتن ۾ زندگي گذاريائون ۽ ان پوري عرصي ۾ يعني جڏهن کان پاڻ سڳورن ﷺ آسمان کان الله تعالیٰ جو اهو آواز ٻڌو ۽ اها ايڏي وڏي ذمہ داري سنڀالي ڪين ڪا بہ هڪ حالت ٻي حالت کان غافل ڪري نہ سگهي. الله تعالیٰ ڪين اسان جي ۽ پوري انسانيت جي طرفان بهترين صلو عطا فرمائي.[1] ايندڙ صفحن ۾ رسول الله ﷺ جن جي انهي ڏکهي ۽ پرمشقت جهاد جو هڪ مختصر خاڪو بيان ٿيل آهي.

<u>**وحيءَ جا قسم**</u>:- هاڻي اسين موضوع کان ٿورو هٽي، يعني رسالت ۽ نبوت جي حيات مبارڪ جو تفصيل شروع ڪرڻ کان اڳ وحيءَ جي قسمن جو ذڪر ڪرڻ گهرون ٿا ڇو تہ اها **رسالت جو بنياد ۽ ان جي معاون آهي**. علامہ ابن قيم وحيءَ جا هيٺ ڄاڻايل قسم ٻڌايا آهن.

<u>(1)</u> سچو خواب: ان سان پاڻ سڳورن ﷺ تي وحيءَ جي شروعات ٿي.

<u>(2)</u> فرشتو نظر اچڻ کان سواءِ پاڻ سڳورن ﷺ جي دل ۾ ڳالهہ وجهي ڇڏيندو هو. مثال طور پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: " إِنَّ رُوحُ الْقُدُسِ نَفَثَ فِي رَوْعِي أَنَّهُ لَنْ تَمُوتَ نَفْسٌ حَتَّى تَسْتَكْمِلَ رِزْقَهَا ، فَاتَّقُوا اللَّهَ ، وَأَجْمِلُوا فِي الطَّلَبِ ،وَلا يَحْمِلَنَّكُم اسْتِبْطَاءُ الرِّزْقِ علي أَنْ تَطْلُبُوهُ بِمَعْصِيَةِ اللَّهِ ، فَإِنَّ ما عِنْدَ اللَّهِ لا يُنَالُ إِلا بِطَاعَتِهِ"

(روح القدس منهنجي دل ۾ اها ڳالهہ ڦوڪي تہ ڪو بہ نفس مري نٿو سگهي، ايستائين جو پنهنجو رزق پورو حاصل ڪري وٺي. بس الله کان ڊڄو ۽ طلب ۾ چڱائي اختيار ڪريو ۽ رزق جي تاخير توهان کي ان ڳالهہ تي آماده نہ ڪري تہ توهان ان کي الله جي نافرمانيءَ جي وسيلي ڳوليو،ڇو تہ الله وٽ جيڪي ڪجهہ آهي اهو سندس اطاعت کانسواءِ حاصل نٿو ڪري سگهجي). [2]

---

[1] - في ظلال القرآن تفسير سورة المزمل ۽ المدثر (172-168/29)

[2] - السلسلة الصحيحة - (6 / 365) ( حديث نمبر2866 )

(3) فرشتو، پاڻ سڳورن ﷺ لاءِ ماڻهوءَ جو روپ وٺي کين مخاطب ڪندو هو ۽ پوءِ جيڪي چوندو هو اهو پاڻ سڳورا ﷺ ياد ڪري ڇڏيندا هئا. ان صورت ۾ ڪڏهن ڪڏهن اصحابي رضي الله عنهم بہ فرشتي کي ڏسندا هئا.

(4) پاڻ سڳورن وٽ وحي گهنٽيءَ جي ٽن ٽن وانگر ايندي هئي. اها وحيءَ جي سڀ کان سخت صورت هئي. ان صورت ۾ فرشتو پاڻ سڳورن ﷺ سان ملندو هو ۽ وحي ايندي هئي تہ سخت سياري ۾ بہ پاڻ سڳورن ﷺ جو نراڙ پگهر سان پرجي ويندو هو ۽ پاڻ ﷺ ڏاچيءَ تي سوار هوندا هئا تہ اها زمين تي ويهي رهندي هئي. هڪ ڀيري ان طرح وحي آئي. پاڻ سڳورن ﷺ جي ران حضرت زيد بن ثابت رضي الله عنه جي ران تي هئي تہ ان کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ ران ڪچلجي ويندي.

(5) پاڻ سڳورا ﷺ فرشتي کي سندس اصلي ۽ پيدائشي شڪل ۾ ڏسندا هئا ۽ ان حالت ۾ الله تعاليٰ جي وحي پهچائيندو هو. اها حالت پاڻ سڳورن سان بہ ڀيرا ٿي، جنهن جو ذڪر الله تعاليٰ سوره النجم ۾ ڪيو آهي.

(6) اها وحي جيڪا پاڻ سڳورن تي معراج واري رات نماز فرض ٿيڻ وغيره جي سلسلي ۾ الله تعاليٰ ان وقت نازل ڪئي جڏهن پاڻ ﷺ مٿي آسمانن تي هئا.

(7) فرشتي جي واسطي کانسواءِ الله تعاليٰ جي پاڻ سڳورن ﷺ سان پردي ۾ رهي سڌي ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ جيئن الله تعاليٰ موسيٰ عليه السلام سان ڳالهايو. وحيءَ جي اها صورت قرآن ۾ قطعي طور تي ثابت ٿيل آهي پر پاڻ سڳورن ﷺ لاءِ ان جو ثبوت (قرآن بدران) معراج جي حديث ۾ آهي.

ڪن ماڻهن اٺين قسم جو بہ واڌارو ڪيو آهي. يعني الله تعاليٰ آمهون سامهون بنا حجاب جي ڳالهائي پر اها اهڙي صورت آهي جنهن بابت سلف کان خلف تائين اختلاف هلندو اچي.[1]

*_*_*

[1] - زاد المعاد 18/1 پهرئين ۽ اٺين صورت جي بيان ۾ اصل عبارت ۾ ٿوري تلخيص ڪئي وئي آهي.

# تبليغ جو حڪم ۽ ان جا مضمرات

سورة المدثر جون شروعاتي آيتون: (يَاأَيُّهَا الْمُدَّثِّرُ) کان (وَلِرَبِّكَ فَاصْبِرْ) تائين ۾ پاڻ سڳورن کي ڳچ حڪم ڏنا ويا آهن، جيڪي ڏسڻ ۾ تہ ننيڍڙا ۽ سادا آهن پر حقيقت ۾ دور رس مقصدن تي ٻڌل آهن ۽ حقيقتن تي انهن جا گهرا اثر مرتب ٿين ٿا. جيئن:

1. انذار جي آخري منزل اها آهي تہ عالم وجود ۾ الله جي مرضيءَ کانسواءِ جيڪو هلي پيو ان کي ان جي بڇڙي پڇاڙي کان آگاهہ ڪيو وڃي ۽ اهو بہ ان طرح جو الله جي عذاب جو ڊپ سندس دل ۽ دماغ ۾ هلچل ۽ اٿل پٿل مچائي ڇڏي.

2. رب جي وڏائي مڃڻ جي آخري منزل اها آهي تہ سڄي ڌرتيءَ تي ڪنهن بہ ٻئي جي وڏائي نہ هلڻ ڏجي. بلڪ ان جي شان و شوڪت کي تباهہ ۽ برباد ڪري ڇڏجي.

3. ڪپڙي جي پاڪائي ۽ گندگيءَ کان دوريءَ جي آخري منزل اها آهي تہ اندر ۽ ٻاهر جي پاڪائي ۽ سيني وهمن ۽ وسوسن کان نفس جي صفائيءَ جي سلسلي ۾ ان انتهائي حد تي پهچي وڃجي جيڪا الله جي رحمت جي گهاٽي ڇانو ۾ سندس سار ۽ سنڀال ۽ هدايت ۽ نور تحت ممڪن آهي، ايستائين جو انساني سماج جو اهڙو اعليٰ ترين نمونو بڻجي وڃي جو پاڻ سڳورن ﷺ ڏانهن سڀ ڇڳيون دليون ڇڪجي وڃن۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي هيبت ۽ وڏائي جو احساس ڪمزور دلين کي بہ ٿي وڃي ۽ ان طرح سڄي دنيا موافقت يا مخالفت ۾ پاڻ سڳورن ڏانهن متوجهہ ٿي وڃي.

4. احسان ڪري ان جو صلو نہ گهرڻ جي آخري منزل اها آهي تہ پنهنجي ڪوشش ۽ ڪارنامن کي اهميت نہ ڏجي. بلڪ هڪ ڪانپوءِ ٻئي عمل لاءِ جدوجهد ڪبي رهجي ۽ وڏي پيماني تي قرباني، محنت ۽ ڪوشش ڪري ان لحاظ کان وساري ڇڏجي تہ اهو ڪو اسان جو ڪارنامو آهي. يعني الله جي ياد ۽ ان آڏو جوابده هجڻ جو احساس پنهنجي ڪوشش ۽ محنت جي احساس تي حاوي هجي.

5. آخري آيت ۾ اشارو آهي تہ الله ڏانهن دعوت ڏيڻ جو ڪم شروع ڪرڻ بعد مخالفن پاران مخالفت، ٺٺولي، ڪل ۽ ٺوڪ جي شڪل ۾ ايذاءُ رسانيءَ کان وٺي پاڻ سڳورن ﷺ کي ۽ سندن ساٿين کي مارڻ ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي چوڌاري گڏ ٿيل ايمان وارن کي مٽائي ڇڏڻ جهڙيون ڀرپور ڪوششون ٿينديون ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جو انهن سيني سان واسطو پوندو. ان صورت ۾ پاڻ سڳورن ﷺ کي پير ڄمائي بيهڻو پوندو ۽ پختگيءَ سان صبر ڪرڻو پوندو. اهو بہ ان لاءِ نہ تہ ان صبر جي بدلي ۾ ڪنهن نفساني مزي جي اميد هجي، بلڪ رڳو پنهنجي رب جي رضا ۽ ان جي دين جي سربلنديءَ لاءِ (ولر بڪ فاصبر)

الله اڪبر! اهي حڪم ڏسڻ ۾ ڪيڏا نہ سادا ۽ ننڍڙا آهن ۽ انهن جي لفظن جي جوڙجڪ ڪيڏي نہ سڪون پري ۽ دل ڇڪڻ واري ميناج سان پريل آهي پر عمل ۽ مقصد جي لحاظ کان اهي حڪم ڪيڏا نہ ڳرا ۽ ڪيڏا نہ وڏا ۽ ڪيڏا نہ سخت آهن ۽ ان جي ڪارڻ ڪيڏو نہ سخت طوفان ايندو جو سڄي دنيا جي ڪنڊ ڪنڊ کي لوڏي ۽ هڪ ٻئي سان سٽي ڇڏيندو.

انهن ئي ٻڌايل آيتن ۾ دعوت ۽ تبليغ جو مواد بہ موجود آهي. انذار جو مطلب اهو آهي تہ بني آدم جا ڪجهہ عمل اهڙا آهن جن جو انجام برو آهي ۽ اهو سڀ ڄاڻن ٿا تہ هن دنيا ۾ ماڻهن کي نہ ڪو سندن سيني عملن جو بدلو ملي ٿو ۽ نہ ئي ملي سگهي ٿو. ان ڪري انذار جي هڪ گهرج اها بہ آهي تہ دنيا جي ڏينهن کانسواءِ هڪ ڏينهن اهڙو بہ هجڻ کپي، جڏهن هر عمل جو پورو پورو ۽ نيڪ نيڪ بدلو ڏنو وڃي. اهو ئي قيامت جو ڏينهن، جزا جو ڏينهن ۽ بدلي جو ڏينهن آهي. ان ڏينهن بدلو ملڻ جي لازمي گهرج اها بہ ٿيندي تہ اسين دنيا ۾ جيڪا زندگي گذاري رهيا آهيون ان کانسواءِ بہ هڪ زندگي هجي.

ٻين آيتن ۾ ٻانهن کان مطالبو ڪيو ويو آهي تہ اهي الله جي نج هيڪڙائي کي مڃين، پنهنجا سڀ معاملا الله جي حوالي ڪن ۽ الله جي رضا تي نفس جي خواهش ۽ ماڻهن جي راين کي **نظرانداز** ڪري ڇڏين. ان طرح دعوت ۽ تبليغ جي مواد جو تت هي ٿيندو.

(الف) خدا جي هيڪڙائي

(ب) قيامت جي ڏينهن تي ايمان

(ج) نفس جي پاڪائيءَ جو بندوبست، يعني بري انجام تائين وني وڃڻ وارن گندن ۽ فحش ڪمن کان پاسو ڪرڻ ۽ فضيلتن، ڪمالن ۽ چڱن ڪمن تي هلڻ لاءِ ڪوششون وٺڻ.

(د) پنهنجا سڀ معاملا الله جي حوالي ڪرڻ

(ه) ان جي آخري ڪڙي اها آهي تہ اهو سڀ ڪجهہ پاڻ سڳورن ﷺ جي رسالت تي پاڻ سڳورن ﷺ جي عظمتن سان پريل اڳواڻي ۽ رشد و هدايت سان پريل قولن جي روشني ۾ پورو ڪيو وڃي.

انهن آيتن جي مطلع الله بزرگ ۽ برتر جي آواز ۾ هڪ آسماني سڏ تي ٻڌل آهي. جنهن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ کي هيڏي وڏي ڪم لاءِ اٿڻ، ننڊ جي چادر پوشي ۽ ڪوسي هنڌ مان نڪري جهاد و ڪفاح ۽ ڪوشش ۽ محنت جي ميدان ۾ ٽپي پوڻ لاءِ چيو ويو آهي. يا يها المد ثر قم فانذر(74: 2/1) "اي چادر پهريل! اٿي ۽ ڊيڄار"، ڄڻ چيو وڃي پيو تہ جنهن کي پاڻ لاءِ جيئڻو آهي، اهو ڀلي مزي جي زندگي گذاري پر توهان ﷺ جيڪي هن زبردست بار کي کڻي رهيا آهيو تہ توهان ﷺ جو ننڊ سان ڪهڙو ڪم؟ توهان ﷺ جو راحت سان ڪهڙو واسطو؟ توهان ﷺ کي ڪوسي هنڌ سان ڪهڙو مطلب؟ سڪون واري حياتيءَ سان ڪهڙي نسبت؟ راحت جي ٽڪساٽ سان ڪهڙو واسطو؟

توهان ﷺ ان وڏي ڪم لاءِ اٿي ڪڙا ٿيو. جيڪو اوهان لاءِ منتظر آهي، ان ڳري بار لاءِ جيڪو اوهان لاءِ تيار آهي، اوهان ڪوشش ۽ سخت محنت ڪرڻ لاءِ اٿو جو هاڻي ننڊ ۽ راحت جو وقت نہ رهيو آهي. هاڻي لڳاتار اوجاڳا آهن ۽ ڊگهو سخت محنت وارو جهاد آهي. اٿو ۽ ان ڪم لاءِ چستيءَ سان تيار ٿي وڃو.

اهي تمام وڏا ۽ ڊيڄاريندڙ جملا آهن، جن پاڻ سڳورن کي پرسڪون گهر، بستري جي نرمي ۽ گرميءَ مان ڇڪي تيز طوفانن جي گهري سمنڊ ۾ اڇلي ڇڏيو ۽ ماڻهن جي ضمير ۽ زندگيءَ جي حقيقتن جي ڪشمڪش جي وچ ۾ اچي بيهاريو. پوءِ پاڻ سڳورا ﷺ اٿي ڪڙا ٿيا ۽ ويهن سالن کان وڌيڪ عرصي تائين اٿيا رهيا. دنيا جا مزا تياڳي ڇڏيائون. سندن زندگي پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجن ٻارن ٻچن لاءِ نہ رهي. سندن ڪم الله ڏانهن ماڻهن کي سڏڻ هو. پاڻ سڳورن ﷺ ڇيلهہ ڇڪي ڪرڻ وارو ڳرو بار، پنهنجن ڪلهن تي ڏاڍي آسانيءَ سان کڻي ورتو هو. هن سڄي ڌرتيءَ تي امانت ڪبرىٰ جو بار، سڄي انسانيت جو بار،سڀني عقيدن جو بار ۽ مختلف ميدانن ۾ جهاد ۽ دفاع جو بار. پاڻ سڳورن ﷺ ويهہ ورهين کان وڌيڪ عرصو لاڳيتو هلندڙ ٽڪراءَ ۽ مقابلي واري ماحول ۾ حياتي گذاري ۽ ان سڄي دور ۾ يعني جڏهن کان پاڻ سڳورن اهو آسماني سڏ ٻڌو هو ۽ ڳرو بار کنيو هو، ڪين ڪا هڪ حالت، ٻئي حالت کان غافل نہ ڪري سگهي. الله، پاڻ سڳورن ﷺ کي اسان ۽ سڄي انسانيت پاران بهترين جزا ڏي.([1])

ايندڙ صفحن ۾ رسول الله ﷺ جي ان ئي ڊگهي ۽ اڻٿڪ جهاد جو هڪ مختصر خاڪو ڏنل آهي.

*-*-*

[1] - في ظلال القرآن سوره مزمل و مدثر سيپارو 29: 168 کان 171-182

# دعوت جا دور ۽ مرحلا

اسين پاڻ سڳورن ﷺ جي پيغمبري واري حياتيءَ کي ٻن حصن ۾ ورهائي سگهون ٿا، جيڪي هڪ ٻئي کان بلڪل مختلف آهن. اهي هي آهن.

1. مڪي واري حياتي - اٽڪل تيرنهن ورهيه.

2. مديني واري حياتي - اٽڪل ڏهه ورهيه.

انهن مان هر ڪو حصو ڪجھ مرحلن تي مشتمل آهي ۽ اهي مرحلا به پنهنجي خاصيتن جي لحاظ کان هڪ ٻئي کان ڏاڍا مختلف آهن. ان جو اندازو پاڻ سڳورن ﷺ جي پيغمبراڻي حياتيءَ جي ٻنهي حصن ۾ پيش آيل مختلف حالتن جو گهرائيءَ سان جائزو وٺڻ کانپوءِ لڳائي سگهي ٿو.

*-*-*

# مڪي واري زندگي ٽن مرحلن تي مشتمل هئي

1. لڪ ۾ دعوت ڏيڻ جو مرحلو - ٽي ورهيہ

2. مڪي وارن کي ڪليل دعوت ڏيڻ ۽ تبليغ جو مرحلو — نبوت جي چوٿين سال جي منڍ کان ڏهين سال جي توڙ تائين.

3. مڪي کان ٻاهر اسلام جي دعوت جي مقبوليت ۽ ڦهلاءَ جو مرحلو - ڏهين نبوي سال کان مديني هجرت ڪرڻ تائين

مدني زندگي جي مرحلن جو تفصيل پنهنجي جڳهہ تي ايندو.

پهريون مرحلو :

# تبليغي ڪوششون

**لڪل دعوت جا ٽي ورهيه:-** اسان کي خبر آهي ته مڪو عربستان جو ديني مرڪز هو. هتي ڪعبي جا نگران به هئا ته ان ۾ رکيل بتن جا نگهبان پڻ، جن کي سڄو عربستان ڀلارو سمجهندو هو. ان ڪري ڪنهن پرانهين هنڌ جي ڀيٽ ۾ مڪي ۾ تبديلي آڻڻ جو ڪم ڏکيو هو. هتي اٽل ارادن جي گهرج هئي. جيئن مصيبتن ۽ تڪليفن جا لوڏا لوڏي نه سگهن. ان ڪري ان ڳالهه جي گهرج هئي ته پهرين دعوت ۽ تبليغ جو ڪم لِڪِڇُپِ ۾ ڪجي، جيئن مڪي وارن کي اوچتو ڪو جهٽڪو نه لڳي.

**پهريان مسلمان:-** اها هڪ فطري ڳالهه هئي جو پاڻ سڳورن ﷺ سڀ کان پهرين انهن ماڻهن آڏو اسلام پيش ڪيو جن سان سندن گهرا واسطا هئا. يعني پنهنجي گهر وارن ۽ دوستن تي. ان طرح پاڻ سڳورن ﷺ پهرين پنهنجي انهن ڄاڻ سڃاڻ وارن کي حق ڏانهن سڏيو جن جي پيشانيءَ تي ڪين نيڪيءَ جا آثار نظر آيا تي ۽ پاڻ ﷺ ڄاڻائون تي ته اهي حق ۽ خير کي پسند ڪن ٿا ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي سچائي ۽ ڀلائيءَ کان به واقف آهن ۽ پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جن کي دعوت ڏني، انهن مان هڪ گروهه جنهن کي پاڻ سڳورن ﷺ جي وڏائي، نفس جي پاڪائي ۽ سچائيءَ جي پڪ هئي، انهن پاڻ سڳورن ﷺ جي دعوت قبول ڪري ورتي. اهي اسلامي تاريخ ۾ "سابقين اولين" جي نالي سان مشهور آهن. انهن ۾ سڀ کان مٿي پاڻ سڳورن ﷺ جي گهر واري ام المؤمنين بيبي خديجه رضي الله عنها بنت خويلد، پاڻ سڳورن ﷺ جو آزاد ڪيل ٻانهو **حضرت زيد بن حارث** رضي الله عنه بن شر حبيل ڪلبي[1] پاڻ سڳورن ﷺ **جو سوٽ حضرت علي بن ابي طالب** رضي الله عنه، **جيڪو اجا پاڻ** سڳورن ﷺ جي سنڀال هيٺ هو ۽ اجا ٻار هو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ **جو يارغار حضرت ابوبڪر** صديق رضي الله عنه، اهي سڀ پهرئين ڏينهن ئي مسلمان ٿي ويا.[2] ان ڪانپوءِ **حضرت ابوبڪر** رضي الله عنه اسلام جي تبليغ ۾ سرگرم ٿي ويو. **پاڻ** هر ڪنهن کي وڻندڙ، نرم دل ۽ وڻندڙ گڻن جو مالڪ، اخلاق وارو

---

[1] - پاڻ هڪ جنگ ۾ قيد ٿي غلام بڻجي ويو هو. بعد ۾ بيبي خديجه رضي الله عنها سندن مالڪ ٿي ۽ ڪين پاڻ سڳورن ﷺ کي هبه ڪيو. ان ڏينهن ڪانپوءِ سندن والد ۽ چاچو ڪين گهر وٺي وڃڻ لاءِ آيا پر انهن ٻنهي کي ڇڏي پاڻ سڳورن ﷺ سان گڏ رهڻ کي پسند ڪيائين. ان بعد پاڻ سڳورن ﷺ عربن جي دستور مطابق ڪين متبنيٰ (پٽيلو) ڪيو ۽ ڪين زيد بن محمد ﷺ چيو وڃڻ لڳو. تان ته اسلام ان رسم جي پڄاڙي ڪئي. حضرت زيد سن 8 هه ۾ جنگ موته ۾ سپهه سالار جي حيثيت سان وڙهندي شهيد ٿيو.

[2] - رحمة للعالمين (50/1).

۽ دريا دل هو. سندن مروت، دور انديشي، واپار ۽ سٺي صحبت ڏيڻ ڪري ماڻهن جي وٽن اچ وڃ رهندي هئي. ان ڪري انهن پاڻ وٽ ايندڙن مان جن کي بہ قابل اعتماد ڄاتو، ان کي اسلام جي دعوت ڏيڻ شروع ڪئي. سندن ڪوشش سان **حضرت عثمان** رضي الله عنه، **حضرت زبير** رضي الله عنه، **حضرت عبدالرحمان بن عوف** رضي الله عنه، **حضرت سعد بن ابي وقاص** رضي الله عنه ۽ **حضرت طلحہ بن عبيد الله** رضي الله عنه **جن** مسلمان ٿيا، اهي بزرگ اسلام لاءِ هر اول دستو ثابت ٿيا. جن ماڻهن شروع ۾ اسلام قبول ڪيو، انهن مان **حضرت بلال** رضي الله عنه بہ هڪ آهي. تن ڪانپوءِ امين امت[1] **حضرت ابو عبيده** رضي الله عنه، **عامر بن جراح** رضي الله عنه، **ابو سلمہ بن عبدالاسد** رضي الله عنه، **ارقم بن ابي ارقم** رضي الله عنه، **عثمان بن مظعون** رضي الله عنه ۽ سندن بہ ڀائر قدامہ رضي الله عنه ۽ **عبدالله** رضي الله عنه ۽ **عبيده بن حارث** رضي الله عنه **بن مطلب بن عبدالمناف**، **سعيد بن زيد عدوي** رضي الله عنه ۽ ان جي گهر واري يعني **حضرت عمر** رضي الله عنه جي ڀيڻ **فاطمہ بنت خطاب** ۽ **خباب بن ارت** رضي الله عنه، **جعفر بن ابي طالب** ۽ ان جي زال **اسماء بنت عميس**، **خالد بن سعيد بن عاص اموي** ۽ ان جي زال **اميہ بنت خلف** ۽ ان جو ڀاءُ **عمرو بن سعيد بن عاص حاطب بن حارث جحمي** ۽ ان جي زال **فاطمہ بنت مجلل** ۽ ان جو ڀاءُ **خطاب بن حارث** ۽ ان جي زال **فڪيهہ بنت يسار** ۽ ان جو هڪ ٻيو ڀاءِ **معمر بن حارث**، **مطلب بن ازهر زهري** ۽ ان جي زال **رملہ بنت ابي عوف** ۽ **نعيم بن عبدالله بن نحام عدوي** مسلمان ٿيا. اهي ماڻهو مجموعي طور تي قريشن جي سيني شاخن سان تعلق رکندا هئا. قريش کان ٻاهر جن جن ماڻهن سڀني کان پهرئين اسلام قبول ڪيو انهن مان سڀ کان نمايان ماڻهو هي آهن. **عبدالله بن مسعود هذلي**، **مسعود بن ربيعہ قاري**، **عبدالله بن جحش اسدي**، **بلال بن رباح حبشي**، **صهيب بن سنان رومي**، **عمار بن ياسر عنسي**، سندس پيءُ **ياسر**، سندس ماءُ **سميہ** ۽ **عامر بن فهيره** رضوان الله عليهم اجمعين. مٿي ذڪر ڪيل عورتن کان علاوه عورتن ۾ سڀ کان پهرين جن اسلام قبول ڪيو انهن جا نالا هي آهن: **ام ايمن برڪة حبشيہ**، **حضرت عباس بن عبدالمطلب جي زال ام الفضل لبابہ الڪبرىٰ بنت حارث هلاليہ**، **حضرت ابوبڪر بن صديق جي ڌي اسماء** رضي الله عنهم. ابن هشام سندن انگ چاليهن کان مٿي ٻڌايو آهي. ابن اسحاق جو چوڻ آهي تہ ان ڪانپوءِ مرد ۽ عورتون اسلام ۾ گروهن جا گروهہ ٿي داخل ٿيا. ايستائين جو مڪي ۾ اسلام جو ذڪر پکڙجي ويو ۽ ماڻهن ۾ چوٻول مچي ويو.[2]

---

[1] - هن لقب سان ملقب ڪرڻ جي سبب لاءِ صحيح بخاري .مناقب ابوعبيده بن الجراح (1/ 530) ڏسڻ گهرجي.

[2] - سيرت ابن هشام 1/ 245، کان 262، ابن هشام جا بيان ڪيل ڪجهہ نالا محل نظر آهن جيڪي مون هتي نہ لکيا آهن. (اهي سڀ سابقين اولين جي لقب سان مشهور آهن. جانچ پڙتال کان پوءِ اهو معلوم ٿيو آهي تہ جيڪي ماڻهو سابقين اولين جي صفت سان موصوف ٿي ويا آهن، مرد ۽ عورتن کي ملائي انهن جو تعداد هڪ سئو ٽيهہ (130) تائين پهچي

اهي سڀ لڪ ڇپ ۾ مسلمان ٿيا هئا ۽ رسول الله ﷺ جن بہ لڪ ڇپ ۾ ئي سندن رهنمائي ڪندا هئا ۽ کين ديني تعليم ڏيندا هئا. ڇو تہ تبليغ جو ڪم اجا تائين لڪ ڇپ ۾ ئي هلي رهيو هو. هوڏانهن سوره مدثر جي پهرين آيتن کانپوءِ وحي لڳاتار ۽ تيزيءَ سان اچي رهي هئي. انهن ڏينهن ۾ ننڍڙيون ننڍڙيون آيتون نازل ٿي رهيون هيون. انهن آيتن جي پڇاڙي هڪ ئي قسم جي ڏاڍن روح کي ڇڪ ڪندڙ لفظن سان ٿيندي هئي، جن ۾ ڏاڍو سڪون ۽ راحت هوندي هئي، جيڪا ان ماحول مطابق هئي. انهن آيتن ۾ نفس جي پاڪائي ۽ دنيا جي گندگي ۾ لت پت ٿيڻ جون خرابيون بہ ٻڌايون وينديون هيون ۽ جنت ۽ جهنم جو نقشو ان طرح پيش ڪيو ويندو هو ڄڻ اهي اکين اڳيان هجن. اهي آيتون ايمان وارن کي ان وقت جي انساني معاشري کان بلڪل الڳ ٿلڳ ڪنهن ٻيءَ فضا جو سير ڪرائينديون هيون.

**نماز:** شروع وارين آيتن ۾ ئي نماز جو حڪم بہ هو. مقاتل بن سليمان ٻڌائي ٿو تہ الله تعاليٰ شروع ۾ ٻہ رڪعتون صبح ۽ ٻہ رڪعتون شام جي نماز فرض ڪئي، جيئن الله تعاليٰ جو ارشاد آهي تہ: " وَسَبِّحْ بِالْعَشِيِّ وَالْإِبْكَارِ "(40: 55) "صبح ۽ شام پنهنجي رب جي حمد سان ان جي تسبيح بيان ڪريو".

ابن حجر چوي ٿو تہ پاڻ سڳورا ﷺ ۽ سندن ساٿي معراج واري واقعي کان اڳ ان طرح ئي نماز پڙهندا هئا. باقي ان ڳالهہ ۾ اختلاف آهي تہ پنج نمازون فرض ٿيڻ کان اڳ بہ نمازون فرض هيون يا نہ؟ ڪن جو چوڻ آهي تہ سج اڀرڻ ۽ لهڻ کان پهرين هڪ هڪ نماز فرض هئي.

حارث بن اسامہ رضي الله عنه، ابن لَهِيعَہ جي طريق سان موصولاً حضرت زيد بن حارثہ رضي الله عنه کان اها حديث روايت ڪئي آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ تي جڏهن شروع ۾ وحي آئي تہ پاڻ سڳورن ﷺ وٽ حضرت جبرئيل عليہ السلام آيو ۽ وضوءَ جو طريقو سيکاريو.جڏهن وضوءَ کان فارغ ٿيا تہ هڪ ٻڪ پاڻي جو پري شرمگاهہ تي ڇنڊا هيائون. ابن ماجہ بہ اهڙي هڪ حديث روايت ڪئي آهي. براءَ بن عازب رضي الله عنه ۽ ابن عباس رضي الله عنه کان ان طرح جون حديثون آيل آهن، ابن عباس رضي الله عنه جي حديث ۾ اهو بہ ٻڌايو ويو آهي تہ اها (نماز) اولين فرضن مان هئي. ([1])

ابن هشام جو چوڻ آهي تہ پاڻ سڳورا ﷺ ۽ سندن ساٿي نماز مهل وادين ڏانهن هليا ويندا هئا ۽ پنهنجي قوم کان لڪي نماز پڙهندا هئا. هڪ ڏينهن ابو طالب، پاڻ سڳورن ﷺ ۽

---

وجي ٿو، ليڪن اها ڳالهہ پوري وضاحت سان معلوم نہ ٿي سگهي تہ انهن سڀني سرعام دعوت تبليغ کان پهرئين اسلام قبول ڪيو يا ڪجهہ ماڻهو ان کان پوءِ بہ اسلام جي دائري ۾ داخل ٿيا هئا.

[1] - مختصر السيره شيخ عبدالله (ص:88)

حضرت علي ﷺ کي نماز پڙهندي ڏسي ورتو ۽ ان بابت پڇا ڪئي، حقيقت معلوم ٿي تہ ڇيائون تہ ائين پلي ڪريو.([1])

**قريشن کي سڌس پوڻ:-** مختلف واقعن مان پتو پوي ٿو تہ ان مرحلي ۾ تبليغ جو ڪم جيتوڻيڪ ڳجهيءَ طرح ڪيو پئي ويو پر قريشن کي ان جي سڌس پئجي چڪي هئي پر انهن ان تي ڌيان ڪو نہ ڏنو.

محمد غزالي رحمه الله فرمائي ٿو تہ قريش کي اها خبر پهچي چڪي هئي تہ پر قريشين ان خبر کي ڪا اهميت نہ ڏني غالباً انهن محمد ﷺ کي عام ديني ماڻهو سمجهيو جيڪو صرف الوهيت ۽ حقوق الوهيت جي موضوع تي ڳالهہ ٻولهہ ڪندو جيئن اميہ بن الصلت، قس بن ساعده ۽ زيد بن عمرو بن نفيل وغيره جن ڇيو هو. جيتوڻيڪ قريشين پاڻ نبي ڪريم ﷺ جي خبر کي پهلجندي ۽ اثر انداز ٿيندي ڪجهہ انديشو ضرور محسوس ڪيو تہ هن شخص جون نگاهون تمام دور انديش آهن.

ٽن ورهين تائين تبليغ جو ڪم ڳجهو ۽ انفرادي هليو ۽ ان دوران ايمان وارن جي هڪ جماعت تيار ٿي ويئي، جنهن جون پاڙون پائيچاري ۽ تعاون جي جذبن ۾ ڪتل هيون. اهو ٽولو الله جو نياپو پچائي رهيو هو ۽ ان نياپي کي مجتا ڏيارڻ لاءِ جتن ڪري رهيو هو. ان ڪانپوءِ وحي لهڻ شروع ٿي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ تي بار وڌو ويو تہ پنهنجي قوم کي کليو کلايو دين جي دعوت ڏين، انهن جي باطل (معبودن) سان ٽڪر کائين ۽ انهن جي بتن جي حقيقت پڌري ڪن.

*_*_*

---

[1] - ابن هشام (247/1).

## ٻيو مرحلو

# ڪليل تبليغ

**ڪلي عام دعوت ڏيڻ جو پهريون حڪم:-** ان بابت سڀ کان پهرين الله تعاليٰ جو اهو قول نازل ٿيو ته: ﴿وَأَنْذِرْ عَشِيرَتَكَ الْأَقْرَبِينَ (214)﴾(الشعراءِ) "**توهان ﷺ پنهنجي ويجهن مائٽن کي** (الاهي عذاب) کان ڊيڄاريو".

اها سوره شعرا جي آيت آهي ۽ سورة ۾ سڀ کان پهرين حضرت موسىٰ **عليه السلام** جو واقعو بيان ڪيو ويو آهي يعني اهو ٻڌايو ويو آهي ته ڪيئن سندن نبوت جو آغاز ٿيو. پوءِ آخر ۾ انهن بني اسرائيل سميت هجرت ڪري فرعون ۽ ان جي قوم مان جان ڇڏائي ۽ فرعون ۽ آل فرعون کي ٻوڙيو ويو. ٻين لفظن ۾ اهو تذڪرو انهن تمام مرحلن تي ٻڌل آهي جن ذريعي حضرت موسىٰ **عليه السلام**، فرعون ۽ ان جي قوم کي الله جي دين جي دعوت ڏني هئي.

منهنجو خيال آهي ته جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ کي پنهنجي قوم ۾ ڪليل تبليغ جو حڪم ڏنو ويو ته ان موقعي تي حضرت موسىٰ **عليه السلام** جي واقعي جو اهو تفصيل ان ڪري ٻڌايو ويو ته جيئن ڪليو ڪلايو دعوت ڏيڻ ڪانپوءِ به جنهن طرح جي مخالفت ۽ ظلم زيادتيءَ سان واسطو پوڻ وارو هو، ان جو هڪ نمونو پاڻ سڳورن ﷺ ۽ سندن پيارن ساٿين **رضوان الله عليهم اجمعين** جي سامهون موجود هجي.

ٻئي پاسي ان سوره ۾ پيغمبرن کي ڪوڙو چوڻ وارين قومن، جهڙوڪ فرعون ۽ ان جي قوم کان سواءِ نوح **عليه السلام** جي قوم، عاد، ثمود، ابراهيم **عليه السلام** جي قوم، لوط **عليه السلام** جي قوم ۽ اصحاب الاءيڪه جي خاتمي جو ذڪر به ڪيل آهي، ان جو مقصد شايد اهو آهي ته جيڪي ماڻهو پاڻ سڳورن ﷺ کي ڪوڙو چون، تن کي خبر پوي ته انڪار جي صورت ۾ سندن پڇاڙي ڪهڙي ٿيندي ۽ الله تعاليٰ پاران ڪهڙي پڪڙ کي منهن ڏيڻو پوندو. اهو به ته ايمان وارن کي خبر پوي ته سٺي پڇاڙي سندن ٿيندي، انڪار ڪندڙن جي نه.

**مٽن مائٽن ۾ تبليغ:-** بهرحال اها آيت لهڻ ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ پهريون ڪم اهو ڪيو ته بني هاشم کي جمع ڪيو. انهن سان گڏ بني مطلب بن عبدالمناف جو به هڪ ٽولو هو. ڪل پنجيتاليهه ماڻهو هئا. **جڏهن پاڻ سڳورڻ ﷺ ڳالهائڻ چاهيو ته ابو لهب ڳالهه ڪٽي ڇڏي** ۽ چيو ته "ڏس هي تنهنجا چاچا ۽ سوٽ آهن. ڳالهاءِ پلي پر ناداني ڇڏ ۽ اهو سمجهي وٺ ته تنهنجو ڪٽم سڄي عربستان سان اٽڪڻ جو ست نٿو رکي ۽ آئون سڀ کان وڌيڪ حقدار آهيان جو

توکي جهليان. بس تنهنجي لاءِ تنهنجي پيءُ جو گهراڻو ئي ڪوڙ آهي ۽ جي تون پنهنجي ڳالهہ تي قائم رهين تہ ڏاڍو سولو ٿيندو تہ قريشن جا سڀ قبيلا توتي ٽٽي پون ۽ ٻيا عرب بہ انهن جي مدد ڪن. پوءِ آئون نٿو سمجهان ڪو شخص تو کان وڌيڪ پنهنجي پيءُ جي گهراڻي لاءِ شر (۽ تباهيءَ) جو باعث ٿيندو. ان تي نبي اڪرم ﷺ جن چپ رهيا ۽ ان مجلس ۾ ڪجهہ بہ نہ ڳالهايو.

ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ انهن کي ٻيهر گڏ ڪيو ۽ فرمايو تہ "سڀ ساراہ الله لاءِ آهي. آئون ان کي ئي ساراهيان ٿو ۽ ان کان ئي مدد گهران ٿو. ان تي ايمان رکان ٿو، ان تي ئي ڀروسو ڪريان ٿو ۽ اها ساک ڏيان ٿو تہ الله ڪانسواءِ ڪو بہ عبادت جي لائق نہ آهي. هو اڪيلو آهي، ان جو ڪوئي شريڪ نہ آهي". پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "رهنما پنهنجي گهر ڀاتين سان ڪوڙ نٿو ڳالهائي سگهي.ان الله جو قسم! جنهن ڪانسواءِ ڪير بہ عبادت جي لائق نہ آهي. آئون توهان لاءِ خاص طور تي ۽ ٻين ماڻهن ڏانهن عام طور تي الله جو رسول آهيان. والله! توهان ان طرح ئي مرندا جڻ ستا پيا هجو ۽ ائين وري اٿاريا ويندؤ جيئن سمهي اٿيا هجو. توهان جيڪي ڪجهہ ڪريو ٿا، ان جو توهان کان حساب ورتو ويندو. ان ڪانپوءِ يا تہ سدائين لاءِ جنت آهي يا سدائين لاءِ دوزخ".

ان تي ابو طالب چيو تہ: (نہ پڇ) اسان کي تنهنجي مدد ڪرڻ ڪيتري پسند آهي! تنهنجي نصيحت ڪيتري قدر قبول ڪرڻ جوڳي آهي! ۽ اسين تنهنجي ڳالهہ کي ڪيترو سچ سمجهون ٿا ۽ اهو تہ تنهنجي والد جو گهراڻو گڏ ٿيو آهي ۽ آئون بہ ان جو هڪ فرد آهيان. فرق رڳو اهو آهي تہ آئون تنهنجي پسند جي پورائيءَ لاءِ انهن سڀني کان اڳرو آهيان. تنهن ڪري توکي جنهن ڳالهہ جو حڪم ٿيو آهي ان کي پورو ڪر. والله! آئون تنهنجي پوري سهائتا ڪندو رهندس. باقي منهنجي طبيعت عبدالمطلب جو دين ڇڏڻ تي راضي نہ آهي.

ابولهب چيو تہ: الله جو قسم! اها برائي آهي. هن جا هٿ ٻين کان اڳ اوهين جهلي وٺو. ان تي ابو طالب چيو تہ: الله جو قسم! جيسين آئون جيئرو آهيان، هن جي حفاظت ڪندو رهندس. ([1])

**صفا جي چوٽيءَ تي:-** جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ کي پڪ ٿي تہ الله جي دين جي تبليغ دوران ابو طالب سندن سهائتا ڪندو تہ هڪ ڏينهن پاڻ سڳورن ﷺ صفا نالي جبل جي چوٽيءَ تي چڙهي هيءَ صدا هنئين تہ: يا صَبَاحَاهُ ([2]) (هاءِ صبح)! اها سين ٻڌي قريشن جا قبيلا اچي پاڻ سڳورن ﷺ وٽ گڏ ٿيا ۽ پاڻ سڳورن انهن کي الله جي هيڪڙائي، پنهنجي رسالت ۽ آخرت جي ڏينهن تي ايمان آڻڻ جي دعوت ڏني. ان واقعي جو هڪ ٽڪرو صحيح بخاريءَ ۾ ابن عباس رضي الله عنه کان هن طرح

---

[1] - فقہ السيره ( ص :77، 88) ابن الاثير (1/585،584).

[2] - عربن جو دستور هو تہ دشمن جي حملي کان اڳ ڄاڻ ڏيڻ لاءِ ڪنهن مٿاهين جڳهہ تي چڙهي مٿين لفظن سان سڏيندا هئا.

آيل آهي تہ جڏهن ﴿وَأَنْذِرْ عَشِيرَتَكَ الْأَقْرَبِينَ﴾ نازل ٿي تہ پاڻ سڳورن ﷺ صفا نالي جبل تي چڙهي قريش جي سڀني پيڙهن (قبيلن) کي پڪاريو. اي بني فهر! اي بني عدي! ايستائين جو سڀ اچي ڪٺا ٿيا. ايتريقدر جو ڪو پاڻ نہ ٿي اچي سگهيو تہ پنهنجو قاصد موڪليائين تہ ڏسي اچي تہ معاملو ڇا آهي؟ مطلب تہ قريش اچي ويا، ابو لهب بہ آيو. ان کان پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "توهان اهو ٻڌايو تہ جيڪڏهن آئون اها خبر ڏيان تہ جبل جي هُن پر شهسوارن جو هڪ ٽولو آهي جيڪو اوهان تي هلان ڪرڻ گهري ٿو تہ ڇا توهان مون کي سچو مڃيندا؟" ماڻهن چيو تہ: ها! ها! اسان اوهان کي هميشہ سچ ڳالهائيندي ڏٺو آهي ڪڏهن بہ ڪوڙ ڳالهائيندي نہ ڏٺو آهي. پاڻ سڳورن فرمايو تہ چڱو آئون اوهان کي هڪ سخت عذاب اچڻ کان اڳ خبردار ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو آهيان. منهنجو ۽ توهان جو مثال ائين آهي جيئن ڪنهن ماڻهوءَ دشمن کي ڏٺو پوءِ ڪنهن مٿانهين جاءِ تي چڙهي پنهنجي خاندان وارن تي نظر وڌائين تہ ان کي اهو پئو ٿيو تہ دشمن ان کان پهرين پهچي ويندو. ان ڪري ان اتان ئي ياصَبَاحَاهُ! هاءِ صبح! پڪارڻ شروع ڪري ڏنو.

ان کان پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ ماڻهن کي حق جي طرف سڏيو ۽ الله تعالىٰ جي عذاب کان ڊيڄاريو ۽ خاص ۽ عام کي خطاب ڪندي فرمايو: اي قريشيو! پنهنجو پاڻ کي الله تعالىٰ کان خريد ڪري وٺو، جهنم جي باھ کان پاڻ کي بچايو، آئون توهان جي نفعي ۽ نقصان ۾ ڪو بہ اختيار نٿو رکان. الله تعالىٰ کان بچائڻ لاءِ توهان جي ڪنهن بہ ڪم نہ ايندس. بنو ڪعب بن لوي! پنهنجو پاڻ کي دوزخ کان بچايو ڇو تہ مون کي توهان جي نفعي ۽ نقصان جو ڪو بہ اختيار نہ آهي اي بنو مره بن ڪعب! پنهنجو پاڻ کي باھ کان بچايو. اي بنو قصي! پنهنجو پاڻ کي دوزخ کان بچايو، ڇو تہ توهان جو نفعو ۽ نقصان منهنجي وس ۾ نہ آهي. اي بنو عبد مناف! پنهنجو پاڻ کي دوزخ کان بچايو، ڇو تہ توهان جو نفعو ۽ نقصان منهنجي وس کان ٻاهر آهي. الله تعالىٰ کان بچائڻ لاءِ آئون توهان جي ڪنهن بہ ڪم نٿو اچي سگهان. اي بنو عبد شمس! پنهنجو پاڻ کي جهنم کان بچايو، اي بنو هاشم! پنهنجي پاڻ کي دوزخ کان بچايو، اي بنو عبدالمطلب! پنهنجو پاڻ کي دوزخ کان بچايو، ڇو تہ آئون توهان جي نفعي ۽ نقصان جو مالڪ نہ آهيان ۽ نہ ئي وري الله تعالىٰ کان بچائڻ ۾ توهان جي ڪا مدد ڪري سگهندس. منهنجي مال مان جيڪي وڻي سو ڪڻي وٺو، مگر توهان کي الله تعالىٰ جي پڪڙ کان بچائڻ منهنجي وس ۾ نہ آهي. اي بنو عبدالمطلب! آئون توڪي بہ الله تعالىٰ کان بچائڻ ۾ ڪا بہ مدد نٿو ڪري سگهان. اي رسول الله ﷺ جي ڦڦي صفيہ بنت

عبدالمطلب! آئون توکي الله کان بچائي نٿو سگهان. اي فاطمہ بنت محمد رسول الله ﷺ! منهنجي مال مان جيکي وٺئي گهري وٺ، پر پنهنجو پاڻ کي جهنم کان بچاءِ ڇو تہ آئون تنهنجي بہ نفعي نقصان جو اختيار نٿو رکان ۽ نہ ئي وري الله تعالیٰ کان بچائڻ ۾ تنهنجي ڪا مدد ڪري سگهان ٿو. باقي توهان سان نسب ۽ مائٽي جا رشتا آهن، جن کي آئون برقرار رکڻ جي ڪوشش ڪندس. جڏهن اهو (الله کان) ڊيڄارڻ جو سلسلو ختم ٿيو تہ ماڻهو ٽڙي پکڙي ويا، انهن جي ڪنهن بہ قسم جي رد عمل جو ڪو بہ ذڪر نہ ٿو ملي. باقي ابولهب بدتميزي ڪئي ۽ چوڻ لڳو تہ تون سڄو ڏينهن برباد ٿين تواسان کي هن لاءِ گڏ ڪيو هو! ان تي سوره ﴿تَبَّتْ يَدَا أَبِي لَهَبٍ﴾ نازل ٿي يعني ابولهب جا ٻئي هٿ غارت ٿين ۽ هو پاڻ بہ غارت ٿئي.([1])

ان واقعي جو هڪ حصو امام مسلم رحمه الله پنهنجي صحيح ۾ ابو هريره رضي الله عنه کان روايت ڪئي آهي تہ جڏهن هي آيت نازل ٿي(وَأَنْذِرْ عَشِيرَتَكَ الْأَقْرَبِينَ) تہ نبي ڪريم ﷺ جن ماڻهن کي پڪار لڳائي ۽ اها پڪار عام ۽ خاص بہ هئي پاڻ ﷺ فرمايائون تہ: اي قريشيو! پنهنجو پاڻ کي جهنم کان بچايو. اي بني ڪعب! پنهنجو پاڻ کي جهنم کان بچايو. اي محمد ﷺ جي ڌيءُ فاطمه پنهنجو پاڻ کي جهنم کان بچاءِ، ڇو جو آءٌ توهان کي الله جي پڪڙ کان بچائڻ جو اختيار نٿو رکان پر منهنجي توهان سان رشتيداري ۽ قرابت جا تعلقات آهن انهن کي آءٌ برقرار رکڻ جي ڪوشش ڪندس. ([2])

اها صدا تبليغ جي ڪڙي هئي. پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجن ويجهن ماڻهن اڳيان کولي ٻڌايو هو تہ هاڻي هن رسالت کي مڃڻ تي ئي ايندڙ وقت واسطن جو بنياد رهندو ۽ جنهن نسلي ۽ قبائلي عصبيت تي عرب بيٺل هئا اها هن خدائي انذار جي تپش سان پگهري ختم ٿي وئي آهي.

**حق جو چٽن لفظن ۾ اعلان ۽ مشرڪن جو ردعمل:-** اجا هن سڏ جو پڙاڏو مڪي جي پرپاسي ۾ ٻڌڻ ۾اچي ئي رهيو هو تہ الله تعاليٰ جو هڪ ٻيو حڪم نازل ٿيو: "﴿فَاصْدَعْ بِمَا تُؤْمَرُ وَأَعْرِضْ عَنِ الْمُشْرِكِينَ (94)﴾(**الحجر**)

"توهان کي جيڪو حڪم مليو آهي اهو کولي ٻڌايو ۽ مشرڪن کان منهن موڙي ڇڏيو" ان کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ شرڪ جي بيهودگين جي اصليت تي کلي تنقيد ڪرڻ ۽ بتن جي حقيقت ۽ قدر و قيمت کليل لفظن ۾ ٻڌائڻ شروع ڪئي. پاڻ سڳورا ﷺ مثال ڏئي سمجهائيندا هئا

---

[1] - صحيح بخاري (702/2، 743)، صحيح مسلم (1/ 114).
[2] - صحيح مسلم (1/ 114).

تہ اهي ڪيترا نہ بي پھچ ۽ ناڪاره آهن ۽ دليلن سان واضح ڪندا هئا تہ جيڪو ماڻهو انهن کي پوڄي ٿو ۽ انهن کي الله ۽ پنهنجي وچ ۾ وسيلو بنائي ٿو اهو ڪيتري ڪليل گمراهيءَ ۾ آهي.

مڪي وارا هڪ اهڙي صدا ٻڌي ڏمرجي پيا جنهن ۾ مشرڪن ۽ بت پرستن کي راه تان ٿڙيل چيو ويو هو ۽ ڪروڌ ۾ وٺجڻ سٽجڻ لڳا. ڄڻ تہ ڪنوڻ جا ڪڙڪا هئا، جن مانيٺي ماحول کي لوڏي ڇڏيو. ان ڪري قريش اوچتو ڦاٽي نڪتل "انقلاب" کي جڙ کان ڪٽڻ لاءِ اٿي کڙا ٿيا تہ جيئن ابن ڏاڏن کان هلندڙ رسمن کي ختم ٿيڻ کان بچائي سگهن.

قريش اٿي کڙا ٿيا ڇو تہ انهن ڄاتو ٿي تہ غير الله جي پوڄا کان انڪار، رسالت ۽ آخرت تي ايمان آڻڻ جو مطلب اهو ٿيندو تہ پنهنجو پاڻ کي مڪمل طور تي ان رسالت جي حوالي ڪيو وڃي ۽ ان جي مڪمل اطاعت ڪئي وڃي. يعني ان طرح جو ٻين بابت تہ نهيو مورڳو پاڻ بابت بہ ڪو اختيار نہ هجي. ان جي معنيٰ اها هئي تہ مڪي وارن کي ٻين عربن تي جيڪا ديني برتري حاصل هئي. اها ختم ٿي وڃي ۽ الله ۽ ان جي رسول جي رضا جي مقابلي ۾ سندن مرضيءَ جو ڪو عمل دخل نہ رهي. يعني هينئين طبقي تي اهي جيڪي ظلم ڪندا هئا ۽ جن براين ۾ صبح ۽ شام ليٽڙيا هئا انهن تان هٿ کڻي وڃن. قريش ان مطلب کي چڱي نموني سمجهي رهيا هئا. ان ڪري سندن ذهن اها خواريءَ واري صورتحال قبولڻ لاءِ تيار نہ هئا. پر ڪنهن شرف ۽ خير جي پيش نظر نہ بلڪ: ﴿بَلْ يُرِيدُ الْإِنْسَانُ لِيَفْجُرَ أَمَامَهُ (5)﴾(القيامه) " ان لاءِ تہ انسان چاهي ٿو تہ پيهر بہ برائي ڪندو رهان".

قريش اهو سڀ ڪجھ سمجهي رهيا هئا پر مشڪل اها هئي تہ سندن سامهون اهڙو ماڻهو هو جيڪو صادق ۽ امين هو. انساني قدرن ۽ اخلاقي صفتن جو اعليٰ نمونو هو ۽ هڪ ڊگهي عرصي کان انهن پنهنجن ابن ڏاڏن جي تاريخ ۾ سندس مثال نہ ڏٺو هو، نہ ٻڌو هو. آخر هو ڪن بہ تہ ڇا ڪن! قريش اچرج ۾ هئا ۽ انهن کي اچرج ۾ پوڻ بہ گهربو هو. گهڻي سوچ ويچار ڪانپوءِ هڪ رستو سمجھ ۾ آين تہ پاڻ سڳورن ﷺ جي چاچي ابو طالب وٽ وڃن ۽ ڪانئس مطالبو ڪن تہ هو پاڻ سڳورن ﷺ کي ان ڪم کان روڪي. انهن پنهنجي مطالبي کي حقيقت جو روپ ڏيڪارڻ لاءِ اهو دليل تيار ڪيو تہ سندن معبودن کي ڇڏڻ ۽ اهو چوڻ تہ اهي معبود نفعو نقصان پهچائڻ ۽ ڪجھ ڪرڻ جي سگھ نٿا رکن، اها انهن معبودن جي لاءِ سخت توهين ۽ وڏي گار آهي ۽ اسانجن ابن ڏاڏن کي بيوقوف ۽ راه تان ٿڙيل هجڻ جو الزام آهي، جيڪي هن دين تي هلي چڪا آهن. قريشن کي اها ئي واٽ سمجھ ۾ آئي ۽ انهن تيزيءَ سان ان راه تي هلڻ شروع ڪيو.

**قريش ابو طالب وٽ:-** ابن اسحاق لکي ٿو تہ قريشن جا ڪجھ سردار ابو طالب وٽ ويا ۽ چيائون تہ "اي ابو طالب! اوهان جي ڀائيٽي اسان جي معبودن کي گهٽ وڌ ڳالهايو آهي ۽ اسان جي

دين جا عيب ڪڍيا آهن، اسان جي ڏاهپ کي بيوقوفي چوي ٿو ۽ اسانجن ابن ڏاڏن کي راه تان ٿڙيل ليکي ٿو. تنهن ڪري يا تہ توهان ان کي روڪيو يا اسان جي ۽ سندن وچ مان هٽي وڃو، ڇو تہ توهان بہ اسان وانگر ان کان مختلف دين تي آهيو.

ان جي جواب ۾ ابو طالب ساڻن ٿڌي نموني ڳالهايو ۽ پنهنجو لهجو رازداريءَ وارو رکيو، تنهن ڪري اهي موٽي ويا ۽ پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجي پراڻي طريقي تي هلندي الله جو دين پکيڙڻ ۽ ان جي تبليغ ڪرڻ ۾ مصروف رهيا. (1)

**حاجين کي روڪڻ لاءِ مجلس شورا:-** انهن ئي ڏينهن ۾ قريشن آڏو هڪ ٻي مشڪل اچي ڪڙي ٿي. يعني اجا ڪليل تبليغ ڪندي ڪجهہ مهينا مس ٿيا هئا جو حج جي موسم اچي وئي. قريشن کي خبر هئي تہ هاڻي عربن جا ٽولا اچڻ شروع ٿي ويندا. ان لاءِ انهن ضروري ڄاتو تہ پاڻ سڳورن ﷺ بابت اهڙا افواه اٿارين جن سان عربن جي دلين تي پاڻ سڳورن ﷺ جي تبليغ جو اثر نہ ٿئي. ان بابت رٿ رٿڻ لاءِ اهي وليد بن مغيره وٽ گڏ ٿيا. وليد چيو، ان بابت توهان سڀ هڪ راءِ اختيار ڪريو. توهان جو پنهنجو پاڻ ۾ اختلاف نہ هجڻ کپي جو هو توهان مان آهي متان ڪو سندس پاسو وٺي ۽ توهان کي ڪوڙو ڪري وجهي. ماڻهن چيو، پوءِ توهان ئي ڪا صلاح ڏيو. هن چيو، نہ توهان ٻڌايو، آئون ٻڌندس. ان تي ڪن ماڻهن چيو، اسين چونداسين تہ هو ڪاهن آهي. وليد چيو، نہ الله جو قسم! هو ڪاهن نہ آهي. اسان ڪاهنن کي ڏٺو آهي. هن ۾ ڪاهن جهڙي نہ جهونگار آهي نہ قافيہ بندي ۽ نہ ئي تڪبندي.

ان تي ماڻهن چيو، تڏهن اسين چونداسين تہ هو چريو آهي. وليد چيو، نہ هو چريو بہ نہ آهي. پاڻ چريا بہ ڏٺا آهن ۽ انهن جي حالت بہ، سندس ڪيفيت چرين جهڙي ناهي، نہ ئي هو ابتيون سبتيون حرڪتون ڪندو آهي ۽ نہ ئي انهن وانگر ٿڙيل ڳالهيون ڪري ٿو.

ماڻهن چيو، تڏهن اسين چونداسين تہ هو شاعر آهي، وليد چيو، هو شاعر بہ ڪونهي. اسان کي رجز، هجز، قريض، مقبوض، مبسوط ۽ سڀئي شعري صنفون معلوم آهن، هن جون ڳالهيون بهرحال شاعري ناهن. ماڻهن چيو، تڏهن اسين چونداسين تہ جادوگر آهي. وليد چيو، هو جادوگر بہ ڪونهي. اسان جادوگر ۽ سندن جادو بہ ڏٺا آهن. هو نہ ڪو ٽوٽا ڦيٽا ڪري ٿو ۽ نہ ئي ڌاڳا وٺي ٿو ڏي.

ماڻهن چيو تڏهن اسين ڇا تہ چئون؟ وليد چيو، الله جو قسم! هن جون ڳالهيون ڏاڍيون مٺيون آهن. جن جون جڙون پختيون آهن ۽ شاخون ميويدار. توهان جيڪي ڪجهہ چوندا، ماڻهو ان کي ڪوڙ

1 - ابن هشام (1/265).

سمجهندا. باقي ان بابت مناسب افواه اها ڦهلائي سگهجي ٿي تہ هو جادوگر آهي.هن وٽ اهڙو ڪلام آهي جيڪو جادو آهي. جنهن سان پيءُ پٽ، ڀاءُ ڀاءُ، زال مڙس ۽ ڪٽنب قبيلي ۾ ڏار پئجيو وڃن. آخرڪار ماڻهو اها رٿ رٿي اٿيا. (1)

ڪن روايتن ۾ اهو تفصيل بہ ڏنل آهي تہ جڏهن وليد، ماڻهن جون سڀ رٿون رد ڪري ڇڏيون تہ ماڻهن چيو تہ پوءِ توهان ئي پنهنجي راءِ ٻڌايو ان تي وليد چيو تہ ٿورو سوچڻ ڏيو. ان ڪانپوءِ هن سوچي  مٿين راءِ ڏني. (2)

هن معاملي ۾ وليد بابت سوره مدثر ۾ سورنهن آيتون (11 ڪان 26 تائين) لٿيون. جن مان ڪن ۾ سندس سوچڻ جي ڪيفيت جو نقشو چٽيل آهي. جيئن ارشاد ٿيل آهي تہ:﴿ إِنَّهُ فَكَّرَ وَقَدَّرَ (18) فَقُتِلَ كَيْفَ قَدَّرَ (19) ثُمَّ قُتِلَ كَيْفَ قَدَّرَ (20) ثُمَّ نَظَرَ (21) ثُمَّ عَبَسَ وَبَسَرَ (22) ثُمَّ أَدْبَرَ وَاسْتَكْبَرَ (23) فَقَالَ إِنْ هَذَا إِلَّا سِحْرٌ يُؤْثَرُ (24) إِنْ هَذَا إِلَّا قَوْلُ الْبَشَرِ (25)﴾(المدثر) "هن سوچيو ۽ اندازو لڳايو، هو غارت ٿئي، هن ڪهڙو اندازو لڳايو، وري غارت ٿئي، هن ڪهڙو اندازو لڳايو پوءِ نظر ڊوڙائي، پوءِ نراڙ تي گهنڊ وڌائين منهن ڪي موڙا ڏنا پوءِ مڙيو ۽ تڪبر ڪيائين. آخرڪار چيائين تہ اهو تہ سڌو سنئون جادو آهي جيڪو اڳي ڪان هلندو اچي، اهو رڳو انسان جو ڪلام آهي".

بهرحال اها رٿ منظور ٿي وئي تہ ان ڪي عملي طور تي لاڳو ڪرائڻ لاءِ ڪارروائي شروع ٿي. مڪي جا ڪي ڪافر حج جي پانڌيئڙن جي مختلف رستن تي ويهي رهيا ۽ اتان هر لنگهڻ واري ڪي پاڻ سڳورن ﷺ جي "خطري" ڪان آگاهہ ڪري ان جو تفصيل ٻڌائڻ لڳا. (3)

هن ڪم ۾ سڀ ڪان اڳرو ابولهب هو. هو حج جي ڏينهن ۾ ماڻهن جي ديرن ۽ عڪاظ، مجنہ ۽ ذوالمجاز جي بازارن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي پنيان پنيان پيو هلندو هو. پاڻ سڳورا ﷺ الله جي دين جي تبليغ ڪري ويندا هئا تہ هو پنيان اچي چوندو هو تہ هن جي ڳالهہ نہ مڃجوءَ. اهو ڪوڙو ۽ دين ڪان ڦريل آهي. (4)

ان پيچ ڊڪ جو نتيجو اهو نڪتو جو جڏهن حاجي گهرن ڏي موٽيا تہ سيني ڪي پاڻ سڳورن ﷺ جي نبوت جي دعوا بابت ڄاڻ ملي چڪي هئي ۽ ائين سڄي عربستان ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جو چرچو ٿيڻ لڳو.

---

[1] - ابن هشام (271/1).

[2] - في ظلال القرآن (188/29).

[3] - ابن هشام (271/1).

[4] - مسند احمد (492/3 – 341/4) ۾ ان جي اها حرڪت مروي ٿيل آهي، البداية والنهاية (5/ 75) ، ۽ ڪنز العمال (12/ 449، 450) پڻ ڏسڻ گهرجن.

**محاذ آرائيءَ جا مختلف انداز:-** جڏهن قريشن ڏٺو ته محمد ﷺ کي دين جي تبليغ کان روڪڻ جي اها حڪمت عملي ناڪام وئي ته انهن هڪ ڀيرو وري سوچ ويچار ڪئي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي دعوت کي بنجو ڏيڻ لاءِ مختلف طريقا اختيار ڪيا جن جو تت هن ريت آهي.

**1. ڪل، ٺٺولي، تحقير، ٺوڪ، تڪذيب:-** ان جو مقصد اهو هو ته مسلمانن جي دل ڪٽي ڪري سندن حوصلو ٽوڙيو وڃي. ان لاءِ مشرڪن، پاڻ سڳورن ﷺ تي اجايون تهمتون لڳائڻ ۽ بيهوديون گاريون ڏيڻ شروع ڪيون.جيئن اهي ڪڏهن پاڻ سڳورن ﷺ کي چريو چوندا هئا، جيئن ارشاد پاڪ آهي ته: ﴿وَقَالُوا يَا أَيُّهَا الَّذِي نُزِّلَ عَلَيْهِ الذِّكْرُ إِنَّكَ لَمَجْنُونٌ (6)﴾(الحجر)

"انهن ڪافرن چيو ته اهو ماڻهو جنهن تي قرآن لٿو آهي سو پڪ چريو آهي" ۽ ڪڏهن پاڻ سڳورن ﷺ تي جادوگر ۽ ڪوڙو هجڻ جو الزام لڳائيندا هئا. جيئن فرمايل آهي ته: ﴿وَعَجِبُوا أَنْ جَاءَهُمْ مُنْذِرٌ مِنْهُمْ وَقَالَ الْكَافِرُونَ هَذَا سَاحِرٌ كَذَّابٌ (4)﴾(ص) "انهن کي اچرج آهي ته انهن مان ئي هڪ ڊيڄارڻ وارو آيو ۽ ڪافر چون ٿا ته اهو جادوگر آهي، ڪوڙو آهي".

اهي ڪافر پاڻ سڳورن ﷺ جي اڳيان پويان ڪروڌ سان ۽ پلاند وٺڻ جهڙن جذبن سان هلندا هئا. ارشاد آهي ته: ﴿وَإِنْ يَكَادُ الَّذِينَ كَفَرُوا لَيُزْلِقُونَكَ بِأَبْصَارِهِمْ لَمَّا سَمِعُوا الذِّكْرَ وَيَقُولُونَ إِنَّهُ لَمَجْنُونٌ (51)﴾(القلم) " ۽ جڏهن ڪافر ان قرآن کي ٻڌن ٿا ته پاڻ سڳورن ﷺ کي اهڙين نظرن سان ڏسن ٿا ڄڻ سندن قدم اکوڙي ڇڏيندا ۽ چوندا آهن ته هي پڪ چريو آهي". ۽ جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ ڪنهن جاءِ تي ويندا هئا ۽ ساڻن گڏ ٻي پهچ ۽ مظلوم اصحابي سڳورا هوندا هئا ته انهن کي ڏسي مشرڪ ٺوڪ ڪندي چوندا هئا ته: ﴿أَهَؤُلَاءِ مَنَّ اللَّهُ عَلَيْهِمْ مِنْ بَيْنِنَا (53)﴾(الانعام) "اِچا! هي اهي ئي آهن، جن تي الله اسان مان احسان ڪيو آهي!" جواب ۾ الله تعالىٰ فرمايو ته: ﴿أَلَيْسَ اللَّهُ بِأَعْلَمَ بِالشَّاكِرِينَ ﴾ "ڇا الله شڪر ڪندڙن کي سڀ ڪان گهڻو نٿو ڄاڻي!"

عام طور تي ڪافرن جي حالت اها ئي هئي جنهن جو نقشو هيٺ ڏنل آيتن ۾ چٽيل آهي:

﴿إِنَّ الَّذِينَ أَجْرَمُوا كَانُوا مِنَ الَّذِينَ آمَنُوا يَضْحَكُونَ (29) وَإِذَا مَرُّوا بِهِمْ يَتَغَامَزُونَ (30) وَإِذَا انْقَلَبُوا إِلَى أَهْلِهِمُ انْقَلَبُوا فَكِهِينَ (31) وَإِذَا رَأَوْهُمْ قَالُوا إِنَّ هَؤُلَاءِ لَضَالُّونَ (32) وَمَا أُرْسِلُوا عَلَيْهِمْ حَافِظِينَ (33)﴾(المطففين) "جيڪي ڏوهاري هئا اهي ايمان وارن جو مذاق اڏائيندا هئا ۽ جڏهن انهن جي ويجهو لنگهندا هئا ته اکيون پٽيندا هئا ۽ جڏهن پنهنجن گهر وارن ڏي موٽندا هئا ته مزو وٺي موٽندا هئا ۽ جڏهن انهن کي ڏسندا هئا ته چوندا هئا ته اهي ئي راه تان ٿڙيل آهن. جڏهن ته اهي انهن مٿان نگران بڻائي نه موڪليا ويا هئا.

2. **محاذ آرائيءَ جي ٻي صورت:-** پاڻ سڳورن ﷺ جي تعليم کي بگاڙڻ، شڪ ۽ شبها پيدا ڪرڻ، ڪوڙا افواهه پکيڙڻ، تعليم کان وٺي شخصيت تائين نامناسب اعتراضن جو نشانو بنائڻ ۽ اهو سڀ ايترو گهڻو ڪرڻ جو عوام کي دعوت ۽ تبليغ تي غور ڪرڻ جو موقعو ئي نه ملي سگهي. جيئن اهي مشرڪ قرآن بابت چوندا هئا ته:﴿ وَقَالُوا أَسَاطِيرُ الْأَوَّلِينَ اكْتَتَبَهَا فَهِيَ تُمْلَى عَلَيْهِ بُكْرَةً وَأَصِيلًا (5)﴾(الفرقان)

"اهي گذريلن جا قصا آهن، جن کي پاڻ سڳورن ﷺ لکائي ورتو آهي. هاڻي پاڻ سڳورن ﷺ تي صبح شام تلاوت ڪيا وڃن ٿا: ﴿إِنْ هَذَا إِلَّا إِفْكٌ افْتَرَاهُ وَأَعَانَهُ عَلَيْهِ قَوْمٌ آخَرُونَ(4)﴾(الفرقان) "اهو رڳو ڪوڙ آهي جنهن کي ان گهڙيو آهي ۽ ڪن ٻين ماڻهن کان ان جي مدد ورتي آهي.

مشرڪ اهو به چوندا هئا ته:﴿ إِنَّمَا يُعَلِّمُهُ بَشَرٌ لِسَانُ (103)﴾(النحل) "اهو قرآن اوهان کي هڪ انسان سيکاري ٿو". رسول الله ﷺ تي انهن جو هي اعتراض به هو ته: ﴿مَالِ هَذَا الرَّسُولِ يَأْكُلُ الطَّعَامَ وَيَمْشِي فِي الْأَسْوَاقِ (7)﴾(الفرقان)

"اهو ڪهڙو رسول آهي جو کاڌو کائي ٿو ۽ بازارن ۾ گهمي ڦري ٿو!" قرآن شريف ۾ گهڻن جڳهين تي مشرڪن جو رد به ڪيو ويو آهي.ڪٿي اعتراض سميت، ڪٿي بنا اعتراض جي.

3. **محاذ آرائيءَ جي ٽين صورت:-** گذريلن جي واقعن ۽ قصن سان قرآن جي پيٽ ڪرڻ ۽ ماڻهن کي انهن ۾ منجهائي ۽ ڦاسائي رکڻ، جيئن نضر بن حارث جو واقعو آهي ته ان هڪ ڀيري قريشن کي چيو ته "قريشيو! الله جو قسم! توهان تي اهڙي مصيبت اچي پئي آهي جو توهان اڃا تائين ان جو توڙ نه ڪري سگهيا آهيو. محمد ﷺ توهان ۾ جوان هو ۽ توهان سڀني کان چڱو هو. سڀ کان وڌيڪ سچار ۽ امانتدار هو. هاڻي جڏهن ان جي لوُنڊن تي اڇاڻ اچڻ واري آهي (يعني اڌڙوٽ ٿيڻ وارو آهي) ۽ اهو توهان وٽ ڪي ڳالهيون کڻي آيو آهي ته توهان چئو ٿا ته هو جادوگر آهي! نه الله جو قسم! هو جادوگر نه آهي. اسان جادوگر ڏٺا آهن، انهن جا ٽوٽا ڦيٽا ۽ ڌاڳا وٽڻ به ڏٺا آهن ۽ توهان چئو ٿا ته هو ڪاهن آهي. نه الله جو قسم! هو ڪاهن به ڪونهي، اسان ڪاهن به ڏٺا آهن، انهن جون ابتيون سبتيون حرڪتون به ڏٺيون آهن. توهان چئو ٿا ته هو شاعر آهي. نه، الله جو قسم! هو شاعر به نه آهي. اسان شاعر به ڏٺا آهن ۽ ان جون صنفون، هجز، رجز وغيره به ٻڌيون آهن. توهان چئو ٿا ته هو چريو آهي. نه الله جو قسم! هو چريو به نه آهي. اسان چريائپ به ڏٺي آهي. هو نه اهڙيون ٽڙيل ڳالهيون ڪري ٿو ۽ نه اهڙيون فريب ڪاريءَ واريون ڳالهيون ٿو ڪري. قريشيو! سوچيو! الله جو قسم! توهان تي وڏي مصيبت اچي ڪڙڪي آهي. ان کانپوءِ نضر بن حارث، حيره ويو. اتان بادشاهن جا واقعا ۽ رستم ۽ اسفنديار جا قصا سکيو پوءِ واپس آيو. جڏهن پاڻ سڳورا

ﷺ کتي بيهي الله جون ڳالهيون کندا هئا ۽ ماڻهن کي الله جي پڪڙ کان ڊيڄاريندا هئا تہ ان کانپوءِ اهو ماڻهو اتي اچي چوندو هو تہ الله جو قسم! محمد ﷺ جون ڳالهيون مون کان پليون نہ آهن. ان کانپوءِ هو فارس جي بادشاهن ۽ رستم ۽ اسفنديار جا قصا ٻڌائيندو هو ۽ پوءِ چوندو هو تہ آخر ڪهڙيءَ ڳالهہ ۾ محمد ﷺ جون ڳالهيون مون کان پليون آهن.([1])

ابن عباس رضي الله عنه جي روايت مان اها بہ خبر پوي ٿي تہ نضر ڪجهہ ٻانهيون خريد ڪيون هيون ۽ جڏهن هو ڪنهن بابت ٻڌندو هو تہ اهو پاڻ سڳورن ﷺ ڏانهن مائل آهي تہ ان پويان پنهنجي ٻانهي لڳائي ڇڏيندو هو، جيڪا ان کي کارائيندي پياريندي ۽ گانا ٻڌائيندي هئي ۽ سندس دل اسلام کان موڙي وجهندي هئي. ان سلسلي ۾ آيت لٿي تہ ([2])

﴿وَمِنَ النَّاسِ مَنْ يَشْتَرِي لَهْوَ الْحَدِيثِ لِيُضِلَّ عَنْ سَبِيلِ اللَّه (6)﴾(لقمان) "ڪي ماڻهو اهڙا آهن جيڪي راند روند جي ڳالهہ کي خريد ڪندا آهن تانتہ الله جي راهہ کان گمراهہ ڪيا وڃن.

**4. محاذ آرائيءَ جي چوٿين شڪل:-** سودي بازيون، جن جي وسيلي مشرڪن اها ڪوشش ڪئي تہ اسلام ۽ جهالت کي ملائجي مطلب تہ ڏي وٺ جي اصول تحت ڪي ڳالهيون مشرڪ ڇڏين ۽ ڪي ڳالهيون پاڻ سڳورا ﷺ ڇڏين. قرآن ۾ ان بابت آيل آهي تہ:

﴿وَدُّوا لَوْ تُدْهِنُ فَيُدْهِنُونَ (9)﴾(القلم)

"اهي چاهين ٿا تہ توهان ڍلا ٿيو تہ هو بہ ڍلا ٿين".

جيئن امام ابن جرير رحمۃالله ۽ امام طبراني رحمۃالله هڪ روايت آندي آهي تہ مشرڪن پاڻ سڳورن ﷺ کي اها رٿ پيش ڪئي تہ هڪ سال توهان اسان جن بتن جي پوڄا ڪريو ۽ هڪ سال اسين توهان جي رب جي عبادت ڪنداسين. امام عبد بن حميد رحمۃالله کان هڪ روايت هن طرح آيل آهي تہ مشرڪن چيو تہ جي اوهان اسان جي معبودن کي قبول ڪريو تہ اسان بہ توهان جي الله جي عبادت ڪنداسين. ([3])

ابن اسحاق رحمۃالله جو بيان آهي تہ پاڻ سڳورا ﷺ ڪعبۃ الله جو طواف ڪري رهيا هئا تہ اسود بن مطلب بن اسد بن عبدالعزىٰ، وليد بن مغيره، اميہ بن خلف ۽ عاص بن وائل سهمي پاڻ سڳورن ﷺ وٽ آيا، اهي سڀ پنهنجي قبيلي جا سردار هئا. چيائون تہ: اي محمد ﷺ! جنهن کي تون ٿو پوڄين. ان کي اسين بہ پوڄيون ۽ جنهن کي اسان ٿا پوڄيون. ان کي تون بہ پوڄ. ان طرح پاڻ

---

[1] - ابن هشام (1/299-300-358) مختصر السيرة شيخ عبدالله (117-118).

[2] - فتح القدير للشو ڪاني (4/236) ، ۽ ٻيا تفسيرن جا ڪتاب.

[3] - فتح القدير للشوڪاني (5/508).

اهو ڪم ڳڌجي ڪنداسين. هاڻ جي تنهنجو معبود ڀلو آهي تہ اسان کي فائدو ڏيندو ۽ جي اسان جا ڀلا آهن تہ توکي لاڀ حاصل ٿيندو. ان تي الله تعاليٰ سڄي سوره ﴿قُلْ يَا أَيُّهَا الْكَافِرُونَ﴾ **آخر تائين** نازل ڪئي. جنهن ۾ اعلان ڪيو ويو تہ جنهن کي توهين پوڄيو ٿا، ان کي آئون نٿو پوڄي سگهان.(1) ۽ ان حتمي جواب ذريعي سندن کل جوڳي ڳالهہ جون پاڙون ڪپيون ويون. روايتن ۾ فرق شايد ان ڪري آهي جو اهڙي سوديبازيءَ جي ڪوشش هَر هَر ڪئي وئي هئي.

**ظلم ۽ ستم**:- نبوت جي چوٿين سالَ جڏهن پهريون پيرو اسلامي دعوت منظر عام تي آئي تہ مشرڪن ان کي دٻائڻ لاءِ اهي ڪم ڪيا جيڪي مٿي ٻڌايا اٿئون. اهي ڪارروايون ننڍي پيماني تي درجي بدرجي ڪيون ويون هيون ۽ هفتن جا هفتا بلڪ مهينن جا مهينا ان کان اڳتي نہ وڌيا ۽ ظلم ۽ زيادتي نہ ڪئي پر جڏهن ڏٺائون تہ سندن اهي ڪارروايون اسلام جو رستو روڪڻ ۾ ناڪام ويون آهن تڏهن هڪ ڀيرو وري گڏ ٿيا ۽ 25 قريش سردارن جو هڪ ڪميٽي جوڙيائون، جنهن جو اڳواڻ پاڻ سڳورن ﷺ جو چاچو ابولهب هو. ان اجلاس گڏيل صلاح مشوري ۽ سوچ ويچار کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ ۽ اصحابي سڳورن جي خلاف هڪ حتمي نهراءُ منظور ڪيو. يعني اهو طئي ڪيو تہ اسلام جي مخالفت، پاڻ سڳورن ﷺ کي تڪليف ڏيڻ، مسلمان ٿيندڙن تي هر قسم جو ظلم ۽ ستم ڪرڻ ۾ ڪا بہ ڪسر نہ ڇڏي وڃي. (2)

مشرڪن اهو نهراءُ پاس ڪري ان تي عمل ڪرڻ جو پڪو پهہ ڪري ورتو. مسلمانن، خاص طور تي ڪمزور مسلمانن جي باري ۾ اهو ڪم ڪرڻ ڏاڍو سولو هو پر پاڻ سڳورن ﷺ جي سلسلي ۾ ڪافي ڏکيائيون هيون. پاڻ سڳورا ﷺ ذاتي طور تي شاندار، باوقار ۽ منفرد شخصيت جا مالڪ هئا. دوست ۽ دشمن سيئي کين عزت جي نظر سان ڏسندا هئا. سندن خلاف ڪنهن گهٽيا ۽ ذليل حرڪت جي جرئت ڪو گهٽ ذهنيت وارو ماڻهو ئي ڪري سگهيو ٿي. ان کان علاوه پاڻ سڳورن ﷺ کي ابو طالب جي سهائتا حاصل هئي ۽ ابو طالب ذاتي ۽ اجتماعي طرح سان مڪي جي چند ماڻهن جيان ايڏو معزز هو جو ڪير بہ سندن عهد ٽوڙڻ ۽ سندن گهراڻي تي هٿ وجهڻ جي جسارت نٿي ڪري سگهيو. ان ڪري قريش ڏاڍي پريشانيءَ ۾ ورتل هئا، پر سوال اهو هو تہ جيڪا دعوت انهن جي مذهبي اڳواڻي ۽ دنياوي سربراهيءَ کي ختم ڪرڻ جو باعث هئي، آخر هو ان تي ڪيستائين صبر ڪن ها؟ آخرڪار مشرڪن، ابولهب جي اڳواڻيءَ ۾ پاڻ سڳورن ﷺ ۽ مسلمانن تي ظلم ڪرڻ جي شروعات ڪئي. حقيقت ۾ پاڻ سڳورن ﷺ بابت ابولهب جو موقف پهرئين ڏينهن

1 - ابن هشام (362/1).

2 - ڏسو رحمة للعالمين (1/59-60).

ڪان. جڏهن اجا قريشن اها ڳالهہ سوچي بہ ڪا نہ هئي، اهو ئي هو. هن بني هاشم جي گڏجاڻيءَ ۾ جيڪي چيو يا پوءِ صفا جبل تي جيڪا حرڪت ڪئي، ان جو ذڪر اڳيئي اچي چڪو آهي. ڪن روايتن ۾ اهو بہ آيل آهي تہ هن صفا جبل تي پاڻ سڳورن ﷺ کي هڻڻ لاءِ پٿر بہ کنيو هو.([1])

نبوت جي اعلان تيڻ کان اڳ ابولهب پنهنجن ٻن پٽن عتبه ۽ عتيبه جون شاديون پاڻ سڳورن ﷺ جي ٻن نياڻين بيبي رقيه رضي الله عنها، بيبي ام ڪلثوم رضي الله عنها سان ڪرايون هيون پر نبوت جي اعلان تيڻ کانپوءِ ڏاڍي سختيءَ ۽ بيحيائيءَ سان انهن ٻنهي کي طلاق ڏيارايائين.([2])

ان طرح جڏهن پاڻ سڳوري ﷺ جي ٻئي فرزند عبدالله جو انتقال ٿيو تہ ابولهب کي ايڏي خوشي ٿي جو هو ڊوڙندو پنهنجن سنگتين وٽ ويو ۽ کين اها "خوشخبري" ٻڌايائين تہ محمد ﷺ ابتر (نسل ختم ٿيل) ٿي ويا آهن. ([3])

اسين اهو بہ ٻڌائي آيا آهيون تہ حج جي ڏينهن ۾ ابو لهب، پاڻ سڳورن ﷺ کي ڪوڙو ثابت ڪرڻ لاءِ بازارن ۽ ميڙن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي پٺيان پيو هلندو هو. طارق بن عبدالله محاربيءَ جي روايت مان پتو پوي ٿو تہ هو رڳو پاڻ سڳورن ﷺ جي مخالفت نہ ڪندو هو بلڪ پاڻ سڳورن ﷺ کي پٿر بہ هڻندو هو. جنهن سان پاڻ سڳورن ﷺ جي پيرن جون ڪڙيون بہ رت سان ڀرجي وينديون هيون. ([4])

ابو لهب جي زال ام جميل، جنهن جو نالو اَروىٰ هو ۽ جيڪا حرب بن اميه جي ڌيءُ ۽ ابو سفيان جي ڀيڻ هئي. اها بہ پاڻ سڳورن ﷺ جي عداوت ڪرڻ ۾ مڙس کان گهٽ نہ هئي. اها بہ پاڻ سڳورن ﷺ جي رستن تي ۽ دروازي تي ڪنڊا وجهي ڇڏيندي هئي. ڏاڍي بدزبان ۽ فسادي قسم جي مائي هئي. پاڻ سڳورن ﷺ خلاف گهٽ وڌ ڳالهائڻ، ڳالهين کي وڌائي چڙهائي غلط نموني سان پکيڙڻ ۽ جهيڙا ڪرائڻ سندس شيوو هو. ان ڪري قرآن ۾ ان کي حمالة الحطب (ڪاٺين جي لڏ کڻندڙ) جو لقب ڏنل آهي.

جڏهن ان کي خبر پئي تہ کيس ۽ سندس مڙس کي قرآن ۾ ننديو ويو آهي تہ اها پاڻ سڳورن ﷺ کي ڳولهيندي ڪعبي ويجهو مسجد الحرام ۾ آئي. حضرت ابوبڪر رضي الله عنه بہ پاڻ سڳورن ﷺ سان گڏ هو. هوءَ مٺ ۾ پٿر کڻي آئي هئي. سامهون آئي تہ الله سندس اکيون جهلي ورتيون ۽ هوءَ پاڻ

---

[1] - ترمذي.

[2] - في ظلال القرآن( 30/282)، تفهيم القرآن( 6/522) اسد الغابة جلد 6 احوال رقية ۽ امِ ڪلثوم.

[3] - تفهيم القران (6/490)، تفسير ابن ڪثير تفسير سورة الڪوثر (4/ 595).

[4] - ڪنز العمال (12/ 449).

سڳورن ﷺ کي نہ ڏسي سگھي، رڳو حضرت ابوبڪر ﷛ کي پئي ڏٺائين. ان کان پڇيائين تہ اي ابوبڪر! تنهنجو ساٿي ڪٿي آهي؟ مون کي خبر پئي آهي تہ هو منهنجي هَجوُ (ڪُوار) ڪندو آهي[1]

الله جو قسم! مون کيس ڏٺو تہ سندس منهن تي پٿر هڻي ڪيندس. ڏس! هاڻي منهنجي شاعري بہ ٻڌ. پوءِ هن هي شعر ٻڌايو:

مُذَمَّمًا ([2]) عَصَينَا وأَمرهُ اَبَينَا وَدينه قَلَينَا

"اسان مذمم جي نافرماني ڪئي. ان جو حڪم نہ مڃيو ۽ سندس دين کي ڪروڌ ۽ نفرت سان ڇڏي ڏنو". پوءِ هوءَ هلي وئي. حضرت ابوبڪر ﷛ چيو تہ يا رسول الله ﷺ ڇا هن توهان کي نہ ڏٺو؟ پاڻ ﷺ فرمايائون تہ نہ، هن مون کي نہ ڏٺو. الله سندس اکيون جهلي ورتيون. ([3])

ابوبڪر بزار رحمة الله بہ اهو واقعو لکيو آهي ۽ ان ۾ اهو واڌارو آهي تہ جڏهن ابوبڪر ﷛ وٽ هوءَ بيٺي هئي تہ هن اهو بہ چيو تہ ابوبڪر ﷛! تنهنجي ساٿيءَ منهنجي هَجوُ (ڪُوار) ڪئي آهي. ابوبڪر ﷛ چيو تہ نہ هن عمارت جي رب جو قسم، نہ هو شعر چوندو آهي ۽ نہ ئي انهن کي زبان تي آڻيندو آهي. هن چيو تہ تون سچو آهين.

ابولهب پاڻ سڳورن ﷺ جو چاچو ۽ پاڙيسري هوندي بہ اهي سڀ حرڪتون ڪري رهيو هو. جنهن کي ڏسي ٻيا پاڙيسري بہ پاڻ سڳورن ﷺ کي سندن ئي گھر ۾ بہ ستائيندا هئا. ابن اسحاق رحمةالله جو چوڻ آهي تہ جيڪو ٽولو گھر ۾ بہ پاڻ سڳورن ﷺ کي تنگ ڪندو هو اهي هي آهن. ابولهب، حڪم بن ابي العاص بن اميه، عقبه بن ابي معيط، عدي بن حمرا ثقفي، ابن الاصداءِ هذلي، اهي سيئي پاڻ سڳورن ﷺ جا پاڙيسري هئا ۽ انهن مان حڪم بن ابي العاص ([4]) کانسواءِ ڪير بہ مسلمان نہ ٿيو. سندس ستائڻ جو طريقو اهو هو تہ جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ نماز پڙهندا هئا تہ ڪو شخص ٻڪريءَ جي اوجهري سندن مٿان اڇلائيندو هو. چلهہ تي ديڳڙي چڙهيل هوندي هئي تہ اوجهري ان طرح اڇلائبي هئي جو ديڳڙي وڃي پري ڪرندي هئي. پاڻ سڳورن ﷺ مجبورن ٿي هڪ ڪونڙي نهرائي، جيئن نماز پڙهندي ڪانئن بچيل رهن.

---

[1] - (هجو شاعريءَ جو قسم آهي. جنهن ۾ ڪنهن کي گھٽ وڌ ڳالهائبو آهي ۽ ان تي تنقيد ڪبي آهي. سنڌيڪار).

[2] - مشرڪ ساڙ مان پاڻ سڳورن ﷺ کي محمد ﷺ بدران مذمم چوندا هئا. جنهن جي معنيٰ محمد ﷺ جي ابتڙ آهي. محمد معنيٰ جنهن جي ساراهہ ڪئي وڃي. مذمم معنيٰ جنهن جا عيب ڪڍيا وڃن. اهي جيئن تہ مذمم جي برائي ڪندا هئا ان ڪري سندن اها برائي نبي ڪريم ﷺ تي لاڳو نہ ٿي ٿئي. البدايه والنهايه (1/ 11)، صحيح بخاري مع فتح الباري (7/ 162)، مسند احمد (2/ 244، 340، 369).

[3] - ابن هشام (1/335-336).

[4] - اهو اموي خليفي مروان بن حڪم جو پيءُ هو.

بهرحال جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ تي گندگي اڇلائبي هئي ته ان کي ڪاٺيءَ تي کڻي ٻاهر ايندا هئا ۽ دروازي تي بيهي فرمائيندا هئا ته اي عبد مناف پوٽئو! اها ڪهڙي پاڙيسري آهي؟ پوءِ ان کي اڇلي ڇڏيندا هئا. ([1])

عقبہ بن ابي معيط پنهنجي نياڳ ۽ خباثتن ۾ وڌيل هو. جيئن صحيح بخاريءَ ۾ حضرت عبدالله بن مسعود ﷛ کان روايت آهي ته پاڻ سڳورا ﷺ بيت الله وٽ نماز پڙهي رهيا هئا ۽ ابوجهل ۽ ان جا ڪي سنگتي ويٺا هئا ته ايتري ۾ ڪن چيو ته ڪير آهي جو وڃي فلاڻن وٽان اوجهري کڻي اچي سجدو ڪرڻ مهل محمد ﷺ جي پٺ تي وجهي ڇڏي؟ ان تي قوم جو سڀ کان نياڳو ماڻهو عقبه بن ابي معيط([2]) اٿيو ۽ اوجهري کڻي آيو. جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ سجدي ۾ ويا ته اوجهري سندن ٻنهي ڪلهن جي وچ تي وجهي ڇڏيائين. آئون سڀ ڪجهه ڏسي رهيو هوس پر ڪجهه ڪري نٿي سگهيس. ڪاش مون ۾ پاڻ سڳورن ﷺ کي بچائڻ جي سگهه هجي ها.

حضرت ابن مسعود ﷛ چوندو هو ته ان ڪانپوءِ هو ٽرڙپائي ڪندي ايترو کليا جو هڪ ٻئي تي ڪرڻ لڳا. پاڻ سڳورا ﷺ سجدي ۾ ئي پيا رهيا ۽ سر مٿي نه کنيائون. تانجو بيبي فاطمه رضي الله عنها اچي ۽ پٺ تان اوجهري هٽائي تڏهن پاڻ سڳورن ﷺ ڪنڌ مٿي کنيو ۽ ٽي ڀيرا فرمايو اللهم عليڪ بقريش "اي الله! تون قريش تي پڪڙ ڪر". جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ اها پٽ ڏني ته انهن کي خراب لڳو. ڇو ته انهن جو عقيدو هو ته هن شهر ۾ دعائون قبول ڪيون وينديون آهن. ان کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ نالا وٺي پٽيو، اي الله! ابوجهل تي پڪڙ ڪر ۽ عتبہ بن ربيعہ، شيبہ بن ربيعہ، وليد بن عتبہ، اميه بن خلف ۽ عقبہ بن ابي معيط تي پڪڙ ڪر.

پاڻ سڳورن ستون نالو به ورتو پر راويءَ کان وسري ويو. ابن مسعود ﷛ فرمائيندو هو ته ان ذات جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي مون ڏٺو ته جن جن ماڻهن جا نالا نبي ڪريم ﷺ ورتا، اهي سيئي بدر جي کوهه ۾ مقتول ٿيا پيا هئا. ([3])

اميہ بن خلف جو معمول هو ته هو جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ کي ڏسندو هو ته لعن طعن ڪندو هو. ان بابت ئي اها آيت نازل ٿي ته: ﴿وَيْلٌ لِكُلِّ هُمَزَةٍ لُمَزَةٍ (1)﴾(الهمزه) "هن لعن طعن ۽ برايون ڪرڻ واري لاءِ تباهي آهي". ابن هشام جو چوڻ آهي ته همزه اهو ماڻهو آهي جيڪو کلي عام گاريون ڏي ۽

---

[1] - ابن هشام (416/1).

[2] - صحيح بخاريءَ جي ئي هڪ ٻيءَ روايت ۾ ان بابت صراحت آيل آهي ڏسو (543/1).

[3] - صحيح بخاري ڪتاب الوضوء باب اذا القي علي المصلي قذر او جيفتہ (37/1).

اکيون ٽيڏيون ڪري اشارا ڪري ۽ لمزه اهو ماڻهو آهي جيڪي پرپٺ ماڻهن جون گلائون ڪري ۽ انهن کي تڪليف ڏي. ([1])

اميہ جو ڀاءُ أُبَي بن خلف، عقبہ بن ابي معيط جو گهاٽو يار هو. هڪ ڀيري عقبہ پاڻ سڳورن وٽ ويهي ڪجهہ ٻڌو. أُبَي کي خبر پئي تہ ان عقبہ کي ڏاڍا دڙڪا ڏنا ۽ ڪيس چيو تہ وڃي پاڻ سڳورن جي منهن (مبارڪ) تي ٿڪي اچي (نعوذبالله). آخر عقبہ ايئن ڪيو. أُبَي بن خلف پاڻ بہ هڪ ڀيري هڪ پراڻي هڏي پيجي ان ۾ هوا ڦوڪي پاڻ سڳورن ﷺ ڏانهن اڇلائي ڇڏي. ([2])

اخنس بن شريق ثقفي بہ پاڻ سڳورن ﷺ کي ستائيندو هو. قرآن ۾ ان جا نَوَ اوگڻ ٻڌايا ويا آهن. جنهن سان ان جي ڪردار جو انداز ٿئي ٿو. ارشاد آهي تہ:

﴿وَلَا تُطِعْ كُلَّ حَلَّافٍ مَهِينٍ (10) هَمَّازٍ مَشَّاءٍ بِنَمِيمٍ (11) مَنَّاعٍ لِلْخَيْرِ مُعْتَدٍ أَثِيمٍ (12) عُتُلٍّ بَعْدَ ذَلِكَ زَنِيمٍ (13)﴾(القلم)

"تون ڳالهہ نہ مڃ ڪنهن قسم کڻڻ واري ذليل جي جيڪو لعن طعن ڪري ٿو. چغليون ڪائي ٿو. ڀلائيءَ کان جهلي ٿو. بيحد ظالم، بڇڙن عملن وارو ۽ جفاڪار آهي ۽ ان کانسواءِ بداصل بہ آهي".

ابوجهل ڪڏهن ڪڏهن پاڻ سڳورن ﷺ وٽ اچي قرآن ٻڌندو هو، پر رڳو ٻڌندو ئي هو. ايمان، فرمانبرداري، ادب ۽ خشيت اختيار نہ ڪندو. هو پاڻ سڳورن کي پنهنجي ڳالهين سان تڪليف رسائيندو هو ۽ الله جي راه کان روڪيندو هو، پوءِ پنهنجي ان حرڪت ۽ برائي تي ناز ۽ تڪبر ڪندو ويندو هو، ڄڻ هن ڪو وڏو ڪارنامو ڪيو هجي. قرآن جون هي آيتون ان جي باري ۾ لٿيون: ﴿فَلَا صَدَّقَ وَلَا صَلَّى (31)﴾(القيامه) آخر تائين([3]) "نہ هن صدقو ڏنو نہ نماز پڙهي، بلڪ ڪوڙو چيائين ۽ پٺ موڙيائين. پوءِ اهو آڪڙ ڪندو پنهنجن گهر وارن ڏي ويو، تنهنجي خوب لائق آهي، خوب لائق آهي". هن جڏهن پهريون ڀيرو پاڻ سڳورن ﷺ کي نماز پڙهندي ڏٺو تہ ان ڏينهن کان کين نماز کان روڪڻ شروع ڪيائين. هڪ ڀيري پاڻ سڳورا ﷺ مقام ابراهيم وٽ نماز پڙهي رهيا هئا تہ هو لنگهيو ۽ ڏسي چيائين تہ محمد ﷺ! ڇا مون توکي روڪيو ڪو نہ هو؟ گڏوگڏ ڌمڪي بہ ڏنائين. پاڻ سڳورن ﷺ بہ ساڻس ڏاڍيان ڳالهايو. تنهن تي هن چيو تہ اي محمد ﷺ! مون کي ڇو پيو دابا ڏين، ڏس! الله جو قسم! هن مڪي جي ماٿريءَ ۾ منهنجي سنگت سڀ کان وڏي آهي. ان تي الله تعاليٰ هيءَ آيت نازل فرمائي:

---

[1] - ابن هشام (1/356-357).

[2] - ابن هشام (1/361-362).

[3] - في ظلال القرآن (29-212).

﴿فَلْيَدْعُ نَادِيَه﴾ ([1])

"ڇگو! هو پنهنجي سنگت کي سڏائي (اسان بہ سزا جي فرشتن کي سڏائينداسين)".

هڪ روايت ۾ آيل آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ ان جي گلي ۾ هٿ وجهي جهنجهوڙيندي فرمايو ﴿أَوْلَى لَكَ فَأَوْلَى (34) ثُمَّ أَوْلَى لَكَ فَأَوْلَى (35)﴾(القيامه)

"تنهنجي لاءِ ڏاڍو مناسب، تنهنجي لاءِ ڏاڍو مناسب آهي".

ان تي الله جو هي دشمن چوڻ لڳو "اي محمد ﷺ! مون کي ڌمڪي ٿو ڏين؟ الله جو قسم! تون ۽ تنهنجو پروردگار مون کي ڪجهہ نٿا ڪري سگهو. آئون مڪي جي ٻنهي جبلن جي وچ ۾ هلندڙ ڦرندڙن مان وڌيڪ عزت وارو آهيان". ([2])

بهرحال ان دڙڪي ڪانپوءِ بہ ابوجهل سڌرڻ وارو نہ هو، بلڪ ان جي نياڳائيءَ ۾ اجا واڌارو اچي ويو. جيئن صحيح مسلم ۾ ابو هريره رضي الله عنه کان مروي آهي تہ (هڪ ڀيري قريشن جي سردارن کي) ابوجهل چيو تہ محمد ﷺ توهان سيني جي آڏو پنهنجو چهرو خاڪ آلود (سجدو) ڪري ٿو؟ جواب ڏنو ويو تہ ها! هن چيو تہ لات ۽ عزيٰ جو قسم! جيڪڏهن مان کيس ان حالت ۾ ڏسي ونان تہ ان جي سسي چيپاٽي ڇڏيان ۽ ان جو منهن مٽيءَ ۾ رڳڙي ڇڏيا. ان ڪانپوءِ هن پاڻ سڳورن ﷺ کي نماز پڙهندي ڏسي ورتو ۽ ان زعم ۾ وڌيو تہ وڃي ٿو پاڻ سڳورن ﷺ جي سسي چيپاٽيان پر اوچتو ماڻهن ڏٺو تہ هو ڪڙين تي پنتي موٽڻ لڳو ۽ ٻئي هٿ بچاءُ لاءِ اڳيان پيو ڪري. ماڻهن پڇيس اي ابوالحڪم! توکي ڇا ٿيو؟ چيائين تہ: منهنجي ۽ هن جي وچ ۾ باهہ جي هڪ کاهي آهي، هولناڪيون آهن ۽ فرشتن جا پر آهن. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ جي هو منهنجي ويجهو اچي ها تہ فرشتا هن جو هڪ هڪ عضوو ڪٽي ونن ها. ([3])

ظلم ۽ ستم جون اهي ڪارروايون پاڻ سڳورن ﷺ سان ٿي رهيون هيون عوام ۽ خواص ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي منفرد شخصيت جو وقار ۽ احترام هوندي ۽ مڪي جي سڀ کان محترم ۽ عظيم شخصيت ابو طالب جي حمايت ۽ پناه حاصل هوندي بہ ٿي رهيون هيون. باقي عام ۽ ڪمزور مسلمانن کي اهنج پهچائڻ جون ڪاروايون اجا بہ وڌيڪ سخت ۽ ڪڙيون هيون. هر قبيلو پنهنجن مسلمان ٿيندڙ فردن کي قسمين قسمين جون سزائون ڏئي رهيو هو ۽ جنهن ماڻهوءَ جو ڪو قبيلو نہ هو، تنهن تي لوفرن ۽ سردارن اهڙا اهڙا ستم ڪيا، جن کي ٻڌي وار ڪاندارجيو

[1] - في ظلال القرآن (208/30).

[2] - في ظلال القرآن (312/29).

[3] - صحيح مسلم صفات المنافقين (حديث نمبر 38).

وجن ، مضبوط انسان جي دل بہ بيچينيءَ کان تڙپڻ لڳندي آهي. هيٺ انهن جي هڪ جهلڪ ڏجي ٿي.

**مسلمانن تي ظلم جي هڪ جهلڪ**:- ابوجهل جڏهن ڪنهن عزت واري ۽ سگهاري ماڻهو جي مسلمان ٿيڻ جو ٻڌندو هو تہ ان کي گاريون ڏيندو هو ۽ ڪيس خوار ڪندو هو ۽ ڪيس مالي نقصان پهچائڻ جون ڌمڪيون ڏيندو هو. جيڪڏهن ڪو ڪمزور ماڻهو مسلمان ٿيندو هو تہ ان کي ماريندو ۽ ٻين کي ڀڙڪائيندو هو. ([1])

حضرت عثمان بن عفان ﷛ جو چاچو کين کجيءَ جي ٽڏي ۾ ويڙهي هيٺان دونهون دکائي ڇڏيندو هو. ([2]) حضرت مصعب بن عمير ﷛ جي ماءُ کي سندن اسلام قبولڻ جو پتو پيو تہ سندن داڻو پاڻي بند ڪري ڇڏيو ۽ کين گهران ڪڍي ڇڏيو. پاڻ ڏاڍي لاڏ ڪوڏ سان پليل هئا. حالتن جي سختيءَ جي ڪري سندن کل ايئن لهي وئي جيئن نانگ جي کل لهندي آهي. ([3])

حضرت بلال ﷛ اميہ بن خلف جمحي جو غلام هو. اميہ سندن ڳچيءَ ۾ رسو وجهي ڇوڪرن کي ڏيندو هو ۽ اهي کين مڪي جي جبلن تي گهمائيندا ڦيرائيندا هئا. ايستائين جو ڳچيءَ تي رسيءَ جا وڍ پئجي ويندا هئا. اميہ پاڻ بہ کين ٻڌي ڏنڊن سان ڪٽيندو هو ۽ ساڙيندڙ اس ۾ کين وهاري ڇڏيندو هو. کاڌو بہ نہ ڏيندو هو پر کين بکيو رکندو هو ۽ ان کان وڌيڪ اهو ظلم ڪندو هو جو جڏهن ٻنپهرن جو گرمي چوٽ تي هوندي هئي تہ مڪي جي پٿريون پيل زمين تي ليٽائي سندن مٿان ڳرو پٿر رکي ڇڏيندو هو. پوءِ چوندو هو تہ الله جو قسم! تون جيستائين مري نہ وڃين، تيستائين ائين ئي پيو هوندين، يا وري محمد ﷺ کان ڦري وڃ. حضرت بلال ﷛ ان حالت بابت فرمائيندو تہ احد – احد – هڪ ڏينهن اها ڪارروائي ٿي رهي هئي جو ابوبڪر ﷛ اتان گذريو، جنهن حضرت بلال ﷛ کي هڪ ڪاري غلام جي عيوض يا ڪن جو چوڻ آهي تہ ٻہ سو درهمن (735 گرام چاندي) يا ٻہ سؤ اسي درهم (هڪ ڪلو کان وڌيڪ چاندي) جي بدلي ۾ خريدي آزاد ڪيو. ([4])

حضرت عمار بن ياسر ﷛ بنو مخزوم جو غلام هو. پاڻ ۽ سندن والدين جڏهن اسلام قبوليو تہ مٿن ڄڻ قيامت ٽٽي پئي. مشرڪ جن ۾ ابوجهل اڳرو هو. سخت اس ۾ کين پٿريلي زمين تي ويهاري سڙڻ جي سزا ڏيندا هئا. هڪ ڀيرو کين ان طرح جي سزا ملي رهي هئي تہ پاڻ سڳورا ﷺ اتان لنگهيا، جن فرمايو تہ "آل ياسر صبر ڪجوَ، توهان جو ٺاڪ جنت ۾ آهي". آخرڪار ياسر

---

[1] - ابن هشام (320/1).

[2] - رحمة للعالمين (57/1).

[3] - رحمة للعالمين (58/1) تلقيح الفهوم اهل الاثر:(60)، اسد الغابه (4/ 460).

[4] - رحمة للعالمين (57/1) تلقيح الفهوم (ص :61) ابن هشام (317/1-318).

رضي الله عنه ظلم نہ سهڻ ڪري گذاري ويو ۽ بيبي سميہ رضي الله عنها، جيڪا حضرت عمار رضي الله عنه جي والده هئي، تنهن کي ابوجهل شرمگاهہ ۾ نيزو هنيو، جنهن سان پاڻ دم ڏنائين. پاڻ اسلام جي پهرين شهيد عورت هئي. حضرت عمار رضي الله عنه تي ڏاڍ جو سلسلو جاري رهيو. ڪين ڪڏهن اس ۾ ويهاربو هو تہ ڪڏهن سندن ڇاتيءَ تي تتل پٿر رکيو ويندو هو ۽ ڪڏهن پاڻيءَ ۾ ٻوڙيو ويندو هو. ڪين مشرڪ چوندا هئا تہ جيستائين تون محمد ﷺ کي گار نہ ڏيندين يا لات ۽ عزيٰ جي ساراهہ نہ ڪندين، تيسين توکي نہ ڇڏينداسين. حضرت عمار رضي الله عنه مجبورن انهن جي ڳالهہ مڃي. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ وٽ روئيندي ۽ معافي وٺندي آيو ، جنهن تي هيءَ آيت نازل ٿي تہ: ﴿مَنْ كَفَرَ بِاللَّهِ مِنْ بَعْدِ إِيمَانِهِ إِلَّا مَنْ أُكْرِهَ وَقَلْبُهُ مُطْمَئِنٌّ بِالْإِيمَانِ (106)﴾(النحل)

"جنهن الله تي ايمان آڻڻ کانپوءِ ڪفر ڪيو (ان تي الله جو غضب ۽ وڏو عذاب آهي) پر جنهن کي مجبور ڪيو وڃي ۽ ان جي دل ايمان تي مطمئن هجي (ان تي ڪا پڪڙ نہ آهي ([1])

حضرت فڪيهہ رضي الله عنه جو نالو افلح هو، بني عبدالدار جو غلام هو. سندن مالڪ سندن پيرن ۾ رسي ٻڌي ڪين زمين تي گهليندو هو. ([2])

حضرت خباب رضي الله عنه بن ارت خزاعہ قبيلي جي هڪ عورت ام انمار جو غلام هو. مشرڪ ڪين طرح طرح جون سزائون ڏيندا هئا. سندن مٿي جا وار پٽيندا هئا ۽ سختيءَ سان ڳچي مروڙيندا هئا. ڪين ڪئي ڀيرا ٽهڪندڙ ٽانڊن تي ليٽائي مٿان پٿر رکي ڇڏيندا هئا تہ جيئن اٿي نہ سگهن.([3])

زِنِّيرہَ ([4]) ۽ نَهديہ رضي الله عنهما ۽ ان جي نياڻي ۽ ام عبيس رضي الله عنها، اهي سڀ ٻانهيون هيون. جن اسلام قبوليو ۽ مشرڪن کان ڪين اهڙيون سخت سزائون مليون، جن جو ٿورو نمونو مٿي ٻڌائي آيا آهيون. قبيلي بني عديءَ جي هڪ گهراڻي بني مؤمل جي هڪ ٻانهي مسلمان ٿي تہ ڪين حضرت عمر بن خطاب رضي الله عنه، جيڪو اجا مسلمان نہ ٿيو هو. ايترو ماريندو هو جو پاڻ بہ ٿڪجي پوندو هو ۽ پوءِ چوندو هو تہ آئون ڪنهن لحاظ ڪري نہ پر ٿڪجي پوڻ ڪري توکي ڇڏيان ٿو. ([5])

---

[1] - ابن هشام (1/319-320) فقہ السيره محمد غزالي (ص:82)، عوفيءَ ابن عباس کان ان جو هڪ ٽڪر روايت ڪيو آهي ڏسو تفسير ابن ڪثير ۾ ڇاٽايل آيتن جي بيان ۾.

[2] - رحمة للعالمين (1/57) بحوالہ اعجاز التنزيل (ص:53).

[3] - رحمة للعالمين (1/57) تلقيح الفهوم (ص:60).

[4] - زنيره بروزن مسڪينہ، يعني زا کي زير ۽ نون کي زير ۽ تشديد.

[5] - رحمة للعالمين (1/57)، ابن هشام (1/319).

آخرڪار حضرت ابوبڪر رضي الله عنه، حضرت بلال رضي الله عنه ۽ عامر بن فهيره جيان انهن ٻانهين کي بہ خريد ڪري آزاد ڪري ڇڏيو. [1]

مشرڪ ان طرح بہ سزا ڏيندا هئا جو ڪن اصحابن کي اٺ يا ڍڳيءَ جي ڪچي کل ۾ ويڙهي، اس ۾ ڇڏي ڏيندا هئا ۽ ڪن کي لوهي زره پهرائي گرم پٿرن تي ليٽائيندا هئا. [2] حقيقت ۾ الله جي راه ۾ ڏاڍ ۽ ڏمر جو نشانو ٿيڻ وارن جي فهرست ڊگهي آهي ۽ ڏکائيندڙ بہ حالت اها هئي جنهن جي مسلمان ٿيڻ جو پتو پوندو هو مشرڪ ان کي تڪليف رسائڻ لاءِ هڪدم تيار ٿي ويندا هئا.

**دار ارقم:-** انهن ارهہ زوراين کي منهن ڏيڻ لاءِ ضروري هو تہ پاڻ سڳورا صلي الله عليه وسلم مسلمانن کي پنهنجو اسلام ظاهر ڪرڻ کان روڪي ڇڏين ۽ انهن سان ڳجهي نموني ملن. ڇو تہ جيڪڏهن پاڻ سڳورا صلي الله عليه وسلم ساڻن کلي عام ملن ها تہ مشرڪ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي تبليغي ڪم ۾ رنڊڪون وجهن ها ۽ ان ڪارڻ ٻنهي ڌرين ۾ ٽڪراءُ ٿي سگهيو ٿي. عملي طور تي نبوت جي چوٿين سال ائين ٿي بہ چڪو هو. جنهن جو تفصيل هن ريت آهي تہ اصحابي سڳورا وادين ۾ وڃي گڏجي نماز پڙهندا هئا. هڪ ڀيري قريشن جي ڪن ماڻهن کين ڏسي ورتو تہ گاريون ڏيڻ ۽ وڙهڻ لڳا. جواب ۾ حضرت سعد بن ابي وقاص رضي الله عنه هڪ ماڻهوءَ کي اهڙو ڌڪ هنيو جو ڪيس رت وهي پيو. اهو پهريون رت هو، جيڪو اسلام ڪارڻ وَهايو ويو هو. [3]

اسانکي اها پليءَ پت ڄاڻ آهي تہ جيڪڏهن اهڙو ٽڪراءُ هر هر ٿئي ها تہ مسلمان ختم ٿي وڃن ها. تنهنڪري ضرورت ان ڳالهہ جي هئي تہ اهو ڪم لڪ ڇپ ۾ ڪيو وڃي. تنهنڪري عام اصحابي سڳورا پنهنجو اسلام، پنهنجي عبادت ۽ پنهنجي تبليغ ۽ گڏجاڻيون لڪ ڇپ ۾ ڪندا هئا. باقي پاڻ سڳورا صلي الله عليه وسلم تبليغ جو ڪم بہ مشرڪن آڏو کلي عام ڪندا هئا ۽ عبادتون بہ. ڪابہ شيءِ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم کي ان ڪم کان روڪي نٿي سگهي. تنهن هوندي بہ پاڻ مسلمان ٿيلن سان مصلحت تحت ڳجهي نموني ملندا هئا. ارقم بن ابي الارقم مخزوميءَ جو گهر ڪوهہ صفا تي، سرڪشن جي نظرن ۽ انهن جي مجلسن کان الڳ ٿلڳ هو. انڪري پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم نبوت جي پنجين سال ان گهرکي تبليغ ۽ گڏجاڻين جو مرڪز بڻايو. [4]

**حبشہ ڏانهن پهرين هجرت:-** ڏاڍ ۽ ڏمر جو اهو سلسلو نبوت جي چوٿين سال جي وچ يا آخر کان شروع ٿيو، جيڪو پهرين معمولي درجي جو هو، پر ڏينهان ڏينهن وڌندو ويو. تان تہ نبوت جي پنجين

---

[1] - ابن هشام (1/318-319).

[2] - رحمة للعالمين (1/58).

[3] - ابن هشام (1/263)، مختصر السيره، محمد بن عبدالوهاب (ص:60).

[4] - مختصر السيره محمد بن عبدالوهاب (ص:61).

سال جي وچ ڌاري حد ٽپي ويو ۽ مسلمانن جو مڪي ۾ رهڻ ڏکيو ٿي پيو ۽ انهن ان لاڳيتي ڏاڍ کان بچڻ لاءِ گس ڳولهڻ شروع ڪري ڏنا. انهن ئي ڏکين حالتن ۾ سورة ڪهف نازل ٿي، جيڪا اصل ۾ مڪي جي قريشن جي سوالن جي جواب طور لٿي هئي، پر ان ۾ جيڪي ٽي واقعا بڌايل آهن، انهن ۾ الله تعاليٰ پاران مؤمنن لاءِ ڏاڍا چٽا اشارا موجود هئا، جيئن اصحاب ڪهف جي واقعي ۾ اهو سبق ڏنل آهي تہ جڏهن دين ۽ ايمان خطري ۾ هجي تہ الله تي ڀروسو رکي ڪفر ۽ ظلم جي مرڪزن مان لڏ پلاڻ ڪجي. ارشاد آهي تہ:

﴿وَإِذِ اعْتَزَلْتُمُوهُمْ وَمَا يَعْبُدُونَ إِلَّا اللَّهَ فَأْوُوا إِلَى الْكَهْفِ يَنْشُرْ لَكُمْ رَبُّكُمْ مِنْ رَحْمَتِهِ وَيُهَيِّئْ لَكُمْ مِنْ أَمْرِكُمْ مِرفَقًا (16)﴾(الكهف)

موسىٰ عليه السلام ۽ خضر عليه السلام جي واقعي سان اها ڳالھ ثابت ٿئي ٿي تہ نتيجا سدائين ظاهري حالتن مطابق نہ هوندا آهن، پر ڪڏهن ڪڏهن ان جي بلڪل ابتڙ هوندا آهن. جيئن هن واقعي ۾ ان ڳالھ ڏانهن هلڪو اشارو ڪيل آهي تہ مسلمانن سان جيڪو ڏاڍ ۽ ڏمر ڪيو پيو وڃي، ان جا نتيجا صفا ابتڙ نڪرندا ۽ اهي سرڪش مشرڪ ايمان نہ قبوليندا تہ ترت ئي مسلمانن اڳيان هٿيار ڦٽا ڪرڻ تي مجبور ٿي پوندا.

ذوالقرنين جي واقعي ۾ چند ڳالهين ڏانهن اشارو ڪيل آهي تہ:

1. زمين الله جي آهي، هو پنهنجن ٻانهن مان جنهن کي چاهي، ان جو وارث ڪري ٿو.
2. فلاح ۽ ڪامراني ايمان جي ئي راھ ۾ آهي، ڪفر جي راھ ۾ نہ.
3. الله تعاليٰ ترسي ترسي پنهنجن ٻانهن مان اهڙو ماڻهو پيدا ڪندو آهي، جيڪي مظلوم ماڻهن کي ان دور جي ياجوج ماجوج کان نجات ڏياري ٿو.
4. الله جا صالح ٻندا ئي زمين جي وراثت جا سڀ کان وڌيڪ حقدار آهن.

سورة ڪهف کانپوءِ سورة زمر لٿي، جنهن ۾ هجرت جو اشارو ڪيو ويو ۽ ٻڌايو ويو تہ الله جي زمين سوڙهي ڪانهي.

﴿لِلَّذِينَ أَحْسَنُوا فِي هَذِهِ الدُّنْيَا حَسَنَةٌ وَأَرْضُ اللَّهِ وَاسِعَةٌ إِنَّمَا يُوَفَّى الصَّابِرُونَ أَجْرَهُمْ بِغَيْرِ حِسَابٍ (10)﴾(الزمر)

هوڏانهن پاڻ سڳورن ﷺ کي خبر پئي تہ اصحمه نجاشي، شاھ حبشہ ، هڪ انصاف پرور بادشاھ آهي. اتي ڪنهن تي ظلم نٿو ٿئي. ان ڪري پاڻ سڳورن ﷺ مسلمانن کي حڪم ڏنو تہ اهي دين کي فتنن کان بچائڻ لاءِ حبشة ڏانهن هجرت ڪن. ان کانپوءِ هڪ طئہ ٿيل پروگرام مطابق رجب سن 5 نبويءَ ۾ اصحابي سڳورن جو پهريون جٿو حبشة ڏانهن روانو ٿيو. ان جٿي ۾ 12 مرد ۽ 4 عورتون شامل هيون. حضرت عثمان بن عفان رضي الله عنه سندن امير هو. ساڻن گڏ پاڻ سڳورن ﷺ جي

نياڻي بيبي رقيہ رضي الله عنها بہ هئي. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ حضرت ابراهيم عليه السلام ۽ حضرت لوط عليه السلام کانپوءِ هي پهريون ڪٽنب آهي، جنهن الله جي راهہ ۾ هجرت ڪئي. ([1]) اهي سڀ رات جي اوندهہ ۾ لڪي پنهنجي نئين منزل ڏانهن روانا ٿيا. لڪائڻ جو مقصد اهو هو تہ قريشن کي ان جو پتو نہ پئجي سگهي. سندن رخ بحر احمر جي بندرگاهہ شعيبة ڏانهن هو. خوش قسمتيءَ سان اتي ٻہ واپاري ٻيڙا بيٺا هئا، جن ۾ ويهي هو حبشة ڏانهن روانا ٿيا. قريشن کي سندن روانگيءَ جو پتو ڪجهہ دير سان پيو. تنهن هوندي بہ انهن سندن پٺ ورتي ۽ ڪناري تائين پهتا پر اصحابي سڳورا اڳيان نڪري چڪا هئا، انڪري هو ناڪام ٿي موٽيا. هوڏانهن مسلمانن حبشة پهچي ساهي پٽي. ([2]) ان ئي سال رمضان ۾ اهو واقعو ٿيو جو پاڻ سڳورا ﷺ هڪ ڀيري حرم شريف ۾ ويا. اتي قريشن جو وڏو ميڙ وينو هو. انهن ۾ سردار ۽ وڏا وڏا ماڻهو شامل هئا. پاڻ سڳورن ﷺ اوچتو اتي سوره نجم پڙهڻ شروع ڪئي. انهن ڪافرن ان کان اڳ عام طور تي قرآن ڪونہ ٻڌو هو. ڇو تہ قرآن مطابق سندن هلت چلت هيئن هئي "

﴿لَا تَسْمَعُوا لِهَذَا الْقُرْآنِ وَالْغَوْا فِيهِ لَعَلَّكُمْ تَغْلِبُونَ (26)﴾(فصلت)

پر جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ اوچتو قرآن پڙهڻ شروع ڪيو ۽ سندن ڪنن ۾ عجيب خوشگوار، تروتازه ۽ وڏائي بيان ڪندڙ الله جي ڪلام جو آواز پهتو تہ انهن کي هوش نہ رهيو. سڀ جا سڀ ڪن ڏئي ٻڌڻ لڳا ۽ سندن ڌيان ٻيءَ ڪنهن شيءِ ڏانهن نہ ويو. جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ سورة جي آخر ۾ دل کي ڪنبائيندڙ آيتون پڙهي الله جو هي حڪم ٻڌايو تہ:

﴿فَاسْجُدُوا لِلَّهِ وَاعْبُدُوا (62)﴾(النجم)

۽ ان سان گڏ ئي پاڻ سجدي ۾ هليا ويا تہ ڪير بہ پاڻ کي جهلي نہ سگهيو ۽ سڀ جا سڀ سجدي ۾ ڪري پيا. حقيقت اها آهي تہ ان موقعي تي حق جي تازگي ۽ رعب، متڪبرين ۽ مستهزئين جي هٺ ڌرميءَ کي وائڪو ڪري ڇڏيو. ان ڪري هو پاڻ تي قابو نہ رکي سگهيا ۽ بي اختيار سجدي ۾ ڪري پيا هئا. ([3])

پوءِ جڏهن کين احساس ٿيو تہ الله جي ڪلام جي رعب سندن لغام موڙي ڇڏيو ۽ هو اهو ڪم ڪري وينا جنهن کي مٽائڻ ۽ ختم ڪرڻ لاءِ انهن ننهن چوٽيءَ جو زور لڳائي ڇڏيو هو. ان سان گڏ ئي ان واقعي ۾ غير موجود مشرڪن مٿن لعنتاڻو وجهڻ شروع ڪيو تہ هو پريشان ٿي ويا ۽

[1] - مختصر السيره شيخ عبدالله (ص:92، 93) – زاد المعاد (24/1) – رحمة للعالمين (61/1).

[2] - رحمة للعالمين (61/1) – زاد المعاد (24/1).

[3] - صحيح بخاريءَ ۾ ان سجدي بابت ابن مسعود ﷛ ۽ ابن عباس ﷛ کان ٿورو احوال بيان ڪيل آهي. (146/1) ۽(543/1).

پنهنجي جان ڇڏائڻ لاءِ پاڻ سڳورن ﷺ تي ڪوڙ هڻڻ لڳا تہ انهن سندن بتن جو ذڪر عزت ۽ احترام سان ڪندي چيو هو تہ:

تِلكَ الغَرَانِيقُ العُلى ، وَانَّ شَفَاعَتَهُنَّ لَتُرتَجى

**هي بلند درجي جون ديويون آهن ۽ انهن جي شفاعت جي اميد ڪئي وڃي ٿي.**

جڏهن تہ اهو نسورو ڪوڙ هو جو رڳو ان لاءِ گهڙيو ويو هو تہ جيئن پاڻ سڳورن ﷺ سان گڏ سجدو ڪرڻ جي ڪيل "غلطي" جو معقول جواز پيش ڪيو وڃي ۽ ظاهر آهي تہ جن ماڻهن سدائين پاڻ سڳورن ﷺ تي بهتان هنيا ۽ اهي پنهنجو دامن بچائڻ لاءِ چو نتي ڪوڙ ڳالهائي سگهيا. ([1])

بهرحال مشرڪن جي سجدي ڪرڻ واري واقعي جي خبر حبش جي مهاجرن کي بہ پئي پر ڪافي بدليل صورت ۾. يعني کين پتو پيو تہ قريش مسلمان ٿي چڪا آهن. تنهنڪري اهي شوال ۾ مڪي ڏانهن روانا ٿيا. پر جڏهن مڪي کان هڪ ڏينهن کان بہ گهٽ مسافت تي پهتا کين حقيقت جو پتو پيو. ان کان پوءِ کي موٽي حبشة ويا تہ کي لڪ ڇپ ۾ يا مڪي جي ڪنهن ماڻهوءَ کان پناهہ وٺي مڪي ۾ داخل ٿيا. ([2])

**حبشة ڏانهن ٻي هجرت:-** ان کانپوءِ موٽيل مهاجرن تي خاص طور تي ٻين مسلمانن تي عام طور، قريشن ڏاڍايون وڌائي ڇڏيون ۽ سندن خاندان وارن بہ کين ڏاڍو ستايو. ڇو تہ قريشن کي ساڻن نجاشيءَ جي سٺي سلوڪ جي جيڪا خبر پئي هئي، تنهن تي اهي ڏاڍا ڏمريا هئا. مجبور ٿي پاڻ سڳورن ﷺ، اصحابي سڳورن کي ٻيهر حبشة ڏي هجرت جو مشورو ڏنو. پر هن ڀيءَ هجرت ۾ سخت مشڪلاتون پيش آيون. ڇو تہ هن ڀيري قريش اڳي کان هوشيار هئا ۽ اهڙيءَ ڪوشش کي ناڪام ڪرڻ جو قسم کنيو ويٺا هئا، پر مسلمان کانئن گهڻو وڌيڪ ڦڙتيلا ثابت ٿيا ۽ الله انهن جي سفر کي آسان ڪري ڇڏيو. تنهنڪري هو قريشن جي هٿ چڙهڻ کان اڳ حبشة جي شاهہ وٽ پهچي ويا. هن ڀيري ڪل 82 يا 83 مردن هجرت ڪئي. (حضرت عمار رضي الله عنه جي هجرت بابت مختلف رايا آهن.) ۽ ارڙنهن يا اوڻيهہ عورتن هجرت ڪئي. ([3]) علامہ منصور پوري رحمه الله يقين سان عورتن جو انگ 18 لکيو آهي. ([4])

**حبشة ڏانهن لڏيندڙن خلاف قريشن جي سازش:-** مشرڪن کي مسلمانن جي جان ۽ ايمان بچائي حبشة جي وڳوڙ کان پاڪ علائقي ۾ پهچي وڃڻ تي دلي صدمو رسيو. تنهنڪري انهن

---

[1] - محققن هن سلسلي جي سڀني روايتن کي گڏي اهو نتيجو ڪڍيو آهي.

[2] - زاد المعاد (24/1، 44/2) - ابن هشام (364/1).

[3] - زاد المعاد (24/1) - رحمة للعالمين (61/1).

[4] - رحمة للعالمين (61/1).

عمرو بن عاص رضي الله عنه ۽ عبدالله بن ربيعہ کي، جيکي سمجھو ماڻھو ھئا ۽ اڃا مسلمان نہ ٿيا ھئا، ھڪ اھم سفارتي مھم لاءِ چونڊيو ۽ انھن ٻنھي کي نجاشي ۽ بطريقن جي خدمت ۾ پيش ڪرڻ لاءِ سٺا تحفا ڏئي حبشہ موڪليو. انھن ٻنھي حبشہ پھچي بطريقن کي سوکڙيون ڏئي پوءِ کين پنھنجن دليلن کان آگاھہ ڪيو، جن جي بنياد تي اھي حبشہ مان مسلمانن کي نيڪالي ڏيارڻ آيا ھئا. جڏھن بطريقن سندن اھا ڳالھہ مڃي ورتي تہ نجاشيءَ تي مسلمانن کي ڪيڻ لاءِ زور ڀريندا تہ اھي ٻئي نجاشيءَ وٽ حاضر ٿيا ۽ سوکڙيون پاکڙيون ڏئي کيس ھنن لفظن ۾ پنھنجو مقصد ٻڌايائون تہ"اي بادشاھ! اوھانجي ملڪ ۾ اسانجا ڪجھہ بي سمجھہ ڇوڪرا ڀڄي آيا آھن، جن پنھنجي قوم جو دين ڇڏي ڏنو آھي، پر توھان جي دين ۾ بہ داخل نہ ٿيا آھن، پر ھڪ نئون دين ايجاد ڪيو اٿن، جنھن کي نہ اسين ٿا ڄاڻون، نہ ئي اوھان. اسانکي اوھانجي خدمت ۾ سندن ئي والدين، چاچن ۽ ڪڙم قبيلي جي ٻين چڱن ماڻھن موڪليو آھي. مقصد اھو آھي تہ اوھان انھن کي موٽائي ڇڏيو. ڇو تہ اھي ھنن تي ڪڙيون نظرون رکن ٿا." جڏھن انھن ٻنھي پنھنجو مقصد بيان ڪري ورتو تہ بطريقن چيو تہ "بادشاھ سلامت! ھي ٻئي نيڪ پيا چون. توھان انھن ڇوڪرن کي ھنن جي حوالي ڪري ڇڏيو. ھي ٻئي کين سندن قوم ۽ ملڪ ۾ پھچائي ڇڏيندا."

پر نجاشيءَ سوچيو تہ ان معاملي کي گھرائيءَ سان جانچڻ ضروري آھي، تنھنکري ھن مسلمانن کي گھرايو. مسلمانن اھو پڪو پھہ ڪيو ھو تہ دربار ۾ سچ ئي ڳالھائيندا، ڀلي تہ ان جو نتيجو کھڙو بہ نکري. جڏھن مسلمان پھچي ويا تہ نجاشيءَ پڇيو تہ ”اھو کھڙو دين آھي، جنھن جي ڪارڻ توھان پنھنجي قوم کان تہ ڌار ٿيا آھيو پر منھنجي دين ۾ بہ داخل نہ ٿيا آھيو ۽ نہ ئي ڪنھن ٻئي ٻڌل سئل دين ۾ شامل ٿيا آھيو؟" مسلمانن جي ترجمان حضرت جعفر بن ابي طالب رضي الله عنه چيو تہ "اي بادشاھ! اسين اھڙي قوم مان ھئاسين، جيڪا جھالت ۾ ٻڏل ھئي. اسين بتن کي پوڄيندا ھئاسين، مردار کائيندا ھئاسين، بڇڙايون ڪندا ھئاسين. مائٽن سان ڦٽائيندا ھئاسين، پاڙيسرين سان صحيح نہ ھلندا ھئاسين. اسان جا پھلوان، ڪمزورن کي کائي ڇڏيندا ھئا. اھڙيءَ حالت ۾ ئي الله تعاليٰ اسان مان ئي ھڪ رسول موڪليو، جنھن جي عالي نسبي، سچائي، امانت ۽ پاڪدامني اسان اڳيئي ڏسي وينا ھئاسين. ان اسان کي الله تعاليٰ ڏانھن سڏيو ۽ سمجھايو تہ رڳو ھڪ الله کي مڃيو ۽ ان جي عبادت ڪريو ۽ ان ڪانسواءِ جن پٿرن ۽ بتن کي اسانجا ابا ڏاڏا پوڄيندا ھئا، تن کي ڇڏي ڏيون. ھن اسانکي سچ ڳالھائڻ، امانتدار ٿيڻ، رشتا نڀائڻ، پاڙيسريءَ سان سٺو ونھنوار رکڻ ۽ حرامڪاري توڙي خونريزيءَ کان بچڻ جو حڪم ڏنو ۽ فحاشين ۾ ھٿ وجھڻ، ڪوڙ ڳالھائڻ، يتيمن جو مال کائڻ، نيڪ عورتن تي ڪوڙا بھتان ھڻڻ کان منع ڪئي. ان اسانکي اھو بہ حڪم ڏنو تہ رڳو

الله تعاليٰ جي عبادت ڪريو ۽ ان سان شريڪ نہ ڪريو. هن اسانکي نماز، روزي ۽ زڪوات جو حڪم ڏنو." اهڙيءَ طرح حضرت جعفر رضي الله عنه اسلام جو اجمالي تعارف ڪرائي پوءِ چيو تہ "اسان ان پيغمبر کي سچو سمجهي ان تي ايمان آندو ۽ ان جي آندل الله جي دين جي پيروي ڪئي. تنهنڪري رڳو الله تعاليٰ جي عبادت ڪئي ۽ شرڪ کان پري رهياسين ۽ جن ڳالهين کي پيغمبر ﷺ حرام ڄاڻايو، تن کي حرام مڃيوسين ۽ جن کي حلال ٻڌايائون، تن کي حلال ڄاتوسين. ان تي اسانجي قوم اسان تي ڏمري ۽ اسان سان ڏاڍ ۽ ڏمر جو سلوڪ ڪيو ويو ۽ اسانکي فتنن ۽ سزائن سان پنهنجي دين تان هٽائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي، جيئن اسين الله تعاليٰ جي عبادت ڇڏي بت پرستيءَ ڏي موٽي وڃون ۽ جن گندين شين کي اڳي حلال سمجهندا هئاسين، تن کي بيهر حلال سمجهون. جڏهن انهن اسان تي ظلم جي حد ڪري ڇڏي، اسان ۽ اسانجي دين جي وچ ۾ پٽ ٻڌجي ويا تہ اسان اوهانجي ملڪ ڏانهن لڏپلاڻ ڪري ۽ ٻين کان اوهانکي ترجيح ڏئي اوهانجي پناهہ ۾ رهڻ پسند ڪيوسين، ان اميد سان تہ هتي اسان تي ظلم نہ ڪيو ويندو."

نجاشيءَ چيو تہ "ان پيغمبر جيڪي آندو آهي، ان مان ڪجهہ اوهان وٽ آهي؟"

حضرت جعفر رضي الله عنه چيو تہ "ها!"

نجاشيءَ چيو تہ "تورو مونکي بہ پڙهي ٻڌايو."

حضرت جعفر رضي الله عنه سورة مريم جون منڍ واريون آيتون پڙهيون. تنهن تي نجاشي ايترو تہ رنو جو سندس ڏاڙهي آلي ٿي وئي. نجاشيءَ جا سڀ اسقف بہ حضرت جعفر رضي الله عنه جي تلاوت ٻڌي ايڏو رنا جو سندن صحيفا آلا ٿي ويا. پوءِ نجاشيءَ چيو تہ اهو ڪلام ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام تي لٿل ڪلام، ٻئي هڪ ئي شمعدان مان نڪتل آهن. ان بعد نجاشيءَ عمرو بن عاص ۽ عبدالله بن ربيعہ کي چيو تہ توهان ٻئي هليا وڃو. آئون هنن کي نڪو توهانجي حوالي ڪندس ۽ نہ ئي هتي انهن جي خلاف ڪا سٽ سٽڻ ڏيندس.

اهو حڪم ٻڌي اهي ٻئي ٻاهر نڪري آيا پر عمرو بن عاص، عبدالله بن ربيعہ کي چيو تہ "الله جو قسم! سڀاڻي انهن تي اهڙو بهتان هڻندس جو سندن پاڙ ئي پٽجي ويندي." عبدالله بن ربيعہ چيو تہ "نہ! ائين نہ ڪجان. اهي ماڻهو جيتوڻيڪ اسانجي خلاف آهن، پر بهرحال آهن تہ اسانجي ئي ڪڙم قبيلي مان." پر عمرو بن عاص پنهنجي هوڏ تان نہ هٽيو.

ٻئي ڏينهن عمرو بن عاص، نجاشيءَ کي چيو تہ "اي بادشاهہ! هي ماڻهو عيسيٰ بن مريم عليه السلام بابت هڪ وڏي ڳالهہ چون ٿا." ان تي نجاشيءَ وري مسلمانن کي سڏايو. هن ڪانئن پڇڻ گهريو ٿي تہ حضرت عيسيٰ عليه السلام بابت مسلمان ڇا ٿا چون؟ هن ڀيري مسلمان گهبرائجي ويا، پر انهن طئہ ڪيو تہ سچ ڳالهائبو. پلي تہ ان جو نتيجو ڪهڙو بہ نڪري. تنهنڪري

جڏهن مسلمان نجاشيءَ جي دربار ۾ پهتا ۽ ان سوال ڪيو تہ حضرت جعفر ﷛ فرمايو تہ "اسان عيسىٰ عليه السلام بابت اها ئي ڳالهہ چئون ٿا، جيڪا اسانجو نبي ﷺ ڪٺي آيو آهي. يعني حضرت عيسىٰ عليه السلام الله جو ٻانهو، ان جو رسول، ان جو روح ۽ ان جو اهو ڪلمو آهي، جيڪو الله تعاليٰ ڪنواري ۽ پاڪدامن بيبي مريم عليها السلام ڏانهن القا ڪيو هو."

ان تي نجاشيءَ زمين تان ڪک کنيو ۽ چيو تہ "الله جو قسم! جيڪي ڪجهہ اوهان چيو، حضرت عيسىٰ عليه السلام هن ڪک جيترو بہ ان کان وڌيڪ نہ هو." ان تي بطريقن "اون هون" ڪيو. نجاشيءَ چيو تہ ڀلي ڀيا توهان "اون هون" چئو.

ان ڪانپوءِ نجاشيءَ مسلمانن کي چيو تہ "وڃو! توهان منهنجي رياست ۾ امن امان سان رهو. جيڪو توهان کي گهٽ وڌ ڳالهائيندو، ان تي ڏنڊ وجهبو. مونکي قبول ڪونهي تہ آئون سونو جبل وٺي بہ اوهان مان ڪنهن کي ڪو اهنج پهچايان."

ان ڪانپوءِ هن پنهنجن حاشيہ بردارن کي چيو تہ "هنن ٻنهي کي سندن سوکڙيون موٽائي ڏيو، مونکي انهن جي ضرورت ڪانهي. الله جو قسم! الله تعاليٰ جڏهن مونکي منهنجو ملڪ واپس ڪيو هو تہ مونکان ڪا رشوت نہ ورتي هئي، جو مان ان جي راهہ ۾ رشوت وٺان. جڏهن الله تعاليٰ مون بابت ماڻهن جي راءِ نہ قبولي تہ آئون ڇو الله تعاليٰ بابت ماڻهن جي راءِ قبوليان."

بيبي ام سلمہ رضي الله عنها، جنهن اهو واقعو ٻڌايو آهي، فرمايو تہ ان ڪانپوءِ اهي ٻئي پنهنجون سوکڙيون پاکڙيون کٺي بيعزتا ٿي موٽي ويا ۽ اسان نجاشيءَ وٽ هڪ سٺي ملڪ ۾، هڪ سٺي پاڙيسريءَ جي پناهہ ۾ رهي پياسين. [1]

اها ابن اسحاق جي روايت آهي. ٻين سيرت نگارن جو بيان آهي تہ نجاشيءَ جي دربار ۾ عمرو بن عاص جو وڃڻ بدر جي جنگ ڪانپوءِ ٿيو. ڪن وري ائين بہ چيو آهي تہ عمرو بن عاص ، نجاشيءَ جي دربار ۾ مسلمانن کي موٽائڻ لاءِ بہ ٽيرا ويو هو، پر بدر جي جنگ ڪانپوءِ حاضريءَ جي سلسلي ۾ حضرت جعفر ﷛ ۽ نجاشيءَ جي وچ ۾ سوالن جوابن جو جيڪو تفصيل ٻڌايو اهو لڳ ڀڳ اهڙو آهي، جهڙو ابن اسحاق حبشة ڏانهن هجرت ڪانپوءِ حاضريءَ جي سلسلي ۾ بيان ڪيو آهي. انهن سوالن جي موضوع مان پڌرو ٿئي ٿو تہ نجاشيءَ وٽ اجا اهو معاملو پهريون ڀيرو پيش ٿيو هو. انڪري ترجيح ان ڳالهہ کي آهي تہ مسلمانن کي واپس موٽائڻ جي ڪوشش رڳو هڪ ڀيرو ٿي ۽ اها بہ حبشة ڏانهن هجرت کان ٿورو پوءِ.

[1] - ابن هشام ملخصا (1/334 _ 338).

بهرحال مشرڪن جي چال ناڪام ٿي وئي ۽ انهن سمجهي ورتو ته اهي دشمنيءَ جي جذبي ڪي پنهنجي اختيار جي حدن ۾ ئي پالي سگهن ٿا، پر ان جي نتيجي ۾ انهن هڪ خوفناڪ ڳالهه سوچڻ شروع ڪئي. حقيقت ۾ انهن کي چڱيءَ طرح احساس ٿي ويو هو ته هن "مصيبت" سان منهن ڏيڻ لاءِ هاڻي انهن آڏو ٻه ئي رستا بچيا هئا. يا ته هو پاڻ سڳورن ﷺ کي طاقت جي زور تي روڪين يا وري پاڻ سڳورن ﷺ کي ئي ختم ڪري ڇڏين. پر ٻي صورت ڏاڍي ڏکي هئي، ڇو ته ابو طالب، پاڻ سڳورن ﷺ جو محافظ هو ۽ مشرڪن جي ارادن جي آڏو لوهه جي پٽ بڻيل هو. ان لاءِ اهو ئي مناسب سمجهيو ويو ته ابو طالب سان ڪلي ڳالهايو وڃي.

**ابو طالب کي قريشن جي ڌمڪي:-** ان رٿا ڪانپوءِ قريش سردار ، ابوطالب وٽ پهتا ۽ چيائونس ته "ابو طالب! اوهان اسان کان عمر، رتبي ۽ مرتبي ۾ وڏا آهيو، اسان اوهانکي عرض ڪيو هو ته پنهنجي ڀائيٽي کي روڪيو پر اوهان نه روڪيو. اوهان ياد رکو ته اسان پنهنجن ابن ڏاڏن کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ پسند نٿا ڪريون ۽ نه اهو ته اسانجي عقل ۽ سمجهه کي بيوقوفي سمجهيو وڃجي ۽ اسان جي خدائن جا عيب ڪڍيا وڃن. اوهان ڪيس جهليو نه ته يا هو رهندو يا اسين."

ابو طالب تي ان ڌمڪيءَ جو گهرو اثر پيو ۽ ان پاڻ سڳورن ﷺ کي گهرائي چيو ته " ڀائيٽيا! تنهنجي قوم وارا مون وٽ آيا هئا ۽ اهڙيون ڳالهيون ڪري ويا آهن. هاڻي مون تي ۽ پنهنجو پاڻ تي رحم ڪر ۽ هن معاملي ۾ مون تي ايڏو بار نه وجهه، جنهن جي مون ۾ سهپ نه هجي."

اهو ٻڌي پاڻ سڳورن ﷺ سمجهيو ته هاڻي سندن چاچو به سندن ساٿ ڇڏي ڏيندو ۽ سندن مدد ڪرڻ ۾ ڪمزور پئجي ويو آهي. تڏهن پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته "چاچا سائين! الله جو قسم! جيڪڏهن هو منهنجي ساڄي هٿ تي سج ۽ کابي هٿ تي چنڊ رکن ته جيئن آئون هن ڪم کي اڌ ۾ ڇڏي ڏيان، پر يا ته الله تعاليٰ انهن تي غالب ڪري يا آئون هن راهه ۾ فنا ٿي وڃان، آئون اهو نٿو ڇڏي سگهان.

ان ڪانپوءِ سندن اکيون ڀرجي آيون ۽ پاڻ سڳورن ﷺ روئي وڌو ۽ اٿي ويا. جڏهن موٽڻ لڳا ته ابوطالب کين سڏيو. سامهون آيا ته چيائين: ڀائيٽيا! جيڪو وڻئي سو ڪر، الله جو قسم! آئون توکي ڪنهن به سبب جي ڪري ڪڏهن به نٿو ڇڏي سگهان. [1] ۽ پوءِ هي شعر پڙهيا.

وَاللهِ لَن يِّصلُوا اِلَيكَ بِجَمعِهِم حَتّى اُوَ سَّدَ فِي التُرَابِ دَفِينا
فَاصدَع بِاَمرِكَ مَاعَلَيكَ غَضَاضَةُ وَابشِر وَقَرَّ بِذَاكَ مِنكَ عُيُونَا

---

[1] - ابن هشام (265/1، 266).

الله جو قسم! اهي ماڻهو تو وٽ پنهنجي جماعت سان بہ نٿا پهچي سگهن ايستائين جو آئون مٽي ۾ دفن ڪيو وڃان، تون پنهنجي ڳالھ وڏي واڪي چئو تو ڪي ڪا بہ روڪ نہ آهي جيستائين تون راضي ٿي وڃين ۽ تنهنجون اکيون انهيءَ سان ٿڌيون ٿي وڃن.

**قريشن جو وري ابو طالب وٽ اچڻ:-** ڌمڪي ڏيڻ ڪانپوءِ بہ جڏهن قريشن پاڻ سڳورن کي ساڳيو ڪم ڪندي ڏٺو تہ سمجهي ويا تہ ابو طالب پاڻ سڳورن ﷺ جو ساٿ نٿو ڇڏي سگهي. **بلڪ** ان بابت قريشن کان ڌار ٿيڻ ۽ ساٽن ڦٽائڻ لاءِ بہ تيار آهي. تڏهن اهي وليد بن مغيره جي پٽ عماره کي ساڻ وٺي ابو طالب وٽ پهتا ۽ ان کي هيئن چيائون تہ "اي ابو طالب! هي قريش جو سڀ کان ڀُيرو جوان آهي. اوهان هن کي وٺو ۽ هن جي ديت ۽ نصرت جا حقدار ٿيو ۽ هن کي پنهنجو پٽ ڪري ڇڏيو. هي اوهان جو ٿيندو ۽ اوهان پنهنجي ڀائيٽي کي اسانجي حوالي ڪريو، جنهن توهانجي ابن ڏاڏن جي دين جي مخالفت ڪئي، اوهانجي قوم کي وکيري ڇڏيو آهي ۽ انهن جي ڏاهپ کي بيوقوفي ڪوني رهيو آهي، اسين کيس ماري ڇڏيون. بس اهو هڪ ماڻهوءَ بدران ماڻهوءَ وارو حساب آهي."

ابو طالب چيو تہ"الله جو قسم! ڪيڏو نہ خراب سودو آهي، جيڪو توهان مون سان ڪريو پيا! توهان پنهنجو پٽ ڏيو ٿا تہ ان کي کارايان پياريان ۽ منهنجو پٽ مارڻ لاءِ ٿا گهرو! الله جو قسم! اهو نٿو ٿي سگهي.

ان تي نوفل بن عبدمناف جي پوٽي مطعم بن عديءَ چيو تہ " الله جو قسم! اي ابوطالب! توسان تنهنجي قوم انصاف جي ڳالھ ڪئي آهي ۽ جيڪا صورت توکي نٿي وڻي ان کان بچڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، پر مان ڏسان ٿو تہ توهان انهن جي ڳالھ قبولڻ نہ پيا چاهيو."

جواب ۾ ابو طالب چيو تہ "والله! توهان انصاف جي ڳالھ نہ ڪئي آهي. بلڪ توهان منهنجو ساٿ ڇڏي مخالفن سان ملي ويا آهيو تہ پوءِ نيڪ آهي، جيڪي وڻيوَ سو ڪريو."(1)

سيرت جي ڪتابن ۾ انهن ٻنهي ڳالهين ٻولين جي دور جي خبر نٿي پوي، پر اندازو ٿئي ٿو تہ اهي ڳالهيون ٻوليون نبوت جي ڇهين سال جي وچ ڌاري ٿيون ۽ جلدي جلدي ٿيون.

**پاڻ سڳورن ﷺ کي مارڻ جي رٿا:-** ڳالهين ۾ ناڪاميءَ ڪانپوءِ قريشن جو ڏاڍ ۽ ڏمر ويتر وڌي ويو ۽ تڪليف رسائڻ جو سلسلو تيز ٿي ويو. انهن ئي ڏينهن ۾ قريشن جي مٿي ڦريلن جي دماغ ۾ پاڻ سڳورن ﷺ کي ختم ڪرڻ جي رٿا جنم ورتو، پر اها رٿا ۽ اهي سختيون ئي مڪي جي جانبازن مان

---

1 - ابن هشام (1/266، 267).

بن غير معمولي سرفروشن، يعني حضرت حمزه بن عبدالمطلب ﷛ ۽ حضرت عمر بن خطاب ﷛ جي اسلام قبولڻ جو ڪارڻ بڻيون، جنهن جي ڪري اسلام کي ڏاڍي سگهه ملي.

ڏاڍ ۽ ڏمر جا ٻه واقعا هي به آهن ته هڪ ڏينهن ابو لهب جو پٽ عتيبه، پاڻ سڳورن ﷺ وٽ آيو ۽ چيائين ته "آئون ﴿والنجّم اذا هوى﴾ ۽ ﴿ثم دنا فتدلى﴾ کان انڪار ٿو ڪريان." ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ کي تنگ ڪرڻ لڳو. سندن قميص ڦاڙي ڇڏيائين ۽ منهن ڏانهن ٿڪيائين (الله لعنت ڪريس) پر ٿڪ ڳُسي وئي. ان موقعي تي پاڻ سڳورن ﷺ کيس پٽيندي چيو ته يا الله هن تي پنهنجن ڪتن مان ڪو ڪتو مسلط ڪر. پاڻ سڳورن ﷺ جي اها پٽ قبول پئي ۽ جڏهن عتيبه هڪ ڀيرو ڪجهه قريشن سان سفر تي ويو ۽ انهن شام جي هڪ هنڌ "زرقاء" وٽ ديرو وڌو ته رات جي وقت شينهن ان پاسي جو چڪر لڳايو. عتيبه ان کي ڏسي چيو ته "هاءِ منهنجي تباهي! الله جو قسم! هيءُ مونکي کائي ويندو، جو ته محمد ﷺ مونکي پٽيو هو. ڏسو آئون شام ۾ آهيان پر هن مڪي ۾ ويٺي ويٺي مونکي ماري وڌو." ماڻهن احتياط طور کيس پنهنجي ۽ جانورن جي وچ ۾ سمهاريو پر رات جو شينهن سڀني کي اورانگي عتيبه تائين وڃي پهتو ۽ کيس ماري ڇڏيائين. ([1])

هڪ ڀيري عقبه بن ابي معيط پاڻ سڳورن ﷺ جي ڳچي سجدي جي حالت ۾ ان طرح لتاڙي جو معلوم ٿيو پئي ته ڇڻ ٻئي اکيون نڪري اينديون. ([2])

ابن اسحاق جي هڪ ڊگهي روايت مان به مٿي ڦريل قريشن جي ان ارادي تي روشني پوي ٿي ته هو پاڻ سڳورن ﷺ کي ختم ڪرڻ لاءِ آتا هئا. جيئن ان روايت ۾ ٻڌايل آهي ته هڪ ڀيرو ابوجهل چيو ته "قريش ڀائرو! اوهان ڏسو پيا ته محمد ﷺ اسانجي دين تي تنقيد ڪرڻ، ابن ڏاڏن جي برائي ڪرڻ، اسانجي ڏاهپ کان انڪار ڪرڻ ۽ اسانجي معبودن کي ذليل ڪرڻ کان نٽو مڙي. ان ڪري آئون الله سان واعدو ڪريان ٿو ته هڪ ڳرو ۽ ڏکيو کڻڻ وارو پٿر رکي ويهندس ۽ جڏهن هو سجدو ڪندو ته ان پٿر سان سندس مٿو ڇيهائي ڇڏيندس. پلي ان ڪانپوءِ توهان مونکي اڪيلو ڇڏي ڏيو يا منهنجو ساٿ ڏيو ۽ بنو عبد مناف به ان ڪانپوءِ جيڪي وڻين سو ڪن." ماڻهن چيو ته "نه، الله جو قسم! اسين توکي ڪنهن به معاملي ۾ اڪيلو نه ڇڏينداسين. تون جيڪو ڪرڻ چاهين، اهو بي ڪٽڪو ڪر."

صبح ٿيندي ئي ابوجهل اهڙو هڪ پٿر کڻي پاڻ سڳورن ﷺ جي انتظار ۾ ويهي رهيو. پاڻ سڳورا ﷺ دستور مطابق آيا ۽ بيهي نماز پڙهڻ لڳا. قريش به پنهنجن پنهنجن ٽولن سان اچي ويٺا

---

[1] - مختصر السيرة شيخ عبدالله (135).

[2] - مختصر السيرة (ص:113).

۽ ابوجهل جي ڪارروائي ڏسڻ لاءِ انتظار ڪرڻ لڳا. جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ سجدي ۾ ويا ته ابوجهل پٿر کنيو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ ڏانهن وڌيو، پر ويجهو پهچي تڪڙو واپس ٿيو. سندس منهن لٿل هو ۽ هو ايڏو ته هيسيو پيو هو جو سندس ٻنهي هٿن ۾ پٿر چڙ چنبڙي پيو هو. هن ڏکيائيءَ سان پٿر اڇلايو. هوڏانهن ڪي ماڻهو اٿي هن وٽ پهتا ۽ چوڻ لڳا، "ابو الحڪم! توکي ڇا ٿيو آهي؟" هن وراڻيو ته "مون رات جيڪي چيو هو، سو ڪرڻ پئي ويس، پر جڏهن ويجهو پهتس ته هڪ اٺ اڳيان اچي ويو. الله جو قسم مون ڪڏهن به ڪنهن اٺ جو اهڙو مٿو، اهڙي ڳچي ۽ اهڙا ڏند نه ڏٺا آهن. هن مونکي کائڻ تي گهريو."

ابن اسحاق لکي ٿو ته "مونکي ٻڌايو ويو ته پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو: "اهو جبرئيل عليه السلام هو، جيڪڏهن ابوجهل ويجهو اچي ها ته ان کي جهلي وني ها."([1])

ان ڪانپوءِ ابو جهل پاڻ سڳورن ﷺ خلاف هڪ اهڙي حرڪت ڪئي، جنهن جي ڪارڻ حضرت حمزة رضي الله عنه اسلام قبول ڪري ورتو. ان جو تفصيل اڳتي ايندو.

جيستائين قريشن جي ٻين بدمعاشن جو تعلق آهي ته انهن جي دلين ۾ به پاڻ سڳورن ﷺ کي ختم ڪرڻ جا خيال ايندا هئا. جيئن حضرت عبدالله بن عمرو بن عاص رضي الله عنه کان ابن اسحاق هي بيان آندو آهي ته هڪ ڀيري مشرڪ حطيم ۾ گڏ ٿيا. آئون به اتي موجود هوس. مشرڪن، پاڻ سڳورن ﷺ جي ڳالهه ڪئي ۽ چيو ته: "هن ماڻهوءَ جي معاملي ۾ اسان جيڏو صبر ڪيو آهي، ان جو ڪو مثال ڪونهي. حقيقت ۾ اسان هن معاملي ۾ وڏي سهپ کان ڪم ورتو آهي." اها ڳالهه ٻول هلي رهي هئي جو پاڻ سڳورا ﷺ نمودار ٿيا. پهرين حجر اسود کي چميائون ۽ پوءِ طواف ڪندي قريشن وٽان لنگهيا. انهن مٿن لعن طعن ڪئي، جنهن جو اثر مون پاڻ ﷺ جي چهري تي ڏٺو، ان کان پوءِ ٻيهر پاڻ ﷺ جو گذرڻ ٿيو ته مشرڪن وري انهيءَ طرح لعن طعن ڪئي ان جو به اثر مون پاڻ ﷺ جي چهري مبارڪ تي ڏٺو. ٽئين ڀيري لنگهيا ته مشرڪن وري لعن طعن ڪيو. هن ڀيري پاڻ بيهي رهيا ۽ فرمايائون ته "قريشيو! ٻڌو پيا؟ ان ذات جو قسم! جنهن جي هٿن ۾ منهنجي جان آهي! آئون توهان وٽ (توهانجي) قتل ۽ ذبح (جو حڪم) ڪٺي آيو آهيان."

ٻڌڻ وارا هيسجي ويا. پوءِ ته انهن مان سڀ کان وڏي مخالف به سٺا سٺا لفظ ڳولهي ڪانئن معافي ورتي ۽ چوڻ لڳو "ابوالقاسم! اوهان واپس وڃو. الله جو قسم! اوهان ڪڏهن به نادان نه هئا."

---

[1] - ابن هشام (298/1، 299).

بئي ڏينهن قريش وري ساڳيءَ طرح گڏ ٿيا ۽ پاڻ سڳورن ﷺ بابت ڳالهيون ڪري رهيا هئا جو پاڻ سڳورا ﷺ ظاهر ٿيا. ڪين ڏسندي ئي سڀ مٿن هلان ڪري آيا ۽ پوءِ ڪين گهيري ۾ آڻي ورتائون. پوءِ هڪ ماڻهوءَ ڳچيءَ وٽان چادر جهلي. (ان کي مروڙڻ لڳو) ابوبڪر ﷛، پاڻ سڳورن ﷺ کي بچائڻ لڳو. هو روئي بہ رهيو هو ۽ اهو بہ چئي رهيو هو تہ "اتقتلون رجلا ان يقول ربي الله؟" ڇا توهان هڪ ماڻهوءَ کي ان ڪري ماريو ٿا جو هو الله تعاليٰ کي پنهنجو رب ٿو چوي؟" ان ڪانپوءِ اهي، پاڻ سڳورن ﷺ کي ڇڏي موٽي ويا. عبدالله بن عمرو بن عاص ﷛ جو بيان آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ کي قريشن پاران ڏکوئڻ جي اها سڀ کان وڏي ڪوشش هئي، جيڪا مون ڪين ڪندي ڏٺي. ([1])

صحيح بخاريءَ ۾ حضرت عروة بن زبير ﷛ کان آيل آهي تہ مون عبدالله بن عمرو بن عاص ﷛ کان پڇيو تہ مشرڪن، پاڻ سڳورن ﷺ سان جيڪا وڏي ۾ وڏي بدسلوڪي ڪئي، ان بابت تفصيل ٻڌايو؟ پاڻ وراڻيائين تہ پاڻ سڳورا ﷺ ڪعبة الله وٽ حطيم ۾ نماز پڙهي رهيا هئا تہ عقبہ بن ابي معيط آيو، ان ايندي ئي پنهنجو پوتڙو پاڻ سڳورن ﷺ جي ڳچيءَ ۾ وجهي ڏاڍي زور سان پاڻ سڳورن ﷺ کي گهٽو ڏنو. ايتري ۾ ابوبڪر ﷛ اچي ويو ۽ ان کيس ٻنهي ڪلهن کان جهلي ڌڪيو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کان پري ڪندي چيو تہ "اتقتلون رجلا ان يقول ربي الله! توهان هڪ ماڻهوءَ کي ان ڪري ماريو ٿا جو هو الله تعاليٰ کي پنهنجو رب ٿو چوي؟"([2])

بيبي اسماءَ جي روايت ۾ اهو واڌارو آهي تہ حضرت ابوبڪر ﷛ اها هڪل ٻڌي تہ پنهنجي ساٿيءَ کي بچاءِ. پاڻ هڪدم اسان وٽان نڪتو. سندن وارن ۾ چار چوٽيون ٺيل هيون. پاڻ اهو چوندو ويو تہ "اتقتلون رجلا ان يقول ربي الله؟ توهان هڪ ماڻهوءَ کي رڳو ان ڪري ماريو ٿا جو هو الله تعاليٰ کي پنهنجو رب ٿو چوي؟"([3])

**حضرت حمزة ﷛ جو اسلام قبولڻ:-** مڪي جي فضا تي ڏاڍ ۽ ڏمر جا ڪارا ڪڪر ڇانيل هئا تہ اوچتو ڪنوڻ ڪڙڪي ۽ مظلومن لاءِ رستو روشن ٿي ويو. يعني حضرت حمزة ﷛ مسلمان ٿي ويو. سندن اسلام قبولڻ جو واقعو نبوت جي ڇهين سال پيش آيو. خيال آهي تہ پاڻ ذوالحج مهيني ۾ مسلمان ٿيو. سندن اسلام قبولڻ جو ڪارڻ اهو هو تہ هڪ ڏينهن ابوجهل صفا جبل ويجهو پاڻ سڳورن ﷺ وٽان لنگهندي پاڻ سڳورن ﷺ کي تنگ ڪيو ۽ ڪين گهٽ وڌ ڳالهايائين.

---

[1] - ابن هشام (1/289، 290).

[2] - صحيح بخاري (1/544).

[3] - مختصر السيرة شيخ عبدالله (ص: 113).

پاڻ سڳورا ﷺ ماٺ ۾ رهيا ۽ ڪجهہ نہ چيائون پر ان ڪانپوءِ هن پاڻ سڳورن ﷺ جي سر مبارڪ تي پٿر واهي ڪڍيو، جنهن سان رت وهي پيو. پوءِ هو وڃي ڪعبة الله ۾ قريشن جي مجلس ۾ ويٺو. عبدالله بن جدعان جي هڪ ٻانهي، جنهن جو گهر صفا جبل تي هو، تنهن اهو نظارو ڏٺو هو. حضرت حمزة رضي الله عنه اوڏي مهل شڪار تان موٽي رهيو هو تہ هن کين ابوجهل جي سڄي ڪارستاني بيان ڪري ٻڌائي. تنهن تي حضرت حمزة رضي الله عنه ڏاڍو ڏمريو. پاڻ قريش جو سڀ کان پهلوان ۽ سگهارو جوان هو. حقيقت ٻڌي ڪٿي بہ بيهڻ کانسواءِ دل ۾ پڪو ارادو ڪري ڊوڙيو تہ جتي بہ ابوجهل ملندو اتي کيس ڪٽيندس. تنهنڪري مسجد الحرام ۾ داخل ٿي سڌو ان جي مٿان اچي بيٺو ۽ چيائين تہ "او سرين تي خوشبوءِ لڳائڻ وارا ٻاڙيا! تون منهنجي ڀائيٽي کي گاريون ٿو ڏين، جڏهن تہ آئون بہ ان دين جو پوئلڳ آهيان." ان ڪانپوءِ پنهنجي ڪمان ايڏي زور سان سندس مٿي ۾ هنيائين جو هو سخت گهائجي پيو. ان تي ابوجهل جي قبيلي بنو مخزوم ۽ حضرت حمزة رضي الله عنه جي قبيلي جا ماڻهو هڪٻئي جي سامهون اٿي بيٺا، پر ابوجهل اهو چئي کين ماٺ ڪرائي تہ ابو عمارة کي وڃڻ ڏيو، مون واقعي هن جي ڀائيٽي کي گار ڏني هئي.[1]

پهرين تہ حضرت حمزة رضي الله عنه جو اسلام رڳو ان حميت ڪارڻ هو تہ سندن مائٽ جي بيعزتي ڇو ڪئي وئي، پر پوءِ الله تعالىٰ سندن سينو کوليو ۽ ان اسلام جي سنگهر کي مضبوطيءَ سان جهلي ورتو.[2] ۽ مسلمانن کي سندن ڪارڻ وڏي عزت ۽ طاقت محسوس ٿي.

**حضرت عمر رضي الله عنه جو اسلام قبولڻ:-** ڏاڍ ۽ ڏمر جي ان انڌيري ماحول ۾ هڪ ٻي کنوڻ چمڪاٽ ڪيو، جنهن جي سهائي سيني محسوس ڪئي. يعني حضرت عمر رضي الله عنه مسلمان ٿيو. اهو واقعو سن ڇهہ نبويءَ جو آهي.[3]

پاڻ حضرت حمزة رضي الله عنه کان ٽي ڏينهن پوءِ مسلمان ٿيو. پاڻ سڳورن ﷺ سندس اسلام قبولڻ جي دعا گهري هئي. جيئن امام ترمذي رحمه الله، ابن عمر رضي الله عنه کان روايت ڪئي آهي ۽ ان کي صحيح بہ سڏيو آهي. ساڳيءَ طرح طبرانيءَ، حضرت ابن مسعود رضي الله عنه ۽ حضرت انس رضي الله عنه کان روايت ڪئي آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "اللهم اعز الاسلام باحب الرجلين اليك بعمر بن الخطاب او بابي جهل بن هشام." يعني "يا الله! عمر بن خطاب ۽ ابوجهل بن هشام جيڪو شخص توکي وڌيڪ پيارو هجي، ان جي ذريعي اسلام کي قوت بخش."

---

[1] - مختصر السيرة شيخ محمد بن عبدالوهاب ص 66 - رحمة للعالمين (1/68) - ابن هشام (1/291، 292).

[2] - ان جو اندازو مختصر السيره شيخ عبدالله (ص:101) ۾ ٻڌايل هڪ روايت مان ٿئي ٿو.

[3] - تاريخ عمر بن الخطاب رضي الله عنه لابن الجوزي (ص:11).

الله تعاليٰ اها دعا قبولي ۾ حضرت عمر رضي الله عنه مسلمان ٿي ويو. الله تعاليٰ جي ويجهو انهن ٻنهي مان وڌيڪ پيارو حضرت عمر رضي الله عنه هو.[1]

سندن اسلام قبولڻ وارين سينې روايتن تي نظر وجهڻ سان پتو پوي ٿو تہ سندن دل ۾ اسلام آهستي آهستي جڳھ ناهي. مناسب ٿيندو تہ انهن روايتن جو تت ڏيڻ کان اڳ حضرت عمر رضي الله عنه جي مزاج ۾ جذبن ۾ احساسن ڏانهن ٿورو اشارو ڪيو وڃي.

حضرت عمر رضي الله عنه پنهنجي سخت گيريءَ جي ڪري مشهور هو. مسلمانن هڪ ڊگهي عرصي تائين سندن هٿان تڪليفون سنيون. ائين لڳندو هو تہ پاڻ متضاد قسم جي جذبن جو مالڪ هو. جيئن هڪ پاسي تہ پاڻ ابن ڏاڏن جي ايجاد ڪيل رسمن جو احترام ڪندو هو ۾ شراب پيئڻ جو شوقين هو، پر ٻئي طرف مسلمانن پاران مصيبتون سهندي بہ ايمان ۾ عقيدي تي مضبوطيءَ سان ڄميل رهڻ کي پسند بہ ڪندو هو. منجهن ڪنهن ڏاهي ماڻهوءَ وانگر شڪ شبها بہ پيدا ٿيندا هئا تہ اسلام جنهن ڳالھ جي دعوت ڏئي رهيو آهي، اها ئي صحيح آهي. ان ڪري سندن ڪيفيت پل ۾ تولو، پل ۾ ماشو پئي ٿيندي هئي، جو ڪڏهن پاڻ پڙڪندو هو ۾ ڪڏهن ٿڌو ٿي ويندو هو.[2]

حضرت عمر رضي الله عنه جي اسلام قبولڻ بابت روايتن جو تت اهو آهي تہ هڪ پيري پاڻ گهر کان ٻاهر رات گذاريائين. پاڻ حرم شريف ۾ آيو ۾ ڪعبة الله جي پردي پنيان لڪي ويو. ان وقت پاڻ سڳورا ﷺ نماز ۾ سورة الحاقہ پڙهي رهيا هئا. حضرت عمر رضي الله عنه قرآن ٻڌڻ لڳو ۾ ان جي جوڙجڪ تي اچرج ۾ پئجي ويو. سندن چوڻ آهي تہ مون دل ۾ سوچيو تہ "الله جو قسم! هي تہ شاعر آهي، جيئن قريش چون ٿا." پر ايتري ۾ پاڻ سڳورن ﷺ هيءَ آيت پڙهي:

﴿إِنَّهُ لَقَوْلُ رَسُولٍ كَرِيمٍ (40) وَمَا هُوَ بِقَوْلِ شَاعِرٍ قَلِيلًا مَا تُؤْمِنُونَ (41)﴾(الحاقة)

حضرت عمر رضي الله عنه جو بيان آهي تہ مون دل ۾ سوچيو تہ (هون) "هي تہ ڪاهن آهي." پر ايتري ۾ پاڻ سڳورن ﷺ هيءَ آيت پڙهي:

﴿وَلَا بِقَوْلِ كَاهِنٍ قَلِيلًا مَا تَذَكَّرُونَ (42) تَنْزِيلٌ مِنْ رَبِّ الْعَالَمِينَ (43)﴾(الحاقة) **سورة جي آخر تائين.**

حضرت عمر رضي الله عنه جو بيان آهي تہ ان گهڙيءَ منهنجي دل ۾ اسلام جڳھ ڪري ويو. [3]

---

[1] -جامع الترمذي (209/2).

[2] - حضرت عمر رضي الله عنه جي حالتن جو اهوتجزيو شيخ محمد غزالي رحمه الله ڪيو آهي. فقہ السيرة (ص:92، 93).

[3] - تاريخ عمر رضي الله عنه بن الخطاب لابن جوزي (ص:6) – ابن اسحاق، عطاء ۾ مجاهد کان بہ تقريبن ساڳي روايت آيل آهي. باقي ان جو آخري ذڪر ٿورو مختلف آهي. ڏسو سيرة ابن هشام (346/1، 348) ۾ خود ابن جوزيءَ بہ حضرت جابر رضي الله عنه کان ان جهڙي هڪ روايت نقل ڪئي آهي، پر ان جو آخري حصو بہ هن روايت کان بدليل آهي. ڏسو تاريخ عمر رضي الله عنه بن الخطاب (ص:9، 10).

اهو پهريون پيرو هو جو حضرت عمر ﷺ جي دل ۾ اسلام جو ٻج پيو پر اجا سندن اندر جاهليت وارا جذبا، تقليدي عصبيت ۽ ابن ڏاڏن جي دين جي عظمت جو احساس ايڏو مضبوطيءَ سان ويٺل هو. ان ڪري پاڻ وري بہ اسلام دشمن عملن ۾ رڌل رهيو.

سندن طبيعت جي سختي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ سان عداوت جو اهو حال هو جو هڪ ڏينهن پاڻ، پيغمبر ﷺ کي مارڻ لاءِ تلوار کڻي نڪتو، پر رستي ۾ کين نعيم بن عبدالله النحام عدوي ([1]) سان يا بني زهرة ([2]) بني مخزوم ([3]) جو ڪو ماڻهو مليو. ان سندن تلوار ڏسي پڇيو تہ "عمر! ڪيڏانهن پيو وڃين؟" پاڻ وراڻيائين تہ "محمد ﷺ کي مارڻ پيو وڃان." ان تي هن چيو تہ "محمد ﷺ کي ماري بنو هاشم ۽ بنو زهرة کان ڪيئن بچندين؟" حضرت عمر چيو تہ: لڳي ٿو تہ تون بہ پنهنجو دين ڇڏي بي دين تي چڪو آهين. هن وراڻيو تہ: عمر ﷺ هڪ اچرج جوڳي ڳالهہ ٻڌايان تہ تنهنجي ڀيڻ ۽ ڀيڻويو بہ تنهنجو دين ڇڏي بي دين تي چڪا آهن." اهو ٻڌي عمر ﷺ ڪاوڙ ۾ بي قابو ٿي ويو ۽ سڌو پنهنجي ڀيڻ جي گهر پهتو. اتي انهن کي حضرت خباب ﷺ بن ارت سورة طٰهٰ پڙهائي رهيو هو ۽ هو روز قرآن پڙهائڻ ايندو هو. جڏهن حضرت خباب ﷺ، حضرت عمر ﷺ جي اچڻ جو کڙڪو ٻڌو تہ گهر ۾ لڪي ويو. هوڏانهن حضرت عمر ﷺ جي ڀيڻ فاطمہ رضي الله عنها صحيفو لڪائي ڇڏيو، پر حضرت عمر ﷺ اچڻ مهل حضرت خباب ﷺ جي قرأت ٻڌي چڪو هو، تنهنڪري پڇيائين تہ اهو هلڪو آواز ڪنهن جو هو، جيڪو اوهان وٽان آيو پئي؟ "هن وراڻيو تہ" ڪجهہ بہ نہ بس اسان پاڻ ۾ پئي ڳالهايو." حضرت عمر ﷺ چيو تہ: "شايد توهان ٻئي بي دين تي چڪا آهيو؟" ڀيڻوئي چيو تہ: "چڱو عمر ﷺ! اهو ٻڌاءِ تہ جيڪڏهن تنهنجي دين بدران ٻيو ڪو دين سچو هجي تہ؟" حضرت عمر ﷺ اهو ٻڌڻ شرط پنهنجي ڀيڻوئي کي دساڙي مارڻ شروع ڪيو. سندن ڀيڻ کين پنهنجي مڙس کان ڌار ڪيو تہ ڀيڻ کي بہ اهڙو تہ ٿپڙ واهي ڪڍيائين جو سچو منهن رتوڇاڻ ٿي ويس. ابن اسحاق کان روايت آهي تہ سندن مٿي ۾ بہ ڌڪ لڳو. ڀيڻ جوش ۾ اچي چيو تہ: "عمر ﷺ جيڪڏهن تنهنجي دين بدران ٻيو دين سچو هجي تہ؟" اشهد ان لا الہ الا الله و اشهد ان محمدا رسول الله. آئون شاهدي ڏيان ٿي تہ الله کانسواءِ ڪير عبادت جي لائق نہ آهي ۽ آئون شاهدي ڏيان ٿي تہ محمد ﷺ الله جو رسول آهي." اهو ٻڌي حضرت عمر ﷺ جو منهن لهي ويو ۽ کين پنهنجي ڀيڻ جي چهري تان رت ڳڙندو ڏسي شرم محسوس ٿيو ۽ چوڻ لڳو تہ: "چڱو اهو ڪتاب جيڪو اوهان وٽ آهي، ٿورو مونکي بہ پڙهڻ ڏيو." ڀيڻ چيو تہ: "تون ناپاڪ آهين. هن ڪتاب کي

---

[1] - اها ابن اسحاق جي روايت آهي. ڏسو ابن هشام (344/1).

[2] - اهو حضرت انس ﷺ کان مروي آهي. تاريخ عمر ﷺ بن الخطاب لابن جوزي، (ص:10) ۽ مختصر السيرة (ص:103).

[3] - اها ابن عباس ﷺ جي ٻڌايل روايت آهي. ساڳيو ڪتاب مختصر السيرة (ص: 102).

پاڪ ماڻهو ڇهي سگهن ٿا. اتي پهرين وهنج." حضرت عمر ﷛ وِهنتو، پوءِ ڪتاب ورتو ۽ بسم الله الرحمن الرحيم پڙهي چوڻ لڳو ته "هي ته ڏاڍا پاڪ نالا آهن." ان ڪانپوءِ طٰه کان (انني) تائين پڙهيائين ۽ چوڻ لڳو ته: "هي ته ڏاڍو عمدو ۽ محترم ڪلام آهي. مونکي محمد ﷺ جو ڏس پتو ڏيو!"

حضرت خباب ﷛، سندن اهي جُملا ٻڌي ٻاهر نڪتو ۽ چوڻ لڳو ته: "اي عمر! خوش ٿي وڃ، مونکي اميد آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ خميس واري رات تو بابت جيڪا دعا گهري هئي، (ته يا الله! عمر بن خطاب يا ابوجهل بن هشام جي ذريعي اسلام کي سگهه ڏي) سا قبول پئي آهي ۽ هن وقت پاڻ سڳورا ﷺ صفا جبل جي پير واري گهر ۾ ويٺل آهن."

اهو ٻڌي حضرت عمر ﷛ پنهنجي تلوار ڇيلهه تي ٻڌي ۽ اچي ان گهر جي در تي نڪ نڪ ڪئي. هڪ ماڻهوءَ سوراخ مان ڏٺو ته عمر ﷛ تلوار سان ٻيٺو آهي. تنهن ڊوڙي وڃي پاڻ سڳورن ﷺ کي اها ڳالهه ٻڌائي ۽ سڀئي هڪ هنڌ گڏ ٿي ويا. حضرت حمزة ﷛ پڇيو ته "ڇا ڳالهه آهي؟" ماڻهن چيو ته "عمر ﷛ آيو آهي." حضرت حمزة ﷛ چيو ته: "بس عمر ﷛ آهي نه! دروازو کوليوس، جي چڱي نيت سان آيو آهي ته نيڪ نه ته سندس ئي تلوار سان ڪيس پورو ڪبو." هوڏانهن پاڻ سڳورا ﷺ اندر ويٺا هئا ۽ وحي اچي رهي هئي. وحي لهي بس ٿي ته حضرت عمر ﷛ هلي اچي ساڻن مليو. پاڻ سڳورن ﷺ سندن ڪپڙا ۽ تلوار جو ڳن جهلي سختيءَ سان جهٽڪو ڏئي فرمايو ته: "اي عمر! ڇا تون ان وقت کان بچڻ نه چاهيندي، جڏهن الله تعاليٰ توتي به اهڙي ذلت ۽ خواري ۽ عبرتناڪ پڇاڙيءَ جي سزا نازل ڪري، جهڙي وليد بن مغيره تي نازل ٿي چڪي آهي؟ يا الله! هي عمر بن الخطاب آهي، يا الله! اسلام کي عمر بن الخطاب جي ذريعي سگهه ۽ عزت بخش."

پاڻ سڳورن ﷺ جي ان ارشاد کان پوءِ حضرت عمر ﷛ مسلمان ٿيندي چيو ته اشهد ان لااله الا الله و انڪ رسول الله. آءُ گواهي ٿو ڏيان ته بيشڪ الله کانسواءِ ڪو عبادت جي لائق نه آهي ۽ بيشڪ تون الله جو رسول آهين.

اهو ٻڌي گهر ۾ موجود اصحابين ايڏي زور سان تڪبير جو نعرو هنيو جو مسجد الحرام وارن تائين به ان جو آواز پهتو. ([1]) اسانکي خبر آهي ته حضرت عمر ﷛ جي پهلوانيءَ جو اهو حال هو جو سندن مقابلي ۾ اچڻ جي ڪير به همت نه ڪري سگهندو هو. ان ڪري سندن مسلمان ٿيڻ سان مشرڪن ۾ روڄ راڙو پئجي ويو ۽ انهن ڏاڍي بيعزتي محسوس ڪئي. ٻئي طرف سندن اسلام آڻڻ ڪري مسلمانن کي ڏاڍي عزت، سگهه ۽ خوشي حاصل ٿي. جيئن ابن اسحاق پنهنجي سند سان

---

[1] - تاريخ عمر بن الخطاب (ص:7، 10، 11) – مختصر السيرة شيخ عبدالله (102، 103) – سيرت ابن هشام (1/343 کان 346).

حضرت عمر رضي الله عنه جو بيان ٻڌايو آهي تہ جڏهن آئون مسلمان ٿيس سوچيم تہ مکي جو ڪهڙو ماڻهو پاڻ سڳورن ﷺ جو سڀ کان وڌو دشمن آهي؟ پوءِ مون دل ۾ سوچيو تہ اهو ابوجهل آهي، ان کانپوءِ مون ان جي در تي وڃي ٺڪ ٺڪ ڪئي. هو ٻاهر آيو ۽ ڏسي چيائين تہ: اهلا و سهلا (ڀلي ڪري آئين) ڪيئن اچڻ ٿيو؟ مون چيو تہ "توکي اهو ٻڌائڻ آيو آهيان تہ آئون الله ۽ ان جي رسول محمد ﷺ تي ايمان آڻي چڪو آهيان ۽ جيڪي ڪجهہ پاڻ کڻي آيا آهن، ان جي تصديق ڪري چڪو آهيان." حضرت عمر رضي الله عنه جو چوڻ آهي تہ (اهو ٻڌي) هن دروازو بند ڪري ڇڏيو ۽ چيو تہ: "الله تنهنجو برو ڪري، جيڪي تو آندو آهي، ان جو بہ برو ڪري." ([1])

ابن جوزي ، حضرت عمر رضي الله عنه کان اها روايت آندي آهي تہ جڏهن ڪو ماڻهو مسلمان ٿيندو هو تہ ماڻهو ان جي پنيان پئجي ويندا هئا. ان کي ڪٽيندا هئا ۽ هو بہ ان سان وڙهندو هو. ان ڪري جڏهن آئون مسلمان ٿيس تہ پنهنجي مامي عاصي بن هاشم وٽ وڃي ان کي ٻڌايم تہ هو گهر ۾ گهڙي ويو. پوءِ قريش جي هڪ وڏي ماڻهوءَ وٽ ويس. (شايد ابوجهل ڏانهن اشارو آهي) ان کي بہ ٻڌايم تہ اهو بہ گهر ۾ گهڙي ويو. ([2])

ابن هشام ۽ ابن جوزيءَ جو چوڻ آهي تہ جڏهن حضرت عمر رضي الله عنه مسلمان ٿيو تہ جميل بن معمر جمحي وٽ ويو، جيڪو افواهون ڦهلائڻ ۾ ماهر هو. حضرت عمر رضي الله عنه کيس پنهنجي مسلمان ٿيڻ جو ٻڌايو. جنهن تي هن وڏي رڙ ڪئي تہ خطاب جو پٽ بي دين ٿي ويو. حضرت عمر رضي الله عنه سندس پنيان هو، ان چيو تہ: "هي ڪوڙ ٿو ڳالهائي، آئون مسلمان ٿي ويو آهيان." بهرحال ماڻهن کٽي حضرت عمر رضي الله عنه تي هلان ڪئي ۽ کين مارڻ شروع ڪيو. ماڻهو کين ماري رهيا هئا ۽ پاڻ ماڻهن کي کٽي رهيو هو. ايستائين جو سج اچي مٿان بيٺو ۽ حضرت عمر رضي الله عنه ٿڪجي ويهي رهيو. ماڻهو سندن مٿان بيٺا هئا. حضرت عمر رضي الله عنه چيو تہ جيڪو وڻيوَ سو ڪريو. الله جو قسم! جيڪڏهن اسين ٽي سؤ کن هجون ها تہ پوءِ مکي ۾ يا تہ توهين رهو ها يا اسين."([3])

ان کانپوءِ مشرڪن کين قتل ڪرڻ جي ارادي سان سندن گهر تي هلان ڪئي. جيئن صحيح بخاريءَ ۾ حضرت ابن عمر رضي الله عنه کان بيان ٿيل آهي تہ پاڻ ڊپ جي حالت ۾ ويٺو هو تہ ابو عمرو عاص بن وائل سهمي آيو. کيس پٽاپٽي يمني چادر جو وڳو ۽ ريشمي پرت سان پريل پهراڻ پهريل هو. ان جو تعلق سهم قبيلي سان هو ۽ اهو قبيلو جاهليت ۾ اسانجو حليف هو. ان پڇيو تہ ڇا ڳالهہ آهي؟ حضرت عمر رضي الله عنه وراڻيو تہ آئون مسلمان ٿي ويو آهيان، انڪري توهان جي قوم مونکي

---

1 - ابن هشام (1/349، 350).

2 - تاريخ عمر رضي الله عنه بن الخطاب ( ص:8) ، ابن هشام (1/348 ، 349).

3 - تاريخ عمر رضي الله عنه بن الخطاب ص:8، ابن هشام 1(348/، 349).

مارڻ پئي گهري. عاص چيو تہ "اهو ممڪن ناهي." عاص جي اها ڳالهہ ٻڌي مونکي اطمينان ٿيو. ان ڪانپوءِ عاص اتان نڪري وڃي ماڻهن سان مليو. ان وقت حالت اها هئي تہ ماڻهن جي ميڙ سان سڄي وادي ڀريل هئي. عاص پڇيو تہ "ڇا ارادو اٿوَ؟" ماڻهن چيو تہ: "اهو ئي خطاب جو پٽ گهربل آهي، جيڪو بي دين ٿي ويو آهي." عاص چيو تہ: "ان ڏانهن ڪا راهہ نٿي وڃي." اهو ٻڌي ماڻهو موٽي ويا. ([1]) ابن اسحاق جي هڪ روايت ۾ آهي تہ والله ائين لڳي رهيو هو ڄڻ اهي هڪ ڪپڙو هئا، جنهن کي جهٽڪو ڏئي **حضرت عمر** ﷛ جي مٿان لاٿو ويو. ([2])

**حضرت عمر** ﷛ جي مسلمان ٿيڻ تي مشرڪن جا تاثر اهڙا هئا، باقي مسلمانن جي حالت جو اندازو مجاهد جي ابن عباس ﷛ کان آندل روايت مان لڳائي سگهجي ٿو تہ مون عمر بن الخطاب ﷛ کان پڇيو تہ توهان تي فاروق لقب ڪيئن پيو؟ تہ ان وراڻيو تہ مون کان ٽي ڏينهن اڳ **حضرت حمزة** ﷛ مسلمان ٿيو، پوءِ **حضرت عمر** ﷛ سندن اسلام قبولڻ جو واقعو ٻڌائي آخر ۾ چيو تہ پوءِ جڏهن آئون مسلمان ٿيس تہ مون چيو تہ يا رسول الله ﷺ ! ڇا اسين حق تي ناهيون، ڀلي زنده رهون يا مري وڃون؟ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ ان ذات جو قسم جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، توهان حق تي آهيو، ڀلي زنده رهو يا مري وڃو. **حضرت عمر** ﷛ ٻڌايو تہ تڏهن مون چيو تہ پوءِ لڪڻ ڇاجو؟ ان ذات جو قسم جنهن اوهانکي حق سان موڪليو آهي، اسين ضرور ٻاهر نڪرنداسين. پوءِ اسان ٻن قطارن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ سان ٻاهر آياسين. هڪ قطار ۾ **حضرت حمزة** ﷛ هو ۽ هڪ ۾ مان هوس. اسانجي هلڻ سان چڪيءَ ۾ اٽي پيسجڻ وانگر هلڪو هلڪو دونهون اٿي رهيو هو. تانجو اسان مسجد الحرام ۾ داخل ٿياسون. **حضرت عمر** ﷛ جو چوڻ آهي تہ قريشن مونکي ۽ حمزة کي ڏٺو تہ سندن دلين تي اهڙو ڏک لڳو، جيڪو اڳي نہ لڳو هو. ان ڏينهن کان پاڻ سڳورن ﷺ منهنجو لقب فاروق رکي ڇڏيو. ([3])

**حضرت ابن مسعود** ﷛ جو بيان آهي تہ اسين ڪعبة الله وٽ نماز پڙهي نہ سگهندا هئاسين، تانجو **حضرت عمر** ﷛ اسلام قبوليو. ([4])

**حضرت صهيب** بن سنان رومي ﷛ جو بيان آهي تہ **حضرت عمر** ﷛ مسلمان ٿيو تہ اسلام پردي مان نڪري نروار ٿيو. ان جي کليل دعوت ڏني وئي. اسان ٽولا ٺاهي ڪعبة الله وٽ ويهي سگهياسين ۽ طواف ڪيوسين ۽ جنهن اسان سان ڏاڍايون ڪيون، تنهن کان پلاند ورتوسين ۽

---

[1] - صحيح بخاري (545/1).
[2] - ابن هشام (349/1).
[3] - تاريخ عمر ﷛ بن الخطاب لابن الجوزي (ص:6، 7).
[4] - مختصر السيرة شيخ عبدالله (ص:103).

انهن جي ڪن ظلمن جو جواب ڏنوسين.([1]) **حضرت ابن مسعود** ﷺ جو بيان آهي تہ جڏهن کان **حضرت عمر** ﷺ اسلام قبوليو، تڏهن کان اسان طاقتور ۽ عزت وارا ٿي وياسين.([2])

**قريشن جي نمائندي جو پاڻ سڳورن وٽ اچڻ:-** حضرت حمزة ﷺ ۽ حضرت عمر ﷺ جي مسلمان ٿيڻ کانپوءِ ظلم ۽ بربريت جا ڪڪر هٽڻ لڳا ۽ مسلمانن کي ڏاڍ ۽ ڏمر جو نشانو بنائڻ وارن مشرڪن بدمستيءَ بدران سوچ سمجهہ کان ڪم وٺڻ شروع ڪيو. جيئن مشرڪن ڪوشش ڪئي تہ پاڻ سڳورا ﷺ ان دعوت ذريعي جيڪو فائدو حاصل ڪرڻ گهرن ٿا، ڪين اهو ڏئي دعوت ۽ تبليغ کان باز رکيو وڃي. پر انهن کي پتو نہ هو تہ سڄي ڪائنات، جنهن ۾ سج اڀري ٿو، پاڻ سڳورن ﷺ جي دعوت جي صلي ۾ ڪک پن جيتري حيثيت بہ نٿي رکي. ان ڪري انهن کي پنهنجي ان رٿا ۾ ناڪام ٿيڻو پيو.

ابن اسحاق، يزيد بن زياد جي واسطي سان محمد بن ڪعب قرظيءَ جو اهو بيان نقل ڪيو آهي تہ مونکي ٻڌايو ويو تہ عتبہ بن ربيعہ، جيڪو قوم جو سردار هو، هڪ ڏينهن قريشن جي ميڙ کي ان چيو تہ ڇو نہ مان محمد ﷺ وٽ وڃي ان سان ڳالهايان (جيڪي ان وقت مسجد الحرام ۾ هڪ پاسي اڪيلا ويٺل هئا.) ۽ ان جي اڳيان ڪي ڳالهيون رکان. ٿي سگهي ٿو تہ هو ڪا شيءِ قبولي وڃهي، جيڪا ڏئي اسان ڪيس پاڻ کي نقصان پهچائڻ کان روڪي وٺون. اها ان وقت جي ڳالهہ آهي، جڏهن حضرت حمزة ﷺ مسلمان ٿي چڪو هو ۽ ڪافرن کي مسلمانن جو وڌندڙ تعداد نظر اچي رهيو هو.

مشرڪن چيو تہ ابو الوليد! اوهان ان سان پلي ڳالهايو. ان کان پوءِ عتبہ اٿيو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ وٽ وڃي وينو ۽ چيائين تہ "ڀائيٽيا! اسان جي قوم ۾ تنهنجو جيڪو مقام ۽ مرتبو ۽ اعليٰ نسلي حيثيت آهي، اها توکي معلوم آهي. هاڻي تون پنهنجي قوم ۾ هڪ وڏو معاملو ڪٽي آيو آهين، جنهن جي ڪارڻ تو هن جماعت ۾ ڦوٽ وجهي ڇڏي آهي. سندن ڏاهپ کي بيوقوفي ٿو چوين، سندن **معبودن** ۽ دين تي تنقيد ٿو ڪرين ۽ سندن ابن ڏاڏن کي ڪافر ٿو چوين. تنهنڪري منهنجي ڳالهہ ٻڌ! آئون ڪجهہ ڳالهيون چوان ٿو، انهن تي غور ڪر. ٿي سگهي ٿو تہ ڪا ڳالهہ قبولي وجهين." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "ابو الوليد چئو! آئون ٻڌان پيو." ابوالوليد چيو تہ "ڀائيٽيا! هي معاملو جيڪو تون ڪٽي آيو آهي، جيڪڏهن ان ذريعي مال حاصل ڪرڻ ٿو چاهين تہ اسين توکي ايترو ڌن ڏينداسين جو تون اسان مان سڀ کان وڌيڪ مالدار ٿي ويندين ۽ جي تون اعزاز ۽ مرتبو حاصل ڪرڻ گهرين تہ

[1] - تاريخ عمر بن الخطاب لابن الجوزي (ص:13).
[2] - صحيح بخاري: (1/545).

اسين توکي پنهنجو سردار ڪري ٿا وٺون ۽ تو ڪانسواءِ ڪنهن بہ معاملي جو فيصلو نہ ڪنداسين ۽ جي تون بادشاھ ٿيڻ گهرين ٿو تہ توکي پنهنجو بادشاھ ڪٿي ٿا ڪريون ۽ جيڪو جن ڀوت تو وٽ اچي ٿو، جنهن کي تون ڏسين ٿو پر ڀڄائي نٿو سگهين تہ ان جو علاج بہ ڪٿي ڳولهينداسين ۽ ان لاءِ ايترو ڌن خرچ ڪنداسين جو تون صفا ٺيڪ ٿي ويندين، تہ ڪڏهن ڪڏهن ائين بہ ٿيندو آهي تہ جن ڀوت انسان ۾ واسو ڪري ويندا آهن ۽ ان جو علاج ڪرائڻو پوندو آهي.

عتبہ اهي ڳالهيون ڪري رهيو هو ۽ پاڻ سڳورا ﷺ ٻڌي رهيا هئا، جڏهن فارغ ٿيو تہ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "ابو الوليد! توکي جيڪو چوڻو هو، سو چئي چڏيئي؟" هن وراڻيو تہ: "ها" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "چڱو هاڻي منهنجي ڳالهہ ٻڌ!" هن چيو تہ: "نيڪ آهي، ٻڌان ٿو." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: ﴿بسم الله الرحمن الرحيم: حم (1) تَنْزِيلٌ مِنَ الرَّحْمَنِ الرَّحِيمِ (2) كِتَابٌ فُصِّلَتْ آيَاتُهُ قُرْآنًا عَرَبِيًّا لِقَوْمٍ يَعْلَمُونَ (3) بَشِيرًا وَنَذِيرًا فَأَعْرَضَ أَكْثَرُهُمْ فَهُمْ لَا يَسْمَعُونَ (4) وَقَالُوا قُلُوبُنَا فِي أَكِنَّةٍ مِمَّا تَدْعُونَا إِلَيْهِ...﴾(فصلت)

**"حمر. (هيءُ ڪتاب جيڪو الله) ٻاجهاري مهربان وٽان نازل ٿيل آهي. (هيءُ اهڙو) ڪتاب آهي، جنهن جون آيتون کولي بيان ڪيون ويون آهن، قرآن عربيءَ ۾ سمجھ وارن ماڻهن لاءِ آهي. جو خوشخبري ڏيندڙ ۽ ڊيڄاريندڙ آهي، پوءِ گهڻن ماڻهن منهن موڙيو تنهن ڪري اُهي (ان کي) ٻڌندا ئي نہ آهن. ۽ چوندا آهن تہ جنهن ڏانهن اسان کي سڏيندو آهين تنهن کان اسان جون دليون پردي ۾ آهن . . . " الخ**

پاڻ سڳورا ﷺ اڳيان پڙهندا ويا ۽ عتبہ پنهنجا ٻئي هٿ پٺيان زمين تي رکي ٻڌندو ويو، جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ سجدي واري آيت تي پهتا تہ سجدو ڪيائون ۽ پوءِ فرمايائون تہ: "ابو الوليد! توکي جيڪو ٻڌڻو هو اهو ٻڌئي، هاڻي جيڪي وڻئي، سو وڃي ڪر."

عتبہ اٿي پنهنجن ساٿارين وٽ آيو ڪيس ايندو ڏسي مشرڪن هڪ ٻئي کي چيو تہ: "الله جو قسم! ابو الوليد توهان وٽ اهو منهن نہ ڀيو ڪٺيو اچي، جيڪو هتان ڪٺي ويو هو." پوءِ جڏهن ابو الوليد اچي وينو تہ ماڻهن پڇيو تہ "ابوالوليد! ڇا خبر آهي؟" هن چيو تہ: " خبر اها آهي تہ مون اهڙو ڪلام ٻڌو آهي جيڪو هن کان اڳ ۾ ڪڏهن بہ نہ ٻڌو اٿم. الله جو قسم! اهو نہ شعر آهي، نہ جادو ۽ نہ ڪهانت. قريشيو! منهنجي ڳالهہ مڃيو ۽ هن معاملي کي مون تي ڇڏيو. منهنجي راءِ اها آهي تہ هن ماڻهوءَ کي سندس حال تي ڇڏي ڏيو. الله جو قسم! مون ان جو جيڪو قول ٻڌو آهي، اهو ڪنهن وڏي واقعي جي اڳڪٿي آهي. جي هن کي ماريو ويو تہ ٻيا توهان کي ناس ڪري ڇڏيندا ۽ جي هن توهانجي ساٿ سان زور ورتو تہ هن جي بادشاهت، توهانجي جي بادشاهت ثابت ٿيندي ۽ هن جي عزت نہ بلڪ توهانجي عزت وڌندي ۽ هن جو وجود سڀ کان وڌيڪ توهانجي لاءِ فخر لائق ثابت

ڏيندو." ماڻهن چيو تہ: "ابوالوليد! الله جو قسم! توتي بہ هن جي زبان جو جادو هلي ويو آهي." عتبہ چيو تہ: "هن شخص بابت منهنجي راءِ اها ئي آهي. هاڻي جيڪي توهان کي وڻي اهو ڪريو."[1]

هڪ ٻيءَ روايت ۾ آيل آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ جڏهن تلاوت شروع ڪئي تہ عتبہ ماٺ ڪري ويهي رهيو. جڏهن پاڻ سڳورا هن آيت تي پهتا: ﴿فَإِنْ أَعْرَضُوا فَقُلْ أَنْذَرْتُكُمْ صَاعِقَةً مِثْلَ صَاعِقَةِ عَادٍ وَثَمُودَ (13)﴾(فصلت)

"پوءِ جيڪڏهن (اهي) منهن موڙين تہ چؤ تہ اوهان کي اهڙي عذاب کان ڊيڄاريم جهڙو عاد ۽ ثمود جو عذاب (هو).

تہ عتبہ ڪنبندي اٿي بيٺو ۽ اهو چئي پاڻ سڳورن ﷺ جي وات تي هٿ رکي ڇڏيائين تہ آئون توهانکي الله جو ۽ مائٽيءَ جو واسطو ٿو ڏيان. (تہ ائين نہ ڪريو.) هن کي ڊپ هو تہ متان ان ڌمڪيءَ تي عمل نہ ٿي پوي. ان کان پوءِ هو پنهنجن ماڻهن وٽ ويو ۽ متي بڌايل گفتگو ٿي.[2]

**ابو طالب جو بني هاشم ۽ بني مطلب کي گڏ ڪرڻ:-** حالتون بدلجي ويون هيون، پرپاسي جي ماحول ۾ ڦيرو اچي ويو هو، پر ابوطالب جو انديشو برقرار هو. ڪيس مشرڪن کان پنهنجي ڀائيٽي لاءِ اجا بہ خطرو محسوس ٿي رهيو هو. پاڻ گذريل واقعن تي برابر غور ڪري رهيو هو. مشرڪن، ڪيس ٽڪراءَ جي ڌمڪي ڏني هئي. پوءِ سندس ڀائيٽي کي عمار بن وليد جي بدلي ۾ حاصل ڪري قتل ڪرڻ لاءِ سوديبازي ڪرڻ جي ڪوشش بہ ڪئي وئي. ابوجهل هڪ ڳري پٿر سان سندس ڀائيٽي کي قتل ڪرڻ لاءِ اٿيو هو. عقبہ بن ابي معيط ان کي چادر سان ڳلوگهٽي مارڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. خطاب جو پٽ تلوار کڻي ان کي پورو ڪرڻ لاءِ سنيري نڪتو هو.ابو طالب انهن واقعن تي سوچيو تہ ڪيس هڪ وڏي خطري جي بوءِ محسوس ٿي، جنهن سان سندس دل ڪنبي وئي. ڪيس پڪ ٿي وئي تہ مشرڪ پنهنجو عهد ٽوڙڻ ۽ سندس ڀائيٽي کي مارڻ جو پڪو فيصلو ڪري چڪا آهن. انهن حالتن ۾ الله نہ ڪري، جيڪڏهن ڪو مشرڪ اوچتو ڪا ڪارروائي ڪري وجهي تہ حمزة ؓ، عمر ؓ يا ڪو ٻيو ماڻهو ڇا ڪري سگهندو؟

سندس نظر ۾ اها پڪي ڳالهہ هئي ۽ بهرحال صحيح بہ هئي، ڇو تہ مشرڪن کلي عام پاڻ سڳورن ﷺ کي قتل ڪرڻ جو فيصلو ڪيو هو ۽ سندن ان فيصلي ڏانهن الله تعاليٰ جي هن قول ۾ اشارو آهي تہ: ﴿أَمْ أَبْرَمُوا أَمْرًا فَإِنَّا مُبْرِمُونَ (79)﴾(الزخرف)

---

[1] - ابن هشام (1/293، 294).

[2] - تفسير ابن ڪثير (6/159، 160، 161).

”(ڪافرن بہ) ڪنهن ڪم جي رت رتي آهي ڇا؟ پوءِ بيشڪ اسين بہ پڪي رت رتيندڙ آهيون.

هاڻي سوال اهو هو تہ ابوطالب ڪي ڇا ڪرڻ گهرجي! ان جڏهن ڏٺو تہ قريش هرطرح سان سندس ڀائيٽي جي مخالفت تي سندرو ٻڌيو بيٺا آهن تہ هن بني هاشم ۽ بني مطلب کي گڏ ڪيو ۽ کين دعوت ڏني تہ هيستائين هو جيڪو پنهنجي ڀائيٽي جي حفاظت ۽ حمايت جو ڪم اڪيلي سر ڪندو آيو آهي، ان کي هاڻي سڀئي گڏجي سرانجام ڏين. ابوطالب جي اها راءِ عربي حميت جي ڪري ٻنهي خاندانن جي مسلمان توڙي غيرمسلم فردن قبولي. رڳو ابوطالب جي ڀاءُ ابولهب انڪار ڪيو ۽ سڄي آڪهہ کان ڪٽجي وڃي مشرڪن سان مليو ۽ انهن جو ساٿ ڏنو.[1]

*-*-*

[1] - ابن هشام (269/1) - مختصر السيرة الشيخ عبدالله (ص:106).

# مڪمل بائيڪاٽ، مڪمل ناتو ٽوڙڻ

رڳو چار هفتا يا ان کان بہ گهٽ عرصي ۾ مشرڪن کي چار وڏا ڌڪا رسي چڪا هئا، يعني **حضرت حمزة** رضي الله عنه ۽ **حضرت عمر** رضي الله عنه مسلمان ٿي چڪا هئا، **محمد** ﷺ سندن آچ يا سوديبازي مسترد ڪري ڇڏي هئي ۽ ان ڪانسواءِ بني هاشم ۽ بني مطلب جا سيئي مسلم ۽ ڪافر هڪ ٿي پاڻ سڳورن ﷺ جي حفاظت لاءِ وعدا وعيد ڪري چڪا هئا. ان سان مشرڪ منجهي پيا، ڇو تہ سندن سمجهہ ۾ اچي ويو هو تہ جي پاڻ سڳورن ﷺ کي قتل ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائون تہ مڪي جي وادي مشرڪن جي رت سان رنگجي ويندي. ٿي سگهي ٿو تہ اهي بلڪل ناس ئي ٿي وڃن. ان ڪري هنن قتل جو منصوبو ڇڏي ظلم ڪرڻ جي هڪ ٻي رٿ رٿي، جيڪا هيستائين ڪيل ظالماڻين ڪارروائين مان سڀ کان سخت هئي.

**ڏاڍ ۽ ڏمر جون حدون:-** هن تجويز مطابق مشرڪ، محصب نالي واديءَ ۾ خيف بني ڪنانہ ۾ گڏ ٿيا ۽ پاڻ ۾ بني هاشم ۽ بني مطلب جي خلاف وعدا وعيد ڪيائون تہ انهن مان نہ شادي ڪبي نہ خريد ۽ فروخت، نہ ساڻن گڏ اٿبو ويهبو ۽ نہ انهن جي گهرن ۾ اچبو وڃبو، نہ ڪوئي ساڻن ڳالهائبو ٻولهائبو، جيستائين اهي پاڻ سڳورن ﷺ کي مارڻ لاءِ سندن حوالي نہ ڪن. مشرڪن ان فيصلي جو هڪ دستاويز لکيو، جنهن ۾ اهو عهد ڪيو ويو هو تہ اهي بني هاشم پاران ڪڏهن بہ ڪنهن ناهہ جي آڇ کي نہ قبوليندا ۽ نہ ئي انهن سان مروت ڪندا، جيستائين اهي پاڻ سڳورن ﷺ کي مارڻ لاءِ مشرڪن جي حوالي نٿا ڪن.

ابن قيم لکي ٿو تہ ٻڌڻ ۾ اچي ٿو تہ اهو دستاويز منصور بن عڪرمہ بن عامر بن هاشم لکيو هو ۽ ڪن نضر بن حارث جو نالو ڄاڻايو آهي، پر حقيقت ۾ اهو بغيض بن عامر بن هاشم هو. پاڻ سڳورن ﷺ ان کي پٽيو بہ هو ۽ سندس هٿ سڪي ويو هو. [1]

بهرحال اهي وعدا وعيد طئہ ٿي ويا ۽ دستاويز **ڪعبة الله** جي اندر ٽنگيو ويو. ان جي نتيجي ۾ ابولهب ڪانسواءِ بني هاشم ۽ بني مطلب جا سڀ فرد مسلمان توڙي ڪافر سميٽجي اچي شعبِ ابي طالب ۾ محصور ٿيا. اهو پاڻ سڳورن ﷺ کي نبوت ملڻ جي ستين سال جي محرم جي چنڊ رات جو واقعو آهي.

**ٽي سال شعبِ ابي طالب ۾:-** هن ناتي ٽوڙڻ (سوشل بائيڪاٽ) جي ڪارڻ حالتون ويتر ڏکيون ٿي ويون. کاڌي پيتي جو سامان ملڻ بند ٿي ويو، ڇو تہ مڪي ۾ جيڪو اناج يا ٻيو سامان

---

[1] - زاد المعاد (46/2).

ايندو هو، اهو مشرڪ پهرين خريد ڪري وٺندا هئا. ان ڪري محصورين جي حالت ڏاڍي افسوسناڪ ٿي پئي. ڪين وڻن جا پن ۽ چمڙو بہ کائڻو پيو، فاقن جو حال اهو هو تہ بک ۾ روئندڙ ٻارن ۽ عورتن جا آواز واديءَ کان ٻاهر ٻڌڻ ۾ ايندا هئا. انهن وٽ مشڪل سان ئي ڪا شيءِ پهچي سگهندي هئي، اها بہ لڪيچپ ۾. اهي حرمت وارن مهينن کانسواءِ ٻيا ڏينهن واديءَ کان ٻاهر نہ نڪرندا هئا. اهي قافلن کان سامان خريدڻ لاءِ مڪي کان ٻاهر نہ نڪرندا هئا، پر مڪي وارا هر شيءِ جو ايترو ملهہ آڇيندا هئا جو محصورين لاءِ ڪجهہ خريدڻ مشڪل ٿي پوندو هو.

حڪيم بن حزام، جيڪو بيبي خديجہ رضي الله عنها جو ڀائيٽيو هو، ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي ڦڦيءَ کي ڪڻڪ موڪلي ڇڏيندو هو. هڪ ڀيري ابوجهل ٽڪرائجي ويس ۽ ان، اناج کڻي وڃڻ نہ ڏنس، پر پوءِ ابوالبختري وچ ۾ پيو ۽ کيس ڦڦيءَ ڏانهن ڪڻڪ موڪلڻ ڏنائين.

هوڏانهن ابوطالب کي پاڻ سڳورن ﷺ بابت برابر ڊپ لڳو رهيو. ان ڪري جڏهن سڀ پنهنجن پنهنجن هنڌن تي وڃي سمهندا هئا تہ پاڻ، حضور ڪريم ﷺ کي چوندو هو تہ تون پنهنجي هنڌ تي سمهي رهہ. مقصد اهو هوندو هو تہ جيڪڏهن ڪو ماڻهو پاڻ سڳورن ﷺ کي مارڻ گهرندو هجي تہ اهو پاڻ سڳورن ﷺ کي پنهنجي هنڌ تي سمهيل ڏسي وٺي. پوءِ جڏهن سڀ سمهي پوندا هئا تہ ابوطالب، پاڻ سڳورن ﷺ جي جڳهہ مٽائي سندن جڳهہ تي پنهنجن پٽن، ڀائرن يا ڀائيٽين مان ڪنهن کي سمهاري ڇڏيندو هو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کي پنهنجي هنڌ تي سمهاري ڇڏيندو هو.

ان هوندي بہ پاڻ سڳورا ﷺ ۽ ٻيا مسلمان حج جي ڏينهن ۾ ٻاهر نڪرندا هئا ۽ حاجين سان ملي کين اسلام جي دعوت ڏيندا هئا. ان موقعي تي ابولهب جيڪي حرڪتون ڪندو هو، انهن جي ذڪر اڳي ئي ڪري چڪا آهيون.

**دستاويز جو ڦاٽڻ:**- انهن حالتن ۾ پورا ٽي ورهيہ گذري ويا. ان کانپوءِ نبوت جي ڏهين سال محرم جي ([1])مهيني ۾ دستاويز ڦاٽڻ ۽ هن ڦهري عهدنامي جي ختم ٿيڻ جو واقعو پيش آيو. ان جو ڪارڻ هي هو تہ شروع کان ئي قريشن جا ڪي ماڻهو هن عهدنامي تي راضي هئا تہ ڪي ناراض. انهن ناراض ماڻهن هن عهدنامي کي ڦاڙڻ لاءِ ڪوششون ورتيون.

ان جو اصل محرڪ بنوعامر بن لوئي قبيلي جو هشام بن عمرو نالي همراه هو. اهو رات جي اونده ۾ لڪي لڪي شعبِ ابي طالب ۾ اناج موڪلي بني هاشم جي مدد ڪندو هو. هو زهير بن ابي

[1] - ان جو دليل هي آهي تہ ابو طالب جي وفات صحيفو ڦاڙڻ کان ڇهہ مهينا پوءِ ٿي آهي ۽ صحيح ڳالهہ هئي آهي تہ ان جي وفات رجب مهيني ۾ ٿي آهي ۽ جيڪي ماڻهو هي چون ٿا تہ ابو طالب جي وفات رمضان جي مهيني ۾ ٿي آهي اهي هي بہ چون ٿا تہ انهن جي وفات صحيفي ڦاڙڻ کان پوءِ تقريباً اٺ مهينا ۽ ڪجهہ ڏينهن بعد ٿي هئي ٻنهي راين ۾ اهو مهينو جنهن ۾ صحيفو ڦاڙيو ويو اهو مهينو حرمت وارو ثابت ٿئي ٿو.

اميہ مخزوميءَ وٽ ويو (زهير جي ماءُ عاتڪہ عبدالمطلب جي نياڻي ۽ ابوطالب جي ڀيڻ هئي.) هن کيس چيو تہ: ”زهير! ڇا توکي اها ڳالهہ وڻي ٿي تہ تون مزي سان وينو کائين پيئين ۽ تنهنجي مامي جو حال برو هجي، جيئن تون ڄاڻين بہ ٿو؟“ زهير چيو تہ: ”افسوس! آئون اڪيلو ڪري بہ ڇا ٿو سگهان؟ جي مون سان هڪڙو ڄڻو بہ گڏجي وڃي تہ آئون اهو دستاويز ڦاڙي ڇڏيان ها.“ هن چيو تہ: هڪڙو ڄڻو ٻيو بہ آهي. زهير پڇيو تہ: ”ڪير؟“ هن چيو تہ: ”آئون“. ان تي زهير چيو تہ: چڱو اجا بہ هڪ ڄڻو ٻيو ڳولهہ. ان تي هشام، مطعم بن عدي وٽ ويو ۽ بني هاشم ۽ بنو مطلب، جيڪي عبدمناف جو اولاد هئا، تن سان مطعم جي ويجهي مائٽيءَ جو ذڪر ڪندي کيس ملامت ڪيائين تہ تو ان ظلم ۾ قريشن سان ڪيئن ساٿ ڏنو؟ ياد رهي تہ مطعم بہ عبدمناف جي نسل مان هو. مطعم چيو تہ: ”افسوس! آئون اڪيلو ڪري بہ ڇا ٿو سگهان.“ هشام چيو تہ: ”هڪ ماڻهو ٻيو بہ آهي. مطعم پڇيو تہ ”ڪير؟“ هشام وراڻيو تہ ”آئون.“ مطعم چيو تہ: پوءِ اجا ٽيون ڄڻو بہ ڳولهہ. هشام چيو تہ ”اهو بہ ڪري ڇڪو آهيان.“ هن پڇيو تہ ”ڪير آهي؟“ جواب ڏنائين تہ ”زهير بن اميہ.“ مطعم چيو تہ: ”چڱو هاڻي چوٿون ڄڻو بہ ڳولهہ.“ ان تي هشام بن عمرو، ابوالبختري بن هشام وٽ آيو ۽ ان سان اهڙيءَ طرح ڳالهہ ٻولهہ ڪيائين. ان چيو تہ: ”ڀلا ٻيو بہ ڪو ان جي تائيد ڪرڻ وارو آهي؟“ هشام چيو تہ: ”ها، زهير بن ابي اميہ، مطعم بن عدي ۽ آئون.“ هن چيو تہ: ”پوءِ ڀلا هاڻي پنجون ڄڻو بہ ڳولهہ.“ ان تي هشام زمعہ بن اسود بن مطلب بن اسد وٽ ويو ۽ ساڻس ڳالهہ ٻولهہ ڪري بنو هاشم جي مائٽي ۽ سندن حق ياد ڏياريائين. ان چيو تہ: ”ڀلا ان ڪم لاءِ ٻيو بہ ڪو راضي آهي؟“ هشام هائوڪار ڪئي ۽ سڀ نالا ٻڌايا. ان ڪانپوءِ انهن سيني حجون وٽ گڏ ٿي پاڻ ۾ وعدا وعيد ڪيا تہ ڪنهن بہ حالت ۾ دستاويز ڦاڙڻو آهي. زهير چيو تہ: شروعات آئون ڪندس، يعني سڀ کان پهرين آئون ڳالهائيندس.

صبح ٿيو تہ سڀ ماڻهو حسب معمول پنهنجن پنهنجن ٽولن ۾ پهتا. زهير بہ هڪ پلو وڳو پائي پڳو. پهرين بيت الله جا ست چڪر لڳايائين ۽ پوءِ ماڻهن کي مخاطب ٿي چيائين تہ: ”مڪي وارؤ! ڇا اسين کاڌو کائون ۽ ڪپڙا پهريون ۽ بنو هاشم تباه ۽ برباد ٿين، نہ انهن کي ڪجهہ وڪڻي ڏنو وڃي، نہ انهن کان ڪجهہ خريديو وڃي، الله جو قسم! مونکي تيستائين سک نہ ايندو، جيستائين ان ظالماڻي ۽ رشتن کي ٽوڙڻ واري دستاويز کي ڦاڙي ڦٽو نہ ڪري ڇڏيان.“

ابوجهل، جيڪو مسجد الحرام جي هڪ پاسي ۾ موجود هو، ان چيو تہ: ”تون غلط پيو چوين، الله جو قسم! ان کي ڦاڙي نٿو سگهجي.“

ان تي زمعہ بن اسود چيو تہ: ”الله جو قسم! تون ان کان بہ وڌيڪ غلط پيو چوين، جڏهن اهو دستاويز لکيو پئي ويو، تڏهن بہ اسين راضي نہ هئاسين.“

ان تي ابوالبختري واڌي ڏني تہ: "زمعہ ٺيڪ پيو چوي. هن ۾ جيڪي ڪجهہ لکيل آهي، ان تي نہ اسين راضي آهيون، نہ ان کي مڃيون ٿا." ان کانپوءِ مطعم بن عديءَ چيو تہ: "توهان ٻئي صحيح پيا چئو ۽ جيڪو ان جي ابتڙ تو ڳالهائي اهو غلط آهي. اسين الله جي آڏو ان دستاويز ۽ ان ۾ جيڪي ڪجهہ لکيل آهي، تنهن کان ڌار ٿيڻ جو اظهار ٿا ڪريون." پوءِ هشام بن عمرو بہ ساڳي ڳالهہ ڪئي. اها ماجرا ڏسي ابوجهل چيو تہ: "هون! اها ڳالهہ رات طئہ ڪئي وئي آهي ۽ ان جو مشورو ٻئي ڪنهن هنڌ ڪيو ويو آهي."

اوڏي مهل ابوطالب بہ حرم پاڪ جي هڪ پاسي ۾ ويٺو هو. سندس اچڻ جو سبب اهو هو تہ الله تعاليٰ، پاڻ سڳورن ﷺ کي هن دستاويز بابت ٻڌايو هو تہ ان تي الله تعاليٰ اڏوهي موڪلي آهي، جنهن ڏاڍ ۽ ڏمر ۽ مائٽي ٽوڙڻ واريون سڀ ڳالهيون ڪائي ڇڏيون هيون. رڳو الله عزوجل جو نالو رهڻ ڏنو هو. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ اها ڳالهہ پنهنجي چاچي کي ٻڌائي ۽ پاڻ قريشن کي اها ڳالهہ ٻڌائڻ لاءِ آيو هو تہ جيڪڏهن اها ڳالهہ ڪوڙ نڪري تہ اسان توهانجي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي وچان نڪري ويندا سين ۽ توهان کي جيڪي وڻي سو ڪجو، پر جي هو سچو نڪري تہ توهان بائيڪاٽ ۽ ظلم کان پاسو ڪجوءِ. جڏهن قريشن کي اهو ٻڌايو ويو تہ انهن چيو تہ "توهان انصاف واري ڳالهہ پيا ڪريو."هوڏانهن ابوجهل ۽ ٻين جي وات ٺڪاٽي ختم ٿي تہ مطعم بن عدي دستاويز ڦاڙڻ لاءِ اٿيو. ڇا ڏسي تہ سچ پچ اڏوهيءَ ان کي چٽ ڪري ڇڏيو آهي. رڳو باسمك اللّهُم وجي بچيو آهي ۽ جتي جتي الله جو نالو هو، اهو حصو بچي ويو آهي يا اڏوهيءَ ان کي نہ کاڌو آهي.

ان کانپوءِ دستاويز ڦاڙيو ويو. پاڻ سڳورا ﷺ ۽ ٻيا سيئي شعبِ ابي طالب مان نڪتا ۽ مشرڪن، نبوت جو پڌرو اهڃاڻ ڏٺو، پر سندن روش ساڳي رهي، جنهن جو ذڪر هن آيت ۾ ڪيل آهي تہ: ﴿وَإِنْ يَرَوْا آيَةً يُعْرِضُوا وَيَقُولُوا سِحْرٌ مُسْتَمِرٌّ (2)﴾(القمر)

"۽ جيڪڏهن (ڪافر) ڪا نشاني ڏسندا تہ منهن موڙيندا ۽ چوندا تہ هيءُ (اڳ کان) هلندڙ جادو آهي.اهڙيءَ طرح مشرڪن اهو اهڃاڻ ڏسي بہ منهن موڙي ڇڏيو ۽ پنهنجي ڪفر جي راهہ ۾ ڪجهہ وکون ٻيون بہ اڳتي وڌي ويا.([1])

*-*-*

---

[1] - بائيڪاٽ جو تفصيل هينين ڪتابن تان ورتو ويو آهي. صحيح بخاري ( 216/1) (548/1) - زاد المعاد (46/2) - ابن هشام (350/1، 351، 374) کان (377) - رحمة للعالمين (69/1، 70) - مختصر السيرة للشيخ عبدالله (106_110) ۽ مختصر السيرة للشيخ محمد بن عبدالوهاب (ص:68_73) انهن ڪتابن ۾ ٿورا اختلاف بہ آهن. اسان روايتن ۽ اهڃاڻن جي روشنيءَ ۾ صحيح نظر ايندڙ پهلو لکيا آهن.

# ابوطالب وٽ قريشن جو آخري وفد اچڻ

پاڻ سڳورن ﷺ شعبِ ابي طالب مان نڪرڻ کانپوءِ وري تبليغ جو ڪم شروع ڪيو ۽ هاڻي مشرڪن جيتوڻيڪ بائيڪاٽ ختم ڪري ڇڏيو هو، پر اهي بہ ساڳيءَ طرح مسلمانن تي دٻاءُ وجهڻ ۽ الله جي راھ تان هٽائڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا. جيستائين جناب ابو طالب جو تعلق هو تہ اهو بہ پنهنجين پراڻين روايتن مطابق تن من سان پنهنجي ڀائيٽي جي سهائتا ڪري رهيو هو، پر هاڻي ان جي عمر اسي ورهين کان ٽپي چڪي هئي. ڊگهي عرصي کان لڳاتار پهتل تڪليفن ۽ حادثن ۽ خاص طور تي محصوريءَ ڪين ٽوڙي ڇڏيو هو. ان ڪري واديءَ مان نڪرڻ جي چند مهينن بعد سخت بيمار ٿي پيو. ان وقت مشرڪن سوچيو تہ جي ابوطالب گذاري ويو ۽ ان کانپوءِ اسان سندس ڀائيٽي سان زيادتي ڪئي تہ خواري ٿيندي. ان ڪري ابوطالب جي اڳيان ئي پاڻ سڳورن ﷺ سان ڪو معاملو طئہ ڪري ونجي. ان سلسلي ۾ اهي ڪجهہ اهڙيون رعايتون ڏيڻ لاءِ بہ تيار ٿي ويا، جن تي اجا تائين راضي نہ هئا. ان سلسلي ۾ سندن هڪ وفد ابوطالب وٽ حاضر ٿيو، جيڪو سندن پاران موڪليل آخري وفد هو.

ابن اسحاق وغيره جو چوڻ آهي تہ جڏهن ابوطالب بيمار ٿي پيو ۽ قريشن کي خبر پئي تہ سندس حالت بگڙجندي پئي وڃي تہ انهن هڪ ٻئي کي چيو تہ ڏسو حمزة رضي الله عنه ۽ عمر رضي الله عنه مسلمان ٿي چڪا آهن ۽ محمد ﷺ جو دين هر قبيلي ۾ پکڙجي چڪو آهي، ان ڪري هلو تہ ابوطالب وٽ هلي ڪيس پنهنجي ڀائيٽي کي ڪنهن ڳالهہ تي ٻيهارڻ لاءِ مجبور ڪريون ۽ ان بابت ڪو عهد وٺي وٺون، ڇو تہ اسانکي ڊپ آهي تہ سندس وفات بعد ماڻهو اسانجي وس ۾ نہ رهندا. هڪ روايت اها بہ آهي تہ اسانکي ڊپ آهي تہ سندس گذاري وڃڻ کان پوءِ محمد ﷺ کي ڪجهہ ٿيو تہ عرب اسانکي طعنا هڻندا ۽ چوندا تہ انهن محمد ﷺ کي ڇڏي ڏنو (۽ ان جي خلاف ڪجهہ ڪرڻ جي همت نہ ڪيائون)، پر جڏهن سندس چاچو گذاري ويو تہ ان تي هلان ڪري آيا).

بهرحال قريشن جو اهو وفد ابوطالب وٽ آيو ۽ ان سان ڳالهہ ٻول ڪيائون. وفد جا رڪن قريش جا معزز ترين فرد هئا. يعني عتبہ بن ربيعہ، شيبہ بن ربيعہ، ابوجهل بن هشام، اميہ بن خلف، ابوسفيان بن حرب ۽ ٻيا قريشن جا چڱا مڙس، جن جو ڪل تعداد پنجويهہ هو.

انهن چيو تہ "اي ابوطالب! اسان ۾ اوهانجو جيڪو مرتبو آهي، اوهان ان کان ڀليءَ پٽ واقف آهيو ۽ هاڻي اوهان جنهن حالت مان گذري رهيا آهيو، اها بہ اوهانجي سامهون آهي. اسانکي ڊپ آهي تہ هي اوهان جي پڇاڙيءَ جا ڏينهڙا آهن ۽ هوڏانهن اسانجي ۽ اوهانجي ڀائيٽي جي وچ ۾ جيڪو

معاملو هلي رهيو آهي، ان ڪان بہ اوهان واقف آهيو. اسين چاهيون ٿا تہ اوهان ان ڪي گهرائي سندس باري ۾ اسان ڪان ڪجهہ واعدا وعيد وٺي وڃو ۽ اسانجي باري ۾ ڪانئس ڪو وعدو وٺي ڏيو. يعني هو اسان ڪان بچيل رهي ۽ اسين ڪانئس. هو اسانکي اسانجي دين تي ڇڏي ڏي ۽ اسين ڪيس سندس دين تي ڇڏي ڏيون."

ان تي ابوطالب پاڻ سڳورن ﷺ کي سڏايو ۽ فرمايو تہ "ڀائيٽيا! هي تنهنجي قوم جا عزت وارا ماڻهو آهن ۽ تو لاءِ آيا آهن. هي چاهين ٿا تہ هڪبئي ڪان ڪجهہ وعدا وعيد ڪري وٺجن." ان ڪانپوءِ ابوطالب سندن آڇ جو ذڪر ڪيو تہ ڪا بہ ڌر هڪبئي تي اعتراض نہ ڪندي.

جواب ۾ پاڻ سڳورن ﷺ وفد کي مخاطب ٿيندي فرمايو تہ: "اوهان اهو ٻڌايو تہ جي مان هڪ اهڙي ڳالهہ آڇيان جنهن کي مڃڻ سان اوهان عرب جا بادشاهہ ٿي وڃو ۽ عجم اوهانجي هٿ هيٺ اچي وڃي تہ ان سلسلي ۾ اوهانجي راءِ ڇا هوندي؟" ڪن روايتن ۾ اهو چيو ويو آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ ابوطالب کي مخاطب ٿي فرمايو تہ: "مان انهن ڪان هڪ اهڙي ڳالهہ گهران ٿو، جنهن کي هي مڃين تہ عرب سندن فرمان هيٺ اچي وڃي ۽ عجم سندن ڏن ڀرو ٿي پوي." هڪ ٻي روايت ۾ آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "چاچا سائين! توهان انهن کي هڪ اهڙي ڳالهہ جي دعوت ڇو نٿا ڏيو، جيڪا سندن حق ۾ بهتر آهي؟" ان پڇيو تہ: "تون ڪين ڪهڙي ڳالهہ جي دعوت ڏيڻ چاهين ٿو؟" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "آئون هڪ اهڙي ڳالهہ جي دعوت ڪين ڏيڻ چاهيان ٿو، جنهن جا قائل اگر هي ٿي وڃن تہ عرب سندن تابع ٿي وڃن ۽ عجم تي سندن بادشاهت قائم ٿي وڃي." ابن اسحاق جي هڪ روايت آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "توهان رڳو هڪ ڳالهہ مڃيو، جنهن جي ڪري عرب جا بادشاهہ ٿي ويندا ۽ عجم اوهانجي هٿ هيٺ اچي ويندو."

بهرحال جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ اها ڳالهہ ڪئي تہ هو ٿوري دير لاءِ سوچ ۾ پئجي ويا ۽ منجهي پيا. اهي اچرج ۾ هئا تہ ان آڇ کي ڪيئن رد ڪجي، جا لاڀائتي بہ آهي؟ آخرڪار ابوجهل چيو تہ: "چڱو اها ڳالهہ ٻڌاءِ. تنهنجي پيءُ جو قسم اهڙي هڪ تہ ڇا پر ڏهہ ڳالهيون ڪرين تہ بہ اسين مڃڻ لاءِ تيار آهيون." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "توهان لا اله الا الله چئو ۽ الله ڪانسواءِ جنهن کي بہ پوڄيو ٿا، ان کي ڇڏي ڏيو." ان تي انهن تاڙيون وڄائي چيو تہ: "محمد ﷺ ! تون چاهين ٿو تہ سڀني معبودن جي جڳهہ تي هڪ الله کي ويهاري ڇڏين؟ واقعي تنهنجو معاملو اچرج جوڳو آهي."

پوءِ پاڻ ۾ چيائون تہ "الله جو قسم! هي ماڻهو توهان جي ڪا بہ ڳالهہ مڃڻ لاءِ تيار نہ آهي، تنهنڪري هلو ۽ پنهنجي اباڻي دين تي ڄميا رهو. تانجو الله اسان ۽ هن جي وچ ۾ فيصلو ڪري وجهي." ان ڪان پوءِ اهي موٽي ويا.

**ان واقعي ڪانپوءِ انهن بابت هي آيتون لٿيون:**

﴿ ص وَالْقُرْآنِ ذِي الذِّكْرِ (1) بَلِ الَّذِينَ كَفَرُوا فِي عِزَّةٍ وَشِقَاقٍ (2) كَمْ أَهْلَكْنَا مِنْ قَبْلِهِمْ مِنْ قَرْنٍ فَنَادَوْا وَلَاتَ حِينَ مَنَاصٍ (3) وَعَجِبُوا أَنْ جَاءَهُمْ مُنْذِرٌ مِنْهُمْ وَقَالَ الْكَافِرُونَ هَذَا سَاحِرٌ كَذَّابٌ (4) أَجَعَلَ الْآلِهَةَ إِلَهًا وَاحِدًا إِنَّ هَذَا لَشَيْءٌ عُجَابٌ (5) وَانْطَلَقَ الْمَلَأُ مِنْهُمْ أَنِ امْشُوا وَاصْبِرُوا عَلَى آلِهَتِكُمْ إِنَّ هَذَا لَشَيْءٌ يُرَادُ (6) مَا سَمِعْنَا بِهَذَا فِي الْمِلَّةِ الْآخِرَةِ إِنْ هَذَا إِلَّا اخْتِلَاقٌ (7)﴾(ص)

**”ص (هن) قرآن نصيحت (ڏيڻ) واري جو قسم آهي (تہ جنهن دين ڏانهن سڏين ٿو، سو سچ آهي). بلڪ ڪافر وڏائيءَ ۽ مخالفت ۾ (پيل) آهن. ڪانئن اڳ گهڻائي جڳ هلاڪ ڪياسون، پوءِ دانهون ڪرڻ لڳا ۽ اهو ڇوٽڪاري جو وقت نہ هو. ۽ منجهانئن هڪ ڊيڄاريندڙ وٽن آيو تہ عجب ڪرڻ لڳا ۽ (اهي) ڪافر چوڻ لڳا تہ، هيءُ (شخص) جادوگر ڪوڙو آهي. ڀلا (ڏسو تہ) سڀني معبودن کي هڪ معبود ڪيائين؟ بيشڪ هي ڏاڍي عجيب ڳالھ آهي ۽ انهن جا وڏا اهو چوندي اٿيا تہ هلو ۽ پنهنجن معبودن (جي پوڄا) تي پڪا رهو، بيشڪ هن (نئين دين ۾ ڪو) غرض رکيو ويو آهي. اِها (ڳالھ) پوئين دين ۾ (ڪڏهن) نہ ٻڌيسون ، هيءُ تہ رڳو ٺاھ آهي.** [1]

-*-*-*

[1] - ابن هشام (417/1_ 419) مختصر السيره للشيخ عبدالله (ص:91).

# ڏک جو سال (عام الحزن)

**ابو طالب جي وفات:-** ابو طالب جي بيماري وڌي وئي ۽ آخرڪار پاڻ گذاري ويو. سندن وفات شعب ابي طالب جي محصوري ختم ٿيڻ کان ڇهه مهينا پوءِ نبوت جي ڏهين سال رجب جي مهيني ۾ ٿي. ([1]) هڪ قول اهو بہ آهي تہ پاڻ، بيبي خديجہ رضي الله عنها جي وفات کان رڳو ٽي ڏينهن پهرين گذاري ويو.

صحيح بخاريءَ ۾ حضرت مسيب رضي الله عنه کان آيل آهي تہ جڏهن ابو طالب جي وفات جو وقت ويجهو آيو تہ پاڻ سڳورن ﷺ چيو تہ: "چاچا سائين! اوهان لا الہ الا الله چئي ونو. رڳو هڪ ڪلمو، جنهن جي وسيلي آئون الله وٽ اوهان لاءِ حجت ڪري سگهان." ابو جهل ۽ عبدالله بن اميہ چيو تہ: "ابو طالب! ڇا عبدالمطلب جي ملت کان منهن ڦيريندين؟" پوءِ اهي ٻئي لاڳيتو ساڻن ڳالهائيندا رهيا. تانجو آخري ڳالهہ، جيڪا ابو طالب ماڻهن کي چئي، اها هيءَ هئي تہ: "عبدالمطلب جي ملت تي." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "جيستائين مونکي جهليو نہ وڃي، اوهان جي ڇوٽڪاري جي لاءِ دعا ڪندو رهندس." ان تي هيءَ آيت لٿي تہ:

﴿مَا كَانَ لِلنَّبِيِّ وَالَّذِينَ آمَنُوا أَنْ يَسْتَغْفِرُوا لِلْمُشْرِكِينَ وَلَوْ كَانُوا أُولِي قُرْبَى مِنْ بَعْدِ مَا تَبَيَّنَ لَهُمْ أَنَّهُمْ أَصْحَابُ الْجَحِيمِ (113)﴾ (التوبة)

**"پيغمبر ۽ مؤمنن کي مشرڪن لاءِ ڪين (هن ڳالهہ جي) پڌري ٿيڻ کان پوءِ تہ اهي دوزخي آهن بخشش گهرڻ نہ جڳائي جيتوڻيڪ مائٽي وارا هجن.**

۽ هيءَ آيت لٿي تہ:

﴿إِنَّكَ لَا تَهْدِي مَنْ أَحْبَبْتَ(56)﴾(القصص)

**"(اي پيغمبر!) بيشڪ تون جنهن کي گهرين تنهن کي هدايت نہ ٿو ڪري سگهين.([2])**

هتي اها ڳالهہ ورجائڻ جي ضرورت ڪانهي تہ ابو طالب، پاڻ سڳورن ﷺ جي ڪيتري حمايت ۽ حفاظت ڪئي هئي. هو دراصل مڪي جي وڏن ۽ احمقن جي حملن کان بچاءَ لاءِ اسلام لاءِ هڪ قلعو هو، پر بذات خود پنهنجن ابن ڏاڏن جي دين تي قائم رهيو. جيئن صحيح بخاريءَ ۾ حضرت عباس بن عبدالمطلب کان روايت ڪيل آهي تہ ان پاڻ سڳورن ﷺ کان پڇيو تہ: "توهان

---

[1] - سيرت جي ڪتابن ۾ وڏو اختلاف آهي تہ ابو طالب جي وفات ڪهڙي مهيني ۾ ٿي. اسان رجب انڪري لکيو آهي جو گهڻن ماخذن ۾ اتفاق آهي تہ سندن وفات شعب ابي طالب مان نڪرڻ کان ڇهہ مهينا پوءِ ٿي ۽ محصوريءَ جي شروعات نبوت جي ستين سال جي محرم جي چنڊ رات کان ٿي. ان حساب سان سندن وفات جو زمانو نبوت جي ڏهين سال رجب جي مهيني ۾ ئي بيهي ٿو.

[2] - صحيح بخاري (548/1).

پنهنجي چاچي (ابو طالب) جي ڪهڙي ڪم آيا؟ جو هو توهانجي حفاظت ڪندو هو ۽ توهان جي ڪارڻ (ٻين تي) ڪاوڙبو هو (۽ انهن سان وڙهي پوندو هو)" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "هو دوزخ جي هڪ مٿاڇري (محفوظ) جڳهہ تي آهي ۽ جي آئون نہ هجان ها تہ هو دوزخ جي سڀ کان اونهي ڪُڏي ۾ هجي ها."[1]

ابو سعيد خدري ؓ جو بيان آهي تہ هڪ ڀيري پاڻ سڳورن ﷺ وٽ سندن چاچي جو ذڪر نڪتو تہ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "ممڪن آهي تہ قيامت جي ڏينهن ڪين منهنجي شفاعت فائدو پهچائي ۽ کين دوزخ جي هڪ گهٽ اونهي جڳهہ تي رکيو وڃي، جيئن باهہ رڳو سندن گوڏن تائين پهچي سگهي.[2]

**بيبي خديجہ رضي الله عنها جوارِ رحمت ۾**:- جناب ابو طالب جي وفات کان ٻہ مهينا پوءِ يا رڳو ٽي ڏينهن پوءِ (ان ۾ اختلاف آهي) ام المؤمنين بيبي خديجہ رضي الله عنها رحلت ڪئي. سندن وفات، نبوت جي ڏهين سال رمضان جي مهيني ۾ ٿي. ان وقت سندن عمر 65 سال هئي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي عمر پنجاهہ ورهيہ هئي.[3]

بيبي خديجہ رضي الله عنها جو وجودِ باسعادت، پاڻ سڳورن ﷺ لاءِ الله تعاليٰ جي نعمت جي برابر هو. بيبي سڳوري رضي الله عنها جو ساٺ پنجويهہ ورهيہ پاڻ سڳورن ﷺ سان رهيو ۽ ان دوران پاڻ سڳورن ﷺ جي ڏک سور تي پاڻ تڙپي اٿندي هئي. ڏکين حالتن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ کي حوصلو ڏيندي هئي. تبليغ جي ڪم ۾ مدد ڪندي هئي ۽ ڏکئي جهاد جي سختين ۾ پاڻ سڳورن ﷺ سان گڏوگڏ رهي ۽ پنهنجي جان ۽ مال سان پاڻ سڳورن ﷺ جي مدد ڪيائين. پاڻ سڳورن ﷺ جو ارشاد آهي تہ "جنهن وقت ماڻهن مونکان انڪار ڪيو، ان وقت هن مون تي ايمان آندو، جنهن وقت ماڻهن مونکي ڪوڙو چيو، ان وقت منهنجي تصديق ڪئي. جنهن وقت ماڻهن مونکي (مال کان) محروم ڪيو، ان وقت مونکي پنهنجي مال ۾ شريڪ ڪيو ۽ الله مونکي ان مان اولاد ڏنو ۽ ٻين گهروارين مان نہ ڏنو. "[4]

صحيح بخاريءَ ۾ ابو هريرة ؓ کان روايت آهي تہ حضرت جبرئيل عليه السلام، پاڻ سڳورن ﷺ وٽ آيو ۽ فرمايائين تہ: "يا رسول الله ﷺ خديجہ رضي الله عنها تشريف کڻي اچي رهي آهي، وٽن هڪ ٿانوءُ آهي ، جنهن ۾ ٻوڙ يا ڪاڌو يا ڪا پيئڻ جي شيءِ آهي. جڏهن بيبي

---

[1] - صحيح بخاري (548/1).
[2] - صحيح بخاري (548/1).
[3] - رمضان ۾ وفات واري ڳالهہ ابن جوزيءَ تلقيح الفهوم جي (ص:7) تي ۽ علامہ منصورپوريءَ رحمة للعالمين (164/2) تي لکي آهي.
[4] - مسند احمد (118/6).

سڳوري رضي الله عنها، پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهتي تہ پاڻ سڳورن ﷺ، کين رب پاڪ جا سلام ڏنا ۽ جنت ۾ موتين جي هڪ محل جي بشارت ڏني، جنهن ۾ نہ گوڙ هوندو نہ پريشاني نہ ڪا تڪاوٽ."([1])

**ڏکن جو دور:-** اهي ٻئي ڏکارا واقعا رڳو ڪجھ ڏينهن ۾ ٿيا، جنهن سان پاڻ سڳورن ﷺ جي دل ۾ غم ۽ الم جا احساس پيدا ٿي پيا ۽ انهن کانپوءِ قوم پاران بہ مصيبتن جو سلسلو هلي پيو. ڇو تہ ابو طالب جي وفات کانپوءِ سندن همٿ وڌي وئي. پاڻ سڳورا ﷺ انهن کان مايوس ٿي طائف ڏانهن ويا تہ متان اتي جا ماڻهو دعوت قبولين، پاڻ سڳورن ﷺ کي پناھ ڏين ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي قوم جي خلاف مدد ڪن، پر اتي نہ ڪو پناھ ڏيندڙ مليو نہ ئي ڪو مددگار. ماڳهين انهن پاڻ سڳورن ﷺ کي سخت اهنج رسايو ۽ ساڻن اهڙي بدسلوڪي ڪئي، جهڙي پنهنجي قوم بہ نہ ڪئي هئي. (تفصيل اڳيان ڏنل آهي)

هتي اها ڳالھ ٻڌائڻ مناسب ٿيندي تہ مڪي وارن جنهن طرح پاڻ سڳورن ﷺ جي خلاف پاڻ سڳورن ﷺ سان ڏاڍايون ڪيون ٿي، ائين ئي پاڻ سڳورن ﷺ جي ساٿين سان بہ ڪري رهيا هئا. جيئن پاڻ سڳورن ﷺ جو همراز حضرت ابوبڪر صديق ﷛ مڪو ڇڏڻ تي مجبور ٿي ويو ۽ حبشة ڏانهن اڪيلو نڪري ڪڙو ٿيو، پر برڪ غماد پهتو تہ ابن دغنہ سان ملاقات ٿين ۽ اهو کين پنهنجي پناھ ۾ مڪي واپس وٺي آيو. ([2])

ابن اسحاق جو بيان آهي تہ جڏهن ابو طالب گذاري ويو تہ قريشن، پاڻ سڳورن ﷺ کي اهڙا اهنج رسايا، جن بابت ابو طالب ڪڏهن سوچي بہ نہ سگهي ها. ويندي قريشن جي هڪ احمق سامهون اچي پاڻ سڳورن ﷺ جي سر مبارڪ تي مٽي وجهي ڇڏي. پاڻ سڳورا ﷺ ان حالت ۾ گھر آيا جو سندن سر مبارڪ ۾ مٽي پيل هئي. سندن هڪ نياڻيءَ اٿي مٽي ڌوتي. پاڻ ڌوئيندي روئندي بہ وئي ۽ پاڻ سڳورا ﷺ کين آٿت ڏيندا ويا تہ ابو طالب جي وفات تائين قريشن مون سان اهڙي ڪا بدسلوڪي نہ ڪئي آهي، جيڪا مونکي ناگوار گذري هجي. ([3])

اهڙين لاڳيتين مصيبتن جي ڪري پاڻ سڳورن ﷺ ان سال جو نالو ئي "عام الحزن" يعني ڏک جو سال رکي ڇڏيو ۽ اهو سال تاريخ ۾ ان ئي نالي سان مشهور ٿي ويو.

---

[1] - صحيح بخاري - (539/1).

[2] - اڪبر شاه نجيب آباديءَ لکيو آهي تہ اهو واقعو ساڳئي سال ٿيو. ڏسو تاريخ اسلام (120/1) اصل واقعي جو سڄو تفصيل ابن هشام (372/1 کان 374) ۽ صحيح بخاري (552/1، 553) تي ڏنل آهي.

[3] - ابن هشام (416/1).

**بيبي سودة رضي الله عنها سان شادي:-** ان ئي نبوت جي ڏهين سال جي شوال مهيني ۾ بيبي سودة بنت زمعہ رضي الله عنها سان شادي ڪئي، جنهن شروعاتي دور ۾ اسلام قبوليو هو ۽ حبش ڏانهن ڪيل ٻي هجرت ۾ شامل هئي. سندن مڙس جو نالو سڪران بن عمرو رضي الله عنه هو. ان به شروع ۾ ئي اسلام قبوليو هو ۽ بيبي سودة رضي الله عنها ساڻن گڏ ئي حبش ڏي هجرت ڪئي هئي، پر هو حبشہ ۾ ئي يا ڪن جو چوڻ مطابق مڪي ۾ فوت ٿي ويو. ان ڪانپوءِ جڏهن بيبي سودة رضي الله عنها جي عدت پوري ٿيڻ تي پاڻ سڳورن ﷺ کين شاديءَ جو پيغام موڪليو ۽ پوءِ شادي ٿي وئي. ڪجھہ ورهين ڪانپوءِ ان پنهنجو وارو بيبي عائشہ رضي الله عنها کي هبہ ڪري ڇڏيو هو.[1]

*-*-*

[1] - رحمة للعالمين (165/2) تلقيح الفهوم (ص:6).

# اوائلي مسلمانن جو صبر ۽ ثابت قدمي

هن منزل تي پهچي سنئون سڌو ماڻهو بہ اچرج کان پڇي ويهي ٿو تہ آخر اهي ڪهڙا ڪارڻ هئا، جن مسلمانن کي معجزاتي حد تائين ثابت قدم رکيو. آخر مسلمانن ڪهڙيءَ طرح انهن اڻ ڪٿ ظلمن تي صبر ڪيو، جن کي ٻڌي لڱ ڪاندارجي ويندا آهن ۽ دل جي ڌڙڪن وڌي ويندي آهي! مناسب ٿيندو تہ انهن ڪارڻن جو مٿاڇرو جائزو ورتو وڃي.

1. انهن ڪارڻن مان سڀ کان اهم الله جي هيڪڙائي تي ايمان ۽ ان جي نيڪ نيڪ معرفت آهي. ڇو تہ جڏهن ايمان جي تازگي دل ۾ گهر ڪري وڃي تہ انسان جبلن سان ٽڪرائجي پوي ٿو ۽ ڪانئن زور تي وڃي ٿو. جيڪو ماڻهو اهڙي پڪي ايمان ۽ ڪامل يقين وارو ٿي وڃي تہ اهو دنيا جي مشڪلن کي، پلي اهي ڪيڏيون بہ گهٽيون هجن ۽ ڪهڙيون بہ ڳريون ۽ خطرناڪ ۽ سخت هجن، پنهنجي ايمان جي مقابلي ۾ ڪک جيتري بہ اهميت نٿو ڏي. ان ڪري مومن پنهنجي ايمان جي پڪائي ۽ يقين جي تازگي ۽ عقيدي جي بشاشت سبب انهن مشڪلن جي ڪابہ پرواهہ نٿو ڪري، ڇو تہ:

﴿فَأَمَّا الزَّبَدُ فَيَذْهَبُ جُفَاءً وَأَمَّا مَا يَنْفَعُ النَّاسَ فَيَمْكُثُ فِي الْأَرْضِ (13)﴾ (الرعد)

**”پر گج تہ سڪي (ختم ٿي) ويندي آهي، ۽ جا (شيءِ) ماڻهن کي نفعو ڏيندي آهي سا زمين ۾ رهندي آهي. اهڙي طرح الله مثال ڏيندو آهي.“**

2. پرڪشش اڳواڻي:- پاڻ سڳورا ﷺ جيڪي مسلمانن جا ئي نہ پر سڄي انسان ذات جا سڀ کان وڏا رهنما هئا، اهڙي جسماني سونهن، نفساني ڪمال، ڪريماڻن اخلاقن، عظيم ۽ شريفاڻن عادتن جا مالڪ هئا جو دل پاڻمرادو انهن ڏانهن ڇڪجي ويندي هئي ، ڇو تہ جن ڪمالن تي ماڻهو جان گهوريندا آهن ، اهي پاڻ سڳورن ﷺ ۾ سڀ کان وڌيڪ موجود هئا. پاڻ سڳورا ﷺ شرف ۽ عظمت ، فضل ۽ ڪمال جي سڀ کان مٿاهين چوٽيءَ تي بيٺل هئا. عفت ۽ امانت، صدق ۽ صفا ۽ بين مڙن ئي چڱن ڪمن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ کي مٿاهون مقام حاصل هو. دوست تہ دوست، پر دشمن بہ پاڻ سڳورن ﷺ جي انفراديت تي شڪ نہ ڪندا هئا. پاڻ سڳورن ﷺ جي زبان مان جيڪا ڳالهہ نڪرندي هئي، دشمن بہ ان کي سچ سمجهندا هئا. واقعا ان ڳالهہ جي شاهدي ڏيندا هئا. هڪ ڀيري قريشن جا ٽي اهڙا ماڻهو اچي گڏ ٿيا، جن مان هر هڪ ٻين ٻن کان لڪي قرآن مجيد ٻڌندو هو، پر پوءِ ٽنهي جو راز کلي ويو. انهن ٽن مان هڪ ابوجهل هو. ٽئي گڏيا تہ هڪ ابوجهل کان پڇيو تہ ٻڌاءِ تو جيڪي ڪجهہ محمد ﷺ کان ٻڌو، ان بابت تنهنجي ڪهڙي راءِ آهي؟ ابوجهل چيو تہ: "مون ڇا ٻڌو آهي. ڳالهہ اصل ۾ اها آهي تہ اسان ۽ بنو عبدمناف شرف ۽ عظمت ۾ هڪ ٻئي سان ڇتا

پيٽي ڪئي. انهن، غريبن ۽ مسڪينن کي ڪارايو تہ اسان بہ ڪارايو. انهن، انعام ۾ ڪنهن کي سواريون ڏنيون تہ اسان بہ ڏنيون. انهن ماڻهن کي سوکڙيون ڏنيون تہ اسان بہ ڏنيون، پر جڏهن اسان هڪ ٻئي جي صفا برابر ٿي وياسين ۽ اسانجي ۽ انهن جي حيثيت ريس جي مقابلي ۾ بينل ٻن گهوڙن جهڙي ٿي وئي تہ هاڻي عبد مناف وارا چون ٿا تہ اسان ۾ هڪ نبي آهي، جنهن وٽ آسمان کان وحي ايندي آهي. ڀلا ٻڌايو، اسان اهڙو ماڻهو ڪٿان آڻيون؟ **الله جو قسم**! اسان ان ماڻهوءَ تي ڪڏهن بہ ايمان نہ آڻينداسين ۽ ان جي ڪڏهن بہ تصديق نہ ڪنداسين." ([1]) ان ڪري ئي ابوجهل چوندو رهندو هو تہ "اي محمد ﷺ! اسان توکي ڪوڙو نٿا چئون، پر تو جيڪي ڪجهہ آندو آهي، ان کان انڪار ٿا ڪريون." ان بابت هيءَ آيت لٿي تہ:

﴿فَإِنَّهُمْ لَا يُكَذِّبُونَكَ وَلَكِنَّ الظَّالِمِينَ بِآيَاتِ اللَّهِ يَجْحَدُونَ (33)﴾(الانعام)

" پوءِ اُهي نہ (رڳو) توکي ڪوڙو چوندا آهن پر ظالم الله جي آيتن جو انڪار ڪندا آهن ". ([2])

ان واقعي جو تفصيل اڳي چڪو آهي تہ هڪ ڏينهن ڪافرن، پاڻ سڳورن ﷺ تي ٿي پيرا لعن طعن ڪيو. ٽئين ڀيري پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: اي قريشيو! آئون توهان لاءِ ذبح (جو حڪم) ڪٺي آيو آهيان. تہ اها ڳالهہ انهن تي ايترو اثر ڪري وئي جو جيڪو ماڻهو وير ۾ سڀ کان وڌيل هو، اهو هينائين ونئي پاڻ سڳورن ﷺ کي راضي ڪرڻ لڳو. اهڙيءَ طرح اهو تفصيل بہ آيل آهي تہ جڏهن سجدي ۾ پاڻ سڳورن ﷺ تي اوجهري وڌي وئي ۽ پڻ سڳورن ﷺ سجدي مان اٿڻ کان پوءِ ان حرڪت ڪرڻ واري کي پٽيو تہ انهن جا ٽهڪ بند ٿي ويا ۽ منجهن ڏهڪاءُ پئجي ويو. ڪين پڪ ٿي وئي تہ هاڻي هو بچي نہ سگهندا.

اهو واقعو بہ ٻڌائي چڪا آهيون تہ پاڻ سڳورن ﷺ ابولهب جي پٽ عتبہ کي پٽيو تہ کيس پڪ ٿي وئي تہ هو هاڻي بچي نہ سگهندو، تڏهن ئي هن شام جي سفر دوران شينهن ڏسندي ئي چيو تہ: "والله! محمد ﷺ مونکي مکي ۾ رهندي بہ قتل ڪري ڇڏيو."

اُبي بن خلف جو واقعو آهي تہ هو هر هر پاڻ سڳورن ﷺ کي مارڻ جون ڌمڪيون ڏيندو رهندو هو. هڪ ڀيري پاڻ سڳورن ﷺ کيس وراڻيو تہ (تون نہ) پر مان توکي قتل ڪندس، انشاءالله. ان کانپوءِ جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ احد واري لڙائيءَ واري ڏينهن اُبي جي ڳچيءَ تي نيزو هنيو تہ جيتوڻيڪ کيس ٿورڙي رهڙ آئي، پر اُبي هر هر اهو چوندو ويو تہ محمد ﷺ مونکي مکي ۾ چيو

---

[1] - ابن هشام (316/1).

[2] - ترمذي: تفسير سورة الانعام (132/2).

هو تہ آئون توکي قتل کندس، ان ڪري جي هو مون تي ٽڪي ها تہ بہ آئون مري پوان ها.([1]) (وڌيڪ تفصيل اڳتي ايندو)

ساڳيءَ طرح هڪ ڀيري حضرت سعد بن معاذ، مڪي ۾ اميہ بن خلف کي چيو تہ: مون، پاڻ سڳورن ﷺ کي چوندي ٻڌو آهي تہ مسلمان توکي قتل ڪندا تہ اهو ٻڌي اميہ ڏڃي ويو ۽ هن قسم کنيو تہ هو مڪي کان ٻاهر نہ نڪرندو، پر جڏهن بدر واري جنگ جي موقعي تي ابوجهل جي زور پرڻ تي ويو تہ هن مڪي جو سڀ کان تکو اٺ خريد ڪيو، جيئن خطري جي حالت ڏسندي ئي ڀڄي وڃي. هوڏانهن ڪيس جنگ تي ويندو ڏسي سندس زال چيس تہ "ابو صفوان! تنهنجي يثربي ڀاءُ جيڪي ڪجھ چيو هو، سو وساري ڇڏيئي ڇا؟ ابو صفوان وراڻيو تہ "نہ پر الله جو قسم! آئون رڳو ٿورو پري تائين ويندس."([2])

اهو تہ پاڻ سڳورن ﷺ جي ويرين جو حال هو. باقي پنهنجن صحابن ۽ ساٿين جي لاءِ تہ پاڻ سڳورا ﷺ دل ۽ جان جي حيثيت رکندا هئا. انهن جي دلين جي گهرائيءَ ۾ پاڻ سڳورن ﷺ لاءِ سچي محبت هوندي هئي.

فصورته هيولى كل جسم و مغنا طيس افئدة الرجال

**"پاڻ سڳورن ﷺ جي صورت هر جسم جي لاءِ پُرڪشس هئي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جو وجود هر دل جي لاءِ مقناطيس.**

ان محبت ۽ جانثاريءَ ڪارڻ صحابہ سڳورن کي اهو برداشت نہ هو تہ پاڻ سڳورن ﷺ کي ڪا رهڙ بہ اچي يا سندن پير ۾ ڪو ڪنڊو بہ لڳي وڃي، ڀلي پوءِ سندن ڪنڌ ئي چو نہ ڪپجي وڃن.

هڪ ڏينهن ابوبڪر صديق رضي الله عنه کي ڏاڍو ماريو ويو. عتبہ بن ربيعہ سندن ويجهو اچي کين چتيون لڳل جوتن سان مارڻ لڳو. منهن تي خاص طور تي ڌڪ هنيائين، پوءِ پيٽ تي چڙهي ويٺو. حالت اها هئي جو (حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جو) چهرو رت سان ڀرجي ويو. پوءِ سندن قبيلي بنو تميم وارا کين ڪپڙي ۾ ويڙهي گهر کڻي ويا ۽ سندن حياتيءَ کان آسرو ڀلي ويٺا. پر ڏينهن جي پڇاڙيءَ تي هن ڳالهايو ۽ پهرين پڇيو تہ: پاڻ سڳورن ﷺ جو ڇا ٿيو؟ ان تي بنو تميم وارن کين دڙڪا ڏنا. پوءِ سندن ماءُ ام الخير کي اهو چئي روانا ٿي ويا تہ هن کي ڪجھ کارائي پياري ڇڏجان. جڏهن رڳو سندن امڙ اتي وڃي بچي تہ حضرت ابوبڪر رضي الله عنه تي ڪجھ کائڻ پيئڻ لاءِ زور ڀريائين، پر هو اهو ئي چوندو رهيو تہ پاڻ سڳورن ﷺ جو ڇا ٿيو؟ آخرڪار ام الخير چيو تہ "مونکي تنهنجي

[1] - ابن هشام (84/2).

[2] - صحيح بخاري(563/2).

ساٿيءَ بابت ڄاڻ ڪانهي." ابوبڪر ﷜ چيو تہ: "ام جميل بنت خطاب وٽ وڃ ۽ ان ڪان خبرچار وٺي اچ." پاڻ، ام جميل وٽ وئي ۽ چيائين تہ "ابوبڪر ﷜ توکان محمد بن عبدالله ﷺ بابت پڇڻ لاءِ موڪليو آهي." ام جميل وراڻيو تہ "آئون نہ ڪو ابوبڪر کي ڄاڻان، نہ ئي محمد بن عبدالله ﷺ کي سڃاڻان. باقي تون چاهين تہ آئون توسان گڏ تنهنجي پٽ وٽ هلي سگهان ٿي." ام الخير چيو تہ ائين بہ ٺيڪ آهي. پوءِ ام جميل، ان کي پاڻ سان گڏ وٺي آئي. جا ڏٺائين تہ ابوبڪر ﷜ ڏاڍي تڪليفده حالت ۾ پيل هو. پوءِ ويجهو ٿي تہ سندن دانهن نڪري وئي ۽ چوڻ لڳي تہ "جنهن قوم توهانجي اها حالت ڪئي آهي، اها پڪ بيقدري ۽ ڪافر قوم آهي. مونکي اميد آهي تہ الله تعاليٰ اوهانجو پلاند انهن کان ضرور وٺندو." ابوبڪر ﷜ پڇيو تہ: "پاڻ سڳورن ﷺ جو ڇا ٿيو؟" ان وراڻيو تہ: "اوهانجي ماءُ پئي ٻڌي." حضرت ابوبڪر ﷜ چيو تہ: "ڪا ڳالهہ نہ آهي." تنهن تي پاڻ ٻڌايائين تہ "پاڻ سڳورا ﷺ صحيح سلامت آهن." پڇيو ويو تہ ڪٿي آهن؟ وراڻيائين تہ "ابن ارقم جي گهر ۾ آهن." حضرت ابوبڪر ﷜ فرمايو تہ: "چڱو تہ پوءِ آئون الله جو قسم! کڻي ٿو چوان تہ جيسين پاڻ سڳورن ﷺ جي خدمت ۾ نہ پهچندس، تيسين نہ کائيندس ۽ نہ پيئندس." ان کانپوءِ ام الخير ۽ ام جميل اتي ئي رهيون. جڏهن هَئُو مَئُو ٽريو ۽ خاموشي ڇانئجي وئي تہ اهي ٻئي ڇٽيون، حضرت ابوبڪر ﷜ کي وٺي اتان هليون. پاڻ انهن جي سهاري تي هليو ۽ اهڙيءَ طرح انهن، کين پاڻ سڳورن ﷺ جي خدمت ۾ پهچايو.[1]

محبت ۽ جان گهورڻ جا ڪجهہ ٻيا بہ نادر واقعا اسين پنهنجي هن ڪتاب ۾ موقعي سر ڏينداسين. خاص طور تي جنگ احد جي واقعن ۽ حضرت خبيب ﷜ جي حالتن ۾.

3. ذميداريءَ جو احساس:- صحابہ سڳورا ڄاڻندا هئا تہ مٽيءَ مان ٺهيل انسان تي ڪيڏيون نہ ڳريون ذميداريون آيل آهن، جن کان پاسيرو ٿي نڪري وڃڻ ممڪن ڪونهي. ڇو تہ انهن کي نظرانداز ڪرڻ جا نتيجا موجوده ڏکيائين کان بہ وڌيڪ اڳرا ۽ موتمار نڪرندا ۽ ان کانپوءِ کين ۽ سڄي انسان ذات کي جيڪو نقصان رسندو، اهو ايترو شديد هوندو جو هن ذميداريءَ جي قبولڻ وارو نقصان ان جي مقابلي ۾ ڪابہ اهميت نہ رکندو.

4. آخرت تي ايمان:- جيڪو ڄاڻايل احساس ذميداريءَ کي تقويت جو باعث هو. صحابہ سڳورا ان ڳالهہ تي پختو يقين رکندا هئا تہ کين ٻنهي جهانن جي مالڪ آڏو پيش پوڻو آهي. پوءِ سندن ننڍن وڏن، معمولي ۽ غير معمولي، هرطرح جي عملن جو پڇاڻو ٿيندو. ان کانپوءِ يا تہ نعمتن سان ڀريل جنت سدائين لاءِ ملندي يا عذاب سان ڀڙڪندڙ دوزخ. ان يقين جو نتيجو اهو هو جو صحابہ سڳورا

---

[1] - البدايہ والنهايہ (30/3).

پنهنجي حياتي اميد ۽ ڊپ جي حالت ۾ گذاريندا هئا. يعني پنهنجي پالڻهار جي رحمت ۾ اميد رکندا هئا ۽ ان جي عذاب جو ڊپ پڻ ۽ انهن جي حالت اها ئي هوندي هئي، جهڙي هن آيت ۾ ٻڌائي وئي آهي تہ:

﴿ وَالَّذِينَ يُؤْتُونَ مَا آتَوْا وَقُلُوبُهُمْ وَجِلَةٌ أَنَّهُمْ إِلَى رَبِّهِمْ رَاجِعُونَ (60)﴾(المؤمنون)

**”۽ اهي جيڪي (اُهو) ڏيندا آهن جيڪي (سندس واٽ ۾) ڏنائون هن حال ۾ جو سندن دليون هن ڪري ڏڪنديون آهن تہ اُهي پنهنجي پالڻهار ڏانهن موٽڻ وارا آهن.**

ڪين ان ڳالھ جي بہ پڪ هئي تہ دنيا پنهنجن سمورين نعمتن توڙي مصيبتن سميت بہ آخرت جي مقابلي ۾ مڇر جي هڪ پر برابر بہ نہ آهي. يقين ايڏو پختو هو جو ان جي سامهون دنيا جون سڀ مشڪلون، مشقتون ۽ تلخيون ڪجھ نہ هيون. ان ڪري انهن تڪليفن کي ڪابہ حيثيت نہ ڏيندا هئا.

5. انهن ئي ڏکين حالتن ۾ اهڙيون سورتون ۽ آيتون نازل ٿي رهيون هيون، جن ۾ نوس ۽ پرڪشش انداز ۾ اسلام جا بنيادي اصول ٻڌايا پئي ويا، جن تي ان وقت جي اسلامي دعوت جو بنياد هو. انهن آيتن ۾ مسلمانن کي اهڙا بنيادي نقطا ٻڌايا پئي ويا، جن تي الله تعاليٰ عالمِ انسانيت جي سڀ کان عظيم انساني معاشري جي تعمير ۽ تشڪيل لاءِ مقرر ڪرڻ جو فيصلو ڪيو هو. انهن ئي آيتن ۾ مسلمانن جي جذبن ۽ احسانن کي ثابت قدميءَ لاءِ اڀاريو پئي ويو. ان لاءِ مثال بہ ڏنا پئي ويا تہ فائدا بہ ٻڌايا پئي ويا.

﴿ أَمْ حَسِبْتُمْ أَنْ تَدْخُلُوا الْجَنَّةَ وَلَمَّا يَأْتِكُمْ مَثَلُ الَّذِينَ خَلَوْا مِنْ قَبْلِكُمْ مَسَّتْهُمُ الْبَأْسَاءُ وَالضَّرَّاءُ وَزُلْزِلُوا حَتَّى يَقُولَ الرَّسُولُ وَالَّذِينَ آمَنُوا مَعَهُ مَتَى نَصْرُ اللَّهِ أَلَا إِنَّ نَصْرَ اللَّهِ قَرِيبٌ (214)﴾(البقرة)

**”(اي مسلمانو! اوهين) هن هوندي بہ بهشت ۾ گهڙڻ جو گمان ڪندا آهيو ڇا؟ جو اڃا اوهان تي انهن واري حالت نہ آئي آهي جيڪي اوهان کان اڳ گذريا. جن کي سختائي ۽ ڏک پهتو ۽ ايستائين لوڏيا ويا جو جيستائين پيغمبر ۽ جي مؤمن ساڻس هئا (تن دعا گهري) چيو تہ: الله جي مدد ڪڏهن پهچندي (چيو وين تہ) هوشيار رهو! الله جي مدد ويجهي آهي.“**

﴿ الم (1) أَحَسِبَ النَّاسُ أَنْ يُتْرَكُوا أَنْ يَقُولُوا آمَنَّا وَهُمْ لَا يُفْتَنُونَ (2) وَلَقَدْ فَتَنَّا الَّذِينَ مِنْ قَبْلِهِمْ فَلَيَعْلَمَنَّ اللَّهُ الَّذِينَ صَدَقُوا وَلَيَعْلَمَنَّ الْكَاذِبِينَ (3)﴾(العنكبوت)

**”الم. ماڻهن ڀانيو آهي ڇا تہ سندن (رڳو ايتري) چوڻ تي تہ ايمان آندوسون، اُهي ڇڏيا ويندا ۽ اهي نہ آزمائبا؟ ۽ جيڪي کانئن اڳ هئا تن کي بيشڪ پرکيوسون پوءِ جيڪي سچا آهن، تن کي الله ضرور ڌار ڪندو ۽ ڪوڙن کي (بہ) ضرور ڌار ڪندو.“**

انهن سان گڏوگڏ اهڙيون آيتون بہ نازل ٿي رهيون هيون، جن ۾ ڪافرن جي اعتراضن جا لاجواب جواب ڏنا ويا. انهن لاءِ ڪوبہ حيلو بهانو نتي ڇڏيو ويو ۽ انهن کي ڏاڍن ڪليل لفظن ۾ ٻڌايو ٿي ويو تہ جي هو پنهنجي گمراهي ۽ وير تي ڳنڍ ٻڌي بيٺا رهيا تہ ان جا نتيجا ڪيڏا نہ سنگين نڪرندا. ان جي دليل لاءِ گذريل قومن جا اهڙا واقعا ۽ تاريخي شاهديون ڏنيون ٿي ويون، جن مان واضح ٿئي ٿو تہ الله جي نسبت، پنهنجن دوستن ۽ دشمنن بابت ڪهڙي آهي. ان ڌمڪيءَ سان گڏوگڏ لطف ۽ ڪرم جون ڳالهيون بہ ڪيون پئي ويون ۽ ياٺيچارو پيدا ڪرڻ ۽ نصيحت ۽ رهنمائيءَ جو حق بہ ادا ڪيو پئي ويو، جيئن مڙي سگهڻ وارا ان کليءَ گمراهيءَ کان مڙي وڃڻ.

حقيقت ۾ قرآن، مسلمانن کي ڪنهن ٻيءَ ئي دنيا جو سير ڪرائيندو هو ۽ ڪين ڪائنات جي مشاهدي، ربوبيت جي جمال، الوهيت جي ڪمال، رحمت ۽ رأفت جي آثارن ۽ لطف ۽ رضا جا اهڙا اهڙا جلوا پسائيندو هو جو سندن جذبي ۽ شوق آڏو ڪا بہ رڪاوٽ نہ بيهي سگهندي هئي.

انهن ئي آيتن ۾ مسلمانن کي اهڙا اهڙا خطاب بہ ڪيا ويندا هئا، جن ۾ پالڻهار پاران رحمت ۽ رضوان ۽ سدائين جي نعمتن سان ڀريل جنت جي بشارت بہ هوندي هئي ۽ ظالم ۽ سرڪش ويرين ۽ ڪافرن جي انهن حالتن جي تصويرڪشي بہ ڪئي ويندي هئي تہ اهي جهانن جي پالڻهار جي عدالت ۾ بيهاريا ويندا. انهن جون ڀلايون ۽ نيڪيون ضبط ڪيون وينديون ۽ انهن کي منهن ڀر گهلي ڪري اهو چوندي دوزخ ۾ وڌو ويندو تہ وجو، دوزخ جو مزو ماڻيو.

6. ڪاميابيءَ جون خوشخبريون:- انهن سڀني ڳالهين ڪانسواءِ مسلمانن کي پنهنجي مظلوميت جي پهرئين ئي ڏينهن کان، ڀر ان کان بہ اڳ ۾ معلوم هو تہ اسلام قبولڻ جي معنيٰ اها نہ آهي تہ سدائين لاءِ مصيبتون ۽ مشڪلاتون ورتيون ويون، ڀر اسلامي دعوت منڍ کان ئي جاهلن جي جاهليت ۽ انهن جي ظالماڻي نظام جي پڄاڻيءَ جو عزم رکي ٿي ۽ ان دعوت جو هڪ اهم نشانو اهو بہ آهي تہ سڄي ڌرتيءَ تي پنهنجو اثر وجهي ۽ دنيا جي سياسي موقف تي ان طرح حاوي ٿي وڃي جو انسان ذات ۽ دنيا جي سڀني قومن کي الله جي رضا ڏانهن وني وڃي. انهن کي ٻانهن جي ٻانهپ مان ڪڍي الله جي ٻانهپ ۾ داخل ڪري سگهي.

قرآن مجيد ۾ اهي بشارتون ڪڏهن اشارن ۾ تہ ڪڏهن کليءَ طرح سان نازل ٿينديون هيون. تنهنڪري هڪ پاسي حالتون اهي هيون جو مسلمانن تي سڄي ڌرتي پنهنجين مڙن ئي وسعتن جي باوجود سوڙهي ٿي پئي هئي ۽ ائين پئي لڳو، ڇڻ جلد ئي سندن صفايو ڪيو ويندو، ڀر ٻئي پاسي انهن ئي ڏکين حالتن ۾ اهڙيون آيتون لٿيون پئي، جن ۾ گذريل نبين جا واقعا ۽ انهن قوم جي رويي ۽ انڪار جو تفصيل ڄاڻايل هوندو هو. انهن آيتن ۾ جيڪو نقشو چٽيو ويندو هو، اهو اهڙو ئي هو

جيڪو مڪي جي مسلمانن ۽ ڪافرن جو هو. ان ڪانپوءِ اهو بہ ٻڌايو ويندو هو تہ انهن حالتن جي ڪارڻ ڪيئن نہ ڪافرن ۽ ظالمن کي هلاڪ ڪيو ويو ۽ الله جي نيڪ ٻانهن کي سچي ڌرتيءَ جو وارث ڪيو ويو. انهن آيتن ۾ ڪليل اشارو هوندو هو تہ اڳتي هلي مڪي وارن کي هار ملندي ۽ مسلمانن ۽ انهن جي دعوت کي ڪاميابي نصيب ٿيندي. انهن ئي حالتن ۾ ڏينهن ۾ ڪي اهڙيون آيتون بہ لٿيون، جن ۾ چٽيءَ طرح سان اهل ايمان جي حاوي ٿيڻ جون بشارتون موجود هونديون هيون. مثال طور الله تعاليٰ جو ارشاد آهي تہ:

﴿ وَلَقَدْ سَبَقَتْ كَلِمَتُنَا لِعِبَادِنَا الْمُرْسَلِينَ (171) إِنَّهُمْ لَهُمُ الْمَنْصُورُونَ (172) وَإِنَّ جُنْدَنَا لَهُمُ الْغَالِبُونَ (173) فَتَوَلَّ عَنْهُمْ حَتَّى حِينٍ (174) وَأَبْصِرْهُمْ فَسَوْفَ يُبْصِرُونَ (175) أَفَبِعَذَابِنَا يَسْتَعْجِلُونَ (176) فَإِذَا نَزَلَ بِسَاحَتِهِمْ فَسَاءَ صَبَاحُ الْمُنْذَرِينَ (177)﴾(الصافات)

”۽ بيشڪ پنهنجن موڪليل ٻانهن لاءِ اسان جو واعدو اڳيئي ٿي چڪو. تہ بيشڪ اهي (اسان جا پيغمبر) ئي مدد ڏنل آهن. ۽ بيشڪ اسان جو لشڪر ئي غالب آهي. پوءِ ڪائنن هڪ وقت تائين منهن موڙ. ۽ ڪين ڏسندو رهہ پوءِ اهي بہ سگهوئي ڏسندا. (هي ڪافر) اسان جو عذاب جلد گهرندا آهن ڇا؟. پوءِ جڏهن سندن (گهرن جي) اڱڻ ۾ (عذاب) لهندو تڏهن ڊيڄاريلن جو صبح بڇڙو ٿيندو.

وري فرمايل آهي تہ:

﴿سَيُهْزَمُ الْجَمْعُ وَيُوَلُّونَ الدُّبُرَ (45)﴾(القمر)

”انهيءَ گروهہ کي جلد شڪست ڏبي ۽ پٺي ڦيرائي ڀڄندا.“

وري فرمايل آهي تہ:

﴿جُنْدٌ مَا هُنَالِكَ مَهْزُومٌ مِنَ الْأَحْزَابِ (11)﴾(ص)

”شڪست کاڌل ٽولين مان هي (ڪافر) هتي (گڏ ٿيل) لشڪر آهي.“

حبشہ ڏانهن هجرت ڪندڙن لاءِ ارشاد ٿيو تہ:

﴿وَالَّذِينَ هَاجَرُوا فِي اللَّهِ مِنْ بَعْدِ مَا ظُلِمُوا لَنُبَوِّئَنَّهُمْ فِي الدُّنْيَا حَسَنَةً وَلَأَجْرُ الْآخِرَةِ أَكْبَرُ لَوْ كَانُوا يَعْلَمُونَ (41)﴾(النحل)

”۽ جن پاڻ تي ظلم ٿيڻ کان پوءِ الله (جي واٽ) ۾ وطن ڇڏيو تنهن کي ضرور دنيا ۾ چڱي جاءِ ڏيندا آهيون. ۽ ضرور آخرت جو اجر تمام وڏو آهي. ڪاش جو ڄاڻن ها.“

ساڳيءَ طرح ڪافرن، پاڻ سڳورن ﷺ کان حضرت يوسف عليہ السلام جو واقعو پڇيو تہ جواب ۾ هيءَ آيت لٿي:

﴿لَقَدْ كَانَ فِي يُوسُفَ وَإِخْوَتِهِ آيَاتٌ لِلسَّائِلِينَ (7)﴾(يوسف)

”بيشڪ يوسف ۽ سندس ڀائرن (جي قصي) ۾ پڇندڙن لاءِ (گھڻيون) نشانيون آهن.“

يعني مڪي وارا جيڪي اڄ حضرت يوسف عليه السلام جو واقعو پڇن پيا، اهي پاڻ به اهڙيءَ طرح ناڪام ٿيندا، جهڙيءَ طرح حضرت يوسف عليه السلام جا ڀائر ناڪام ٿيا هئا ۽ ڪين حضرت يوسف عليه السلام ۽ سندن ڀائرن جي واقعي مان عبرت وٺڻ گھرجي ته ظالم جو حشر ڇا ٿو ٿئي. هڪ جڳھ تي پيغمبرن بابت ٻڌائيندي ارشاد ٿيو ته:

﴿وَقَالَ الَّذِينَ كَفَرُوا لِرُسُلِهِمْ لَنُخْرِجَنَّكُمْ مِنْ أَرْضِنَا أَوْ لَتَعُودُنَّ فِي مِلَّتِنَا فَأَوْحَى إِلَيْهِمْ رَبُّهُمْ لَنُهْلِكَنَّ الظَّالِمِينَ (13) وَلَنُسْكِنَنَّكُمُ الْأَرْضَ مِنْ بَعْدِهِمْ ذَلِكَ لِمَنْ خَافَ مَقَامِي وَخَافَ وَعِيدِ (14)﴾ (ابراهيم)

”۽ ڪافرن پنهنجن پيغمبرن کي چيو ته اوهان کي پنهنجي ملڪ مان لوڏينداسون يا اسان جي دين ڏانهن ضرور موٽو پوءِ سندن پالڻهار انهن ڏانهن وحي ڪيو ته ظالمن کي ضرور ناس ڪنداسون. ۽ انهن کان پوءِ ملڪ ۾ اوهان کي ضرور رهائينداسين اهو (انجام) انهيءَ لاءِ آهي جيڪو منهنجي اڳيان بيهڻ کان ڊڄي ۽ منهنجي دڙڪي کان ڊڄي.“

ان طرح جنهن وقت فارس ۽ روم ۾ جنگ زور شور سان هلي رهي هئي ۽ ڪافرن چاهيو ٿي ته فارسي کٽين، ڇو ته اهي مشرڪ هئا ۽ مسلمانن گھريو ٿي ته رومي غالب اچن، ڇو ته رومي وري به الله تي، پيغمبرن تي، وحيءَ تي، آسماني ڪتابن تي ۽ آخرت تي ايمان رکڻ جا دعويدار هئا، پر غلبو فارسين کي حاصل ٿي رهيو هو. اهڙي وقت الله تعاليٰ اها خوشخبري ڏني ته ڪجھ سالن کانپوءِ رومي غالب اچي ويندا، پر رڳو ان بشارت تي بس نه ٿي پر ان سلسلي اها به بشارت لٿي ته رومين جي غلبي وقت الله تعاليٰ مؤمن جي به خاص مدد فرمائيندو، جنهن سان اهي خوش ٿيندا. جيئن ارشاد آهي ته:

﴿وَيَوْمَئِذٍ يَفْرَحُ الْمُؤْمِنُونَ (4) بِنَصْرِ اللَّهِ﴾(الروم)

”۽ انهيءَ ڏينهن مؤمن خوش ٿيندا. الله جي مدد سان.“

(اڳتي هلي اها مدد بدر واري جنگ ۾ حاصل ٿيڻ واري عظيم ڪاميابيءَ جي شڪل اختيار ڪري ورتي.)

قرآن کان سواءِ پاڻ سڳورن ﷺ به مسلمانن کي وقفي وقفي سان ان طرح جون خوشخبريون ڏنيون. جيئن حج جي ڏينهن ۾ پاڻ سڳورا ﷺ عڪاظ، مجنه ۽ ذوالمجاز جي بازارن ۾ ماڻهن وٽ تبليغ لاءِ ويندا هئا ته ڪين رڳو جنت جون بشارتون نه ڏيندا هئا، پر چٽن لفظن ۾ اهو اعلان به ڪندا هئا ته:

"يآيها الناس قولوا لا اله الا الله تفلحوا وتملكوا بها العرب وتدين لكم بها العجم فاذا متم كنتم ملوكا في الجنة ([1])"

"يعني اي ايمان وارؤ! لا الہ الا اللہ چئو، ڪامياب ٿيندؤ ۽ ان ڪري عرب جا بادشاھ ٿي ويندؤ ۽ ان جي ڪارڻ عجم توھانجي ھٿ ھيٺ اچي ويندو. پوءِ جڏھن وفات ڪندؤ تہ جنت ۾ بادشاھ ٿيندؤ.

اھو واقعو پنين صفحن ۾ آيل آھي تہ جڏھن عتبہ بن ربيعہ، پاڻ سڳورن ﷺ کي دنيا جي دولت آڇي سوديبازي ڪرڻ چاھي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جواب ۾ حم تنزيل السجدة جون آيتون پڙھي ٻڌايون تہ عتبہ کي پڪ ٿي وئي تہ پاڻ سڳورا ﷺ نيٺ غالب ايندا.

ساڳيءَ طرح جناب ابوطالب وٽ آيل قريشن جي آخري وفد سان پاڻ سڳورن ﷺ جيڪا ڳالھ ٻولھ ڪئي، اھا بہ بيان ڪري چڪا آھيون. ان موقعي تي بہ پاڻ سڳورن ﷺ تفصيل سان ٻڌايو تہ پاڻ سڳورا ﷺ ھڪ ئي ڳالھ گھرن ٿا، جنھن کي مڃڻ سان عربستان انھن جي تابع ٿي ويندو ۽ عجم تي انھن جي بادشاھي قائم ٿي ويندي.

حضرت خباب بن ارت ﷛ جو بيان آھي تہ ھڪ ڀيري آئون پاڻ سڳورن ﷺ جي خدمت ۾ حاضر ٿيس. پاڻ سڳورا ﷺ ڪعبي جي ڇانوَ ۾ ھڪ چادر تي ليٽيا پيا ھئا. ان وقت اسين مشرڪن ھٿان سختيون سھي رھيا ھئاسين. مون چيو تہ: "ڇو نہ اوھان اللہ کان دعا گھرو." اھو ٻڌي پاڻ اٿي ويٺا، سندن چھرو مبارڪ ڳاڙھو ٿي ويو ۽ فرمايائون تہ: "جيڪي توھان کان اڳ ٿي گذريا آھن، انھن جي ھڏين تائين گوشت ۽ اعصابن ۾ لوھ سان سوراخ ڪيا ويندا ھئا، پر اھا سختي بہ کين دين کان نہ موڙي سگھندي ھئي." پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "اللہ تعاليٰ ھن حڪم، يعني دين کي پورو ڪري رھندو، تان تہ سوار صنعاءَ کان حضرموت تائين ويندو ۽ کيس اللہ کانسواءِ ڪنھن جو بہ ڊپ نہ ھوندو. باقي ٻڪريءَ تي بگھڙ جو ڊپ رھندو." ([2]) ھڪ روايت ۾ ھيءُ وڌيڪ آھي تہ "پر توھان جلدي پيا ڪريو." ([3]) ياد رھي تہ اھي بشارتون اڻڄاتيون نہ ھيون، بلڪ معروف ۽ مشھور ھيون ۽ مسلمانن وانگر ئي ڪافرن کي بہ انھن جي ڄاڻ ھئي. جيئن اسود بن مطلب ۽ سندس سنگتي صحابہ سڳورن کي ڏسندا ھئا تہ چٽر ڪندي چوندا ھئا تہ ڏسو ھنن وٽ سڄي ڌرتيءَ جو بادشاھ اچي ويو آھي. اھي جلد ئي قيصر ۽ ڪسريٰ کي مغلوب ڪندا. ان کانپوءِ ھو سيٽيون ۽ تاڙيون وڄائيندا ھئا. ([4])

---

[1] - ابن سعد في طبقاتہ ( 1 / 200 و 201 )

[2] - صحيح بخاري (1/543).

[3] - صحيح بخاري (1/510).

[4] - فقہ السيرة (ص: 84).

بهرحال صحابہ سڳورن خلاف ان وقت ڏاڍ ۽ ڏمر ۽ مصيبتن ۽ تڪليفن جو جيڪو طوفان اٿيل هو، ان جي حيثيت جنت حاصل ڪرڻ جيان هن يقيني اميدن ۽ سهائي مستقبل جي انهن بشارتن جي پيٽ ۾ ان ڪکر کان وڌيڪ نہ هو، جيڪو هوا جي هڪ جهٽڪي سان وکري وڃي.

ان کانسواءِ پاڻ سڳورا ﷺ ايمان وارن جي مسلسل روحاني تربيت ڪري رهيا هئا. ڪتاب ۽ حڪمت جي تعليم ذريعي سندن نفس کي پاڪ ڪري رهيا هئا. پاڻ سڳورا ﷺ انهن جي دلين جي وسامندڙ چڻنگ کي پڙڪندڙ ألائن ۾ بدلائي ڇڏيو تي ۽ انهن کي اونداهين مان ڪڍي هدايت جي نوراني جڳهہ تي پهچائي رهيا هئا. ڪين اهنج رسڻ تي صبر جي تلقين ڪندا هئا ۽ درگذر ۽ نفس تي قابو رکڻ جي هدايت ڪندا هئا. نتيجي ۾ سندن ديني پختگي وڌي وئي ۽ اهي دنياوي لذتن کان ڪنارو ڪري الله جي رضا لاءِ جان ڏيڻ، جنت جي شوق، علم جي حرص، دين جي ڄاڻ، نفس جي محاسبي، جذبن کي دبائڻ، رجحانن کي موڙڻ، صبر ڪرڻ ۽ وقار سان جيئڻ جي سلسلي ۾ انسانيت لاءِ نادر نمونو بڻجي ويا.

*-*-*

## ٽيون مرحلو

# مڪي ڪان ٻاهر اسلام جي دعوت

**پاڻ سڳورا ﷺ طائف ۾**:- نبوت جي ڏهين سال شوال ۾ [1] (619ع جي مئي جي آخر يا جون جي منڍ ۾) پاڻ سڳورا ﷺ طائف ويا. اهو مڪي ڪان اٽڪل سٺ ڪلوميٽر پري هو. پاڻ سڳورن ﷺ سان سندن آزاد ڪيل غلام حضرت زيد بن حارثہ بہ گڏ هو. رستي ۾ جنهن بہ قبيلي وٽان لنگهيا ٿي، ان کي اسلام جي دعوت ڏنائون ٿي، پر ڪنهن بہ دعوت نہ قبولي. جڏهن طائف پهتا تہ بنو ثقيف قبيلي جي ٽن سردارن وٽ ويا، جيڪي پاڻ ۾ ڀائر هئا. جن جا نالا هن ريت آهن، عَبدِيَالَيل، مسعود ۽ حبيب. انهن ٽنهي جي پيءُ جو نالو عمرو بن عمير ثقفي هو. پاڻ سڳورن ﷺ انهن وٽ لهي ڪين الله جي اطاعت ۽ اسلام جي مدد ڪرڻ جي دعوت ڏني. انهن مان هڪ چيو تہ: "جيڪڏهن الله توکي رسول بنايو هوندو تہ آئون ڪعبي جو پردو ڦاڙي ڇڏيندس."[2]

ٻئي چيو تہ:"ڇا الله کي تو کانسواءِ ڪو ٻيو نہ مليو؟" ٽئين چيو تہ: "آءٌ تو سان هرگز نہ ڳالهائيندس. جيڪڏهن تون سچو پچو پيغمبر آهين تہ تنهنجي ڳالهہ کي رد ڪرڻ مون لاءِ ڏاڍو خطرناڪ ٿيندو ۽ جيڪڏهن تو الله تي بهتان هنيو آهي تہ پوءِ مونکي توسان ڳالهائڻ بہ نہ گهرجي." اهو ٻڌي پاڻ سڳورا ﷺ اتي بينا ۽ رڳو ايترو فرمايائون:، "توهان جيڪي ڪجهہ چيو، بهرحال ان کي ظاهر نہ ڪجوَ."

پاڻ سڳورا ﷺ طالف ۾ ڏهہ ڏينهن رهيا. ان دوران پاڻ سڳورا ﷺ انهن جي هڪ هڪ سردار وٽ ويا ۽ هر هڪ سان ڳالهہ ٻولهہ ٿين. پر سڀني هڪ ئي جواب ڏنو تہ تون اسانجي شهر مان هليو وڃ. پر انهن، لوفرن کي هُشي ڏني، تنهنڪري جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ موٽڻ جو ارادو ڪيو تہ اهي لوفر گاريون ڏيندي، تاڙيون وڄائيندي ۽ گوڙ ڪندي پاڻ سڳورن ﷺ جي پنيان لڳا ۽ ڏسندي ئي ڏسندي ايتري رش ٿي وئي جو رستي جي ٻنهي پاسن کان قطارون لڳي ويون. پوءِ تہ پٿر بہ هڻڻ لڳا، جن سان پاڻ سڳورن ﷺ کي اهڙا ڌڪ رسيا جو ٻئي جتيون رت ۾ ڀرجي ويون. هوڏانهن حضرت زيد بن حارثہ رضي الله عنه ڍال ٻڻجي اچلجندڙ پٿرن کي پاڻ تي جهلي رهيا هئا، جنهن سان سندن مٿي ۾ ڳچ ڌڪ لڳا. اهو سلسلو هلندو رهيو، تان تہ پاڻ سڳورا ﷺ عتبہ ۽ شيبہ جي هڪ باغ ۾ وڃي

---

[1] - مولانا نجيب آباديءَ تاريخ اسلام ۾ (122/1) تي اهو وضاحت ڪئي آهي ۽ منهنجي نظر ۾ بہ اهو صحيح آهي.

[2] - يعني جي تون پيغمبر آهين تہ الله مونکي غارت ڪري. ان جملي جو مقصد اهو آهي تہ تنهنجو پيغمبر ٿيڻ ائين ناممڪن آهي، جيئن ڪعبي جي غلاف کي ڦاڙڻ.

پناهه وٺڻ تي مجبور ٿيا. اهو باغ طائف کان ٽي ميل پري هو. جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ اتي پناهه ورتي ته ميڙ موٽي ويو ۽ پاڻ سڳورا ﷺ هڪ پٽ سان ٽيڪ ڏئي انگور جي ول جي ڇانوَ ۾ ويهي رهيا. ٿورو ساهه پٽڻ کانپوءِ دعا گهريائون. جيڪا دعاءِ مستضعفين جي نالي سان مشهور آهي. هن دعا جي هڪ هڪ جملي مان اندازو ڪري سگهجي ٿو ته طائف ۾ اهڙي بدسلوڪي ٿيڻ بعد ۽ ڪنهن به ماڻهوءَ جي ايمان نه قبولڻ ڪري پاڻ سڳورا ﷺ ڪيترا نه ڏکايل هئا ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي احساسن تي ڏک ۽ الم جو ڪيترو غلبو هو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته:

’’ اللّهُمّ إلَيْك أَشْكُو ضَعْفَ قُوّتِي ، وَقِلّةَ حِيلَتِي ، وَهَوَانِي عَلَى النّاسِ يَا أَرْحَمَ الرّاحِمِينَ أَنْتَ رَبّ الْمُسْتَضْعَفِينَ وَأَنْتَ رَبّي ، إلَى مَنْ تَكِلُنِي ؟ إلَى بَعِيدٍ يَتَجَهّمُنِي ؟ أَمْ إلَى عَدُوّ مَلّكْتَهُ أَمْرِي ؟ إنْ لَمْ يَكُنْ بِك عَلَيّ غَضَبٌ فَلَا أُبَالِي ، وَلَكِنّ عَافِيَتَك هِيَ أَوْسَعُ لِي ، أَعُوذُ بِنُورِ وَجْهِك الّذِي أَشْرَقَتْ لَهُ الظّلُمَاتُ وَصَلُحَ عَلَيْهِ أَمْرُ الدّنْيَا وَالْآخِرَةِ مِنْ أَنْ تُنْزِلَ بِي غَضَبَك ، أَوْ يَحِلّ عَلَيّ سُخْطُكَ لَك الْعُتْبَى حَتّى تَرْضَى ، وَلَا حَوْلَ وَلَا قُوّةَ إلّا بِك ‘‘.([1])

ترجمو:- اي الله! آئون توسان ئي پنهنجي ڪمزوري ۽ بيوسي ۽ ماڻهن ۾ منهنجي ناقدريءَ جي شڪايت ڪريان ٿو. اي ارحم الراحمين! تون ڪمزورن جو رب آهين ۽ تون ئي منهنجو به رب آهين. تون مونکي ڪنهن جي حوالي پيو ڪرين؟ ڇا ڪنهن ڌارئين جي، جيڪو مون سان سختيءَ سان پيش اچي؟ يا ڪنهن ويريءَ جي، جيڪو تو منهنجي معاملي ۾ مالڪ ڪري ڇڏيو آهي؟ جيڪڏهن تون مون تي ڏمريل ناهين ته پوءِ مونکي ڪا پرواهه نه آهي، پر تنهنجي عافيت مون لاءِ وڌيڪ ڪليل آهي. آئون تنهنجي چهري جي ان نور جي پناهه گهران ٿو، جنهن سان انڌيرو روشن ٿيو وڃي ۽ جنهن تي دنيا ۽ آخرت جا معاملا صحيح ٿيا ته تون مون تي پنهنجو ڏمر نازل ڪرين يا تنهنجو عتاب مون تي ٿئي. تنهنجي ئي رضا مونکي گهرجي ٿي. تان ته تون خوش ٿي وڃين ۽ تو کان سواءِ ڪو به ڏاڍو ۽ ڪابه طاقت نه آهي.

هوڏانهن پاڻ سڳورن ﷺ جي اها حالت ربيعه جي پٽن (ٻنهي ڀائرن) ڏٺي ته مائٽيءَ جي جذبي تحت انهن پنهنجي هڪ عيسائي ٻانهي عداس کي چيو ته انهن انگورن مان هڪ ڇڳو پٽي وڃي ان همراهه کي ڏي. جڏهن هن اهو ڇڳو پاڻ سڳورن ﷺ جي خدمت ۾ پيش ڪيو ته پاڻ سڳورن ﷺ بسم الله چئي هٿ وڌايو ۽ کائڻ لڳا.

عداس چيو ته: "اهو جملو ته هن علائقي جا ماڻهو نٿا ڳالهائين!" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته: "تون ڪٿي جو رهاڪو آهين؟ ۽ تنهنجو دين ڪهڙو آهي؟" هن چيو ته آئون عيسائي آهيان ۽ نينوا

[1] ضعيف - السلسلة الضعيفة ( 2933 ) . سيرة ابن هشام - ( 1 / 420 )

جو رهاڪو آهيان. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "اڇا! تہ تون نيڪ مرد يونس بن متي جي علائقي جو آهين؟" هن چيو تہ: "اوهان يونس بن متي کي ڪيئن سڃاڻو؟" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "هو منهنجو ڀاءُ هو، هو بہ نبي هو ۽ آئون بہ نبي آهيان." اهو ٻڌي عداس، پاڻ سڳورن ﷺ جي اڳيان جهڪي پيو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي پيشاني مبارڪ ۽ هٿن ۽ پيرن کي چمي ڏنائين.

اهو ڏسي ربيعہ جي ٻنهي پٽن پاڻ ۾ چيو تہ: "اڄهو! هاڻي هن همراهہ تہ اسانجي ٻانهي کي ڦٽائي ڇڏيو. ان ڪانپوءِ عداس موٽيو تہ ٻنهي ان کي چيو تہ: "ڏي خبر، اهو ڇا پئي ٿيو؟" هن چيو تہ: "منهنجا مالڪ! سڄي ڌرتيءَ تي هن کان ڀلو ٻيو ڪو ڪونهي. هن مونکي هڪ اهڙي ڳالهہ ٻڌائي آهي، جنهن بابت نبيءَ کانسواءِ ڪوبہ نٿو ڄاڻي سگهي." انهن ٻنهي چيس تہ: "ڏس عداس، متان هي شخص توکي تنهنجي دين تان ٿيڙي ڇڏي، ڇو تہ تنهنجو دين، هن جي دين کان ڀلو آهي."

ٿورو ترسي پاڻ سڳورا ﷺ باغ منجهان نڪري مڪي ڏانهن هليا. پاڻ غم ۽ الم کان چور هئا ۽ دل ٽٽي پئي هئن. قرنِ منازل پهتا تہ الله تعاليٰ جي حڪم سان جبرئيل عليه السلام هيٺ لٿو. ان سان گڏ ڪوهسارن جو فرشتو بہ هو. اهي پاڻ سڳورن ﷺ کان پڇڻ آيا هئا تہ پاڻ سڳورا ﷺ حڪم ڪن تہ اهي مڪي وارن کي ٻن جبلن جي وچ ۾ پيهي ڇڏين.

ان واقعي جو تفصيل صحيح بخاريءَ ۾ بيبي عائشہ رضي الله عنها کان آيل آهي. سندن بيان آهي تہ پاڻ هڪ ڏينهن پاڻ سڳورن ﷺ کان پڇيو تہ ڇا پاڻ سڳورن ﷺ تي اهڙو بہ ڪو ڏينهن آيو، جيڪو احد جي ڏينهن کان وڌيڪ سخت هجي؟ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "ها! تنهنجي قوم مونکي جيڪي تڪليفون ڏنيون، انهن مان سڀ کان سخت مصيبت اها هئي، جيڪا مون واديءَ (طائف وڃڻ) واري ڏينهن ڏني. جڏهن آئون عبدياليل بن عبد ڪلال وٽ پهتس پر هن منهنجي ڳالهہ نہ مڃي ۽ مونکي قرن ثعالب پهچي ڪجهہ آرام مليو. اتي ڪنڌ مٿي ڪنيم تہ ڏٺم تہ هڪ ڪڪر جو ٽڪرو مون تي سايو ڪيو بيٺو هو. مون ڌيان سان ڏٺو تہ ان ۾ جبرئيل عليہ السلام هو، جنهن مونکي سڏي چيو تہ: توهانجي قوم توهان کي جيڪي ڪجهہ چيو، الله تعاليٰ اهي ٻڌي ورتو آهي. هاڻي ان توهان وٽ ڪوهسارن جي فرشتي کي موڪليو آهي، جيئن توهان ان بابت کيس جيڪو وڻيوَ حڪم ڪريو. ان ڪانپوءِ ڪوهسارن جي فرشتي مونکي آواز ڏنو ۽ سلام ڪرڻ بعد چيو تہ: "يا محمد ﷺ! اها ئي ڳالهہ آهي. هاڻي توهان جيڪي چاهيو....جي چاهيو تہ مان انهن کي ([1]) ٻن جبلن جي وچ ۾ ڪچلي ڇڏيان، تہ ائين ئي ٿيندو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: (نہ) پر مونکي اميد آهي تہ الله

[1] - ان موقعي تي صحيح بخاريءَ ۾ لفظ اخشبين استعمال ڪيو ويو آهي، جو مڪي جي ٻن مشهور جبلن، ابو قبيس ۽ قعيقعان لاءِ ڳالهائبو آهي. اهي ٻئي جبل حرم پاڪ جي اتر ۽ ڏکڻ ۾ هڪ ٻئي جي آمهون سامهون آهن. ان وقت مڪي جي عام آبادي انهن ئي جبلن جي وچ ۾ هئي.

عز وجل سندن پٺ مان اهڙو نسل پيدا ڪندو، جيڪو رڳو هڪ الله جي عبادت ڪندو ۽ ان سان ڪنهن به شيءِ کي شريڪ نہ ڪندو. ([1])

پاڻ سڳورن ﷺ جي ان جواب ۾ سندن بيمثال شخصيت ۽ نہ سمجهہ ۾ ايندڙ گهرائي رکڻ وارن عظيم اخلاقن جو جلوو ڏسي سگهجي ٿو. بهرحال هاڻي ستن آسمانن جي بہ مٿان آيل ان غيبي مدد جي ڪارڻ پاڻ سڳورا ﷺ مطمئن ٿي ويا. تنهن ڪانپوءِ مڪي ڏانهن وڌيا ۽ نخلہ جي واديءَ ۾ اچي ترسيا. هتي بہ جڳهيون رهڻ جوڳيون هيون. هڪ السيل الڪبير ۽ ٻي زيمہ. ڇو تہ ٻنهي جاين تي پاڻي ۽ ساوڪ هئي، پر ڪنهن بہ ڪتاب مان اها خبر نٿي پئي تہ پاڻ سڳورا ﷺ ٻنهي مان ڪٿي رهيا.

پاڻ نخلہ جي واديءَ ۾ ڪجهہ ڏينهن رهيا. ان دوران الله تعاليٰ، پاڻ سڳورن ﷺ وٽ جنن جي هڪ ٽولي موڪلي، جنهن جو ذڪر قرآن ۾ ٻن جاين تي آيل آهي. هڪ سورة احقاف ۾ ۽ ٻيو سورة جن ۾. سورة احقاف جون آيتون آهن تہ:

﴿وَإِذْ صَرَفْنَا إِلَيْكَ نَفَرًا مِنَ الْجِنِّ يَسْتَمِعُونَ الْقُرْآنَ فَلَمَّا حَضَرُوهُ قَالُوا أَنْصِتُوا فَلَمَّا قُضِيَ وَلَّوْا إِلَى قَوْمِهِمْ مُنْذِرِينَ (29) قَالُوا يَا قَوْمَنَا إِنَّا سَمِعْنَا كِتَابًا أُنْزِلَ مِنْ بَعْدِ مُوسَى مُصَدِّقًا لِمَا بَيْنَ يَدَيْهِ يَهْدِي إِلَى الْحَقِّ وَإِلَى طَرِيقٍ مُسْتَقِيمٍ (30) يَا قَوْمَنَا أَجِيبُوا دَاعِيَ اللَّهِ وَآمِنُوا بِهِ يَغْفِرْ لَكُمْ مِنْ ذُنُوبِكُمْ وَيُجِرْكُمْ مِنْ عَذَابٍ أَلِيمٍ (31)﴾(الاحقاف)

”۽ (ياد ڪر) جڏهن جنن مان هڪ ٽوليءَ کي توڏانهن لاڙيوسون جو قرآن ٻڌائون ٿي، پوءِ جنهن مهل پيغمبر وٽ پهتا!(تنهن مهل) چيائون تہ ماٺ ڪريو پوءِ جنهن مهل (قرآن پڙهي) پورو ڪيو ويو تہ پنهنجي قوم ڏانهن ڊيڄاريندڙ ٿي موٽيا. چيائون تہ اي اسان جي قوم! بيشڪ اسان اهڙو ڪتاب ٻڌو جو موسیٰ کان پوءِ لاٿو ويو آهي، جو جيڪي ان کان اڳ (نازل ٿيل) هو، تنهن (سڀ) کي سچو ڪندڙ آهي، سچي دين ڏانهن ۽ سڌي واٽ ڏانهن رستو ڏيکاري ٿو. اي اسان جي قوم! الله جي (طرف) سڏيندڙ کي سڏ ڏيو ۽ ان تي ايمان آڻيو تہ (الله) اوهان جا ڪي ڏوهہ اوهان کي بخشي ۽ ڏکوئيندڙ عذاب کان اوهان کي ڇڏائي.“

سوره جن جون آيتون هي آهن تہ:

﴿قُلْ أُوحِيَ إِلَيَّ أَنَّهُ اسْتَمَعَ نَفَرٌ مِنَ الْجِنِّ فَقَالُوا إِنَّا سَمِعْنَا قُرْآنًا عَجَبًا (1) يَهْدِي إِلَى الرُّشْدِ فَآمَنَّا بِهِ وَلَنْ نُشْرِكَ بِرَبِّنَا أَحَدًا (2)﴾(الجن)

---

[1] - بخاري، (458/1) مسلم (109/2).

**"(اي پيغمبر!) چؤ تہ: مون ڏانهن (هن ڳالهہ جو) وحي موڪليو ويو تہ جنن مان هڪ ٽوليءَ (قرآن) ٻڌو، پوءِ چيائون تہ بيشڪ اسان هڪ عجيب قرآن ٻڌو. جو سڌي رستي ڏانهن ڏس ڏي ٿو، تنهن ڪري ان تي ايمان آندوسون ۽ پنهنجي پالڻهار سان ڪنهن هڪڙي کي شريڪ اصل نہ ڪنداسون."**

اهي آيتون جيڪي هن واقعي جي بيان جي سلسلي ۾ لٿيون. تن مان پتو پوي ٿو تہ پاڻ سڳورن ﷺ کي پهرين جنن جي ٽولي اچڻ جو پتو نہ پيو هو. پر جڏهن انهن آيتن وسيلي الله تعاليٰ، پاڻ سڳورن ﷺ کي ڄاڻ ڏني، تڏهن پاڻ سڳورا ﷺ واقف ٿي سگهيا. اهو بہ پتو پوي ٿو تہ اهو جنن جو اچڻ پهريون ڀيرو هو.حديثن مان پتو پوي ٿو تہ جن پوءِ بہ ايندا رهيا.

جنن جي اچڻ ۽ اسلام قبولڻ جو واقعو حقيقت ۾ الله پاران ٻي مدد هئي، جيڪا الله تعاليٰ غيب مان موڪلي هئي. جنهن جي خبر الله ڪانسواءِ ڪنهن کي بہ نہ هئي. پوءِ ان واقعي بابت جيڪي آيتون لٿيون، انهن جي وچ ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي دعوت جي ڪاميابيءَ جون بشارتون بہ آهن ۽ ان ڳالهہ جي چٽائي بہ ڪيل آهي تہ ڪائنات جي ڪابہ طاقت هن دعوت جي راهہ نٿي روڪي سگهي. جيئن ارشاد آهي تہ:

﴿وَمَنْ لَا يُجِبْ دَاعِيَ اللَّهِ فَلَيْسَ بِمُعْجِزٍ فِي الْأَرْضِ وَلَيْسَ لَهُ مِنْ دُونِهِ أَولِيَاءُ أُولَئِكَ فِي ضَلَالٍ مُبِينٍ (32)(الاحقاف)

**"۽ جيڪو الله ڏانهن سڏيندڙ کي سڏ نہ ڏيندو سو ملڪ ۾ (ڀڄي) ٿڪائڻ وارو نہ آهي ۽ الله کان سواءِ ان جا ڪي سڄڻ نہ آهن، اهي پڌري گمراهيءَ ۾ آهن."**

﴿وَأَنَّا ظَنَنَّا أَنْ لَنْ نُعجزَ اللَّهَ فِي الْأَرْضِ وَلَنْ نُعْجزَهُ هَرَبًا (12)﴾(الجن)

**"۽ هيءُ تہ اسان پڪ ڄاتو تہ زمين ۾ الله کي ڪڏهن بہ ٿڪائي نہ سگهنداسون ۽ نڪي ڀڄي ڪڏهن ٿڪائي سگهنداسونس."**

هن فتح ۽ هنن بشارتن اڳيان غم ۽ الم جا اهي سڀ ڪڪر هٽي ويا، جيڪي طائف مان نڪرڻ وقت گاريون ۽ تاڙيون ٻڌي ۽ پٿر کائي پاڻ سڳورن ﷺ تي طاري ٿيا هئا. پاڻ سڳورن ﷺ پڪو پهہ ڪيو تہ هاڻي مڪي پهچي نئين سري سان اسلام جي دعوت ۽ تبليغ جو ڪم چستي ۽ گرمجوشيءَ سان ڪبو. اهو ئي موقعو هو، جڏهن حضرت زيد بن حارثہ ﷺ، پاڻ سڳورن ﷺ کي چيو تہ: "توهان مڪي ڪيئن ويندؤ، جڏهن تہ مڪي وارن توهان کي ڪڍي ڇڏيو آهي؟ ان جي جواب ۾ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "اي زيد! تون جيڪا حالت ڏسين پيو، الله ان کان خلاصو ٿيڻ ۽ ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ جي راهہ ضرور ڪڍي ڏيندو. الله تعاليٰ پڪ پنهنجي دين جي مدد ڪندو ۽ پنهنجي نبيءَ کي غالب ڪندو."

نيٺ پاڻ سڳورا ﷺ اتان روانا ٿيا ۽ مڪي جي ويجهو حرا نالي جبل جي دامن ۾ اچي لٿا. پوءِ خزاعہ قبيلي جي هڪ ماڻهوءَ هٿان اخنس بن شريق وٽ نياپو موڪليائون تہ پاڻ سڳورن ﷺ کي پناهہ ڏي، پر اخنس اهو چئي معذرت ڪئي تہ آئون حليف آهيان ۽ حليف کي پناهہ ڏيڻ جو اختيار نہ آهي. ان کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ **سهيل** بن عمرو کي نياپو اماڻيو، پر ان بہ اهو چئي معذرت ڪئي تہ بني عامر جي پناهہ بنو ڪعب تي لاڳو نٿي ٿئي. ان کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ مطعم بن عديءَ کي نياپو ڪيو. مطعم چيو تہ: "حاضر" ۽ پوءِ هٿيار پنهوار ڪٽي، پنهنجن پٽن ۽ قوم جي ماڻهن کي سڏيائين ۽ چيائين تہ توهان هٿيار ڪٽي **ڪعبة الله** جي ڪنڊن وٽ گڏ ٿي وڃو، ڇو تہ مون محمد ﷺ کي پناهہ ڏني آهي. ان بعد مطعم، پاڻ سڳورن ﷺ کي نياپو موڪليو تہ مڪي ۾ هليا اچو. پاڻ سڳورا ﷺ کي نياپو ملڻ شرط حضرت زيد بن حارثہ رضي الله عنه سان گڏ مڪي ۾ داخل ٿيا ۽ مسجد الحرام ۾ داخل ٿي ويا. ان ڪان پوءِ مطعم بن عديءَ پنهنجي سواريءَ تي بيهي اعلان ڪيو تہ قريشيو! مون، محمد ﷺ کي پناهہ ڏني آهي. هاڻي ڪين ڪير نہ ڇيڙي. هوڏانهن پاڻ سڳورا ﷺ سڌا حجر اسود وٽ پهتا ۽ ان کي چميائون. پوءِ بہ رڪعتون نماز پڙهي پنهنجي گهر ويا، ان دوران مطعم بن عدي ۽ سندن فرزندَ هٿيار ٻڌي پاڻ سڳورن ﷺ جي چوڌاري گهيرو ڪري بيٺا رهيا. تان تہ پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجي گهر ۾ داخل ٿي ويا.

چيو وڃي ٿو تہ ان موقعي تي ابوجهل، مطعم کان پڇيو تہ تو پناهہ ڏني آهي يا ماڳهين مسلمان ٿي ويو آهين؟ مطعم وراڻيو تہ پناهہ ڏني اٿم. اهو جواب ٻڌي ابوجهل چيو تہ جنهن کي تو پناهہ ڏني، ان کي اسان بہ پناهہ ڏني.([1])

پاڻ سڳورن ﷺ، مطعم بن عديءَ جي ان چڱيءَ هلت کي ڪڏهن بہ نہ وساريو. جڏهن بدر ۾ مڪي جي ڪافرن جو هڪ وڏو انگ جهلجي پيو ۽ ڪجهہ قيدين جي آزاديءَ لاءِ حضرت جبير بن **معطم** رضي الله عنه، پاڻ سڳورن ﷺ جي خدمت ۾ حاضر ٿيو تہ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ:

" لَوْ كَانَ الْمُطْعِمُ بْنُ عَدِيٍّ حَيًّا ثُمَّ كَلَّمَنِي فِي هَؤُلَاءِ النَّتْنَى لَتَرَكْتُهُمْ لَهُ " ([2])

"جيڪڏهن مطعم بن عدي جيئرو هجي ها ۽ پوءِ مون سان انهن بدبودار ماڻهن بابت ڳالهہ ٻولهہ ڪري ها تہ مان ان جي ڪارڻ سيني کي ڇڏي ڏيان ها."

*-*-*

[1] - طائف جي سفر جي واقعي جو اهو تفصيل ابن هشام (419/1 کان 422) - زاد المعاد (46/2، 47)- مختصر السيرة للشيخ عبدالله (141 _ 143، رحمة **للعالمين** 71/1 _ 74) تاريخ اسلام، نجيب آبادي (123/1، 124) ۽ ٻين تفسير جي مشهور ڪتابن مان گڏ ڪيو ويو آهي.

[2] - صحيح البخاري - (10 / 389) ( حديث رقم 2906 )

# قبيلن ۽ فردن کي اسلام جي دعوت

نبوت جي ڏهين سال ذي القعد مهيني ۾ (619ع جي جون جي آخر يا جولاءِ جي منڍ ۾) پاڻ سڳورا ﷺ طائف کان مڪي موٽيا ۽ هتي فردن ۽ قبيلن کي ٻيهر اسلام جي دعوت ڏيڻ شروع ڪيائون. جيئن تہ حج جي موسم ويجهي هئي، ان لاءِ حاجين جو اچڻ شروع ٿي ويو هو. پاڻ سڳورن ﷺ ان موقعي کي غنيمت ڄاتو ۽ هڪ هڪ قبيلي وٽ وڃي اسلام جي دعوت ڏني. جيئن سندن نبوت جي چوٿين سال کان معمول بڻيل هو.

**اهي قبيلا جن کي اسلام جي دعوت ڏني وئي:-** امام زهري ﷫ جو چوڻ آهي تہ جن قبيلن وٽ پاڻ سڳورا ﷺ هلي ويا ۽ کين دعوت ڏنائون، اهي هي هئا:

بنو عامر بن صعصعہ، محارب بن خصفہ، فزاره، غسان، مره، حنيفہ، سليم، عبس، بنو نصر، بنو البڪاء، ڪلب، حارث بن ڪعب، عذره، حضارمہ. پر انهن مان ڪنهن بہ اسلام نہ قبوليو.([1])

واضح هجي تہ امام زهريءَ جي ٻڌايل انهن مڙن ئي قبيلن کي هڪ ئي سال يا هڪ ئي حج جي موسم ۾ اسلام جي دعوت نہ ڏني وئي، پر نبوت جي چوٿين سال کان هجرت کان اڳ آخري حج جي موسم تائين ڏهن سالن جي عرصي دوران کين دعوت ڏني وئي.([2])

ابن اسحاق ڪن قبيلن کي اسلام آڇڻ ۽ سندن جواب ڏيڻ جو تفصيل بہ لکيو آهي. هيٺ مختصر طور تي انهن جو بيان نقل ڪجي ٿو.

1. **بنو ڪلب:-** پاڻ سڳورا ﷺ هن قبيلي جي هڪ شاخ بنو عبدالله وٽ هلي ويا ۽ کين الله ڏانهن سڏيائون. ڳالهين ڳالهين ۾ اهو بہ چيائون تہ: اي بني عبدالله، االله اوهانجي وڏي ڏاڏي جو ڏاڍو سٺو نالو رکيو هو. پر ان قبيلي سندن دعوت نہ قبولي.

2. **بنو حنيفہ:-** پاڻ سڳورا ﷺ سندن ديري تي ويا. کين الله ڏانهن سڏيائون، پر انهن جهڙي خراب موٽ سڄي عرب مان ٻئي ڪنهن بہ نہ ڏني.

3. **عامربن صعصعہ:-** انهن کي بہ پاڻ سڳورن ﷺ، الله جي پاران دعوت ڏني. جواب ۾ انهن جي هڪ همراهہ بحيره بن فراس چيو تہ: "**الله جو قسم!** جيڪڏهن قريش جي هن جوان کي ساڻ ڪٺان تہ ان جي وسيلي سڄي عربستان کي کائي وڃان." پوءِ هن پڇيو تہ "چڱو اهو ٻڌايو تہ جيڪڏهن اسين توهانجي هن دين تي توهان جي بيعت ڪريون ۽ پوءِ الله تعاليٰ اوهانکي مخالفن تي فتح نصيب ڪري

---

[1] - ترمذي، مختصر السيرة للشيخ عبدالله (ص:149).
[2] - رحمة للعالمين (74/1).

تہ ڇا توهان ڪانپوءِ سچو نظام اسانجي هٿن ۾ اچي ويندو؟" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "الله جي هٿ ۾ آهي، جنهن کي وڻيس ان کي ڏيندو." تنهن تي ان ماڻهوءَ چيو تہ: "واهہ واهہ! توهان جي حفاظت لاءِ تہ اسانجون ڇاتيون عربن جي نشاني تي رهن، پر جڏهن الله توهان کي ڪٽائي تہ نظام وري ٻيا سنڀالين؟ اسانکي توهانجي دين جي گهرج ڪانهي." مطلب تہ انهن انڪار ڪيو.

ان ڪانپوءِ جڏهن بني عامر قبيلو پنهنجي علائقي ۾ موٽي ويو تہ پنهنجي هڪ جهوني کي، جيڪو وڏي عمر ڪري حج تي هلي نہ سگهيو هو، سچو وهيو واپريو ٻڌايائون تہ اسان وٽ قريش قبيلي جي گهراڻي بنو عبدالمطلب جو هڪ جوان آيو هو، جنهن جو خيال هو تہ هو نبي آهي. ان اسانکي دعوت ڏني تہ اسين سندس حفاظت ڪريون، سندس ساٿ ڏيون ۽ کيس پنهنجي علائقي ۾ وٺي اچون. اهو ٻڌي ان ڪراڙي ٻئي هٿ ڪٽي مٿي تي رکيا ۽ چيو تہ: "اي بنو عامر! ڇا هاڻي ان جي تلا فيءَ جي ڪا راهہ آهي؟ ۽ ڇا ان گذريل لمحي کي وري موٽائي سگهجي ٿو؟ ان ذات جو قسم، جنهن جي هٿ ۾ فلاڻي جي جان آهي، ڪنهن اسماعيليءَ ڪڏهن بہ ان (نبوت) جي ڪوڙي دعوا نہ ڪئي آهي. پڪ هو سچو آهي. آخر توهانجي مت ڇو کسجي وئي هئي! ([1])

**مڪي کان ٻاهر ايمان جا ڪرڻا**:- جهڙيءَ طرح پاڻ سڳورن ﷺ قبيلن ۽ وفدن کي اسلام آڇيو، ان طرح ئي عام ۽ خاص ماڻهن کي بہ اسلام جي دعوت ڏني. هيٺ وهيو واپريو مختصر طور تي ڏجي ٿو.

**1. سويد** رضي الله عنه **بن صامت**:- پاڻ شاعر هو. يثرب جو رهاڪو ۽ ڏاهو هو. شعر چوڻ ۾ مهارت ۽ شرف ۽ نسب جي ڪارڻ قوم کين "ڪامل" جو خطاب ڏئي ڇڏيو هو. پاڻ حج يا عمري لاءِ مڪي آيو تہ پاڻ سڳورن ﷺ، کين اسلام جي دعوت ڏني. چوڻ لڳو تہ "شايد توهان وٽ بہ اهو ئي ڪجهہ آهي، جو مون وٽ آهي." پاڻ سڳورن ﷺ پڇيو تہ "تو وٽ ڇا آهي؟" سويد چيو تہ: "لقمان جي ڏاهپ." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "تہ پوءِ ٻڌاءِ." تنهن تي ان ٻڌايو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "اهو ڪلام واقعي سنو آهي، پر مون وٽ جيڪي ڪجهہ آهي، اهو ان کان بہ ڀلو آهي. اهو قرآن آهي جو الله تعاليٰ مون تي لاٿو آهي. اهو هدايت ۽ نور آهي." ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ قرآن پڙهي ٻڌايو ۽ کين اسلام جي دعوت ڏني. ان اسلام قبوليو ۽ چيو تہ: "هي تہ ڏاڍو سنو ڪلام آهي." ان

[1] - ابن هشام (1/424، 425).

كانپوءِ هو مديني موٽيو. جلد ئي بعاث واري جنگ ڇڙي پئي ۽ پاڻ ان ۾ مارجي ويو.([1]) هن نبوت جي يارهين سال اسلام قبوليو هو.([2])

2. **اياس بن معاذ**:- هي بہ يثرب جو رهاڪو هو ۽ نوجوان هو. نبوت جي يارهين سال جنگ بعاث کان ٿورو اڳي اوس جو هڪ وفد خزرج جي خلاف قريشن کان حلف ۽ تعاون وٺڻ لاءِ مڪي آيو هو. پاڻ بہ ان سان گڏ آيو هو. ان وقت يثرب ۾ انهن ٻنهي قبيلن جي وچ ۾ دشمنيءَ جي باھ ڀڙڪي رهي هئي ۽ اوس وارن جو تعداد خزرج وارن کان گهٽ هو. پاڻ سڳورن ﷺ کي وفد جي اچڻ جي خبر پئي تہ پاڻ انهن وٽ آيا ۽ ساڻن هن طرح خطاب ڪيائون تہ "توهان جنهن مقصد لاءِ آيا آهيو، ڇا ان کان ڀلي شيءِ قبوليندؤ؟" انهن سيني چيو تہ اها ڪهڙي شيءِ آهي؟ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "آئون الله جو رسول آهيان. الله تعاليٰ مونکي پنهنجن ٻانهن وٽ ان ڳالھ جي دعوت ڏيڻ لاءِ موڪليو آهي تہ اهي الله جي عبادت ڪن ۽ شرڪ نہ ڪن. الله تعاليٰ مون تي ڪتاب بہ لاٿو آهي." پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ اسلام جو ذڪر ڪيو ۽ قرآن جي تلاوت ڪئي.

اِياس بن معاذ چيو تہ: "اي قوم وارؤ! الله جو قسم! هيءَ ان (ڳالھ) کان بهتر آهي، جنهن جي لاءِ اوهان هتي آيا آهيو." پر وفد جي هڪ رڪن ابو الحيسر انس بن رافع هڪ مٺ ۾ مٽي کڻي اياس جي منهن تي هنئي ۽ چيو تہ: "اها ڳالھ ڇڏ! منهنجي عمر جو قسم! هتي اسين ان بدران ڪنهن ٻئي مقصد لاءِ آيا آهيون." اِياس کڻي ماٺ ڪئي ۽ پاڻ سڳورا ﷺ بہ اٿي ويا. وفد، قريشن سان معاهدو ڪرڻ ۾ ناڪام ٿيو ۽ ائين ئي موٽي ويو.

مديني موٽڻ کان ڪجھ ڏينهن پوءِ اِياس وفات ڪئي. پاڻ وفات کان اڳ الله جو ذڪر اذڪار ڪندو رهيو هو. ان ڪري ماڻهن کي پڪ آهي تہ پاڻ مسلمان ٿي ويو هو.([3])

3. **ابو ذر غفاري**:- پاڻ يثرب جي ڀرواري‌ءَ جو رهاڪو هو. جڏهن سويد بن صامت ۽ اِياس بن معاذ جي ذريعي يثرت ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي بعثت جي خبر پهتي تہ اها خبر حضرت ابوذر ﷛ بہ ٻڌي ۽ اها خبر ئي سندن اسلام قبولڻ جو ڪارڻ بڻي.([4])

اهو واقعو صحيح بخاريءَ ۾ تفصيل سان آيل آهي. ابن عباس ﷛ جو بيان آهي تہ ابو ذر ﷛ فرمايو تہ: "آئون قبيلي غفار مان هوس. مونکي پتو پيو تہ مڪي ۾ هڪ ماڻهو ظاهر ٿيو آهي

---

[1] - ابن هشام (425/1) رحمة للعالمين (74/1).
[2] - تاريخ اسلام، اڪبر شاھ نجيب آبادي (125/1).
[3] - ابن هشام (427/1، 428).
[4] - اها ڳالھ اڪبر شاھ نجيب آباديءَ لکي آهي. سندس تاريخ اسلام (128/1).

جو پنهنجو پاڻ کي نبي ڪوٺي ٿو. مون پنهنجي ڀاءُ کي چيو تہ: تون ان وٽ وڃ، ان سان ڳالهہ ٻولهہ ڪري اچي مونکي ٻڌاءِ. هو ويو ۽ ملاقات ڪري واپس آيو. مون پڇيو تہ ڇا خبر آندي اٿئي؟ چيائين تہ: "الله جو قسم! مون هڪ اهڙو ماڻهو ڏٺو آهي، جو ڀلائيءَ جو حڪم ڏي ٿو ۽ برائيءَ کان روڪي ٿو. مون چيو تہ: تو پوري خبر نہ آندي آهي. آخر آئون پاڻ ڪاڏو ۽ ڏنڊو کڻي مڪي ڏانهن هلي پيس. (اتي پهچي تہ ويس) پر پاڻ سڳورن ﷺ کي سڃاڻندو نہ هوس ۽ اهو بہ نٿي چاهيم تہ ڪنهن کان پاڻ سڳورن ﷺ بابت پڇا ڪريان. تنهنڪري زمزم جو پاڻي پي مسجد الحرام ۾ ويٺو هوندو هوس. نيٺ مون وٽان علي رضي الله عنه جو گذر ٿيو. چيائين تہ: "پرديسي پيو لڳين!" مون چيو تہ: "هائو" هن چيو تہ: "ڇگو منهنجي گهر هل." آئون ان سان گڏ هلي پيس. نہ ڪو هن ڪجهہ پڇيو، نہ ئي مون ڪجهہ صبح ٿيو تہ آئون ان ارادي سان مسجد الحرام ۾ ويس تہ پاڻ سڳورن ﷺ بابت ڪنهن کان پڇا ڪريان. پر ڪير بہ ڪونہ هو، جيڪو مونکي پاڻ سڳورن ﷺ بابت ٻڌائي. نيٺ وري مون وٽان علي رضي الله عنه جو گذر ٿيو. (ڏسي) فرمايائين تہ: "هن ماڻهو کي اڃا پنهنجي نڪاڻي جي خبر نہ پئي آهي؟ مون چيو تہ: "نہ" هن وراڻيو تہ: "ڇگو تون مون سان هل." ان کانپوءِ ان چيو تہ: "ڀلا تنهنجو مسئلو ڇا آهي؟ ۽ تون ڇو هن شهر ۾ آيو آهين؟ مون چيو تہ مونکي پتو پيو آهي تہ هتي هڪ ماڻهو ظاهر ٿيو آهي، جيڪو پنهنجو پاڻ کي الله جو نبي ٿو ڪوٺي. مون پنهنجي ڀاءُ کي موڪليو هو تہ هو ڳالهائي اچي، پر هن موٽڻ تي ڪابہ اطمينان جوڳي ڳالهہ نہ ٻڌائي. ان ڪري مون سوچيو تہ پاڻ ئي ملي اچان." حضرت علي رضي الله عنه چيو تہ: "ڀاءُ تون صحيح جڳهہ تي پهتو آهين. ڏس آئون انهن ڏانهن پيو وڃان. جتي آءُ گهڙي پوان، اتي تون بہ گهڙي پئجان ۽ ها جي آئون ڪنهن مشڪوڪ ماڻهوءَ کي ڏسان، جنهن مان تو لاءِ ڪو خطرو هجي تہ پٽ سان ائين لڳي ويندس، ڄڻ پنهنجي جتي پيو ٺيڪ ڪريان، پر تون رستي تي هلندو وڃجان." ان کانپوءِ حضرت علي رضي الله عنه روانو ٿيو ۽ آئون بہ ساڻن گڏ هلڻ لڳس. تان تہ هو اندر داخل ٿيو ۽ آئون بہ ساڻن گڏ پاڻ سڳورن ﷺ وٽ وڃي پهتس ۽ کين اسلام بابت ٻڌائڻ جو عرض ڪيم. پاڻ سڳورن ﷺ سمجهاڻي ڏني ۽ آئون اتي ئي مسلمان ٿي ويس. ان کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ چيو تہ: "اي ابوذر! هن معاملي کي لڪائجان ۽ پنهنجي علائقي ۾ موٽي وڃ." جڏهن اسانجي ظهور جي خبر ملئي تہ هليو اچجان." مون چيو تہ: "ان ذات جو قسم جنهن اوهان کي حق ڏئي موڪليو آهي. آئون انهن جي وچ ۾ کلي عام ان جو اعلان ڪندس. ان کان پوءِ آئون مسجد الحرام ۾ آيس، جتي قريش ويٺا هئا. مون چيو تہ: قريشيو! اشهد ان لا الہ الا الله و اشهد ان محمدا عبده ورسولہ

ماڻهن چيو تہ: اتو هن بي دين جي خبر ونو. ماڻهو اتي پيا ۽ مونکي ايترو ڪٽيائون جو ماڳهين مئس ٿي. پر حضرت عباس رضي الله عنه مونکي بچايو. ان جهڪي مونکي ڏٺو، پوءِ قريشن ڏانهن مڙي چيائين تہ "بيڙيءَ ٻڏوَ توهان غفار جي هڪ ماڻهوءَ کي اڏ مئو ڪري ڇڏيو آهي! جڏهن تہ توهانجو واپاري لنگهہ غفار کان ئي گذري ٿو!" ان تي ماڻهو مونکي ڇڏي هٽيا. ٻئي ڏينهن صبح ٿيو تہ آئون وري اتي ويس ۽ ڪالهوڪي ڳالهہ وري چيم. ماڻهن وري بہ هڪل ڪئي تہ اٿو، هن بي دين کي سيکت ڏيو. ان ڪانپوءِ مون سان وري ڪالهوڪو حشر ڪيو ويو ۽ اڄ بہ حضرت عباس رضي الله عنه مونکي بچايو مون تي جهڪيو ۽ پوءِ اها ئي ڳالهہ چيائين، جا ڪالهہ چئي هئائين."[1]

4. **طفيل رضي الله عنه بن عمرو دوسي:-** پاڻ شريف شاعر ماڻهو، سمجهہ وارو ۽ دوس قبيلي جو سردار هو. سندن قبيلي کي يمن جي پرپاسي ۾ جاگيرون مليل هيون. پاڻ نبوت جي يارهين سال مڪي آيو تہ اتي اچڻ کان اڳ ئي مڪي وارن سندن استقبال ڪيو ۽ ڏاڍو مان ڏنائون. پوءِ کين عرض ڪيائون تہ اي طفيل! توهان اسان جي شهر ۾ آيا آهيو ۽ هي جيڪو ماڻهو اسان ۾ آهي، ان اسانکي ڏاڍن مونجهارن ۾ ڦاسائي ڇڏيو آهي ۽ اسان کي ٽوڙي ڇڏيو اٿس. سندس ڳالهيون جادوءَ جهڙو اثر رکن ٿيون، جيڪي پيءُ پٽ، ڀاءُ ڀاءُ ۽ زال مڙس جي وچ ۾ جدائي ڪرايو ڇڏين. اسانکي ڊپ آهي تہ جيڪا مصيبت اسان تي آيل آهي، ڪٿي اها اوهان ۽ اوهانجي قوم تي بہ نہ ڪڙڪي پوي. تنهنڪري اوهان هن سان صفا نہ ڳالهائجو ۽ سندس ڪا ڳالهہ نہ ٻڌجوَ.

حضرت طفيل رضي الله عنه جو چوڻ آهي تہ اهي لڳاتار اهڙيون ڳالهيون ڪري سمجهائيندا رهيا، تنهنڪري مون پڪو پهہ ڪيو تہ نکو پاڻ سڳورن ﷺ جي ڪا ڳالهہ ٻڌندس نہ ئي ساڻن ڳالهہ ٻولهہ ڪندس. تان تہ جڏهن مسجد الحرام ويس تہ ڪنن ۾ ڪپهہ وجهي ويس تہ متان سندن ڪا ڳالهہ منهنجن ڪنن تائين نہ پهچي وڃي. پر الله کي اهو منظور هو تہ آئون سندن ڪجهہ ڳالهيون ٻڌي وٺان. تنهنڪري مون ڏاڍو عمدو ڪلام ٻڌو. پوءِ دل ۾ چيم تہ "منهنجا ماءُ پيءُ مون تي روئن، آئون تہ الله جو قسم سوچ سمجهہ وارو شاعر ماڻهو آهيان، مون کان چڱو مٺو لڪي نٿو سگهي. پوءِ ڇو نہ هن ماڻهوءَ جي ڳالهہ ٻڌان؟ جيڪڏهن سٺي ڳالهہ هوندي تہ قبوليندس نہ تہ ڇڏي ڏيندس. اهو سوچي ويهي رهيس ۽ جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ گهر ڏي موٽيا تہ آئون بہ پنيان لڳس. پاڻ سڳورا ﷺ اندر داخل ٿيا تہ آئون بہ اندر داخل ٿي ويس ۽ کين پنهنجي اچڻ جو واقعو ۽ ماڻهن جي ڊيڄارڻ واري ڳالهہ ۽ ڪنن ۾ ڪپهہ وجهڻ ۽ پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جون ڳالهيون ٻڌڻ جو تفصيل ٻڌايم. پوءِ عرض ڪيم تہ توهان پنهنجي ڳالهہ ٻڌايو. پاڻ سڳورن ﷺ مونکي اسلام جي دعوت ڏني ۽ قرآن پڙهي ٻڌايو.

---

[1] - صحيح بخاري (499/1، 500) (544/1، 545).

الله شاهد آهي، مون ان کان عمدو قول ۽ ان کان وڌيڪ انصاف واري ڳالھ ڪڏهن نہ ٻڌي هئي. تنهن ڪانپوءِ مون اتي ئي اسلام قبوليو ۽ حق جي شهادت ڏني. ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ کي عرض ڪيو تہ منهنجي قوم ۾ منهنجي ڳالھ مڃي وڃي ٿي. آئون موٽي وڃي ويندس ۽ انهن کي اسلام جي دعوت ڏيندس. ان ڪري پاڻ سڳورا ﷺ الله کان دعا گهرن تہ هو مونکي ڪا نشاني ڏي. پاڻ سڳورن ﷺ دعا ڪئي.

**حضرت طفيل** رضي الله عنه کي اها نشاني عطا ڪئي وئي تہ جڏهن پاڻ پنهنجي قوم جي ويجهو پهتا تہ الله تعاليٰ سندن چهري تي ڏيئي جهڙي روشني پيدا ڪري ڇڏي. ان چيو تہ: "يا الله! چهري بدران ڪنهن ٻيءَ جڳهہ تي. مونکي ڊپ آهي تہ ماڻهو ان کي مثلو چوندا." تنهن ڪانپوءِ اها روشني سندن ڏنڊي ۾ اچي وئي. پوءِ ان پنهنجي والد ۽ گهر واريءَ کي اسلام جي دعوت ڏني ۽ اهي ٻئي مسلمان ٿي ويا، پر قوم اسلام قبولڻ ۾ دير ڪئي. پر حضرت طفيل رضي الله عنه بہ مسلسل ڪوشش ڪندو رهيو. تان تہ غزوه خندق ([1]) ڪانپوءِ جڏهن پاڻ هجرت ڪيائين تہ ساڻن قوم جا ستر يا اسي خاندان بہ هئا. حضرت طفيل رضي الله عنه اسلام لاءِ وڏا ڪارناما سرانجام ڏنا ۽ يمامہ واري جنگ ۾ شهادت جو رتبو ماڻيو. ([2])

**5. ضماد ازدي رضي الله عنه:-** پاڻ يمن جو رهاڪو ۽ ازد شَنُوءَه قبيلي مان هو. ٿوٽا ڦيٽا ڪرڻ ۽ جن ڪيڻ سندن ڪم هو. مڪي آيو تہ اتي احمقن کان محمد ﷺ جي چريائپ جو ٻڌائين. سوچيائين تہ چو تہ ان ماڻهوءَ وٽ وڃجي. ٿي سگهي ٿو تہ الله منهنجي هٿان ڪيس نيڪ ڪري وجهي. تنهنڪري پاڻ سڳورن ﷺ سان ملاقات ڪيائين ۽ چيائين تہ: اي محمد ﷺ! آئون جن ڪيڻ لاءِ ٿوٽا ڦيٽا ڪندو آهيان. ڇا توکي بہ ان جي گهرج آهي؟ پاڻ سڳورن ﷺ وراڻيو تہ:

ان الحمد لله نحمده ونستعينه من يهده الله فلا مضل له و من يضلله فلا هادى له, واشهد ان لا اله الا الله وحده لاشريك له و اشهد ان محمدا عبده و رسوله, اما بعد!.

يقينن سڀ ساراهہ الله لاءِ آهي. اسين ان جي ئي ساراهہ ڪريون ٿا ۽ ان کان ئي مدد چاهيون ٿا. جنهن کي الله هدايت ڏي ان کي ڪير بہ گمراهہ نہ ڪري سگهندو ۽ جنهن کي الله ڀٽڪائي ڇڏي، ان کي ڪير بہ هدايت نہ ڏئي سگهندو ۽ آئون شهادت ٿو ڏيان تہ محمد ﷺ ان جو ٻانهو ۽ رسول آهي. اما بعد:

[1] - پر صلح حديبية ڪانپوءِ چو تہ جڏهن پاڻ مديني آيو تہ پاڻ سڳورا ﷺ خيبر ۾ هئا. ڏسو ابن هشام (385/1).

[2] - ابن هشام (182/1، 185)، رحمة للعالمين (81/1، 82)، مختصر السيرة للشيخ عبدالله (ص:144).

ضماد چيو تہ: ٿورو پنهنجا اهي ڪلما وري ٻڌايو. پاڻ سڳورن ﷺ ٽي ڀيرا ورجايا. ان ڪان پوءِ ضماد چيو تہ: مون ڪاهنن، جادوگرن ۽ شاعرن جون ڳالهيون ٻڌيون آهن، پر مون توهان جهڙيون ڳالهيون ڪٿي نہ ٻڌيون! اهي تہ سمنڊ جي صفا تہ تائين پهتل آهن. اچو پنهنجو هٿ وڌايو! توهان سان اسلام جي بيعت ڪري وٺان ۽ ان ڪانپوءِ بيعت ڪيائين.[1]

**يثرب جا ڇهہ ڀلارا روح:-** نبوت جي يارهين سال حج جي ڏينهن ۾ (جولاءِ 620ع) اسلامي دعوت ڪي ڪجهہ ڪارائتا ٻج ملي ويا، جيڪي ڏسندي ئي ڏسندي دڳها وڻ ٿي ويا ۽ سندن نرم ۽ گهاٽي ڇانو ۾ ويهي مسلمانن ورهين جي ڏاڍ ۽ ڏمر جي تپش کان ڇوٽڪارو حاصل ڪيو.

مڪي وارن پاڻ سڳورن ﷺ کي ڪوڙو ڪرڻ ۽ ماڻهن کي الله جي راهہ کان روڪڻ جو جيڪو بار ڪلهن تي کنيو هو، پاڻ سڳورن ﷺ ان کي منهن ڏيڻ لاءِ اها حڪمت عملي اختيار ڪئي تہ رات جي اونده ۾ قبيلن وٽ ويندا هئا تہ جيئن مڪي جو ڪو مشرڪ رنڊڪ نہ وجهي سگهي.

ان حڪمت عمليءَ تحت پاڻ سڳورا ﷺ هڪ رات حضرت ابوبڪر رضي الله عنه ۽ حضرت علي رضي الله عنه کي ساڻ ڪري نڪتا. بنو ذهل ۽ بنو شيبان بن ثعلبہ جي ديرن وٽان لنگهيا تہ انهن سان اسلام بابت ڳالهہ ٻولهہ ڪيائون. انهن جواب تہ ڏاڍو آڌت وارو ڏنو پر اسلام قبولڻ بابت پڪو فيصلو نہ ڪيو. ان موقعي تي حضرت ابوبڪر رضي الله عنه ۽ بنو ذهل جي هڪ ماڻهوءَ جي وچ ۾ نسبي سلسلي بابت ڏاڍي دلچسپ سوال جواب ٿيا. ٻئي شجرن جا ماهر هئا.[2]

ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ منيٰ جي واديءَ مان لنگهيا تہ ڪجهہ ماڻهن کي پاڻ ۾ ڳالهيون ڪندي ٻڌائون.[3] پاڻ سڌو انهن وٽ پهتا. اهي يثرب جا ڇهہ جوان هئا ۽ سيئي خزرج قبيلي مان هئا. سندن نالا هن ريت هئا.

1. اسعد بن زراره رضي الله عنه (قبيلو بني نجار)
2. عوف بن حارث بن رفاعہ ابن عفراءَ رضي الله عنه (قبيلو بني نجار)
3. رافع بن مالڪ بن عجلان رضي الله عنه (قبيلو بني زريق)
4. قطبہ بن عامر بن حديده رضي الله عنه (قبيلو بني سلمہ)
5. عقبہ بن عامر بن نابي رضي الله عنه (قبيلو بني حرام بن ڪعب)
6. حارث بن عبدالله بن رئاب رضي الله عنه (قبيلو بني عبيد بن غنم)

---

1 - صحيح مسلم، مشڪوة المصابيح (525/2).
2 - ڏسو مختصر السيرة للشيخ عبدالله (ص: 150_ 152).
3 - رحمة للعالمين (84/1).

اها يثرب وارن جي خوش قسمتي هئي جو اهي پنهنجن حليف مديني وارن يهودين کان ٻڌندا آيا هئا تہ هن زماني ۾ هڪ نبي اچڻ وارو آهي ۽ اهو ڇاڻ تہ ظاهر ٿيڻ وارو آهي. اسين سندس پيروي ڪري ان جي اڳواڻيءَ ۾ توهان کي عاد، ارم وانگر قتل ڪنداسين. (1)

پاڻ سڳورن ﷺ انهن وٽ وڃي پڇيو تہ توهان ڪير آهيو. انهن چيو تہ اسين خزرج قبيلي جا آهيون. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: ”يعني يهودين جا حليف؟“ چيائون تہ: ”ها“. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: ”پوءِ ڇو نہ هتي ڪجهہ دير ويهي پاڻ ۾ ڪا رهاڻ ڪري وٺون.“ اهي ويهي رهيا ۽ پاڻ سڳورن ﷺ انهن اڳيان اسلام جي حقيقت بيان فرمائي ۽ کين الله پاڪ ڏي سڏيو ۽ قرآن پڙهي ٻڌايو. انهن پاڻ ۾ چيو تہ: "ياٺو ڏسو! هي تہ اهو ئي نبي پيو لڳي، جنهن جو حوالو ڏئي يهودي ڌمڪيون ڏيندا هئا. تنهنڪري يهودين کي اڳرو ٿيڻ نہ ڏيو." ان ڪانپوءِ انهن هڪدم پاڻ سڳورن ﷺ جي دعوت قبولي ۽ مسلمان ٿي ويا.

اهي مڪي جا ڏاها هئا. تازو ئي جيڪا جنگ ٿي هئي ۽ جنهن جا اثر اجا تائين محسوس ٿي رهيا هئا، ان جنگ کين ٿڪائي ڇڏيو هو. ان ڪري انهن کي اها توقع ٿي پئي تہ پاڻ سڳورن ﷺ جي دعوت، جنگ جي پڄاڻيءَ جو سبب ٿي سگهي ٿي. تنهنڪري انهن چيو تہ: "اسين قوم کي اهڙي حالت ۾ ڇڏي آيا آهيون جو ڪنهن ٻي قوم ۾ ايڏي عداوت ۽ دشمني نٿي ملي سگهي. اميد تہ الله تعاليٰ اوهانجي وسيلي انهن کي ٻيهر گڏ ڪندو. اسان واپس وڃي ماڻهن کي اوهان جي مقصد جي دعوت ڏينداسين ۽ جيڪو دين پاڻ قبوليو اٿئون، کين بہ پيش ڪنداسين. جيڪڏهن الله تعاليٰ پاڻ سڳورن ﷺ جي وسيلي کين گڏ ڪيو تہ پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ کان وڌيڪ ڪوبہ معزز نہ رهندو."

ان ڪانپوءِ جڏهن اهي مديني واپس پهتا تہ پاڻ سان اسلام جو نياپو بہ کڻي ويا. تنهن ڪانپوءِ اتي گهر گهر ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جو چرچو ٿي ويو. (2)

**بيبي عائشہ رضي الله عنها سان نڪاح:-** نبوت جي يارهين سال جي شوال مهيني ۾ پاڻ سڳورن ﷺ، بيبي عائشہ رضي الله عنها سان نڪاح ڪيو. ان وقت بيبي صاحبہ جي عمر ڇهہ ورهيہ هئي. پوءِ هجرت جي پهرئين سال شوال جي ئي مهيني ۾ مديني ۾ رخصتي ٿي. ان وقت سندن عمر نو ورهيہ هئي. (3)

*-*-*

---

1 - زادالمعاد (50/2)؛ ابن هشام (429/1، 541).

2 - ابن هشام (428/1، 430).

3 - تلقيح الفهوم (ص: 10) صحيح بخاري(550/1).

# اِسراءَ ۽ معراج

پاڻ سڳورن ﷺ جي دعوت ۽ تبليغ اجا ڪاميابي ۽ ظلم ستم جي وچ وارن مرحلن مان گذري رهي هئي ۽ ڪاميابيءَ جا ڪرڻا نظر اچڻ شروع ٿي ويا هئا تہ اهڙي وقت اسراءَ ۽ معراج جو واقعو ٿيو. معراج جي دور جي تعين ۾ سيرت نگارن ۾ ڪجهہ اختلاف آهن. جيڪي هتي بيان ڪجن ٿا.

1. جنهن سال پاڻ سڳورن ﷺ کي نبوت عطا ٿي، ان سال ئي معراج جو واقعو پيش آيو. (اهو طبريءَ جو قول آهي)
2. نبوت کان پنج سال پوءِ معراج ٿيو. (اهو امام نووي ۽ امام قرطبيءَ جو قول آهي)
3. نبوت جي ڏهين سال 27 رجب تي ٿيو. (اهو علامہ منصورپوريءَ جو بيان آهي)
4. هجرت کان سورنهن مهينا اڳ يعني نبوت جي ٻارهين سال رمضان ۾ ٿيو.
5. هجرت کان هڪ سال ٻہ مهينا اڳ يعني نبوت جي تيرهين سال ربيع الاول ۾ ٿيو.

انهن مان پهريان ٽي قول ان ڪري صحيح نٿا مڃي سگهجن جو بيبي خديجہ رضي الله عنها جي وفات پنج وقت نماز فرض ٿيڻ کان اڳ ٿي هئي ۽ ان تي سڀني جو اتفاق آهي تہ پنج وقت نماز معراج جي رات فرض ٿي. ان جو مطلب اهو آهي تہ بيبي خديجہ رضي الله عنها جي وفات نبوت جي ڏهين سال رمضان ۾ ٿي، تنهنڪري معراج ان کانپوءِ ئي ٿيو هوندو. باقي رهيا آخري ٽي قول تہ انهن مان ڪنهن کي ٻين تي ترجيح ڏيڻ لاءِ ڪوبہ دليل نٿو ملي. باقي سورة اسراءَ جي بيان مان اندازو ٿئي ٿو تہ اهو واقعو مڪي واري زندگيءَ جي آخري دور جو آهي.([1])

ائمہ حديث ان واقعي جو جيڪو تفصيل بيان ڪيو آهي، اسين اڳتي ان جو تت پيش ڪنداسين.

ابنِ قيم لکي ٿو تہ صحيح قول مطابق پاڻ سڳورن ﷺ کي سندن جسم مبارڪ سميت براق تي سوار ڪري جبرئيل عليه السلام جي اڳواڻيءَ ۾ مسجد الحرام کان بيت المقدس تائين سير ڪرايو ويو. پوءِ پاڻ اتي لٿا ۽ براق کي مسجد جي دروازي جي ڪڙي ۾ ٻڌي، نبين کي نماز پڙهايائون. تنهن کانپوءِ ان ئي رات پاڻ سڳورن ﷺ کي بيت المقدس مان پهرئين آسمان تي وٺي ويا. جبرئيل عليه السلام دروازو کولايو. پاڻ سڳورن ﷺ لاءِ دروازو کوليو ويو. اتي پاڻ سڳورن ﷺ انسانن جي پيءُ حضرت آدم عليه السلام کي ڏٺو ۽ کين سلام ڪيائون. انهن کين

[1] - قولن جي تفصيل لاءِ زادالمعاد (2/49) مختصر السيرة للشيخ عبدالله (ص:148,149) رحمة للعالمين (1/76).

پليڪار ڪئي، سلام جو جواب ڏنو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي نبوت جو اقرار ڪيو. الله تعاليٰ، پاڻ سڳورن ﷺ کي انهن جي ساڄي طرف نيڪ روح ۽ کابي پاسي بدبختن جا روح ڏيکاريا.

پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ کي ٻئي آسمان تي آندو ويو ۽ دروازو کولايو ويو. پاڻ سڳورن ﷺ اتي حضرت يحييٰ بن زڪريا عليه السلام ۽ حضرت عيسيٰ عليه السلام کي ڏٺو، ٻنهي سان ملاقات ڪئي ۽ سلام ڪيو. ٻنهي سلام جو جواب ڏنو، مبارڪون ڏنيون ۽ نبوت جو اقرار ڪيو.

پوءِ ٽئين آسمان تي ويا، جتي پاڻ سڳورن ﷺ، حضرت يوسف عليه السلام کي ڏٺو ۽ سلام ڪيو. انهن بہ جواب ڏنو ۽ مبارڪون ڏنيون ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي نبوت جو اقرار ڪيو.

پوءِ چوٿين آسمان تي آندو ويو. اتي پاڻ سڳورن ﷺ، حضرت ادريس عليه السلام کي ڏٺو ۽ کين سلام ڪيو. انهن جواب ڏنو ۽ پليڪار ڪئي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي نبوت جو اقرار ڪيو.

پوءِ کين پنجين آسمان تي آندو ويو. اتي حضرت هارون عليه السلام کي ڏٺائون ۽ سلام ڪيائون. انهن بہ موٽ ۾ سلام ڪري پليڪار ڪئي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي نبوت جو اقرار ڪيو.

پوءِ پاڻ ڇهين آسمان تي آندا ويا. اتي سندن ملاقات حضرت موسيٰ عليه السلام سان ٿي. پاڻ سڳورن ﷺ کين سلام ڪيو. انهن جواب ۾ پليڪار ڪئي ۽ نبوت جو اقرار ڪيو. البتہ جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ اتان اڳتي وڌيان تہ اهي روئڻ لڳا. کانئن پڇيو ويو تہ توهان ڇو پيا روئو؟ انهن وراڻيو تہ آئون ان ڪري پيو روئان جو هڪ نوجوان، جيڪو مون کانپوءِ مبعوث ڪيو ويو، ان جي امت جا ماڻهو منهنجي امت کان وڌيڪ انگ ۾ جنت ۾ ويندا.

ان کان پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ کي ستين آسمان تي پهچايو ويو. اتي پاڻ سڳورن ﷺ، حضرت ابراهيم عليہ السلام سان ملاقات ڪئي. پاڻ سڳورن ﷺ سلام ڪيو، انهن جواب ڏنو ۽ مبارڪون بہ ڏنيون ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي نبوت جو بہ اقرار ڪيو.

ان کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ کي سدرة المنتهيٰ تائين آندو ويو. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ لاءِ بيت المعمور کي پڌرو ڪيو ويو. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ کي الله جبار جل جلالہ جي دربار ۾ آندو ويو ۽ پاڻ سڳورا ﷺ، الله تعاليٰ جي ايترو ويجهو پهتا جو ٻن ڪمانن جي برابر يا ان کان بہ گهٽ فاصلو وڃي بچيو. ان وقت الله تعاليٰ وحي نازل ڪئي ۽ پنجاهہ وقت نماز فرض ڪئي. ان کان پوءِ پاڻ سڳورا ﷺ واپس ٿيا. جڏهن حضرت موسيٰ عليه السلام جي ويجهو لنگهيا تہ انهن پڇيو تہ الله تعاليٰ اوهان کي ڪهڙو حڪم ڏنو آهي؟ پاڻ سڳورن ﷺ وراڻيو تہ پنجاهہ نمازن جو. انهن پڇيو تہ "توهان جي امت ان جو ست نہ ساري سگهندي. پنهنجي پالڻهار وٽ وري وڃو ۽ پنهنجي امت لاءِ

گهٽتائيءَ جو سوال ڪريو." پاڻ سڳورن ﷺ، حضرت جبرئيل **عليه السلام** ڏانهن ڏٺو. ڄڻ ڪانئن صلاح وٺي رهيا هجن. انهن اشارو ڪيو تہ ها جي اوهان چاهيو تہ. ان ڪانپوءِ جبرئيل **عليه السلام**، پاڻ سڳورن ﷺ کي وري الله تعاليٰ جي حضور ۾ وٺي آيا ۽ اهي پنهنجي جڳهہ تي هئا. صحيح بخاريءَ جا لفظ اهي آهن. ان ڏهہ نمازون گهٽائي ڇڏيون ۽ پاڻ سڳورا ﷺ هيٺ لٿا. جڏهن وري حضرت موسيٰ **عليه السلام** وٽان لنگهيا تہ انهن کي خبر ڏنائون. انهن چيو تہ: "توهان پنهنجي رب وٽ وري وڃو ۽ اجا بہ گهٽتائيءَ جو سوال ڪريو." اهڙيءَ طرح حضرت موسيٰ **عليه السلام** ۽ الله عز و جل جي وچ ۾ اچ وڃ لڳاتار هلندي رهي. تان تہ الله پاڪ رڳو پنج نمازون باقي رکيون. ان ڪانپوءِ بہ موسيٰ **عليہ السلام**، پاڻ سڳورن ﷺ کي واپس وڃي نمازون گهٽرائڻ جو مشورو ڏنو، پر پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "هاڻي مونکي پنهنجي رب کان شرم پيو محسوس ٿئي. آئون ان تي راضي آهيان ۽ پنهنجو سر جهڪايان ٿو. پوءِ جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ ٿورو پري ويا تہ آواز آيو تہ مون پنهنجو فريضو مقرر ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجن ٻانهن تان (فرض جو بار) گهٽائي ڇڏيو.([1])

ان بعد ابن قيم ان بابت اختلاف جو ذڪر ڪيو آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي رب کي ڏٺو هو يا نہ؟ پوءِ امام ابن تيميہ جي هڪ تحقيق جو ذڪر ڪيو آهي، جنهن جو تت اهو آهي تہ اک سان ڏسڻ جو موريگوئي ڪو ثبوت نہ آهي ۽ نہ ڪو صحابہ ان جي قائل آهن ۽ ابن عباس کان سڌو سنئون ڏسڻ ۽ دل سان ڏسڻ جا بہ قول نقل **ڪيل** آهن. انهن مان ڪوبہ هڪٻئي جي ابتڙ نہ آهي. ان **ڪان** پوءِ امام ابن قيم لکي ٿو تہ سورة نجم ۾ الله تعاليٰ جو اهو ارشاد آهي تہ:

﴿ ثُمَّ دَنَا فَتَدَلَّى (8)﴾(النجم)

"وري ويجهو ٿيو پوءِ هيٺ لٿو."

تہ اهو ان ويجهڙائپ کان ڌار آهي، جيڪا معراج جي واقعي ۾ ٿي هئي. ڇو تہ سورة نجم ۾ جنهن ويجهڙائپ جو ذڪر آهي، ان مان مراد حضرت جبرئيل **عليه السلام** جي قربت ۽ ويجهڙائپ آهي. جيئن بيبي عائشہ **رضي الله عنها** ۽ ابن مسعود ﷛ فرمايو آهي: ۽ ان جي برخلاف معراج واري حديث ۾ جنهن قربت ۽ ويجهڙائپ جو ذڪر آهي، ان بابت واضح ٿيل آهي تہ اها رب پاڪ سان قربت ۽ ويجهڙائپ هئي ۽ سورة نجم ۾ ان تي موريگو ڳالهايو ئي نہ ويو آهي. پر ان ۾ اهو چيو ويو آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ ٻيو ڀيرو ڪين سدرة المنتهيٰ وٽ ڏٺو ۽ اهو حضرت

[1] - زاد المعاد (2/47، 48).

جبرئيل عليه السلام هو. كين محمد ﷺ اصلي شڪل ۾ بہ پيرا ڏٺو هو. هڪ پيرو زمين تي ۽ هڪ پيرو سدره المنتهيٰ وٽ. (والله اعلم).[1]

هن پيري بہ پاڻ سڳورن ﷺ جي سينو چيرڻ جو واقعو پيش آيو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کي هن سفر دوران گهڻيون ئي شيون ڏيکاريون ويون.

پاڻ سڳورن ﷺ کي کير ۽ شراب پيش ڪيو ويو. پاڻ سڳورن ﷺ کير قبوليو. ان تي پاڻ سڳورن ﷺ کي چيو ويو تہ اوهانکي فطرت جي راهہ ڏسي وئي يا توهان فطرت جي راهہ ڏِسي ورتي ۽ ياد رکو تہ جيڪڏهن پاڻ سڳورا ﷺ شراب وٺن ها تہ سندن امت گهمراه ٿي وڃي ها.

پاڻ سڳورن ﷺ جنت ۾ چار نهرون ڏٺيون، بہ ظاهري ۽ بہ باطني. ظاهري نيل ۽ فرات هيون. (ان جو مطلب شايد اهو هو تہ پاڻ سڳورن ﷺ جي رسالت نيل ۽ فرات جي سرسبز وادين کي پنهنجو وطن بنائيندي، يعني هتي جا رهاڪو نسل در نسل مسلمان ٿيندا. اهو نہ تہ انهن ٻنهي نهرن جي نڪرڻ جو هنڌ جنت ۾ آهي). (والله اعلم)

پاڻ سڳورن ﷺ مالڪ نالي جنت جو داروغو بہ ڏٺو، جيڪو ڪلندو ڪونہ هو ۽ نہ ئي سندس منهن تي خوشي ۽ تازگي هئي. پاڻ سڳورن ﷺ جنت ۽ جهنم بہ ڏٺا.

پاڻ سڳورن ﷺ اهي ماڻهو بہ ڏٺا، جيڪي ظلم ڪري يتيمن جو مال کائي ويندا هئا. انهن جا چپ اٺن جي چپن جيئن هئا ۽ اهي پنهنجي وات ۾ پٿرن جهڙا ٽانڊا وجهي رهيا هئا، جيڪي ٻئي طرف انهن جي ڪاڪوس واري جاءِ تان نڪري رهيا هئا.

پاڻ سڳورن ﷺ وياج خورن کي بہ ڏٺو. انهن جا پيٽ ايڏا وڏا هئا جو اهي پنهنجي جاءِ تان هيڏانهن هوڏانهن چري بہ نٿي سگهيا ۽ جڏهن فرعون جي لشڪر کي باهہ ۾ وجهڻ لاءِ وٺي وڃڻ لڳا تہ اهي وٽانئن گذرڻ مهل کين لتاڙي ٿي ويا.

پاڻ سڳورن ﷺ زانين کي بہ ڏٺو. انهن اڳيان تازو ۽ ڇرٻيءَ وارو گوشت هو ۽ ان سان گڏوگڏ سڙيل ڇيڇڙا بہ هئا. اهي ماڻهو تازو گوشت ڇڏي سڙيل ڇيڇڙا کائي رهيا هئا.

پاڻ سڳورن ﷺ انهن عورتن کي بہ ڏٺو، جيڪي پنهنجن مڙسن جي نالن تي ٻين جا ٻار داخل ڪنديون هيون. (يعني ٻين کان زنا ڪرائي پيٽ سان ٿينديون هيون، پر ٻي خبريءَ ڪري ٻار سندن مڙسن جا ليکيا ويندا هئا.) پاڻ سڳورن ﷺ ڏٺو تہ سندن ڇاتين ۾ وڏا وڏا مڙيل ڪانٽا چيي کين آسمان ۽ زمين جي وچ ۾ لٽڪايو ويو آهي.

---

[1] - زاد المعاد (2/47، 48) ۽ صحيح بخاري (1/50، 455، 456، 470، 471، 481، 548، 549، 550 – 2/684)، صحيح مسلم (1/91، 92، 93، 94، 95، 96).

پاڻ سڳورن ﷺ اچڻ وڃڻ مهل مڪي وارن جو هڪ قافلو بہ ڏٺو ۽ انهن جو هڪ اٺ بہ ڏٺو، جيڪو پڙڪو ڪائي ڀڄي ويو هو. پاڻ سڳورن ﷺ انهن جو پاڻي بہ پيتو جو هڪ ڍڪيل ٿانوَ ۾ رکيل هو. ان وقت قافلي وارا ستل هئا. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ ٿانو جيئن جو تيئن ڍڪي ڇڏيو. اها ڳالهہ معراج جي صبح پاڻ سڳورن ﷺ جي دعويٰ جي سچائيءَ لاءِ دليل ثابت ٿي.[1]

علامہ ابن قيم جو چوڻ آهي تہ جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ صبح جو پنهنجي قوم کي انهن وڏين وڏين نشانين جي خبر ڏني، جيڪي الله عزوجل پاڻ سڳورن ﷺ کي ڏيکاريون هيون تہ قوم جي انڪار ۽ تڪليف پهچائڻ ۾ واڌ اچي وئي. انهن پاڻ سڳورن ﷺ کان سوال ڪيو تہ بيت المقدس جي ڪيفيت ٻڌايو. ان تي الله تعالي، پاڻ سڳورن ﷺ آڏو بيت المقدس ظاهر ڪيو. تنهن ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ قوم کي ان جون نشانيون ٻڌائڻ شروع ڪيون ۽ اهي ڪنهن بہ ڳالهہ کي رد نہ ڪري سگهيا. پاڻ سڳورن ﷺ ايندي ويندي سندن هڪ قافلي کي ڏسڻ جو بہ ذڪر ڪيو ۽ ٻڌايو تہ اهو ڪهڙي وقت پهچندو. پاڻ سڳورن ﷺ ان اٺ جا پار پتا بہ ٻڌايا، جيڪو قافلي کان اڳيان اچي رهيو هو. پوءِ جيئن پاڻ سڳورن ﷺ ٻڌايو هو، تيئن ئي ٿيو. پر پوءِ بہ سندن نفرت نہ گهٽ ٿي ۽ ڪفر ڪندي ڪجهہ بہ مڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيائون.[2]

چيو وڃي ٿو تہ ابوبڪر رضي الله عنه کي صديق جو خطاب ان ئي موقعي تي ڏنو ويو. ڇو تہ ان، هن واقعي جي اهڙي وقت تصديق ڪئي، جڏهن ٻيا سڀ تڪذيب ڪري رهيا هئا.[3]

معراج جو فائدو ٻڌائيندي جيڪا سڀ کان ننڍي پر عظيم ڳالهہ ڪئي وئي، اها هيءَ آهي تہ:

﴿ لِنُرِيَهُ مِنْ آيَاتِنَا(1)﴾ (الإسراء)

"تہ ڪيس پنهنجون نشانيون ڏيکاريون."

ٻين نبين جي باري ۾ بہ الله تعاليٰ جي اها ئي سنت آهي. ارشاد آهي تہ:

﴿ وَكَذَلِكَ نُرِي إِبْرَاهِيمَ مَلَكُوتَ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ وَلِيَكُونَ مِنَ الْمُوقِنِينَ (75)﴾(الانعام)

"۽ اهڙي طرح ابراهيم عيله السلام کي آسمانن ۽ زمين جي بادشاهي ڏيکاريسون ٿي (هن لاءِ) تہ (اهو) يقين ڪندڙن مان ٿئي.

۽ موسيٰ عليہ السلام کي فرمايو تہ:

﴿ لِنُرِيَكَ مِنْ آيَاتِنَا الْكُبْرَى (23)﴾(طه)

"تہ توکي پنهنجين وڏين نشانين مان ڏيکاريون."

---

[1] - صحيح بخاري (50/1)، ابن هشام (397/1، 402، 406) ۽ تفسير جا ڪتاب، تفسير سورة اسراءَ.

[2] - زادالمعاد (48/1) ۽ صحيح بخاري (684/2)، صحيح مسلم (96/1)، ابن هشام (402/1، 403).

[3] - ابن هشام (399/1).

پوءِ انهن آيتن ڏيکارڻ جو مقصد الله تعاليٰ پنهنجي ارشاد ﴿ وَلِيَكُونَ مِنَ الْمُوقِنِينَ﴾ ذريعي واضح ڪيو. تنهنڪري جڏهن نبي سڳورن جي علميت کي ان طرح جي مشاهدن جي سند حاصل ٿي وڃي ٿي تہ کين عين اليقين جو مقام ملي وڃي ٿو، جنهن جو تصور ڪرڻ ممڪن ناهي. اهو ئي سبب آهي جو نبي سڳورا، الله جي راهہ ۾ اهڙيون اهڙيون سختيون سهي ويندا هئا، جن کي ڪو ٻيو سهي نٿي سگهيو. اصل ۾ سندن نگاهن ۾ دنيا جون سڀ قوتون ملي بہ مڇر جي پر جيتري بہ حيثيت نٿي اختيار ڪري سگهيون. ان ڪري ئي اهي انهن قوتن پاران مليل سختين ۽ تڪليفن جي ڪابہ پرواهہ نہ ڪندا هئا.

معراج جي واقعي ۾ لڪل جيڪي ٻيون حڪمتون ۽ اسرار ڪم ڪري رهيا هئا، انهن تي شريعت جي ڪتابن ۾ بحث ٿيڻ گهرجي. باقي ڪجهہ خاص خاص حقيقتون اهڙيون آهن، جيڪي هن ڀلاري سفر جي سرچشمن مان ڦٽي سيرت نبوي جي گلشن ڏانهن روان دوان آهن، ان ڪري هتي مختصر لکڻ ضروري آهن.

اوهان ڏسندا تہ الله تعاليٰ سورة اسراءَ ۾ اسراءَ جو واقعو رڳو هڪ آيت ۾ ٻڌائي ڪلام جو رخ يهودين جي سياهہ ڪارين ۽ ڏوهن ڏانهن موڙي ڇڏيو آهي، پوءِ انهن کي ٻڌايو ويو آهي تہ هي قرآن ان راهہ جي هدايت ڏئي ٿو، جيڪا سڀ کان سڌي ۽ صحيح راهہ آهي. قرآن پڙهڻ واري کي ڪڏهن ڪڏهن شڪ پوي ٿو تہ ٻئي ڳالهيون ٻي جوڙ آهن، پر حقيقت ائين نہ آهي. پر الله تعاليٰ هن طريقي سان اهو اشارو ڪري رهيو آهي تہ هاڻي يهودي، انسانن جي اڳواڻيءَ کان معزول ٿيڻ وارا آهن. ڇو تہ انهن اهڙا اهڙا ڏوهہ ڪيا آهن، جن جي ڪري هو ان منصب جي لائق نہ رهيا آهن. ان ڪري هاڻي اهو منصب پاڻ سڳورن ﷺ کي سونپيو ويندو ۽ حضرت ابراهيم عليه السلام جي دين جي دعوت جا ٻئي مرڪز سندن هٿ هيٺ ڏنا ويندا. ٻين لفظن ۾ ائين ڪٿي چئجي تہ روحاني قيادت هڪ امت کان ٻيءَ امت ۾ منتقل ڪئي ويندي.

پر اها قيادت ڪيئن ٿي منتقل ٿي سگهي، جڏهن تہ هن امت جو رسول مڪي جي جبلن تي ماڻهن جي وچ ڀٽي ڦريو؟ ان وقت اهو هڪ سوال هو، جيڪو هڪ ٻي حقيقت تان پردو ڪٽي رهيو هو تہ اسلامي دعوت جي هڪ دور جي پڄاڻي ٿيڻ واري آهي ۽ ٻيو دور شروع ٿيڻ وارو آهي، جنهن جو طريقو (رستو) پهرئين کان مختلف هوندو. ان ڪري اسين ڏسون ٿا تہ ڪن آيتن ۾ مشرڪن کي ڪليل ڌمڪيون ڏنيون ويون آهن. ارشاد آهي تہ: ﴿وَإِذَا أَرَدْنَا أَنْ نُهْلِكَ قَرْيَةً أَمَرْنَا مُتْرَفِيهَا فَفَسَقُوا فِيهَا فَحَقَّ عَلَيْهَا الْقَوْلُ فَدَمَّرْنَاهَا تَدْمِيرًا (16)﴾(الإسراء)

”۽ جڏهن اسين ڪنهن وسنديءَ کي ناس ڪرڻ گهرندا آهيون (تڏهن) انهن مان آسودن کي (پيغمبرن جي معرفت پنهنجي عبادت جو) حڪم ڪندا آهيون پوءِ منجهس

**نافرماني ڪندا آهن تنهن ڪري متس عذاب لازم ٿيندو آهي پوءِ چڱي طرح ان جي پاڙ پٽيندا آهيون.“**

﴿وَكَمْ أَهْلَكْنَا مِنَ الْقُرُونِ مِنْ بَعْدِ نُوحٍ وَكَفَى بِرَبِّكَ بِذُنُوبِ عِبَادِهِ خَبِيرًا بَصِيرًا (17)﴾(الإسراء)

**”۽ ڪيترائي جهانن مان نوح کان پوءِ ناس ڪياسون ۽ تنهنجو پالڻهار پنهنجن ٻانهن جي گناهن جي خبر رکندڙ ڏسندڙ ڪافي آهي.“**

انهن آيتن سان گڏوگڏ ڪجھ اهڙيون آيتون بہ آهن، جن ۾ مسلمانن کي اهڙا تمدني طور ۽ طريقا ٻڌايا ويا آهن، جن تي اسلامي معاشري جي تعمير ٿيڻي هئي. ڇڻ اهي ڪنهن اهڙي وطن ۾ نڪاڻو ڪري چڪا هجن، جتي هر لحاظ سان سندن معاملا سندن هٿ ۾ هجن. ان ڪري ئي انهن آيتن ۾ اشارو آهي تہ: پاڻ سڳورا ﷺ تمام جلد اهڙي امن واري جاءِ ۽ پناھ وارو هنڌ حاصل ڪندا، جتي پاڻ سڳورن ﷺ جي دين کي سگھ ملندي.

اها اِسراءَ ۽ معراج جي پلاري واقعي جي تہ ۾ لڪل حڪمتن ۽ رازن مان هڪ راز ۽ هڪ اهڙي حڪمت آهي، جنهن جو اسان جي موضوع سان سڌو سنئون واسطو آهي. ان ڪري ان جو بيان ڪرڻ مناسب سمجهيم. ان طرح ئي ٻن وڏين حڪمتن تي نظر وجهڻ ڪانپوءِ اسان اها راءِ قائم ڪئي آهي تہ اسراءَ جو هي واقعو يا تہ بيعت عقبہ اوليٰ کان ڪجھ اڳ جو آهي يا عقبہ جي ٻنهي بيعتن جي وچ جو آهي. (والله اعلم)

*-*-*

# پهرين بيعت عقبہ [1]

اسان ٻڌائي آيا آهيون تہ نبوت جي يارهين سال حج جي ڏينهن ۾ يثرب جي ڇهن ماڻهن اسلام قبوليو هو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ سان وعدو ڪيو هيائون تہ پنهنجي قوم ۾ وڃي پاڻ سڳورنﷺ جي رسالت جي تبليغ ڪندا. ان جو نتيجو اهو نڪتو تہ ٻئي سال جڏهن حج جا ڏينهن آيا (يعني ذوالحج ٻارنهون نبوي سال، بمطابق جولاءِ 621ع) تہ ٻارنهن ڄڻا پاڻ سڳورن ﷺ وٽ آيا. انهن ۾ حضرت جابر بن عبدالله بن رئاب کي ڇڏي باقي پنج ساڳيا گذريل سال وارا هئا. انهن کانسواءِ ست ڄڻا نوان هئا، جن جا نالا هن ريت آهن:

1. معاذ رضي الله عنه بن الحارث ابن عفراءَ — قبيلو بني النجار (خزرج)
2. ذڪوان رضي الله عنه بن عبدالقيس — قبيلو بني زريق (خزرج)
3. عبادة رضي الله عنه بن صامت — قبيلو بني غنم (خزرج)
4. يزيد رضي الله عنه بن ثعلبہ — بني غميم جو حليف (خزرج)
5. عباس رضي الله عنه بن عبادة بن نضلہ — قبيلو بني سالم (خزرج)
6. ابو الهيثم رضي الله عنه بن التهيان — قبيلو بني عبدالاشهل (اوس)
7. عويم رضي الله عنه بن ساعده — قبيلو بني عمرو بن عوف (اوس)

انهن مان رڳو آخري ٻہ ڄڻا اوس قبيلي جا هئا، باقي سڀ خزرج قبيلي جا هئا. [2]

انهن، پاڻ سڳورن ﷺ سان منيٰ ۾ عقبة وٽ ملاقات ڪئي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ سان ڪن ڳالهين تي بيعت ڪئي. اِهي اهي ئي ڳالهيون هيون، جن ڪي صلح حديبية ۽ مڪي جي فتح وقت عورتن کان بيعت ورتي وئي.

عقبة جيان بيعت جو تفصيل صحيح بخاريءَ ۾ حضرت عباده بن صامترضي الله عنه کان آيل آهي، جنهن فرمايو تہ: "اچو! مون سان ان ڳالھ جي بيعت ڪريو تہ الله سان ڪنهن بہ شيءِ کي شريڪ نہ ڪندؤ، چوري نہ ڪندؤ، زنا نہ ڪندؤ، پنهنجي اولاد کي قتل نہ ڪندؤ، پنهنجن هٿن پيرن منجهان

---

[1] - عقبہ، (ع - ق - ب ٽنهي تي زبر) گهاٽي، سوڙهي پهاڙي لنگهہ کي چئبو آهي. مڪي کان منيٰ ايندي ويندي منيٰ جي الهندي ڪناري تي هڪ سوڙهي جابلو لنگهہ تان لنگهڻو پوي ٿو. ان جو نالو عقبہ مشهور آهي. ذوالحج جي ڏهين تاريخ تي جنهن جمرة العقبه کي پٿريون هڻبيون آهن، اهو بہ ان ئي لنگهہ جي منڍ تي آهي. ان ڪري ان کي جمرة العقبه پڻ چئجي ٿو. ان جمرة جو نالو جمرة الڪبريٰ بہ آهي. باقي ٻہ جمرة ان جي اوپر ۾ ٿورو پري آهن. جيئن تہ منيٰ جو سڄو ميدان، جتي حاجي رهن ٿا، انهن ٽنهي جمرات جي اوپر ۾ آهي، ان ڪري سڄي اچ وڃ ان پاسي ئي ٿئي ٿي ۽ پٿريون هڻڻ کان پوءِ ان طرف ماڻهن جي اچ وڃ ختم ٿيو وڃي. ان ڪري پاڻ سڳورن ﷺ بيعت وٺڻ لاءِ ان جڳهہ جي چونڊ ڪئي. ان مناسبت ڪري ان کي بيعت عقبہ چئجي ٿو. هاڻي جبل ڪٽي اتان ويڪرا رستا ٺاهيا ويا آهن.

[2] - رحمة للعالمين (85/1) ابن هشام (431/1 _ 433).

گهڙي ڪنهن تي بهتان نہ آڻيندؤ ۽ ڪنهن چڱي ڳالهہ ۾ منهنجي نافرماني نہ ڪندؤ. جيڪو ماڻهو اهي سڀ شرط پورا ڪندو، الله ان کي اجر ڏيندو ۽ جيڪو ماڻهو انهن مان ڪو ڪم ڪري ويهندو تہ ان کي دنيا ۾ ئي ان جي سزا ڏني ويندي تہ اها ان جو ڪفارو هوندي ۽ جيڪو ماڻهو ان مان ڪو ڪم ڪري ويندو ۽ الله ان تي ڍڪ رکندو تہ ان جو معاملو الله جي حوالي آهي. وڻيس تہ سزا ڏيس ۽ وڻيس تہ معاف ڪري ڇڏيس." **حضرت عبادة**ﷺ فرمائي ٿو تہ: اسان ان تي پاڻ سڳورنﷺ سان بيعت ڪئي.[1]

**مديني ۾ اسلام جو سفير:-** بيعت پوري ٿي ۽ حج بہ ختم ٿيو تہ پاڻ سڳورن ﷺ انهن همراهن سان گڏ يثرب ڏانهن پهريون سفير موڪليو، جيئن اهو مسلمانن کي اسلامي حڪمن جي تعليم ڏي ۽ انهن کي دين سيکاري ۽ جيڪي ماڻهو اجا تائين مشرڪ آهن، انهن ۾ اسلام جي اشاعت ڪري. پاڻ سڳورن ﷺ ان ڪم لاءِ **حضرت مصعب بن عمير عبدري** ﷺ کي چونديو جيڪو اوائلي مسلمانن مان هو.

**وڏي ڪاميابي:-** **حضرت مصعب بن عمير** ﷺ مديني پهتو تہ **حضرت اسعد بن زرارة** ﷺ جي گهر ۾ رهيو. پوءِ ٻنهي ملي يثرب وارن آڏو جوش ۽ **جذبي** سان اسلام جي تبليغ ڪئي. **حضرت مصعب** ﷺ "مقري" جي لقب سان مشهور ٿيو. (مقريء جي معنيٰ **آهي پڙهائڻ** وارو. تڏهن استاد کي مقريء چئبو هو.)

تبليغ جي سلسلي ۾ سندن ڪاميابيءَ جو هڪ شاندار واقعو اهو آهي تہ هڪ ڏينهن پاڻ **حضرت اسعد بن زرارة** ﷺ سان گڏ **بني الاشهل** ۽ بني ظفر جي پاڙي ۾ ويا ۽ اتي بني ظفر جي هڪ باغ ۾ مرق نالي کوهہ وٽ ويهي رهيا. وٽن ڪجهہ مسلمان اچي گڏ ٿيا. ان مهل تائين بني عبدالاشهل جا ٻئي سردار يعني **حضرت سعد بن معاذ** ﷺ ۽ **حضرت اسيد بن حضير** ﷺ مسلمان نہ ٿيا هئا ۽ اجا مشرڪ هئا. جڏهن کين خبر پئي تہ **حضرت سعد** ﷺ، **حضرت اسيد** ﷺ کي چيو تہ ٿورو وڃي انهن ٻنهي کي داٻا ڏئي اچ، جيڪي اسانجي اٻوجهہ ماڻهن کي ورغلائڻ آيا آهن. کين پاڙي ۾ اچڻ کان بہ روڪي ڇڏ. جيئن تہ اسعد بن زراة ﷺ منهنجو ماسات آهي، (ان ڪري توکي پيو موڪليان) نہ تہ اهو ڪم آئون پاڻ ڪريان ها.

اسيد ﷺ پنهنجو حربو کنيو ۽ انهن ٻنهي وٽ پهتو. **حضرت اسعد** ﷺ، کين ايندو ڏسي **حضرت مصعب** ﷺ کي چيو تہ: "اهو پنهنجي قوم جو سردار تو وٽ پيو اچي. ان بابت الله تعاليٰ سان سچائي اختيار ڪجان." **حضرت مصعب** ﷺ چيو تہ: "جي هيءُ ويٺو تہ ساڻس ڳالهائيندس."

[1] - صحيح بخاري، (7/1)، (550/1، 551) (727/2)، (1003/2).

اسيد ﷺ ويجهو پهتو کين ڏڙڪا ڏيڻ لڳو. چيائين تہ: "توهان ٻئي اسان وٽ ڇو آيا آهيو؟ اسانجي ابوجهہ ماڻهن کي بيوقوف پيا ڪريو؟ ياد رکو! جيڪڏهن جان پياري اٿوَ هتان هليا وڃو." حضرت مصعب ﷺ چيو تہ: "ڇو نہ اوهان ويهو ۽ ڪجهہ ٻڌي ونو. جيڪڏهن ڪا ڳالهہ وڻي تہ قبولجوُ نہ وڻي تہ ڇڏي ڏجوُ." حضرت اسيد ﷺ چيو تہ: "ڳالهہ تہ انصاف واري آهي. ان ڪانپوءِ حربو زمين ۾ هڻي ويهي رهيو." هاڻي حضرت مصعب ﷺ اسلام تي ڳالهائڻ شروع ڪيو ۽ قرآن پڙهي ٻڌايو. سندن چوڻ آهي تہ الله جو قسم! اسان حضرت اسيد ﷺ جي ڳالهائڻ کان اڳ ئي سندن منهن جي رونق مان اسلام آڻڻ جو پتو لڳائي ڇڏيو هو. ان ڪانپوءِ ان زبان کولي تہ فرمايائين تہ: "اهو تہ ڏاڍو عمدو ۽ خوبتر آهي. توهان ڪنهن کي اِن دين ۾ ڪيئن داخل ڪندا آهيو؟" انهن چيو تہ: "اوهان اٿي تڙ ڪريو ۽ پاڪ ڪپڙا پائي پوءِ حق جي شهادت ڏيو. پوءِ ٻہ رڪعتون نماز پڙهو." هن اٿي تڙ ڪيو ۽ ڪپڙا پاڪ ڪيا. شهادت جو ڪلمو پڙهيو ۽ ٻہ رڪعتون نماز پڙهي. پوءِ چيائين! منهنجي پنيان هڪ ٻيو ماڻهو بہ آهي، جيڪڏهن اهو تنهنجو پوئلڳ ٿي وڃي تہ هن جي قوم جو ڪوبہ ماڻهو پنيان نہ رهندو ۽ آئون ان کي اجهو ٿو توهان وٽ موڪليان. (اشارو حضرت سعد بن معاذ ﷺ ڏانهن هو)

ان کان پوءِ حضرت اسيد ﷺ پنهنجو حربو کنيو ۽ موٽي حضرت سعد ﷺ وٽ آيو، جيڪو پنهنجي قوم سان گڏ ڪچهريءَ ۾ ويٺو هو. (حضرت اسيد ﷺ کي ڏسي) چيائين "آئون الله جو قسم کڻي چوان ٿو تہ هيءُ همراهہ جهڙو منهن کڻي اوهان وٽ اچي پيو، اِهو اُهو منهن نہ آهي، جيڪو کڻي ويو هو."پوءِ جڏهن حضرت اسيد ﷺ ميڙ وٽ پهتو تہ حضرت سعد ﷺ کانئن پڇيو تہ ڇا ڪري آئين؟ هن وراڻيو تہ: "مون انهن کي روڪي ڇڏيو آهي ۽ انهن بہ چيو آهي تہ اهو ئي ڪندا، جيڪو اوهان چاهيندا ۽ مونکي پتو پيو آهي تہ بني حارثہ جا ڪي ماڻهو اسعد بن زرارة ﷺ کي قتل ڪرڻ ويا آهن ۽ ان جو ڪارڻ اهو آهي تہ اهي ڄاڻن ٿا تہ اسعد اوهانجو ماسات آهي، ان ڪري هو چاهين ٿا تہ توهان جو عهد ٽوڙي وجهن." اهو ٻڌي سعد ﷺ ڪاوڙ ۾ ٽپ ڏئي اٿيو ۽ نيزو کڻي سڌو وٽن پهتو. ڏٺائين تہ ٻئي ڄڻا مزي سان ويٺا آهن. پاڻ سمجهي ويو تہ اسيد ﷺ جي مرضي اها هئي تہ پاڻ بہ انهن جون ڳالهيون ٻڌي پر انهن وٽ پهچي ڏڙڪا ڏيڻ شروع ڪيائين. پوءِ اسعد بن زرارة ﷺ کي مخاطب ٿي چيائين تہ: "اي ابو امامہ! الله جو قسم! جيڪڏهن تنهنجي ۽ منهنجي وچ ۾ مائٽي نہ هجي ها تہ تون مون مان اها اميد بہ نہ رکين ها جو اسانجي پاڙي ۾ اچي اهڙيون حرڪتون ڪرين ها، جيڪي اسان کي نٿيون وڻن.

هوڏانهن حضرت اسعد ﷛، **حضرت مصعب** ﷛ کي پهرين ٻڌائي ڇڏيو هو تہ: **الله جو قسم**! اسان وٽ هڪ اهڙو سردار اچي پيو، جنهن جي پنيان سندس سڄي قوم آهي. جيڪڏهن هن تنهنجي ڳالهہ مڃي ورتي تہ پوءِ انهن مان ڪير بہ پوئتي نہ رهندو. ان ڪري **حضرت مصعب** ﷛، **حضرت سعد** ﷛ کي چيو تہ: "ڇو نہ اوهان هتي ويهو ۽ منهنجون ڪي ڳالهيون ٻڌي وٺو. جيڪڏهن ڪا ڳالهہ وڻي تہ قبولجوٴ نہ وڻي تہ اسان اها ڳالهہ نہ ڪنداسين." **حضرت سعد** ﷛ چيو تہ: "ڳالهہ تہ صحيح ٿو چوين." ان ڪانپوءِ پنهنجو نيزو زمين ۾ هڻي ويٺو. **حضرت مصعب** ﷛ کين اسلام جو پيغام پهچايو ۽ کين پڙهي ٻڌايو. سندن چوڻ آهي تہ اسانکي **حضرت سعد** ﷛ جي ڳالهائڻ کان اڳ ئي سندن چهري جي رونق مان اسلام قبولڻ جي پروڙ پئجي وئي هئي. ان ڪانپوءِ هن زبان کولي ۽ فرمايو تہ: "توهان اسلام قبولڻ مهل ڇا ڪندا آهيو؟" انهن چيو تہ توهان تڙ ڪريو، ڪپڙا پاڪ ڪريو، پوءِ حق جي شاهدي ڏيو، پوءِ بہ رڪعتون نماز پڙهو." **حضرت سعد**﷛ ائين ڪيو. ان ڪانپوءِ پنهنجو نيزو کڻي پنهنجي قوم ۾ آيو. ماڻهن ڏسي چيو تہ: "**الله جو قسم**! سعد ﷛ جيڪو چهرو کڻي ويو هو، ان بدران ٻيو کڻي موٽيو آهي." پوءِ جڏهن **حضرت سعد** ﷛ ميڙ وٽ پهتو تہ چيائين تہ: "اي بني الاشهل! توهانجي مون بابت ڪهڙي راءِ آهي؟" انهن چيو تہ "توهان اسانجا سردار آهيو، سڀ کان وڌيڪ سمجهہ وارا آهيو ۽ اسان ۾ سڀ کان ڀلارا آهيو." هن چيو تہ "ڇڱو تہ پوءِ ٻڌو! هاڻي توهانجي مردن ۽ عورتن سان ڳالهائڻ مون لاءِ تيستائين حرام آهي، جيستائين توهان الله ۽ ان جي رسول تي ايمان نٿا آڻيو." سندن ان ڳالهہ جو اثر اهو نڪتو جو شام ٿيندي ٿيندي ان قبيلي جو ڪوبہ مرد ۽ ڪابہ عورت اهڙي نہ بچي، جا مسلمان نہ ٿي هجي. رڳو هڪ ماڻهو اصيرم هو، جيڪو جنگ احد تائين مسلمان نہ ٿيو. پوءِ احد واري ڏينهن هن اسلام قبوليو ۽ جنگ ۾ وڙهندي شهيد ٿيو. ان اجا الله تعاليٰ جي حضور ۾ هڪ بہ سجدو نہ ڪيو هو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: **هن عمل** ٿورو ڪيو، پر اجر وڏو پاتو.

**حضرت مصعب** ﷛، **حضرت اسعد** ﷛ بن زرارة جي گهر ۾ ئي رهي اسلام جي تبليغ ڪندو رهيو. تان تہ انصارن جو ڪوبہ اهڙو گهراڻو نہ بچيو، جنهن ۾ ڪجهہ مرد ۽ عورتون مسلمان نہ ٿيا هجن. رڳو بني اميہ بن زيد ۽ خطمہ ۽ وائل جا ڪي گهراڻا وڃي رهيا. مشهور شاعر قيس بن اسلت انهن جو ئي ماڻهو هو ۽ هي ماڻهو سندن ڳالهہ مڃيندا هئا. ان شاعر کين خندق جي جنگ (سن 5 هجري) تائين اسلام کان پري رکيو. بهرحال ٻئي سال حج جي موسم يعني نبوت جي تيرهين سال جي صبح ٿيڻ کان اڳ **حضرت مصعب بن عمير** ﷛ ڪاميابيءَ جون خبرون کڻي پاڻ

سڳورنﷺ وٽ مڪي پهتو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کي يثرب جي قبيلن جي حالتن، انهن جي جنگي ۽ بچاءَ جي صلاحيتن ۽ خير جي صلاحيتن جو تفصيل ٻڌايائين.([1])

*-*-*

[1] - ابن هشام (1/435، 438، 2/90) – زاد المعاد (2/51).

# ٻي بيعت عقبة

نبوت جي تيرهين سال حج جي ڏينهن (جون 622ع) ۾ يثرب جا ستر کان وڌيڪ ماڻهو حج ڪرڻ لاءِ مڪي آيا. اهي پنهنجي قوم جي مشرڪ حاجين سان گڏجي آيا هئا. اهي يثرب مان ئي يا رستي ۾ ئي هڪ ٻئي کان پڇڻ لڳا ته اسين ڪيستائين پاڻ سڳورن ﷺ کي ائين ئي مڪي ۾ جبلن جا چڪر لڳائيندي ۽ پريشان ٿيندي ڏسي ماٺ رهنداسين. پوءِ جڏهن اهي مسلمان مڪي پهتا ته لڪ ڇپ ۾ پاڻ سڳورن ﷺ سان ملڻ شروع ڪيائون ۽ نيٺ ان ڳالهه تي متفق ٿيا ته ٻئي ڏريون تشريق جي ڏهاڙن ([1]) جي وچئين ڏينهن يعني 12 ذي الحج تي منيٰ ۾ جمرة اوليٰ يعني جمره عقبة واري لنگهه وٽ جمع ٿيندا ۽ اها گڏجاڻي رات جي ڳجهيءَ طرح ٿيندي.

اچو ته ان تاريخي ميڙاڪي جو احوال، انصارن جي هڪ اڳواڻ جي زباني ٻڌون جو اهو ئي ميڙ هو، جنهن اسلام ۽ بت پرستيءَ جي جنگ ۾ زماني جو رخ موڙي ڇڏيو هو.

حضرت ڪعب بن مالڪ رضي الله عنه جو بيان آهي ته "اسين حج لاءِ هلياسين. پاڻ سڳورن ﷺ سان تشريق جي ڏهاڙن جي وچين رات جو ملڻ جو فيصلو ٿيو ۽ نيٺ اها رات آئي، جنهن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ سان ملاقات طئه هئي. اسان سان، اسانجو هڪ معزز سردار عبدالله بن حرام به هو، جيڪو ان وقت تائين مسلمان نه ٿيو هو، اسان ان کي ساڻ ڪنيو. اسانجي قوم جا جيڪي مشرڪ هئا، اسان انهن کان سڄو معاملو لڪايو، پر اسان عبدالله بن حرام سان ڳالهه ٻولهه ڪئي ۽ کيس چيو ته اي ابو جابر! اوهان، اسانجا هڪ معزز ۽ شريف اڳواڻ آهيو ۽ اوهانکي اوهانجي موجوده حالت مان ڪڍڻ پيا چاهيون، جيئن اوهان سڀاڻي باهه جو ڪاٺ نه ٿي وڃو. ان ڪانپوءِ اسان کيس اسلام جي دعوت ڏني ۽ ٻڌايو ته اڄ عقبه ۾ پاڻ سڳورن ﷺ سان اسانجي ملاقات ٿيندي. هن اسلام قبوليو ۽ اسان سان گڏ عقبه هليو ۽ نقيب پڻ چونڊجي ويو."

حضرت ڪعب رضي الله عنه واقعي جو تفصيل هن طرح بيان ڪري ٿو ته "اسان معمول مطابق ان رات پنهنجي قوم جي ماڻهن سان ديرن ۾ ستاسين، پر جڏهن رات جو ٽيون پهر گذريو ته پنهنجن ديرن مان نڪري طئه ٿيل جڳهه تي پهتاسين. اسين ان طرح لڪي لڪي نڪتاسين، جيئن جهرڪيون، آکيري مان نڪرنديون آهن. تان ته سڀ اچي عقبه ۾ گڏ ٿياسين. اسان ڪل پنجهتر ڄڻا هئاسين. ٽيهتر مرد ۽ ٻه عورتون. هڪ ام عمارة رضي الله عنها نسيبه بنت ڪعب، جيڪا بنو مازن بن نجار قبيلي مان هئي ۽ ٻي ام منيع رضي الله عنها اسماءَ بنت عمرو، جنهن جو تعلق بنو سلمه قبيلي سان هو.

---

[1] - ذوالحج مهيني جي يارهين، ٻارهين ۽ تيرهين تاريخن کي تشريق وارا ڏينهن چئبو آهي.

اسين گھاٽيءَ وٽ گڏ ٿي پاڻ سڳورن ﷺ جو انتظار ڪرڻ لڳاسين. نيٺ اهو وقت اچي ويو، جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ تشريف ڪٺي آيا. ساڻن گڏ سندن چاچو **حضرت عباس بن عبدالمطلب** رضي الله عنه بہ هو. جيتوڻيڪ هو اڃا پنهنجي قوم جي دين تي هو، پر چاهيائين ٿي تہ پنهنجي ڀائيٽئي جي معاملي ۾ موجود رهي ۽ ان لاءِ پڪو اطمينان حاصل ڪري وٺي. سڀ کان پهرين ان ئي ڳالهائڻ شروع ڪيو."([1])

## ڳالھہ ٻولھہ جي شروعات ۽ **حضرت** عباس رضي الله عنه پاران معاملي جي نزاڪت جي تشريح:

سڀ گڏجي ويٺا تہ ديني ۽ فوجي تعاون جي وعدن وعيدن کي آخري شڪل ڏيڻ لاءِ ڳالھہ ٻولھہ جو آغاز ٿيو. پاڻ سڳورن ﷺ جي چاچي **حضرت عباس** رضي الله عنه سڀ کان اڳ ڳالهايو. سندن مقصد اهو هو تہ تفصيل سان هن ذميداريءَ جي نزاڪت جي وضاحت ڪئي وڃي، جيڪا انهن وعدن جي نتيجي ۾ يثرب وارن جي مٿان پوڻ واري آهي. تنهنڪري هن چيو تہ "خزرج وارؤ! (عربستان جا عام رهاڪو انصارن جي ٻنهي قبيلن يعني خزرج ۽ اوس کي خزرج ئي چوندا هئا.) اسان وٽ محمد ﷺ جي جيڪا حيثيت آهي، اها توهان ڀليءَ پت ڄاڻو ٿا. اسانجي قوم جا جيڪي ماڻهو ديني طرح اسان جهڙي راءِ رکن ٿا، اسان محمد ﷺ کي انهن کان محفوظ رکيو آهي. اهي پنهنجي قوم ۽ پنهنجي شهر ۾ قوت ۽ عزت ۽ طاقت ۽ حفاظت ۾ آهن، پر هاڻي اهي توهان وٽ وڃڻ ۽ توهان سان گڏجڻ تي زور ڀيا ڀرين. تنهنڪري جي توهان سمجهو ٿا تہ توهان کين جنهن شيءِ لاءِ سڏي رهيا آهيو، ان کي نڀائي ويندا ۽ کين، سندن ويرين کان بچائي سگهندا تڏهن تہ نيڪ آهي، توهان جيڪا ذميواري کنئي آهي، ڀلي ڪڻو، پر جي توهان جو اندازو آهي تہ توهان کين پاڻ سان وٺي وڃڻ بعد اڪيلو ڇڏي ڏيندا تہ پوءِ هينئر کان ئي کين ڇڏي ڏيو. ڇو تہ اهي پنهنجي قوم ۽ پنهنجي شهر ۾ وري بہ عزت ۽ حفاظت سان آهن.

**حضرت ڪعب** رضي الله عنه جو چوڻ آهي تہ اسان عباس رضي الله عنه کي چيو تہ: اوهانجي ڳالھہ اسان ٻڌي ورتي. هاڻي رسول الله ﷺ! توهان ڳالهايو ۽ پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجي رب لاءِ جيڪي وعدا وعيد وٺڻ چاهيو ٿا سي وٺي وٺو.([2])

هن جواب مان معلوم ٿئي ٿو تہ هن وڏي بار کي کڻڻ ۽ ان جي خطرناڪ نتيجن کي سهڻ جي سلسلي ۾ انصارن جي پڪي ارادي، شجاعت ۽ ايمان ۽ جوش ۽ اخلاص جو ڇا حال هو. ان ڪانپوءِ

---

[1] - ابن هشام (1/440، 441).

[2] - ابن هشام (1/ 441، 442).

پاڻ سڳورن ﷺ ڳالهايو. پهرين قرآن جي تلاوت ڪئي، الله جي رستي تي هلڻ جي دعوت ۽ اسلام جي ترغيب ڏني ۽ پوءِ بيعت ورتي.

**بيعت جا شرط:-** بيعت جو واقعو امام احمد، **حضرت جابر** ﷛ جي روايت سان تفصيل سان بيان ڪيو آهي. **حضرت جابر** ﷛ ٻڌايو ته اسان عرض ڪيو ته يا رسول الله ﷺ! اسان اوهان سان ڪهڙي ڳالهه جي بيعت ڪريون؟

پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته: هنن ڳالهين تي:

1. چستي ۽ سستي هر حال ۾ ڳالهه ٻڌندؤ ۽ مڃيندؤ.

2. تنگي ۽ خوشحالي، هر حال ۾ مال خرچيندؤ.

3. ڀلائيءَ جو حڪم ڏيندؤ، برائيءَ کان روڪيندؤ.

4. الله جي راهه ۾ اٿي کڙا ٿيندؤ ۽ الله جي راهه ۾ ڪنهن ملامت ڪندڙ جي ملامت جي پرواهه نه ڪندؤ.

5. ۽ جڏهن آئون اوهان وٽ پهچندس ته منهنجي مدد ڪندؤ ۽ جنهن شيءِ سان پنهنجي جان پنهنجن ٻارن ٻچن جي حفاظت ڪندا آهيو، ان سان منهنجي حفاظت ڪندؤ.

۽ پوءِ اوهان لاءِ جنت آهي.[1]

**حضرت ڪعب** ﷛ جي روايت، جيڪا ابن اسحاق آندي آهي، ان ۾ رڳو آخري شرط جو ذڪر ڪيل آهي. ان ۾ چيو ويو آهي ته رسول الله ﷺ قرآن جي تلاوت، الله جي دعوت ۽ اسلام جي ترغيب ڏيڻ بعد فرمايو ته: "آئون اوهان کان هن ڳالهه جي بعيت وٺان ٿو ته توهان ان شيءِ سان منهنجي حفاظت ڪندؤ، جنهن سان پنهنجن ٻارن ٻچن جي حفاظت ڪندا آهيو." تنهن تي حضرت براءَ بن معرور﷛ ، پاڻ سڳورن ﷺ جو هٿ جهلي چيو ته ها ان ذات جو قسم، جنهن اوهانکي سچو نبي ڪري موڪليو آهي. اسين پڪ ان شيءِ سان اوهانجي حفاظت ڪنداسين، جنهن سان پنهنجن ٻارن ٻچن جي ڪندا آهيون. تنهنڪري يا رسول الله ﷺ! توهان اسان کان بيعت وٺو. **الله** جو قسم! ته اسين جنگ جا ڪوڏيا آهيون ۽ هٿيار اسان لاءِ رانديڪا آهن. اها ريت اسان ۾ ابن ڏاڏن کان هلندي اچي.

---

[1] - ان کي امام احمد، "حسن" چيو آهي. امام حاڪم ﷬ ۽ ابن حبان ﷬ صحيح چيو آهي. ڏسو مختصر السيرة، شيخ عبدالله نجدي (ص: 155). ابن اسحاق لڳ ڀڳ ساڳي ڳالهه حضرت عبادة بن صامت ﷛ کان روايت ڪئي آهي. جڏهن ته ان ۾ هڪ شرط وڌيڪ آهي ته اسان حڪمرانن سان حڪومت لاءِ نه وڙهنداسين. ڏسو ابن هشام (454/1).

**حضرت ڪعب** ﷺ جو بيان آهي تہ **حضرت براءَ** ﷺ، پاڻ سڳورن ﷺ سان ڳالهائي رهيو هو تہ ابو الهيثم ﷺ بن تيهان ڳالهہ ڪٽيندي چيو تہ: "يا رسول الله ﷺ! اسان ۽ ڪن ٻين ماڻهن يعني يهودين جي وچ ۾ وعدن وعيدن جا لاڳاپا آهن. جن کي اسان هاڻي ڪٽڻ وارا آهيون. ڪٿي ائين نہ ٿئي تہ اسين ائين ڪري وجهون ۽ پوءِ الله توهان کي غلبو عطا فرمائي تہ توهان اسانکي ڇڏي پنهنجي قوم ۾ موٽي وڃو!؟"

اهو ٻڌي پاڻ سڳورا ﷺ مرڪيا، پوءِ فرمايائون تہ: "(نہ) پر اوهان جو خون ۽ اوهانجي بربادي منهنجي بربادي آهي. آئون اوهان مان آهيان ۽ اوهان مون مان آهيو. جنهن سان اوهان وڙهندؤ، ان سان مان بہ وڙهندس ۽ جنهن سان اوهان صلح ڪندؤ، ان سان آئون بہ صلح ڪندس."([1])

**بيعت جي نزاڪت جي يادگيري ڪرائڻ:-** بيعت جا شرط طئہ ٿيڻ ڪانپوءِ ماڻهن بيعت شروع ڪرڻ جو ارادو ڪيو تہ اڳين قطار مان ٻہ ڄڻا، جيڪي نبوت جي يارهين يا ٻارهين سال مسلمان ٿيا هئا، هڪ ٻئي پويان اٿيا تہ جيئن ماڻهن اڳيان سندن ذميداريءَ جي نزاڪت ۽ خطرناڪي چڱيءَ طرح واضح ڪري سگهن تہ جيئن ماڻهو برو ڀلو چڱيءَ طرح ڇاڻي پوءِ بيعت ڪن. ان جو مقصد اهو **معلوم ڪرڻو** هو تہ قوم قرباني ڏيڻ لاءِ ڪيتري حد تائين تيار آهي.

ابن اسحاق جو چوڻ آهي تہ جڏهن ماڻهو بيعت لاءِ گڏ ٿيا تہ **حضرت عباس** ﷺ بن عبادة بن نضلہ چيو تہ: "توهان ڄاڻو ٿا تہ انهن سان (اشارو پاڻ سڳورن ﷺ ڏانهن هو) ڪهڙي ڳالهہ ۾ بيعت پيا ڪريو؟" ها ها! جي آوازن تي **حضرت عباس** ﷺ **بن عباده** چيو تہ: "توهان، انهن سان سرخ ۽ ڪارن ماڻهن سان جنگ ڪرڻ جي **بيعت** پيا ڪريو. جي اوهان جو خيال آهي تہ جڏهن توهان جو مال لٽيو ويندو ۽ اوهان جي اشرافن کي قتل ڪيو ويندو تہ توهان، سندن سات ڇڏي ويندا تہ پوءِ هينئر ئي ڇڏي ڏيو. ڇو تہ جيڪڏهن توهان کين وٺي وڃڻ ڪانپوءِ ڇڏي ڏنو تہ دنيا ۽ آخرت ۾ خواري ٿيندي ۽ جي توهان جو اهو خيال آهي تہ مال جي تباهي ۽ اشرافن جي قتل جي باوجود اهو عهد نڀائيندؤ، جيڪو اوهان ڪيو آهي تہ پوءِ بيشڪ توهان کين وٺي وڃو، ڇو تہ الله جو قسم اها ئي دنيا ۽ آخرت جي ڀلائي آهي. تنهن تي سيني هڪ آواز ٿي چيو تہ اسان مال جي تباهي ۽ اشرافن جي قتل جو خطرو سر تي کڻي انهن کي قبوليون ٿا. ها! يا رسول الله ﷺ! اسان اهو عهد پورو ڪيو تہ اسانکي ان جو ڪهڙو بدلو ملندو؟ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "جنت" ماڻهن چيو تہ "پنهنجو هٿ اڳتي وڌايو. پاڻ سڳورن ﷺ هٿ اڳتي وڌايو ۽ ماڻهن بيعت شروع ڪري ڏني.([2])

---

[2] - ابن هشام (446/1).

حضرت جابر ﷺ جو چوڻ آهي تہ ان وقت اسان بيعت ڪرڻ اٿياسين تہ حضرت اسعد ﷺ بن زرارة، جيڪو سڀني آيلن مان ننڍي عمر جو هو، پاڻ سڳورن ﷺ جو هٿ جهليو ۽ چيو تہ: "يثرب وارؤ! ٿورو ترسو! اسان پاڻ سڳورن ﷺ جي خدمت ۾ ڊگهو سفر ڪري ان يقين سان آيا آهيون تہ پاڻ سڳورا ﷺ، الله جا رسول آهن. اڄ پاڻ سڳورن ﷺ کي هتان وٺي وڃڻ جي معنيٰ آهي سڄي عربستان سان دشمني، توهان جي چونڊ سردارن جو قتل ۽ تلوارن جي مار. ان ڪري جيڪڏهن اهو سڀ ڪجهہ سهي سگهو تہ پوءِ انهن کي وٺي هلو ۽ توهان جو اجر الله تي آهي ۽ جي توهانکي پنهنجي جان پياري آهي تہ کين هينئر ئي ڇڏي ڏيو. اهو الله وٽ وري بہ قابلِ قبول عذر هوندو.[1]

**بيعت جي تڪميل:-** بيعت جا شرط پهرين طئہ ٿي چڪا هئا. هڪ ڀيرو نزاڪت جي وضاحت بہ ٿي چڪي هئي. هاڻي اها وڏيڪ پارت ٿي تہ ماڻهن هڪ آواز ٿي چيو تہ: "اسعد بن زراره! پنهنجو هٿ پري ڪر. الله جو قسم! اسان نڪو بيعت ڇڏي ٿا سگهون نہ ئي ٽوڙي ٿا سگهون.[2] ان جواب مان حضرت اسعد ﷺ کي چڱيءَ طرح پروڙ پئجي وئي تہ سندن قوم ڪيتري قدر هن راهہ ۾ جان ڏيڻ لاءِ تيار آهي. حقيقت ۾ حضرت اسعد بن زرارة ﷺ، حضرت مصعب بن عمير ﷺ سان گڏ مديني ۾ اسلام جو سڀ کان وڏو مبلغ هو. ان ڪري اصولي طور تي پاڻ انهن بيعت ڪندڙن جو ديني سردار بہ هو ۽ ان ڪري ئي سڀ کان پهرين ان ئي بيعت ڪئي، جيئن ابن اسحاق جي روايت آهي تہ بنو النجار وارا چوندا آهن تہ ابو امامہ اسعد ﷺ بن زرارة سڀ کان پهريون فرد هو، جنهن پاڻ سڳورن ﷺ سان هٿ ملايو ([3]) ۽ ان کانپوءِ عام بيعت ٿي ۽ ان جي بدلي ۾ جنت جي بشارت ڏني وئي.[4]

باقي رهيون بہ عورتون، جيڪي ان مهل موجود هيون، انهن جي بيعت زباني ٿي. پاڻ سڳورن ﷺ ڪڏهن بہ ڪنهن اڻ ڄاڻ عورت کي هٿ نہ ڏنو.[5]

بارنهن نقيب:- بيعت جو سلسلو پورو ٿيو تہ پاڻ سڳورن ﷺ رٿ پيش ڪئي تہ بارنهن اڳواڻ چونڊيا وڃن، جيڪي پنهنجي پنهنجي قبيلي پاران نمائندا هجن. پاڻ سڳورن ﷺ جو ارشاد هو تہ: توهان پاڻ مان بارنهن نقيب پيش ڪريو، جيئن اهي ئي پنهنجي قوم جي معاملن جا ذميدار ٿين.

---

[1] - مسند احمد.

[2] - مسند احمد.

[3] - ابن اسحاق جو هي بيان آهي تہ عبدالاشهل وارا چوندا هئا تہ سڀ کان اڳ ابو الهيثم بن تيهان بيعت ڪئي ۽ حضرت ڪعب ﷺ بن مالڪ چوندو هو تہ براءَ بن معرور ﷺ ڪئي. (ابن هشام 1/447) منهنجو خيال آهي تہ ٿي سگهي ٿو تہ بيعت کان اڳ پاڻ سڳورن ﷺ سان حضرت ابو الهيثم ۽ براءَ ﷺ سان ٿيل ڳالهہ ٻولهہ کي ئي ماڻهن بيعت سمجهي ڇڏيو هجي، نہ تہ ان وقت اڳتي ٿيڻ جو سڀ کان وڏيڪ حقدار اسعد بن زراره ﷺ هو. (والله اعلم).

[4] - مسند احمد.

[5] - صحيح مسلم، (131/2).

پاڻ سڳورن ﷺ جي ارشاد تي هڪدم نقيب چونديا ويا، جن مان نوَ خزرج مان هئا ۽ ٽي اوس مان، جن جا نالا هن ريت هئا:

**خزرج جا نقيب:-** (1) اسعد بن زرارة بن عدس رضي الله عنه (2) سعد بن ربيع بن عمرو رضي الله عنه (3) عبدالله بن رواحہ بن ثعلبہ رضي الله عنه (4) رافع بن مالڪ بن عجلان رضي الله عنه (5) براءَ بن معرور بن صخر رضي الله عنه (6) عبدالله بن عمرو بن حرام رضي الله عنه (7) عبادة بن صامت بن قيس رضي الله عنه (8) سعد بن عبادة بن دليم رضي الله عنه (9) منذر بن عمرو بن خنيس رضي الله عنه.

**اوس جا نقيب:-** (1) اسيد رضي الله عنه بن حضير بن سماڪ (2) سعد رضي الله عنه بن خيثمہ بن حارث (3) رِفاعہ رضي الله عنه بن عبدالمنذر بن زبير[1]

جڏهن اهي نقيب چوندجي ويا تہ انهن کان سردار ۽ ذميدار هئڻ جي حيثيت ۾ پاڻ سڳورن ﷺ قسم ورتو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "توهان پنهنجي قوم جي مڙن ئي معاملن جا ذميدار آهيو." انهن سڀني چيو تہ "هائو."[2]

**شيطان جو معاهدي کي ظاهر ڪرڻ:-** معاهدو پورو ٿي ويو ۽ هاڻي ماڻهو ڇڙوڇڙ ٿيڻ لڳا. جيئن تہ (انڪشاف) آخري لمحن ۾ ٿيو هو ۽ ايترو موقعو نہ هو جو اها ڄاڻ ماڻ ميٺ ۾ قريشن کي ڏني وڃي ۽ اهي اوچتو هن ميڙ تي ڪاهي پون ۽ ڪين اتي ئي وڃي جهلين. ان ڪري شيطان جهٽ پٽ هڪڙي مٿاهين جڳهہ تي چڙهي ڏاڍيان پڙهو ڏنو تہ "خيمي وارؤ! محمد کي ڏسو، هينئر بيدين ساڻس گڏ آهن ۽ توهان سان وڙهڻ لاءِ گڏ ٿيا آهن."

پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "اهو هن جڳهہ جو شيطان آهي. او الله جا دشمن! ٻڌ، هاڻي تنهنجي لاءِ جلدي واندو ٿي رهيو آهيان." ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ، ماڻهن کي چيو تہ اهي پنهنجن ديرن تي هليا وڃن.[3]

**قريشن کي ڏڪ هڻڻ لاءِ انصارن جي تياري:-** ان شيطان جو آواز ٻڌي حضرت عباس رضي الله عنه بن عبادة بن نضلہ چيو تہ: "ان ذات جو قسم! جنهن اوهانکي حق سان نوازي موڪليو آهي، اوهان چاهيو تہ اسان سڀاڻي منيٰ وارن تي تلوارن سان ڪاهي پئون." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ:

---

[1] - زبير ۾ "ب" ٿيندي. ڪن وري "ن" ڇاڻائي زنير لکيو آهي. ڪن سيرت نگارن رِفاعہ بدران ابوالهيثم بن تيهان جو نالو لکيو آهي.
[2] - ابن هشام (1/443، 444، 446).
[3] - زاد المعاد (51/2).

"اسان کي ان جو حڪم ناهي ڏنو ويو. بس توهان پنهنجن ديرن تي موٽي وڃو. ان کانپوءِ ماڻهو موٽي وڃي ستا، تان ته صبح ٿي ويو.([1])

**يثرب جي وڏيرن سان قريشن جو احتجاج**:- اها خبر قريشن جي ڪنن تائين پهتي ته انهن ۾ کهرام مچي ويو. ڇو ته اهڙي بيعت مان جيڪو ڪين جاني ۽ مالي نقصان رسي ٿي سگهيو، ان جو اندازو ڪين پليءَ پيت هو. تنهنڪري صبح ساڻ سندن وڏيرن ۽ دانشورن جي هڪ وڏي انگ هن معاهدي خلاف احتجاج ڪرڻ لاءِ يثرب وارن جي خيمن جو رخ ڪيو ۽ هيٺين ڳالهه شروع ڪيائون:

"خزرج وارؤ! اسانکي پتو پيو آهي ته اوهان اسانجي هن صاحب کي اسان مان ڪڍي وڃڻ وارا آهيو ۽ اسان سان جنگ ڪرڻ لاءِ سندس هٿ تي بيعت ڪئي اٿوَ. جڏهن ته پيو ڪو عرب قبيلو اهڙو ڪونهي، جنهن سان جنگ ڪرڻ اسانکي ايتري ناگوار لڳي، جيتري اوهان سان."([2])

پر جيئن ته خزرج جي مشرڪن کي بيعت جي ماڳهين ڪا خبر نه هئي، ڇو ته اها صفا لڪ ڇپ ۾ رات جو ٿي هئي. ان ڪري انهن مشرڪن الله جا قسم کڻي ڪين پڪ ڏياري ته ائين ڪونه ٿيو آهي. اسانکي اهڙي ڪنهن ڳالهه جو پتو به ڪونهي. نيٺ اهو وفد عبدالله بن ابي ابن سلول وٽ پهتو. ان به چيو ته "اهو ڪوڙ آهي. ائين ڪونه ٿيو آهي ۽ نه ئي ٿي سگهي ٿو ته منهنجي قوم، مون کانسواءِ اهڙو ڪم ڪري. جيڪڏهن آئون يثرب ۾ هجان ها ته به مون سان صلاح ڪرڻ کانسواءِ منهنجي قوم ائين نه ڪري ها."

باقي بچيا مسلمان ته انهن اکين ئي اکين ۾ هڪ ٻئي کي ڏٺو ۽ ماٺ ۾ رهيا. انهن مان ڪنهن به هائوڪار يا نه ڪر نه ڪئي. نيٺ قريشن جي وڏيرن سمجهيو ته مشرڪن جي اها ڳالهه سچي آهي. ان ڪري اهي نامراد ٿي موٽي ويا.

**پڪي خبر پوڻ ۽ بيعت ڪرڻ وارن جي پٺيان لڳڻ**:- مڪي جا مهندار پڪ ڪري موٽيا هئا ته اها خبر ڪوڙي آهي، پر تڏهن به ڪوٽ ڪوٽان ۾ لڳا رهيا. نيٺ ڪين پڪي خبر پئي ته اها ڳالهه سچي آهي ۽ بيعت ٿي چڪي آهي، پر اها خبر ان وقت پئي، جڏهن حاجي پنهنجي پنهنجي وطن ڏي موٽي ويا هئا. ان ڪري سندن سوار تيز رفتاريءَ سان يثرب وارن جي پويان لڳا، پر موقعو هٿن مان نڪري چڪو هو. باقي انهن سعد رضي الله عنه بن عبادة ۽ منذر رضي الله عنه بن عمرو کي ڏسي ورتو ۽ انهن تائين وڃي پهتا. پر منذر رضي الله عنه ته تکو نڪري ويو. باقي سعد رضي الله عنه بن عبادة جهلجي پيو ۽ سندس هٿ ڳچيءَ جي پويان ڪري سندس ئي اٺ جي ڪجاوي جي رسيءَ سان ٻڌي ڇڏيائون. پوءِ ڪين ماريندا

---

[1] - ابن هشام (448/1).

[2] - ابن هشام (448/1).

ڪٽيندا ۽ سندن وار پٽيندا مڪي وني آيا. پر اتي مطعم بن عدي ۽ حارث بن حرب بن اميہ اچي کين ڇڏايو. ڇو تہ انهن ٻنهي جا قافلا يثرب وٽان حضرت سعد ﷺ جي پناهہ ۾ لنگهندا هئا. هوڏانهن انصارن، سندن گرفتاريءَ ڪانپوءِ هلان ڪرڻ جو فيصلو ڪيو، پر ايتري ۾ پاڻ ايندو نظر آيو. ان ڪانپوءِ سڀ ماڻهو خيريت سان يثرب پهچي ويا.[1]

اها ٻي عقبہ واري ٻي بيعت هئي، جنهن کي بيعت عقبہ ڪبريٰ چئجي ٿو. اها اهڙين حالتن ۾ ٿي، جنهن تي محبت ۽ وفاداري، ڇڙوڇڙ مؤمنن جي وچ ۾ تعاون، اعتماد ۽ جانثاري ۽ شجاعت جا جذبا ڇانئيل هئا. تنهنڪري يثرب جي مؤمنن جون دليون پڻ پنهنجن مڪي وارن ڪمزور ڀائرن لاءِ پيار سان ٽمٽار هيون. انهن ۾ پنهنجن انهن ڀائرن جي واهر ڪرڻ جو جوش هو ۽ انهن تي ظلم ڪرڻ وارن خلاف دلين ۾ ڪاوڙ ۽ ڪروڌ هو. سندن سينا پنهنجن انهن ڀائرن جي محبت سان ڀريل هئا. اهي جذبا ۽ احساس رڳو ڪنهن عارضي ڇڪ جو ڪارڻ نہ هئا، جيڪي ڏينهن گذرڻ سان ختم ٿي وڃن، پر انهن جو بنياد الله، رسول ۽ قرآن تي هو. يعني اهو ايمان جيڪو ظلم جي وڏي ۾ وڏي طاقت جي سامهون بہ نہ جهڪي. ان ايمان جي ڪري ئي مسلمان تاريخ جي ورقن تي اهڙا اهڙا ڪارناما لکيا ۽ اهڙا اهڙا اهڃاڻ ڇڏي ويا، جن جو مثال ماضي توڙي حال ۾ ملڻ مشڪل آهي ۽ گهٽ ڪري مستقبل بہ خالي رهندو.

*-*-*

[1] - زاد المعاد (51,52/2)، ابن هشام (448,450/1).

# هجرت جا هر اول دستا

جڏهن ٻي بيعت عقبہ پوري ٿي ۽ اسلام، ڪفر ۽ جهالت جي صحرا ۾ پنهنجي لاءِ هڪ وطن جو بنياد رکڻ ۾ ڪامياب ٿيو ۽ اها سڀ کان وڏي سوڀ هئي جيڪا اسلام پنهنجي دعوت جي شروع کان ٽيستائين حاصل ڪئي هئي، تہ پاڻ سڳورن ﷺ، مسلمانن کي پنهنجي نئين وطن ڏانهن لڏ پلاڻ ڪرڻ جي موڪل ڏني.

هجرت جو مطلب اهو هو تہ سڀ مفاد ڇڏي ۽ مال جي قرباني ڏئي رڳو جان بچائي وڃي ۽ اهو بہ سمجهندي تہ اها جان بہ خطري جي گهيري ۾ آهي، منڍ کان توڙ تائين ڪٿي بہ مارجي ٿو سگهجي، پوءِ سفر بہ هڪ اڻڄاتي مستقبل ڏانهن هجي، معلوم نہ آهي تہ اڳتي هلي ڪهڙا ڪهڙا مصيبتن جا پهاڙ ٽٽندا.

مسلمانن اهو سڀ ڪجهہ ڄاڻندي هجرت جي شروعات ڪئي. هوڏانهن مشرڪن انهن جي روانگيءَ ۾ رڪاوٽون وجهڻ شروع ڪري ڏنيون، ڇو تہ اهي سمجهي رهيا هئا تہ ان مان کين خطرو آهي. هجرت جا ڪجهہ نمونا هتي ڄاڻائجن ٿا.

1. سڀ کان پهريون مهاجر حضرت ابو سلمة ﷛ هو. ابن اسحاق ﷬ جو چوڻ آهي تہ ان بيعت عقبہ ڪبريٰ کان هڪ سال اڳ هجرت ڪئي هئي. ساڻس گڏ سندن ٻار ٻچا بہ هئا. جڏهن اهي روانا ٿيڻ لڳا تہ سندن ساهرن چيو تہ توهان پنهنجي گهرواريءَ جي ڪري اسان تي حاوي تہ ٿي ويندا هئا، پر هاڻي ٻڌايو تہ اسانجي ڇوڪري ڇو اوهان سان گڏ وڃڻ ڏيون؟ تنهن تي ابو سلمة ﷛ جي مائٽن کي ڪاوڙ اچي وئي ۽ انهن چيو تہ جي توهان اسانجي همراهہ کان سندس عورت ڇنو ٿا تہ پوءِ اسان بہ ان عورت جو پٽ، ماءُ وٽ نہ رهڻ ڏينداسين. تنهن ڪانپوءِ ٻنهي ڌرين ان ٻار کي پاڻ ڏانهن ڇڪيو، جنهن سان ان جو هٿ نڪري پيو ۽ ابو سلمة ﷛ جا گهر وارا ان کي پاڻ سان وٺي ويا.ان کان پوءِ ابو سلمة ﷛ اڪيلي مديني ڏانهن سفر ڪيو. ان ڪانپوءِ بيبي ام سلمة رضي الله عنها جو حال اهو هو تہ اها پنهنجي مڙس جي روانگي ۽ ٻار کان محروميءَ ڪانپوءِ صبح ساڻ ابطح جي مقام تي پهچندي هئي (جتي اهو لقاءُ ٿيو هو) ۽ شام تائين روئندي رهندي هئي. ان حالت ۾ هڪ سال گذري ويو. نيٺ سندن ڪڙم جي هڪ ماڻهوءَ کي مٿن ترس اچي ويو ۽ ان چيو تہ هن ويچاريءَ کي وڃڻ ڇو نٿا ڏيو؟ ڇو هن کي هروبرو پنهنجي مڙس ۽ پٽ کان ڌار ڪري ڇڏي اٿوَ؟ ان تي ام سلمة رضي الله عنها جي گهر وارن چيو تہ جي تون چاهين تہ پلي پنهنجي مڙس وٽ هلي وڃ. ام سلمة رضي الله عنها، پٽ کي ڏاڏاڻن کان واپس ورتو ۽ مديني رواني ٿي وئي. الله اڪبر اٽڪل پنج سؤ ڪلوميٽرن جو سفر ۽ ساڻ الله ڪانسواءِ ٻيو ڪير نہ هجي! جڏهن تنعيم وٽ پهتي تہ

عثمان بن ابي طلحہ ملي وين. ان کي حالتن جي خبر پئي تہ سندن رهنمائي ڪري مديني وٺي آيو ۽ جڏهن قباءَ جو ڳوٺ نظر آيو تہ چيائين تہ: "تنهنجو مڙس هن ئي ڳوٺ ۾ آهي، ايڏانهن هلي وڃ. الله برڪت ڏينئي." ان بعد هو مڪي موٽي ويو.[1]

2. **حضرت صهيب** ﷺ هجرت جو ارادو ڪيو تہ ان کي قريش ڪافرن چيو تہ "تون اسان وٽ آيو هئين تہ حقير فقير هئين، پر هتي اچي مال ڪمايو اٿئي ۽ ترقي ڪئي اٿئي. هاڻي پنهنجو مال ۽ جان بچائي وڃڻ تو گهرين تہ **الله** جو قسم اسين ائين ٿيڻ نہ ڏينداسين." **حضرت صهيب** ﷺ چيو تہ: چڱو اهو ٻڌايو تہ جي آئون پنهنجو **مال ملڪيت** ڇڏي ڏيان تہ توهان منهنجي راهہ ڇڏي ڏيندؤ؟" انهن چيو تہ ها. **حضرت صهيب** ﷺ چيو تہ: چڱو تہ پوءِ نيڪ آهي، منهنجو مال توهان کڻو. پاڻ سڳورن ﷺ کي خبر پئي تہ فرمايائيون تہ "**صهيب** ﷺ نفعو حاصل ڪيو، **صهيب** ﷺ نفعو حاصل ڪيو."[2]

3. **حضرت عمر** ﷺ، **عياش** ﷺ بن ابي ربيعہ ۽ **هشام** ﷺ **بن عاص بن وائل** پاڻ ۾ طئہ ڪيو تہ فلاڻي جڳهہ تان صبح ساڻ گڏجي مديني هجرت ڪنداسين. **حضرت عمر** ﷺ ۽ **عياش** ﷺ تہ وقت تي پهچي ويا، پر هشام ﷺ کي قيد ڪيو ويو.

پوءِ جڏهن ٻئي ڄڻا مديني ۾ قبا وٽ پهتا تہ عياش ﷺ وٽ **ابوجهل** ۽ ان جو ڀاءُ حارث پهتا. ٽنهي جي ماءُ ساڳي هئي. انهن ٻنهي عياش ﷺ کي چيو تہ: "تنهنجي ماءُ باس باسي آهي تہ جيستائين اها توکي نہ ڏسندي، وارن کي ڦڻي نہ ڏيندي ۽ اس مان اٿي ڇانوَ ۾ نہ ويهندي." اهو ٻڌي عياش ﷺ کي ماءُ تي ترس اچي ويو. حضرت عمر ﷺ اها حالت ڏسي عياش ﷺ کي چيو تہ: "عياش ﷺ ڏس الله جو قسم هي ماڻهو تنهنجي دين ۾ فتنو وجهڻ ٿا گهرن، تنهنکري هوشيار ٿي. الله جو قسم! جڏهن تنهنجي ماءُ کي جوئن تنگ ڪنديون تہ اها ضرور ڦڻي ڏيندي ۽ ڪيس مڪي جي ٿوري بہ تکي اس لڳي تہ اها پاڻهي ڇانوَ ۾ وڃي ويهندي." پر عياش ﷺ، سندن ڳالهہ نہ مڃي. ان پنهنجي ماءُ جو قسم پورو ڪرڻ لاءِ هنن ٻنهي سان وڃڻ جو فيصلو ڪيو. **حضرت عمر** ﷺ چيو تہ: "چڱو جڏهن تون اهو ڪرڻ تي آماده آهين تہ پوءِ منهنجي هيءَ ڏاچي وٺ. اها ڏاڍي ڀلي ۽ تکي آهي. هن جي پٺ نہ ڇڏجان ۽ ماڻهن پاران ڪابہ مشڪوڪ حرڪت ٿيندي ڏسين تہ ڀڄي ڪڙو ٿجان."

عياش ﷺ ڏاچيءَ تي سوار ٿي انهن ٻنهي سان گڏ روانو ٿيو. رستي ۾ هڪ جڳهہ تي ابو جهل چيو تہ: "ادا منهنجو هي اٺ تہ ڏاڍو ڏنگو نڪتو. ڇو نہ آئون بہ تو سان ڏاچيءَ تي ويهي هلان."

---

[1] - ابن هشام (1/468، 469، 470).

[2] - ابن هشام (1/477).

عياش رضي الله عنه چيو تہ نيڪ آهي ۽ ان لاءِ پنهنجي ڏاچي ويهاريائين. هنن ٻنهي بہ پنهنجون سواريون ويهاريون تہ جيئن ابو جهل، عياش رضي الله عنه جي ڏاچيءَ تي ٻيلهہ چڙهي، پر جڏهن ٽئي ڄڻا زمين تي لٿا تہ اهي ٻئي عياش رضي الله عنه تي ٽٽي پيا ۽ کين رسي سان ٻڌي ڇڏيائون ۽ ان ئي حالت ۾ مڪي آندائون ۽ چيائون تہ اي مڪي وارؤ! پنهنجن بيعقلن سان ائين ڪريو، جيئن اسان پنهنجي هن بيعقل سان ڪيو آهي. ([1])

هجرت ڪندڙن جو پتو پوڻ تي انهن سان مشرڪ جيڪو سلوڪ ڪندا هئا، هي ان جا ٽي مثال آهن، پر ان هوندي بہ ماڻهو هڪ ٻئي پويان نڪرندا رهيا. تنهنڪري بيعت عقبة ڪبريٰ کانپوءِ رڳو ٻن مهينن ۾ مڪي ۾ پاڻ سڳورن رضي الله عنه، حضرت ابوبڪر رضي الله عنه ۽ حضرت علي رضي الله عنه کانسواءِ ڪي ٿورا مسلمان ئي وڃي بچيا هئا، جن کي مشرڪن زبردستي روڪي ڇڏيو هو. انهن ٻنهي کي وري پاڻ سڳورن ﷺ روڪي رکيو هو. پاڻ سڳورا ﷺ بہ سامان ٻڌي روانا ٿيڻ لاءِ الله جي حڪم جو انتظار ڪري رهيا هئا. حضرت ابوبڪر رضي الله عنه بہ سامان ٻڌي ڇڏيو هو([2]).

صحيح بخاريءَ ۾ بيبي عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ مسلمانن کي چيو تہ: "مونکي توهان جي هجرت جو هنڌ ڏيکاريو ويو آهي. اهو لاوي وارن ٻن جبلن جي وچ ۾ هڪ نخلستاني علائقو آهي." ان کان پوءِ ماڻهن مديني ڏانهن هجرت ڪئي. حبشة جا عام مهاجر بہ مديني اچي ويا. حضرت ابوبڪر رضي الله عنه بہ مديني وڃڻ لاءِ سامان ٻڌي ڇڏيو هو، پر پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "ٿورو ترس، ڇو تہ آئون سمجهان ٿو تہ مونکي بہ موڪل ملي ويندي." ابوبڪر رضي الله عنه چيو تہ: "منهنجا ماءُ پيءُ اوهان تان گهور وڃن، ڇا توهان کي ان جي اميد آهي؟" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "ها." ان کانپوءِ ابوبڪر رضي الله عنه اتي ئي رهيو تہ جيئن پاڻ سڳورن ﷺ سان گڏ سفر ڪري. وٽن ٻہ ڏاچيون هيون. انهن کي چئن مهينن تائين وڻن جا پن کارائي تيار ڪيو هئائين. ([3])

---

[1] - هشام رضي الله عنه ۽ عياش رضي الله عنه، ڪافرن جي غصد ۾ رهيا. جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ هجرت ڪري ويا تہ هڪ ڏينهن فرمايائون تہ ڪير آهي جو مون لاءِ هشام رضي الله عنه ۽ عياش رضي الله عنه کي ڇڏائي اچي. وليد رضي الله عنه بن وليد چيو تہ: آئون توهان لاءِ انهن کي آڻڻ جي ذميداري قبوليان ٿو. پوءِ وليد رضي الله عنه لڪ ڇپ ۾ مڪي ويو ۽ هڪ عورت (جيڪا انهن ٻنهي لاءِ کاڌو کڻي وڃي رهي هئي) جي پنيان وڃي انهن جو ٺڪاڻو معلوم ڪيو. اهي ٻئي بنا ڇت جي هڪ گهر ۾ بند هئا. رات ٿي تہ حضرت وليد رضي الله عنه ڀت ٽپي انهن وٽ پهتو ۽ پير ڪڙيون ڪٽي پنهنجي اٺ تي ويهاري مديني پڄي آيا. ابن هشام (1/474، 476) ۽ حضرت عمر رضي الله عنه ويهہ اصحابہ جي هڪ ٽولي سان هجرت ڪئي هئي.صحيح بخاري (558/1).

[2] زاد المعاد (52/2).

[3] - صحيح بخاري، (1/553).

# دار الندوة ۾ قريشن جي گڏجاڻي

جڏهن مشرڪن ڏٺو تہ اصحابي سڀُورا، ٻارن ٻچن ۽ مال ملڪيت سميت اوس ۽ خزرج جي علائقن ۾ وڃي پهتا آهن تہ انهن ۾ ڪهرام مچي ويو ۽ ڪين اهڙو صدمو پهتو، جهڙو اڳي نہ پهتو هو. هاڻي سندن آڏو هڪ وڏو ۽ سچو پچو خطرو اچي ڪڙو ٿيو هو، جيڪو سندن بت پرستاڻي ۽ اقتصادي اجتماعيت لاءِ للڪار هو.

مشرڪن کي چاڻ هئي تہ محمد ﷺ ۾ اڳواڻيءَ جي صلاحيت سان گڏ سندن زبان ۾ اثر بہ هو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي صحابين ۾ ثابت قدمي ۽ وفاداريءَ جو جذبو حد کان وڌيڪ هو. ڪين اوس ۽ خزرج قبيلن جي سگهہ ۽ جنگي صلاحيت جي بہ خبر هئي ۽ اها بہ تہ انهن ٻنهي قبيلن جا ڏاها صلح ۽ صفائيءَ جا ڪهڙا جذبا رکن ٿا ۽ ورهين جي گهرو لڙائيءَ جون تلخيون چکڻ بعد رنج ۽ عداوت کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪيترا نہ متوالا هئا.

ڪين اهو بہ احساس هو تہ يمن کان شام تائين بحر احمر جي ڪناري کان انهن جو واپاري لنگهہ هو. هن شاهراهہ جي ڪري مدينو نهايت فوجي اهميت وارو ۽ حساس علائقو هو. رڳو شام ملڪ سان ئي مڪي وارن جي هر سال ڏيڍ لک سونن دينارن جو واپار ٿيندو هو. طائف وارن سان واپار ان کان علاوه هو ۽ ان سڄي واپار جو دارومدار ان ئي پر امن رستي تي هو.

ان تفصيل مان پليءَ پت اندازو ڪري سگهجي ٿو تہ يثرب ۾ اسلامي دعوت جون پاڙون پختيون ٿيڻ ۽ مڪي وارن خلاف يثرب وارن جون صفون ٻڌڻ جي صورت ۾ مڪي وارن لاءِ ڪيڏا نہ خطرا هئا. جيئن تہ مشرڪن کي هن وڏي خطري جو پورو پورو احساس هو، جيڪو سندن وجود لاءِ للڪار بڻجي رهيو هو. ان لاءِ هنن ان خطري جو ڪامياب ترين علاج سوچڻ شروع ڪيو، جنهن جي اصل جڙ اسلامي دعوت جي علمبردار حضرت محمد ﷺ جي سڳوري هستي هئي.

مشرڪن ان مقصد لاءِ بيعت عقبة ڪبريٰ کان اٽڪل اڍائي مهينا پوءِ 26 صفر سن 14 نبوت مطابق 12 سيپٽمبر 622ع خميس جي ڏينهن ([1]) مڪي جي پارليامينٽ دارالندوة ۾ تاريخ جو سڀ کان خطرناڪ ميڙ ڪونايو ۽ ان ۾ قريشن جي سڀني قبيلن جي نمائندن شرڪت ڪئي. جنهن جو مقصد اهڙي رٿ جوڙڻ هو، جنهن سان اسلام جي دعوت جي علمبردار جو قصو تمام ڪيو وڃي ۽ ان دعوت جي روشني پوريءَ طرح ختم ڪئي وڃي.

ان خطرناڪ ميڙ ۾ قريش قبيلن جا هي مک ماڻهو آيل هئا.

[1] - اها تاريخ علامہ منصورپوريءَ جي تحقيق جي روشنيءَ ۾ لکي وئي آهي. رحمة للعالمين (1/95، 97، 102 -2/471).

1. ابو جهل بن هشام، بنو مخزوم قبيلي مان
2. جبير بن مطعم، طعيمہ بن عدي ۽ حارث بن عامر، بني نوفل بن عبدمناف مان
3. شيبہ بن ربيعہ، عتبہ بن ربيعہ، ابو سفيان بن حرب، بنو شمس بن عبدمناف مان
4. نضر بن حارث، بني عبدالدار قبيلي مان
5. ابو البختري بن هشام، زمعہ بن اسود ۽ حڪيم بن حزام، بني اسد بن عبدالعزىٰ مان
6. نبيہ بن حجاج ۽ منبہ بن حجاج، بني سهم مان
7. اميہ بن خلف، بني جمح مان

مقرر وقت تي نمائندا دارالندوة پهتا تہ شيطان بہ هڪ وڏي بزرگ جي شڪل ۾، جبو پاتل، در تي رستو جهلي اچي بيٺو. ماڻهن چيو تہ هي شيخ ڪير آهي؟ ابليس چيو تہ "اهو نجد وارن جو هڪ شيخ آهي. اوهان جو پروگرام ٻڌي آيو آهي. ڳالهيون ٻڌڻ ٿو چاهي ۽ ممڪن آهي تہ اوهانکي ڪو خير خواهيءَ وارو مشورو بہ ڏئي وجهي." ماڻهن چيو تہ ڏاڍو چڱو، اوهان بہ هليا اچو. ان ڪانپوءِ ابليس بہ ساڻن گڏ اندر ويو.

**ميڙ ۾ پاڻ سڳورن ﷺ کي مارڻ جي رٿ پاس ٿيڻ:-** ميڙ گڏ ٿي ويو تہ رايا ۽ حل پيش ٿيڻ لڳا ۽ دير تائين بحث ٿيندو رهيو. پهرين ابو الاسود رٿ پيش ڪئي تہ اسان هن ماڻهوءَ کي پاڻ مان ڪڍي ڇڏيون ۽ پنهنجي شهر مان جلاوطن ڪري ڇڏيون. پوءِ سندس مرضي تہ ڪٿي ٿو وڃي ۽ ڪٿي ٿو رهي. بس اسان جو معاملو نيڪ ٿي ويندو ۽ اسان ۾ اڳ جيان پائيچارو قائم ٿي ويندو.

پر نجد جي شيخ چيو تہ: "نہ، الله جو قسم! اها راءِ صحيح نہ آهي. توهان ڏسو نٿا تہ هن ماڻهوءَ جي ڳالهہ ڪيڏي چڱي ۽ ٻول ڪيڏا مٺا آهن ۽ جيڪو پيش ڪري ٿو، ان ذريعي ڪيئن نہ ماڻهن جون دليون کٽي وٺي ٿو. الله جو قسم! جي توهان ائين ڪيو تہ پوءِ نٿو ڇئي سگهجي تہ هو ڪهڙي قبيلي ۾ نازل ٿئي ۽ کين پنهنجو پوئلڳ ڪري توهان تي هلان ڪري اچي ۽ توهان جي شهر ۾ جهڙو وٽيس اهڙو توهان سان ورتاءُ ڪري. ان بدران ٻي ڪا رٿ سوچيو."

ابو البختريءَ چيو تہ"کيس لوهہ جي سنگهرن ۾ ٻڌي قيد ڪري رکو ۽ ٻاهر کان دروازو بند ڪري ڇڏيو. پوءِ سندس پڇاڙيءَ (موت) جو انتظار ڪريو، جيڪو ان کان اڳ ٻين شاعرن، جهڙوڪ زهير ۽ نابغہ وغيره سان ٿي چڪو آهي.

نجد جي شيخ چيو تہ: "نہ، الله جو قسم! اهو مناسب ڪونهي. والله جيڪڏهن توهان ان کي قيد ڪيو تہ ان جي خبر بند دروازن مان نڪري سندس ساٿين تائين ضرور پهچندي. پوءِ ممڪن آهي

تہ اهي توهان تي ڪاهي پون ۽ ڪيس ڇڏائي وڃن. پوءِ سندس مدد سان پنهنجو تعداد وڌائي توهان کي مغلوب ڪن. تنهنڪري اها مناسب رٿ نہ آهي، ڪا ٻي رٿ سوچيو."

اهي ٻئي رٿون رد ٿيڻ ڪانپوءِ ٽين رٿ پيش ٿي، جنهن تي سڀ متفق ٿيا. اها رٿ پيش ڪرڻ وارو مڪي جو وڏي ۾ وڏو شرپسند ابوجهل هو. هن چيو تہ "هن ماڻهوءَ بابت منهنجي هڪ راءِ آهي. آئون ڏسان ٿو تہ اجا توهان ان تائين نہ پهتا آهيو." ماڻهن چيو تہ: ابو الحڪم اها ڪهڙي راءِ آهي؟ ابو جهل چيو تہ: "منهنجي راءِ اها آهي تہ اسان هر هڪ قبيلي مان هڪ سگهارو، اعليٰ نسل وارو ۽ سهڻو جوان چونڊيون. پوءِ هر هڪ کي هڪ تيز تلوار ڏيون. ان کان پوءِ سيئي هن همراهہ ڏانهن وڃن ۽ ان کي تلوار سان ائين مارين، ڄڻ هڪ ئي ماڻهوءَ تلوار هنئي هجي. ائين هن مان جان بہ ڇٽندي ۽ ان طرح قتل ڪرڻ جو نتيجو اهو ٿيندو تہ سندس رت سيني قبيلن ۾ وکري ويندو ۽ بنو عبدمناف، سيني قبيلن سان جنگ نہ ڪري سگهندا. ان ڪري ديت (خون بها) وٺڻ تي راضي ٿي ويندا ۽ ديت اسان ڀري ويندا سين."([1]) نجد جي شيخ چيو تہ: " اها ٿي ڳالهہ، جيڪا هن جوان ڪئي. جي ڪا تجويز يا راءِ ٿي سگهي ٿي تہ اهائي، ٻيو سڀ هيچ آهي." ان کان پوءِ مڪي جي ان ميڙ اها مجرماڻي رٿ منظور ڪئي ۽ ميڙاڪي ۾ شريڪ ٿيل ان پڪي ارادي سان پنهنجن گهرن ڏي موٽيا تہ هن رٿا تي تڪڙو عمل ٿيڻ گهرجي.

*-*-*

[1] - ابن هشام (480/1، 482).

# پاڻ سڳورن ﷺ جي هجرت

جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ جي قتل جي رٿا پاس ٿي وئي ته حضرت جبرئيل عليه السلام پنهنجي رب پاران وحي کڻي پاڻ سڳورن ﷺ وٽ آيو ۽ کين قريشن جي سازش جي ڄاڻ ڏئي ٻڌايائين ته الله تعاليٰ توهانکي هتان نڪري وڃڻ جي اجازت ڏني آهي. ان سان گڏ هجرت جو وقت به ٻڌايائين ته پاڻ سڳورا ﷺ اها رات پنهنجي ان هنڌ تي نه گذاريندا، جنهن تي هيستائين سمهندا آيا آهن. ([1])

اهڙي ڄاڻ ملڻ بعد پاڻ سڳورا ﷺ ٺيڪ ٻنپهرن جو ابوبڪر رضي الله عنه جي گهر آيا ته جيئن ساڻن گڏ هجرت جو پروگرام طئه ڪري سگهن. بيبي عائشه رضي الله عنها جو بيان آهي ته ٺيڪ ٻنپهرن جو اسان گهر ۾ ويٺا هئاسين ته ڪنهن چيو ته پاڻ سڳورا ﷺ مٿو ڍڪي اچن پيا. اهو اهڙو وقت هو جو جنهن ۾ پاڻ سڳورا ﷺ اتي نه ايندا هئا. ابوبڪر رضي الله عنه چيو ته منهنجا ماءُ پيءُ پاڻ سڳورن ﷺ تي گهور وڃن، پاڻ ضرور ڪنهن اهم معاملي لاءِ ئي آيا هوندا.

بيبي عائشه رضي الله عنها جو بيان آهي ته پاڻ سڳورا ﷺ آيا، اجازت گهريائون، اجازت ملڻ تي اندر آيا، پوءِ ابوبڪر رضي الله عنه کي چيائون ته: "ڇڱو هاڻي مونکي هلڻ جي موڪل ملي چڪي آهي." ابوبڪر رضي الله عنه چيو ته: "گڏ...يا رسول الله ﷺ! منهنجا ماءُ پيءُ اوهان تان گهور وڃن" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته: "ها."([2])

ان کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ هجرت جو پروگرام طئه ڪيو ۽ پنهنجي گهر وڃي رات ٿيڻ جو انتظار ڪرڻ لڳا.

**پاڻ سڳورن ﷺ جي گهر جو گهيرو:-** هوڏانهن قريشن جي ڏاهن سڄو ڏينهن دارالندوة واري ميڙ ۾ پاس ٿيل رٿ تي عمل ڪرڻ جي تيارين ۾ گذاريو. ان مقصد لاءِ انهن پاڻ مان يارنهن سردار چونڊيا، جن جا نالا هن ريت آهن:

(1) ابو جهل بن هشام (2) حکم بن عاص (3) عقبه بن ابي معيط (4) نضر بن حارث (5) اميه بن خلف (6) زمعه بن الاسود (7) طعيمه بن عدي (8) ابو لهب (9) ابي بن خلف (10) نبيه بن الحجاج (11) منبه بن الحجاج ([3])

---

[1] - ابن هشام (482/1) زاد المعاد (52/2).

[2] - صحيح بخاري، (553/1).

[3] - زاد المعاد (52/2).

ابن اسحاق جو بيان آهي تہ جڏهن رات جو اوندھ ٿي وئي تہ اهي ماڻهو پاڻ سڳورن ﷺ جي گھر جي دروازي وٽ گھات هڻي ويٺا تہ جيئن پاڻ سڳورا ﷺ سمهي پون تہ اهي مٿن ٽٽي پون.[1]

ڪين پوري پڪ هئي تہ اهي پنهنجي پليت سازش ۾ ڪامياب ٿي ويندا. ايستائين جو ابو جهل ڏاڍي تڪبر ۽ غرور واري انداز ۾ مذاق ۽ ٺٺوليون ڪندي پنهنجن گھيرو ڪندڙ ساٿين کي چيو تہ: "محمد ﷺ چوي ٿو تہ جي توهان سندس دين ۾ داخل ٿي سندس پيروي ڪريو تہ عرب ۽ عجم جا بادشاھ ٿي ويندؤ. پوءِ مرڻ ڪان پوءِ اٿاريا ويندؤ تہ توهان لاءِ اردن جي باغن جهڙيون جنتون هونديون ۽ جي توهان ائين نہ ڪيو تہ سندن پاران توهان ۾ ذبح جا واقعا پيش ايندا. پوءِ مرڻ ڪان پوءِ اٿاريا ويندؤ تہ توهان لاءِ باھ هوندي، جنهن ۾ جلايا ويندؤ."[2]

بهرحال ان سازش تي عمل لاءِ اڌ رات جو وقت مقرر ڪيل هو. ان ڪري اهي جاڳي رات ڪاٽي رهيا هئا ۽ مقرر وقت جو انتظار ڪري رهيا هئا، پر الله تعاليٰ پنهنجي هر ڪم تي غالب آهي، ان جي هٿ ۾ آسمانن ۽ زمينن جي بادشاهت آهي. هو جيڪي چاهي اهو ڪري ٿو، جنهن کي بچائڻ چاهي، ان جو ڪير وار بہ ونگو نٿو ڪري سگھي ۽ جنهن کي پڪڙڻ چاهي، ان کي ڪوبہ بچائي نٿو سگھي. ان ڪري الله تعاليٰ هن موقعي تي اهو ڪم ڪيو جيڪو هيٺين آيت ۾ پاڻ سڳورن ﷺ کي مخاطب ٿيندي چيو ويو آهي تہ:

﴿وَإِذْ يَمْكُرُ بِكَ الَّذِينَ كَفَرُوا لِيُثْبِتُوكَ أَوْ يَقْتُلُوكَ أَوْ يُخْرِجُوكَ وَيَمْكُرُونَ وَيَمْكُرُ اللَّهُ وَاللَّهُ خَيْرُ الْمَاكِرِينَ(30)﴾(الانفال)

**"۽ (اي پيغمبر! ياد ڪر) جنهن مهل ڪافرن تولاءِ رٿ ٿي ڪئي تہ توکي سوگھو ڪن يا توکي ڪُهن يا توکي لوڌين ۽ (اها بچڙي) رٿ ڪيائون ٿي. ۽ الله (بہ) ڪئي ٿي ۽ الله بهتر رٿ ڪندڙ آهي."**

**پاڻ سڳورن ﷺ جو گھر ڇڏڻ:-** بهرحال قريش پنهنجي رٿا تي عمل ڪرڻ جي مڪمل تياريءَ جي باوجود بہ ناڪام ٿيا جو ان نازڪ ترين موقعي تي پاڻ سڳورن ﷺ، **حضرت علي** رضي الله عنه کي فرمايو تہ: "تون منهنجي هنڌ تي ليٽي پئو ۽ منهنجي سائي حضرمي [3] چادر مٿان پائي سمهي رھ. توکي انهن کان ڪو **نقصان** نہ رسندو." پاڻ سڳورا ﷺ اها ئي چادر پائي سمهندا هئا.[4]

---

[1] - ابن هشام (482/1).

[2] - ابن هشام (483/1)

[3] - حضرمي (ڏکڻ يمن) جي نهيل چادر کي حضرمي چادر چئبو آهي.

[4] - ابن هشام (482/1، 483)

ان کانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ ٻاهر نڪتا ۽ مشرڪن جون صفون چيريائون. سندن مٿن تي مٽيءَ مان مٺ ڀري وڌائون. ۽ الله سندن نظرون جهلي ورتيون ۽ اهي پاڻ سڳورن ﷺ کي ڏسي نہ سگهيا. ان وقت پاڻ سڳورا ﷺ هيءَ آيت پڙهي رهيا هئا.

﴿وَجَعَلْنَا مِنْ بَيْنِ أَيْدِيهِمْ سَدًّا وَمِنْ خَلْفِهِمْ سَدًّا فَأَغْشَيْنَاهُمْ فَهُمْ لَا يُبْصِرُونَ (9)﴾(يس)

**"۽ سندن اڳيان اوٽ ۽ سندن پوئتان (بہ) اوٽ ڪئيسون، پوءِ کين ڍڪيوسون، تنهن ڪري اهي (ڪجھ) نہ ڏسندا."**

ان موقعي تي ڪو هڪ مشرڪ بہ نہ رهيو، جنهن جي مٿي تي پاڻ سڳورن ﷺ ڌوڙ نہ وڌي هجي. ان کانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ، ابوبڪر رضي الله عنه جي گهر پهتا ۽ پوءِ انهن جي گهر جي هڪ دريءَ مان نڪري ٻئي ڄڻا رات ئي رات ۾ يمن ڏانهن روانا ٿيا ۽ ڪجھ ميل پري ثور نالي جبل جي هڪ غار ۾ پهچي ويا.[1]

هوڏانهن گهيراءُ ڪندڙ سفر جي وقت جو انتظار ڪندا رهيا، پر ان کان ٿورو اڳ کين پنهنجي ناڪاميءَ جو پتو پيو. ٿيو هيئن جو انهن وٽ هڪ اجنبي ماڻهو آيو ۽ کين پاڻ سڳورن ﷺ جي دروازي تي بيٺل ڏسي پڇيائين تہ توهان ڪنهن جو انتظار پيا ڪريو؟ انهن وراڻيو تہ: محمد ﷺ جو. هن چيو تہ: توهان ناڪام ۽ نامراد ٿيا. الله جو قسم! محمد ﷺ توهان وٽان لنگهي، توهانجي مٿن ۾ مٽي وجهي پنهنجي ڪم سان هليو ويو. انهن چيو تہ:

**الله جو قسم! اسان تہ کيس نہ ڏٺو ۽ ان کان پوءِ پنهنجن مٿن تان مٽي ڇنڊيندي اٿيا.**

پر پوءِ بہ دروازي مان جهاتي پائي ڏٺائون تہ حضرت علي رضي الله عنه کين ڏسڻ ۾ آيو. چوڻ لڳا تہ: الله جو قسم! هي تہ محمد ﷺ ستو پيو آهي. سندس مٿان سندس چادر بہ پيل آهي. پوءِ اهي صبح تائين اتي ئي وينا رهيا. صبح جو حضرت علي رضي الله عنه هنڌ تان اٿيو تہ مشرڪن جون وايون بتال ٿي ويون. انهن، حضرت علي رضي الله عنه کان پڇيو تہ: پاڻ سڳورا ﷺ ڪٿي آهن؟ حضرت علي رضي الله عنه وراڻيو تہ: مونکي خبر ڪانہ آهي؟"[2]

**گهر کان غار تائين:-** پاڻ سڳورن ﷺ نبوت جي چوڏهين سال 27 صفر تي (12– 13 سيپٽمبر 622ع جي وچ واري رات)[3] پنهنجي گهر مان نڪري پنهنجي سڀ کان ويجهي ساٿيءَ ابوبڪر رضي الله عنه

---

[1] - ابن هشام (1/483) زاد المعاد (2/52).

[2] ابن هشام ۽ زاد المعاد.

[3] - رحمة للعالمين(1/95) صفر جو هيءُ مهينو نبوت جي چوڏهين سال جو اهو وقت هوندو، جڏهن سن جو آغاز محرم جي مهيني کان مڃيو وڃي ۽ جي سن جي ابتدا ان ئي مهيني سان ڪريون، جنهن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ کي نبوت ملي تہ صفر جو اهو مهينو تيرهين سال ۾ ٿيندو. عام سيرت نگارن ڪٿي پهريون حساب ڪيو آهي تہ ڪٿي ٻيو. جنهن جي ڪري هو واقعن جي سناءَ کي هيٺ مٿي ڪري ويا آهن. اسان سن جو آغاز محرم کان مڃيو آهي.

جي گهر پهتا ۽ اتان پنئين پاسي جي هڪ دريءَ مان نڪري ٻئي ڇڙا هليا ته جيئن سج اڀرڻ کان اڳ مڪي کان ٻاهر نڪري وڃن.

جيئن ته پاڻ سڳورن ﷺ کي **معلوم** هو ته قريش پوري محنت سان پاڻ سڳورن ﷺ جي ڳولها ۾ لڳي ويندا ۽ جنهن رستي تي پهرين ويندا، اهو مديني وارو رستو هوندو، جيڪو اتر ڏانهن وڃي ٿو، ان ڪري پاڻ سڳورن ﷺ صفا ابتو گس ورتو. يعني يمن وارو رستو مڪي جي ڏکڻ ۾ آهي. پاڻ سڳورن ﷺ ان رستي تي اٽڪل پنجن ميلن جو فاصلو طئه ڪيو ۽ ان جبل جي دامن ۾ پهتا، جيڪو ثور جي نالي سان مشهور هو. اهو جبل ڏاڍو مٿي، وڙوڪڙن وارو ۽ ڏکي چڙهائي وارو هو. هتي پٿر به ڏاڍا هئا، جن سان پاڻ سڳورن ﷺ جا ٻئي پير زخمي ٿي ويا. ڪهڙو به سبب هجي، **حضرت ابوبڪر** رضي الله عنه، پاڻ سڳورن ﷺ کي ڪنيو ۽ ڊوڙندي جبل جي چوٽيءَ تي هڪ غار وٽ پهتا، جيڪو تاريخ ۾ غارِ ثور جي نالي سان مشهور آهي.[1]

**غار** ۾:- غار وٽ پهچي **حضرت ابوبڪر** رضي الله عنه چيو ته: "الله جي واسطي اجا توهان هن ۾ داخل نه ٿيو. پهرين آئون وڃي ٿو ڏسان، جيڪڏهن ان ۾ ڪا شيءِ هوندي ته توهان بدران مون سان ان جو پالو پوندو." پوءِ **حضرت ابوبڪر** رضي الله عنه اندر ويو ۽ غار کي صاف ڪيائين. هڪ پاسي ڪجھ سوراخ هئا، جن کي پنهنجو پوتڙو ڦاڙي بند ڪيائين، پر ٻه سوراخ باقي بچيا. **حضرت ابوبڪر** رضي الله عنه انهن ٻنهي تي پنهنجا پير رکي ڇڏيا. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ کي اندر اچڻ لاءِ سڏ ڪيائين. پاڻ سڳورا ﷺ اندر ويا ۽ **حضرت ابوبڪر** رضي الله عنه جي هنج ۾ مٿو رکي سمهي پيا. هوڏانهن **حضرت ابوبڪر** رضي الله عنه جي پيرن ۾ ڪنهن شيءِ چڪ پاتو، پر ان ڊپ کان نه چريا ته متان پاڻ سڳورا ﷺ جاڳي نه پون. پر سندن لڙڪ وڃي پاڻ سڳورن ﷺ جي چهري مبارڪ تي ڪريا (۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي اک کلي پئي) پاڻ سڳورن ﷺ پڇيو ته: "ابوبڪر توکي ڇا ٿيو؟" وراڻيائين ته منهنجا ماءُ پيءُ توهان تان گهور وڃن! مونکي ڪنهن شيءِ چڪ پاتو آهي. پاڻ سڳورن ﷺ ان تي پنهنجي پِڪَ (**لعاب**) لڳائي ۽ سور لهي ويو.[2]

اتي ٻنهي ٽي راتيون، يعني جمع، ڇنڇر ۽ آچر جون راتيون لڪي گذاريون.[3]

---

[1] - رحمة للعالمين(1/95) مختصر السيرة للشيخ عبدالله (ص:167).

[2] - اها ڳالھ رزين، **حضرت عمر** رضي الله عنه کان روايت ڪئي آهي. هن روايت ۾ اهو به آهي ته پوءِ ان زهر اٿل ڪاڍي (يعني موت وقت زهر جي اثر اٿل ڪاڍي) ۽ اهو ئي موت جو سبب بڻيو. مشڪوة (556/2).

[3] - فتح الباري(7/336)

ان دوران ابوبڪر ﷺ جو پٽ عبدالله ﷺ بہ اتي ٽي راتيون گذاريندو هو. بيبي عائشہ رضي الله عنها جو بيان آهي تہ هو نهايت هوشيار ۽ سمجهہ وارو نوجوان هو. پرهہ ڦٽيءَ مهل انهن کان موڪلائيندو هو ۽ مڪي جي قريشن سان اٿين صبح جو ملندو هو,جڻ هن اتي ٽي رات گذاري هجي. پوءِ ٻنهي (پاڻ سڳورن ۽ ابوبڪر) جي خلاف جيڪا سٽ سٽبي هئي, سا ٻڌي چڱيءَ طرح ياد ڪري رات جو ان جي خبر غار ۾ پهچائيندو هو.

هوڏانهن حضرت ابوبڪر ﷺ جو ٻانهو عامر ﷺ بن فهيره ٻڪريون چاريندي رات جو هڪ پهر گذرڻ بعد ٻڪريون ڪاهي انهن وٽ پهچي ويندو هو. اهڙيءَ طرح ٻئي ڄڻا رات جو پيٽ پري کير پيئندا هئا. پوءِ صبح ساڻ ٽي هو واپس موٽي ويندو هو. ٽئي راتيون هن ائين ڪيو ([1])

(وڌيڪ اهو تہ) عامر ﷺ بن فهيره, حضرت عبدالله بن ابي بڪر ﷺ جي مڪي وڃڻ بعد سندن ٽي پيرن جي نشانن تي ٻڪريون ڪاهي نڪرندو هو تہ جيئن نشان ڊهي وڃن.([2])

**قريشن جي ڀڄ ڊڪ**:- هوڏانهن قريشن جو حال اهو هو تہ جڏهن قتل جي منصوبي واري رات گذرڻ کان پوءِ صبح جو کين پڪ ٿي تہ پاڻ سڳورا ﷺ سندن هٿن مان نڪري چڪا آهن تہ انهن تي چڻ جنون طاري ٿي ويو. انهن سڀ کان پهرين پنهنجي ڪاوڙ حضرت علي ﷺ تي ائين ڪڍي جو کين گهلي ڪعبة الله ۾ آندائون ۽ ڪجهہ دير حراست ۾ رکي (پڇا ڳاڇا ڪيائون) تہ متان انهن ٻنهي جو پتو پئجي وڃي.([3]) پر جڏهن حضرت علي ﷺ کان ڪا خبر نہ پئجي سگهين تہ ابوبڪر ﷺ جي گهر آيا ۽ دروازو ڪٺڪايائون. بيبي اسماء رضي الله عنها بنت ابوبڪر ﷺ ٻاهر نڪتي تہ کانئن پڇيائون تہ تنهنجو پيءُ ڪٿي آهي؟ هن وراڻيو تہ: مونکي خبر ڪانہ آهي تہ بابا ڪٿي آهي. ان تي ابوجهل کين ايڏو تہ زور سان ٿڦڙ هنيو جو سندن ڪن جي والي ڪري پئي.([4])

ان کانپوءِ قريشن هڪ هنگامي اجلاس سڏائي اهو طئہ ڪيو تہ انهن ٻنهي کي گرفتار ڪرڻ لاءِ سڀ وسيلا ڪتب آندا وڃن. ان کان پوءِ مڪي کان نڪرندڙ سيني رستن تي, پلي اهو ڪيڏانهن بہ ويندڙ هجي, ڏاڍو سخت پهرو ويهاريو ويو. ان طرح اهو پڙهو بہ ڏياريو ويو تہ جيڪو بہ پاڻ سڳورن ﷺ ۽ ابوبڪر ﷺ کي يا انهن مان ڪنهن هڪ کي جيئرو يا مئل جهلي ايندو, ان کي هر هڪ جي بدلي ۾ سوَ اٺن جو انعام ڏنو ويندو.([5]) ان پڙهي جي نتيجي ۾ سوار ۽ پيادا ۽ ماهر پيري سرگرميءَ

---

[1] - صحيح بخاري(1/553، 554)

[2] - ابن هشام (1/486)

[3] - رحمة للعالمين (96/1).

[4] - ابن هشام (1/487).

[5] - صحيح بخاري(1/ 554.)

سان ڳولها ۾ لڳي ويا ۽ جبلن، ماترين ۽ هيٺائين مٿاهين ۾ هر طرف ڦهلجي ويا، پر نتيجو ڪجهہ نہ نڪتو.

ڳولهڻ وارا غار جي منهن تي بہ پهتا، پر الله تعاليٰ پنهنجي ڪم تي غالب آهي. جيئن صحيح بخاريءَ ۾ **حضرت انس** ﷛ کان آيل آهي تہ ابوبڪر ﷛ فرمايو تہ: "آئون پاڻ سڳورن ﷺ سان غار ۾ هوس. مٿو کڻي ڏٺم تہ ماڻهن جا پير نظر آيا. مون چيو تہ يا رسول الله ﷺ! جيڪڏهن انهن مان ڪو ماڻهو رڳو ٿوري نظر هيٺ ڪري ڏسي تہ اسانکي ڏسي وٺندو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "ابوبڪر چپ ڪر، (اسان) بہ آهيون، جن سان ٽيون الله آهي." هڪ روايت جا لفظ آهن تہ: مَا ظَنّكَ يَا أَبَا بَكْرٍ بِاثْنَيْنِ اللَّهُ ثَالِثُهُمَا يعني ابوبڪر! اهڙن ٻن ماڻهن بابت تنهنجو ڇا خيال آهي، جن سان ٽيون الله آهي. [1]

حقيقت ۾ اهو هڪ معجزو هو، جيڪو الله تعاليٰ پنهنجي نبيءَ کان ڪرايو. تنهنڪري ڳولها ڪرڻ وارا ان وقت موٽي ويا، جڏهن سندن ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي وچ ۾ چند قدمن کان وڌيڪ فاصلو نہ بچيو هو.

**مديني جي راهہ ۾:-** جڏهن ٽن ڏينهن جي لڳاتار ۽ اجائي ڊڪ ڊوڙ ۽ ڳولها ختم ٿي ۽ قريشن جو جوش ۽ جذبو ٿڌو ٿيو تہ پاڻ سڳورن ﷺ ۽ **حضرت ابوبڪر** ﷛ مديني ڏانهن هلڻ جو پهہ ڪيو. عبدالله بن اريقط سان، جيڪو ريگستاني رستن جو ماهر هو، پهرين ئي پئسن تي مديني پهچائڻ جو معاملو طئہ ٿيل هو. اهو همراهہ اجا قريشن جي دين تي هو، پر ويساهہ جوڳو هو. ان ڪري سواريون سندس حوالي ڪيون ويون هيون ۽ اهو طئہ ٿيو هو تہ ٽي راتيون گذرڻ بعد هو ٻئي سواريون وٺي غارِ ثور وٽ پهچي ويندو. تنهنڪري جڏهن سومر جي رات ٿي، جيڪا ربيع الاول سن 1 هہ جي چنڊ رات هئي (مطابق 16 سيپٽمبر 622ع) تہ عبدالله بن اريقط سواريون وٺي آيو ۽ ان موقعي تي ابوبڪر ﷛، پاڻ سڳورن ﷺ کي سڀ کان پلي ڏاچي پيش ڪندي عرض ڪيو تہ: توهان منهنجين انهن ٻنهي سوارين مان هڪ قبوليو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "ملهہ سان وٺندس."

هوڏانهن اسماءَ رضي الله عنها بنت ابوبڪر ﷛ بہ سفر جو سامان کڻي آئي، پر ڇڪو وسري ويس. جڏهن هلڻ جو وقت ٿيو تہ ان سامان لٽڪائڻ چاهيو تہ ڏٺائين تہ ڇڪو تہ آهي ئي ڪونہ!

---

[1] - صحيح بخاري(1/516، 556)، هتي اهو نقطو ياد رکڻ گهرجي تہ ابوبڪر ﷛ جو اضطراب پنهنجي جان جي خوف کان نہ هو، بلڪہ ان جو واحد سبب اهو هو جيڪو ان روايت ۾ ٻڌايل آهي تہ ابوبڪر ﷛ جڏهن قيافہ شناسن کي ڏٺو تہ پاڻ سڳورن ﷺ لاءِ پاڻ غمگين ٿي ويو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کي چيائين تہ جي آئون مارجي ويس تہ رڳو هڪ ماڻهو مرندو، پر جي توهان قتل ٿي ويا تہ سڄي امت غارت ٿي ويندي ۽ ان موقعي تي پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: ڏک نہ ڪر، الله پڪ سان اسان سان گڏ آهي. ڏسو مختصر السيرة للشيخ عبدالله (ص:168).

پوءِ هن پنهنجو سندرو کوليو ۽ ان کي ڦاڙي ٻه ٽڪرا ڪري هڪ ۾ سامان ٻڌي لٽڪايو ۽ ٻيو چيلهہ ۾ ٻڌي ڇڏيو. ان ڪري سندن لقب " ذَاتُ النِّطَاقَيْنِ " پئجي ويو.[1]

ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ ۽ **حضرت ابوبڪر** رضي الله عنه روانا ٿيا. عامر بن فهيره رضي الله عنه بہ ساڻن گڏ هو. سندن سونهي عبدالله بن اريقط ڪناري وارو رستو ورتو.

غار مان نڪري هن سڀ کان پهرين يمن ڏي رخ ڪيو ۽ پوءِ ڏکڻ ڏانهن ڪافي پري تائين وٺي ويو. پوءِ اولهہ طرف مڙي ويو. اهو رستو بحر احمر جي ڪناري جي ويجهو ئي هو ۽ ان تي ڪڏهن ڪڏهن ئي ڪو سفر ڪندو هو.

پاڻ سڳورا ﷺ هن رستي تان جن جن جڳهين وٽان لنگهيا، ابن اسحاق ان جو ذڪر ڪيو آهي. سندس چوڻ آهي تہ جڏهن سونهون ٻنهي ڄڻن کي گڏ وٺي مڪي جي هيٺائين علائقي کان نڪتو. پوءِ ڪناري سان گڏوگڏ هلندي عسفان جي هيٺئين علائقي مان لنگهي پوءِ امج جي هيٺئين علائقي مان گذري اڳتي وڌيو ۽ قديد پارڪري وري مڙيو ۽ اتان ئي اڳتي وڌندو خرار مان گذريو. پوءِ ثنية المرة ڪانپوءِ لقف مان پوءِ لقف جي بيابان مان لنگهيو. پوءِ مجاح جي رڻ پٽ ۾ پهتو ۽ اتان وري مجاح جي موڙ کان گذري پوءِ ذوالغضوين کان مڙي هيٺاهين ڏانهن هليو. پوءِ ذي ڪشر جي واديءَ ۾ داخل ٿيو. پوءِ جداجد ڏانهن ويو. پوءِ اجرد پهتو ۽ ان ڪانپوءِ تعهن جي رڻ پٽ جي پرپاسي جي ماٿري ذوسلم مان لنگهيو. اتان کان عبابيد ۽ ان ڪانپوءِ فاجہ جو رخ ڪيائين. پوءِ عرج ۾ لٿو. پوءِ رڪوبہ جي ساڄي پاسي ثنية العائر ۾ آيو. تنهن ڪانپوءِ رئم جي واديءَ ۾ لٿو ۽ ان **کان** پوءِ قباءَ پهچي ويو.[2]

## اچو تہ هاڻي رستي جا ڪجهہ واقعا ٻڌندا هلون.

1. **صحيح بخاريءَ** ۾ **حضرت ابوبڪر** رضي الله عنه کان آيل آهي تہ انهن فرمايو تہ "اسان (غار مان نڪري) سڄي رات ۽ سارو ڏينهن هلندا رهياسين. جڏهن ٻپهر ٿيا ۽ رستو خالي ٿي ويو ۽ ڪوبہ راهگير نہ رهيو تہ اسان کي هڪ ٽڪر ڏسڻ ۾ آيو، جنهن جي سائي ۾ اسان لٿاسين، مون هٿن سان پاڻ سڳورن ﷺ جي سمهڻ لاءِ جڳهہ ٺاهي ۽ ان تي ڪپڙو وڇائي عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ! توهان سمهي رهو ۽ آئون سنڀال ٿو ڪريان. پاڻ سڳورا ﷺ آرامي ٿيا ۽ آئون نگراني ڪرڻ لڳس. اوچتو ڇا ٿو ڏسان تہ هڪ ڌنار پنهنجن ٻڪرين جي ڌڻ سان ٽڪر ڏانهن هلندي پئي آيو. هو بہ ان ٽڪر هيٺان ساهي پٽڻ لاءِ پئي آيو. مون کيس چيو تہ: اي جوان تون ڪنهن جو ماڻهو آهين؟ هن مڪي يا

---

[1] - صحيح بخاري(1/553، 555) ابن هشام (1/484).

[2] - ابن هشام (1/491، 492).

مديني جي ڪنهن ماڻهوءَ جو ذڪر ڪيو. مون چيو تہ تنهنجن ٻڪرين ۾ ڪجھ کير آهي؟ هن چيو تہ ها. مون چيو تہ ڏهي ونان؟ هن چيو تہ ها ۽ هڪ ٻڪري جهلي آيو. مون چيو تہ ٿورو ٿڻ تان مٽي، وار ۽ ڪک صاف ڪر. پوءِ هن هڪ وٽي ۾ ٿورو کير ڏڌو. مون وٽ هڪ چمڙي جو لوٽو هو، جيڪو مون پاڻ سڳورن ﷺ جي پاڻي پيئڻ ۽ وضو ڪرڻ لاءِ کنيو هو. آئون پاڻ سڳورن ﷺ وٽ آيس، پر کين جاڳائڻ صحيح نہ سمجهيم. جڏهن پاڻ جاڳيا تہ مون وٽن اچي کير ۾ پاڻي وڌو تان تہ ان جو هيٺيون حصو ٺري ويو. ان کانپوءِ مون چيو تہ: يا رسول الله ﷺ! پي وٺو. پاڻ سڳورن ﷺ پيتو ۽ خوش ٿيا. پوءِ فرمايائون تہ ڇا اجا هلڻ جو وقت نہ ٿيو آهي. مون چيو تہ ڇو نہ؟ ان کانپوءِ اسان روانا ٿياسين.([1])

2. هن سفر ۾ **حضرت ابوبڪر** ؓ، پاڻ سڳورن ﷺ سان ٻيلھ ٿي هليو، ڇو تہ هن تي پوڙهائپ جا اهڃاڻ پڌرا هئا، ان ڪري ماڻهن جو ڌيان انهن ڏانهن ويندو هو. پاڻ سڳورن ﷺ تي اجا جوانيءَ جا آثار غالب هئا، ان ڪري پاڻ سڳورن ﷺ ڏانهن گهٽ ڌيان ٿي ويو. ان جو ڪارڻ اهو هو تہ ڪو ماڻهو ملندو هو تہ ابوبڪر ؓ کان پڇندو هو تہ توهانجي اڳيان ڪير ويٺل آهي؟ (**حضرت ابوبڪر** ؓ ڏاڍو سهڻو جواب ڏيندي) چوندو هو تہ "اهو مونکي رستو ٻڌائيندڙ آهي." ان سان سمجهڻ وارو سمجهندو هو تہ عام رستي جو ذڪر پيو ڪجي، پر سندن مقصد خير جو رستو هوندو هو.([2])

3. هن ٺي سفر ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جو گذر **ام معبد رضي الله عنها** خزاعيہ جي خيمي وٽان ٿيو. اها پاڻ ڳري ٻت واري عورت هئي، ڪانءِ هنيو خيمي جي ٻاهران ويٺي هوندي هئي ۽ اچڻ وڃڻ واري جي خدمت چاڪري ڪندي هئي. پاڻ سڳورن ﷺ ڪانئن پڇيو تہ: تون وٽ ڪجھ آهي؟ چيائين تہ: "**الله جو قسم**! اسان وٽ ڪجھ هجي ها تہ توهانجي ميزبانيءَ ۾ ڏڪيائي نہ ٿئي ها. ٻڪريون بہ پري ويل آهن." اهو ڏڪار جو دور هو.

پاڻ سڳورن ﷺ ڏٺو تہ خيمي جي هڪ ڪنڊ ۾ هڪ ٻڪري بيٺل آهي. فرمايائون تہ: "ام معبد هيءَ ٻڪري ڪيئن آهي؟ وراڻيائين تہ: "ڪمزوريءَ ڪري ڌڻ کان ڌار ٿيل آهي." پاڻ سڳورن ﷺ پڇيو تہ: ان ۾ ڪجھ کير آهي وراڻيائين تہ: "اها، ان کان گهڻي ڪمزور آهي." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "اجازت هجي تہ ان مان ڏهي ونان؟" چيائين تہ: "منهنجا ماءُ پيءُ اوهان تان گهور وڃن، پلي جيڪڏهن هن ۾ اوهانکي کير ڏسڻ ۾ اچي تہ ڏهي وٺو." ان ڳالھ ٻولھ کانپوءِ پاڻ سڳورن

---

[1] - صحيح بخاري (510/1).

[2] - صحيح بخاري عن انس(556/1).

ﷺ ان ٻڪريءَ جي ٿڻ تي هٿ ڦيريو ۽ الله جو نالو وٺي دعا گهري. ٻڪريءَ پير کوليا، ٿڻن ۾ کير پرجي ويو. پاڻ سڳورن ﷺ، ام معبد رضي الله عنها کان هڪ وڏو ٿانو ورتو، جيڪو هڪ ٽولي لاءِ ڪافي هو. ان ۾ ايترو ڏڌو جو گجي ٻاهر نڪري آئي. پوءِ ام معبد کي پياريو. ان پيٽ ڀري کير پيتو ته پنهنجن ساٿين کي پياريائون. انهن به پيٽ ڀري کير پيتو ته پاڻ پيتائون. پوءِ ان ٿانوَ ۾ ٻيهر ايترو کير ڏڌائون جو ٿانو پرجي ويو ۽ اهو ام معبد کي ڏئي اڳتي وڌيا.

ٿوري دير کانپوءِ سندن مڙس ابو معبد رضي الله عنه پنهنجين ڏٻرين ٻڪرين کي، جيڪي ڪمزوريءَ ڪري ٿاٻڙجي رهيون هيون، هڪليندي پهتو. کير ڏسي حيرت ۾ پئجي ويو. پڇيائين ته: هي تو وٽ ڪٿان آيو؟ جڏهن ته ٻڪريون ڀري هيون ۽ گهر ۾ ڪابه کير واري ٻڪري نه هئي. هن چيو ته: "بخدا ان کانسواءِ ڪا ڳالهه نه آهي ته اسان وٽان هڪ ڀلارو ماڻهو لنگهيو، جنهن ۾ هي هي ڳالهيون هيون ۽ هي هي حال هئس." ابو معبد رضي الله عنه چيو ته: اهو ته ساڳيو قريشن وارو صاحب ٿو لڳي، جنهن کي قريش ڳولهي رهيا آهن. چڱو ٿورو ان جا پار پتا ته ٻڌائي. ان تي ام معبد رضي الله عنها ڏاڍي وڻندڙ انداز ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جون صفتون بيان ڪيون، ڄڻ ته ٻڌڻ وارو پاڻ سڳورن ﷺ کي پنهنجي سامهون ڏسي رهيو هجي. هن ڪتاب جي آخر ۾ اهي وصفون لکيون وينديون. اهي وصفون ٻڌي ابو معبد رضي الله عنه چيو ته "والله اهو ته ساڳيو قريشن وارو صاحب آهي، جنهن بابت ماڻهو طرحين طرحين ڳاليون ڪن ٿا. منهنجو ارادو آهي ته ساڻن رفاقت اختيار ڪريان ۽ ڪو گس مليو ته ائين ضرور ڪندس."

هوڏانهن مڪي ۾ هڪ پڙاڏو گونجيو، جنهن کي ماڻهن ٻڌو ته سهي پر ڳالهائڻ وارو نظر ڪونه آيو. آواز هي هو:

جَزَى اللّهُ رَبّ الْعَرْشِ خَيْرَ جَزَائه — رَفِيقَيْنِ حَلّا خَيْمَتَيْ أُمّ مَعْبَد
هُمَا نَزَلَا بِالْبِرّ وَارْتَحَلَا بِه — وَأَفْلَحَ مَنْ أَمْسَى رَفِيقَ مُحَمّد ﷺ
فَيَالَقُصَيّ مَا زَوَى اللّهُ عَنْكُمْ — بِه مِنْ فَعَالٍ لَا يُجَازَى وَسُودَد
لِيَهْنَ بَنِي كَعْبٍ مَكَانَ فَتَاتِهِمْ — وَمَقْعَدُهَا لِلْمُؤْمِنِينَ بِمَرْصَد
سَلُوا أُخْتَكُمْ عَنْ شَاتِهَا وَإِنَائِهَا — فَإِنّكُمْ إِنْ تَسْأَلُوا الشّاءَ تَشْهَد

"الله رب العرش انهن ٻن رفيقن کي بهترين جزا ڏي، جيڪي ام معبد جي خيمي ۾ لٿا. اهي ٻئي خير سان لٿا ۽ خير سان روانا ٿيا ۽ جيڪو محمد ﷺ جو رفيق ٿيو، اهو ڪامياب ٿيو. هاءِ قصي! الله ان لاءِ ڪيڏا نه بي مثال ڪارناما ۽ سرداريون توکان ڪسي ڇڏيون. بنو ڪعب کي سندن

عورت جي گهر ۾ مومنن جي سنڀال جو هنڌ مبارڪ هجي. توهان پنهنجي عورت کان سندس ٻڪري ۽ ٿانوَ بابت پڇو. توهان جيڪڏهن پاڻ ٻڪريءَ کان پڇندؤ تہ اها بہ شاهدي ڏيندي." ([1])

بيبي اسماءَ رضي الله عنها جو چوڻ آهي تہ پاڻ سڳورا ﷺ ڪنهن پاسي ويا پئي جو هڪ جِن مڪي جي هيناهين مان هي شعر پڙهندو آيو. ماڻهو ان جي پنيان هلي رهيا هئا. ان جو آواز ٻڌي رهيا هئا، پر ڪيس ڏسي نہ رهيا هئا. تان تہ اهو مڪي جي مٿئين حصي کان نڪري ويو. سندن بيان آهي تہ جڏهن اسان اها ڳالهہ ٻڌي تہ اسانکي پتو پيو تہ پاڻ سڳورا ﷺ ڪهڙي پاسي پيا وڃن. يعني سندن رخ مديني ڏانهن هو.([2])

4. ڳس تي سراقہ بن مالڪ پيڇو ڪيو ۽ اهو واقعو پاڻ سراقہ ٻڌايو آهي تہ "آئون پنهنجي قوم بني مدلج جي هڪ مجلس ۾ ويٺو هوس تہ ايتري ۾ هڪ ماڻهوءَ اچي ٻڌايو تہ: اي سراقہ! مون اجهو هاڻي ڪناري وٽ ڪي ماڻهو ڏٺا آهن. منهنجي خيال ۾ اهو محمد ﷺ ۽ سندس ساٿي آهن. سراقہ جو بيان آهي تہ آئون سمجهي ويس تہ هي اهي ئي آهن، پر ان ماڻهوءَ کي چيم تہ اهي ڪونہ هوندا، پر تو فلاڻن فلاڻن کي ڏٺو هوندو، جيڪي اسان جي اڳيان لنگهي ويا آهن. پوءِ آءُ مجلس ۾ ٿوري دير ويٺس. ان کانپوءِ اٿي اندر ويس ۽ پنهنجي ٻانهيءَ کي حڪم ڪيم تہ گهوڙو ٻاهر ڪڍي ۽ دڙي جي پنيان بيهي منهنجو انتظار ڪري. هوڏانهن مون پنهنجو نيزو کنيو ۽ گهر جي پٺئين پاسي ٻاهر نڪتس. لٺ جو هڪ ڇيڙو زمين تي گيهلندو پيو ويس ۽ ٻيو مٿيون ڇيڙو مٿي ڪري رکيو هئم. ان طرح پنهنجي گهوڙي وٽ پهتس ۽ ان تي سوار ٿي ويس. مون ڏٺو تہ اهو معمول مطابق ڊوڙندي مونکي انهن جي ويجهو وٺي آيو. ان کان پوءِ گهوڙو مون سميت ترڪيو ۽ آئون ان تان ڪري پيس. مون اٿي تيرن جي ٻني(ترڪش) ڏانهن هٿ وڌايو ۽ فال وارا تير ڪڍي اهو ڄاڻڻ جي ڪوشش ڪيم تہ آئون انهن کي ڇيهو رسائي سگهندس يانہ! تير اهو نڪتو، جيڪو مونکي ناپسند هو، پر مون تير جي نافرماني ڪئي ۽ گهوڙي تي چڙهيس. اهو مونکي ڊوڙائڻ لڳو. تان تہ جڏهن آئون پاڻ سڳورن ﷺ جي قرئت جو آواز ٻڌڻ لڳس، پر انهن مون تي ڌيان نہ ڏنو. تڏهن بہ ابوبڪر رضي الله عنه هر هر مڙي ڏسي رهيو هو. منهنجي گهوڙي جا اڳيان ٻئي پير گوڏن تائين زمين ۾ گهڙي ويا ۽ آئون ڪري پيس. پوءِ مون ان کي هڪلون ڪيون تہ هن اٿڻ جي ڪوشش ڪئي، پر سندس پير ڏاڍا ڏکيا ٻاهر نڪتا. بهرحال هو جڏهن سڌو ٿي بيٺو تہ سندس پيرن وٽان آسمان جي طرف دز اڏامي رهي هئي. مون ٻيهر تير سان قسمت معلوم ڪئي ۽ وري بہ ساڳيو تير نڪتو. ان کان پوءِ مون

---

[1] - زاد المعاد (3 / 50)

[2] - زاد المعاد (53,54/2) بنو خزاعہ جي رهائش جي جڳهہ نظر ۾ رکندي اهو خيال اچي ٿو تہ هي واقعو غار مان هلڻ جي ٻئي ڏينهن ٿيو.

اَمانَ جي نيت سان کين سڏيو تہ اهي بيهي رهيا ۽ آئون پنهنجي گهوڙي تي چڙهي انهن وٽ پهتس. جڏهن مونکي انهن ڏانهن وڃڻ کان جهليو ويو هو، ان مهل ئي منهنجي دل ۾ اها ڳالهہ ويهي رهي هئي تہ پاڻ سڳورا ﷺ نيٺ سوڀارا ٿيندا. تنهن ڪري مون پاڻ سڳورن ﷺ کي چيو تہ: توهان جي قوم توهان تي انعام رکيو آهي ۽ گڏوگڏ مون ماڻهن جي ارادن کان بہ کين واقف ڪيو ۽ ساز سامان جي پيشڪش ڪئي، پر انهن منهنجو ڪوبہ سامان نہ ورتو ۽ نہ مون کان ڪو سوال ڪيو. رڳو ايترو چيو تہ اسان بابت رازداري اختيار ڪجان. مون پاڻ سڳورن ﷺ کي عرض ڪيو تہ مونکي امن جو پروانو لکي ڏيو. پاڻ سڳورن ﷺ، عامر بن فهيره ﷛ کي حڪم ڪيو ۽ ان چمڙي جي هڪ ٽڪري تي لکي منهنجي حوالي ڪيو پوءِ پاڻ سڳورا ﷺ اڳتي وڌي ويا.[1] ان واقعي بابت خود ابوبڪر ﷛ بہ هڪ روايت بيان ڪئي آهي تہ اسين هلياسين تہ قوم اسانجي ڳولها ۾ نڪتي پر سراقہ بن مالڪ بن جعشم ﷛ کانسواءِ، جيڪو پنهنجي گهوڙي تي آيو هو، ٻيو ڪوبہ اسان تائين نہ پهچي سگهيو. مون چيو تہ: "يا رسول الله ﷺ! هي پيڇو ڪرڻ وارو اسان تائين پهچي ويو آهي!" پاڻ سڳورن فرمايو تہ: " لاَ تَحْزَنْ إِنَّ اللَّهَ مَعَنَا " يعني "غم نہ ڪر، الله اسان سان گڏ آهي."[2]

بهرحال سراقہ ﷛ موٽيو تہ ڏٺائين تہ ماڻهو ڳولها ۾ رڌل آهن. چوڻ لڳو تہ آئون هيڏانهن ڏسي آيو آهيان، هيڏانهن اوهان جو جيڪو ڪم هو، اهو ڪري آيو آهيان. (اهڙيءَ طرح ماڻهن کي واپس وٺي ويو.) يعني ڏينهن جو تہ هلان ڪري پئي آيو ۽ رات جو رکوال بڻجي ويو.[3]

5. وات تي پاڻ سڳورن ﷺ کي بريده اسلمي ﷛ مليو. هو پنهنجي قوم جو سردار هو ۽ قريشن، جنهن وڏي انعام جو اعلان ڪيو هو، ان جي لالچ ۾ پاڻ سڳورن ﷺ ۽ ابوبڪر ﷛ کي ڳولهڻ نڪتو هو، پر جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ جي آڏو پهتو ۽ ڳالهہ ٻولهہ ڪيائين تہ دل ڏئي ويٺو ۽ قوم جي ستر ماڻهن سميت مسلمان ٿيو. پوءِ پنهنجو پٽڪو لاهي نيزي سان ٻڌائين، جنهن جو اڇو جهنڊو هوا ۾ لهرائيندو ۽ بشارت ڏيندو هليو تہ امن جو بادشاهہ، صلح جو حامي، دنيا کي عدل ۽ انصاف سان نوازڻ لاءِ اچي رهيو آهي.[4]

---

[1] - صحيح بخاري(1/554) بني مدلج جو وطن رابغ ويجهو هو ۽ سراقہ ان وقت پاڻ سڳورن ﷺ جي پويان لڳو، جڏهن پاڻ قديد کان مٿي وڃي رهيا هئا (زاد المعاد 2/53) ان ڪري وڌيڪ صحيح اهو آهي تہ اهو واقعو غار کان نڪرڻ جي ٽئين ڏينهن ٿيو.

[2] - صحيح بخاري (1/516).

[3] - زادالمعاد (2/53).

[4] - رحمة للعالمين (1/101).

6. واڻ تي پاڻ سڳورن ﷺ کي حضرت زبير بن العوام رضي الله عنه مليو. هو مسلمانن جي هڪ واپاري ٽولي سان شام ملڪ کان واپس موٽي رهيو هو. حضرت زبير رضي الله عنه، پاڻ سڳورن ﷺ ۽ ابوبڪر رضي الله عنه کي اڇي رنگ جا ڪپڙا سوکڙيءَ طور ڏنا. ([1])

**قباء ۾ پهچڻ:-** سومر جي ڏينهن 8 ربيع الاول نبوت جي چوڏهين سال يعني سن هڪ هجري مطابق 23 سيپٽمبر 622ع تي پاڻ سڳورا ﷺ قباء ۾ پهتا.([2])

**حضرت عروة بن زبير** رضي الله عنه جو بيان آهي ته مديني جي مسلمانن، مکي مان پاڻ سڳورن ﷺ جي روانگيءَ جي خبر ٻڌي هئي، ان ڪري ماڻهو روز صبح سان حرّه (**جبل جي چوٽي**) تي وڃي پاڻ سڳورن ﷺ جون راهون تڪيندا هئا، نيٺ ٻنپهرن جو اس تکي ٿيڻ ڪانپوءِ موٽي ويندا هئا. هڪ ڏينهن ڊگهي انتظار بعد ماڻهو موٽي ويا ته هڪ يهودي، هڪ پٽ (دڙي) مٿان ڪجهه ڏسڻ لاءِ چڙهيو. جان ڪٿي ڏسي ته پاڻ سڳورا ﷺ ۽ سندن ساٿي، جن کي اڇا ڪپڙا پهريل هئا، جيڪي چانديءَ وانگر چمڪي رهيا هئا. اچي رهيا آهن. ان بيخوديءَ ۾ تمام وڏي آواز سان چيو ته: "اي عربستان وارؤ! اهو آهي اوهانجو نصيب، جنهن جو توهان انتظار ڪري رهيا هئا." اهو ٻڌندي ئي مسلمان هٿيارن ڏانهن ڊوڙي پيا.([3]) (۽ هٿيارن سان سينگارجي استقبال لاءِ اٿلي پيا.)

ابن قيم ٻڌائي ٿو ته: ان سان گڏ ئي بني عمرو بن عوف (قباء جا رهواسي) ۾ **هُل** مچي ويو ۽ تڪبير لڳي. مسلمان پاڻ سڳورن ﷺ جي اچڻ جي خوشيءَ ۾ تڪبير جو نعرو هڻندي استقبال لاءِ نڪري پيا. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ سان ملي نبوت تي ايمان جي تجديد ڪيائون ۽ چوڌاري پروانن وانگر جمع ٿي ويا. ان مهل پاڻ سڳورن ﷺ تي ماٺ طاري هئي ۽ وحي نازل ٿي رهي هئي.

﴿فَإِنَّ اللَّهَ هُوَ مَوْلَاهُ وَجِبْرِيلُ وَصَالِحُ الْمُؤْمِنِينَ وَالْمَلَائِكَةُ بَعْدَ ذَلِكَ ظَهِيرٌ (4)﴾(التحريم)

**"بيشڪ الله سندس پرجهلو آهي ۽ جبرئيل ۽ سڌريل مؤمن (به) ۽ هن کان پوءِ ملائڪ (به) مددگار آهن."**

**حضرت عروه بن زبير** رضي الله عنه جو بيان آهي ته ماڻهن سان ملڻ ڪانپوءِ ([4]) پاڻ سڳورا ﷺ ساڄي پاسي مڙيا ۽ بني عمرو بن عوف وٽ پهتا. اهو سومر جو ڏينهن ۽ ربيع الاول جو مهينو هو.

---

[1] - صحيح بخاري، (554/1).

[2] - رحمة للعالمين (102/1)، ان ڏينهن پاڻ سڳورن ﷺ جي عمر بنا ڪنهن گهاٽي واڌيءَ جي ٺيڪ 53 سالن تي پهتي هئي ۽ جيڪي ماڻهو پاڻ سڳورن ﷺ جي نبوت جو آغاز 9 ربيع الاول سن 41 عام الفيل کان مڃين ٿا، انهن مطابق پاڻ سڳورن ﷺ جي نبوت جا ٺيڪ 13 ورهيه پورا ٿيا هئا. البته جيڪي ماڻهو نبوت جو آغاز عام الفيل جي 41 سال جي رمضان کان مڃين ٿا، انهن جي قول مطابق ٻارنهن سال پنج مهينا ارڙهن يا ٻاويهه ڏينهن ٿيا هئا.

[3] - صحيح بخاري(555/1).

[4] - زادالمعاد(54/2).

ابوبڪر ﵁ اچڻ وارن کي پليڪار چوڻ لاءِ بيٺو هو ۽ پاڻ سڳورا ﷺ ماٺ ڪري ويٺا هئا. انصار آيا ٿي ۽ جن پاڻ سڳورن ﷺ کي نہ ڏٺو هو، انهن سڌو ابوبڪر ﵁ کي سلام ڪيو ٿي. تان تہ پاڻ سڳورن ﷺ مٿان اس اچي وئي ۽ ابوبڪر ﵁ چادر تاڻي پاڻ سڳورن ﷺ مٿان ڇانوَ ڪئي، تڏهن ماڻهن، پاڻ سڳورن ﷺ کي سڃاتو.([1])

پاڻ سڳورن ﷺ جي استقبال ۽ ديدار لاءِ سڄو مدينو اُٿلي پيو هو. اهو هڪ تاريخي ڏينهن هو، جنهن جو مثال مديني ۾ اڳي ڪڏهن بہ نہ ڏٺو ويو هو. ان ڏينهن يهودين بہ حبقوق نبيءَ جي اها خوشخبري اکين سان ڏسي ورتي تہ "خدا وند ڏکڻ کان ۽ اهو جيڪو قدوس آهي، فاران جبل کان آيو."([2])

پاڻ سڳورا ﷺ قباء ۾ ڪلثوم بن هدم ﵁ يا ڪن جي چوڻ مطابق سعد بن خيثمة ﵁ جي گهر ۾ رهيا. پهريون قول وڌيڪ معتبر آهي.

هوڏانهن حضرت علي بن ابي طالب ﵁ مڪي ۾ ٽي ڏينهن رهي سيني ماڻهن جون امانتون، جيڪي پاڻ سڳورن ﷺ وٽ رکيل هيون، سي موٽائي پنڌ مديني ڏانهن هليو ۽ قباء ۾ پاڻ سڳورن ﷺ سان اچي مليو ۽ ڪلثوم بن هدم وٽ رهيو.([3])

پاڻ سڳورن ﷺ قباء ۾ ڪل چار ڏينهن ([4]) (سومر، اڱارو، اربع، خميس) يا ڏهن کان وڌيڪ ڏينهن يا آمد ۽ روانگيءَ کانسواءِ 24 ڏينهن رهيا ۽ ان وچ ۾ مسجد قباء جو بنياد رکيائون ۽ ان ۾ نماز پڙهيائون. اها پاڻ سڳورن ﷺ کي نبوت ملڻ کانپوءِ جوڙيل پهرين مسجد هئي، جنهن جو بنياد تقويٰ تي رکيو ويو هو. پنجين ڏينهن (يا ٻارهين يا چويهين ڏينهن) جمع تي الله جي حڪم سان سوار ٿيا. ابوبڪر ﵁ ساڻن ٻيلهہ چڙهيو. پاڻ سڳورن ﷺ بنو النجار کي، جيڪي پاڻ سڳورن ﷺ جا ناناڻا هئا، نياپو موڪليو هو، تنهن ڪري اهي بہ هٿيار پنوار پهري اچي حاضر ٿيا. پاڻ سڳورا ﷺ (انهن سان گڏ) مديني روانا ٿيا. بنو سالم بن عوف جي وسنديءَ ۾ پهتا تہ جمع جو

---

[1] - (صحيح بخاري(1/555)

[2] - بائبل، حبقوق نبيءَ جو صحيفو. (3،3)

[3] - زادالمعاد(2/54)، ابن هشام(1/493)، رحمة للعالمين(1/102).

[4] - اها ابن اسحاق جي روايت آهي. ڏسو ابن هشام 1/494، علامہ منصور پوريءَ بہ اها روايت ڏني آهي. ڏسو رحمة للعالمين(1/102)، پر صحيح بخاريءَ جي هڪ روايت آهي تہ پاڻ سڳورا ﷺ قباء ۾ 24 ڏينهن رهيا.(1/61) پر هڪ ٻي روايت ۾ ڏهن راتين کان ڪجهہ وڌيڪ ڏينهن ذڪر ٿيل آهن (1/555) ۽ ٽين روايت ۾ چوڏهن راتيون (1/560) ٻڌايل آهن. ابن قيم آخري روايت صحيح مڃي آهي، پر هن پاڻ واڌارو ڪيو آهي تہ پاڻ سڳورا ﷺ قباء ۾ سومر ڏينهن پهتا هئا ۽ جمع ڏينهن روانا ٿيا هئا. (زادالمعاد 2/54، 55) ۽ جي سومر ۽ جمع، ٻن الڳ الڳ هفتن جا سمجهجن تہ آمد ۽ روانگيءَ جا ڏينهن ڇڏي ڪل ڏهہ ڏينهن ٿين ٿا ۽ آمد ۽ روانگيءَ جي ڏينهن سميت 12 ڏينهن ٿين ٿا. ان ڪري ڪل عرصو 14 ڏينهن ڪيئن ٿو ٿي سگهي؟

وقت تي ويو. پاڻ سڳورن ﷺ بطن جي واديءَ ۾ ان جاءِ تي جمع نماز پڙهي، جتي هاڻي مسجد آهي. ڪل هڪ سؤ ڄڻا هئا. [1]

**مديني ۾ پهچڻ:-** جمع ڏينهن پاڻ سڳورا ﷺ مديني پهتا ۽ ان ڏينهن کان ان شهر جو نالو يثرب بدران مدينة الرسول (رسول جو شهر) پئجي ويو، جنهن کي مختصر طور تي مدينو چئجي ٿو. اهو ڏاڍو تاريخي ڏينهن هو. گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ حمد ۽ ثنا ڳائجي رهي هئي ۽ انصارن جون نينگريون خوشيءَ ۾ اهڙا شعر ڳائي رهيون هيون:

| | |
|---|---|
| اَشْرَقَ الْبَدْرُ عَلَيْنَا | مِنْ ثَنِيَّاتِ الْوَدَاعِ |
| وَجَبَ الشّكْرُ عَلَيْنَا | مَا دَعَا لِلّٰهِ دَاعٍ |
| اَيها المَبْعُوْثُ فِيْنَا | جِئْتَ بِالْأَمْرِ المطاع |

"ظاهر ٿيو اسان تي چوڏهين جو چنڊ جبلن جي چوٽيءَ مان"
"واجب آهي شڪر ڪرڻ اسان تي جنهن مان سڏيائين الله جي لاءِ"
"اي موڪليل اسان تي آندو آهي تو حڪم فرمانبرداريءَ وارو"

انصار جيتوڻيڪ امير نه هئا ته به هر ڪنهن جي آس هئي ته پاڻ سڳورا ﷺ انهن وٽ رهن. تنهن ڪري پاڻ سڳورا ﷺ جنهن گهر ۽ پاڙي مان لنگهيا ٿي، اتي ماڻهو ڏاچيءَ جي رسيءَ کي جهلي ٿي بيٺا ۽ عرض ٿي ڪيائيون ته هتي لهي پئو، پر پاڻ سڳورن ﷺ جو جواب اهو هو ته ڏاچيءَ جو گس ڇڏيو. هيءَ الله پاران مقرر ڪيل آهي. ان ڪانپوءِ ڏاچي لڳاتار هلندي رهي ۽ ان جڳهه تي پهچي بيهي رهي، جتي اڄ مسجد نبوي آهي، پر پاڻ سڳورا ﷺ هيٺ نه لٿا. ڏاچي وري اٿي، ٿورو اڳتي وئي ۽ وري مڙي ڏسڻ کان پوءِ موٽي ساڳي جڳهه تي اچي ويني. ان کان پوءِ پاڻ سڳورا ﷺ هيٺ لٿا. اهو پاڻ سڳورن ﷺ جي ناناڻن، يعني بني نجار وارن جو پاڙو هو ۽ اها ڏاچي الله جي حڪم سان اتي ان لاءِ ويني جو پاڻ سڳورن ﷺ ناناڻن ۾ رهي انهن کي شرف بخشڻ چاهيو ٿي. هاڻي بنو نجار وارن پنهنجي پنهنجي گهر هلڻ لاءِ پاڻ سڳورن ﷺ کي منٿون ڪرڻ شروع ڪيون، پر ابو ايوب انصاري رضي الله عنه تڪڙ ۾ ڪٺي پاڻ سڳورن ﷺ جو سامان کنيو ۽ پنهنجي گهر هليو ويو. ان تي پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته: ماڻهو پنهنجي سامان سان ويندو. هوڏانهن حضرت اسعد بن زرارة رضي الله عنه اچي ڏاچيءَ جو رسو جهليو، تنهن ڪري اها ڏاچي وٽن ئي رهي. [2]

---

[1] - صحيح بخاري(1/555، 560)، زادالمعاد(2/55)، ابن هشام(1/494)، رحمة للعالمين(1/102).

[2] - زادالمعاد(2/55)، رحمة للعالمين(1/106).

صحيح بخاريءَ ۾ **حضرت انس** رضي الله عنه کان روايت آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته: "اسانجي ڪهڙي همراهه جو گهر وڌيڪ ويجهو آهي؟" **حضرت ابو ايوب انصاري** رضي الله عنه چيو ته: "منهنجو، يا رسول الله ﷺ! هي آهي منهنجو گهر ۽ هي آهي دروازو." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته: "وڃ ۽ مون لاءِ آرام جي جڳهه تيار ڪر." هن وراڻيو ته: "توهان ٻئي هلو، الله برڪت ڏيندو."[1]

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جي گهر واري ام المؤمنين بيبي سودة رضي الله عنها ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جون ٻئي نياڻيون، بيبي فاطمه رضي الله عنها ۽ بيبي ام ڪلثوم رضي الله عنها ۽ حضرت اسامه رضي الله عنه ۽ ام ايمن رضي الله عنها جن به اچي ويون. انهن سڀني کي حضرت عبدالله بن ابي بڪر رضي الله عنه پنهنجي خاندان سان، جن ۾ بيبي عائشه رضي الله عنها به شامل هئي، وٺي آيو هو. باقي پاڻ سڳورن ﷺ جي هڪ نياڻي بيبي زينب رضي الله عنها، حضرت ابوالعاص رضي الله عنها وٽ رهيل هئي، جنهن ڪين اچڻ نه ڏنو ۽ اها بدر جي جنگ کانپوءِ اچي سگهي.[2]

بيبي عائشه رضي الله عنها جو بيان آهي ته پاڻ سڳورا ﷺ مديني آيا ته حضرت ابوبڪر رضي الله عنه ۽ حضرت بلال رضي الله عنه کي بخار ٿي پيو. مون سندن خدمت ۾ حاضر ٿي پڇيو ته: "بابا سائين! اوهانجو ڪهڙو حال آهي؟ ۽ اي بلال توهانجو ڇا حال آهي؟" سندن بيان آهي ته جڏهن حضرت ابوبڪر رضي الله عنه کي بخار ايندو هو ته هي شعر پڙهندو هو:

كُلُّ امْرِئٍ مُصَبَّحٌ فِي أَهْلِهِ ... وَالْمَوْتُ أَدْنَى مِنْ شِرَاكِ نَعْلِهِ

**"هر ماڻهو صبح ڪندڙ آهي خير سان پنهنجي اهل ۾، ۽ جڏهن جو موت ان جي جتيءَ جي ڏوريءَ کان به ويجهو آهي.**

حضرت بلال رضي الله عنه جي حالت سڌرندي هئي ته پاڻ ڏکوئيندڙ آواز ۾ هي شعر پڙهندو هو:

أَلَا لَيْتَ شِعْرِي هَلْ أَبِيتَن لَيْلَةً ... بِوَادٍ وَحَوْلِي إِذْخِرٌ وَجَلِيلُ
وَهَلْ أَرِدَنْ يَوْمًا مِيَاهَ مَجِنَّةٍ ... وَهَلْ يَبْدُونَ لِي شَامَةٌ وَطُفَيْلُ

**"ڪاش آءٌ ڄاڻان ته ڪا رات (مڪي) جي واديءَ ۾ گذاري سگهندس ۽ منهنجي چوڌاري اذخر ۽ جليل (گاهه) هوندو."**

**"۽ ڪنهن ڏينهن مجنة جي چشمي تي لهي سگهندس ۽ مون کي شامة ۽ طفيل (جبل) ڏسڻان پوندا."**

---

[1] - صحيح بخاري(1/556).

[2] - زادالمعاد(2/55).

بيبي عائشہ رضي الله عنها جو بيان آهي تہ مون پاڻ سڳورن ﷺ جي خدمت ۾ حاضر ٿي اها خبر ڏني تہ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "يا الله! اسان لاءِ مديني کي ان طرح محبوب ڪر، جيئن مڪو محبوب هو يا ان کان بہ وڌيڪ ۽ مديني جي فضا کي صحت بخش بڻاءِ ۽ ان جي صاح ۽ مد (توز جي پيمانن) ۾ برڪت ڏي ۽ ان جو بخار جحفہ ڏانهن منتقل ڪري ڇڏ."([1]) الله تعاليٰ، پاڻ سڳورن ﷺ جي دعا ٻڌي ۽ حالتون تبديل ٿي ويون.

*-*-*

[1] - صحيح بخاري(1/588، 589).

# مديني جي زندگي

مديني واري حياتيءَ کي ٽن مرحلن ۾ تقسيم ڪري سگهجي ٿو.

1. **پهريون مرحلو:**- جنهن ۾ فتنا ۽ پريشانيون هيون. اندروني طور تي رڪاوٽون کڙيون ڪيون ويون ۽ ٻاهران دشمنن مديني کي برباد ڪرڻ لاءِ چڙهايون ڪيون. اهو مرحلو ذي القعد سن 6 هه ۾ صلح حديبيہ ٿيڻ کان پوءِ ختم ٿيو.

2. **ٻيو مرحلو:**- جنهن ۾ بت پرست قيادت سان صلح ٿيو. اهو مرحلو مڪي جي فتح تائين، يعني رمضان 8 هه تي ختم ٿيو. ان مرحلي ۾ ئي دنيا جي شهنشاهن کي دين جي دعوت ڏني وئي.

3. **ٽيون مرحلو:**- جنهن ۾ ماڻهو الله جي دين ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ڪاهي پيا. ان مرحلي ۾ ئي مديني ۾ قومن ۽ قبيلن جا وفد آيا. اهو مرحلو پاڻ سڳورن ﷺ جي حياتيءَ جي آخر تائين، يعني ربيع الاول سن 11 هه تائين هليو.

*-*-*

پهريون مرحلو:

# هجرت مهل مديني جون حالتون

هجرت جو مطلب رڳو اهو نہ هو تہ فتني ۽ ٺٺولين کان نجات حاصل ڪري وڃجي، پر ان ۾ اهو مفهوم بہ شامل هو تہ هڪ پر امن علائقي ۾ هڪ نئين معاشري جي تشڪيل ڪئي وڃي. ان لاءِ هر طاقت رکندڙ مسلمان تي اهو فرض ڪيو ويو تہ هن نئين وطن جي تعمير ۾ حصو وٺن ۽ ان جي مضبوطي، حفاظت ۽ شان شوڪت جون ڪوششون ڪن.

اها ڳالهہ پڪي آهي تہ پاڻ سڳورا ﷺ ئي ان معاشري جي تشڪيل جا امام، قائد ۽ رهنما هئا ۽ بلاشڪ سڀ معاملا پاڻ سڳورن ﷺ جي هٿن ۾ ئي هئا.

مديني ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جو واسطو ٽن قسمن جي گروهن سان پيو، جن مان هر ڪنهن جون حالتون ٻين کان مختلف هيون ۽ سڀني سان ڪي خاص مسئلا هئا، جيڪي هڪٻئي کان مختلف هئا. اهي ٽئي گروهہ هي هئا:

1. پاڻ سڳورن ﷺ جي پرهيزگار اصحابين جي چونڊ جماعت.
2. مديني جي پراڻن ۽ اصلي قبيلن سان تعلق رکندڙ مشرڪ، جن اڃا تائين ايمان نہ آندو هو.
3. يهودي.

(الف) پاڻ سڳورن ﷺ کي پنهنجن اصحابن جي سلسلي ۾ جيڪي مسئلا درپيش هئا، انهن جي وضاحت اها آهي تہ مديني جون حالتون مڪي جي حالتن کان صفا بدليل هيون. مڪي ۾ جيتوڻيڪ سندن ڪلمو هڪ هو ۽ انهن جا مقصد بہ ساڳيا هئا، پر اهي پاڻ مختلف گهراڻن ۾ ورهايل هئا ۽ مجبور ۽ مقهور ۽ ڪمزور هئا. انهن وٽ ڪوبہ اختيار نہ هو. سڀ اختيار دين جي دشمنن وٽ هئا ۽ دنيا جو ڪوبہ معاشرو جن بنيادن تي ٺهندو آهي، انهن مان ڪوبہ مڪي جي مسلمانن وٽ نہ هو، جن جي بنياد تي ڪنهن نئين اسلامي سماج جي تشڪيل ڪئي وڃي. ان ڪري ئي مڪي سورتن ۾ رڳو اسلامي مباديات جو تفصيل بيان ڪيو ويو آهي ۽ رڳو اهڙا حڪم نازل ڪيا ويا آهن، جن تي هر ماڻهو اڪيلي سر عمل ڪري سگهي. ان ڪانسواءِ نيڪي، ڀلائي ۽ اخلاقي قدرن جي ترغيب ڏني وئي آهي ۽ ڪريل ۽ ڪنن ڪمن کان بچڻ جي تاڪيد ڪئي وئي آهي.

ان جي ڀيٽ ۾ مديني ۾ مسلمانن جا سڀ معاملا، مسلمانن جي ئي هٿن ۾ هئا. انهن تي ڪنهن جو تسلط نہ هو. هاڻي مسلمانن کي تهذيب ۽ تاريخ، معاشيات ۽ اقتصاديات، سياست ۽

حڪومت، صلح ۽ جنگ جهڙا مسئلا درپيش هئا ۽ انهن لاءِ حلال ۽ حرام ۽ عبادتن ۽ اخلاق وغيره جهڙن زندگيءَ جي مسئلن تي ڀرپور انداز ۾ تلقين ڪئي وڃي.

وقت اچي ويو هو تہ مسلمان هڪ نئون معاشرو يعني اسلامي سماج جوڙين، جيڪو زندگيءَ جي سڀني مرحلن ۾ اڻ سڌريل معاشري کان مختلف ۽ انسانن جي قائم ڪيل سڀني معاشرن کان اعلىٰ هجي.

ظاهر آهي تہ ان طرح جو معاشرو هڪ ڏينهن، هڪ مهيني يا هڪ سال ۾ نٿو جڙي سگهي، پر ان لاءِ هڪ ڊگهو عرصو کپيو ٿي تہ جيئن ان ۾ آهستي آهستي ۽ درجي بدرجي حڪم لاٿا وڃن ۽ قانون جوڙڻ جو ڪم محنت ۽ تربيت ۽ عملي نفاذ سان مڪمل ڪيو وڃي. اهي حڪم ۽ قانون الله پاران ٻڌايا ويا ۽ انهن کي معاشري ۾ لاڳو ڪرڻ ۽ مسلمانن جي تربيت ۽ رهنمائيءَ جو معاملو پاڻ سڳورن ﷺ جي هٿ ۾ هو. جيئن ارشاد آهي تہ:

﴿هُوَ الَّذِي بَعَثَ فِي الْأُمِّيِّينَ رَسُولًا مِنْهُمْ يَتْلُو عَلَيْهِمْ آيَاتِهِ وَيُزَكِّيهِمْ وَيُعَلِّمُهُمُ الْكِتَابَ وَالْحِكْمَةَ وَإِنْ كَانُوا مِنْ قَبْلُ لَفِي ضَلَالٍ مُبِينٍ (2)﴾(الجمعة)

**”(الله) اهو آهي جنهن اڻ پڙهيلن ۾ انهن (جي قوم) مان هڪ پيغمبر پيدا ڪيو جو وٽن سندس آيتون پڙهندو آهي ۽ کين پاڪ ڪندو آهي ۽ کين ڪتاب ۽ دانائي سيکاريندو آهي ۽ بيشڪ اهي (هن کان) اڳ پڌري گمراهيءَ ۾ هئا.“**

هوڏانهن صحابہ سڳورن جو حال اهو هو تہ اهي پاڻ سڳورن ﷺ ڏانهن هر وقت متوجهہ رهندا هئا ۽ جيڪو حڪم لهندو هو، ان تي عمل ڪري ڏاڍي خوشي محسوس ڪندا هئا. جيئن ارشاد آهي تہ:

﴿وَإِذَا تُلِيَتْ عَلَيْهِمْ آيَاتُهُ زَادَتْهُمْ إِيمَانًا وَعَلَى رَبِّهِمْ يَتَوَكَّلُونَ (2)﴾(الانفال)

**”۽ جڏهن سندس آيتون انهن کي پڙهي ٻڌائبيون آهن تڏهن اهي سندن ايمان کي وڌائينديون آهن ۽ (اهي) پنهنجي پالڻهار تي ڀروسو ڪندا آهن.“**

جيئن تہ انهن سڀني مسئلن جو تفصيل اسان جي موضوع ۾ شامل نہ آهي، ان ڪري ضرورت مطابق گفتگو ڪئي ويندي.

مطلب تہ اهو ئي سڀ کان وڏو مسئلو هو جو پاڻ سڳورن ﷺ کي مسلمانن متعلق درپيش هو ۽ وڏي پيماني تي اهو ئي اسلامي دعوت ۽ محمد ﷺ جو مقصد بہ هو ۽ ڪو هنگامي مسئلو نہ، پر مستقل مسئلو هو. باقي ڪي ٻيا بہ مسئلا هئا، جن لاءِ تڪڙي توجهہ گهربل هئي، جن جي مختصر ڪيفيت هن ريت آهي:

مسلمانن جي جماعت ۾ ٻن قسمن جا ماڻهو شامل هئا. هڪڙا اهي، جيڪي پنهنجي زمين، پنهنجي گهر گهاٽ ۽ مال ملڪيت وارا هئا ۽ انهن بابت ايڏو فڪر نہ هو، جيڏو ڪنهن ماڻهوءَ کي پنهنجي گهر ٻار ۾ امن سڪون سان رهي ڪرڻو پوي ٿو. اهو انصارن جو گروهہ هو ۽ انهن ۾ نسلن کان پڪيون دشمنيون ۽ نفرتون هلنديون پئي آيون. ٻيو گروهہ مهاجرن جو هو، جيڪو انهن سيني سهولتن کان محروم هو ۽ لٽجي ڦرجي توڪل جي آڌار تي اچي مديني پهتو هو. انهن وٽ نہ ڪو رهڻ لاءِ ٺڪاڻو هو نہ پيٽ پالڻ لاءِ ڪو ڪم ۽ نہ ڪو ناڻو ئي هو، جنهن سان هو نئين معيشت جي اڏاوت ڪري سگهن. اهي پناهگير گهڻ تعداد ۾ بہ ڪونہ هئا ۽ انهن ۾ ڏينهان ڏينهن واڌارو بہ ٿي رهيو هو. ڇو تہ اعلان ڪيل هو تہ جيڪو ماڻهو الله ۽ ان جي رسول تي ايمان رکندو هجي، اهو هجرت ڪري مديني هليو اچي. مديني ۾ نہ ڪا دولت هئي نہ ئي ڪمائڻ جا ٻيا وسيلا. تنهنڪري مديني جو اقتصادي توازن بگڙي ويو ۽ ان ڏکيءَ حالت ۾ ئي اسلام جي ويري قوتن بہ مديني سان اقتصادي ناتو ٽوڙي ڇڏيو. جنهن سان مال جي درآمد بند ٿي وئي ۽ حالتون خراب ٿي ويون.

(ب) ٻي قوم، يعني مديني جا اصل مشرڪ رهاڪو، جن جو حال اهو هو تہ هو مسلمانن کان ڪمزور هئا. ڪجهہ مشرڪ ٻڏتر ۾ هئا ۽ پنهنجي اباڻي دين کي ڇڏڻ لاءِ من هٽي رهيا هئا، پر اسلام ۽ مسلمانن خلاف سندن دل ۾ ڪابہ دشمني نہ هئي. اهڙا ماڻهو ڪجهہ عرصي ۾ مسلمان ٿي ويا ۽ سچا مسلمان ٿي ويا.

ان جي پيٽ ۾ ڪي مشرڪ اهڙا بہ هئا، جن جي من ۾ مسلمانن ۽ پاڻ سڳورن ﷺ لاءِ ڪينو ۽ عداوت رکيل هئي، پر انهن ۾ کلي آڏو اچڻ جي همت نہ هئي. اهي رڳو حالتن کي ڏسندي پاڻ سڳورن ﷺ سان محبت ۽ خلوص جو اظهار ڪرڻ تي مجبور هئا. انهن ۾ سڀ کان اڳرو عبدالله بن ابي ابن سلول هو. هن کي بعاث واري جنگ کانپوءِ اوس ۽ خزرج وارا پنهنجو سردار بنائڻ تي متفق ٿي ويا هئا. ان کان اڳ ٻئي ڌريون ڪنهن کي بہ گڏيل اڳواڻ مڃڻ لاءِ تيار نہ هيون، پر هاڻي سندن لاءِ ڪوڏين مان نهيل تاج پئي تيار ڪيو ويو تہ جيئن هن کي شاهي تاج پهرائي باقائده بادشاهت جو اعلان ڪيو وڃي. مطلب تہ همراهہ مديني جو بادشاهہ ٿيڻ ئي وارو هو جو اوچتو پاڻ سڳورن ﷺ جي اچڻ جو چرچو ٿي ويو ۽ ماڻهن جو رخ هن بدران پاڻ سڳورن ﷺ ڏانهن ٿي ويو. ان ڪري هن کي گمان هو تہ پاڻ سڳورن ئي سندس بادشاهت ڦري آهي. تنهن ڪري هن دل ئي دل ۾ پاڻ سڳورن ﷺ سان سخت عداوت ٿي رکي. ان هوندي بہ جڏهن هن بدر واري جنگ ۾ ڏٺو تہ حالتون سندس حق ۾ ناهن ۽ هو مشرڪ هوندي دنيا جي فائدن کان محروم ٿي رهندو. تڏهن هن ظاهر ۾ اسلام قبولڻ جو اعلان ڪيو، پر هو اجا دلي طرح ڪافر هو. ان ڪري جڏهن بہ ڪيس پاڻ سڳورن ﷺ ۽ مسلمانن خلاف ڪا شرارت ڪرڻ جو موقعو ملندو هو تہ هو اهو موقعو هٿان نہ وڃائيندو هو.

هن جا ساٿي عام طور تي اهي وڏيرا هئا، جن سندس بادشاهت جي ڇانوَ ۾ وڏا وڏا عهدا هٿ ڪرڻ جا خواب ڏٺا پئي، پر هاڻي انهن کي بہ محروم ٿيڻو پيو هو. اهي ماڻهو سندس ساٿاري هئا ۽ ان جي منصوبن جي پورائيءَ لاءِ سندس هر قسم جي مدد لاءِ تيار هئا ۽ ان مقصد لاءِ ڪڏهن ڪڏهن نوجوانن ۽ سادن سودن مسلمانن کي بہ استعمال ڪري ويندا هئا.

(ج) ٽيون يهودي قوم هئي، جيئن مٿي بيان گذري چڪو آهي تہ اهي آشوري ۽ رومين جي ظلمن کان ڀڄي اچي حجاز ۾ رهيا هئا. اهي اصل ۾ عبراني هئا، پر حجاز ۾ پناهہ وٺڻ کانپوءِ سندن اٺڻ ويهڻ، زبان ۽ تهذيب تي عربي رنگ چڙهي چڪو هو. ايستائين جو انهن جي قبيلن ۽ ماڻهن جا نالا بہ عربي ٿي ويا هئا ۽ انهن ۽ عربن ۾ مٽيون مائٽيون بہ ٿي ويون هيون. پران هوندي بہ سندن نسلي عصبيت برقرار هئي ۽ اهي عربن ۾ ضم نہ ٿيا هئا. بلڪ پنهنجي اسرائيلي ۽ يهودي قوميت تي فخر ڪندا هئا ۽ عربن کي صفا گهٽ سمجهندا هئا. انهن کي امي چوندا هئا، جنهن جو مطلب انهن جي نظر ۾ ڇٽ، وحشي، ڪريل، پنتي پيل ۽ اڇوت ٿيل هو. سندن عقيدو هو تہ عربن جو مال انهن لاءِ حلال آهي، جيئن وٽين، ڪائين. جيئن قرآن ۾ الله تعاليٰ جو ارشاد آهي تہ:

﴿قَالُوا لَيْسَ عَلَيْنَا فِي الْأُمِّيِّينَ سَبِيلٌ(75)﴾(آل عمران)

”چون ٿا تہ اَڻ پڙهيلن (جي مال کسڻ) ۾ اسان کي ڪا پڪڙ پڇاڙ نہ آهي.“

يعني اڻ پڙهيل جو مال هڙپ ڪرڻ کان اسان کي ڪير نہ جهليندو. اهي يهودي پنهنجي دين کي ڦهلائڻ لاءِ ڪوششون نہ ڪندا هئا. انهن وٽ دين جي جيڪا پونجي وڃي بچي هئي، اها هئي فال ڪڍڻ، جادو ۽ ٽوٽا ڦيٽا ڪرڻ وغيره. انهن شين جي ڪري هو پاڻ کي علم جا ابا ۽ روحاني پيشوا سمجهندا هئا.

يهودين کي دولت ڪمائڻ جي فن ۾ مهارت هئي. اَن، ڪجين، شراب ۽ ڪپڙي جو واپار سندن هٿ ۾ هو. ان کانسواءِ بہ هو ڪافي ڪمن ۾ سرگرم هئا. هو پنهنجي واپاري مال مان عربن کان ٽيڻو فائدو حاصل ڪندا هئا ۽ ان تي بس نہ ڪندا هئا، پر اهي وياج خور بہ هئا. ان ڪري اهي عرب شيخن ۽ وڏيرن کي وياج تي وڏيون وڏيون رقمون ڏيندا هئا، جن کي اهي سردار نالو ڪڍائڻ ۽ پنهنجا راڳ ڳارائڻ وغيره لاءِ اجايو ۽ بي حساب استعمال ڪندا هئا. هوڏانهن يهودي انهن پئسن جي بدلي ۾ انهن وڏيرن کان سندن زمينون، بنيون ۽ باغ وغيره گروي رکائيندا هئا ۽ ڪجهہ سال گذرڻ کان پوءِ ان جا مالڪ ٿي ويندا هئا.

اهي سازشون ڪرڻ ۽ فسادن ڪرائڻ جا ماهر هئا. اهڙي نموني سان پاڙيسري قبيلن کي ويڙهائيندا هئا جو انهن قبيلن کي احساس بہ نہ ٿيندو هو. پوءِ انهن قبيلن ۾ جنگيون شروع ٿي وينديون هيون ۽ جي اها باهہ جهڪي ٿيڻ لڳندي هئي تہ يهودين جا لڪل هٿ وري حرڪت ۾ اچي

ويندا هئا ۽ جنگ جا شعلا وري ڀڙڪي پوندا هئا. ڪمال اهو هو ته اهي قبيلن کي ويڙهائي ماٺ ڪري ويهي عربن جي تباهيءَ جو تماشو ڏسندا هئا. وڏا وڏا قرض، وياج تي ڏيندا رهندا هئا ته جيئن ڏوڪڙ نه هجڻ ڪري جنگ بند نه ٿي وڃي. ان طرح کين ٻنو فائدو ٿيندو هو. هڪ پاسي پنهنجي يهودي جمعيت کي محفوظ رکندا هئا ۽ ٻئي پاسي وياج جي بازار کي ٿڌو ٿيڻ نه ڏيندا هئا. يثرب ۾ يهودين جا ٽي قبيلا هئا.

(1) بنو قينقاع،اهي خزرج جا حليف هئا ۽ انهن جي وسندي مديني جي اندر هئي. (2) بنو نضير (3) بنو قريظه، اهي ٻئي قبيلا اوس جا حليف هئا ۽ انهن ٻنهي جي آبادي مديني کان ٻاهر هئي.

ڪافي عرصي کان اهي ئي قبيلا اوس ۽ خزرج جي وچ ۾ جنگ جي باهه ڀڙڪائي رهيا هئا ۽ بعاث واري جنگ ۾ پنهنجن پنهنجن حليفن سان پاڻ به شريڪ ٿيا هئا.

انهن يهودين مان اسلام کي بغض ۽ عداوت جي نظر سان ڏسڻ کانسواءِ ٻي ڪابه توقع رکي نٿي سگهجي. ڇو ته پيغمبر انهن جي نسل مان نه هو جو انهن جي نسلي عصبيت کي، جيڪا انهن جي نفسيات ۽ ذهنيت جو اٽوٽ جزو هئي، ان کي تسڪين ملي. اسلام جي دعوت هڪ صالح دعوت هئي، جيڪا ٽٽل دلين کي جوڙيندي هئي. بغض ۽ عداوت جي باهه وسائيندي هئي، سيني معاملن ۾ ايمانداري ڪرڻ ۽ پاڪ ۽ حلال مال کائڻ جو پابند ڪندي هئي. ان جو مطلب اهو هو ته هاڻي يثرب جا قبيلا پاڻ ۾ نهي ويندا ۽ ان حالت ۾ لازمي طرح اهي يهودين جي چنبي مان آزاد ٿي ويندا. تنهنڪري واپاري سرگرميون مانيون ۽ ٺڏيون ٿي ونديون ۽ اهي ان وياج واري دولت کان محروم ٿي ويندا، جنهن تي سندن مالداريءَ جي چڪي ڦري رهي هئي. ڪين هو به ڊپ هو ته متان اهي قبيلا سجاڳ ٿي ان مال جي تقاضا نه ڪن، جيڪو يهودين بنا سبب جي کائڻن ڦٻايو آهي ۽ اهڙيءَ طرح اهي انهن زمينن ۽ باغن کي واپس نه وٺن، جيڪي وياج ۾ يهودين ڦٻائي ورتا هئا.

جڏهن کان يهودين کي خبر پئي هئي ته اسلامي دعوت يثرب ۾ گهر ڪري چڪي آهي، تڏهن کان ئي انهن، اهڙين سمورين ڳالهين تي سوچڻ شروع ڪري ڏنو هو. ان ڪري يثرب ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي اچڻ جي وقت کان ئي يهودين کي اسلام ۽ مسلمانن سان سخت وير ٿي پيو هو. جيتوڻيڪ اهي ان کي ظاهر ڪرڻ جي همت ڪافي عرصي کان پوءِ ڪري سگهيا. ان ڪيفيت جي چٽي خبر ابن اسحاق جي ٻڌايل هڪ واقعي مان پئي ٿي. ان لکيو آهي ته مون کي ام المؤمنين بيبي صفيه بنت حُيي بن اخطب رضي الله عنها کان هيءَ روايت ملي آهي ته ان فرمايو ته: "آئون پنهنجي والد ۽ چاچي ابو ياسر جي نگاهه ۾ پنهنجي والد جي سڀ کان لاڏلي هيس. آئون چاچا ۽ بابا سان جڏهن به سندن ٻئي ڪنهن اولاد سان گڏ ملندي هيس ته اهي، ان بدران مون کي ئي کڻندا هئا. جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ مديني ۾ آيا ۽ قباء ۾ بنو عمرو بن عوف وٽ رهيا ته منهنجو والد حُيي بن اخطب ۽

چاچو ابو ياسر، پاڻ سڳورن ﷺ جي خدمت ۾ صبح ساڻ حاضر ٿيا ۽ سج لٿي مهل ڏاڍا ٿڪل ۽ ٽٽندي ٽاٻڙندي موٽيا. مون اڳي وانگر خوشيءَ ۾ انهن ڏانهن ڊوڙ پاتي، پر اهي ايترو ته غم ۾ ٻڏل هئا جو الله جو قسم! ٻنهي مون ڏانهن اک کڻي به نه نهاريو. مون پنهنجي چاچي جي ڳالهه ٻڌي، جيڪو منهنجي والد حُيي بن اخطب کي چئي رهيو هو ته: "ڇا هي اهو ئي آهي؟"

هن وراڻيو ته: "ها."

چاچا چيو ته: "توهان کين چڱيءَ طرح سڃاتو آهي؟"

بابا چيو ته: "ها."

چاچا چيو ته:"هاڻي اوهان جي من ۾ ان بابت ڇا ارادا آهن؟"

بابا چيو ته:"عداوت، الله جو قسم! جيستائين جيئرو رهندس."([1])

ان جي شاهدي صحيح بخاريءَ جي ان روايت مان به ملي ٿي، جنهن ۾ حضرت عبدالله بن سلام ؓ جي مسلمان ٿيڻ جو واقعو بيان ڪيو ويو آهي. جيڪو پاڻ به نهايت وڏو يهودي عالم هو. ان کي بنو النجار ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي اچڻ جي خبر پئي ته تڪڙو تڪڙو پاڻ سڳورن ﷺ وٽ حاضر ٿيو ۽ ڪجهه سوال پڇيائين، جن بابت رڳو نبيءَ کي ئي ڄاڻ ٿي سگهي ٿي ۽ جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ کان جواب ٻڌائين ته اتي ئي مسلمان ٿي ويو. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ کي چيائين ته: يهودي ڏاڍا بهتان باز آهن. جيڪڏهن انهن جي ڪجهه پڇڻ کان اڳ انهن کي منهنجي اسلام قبولڻ جو پتو پيو ته هو توهان وٽ اچي منهنجون گلائون ڪندا. تنهن ڪري پاڻ سڳورن ﷺ يهودين کي سڏايو ۽ اهي آيا. هوڏانهن عبدالله بن سلام ؓ گهر ۾ اندر لڪي ويو هو. پاڻ سڳورن ﷺ پڇيو ته: "عبدالله بن سلام توهان ۾ ڪهڙي حيثيت رکي ٿو؟" انهن چيو ته "اسانجو سڀ کان وڏو عالم آهي ۽ سڀ کان وڏي عالم جو پٽ آهي. اسان مان سڀ کان ڀلو ماڻهو آهي ۽ سڀ کان ڀلي ماڻهوءَ جو پٽ آهي." هڪ روايت جا لفظ هن ريت آهن ته اسان جو سردار آهي ۽ اسان جي سردار جو پٽ آهي.

پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته: "ڇڱو اهو ٻڌايو ته جيڪڏهن عبدالله مسلمان ٿي وڃي ته؟" يهودين ٻه يا ٽي ڀيرا چيو ته: "الله ان کي اهڙي ڪم کان محفوظ رکي." ان کانپوءِ عبدالله بن سلام ؓ ٻاهر نڪتو ۽ فرمايائين ته: اشهد ان لا اله الا الله و اشهد ان محمدا رسول الله ﷺ (آئون گواهي ڏيان ٿو ته الله کانسواءِ ڪوبه عبادت جي لائق نه آهي ۽ آئون شاهدي ڏيان ٿو ته محمد ﷺ، الله جو رسول آهي.) ايترو ٻڌڻ شرط يهودي چوڻ لڳا ته "شَرُّنَا وَ ابْنُ شَرِّنَا" يعني "هي اسان مان سڀ کان برو ماڻهو آهي ۽ سڀ کان بري ماڻهوءَ جو پٽ آهي" ۽ (ان ئي مهل) سندن گلائون ڪرڻ شروع ڪري

---

[1] - ابن هشام (1/518، 519).

ڇڏيائون. هڪ روايت ۾ آهي تہ: ان تي **حضرت عبدالله بن سلام** رضي الله عنه فرمايو تہ: "اي يهوديو! الله کان ڊڄو. ان الله جو قسم جنهن ڪانسواءِ ڪو معبود نہ آهي، توهان ڄاڻو ٿا تہ پاڻ سڳورا ﷺ ئي الله جا رسول آهن ۽ حق ڪٺي آيا آهن." پر يهودين چيو تہ "تون ڪوڙ پيو ڳالهائين."([1])

اهو پهريون تجربو يهودين بابت پاڻ سڳورن ﷺ کي ٿيو ۽ مديني ۾ داخل ٿيڻ جي پهرئين ڏينهن ئي ٿيو.

هيستائين جيڪو ذڪر ڪيو ويو آهي، اهو مديني جي اندرين حالتن بابت هو. مديني کان ٻاهر مسلمانن جا سڀ کان سخت ويري قريش هئا ۽ تيرنهن سالن تائين، جيسين مسلمان سندن هٿ هيٺ رهيا، دهشت مچائڻ، ڌمڪيون ڏيڻ ۽ تنگ ڪرڻ جا سڀ طريقا استعمال ڪري چڪا هئا. هر طرح جون ڏاڍايون ۽ ظلم ڪري چڪا هئا. منظم ۽ وسيع افواهي مهم هلائڻ کان علاوه ۽ نهايت صبر آزما نفسياتي حربا استعمال ڪري چڪا هئا. جڏهن مسلمانن مديني ڏانهن هجرت ڪئي تہ قريشن، سندن زمينون، گهر گهاٽ ۽ مال ملڪيت سڀ ڪجهہ ضبط ڪري ڇڏيو ۽ مسلمانن ۽ سندن خاندان وارن جي وچ ۾ ديوار بڻجي ويا. پر جنهن کي جهلي سگهيا، تنهن کي قيد ڪري هر طرح جي تڪليف رسايائون. ان تي بس نہ ڪيائون، پر اسلامي دعوت جي اڳواڻ حضرت محمد رسول الله ﷺ کي قتل ڪرڻ ۽ سندن دين خلاف خوفناڪ سازشون ڪيائون ۽ انهن تي عمل ڪرڻ لاءِ پنهنجون سڀ صلاحيتون صرف ڪيائون. تنهن ڪانپوءِ جڏهن مسلمان ڪنهن نہ ڪنهن طرح پڇي وڃي پنج سؤ ڪلوميٽر پري مديني ۾ پهتا تہ قريشن پنهنجي ساک مان فائدو وٺندي ڪريل سياسي ڪردار ادا ڪيو. يعني جيئن تہ اهي حرم جا رهاڪو ۽ بيت الله جا پاڙيسري هئا ۽ ان ڪري کين عربن ۾ ديني اڳواڻي ۽ دنياوي رياست جو منصب بہ حاصل هو، ان ڪري، انهن عربستان جي ٻين مشرڪن کي پڙڪائي ۽ ورغلائي مديني جو تقريبن مڪمل بائيڪاٽ ڪري ڇڏيو. جنهن ڪري مديني جي واپار کي ڏاڍو ڌڪ رسيو. جڏهن تہ اتي هجرت ڪري ايندڙ پناهگيرن جو انگ ڏينهان ڏينهن وڌي رهيو هو. حقيقت ۾ مڪي جي انهن سرڪشن ۽ مسلمانن جي ان نئين وطن جي وچ ۾ جنگي حالتون قائم ٿي چڪيون هيون ۽ اها بيوقوفيءَ جهڙي ڳالهہ ٿيندي تہ ان جهڳڙي جو الزام مسلمانن جي سر تي مڙهيو وڃي.

مسلمانن کي حق پهتو ٿي تہ جنهن طرح سندن مال ملڪيتون ضبط ڪيون ويون آهن، ان طرح اهي بہ انهن سرڪشن جو مال ضبط ڪن. جنهن طرح کين ستايو ويو هو، ان طرح اهي بہ سرڪشن کي ستائين ۽ جنهن طرح مسلمانن جي زندگين آڏو رڪاوٽون وڌيون ويون آهن، اهڙيءَ طرح مسلمان بہ

[1] - صحيح بخاري(1/459، 556، 561).

انهن سرڪشن جي زندگي ڏکي ڪن ۽ انهن سرڪشن کي "جهڙي ڪرٽي، تهڙي ڀرٽي" وارو بدلو ڏين تہ جيئن ڪين مسلمانن کي تباھ ڪرڻ ۽ جڙ کان پٽي ڇڏڻ جو موقعو نہ ملي.

اِهي هئا اهي مسئلا، جيڪي مديني اچڻ کان پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ آڏو آيا. پاڻ سڳورن ﷺ انهن سڀني مسئلن جو حل پيغمبراني ڪردار ۽ اعليٰ پائي جي قيادت جي صلاحيت سان ڳولهي ڪڍيو ۽ جيڪا قوم نرمي، محبت يا سختي، مطلب تہ جهڙي سلوڪ جي مستحق هئي، ان سان اهڙو ئي سلوڪ ڪيو. ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ رحمت ۽ محبت جو پهلو سختيءَ واري پهلوءَ تي غالب هو. ايستائين جو سڄو نظام اسلام ۽ مسلمانن جي هٿ ۾ اچي ويو. ايندڙ صفحن ۾ انهن ڳالهين جو تفصيل پيش ڪبو.

*-*-*

# نئين سماج جي جوڙجڪ

اسان ٻڌائي چڪا آهيون تہ پاڻ سڳورا ﷺ مديني ۾ بنو النجار وٽ جمع 12 ربيع الاول سن 1 هہ مطابق 27 سيپٽمبر 622ع تي **حضرت ابو ايوب انصاري** رضي الله عنه جي گهر وٽ لٿا هئا ۽ ان وقت ئي چيو هئائون تہ انشاءالله هتي ئي منزل ٿيندي. پوءِ پاڻ سڳورا ﷺ، **حضرت ابو ايوب انصاري** ﷺ جي گهر رهي پيا.

**مسجد نبويءَ جي اڏاوت:-** ان کان پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ پهريون ڪم اهو ڪيو تہ مسجد نبويءَ جي اڏاوت شروع ڪري ڏني ۽ ان لاءِ اها جڳهہ چونڊي، جتي پاڻ سڳورن ﷺ جي ڏاچي ويهي هئي. ان زمين جا مالڪ بہ يتيم ٻار هئا. پاڻ سڳورن ﷺ انهن کان اها زمين پئسا ڏئي ورتي ۽ بذات خود مسجد جي اڏاوت جي ڪم ۾ حصو ورتو. پاڻ سڳورا ﷺ سرون ۽ پٿر کڻندا هئا ۽ گڏوگڏ هي چوندا هئا تہ:

اللَّهُمَّ لَا عَيْشَ إِلَّا عَيْشُ الْآخِرَهْ　　فَاغْفِرْ لِلْأَنْصَارِ وَالْمُهَاجِرَهْ

يعني: اي الله! حياتي تہ رڳو آخرت جي آهي. بس انصارن ۽ مهاجرن کي بخشي ڇڏ.[1]

هَذَا الْحِمَالُ لَا حِمَالَ خَيْبَرْ　　هَذَا أَبَرُّ رَبَّنَا وَأَطْهَرْ

يعني: هي بار خيبر جو بار ڪونهي. اهو اسان جي پالڻهار جو قسم تہ وڌيڪ پاڪ آهي.[2]

پاڻ سڳورن ﷺ جي ائين ڪرڻ سان صحابہ ڪرامن ۾ جوش ۽ سرگرمي وڌي ويئي ۽ اهي هيئن چوڻ لڳا تہ:

لَئِنْ قَعَدْنَا وَالنَّبِيّ يَعْمَلُ　　لَذَاكَ مِنَّا الْعَمَلُ الْمُضَلَّلُ

يعني: جي اسان ويٺا رهياسين ۽ پاڻ سڳورا ﷺ ڪم ڪندا رهيا تہ اسان جو اهو عمل گمراهيءَ وارو هوندو.[3]

ان زمين ۾ مشرڪن جون ڪجهہ قبرون هيون، ڪجهہ ويرانو بہ هو. ڪجي ۽ غرقد جا ڪجهہ وڻ بہ بيٺل هئا. پاڻ سڳورن ﷺ مشرڪن جون قبرون کوٽائي ڇڏيون ۽ ويران کي برابر ڪرايو ۽ ڪجي ۽ ٻيا وڻ ڪٽائي قبلي جي طرف لڳايا. ان وقت قبلو بيت المقدس هو. دروازي جا ٻئي پايا پٿر جا ناهيا ويا. ڀتيون ڪچين سرن ۽ گاري جون ڪنيون ويون. ڇت تي ڪجيءَ جون شاخون ۽ پن وڌا

---

[1] صحيح البخاري ( حديث رقم 5935 )
[2] صحيح البخاري - ( حديث رقم 3616 )
[3] سيرة ابن هشام - ( 1 / 495 )

ويا ۽ کجيءَ جي ڪاٺ جا ٿنبا ٺاهيا ويا. زمين تي ريتي ۽ ننڍڙا پٿر وڇايا ويا. ٽي دروازا لڳايا ويا. قبلي جي پٺ ڪان پنين پٽ تائين هڪ سؤ هٿ ڊيگھ هئي. ويڪر بہ ايتري يا ان ڪان ڪجھ گھٽ هئي. بنياد اٽڪل ٽي هٿ هيٺ هو.

پاڻ سڳورن ﷺ مسجد جي پاسي کان ڪجھ گھر بہ ٺهرايا، جن جون ڀتيون ڪچين سرن جون هيون. اهي ئي پاڻ سڳورن ﷺ جي بيبين سڳورين رضي الله عنهم جا گھر هئا. انهن جي اڏاوت پوري ٿيڻ ڪان پوءِ پاڻ سڳورا ﷺ حضرت ابو ايوب انصاري ﷛ جي گھر مان اتي لڏي آيا.(1)

مسجد رڳو نماز پڙهڻ لاءِ نہ هئي، پر هڪ يونيورسٽي هئي، جنهن ۾ مسلمان اسلامي تعليم ۽ هدايت جو سبق وٺندا هئا ۽ هڪ محفل هئي، جنهن ۾ ورهين کان جهالت جي فتنن، نفرتن ۽ جهيڙن ۾ گذاريندڙ قبيلن جا ماڻهو هاڻي ميٺ محبت سان ملي جلي رهيا هئا. اها هڪ مرڪز هئي، جتان هن ننڍڙي رياست جو نظام هلايو ٿي ويو ۽ مختلف قسم جون مهمون موڪليون ٿي ويون. ان جي حيثيت هڪ پارليامينٽ طور بہ هئي، جنهن ۾ مجلسِ شوريٰ ۽ مجلس انتظاميہ جون گڏجاڻيون ٿينديون هيون.

ان سان گڏوگڏ هيءَ مسجد انهن بي گھر غريب مهاجرن جي هڪ وڏي تعداد جو مسڪن پڻ هئي، جن جو اتي نہ ڪو گھر گھاٽ هو، نہ ٻار ٻچا ۽ نہ مال ملڪيت.

هجرت جي شروع وارن ڏهاڙن ۾ ئي ٻانگ اچڻ بہ شروع ٿي وئي. اهو هڪ لاهوتي گيت هو، جيڪو روز پنج ڀيرا گونجندو هو ۽ جنهن سان سڄو سنسار گونجڻ لڳندو هو. ان سلسلي ۾ عبدالله بن زيد بن عبدربہ ﷛ جي خواب جو واقعو مشهور آهي. (تفصيل جامع ترمذي، سنن ابي دائود، مسند احمد ۽ صحيح ابنِ خزيمہ ۾ ڏسي سگھجي ٿو).

**مسلمانن ۾ ڀائيچارو:-** جهڙيءَ ريت پاڻ سڳورن ﷺ مسجد نبويءَ جي اڏاوت ڪري ميڙ ميڙاڪي ۽ محبت جو هڪ مرڪز جوڙي وڌو هو، اهڙيءَ ريت پاڻ سڳورن ﷺ انساني تاريخ ۾ هڪ ٻيو بہ نهايت وڏو ڪارنامو ڪري ڏيکاريو، جنهن کي مهاجرن ۽ انصارن جي وچ ۾ ڀائيچاري جو نالو ڏنو وڃي ٿو. ابن قيم لکي ٿو تہ: "پاڻ سڳورن ﷺ، حضرت انس بن مالڪ ﷛ جي گھر ۾ مهاجرن ۽ انصارن ۾ ڀائيچارو ڪرايو. ڪل نوي ماڻهو هئا، اڌ مهاجر ۽ اڌ انصار. ڀائيچاري جو بنياد اهو هو تہ اهي هڪ ٻئي جا همدردي ۾ رهندا ۽ مرڻ کانپوءِ نسبي مائٽن بدران اهي ئي هڪ ٻئي جا وارث ٿيندا. وراثت جو اهو حڪم بدر واري جنگ تائين قائم رهيو. پوءِ هيءَ آيت لٿي تہ:

﴿وَأُولُو الْأَرْحَامِ بَعْضُهُمْ أَوْلَى بِبَعْضٍ...(6)﴾(الاحزاب)

---

1 - صحيح بخاري(1/71، 555_ 560)، زاد المعاد(2/56).

”۽ مائٽي وارا هڪ ٻئي جا ڀاڻ ۾ الله جي ڪتاب ۾ ٻين مؤمنن ۽ هجرت ڪندڙن کان وڌيڪ حقدار آهن.“

ان ڪانپوءِ انصارن ۽ مهاجرن ۾ گڏيل ورهاست جو حڪم ختم ڪيو ويو. پر ڀائيچاري جو قسم باقي رهيو. چيو وڃي ٿو ته ڀاڻ سڳورن ﷺ هڪ ٻيو به ڀائيچارو ڪرايو هو. جيڪو رڳو مهاجرن جي وچ ۾ هو. پر پهرين ڳالهه ئي ثابت ٿيل آهي. هونئن به مهاجرن کي پنهنجي اسلامي ڀائيچاري، قومي ڀائيچاري، مٿي مائٽي ۽ قرابت جي ڀائيچاري ڪانپوءِ ٻئي ڪنهن ڀائيچاري جي ضرورت نه هئي. جڏهن ته انصارن ۽ مهاجرن جو معاملو ٻيو هو. (1)

امام غزالي رحمه الله ان ڀائيچاري جو مقصد اهو لکيو آهي ته جاهلي عصبيتون ختم ٿي وڃن، غيرت ۽ حميت رڳو اسلام لاءِ هجي، نسل، رنگ ۽ وطن جا فرق مٽجي وڃن، بلندي ۽ پستيءَ جو معيار انسانيت ۽ تقويٰ ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه نه هجي.

ڀاڻ سڳورن ﷺ ان ڀائيچاري کي رڳو کوکلن لفظن جو جامو نه پهرايو هو. پر ان کي هڪ اهڙو باعمل عهد قرار ڏنو هو. جيڪو جان ۽ مال سان ڳانڍاپيل هو. اهو سڪٽي سلام دعا وارو تعلق نه هو. پر ان ڀائيچاري سان سچا جذبا به شامل هئا. ان ڪري ئي ان ڀائيچاري، نئين سماج کي عظيم ڪارنامن سان ڀري ڇڏيو. (2)

صحيح بخاريءَ ۾ آيل آهي ته مهاجر جڏهن مديني پهتا ته ڀاڻ سڳورن ﷺ، حضرت عبدالرحمان بن عوف رضي الله عنه ۽ سعد بن ربيع رضي الله عنه ۾ ڀائيچارو قائم ڪرايو. ان کان پوءِ حضرت سعد رضي الله عنه، حضرت عبدالرحمان کي چيو ته: "انصارن ۾ سڀ کان شاهوڪار آئون آهيان. توهان منهنجو مال ورڇي (اڌ ڪٺو) ۽ منهنجون ٻه زالون آهن. توهان ڏسو، جيڪا وڌيڪ وڻيوَ. آئون ان کي طلاق ڏيان ۽ عدت گذرڻ کان پوءِ توهان ان سان شادي ڪري وٺو." حضرت عبدالرحمان رضي الله عنه چيو ته: "الله توهان جي خاندان ۽ مال ۾ برڪت وجهي. توهانجي بازار ڪٿي آهي؟" ماڻهن کين بنو قينقاع جي بازار جو ڏس ڏنو. ڀاڻ اتان ٿي واپس وريا ته وٽن ڪجهه پنير ۽ گيهه واڌو هو. ان ڪانپوءِ روز وڃڻ لڳو. هڪ ڏينهن موٽيو ته منهن هئڊو ٿيو پيو هئن. ڀاڻ سڳورن ﷺ پڇيو ته: "هي ڇا آهي؟" وراڻيائين ته: "مون شادي ڪئي آهي." ڀاڻ سڳورن ﷺ پڇيو ته: "عورت کي مهر ۾ ڇا ڏنو اٿئي؟" وراڻيائين ته هڪ نوات جي برابر سون"(يعني اٽڪل سوا تولو) (3)

---

1 - زادالمعاد (56/2).
2 - فقه السيرة (ص:140، 141).
3 - صحيح بخاري، (553/1).

ساڳيءَ طرح حضرت ابو هريرة ﷺ کان هڪ روايت آيل آهي تہ انصارن، پاڻ سڳورن ﷺ کي عرض ڪيو تہ: اسان ۽ اسان جي ڀائرن جي وچ ۾ کجيءَ جي باغن جي ورڇ ڪري ڏيو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "نہ" تنهن تي انصارن چيو تہ پوءِ توهان يعني مهاجر اسان جو ڪم ڪار ڪندا ڪريو ۽ اسين فصل ۾ اوهان کي شريڪ رکنداسين. انهن چيو تہ "ٺيڪ آهي، اسان ڳالهہ ٻڌي ۽ مڃي."(1) ان مان اندازو ڪري سگهجي ٿو تہ ڪيئن نہ پنهنجن مهاجر ڀائرن جو انصارن وڏي چڙهي خيال رکيو ۽ ڪيتري نہ محبت، خلوص، ايثار ۽ قربانيءَ کان ڪم ورتو. مهاجرن بہ ان مهربانيءَ جو ڪيترو نہ قدر ڪيو ۽ ان جو ڪوبہ غلط فائدو نہ ورتو، پر انهن کان رڳو ايترو حاصل ڪيو، جنهن سان اهي پنهنجي معيشت جي ڇپي ٽيل ڇيلهہ سڌي ڪري سگهن.

سچي ڳالهہ تہ اها آهي تہ اهو ڀائيچارو هڪ نادر حڪمت، دانشوراڻي سياست ۽ مسلمانن کي پيش آيل سيني مسئلن جو ڀلي ۾ ڀلو حل هو.

**اسلامي تعاون جو واعدو:-** ان ڀائيچاري وانگر پاڻ سڳورن ﷺ هڪ بيو بہ ناهہ ڪرايو، جنهن جي وسيلي جهالت جي سموري ڪشمڪش جا بنياد ختم ٿي ويا ۽ بيهر اهڙن رسمن رواجن لاءِ ڪا بہ جڳهہ نہ بچي. هيٺ اهو نهراءُ نقطن سميت مختصر طور تي ڏجي ٿو.هيءَ لکت محمد نبي ﷺ پاران قريشن، يثربين ۽ انهن جي هٽ هيٺ رهي ساڻن گڏ رهندڙن ۽ جهاد ڪرڻ وارن مؤمنن ۽ مسلمانن جي وچ ۾ آهي تہ:

1. اهي سڀ بين انسانن کان ڌار هڪ امت آهن.
2. قريش مهاجر پنهنجي پراڻي رواج مطابق هڪ ٻئي کي ديت (خون بها) پري ڏيندا ۽ مؤمنن جي وچ ۾ مشهور ۽ انصاف واري طريقي سان پنهنجن قيدين لاءِ فديو ڏيندا ۽ انصارن جا سڀ قبيلا پنهنجي پراڻي رواج مطابق ديت (خون بها) ڏيندا ۽ سندن هر گروهہ مشهور طريقي سان ۽ ايمان وارن جي وچ ۾ انصاف سان پنهنجن قيدين جو فديو ادا ڪندو.
3. ايمان وارا ڪنهن بيوس کي فديي يا ديت جي معاملي ۾ معروف طريقي مطابق عطا ۽ نوازش کان محروم نہ رکندا.
4. ۽ سڌي راهہ تي هلندڙ سڀ مؤمن ان ماڻهوءَ جي خلاف ٿيندا، جيڪو ساڻن زيادتي ڪندو يا مؤمنن ۾ ظلم، گناهہ ۽ زيادتي ۽ فساد ڪرائيندو.
5. ۽ اهو تہ انهن سيني جا هٽ ان ماڻهوءَ جي خلاف هوندا، ڀلي منجهانئن ڪنهن جو پٽ ڪٽي ڇو نہ هجي.

---

1 - صحيح بخاري، (312/1).

6. ڪو بہ مؤمن ڪنهن مؤمن کي ڪافر جي بدران قتل نہ ڪندو ۽ نہ ئي ڪنهن مؤمن خلاف ڪنهن ڪافر جي مدد ڪندو.

7. ۽ الله جو ذمو (عهد) هڪ هوندو. هڪ معمولي ماڻهوءَ جو ڏنل ذمو بہ سڀني مسلمانن سان لاڳو ٿيندو.

8. جيڪي يهودي اسان جي پيروي ڪندا، انهن جي مدد ڪبي ۽ اهي ٻين مسلمانن جهڙا رهندا. انهن تي نہ ظلم ڪبو ۽ نہ انهن خلاف (ٻين سان) ساٿ ڏبو.

9. مسلمانن جي صلح هڪ ٿيندي. ڪوبہ مسلمان، ڪنهن مسلمان کي ڇڏي قتال في سبيل الله جي سلسلي ۾ مصالحت نہ ڪندو. پر سڀئي برابري ۽ عدل جي بنياد تي ناهہ ڪندا.

10.**مسلمان ان رت ۾ هڪٻئي جي برابر هوندا جيڪو في سبيل الله** وهايو ويندو.

11.ڪير بہ ڪنهن مشرڪ قريش کي مال ۽ جان جي پناهہ نہ ڏئي سگهندو ۽ نہ ڪنهن مؤمن جي آڏو اهڙي قسم جي رڪاوٽ بڻجندو.

12.جيڪو ماڻهو ڪنهن مؤمن کي قتل ڪندو ۽ ثبوت موجود هوندو تہ ان کان قصاص ورتو ويندو. سواءِ ان حالت جي جو مقتول جو ولي راضي ٿي وڃي.

13.۽ اهو تہ سڀئي مؤمن ان جي خلاف ٿيندا، انهن لاءِ ان کانسواءِ ڪجهہ بہ جائز نہ هوندو تہ ان جي خلاف اٿي پون.

14.ڪنهن بہ مؤمن لاءِ اهو جائز نہ هوندو تہ ڪنهن هنگامي ڪرڻ واري (يا بدعتي) جي مدد ڪري ۽ ان کي پناهہ ڏي ۽ جيڪو ان جي مدد ڪندو يا پناهہ ڏيندو، ان تي قيامت جي ڏينهن الله جي لعنت ۽ غضب هوندو ۽ ان جو فرض ۽ نفل ڪجهہ بہ قبول نہ پوندا.

15. توهان ۾ جيڪو بہ ڦيٽاڙو پوندو، ان جو فيصلو الله ۽ محمد ﷺ ڪندا.[1]

**معاشري تي اثر**:- ان حڪمت ۽ دورانديشيءَ سان پاڻ سڳورن ﷺ هڪ نئين سماج جي اڏاوت ڪئي، پر معاشري جي ظاهري تبديلي حقيقت ۾ انهن ڳالهين جي ڪري آئي هئي، جيڪي بزرگ هستين پاڻ سڳورن ﷺ جي صحبت مان پرايون هيون. پاڻ سڳورا ﷺ انهن جي تعليم ۽ تربيت، نفس جي پاڪائي ۽ اخلاق سڌارڻ جي ڪم ۾ لڳاتار رڌل رهندا هئا ۽ کين محبت ۽ ڀائيچاري ۽ عبادت ۽ اطاعت جا ادب سيکاريندا رهندا هئا.

هڪ صحابہ سڳوري، پاڻ سڳورن ﷺ کان پڇيو تہ: ڪهڙو اسلام ڀلو آهي؟ (يعني اسلام جو ڪهڙو عمل ڀلو آهي؟) پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "توهان کاڌو کارايو ۽ **جاتل** ۽ اڻ ڄاتل، سڀني کي سلام ڪريو."[1]

---

[1] - ابن هشام (1/502، 503).

**حضرت عبدالله بن سلام** ﷺ جو بيان آهي تہ جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ مديني آيا تہ آئون سندن خدمت ۾ حاضر ٿيس. جڏهن مون پاڻ سڳورن ﷺ جو منهن مبارڪ ڏٺو تہ چڱيءَ طرح سمجهي ويس تہ هي ڪنهن ڪوڙي ماڻهوءَ جو چهرو نٿو ٿي سگهي. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جيڪا پهرين ڳالهہ ٻڌائي، اها اِها هئي تہ "اي انسانو! سلام ڦهلايو، کاڌو کارايو، (ٻين تي) مهرباني ڪريو ۽ رات جو جڏهن ماڻهو ستا پيا هجن تہ عبادت ڪريو. جنت ۾ سلامتيءَ سان داخل ٿي ويندؤ."([2])

پاڻ سڳورا ﷺ فرمائيندا هئا تہ "اهو ماڻهو جنت ۾ نہ ويندو، جنهن جو پاڙيسري سندس شرارتن ۽ ايذائن کان مامون ۽ محفوظ نہ رهي."([3]) ۽ فرمائيندا هئا تہ "مسلمان اهو آهي، جنهن جي زبان ۽ هٿ کان مسلمان محفوظ رهن."([4]) ۽ فرمائيندا هئا تہ "توهان مان ڪوبہ تيستائين مؤمن نٿو ٿي سگهي، جيستائين پنهنجي ڀاءُ لاءِ اها شيءِ پسند نہ ڪري، جيڪا پاڻ لاءِ پسند ڪري ٿو."([5]) ۽ فرمائيندا هئا تہ "سڀ مؤمن هڪ ماڻهوءَ جيان آهن جو جيڪڏهن ان جي هڪ اک ۾ سور ٿئي تہ سڄي جسم کي تڪليف محسوس ٿئي ۽ جي مٿي ۾ سور ٿئي تہ سڄي جسم ۾ سور محسوس ٿئي."([6]) ۽ فرمائيندا هئا تہ "مؤمن، مؤمن لاءِ عمارت جيئن آهي، جنهن جو هڪ پاسو ٻئي کي جهلي ٿو بيهي."([7]) ۽ فرمائيندا هئا تہ "پاڻ ۾ ڪينو نہ ڏاريو، هڪٻئي سان حسد نہ ڪريو، هڪ ٻئي کان پٺ نہ ڦيريو ۽ الله جا ٻانها ۽ پاڻ ۾ ڀائر ٿي رهو. ڪنهن مسلمان لاءِ جائز نہ آهي تہ ڀاءُ کان ٽن ڏينهن کان وڌيڪ پري رهي."([8]) ۽ فرمائيندا هئا تہ "مسلمان، مسلمان جو ڀاءُ آهي. نہ ان تي ظلم ڪري ۽ نہ ڪيس دشمنن جي حوالي ڪري، ۽ جيڪو ماڻهو پنهنجي ڀاءُ جي ڪم ايندو، الله ان جي ڪم ايندو ۽ جيڪو ماڻهو ڪنهن مسلمان جو ڏک درد دور ڪندو، الله قيامت جي ڏينهن سندس ڏکن مان ڪو ڏک دور ڪندو ۽ جيڪو ماڻهو ڪنهن مسلمان جي ڍَڪَ رکندو، الله قيامت جي ڏينهن ان جو ڍڪ رکندو."([9]) ۽ فرمائيندا هئا تہ "توهان زمين وارن تي مهرباني ڪريو، توهان تي آسمان وارو

---

[1] - صحيح بخاري(1/6، 9).
[2] - ترمذي - ابن ماجہ، دارمي، مشڪواة(1/168).
[3] - صحيح مسلم، مشڪواة(2-422).
[4] - صحيح بخاري(1/6).
[5] - صحيح بخاري(1/6).
[6] - صحيح مسلم، مشڪواة (2-422).
[7] - متفق عليه مشڪواة (2/422 )- صحيح بخاري (2/890).
[8] - صحيح بخاري (2/896).
[9] - متفق عليه مشڪواة (2/422).

مهرباني ڪندو."[1] ۽ فرمائيندا هئا تہ "اهو ماڻهو مؤمن ڪونهي، جيڪو پاڻ پيٽ ڀري کائي ۽ سندس پير واري گهر ۾ پاڙيسري بکيو رهي."[2] ۽ فرمائيندا هئا تہ "مسلمان سان گار گند ڪرڻ فسق آهي ۽ ان سان وڙهڻ ڪفر آهي."[3]

اهڙيءَ طرح پاڻ سڳورا ﷺ رستي تان تڪليف ڏيندڙ شيءِ هٽائڻ کي صدقو قرار ڏيندا هئا ۽ ان کي ايمان جي شاخن مان هڪ شاخ ڳڻائيندا هئا. [4]

اهڙيءَ طرح پاڻ سڳورا ﷺ صدقي ۽ خيرات جي ترغيب ڏيندا هئا ۽ ان جون اهڙيون اهڙيون فضيلتون ٻڌائيندا هئا جو پاڻ مرادو دليون ان پاسي ڇڪجي وينديون هيون. جيئن پاڻ سڳورا ﷺ فرمائيندا هئا تہ صدقو گناهن کي ائين وسائي ٿو، جيئن پاڻي باهہ کي وسائي ٿو. [5]

پاڻ سڳورا ﷺ فرمائيندا هئا تہ: جيڪو مسلمان ڪنهن انگ اگهاڙي مسلمان کي ڪپڙو پارائيندو، الله ان کي جنت ۾ سائو لباس پهرائيندو ۽ جيڪو مسلمان ڪنهن بکايل مسلمان کي کاڌو کارائيندو، الله ان کي جنت جا ميوا کارائيندو ۽ جيڪو مسلمان ڪنهن اڃايل مسلمان کي پاڻي پياريندو، الله ان کي جنت ۾ مهر لڳل پاڪ شراب پياريندو. [6]

پاڻ سڳورا ﷺ فرمائيندا هئا تہ "باهہ کان بچو، ڀلي کجيءَ جو هڪ ٽڪر ئي صدقو ڪري ۽ جي اهو بہ نہ هجي تہ ڪي چڱا ٻول ئي ٻولي."[7]

ان سان گڏوگڏ پاڻ سڳورا ﷺ پنڻ کان پاسو ڪرڻ جي وڌ ۾ وڌ تاڪيد ڪندا هئا. صبر ۽ قناعت جون فضيلتون ٻڌائيندا هئا ۽ سوال ڪرڻ کي سائل جي منهن تي رهڙ ۽ زخم سان ڀيٽيندا هئا. [8] باقي ان ۾ اهڙو ماڻهو نہ ڳڻائيندا هئا، جيڪو صفا مجبور ٿي سوال ڪري.

اهڙيءَ طرح پاڻ سڳورا ﷺ اهو بہ ٻڌائيندا هئا تہ ڪهڙين عبادتن جون ڪهڙيون فضيلتون آهن ۽ الله وٽ ان جو ڪهڙو اجر آهي؟ پاڻ سڳورن ﷺ تي آسمان تان وحي لهندي هئي، جنهن سان پاڻ سڳورا ﷺ مسلمانن کي هڪ ٻئي سان مضبوطيءَ سان ڳنڍي رکڻ جو ڪم وٺندا هئا. پاڻ سڳورا ﷺ اها وحي مسلمانن کي ٻڌائيندا هئا ۽ مسلمان پاڻ سڳورن ﷺ کي پڙهي ٻڌائيندا هئا

---

1 - سنن ابي دائود (335/2) - جامع ترمذي (14/2).

2 - شعب الايمان البيهقي مشڪواة (424/2).

3 - صحيح بخاري (893/2).

4 - ان مضمون جي حديث صحيحين ۾ آيل آهي. مشڪواة (12/1، 167).

5 - احمد، ترمذي، ابن ماجہ، مشڪواة (14/1).

6 - سنن ابي دائود، جامع ترمذي، مشڪواة (169/1).

7 - صحيح بخاري (190/1، 890/2).

8 - ڏسو ابو دائود، ترمذي، نسائي، ابن ماجہ، دارمي، مشڪواة (163/1).

تہ جيئن ان عمل سان انهن ۾ سمجهہ ۽ ڏاهپ كانسواءِ دعوت جي حقن ۽ پيغمبراڻن ذميدارين جو شعور بہ جاڳي پوي.

ان طرح پاڻ سڳورن ﷺ، مسلمانن جي اخلاقيات کي بلند ڪيو، انهن جي صلاحيتن کي عروج تي پهچايو ۽ کين اعلىٰ ڪردار جو مالڪ بڻايو. تان تہ اهي انساني تاريخ ۾ نبين کانپوءِ فضل ۽ ڪمال جي سڀ کان بلند چوٽيءَ تائين رسي ويا. حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جو بيان آهي تہ جنهن شخص کي طريقو اختيار ڪرڻو آهي، اهو گذريلن جو طريقو اختيار ڪري. ڇو تہ جيئرن جي باري ۾ فتني جو انديشو آهي. اهي پاڻ سڳورن ﷺ جا ساٿي هئا، هن امت ۾ سڀ کان ڀلارا، سڀ کان نيڪدل، سڀ کان گهري علم جا مالڪ ۽ سڀ کان وڌيڪ بي تڪلف. الله تعالىٰ کين پنهنجي نبيءَ جو ساٿ ڏيڻ ۽ پنهنجي دين کي قائم ڪرڻ لاءِ چونڊيو هو. تنهنڪري انهن جو فضل ڄاڻو ۽ انهن جي پيروي ڪريو ۽ جيترو ممڪن ٿي سگهي، انهن جهڙو اخلاق ۽ سيرت ڳاهيو. ڇو تہ اهي ئي سڌيءَ راهہ تي هئا. ([1])

رسول الله ﷺ پاڻ بہ اهڙن معنوي ۽ ظاهري خوبين، ڪمالن، خداداد صلاحيتن، فضيلتن، اخلاقي خوبين ۽ عمل جي خوبين جا مثال هئا، جنهن ڪري دليون پاڻمرادو انهن ڏانهن ڇڪجي ويندڙيون هيون ۽ جانيون قربان ٿيڻ چاهينديون هيون. ان ڪري پاڻ سڳورن ﷺ جي زبان مان جيئن ئي ڪا ڳالهہ نڪرندي هئي، صحابہ سڳورا هڪدم ان جي پوئواريءَ لاءِ ڊوڙڻ لڳندا هئا ۽ هدايت ۽ رهنمائيءَ جي جيڪا ڳالهہ پاڻ سڳورا ﷺ فرمائيندا هئا، ان تي عمل ڪرڻ ۾ هرڪو ٻين کان گوءِ کڻڻ چاهيندو هو.

اهڙين ڪوشش جي ڪري پاڻ سڳورا ﷺ مديني ۾ هڪ اهڙو سماج جوڙڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا، جيڪو تاريخ جو سڀ کان وڌيڪ باڪمال ۽ شرف سان ڀرپور سماج هو ۽ ان سماج جي مسئلن جو اهڙو خوشگوار نتيجو نڪتو جو انسانيت هڪ ڊگهي عرصي تائين وقت جي چڪيءَ ۾ پيسجي ۽ گهرين تاريڪين ۾ هٿ پير هڻي ٿڪجي پوڻ بعد ڀهريون ڀيرو سک جو ساهہ کنيو.

هن نئين سماج جا عنصر اهڙي عظيم تعليم جي وسيلي پورا ٿيا، جنهن پوريءَ مستقل مزاجيءَ سان زماني جي هر جهٽڪي سان مهاڏو اٽڪائي ان جو رخ موڙي ڇڏيو ۽ تاريخ جو رخ بدلائي ڇڏيو.

*-*-*

[1] - مشڪوة (32/1).

# يهودين سان ناهه

هجرت کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جڏهن مسلمانن ۾ عقيدي، سياست ۽ نظام جي وحدت جي ذريعي هڪ نئين اسلامي سماج جا بنياد وجهي ڇڏيا تہ پوءِ غير مسلمن سان پنهنجن ناتن کي سڌارڻ ڏانهن ڌيان ڏنائون. پاڻ سڳورن ﷺ جو مقصد اهو هو تہ سڄي انسان ذات امن ۽ سلامتيءَ جي سعادتن ۽ برڪتن مان لاڀ حاصل ڪري ۽ ان سان گڏ مديني ۽ ان جي پرپاسي وارو علائقو هڪ وفاقي وحدت ۾ منظم ٿي وڃي. تنهنڪري پاڻ سڳورن ﷺ رواداري ۽ وڏي دل سان اهڙا قانون جوڙيا، جن جو هن تعصب ۽ تڪبر سان ڀريل دنيا ۾ ڪوبہ تصور نہ هو.

جيئن تہ اسين ٻڌائي آيا آهيون تہ مديني جا سڀ کان ويجها پاڙيسري يهودي هئا. اهي جيتوڻيڪ دل ۾ مسلمانن سان وير رکندا هئا تہ بہ انهن اجا تائين جهيڙو جوتڻ جو اظهار نہ ڪيو هو. ان ڪري پاڻ سڳورن ﷺ انهن سان هڪ ناهه ڪيو، جنهن ۾ کين جان، مال توڙي مذهب جي آزادي ڏني وئي هئي ۽ جلاوطن ڪرڻ، جڳهين تي قبضو ڪرڻ يا جهيڙو ڪرڻ کان پاسو ڪيو ويو هو.

اهو ناهه، ان ناهه جي ڪڙي هو، جيڪو مسلمانن جي وچ ۾ ٿيو هو ۽ جنهن جو ذڪر مٿي اچي چڪو آهي. هتي ان جا اهم نقطا ڄاڻائجن ٿا.

## ناهه جا نقطا:-

1. بنو عوف جا يهودي، مسلمانن سان ملي هڪ ئي امت ليکبا. يهودي پنهنجي دين تي هلندا ۽ مسلمان پنهنجي دين تي. انهن جو، سندن ٻانهن ۽ ٻين واسطيدارن لاءِ بہ اهو ئي قانون هوندو ۽ بنو عوف کانسواءِ ٻين يهودين جا بہ اهي ئي حق هوندا.
2. يهودي پنهنجي خرچ جا پاڻ ذميدار هوندا ۽ مسلمان پنهنجي خرچ جا.
3. جيڪا طاقت هن ناهه جي ڪنهن بہ ڌر سان جنگ ڪندي، سڀ ان جي خلاف هڪ ٻئي جو ساٿ ڏيندا.
4. هن معاهدي جي ڌرين جا ناتا نيڪ نيتي، ڀلائي ۽ فائدو پهچائڻ جي بنياد تي هوندا، گناهه تي نہ.
5. ڪوبہ ماڻهو پنهنجي حليف جي ڪارڻ ڏوهي نہ ڪيو ويندو.
6. مظلوم جي مدد ڪئي ويندي.
7. جيستائين جنگ جاري رهندي، يهودي بہ مسلمانن سان گڏ خرچ ڀريندا.
8. هن معاهدي جي سيني ڌرين تي مديني ۾ فساد ڪرڻ ۽ خون وهائڻ حرام هوندو.

9. هن معاهدي جي فريقن ۾ ڪا نئين ڳالھ يا جهيڙو جهڳڙو ٿي پوي، جنهن سان فساد جو ڊپ هجي تہ ان جو فيصلو الله پاڪ ۽ محمد رسول الله ﷺ ڪندا.
10. قريشن ۽ سندن مددگارن کي پناھ نہ ڏني ويندي.
11. ڪير بہ يثرب تي ڪاهيندو تہ ساڻس وڙھڻ لاءِ سڀ گڏجي هڪ ٿي ويندا ۽ هر ڌر پنهنجي پنهنجي پاسي جو دفاع ڪندي.
12. هيءَ ٺاھ ڪنهن ظالم يا مجرم لاءِ آڙ نہ بڻجندو.[1]

هن ٺاھ سان مديني ۽ ان جي پرپاسي ۾ هڪ وفاقي حڪومت نهي پئي، جنهن جي راڄڌاني مديني ۾ هئي ۽ جنهن جا سربراھ پاڻ سڳورا ﷺ هئا ۽ جنهن ۾ مسلمانن جو قانون ۽ حڪمراني هلندي هئي ۽ اهڙيءَ طرح مدينو سچ پچ اسلام جي راڄڌاني بڻجي ويو.

امن ۽ سلامتيءَ جي دائري کي وسيع ڪرڻ لاءِ پاڻ سڳورن ﷺ آئنده بين قبيلن سان بہ حالتن مطابق اهڙيءَ طرح جا ٺاھ ڪيا، جن مان ڪن جو ذڪر اڳتي هلي ڪيو ويندو.

*-*-*

[1] - ابن هشام (503/1، 504).

# هٿياربند جهڙپون

## هجرت کان پوءِ مسلمانن خلاف قريشن جون سازشون

## ۽ عبدالله بن ابي سان لکپڙهه

گذريل صفحن ۾ ٻڌائي آيا آهيون تہ مکي جي ڪافرن، مسلمانن سان ڪهڙا ڪهڙا ڪلور ڪيا هئا ۽ جڏهن مسلمانن هجرت شروع ڪئي تہ انهن جي خلاف ڪهڙيون ڪهڙيون ڪارروايون ڪيون هيون، جن جي ڪري اهي ان ڳالهہ جا مستحق ٿي چڪا هئا تہ سندن مال ملڪيت ضبط ڪئي وڃي ۽ کين ماري مڃايو وڃي. پر پوءِ بہ سندن حماقتن جو سلسلو بند نہ ٿيو ۽ اهي پنهنجين حرڪتن کان ڪونہ مڙيا، پر اهو ڏسي ويتر ڏمريا تہ مسلمان سندن هٿن مان نڪري ويا آهن ۽ کين مديني ۾ هڪ امن واري جاءِ ملي وئي آهي. تنهنڪري انهن عبدالله بن ابي کي، جيڪو اجا تائين کليو کلايو مشرڪ هو، سندس ان حيثيت ڪري قريشن کيس هڪ ڌمڪيءَ وارو خط لکيو جو هو انصارن جو سردار هو ۽ انصار سندس اڳواڻيءَ تي متفق ٿي چڪا هئا. جيڪڏهن ان وچ ۾ پاڻ سڳورا ﷺ مديني نہ اچن ها تہ اهي کيس پنهنجو بادشاهہ بڻائي چڪا هجن ها. مشرڪن پنهنجي ان خط ۾ عبدالله بن ابي ۽ سندس بين مشرڪ ساٿين کي مخاطب ٿيندي چٽن لفظن ۾ لکيو تہ " توهان اسان جي همراهہ کي پناهہ ڏني آهي، ان ڪري اسين الله جو قسم کڻي چئون ٿا تہ يا تہ ان سان وڙهو يا کيس ڪڍي ڇڏيو، يا وري اسين پنهنجي پوري لشڪر سان ڪاهي توهان جا سڀ ڏگ مڙس ماري وجهنداسون ۽ توهان جي عورتن جون لڄون لٽينداسون."[1]

هن خط پهچڻ شرط عبدالله بن ابي پنهنجن مڪي وارن مشرڪ يائرن جي حڪم جي تعميل لاءِ سنيري پيو، جو هو اڳيئي پاڻ سڳورن ﷺ جي خلاف دل ۾ ڪينو رکيو ويٺو هو. ڇو تہ سندس ذهن ۾ اها ڳالهہ ويٺل هئي تہ پاڻ سڳورن ئي ڪانئس بادشاهت کسي آهي، جيئن ئي اهو خط کيس ۽ سندس بت پرست ساٿارين کي پهتو تہ پاڻ سڳورن ﷺ سان جنگ ڪرڻ لاءِ گڏ ٿي ويا. جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ کي اها خبر پئي تہ ان وٽ هلي ويا ۽ فرمايائون تہ: "قريشن جي ڌمڪي توهان تي گهرو اثر ڪري وئي آهي. توهان پاڻ، پنهنجون پاڻ کي جيترو نقصان پهچائڻ گهرو ٿا، قريش اوهانکي ان کان وڌيڪ نقصان پهچائي نٿا سگهن. توهان پنهنجن پٽن ۽ يائرن سان پاڻ ئي وڙهڻ چاهيو ٿا؟" پاڻ سڳورن ﷺ جي اها ڳالهہ ٻڌي سڀ ٽڙي پکڙي ويا.[2]

---

[1] - ابو دائود: (154/2).

[2] - ابودائود: (154/2).

ان مهل تہ عبداللہ بن ابي جنگ کان پاسو کيو، جو تہ سندس ساٿي ڍلا پئجي ويا هئا يا ڳالھ سندن سمجھ ۾ اچي وئي هئي پر حقيقت ۾ قريشن سان سندس ڳجھا ناتا هلندا رهيا، جو تہ مسلمانن ۽ قريشن جي وچ ۾ جهيڙي جو ڪوبہ موقعو هٿان وڃائڻ نٿي چاهيائين. هن پاڻ سان يهودين کي بہ ملائي رکيو هو، جيئن هن معاملي ۾ ڪانئن بہ مدد ورتي وڃي. پر اها پاڻ سڳورن ﷺ جي ڏاهپ هئي، جنهن سان هر هر ڀڙڪندڙ جهيڙي جي باھ وسائي ڇڏيندا هئا.[1]

**مسلمانن تي مسجد الحرام جا دروازا بند ٿيڻ جو اعلان:-** ان ڪانپوءِ حضرت سعد بن معاذ رضي الله عنه جن عمري لاءِ مڪي ويا ۽ اميہ بن خلف جا مهمان ٿيا. انهن اميہ کي چيو تہ: "مون لاءِ ڪو اڪيلائيءَ وارو وقت ڏس تہ ٿورو بيت الله جو طواف ڪري وٺان." اميہ ٻنپهرن مهل کين وٺي نڪتو تہ ابوجهل ملي وين. ان (اميہ کي مخاطب ٿي) چيو تہ: ابو صفوان، توسان گڏ ڪير آهي؟ اميہ چيو تہ: هي سعد رضي الله عنه آهي. ابوجهل، سعد رضي الله عنه کي مخاطب ٿي چيو تہ: "اڇا! آئون ڏسان پيو تہ تون ڏاڍي امن ۽ اطمينان سان طواف پيو ڪرين. جڏهن تہ توهان بي دينن کي پناھ ڏئي ويهاريو آهي ۽ سندن مدد ڪرڻ جو ارادو بہ رکو ٿا. ٻڌ! الله جو قسم! جيڪڏهن تون ابو صفوان سان گڏ نہ هجين ها تہ پنهنجي گهر سلامتيءَ سان نہ موٽي سگهين ها." تنهن تي حضرت سعد رضي الله عنه جن وڏي واڪي چيو تہ "ٻڌ! الله جو قسم! جيڪڏهن تو مونکي هن ڪم کان جهليو تہ آئون توکي اهڙي ڪم کان جهلي وجهندس، جيڪو توکي ڏاڍو ڏکيو لڳندو." (يعني مديني وٽان لنگهندڙ تنهنجو واپاري لنگھ)[2]

**مهاجرن کي قريشن جي ڌمڪي:-** پوءِ قريشن، مسلمانن کي چورائي موڪليو تہ "توهان مغرور نہ ٿجو تہ مڪي مان سلامتيءَ سان نڪتا آهيو، اسان يثرب پهچي اوهان کي تباھ ۽ برباد ڪري ڇڏينداسين."[3]

اها رڳو ڌمڪي نہ هئي پر پاڻ سڳورن ﷺ کي قريشن جي چالن ۽ برن ارادن جي پڪن ذريعن سان خبر پئجي وئي هئي، تنهنڪري پاڻ سڳوران ﷺ يا تہ جاڳي رات گذاريندا هئا يا صحابہ سڳورن رضي الله عنهم جي پهري ۾ سمهندا هئا. جيئن صحيح بخاري ۽ مسلم ۾ بيبي عائشہ رضي الله عنها جن کان آيل آهي تہ مديني اچڻ بعد هڪ رات پاڻ سڳورا ﷺ جاڳي رهيا هئا ۽ اوچتو فرمايائون تہ "ڪاش اڄ رات منهنجن اصحابين مان ڪو نيڪ مرد مون وٽ پهرو ڏي ها." اڃا

---

1 - هن معاملي لاءِ ڏسو صحيح بخاري (2/655، 656، 916، 924).

2 - بخاري، (2/563).

3 - رحمة للعالمين (116/1).

اسين ان ئي حالت ۾ هئاسين تہ اسان کي هٿيارن جي جهڻڪار ٻڌڻ ۾ آئي. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "ڪير آهي؟" جواب مليو تہ: "سعد بن ابي وقاص رضي الله عنه" فرمايائون تہ "ڪيئن اچڻ ٿيو؟" وراڻي ملي تہ "مون توهان لاءِ خطرو محسوس ڪيو، ان ڪري توهان وٽ پهرو ڏيڻ لاءِ اچي نڪتس." تنهن تي پاڻ سڳورن ﷺ کين دعا ڪئي ۽ پوءِ سمهي رهيا." ([1])

اهو ياد رهي تہ پهري جو اهو انتظام ڪن راتين سان لاڳو نہ ٿيو، پر لڳاتار ۽ سدائين لاءِ هو، جيئن بيبي عائشہ رضي الله عنها کان ئي روايت بيان ڪيل آهي تہ رات جو پاڻ سڳورن ﷺ لاءِ پهرو ايندو هو، تان تہ اها آيت لٿي تہ:

﴿وَاللهُ يَعصِمُكَ مِنَ النَاسِ﴾ (الله اوهانکي ماڻهن کان محفوظ رکندو.) تڏهن پاڻ سڳورن ﷺ قبي مان سر مبارڪ ڪڍي فرمايو تہ: "هاڻيمونٽي وڃو، الله مونکي محفوظ ڪري ڇڏيو آهي."([2])

اهو خطرو رڳو پاڻ سڳورن ﷺ جي ذات تائين محدود نہ هو پر سڀني مسلمانن لاءِ هو. جيئن حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنه کان روايت آهي تہ جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ ۽ سندن ساٿي مديني آيا ۽ انصارن کين پاڻ وٽ پناهہ ڏني تہ سڄو عربستان انهن جي خلاف هڪ ٿي ويو. تنهنڪري اهي ڏينهن رات هٿيارن سان ليس هوندا هئا.

**ويڙهاند (جنگ) جي اجازت:-** انهن ڏکين حالتن ۾، جيڪي مديني ۾ مسلمانن جي وجود لاءِ للڪار بڻجي ويون هيون ۽ جن مان ظاهر هو تہ قريش ڪنهن بہ طرح سڌرڻ ۽ دشمني ڇڏڻ لاءِ تيار نہ هئا، الله تعاليٰ مسلمانن کي ويڙهاند جي اجازت ڏني. پر ان کي فرض قرار نہ ڏنو. ان موقعي تي الله تعاليٰ جو هي ارشاد نازل ٿيو:

﴿أُذِنَ لِلَّذِينَ يُقَاتَلُونَ بِأَنَّهُمْ ظُلِمُوا وَإِنَّ اللَّهَ عَلَى نَصْرِهِمْ لَقَدِيرٌ (39)﴾(الحج)

**"جن سان (ڪافر) وڙهندا آهن تن کي (جهاد لاءِ) اُنهيءَ ڪري موڪل ڏني ويئي جو انهن تي ظلم ڪيو ويو آهي. ۽ بيشڪ الله کين مدد ڏيڻ تي وس وارو آهي."**

ان آيت جي سلسلي جون ڪجهہ ٻيون آيتون بہ لٿيون، جن ۾ ٻڌايو ويو تہ اها اجازت جنگيون ڪرڻ لاءِ نہ آهي، پر ڪوڙ کي مٽائڻ ۽ الله جون نشانيون قائم ڪرڻ لاءِ آهي. جيئن اڳتي ٻڌايل آهي تہ:

﴿الَّذِينَ إِنْ مَكَّنَّاهُمْ فِي الْأَرْضِ أَقَامُوا الصَّلَاةَ وَآتَوُا الزَّكَاةَ وَأَمَرُوا بِالْمَعْرُوفِ وَنَهَوْا عَنِ الْمُنْكَرِ...(41)﴾(الحج)

---

[1] - مسلم (280/2)، صحيح بخاري (404/1).

[2] - جامع ترمذي: ابواب التفسير (130/2).

”انهن ماڻهن کي جيڪڏهن زمين ۾ غلبو ڏينداسون تہ نماز پڙهندا ۽ زڪواة ڏيندا ۽ چڱن ڪمن جو حڪم ڪندا ۽ برن ڪمن کان منع ڪندا.“

صحيح ڳالهہ، جنهن کي قبول ڪرڻ کانسواءِ چارو نہ آهي، اها هيءَ آهي تہ اها چوٽ هجرت کانپوءِ مديني ۾ ملي هئي، مڪي ۾ نہ ملي هئي. باقي ان آيت نازل ٿيڻ جي وقت جو صحيح تعين ڪرڻ مشڪل آهي.

جنگ جي اجازت تہ ملي پر جن حالتن ۾ ملي اهي جيئن تہ رڳو قريشن جي قوت ۽ سرڪشيءَ جو نتيجو هيون، ان ڪري ڏاهپ جي تقاضا اها هئي تہ مسلمان پنهنجي تسلط جو دائرو قريشن جي ان واپاري لنگهہ تائين ڦهلائي ڇڏين، جيڪو مڪي کان شام تائين ڦهليل هو. ان لاءِ پاڻ سڳورن ﷺ بہ رٿائون جوڙيون.

1. جيڪي قبيلا هن لنگهہ جي ويجهو يا مديني جي وچ واري علائقي ۾ رهندا هئا، انهن سان حلف (دوستي ۽ تعاون جو) ۽ جنگ نہ ڪرڻ جو ناهہ

2. ان لنگهہ تي گشتي دستا موڪلڻ.

پهرئين منصوبي جي سلسلي ۾ اهو واقعو ٻڌائڻ جوڳو آهي تہ گذريل صفحن ۾ يهودين سان ڪيل جنهن ناهہ جو تفصيل ڏنو آهي، پاڻ سڳورن ﷺ فوجي مهم شروع ڪرڻ کان اڳ اهڙي قسم جي دوستي، مدد ۽ جنگ نہ ڪرڻ جو هڪ ناهہ جُهَينہ قبيلي سان بہ ڪيو. انهن جا ڳوٺ مديني کان ٽي منزلون (45,50 ميل) پري هئا. اهڙا ٻيا بہ ناهہ ڪيا ويا، جن جو ذڪر اڳتي ايندو.

ٻيو منصوبو سرين ۽ غزون سان تعلق رکي ٿو، جنهن جو تفصيل بہ پنهنجي پنهنجي جڳهہ تي ايندو.

**سريہ ۽ غزوه** [1]:– جنگ جي موڪل ملڻ کانپوءِ انهن ٻنهي رٿائن تي عمل ڪرڻ جي سلسلي ۾ فوجي مهمون شروع ٿي ويون ۽ فوجي دستا گشت ڪرڻ لڳا. سندن مقصد اهو ئي هو، جنهن ڏانهن اشارو ڪيو ويو آهي تہ مديني جي ڀرپاسي وارن رستن تي عام طور تي ۽ مڪي واري رستي تي خاص طور نظر رکي وڃي ۽ گڏوگڏ انهن رستن تي رهندڙ قبيلن سان ناهہ ڪيا وڃن ۽ يثرب جي مشرڪن، يهودين ۽ ڀرپاسي جي بدوئن کي اهو احساس ڏياريو وڃي تہ مسلمان طاقتور آهن ۽ ڪين پنهنجي پراڻي ڪمزوريءَ کان نجات ملي چڪي آهي ۽ قريشن کي بہ سندن اجائي هٺ ڌرميءَ جي خطرناڪ نتيجن کان ڊيڄاريو وڃي تہ جيئن جنهن بيوقوفيءَ جي دٻڻ ۾ هو اجا تائين ڦاسندا پيا وڃن، ان مان

[1] - سيرت نگارن جي اصطلاح ۾ غزوه ان فوجي مهم کي چئبو آهي، جنهن ۾ پاڻ سڳورا ﷺ پاڻ شريڪ ٿي نڪرندا هئا. پلي پوءِ جنگ ٿي هجي يا نہ. سريو وري ان فوجي مهم کي چئبو آهي، جنهن ۾ پاڻ سڳورا ﷺ شامل نہ ٿيا هجن.سَرايَا سريہ جي جمع آهي.

نڪري ڪجهہ هوش کان ڪم وٺن ۽ پنهنجي لاءِ معاشي ذريعن کي خطري ۾ ڏسي صلح طرف مائل ٿين ۽ مسلمانن جي گهرن ۾ گهڙي سندن انت آڻڻ ۽ الله جي راهہ ۾ رنڊڪون وجهڻ ۽ مڪي جي ڪمزور مسلمانن تي ڏاڍ ۽ ڏمر ڪرڻ کان پاڻ جهلين ۽ اهڙيءَ طرح مسلمان، عربستان ۾ الله جو پيغام پهچائڻ لاءِ آزاد ٿي وڃن.

انهن سرين ۽ غزون جو ٿورو احوال هتي ڏجي ٿو.

## 1- سيف البحر وارو سريو[1]:- (رمضان سنہ 1 هہ مطابق مارچ 623ع)

پاڻ سڳورن ﷺ، **حضرت حمزة بن عبدالمطلب** رضي الله عنه کي سريي جو امير بڻايو ۽ ٽيهہ مهاجر صحابہ سڳورا سندن اڳواڻيءَ ۾ ڏئي کين قريشن جي هڪ قافلي جي خبر لهڻ لاءِ موڪليو. ان قافلي ۾ ٽي سوَ ماڻهو شامل هئا، جن ۾ ابوجهل بہ هو. مسلمان عيص ([2]) جي علائقي وٽ سمنڊ جي ڪناري وٽ پهتا تہ قافلو سندن آڏو اچي ويو. ڌريون ويڙهہ لاءِ صفون ٻڌي بيٺيون پر جُهَينہ قبيلي جو سردار مجدي بن عمرو، جيڪو ڌرين جو حليف هو، تنهن ڪوشش ڪري جنگ ٽاري ڇڏي.

**حضرت امير حمزه** رضي الله عنه جو اهو جهنڊو پهريون جهنڊو هو، جيڪو پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجن مبارڪ هٿن سان ٻڌو هو. ان جو رنگ اڇو هو ۽ ان جو علمبردار **حضرت ابومرثد ڪناز بن حصين غنوي** رضي الله عنه هو.

## 2. رابغ وارو سريو:- (شوال سنہ 1 هہ اپريل 623ع)

پاڻ سڳورن، **حضرت عبيدة** رضي الله عنه **بن حارث بن المطلب** کي مهاجرن جي سٺ سوارن جو دستو ڏئي روانو ڪيو. رابغ جي واديءَ ۾ ابو سفيان آڏو پيس. ان سان بہ سوَ ڄڻا گڏ هئا. ڌرين هڪٻئي تي تير وسايا پر وڌيڪ جنگ نہ ٿي.

هن سريي ۾ مڪي جي لشڪر جا بہ ماڻهو مسلمانن سان اچي مليا. هڪ حضرت مقداد بن عمرو البهراني رضي الله عنه ۽ ٻيو عتبہ بن غزوان المازني رضي الله عنه. اهي ٻئي مسلمان هئا ۽ ڪافرن سان گڏ اهو سوچي هليا هئا تہ ان طرح مسلمانن سان وڃي ملندا.

**حضرت ابو عبيده** رضي الله عنه جو جهنڊو اڇو هو ۽ علمبردار **حضرت مسطح** رضي الله عنه بن اثاثہ بن مطلب بن عبدمناف هو.

## 3. خرار وارو سريو[3]:- ( ذوالقعد سنہ 1 هہ مئي 623ع)

---

[1] - سيف البحر ۾ (س) کي زير ڏبي. معنيٰ سامونڊي ڪنارو.

[2] - عيص، ع کي زير ڏبي. بحر احمر جي ڀرپاسي ۾ ينبع ۽ مروهہ جي وچ ۾ هڪ جڳهہ جو نالو آهي.

[3] - خرار، " خ " تي زبر ۽" ر" تي شد سان، جحفہ ويجهو هڪ جڳهہ جو نالو.

پاڻ سڳورن ﷺ هن سريي جو امير حضرت سعد بن ابي وقاص ﷛ جن کي مقرر ڪيو ۽ ڪين ويهن ڄڻن جو دستو ڏئي قريشن جي هڪ قافلي جي خبر لهڻ لاءِ موڪليو ۽ اها تاڪيد ڪيائون تہ خرار کان اڳتي نہ وڌجوء. اهي پنڌ روانا ٿيا. رات جو سفر ڪندا هئا ۽ ڏينهن جو لڪي گذاريندا هئا. پنجين ڏينهن صبح جو خرار پهتا تہ خبر پيئن تہ قافلو هڪ ڏينهن اڳ لنگهي چڪو آهي.

هن سريي جو جهنڊو اڇو هو ۽ علمبردار حضرت مقداد بن عمرو ﷛ هو.

## 4. غزوه ابواءَ يا ودان(1):- صفر سنہ 2 ھ آگسٽ 623ع

هن مهم ۾ ستر مهاجرن سان گڏ پاڻ سڳورا ﷺ پاڻ بہ نڪتا هئا ۽ مديني ۾ حضرت سعد بن عبادة ﷛ کي پنهنجو قائم مقام ڪري ويا هئا. مهم جو مقصد قريشن جي هڪ قافلي جي راهہ روڪڻ هو. پاڻ سڳورا ﷺ ودان تائين پهتا پر ڪابہ جهڙپ نہ ٿي.

هن غزوي ۾ پاڻ سڳورن ﷺ بنو ضمره جي سردار عمرو بن مخشي الضمري سان دوستاڻو ناهہ ڪيو. ناهہ جي لکت هن ريت هئي.

"هي بنو ضمره لاءِ محمد رسول الله جي لکت آهي. اهي پنهنجي جان ۽ مال بابت بي فکر رهندا ۽ جيڪو انهن تي چڙهائي ڪندو، ان جي خلاف سندن مدد ڪئي ويندي. سواءِ ان جي جو اهي پاڻ الله جي دين خلاف جنگ ڪن." (اهو ناهہ ان وقت تائين آهي) جيستائين سمنڊ ڪين بوڙي نہ ڇڏي. (يعني سدائين لاءِ آهي) ۽ جڏهن بہ نبي ﷺ پنهنجي مدد لاءِ ڪين سڏيندا تہ انهن کي اچڻو پوندو."(2)

اها پهرين فوجي مهم هئي، جنهن ۾ پاڻ سڳورا ﷺ نڪتا هئا ۽ پندرنهن ڏينهن مديني کان ٻاهر رهي موٽيا هئا ۽ حضرت امير حمزه ﷛ جن ان مهم جو علمبردار هو.

## 5.غزوه بُواط:- (ربيع الاول سنہ 2 ھ سيپٽمبر 623ع)

هن مهم ۾ پاڻ سڳورا ﷺ بہ سوءَ صحابہ سڳورا ساڻ وٺي نڪتا. مقصد قريشن جي هڪ قافلي جي خبر لهڻ هو، جنهن ۾ اميہ بن خلف سميت قريشن جا هڪ سوءَ ماڻهو ۽ اڍائي هزار اٺ هئا. پاڻ سڳورا ﷺ "رضوا" ويجهو هڪ جڳهہ "بُواط" (3) تائين ويا پر ڪابہ جهڙپ ڪانہ ٿي.

---

1 - ودان." و" تي زبر ۽" د" تي شد سان. مڪي ۽ مديني وچ ۾ هڪ جڳهہ جو نالو. اهو رابغ کان مديني ويندي 29 ميلن جي مفاصلي تي آهي. ابواءَ، ودان جي ويجهو ئي هڪ جڳهہ جو نالو آهي.

2 - المواهب اللدنية (75/1) زرقانيءَ جي شرح سان.

3 - بُواط. ب تي پيش سان ۽ رضويٰ، جُهينہ جي جابلو سلسلي جا بہ جبل آهن. جيڪي اصل ۾ هڪ ئي جبل جون بہ شاخون آهن. اهي مڪي کان شام وڃڻ واري رستي سان ڳنڍيل آهن ۽ مديني کان 48 ميل پري آهن.

**6. غزوه سفوان:-** (ربيع الاول سنہ 2 هہ، سيپٽمبر 623ع)

هن غزوي جو ڪارڻ اهو هو تہ ڪرز بن جابر فهريءَ مشرڪن جي هڪ ننڍڙي جٿي سان مديني جي چراگاهہ تي حملو ڪيو ۽ ڪجهہ وهٽ ڪاهي ويو. پاڻ سڳورا ﷺ ستر صحابہ ڪرام سان گڏ سندن پنيان لڳا، پر ڪرز ۽ سندس ساٿاري نڪري ويا ۽ پاڻ سڳورا ﷺ بنا ڪنهن ٽڪراءَ جي موٽي آيا. هن غزوي کي ڪي ماڻهو بدر واري پهرين جنگ بہ چون ٿا.

هن غزوي دوران مديني جو امير زيد بن حارثہ ﷛ کي مقرر ڪيو ويو. جهنڊو اڇو هو ۽ علمبردار **حضرت علي** ﷛ هو.

**7. غزوه ذي العُشِيرة:-** (جماد الاول ۽ جماد الاخر سنہ 2 هہ، نومبر ۽ ڊسمبر 623ع)

هن مهم ۾ پاڻ سڳورن ﷺ سان ڏيڍ يا ٻہ سوءَ مهاجر ساڻ هئا، پر پاڻ سڳورن ﷺ ڪنهن کي پاڻ سان هلڻ لاءِ زور نہ پريو هو. سواريءَ لاءِ رڳو ٽيهہ اٺ هئا. ان ڪري ماڻهو واري واري سان سوار ٿيندا هئا. هن مهم جو مقصد قريشن جي هڪ قافلي تائين پهچڻ هو، جيڪو شام ڏانهن وڃي رهيو هو. پتو پيو هو تہ اهو مڪي کان نڪري چڪو آهي. هن قافلي ۾ قريشن وٽ ڪافي مال متاع هو. پاڻ سڳورا ﷺ ان کي ڳولهيندا ذوالعُشِيرة [1] تائين پهتا پر قافلو ڪافي ڏينهن اڳ نڪري چڪو هو. هي اهو ئي قافلو هو، جنهن کي شام کان واپس ٿيڻ تي پاڻ سڳورن ﷺ گرفتار ڪرڻ چاهيو پر قافلو نڪري ويو ۽ ان ڪري بدر واري جنگ لڳي.

ابن اسحاق جو چوڻ آهي تہ هن مهم تي پاڻ سڳورا ﷺ **جمادي الاول جي آخر** ۾ نڪتا هئا. ۽ **جمادي الآخر** ۾ موٽيا هئا. شايد اهو ئي ڪارڻ آهي جو هن غزوي جي مهيني جي تعين ۾ سيرت نگارن جو اختلاف آهي.

هن غزوي ۾ پاڻ سڳورن ﷺ، بنو مدلج ۽ ان جي اتحادي بنو ضمره سان جنگ نہ ڪرڻ جو ٺاهہ ڪيو.

سفر جي ڏينهن ۾ مديني جي سربراهيءَ جو ڪم ابو سلمہ بن الاسد مخزومي ﷛ سرانجام ڏنو. هن ڀيري بہ جهنڊو اڇو هو ۽ علمبرداري **حضرت حمزة** ﷛ جن ڪري رهيا هئا.

**8. نخلہ وارو سريو:-** (رجب سنہ 2 هہ، جنوري 624ع)

هن مهم تي پاڻ سڳورن ﷺ **حضرت عبدالله بن جحش** ﷛ جي اڳواڻيءَ ۾ ٻارنهن مهاجرن جو هڪ جٿو روانو ڪيو. ٻن ماڻهن جي سواريءَ لاءِ هڪ هڪ اٺ هو، جنهن تي واري واري

[1] - عشيره، ع تي پيش ۽ ش تي زبر. هن کي عُشِيراء ۽ عسيره بہ چيو ويو آهي. ينبوع جي ويجهو هڪ جڳهہ جو نالو آهي.

سان سوار ٿيندا هئا. جتي جي اڳواڻ کي پاڻ سڳورن ﷺ هڪ لکت ڏني هئي ۽ هدايت ڪئي هئي تہ بہ ڏينهن سفر ڪرڻ کانپوءِ ئي ان کي کولي ڏسي. تنهنڪري ٻن ڏينهن کانپوءِ **حضرت عبدالله** ﷛ لکت کولي ڏٺي تہ ان ۾ لکيل هو تہ "جڏهن توهان هيءَ لکت ڏسو تہ اڳتي وڌندا وڃي مڪي ۽ طائف جي وچ ۾ نخلہ ۾ پڙاءُ ڪريو ۽ اتي قريش جي هڪ قافلي لاءِ گهات هڻي ويهو ۽ اسان لاءِ ان جي خبر وٺي اچو." انهن "سمع وطاعت" چيو ۽ پنهنجن ساٿين کي اطلاع ڏئي فرمايو تہ آئون ڪنهن کي بہ زور نٿو پريان. جنهن کي شهادت جو شوق هجي، اهو هلي ۽ جنهن کي موت ناگوار لڳي اهو واپس هليو وڃي، باقي آئون هر حال ۾ اڳتي ويندس. ان تي سڀ ساٿي اتي سڌا ٿيا ۽ منزل مقصود ڏانهن هلي پيا. رستي ۾ سعد بن ابي وقاص ﷛ ۽ عتبہ بن غزوان ﷛ جو اٺ وڃائجي ويو، جنهن تي اهي ٻئي سڳورا سفر ڪري رهيا هئا. ان ڪري اهي ٻئي پٺتي رهجي ويا.

**حضرت عبدالله** بن جحش ﷛ طويل سفر ڪري اچي نخلہ ۾ منزل ڪئي. اتان قريشن جو هڪ قافلو لنگهيو، جيڪو ڪشمش، چمڙو ۽ ٻيو واپار جو سامان کڻي پئي ويو. قافلي ۾ عبدالله بن مغيره جا بہ پٽ عثمان ۽ نوفل ۽ مغيره جا غلام عمرو بن حضرمي ۽ حڪيم بن ڪيسان هئا. مسلمانن پاڻ ۾ صلاح ڪئي تہ ڇا ڪيو وڃي جو اڄ حرام مهيني رجب جو آخري ڏينهن آهي. جي وڙهون ٿا تہ حرام مهيني جي بي حرمتي ٿي ٿئي ۽ رات ترسون ٿا تہ اهي حرم جي حدن ۾ داخل ٿي ويندا. ان کانپوءِ سڀني اها راءِ ڏني تہ حملو ڪيو وڃي. پوءِ هڪ ڄڻي عمرو بن حضرميءَ کي تير هنيو ۽ ان کي پورو ڪري ڇڏيو. ٻين مان عثمان ۽ حڪيم گرفتار ڪيا ويا، باقي نوفل ڀڄي ويو. ان کانپوءِ اهي، ٻنهي قيدين ۽ قافلي جي سامان سان مديني پهتا. انهن غنيمت جي مال مان خمس (پنجون حصو) بہ ڪڍي ورتو.([1]) اهو اسلامي تاريخ جو پهريون خمس، پهريون مقتول ۽ پهريان باندي هئا.

پاڻ سڳورن ﷺ سندن ان حرڪت تي بازپرس ڪئي ۽ فرمايو تہ:"توهانکي حرام مهيني ۾ جنگ ڪرڻ جو حڪم نہ ڏنو ويو هو ۽ پوءِ قافلي جي سامان ۽ قيدين جي معاملي کي في الحال جيئن جو تيئن ڇڏي ڏنائون.

هوڏانهن ان حادثي سان مشرڪن کي اها واويلا ڪرڻ جو وجهہ ملي ويو تہ الله جي منع ڪيل مهيني کي مسلمانن حلال ڪري ڇڏيو، پوءِ تہ جيترا هئا وات، اوتريون هيون ڳالهيون. نيٺ الله وحيءَ ذريعي سندن پول کوليو ۽ ٻڌايو تہ مشرڪ جيڪي ڪن پيا اهو مسلمانن جي حرڪت کان گهڻو وڌو ڏوهہ آهي. ارشاد ٿيو تہ:

[1] - سيرت نگار اهو ٻڌائين ٿا پر ان ۾ مونجهارو اهو آهي تہ خمس ڪڍڻ جو حڪم بدر جي جنگ مهل لٿو. ان حڪم لهڻ جي سبب جو جيڪو تفصيل تفسيرن ۾ آيل آهي، ان مان پتو پوي ٿو تہ ان کان اڳ مسلمان خمس جي حڪم کان اڻ ڄاڻ هئا.

﴿يَسْأَلُونَكَ عَنِ الشَّهْرِ الْحَرَامِ قِتَالٍ فِيهِ قُلْ قِتَالٌ فِيهِ كَبِيرٌ وَصَدٌّ عَنْ سَبِيلِ اللَّهِ وَكُفْرٌ بِهِ وَالْمَسْجِدِ الْحَرَامِ وَإِخْرَاجُ أَهْلِهِ مِنْهُ أَكْبَرُ عِنْدَ اللَّهِ وَالْفِتْنَةُ أَكْبَرُ مِنَ الْقَتْلِ...(217)﴾(البقرة)

"(اي پيغمبر) توکان تعظيم وارن مهينن ۾ وڙهڻ بابت پڇن ٿا. چئو تہ منجهن ويڙهہ ڪرڻ وڏو گناهہ آهي ۽ الله جي واٽ کان جهلڻ ۽ الله کي نہ مڃڻ ۽ تعظيم واري مسجد کان روڪڻ ۽ ان ۾ رهڻ وارن کي منجهانئس لوڏڻ الله وٽ (ان کان) تمام وڏو گناهہ آهي ۽ فتنو (يعني شرڪ) خون ڪرڻ کان بلڪل وڏو ڏوهہ آهي.

ان وحيءَ اها وضاحت ڪري ڇڏي تہ وڙهڻ وارن مسلمانن جي سيرت بابت مشرڪن جيڪا واويلا ڪٺي مچائي آهي، اها اجائي آهي. ڇو تہ قريشن، مسلمانن سان لڙائي ۾ ۽ انهن تي ڏاڍ ۽ ڏمر ڪرڻ ۾ سڀ حرمتون پامال ڪري ڇڏيو هيون. ڇا جڏهن هجرت ڪرڻ وارن مسلمانن کان الهہ تلهہ ڦريو ويو ۽ پيغمبر ﷺ کي قتل ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو تہ اهو واقعو حرمت واري شهر (مڪي) کان ٻاهر ٿيو هو؟ پوءِ ڇو هاڻي انهن کي حرمت جو تقدس ياد اچي ويو. يقينن مشرڪن جي پروپيگنڊه جو اهو طوفان ڪليل بيحيائي ۽ بيشرمي هو.

ان کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ ٻنهي قيدين کي آزاد ڪيو ۽ مقتول جي وارثن کي خون بها پري ڏنو.[1]

اهي آهن بدر جي جنگ کان اڳ جا سريا ۽ غزوه. انهن مان ڪنهن ۾ بہ ڦرلٽ ۽ رتوڇاڻ نہ ٿي هئي، جيستائين ڪرز بن جابر فهري جي اڳواڻيءَ ۾ ائين نہ ٿيو. ان ڪري ڇئي سگهجي ٿو تہ ان جي شروعات بہ مشرڪن ڪئي. جڏهن تہ ان کان اڳي بہ هو هر طرح جون ڏاڍايون ڪري چڪا هئا.

هوڏانهن عبدالله بن جحش ﷜ جي سريي جي واقعن کانپوءِ مشرڪن جو ڊپ حقيقت بڻجي ويو ۽ سندن آڏو هڪ سچي پچي خطري جي روپ ۾ ظاهر ٿيو. کين جنهن ڄار ۾ ڦاسڻ جو ڊپ هو، ان ۾ هاڻي هو سچ پچ ڦاسي پيا هئا. کين پتو پئجي چڪو هو تہ مديني جي قيادت وٽ ڏاهپ آهي ۽ سندن هڪ هڪ واپاري نقل ۽ چرپر تي نظر رکي ٿي. مسلمان گهرن تہ ٽي سوءَ ميلن جو فاصلو طئہ ڪري سندن علائقي ۾ اچي کين ماري ڪٽي سگهن ٿا، قيد ڪري سگهن ٿا، الهہ تلهہ ڦري سگهن ٿا ۽ اهو سڀ ڪجهہ ڪري صحيح سلامت واپس موٽي سگهن ٿا. کين سمجهہ ۾ اچي ويو هو تہ سندن شام سان واپاري ناتا هاڻي لاڳيتو خطري ۾ رهندا پر پوءِ بہ اهي بيوقوفي ڪرڻ کان نہ مڙيا ۽ جُهَينہ ۽ بنو ضمره سان صلح صفائي ڪرڻ بدران پنهنجي ڪاوڙ ۽ ڪروڌ جي جوش ۾ دشمني

---

[1] - انهن سرين ۽ غزون جو تفصيل هيٺين ڪتابن مان ورتل آهي. زاد المعاد(2/83، 85) ابن هشام(1/591، 605) رحمة للعالمين(1/115، 116، 2/215، 216، 468، 470) انهن ڪتابن ۾ انهن سرين ۽ غزون جي ترتيب ۽ ان ۾ حصو وٺندڙن جي تعداد بابت اختلاف آهن. مون علامہ ابن قيم ۽ علامہ منصورپوريءَ جي تحقيق تي اعتماد ڪيو آهي.

ڪرڻ ۾ اجا بہ اڳتي وڌي ويا ۽ سندن اڪابرن پنهنجي ان ڌمڪيءَ تي عمل ڪرڻ جو فيصلو ڪيو تہ مسلمانن جي گهرن ۾ گهڙي ڪين پورو ڪيو وڃي. اها ئي ڪاوڙ ڪين بدر جي ميدان ۾ وٺي آئي.

باقي رهيا مسلمان تہ الله تعاليٰ حضرت عبد الله بن جحش ﷺ واري سريي ڪانپوءِ شعبان سنہ 2 هہ ۾ انهن تي جنگ فرض ڪري ڇڏي ۽ ان سلسلي ۾ ڪيتريون ئي واضح آيتون لٿيون. ارشاد ٿيو تہ:

﴿وَقَاتِلُوا فِي سَبِيلِ اللَّهِ الَّذِينَ يُقَاتِلُونَكُمْ وَلَا تَعْتَدُوا إِنَّ اللَّهَ لَا يُحِبُّ الْمُعْتَدِينَ (190) وَاقْتُلُوهُمْ حَيْثُ ثَقِفْتُمُوهُمْ وَأَخْرِجُوهُمْ مِنْ حَيْثُ أَخْرَجُوكُمْ وَالْفِتْنَةُ أَشَدُّ مِنَ الْقَتْلِ وَلَا تُقَاتِلُوهُمْ عِنْدَ الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ حَتَّى يُقَاتِلُوكُمْ فِيهِ فَإِنْ قَاتَلُوكُمْ فَاقْتُلُوهُمْ كَذَلِكَ جَزَاءُ الْكَافِرِينَ (191) فَإِنِ انْتَهَوْا فَإِنَّ اللَّهَ غَفُورٌ رَحِيمٌ (192) وَقَاتِلُوهُمْ حَتَّى لَا تَكُونَ فِتْنَةٌ وَيَكُونَ الدِّينُ لِلَّهِ فَإِنِ انْتَهَوْا فَلَا عُدْوَانَ إِلَّا عَلَى الظَّالِمِينَ (193)﴾(البقرة)

" جيڪي اوهان سان وڙهن تن سان الله جي واٽ ۾ وڙهو ۽ حد کان نہ لنگهو ڇو تہ الله حد اورانگهڻ وارن کي پيارو نہ رکندو آهي ۽ جتي کين ڏسو، اتي کين ڪهو ۽ جتان اوهان کي لوڏيائون اتان کين لوڏيو ۽ فتنو (شرڪ) ويڙهہ کان ڏاڍو (بڇڙو ) آهي ۽ اوهين تعظيم واري مسجد وٽ (ايستائين) نہ وڙهو، جيستائين منجهس اوهان سان نہ وڙهن، پوءِ جيڪڏهن اوهان سان وڙهن تہ انهن کي ماريو. ڪافرن جي سزا ائين آهي ۽ جيڪڏهن بس ڪن (تہ اوهان بہ بس ڪريو) ڇو تہ الله بخشڻهار مهربان آهي ۽ تيستائين انهن سان وڙهو، جيستائين فتنو (شرڪ) نہ رهي ۽ خاص الله جو دين قائم ٿئي. پوءِ جيڪڏهن بس ڪن تہ ظالمن ڪانسواءِ ڪنهن تي بہ وڌيڪ هلت ڪرڻ نہ جڳائي.

ان ڪانپوءِ جلد ئي ٻئي قسم جون آيتون لٿيون، جن ۾ جنگ جو طريقو ٻڌايل آهي ۽ ان جي ترغيب ڏني وئي آهي ۽ ڪجهہ حڪم بہ ڏنا ويا هئا. جيئن ارشاد آهي تہ:

﴿فَإِذا لَقِيتُمُ الَّذِينَ كَفَرُوا فَضَرْبَ الرِّقَابِ حَتَّى إِذَا أَثْخَنْتُمُوهُمْ فَشُدُّوا الْوَثَاقَ فَإِمَّا مَنًّا بَعْدُ وَإِمَّا فِدَاءً حَتَّى تَضَعَ الْحَرْبُ أَوْزَارَهَا ذَلِكَ وَلَوْ يَشَاءُ اللَّهُ لَانْتَصَرَ مِنْهُمْ وَلَكِنْ لِيَبْلُوَ بَعْضَكُمْ بِبَعْضٍ وَالَّذِينَ قُتِلُوا فِي سَبِيلِ اللَّهِ فَلَنْ يُضِلَّ أَعْمَالَهُمْ (4) سَيَهْدِيهِمْ وَيُصْلِحُ بَالَهُمْ (5) وَيُدْخِلُهُمُ الْجَنَّةَ عَرَّفَهَا لَهُمْ (6) يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا إِنْ تَنْصُرُوا اللَّهَ يَنْصُرْكُمْ وَيُثَبِّتْ أَقْدَامَكُمْ (7)﴾(محمد)

" پوءِ جڏهن اوهين ڪافرن سان جنگ ڪريو تڏهن (انهن جون) گردنون ڪٽيو تانجو جڏهن منجهن گهڻو رتوڇاڻ ڪريو تڏهن مضبوطيءَ سان ٻڌو وري (قيد ڪانپوءِ) يا تہ احسان ڪرڻ سان ڇڏڻ يا ڏنڊ وٺڻ (گهرجي) تانجو جنگ پنهنجا هٿيار رکي. اهو (حڪم) آهي ۽ جيڪڏهن الله گهري ها تہ ڪائن بدلو وٺي ها پر (گهرندو آهي) تہ اوهان مان ڪن کي ڪن سان پرکي ۽ جيڪي الله جي واٽ ۾ قتل ٿيا، تن جا عمل ڪڏهن ڇٽ نہ ڪندو. کين سڌو رستو ڏيکاريندو ۽ سندن حال سڌاريندو ۽ کين انهيءَ

بهشت ۾ داخل ڪندو. جيڪو ڪين ڇاٽايو اٿس. اي ايمان وارؤ! جيڪڏهن اوهان الله (جي دين) جي مدد ڪندؤ تہ (الله) اوهانجي مدد ڪندو ۽ اوهان جا قدم محڪم ڪندو.

ان ڪان پوءِ الله تعاليٰ انهن ماڻهن جي مذمت ڪئي، جن جون دليون جنگ جو حڪم ٻڌي ڪنبڻ لڳيون هيون. ارشاد ٿيو تہ:

﴿...فَإِذَا أُنْزِلَتْ سُورَةٌ مُحْكَمَةٌ وَذُكِرَ فِيهَا الْقِتَالُ رَأَيْتَ الَّذِينَ فِي قُلُوبِهِمْ مَرَضٌ يَنْظُرُونَ إِلَيْكَ نَظَرَ الْمَغْشِيِّ عَلَيْهِ مِنَ الْمَوْتِ...(20)﴾(محمد)

" پوءِ جڏهن چٽي معنيٰ واري سورة لاٿي وڃي ۽ ان ۾ جهاد جو ذڪر ڪيو وڃي تہ جن جي دلين ۾ بيماري آهي، تن کي ڏسندين تہ تو ڏانهن ان (ماڻهوءَ) جي نهارڻ وانگر ڏسندا، جنهن کي موت جي سڪرات کان بيهوشي پهتي هجي. پوءِ انهن لاءِ خرابي آهي.

حقيقت اها آهي تہ جنگ جي ترغيب ڏيڻ ۽ ان کي فرض ڪرڻ ۽ ان جي تياريءَ جو حڪم ڪرڻ، حالتن جي گهرج موجب هو. جيڪڏهن حالتن تي گهري نظر رکندڙ ڪو سپهہ سالار هجي ها تہ اهو بہ پنهنجي فوج کي هر طرح جي هنگامي حالتن جو تڪڙو مقابلو ڪرڻ لاءِ تيار رهڻ جو حڪم ڪري ها، پوءِ هو عظيم پالڻهار ڇو نہ اهڙو حڪم ڏي، جيڪو هر ڪليل ۽ ڳجهي ڳالهہ جو ڄاڻو آهي. سچ پچو تہ حالتون حق ۽ باطل جي وچ ۾ هڪ وڏي رتوڇاڻ ۽ فيصلو ڪندڙ ٽڪراءَ جي تقاضا ڪري رهيون هيون. خاص طور تي عبدالله بن جحش ﷺ واري سريي کانپوءِ، جيڪو مشرڪن جي غيرت ۽ حميت لاءِ وڏو ڏک هو، جنهن سندن اندر ساڙي ڇڏيو هو.

جنگي حڪمن وارين آيتن مان پتو پيو ٿي تہ رتوڇاڻ ٿيڻ جي مهل ويجهي آهي ۽ ان ۾ آخري فتح مسلمانن جي ئي ٿيندي. توهان هن ڳالهہ تي غور ڪريو تہ الله تعاليٰ ڪيئن نہ مسلمانن کي حڪم پيو ڏي تہ جتان مشرڪن اوهان کي ڪڍيو آهي، اتان کين ڪڍي ڇڏيو. پوءِ ڪيئن تہ قيدين کي ٻڌڻ ۽ مخالفن کي ڪچلي جنگ جي پڄاڻي ڪرڻ جي هدايت ڏني آهي، جيڪا هڪ غالب ۽ فاتح فوج سان تعلق رکي ٿي. اهو اشارو هو تہ نيٺ مسلمان حاوي ٿيندا پر اها ڳالهہ اشارن ۾ ٻڌائي وئي تہ جيئن جيڪو ماڻهو الله جي راهہ ۾ جهاد ڪرڻ لاءِ جيتري گرمجوشي رکي ٿو، ان جو عملي مظاهرو بہ ڪري سگهي.

انهن ئي ڏينهن ۾ شعبان سنہ 3 هہ بمطابق فيبروي 624ع ۾ الله تعاليٰ حڪم ڏنو تہ بيت المقدس بدران ڪعبة الله کي قبلو بڻايو وڃي ۽ نماز مهل اوڏانهن منهن ڪيو وڃي. ان جو فائدو اهو ٿيو تہ ڪمزور ۽ منافق يهودي جيڪي رڳو ڏقير پيدا ڪرڻ لاءِ مسلمانن جي صفن ۾ داخل ٿيا هئا، سي ڪلي سامهون اچي ويا ۽ مسلمانن کان ڌار ٿي پنهنجي اصل حالت تي موٽي ويا ۽ ان طرح مسلمانن جون صفون ڪِج غدارن کان پاڪ ٿي ويون.

قبلو مٽجڻ ۾ بہ هڪ لطيف اشارو موجود هو تہ هاڻي هڪ نئون دور شروع ٿيڻ وارو آهي، جيڪو نئين قبلي تي مسلمانن جي قبضي کان اڳ ختم نہ ٿيندو، ڇو تہ اها اچرج جوڳي ڳالهہ ٿيندي تہ ڪنهن قوم جو قبلو ان جي ويرين جي قبضي ۾ هجي ۽ جي آهي تہ پوءِ ضروري آهي تہ ڪنهن نہ ڪنهن ڏينهن ان کي آزاد ڪيو وڃي.

انهن حڪمن ۽ اشارن ڪانپوءِ مسلمانن ۾ خوشيءَ جي لهر پيدا ٿي وئي ۽ جهاد في سبيل الله جو جذبو ۽ دشمنن سان هڪ هڪاٽي ڪرڻ جي خواهش ويتر وڌي وئي.

*-*-*

# بدر واري جنگ
# اسلام جي پهرين جنگ

**غزوي جو ڪارڻ:-** غزوه عُشِيرة جي ذڪر ۾ اسين ٻڌائي آيا آهيون تہ قريشن جو هڪ قافلو مڪي کان شام ويندي پاڻ سڳورن ﷺ جي گرفت کان بچي نڪتو هو. اهو ئي قافلو جڏهن شام کان موٽي مڪي پهچڻ وارو هو تہ پاڻ سڳورن ﷺ طلحہ بن عبيدالله رضي الله عنه ۽ سعيد بن زيد رضي الله عنه کي ان جي خبر لهڻ لاءِ اتر پاسي موڪليو. اهي ٻئي صحابہ سڳورا حوراء تائين ويا ۽ اتي ترسي پيا. جڏهن ابو سفيان قافلو وٺي اتان لنگهيو تہ اهي تکڙا تکڙا مديني موٽيا ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کي خبر ڏنائون.

هن قافلي ۾ مڪي وارن جي وڏي ملڪيت هئي. يعني هڪ هزار اٺ، جن تي گهٽ ۾ گهٽ پنجاهہ هزار دينارن (ٻہ سؤ ساڍا ٻاهٺ ڪلو سون جيترو) جي ماليت جيڪو سامان رکيل هو، جنهن جي حفاظت رڳو چاليهہ ڄڻا ڪري رهيا هئا.

مديني وارن جي لاءِ اهو ڏاڍو سٺو وجهہ هو، جڏهن تہ مڪي وارن لاءِ ايڏو مال ڦرجي وڃڻ، وڏي فوجي، سياسي ۽ اقتصادي مار جي حيثيت رکي ٿي. ان ڪري پاڻ سڳورن ﷺ مسلمانن ۾ پڙهو ڏياريو تہ قريشن جو قافلو مال ۽ دولت کڻيو پيو اچي، ان ڪري نڪري پئو. ٿي سگهي ٿو تہ الله تعالىٰ اهو غنيمت طور اوهانجي حوالي ڪري.

پر پاڻ سڳورن ﷺ ڪنهن تي بہ هلڻ لاءِ زور نہ پريو هو، بلڪہ ماڻهن جي مرضيءَ تي ڇڏي ڏنو. ڇوتہ هن اعلان وقت اها توقع نہ هئي تہ ڪو قافلي بدران قريشن جي لشڪر سان بدر جي ميدان ۾ زوردار ٽڪراءُ ٿي پوندو. اهو ئي سبب هو جو گهڻا صحابہ سڳورا مديني ۾ ئي ترسي پيا. سندن خيال هو تہ پاڻ سڳورن ﷺ جو اهو سفر، پاڻ سڳورن ﷺ جي ٻين فوجي مهمن کان مختلف نہ هوندو ۽ ان لاءِ هن غزوي ۾ شريڪ نہ ٿيڻ وارن کان پڇا ڳاڇا بہ ڪانہ ڪئي وئي.

**اسلامي لشڪر جو تعداد ۽ ڄڻن جي ورڇ:-** پاڻ سڳورا ﷺ هلڻ لاءِ تيار ٿيا تہ ساڻن گڏ ٽي سؤ کان ڪجهہ وڌيڪ ماڻهو هئا. (يعني 313 يا 314 يا 317) جن ۾ 82 يا 83 يا 86 مهاجر هئا ۽ ٻيا انصار. انصارن مان 61 اوس قبيلي مان هئا ۽ 170 خزرج قبيلي مان. ان لشڪر، غزوي لاءِ ڪا خاص تياري نہ ڪئي هئي. سڄي لشڪر ۾ رڳو ٻہ گهوڙا هئا. (هڪ حضرت زبير بن عوام رضي الله عنه جو ۽ ٻيو حضرت مقداد بن اسود ڪندي رضي الله عنه جو) ستر اٺ، جن مان هر هڪ تي ٻہ يا ٽي ماڻهو واري

واري سان چڑھيا ٿي. هڪ اٺ پاڻ سڳورن ﷺ، حضرت علي ۽ حضرت مرثد بن ابي مرثد غنوي ﷛ جي حصي ۾ آيو هو، جنهن تي ٽئي سڳورا واري واري سان سوار ٿيا ٿي.

مديني جي انتظام ۽ نماز پڑهائڻ جو ڪم پهرين حضرت ابن ام مڪتوم ﷛ جي سپرد ڪيو ويو، پر جڏهن پاڻ سڳورا "روحاء" تائين پهتا ته پاڻ سڳورن ﷺ حضرت ابو لبابہ بن عبدالمنذر ﷛ کي مديني جو منتظم ڪري واپس موڪليو. لشڪر جي تنظيم هن ريت ڪئي وئي جو هڪ جٿو مهاجرن جو ٺاهيو ويو ۽ هڪ انصارن جو. مهاجرن جو جهنڊو حضرت علي ﷛ کي ڏنو ويو ۽ انصارن جو حضرت سعد بن معاذ ﷛ کي ۽ سالار جي اڇي جهنڊي جو علمبردار حضرت مصعب بن عمير عبدري ﷛ کي بڻايو ويو. ميمنہ جو سالار حضرت زبير بن العوام ﷛ کي مقرر ڪيو ويو ۽ ميسره جو سالار حضرت مقداد بن الاسود ﷛ کي ڪيو ويو. اسان اڳيئي ٻڌائي آيا آهيون ته سڄي لشڪر ۾ رڳو اهي ئي ٻہ بزرگ شهسوار هئا. ساقہ جي ڪمان حضرت قيس بن ابي صعصعہ ﷛ جي حوالي ڪئي وئي ۽ سڄي لشڪر جي سپهہ سالاري پاڻ سڳورن ﷺ پاڻ سنڀالي.

**بدر ڏانهن اسلامي لشڪر جو وڌڻ:-** پاڻ سڳورا ﷺ اٿپوري لشڪر کي وٺي مديني جي موڙ کان نڪري مڪي واري عام رستي تي هلندي بئر روحاء (روحاء وارو کوهہ) تائين پهتا. پوءِ اتان وڌندي مڪي جو رستو کابي پاسي ڇڏيندي، ساڄي پاسي کان ٿورو هٽي نازيہ وٽ پهتا. (سندن منزل بدر جو ميدان هو) پوءِ نازيہ جي هڪ پاسي کان لنگهي رحقان جي وادي پار ڪئي. اها نازيہ ۽ صفراء واري لنگهہ جي وچ ۾ هڪ وادي آهي. ان کانپوءِ صفراء واري لنگهہ مان گذريا. پوءِ اتان ٽپي صفراء جي واديءَ جي ويجهو وڃي پهتا ۽ اتان جُهَينہ قبيلي جي ٻن ماڻهن يعني بسيس بن عمر ۽ عدي بن ابي الزغباء کي قافلي جي خبر لهڻ لاءِ بدر موڪليائون.

**مڪي ۾ خطري جو اعلان:-** ٻئي پاسي قافلي جي صورتحال اها هئي جو ابوسفيان، جيڪو نگران هو، اهو ڏاڍو محتاط هو. کيس خبر هئي ته مڪي جو رستو خطرن سان پريل آهي. ان ڪري هو حالتن جي لاڳيتي خبرچار وٺندو پئي آيو ۽ جن قافلن سان مليو ٿي، تن کان چاڻ ورتائين ٿي. تنهنڪري کيس جلد ئي خبر پئي ته محمد ﷺ پنهنجن ساٿين کي قافلي تي حملي جي دعوت ڏني آهي. تنهنڪري هن هڪدم ضمضم بن عمرو غفاريءَ کي ڏوڪڙ ڏئي مڪي موڪليو ته اتي وڃي قافلي جي سنڀال لاءِ قريشن ۾ عام پڑهو ڏياري. ضمضم ڏاڍو تکڙو مڪي پهتو ۽ مڪي جي واديءَ ۾ پهچي اٺ کي بدصورت بڻائي ڪجاوو ابتو ڪري، قميص ڦاڙي ان اٺ تي چڑهي واڪا ڪيائين ته " اي قريشيو! قافلو... قافلو... توهانجو مال جيڪو ابوسفيان سان گڏ آهي، ان تي محمد ﷺ ۽ ان جا ساٿي هلان ڪرڻ پيا اچن. مونکي پڪ ڪانهي ته توهان کين رسي سگهندا. مدد... مدد...".

**مڪي وارن جي جنگ لاءِ تياري:-** اهي واڪا ٻڌي هر طرف کان ماڻهو ڊوڙي پيا. چوڻ لڳا تہ محمد ﷺ ۽ ان جا ساٿي سمجهن ٿا تہ هي قافلو بہ ابن حضرمي جي قافلي جهڙو آهي؟ نہ هرگز نہ. الله جو قسم! انهن کي هاڻ پتو پوندو تہ اسانجو معاملو ڪجهہ ٻيو آهي. ان ڪانپوءِ سڄي مڪي ۾ رڳو ٻن قسمن جا ماڻهو هئا. يا تہ ماڻهو پاڻ جنگ لاءِ نڪري رهيا هئا يا وري پنهنجي جاءِ تي ڪو ماڻهو موڪلي رهيا هئا. ان طرح جهڙوڪر سيئي نڪري رهيا هئا. خاص طور تي مڪي جي سردارن مان ڪوبہ پٺتي نہ هٽيو. رڳو ابولهب پنهنجي جڳهہ تي هڪ قرضدار کي موڪليو. ڀرپاسي جي قبيلن جي ماڻهن کي بہ قريشن ڀرتي ڪيو ۽ قريشن جي پنهنجي قبيلن مان سواءِ بنو عديءَ جي ڪوبہ پٺيان نہ رهيو، بنو عديءَ جي ڪنهن بہ ماڻهوءَ هن جنگ ۾ شرڪت نہ ڪئي.

**مڪي جي لشڪر جو تعداد:-** پهرين تہ مڪي جي لشڪر ۾ تيرنهن سؤ ڄڻا هئا، جن وٽ هڪ سؤ گهوڙا ۽ ڇهہ سؤ زرهون هيون. اٺ بہ گهڻا هئا پر نيڪ تعداد معلوم ڪونهي. لشڪر جو سپهہ سالار ابوجهل بن هشام هو. قريشن جا نوَ معزز ماڻهو رسد جا ذميدار هئا.هڪ ڏينهن نوَ ۽ هڪ ڏينهن ڏهہ اٺ ڪهندا هئا.

**بنوبڪر جي قبيلن جو مسئلو:-** مڪي جو لشڪر هلڻ لاءِ تيار ٿيو تہ کين ياد آيو تہ بنو بڪر جي قبيلن سان سندن دشمني ۽ جنگ هلي رهي آهي. ان ڪري کين ڊپ ٿيو تہ متان اهي قبيلا پٺيان حملو نہ ڪن ۽ ان طرح هو دشمنن جي وچ ۾ ڦاسي پون. اهو خيال قريشن کي جنگ جي ارادي کان روڪي وجهي ها پر ان مهل ابليس لعنتي، بنوڪنانہ جي سردار سراقہ بن مالڪ بن جعشم مدلجي جي شڪل ۾ ظاهر ٿيو ۽ چيائين تہ: "آئون توهانجو ٻانهن ٻيلي آهيان ۽ ان ڳالهہ جي ضمانت ٿو ڏيان تہ بنوڪنانہ توهانجي پٺيان ڪا اٿوٽت نہ ڪندا."

**مڪي جي لشڪرجي روانگي:-** هن ضمانت ملڻ ڪانپوءِ مڪي وارا پنهنجن گهرن کان نڪري پيا ۽ مديني ڏانهن روانا ٿيا. الله تعاليٰ جي هن ارشاد مطابق تہ "آڪڙجندي ۽ ماڻهن کي پنهنجو شان ڏيکاريندي." جيئن پاڻ سڳورن ﷺ جو ارشاد آهي تہ: "پنهجي ڀال ۽ هٿيار ڪٺي الله ۽ ان جي رسول تي ڪاوڙ ڪندي، بدلي جي باهہ ۾ ورتل ۽ حميت ۽ غضب جي جذبي سان ڀريل. ان ڳالهہ تي ڏند ڪرٽيندي تہ الله جي رسول ۽ سندس صحابين، مڪي وارن جي قافلي تي اک کڻڻ جي جرئت ڪيئن ڪئي؟" بهرحال اهي ڏاڍا تڪا اتر طرف بدر ڏانهن اچي رهيا هئا ۽ عسفان جي وادي ۽ قديد کان لنگهي جحفہ پهتا تہ ابوسفيان جو هڪ نئون نياپو پهتن، جنهن ۾ چيو ويو هو تہ توهان پنهنجي

قافلي، پنهنجن ماڻهن ۽ مال جي حفاظت لاءِ نڪتا آهيو ۽ جيئن تہ الله انهن سڀني کي بچائي ورتو آهي، تنهنڪري هاڻي موٽي اچو.

**قافلو بچي نڪتو**:- ابوسفيان جي بچي نڪرڻ جو تفصيل هن ريت آهي تہ هو شام جي واپاري لنگهہ تان پٺي هليو ۽ لاڳيتو جاچ جوچ رکندو آيو. هن خبرچار رکڻ جون ڪوششون بہ تڪڙيون ڪري ڇڏيون هيون. جڏهن هو بدر جي ويجهو پهتو تہ هن قافلي کان اڳتي وڌي مجدي بن عمرو سان ملاقات ڪئي ۽ ان کان مديني جي لشڪر بابت پڇيو. مجديءَ چيو تہ: "مون ڪوبہ ڌاريون ماڻهو تہ ڪونہ ڏٺو باقي بہ سوار ڏٺا، جن دڙي وٽ پنهنجن اٺن کي ويهاريو پوءِ پنهنجي مشڪ ۾ پاڻي ڀري هليا ويا." ابوسفيان تڪڙو اتي پهتو ۽ سندن اٺن جو ليڏوٽو ڪٽي ڀڃي ڏٺو تہ ان مان کجيءَ جي ککڙي نڪتي. ابوسفيان چيو تہ: الله جو قسم! اهو يثرب وارن جو چارو آهي. ان کان پوءِ ترت قافلي ۾ پهتو ۽ ان کي اولهہ پاسي ڪناري ڏانهن وٺي ويو ۽ بدر کان لنگهندڙ واپاري لنگهہ کان کابي طرف هلڻ لڳو ۽ ان طرح قافلي کي مديني جي لشڪر کان بچائي ويو ۽ هڪدم مڪي جي لشڪر کي پنهنجي بچي وڃڻ جو چاڻ ڏيندي نياپو موڪليائين، جيڪو لشڪر کي جحفہ ۾ مليو.

**مڪي جي لشڪر جو واپسيءَ جو ارادو ۽ پاڻ ۾ ڦوٽ پوڻ**:- اهو نياپو ٻڌي مڪي جي لشڪر موٽڻ چاهيو پر ابوجهل اتي بيٺو ۽ ڏاڍي هٺ ۽ وڏائيءَ سان چيائين تہ "الله جو قسم! بدر وڃي ٿي ڏينهن اتي رهڻ کان اڳ اسين ڪونہ موٽنداسين. ان دوران اٺ ڪهنداسين، ماڻهن کي کاڌو کارائينداسين ۽ شراب پيارينداسين. ٻانهيون اسان لاءِ ڳانا ڳائينديون ۽ سڄو عربستان اسان جو ۽ اسان جي سفر جو حال ٻڌندو ۽ اهڙيءَ طرح سدائين لاءِ اسانجو ڌاڪو ڄمي ويندو."

ابوجهل جهڙي ٻئي شيطان اخنس بن شريق چيو تہ: واپس موٽي هلو پر ماڻهن سندس ڳالهہ نہ مڃي. ان ڪري هو بنو زهرة وارن کي ساڻ وٺي موٽي ويو، ڇو تہ اهو بنو زهرة جو حليف ۽ هن لشڪر ۾ سندن سردار هو. بنو زهرة وارن جو ڪل تعداد اٽڪل ٽي سؤ هو. سندن ڪوبہ ماڻهو بدر جي جنگ ۾ موجود نہ هو. بعد ۾ بنو زهرة وارن اخنس بن شريق جي ان فيصلي تي ڏاڍيون خوشيون ملهايون ۽ انهن جي دل ۾ سندس عزت وڌي وئي ۽ سدائين لاءِ سندس فرمانبرداري ڪندا رهيا.

بنو زهرة وانگر بنو هاشم بہ موٽڻ گهريو پر ابوجهل سختيءَ سان چيو تہ: جيستائين اسين نہ موٽنداسين تيستائين هي ٽولو اسان کان ڌار نہ ٿيڻ کپي.

مطلب تہ لشڪر پنهنجو سفر جاري رکيو. بنو زهرة جي موٽڻ کانپوءِ هاڻي سندن تعداد هڪ هزار وڃي بچيو هو ۽ سندن رخ بدر ڏانهن هو. بدر جي ويجهو پهچي هڪ دڙي جي پٺيان وڃي لٿا. اهو دڙو بدر جي ميدان جي ڏکڻ طرف هو.

**اسلامي لشڪر لاءِ نازڪ حالتون**:- هوڏانهن خابرن پاڻ سڳورن ﷺ کي رستي ۾ ئي ذفران جي واديءَ ۾ قافلي ۽ لشڪر بابت ڄاڻ ڏني. پاڻ سڳورن ﷺ اهو اندازو ڪري ورتو ته هاڻي هڪ خوني ٽڪراءُ ٿيندو ۽ هاڻي همت ۽ مڙسيءَ کان ڪم وٺڻو پوندو. ڇو ته اها پڪي ڳالهه هئي ته قريشن جي لشڪر کي هن علائقي ۾ ائين گهمڻ ڦرڻ ڏنو ويو ته ان سان قريشن جي هاڪ ٿيندي ۽ سندن سياسي بالادستيءَ جو دائرو وڌي ويندو. مسلمانن جو آواز دٻجي ويندو ۽ ان کانپوءِ اسلام خلاف دل ۾ ڪينو رکندڙ جهڙو تهڙو به اسلام جي دعوت کي نقصان پهچائڻ لاءِ ميدان ۾ ٽپي پوندو.

ان ڪانسواءِ ان ڳالهه جي به ضمانت ڪانه هئي ته مڪي وارن جو لشڪر مديني تي اڳرائي ڪري چڙهائي نه ڪندو ۽ هن ٽڪراءَ کي مديني جي حدن تائين پهچائي مسلمانن کي سندن گهرن ۾ گهڙي تباهه ۽ برباد ڪرڻ جي جسارت نه ڪندو. هائو! جي مديني جي لشڪر پاران ٿوري به سستي ڪئي وئي ته اهو ممڪن ٿي پوندي ۽ جي ائين نه به ٿيندو ته مسلمانن جي دهشت ۽ ساک ضرور خراب ٿيندي.

**مجلس شوريٰ جي گڏجاڻي**:- حالتن جي هن اوچتي ۽ ڊيڄاريندڙ تبديليءَ کي ڏسندي پاڻ سڳورن ﷺ هڪ اعليٰ فوجي مجلس شوريٰ سڏرائي. جنهن ۾ سامهون آيل حالتن جو ذڪر ڪري سالارن ۽ عام سپاهين کان صلاحون ورتيون. ان موقعي تي هڪ ٽولو خوني ٽڪراءَ جو ٻڌي ڪنبي ويو ۽ سندن دليون ڌڙڪڻ لڳيون. ان ٽولي بابت الله تعاليٰ فرمايو ته:

﴿كَمَا أَخْرَجَكَ رَبُّكَ مِنْ بَيْتِكَ بِالْحَقِّ وَإِنَّ فَرِيقًا مِنَ الْمُؤْمِنِينَ لَكَارِهُونَ (5) يُجَادِلُونَكَ فِي الْحَقِّ بَعْدَمَا تَبَيَّنَ كَأَنَّمَا يُسَاقُونَ إِلَى الْمَوْتِ وَهُمْ يَنْظُرُونَ (6)﴾(الانفال)

" جيئن تنهنجي رب توکي تنهنجي گهر (مديني) مان سچي تدبير لاءِ ٻاهر آندو ۽ بيشڪ مؤمنن منجهان هڪ ٽولي ضرور ناراض هئي. اهي سچي ڳالهه بابت ان جي واضح ٿيڻ کان پوءِ (به) توسان گفتگو ڪندا رهيا ڄڻ ته اهي (اکين سان) ڏسندي موت ڏانهن هڪليا وڃن ٿا.

پر جيستائين لشڪر جي مهندارن جو تعلق هو ته حضرت ابوبڪر رضي الله عنه اٿيو ۽ ڏاڍي سٺي ڳالهه ڪيائين. پوءِ حضرت عمر رضي الله عنه اٿيو ۽ ان به چڱو ڳالهايو. پوءِ حضرت مقداد بن عمرو رضي الله عنه اٿيو. ان هن طرح عرض ڪيو ته: "يا رسول الله ﷺ! الله اوهانکي جيڪا راهه ڏيکاري آهي، ان تي هلندا هلو. اسان اوهان سان آهيون. الله جو قسم! ته اسين اوهان سان اها ڳالهه نه ڪنداسين جا بني اسرائيل، حضرت موسيٰ عليه السلام سان ڪئي هئي ته:

﴿فَاذْهَبْ أَنْتَ وَرَبُّكَ فَقَاتِلَا إِنَّا هَاهُنَا قَاعِدُونَ (24)﴾(المائدة)

" تنهنڪري تون ۽ تنهنجو پالڻهار وڃي وڙهو بيشڪ اسين هتي (ئي) ويٺا آهيون."

اسين تہ اهو چونداسين تہ توهان ۽ توهان جو پالڻهار هلو ۽ وڙهو ۽ اسين بہ توهان سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي وڙهنداسين. ان هستيءَ جو قسم!، جنهن توهان کي حق سان موڪليو آهي، جيڪڏهن توهان اسان کي برڪ غماد تائين وٺي هلو تہ اسين اتي بہ توهان سان گڏ رستي وارن سان ويڙهہ ڪندا هلنداسين."

پاڻ سڳورن ﷺ سندن تعريف ڪئي ۽ کين دعا ڪئي.

اهي ٽئي مهندار مهاجرن منجهان هئا،جن جو لشڪر ۾ ٿورو تعداد هو. جڏهن تہ پاڻ سڳورن ﷺ انصارن جي راءِ معلوم ڪرڻ چاهي ٿي ڇو تہ لشڪر ۾ سندن گهڻائي هئي ۽ ٽڪراءَ جو اصل بار انهن جي ئي ڪلهن تي پوڻ وارو هو. هونئن بيعت عقبہ جي لحاظ کان انهن تي لازم نہ هو تہ مديني کان ٻاهر نڪري جنگ ڪن. ان ڪري پاڻ سڳورن ﷺ مٿين ٽنهي بزرگن جون ڳالهيون ٻڌي فرمايو تہ: "ٻيا بہ ڪي مونکي صلاح ڏيو." ان جو مقصد انصارن کان صلاح پڇڻ هو ۽ اها ڳالهہ انصارن جي مهندار ۽ علمبردار **حضرت سعد بن معاذ** رضي الله عنه سمجهي ورتي، تنهنڪري انهن عرض ڪيو تہ: **الله** جو قسم! ائين پيو لڳي تہ اوهان اسان سان مخاطب آهيو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "هائو."

**تڏهن چيائين** تہ: "اسان اوهان تي ايمان آندو آهي، اوهانجي تصديق ڪئي آهي ۽ اها گواهي ڏني آهي تہ توهان تي جيڪي ڪجهہ لٿو آهي، سو سڀ حق آهي ۽ ان تي اسان توهان کي فرمانبرداريءَ جو عهد ڏنو آهي. تنهنڪري يا رسول الله ﷺ! توهانجو جيڪو ارادو آهي، ان لاءِ اڳتي وڌو. ان هستيءَ جو قسم جنهن توهان کي حق سان موڪليو آهي، جي توهان اسان کي ساڻ وٺي سمنڊ ۾ ڪاهي پوڻ چاهيو تہ ان ۾ بہ اسين گڏ لهنداسين. اسان جو هڪ ماڻهو بہ پٺتي نہ هٽندو. اسانکي اهڙو ڪوبہ الڪو ڪونهي تہ متان سڀاڻي توهان سان گڏ دشمنن سان مهاڏو اٽڪائڻو پوي. اسين جنگ جا ڪوڏيا آهيون ۽ ٿي سگهي ٿو تہ الله اوهان کي اسان جا اهي جوهر ڏيکاري، جن سان اوهان جون اکيون ٺري پون. بس اسان کي ساڻ وٺي هلو، الله تعاليٰ برڪت ڏيندو."

هڪ روايت ۾ هيئن آهي تہ **حضرت سعد بن معاذ** رضي الله عنه پاڻ سڳورن ﷺ کي عرض ڪيو تہ شايد توهان کي **انديشو** آهي تہ انصار پنهنجو اهو فرض ٿا سمجهن تہ توهان جي مدد رڳو پنهنجي علائقي ۾ ڪن. ان ڪري آئون انصارن پاران پيو ڳالهايان ۽ انهن پاران جواب پيو ڏيان تہ توهان جتي چاهيو هليا هلو، جنهن سان وڻيوَ تعلق رکو ۽ جنهن سان چاهيو ناتو ٽوڙي ڇڏيو. اسان جي مال مان جيڪو کپي ڪڍي وٺو ۽ جيڪو کپي اهو ڇڏي ڏيو ۽ ان معاملي ۾ جيڪو اوهان جو فيصلو هوندو، اهو ئي اسان جو فيصلو هوندو. الله جو قسم! جي اوهان اڳتي وڌندي برڪِ غماد تائين وڃو تہ اسان بہ

اوهان سان گڏوگڏ هليا هلنداسين ۽ جي توهان اسان کي ساڻ ڪري سمنڊ ۾ ٽپڻ چاهيو ته اسان به ٽپي پونداسين."

حضرت سعد بن معاذ رضي الله عنه جي اها ڳالهه ٻڌي پاڻ سڳورا ڏاڍا سرها ٿيا ۽ فرمايائون ته: "هلو ۽ ٿلندا ڪڏندا هلو. الله مون سان ٻن ٽولن مان هڪ جو واعدو ڪيو آهي. والله هن وقت آئون ڄڻ قوم جون قتل گاهون ڏسي رهيو آهيان."

**اسلامي لشڪر جو باقي سفر:-** ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ ذفران کان اڳتي وڌيا ۽ ڪجهه جابلو وروڪڙن مان لنگهي ديت نالي هڪ وسنديءَ ۾ پهتا ۽ حنان نالي هڪ ٽڪريءَ کي ساڄي پاسي ڇڏيندي، بدر جي ويجهو اچي لٿا.

**دشمن جي خبرچار وٺڻ:-** هتي پهچي پاڻ سڳورا ﷺ غار واري ساٿي حضرت ابوبڪر رضي الله عنه کي ساڻ وٺي پاڻ ئي خبرچار وٺڻ لاءِ نڪري پيا. اجا پري کان ئي مڪي جي لشڪر جو احوال وٺي رهيا هئا ته هڪ پوڙهو عرب اچي مليو. پاڻ سڳورن ﷺ کانئس قريشن، محمد ﷺ ۽ سندن ساٿين جو حال پڇيو. ٻنهي لشڪرن بابت پڇڻ جو مقصد اهو هو ته پاڻ سڳورن ﷺ جي سڃاڻپ نه ٿي سگهي. پر جهوني چيو ته "جيستائين توهان اهو نه ٻڌائيندا ته توهان جو تعلق ڪهڙي قوم سان آهي، آئون به ڪجهه ڪونه ٻڌائيندس." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته: جڏهن تون اسان کي ٻڌائيندين ته اسين به توکي ٻڌائينداسين. هن چيو ته اها ته سڌي سنئين سوديبازي آهي؟ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته: "ها." هن چيو ته مونکي پتو پيو آهي ته محمد ﷺ ۽ سندس ساٿي فلاڻي ڏينهن نڪتا آهن. جيڪڏهن ٻڌائڻ واري صحيح ٻڌايو آهي ته پوءِ اڄ اهي فلاڻي جڳهه تي هوندا. (هن ٺيڪ اها جڳهه ٻڌائي، جتي ان وقت مديني جو لشڪر لٿل هو) ۽ مونکي اهو به پتو پيو آهي ته قريش فلاڻي ڏينهن نڪتا آهن. جي مونکي خبر ڏيڻ واري صحيح خبر ڏني آهي ته اهي اڄ فلاڻي جڳهه تي هوندا. (هن ٺيڪ ان جڳهه جو نالو ورتو، جتي ان وقت مڪي جو لشڪر لٿل هو).

جڏهن جهوني ڳالهه پوري ڪئي ته پڇيو ته چڱو هاڻي ٻڌايو ته توهان ٻئي ڪهڙن مان آهيو؟ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته: اسان پاڻيءَ مان آهيون ۽ اهو چئي موٽي هلڻ لڳا. پوڙهو بڪ ڪندو رهيو. "پاڻيءَ مان آهن." ڇا؟" ڇا عراق جي پاڻيءَ مان آهن؟

**مڪي جي لشڪر بابت اهم ڄاڻ حاصل ڪرڻ:-** ان ڏينهن شام جو پاڻ سڳورن ﷺ دشمنن جي خبرچار وٺڻ لاءِ هڪ نئون جاسوسي دستو موڪليو. ان ڪارروائيءَ لاءِ مهاجرن جا ٽي مهندار علي بن ابي طالب رضي الله عنه، زبير بن العوام رضي الله عنه ۽ سعد بن ابي وقاص رضي الله عنه جن صحابه سڳورن جي هڪ ٽولي سان روانا ٿيا. اهي سڌو بدر جي چشمي وٽ پهتا. اتي به غلام مڪي جي لشڪر لاءِ

پاڻي پري رهيا هئا. انهن کي گرفتار ڪري پاڻ سڳورن ﷺ جي خدمت ۾ آندو ويو. ان وقت پاڻ سڳورا ﷺ نماز پڙهي رهيا هئا. اصحابين، انهن ٻنهي کان حال احوال ورتو. انهن چيو ته اسين قريشن جا پخالي آهيون، انهن اسان کي پاڻي پرڻ لاءِ موڪليو هو. ماڻهن کي اهو جواب نه وڻيو. ڪين شڪ هو ته اهي ابوسفيان جا ماڻهو آهن. سندن دل ۾ اجا به اها آرزو هئي ته ڪين قافلي تي غلبو حاصل ٿئي. تنهنڪري صحابه سڳورن انهن ٻنهي کي مار موچڙو ٿورو وڌيڪ ڪري ڇڏيو ۽ مجبور ٿي هنن چيو ته ها اسين ابو سفيان جا ماڻهو آهيون. ان بعد مارڻ وارن پنهنجا هٿ جهليا.

پاڻ سڳورن ﷺ نماز مان فارغ ٿي ناراضگيءَ سان فرمايو ته: جڏهن انهن ٻنهي صحيح ڳالهه ڪئي ته توهان انهن کي مار ڪڍي ۽ جڏهن ڪوڙ ڳالهايائون ته ڇڏي ڏنو. الله جو قسم! انهن ٻنهي صحيح چيو هو ته اهي قريشن جا ماڻهو آهن.

ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ ٻنهي ٻانهن کي چيو ته چڱو هاڻي مونکي قريشن بابت ٻڌايو. انهن چيو ته: اهو دڙو جيڪو واديءَ جي آخري ڇيڙي تي نظر پيو اچي، قريش ان جي پٺيان آهن. پاڻ سڳورن ﷺ پڇيو ته: ماڻهو ڪيترا آهن؟ انهن وراڻيو ته: ڪوڙ سارا آهن. پاڻ سڳورن ﷺ پڇيو ته: سندن تعداد ڪيترو آهي؟ انهن چيو ته اسين نٿا ڄاڻون. پاڻ سڳورن ﷺ پڇيو ته: روز گهٽا اٺ ڪهندا آهن؟ انهن چيو ته: هڪ ڏينهن نوَ ۽ هڪ ڏينهن ڏهه. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته: پوءِ اهي نوَ سوءَ ۽ هزار جي وچ ۾ آهن. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ پڇيو ته: انهن ۾ ڪهڙا ڪهڙا قريشن جا چڱا مڙس شامل آهن؟ انهن چيو ته ربيعه جا ٻئي پٽ عتبه ۽ شيبه ۽ ابو البختري بن هشام، حڪيم بن حزام، نوفل بن خويلد، حارث بن عامر، طعيمه بن عدي، نضر بن حارث، زمعه بن اسود، ابوجهل بن هشام، اميه بن خلف ۽ ڪجهه ٻين ماڻهن جا نالا به ڳڻايائون. پاڻ سڳورن ﷺ، صحابه سڳورن ڏانهن نهاري فرمايو ته: "مڪي پنهنجي جگر جا ٽڪرا اوهان آڏو اچي اڇليا آهن."

**رحمت پريو مينهن وسڻ:-** الله عزوجل ان رات اهڙو مينهن وسايو جيڪو مشرڪن لاءِ ته تيز هو ۽ انهن لاءِ اڳرائي ڪرڻ ممڪن نه رهيو. پر مسلمانن تي اهو مينهن هلڪو وسيو ۽ انهن کي پاڪ ڪري ڇڏيائين ۽ شيطان جي گندگي (بزدلي) ختم ڪري ڇڏيائين ۽ زمين کي سنوت ۾ آندائين. ان جي ڪري ريتي سخت ٿي پير رکڻ لائق بڻجي وئي. اتي رهڻ جو مزو اچي ويو ۽ دليون مضبوط ٿي ويون.

**اهم فوجي مرڪزن ڏانهن اسلامي لشڪر جي اڳرائي:-** ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي لشڪر کي اڳتي وڌايو، جيئن مشرڪن کان اڳ بدر جي چشمي وٽ پهچي وڃن ۽ ان تي مشرڪ قبضو نه ڪري سگهن. سمهڻيءَ مهل پاڻ سڳورا ﷺ بدر کان ويجهي ۾ ويجهي چشمي تي

لٿا. ان موقعي تي حضرت خباب بن منذر ﷺ هڪ ماهر فوجيءَ جي حيثيت ۾ پڇيو تہ: يا رسول الله ﷺ! هن جڳهہ تي اوهان الله جي حڪم سان لٿا آهيو تہ پوءِ اسان لاءِ هن کان اڳتي پوئتي ٿيڻ جي گنجائش نہ آهي، يا رڳو جنگي حڪمت عمليءَ طور لٿا آهيو؟ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: رڳو جنگي حڪمت عمليءَ طور آهي." انهن چيو تہ: "هيءَ جاءِ مناسب ڪانهي. توهان اڳتي وڌي هلو ۽ قريشن جي سڀ کان ويجهي چشمي وٽ ديرو ڄمايو. پوءِ اسان ٻيا چشما ڍڪي ڇڏينداسين ۽ پنهنجي چشمي تي حوض ناهي پاڻي پري ڇڏينداسين. ان کان پوءِ اسين قريشن سان جنگ ڪنداسين تہ اسين پاڻي پيئندا رهنداسين ۽ انهن کي پاڻي نہ ملندو." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ تو ڏاڍو سٺو مشورو ڏنو آهي. ان کانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ لشڪر سميت اٿيا ۽ اڌ رات جو دشمنن جي سڀ کان ويجهي چشمي وٽ اچي لٿا. پوءِ صحابہ سڳورن حوض ناهيو ۽ ٻيا سڀ چشما ڍڪي ڇڏيا.

**قيادت جو مرڪز(مورچو) :-** صحابہ سڳورن چشمي وٽ ديرو ڄمائي ورتو تہ حضرت سعد بن معاذ ﷺ راءِ ڏني تہ مسلمان پاڻ سڳورن ﷺ لاءِ مورچو ناهين تہ جيئن الله نہ ڪري جي فتح بدران شڪست ملي يا ڪا ٻي هنگامي حالت پيدا ٿي پوي تہ ان لاءِ اڳيئي تيار هجون. ان لاءِ انهن عرض ڪيو تہ: "يا رسول الله! ڇو نہ اسين اوهان لاءِ هڪ ڇپر جوڙيون، جنهن ۾ اوهان ويهو ۽ اسان اوهان جي ويجهو اوهان جون سواريون بہ جهلي بيهنداسين. ان کانپوءِ دشمنن سان جهڙپ ڪنداسين. جيڪڏهن الله تعالىٰ اسان کي عزت بخشي ۽ دشمنن تي فتح ڏني تہ اها شيءِ اسانکي پسند آهي ۽ جي ٻي صورت ٿي تہ توهان سوار ٿي اسانجي قوم جي انهن ماڻهن وٽ هليا وڃجو، جيڪي پٺيان رهجي ويا آهن. يا رسول الله! حقيقت ۾ پٺتي اهڙا ماڻهو رهجي ويا آهن، جيڪي اوهان جي محبت ۾ اسان کان وڌيڪ آهن. جيڪڏهن ڪين جنگ جو ٿورو بہ اندازو هجي ها تہ اهي هرگز پٺتي نہ رهن ها. الله انهن جي ذريعي اوهان جي حفاظت ڪندو. اهي اوهان جا سڄڻ آهن ۽ توهان سان گڏ جهاد ڪندا."

ان تي پاڻ سڳورن ﷺ سندن ساراهہ ڪئي ۽ سندن لاءِ دعا گهري پوءِ مسلمانن جنگ جي ميدان جي اتر اوڀر ۾ هڪ مٿاهين دڙي تي ڇپر ٻڌو، جتان جنگ جو سڄو ميدان نظر آيو ٿي. پاڻ سڳورن ﷺ جي ان مورچي جي سنڀال لاءِ حضرت سعد بن معاذ ﷺ جي نگرانيءَ ۾ انصاري جوڌن جو هڪ ٽولو مقرر ڪيو ويو.

**لشڪر جي ترتيب ۽ رات گذارڻ:-** ان کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ لشڪر جي ترتيب ڪئي [1] ۽ جنگ جي ميدان ۾ پهتا. اتي پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجي هٿ جي اشاري سان فرمائيندا ويا تہ هيءَ صبح جو فلاڻي جي قتل گاهہ ٿيندي، انشاءَ الله ۽ هيءَ صبح جو فلاڻي جي قتل گاهہ ٿيندي انشاءَ

[1] - جامع ترمذي (201/1).

الله (1) ان کان پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ اتي ئي هڪ وڻ هيٺان رات گذاري ۽ مسلمانن بہ آرام ڪيو. سندن دلين پراعتماد هيون. ڪين اميد هئي تہ صبح جو پنهنجن اکين سان پنهنجي پالڻهار جون بشارتون ڏسندا.

﴿إِذْ يُغَشِّيكُمُ النُّعَاسَ أَمَنَةً مِنْهُ وَيُنَزِّلُ عَلَيْكُمْ مِنَ السَّمَاءِ مَاءً لِيُطَهِّرَكُمْ بِهِ وَيُذْهِبَ عَنْكُمْ رِجْزَ الشَّيْطَانِ وَلِيَرْبِطَ عَلَى قُلُوبِكُمْ وَيُثَبِّتَ بِهِ الْأَقْدَامَ (11)﴾(الانفال)

"(ياد ڪريو) جيڏي مهل پنهنجي پاران امن ڏيڻ لاءِ اوهان کي اوجهراٽي ڍڪايائين ۽ اوهان تي آسمان مان پاڻي هن لاءِ وسايائين تہ ان سان اوهان کي پاڪ ڪري ۽ اوهان کان شيطان جي پليتائي هٽائي ۽ اوهان جي دلين کي محڪم رکي ۽ ان سان (اوهان جي) قدمن کي جمائي ڇڏي.

اها 17 رمضان سن 2 هہ جي جمعرات هئي ۽ پاڻ سڳورا ﷺ ان مهيني جي 8 يا 12 تاريخ تي مديني مان نڪتا هئا.

**جنگ جي ميدان ۾ مڪي جي لشڪر جو پهچڻ ۽ منجهن ڦوٽ پوڻ:-** ٻئي پاسي قريشن واديءَ جي منهن وٽ پنهنجي ديري ۾ رات گذاري ۽ صبح جو پنهنجن سينې دستن سان دڙي تان لهي بدر ڏانهن هليا. هڪ ٽولو پاڻ سڳورن ﷺ واري حوض ڏانهن وڌيو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: انهن کي وڃڻ ڏيو. پوءِ انهن مان جنهن بہ پاڻي پيتو، اهو جنگ ۾ ماريو ويو. انهن مان رڳو حڪيم بن حزام بچيو، جيڪو پوءِ مسلمان ٿيو ۽ ڏاڍو چڱو مسلمان ٿيو. سندس دستور هو تہ جڏهن ڪيس پڪو قسم کڻڻو هوندو هو تہ چوندو هو تہ: '' لَا وَالَّذِي نَجَّانِي مِنْ يَوْمِ بَدْرٍ '' (قسم آهي ان هستيءَ جو، جنهن مون کي بدر جي ڏينهن نجات ڏني). (2)

بهرحال جڏهن قريش مطمئن ٿي ويا تہ انهن مديني جي لشڪر جي سگهہ جو ڪاٿو لڳائڻ لاءِ عمير بن وهب جمحيءَ کي موڪليو. عمير گهوڙي تي چڙهي لشڪر جو چڪر لڳايو. پوءِ واپس موٽي چيائين تہ: "ٽي سؤ ڄڻن کان ڪجهہ گهٽ وڌ ماڻهو آهن. پر ٿورو ترسو، آئون ڏسي اچان تہ انهن جي ڪا ڳجهي جڳهہ يا پٺيان ڪو حصو رهيل تہ ڪونهي؟" ان کانپوءِ هو گهوڙو ڊوڙائيندي واديءَ ۾ پري نڪري ويو پر ڪيس ڪجهہ نظر نہ آيس. تنهن کانپوءِ موٽي اچي چيائين تہ: "مون ٻيو ڪجهہ نہ ڏٺو پر اي قريشيو! مون وڏيون آفتون ڏنيون آهن، جن تي موت سوار هو. يثرب جا اٺ پاڻ تي موت کنيو پيا اچن. اهي اهڙا ماڻهو آهن، جن جو سڀ ڪجهہ سندن تلوارون آهن، ٻيو ڪجهہ نہ. الله جو قسم! آئون سمجهان ٿو تہ سندن ڪوبہ ماڻهو توهان جي ڪنهن ماڻهوءَ کي مارڻ کانسواءِ نہ مرندو ۽

---

1 - مسلم، مشڪوة(543/2).

2 سيرة ابن هشام - ( 1 / 621 )

جي توهان جي چوندڙ ماڻهن کي انهن ماري وڌو ته پوءِ جيئڻ جو ڪهڙو مزو رهندو! ان لاءِ ٿورو چڱيءَطرح سوچي وٺو."

ان موقعي تي ابوجهل جي خلاف، جيڪو جهيڙو ڪرڻ تي سندرو ٻڌيو بيٺو هو، هڪ نئون جهڳڙو جاڳي پيو، جنهن ۾ مطالبو ڪيو ويو ته جنگ ڪانسواءِ مڪي واپس ورجي. ان لاءِ حڪيم بن حزام ڊوڙ ڊڪ ڪئي. هو عتبه بن ربيعه وٽ آيو ۽ چيائين ته: "اي ابو الوليد! توهان قريشن جا وڏا مهندار آهيو، پوءِ اهو چڱو ڪم ڇو نٿا ڪريو، جنهن سان توهان جو نالو سدائين چڱن لفظن سان ياد ڪيو وڃي." عتبه چيو ته: "حڪيم! اهو ڪهڙو ڪم آهي؟" هن چيو ته: "توهان ماڻهن کي واپس وٺي وڃو ۽ نخله واري سريي ۾ ماريل پنهنجي حليف عمرو بن حضرميءَ جو معاملو پنهنجي ذمي کڻو." عتبه چيو ته "مونکي منظور آهي. تون منهنجي پاران ان جي ضمانت وٺي وٺ. هو منهنجو حليف هو، آئون سندس خون بها ۽ ڦريل مال پري ڏيندس."

ان کانپوءِ عتبه، حڪيم بن حزام کي چيو ته "تون حنظله جي پٽ وٽ وڃ، ڇو ته ماڻهن جو معاملو ڦٽائڻ ۽ ڀڙڪائڻ جي سلسلي ۾ مونکي ان کانسواءِ ٻئي ڪنهن کان ڊپ ڪونهي. حنظله جي پٽ مان مراد ابوجهل هو. حنظله ان جي ماءُ هئي.

ان کانپوءِ عتبه بن ربيعه بيهي تقرير ڪندي چيو ته: "اي قريشيو! توهان محمد ﷺ ۽ سندس ساٿين سان وڙهي ڪو ڪارنامو ڪونه ڪندا. الله جو قسم جيڪڏهن توهان انهن کي ماري وڌو ته توهان کي رڳو اهڙا چهرا ڏسڻ ۾ ايندا جن کي اوهان ڏسڻ پسند نه ڪندا. ڇو ته ماڻهن پنهنجي سوٽ، ماسات يا ڪڙم قبيلي جي ڪنهن ماڻهوءَ کي ماريو هوندو. ان ڪري واپس هلو ۽ محمد ﷺ ۽ سڄي عربستان کان پاسيرا ٿي ويهي رهو. جيڪڏهن (ٻين) عربن ڪيس ماري وڌو ته اهو ڪم توهان جي دلين وٽان ٿيندو ۽ جي ڪم ابتو ٿيو ته محمد ﷺ توهان کي ان حالت ۾ ڏسندو ته جيڪو سلوڪ اوهان هن سان ڪرڻ چاهيو، اهو نه ڪيو."

هوڏانهن حڪيم بن حزام، ابوجهل وٽ پهتو ته ابوجهل زره پئي ناهي. حڪيم چيو ته: اي ابوالحڪم! مونکي عتبه تو وٽ هن نياپي سان موڪليو آهي. ابوجهل چيو ته: "الله جو قسم! محمد ﷺ ۽ سندس ساٿين کي ڏسي عتبه جي دل سُسي وئي آهي. نه هرگز نه. الله جو قسم! اسين نه موٽنداسين، تان ته الله اسان جي ۽ محمد ﷺ جي وچ ۾ ڪو فيصلو ڪري وجهي. عتبه جيڪي ڪجهه چيو آهي، اهو رڳو ان لاءِ جو محمد ﷺ ۽ سندس ساٿين کي اٺ خور سمجهي ٿو ۽ جڏهن ته عتبه جو پٽ به انهن ۾ شامل آهي. ان ڪري هو توکي انهن کان ڊيڄاري پيو. (عتبه جو فرزند ابو حذيفه رضي الله عنه اوائلي مسلمانن مان هو ۽ هجرت ڪري مديني پهچي چڪو هو) عتبه کي پتو پيو ته

ابوجهل چوي ٿو تہ: "الله جو قسم عتبہ جي دل سُسي وئي آهي." تہ چيائين تہ "سرين کي خوشبوءَ لڳائڻ واري هن پاڙيائپ ڏيکارڻ واري کي جلدي خبر پوندي تہ ڪنهن جي دل سُسي وئي آهي، منهنجي يا سندس؟" هوڏانهن ابوجهل ان ڏپ کان تہ متان اهي اعتراض سگهارا ٿي وڃن، هن ڳالهہ ٻولهہ ڪانپوءِ عامر بن حضرمي کي، جيڪو عبدالله بن جحش واري سريي جي مقتول عمرو بن حضرمي جو ڀاءُ هو، سڏائي چيو تہ تنهنجو حليف عتبہ چاهي ٿو تہ ماڻهن کي موٽايو وڃي، جڏهن تہ تون پنهنجو بدلو پنهنجن اکين سان ڏسي چڪو آهين، ان ڪري اٿي ۽ پنهنجي مظلوميت ۽ پنهنجي ڀاءُ جي قتل جي فرياد ڪر. ان تي عامر اٿيو ۽ سرين اگهاڙو ڪري رڙ ڪيائين. واه عمرو واه عمرو، هاءِ عمرو هاءِ عمرو. ان تي ماڻهو ڀڙڪي پيا ۽ ڳالهہ وڌي وئي ۽ جنگ جو ارادو پڪو ٿي ويو ۽ عتبہ جنهن سوچ ويچار جي دعوت ڏني هئي، اها رائگان وئي ۽ اهڙيءَ طرح هوش کي جوش ملهہ ماري ويو ۽ ان ڪوشش جو ڪوبہ ڪرتيل نہ نڪتو.

**<u>ٻئي لشڪر آمهون سامهون</u>:-** بهرحال جڏهن مشرڪن جو لشڪر ظاهر ٿيو ۽ ٻئي فوجون هڪٻئي کي نظر اچڻ لڳيون تہ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "يا الله! اهي قريش آهن، جيڪي پنهنجي پوري هٺ ۽ هوڏ سان تنهنجي مخالفت ڪندي ۽ تنهنجي رسول ﷺ کي ڪوڙو ڪندي اچي پهچا آهن. يا الله تنهن جي مدد... جنهن جو تو واعدو ڪيو آهي. يا الله اڄ انهن جا ترا ڪڍي ڇڏ."

پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ عتبہ بن ربيعہ کي هڪ ڳاڙهي پلي اٺ تي ڏسي فرمايو تہ: " جيڪڏهن قوم ۾ ڪنهن وٽ خير آهي تہ اهو ڳاڙهي اٺ واري وٽ آهي. جيڪڏهن ماڻهن هن جي ڳالهہ مڃي ورتي تہ سڌي رستي تي رسي ويندا."

ان موقعي تي پاڻ سڳورن ﷺ مسلمانن جون صفون ٻڌيون. صفون ٻڌڻ مهل هڪ عجيب واقعو ٿيو. پاڻ سڳورن ﷺ جي هٿ ۾ هڪ تير هو، جنهن جي ذريعي پاڻ صفون سڌيون ڪري رهيا هئا. تہ سواد بن غزيہ رضي الله عنه جي پني تي جيڪو صف کان ڪجهہ اڳتي بيٺل هو تير سان ڏڪيندي فرمايائون تہ: سواد! برابر ٿي بيهہ. سواد رضي الله عنه چيو تہ: يا رسول الله! توهان مونکي تڪليف ڏني آهي، ان جو بدلو ڏيو. پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي پني مبارڪ هٽائي فرمايو تہ: بدلو وٺي وٺ. سواد پاڻ سڳورن ﷺ سان چهٽي پيو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي پني مبارڪ کي چمڻ لڳو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: سواد هيءَ حرڪت تون ڪهڙي ڪارڻ پيو ڪرين؟ انهيءَ وراڻيو تہ: يا رسول الله! هتي جيڪا حالت آهي، اها اوهان ڏسو پيا. مون چاهيو ٿي تہ ان موقعي تي اوهان سان منهنجو آخري معاملو اهو هجي تہ منهنجو جسم اوهان جي جسم سان ڇهجي وڃي. ان تي پاڻ سڳورن ﷺ سندن حق ۾ خير جي دعا گهري.

جڏهن صفون ٻڌجي چڪيون تہ پاڻ سڳورن ﷺ هدايت ڪئي تہ جيستائين سندن پاران آخري حڪم نہ ملي، تيستائين جنگ شروع نہ ڪئي وڃي. ان ڪانپوءِ جنگ جي طريقي بابت خاص طور تي ٻڌائيندي فرمايائون تہ: جڏهن مشرڪ ٽولي جي شڪل ۾ توهانجي ويجهو اچن تہ انهن تي تير وسائجو ۽ پنهنجا تير بچائڻ جي ڪوشش ڪجوءِ[1] (يعني اجايا تير هلائي زيان نہ ڪجوءِ) ۽ جيستائين اهي سر تي چڙهي نہ اچن، تيستائين تلوارون نہ ڪڍجوءِ.[2] ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ ۽ **حضرت ابوبڪر** رضي الله عنه مورچي ڏانهن ويا ۽ **حضرت سعد بن معاذ** رضي الله عنه پنهنجي حفاظتي دستي سان مورچي جي در تي بيهي رهيو.

ٻئي پاسي مشرڪن جي حالت اها هئي جو ابوجهل الله کان فيصلي جي دعا گهري. هن چيو تہ: "يا الله! اسان مان جيڪا ڌر پنهنجائپ کي وڌيڪ ڪٽڻ واري ۽ وڌيڪ غلط حرڪتون ڪرڻ واري آهي، تون ان کي اڄ ختم ڪري ڇڏ. يا الله! اسان مان جيڪا ڌر تو وٽ وڌيڪ پياري ۽ وڌيڪ وڻندڙ آهي، اڄ ان جي مدد ڪجان." بعد ۾ ان ڳالهہ ڏي اشارو ڪندي الله تعاليٰ هيءَ آيت نازل ڪئي.

﴿إِنْ تَسْتَفْتِحُوا فَقَدْ جَاءَكُمُ الْفَتْحُ وَإِنْ تَنْتَهُوا فَهُوَ خَيْرٌ لَكُمْ وَإِنْ تَعُودُوا نَعُدْ وَلَنْ تُغْنِيَ عَنْكُمْ فِئَتُكُمْ شَيْئًا وَلَوْ كَثُرَتْ وَأَنَّ اللَّهَ مَعَ الْمُؤْمِنِينَ (19)﴾(الانفال)

"(اي ڪافرؤ) جڏهن (بدر جي لڙائيءَ لاءِ سنبرڻ مهل ڪفر ۽ اسلام جي سچائي پرکڻ لاءِ) سوڀ گهري هُيَوَ تہ بيشڪ اوهانجي آڏو (اسلام کي) سوڀ آئي ۽ جيڪڏهن اوهين (اسلام جي سچائي سمجهي ڪفر کان) بس ڪندؤ تہ اهو اوهان لاءِ چڱو آهي ۽ جيڪڏهن ٻيهر (ويڙهہ لاءِ) ايندؤ تہ وري اسلام کي سوڀ) ڏينداسون ۽ اوهان جو لشڪر جيتوڻيڪ گهڻو هوندو، تہ بہ اوهان کان ڪجهہ ٽاري نہ سگهندو.

**<u>جنگ جو پهريون ڪاڄ</u>:-** هن ويڙهہ جو پهريون شڪار اسود بن عبدالاسد مخزومي هو. اهو ڏاڍو ڏنگو ۽ گاريال هو ۽ اهو چوندي ميدان ۾ ٽپيو تہ آئون الله سان عهد ٿو ڪريان تہ يا تہ انهن جي حوض جو پاڻي هر حالت ۾ پيئندس يا ان کي ڊاهي ڇڏيندس يا ان لاءِ جان ڏئي ڇڏيندس. جڏهن هو هن پاسان نڪتو تہ هتان وري **حضرت حمزة** رضي الله عنه بن عبدالمطلب نروار ٿيو. ٻئي حوض کان ڪافي پري پاڻ ۾ ٽڪرايا. **حضرت حمزة** رضي الله عنه اهڙي تلوار هنيس جو سندس پير جي اڌ ڪڙي ڪٽجي اڏامي وئي ۽ هو پٺ پر وڃي ڪريو. سندس پير مان رت ڦوهارا ڪري وهڻ لڳو، جنهن جو رخ سندس ساٿين ڏانهن هو. ان هوندي بہ هو گوڏن پر گسڪندو حوض ڏانهن وڌيو ۽ ان ۾ گهڙڻ وارو ئي هو تہ جيئن

---

[1] - صحيح بخاري 2/568.
[2] - سنن ابي داؤد (13/2).

پنهنجو قسم پورو ڪري سگهي، اوڏي مهل **حضرت حمزة** رضي الله عنه بيو ڌڪ هڻي ڪيس ۽ هو وچي حوض جي اندر ڪريو.

**دوبدو مقابلا:-** اهو هن ويڙهه جو پهريون قتل هو، جنهن سان جنگ جي باهه ڀڙڪي اٿي. ان ڪانپوءِ قريشن جا ٽي پلا گهوڙي سوار نڪتا، جيڪي سڀ جا سڀ هڪ ئي گهراڻي جا هئا. هڪ عتبه ۽ ٻيو ان جو ڀاءُ شيبه، جيڪي ٻئي ربيعه جا پٽ هئا ۽ ٽيون وليد، جيڪو عتبه جو پٽ هو. انهن پنهنجي قطار مان نڪري دوبدو مقابلي جو سڏ ڏنو. مقابلي لاءِ انصارن جا ٽي جوڌا نڪتا. هڪ عوف رضي الله عنه، ٻيو معوذ رضي الله عنه، اهي ٻئي حارث جا فرزند هئا ۽ انهن جي ماءُ جو نالو عفراء هو. ٽيون عبدالله بن رواحه رضي الله عنه. قريشن پڇيو ته: توهان ڪير آهيو؟ انهن وراڻيو ته انصارن جي هڪ جماعت آهيون. قريشن چيو ته توهان به اسان جي جوڙ جا آهيو، پر اسان جو اوهان سان ڪم ڪونهي. اسين ته پنهنجن سوٽن سان (وڙهڻ) چاهيون ٿا. پوءِ انهن آواز ڏنو، محمد صلی اللہ علیہ وسلم! ... اسان وٽ اسانجي قوم منجهان اسان جي جوڙ جا موڪل. پاڻ سڳورن صلی اللہ علیہ وسلم فرمايو ته عبيدة بن حارث رضي الله عنه! اٿ، **حمزة** رضي الله عنه اٿ! علي رضي الله عنه اٿ! جڏهن اهي اٿيا ۽ قريشن جي ويجهو پهتا ته انهن پڇيو ته توهان ڪير آهيو؟ هنن پنهنجو تعارف ڪرايو. قريشن چيو ته ها توهان اسان جي جوڙ جا آهيو. ان بعد لڙائي شروع ٿي. **حضرت عبيدة** رضي الله عنه جيڪو سڀ کان وڏي عمر جو هو، عتبه بن ربيعه جو مقابلو ڪيو. **حضرت حمزة** رضي الله عنه شيبه سان ۽ **حضرت علي** رضي الله عنه وليد سان ([1]) **حضرت حمزة** رضي الله عنه ۽ **حضرت علي** رضي الله عنه پنهنجي پنهنجي حريف کي جهٽ ماري وڌو پر **حضرت عبيدة** رضي الله عنه ۽ ان جي حريف، هڪ هڪ وار هڪٻئي تي ڪيو ۽ ٻنهي مان هرهڪ کي گهرو گهاءُ رسيو. ايتري ۾ **حضرت علي** رضي الله عنه ۽ **حضرت حمزة** رضي الله عنه پنهنجي پنهنجي شڪار مان واندا ٿي پهتا ۽ ايندي ئي عتبه تي ڪاهي پيا ۽ ڪيس ماري وڌائون ۽ **حضرت عبيدة** رضي الله عنه کي کڻي آيا. انهن جو پير ڪٽجي ويو هو ۽ آواز بند ٿي ويو هئن، جيڪو لڳاتار بند رهيو. تان ته جنگ جي چوٿين ڏينهن، جڏهن مسلمان مديني واپس ورڻ لڳا ته رستي ۾ صفراء جي واديءَ وٽ پاڻ گذاري ويو.

**حضرت علي** رضي الله عنه الله جو قسم کڻي فرمايو ته: هيءَ آيت اسان بابت ئي لٿي آهي.

﴿هَذَانِ خَصْمَانِ اخْتَصَمُوا فِي رَبِّهِمْ...(19)﴾ (الحج)

"هي ٻه فريق آهن جن پنهنجي رب جي باري ۾ جهيڙو ڪيو آهي.

**عام لڙائي:-** ان دوبدو مقابلي جو نتيجو مشرڪن لاءِ هڪ بري شروعات هئي. اهي هڪ ئي ڌڪ ۾ پنهنجا ٽي پلا شهسوار ۽ مهندار وڃائي ويٺا، ان ڪري انهن ڏمرجي اوچتو گڏيل حملو ڪري وڌو.

[1] - ابن هشام، مسند احمد ۽ داؤد جي روايت ان کان مختلف آهي. مشڪواة(2/343).

بئي پاسي مسلمان پنهنجي پالڻهار کان فتح ۽ مدد جي دعا گهرڻ ۽ ان جي آڏو خلوص ۽ نوڙت جو مظاهرو ڪرڻ بعد پنهنجي پنهنجي جاءِ تي ثابت قدم رهندي ۽ بچاءَ جي حڪمت عملي اختيار ڪندي، مشرڪن جي لاڳيتن تکن حملن کي روڪي رهيا هئا ۽ انهن کي چڱو خاصو نقصان رسائي رهيا هئا. سندن زبان تي احد احد جو ڪلمو جاري هو.

**پاڻ سڳورن ﷺ جي دعا:-** هوڏانهن پاڻ سڳورا ﷺ صفون ٻڌي موٽڻ ڪانپوءِ پنهنجي پالڻهار کان فتح ۽ مدد جو واعدو پورو ڪرڻ جي دعا گهرڻ ۾ مشغول ٿي ويا. اها دعا هن ريت هئي.

اللّهُمّ أَنْجزْ لِي مَا وَعَدْتَنِي ([1]) ، اللّهُمّ إنّي أَنْشُدُكَ عَهْدَكَ وَوَعْدَكَ ([2])

يعني "يا الله! تو مون سان جيڪو واعدو ڪيو آهي، ان کي پورو ڪري ڏيکار. يا الله! آئون توکان تنهنجي عهد ۽ تنهنجي واعدي جو سوال ڪري رهيو آهيان."

پوءِ جڏهن رڻ گجيو راڙو ٿيو، تڏهن پاڻ سڳورن ﷺ هيءَ دعا گهري.

اللّهُمّ إنْ تَهْلكْ هَذه الْعصَابَةُ الْيَوْمَ لَا تُعْبَدْ ([3]) اَللّهُمَ ان شئتَ لَم تُعبَد بَعدَ اليَومِ اَبَدًا ([4])

يعني "يا الله! جيڪڏهن اڄ هي ٽولو هلاڪ ٿيو ته تنهنجي عبادت نه ڪئي ويندي. يا الله! جيڪڏهن تون چاهين ته (پوءِ) اڄ ڪانپوءِ تنهنجي عبادت نه ڪئي وڃي."

پاڻ سڳورن ﷺ نهايت عاجزيءَ سان دعا گهري. ايستائين جو سندن ڪلهن تان چادر لهي وئي. حضرت ابوبڪر رضي الله عنه اتي چادر مبارڪ صحيح ڪئي ۽ عرض ڪيو "يا رسول الله ﷺ! بس ڪريو! اوهان، الله کان ڏاڍي نوڙت سان دعا گهري ورتي آهي." هوڏانهن الله تعاليٰ فرشتن کي وحي موڪلي ته:

﴿أَنّي مَعَكُمْ فَثَبّتُوا الّذينَ آمَنُوا سَأُلْقِي فِي قُلُوبِ الّذينَ كَفَرُوا الرُّعْبَ...(12)﴾ (الانفال)

"آئون اوهان سان آهيان تنهنڪري مؤمنن کي چئو ته ڪافرن جي دل ۾ سگهو دهشت وجهندس."

۽ پاڻ سڳورن ﷺ کي وحي موڪلي ته:

﴿أَنّي مُمِدُّكُمْ بِأَلْفٍ مِنَ الْمَلَائِكَةِ مُرْدِفِينَ (9)﴾ (الانفال)

"آئون لاڳيتو هڪبئي پٺيان ايندڙ هڪ هزار ملائڪن سان اوهانجي مدد ڪندس".

**فرشتن جو نازل ٿيڻ:-** ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ کي جهوٽو اچي ويو. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ ڪنڌ مٿي ڪٽي فرمايو ته: "ابوبڪر خوش ٿي وڃ، اهو جبرئيل عليه السلام آهي، دز ۾ لٽيل" ابن اسحاق

---

[1] صحيح مسلم - ( حديث رقم 3309 ) و سنن الترمذی - ( حديث رقم 3006)
[2] صحيح البخاري ( حديث رقم 2699)
[3] سيرة ابن هشام - ( 1 / 626 )
[4] صحيح البخاري ( حديث رقم 2699)

جي روايت ۾ آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "ابوبڪر خوش ٿي وڃ، تو وٽ الله جي مدد پهچي وئي آهي. اهو جبرئيل عليه السلام آهي، پنهنجي گهوڙي جي واڳ جهلي ۽ ان جي اڳيان اڳيان هلندو پيو اچي ۽ دز سان لٽيو پيو آهي."

ان کانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ مورچي جي در کان ٻاهر نڪتا. پاڻ سڳورن ﷺ کي زرهه پهريل هئي. پاڻ سڳورا ﷺ پرجوش انداز ۾ اڳتي وڌي رهيا هئا ۽ فرمائيندا پئي ويا تہ:

﴿سَيُهْزَمُ الْجَمْعُ وَيُوَلُّونَ الدُّبُرَ (45)﴾ (القمر)

" جلد ئي اهو ٽولو هارائيندو ۽ پٺ ڦيري ڀڄندو."

ان کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ هڪ مٺ ۾ پٿريلي مٽي کنئي ۽ قريشن طرف منهن مبارڪ ڪري فرمايائون تہ: '' شَاهَتْ الْوُجُوهُ '' (منهن ڦري وڃن) ۽ ان سان گڏ مٽي سندن منهن ڏانهن اڇلايائون. پوءِ مشرڪن مان اهڙو ڪوبہ ڪونہ بچيو، جنهن جي ٻنهي اکين، نڪن ۽ وات ۾ ان هڪ مٺ جيتري مٽيءَ مان ڪجهہ نہ ويو هجي. ان بابت الله تعاليٰ جو ارشاد آهي تہ:

﴿وَمَا رَمَيْتَ إِذْ رَمَيْتَ وَلَكِنَّ اللَّهَ رَمَى...(17)﴾(الانفال)

"جڏهن تو (ڌوڙ جي مٺ) اڇلي تہ (اها) تو نہ اڇلي پر الله اڇلي." ([1])

**جوابي حملو**:- ان کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جوابي حملي جو حڪم ۽ جنگ جي ترغيب ڏيندي فرمايو تہ: "شُدُّوا (ڪاهي پئو) ان هستيءَ جو قسم، جنهن جي هٿ ۾ محمد ﷺ جي جان آهي، انهن سان جيڪو بہ ڇمي، ثواب سمجهي، اڳتي وڌي ۽ اڏول بڻجي وڙهندو ۽ ماريو ويندو، الله ان کي ضرور جنت ۾ داخل ڪندو."

پاڻ سڳورن ﷺ ويڙهہ لاءِ همٿائيندي اهو بہ فرمايو تہ: ان جنت ڏي وڌو، جنهن جون گهرائيون آسمانن ۽ زمين جي برابر آهن. (پاڻ سڳورن ﷺ جي اها ڳالهہ ٻڌي) عمير بن حمام رضي الله عنه چيو تہ: واهہ، واهہ! . پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: تون واهہ واهہ! ڇو پيو ڪرين؟ ان وراڻيو تہ نہ، الله جو قسم يا رسول الله ﷺ ڪا ڳالهہ نہ آهي سواءِ ان جي جو مون کي اميد آهي تہ آئون بہ ان جنت وارن ۾ هوندس. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: تون بہ ان جنت وارن منجهان آهين. ان کانپوءِ پاڻ پنهنجي توشہ دان مان ڪجهہ ڪارڪون ڪڍي کائڻ لڳو. پوءِ چيائين تہ جي آئون ڪارڪون کائڻ تائين بہ جيئرو رهيس تہ اها تہ ڊگهي عمر ٿي ويندي. پوءِ وٽس جيڪي ڪارڪون هيون، سي اڇلائي ڇڏيائين ۽ مشرڪن سان وڙهندي وڙهندي شهيد ٿي ويو. ([2])

---

[1] المعجم الڪبير للطبراني - ( 3 / 335 ) ( حديث رقم 3057 ) و السلسلة الصحيحة - ( حديث رقم 2824 )

[2] - مسلم(139/2)، مشڪوة(331/2).

اهڙيءَ طرح مشهور عورت عفراء جي فرزند عوف بہ حارث ﷺ پڇيو تہ: يا رسول الله ﷺ پالڻهار پنهنجي ٻانهي جي ڪهڙي ڳالهہ تي خوش ٿيندو آهي. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "ان ڳالهہ تي تہ ٻانهو خالي جسم (بنا حفاظتي هٿيار پهرڻ جي) پنهنجو هٿ دشمنن ۾ ٻوڙي ڇڏي." يعني بنا زرهہ پهرڻ جي دشمنن ۾ ڪاهي پوي.) اهو ٻڌي عوف ﷺ پنهنجي بدن تان زره لاٿي ۽ تلوار ڪڍي دشمنن ۾ ڪاهي پيو ۽ وڙهندي وڙهندي شهيد ٿي ويو.

جنهن مهل پاڻ سڳورن ﷺ جوابي حملي جو حڪم ڏنو تہ ان مهل دشمنن جي حملن ۾ تڪائي ختم ٿي چڪي هئي ۽ انهن جو جوش ۽ خروش ٺنڊو ٿي رهيو هو. ان ڪري اها حڪمت عملي مسلمانن کي سگهہ بخشڻ لاءِ ڏاڍي ڪارائتي ثابت ٿي. جو تہ صحابہ سڳورن کي جڏهن حملو ڪرڻ جو حڪم مليو، تڏهن سندن جهاد جو جوش اڃا ٺنڊو نہ ٿيو هو. ان ڪري انهن ڏاڍي سختيءَ سان موتمار حملو ڪيو. اهي قطارون چيريندي ۽ ڪنڌ ڪپيندي اڳتي وڌيا. اهو ڏسي سندن جوش ۾ ويتر واڌارو اچي ويو تہ پاڻ سڳورا ﷺ پاڻ بہ زرهہ پهري تڪڙا تڪڙا هلندا پئي آيا ۽ ڏاڍي يقين سان اهو فرمائي رهيا هئا تہ "جلد ئي اهو ٽولو هارائيندو ۽ پٺ ڦيري ڀڄندو." ان ڪري مسلمانن ڏاڍي جوشيلي انداز ۾ ويڙهہ ڪئي ۽ فرشتن بہ انهن جي مدد ڪئي. جيئن طبقات ابن سعد ۾ عڪرمہ ﷺ کان روايت آهي تہ: ان ڏينهن ماڻهوءَ جو سر ڪٽجي ڪرندو هو ۽ اهو پتو نہ پوندو هو تہ ان کي ڪنهن ماريو ۽ ماڻهوءَ جو هٿ ڪپجي ڪرندو هو ۽ اها خبر نہ پوندي هئي تہ اهو ڪنهن ڪٽيو. ابن عباس ﷺ فرمائي ٿو تہ: هڪ مسلمان، هڪ مشرڪ جو پيڇو ڪري رهيو هو تہ اوچتو مشرڪ جي مٿان ڪوڙو لڳڻ جو آواز آيو ۽ هڪ شهسوار جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو، جيڪو چئي رهيو هو تہ حَيْزُومَ! اڳتي وڌ! مسلمان، مشرڪ کي پنهنجي اڳيان ان حالت ۾ ڏٺو جو اهو پٺيءَ ڀر ڪريو، وڌي ڏنائين تہ ان جي نڪ تي ڌڪ جو نشان هو ۽ منهن ڦاٽل هوس. جهڙوڪر ڪوڙي سا ماريو ويو هجي ۽ سڄو سائو ٿيو پيو هو. ان انصاري مسلمان اچي پاڻ سڳورن ﷺ کي اهو قصو ٻڌايو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "تون سچ پيو چوين، اها ٽئين آسمان تان پهتل مدد هئي."([1])

ابودائود مازني جو چوڻ آهي تہ آئون هڪ مشرڪ کي مارڻ لاءِ ڊوڙي رهيو هوس تہ اوچتو ان جو سر منهنجي ترار لڳڻ کان پهرين ڪپجي وڃي ڪريو. آئون سمجهي ويس تہ ان کي منهنجي بدران ڪنهن ٻئي ماريو آهي.

هڪ انصاري، حضرت عباس ﷺ بن عبدالمطلب کي قيد ڪري آيو تہ حضرت عباس ﷺ چوڻ لڳو تہ "والله! مونکي هن ڪونہ جهليو آهي، مونکي تہ هڪ بنا وارن واري همراهہ پڪڙيو

[1] - صحيح مسلم - (6 / 307) (حديث نمبر 4563)

آهي، جيڪو ڏاڍو سهڻو هو ۽ هڪ چٽڪمري گهوڙي تي سوار هو. هاڻي اهو مونکي ماڻهن ۾ نظر نہ پيو اچي." انصاريءَ چيو تہ: "يا رسول الله ﷺ! هن کي مون جهليو آهي." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ چپ ڪر. الله هڪ بزرگ فرشتي وسيلي تنهنجي مدد ڪئي آهي.

**ابليس جو ميدان ڇڏي ڀڄڻ:-** جيئن تہ اسين ٻڌائي چڪا آهيون تہ ابليس لعين، سراقہ بن مالڪ بن جعشم مدلجي جي شڪل ۾ آيو هو ۽ اچا مشرڪن کان ڌار نہ ٿيو هو. پر جڏهن هن مشرڪن خلاف فرشتن کي وڙهندي ڏٺو تہ پويان پير ڪري ڀڄڻ لڳو، پر حارث بن هشام کيس جهلي ورتو. هن سمجهيو تہ اهو واقعي سراقہ آهي، پر ابليس، حارث جي ڇاتيءَ ۾ مڪ هنئي تہ هو ڪري پيو ۽ ابليس وٺي ڀڳو. مشرڪ چوڻ لڳا تہ سراقہ ڪيڏانهن پيو وڃين؟ ڇا تو ائين ڪونہ چيو هو تہ تون اسان جو مددگار آهين، اسان کان ڌار نہ ٿيندين؟ هن وراڻيو تہ آئون اها شيءِ پيو ڏسان جيڪا توهان نٿا ڏسي سگهو. مون کي الله کان ڊپ ٿو ٿئي ۽ الله وڏي سخت سزا ڏيڻ وارو آهي. ان کانپوءِ ڀڄي وڃي سمنڊ ۾ لڪو.

**مشرڪن جي هار:-** ٿوري دير کانپوءِ مشرڪن جي لشڪر ۾ نااميدي ۽ بيچيني ظاهر ٿيڻ لڳي. مسلمانن جي لڳاتار سخت حملن ڪري سندن صفون ٽٽي پيون هيون. ويڙهہ جي اچي پڇاڙي ٿي. پوءِ مشرڪن جا ٽولا ڇڙوڇڙ ٿي پنٺي هٽيا ۽ انهن ۾ ڀاڄ پئجي ويئي. مسلمانن کين مارينديِ، ڪهندي ۽ ٻڌندي سندن پيڇو ڪيو. تان تہ کين ڀرپور شڪست ملي وئي.

**ابوجهل جي آڪڙ:-** طاغوت اڪبر، ابوجهل جڏهن پنهنجي لشڪر ۾ بيچيني ڦهلجندي ڏٺي تہ هن چاهيو تہ ان وهڪري آڏو (بند وانگر) بيهي وڃي. تنهنڪري هو پنهنجي لشڪر کي للڪاريندو آڪڙ ۽ وڏائيءَ سان چوڻ لڳو تہ سراقہ جي ميدان ڇڏڻ تي توهان کي همت نہ هارڻ گهرجي. ڇو تہ ان محمد ﷺ سان اڳيئي سازباز ڪري ڇڏي هئي. توهان تي عتبہ ۽ شيبہ ۽ وليد جي قتل جو ڊپ بہ سوار نہ ٿيڻ کپي. ڇو تہ انهن اُبهرائيءَ کان ڪم ورتو هو. لات ۽ عزيٰ جو قسم! اسان تيستائين نہ موٽنداسين، جيستائين کين رسين ۾ نہ ٻڌي وٺون. ڏسو! توهان مان ڪير بہ انهن جي ڪنهن ماڻهوءَ کي قتل نہ ڪري، پر کين پڪڙيو ۽ گرفتار ڪريو تہ جيئن اسين کين سندن حرڪتن جو مزو چکايون.

پر کيس ان هٺ جي حقيقت جو پتو سگهوئي پئجي ويو. ڇو تہ ٿوري دير کانپوءِ مسلمانن جي جوابي حملن جي تيزيءَ ڪري مشرڪن جي صفن ۾ ڦوٽ پئجي وئي، پر ابوجهل اڃا بہ پنهنجي چوڌاري مشرڪن جو ٽولو بيهاري ويڙهہ ۾ رڌل هو. ان ٽولي ابو جهل جي چوڌاري تلوارن ۽ نيزن جو لوڙهو ڏئي ڇڏيو هو، پر اسلامي لشڪر جي طوفان کين ڇڙوڇڙ ڪري ڇڏيو ۽ ابوجهل نظر اچڻ لڳو.

مسلمانن ڏنو تہ اهو هڪ گهوڙي تي چڪر لڳائي رهيو هو. هوڏانهن سندس موت ٻن انصاري جوانن هٿان سندس زندگيءَ جو خاتمي جو منتظر هو.

**ابوجهل جو قتل:-** حضرت عبدالرحمان بن عوف ﷛ جو بيان آهي تہ آئون بدر جي ڏينهن صف ۾ بيٺل هوس. اوچتو مڙيس تہ ڏٺم تہ کابي ۽ ساڄي پاسي بہ نوجوان بيٺا آهن. آئون اجا کين ڏسي اچرج کائي رهيو هوس جو ايتري ۾ هڪ پنهنجي ٻئي ساٿيءَ کان لڪي مون کان پڇيو تہ"چاچا! مون کي ابوجهل ڏيکاري ڇڏيو." مون چيو تہ: ڀائيٽيا تون ان کي ڇا ڪندين؟ هن وراڻيو تہ: چون ٿا تہ هو پاڻ سڳورن ﷺ کي گهٽ وڌ ڳالهائي ٿو. ان هستيءَ جو قسم جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي! جي مون کيس ڏسي ورتو تہ پوءِ تيستائين کانئس جدا نہ ٿيندس، جيستائين اسان مان کو هڪ مري نہ وڃي." سندن چوڻ آهي تہ مونکي ان تي اچرج وڪوڙي ويو. ايتري ۾ ٻئي بہ مون کي اشاري سان سڏ ڪري ساڳي ڳالهہ پڇي. سندن بيان آهي تہ مون ٿوري دير کان پوءِ ڏٺو تہ ابوجهل ماڻهن جي وچ ۾ ڦري رهيو آهي. مون چيو تہ: "اڙي ڏسو نٿا! اهو اٿوَ توهان ٻنهي جو شڪار، جنهن بابت توهان مون کان پڇيو پئي." سندن چوڻ آهي تہ اهو ٻڌندي ئي اهي ٻئي پنهنجيون تلوارون ڪڍي ڪاهي پيا ۽ هن کي ماري وڌائون ۽ پوءِ موٽي پاڻ سڳورن ﷺ وٽ آيا. پاڻ سڳورنﷺ پڇيو تہ: توهان مان ڪنهن قتل ڪيو آهي؟ ٻنهي چيو تہ: "مون ماريو آهي." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: پنهنجون پنهنجون تلوارون اگهي ڇڪا آهيو؟ انهن چيو تہ نہ. پاڻ سڳورن ﷺ ٻنهي جون تلوارون ڏٺيون ۽ فرمايو تہ: "توهان ٻنهي قتل ڪيو آهي." باقي ابوجهل جو سامان معاذ بن عمرو بن جموح کي ڏنائون. ٻنهي حملو ڪندڙن جا نالا معاذ بن عمرو ۽ معاذ بن عفراء آهن. [1]

ابن اسحاق جو بيان آهي تہ معاذ بن عمرو بن جموح ﷛ ٻڌايو تہ مون مشرڪن کان ابوجهل بابت ٻڌو تہ ابو الحڪم جيڪو نيزن ۽ تلوارن جي سخت پهري ۾ هو، تنهن تائين ڪير بہ پڄي نہ سگهندو. معاذ بن عمرو ﷛ جو چوڻ آهي تہ جڏهن مون اها ڳالهہ ٻڌي تہ کيس نشانو بڻائي ان ڏانهن وڌڻ لڳس. جڏهن موقعو مليو تہ مون حملو ڪيو ۽ اهڙو ڌڪ هنيومانس جو سندس ٽنگ اڌ بڪيءَ کان ڪپجي اڏامي وئي. الله جو قسم! ٽنگ اڏامڻ مهل ائين پئي لڳي، ڄڻ اکريءَ ۾ ڌڪ هڻڻ سان ککڙي ٽپ ڏئي اڏامي وڃي. سندس چوڻ آهي تہ: هوڏانهن مون ابوجهل کي ماريو ۽ هيڏانهن سندس پٽ عڪرمہ منهنجي ڪلهي تي تلوار وهائي ڪدي، جنهن سان منهنجو هٿ ڪپجي

---

[1] - صحيح بخاري(1/444، 2/568) مشڪوة(2/352). ڪن ٻين روايتن ۾ ٻيو نالو معوذ بن عفراء ٻڌايل آهي. (ابن هشام 1/635) ابوجهل جو سامان رڳو هڪ ماڻهوءَ کي ان ڪري ڏنو ويو جو پوءِ ان ئي جنگ ۾ معاذ (معوذ ﷛) بن عفراء شهيد ٿي ويا هئا. باقي ابوجهل جي تلوار حضرت عبدالله بن مسعود ﷛ کي ڏني وئي. ڇو تہ انهن ئي ابوجهل جو سر ڪپيو هو. (ڏسو سنن ابي دائود (2/373).

منهنجي ٻانهن جي ڪل سان لٽڪي پيو ۽ ويڙهه ۾ ڏکيائي ٿيڻ لڳي. آئون ان حالت ۾ به سڄو ڏينهن وڙهيس پر جڏهن اهو مونکي سور ڪرڻ لڳو ته مون ان تي پنهنجو پير رکي ان کي زور سان ڇڪي ڌار ڪري ڇڏيو. (1) ان کان پوءِ ابوجهل وٽ معوذ بن عفراء ﷺ پهتو.ابوجهل ڌڪيل هو. هن کيس اهڙو ڌڪ واهي ڪڍيو جو اتي ئي ڪري پيو، رڳو ساهه پئي هليس. ان ڪانپوءِ معوذ بن عفراء پاڻ به وڙهندي شهيد ٿي ويو.

جڏهن ويڙهه ختم ٿي ته پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته: "ڪير آهي جيڪو ڏسي اچي ته ابوجهل جو حشر ڪهڙو ٿيو؟" ان تي صحابه سڳورا سندس ڳولها ۾ لڳي ويا. حضرت عبدالله بن مسعود ﷺ کيس اهڙي حالت ۾ ڏٺو جو اجا ساهه ڪنيائين پئي. سندس سسيءَ تي پير رکيو ۽ سر ڪپڻ لاءِ ڏاڙهي جهلي چيائين ته: او الله جا دشمن! آخر الله توکي رسوا ڪيو نه؟ تنهن تي ابوجهل چيو ته: "مونکي ڇا جو رسوا ڪيو؟ ڇا جنهن ماڻهوءَ کي توهان ماريو آهي، ان کان وڌيڪ اعليٰ مرتبي وارو به ڪو آهي؟" يا جنهن کي توهان ماريو، ان کان مٿاهون ڪو آهي؟" پوءِ چيائين ته: "ڪاش! مونکي هارپو ڪندڙن بدران ٻيو ڪو ماري ها." ان ڪانپوءِ چوڻ لڳو. مونکي ٻڌاءِ ته اڄ ڪنهن کٽيو؟ حضرت عبدالله بن مسعود ﷺ کيس ٻڌايائون ته الله ۽ ان جي رسول ﷺ، ان کان پوءِ حضرت عبدالله بن مسعود ﷺ جيڪو سندس سسيءَ تي پير رکي ڇڪو هو، چوڻ لڳو ته "او ٻڪرين جا ڌنار! تون مٿاهين ۽ ڏکيءَ جاءِ تي چڙهي ويو آهين. واضح رهي ته عبدالله بن مسعود ﷺ مڪي ۾ ٻڪريون چاريندو هو.

ان ڳالهه ٻولهه ڪانپوءِ حضرت عبدالله بن مسعود ﷺ سندس سر ڪپي ڇڏيو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي خدمت ۾ آڻي چيائين ته: "يا رسول الله ﷺ! هي اَتوَ الله جي دشمن ابوجهل جو سر. پاڻ سڳورن ﷺ ٽي ڀيرا فرمايو ته: "واقعي، ان الله جو قسم! جنهن کانسواءِ ڪير به عبادت لائق نه آهي." ان کانپوءِ فرمايائون: اللَّهُ أَكْبَرُ الْحَمْدُ لِلَّهِ الَّذِي صَدَقَ وَعْدَهُ وَنَصَرَ عَبْدَهُ وَهَزَمَ الْأَحْزَابَ وَحْدَهُ " الله وڏو آهي، سڀ ساراهون الله لاءِ آهن، جنهن پنهنجو وعدو سچو ڪري ڏيکاريو، پنهنجي بندي جي مدد ڪئي ۽ اڪيلي سر سڀني ٽولن کي ماري مات ڪيو."

پوءِ فرمايائون ته: هلو مون کي ان جو لاش ڏيکاريو. اسان پاڻ سڳورن ﷺ کي وٺي وڃي لاش ڏيکاريو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته: هي هن امت جو فرعون آهي. (2)

---

[1] - حضرت معاذ بن عمرو بن جموح ﷺ، حضرت عثمان ﷺ جي خلافت تائين حيات هئا.

[2] مسند أحمد - (9 / 61) (حديث نمبر4026)

**ايمان جا روشن نقش:-** حضرت عمير بن الحمام ﷺ ۽ حضرت عوف بن حارث بن عفراء ﷺ جي ايمان وڌائيندڙ ڪارنامن جو ذڪر گذري چڪو آهي. حقيقت ۾ هن ويڙهه ۾ قدم قدم تي اهڙا منظر ڏٺا ويا، جن ۾ عقيدي جي سگهه ۽ اصولن جي پختگي چٽيءَ طرح محسوس ٿي ٿئي. هن ويڙهه ۾ پيءُ ۽ پٽ ۾، ڀاءُ ۽ ڀاءُ ۾ مقابلو ٿيو. اصولن جي اختلاف تي تلوارون اڀيون ٿيون ۽ مظلومن، ظالمن سان وڙهي پنهنجي ڪاوڙ جي باهه کي ٿڌو ڪيو.

1. ابن اسحاق، ابن عباس ﷺ کان روايت آندي آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ صحابه سڳورن کي فرمايو ته: "مونکي معلوم آهي ته بنو هاشم وغيره جا ڪي ماڻهو زوريءَ جنگ جي ميدان ۾ آندا ويا آهن، انهن کي اسان سان وڙهڻو ڪونهي. ان ڪري بنو هاشم جو ڪوبه ماڻهو ڪنهن جي واري ۾ اچي ته ان کي قتل نه ڪري ۽ ابوالبختري بن هشام ڪنهن جي واري ۾ اچي ته ان کي قتل نه ڪري ۽ عباس بن عبدالمطلب ﷺ ڪنهن جي واري ۾ اچي ته ان کي به قتل نه ڪري، ڇو ته اهي زوريءَ آندا ويا آهن." ان تي عتبه جي پٽ حضرت ابوحذيفه ﷺ چيو ته "اسين پنهنجي پيءُ، پٽن، ڀائرن ۽ ڪٽم قبيلي جي ٻين ماڻهن کي ماريون ۽ عباس کي ڇڏي ڏيون! الله جو قسم! جي هو مون سان ٽڪرايو ته آئون ته ان جو سر قلم ڪري ڇڏيندس." اها خبر پاڻ سڳورن ﷺ کي پهتي ته پاڻ سڳورن ﷺ عمر بن الخطاب ﷺ کي فرمايو ته: ڇا الله جي رسول جي چاچي جي منهن تي تلوار هنئي ويندي! حضرت عمر ﷺ چيو ته: "يا رسول الله ﷺ! مونکي موڪل ڏيو ته آئون تلوار سان هن جو سر قلم ڪري ڇڏيان. ڇو ته: الله جو قسم! اهو منافق ٿي ويو آهي."

ان ڪانپوءِ ابو حذيفه ﷺ چوندو رهندو هو ته ان ڏينهن مون جيڪا ڳالهه ڪئي، ان جي ڪري مطمئن نه آهيان. لاڳيتو ڊپ رهندو اٿم. رڳو اها صورت آهي ته منهنجي شهادت ان جو ڪفارو بڻجي وڃي ۽ پوءِ نيٺ پاڻ يمامه واري جنگ ۾ شهيد ٿي ويو.

2. ابو البختريءَ کي قتل ڪرڻ کان ان لاءِ جهليو ويو هو جو مڪي ۾ اهو ماڻهو پاڻ سڳورن ﷺ کي ڪنهن به طرح جي تڪليف نه رسائيندو هو ۽ نه ئي ان ڀاران ڪا اڻوڻندڙ ڳالهه ٻڌڻ ۾ آئي. هو انهن ماڻهن منجهان هو، جن بني هاشم ۽ بني مطلب سان بائيڪاٽ ڪرڻ وارو معاهدو ڦاڙيو هو.

ان هوندي به ابوالبختريءَ کي ماريو ويو. ٿيو هيئن جو حضرت مجذر ﷺ بن زياد بلوي سان هو ٽڪرائجي ويو. ان سان گڏ هڪ ٻيو به همراهه هو. ٻئي گڏوگڏ پئي وڙهيا. حضرت مجذر ﷺ چيو ته: "ابو البختري! پاڻ سڳورن ﷺ اسان کي اوهان جي قتل ڪرڻ کان جهليو آهي." ان چيو ته: "۽ منهنجو ساٿي؟" حضرت مجذر ﷺ چيو ته: نه، الله جو قسم! اسان اوهان جي ساٿيءَ

کي نٽا ڇڏي سگهون. هن چيو تہ تڏهن الله جو قسم آئون ۽ هي، ٻئي مرنداسون. ان ڪانپوءِ ٻنهي لڙائي شروع ڪئي. مجذر ﷛ جن مجبور ٿي ان کي ماري وڌو.

3. مڪي ۾ جاهليت جي زماني کان حضرت عبدالرحمان بن عوف ﷛ ۽ اميہ بن خلف ۾ ياري هئي. بدر جي ڏينهن اميہ پنهنجي پٽ عليءَ جو هٿ جهلي بيٺو هو تہ ايتري ۾ اتان کان حضرت عبدالرحمان بن عوف ﷛ لنگهيو، جيڪو دشمنن کان ڦريل ڪي زرهون کڻي پئي ويو. اميہ کين ڏسي چيو تہ: ڇا توکي منهنجي گهرج آهي، آئون تنهنجن انهن زرهن کان چڱو آهيان. اڄ جهڙو ڏيک مون اڳي ڏٺو ئي ڪونهي. ڇا توکي کير جي گهرج ناهي؟ مطلب اهو هو تہ جيڪو مون کي قيد ڪندو، ان کي فديي ۾ کير واريون ڍليون ڏاچيون ڏيندس. اهو ٻڌي عبدالرحمان بن عوف ﷛ زرهون اڇليون ۽ ٻنهي کي گرفتار ڪري اڳتي وڌيو.

حضرت عبدالرحمان ﷛ جو بيان آهي تہ آءُ اميہ ۽ ان جي پٽ جي وچ ۾ پئي هليس تہ اميہ پڇيو تہ توهان ۾ اهو ڪير هو، جنهن پنهنجي ڇاتيءَ تي اٺ پکيءَ جو پر لڳائي ڇڏيو هو؟ مون چيو تہ اهي حضرت حمزة ﷛ بن عبدالمطلب هو. اميہ چيو تہ: هي اهو ئي ماڻهو آهي، جنهن اسان ۾ تباهي مچائي ڇڏي هئي.

حضرت عبدالرحمان ﷛ جو بيان آهي تہ والله آئون انهن ٻنهي کي وني وڃي رهيو هوس تہ اوچتو حضرت بلال ﷛ اميہ کي مون سان ڏسي ورتو. (ياد رهي تہ اميہ، حضرت بلال ﷛ کي مڪي ۾ ڏاڍو تنگ ڪندو هو.) حضرت بلال ﷛ چيو تہ: "او هو ڪافرن جو مهندار اميہ بن خلف هاڻي يا تہ آئون بچندس يا هي بچندو." مون چيو تہ: "اي بلال ﷛ هي منهنجو قيدي آهي." هن چيو تہ "هاڻي يا تہ آئون رهندس يا هي رهندو." پوءِ وڏي واڪي هڪل ڪيائين."اي الله جا انصاريو هي اَتوَ ڪافرن جو مهندار اميہ بن خلف. هاڻي يا تہ آئون رهندس يا هي رهندو." حضرت عبدالرحمان ﷛ جو بيان آهي تہ ايتري ۾ ماڻهن اسان کي گهيري ورتو. آئون سندن بچاءُ ڪري رهيو هوس پر هڪ همراهہ تلوار سان سندس پٽ جي پير تي اهڙو ڌڪ هنيو جو هو گهوماٽجي وڃي ڪريو. هوڏانهن اميہ ايڏي زور سان رڙ ڪئي جو اهڙي مون اڳ ڪڏهن نہ ٻڌي هئي. مون چيو تہ پڇي جند ڇڏاءِ، پر اڄ پڇڻ جي گنجائش ڪانهي، خدا جو قسم آئون ذرو بہ تنهنجي ڪم نٿو اچي سگهان. حضرت عبدالرحمان ﷛ جو بيان آهي تہ ماڻهن پنهنجن تلوارن سان ٻنهي کي ڳيا ڳيا ڪري پورو ڪري ڇڏيو. ان ڪانپوءِ حضرت عبدالرحمان ﷛ جن چوندو رهندو هو. تہ "الله بلال تي رحم ڪري، منهنجون زرهون بہ ويون ۽ منهنجي قيديءَ بابت بہ مون کي پريشان ڪري ڇڏيائين."

زادالمعاد ۾ علامہ ابن قيم لکيو آهي تہ: **حضرت عبدالرحمان بن عوف** ﷛ اميہ بن خلف کي چيو تہ: گوڏن ڀر ويهي رهہ. هو ويهي رهيو ۽ **حضرت عبدالرحمان** ﷛ پاڻ کي ان جي مٿان وجهي ڇڏيو. ڀر ماڻهن هيٺان تلوارون هڻي اميہ کي ماري وڌو. ڪجهہ تلوارن سان **حضرت عبدالرحمان** ﷛ جو پير بہ گهائجي ويو.([1])

4. **حضرت عمر بن الخطاب** ﷛ پنهنجي مامي عاص بن هشام بن مغيره کي ماري وڌو.

5. **حضرت ابوبڪر صديق** ﷛ پنهنجي پٽ عبدالرحمان کي، جيڪو ان وقت مشرڪن سان هو، هڪل ڪئي تہ او پليت منهنجو مال ڪٿي آهي؟ عبدالرحمان جواب ۾ چيو تہ:

لَمْ يَبْقَ غَيْرُ شِكَّةٍ ويَعْبُوبْ ... وَصَارِمٌ يَقْتُلُ ضُلَّالِ الشّيبْ

يعني: هٿيار، تکي گهوڙي ۽ هن تلوار کانسواءِ ڪجهہ بہ نہ بچيو آهي، جيڪو پوڙهپڻ جي گمراهيءَ جو خاتمو ڪري سگهي.([2])

6. جنهن مهل مسلمانن، مشرڪن کي جهلڻ شروع ڪيو تہ اوڏي مهل پاڻ سڳورا ﷺ مورچي ۾ وينل هئا ۽ **حضرت سعد بن معاذ** ﷛ تلوار ڪڍي در تي پهرو ڏئي رهيو هو. پاڻ سڳورن ﷺ ڏٺو تہ **حضرت سعد** ﷛ کي اها ڳالهہ نہ پئي وڻي. پاڻ سڳورن ﷺ پڇيو تہ: "اي سعد الله جو قسم! ائين پيو لڳي تہ توکي مسلمانن جو اهو ڪم نہ پيو وڻي." انهن وراڻيو تہ: "هائو الله جو قسم! يا رسول الله ﷺ مشرڪن سان اسان جي پهرين ويڙهہ آهي، جنهن جو موقعو الله پاڪ اسان کي ڏنو آهي. ان ڪري مشرڪن کي جيئرو ڇڏڻ بدران مون کي اها ڳالهہ وڌيڪ وڻندي تہ انهن کي دل کولي مارجي ۽ چڱيءَ طرح ڪچلي ڇڏجي."

7. هن جنگ ۾ **حضرت عڪاشہ بن محسن اسدي** ﷛ جي تلوار ٽٽي پئي. هو پاڻ سڳورن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. پاڻ سڳورن ﷺ کين ڪاٺ جي هڪ ڇڙي ڏني ۽ فرمايو تہ: عڪاشہ ﷛! هن سان وڙهہ ڪر. عڪاشہ ﷛ اها پاڻ سڳورن ﷺ کان وٺي هلائي تہ اها هڪ ڊگهي، مضبوط چمڪاٽ ڪندڙ اڇي تلوار بڻجي وئي. پوءِ هن ان تلوار سان ئي جنگ ڪئي، تان تہ الله مسلمانن کي فتح ڏني. ان تلوار جو نالو "عون" يعني "مدد" رکيو ويو هو. اها تلوار سدائين عڪاشہ ﷛ وٽ رهي ۽ پاڻ ان سان ئي وڙهندو هو. نيٺ پاڻ **حضرت ابوبڪر** ﷛ جي خلافت جي ڏينهن ۾ مرتدن سان وڙهندي شهيد ٿيو. ان وقت بہ اها تلوار وٽن هئي.

---

[1] - زادالمعاد (2/89)، صحيح بخاري (1/308) ۾ اهو واقعو ٿورو واڌاري سان ڏنل آهي.

[2] سيرة ابن هشام - (1 / 638)

8. ويڙهه پوري ٿيڻ کان پوءِ **حضرت مصعب بن عمير** رضي الله عنه پنهنجي ڀاءُ ابو عزيز بن عمير عبدري وٽان لنگهيو. ابو عزيز مسلمانن سان وڙهيو هو ۽ ان مهل هڪ انصاري صحابي سندس هٿ ٻڌي رهيو هو. **حضرت مصعب** رضي الله عنه جن ان انصاريءَ کي چيو ته: "هن ماڻهوءَ وسيلي پنهنجي هٿ مضبوط ڪجان. هن جي ماءُ وڏي پئسي واري آهي، اها توکي ڪافي فديو ڏيندي." ان تي ابو عزيز پنهنجي ڀاءُ مصعب رضي الله عنه کي چيو ته: "اها تون منهنجي پارت پيو ڪرين" مصعب رضي الله عنه چيو ته: (ها) تنهنجي بدران هي انصاري منهنجو ڀاءُ آهي.

9. جڏهن مشرڪن جا لاش کوهه ۾ وجهڻ جو حڪم ڏنو ويو ۽ عتبه بن ربيعه کي کوهه ڏي گسرائيندا ڪٺي وڃي رهيا هئا ته پاڻ سڳورن ﷺ (عتبه) جي فرزند **حضرت ابو حذيفه** رضي الله عنه جو ڏکارو چهرو ڏسي فرمايو ته: "ابوحذيفه! شايد پنهنجي پيءُ لاءِ تنهنجي دل ۾ ڪجهه (همدرديءَ جا) جذبا آهن؟" هن وراڻيو ته: "نه، والله يا رسول الله ﷺ! مون کي پنهنجي پيءُ ۽ ان جي مارجڻ بابت ڪو فڪر ڪونهي، باقي آئون پنهنجي پيءُ بابت ڄاڻندو هوس ته هو ڏاهو ماڻهو آهي، وڏي نظر ۽ فضل ۽ ڪمال وارو آهي، ان ڪري آئون آس لڳائي ويٺو هوس ته اهي چڱايون کيس اسلام تائين پهچائي ڇڏينديون، پر ان جي پڇاڙي پنهنجي توقع جي ابتڙ ڪفر تي ٿيندي ڏسي مونکي ڏک ٿيو آهي." ان تي پاڻ سڳورن ﷺ **حضرت ابو حذيفه** رضي الله عنه جي حق ۾ خير جي دعا گهري ۽ کين آٿت ڏني.

**<u>ٻنهي ڌرين جا مقتول</u>:-** اها ويڙهه، مشرڪن جي پڌري هار ۽ مسلمانن جي پڌري فتح سان پڇاڙيءَ تي پهتي. ان ۾ چوڏهن مسلمان شهيد ٿيا، جن مان ڇهه مهاجر ۽ اٺ انصار هئا. باقي مشرڪن کي وڏو نقصان رسيو. سندن ستر ڄڻا مئا ۽ ستر قيد ڪيا ويا، جيڪي گهڻو ڪري سندن اڳواڻ ۽ چڱا مڙس هئا.

جنگ جي پڇاڙيءَ تي پاڻ سڳورن ﷺ مئلن وٽ بيهي فرمايو ته: "توهان پنهنجي نبيءَ لاءِ ڪيڏو نه برو گهراڻو ۽ قبيلو هئا. توهان مون کي ڪوڙو سمجهيو، جڏهن ته ٻين تصديق ڪئي. توهان مون کي بيواهو ڇڏي ڏنو، جڏهن ته ٻين منهنجي حمايت ڪئي. توهان مون کي ڪڍي ڇڏيو، جڏهن ته ٻين مون کي پناهه ڏني." ان کانپوءِ حڪم ڏنائون، جنهن تي انهن کي گيهلي بدر جي هڪ کوهه ۾ ڦٽو ڪيو ويو.

**حضرت ابو طلحه** رضي الله عنه کان روايت آهي ته: پاڻ سڳورن ﷺ جي حڪم تي بدر واري ڏينهن قريشن جي چوويهه وڏن سردارن جا لاش بدر جي هڪ گندي کوهه ۾ اڇليا ويا. پاڻ سڳورن ﷺ جو دستور هو ته جڏهن ڪنهن قوم کان ڪٽيندا هئا ته ٽي ڏينهن جنگ جي ميدان ۾ رهندا هئا. ان ڪري

جڏهن بدر ۾ ٽيون ڏينهن ٿيو تہ پاڻ سڳورن ﷺ جي حڪم سان پاڻ سڳورن ﷺ جي اٺ تي ڪجاوو ٻڌو ويو. ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ پنڌ هليا ۽ پنيان صحابہ سڳورا بہ هليا. تان تہ پاڻ سڳورا ﷺ کوهہ وٽ اچي بيٺا. پوءِ انهن جو نالو ۽ پيءُ جو نالو وٺي سڏڻ لڳا. اي فلاڻا پٽ فلاڻي جا ۽ اي فلاڻا پٽ فلاڻي جا! ڇا اها ڳالهہ چڱي نہ هئي تہ توهان الله ۽ ان جي رسول جي اطاعت ڪريو ها؟ جو تہ اسان سان اسان جي پالڻهار واعدو ڪيو هو، ان کي سچو پاتوسين تہ ڇا توهان سان توهان جي رب جيڪو واعدو ڪيو هو اهو توهان سچو پاتو؟ حضرت عمر ﷛ عرض ڪيو تہ: يا رسول الله ﷺ! توهان بي جان بتن سان ڪهڙيون پيا ڳالهيون ڪريو؟ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: ان هستيءَ جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ محمد ﷺ جي جان آهي، آئون جيڪي چوان پيو اهو اوهان هنن کان وڌيڪ نہ پيا ٻڌو. هڪ ٻي روايت ۾ آهي تہ توهان هنن کان وڌيڪ ٻڌڻ وارا نہ آهيو، باقي اهي وراڻي نٿا ڏئي سگهن. ([1])

**مڪي ۾ هارائڻ جي خبر پهچڻ:-** مشرڪن، بدر جي ميدان مان ڇڙوڇڙ ٿي پڇڻ ڪانپوءِ مڪي ڏانهن منهن ڪيو. شرم کان ڪين سمجهہ ۾ نہ پئي آيو تہ مڪي ۾ ڪيئن داخل ٿجي.

ابن اسحاق جو چوڻ آهي تہ: سڀ کان اڳي جيڪو ماڻهو قريشن جي هار جي خبر کڻي مڪي پهتو، اهو حيسمان بن عبدالله خزاعي هو. ماڻهن ان کان پڇيو تہ: پوئتي جي ڪهڙي خبر آهي؟ ان وراڻيو تہ: عتبہ بن ربيعہ، شيبہ بن ربيعہ، ابوالحڪم بن هشام، اميہ بن خلف ۽ ڪجهہ ٻين سردارن جا نالا وٺندي، اهي سڀ مارجي ويا آهن. جڏهن هن مئل سردارن جا نالا ڳڻائڻ شروع ڪيا تہ صفوان بن اميہ، جيڪو حطيم ۾ ويٺو هو، تنهن چيو تہ: الله جو قسم! جي هي هوش ۾ آهي تہ هن کان مون بابت پڇو. ماڻهن پڇيو تہ صفوان بن اميہ جو ڇا ٿيو؟ هن چيو تہ اهو تہ هتي حطيم ۾ ويٺو آهي، باقي هن جي پيءُ ۽ ڀاءُ کي مارجندي مون پاڻ ڏٺو آهي.

پاڻ سڳورن ﷺ جي غلام ابو رافع جو بيان آهي تہ آئون تڏهن حضرت عباس ﷛ جو غلام هوس. اسانجي گهر ۾ اسلام اچي چڪو هو. حضرت عباس ﷛ جن مسلمان ٿي چڪا هئا. ام الفضل رضي الله عنها جن مسلمان ٿي چڪيون هيون. آئون بہ مسلمان ٿي چڪو هوس پر حضرت عباس ﷛ اجا پنهنجو اسلام لڪايو پئي. هوڏانهن ابولهب بدر جي لڙائيءَ ۾ نہ ويو هو. جڏهن کيس خبر پئي تڏهن الله ان تي ذلت ۽ رسوائي طاري ڪري ڇڏي ۽ اسان کي پاڻ سگهہ ۽ عزت محسوس ٿي. آئون ڪمزور ماڻهو هوس ۽ تير ٺاهيندو هوس ۽ زمزم جي حجري ۾ ويهي تيرن جا منيا گهڙيندو رهندو هوس. والله! ان مهل آئون حجري ۾ ويهي تير گهڙي رهيو هوس. مون وٽ ام

---

[1] - متفق عليہ – مشڪوة(2/345).

الفضل رضي الله عنها ويٺي هئي ۽ مليل اطلاع تي خوش هئي جو ايتري ۾ ابولهب پنهنجا ٻئي پير گسڪائيندو اچي پهتو ۽ حجري جي در تي ويهي رهيو. سندس پٺ مون ڏانهن هئي. اجا هو ويٺو مس هو تہ اوچتو گوڙ ٿيو. ايتري ۾ ابوسفيان بن حارث بن عبدالمطلب پهچي ويو. ابولهب ان کي چيو تہ مون وٽ اچ. منهنجي چمار جو قسم تو وٽ ڪا خبر (ضرور) آهي. هو ابولهب وٽ ويهي رهيو. ماڻهو بيٺا هئا. ابولهب چيو تہ: ڀائيٽيا، همراهن جا حال احوال ڏي؟ هن وراڻيو تہ ڪجهہ نہ بس انهن سان ٽڪراءُ ٿيو ۽ اسان پنهنجا ڪنڌ سندن حوالي ڪري ڇڏيا. انهن کي جيئن وڻيو تي تيئن اسان کي ڪنائون ۽ جيئن کين وڻيو تي، تيئن قيد ڪيائون ۽ الله جو قسم آئون ان هوندي بہ کين ملامت نٿو ڪري سگهان. حقيقت ۾ اسان جو ٽڪراءُ ڪجهہ اهڙن ڳورن چٽن ماڻهن سان ٿيو هو، جيڪي آسمانن ۽ ڌرتيءَ جي وچ ۾ چٽڪمرن گهوڙن تي سوار هئا. الله جو قسم! انهن ڪنهن شيءِ کي نٿي ڇڏيو ۽ نہ ئي ڪاشيءِ انهن آڏو بيهي ٿي سگهي.

ابو رافع ﷺ جو چوڻ آهي تہ مون خيمي جو پانڌ پنهنجي هٿ سان مٿي کڻي چيو تہ الله جو قسم! اهي فرشتا هئا؟ اهو ٻڌي ابولهب پنهنجو هٿ کنيو ۽ منهنجي منهن تي ٺڦڙ واهي ڪڍيو. آئون ان سان وڙهي پيس پر هن مون کي کڻي زمين تي دسيو ۽ پوءِ مون تي چڙهي مونکي مارڻ لڳو. آئون هيٺو جو هئس، پر ايتري ۾ ام الفضل رضي الله عنها اٿي خيمي جو هڪ ڪلو کيس مٿي تي واهي ڪڍيو ۽ گڏوگڏ چيائين تہ: هن جو مالڪ ڪونهي، ان ڪري هن کي هيٺو پيو سمجهين؟ ابوجهل خوار ٿي اٿيو ۽ هليو ويو. الله جو قسم! ان کان رڳو ست راتيون پوءِ الله کيس عدسہ (هڪ قسم جو طاعون) ۾ مبتلا ڪري پورو ڪري ڇڏيو. عدسہ جي ڦوڙهي کي عرب ڏاڍو نياڳو سمجهندا هئا، ان ڪري (مرڻ کانپوءِ) سندس پٽن بہ کيس ائين ڇڏي ڏنو ۽ اهو ٽي ڏينهن ڪفن دفن کانسواءِ پيو رهيو. ڪير بہ سندس ويجهو نٿي ويو ۽ نہ ئي ان کي پورڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. جڏهن سندس پٽن کي ڊپ ٿيو تہ ان طرح ڇڏي ڏيڻ سان ماڻهو کين ملامت ڪندا تہ انهن هڪ کڏو کوٽي ان ۾ ڪاٺين سان لاش ڌڪي وڌو ۽ پري کان ئي پٿر اڇلي ڍڪي ڇڏيائون.

مطلب تہ ان طرح مڪي وارن کي بدر جي ميدان ۾ بڇڙي شڪست جي خبر ملي ۽ انهن تي ڏاڍو برو اثر پيو. ويندي هنن مئلن تي روڄ راڙو ڪرڻ کان روڪي وڌو تہ متان مسلمانن کي سندن ڏک تي خوش ٿيڻ جو موقعو نہ ملي وڃي.

ان سلسلي ۾ هڪ دلچسپ واقعو اهو آهي تہ بدر جي جنگ ۾ اسود بن عبدالمطلب جا ٽي پٽ مارجي ويا. ان ڪري هن انهن لاءِ روئڻ پٽڻ گهريو. هو انڌو هو، هڪ رات هن هڪ مائيءَ جي پار ڪڍڻ جا آواز ٻڌا. جهٽ پنهنجي غلام کي اهو چئي موڪليائين تہ "ڏسي اچ ڇا روئڻ جي اجازت

ملي وئي آهي؟ چا قريش پنهنجن مئلن لاءِ روئڻ پيا تہ جيئن آئون بہ پنهنجي پٽ ابو حڪيمة تي لڙڪ ڳاڙي وٺان، چو تہ منهنجو هاڻ ايامي رهيو آهي." غلام موٽي اچي ٻڌايو تہ اها مائي پنهنجي وڃايل اٺ لاءِ پئي روئي. اسود اهو ٻڌي پاڻ جهلي نہ سگهيو ۽ بي اختيار چيائين تہ:

أَتَبْكِي أَنْ يَضِلَّ لَهَا بَعِيرٌ ... وَيَمْنَعُهَا مِنْ النَّوْمِ السُّهُودُ
فَلَا تَبْكِي عَلَى بَكْرٍ وَلَكِنْ ... عَلَى بَدْرٍ تَقَاصَرَتْ الْجُدُودُ
عَلَى بَدْرٍ سَرَاةِ بَنِي هُصَيْصٍ ... وَمَخْزُومٍ وَرَهْطِ أَبِي الْوَلِيدِ
وَبَكِّي إِنْ بَكَّيْت عَلَى عَقِيلٍ ... وَبَكِّي حَارِثًا أَسَدَ الْأُسُودِ
وَبَكِّيهِمْ وَلَا تَسَمِي جَمِيعًا ... وَمَا لِأَبِي حَكِيمَةَ مِنْ نَدِيدِ
أَلَا قَدْ سَادَ بَعْدَهُمْ رِجَالٌ ... وَلَوْلَا يَوْمُ بَدْرٍ لَمْ يَسُودُوا

يعني: چا هوءَ ان ڳالهہ تي روئي ٿي تہ ان جو اٺ وڃائجي ويو آهي؟ ۽ ان ڳالهہ جي ڪري سندس ننڊ حرام ٿي وئي آهي؟ تون اٺ تي نہ روءُ. پر بدر تي روءُ، جتي نصيب ڦٽي ويا. ها ها! بدر تي روءُ جتي بني هصيص، بني مخزوم ۽ ابوالوليد جي قبيلي جا مهندار آهن. جيڪڏهن روئڻو ئي اٿئي تہ عقيل تي روءُ ۽ حارث تي روءُ، جيڪو شينهن مڙس هو. تون انهن ماڻهن لاءِ روءُ ۽ سيني جا نالا نہ وٺ ۽ ابو حڪيمة جو تہ ڪو مٽ ئي نہ هو. ڏس! ان ڪانپوءِ اهڙا اهڙا ماڻهو سردار ٿي ويٺا آهن جو جيڪڏهن بدر جو ڏينهن نہ هجي ها تہ اهي سردار نہ ٿي سگهن ها.

**فتح جي خبر مديني ۾ پهچڻ:-** هوڏانهن مسلمان پوريءَ طرح جنگ کٽي ويا تہ پاڻ سڳورن ﷺ مديني وارن کي تڪڙي خوشخبري پهچائڻ لاءِ بہ قاصد موڪليا. هڪ حضرت عبدالله بن رواحہ رضي الله عنه کي مديني جي مٿئين حصي جي رهواسين ڏانهن موڪليو ۽ ٻيو حضرت زيد بن حارثہ رضي الله عنه جن کي مديني جي هيٺاهين جي رهاڪن ڏانهن موڪليو ويو.

ان دوران يهودين ۽ منافقن افواهہ ڦهلائي مديني ۾ افراتفري مچائي ڇڏي هئي. ايستائين جو اهو افواهہ بہ پکيڙيو ويو هو تہ پاڻ سڳورا ﷺ قتل ڪيا ويا آهن، تنهنڪري جڏهن هڪ منافق، حضرت زيد بن حارثہ رضي الله عنه کي پاڻ سڳورن ﷺ جي ڏاچي قصواء تي ايندي ڏٺو تہ چيائين تہ: "سچ پچ محمد ﷺ قتل ڪيو ويو آهي. ڏسو! هيءَ سندس ئي ڏاچي آهي. اسين ان کي سڃاڻون ٿا ۽ اهو زيد بن حارثہ رضي الله عنه آهي، جيڪو هارائي ڀڳو آهي ۽ ايترو ڊنل آهي جو ڪيس سمجهہ ۾ بہ نہ پيو اچي تہ هو چا چئي." بهرحال جڏهن ٻئي قاصد ويجهو پهتا تہ مسلمانن کين گهيري وڌو ۽ کانئن خبرچار وٺڻ لڳا. نيٺ کين پڪ ٿي تہ مسلمان کٽي ويا آهن. ان ڪانپوءِ چوطرف خوشيءَ جي لهر ڊوڙي وئي ۽

مديني جون گهٽيون الله اڪبر ۽ الحمدالله جي نعرن سان گونججي ويون ۽ جيڪي وڏا مسلمان مديني ۾ رهجي ويا هئا، اهي پاڻ سڳورن ﷺ کي مبارڪون ڏيڻ لاءِ بدر جي رستي تي هلي پيا.

حضرت اسامہ بن زيد رضي الله عنه جو بيان آهي تہ اسان وٽ ان مهل اها خبر پهتي، جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ جي نياڻي بيبي رقية رضي الله عنها کي، جيڪا حضرت عثمان رضي الله عنه سان پرڻيل هئي، دفن ڪري قبر تي مٽي وجهي چڪا هئاسين. ان جي سار سنڀال لاءِ پاڻ سڳورن ﷺ مونکي بہ حضرت عثمان رضي الله عنه سان گڏ مديني ۾ ڇڏي ڏنو هو.

**غنيمت جي مال جو مسئلو:-** پاڻ سڳورا ﷺ جنگ ختم ٿيڻ کانپوءِ ٽي ڏينهن بدر جي ميدان ۾ رهيا ۽ اڃا پاڻ سڳورا ﷺ اتان روانا نہ ٿيا هئا جو غنيمت جي مال بابت لشڪر ۾ اختلاف ٿي پيو ۽ جڏهن اختلاف وڌيو تہ پاڻ سڳورن ﷺ حڪم ڪيو تہ جنهن وٽ جيڪي ڪجهہ آهي، اهو پاڻ سڳورن ﷺ جي حوالي ڪري ڇڏي. صحابہ سڳورن حڪم جي پوئواري ڪئي ۽ ان کانپوءِ الله تعاليٰ وحيءَ ذريعي ان مسئلي جو حل ڏسيو.

حضرت عبادة بن صامت رضي الله عنه جو بيان آهي تہ اسان پاڻ سڳورن ﷺ سان گڏ مديني کان هلي بدر ۾ پهتاسين تہ جنگ ٿي پئي ۽ الله تعاليٰ دشمنن کي هار نصيب ڪئي. پوءِ هڪ ٽولو انهن جي پويان لڳو ۽ کين گهيري مارڻ لڳو. هڪ ٽولو وري غنيمت جي مال تي ڪاهي پيو ۽ اهو گڏ ڪرڻ ۽ ورهائڻ لڳو. هڪ ٽولو پاڻ سڳورن ﷺ کي گهيري ۾ آڻي بيٺو هو تہ متان دشمن ڌوڪي سان پاڻ سڳورن ﷺ کي ڪو اهنج نہ پهچائين. جڏهن رات ٿي ۽ ماڻهو موٽي آيا تہ غنيمت جو مال ميڙيندڙن چيو تہ اهو اسان ميڙيو آهي، تنهنڪري ان ۾ ڪنهن ٻئي جو ڪوبہ حصو ڪونهي. دشمن جو تعاقب ڪرڻ وارن چيو تہ "توهان، اسان کان وڌيڪ ان جا حقدار نہ آهيو. ڇو تہ هن مال کان دشمن کي پري رکڻ جو ڪم اسان ڪيو هو ۽ جيڪي پاڻ سڳورن ﷺ جي حفاظت ڪري رهيا هئا، انهن چيو تہ "اسان کي پئو هو تہ وري اوهان کي غافل ڏسي ڪو تڪليف نہ پهچائين. ان ڪري اسان پاڻ سڳورن ﷺ جي حفاظت ۾ مشغول رهياسين." ان تي الله تعاليٰ هيءَ آيت نازل ڪئي.

﴿يَسْأَلُونَكَ عَنِ الْأَنْفَالِ قُلِ الْأَنْفَالُ لِلَّهِ وَالرَّسُولِ فَاتَّقُوا اللَّهَ وَأَصْلِحُوا ذَاتَ بَيْنِكُمْ وَأَطِيعُوا اللَّهَ وَرَسُولَهُ إِنْ كُنْتُمْ مُؤْمِنِينَ (1)﴾(الانفال)

"توکان غنيمت جي مال بابت سوال ڪن ٿا. تون چئو تہ غنيمت جو مال الله ۽ ان جي رسول لاءِ آهي. بس الله کان ڊڄو ۽ پاڻ ۾ تعلقن کي سنواريو ۽ الله ۽ ان جي رسول جي تابعداري ڪريو، جيڪڏهن واقعي مؤمن آهيو."

ان کان پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ غنيمت جو مال مسلمانن ۾ ورهائي ڇڏيو. ([1])

**اسلامي لشڪر جو مديني ڏانهن وڃڻ:-** پاڻ سڳورا ﷺ ٽي ڏينهن بدر ۾ رهي مديني روانا ٿيا. پاڻ سڳورن ﷺ سان مشرڪن جا باندي بہ هئا ۽ غنيمت جو مال پڻ هو. پاڻ سڳورن ﷺ ان جي سنڀال جو ڪم حضرت عبدالله بن ڪعب رضي الله عنه کي سونپيو هو. جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ صفراء جي واديءَ مان ٻاهر نڪتا تہ دُرّي ۽ نازيہ جي درميان هڪ دڙي تي لٿا ۽ اتي خمس (پنجون حصو) ڌار ڪري باقي غنيمت جو مال مسلمانن ۾ ورهائي ڇڏيائون.

صفراء ۾ ئي پاڻ سڳورن ﷺ حڪم ڏنو تہ نضر بن حارث کي قتل ڪيو وڃي. اهو بدر جي لڙائيءَ ۾ مشرڪن جو علمبردار هو ۽ اهو قريشن جي وڏن ڏوهارين منجهان هو. اسلام دشمني ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کي تڪليف پهچائڻ ۾ سيني کان اڳيرو هو. پاڻ سڳورن ﷺ جي حڪم تي حضرت علي رضي الله عنه ان جو سر قلم ڪري ڇڏيو.

ان کان پوءِ پاڻ سڳورا ﷺ جڏهن عِرْقُ الظّبْيَةِ پهتا تہ عقبہ بن ابي معيط کي مارڻ جو حڪم ڏنائون. اهو پاڻ سڳورن ﷺ کي تڪليف رسائيندو هو. جنهن جو ذڪر گذري چڪو آهي. هي اهو ئي ماڻهو هو، جنهن پاڻ سڳورن ﷺ جي پٺن تي نماز پڙهندي اٺ جي اوجهري رکي ڇڏي هئي ۽ ان ئي ماڻهوءَ پاڻ سڳورن ﷺ جي ڳچيءَ ۾ چادر ويڙهي پاڻ سڳورن ﷺ کي مارڻ جي ڪوشش ڪئي هئي ۽ جيڪڏهن حضرت ابوبڪر رضي الله عنه وقت تي نہ پهچي ها تہ هن (پنهنجي ليکي) پاڻ سڳورن ﷺ کي گهٽا ڏئي ماري ڇڏيو هو. جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ سندس قتل جو حڪم ڪيو تہ چوڻ لڳو تہ"يا محمد ﷺ! ٻارن لاءِ ڪير آهي؟" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "باھ" ([2]) ان کانپوءِ حضرت عاصم بن ثابت انصاري رضي الله عنه يا حضرت علي رضي الله عنه ان جو سر ڪپي ڇڏيو.

**مبارڪون ڏيندڙن جو اچڻ:-** ان کانپوءِ جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ "روحاء" وٽ پهتا تہ اهي مسلمان مهندار اچي پهتا، جيڪي ٻنهي قاصدن کان سوڀ جي بشارت ٻڌي پاڻ سڳورن جي آجيان ڪرڻ ۽ مبارڪون ڏيڻ لاءِ مديني مان نڪتا هئا. جڏهن انهن مبارڪون ڏنيون تہ حضرت سلمہ بن سلامہ رضي الله عنه چيو تہ: "توهان اسان کي ڇا جون مبارڪون پيا ڏيو. اسانجو ٽڪراءُ الله جو قسم! مٿو ڪٽل پوڙهن سان ٿيو هو، جيڪي اٺن جهڙا هئا." ان تي پاڻ سڳورن ﷺ مشڪي فرمايو تہ پائيٽيا؟ اهي ئي تہ قوم جا مهندار هئا.

---

[1] - مسند احمد(5/323، 324)- حاڪم(2/326).

[2] - اها حديث صحيحين ۾ آيل آهي. ڏسو سنن ابي دائود مع شرح عون المعبود(3/12).

ان کان پوءِ **حضرت اسيد بن حضير** رضي الله عنه عرض ڪيو تہ: "يا رسول الله صلي الله عليه وسلم! ساراھ آهي الله جي جنهن اوهان کي سوڀارو ڪيو ۽ اوهان جون اکيون ٺڏيون ڪيون. **الله جو قسم!** مون اهو سمجهي بدر هلڻ کان ڪونہ ڪيٻايو هو تہ توهان جو دشمنن سان ٽڪراءُ ٿيندو، پر مون تہ سمجهيو پئي تہ رڳو قافلي جو مامرو آهي ۽ جي آئون سمجهان ها تہ دشمنن سان ٽڪراءُ ٿيندو تہ ڪڏهن بہ پٺتي نہ رهان ها." پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم فرمايو تہ: "سچو آهين."

ان کان پوءِ پاڻ سڳورا مديني ۾ ان طرح سوڀارا ٿي داخل ٿيا جو شهر ۽ پرپاسي جي سيني دشمنن تي سندن ڌاڪ ويهي چڪي هئي. ان سوڀ ڪري مديني جي گهڻن ماڻهن وفدن سان اسلام قبوليو ۽ ان موقعي تي عبدالله بن اُبي ۽ سندس ساٿين بہ ڏيکاءَ طور اسلام قبوليو.

پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي مديني ۾ موٽڻ جي ٻئي ڏينهن قيدي پهچڻ شروع ٿيا. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم اهي صحابہ سڳورن ۾ ورهايا ۽ انهن سان چڱي هلت جي پارت ڪئي. ان پارت جي ڪري صحابہ سڳورا پاڻ تہ کجيون کائي گذارو ڪندا هئا پر قيدين کي ماني کارائيندا هئا. (ياد رهي تہ مديني ۾ کجين جي ڪابہ قدر قيمت نہ هئي ۽ ماني اڻلڀ هوندي هئي.)

**قيدين جو معاملو:-** جڏهن پاڻ سڳورا صلي الله عليه وسلم مديني پهچي ويا تہ صحابہ سڳورن سان قيدين بابت مشورو ڪيائون. **حضرت ابوبڪر** رضي الله عنه چيو تہ: "يا رسول الله صلي الله عليه وسلم! اهي پنهنجا سوٽ ماسات ۽ ڪڙم قبيلي جا ماڻهو آهن. منهنجي راءِ آهي تہ توهان انهن کان فديو وٺو. ان طرح جيڪي اسان وٺنداسين اهو ڪافرن خلاف اسان کي سگهہ پهچائڻ جو ذريعو بڻبو ۽ اهو بہ ٿي سگهي ٿو تہ الله انهن کي هدايت ڏئي وجهي ۽ اهي اوهان جا ٻانهن ٻيلي بڻجي وڃن."

پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم پڇيو تہ: "ابن خطاب، تنهنجي ڇا راءِ آهي؟" ان وراڻيو تہ "والله منهنجي راءِ ابوبڪر رضي الله عنه جهڙي نہ آهي. منهنجي خيال ۾ توهان فلاڻي کي (جيڪو **حضرت عمر** رضي الله عنه جن جو ويجهو مائٽ هو) منهنجي حوالي ڪريو تہ آئون سندن سر قلم ڪري ڇڏيان. عقيل بن ابي طالب کي علي رضي الله عنه جي حوالي ڪريو تہ هو سندس ڪنڌ ڪپي ۽ فلاڻي کي، جيڪو حمزة رضي الله عنه جو ڀاءُ آهي، حمزة رضي الله عنه جي حوالي ڪريو تہ اهو سندس سر قلم ڪري ڇڏي. جيئن الله تعاليٰ ڄاڻي وٺي تہ اسان جي دلين ۾ مشرڪن لاءِ ڪابہ نرمي نہ آهي ۽ (هونئن بہ) اهي همراھ مشرڪن جا وڏا ۽ مهندار آهن."

**حضرت عمر** رضي الله عنه جو بيان آهي تہ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم کي **حضرت ابوبڪر** رضي الله عنه جي ڳالهہ وڻي ۽ منهنجي ڳالهہ نہ وڻي، تنهنڪري قيدين کان فديو وٺڻ جو فيصلو ٿيو. ان کانپوءِ ٻئي ڏينهن ٿيڻ تي صبح ساڻ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم ۽ **حضرت ابوبڪر** رضي الله عنه جي خدمت ۾ پهتس. اهي ٻئي روئي رهيا هئا. مون پڇيو تہ: "يا رسول الله صلي الله عليه وسلم! مون کي ٻڌايو تہ توهان ۽ توهان جو ساٿي ڇو روئي رهيا

آهيو؟ جيڪڏهن روئڻ جي ڳالهه هجي ته آئون به روئيندس." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته: "فديو قبولڻ جي ڪري جيڪا شيءِ تنهنجي ساٿين آڏو رکي وئي آهي، ان جي ڪارڻ پيا روئون." پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ ويجهي وڻ ڏانهن اشارو ڪري فرمايو ته مون کي انهن تي ٿيندڙ عذاب هن وڻ کان به وڌيڪ ويجهو ڏيکاريو ويو.[1] ۽ الله تعالىٰ هي آيت نازل ڪئي ته:

﴿مَا كَانَ لِنَبِيٍّ أَنْ يَكُونَ لَهُ أَسْرَى حَتَّى يُثْخِنَ فِي الْأَرْضِ تُرِيدُونَ عَرَضَ الدُّنْيَا وَاللَّهُ يُرِيدُ الْآخِرَةَ وَاللَّهُ عَزِيزٌ حَكِيمٌ (67) لَوْلَا كِتَابٌ مِنَ اللَّهِ سَبَقَ لَمَسَّكُمْ فِيمَا أَخَذْتُمْ عَذَابٌ عَظِيمٌ (68)﴾(الانفال)

"پيغمبر کي نٿو جڳائي ته وٽس قيدي هجن (پر ڪنا وڃن) جيستائين ملڪ ۾ ڪافرن جو قتل عام نه ڪري (اوهين) دنيا جو سامان گهرندا آهيو ۽ الله آخرت (جو ثواب ڏيڻ) چاهيندو آهي ۽ الله غالب حڪمت وارو آهي. جيڪڏهن الله جي تقدير ۾ اڳي لکيل نه هجي ها ته اهو ان جيڪي (فديو) ورتو تنهن تي اوهان کي ضرور وڏو عذاب پهچي ها.

۽ الله پاران جيڪي اڳي لکيو ويو هو اهو هي هو ته:

﴿فَإِمَّا مَنًّا بَعْدُ وَإِمَّا فِدَاءً ...﴾(محمد)

"(قيد ڪانپوءِ) يا ته احسان ڪرڻ (سان ڇڏڻ) يا فديو وٺڻ (گهرجي)"

جيئن ته ان آيت ۾ قيدين کان فديو وٺڻ جي موڪل ڏنل هئي، ان ڪري صحابه سڳورن کي فديو وٺڻ جي سزا ڪانه ڏني وئي ۽ رڳو تنبيهه ڪئي وئي ۽ اهو به ته انهن اهڙن اهڙن جنگي ڏوهارين کان فديو وٺڻ قبوليو هو، جيڪي عام قيدي نه هئا پر اهڙا جنگي ڏوهاري هئا، جن کي جديد قانون به مقدمو هلائڻ بنا نه ڇڏي ها ۽ جن بابت مقدمي جو فيصلو عام طور تي موت جي سزا يا عمر قيد هوندي هئي.

بهرحال جيئن ته حضرت ابوبڪر ؓ جن جي راءِ مطابق معاملو طئه ٿي چڪو هو، ان ڪري مشرڪن کان فديو ورتو ويو. فديي جي رقم چار هزار يا ٽي هزار درهمن کان وٺي هڪ هزار درهمن تائين هئي. مڪي وارا لکڻ پڙهڻ به ڄاڻندا هئا، جڏهن ته مديني وارا لکڻ پڙهڻ نه ڄاڻندا هئا. ان ڪري اهو به طئه ڪيو ويو ته جنهن وٽ فديو نه هجي، اهو مديني جي ڏهن ٻارن کي لکڻ پڙهڻ سيکاري. ٻارن کي چڱيءَ طرح سکيا ڏيڻ، سندن فديو هوندو.

پاڻ سڳورن ﷺ ڪيترن ئي قيدين تي احسان ڪندي انهن کان فديو وٺڻ بنا به کين ڇڏي ڏنو. ان فهرست ۾ مطلب بن حنطب، صيفي بن ابي رفاعه ۽ ابو عزه جمحي جا نالا اچن ٿا. ابو عزه جمحي احد جي لڙائيءَ ۾ قيدي بڻيو ۽ قتل ڪيو ويو. (تفصيل اڳتي ڏنو ويندو.)

---

[1] - تاريخ عمر بن الخطاب، ابن جوزي (ص:36).

پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي ناني ابو العاص کي به ان شرط تي فديي بنا ڇڏي ڏنو ته اهو بيبي زينب رضي الله عنها کي مديني موڪليندو. ان جو سبب اهو هو ته بيبي زينب رضي الله عنها، ابوالعاص جي فديي ۾ ڪجهه سامان موڪليو هو، جنهن ۾ هڪ هار به هو، جيڪو حقيقت ۾ بيبي خديجه رضي الله عنها جو هو ۽ جڏهن بيبي سڳوريءَ، بيبي زينب رضي الله عنها کي ابوالعاص سان پرڻايو ته اهو هار ان کي ڏئي ڇڏيو هو. اهو هار ڏسي پاڻ سڳورن ﷺ جي دل ڀرجي آئي ۽ صحابه سڳورن کان اجازت گهرايائون ته ابو العاص کي ڇڏيو وڃي. صحابه سڳورن اها ڳالهه اکين تي رکي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ، ابوالعاص کي ان شرط تي ڇڏي ڏنو ته اهو بيبي زينب رضي الله عنها جو رستو نه روڪيندو. ان ڪري ابوالعاص بيبي زينب رضي الله عنها کي موڪل ڏني ۽ بيبي زينب رضي الله عنها هجرت ڪئي. پاڻ سڳورن ﷺ، حضرت زيد بن حارثه رضي الله عنه ۽ هڪ انصاري صحابيءَ کي موڪليو ته توهان ٻئي بطن ياجج ۾ رهجو ۽ جڏهن زينب رضي الله عنها توهان وٽان لنگهي ته ان سان هليا اچجو. اهي ٻئي بزرگ روانا ٿيا ۽ بيبي زينب رضي الله عنها کي ساڻ وٺي مديني موٽيا. بيبي صاحبه رضي الله عنها جي هجرت جو واقعو ڏاڍو ڏکو ۽ ڏکوئيندڙ آهي.

قيدين ۾ سهيل بن عَمرو به هو، جيڪو وڏو مقرر هو. حضرت عمر رضي الله عنه چيو ته: "يا رسول الله ﷺ! سهيل بن عمرو جا اڳيان به ڏند پٽرائي ڇڏيو. سندس زبان هٻڪندي ۽ هو ڪنهن به جڳهه تي اوهانجي خلاف تقرير ڪرڻ لاءِ نه بيهي سگهندو." پر پاڻ سڳورن ﷺ سندن راءِ نه مڃي، ڇو ته اهو مُثلي (مسخ ڪرڻ) جو قسم آهي، جنهن تي الله تعاليٰ طرفان قيامت جي ڏينهن پڪڙ ڪرڻ جو خطرو هو.

حضرت سعد بن نعمان رضي الله عنه عمرو ڪرڻ ويو ته ان کي ابوسفيان قيدي ڪري وڌو. ابوسفيان جو پٽ عَمرو به بدر جي جنگ جي قيدين ۾ شامل هو، تنهنڪري عَمرو کي ابوسفيان جي حوالي ڪيو ويو ۽ هن حضرت سعد رضي الله عنه کي ڇڏي ڏنو.

**قرآن جو تبصرو:-** هن غزوي بابت سورة انفال نازل ٿي، جيڪا حقيقت ۾ هن ويڙهه بابت هڪ خدائي تبصرو آهي. جيڪڏهن اها تعبير صحيح آهي ته پوءِ اهو تبصرو بادشاهن ۽ سالارن وغيره جي فاتحانه تبصرن کان صفا ڌار آهي. ان تبصري جون ڪجهه ڳالهيون مختصر طور هتي ڏجن ٿيون.

الله تعاليٰ سڀ کان پهرين مسلمانن جو ڌيان سندن ڪوتاهين ۽ اخلاقي ڪمزورين ڏي ڇڪايو، جيڪي انهن ۾ ٿوري قدر وڃي بچيون هيون ۽ جن مان ڪي هن موقعي تي ظاهر ٿيون. ڌيان

چڪائڻ جو مقصد اهو هو تہ مسلمان پنهنجو پاڻ کي انهن ڪمزورين کان پاڪ ڪري پنهنجي ذات جي تڪميل ڪن.

ان کان پوءِ هن سوپ ۾ الله تعاليٰ جي تائيد ۽ غيبي مدد شامل هئڻ جو ذڪر ڪيو ويو آهي. ان جو مقصد اهو هو تہ مسلمان پنهنجي دليري ۽ سگهہ جي ڌوکي ۾ نہ اچي وڃن. جنهن جي نتيجي ۾ مزاج ۽ طبيعت تي هٺ ۽ وڏائي طاري ٿي وڃي ٿي. پر اهي الله تي ڀاڙين ۽ ان جي پيغمبر ﷺ جي پيروي ڪندا رهن.

پوءِ انهن وڏن مقصدن جو ذڪر ڪيو ويو آهي، جن جي لاءِ پاڻ سڳورن ﷺ اها پوائنٽي ۽ رتوڇاڻ واري ويڙهہ ڪئي هئي ۽ ان ئي سلسلي ۾ ان اخلاقيات جا اهڃاڻ ڏنا ويا. جيڪي ويڙهن ۾ سوڀ جو ڪارڻ بڻبا آهن.

پوءِ مشرڪن ۽ منافقن کي ۽ يهودين ۽ جنگي قيدين کي مخاطب ٿي چٽي ۽ اثرائتي نصيحت ڪئي وئي آهي تہ جيئن اهي حق آڏو جهڪي وڃن ۽ ان تي ڪاربند رهن.

ان کان پوءِ مسلمانن کي غنيمت جي مال بابت بنيادي قاعدا ۽ اصول سمجهايا ويا آهن.

پوءِ ان مرحلي ۾ اسلامي دعوت جي سلسلي ۾ جنگ ۽ امن جي ضروري قانونن جي سمجهاڻي ڏني وئي آهي تہ جيئن مسلمانن جي ويڙهہ ۽ جاهلن جي ويڙهہ ۾ فرق قائم ٿئي ۽ اخلاق ۽ ڪردار جي ميدان ۾ مسلمانن کي سرسي ملي ۽ دنيا چڱيءَ طرح ڄاڻي وٺي تہ اسلام رڳو هڪ نظريو نہ آهي، پر اهو جيڪي اصول ۽ ضابطا ٻڌائي ٿو. انهن مطابق پنهنجن مڃڻ وارن جي عملي تربيت بہ ڪري ٿو.

پوءِ اسلامي حڪومت جي قانون جا نقطا ٻڌايل آهن. جن مان پتو پوي ٿو تہ اسلامي حڪومت جي دائري ۾ رهڻ وارن مسلمانن ۽ ان دائري کان ٻاهر رهندڙ مسلمانن ۾ ڪهڙو فرق آهي.

**ٻيا واقعا:-** سنہ 2 هہ ۾ رمضان جا روزا ۽ فطري جو صدقو فرض ڪيو ويو ۽ زڪواة جي مختلف طريقن جو تفصيل طئہ ڪيو ويو. فطرو فرض ٿيڻ ۽ زڪواة جو طريقو مقرر ٿيڻ سان ان بار ۾ گهٽتائي ٿي، جيڪو غريب مهاجرن جي هڪ وڏي انگ لاءِ مسئلو هو، ڇو تہ اهي روزگار جي لاءِ ڊوڙڊڪ ڪرڻ کان قاصر هئا.

پوءِ مسلمانن جي زندگيءَ ۾ ڏاڍو سهڻو موقعو آيو جو انهن پنهنجي زندگيءَ جي پهرين عيد ملهائي. اها شوال سنہ 2 هہ جي عيد هئي، جيڪا بدر جي جنگ ۾ سوڀ ملڻ کانپوءِ ٿي. اها عيد ڪيڏي نہ وڻندڙ هئي، جنهن جي سعادت الله تعاليٰ مسلمانن جي سر تي سوڀ جو تاج رکڻ کانپوءِ عطا ڪئي ۽ ڪيڏو نہ ايمان سان ڀريل هو ان عيد جي نماز جو منظر. جيڪا مسلمانن پنهنجن گهرن

مان نڪري الله جي وڏائي ۽ هيڪڙائي جا نعرا هڻندي ميدان ۾ وجي پڙهي. ان مهل حالت اها هئي تہ مسلمانن جون دليون الله جي ڏنل نعمتن ۽ سندس مهربانين جي ڪري سندس رحمت ۽ رضوان جي شوق سان ٿمٽار هيون. سندن پيشانيون الله جا شڪرانا مجڻ لاءِ جهڪيل هيون. الله تعاليٰ ان نعمت جو ذڪر هن آيت ۾ ڪيو آهي تہ:

﴿وَاذْكُرُوا إِذْ أَنْتُمْ قَلِيلٌ مُسْتَضْعَفُونَ فِي الْأَرْضِ تَخَافُونَ أَنْ يَتَخَطَّفَكُمُ النَّاسُ فَآوَاكُمْ وَأَيَّدَكُمْ بِنَصْرِهِ وَرَزَقَكُمْ مِنَ الطَّيِّبَاتِ لَعَلَّكُمْ تَشْكُرُونَ (26)﴾(الانفال)

”۽ (اي مهاجرؤ سندس احسانن کي) ياد ڪريو جڏهن زمين (ملڪ)۾ اوهان ٿورڙا (۽) هيڻا هئا ۽ ڊنا ٿي تہ متان ماڻهو اوهان کي تڪڙو ڪٽي ونن پوءِ اوهان کي جاءِ ڏنائين ۽ اوهان کي پنهنجي مدد سان سگهہ ڏنائين ۽ اوهان کي سٺين شين مان روزي ڏنائين تہ اوهين شڪرانو ادا ڪريو.“

*-*-*

# بدر کانپوءِ جون جنگي سرگرميون

بدر واري جنگ مسلمانن ۽ مشرڪن جي سڀ کان پهرين ۽ فيصلاڪن جنگ هئي، جنهن ۾ مسلمانن کي سوڀ حاصل ٿي، جيڪا سڄي عربستان ڏٺي. ان ويڙهه جي نتيجن سان سڀ کان وڌيڪ دل آزاري انهن ماڻهن جي ٿي، جن کي سڌو سنئون وڏو نقصان رسيو. يعني مشرڪ، يا اهي ماڻهو جيڪي مسلمانن جي وڌندڙ سگهه کي پنهنجي مذهبي ۽ اقتصادي وجود لاءِ خطرو محسوس ڪندا هئا. يعني يهودي. تنهنڪري جڏهن مسلمان بدر جي جنگ ۾ سوڀارا ٿيا هئا، اهي ٻئي ٽولا مسلمانن جي خلاف نفرت جي باهه ۾ سڙي رهيا هئا. جيئن ارشاد آهي تہ:

﴿لَتَجِدَنَّ أَشَدَّ النَّاسِ عَدَاوَةً لِلَّذِينَ آمَنُوا الْيَهُودَ وَالَّذِينَ أَشْرَكُوا...(82)﴾ (المائدة)

"(اي پيغمبر) يهودين ۽ مشرڪن کي مؤمنن لاءِ ٻين ماڻهن کان بلڪل وڌيڪ دشمني ڪرڻ وارو ضرور ڏسندين."

مديني جا ڪجهه ماڻهو ٻنهي ٽولن جا هم خيال ۽ ٻانهن ٻيلي هئا. انهن جڏهن ڏٺو تہ پنهنجو وقار برقرار رکڻ جي ٻي ڪا واهہ نہ بچي آهي تڏهن انهن ڏيکاءَ خاطر اسلام قبوليو. اهو عبدالله بن ابي ۽ سندس ساٿارين جو ٽولو هو. اهي بہ مسلمانن سان يهودين ۽ مشرڪن کان گهٽ نفرت نہ ڪندا هئا.

ان ڪانسواءِ چوٿون ٽولو بہ هو، يعني اهي بَدّو جيڪي مديني جي ڀرواري ۾ رهندا هئا. انهن کي ڪفر ۽ اسلام سان ڪو سروڪار نہ هو، پر اهي ڦورو ۽ ڌاڙيل هئا، ان ڪري بدر واري سوڀ جو کين بہ ڏک هو. کين ڊپ هو تہ مديني ۾ سگهاري حڪومت نهي پئي تہ سندن ڦرلٽ ڪرڻ جو رستو بند ٿي ويندو. ان ڪري سندن دلين ۾ بہ مسلمانن خلاف ڪدورت گهر ڪري وئي ۽ اهي مسلمانن جا ويري ٿي پيا.

اهڙيءَ طرح مسلمان چئني پاسن کان خطري ۾ گهيرجي ويا، پر مسلمانن جي سلسلي ۾ هر ڌر جو رد عمل ٻي ڌر کان مختلف هو. هر ڌر پنهنجي حال سارو اهڙو طريقو اختيار ڪيو هو، جيڪو سندن دلي مقصد جو پورائو ڪري سگهي. جيئن مديني وارن، مسلمان ٿي اندران اندر سازشون ڪرڻ شروع ڪيون. يهودين جو هڪ ٽولو کليو کلايو دشمنيءَ تي لهي پيو. مڪي وارن زوردار حملي ڪرڻ جي ڌمڪين سان گڏ بدلو وٺڻ جو کليو اعلان ڪيو. ويڙهه لاءِ سندن تياريون کليو کلايو ٿي رهيون هيون، چڻ هو مسلمانن کي اهو ٻڌائي رهيا هجن تہ:

ولا بد من يوم اغرَّ محجل يطول استماعى بعده للنوادب

يعني هڪ اهڙو چٽو ۽ سهائو ڏينهن ضروري آهي، جنهن ڪانپوءِ ڏکهي مدي تائين روئڻ پٽڻ وارين جا نوحہ ٻڌندو رهان.

سال ڪن ڪانپوءِ اهي سچ پچ هڪ ويڙهہ لاءِ مديني تائين هلي آيا، جيڪا تاريخ ۾ غزوه احد جي نالي سان مشهور آهي ۽ جنهن جو مسلمانن جي شهرت ۽ ساک تي برو اثر پيو هو.

انهن خطرن کان نبرڻ لاءِ مسلمانن وڏا وڏا قدم کنيا، جن مان پاڻ سڳورن ﷺ جي قائدانہ صلاحيتن جو پتو پوي ٿو ۽ اهو پڌرو ٿئي ٿو تہ مديني جي قيادت انهن سمورن خطرن کان پليءَ پت واقف هئي ۽ انهن سان منهن ڏين لاءِ ڪيتري قدر تيار هئي. ايندڙ سٽن ۾ ان جو مختصر خاڪو پيش ڪجي ٿو.

**1. غزوه بني سليم، ڪُدرو وٽ:-** بدر جي جنگ ڪانپوءِ سپ کان پهرين مديني ۾ پهتل اهم خبر اها هئي تہ غطفان قبيلي جي شاخ بنو سليم وارا مديني تي ڪاهڻ لاءِ فوج پيا گڏ ڪن. ان جي جواب ۾ پاڻ سڳورن ﷺ ٻہ سؤ سوارن سان سندن پنهنجي علائقي ۾ وجي هلان ڪئي ۽ ڪدر ([1]) وٽ انهن کي وڃي پڳا. بنو سليم وارن ۾ اچانڪ ٿيل حملي ڪري ڀاڄ پئجي وئي ۽ اهي ڇڙوڇڙ حالت ۾ واديءَ ۾ پنج سؤ اٺ ڇڏي وني پڳا. جنهن تي مديني جي لشڪر قبضو ڪيو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ ان مان خمس (پنجين پتي) ڪڍي بچيل مال، **مجاهدن** ۾ ورهائي ڇڏيو. هر ڪنهن جي پتيءَ ۾ ٻہ ٻہ اٺ آيا. هن غزوي ۾ يسار نالي هڪ ٻانهو هٿ آيو، جنهن کي پاڻ سڳورن ﷺ آزاد ڪري ڇڏيو. ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ ٽي ڏينهن اتي رهي مديني موٽيا.

اها ويڙهہ شوال سنہ 2 هہ ۾ بدر کان موٽڻ جي رڳو ٽن ڏينهن کان پوءِ ٿي. هن ويڙهہ دوران سباع بن عرفطہ رضي الله عنه يا ابن ام مڪتوم رضي الله عنه کي مديني جي ذميواري سونپي وئي هئي. ([2])

**2. پاڻ سڳورن ﷺ کي قتل ڪرڻ جي سازش:-** بدر جي جنگ ۾ هارائڻ ڪانپوءِ مشرڪ ڪاوڙ مان بي قابو ٿي ويا ۽ سڄو مڪو پاڻ سڳورن ﷺ خلاف ڪُني وانگر اپامي رهيو هو. نيٺ مڪي جي ٻن دلير نوجوانن اها سٽ سٽي تہ (سندن ليکي) ان اختلاف، دشمني، ذلت ۽ خواريءَ جي جڙ (نعوذ بالله) يعني پاڻ سڳورن ﷺ جو ئي انت آڻي ڇڏينداسين.

بدر جي ويڙهہ کان ٿورا ڏينهن پوءِ جو واقعو آهي تہ عمير بن وهب جمحي، جيڪو قريشن جي شيطانن مان هو ۽ مڪي ۾ پاڻ سڳورن ﷺ ۽ اصحابي سڳورن کي **تڪليف** رسائيندو رهندو

---

[1] - ڪدر ۾ ڪ تي پيش ايندو. اهو ميٽي رنگ جي جهرڪيءَ جو هڪ قسم آهي. پر هتي بنو سليم جي هڪ چشمي جي نالي طور ڄاڻايل آهي، جيڪو نجد ۾ مڪي کان (نجد وڃڻ واري رستي کان) شام وڃڻ واري لنگهہ تي آهي.

[2] -زاد المعاد (90/2)، ابن هشام (43/2،44) مختصر اسيرة للشيخ عبدالله (ص:236).

هو ۽ هاڻي ان جو پٽ وهب بن عمير بدر جي جنگ ۾ مسلمانن وٽ قيدي ٿيل هو. ان عمير هڪ ڏينهن صفوان بن اميہ سان حطيم ۾ ويهي بدر جي کوهہ ۾ اڇلايل مقتولن بابت ڳالهايو. ان تي صفوان چيو تہ: "الله جو قسم! انهن کانپوءِ جيئڻ جو مزو نٿو اچي." جواب ۾ عمير چيو تہ: "الله جو قسم! سچ پيو چوين. الله جو قسم! جيڪڏهن مون تي قرض نہ هجي ها، جيڪو ڏيڻ لاءِ مون وٽ ڪجهہ ڪونهي ۽ ٻار ٻچا نہ هجن ها، جن بابت مون کي ڊپ آهي تہ اهي دربدر ٿي ويندا تہ آئون سوار ٿي محمد ﷺ وٽ وڃان ها ۽ کيس ماري وجهان ها، ڇو تہ مون لاءِ اتي وڃڻ جو هڪ سبب پڻ آهي جو منهنجو پٽ انهن وٽ قيدي ٿيل آهي."

صفوان ان صورتحال کي غنيمت ڄاڻي چيو تہ: "ڇڱو ڀلا! تنهنجو قرض آئون پاڻهي پريندس ۽ تنهنجا ٻار ٻچا جيستائين آهن، آئون انهن کي پنهنجو سمجهي سنڀاليندس. ائين ڪونہ ٿيندو تہ مون وٽ ڪا شيءِ هجي ۽ اها انهن کي نہ ملي."

عمير چيو تہ"ڇڱو هاڻي منهنجو ۽ تنهنجو اهو معاملو ڳجهو رکجان." صفوان چيو تہ: نيڪ آهي، آئون ائين ئي ڪندس.

ان بعد عمير پنهنجي تلوار جي ڌار تکي ڪرائي ۽ ان کي زهر مکايو. پوءِ روانو ٿيو ۽ مديني پهتو، پر اڃا هو مسجد جي در وٽ پنهنجي ڏاچي ويهاري ئي رهيو هو جو **حضرت** عمر رضي الله عنه کيس ڏسي ورتو. پاڻ مسلمانن جي هڪ ٽولي کي بدر جي جنگ ۾ الله تعاليٰ جي نوازشن بابت ٻڌائي رهيو هو. عمير کي ڏسندي ئي چيو تہ: "هي ڪتو، الله جو ويري عمير، ڪنهن بري نيت سان آيو آهي." پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جي خدمت ۾ پهچي عرض ڪيو تہ: يا رسول الله ﷺ! الله جو ويري عمير پنهنجي تلوار ٻڌي آيو آهي. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: ان کي مون وٽ وٺي اچ. عمير آيو تہ **حضرت** عمر رضي الله عنه سندس تلوار ٻڌڻ واري پٽي کي ڳچيءَ وٽان جهلي ڪجهہ انصارن کي چيو تہ: توهان پاڻ سڳورن ﷺ وٽ وڃي ويهي رهو ۽ هن پليت کان هوشيار ٿي ويهجو، ڇو تہ هي پروسي جوڳو نہ آهي. ان کانپوءِ **حضرت** عمر رضي الله عنه عمير کي اندر وٺي ويو. پاڻ سڳورن ﷺ جڏهن ڏٺو تہ **حضرت** عمر رضي الله عنه تلوار جو پٽو سندس ڳچيءَ ۾ وجهي کيس وٺيو پيو اچي تہ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: اي عمر! هن کي ڇڏي ڏي ۽ فرمايائون تہ: اي عمير تون ويجهو اچ. پوءِ اهو ويجهو آيو ۽ سيني کي روايتي انداز ۾ ڪيڪاريائين پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: الله تعاليٰ اسان کي هڪ اهڙي سلام سان نوازيو آهي، جيڪو توهان جي هن ڪيڪار کان ڀلو آهي، يعني سلام جيڪو جنت وارن جي ڪيڪار پچار آهي.

ان کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: اي عمير! تون ڇو آيو آهين؟ ان وراڻيو تہ اهو قيدي جيڪو اوهانجي قبضي ۾ آهي، ان لاءِ آيو آهيان. توهان ان بابت احسان ڪريو.

پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: پوءِ ڳچيءَ ۾ تلوار لٽڪائي ڇو آيو آهين؟ هن چيو تہ الله انهن تلوارن جو ستيا ناس ڪري جو اهي اسان جي ڪنهن ڪم نہ آيون.

پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: سچي ٻڌاءِ ڇو آيو آهين؟ هن وراڻيو تہ رڳو هن قيديءَ لاءِ آيو آهيان.

پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "نہ پر تو ۽ صفوان بن اميہ حطيم ۾ ويهي قريشن جا جيڪي مئل، کوهہ ۾ اڇليا ويا آهن، انهن بابت ڳالهايو. پوءِ تو چيو تہ جيڪڏهن مون تي قرض نہ هجي ها ۽ منهنجا ٻار ٻچا نہ هجن ها تہ آئون هتان وڃي محمد ﷺ کي ماري وجهان ها. ان تي صفوان تنهنجي قرض ۽ ٻارن ٻچن جي ذميداري ان شرط تي کنئي تہ تون مون کي ماري اچ. پر ياد رک تہ الله منهنجي ۽ تنهنجي وچ ۾ آڙ آهي.

عمير چيو تہ "آئون شاهدي ٿو ڏيان تہ توهان الله جا رسول آهيو. يا رسول الله ﷺ! توهان اسان وٽ آسمان جون جيڪي خبرون آڻيندا هئا ۽ توهان تي جيڪا وحي نازل ٿيندي هئي، ان کي اسان ڪوڙو چوندا هئاسين. پر هي تہ اهڙو معاملو آهي، جنهن ۾ مون کان ۽ صفوان کانسواءِ ٻيو ڪوبہ موجود نہ هو. ان ڪري والله مون کي پڪ آهي تہ اها ڳالهہ الله کانسواءِ ٻئي ڪنهن توهان تائين نہ پهچائي آهي. بس ساراهہ آهي الله جي، جنهن مون کي هدايت ڏني ۽ هن جڳهہ تائين پهچايو." پوءِ عمير ڪلمہ شهادت پڙهيو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ، اصحابي سڳورن کي مخاطب ٿي فرمايو تہ: "پنهنجي ڀاءُ کي دين سمجهايو، قرآن پڙهايو ۽ ان جي قيديءَ کي آزاد ڪري ڇڏيو."

هوڏانهن صفوان ماڻهن کي چوندو رهيو تہ اها خوشخبري ٻڌي ڇڏيو تہ ڪجهہ ئي ڏينهن۾ هڪ اهڙو واقعو ٿيندو، جيڪو بدر وارا سور وساري ڇڏيندو. ګڏوګڏ هو اچڻ وڃڻ وارن کان عمير ﷜ بابت پڇندو بہ رهندو هو. نيٺ ڪيس هڪ مسافر ٻڌايو تہ عمير ﷜ مسلمان ٿي چڪو آهي. اهو ٻڌي صفوان قسم کنيو تہ ساڻس ڪڏهن بہ نہ ڳالهائيندو ۽ نہ ڪڏهن ڪيس ڪو فائدو پهچائيندو. هوڏانهن عمير ﷜ اسلام جي تعليم وٺي مڪي موٽيو ۽ اتي ئي رهي اسلام جي دعوت ڏيڻ شروع ڪيائين. سندن هٿ تي گهڻا ئي ماڻهو مسلمان ٿيا. ([1])

**3. <u>غزوه بني قينقاع</u>:-** پاڻ سڳورن ﷺ مديني اچڻ کان پوءِ يهودين سان جيڪو ناهہ ڪيو هو، جنهن جا شرط گذريل صفحن تي لکجي چڪا آهن. پاڻ سڳورن جي پوري ڪوشش ۽ خواهش

---

[1]- ابن هشام (1/ 661، 663،662)

هئي تہ ان ناهہ جي شرطن تي عمل ٿيندو رهي. تنهنڪري مسلمانن پاران اهڙو ڪوبہ قدم نہ ڪنيو ويو، جيڪو ان ناهہ جي هڪ حرف جي بہ ابتڙ هجي. پر يهودين جي تاريخ بغاوت، ڌوڪيبازي ۽ وعده خلافيءَ جي واقعن سان ڀريل آهي، انهن ترت ئي پنهنجن پراڻين حرڪتن ڪي ورجائڻ شروع ڪيو ۽ مسلمانن جي صفن ۾ ڏار وجهڻ، سازشون ڪرڻ ۽ فساد ۽ بي چيني پيدا ڪرڻ جي ڪوشش شروع ڪري ڏنائون. ان جو هڪ مثال هتي ڀڏندا هلو.

**يهودين جي چالاڪيءَ جو هڪ نمونو:**- ابن اسحاق ڄاڻايو آهي تہ هڪ پوڙهو يهودي شاش بن قيس، جيڪو مرڻ ڪنڌيءَ تي اچي پهتو هو ۽ وڏو ڪٽر ڪافر هو ۽ مسلمانن سان سخت وير رکندو هو ۽ حسد ڪندو هو. اهو هڪ ڀيري صحابہ سڳورن جي هڪ مجلس وٽان لنگهيو جنهن ۾ اوس ۽ خزرج، ٻنهي قبيلن جا ماڻهو پاڻ ۾ ڪچهري ڪري رهيا هئا. ڪيس اهو ڏسي ڏاڍو ڏچڪو رسيو تہ هاڻي انهن ۾ جهالت واريءَ دشمنيءَ بدران اسلام جي الفت ۽ اجتماعيت جڳهہ والاري وئي آهي ۽ سندن پراڻا جهيڙا ختم ٿي ويا آهن. چوڻ لڳو تہ: "اڙي هتي تہ بنو قيلہ جا چڱا مڙس پاڻ ۾ ڪير ڪندڙ ٿي ويا آهن. الله جو قسم! انهن اشرافن جي ٻڌيءَ ڪانپوءِ اسان جي هتي دال ڳرندي نظر نٿي اچي." پوءِ هن هڪ يهودي نوجوان کي، جيڪو ساڻس گڏ هو، حڪم ڏنو تہ هن مجلس ۾ وڃي ۽ انهن سا ويهي پوءِ بعاث واري جنگ ۽ ان کان اڳ جون ڳالهيون ڇوري ۽ ان سلسلي ۾ ٻنهي ڌرين جي چيل زرميہ شاعريءَ مان بہ ڪجهہ پڙهي انهن کي ٻڌائي. ان يهوديءَ ائين ڪيو. نتيجي ۾ اوس ۽ خزرج ۾ ڏي وٺ ٿي وئي. همراهہ تڪا منا ٿي ويا ۽ هڪٻئي تي پنهنجي وڏائي بيان ڪرڻ لڳا. تان تہ ٻنهي قبيلن جا سڀ ماڻهو گوڏن ڀر ويهي هڪٻئي کي ٺوڪون ۽ طعنا هڻڻ لڳا. پوءِ هڪ ڌر ٻيءَ کي چيو تہ: جي اوهان چاهيو تہ پوءِ وري ڪٽي جنگ ڪجي. (مقصد اهو هو تہ اسين اهڙي ويڙهہ لاءِ هينئر بہ تيار آهيون، جيڪا اڳ ۾ وڙهي وئي هئي.) ان تي ٻنهي ڌرين ۾ تاءُ اچي ويو ۽ چيائون تہ هلو اسين بہ تيار آهيون. حره ۾ مقابلو ٿيندو. هٿيار... ! هٿيار... !

۽ پوءِ ماڻهو هٿيار ڪٺي حره ڏانهن وڌڻ لڳا. بس ويڙهہ ٿيڻ واري هئي جو پاڻ سڳورن ﷺ کي پتو پئجي ويو. پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجن مهاجر اصحابين کي ساڻ ڪري تڪڙا انهن وٽ پهتا ۽ فرمايائون تہ: " اي مسلمانو! الله... الله... منهنجي هوندي بہ جاهليت وارا سڏ! ۽ اهي بہ ان حالت ۾ جو الله توهان کي اسلام جي هدايت سان مالامال ڪري چڪو آهي ۽ ان جي ذريعي توهان کان جاهليت جون رسمون ختم ڪري، توهان کي ڪفر کان ڇوٽڪارو ڏياري توهان جون دليون پاڻ ۾ ڳنڍي چڪو آهي." پاڻ سڳورن ﷺ جي نصيحت ٻڌي انهن کي احساس ٿيو تہ سندن حرڪت شيطان جو هڪ جهٽڪو ۽ دشمنن جي چال هئي. پوءِ اهي اچي روئڻ ۾ پيا ۽ اوس ۽ خزرج وارا هڪ ٻئي سان ڀاڪر

پائڻ لڳا. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جي پويان ان طرح واپس وريا جو الله سندن دشمن شاش بن قيس جي چالاڪيءَ سان لڳايل باهه وسائي چڪو هو. ([1])

اهو انهن فسادن ۽ بي چينيءَ جو هڪ نمونو هو، جيڪي يهودي مسلمانن جي صفن ۾ برپا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا هئا. اهڙن ڪمن لاءِ انهن مختلف رٿائون جوڙيون هيون. اهي ڪوڙا افواهه ڦهلائيندا هئا. صبح جو مسلمان ٿي شام جو وري ڪافر ٿي ويندا هئا ته جيئن ڪمزور ۽ سادن مسلمانن جي دلين ۾ شڪ جو ٻج وجهي سگهن. ڪنهن وٽ قرض هوندي هئن ۽ اهو مسلمان ٿي ويندو هو ته ان جو جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيندا هئا ۽ قرض لاءِ صبح شام گهر پيا ڪندا هئا ۽ جي ان مسلمان جا قرضي هوندا هئا ته ان کي ادا نه ڪندا هئا. بلڪ ڦٻائڻ جي ڪوشش ڪندا هئا ۽ چوندا هئا ته تنهنجو قرض اسان تي تڏهن هو، جڏهن تون اباڻي دين تي هئين پر هاڻي جڏهن تو دين مٽايو آهي ته پوءِ اسان جي ۽ تنهنجي ڪابه ڏيتي ليتي ڪانهي.([2])

ياد رهي ته يهودين، پاڻ سڳورن ﷺ سان معاهدو ڪرڻ ڪانپوءِ بدر جي جنگ کان اڳ ئي اهي سڀ حرڪتون شروع ڪري ڇڏيون هيون .هوڏانهن پاڻ سڳورا ﷺ ۽ اصحابي سڳورا يهودين جي سڌيءَ راهه تي اچڻ جي آس تي اهي سڀ ڳالهيون سهي رهيا هئا. ان ڪانسواءِ انهن علائقي ۾ امن ۽ سلامتيءَ جو ماحول برقرار رکڻ به گهريو ٿي.

**بنوقينقاع جي عهد شڪني:-** جڏهن يهودين ڏٺو ته الله تعاليٰ بدر جي ميدان ۾ مسلمانن جي وڏي مدد ڪئي ۽ کين وڏي سوڀ سان نوازيو ۽ انهن جو رعب ۽ دٻدٻو پري پري تائين ماڻهن جي دلين ۾ ويهي ويو آهي ته انهن جي حسد جي باهه تيز ٿي وئي ۽ انهن کليو کلايو دشمني ڪرڻ شروع ڪئي ۽ تڪليف ۽ ايذاءَ ڏيڻ تي لهي آيا.

انهن ۾ سڀ کان وڌيڪ دل جو پليت ۽ ڏنگو ڪعب بن اشرف هو، جنهن جو ذڪر اڳتي ايندو. ان طرح ٽنهي يهودي قبيلن مان سڀ کان وڌيڪ ڏنگو قبيلو بنو قينقاع هو. اهي ماڻهو مديني جي اندر ئي رهندا هئا ۽ سندن پاڙو به سندن نالي سان سڏبو هو. اهي ماڻهو ڌنڌي جي لحاظ کان سونارا، لوهار ۽ ڪنير هئا. انهن ڌنڌن ڪارڻ سندن هر ماڻهوءَ وٽ ڪافي جنگي سامان هو. سندن ويڙهاڪ جوانن جو انگ ست سوءَ تائين هو ۽ اهي مديني جا سڀ کان بهادر يهودي هئا. انهن ئي سڀ کان پهرين عهد ٽوڙيو. جنهن جو تفصيل هن طرح آهي.

---

[1] - ابن هشام (1/ 555، 556).

[2] - مفسرن آل عمران سورة جي تفسيرن ۾ سندن اهڙين حرڪتن جو ذڪر ڪيو آهي.

الله پاران بدر جي جنگ ۾ مسلمانن کي سوڀارو ڪرڻ ڪانپوءِ انهن جي سرڪشيءَ ۾ واڌ اچي وئي. انهن پنهنجن ڏنگاين، خباثتين ۽ فساد ڪرائڻ وارين حرڪتن ۾ واڌارو ڪري ڇڏيو. پوءِ جيڪي مسلمان سندن بازار ۾ ويندا هئا، انهن سان ٺٺوليون ۽ مشڪريون ڪندا هئا. ويندي مسلمان عورتن سان به ڇيڙڇاڙ ڪندا هئا.

جڏهن ڳالهه وڌي وئي ته پاڻ سڳورن ﷺ کين گڏ ڪري سمجهايو ۽ کين ظلم ۽ بغاوت جي انجام کان ڊيڄاري سڌي راهه تي هلڻ جي دعوت ڏني، پر ان سان سندن ڏنگاين ۽ هوڏ ۾ ويتر واڌ اچي وئي. جيئن امام ابوداؤد رحمه الله ۽ ٻين حضرت ابن عباس رضي الله عنه کان روايت ڪئي آهي ته جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ قريشن کي بدر جي ڏينهن شڪست ڏني ۽ پاڻ سڳورا ﷺ مديني موٽيا ته بنو قينقاع جي بازار ۾ يهودين کي گڏ ڪري فرمايائون ته: "اي يهوديو! ان کان اڳ اسلام قبول ڪري وٺو جو توهان تي به اهڙي مار پئي، جهڙي قريشن تي پئجي چڪي آهي." انهن چيو ته: " اي محمد ﷺ! توکي ان ڪري خود فريبيءَ ۾ مبتلا نه ٿيڻ گهرجي جو تنهنجو مقابلو قريشن جي نااهل ۽ جنگ کان ناواقف ماڻهن سان ٿيو ۽ تو انهن کي ماري ڀڄايو. جڏهن تنهنجي ويڙهه اسان سان ٿي پئي ته توکي پتو پوندو ته اسين مڙس ماڻهو آهيون ۽ اسان جهڙن سان اڳ ڪڏهن به توهان جو پانڊ نه اٽڪيو هو." ان جي جواب ۾ الله تعاليٰ هيءَ آيت نازل ڪئي. ([1])

﴿قُلْ لِلَّذِينَ كَفَرُوا سَتُغْلَبُونَ وَتُحْشَرُونَ إِلَى جَهَنَّمَ وَبِئْسَ الْمِهَادُ (12) قَدْ كَانَ لَكُمْ آيَةٌ فِي فِئَتَيْنِ الْتَقَتَا فِئَةٌ تُقَاتِلُ فِي سَبِيلِ اللَّهِ وَأُخْرَى كَافِرَةٌ يَرَوْنَهُمْ مِثْلَيْهِمْ رَأْيَ الْعَيْنِ وَاللَّهُ يُؤَيِّدُ بِنَصْرِهِ مَنْ يَشَاءُ إِنَّ فِي ذَلِكَ لَعِبْرَةً لِأُولِي الْأَبْصَارِ (13)﴾(آل عمران)

”(اي پيغمبر!) ڪافرن کي چئو ته سگهو مغلوب ٿيندؤ ۽ دوزخ ڏانهن گڏ ڪيا ويندؤ ۽ اهو بڇڙو ماڳ آهي. انهن ٻن ٽولين جي پاڻ ۾ ويڙهه ڪرڻ ۾ اوهان لاءِ بيشڪ نشاني آهي. هڪ ٽولي الله جي واٽ ۾ وڙهي ۽ ٻي ڪافرن (جي) هئي (مسلمانن) کين پنهنجي ٻيڻ جيترو اکين سان ڏٺو ٿي ۽ الله! جنهن کي وڻيس، تنهن کي پنهنجي مدد سان سگهه ڏيندو آهي. ڇو ته ان ۾ (سمجهه جي) اکين وارن لاءِ ضرور عبرت آهي.

مطلب ته قينقاع وارن جيڪو جواب ڏنو هو، ان جو ڇٽو مطلب جنگ جو اعلان هو. پر پاڻ سڳورن ﷺ درگذر کان ڪم ورتو ۽ صبر ڪيو. مسلمانن به صبر ڪيو ۽ ايندڙ وقت جو انتظار ڪرڻ لڳا.

---

[1] - سنن ابي دائود مع عون المعبود (3/115)، ابن هشام (1/552).

هوڏانهن ان نصيحت کانپوءِ بنو قينقاع جون ڏنگايون ويتر چوٽ چڙهي ويون. ڪجھ ڏينهن کانپوءِ ئي انهن مديني ۾ وڏو هنگامو ڪرائي وڌو. جنهن جي نتيجي ۾ انهن پنهنجن ئي هٿن سان پنهنجي قبر کوٽي وڌي ۽ پاڻ لاءِ جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيائون.

ابن هشام، ابوعون کان روايت آندي آهي ته هڪ عرب عورت بنو قينقاع جي بازار ۾ ڪجھ سامان کڻي آئي ۽ وڪڻي (ڪنهن گهرج تحت) هڪ سوناري وٽ ويهي رهي، جيڪو يهودي هو. يهودين سندس نقاب هٽائڻ گهريو پر ان انڪار ڪيو. ان تي ان سوناري ماٺ ۾ سندس ڪپڙي جو پوڇڙ پٺئين پاسي ٻڌي ڇڏيو ۽ ڪيس خبر نه پئي. جڏهن هوءَ اٿي ته بي پرده ٿي پئي. جنهن تي يهودي ٺهڪ ڏيڻ لڳا. ان تي عورت وڏي رڙيون ڪيون، جيڪي ٻڌي هڪ مسلمان ان سوناري تي حملو ڪري ڪيس ماري وڌو. موٽ ۾ يهودين به ان مسلمان کي ماري وڌو. ان کانپوءِ مقتول مسلمان جي گهر وارن رڙيون وڏي ڪيون ۽ يهودين جي دانهن مسلمانن کي ڏنائون. نتيجي ۾ مسلمانن ۽ بنو قينقاع جي يهودين ۾ وڳوڙ مچي ويو. ([1])

**ڪڙو چاڙهڻ، هٿيار ڦٽا ڪرڻ ۽ جلاوطني**:- هن واقعي کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جي سهپ کان ٻاهر وڌي وئي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ مديني جي نگراني ابو لبابه بن منظر رضي الله عنه جي حوالي ڪئي ۽ پاڻ، **حضرت حمزة بن عبدالمطلب** رضي الله عنه جي هٿن ۾ مسلمانن جو جهنڊو ڏئي الله جو لشڪر ساڻ ڪري بنو قينقاع ڏي روانا ٿيا. انهن پاڻ سڳورن ﷺ کي ايندي ڏٺو ته وڃي قلعي ۾ لڪا. پاڻ سڳورن ﷺ گهيراءُ ڪري ورتو. اهو جمع جو ڏينهن ۽ شوال سنه 2 هه جي پندرهين تاريخ هئي. ذوالقعد جو چنڊ ڏسجڻ تائين پندرنهن ڏينهن گهيراءُ هليو. پوءِ الله تعاليٰ سندن دلين تي خوف طاري ڪري ڇڏيو. جنهن جي سنت ئي اها آهي ته جڏهن ڪنهن قوم کي شڪست ۽ خواري نصيب ڪندو آهي ته انهن جي دلين۾ ڊپ وجهي ڇڏيندو آهي. تنهن کانپوءِ بنو قينقاع وارن ان شرط تي هٿيار ڦٽا ڪيا ته پاڻ سڳورا ﷺ سندن جان، مال، ٻارن ۽ ٻچن بابت جيڪو فيصلو ڪندا، اهو ڪين منظور هوندو. ان کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جي حڪم تي سيني کي ٻڌو ويو.

ان موقعي تي عبدالله بن أُبي منافقاڻو ڪردار ادا ڪيو. هن پاڻ سڳورن ﷺ کي ڏاڍيون منٿون ميڙون ڪيون ته انهن بابت معافيءَ جو حڪم ڪن. هن چيو ته: "يا محمد ﷺ! منهنجن حليفن تي احسان ڪريو." ياد رهي ته بنو قينقاع، خزرج وارن جا حليف هئا. پر پاڻ سڳورا ﷺ ترسي پيا. ان تي هن وري ڳالھ ورجائي. پر هن پيري پاڻ سڳورن ﷺ کانئس منهن موڙي ڇڏيو. پر هو پاڻ سڳورن ﷺ جو دامن جهلي بيهي رهيو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته: مونکي ڇڏ! ۽ ايڏو

[1] - ابن هشام (2/47، 48).

ڪاوڙيا جو ماڻهن سندن منهن مبارڪ تي ڪاوڙ جو اثر ڏٺو. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "مار پوئي! مونکي ڇڏ!" پر هن منافق وري زور پريو ۽ چيائين تہ: "الله جوقسم! آئون ايستائين ڪونہ ڇڏيندس، جيستائين توهان منهنجن حليفن تي احسان نہ ڪندا. چار سؤ بنا زرهہ وارا جوان ۽ ٽي سؤ زرهہ پوش جن مون کي آڏيءَ مانجهيءَ ۾ بچايو هو، توهان انهن کي هڪ ئي ڏينهن ۾ ڪهي ڇڏيندا؟ والله! آئون تہ زماني جي لاهين چاڙهين جو ڊپ پيو محسوس ڪريان."

نيٺ پاڻ سڳورن ﷺ ان منافق جي (جنهن کي اسلام قبوليندي اجا مهينو بہ نہ ٿيو هو) ڳالهہ مڃي ۽ ان جي ڪري سڀني جي جان بخشي وئي. پر کين حڪم ڏنو ويو تہ اهي مديني مان نڪري وڃن ۽ پرپاسي ۾ ڪٿي بہ نہ رهن. پوءِ اهي سڀ اذرعات شام ڏي هليا ويا ۽ ٿورن ئي ڏينهن ۾ انهن مان گهڻا مري ويا.

پاڻ سڳورن ﷺ سندن مال ضبط ڪري ورتو، جن مان ٽي ڪمانو، ٻہ زرهون، ٽي تلوارون ۽ ٽي نيزا پاڻ لاءِ چونڊيائون ۽ غنيمت جي مال مان خمس بہ ڪڍيائون. غنيمت گڏ ڪرڻ جو ڪم محمد بن مسلمہ ﷛ جي حوالي ڪيو ويو. ([1])

4. **غزوه سويق:-** هڪ پاسي صفوان بن اميہ، يهودي ۽ منافق پنهنجن سازشن ۾ رڌل هئا تہ ٻئي پاسي ابو سفيان بہ اهڙو ڪو ڪم ڪرڻ جو وجهہ ڳولهي رهيو هو، جيڪو گهٽ خرچ وارو ۽ اثرائتو هجي. هن اهڙي ڪارروائي تڪڙي ڪري پنهنجي قوم جي پت رکڻ ۽ ان جي سگهہ جو اظهار ڪرڻ چاهيو ٿي. ان باس باسي هئي تہ ايستائين تڙ نہ ڪندو، جيستائين پاڻ سڳورن ﷺ سان ويڙهہ نہ ڪري وٺي. هو پنهنجو قسم پاڙڻ لاءِ ٻہ سؤ سوار وٺي نڪتو ۽ قنات جي واديءَ جي مُنڍ تي نيب نالي هڪ جبل جي هيٺان اچي خيما کوڙيائين. مديني کان ان جو فاصلو اٽڪل ٻارنهن ميل آهي. جيئن تہ ابوسفيان مديني تي سڌي سنئين ڪاهہ ڪرڻ جي همٿ نہ ٿي ڪري سگهيو، ان ڪري هن هڪ اهڙو ڪم ڪيو، جنهن کي ڦر سان ملندڙ جلندڙ ڪم چئي سگهجي ٿو. ان جو تفصيل هن ريت آهي تہ هو رات جي اونڌهہ ۾ مديني جي ويجهو پهتو ۽ حُيي بن اخطب وٽ وڃي ان جو در کڙڪايائين. حُيي، انجام جي ڊپ کان در کولڻ کان انڪار ڪيو. ابوسفيان موٽي بنونضير جي هڪ سردار سلام بن مشڪم وٽ پهتو، جيڪو بنو نضير جو خزانچي هو. ابوسفيان اندر اچڻ جي اجازت گهري. هن موڪل بہ ڏني ۽ آڌر ڀاءُ بہ ڪئي. ماني ٽڪيءَ کانسواءِ شراب پڻ پياري ۽ ڪيس راز جون ڳالهيون ٻڌايائين. رات جي پوئين پهر ابو سفيان اتان نڪري پنهنجن ساٿارين وٽ پڳو ۽ انهن جو هڪ ٽولو وٺي مديني جي پرپاسي ۾ عريض نالي جاءِ تي حملو ڪيائين ان ٽولي اتي کجين جا ڪجهہ

[1] - زاد المعاد (2/71، 91)- ابن هشام (2/47، 48، 49).

وڻ ڪٽي ساڙي ڇڏيا ۽ هڪ انصاري ۽ ان جي حليف کي ٻنيءَ ۾ ڏسي ماري وڌائون ۽ ٽڪڙا ٽڪڙا ڪري ڀڄي ويا. پاڻ سڳورا ﷺ واردات جي خبر ملڻ شرط ابوسفيان ۽ ان جي ساٿين جي پويان لڳا پراهي تڪا ڀڳا هئا، ان ڪري هٿ نہ اچي سگهيا. پر انهن بار هلڪو ڪرڻ لاءِ ستو، توشو ۽ ٻيو گهڻو ئي سامان اڇلائي ڇڏيو هو، جيڪو مسلمانن جي هٿ لڳو. پاڻ سڳورا ﷺ ڪرڪرة الڪدر تائين وڃي موٽي آيا. مسلمان ستو وغيره ڪٽي آيا ۽ هن مهم جو نالو غزوه سويق رکيو ويو. (سويق عربي ٻوليءَ ۾ ستو کي چئجي ٿو.) اهو غزوه، بدر جي لڙائي کان رڳو ٻہ مهينا پوءَ ذي الحج سنہ 2 هہ ۾ ٿيو. هن غزوي دوران مديني جي سنڀال جو ڪم ابو لبابہ بن عبدالمنذر رضي الله عنه جي حوالي ڪيو ويو هو. (1)

5. **غزوه ذي امر**:- بدر ۽ احد جي ويڙهہ جي وچ واري عرصي ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي اڳواڻيءَ ۾ اها سڀ کان وڏي فوجي مهم هئي، جيڪا محرم سنہ 3 هہ ۾ پيش آئي. ان جو ڪارڻ اهو هو تہ پاڻ سڳورن ﷺ کي پتو پيو تہ بنو ثعلبہ ۽ محرب جو وڏو ٽولو مديني تي ڪاهڻ لاءِ گڏ ٿي رهيو آهي. اها خبر ملڻ شرط پاڻ سڳورن ﷺ مسلمانن کي تيار ٿيڻ جو حڪم ڪيو ۽ سوارن ۽ پيادلن تي ٻڌل ساڍا چار سؤ ماڻهن جي فوج وٺي نڪتا ۽ **حضرت عثمان** رضي الله عنه کي مديني ۾ پنهنجو جانشين مقرر ڪري ويا.

رستي تي اصحابي سڳورن بنو ثعلبہ جي جبار نالي هڪ همراهہ کي جهلي پاڻ سڳورن ﷺ آڏو پيش ڪيو. پاڻ سڳورن ﷺ کيس اسلام جي دعوت ڏني، هن اسلام قبوليو. ان **ڪان** پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ کيس **حضرت بلال** رضي الله عنه جي حوالي ڪيو ۽ ان سونهو بڻجي مسلمانن کي دشمنن جي سرزمين جو رستو ڏيکاريو.

هوڏانهن ويرين کي مديني جي لشڪر پهچڻ جي خبر پئي تہ اهي ڀرپاسي جي جبلن ۾ وڃي لڪيا پر پاڻ سڳورا ﷺ اڳتي وڌندا ويا ۽ لشڪر سان گڏ ان جڳهہ تي پهتا، جنهن کي دشمنن پنهنجي فوج گڏ ڪرڻ لاءِ چونڊيو هو. اهو حقيقت ۾ هڪ چشمو هو، جيڪو "ذي امر" جي نالي سان مشهور هو. پاڻ سڳورن ﷺ اتي بدوئن تي رعب ۽ دٻدٻو ويهارڻ لاءِ ڪين مسلمانن جي سگهہ جو احساس ڏيارڻ لاءِ صفر سنہ 3 هہ جو اٽڪل سڄو مهينو اتي گذاريو ۽ ان کانپوءِ مديني ڏانهن موٽيا. (2)

---

1 - زاد المعاد (2/90، 91)- ابن هشام (2/44، 45).

2 - ابن هشام (2/46)، زاد المعاد (2/91) چيو وڃي ٿو تہ دعثور يا غورث محاربيءَ هن جنگ ۾ پاڻ سڳورن ﷺ کي قتل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي پر صحيح اهو آهي تہ اهو واقعو هڪ ٻي غزوي ۾ پيش آيو. ڏسو صحيح بخاري(2/593).

6. **ڪعب بن اشرف جو قتل**:- هي هڪ اهڙو يهودي هو، جيڪو اسلام ۽ مسلمانن سان سخت وير رکندو هو. هو پاڻ سڳورن ﷺ کي ايذاءُ پهچائيندو رهندو هو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ خلاف کليو کلايو جنگ ڪرڻ جي دعوت ڏيندو رهندو هو. سندس تعلق طي قبيلي جي شاخ بنو نبهان سان هو ۽ ان جي ماءُ بني نضير قبيلي مان هئي. هو وڏو مالدار ۽ سرمائيدار هو. عربستان ۾ سندس حسن ۽ جمال جو وڏو چرچو هو. هئي. هو هڪ مشهور شاعر بہ هو. سندس قلعو مديني جي ڏکڻ ۾ بنو نضير جي وسنديءَ جي پٺيان هو. کيس بدر جي جنگ ۾ مسلمانن جي سوڀ ۽ قريش سردارن جي مارجڻ جي پهرين خبر ملي تہ بي ساختہ چئي ڏنائين تہ "ڇا سچ پچ ائين ٿيو آهي؟ اهي عربستان جا اشراف ۽ بادشاھ هئا. جي محمد ﷺ انهن کي ماري وڌو آهي تہ پوءِ اسان جي لاءِ اهو بڏي مرڻ جو مقام آهي."

۽ جڏهن کيس واقعي جي پڪي خبر ملي تہ الله جو هيءُ دشمن پاڻ سڳورن ﷺ ۽ مسلمانن کي گاريون ڏيڻ ۽ اسلام جي دشمنن جي ساراھ ڪرڻ لڳو ۽ کين مسلمانن لاءِ ڀڙڪائڻ لڳو. ان مان هانوءَ تي ڇنڊو نہ پيس تہ قريشن وٽ هلي ويو ۽ مطلب بن ابي وداعہ سهمي جو مهمان ٿيو. پوءِ مشرڪن کي غيرت ڏيارڻ ۽ وير وٺڻ جي جذبي کي وڌائڻ ۽ پاڻ سڳورن ﷺ سان وڙهڻ لاءِ راضي ڪرڻ خاطر شعر چئي چئي انهن قريش سردارن جو ماتم ڪرڻ لڳو، جن کي بدر جي جنگ ۾ مارڻ ڪانپوءِ کوھ ۾ اڇلايو ويو هو. ان دوران ابوسفيان ۽ ٻين مشرڪن ڪانئس پڇيو تہ اسان جو دين تو لاءِ وڌيڪ وڻندڙ آهي يا محمد ۽ ان جي ساٿين جو؟ ۽ ٻنهي مان ڪهڙي ڌر حق تي آهي؟ ڪعب بن اشرف چيو تہ "توهان انهن کان وڌيڪ حق تي ۽ وڌيڪ ڀلارا آهيو." ان سلسلي ۾الله تعاليٰ هيءَ آيت نازل ڪئي:

﴿أَلَمْ تَرَ إِلَى الَّذِينَ أُوتُوا نَصِيبًا مِنَ الْكِتَابِ يُؤْمِنُونَ بِالْجِبْتِ وَالطَّاغُوتِ وَيَقُولُونَ لِلَّذِينَ كَفَرُوا هَؤُلَاءِ أَهْدَى مِنَ الَّذِينَ آمَنُوا سَبِيلًا (51)﴾(النساء)

"(اي پيغمبر) انهن ڏانهن نہ ڏٺو اٿئي ڇا؟ جن کي ڪتاب مان ڀاڱو ڏنو ويو تہ اهي ٻتن ۽ شيطان کي مڃيندا آهن ۽ ڪافرن لاءِ چوندا آهن تہ هيءَ ٽولي مؤمنن کان وڌيڪ سنئين واٽ واري آهي."

ڪعب بن اشرف اهو سڀ ڪجھ ڪري مديني موٽي آيو ۽ هتي اچي اصحابي سڳورن جي عورتن بابت واهيات شعر چوڻ لڳو ۽ پنهنجي ڪني زبان سان کين سخت اذيت رسايائين.

اهي ئي حالتون هيون جو پاڻ سڳورن ﷺ تنگ ٿي فرمايو تہ: "ڪير آهي، جيڪو ڪعب بن اشرف کي سيڪت ڏي؟" جو تہ ان الله ۽ ان جي رسول ﷺ کي اذيت ڏني آهي."

ان سڏ تي محمد بن مسلمہ رضي الله عنه، عبادة بن بشر رضي الله عنه، ابو نائلہ رضي الله عنه، جنهن جو نالو سلڪان بن سلامہ هو ۽ جيڪو ڪعب جا ٿڄ شريڪ ڀاءُ هو. حارث بن اوس رضي الله عنه ۽ ابو عبس بن جبر، پنهنجو خدمتون آڇيون. ان ننيڙي ٽولي جو مهندار محمد بن مسلمہ رضي الله عنه هو.

ڪعب بن اشرف جي قتل بابت روايتن جو تت اهو آهي تہ: جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: ڪعب بن اشرف کي ڪير سيکت ڏيندو؟ جو تہ ان الله ۽ ان جي رسول ﷺ کي تڪليف رسائي آهي تہ محمد بن مسلمہ رضي الله عنه اٿي چيو تہ: "يا رسول الله ﷺ! آئون حاضر آهيان. ڇا توهان چاهيو ٿا تہ آئون کيس ماري وجهان؟" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "ها" ان عرض ڪيو تہ "تہ پوءِ توهان مون کي ڪجهہ چوڻ جي موڪل ڏيو." پاڻ سڳورن ﷺ کين موڪل ڏني."

ان کانپوءِ محمد بن مسلمہ رضي الله عنه، ڪعب بن اشرف وٽ پهتو ۽ چيائين تہ: "هن شخص (اشارو پاڻ سڳورن ﷺ ڏانهن هو) اسان کان صدقو گهريو آهي. سچ پڇين تہ اسان کي مصيبت ۾ وجهي ڇڏيو اٿس."

ڪعب چيو تہ: "والله توهان تہ اجا بہ گهڻو بيزار ٿيندؤ."

محمد بن مسلمہ رضي الله عنه چيو تہ: "هاڻي جڏهن اسين سندس پوئلڳ ٿي چڪا آهيون تہ چڱو نٿو لڳي تہ سندس ساٿ ڇڏي وڃون. جيستائين سندس انجام نہ ڏسي وٺون تہ ڇا ٿو ٿئي! چڱو اسان چاهيون ٿا تہ توهان اسان کي هڪ وسق يا بہ وسق اَن ڏيو.

ڪعب چيو تہ: "مون وٽ ڪجهہ گروي رکو."

محمد بن مسلمہ رضي الله عنه چيو تہ: " توهان کهڙي شيءِ پسند ڪندا؟"

ڪعب چيو تہ: "پنهنجون عورتون مون وٽ گروي رکو."

محمد بن مسلمہ رضي الله عنه چيو تہ: "تو جهڙي عرب جي سڀ کان سهڻي ماڻهوءَ وٽ اسان پنهنجون عورتون ڪيئن ٿا گروي رکي سگهون!"

هن چيو تہ: "پوءِ پنهنجا پٽ ئي گروي رکي ڇڏيو."

محمد بن مسلمہ رضي الله عنه چيو تہ: "اسان پنهنجا پٽ ڪيئن ٿا گروي رکي سگهون؟ جي ائين ٿيو تہ کين گار ڏني ويندي تہ اهي هڪ يا ٻہ وسق جي بدلي ۾ گروي رکيا ويا هئا. اها ڳالهہ اسان کان نہ پڄندي. باقي اسين اوهان وٽ هٿيار گروي رکي ٿا سگهون."

ان کانپوءِ ٻنهي ۾ طئہ ٿي ويو تہ محمد بن مسلمہ رضي الله عنه (هٿيار کڻي) ان وٽ ايندو.

هوڏانهن ابو نائلہ رضي الله عنه بہ اهڙيءَ طرح جو قدم کنيو. يعني ڪعب بن اشرف وٽ اچي، ڪجهہ دير هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ۽ شعر ٻڌندو ٻڌائيندو رهيو. پوءِ چيائين تہ: "ادا ابن

اشرف! آئون هڪ غرض سان آيو آهيان. اهو ٻڌائڻ تو گهران. پر ان کي پاڻ تائين رکجان." ڪعب چيو تہ: "نيڪ آهي، آئون ائين ئي ڪندس."

ابو نائلہ ﷛ چيو تہ: "پاڻو هن همراھ (اشارو پاڻ سڳورن ﷺ ڏانهن هو) جو اچڻ تہ اسان لاءِ آزمائش بڻجي ويو آهي. سڄو عربستان اسانجو ويري ٿي پيو آهي. سيئي اسانجي خلاف پاڻ ۾ ملي ويا آهن. اسانجون راهون بند ٿي ويون آهن. ٻار ٻچا تباھ ٿي رهيا آهن. هاڻي تہ ماڳهين اچي سر سان لڳي اٿئون. اسان ۽ اسان جا ٻار ٻچا مصيبتن ۾ جڪڙيل آهن." ان ڪانپوءِ هن ٿورو نموني سان اهڙي ڳالھ ٻولھ ڪئي جهڙي محمد بن مسلمہ ﷛ ڪئي هئي. ڳالهين ڳالهين ۾ ابو نائلہ ﷛ اهو بہ چيو تہ منهنجا ڪجھ ساٿي بہ منهنجن خيالن جا آهن، آئون انهن کي بہ اوهان وٽ وٺي اچڻ ٿو گهران. توهان انهن کي بہ ڪجھ وکڻي ڏيو ۽ انهن تي احسان ڪريو.

محمد بن مسلمہ ﷛ ۽ ابو نائلہ ﷛ پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿيا، ڇو تہ ان ڳالھ ٻولھ ڪانپوءِ هٿيارن ۽ ساٿين سان انهن ٻنهي جي اچڻ تي ڪعب بن اشرف ڇرڪي ڪونہ ها. ان پهرئين مرحلي پوري ڪرڻ ڪانپوءِ 14 ربيع الاول سنہ 3 ھ جي چنڊ واري رات جو اهو ننڍڙو ٽولو پاڻ سڳورن ﷺ وٽ گڏ ٿيو. پاڻ سڳورا ﷺ بقيع غرقد تائين ساڻن گڏ هليا. پوءِ فرمايائون تہ: الله جو نالو وٺي وڃو، الله توهان جي مدد ڪندو. پوءِ پاڻ سڳورا ﷺ گهر ڏي موٽيا ۽ نماز ۽ مناجات ۾ مشغول ٿي ويا.

هوڏانهن هي ٽولو ڪعب بن اشرف جي قلعي جي ويجهو پهتو تہ ابو نائلہ ﷛ کيس وڏي واڪي سڏ ڪيو. آواز ٻڌي هو انهن وٽ اچڻ لاءِ اٿيو تہ سندس نئين نويلي ڪنوار چيو تہ: "هن وقت ڪيڏانهن ٿو وڃين؟ آئون اهڙو آواز ٻڌي رهي آهيان، جنهن مان رت پيو ٽمندي محسوس ٿئي."

ڪعب چيو تہ: "اهو تہ منهنجو ڀاءُ محمد بن مسلمہ ﷛ ۽ منهنجو ٿڃ شريڪ ساٿي ابو نائلہ ﷛ آهي. سخي ماڻهوءَ کي جيڪڏهن موت ڏانهن سڏيو وڃي تہ ان تي بہ هو لبيڪ چوندو. ان ڪانپوءِ هو ٻاهر آيو. هو ڇڻ تہ خوشبوءِ ۾ وهنتل هو ۽ مٿي مان سرهاڻ جو لهرون پئي اٿيون.

ابو نائلہ ﷛ پنهنجن ساٿين کي سمجهائي ڇڏيو هو تہ جڏهن هو ايندو تہ آئون سندس وار جهلي سونگهيندس. جڏهن توهان ڏسو تہ مون سندس مٿو جهلي کيس قابو ڪري ورتو آهي تہ ان تي ٽٽي پئجو ۽ کيس ماري وجهجو. پوءِ جڏهن ڪعب آيو تہ ٿوري دير ڳالهيون ڪندا رهيا، پوءِ ابو نائلہ ﷛ چيو تہ: "ابن اشرف! ڇو نہ شعب عجوز تائين هلون، ٿورو اڄ رات ڪچهري ٿي وڃي." هن چيو تہ: "توهان جي اها مرضي آهي تہ هلو." ان تي سيئي هلڻ لڳا. گس تي ابو نائلہ ﷛ چيو تہ: "اڄ جهڙي وڻندڙ خوشبوءُ مون ڪڏهن ڪانہ ڏٺي." اهو ٻڌي ڪعب جو سينو فخر ڪان ڦونڊجي ويو. چوڻ

لڳو تہ مون وٽ عربستان جي سڀ کان وڌيڪ خوشبوءِ واري عورت آهي. ابو نائلہ چيو تہ جي موڪل ڏيو تہ ٿورو توهان جو مٿو سونگهي وٺان؟ هن چيو تہ ها ها (ضرور) ابو نائلہ ﷛ سندس مٿي ۾ هٿ وڌو پوءِ پاڻ بہ سونگهيائين ۽ ساٿين کي بہ سونگهايائين. ٿورو اڳتي هليا تہ ابو نائلہ ﷛ چيو تہ پائو هڪ ڀيرو وري. ڪعب چيو تہ: ها ها (ضرور) ابو نائلہ ﷛ وري ساڳيو عمل دهرايو. تان تہ هو مطمئن ٿي ويو.

ان ڪانپوءِ ٿورو اڳتي هلي ابو نائلہ ﷛ وري چيو تہ: پائو هڪ ڀيرو وري. هن چيو تہ ٺيڪ آهي. هن ڀيري ابو نائلہ ﷛ سندس مٿي ۾ هٿ وجهي سوگهو جهليندي چيو تہ: "وٺو الله جي دشمن کي." ايتري ۾ ڪيترين ئي تلوارون مٿسس ٽٽي پيون، پر هو نہ مئو. اهو ڏسي محمد بن مسلمہ ﷛ تڪڙ ۾ پنهنجي ڪوڏر ڪڍي ۽ سندس پيٽ تي رکي چڙهي وينو. ڪوڏر آرپار ٿي ويس ۽ الله جو هي دشمن اتي ئي ڍهي پيو. حملو ٿيندي ئي هن اهڙو رانڀاٽ ڪيو هو جو پرپاسي ۾ ٽرٽلو مچي ويو ۽ ڪو قلعو اهڙو نہ بچيو جنهن ۾ روشني نہ ڪئي وئي هجي. (پر ٿيو ڪجهہ بہ ڪونہ)

هن ڪارروائيءَ ۾ حضرت حارث بن اوس ﷛ کي ڪن ساٿين جي تلوارن جون ڇهنبون لڳي ويون هيون. جنهن سان پاڻ گهائجي پيو ۽ سندن جسم مان رت وهڻ لڳو. جڏهن موٽڻ مهل هي ٿولو حره عريض پهتو تہ ڏٺائون تہ حارث ﷛ گڏ نہ آهي. ان ڪري سيئي اتي بيهي رهيا. ٿوري دير ڪانپوءِ حارث ﷛ بہ سندن پيرا کڻي اتي پهتو. اتي بين کين کڻي ورتو ۽ بقيع غرقد پهچي ايڏو زور سان نعرو هنيائون جو پاڻ سڳورن ﷺ بہ ٻڌو ۽ سمجهي ويا تہ انهن، همراهہ کي ماري وڌو آهي. تنهنڪري پاڻ سڳورن ﷺ الله اڪبر چيو. پوءِ جڏهن اهي پاڻ سڳورن ﷺ جي خدمت ۾ پهتا تہ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ:

أَفْلَحَتِ الْوُجُوهُ (هي منهن سوڀارا ٿيا) انهن چيو تہ: وَ وَجْهُكَ يَا رَسُولَ اللَّهِ ﷺ!(اوهانجو چهرو مبارڪ بہ يا رسول الله ﷺ) ان سان گڏوگڏ هن طاغوت جي سسي پاڻ سڳورن ﷺ جي آڏو رکي ڇڏيائون. پاڻ سڳورن ﷺ ان جي مارجڻ تي الله تعاليٰ جا ٿورا مڃيا ۽ حارث ﷛ جي زخم تي پڪ مبارڪ لڳائي، جنهن سان اتي جو اتي ڦٽ ڇٽي ويو ۽ بيهر کين ڪڏهن بہ سور نہ ٿيو. [1]

هوڏانهن جڏهن يهودين کي پنهنجي طاغوت ڪعب بن اشرف جي مارجڻ جو پتو پيو تہ سندن هٿ ۽ هوڏ سان ڀريل دلين ۾ ڊپ پيدا ٿيو. سندن سمجهہ ۾ اچي ويو تہ جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ محسوس ڪري ورتو تہ امن امان سان ڪيڏيندڙن، ڦشريون ۽ فساد ڪرڻ وارن ۽ وعدن ۽ قسمن جو

[1] - هن واقعي جو تفصيل ابن هشام(51/2_ 57) صحيح بخاري(341/1، 425، 577/2)، سنن ابي دائود مع عون المعبود (42/2، 43) ۽ زادالمعاد(91/2) تان ورتل آهي.

احترام نہ ڪرڻ وارن تي نصيحت اثر نٿي ڪري تہ پاڻ سڳورا ﷺ طاقت استعمال ڪرڻ کان بہ ڪونہ مڙندا. انڪري انهن پنهنجي هيڏي وڏي طاغوت جي موت تي بہ ڪجھ نہ ڪڇيو. پر صفا ماٺ ۾ رهيا. وعدو نڀائڻ جو ڏيکاءُ ڏنائون ۽ همت هاري وينا. يعني نانگ تيزيءَ سان پنهنجن ٻرن ۾ گهڙي ويا. اهڙيءَ طرح پاڻ سڳورا ﷺ ڊگهي عرصي تائين مديني جي ٻاهران ڪنهن خطري اچڻ جي خيال کان آجا ٿي ويا ۽ مسلمان ڪيترن ئي اندرين مسئلن کان ڇٽي پيا، جن کان ڪين ڊپ رهندو هو.

**7. غزوه بحران:-** هيءَ هڪ وڏي فوجي مهم هئي، جنهن ۾ 300 ڄڻا شامل هئا. اها فوج وٺي پاڻ سڳورا ﷺ سنہ 3 ھ جي ربيع **الآخر** ۾ بحران نالي هڪ علائقي ۾ پهتا. اهو حجاز ۾ فرع جي پرپاسي ۾ هڪ معدني علائقو آهي. پاڻ سڳورا ﷺ ربيع **الآخر** ۽ جماد الاول جا ٻئي مهينا اتي ئي رهيا. ان ڪانپوءِ مديني موٽيا. ڪنهن بہ قسم جي ويڙھ ڪانہ ٿي. [1]

**8. سريہ زيد بن حارثہ** رضي الله عنه:- احد واري لڙائيءَ کان اڳ مسلمانن جي هيءَ آخري ۽ ڪامياب ترين ويڙھ هئي، جيڪا جمادي **الآخر** سنہ 3 ھ ۾ ٿي. واقعي جو تفصيل هن ريت آهي تہ قريش بدر واري لڙائيءَ ڪانپوءِ بي چين تہ هئا ئي پر جڏهن اونهاري جي مند آئي ۽ شام ملڪ ڏي واپاري سفر جو وقت اچي پهتو تہ ڪين هڪ ٻئي فڪر اچي ورايو. ان جي وضاحت هن مان ٿئي ٿي تہ صفوان بن اميہ، جنهن کي قريشن پاران هن سال شام وڃڻ واري قافلي جو اڳواڻ چونڊيو ويو هو، تنهن قريشن کي چيو تہ: "محمد ﷺ ۽ سندس ساٿين اسانجو واپاري لنگھ اسان لاءِ ڏکيو ڪري ڇڏيو آهي. سمجھ ۾ نٿو اچي تہ اسين سندس ساٿين سان ڪيئن پڄون. اهي ساحل کان هٽن ڪونہ ٿا ۽ اتي جا رهواسي ساڻن ملي ويا آهن. عام ماڻهو بہ ساڻن مليل آهن. هاڻي سمجھ ۾ نٿو اچي تہ اسين ڪهڙو رستو اختيار ڪريون؟ جيڪڏهن اسين گهرن ۾ ئي وينا رهياسين تہ الھ تلھ چٽ ڪري ڇڏينداسين. اسان جي حياتيءَ جو دارومدار ان تي آهي تہ اونهاري ۾ شام سان ۽ سياري ۾ حبش سان واپار ڪريون."

صفوان جي ان سوال تي بحث مباحثو شروع ٿي وئي. نيٺ اسود بن عبدالمطلب، صفوان کي چيو تہ: "تون ساحلي رستو ڇڏي عراق واري رستي کان سفر ڪر." واضح رهي تہ اهو رستو ڏاڍو ڊگهو آهي. نجد کان ٿي شام پهچي ٿو ۽ مديني جي اوڀر مان چڱو خاصو پري کان لنگهي ٿو. اهو

---

[1] - ابن هشام (2/50، 51)- زاد المعاد (2/91) هن غزوي جا سبب مختلف ٻڌايا ويا آهن. چيو وڃي ٿو تہ مديني ۾ اها خبر پهتي تہ بنو سليم وارا مديني تي چڙهائي ڪرڻ لاءِ وڏي پيماني تي جنگي تياريون ڪري رهيا آهن ۽ چيو وڃي ٿو تہ پاڻ سڳورا ﷺ قريشن جي ڪنهن قافلي جي ڳولها ۾ نڪتا هئا. ابن هشام اهو ئي سبب ڄاڻايو آهي ۽ ابن قيم بہ اهو ئي سبب ٻڌايو آهي. تنهن ڪري پهريون سبب ڄاڻايو ئي ڪونہ اٿس. اها ئي ڳالھ صحيح بہ لڳي ٿي، ڇو تہ بنو سليم، فرع جي پرپاسي ۾ ويٺل نہ هئا، پر نجد ۾ ويٺل هئا، جيڪو فرع کان تمام گهڻو پري آهي.

رستو قريش جي ڏنل نہ هو. ان ڪري اسود بن عبدالمطلب، صفوان کي صلاح ڏني تہ هو فرات بن حيان کي، جيڪو بڪر بن وائل قبيلي مان هو، ساٿي ڪري ڪٺي. هو سفر ۾ سندس رهنمائي ڪندو.

هن انتظام ڪانپوءِ قريشن جو قافلو صفوان بن اميہ جي اڳواڻيءَ ۾ نئين رستي کان روانو ٿيو پر ان قافلي ۽ سندس سفر جي سڄي خبر مديني پهچي وئي. ٿيو هيئن جو سليط بن نعمان ﷛، جيڪي مسلمان ٿي چڪو هو، نعيم بن مسعود سان گڏ، جيڪو اڃا مسلمان نہ ٿيو هو، شراب جي هڪ مجلس ۾ گڏيو. اهو شراب حرام ٿيڻ کان اڳ جو واقعو آهي. جڏهن نعيم تي نشو چڙهيو تہ هن قافلي ۽ ان جي سفر جو سڄو منصوبو ٻڌائي ڇڏيس. سليط ﷛ ڏاڍو تڪڙو پاڻ سڳورن ﷺ جي خدمت ۾ پهتو ۽ سڄو تفصيل بيان ڪيائين.

پاڻ سڳورن ﷺ هڪدم حملي جي تياري ڪئي ۽ سؤ سوارن جو هڪ جٿو حضرت زيد بن حارثہ ڪلبي ﷛ جي هٿ هيٺ موڪلي ڇڏيو. حضرت زيد ﷛ ڏاڍو تڪڙو هلي قريشن جي قافلي کي بي خبريءَ ۾ قروه نالي هڪ چشمي وٽ وڃي جهليو ۽ اوچتو حملو ڪري سڄي قافلي تي قبضو ڪري ورتو. صفوان بن اميہ ۽ ٻين محافظن لاءِ ڀڄڻ کان سواءِ ڪو چارو نہ رهيو.

مسلمانن قافلي جي رهنما، فرات بن حيان کي ۽ ٻون ٽا تہ وڌيڪ ٻن ڄڻن کي بہ جهلي ورتو. ٽانو ۽ چانديءَ جو وڏو مقدار، جيڪو قافلي وٽ هو ۽ جنهن جو ڪاٿو هڪ لک درهم ٿائين هو، غنيمت طور هٿ آيا. پاڻ سڳورن ﷺ خُمس (پنجون حصو) ڪڍي غنيمت جو مال جٿي وارن ۾ ورهائي ڇڏيو ۽ فرات بن حيان پاڻ سڳورن ﷺ جي هٿ تي اسلام قبوليو. ([1])

بدر ڪانپوءِ قريشن لاءِ اهو سڀ کان ڏکوئيندڙ واقعو هو، جنهن سان انهن ۾ بي چيني وڌي وئي. هاڻي انهن وٽ بہ رستا وڃي بچيا. ياتہ پنهنجو هٺ ۽ وڏائي ڇڏي مسلمانن سان ناهہ ڪن يا هڪ هڪاٽي ڪري پنهنجي وڃايل ساک بحال ڪن ۽ مسلمانن جي سگهہ ٽوڙي ڇڏين تہ جيئن اهي ٻيهر اسري نہ سگهن. مڪي جي قريشن اهو ٻيو رستو چونديو، پوءِ هن واقعي ڪان پوءِ قريشن ۾ بدلي جي ڀاونا وڌي وئي ۽ انهن مسلمانن سان ٽڪرائڻ ۽ سندن وسندين ۾ گهڙي انهن تي حملو ڪرڻ جي ڀرپور تياري ڪرڻ شروع ڪئي. اهڙيءَ طرح گذريل واقعن ڪانسواءِ اهو واقعو بہ احد واري لڙائي جو وڏو ڪارڻ آهي.

*-*-*

---

[1] - ابن هشام (2/50,51) رحمة للعالمين(2/219).

# احد واري لڙائي

**پلاند ونڻ لاءِ قريشن جون تياريون:-** مڪي وارن کي بدر واري لڙائيءَ ۾ هار ۽ بيعزتيءَ جو جيڪو ڏک ۽ پنهنجن وڏيرن جي مارجڻ جو جيڪو صدمو سهڻو پيو هو، ان جي ڪارڻ اهي مسلمانن خلاف ڪاوڙ ۽ ڪروڌ ۾ ٽهڪي رهيا هئا. انهن پنهنجن مئلن جو ماتم بہ ڪونہ ڪيو هو ۽ قيدين لاءِ فديو ڏيڻ ۾ اُبهرائيءَ ڪان ڪم ونڻ ڪان بہ پاڻ جهليو هئائون تہ جيئن مسلمان سندن ڏک جي شدت جو اندازو نہ ڪري سگهن. انهن بدر جي لڙائيءَ ڪانپوءِ گڏيل فيصلو ڪيو تہ مسلمانن سان هڪ هڪاٽي ڪري پنهنجي هانوءَ تي ڇنڊو هڻندا ۽ ڪاوڙ ۽ ڪروڌ جي باهہ کي ٺڏو ڪندا ۽ ان سان گڏوگڏ اهڙي طرح جي جنگ جي تياري بہ شروع ڪري ڇڏيائون. هن معاملي ۾ قريش جي مهندارن مان عڪرمہ بن ابوجهل، صفوان بن اميہ، ابو سفيان بن حرب ۽ عبدالله بن ربيعہ وڏيڪ پرجوش ۽ اڳرا هئا.

انهن سڀ ڪان پهريون ڪم اهو ڪيو تہ ابو سفيان جو اهو قافلو، جيڪو بدر جي لڙائيءَ جو ڪارڻ بڻيو هو ۽ جنهن کي ابوسفيان بچائي ڪڍي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو هو، ان جو سڄو مال جنگ جي خرچ لاءِ روڪي ڇڏيو ۽ جن ماڻهن جو اهو مال هو، تن کي چيائون تہ: "اي قريشيو! توهان کي محمد ﷺ ڏاڍو ڏک رسايو آهي ۽ توهان جا چونڊ سردار ماري ڇڏيا آهن. تنهن ڪري انهن سان جنگ لاءِ هن مال ذريعي مدد ڪريو. ٿي سگهي ٿو تہ اسين پلاند ونڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃون. قريشن اها ڳالهہ قبولي. تنهن ڪانپوءِ سڄو مال، جنهن ۾ هڪ هزار اٺ ۽ پنجاهہ هزار دينار هئا، جنگ جي تياريءَ لاءِ وڪڻي ڇڏيا. ان بابت الله تعاليٰ هيءَ آيت نازل ڪئي:

﴿إِنَّ الَّذِينَ كَفَرُوا يُنْفِقُونَ أَمْوَالَهُمْ لِيَصُدُّوا عَنْ سَبِيلِ اللَّهِ فَسَيُنْفِقُونَهَا ثُمَّ تَكُونُ عَلَيْهِمْ حَسْرَةً ثُمَّ يُغْلَبُونَ...﴾ (الانفال)

”۽ ڪافر پنهنجو مال هن لاءِ خرچين ٿا تہ (ماڻهن کي) الله جي واٽ ڪان جهلين. پوءِ اهي سگهو ان (مال) کي خرچ ڪندا ۽ وري (اهو خرچڻ جو) ارمان ٿيندو وري مغلوب ڪيا ويندا.

پوءِ انهن رضاڪاراڻي پرتيءَ جو اعلان ڪيو تہ جيئن جيڪي حبشي، ڪنعاني ۽ بنو تهامہ وارا مسلمانن خلاف ويڙهہ ۾ شامل ٿيڻ چاهين تہ اهي قريش جي جهنڊي هيٺ اچي گڏ ٿين. انهن هن مقصد ڏانهن ماڻهن کي ڇڪڻ لاءِ مختلف حيلا هلايا. ايستائين جو ابو عزه شاعر جيڪو بدر جي لڙائيءَ ۾ باندي ٿيو هو ۽ جنهن کي پاڻ سڳورن ﷺ احسان ڪري فديي ڪانسواءِ اهو واعدو وٺي ڇڏي ڏنو هو تہ پاڻ سڳورن ﷺ خلاف ڪڏهن نہ اٿندو، ان کي صفوان بن اميہ پڙڪايو تہ هو قبيلن کي مسلمانن خلاف پڙڪائڻ جو ڪم ڪري ۽ ساڻس اهو واعدو ڪيو تہ جيڪڏهن هو لڙائيءَ مان

جيئرو بچي آيو تہ ڪيس مالا مال ڪري ڇڏيندو. نہ تہ سندس ڇوڪرين جي سنڀال ڪندو. تنهنڪري ابو عزه پاڻ سڳورن ﷺ سان ڪيل وعدا وعيد وساري، غيرت ۽ حميت جي جذبن کي وڌائڻ وارن شعرن جي ذريعي قبيلن کي ڀڙڪائڻ شروع ڪيو. اهڙيءَ طرح قريشن، هڪ ٻئي شاعر مسافع بن عبدمناف جُمحي کي بہ هن مهم لاءِ تيار ڪيو.

هوڏانهن ابو سفيان غزوه سويق کان ناڪام ۽ نامراد، پر هڪ وڏي تعداد ۾ رسد جو سامان ڦرائي موٽي اچڻ ڪانپوءِ مسلمانن خلاف ماڻهن کي ڀڙڪائڻ ۾ ڪجهہ وڌيڪ سرسي ڏيکاري.

پوءِ آخر ۾ زيد بن حارثہ ﷛ جي سريي ۾ قريشن کي جيڪو سنگين ۽ ڇيلهہ ڇبي ڪرڻ جهڙو ڌڪ رسيو، ان باهہ تي تيل جو ڪم ڪيو. ۽ ان ڪانپوءِ مسلمانن سان هڪ هڪاڻي ڪرڻ لاءِ قريشن جي تياريءَ ۾ تيزي اچي وئي.

**قريشن جو لشڪر، جنگي سامان ۽ مهنداري:-** تنهن ڪانپوءِ سال پورو ٿيندي ٿيندي قريشن جي تياري پوري ٿي وئي. سندن پنهنجن ماڻهن ڪانسواءِ حليفن ۽ حبشين سميت ڪل ٽن هزارن جو لشڪر تيار ٿيو. قريشي مهندارن جو رايو هو تہ پاڻ سان عورتون بہ وٺي هلون تہ جيئن ناماچاري ۽ لڄ جي حفاظت جو احساس ڪجهہ وڌيڪ جانثاريءَ سان وڙهڻ جو ڪارڻ بڻجي. تنهنڪري هن لشڪر ۾ سندن عورتون بہ شامل ٿيون، جن جو تعداد پندرنهن هو. سواري ۽ سامان کڻڻ لاءَ ٽي هزار اٺ هئا ۽ رسالي لاءِ بہ سؤ گهوڙا بہ هئا.[1]

انهن گهوڙن کي چست رکڻ لاءِ سڄو رستو ڪين پاسي تي رکيو ويو. يعني انهن تي سواري نہ ڪئي وئي. حفاظتي هٿيارن ۾ ست سؤ زرهون هيون.

ابو سفيان کي سڄي لشڪر جو سپهہ سالار مقرر ڪيو ويو. رسالي جي ڪمان خالد بن وليد کي ڏني وئي ۽ عڪرمہ بن ابوجهل کي سندس ٻانهن ٻيلي ڪيو ويو. جهنڊو دستور موجب قبيلي بني عبدالدار جي هٿ ۾ ڏنو ويو.

**مڪي جي لشڪر جي روانگي:-** هن ڀرپور تياريءَ ڪانپوءِ مڪي جو لشڪر ان حالت ۾ مديني ڏانهن روانو ٿيو جو مسلمانن خلاف ڪاوڙ ۽ ڪروڌ ۽ بدلي جي ڀاونا سندن دلين ۾ شعلي وانگر ڀڙڪي رهي هئي ۽ اها جلد ئي ٿيڻ واري ويڙهہ جي رتوڇاڻ ۽ تڪائيءَ جو ڏس پتو ڏيئي رهي هئي.

[1] - زاد المعاد (92/2) اهو ئي مشهور آهي پر فتح الباري(346/7) ۾ گهوڙن جو تعداد هڪ سؤ ٻڌايو آهي.

**مديني ۾ خبر پهچڻ:-** حضرت عباس ﷜ قريشن جي سڄي چرپر ۽ جنگي تيارين کي گهري نظر رکي پئي. تنهنڪري جيئن ئي هي لشڪر روانو ٿيو ته حضرت عباس ﷜ ان جو سڄو احوال هڪ خط ۾ لکي هڪدم پاڻ سڳورن ﷺ کي ڏياري موڪليو.

حضرت عباس ﷜ جن جو قاصد نياپو پڄائڻ ۾ تکو نڪتو. هن مکي کان مديني جو ڪل پنج سؤ ڪلوميٽرن جو پنڌ رڳو ٽن ڏينهن ۾ پورو ڪري خط پاڻ سڳورن ﷺ جي حوالي ڪيو. ان مهل پاڻ سڳورا ﷺ مسجد قباءَ ۾ موجود هئا. اهو خط حضرت أُبي بن ڪعب ﷜ پاڻ سڳورن ﷺ کي پڙهي ٻڌايو. پاڻ سڳورن ﷺ کين ڳالهه ڳجهي رکڻ جي تاڪيد ڪئي ۽ تکڙو مديني پهچي انصارن ۽ مهاجرن جي اڳواڻن سان صلاح ۽ مشورو ڪيائون.

**هنگامي حالتن جي مقابلي جون تياريون:-** ان ڪانپوءِ مديني ۾ هنگامي حالتون طاري ٿي ويون. ماڻهو ڪنهن به صورتحال سان منهن ڏيڻ لاءِ هر وقت هٿيار بند رهڻ لڳا. ويندي نماز ۾ به هٿيار ڌار نٿي ڪيا ويا.

هوڏانهن انصارن جو هڪ ننڍڙو ٽولو، جنهن ۾ سعد بن معاذ ﷜، اسيد بن حضير ﷜ ۽ سعد بن عبادة ﷜ شامل هئا، پاڻ سڳورن ﷺ جي حفاظت لاءِ مقرر ڪيو ويو. اهي سڄي رات هٿيار ڪٽي پاڻ سڳورن ﷺ جي در تي پهرو ڏيندا هئا.

ڪجهه ٻيا ٽولا به مديني ۾ گهڙڻ وارن لنگهن تي پهرو ڏيندا هئا ته متان غفلت ۾ اوچتو حملو نه ٿي وڃي.

ٻيا به ڪجهه ٽولا دشمنن جي چرپر جي خبر وٺڻ لاءِ نڪتل هئا. اهي دستا انهن رستن تي گشت ڪندا رهندا هئا، جن تان لنگهي مديني تي حملو ڪرڻ ممڪن هو.

**مکي جو لشڪر مديني جي ويجهو:-** هوڏانهن مکي جو لشڪر مشهور رستي تي هلندو جڏهن ابواءَ وٽ پهتو ته ابو سفيان جي زال هند بنت عتبه اها رٿ ڏني ته پاڻ سڳورن ﷺ جي امڙ بيبي آمنة جي تربت کوٽي وڃي. پر اها راهه کولڻ جا جيڪي اگرا (خراب) نتيجا نڪرن ها، تن جي ڊپ کان لشڪر جي مهندارن ان رٿ کي رد ڪري ڇڏيو.

ان ڪانپوءِ لشڪر پنهنجو سفر جاري رکيو، تان ته مديني جي ويجهو عقيق جي واديءَ مان لنگهي پوءِ ٿورو ساڄي پاسي لهي احد جبل جي ويجهو عينين نالي هڪ جڳهه تي، جيڪا مديني جي اتر ۾ قنات جي واديءَ جي ڪناري تي هڪ غير آباد زمين آهي، ديرو ڄمايو. اهو جمعة 6 شوال سنه 3 هه جو واقعو آهي.

**مديني جي بچاءَ لاءِ حڪمت عملي جوڙڻ لاءِ مجلس شوريٰ جي گڏجاڻي:-** مديني ۾ مڪي جي لشڪر جي هڪ هڪ خبر پهچي رهي هئي. ويندي سندن پڙاءَ جي آخري خبر به پهچي وئي. ان مهل ئي پاڻ سڳورن ﷺ مديني جي فوج جي اختياريءَ وارن جي مجلس شوريٰ سڏائي. جنهن ۾ مناسب حڪمت عملي جوڙڻ لاءِ صلاح مشورو ڪرڻو هو. پاڻ سڳورن ﷺ کين پنهنجو ڏٺل هڪ خواب ٻڌايو. پاڻ سڳورن ﷺ ٻڌايو ته والله مون هڪ چڱي شيءِ ڏٺي. مون ڏٺو ته ڪجهه ڍڳيون ڪٺيون پيون وڃن ۽ مون ڏٺو ته منهنجي تلوار جي ڇهنب ڪجهه ٽٽل آهي ۽ مون اهو به ڏٺو ته مون پنهنجي هٿ ۾ هڪ محفوظ زرهه ڪنئي آهي. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ ڍڳيءَ جي تعبير اها ٻڌائي ته ڪجهه صحابه سڳورا ماريا ويندا. تلوار ٽٽڻ جي اها تعبير ٻڌائي ته پاڻ سڳورن ﷺ جي گهر جو ڪو ماڻهو شهيد ٿيندو ۽ محفوظ زرهه جي تعبير اها ٻڌائي ته ان مان مراد مدينو شهر آهي.

پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ صحابه سڳورن جي آڏو بچاءَ جي حڪمت عمليءَ بابت پنهنجو رايو پيش ڪيو ته مديني کان ٻاهر نه نڪرجي، پر شهر ۾ ئي قلعه بند ٿي ويهجي. پوءِ جي قريش پنهنجي پڙاءَ تي ئي ويٺا رهيا ته اهو بي مقصد رهڻ ٿيندو ۽ جي مديني ۾ گهڙن ٿا ته مسلمان گهٽين جي منهن تي ساڻن ويڙهه ڪندا ۽ عورتون ڇتين تان انهن کي پٿر اڇلائي هڻنديون. اها ئي صحيح راءِ هئي ۽ اها راءِ ئي منافقن جي سردار عبدالله بن ابي به مڃي، جيڪو هن مجلس ۾ خزرج جي اهم نمائندي طور شريڪ ٿيو هو. پر ان راءِ کي مڃڻ جو سبب اهو نه هو ته جنگي لحاظ کانسواءِ صحيح هئي. پر سندس مقصد هو ته هو جنگ کان پري به رهي ۽ ڪنهن کي ان جو احساس به نه ٿئي. پر الله تعاليٰ کي ڪجهه ٻيو منظور هو. هن چاهيو ٿي ته هي ماڻهو پنهنجن ساٿارين سميت پهريون ڀيرو کلي سامهون اچي خوار ٿئي ۽ سندس ڪپٽ تي پيل پردو هٽي وڃي ۽ مسلمانن کي هن ڏکئي وقت ۾ پتو پوي ته سندن آستينن ۾ ڪيترا نانگ پيا پلجن.

وڏن صحابين جو هڪ دستو جيڪي بدر واري لڙائيءَ ۾ شريڪ ٿي نه سگهيا هئا، تن پاڻ سڳورن ﷺ کي صلاح ڏني ته ميدان ۾ هلي وڙهجي. انهن پنهنجي راءِ تي زور ڀريو. ويندي ڪن صحابين اهو به چيو ته: "يا رسول الله ﷺ! اسان ان ڏينهن جا آسائتا هئاسين ۽ الله کان دعائون گهرندا هئاسين. هاڻي الله تعاليٰ اهو وجهه ڏنو آهي ۽ ٻڙ ۾ ٽپي پوڻ جو وقت اچي ويو آهي ته پوءِ توهان ويرين سان مهاڏو اٽڪائڻ لاءِ نڪري پئو. جيئن هو اهو نه سمجهن ته اسين ڊڄي ويا آهيون."

انهن جوشيلن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جو چاچو حضرت حمزة بن عبدالمطلب رضي الله عنه جن سڀ کان اڳرو هو، جيڪو بدر واري ويڙهه ۾ پنهنجي تلوار جا جوهر ڏيکاري چڪو هو. انهن عرض ڪيو ته : "

ان هستيءَ جو قسم جنهن توهان تي ڪتاب نازل ڪيو آهي. آئون تيستائين ڪجهہ نہ چڪندس ، جيستائين مديني کان ٻاهر پنهنجي تلوار سان هڪ هڪاٽي نہ ڪري وٺندس."(1)

ٻاڻ سڳورن ﷺ گهٽائيءَ جي راءِ آڏو پنهنجي راءِ تان هٽ ڪئيو. نيٺ اهو رٿيو ويو تہ مديني کان ٻاهر نڪري کليل ميدان ۾ ويڙهہ ڪبي.

**اسلامي لشڪر جي ترتيب ۽ جنگ جي ميدان ڏانهن روانو ٿيڻ**:- ان ڪانپوءِ ٻاڻ سڳورن ﷺ جمعي نماز پڙهائي ۽ وعظ ۽ نصيحت ڪئي، جدوجهد جي ترغيب ڏني ۽ ٻڌايو تہ صبر ۽ ثابت قدميءَ سان ئي ڪٽي سگهجي ٿو. گڏوگڏ اهو بہ حڪم ڪيو تہ ويرين سان مهاڏو اٽڪائڻ لاءِ تيار ٿي وڃو. اهو ٻڌي سڀ خوشيءَ ۾ ٽڙي پيا.

ان ڪانپوءِ جڏهن ٻاڻ سڳورن ﷺ وچين نماز پڙهائي تہ اوڏي مهل تائين ماڻهو گڏ ٿي چڪا هئا. عواليءَ جا رهواسي بہ پهچي چڪا هئا. نماز ڪانپوءِ ٻاڻ سڳورا ﷺ اندر هليا ويا. ساڻن گڏ ابوبڪر ؓ ۽ عمر ؓ بہ هئا. انهن ٻاڻ سڳورن ﷺ جي مٿي مبارڪ تي عمامو ٻڌو ۽ ڪپڙا پهرايا. ٻاڻ سڳورن ﷺ هيٺ مٿي بہ زرهون ٻڌيون، تلوار لٽڪائي ۽ هٿيارن سان سينگارجي ماڻهن آڏو آيا.

ماڻهو ٻاڻ سڳورن ﷺ جي اچڻ جا منتظر هئا ئي پر ان دوران **حضرت سعد بن معاذ** ؓ ۽ **اسيد بن حضير** ؓ جن ماڻهن کي چيو تہ: توهان ٻاڻ سڳورن ﷺ کي ميدان ۾ هلڻ تي زوريءَ راضي ڪيو آهي. ان ڪري هاڻي معاملو ٻاڻ سڳورن ﷺ جي حوالي ڪري ڇڏيو. اهو ٻڌي ماڻهن کي ندامت محسوس ٿي ۽ جڏهن ٻاڻ سڳورا ﷺ ٻاهر آيا تہ عرض ڪيائون تہ "يا رسول الله ﷺ! اسان کي اوهان جي مخالفت ڪرڻ نہ گهربي هئي. توهان کي جيڪو وڻي، اهو ڪريو. جيڪڏهن چاهيو ٿا تہ مديني ۾ رهو تہ پوءِ ائين ئي ڪريو." ٻاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: " ڪوبہ نبي جڏهن هٿيار ڪڻي وٺي تہ اهو نيڪ نہ آهي تہ اهي لاهي ڇڏي، تان تہ الله! سندس ۽ سندس ويريءَ جي وچ ۾ فيصلو نہ ڪري ڇڏي." (2)

ان ڪانپوءِ ٻاڻ سڳورن ﷺ لشڪر کي ٽن حصن ۾ ورهايو.

1. مهاجرن جو دستو:- ان جو جهنڊو **حضرت مصعب** ؓ بن عمر عبدري کي عطا ڪيو ويو.
2. اوس قبيلي جي انصارن جو دستو:- ان جو جهنڊو **حضرت اسيد بن حضر** ؓ کي ڏنو.
3. خزرج قبيلي جي انصارن جو دستو:- ان جو جهنڊو حباب بن منذر ؓ جي حوالي ڪيو.

---

1 - سيرت حلبيہ(2/14).

2 - مسند احمد، (3/351) نسائي، حاڪم، ابن اسحاق ۽ بخاري هن جو ذڪر باب في الاعتصام ڪيو آهي.

سڄو لشڪر هڪ هزار جوڌن جوانن تي مشتمل هو، جن مان هڪ سؤ زره پهريل ۽ پنجاهہ شهسوار هئا. [1] اهو بہ چيو وڃي ٿو تہ شهسوار ڪوبہ ڪونہ هو.

**حضرت ابن ام مڪتوم** رضي الله عنه کي اهو ڪم سونپيو ويو تہ پاڻ مديني ۾ رهجي ويلن کي نماز پڙهائي. ان ڪانپوءِ ڪوچ جو اعلان ڪيو ويو ۽ لشڪر اتر پاسي روانو ٿيو. **حضرت سعد بن معاذ** رضي الله عنه ۽ سعد بن عباده رضي الله عنه زرهون پهري پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي اڳيان اڳيان هلي رهيا هئا.

ثنية الوداع کان ٽپيا تہ هڪ دستو نظر آين، جيڪو ڏاڍا عمدا هٿيار پهريل هو ۽ سڄي لشڪر کان الڳ ٿلڳ هو. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي پڇڻ تي ڪين ٻڌايو ويو تہ اهي خزرج جا حليف يهودي آهن. [2] پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم پڇيو تہ ڇا اهي مسلمان ٿي چڪا آهن؟ ماڻهن چيو تہ نہ. تنهنڪري پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم مشرڪن خلاف ڪافرن جي مدد وٺڻ کان **انڪار ڪري ڇڏيو.**

**لشڪر جي ڇڪاس:-** پوءِ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم "شيخان" نالي جاءِ وٽ پهچي لشڪر جي ڇڪاس ڪئي ۽ جيڪي ماڻهو ننڍڙا يا ويڙهہ جي لائق نہ هئا تن کي موٽائي ڇڏيو. انهن جا نالا هي آهن. **حضرت عبدالله بن عمر** رضي الله عنه، **اسامہ بن زيد** رضي الله عنه، **اسيد بن ظهير** رضي الله عنه، **زيد بن ثابت** رضي الله عنه، **زيد بن ارقم** رضي الله عنه، **عرابہ بن اوس** رضي الله عنه، **عمرو بن حزم** رضي الله عنه، **ابو سعيد خدري** رضي الله عنه، **زيد بن حارثہ انصاري** رضي الله عنه ۽ **سعد بن حبہ** رضي الله عنه. هن فهرست ۾ **حضرت براءَ بن عازب** رضي الله عنه جو نالو بہ ڇاڻايو ويندو آهي، پر صحيح بخاريءَ ۾ سندن جيڪا روايت ڏنل آهي، ان مان پتو پوي ٿو تہ پاڻ احد واري جنگ ۾ شامل هو.

باقي ننڍپڻ جي باوجود **حضرت رافع بن خديج** رضي الله عنه ۽ **سمره بن جندب** رضي الله عنه کي بہ ويڙهہ ۾ شرڪت جي اجازت ملي وئي. ان جو ڪارڻ اهو هو جو **حضرت رافع** رضي الله عنه ماهر تيرانداز هو. ان ڪري کين اجازت ڏني وئي. جڏهن اها خبر **حضرت سمره** رضي الله عنه کي پئي تہ ان چيو تہ آئون تہ رافع کان بہ سگهارو آهيان. آئون کيس دسي سگهان ٿو. تنهنڪري پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم کي اها ڄاڻ ڏني وئي تہ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم ٻنهي ۾ ملهہ ڪرائي ۽ سچ پچ سمره رضي الله عنه، رافع رضي الله عنه کي دسي وڌو. تنهنڪري ان کي بہ جنگ ۾ شرڪت جي اجازت ڏني وئي.

---

[1] - اها ڳالهہ ابن قيم زاد المعاد ۾ ٻڌائي آهي. حافظ ابن حجر جو چوڻ آهي تہ اها ڀل آهي. موسيٰ بن عقبہ زور ڀري چيو آهي تہ جنگ احد ۾ ملسمانن وٽ گهوڙو هو ئي ڪونہ. واقدي چوي ٿو تہ رڳو بہ گهوڙا هئا. هڪ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم وٽ ۽ ٻيو ابو برده رضي الله عنه وٽ (فتح الباري(7/350).

[2] - اهو واقعو ابن سعد ٻڌايو آهي. ان ۾ ٻڌايل آهي تہ اهي بنو قينقاع جا يهودي هئا. (2/34) پر اهو صحيح نہ آهي. ڇو تہ بنو قينقاع کي بدر جي لڙائيءَ کانپوءِ ٿورن ڏينهن ۾ ئي ڏيهہ نيڪالي (جلاوطني) ڏني وئي هئي.

**احد ۾ مديني جي وچ ۾ رات گذارڻ:-** هتي ئي شام ٿي وئي. تنهنڪري پاڻ سڳورن ﷺ سانجهي ۽ سمهڻي نمازون پڙهيون ۽ اتي ئي رات گذارڻ جو فيصلو ڪيو. پهري لاءِ پنجاهه اصحابي چونڊيا. جيڪي ڪئمپ جي ويجهو پهرو ڏيندا رهيا. انهن جو اڳواڻ محمد بن مسلمه انصاري رضي الله عنه هو. هي اهو ئي بزرگ آهي، جنهن ڪعب بن اشرف کي مارڻ واري ٽولي جي اڳواڻي ڪئي هئي. ذڪوان بن عبدالله بن قيس رضي الله عنه خاص پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهرو پئي ڏنو.

**عبدالله بن ابي ۽ سندس ساٿارين جي سرڪشي:-** پرهه ڦٽيءَ کان ٿورو اڳ پاڻ سڳورا ﷺ روانا ٿيا ۽ "شوط" نالي جڳهه وٽ پهچي فجر نماز پڙهيائون. هاڻي پاڻ سڳورا ﷺ دشمنن جي ويجهو هئا ۽ ٻئي هڪٻئي کي ڏسي رهيا هئا. هتي پهچي عبدالله بن ابي منافق بغاوت ڪري وڏي ۾ لشڪر جو ٽيون حصو يعني ٽي سؤ ڄڻا پاڻ سان وٺي اهو چوندي موٽي ويو ته اسان کي اجائي جان ڏيڻ جي ضرورت ڪانهي. هن ان ڳالهه تي به گوڙ ڪيو ته پاڻ سڳورن ﷺ سندس ڳالهه نه مڃي ۽ ٻين جي مڃي.

ڏنو وڃي ته ڌار ٿيڻ جا ڪارڻ اهي نه هئا، جيڪي هن منافق ٻڌايا هئا ته پاڻ سڳورن ﷺ سندس ڳالهه نه مڃي. چو ته ان حالت ۾ هو پاڻ سڳورن ﷺ جي لشڪر سان گڏ نه اچي ها. ان ڪري حقيقت اها نه هئي، جيڪا هن ٻڌائي هئي پر حقيقت اها آهي ته اهڙي نازڪ موڙ تي ڌار ٿي هن اسلامي لشڪر ۾ بي چيني ۽ ڦوٽ وجهڻ ٿي گهري، جڏهن دشمن سندس هڪ هڪ چرپر کي جاچي ڏسي رهيا هئا ته جيئن عام سپاهي پاڻ سڳورن ﷺ کي ڇڏي وڃن ۽ بچيل جا حوصلا ٽٽي پون. ٻئي پاسي اهو ڏيک ڏسي دشمنن جا حوصلا وڌن. اها ڪارروائي پاڻ سڳورن ﷺ ۽ سندن سچن ساٿين جي خاتمي لاءِ اثرائتي تدبير هئي. جنهن ڪانپوءِ هن منافق کي اميد هئي ته سندس ۽ سندس ساٿين جي اڳواڻي ۽ سرداريءَ لاءِ رستو کلي پوندو.

منافق پنهنجو مقصد ماڻي ورتو ها، چو ته ٻيا به ٽولا يعني اوس قبيلي مان بنو حارثه ۽ خزرج قبيلي مان بنو سلمه جا قدم اکڙي چڪا هئا ۽ اهي موٽڻ جو سوچي رهيا هئا. پر الله تعاليٰ سڻائي ڪئي ۽ اهي ٻئي دستا بي چينيءَ ۽ موٽڻ جو ارادو ختم ڪري ڄمي بيٺا. انهن بابت الله تعاليٰ فرمايو ته:

﴿إِذْ هَمَّتْ طَائِفَتَانِ مِنْكُمْ أَنْ تَفْشَلَا وَاللَّهُ وَلِيُّهُمَا وَعَلَى اللَّهِ فَلْيَتَوَكَّلِ الْمُؤْمِنُونَ (122)﴾(آل عمران)

"(ياد ڪريو) جنهن مهل اوهان مان ٻن ٽولين ٻي همت ٿيڻ جو ارادو ڪيو ۽ الله سندن مددگار هو ۽ مؤمنن کي جڳائي ٿو ته الله تي ڀروسو ڪن."

بهرحال منافقن موٽڻ جو ارادو ڪيو ته ان نازڪ موقعي تي **حضرت جابر** ﷺ جي والد **حضرت عبدالله** بن حرام ﷺ کين سندن فرض ياد ڏيارڻ گهريو ۽ هن کين ڌڙڪو ڏيندي موٽي اچڻ تي اڪسائيندي اهو چوندي سندن پيڇو ڪيو ته اچو، الله جي راهه ۾ وڙهو يا بچاءُ ڪريو. پر هنن وراڻيو ته، جي اسين ڄاڻو ها ته اوهان هتي لڙائي ڪندؤ ته اسين اچون ئي ڪونه ها. اهو ٻڌي حضرت عبدالله بن حرام ﷺ اهو چوندي موٽيو ته او الله جا ويريو! الله جي ڪا مار پوي، ياد رکو الله پنهنجي نبيءَ کي توهان کان آجو ڪري ڇڏيندو. انهن ئي منافقن بابت ارشاد ٿيو ته:

﴿وَلِيَعْلَمَ الَّذِينَ نَافَقُوا وَقِيلَ لَهُمْ تَعَالَوْا قَاتِلُوا فِي سَبِيلِ اللَّهِ أَوِ ادْفَعُوا قَالُوا لَوْ نَعْلَمُ قِتَالًا لَاتَّبَعْنَاكُمْ هُمْ لِلْكُفْرِ يَوْمَئِذٍ أَقْرَبُ مِنْهُمْ لِلْإِيمَانِ يَقُولُونَ بِأَفْوَاهِهِمْ مَا لَيْسَ فِي قُلُوبِهِمْ وَاللَّهُ أَعْلَمُ بِمَا يَكْتُمُونَ (167)﴾(آل عمران)

"۽ ته جيئن الله انهن کي به ڄاڻي وني جن منافقت ڪئي ۽ کين چيو ويو ته اچو الله جي واٽ ۾ وڙهو يا (ڪافرن کان) دفاع ڪريو. چيائون ته جيڪڏهن اسان کي ڪنهن جنگ ٿيڻ جي خبر هجي ها ته ضرور اوهان سان هجون ها. اهي ان ڏينهن پاڻ ايمان کان ڪفر ڏي بلڪل ويجهو هئا. پنهنجن واتن سان اهي ڳالهيون چوندا آهن جيڪي سندن دلين ۾ نه آهن ۽ جيڪي لڪائيندا آهن سو الله بلڪل ڄاڻندڙ آهي."

**بچيل اسلامي لشڪر احد جي دامن ۾**:- هن بغاوت ڪانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ بچيل لشڪر کي ساڻ وني، جنهن جي تعداد ست سوءَ هو، دشمنن ڏانهن وڌيا. دشمنن جو لشڪر پاڻ سڳورن ﷺ ۽ احد جبل جي وچ ۾ ڪيترن ئي پاسن کان رڪاوٽ وجهيو وينو هو. ان ڪري پاڻ سڳورن ﷺ پڇيو ته: ڪو اهڙو ماڻهو آهي، جيڪو اسان کي دشمنن جي پرسان لنگهڻ ڪانسواءِ ڪنهن ويجهي رستي کان وني هلي؟

ان جي جواب ۾ ابو خيثمه ﷺ عرض ڪيو ته: "يا رسول الله ﷺ! آئون ان ڪم لاءِ تيار آهيان." پوءِ ان هڪ ننڍو رستو اختيار ڪيو، جيڪو مشرڪن جي لشڪر کي اولهه پاسي ڇڏيندو بني حارثه جي ٻنين مان لنگهيو ٿي.

هن رستي تان لنگهندي لشڪر مربع بن قيظي جي باغ مان لنگهيو. اهو همراهه منافق ۽ انڌو هو. هو لشڪر کي ايندو محسوس ڪري مسلمانن ڏانهن ڌوڙ اڇلڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو ته جي توهان الله جا رسول آهيو ته ياد رکو توهان کي منهنجي باغ مان لنگهڻ جي اجازت ڪانهي. ماڻهو کيس مارڻ لاءِ وڌيا پر پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته: "هن کي نه ماريو. هي دل ۽ اک، ٻنهي کان انڌو آهي."

پوءِ پاڻ سڳورا ﷺ اڳتي وڌي واديءَ جي ڇيڙي تي احد جبل جي گهاٽيءَ ۾ اچي لٿا ۽ اتي ئي لشڪر پڙاءُ (ديرو) وڌو. سامهون مدينو هو ۽ پنيان اوچو احد جبل. اهڙيءَ طرح دشمنن جو لشڪر مسلمانن ۽ مديني جي وچ ۾ رنڊڪ بڻجي ويو.

**بچاءَ جي رٿ:-** هتي پهچي پاڻ سڳورن ﷺ لشڪر کي ترتيب ڏني ۽ جنگي لحاظ کان ان کي ڪيترين ئي قطارن ۾ ورهايو. ماهر تير اندازن جو هڪ ٽولو بہ چونڊيو جيڪو پنجاهہ جوڌن تي مشتمل هو ۽ ان جي اڳواڻي حضرت عبدالله بن جبير بن نعمان انصاري دوسي بدري رضي الله عنه جي حوالي ڪئي ۽ کين قنات نالي واديءَ جي ڏاکڻي ڪپ تي هڪ ننڍڙي جبل تي، جيڪو اسلامي لشڪر جي منزل گاهہ کان اٽڪل ڏيڍ سؤ ميٽر ڏکڻ اوڀر ۾ هو ۽ هاڻي رمات جبل جي نالي سان مشهور آهي، بيهاريو. ان جو مقصد انهن جملن مان پروڙي سگهجي ٿو، جيڪي پاڻ سڳورن ﷺ تير اندازن کي هدايتون ڏيندي فرمايائون. پاڻ سڳورن ﷺ سندن اڳواڻ کي چيو تہ: "گهوڙي سوارن کي تير هڻي اسان کان پري رکجوءَ تہ جيئن اهي پنيان کاهي نہ اچن. اسين کٽيون يا هارايون، توهان پنهنجي جاءِ تي ئي رهجوءَ، توهان جي پاسان حملو نہ ٿيڻ کپي." ([1]) پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ تير اندازن کي فرمايو تہ: "اسانجي پنئين پاسي جي سنڀال ڪجوءَ. ۽ صحيح بخاريءَ جي لفظن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ هيئن فرمايو تہ: "جيڪڏهن توهان ڏسو تہ اسان کي پکي پيا جهپين تہ بہ پنهنجي جاءِ نہ ڇڏجوءَ، تان تہ آئون توهان کي سڏ ڪريان ۽ جي توهان ڏسو تہ اسان هنن کي شڪست ڏني آهي ۽ کين ڪچلي ڇڏيو آهي تہ بہ پنهنجي جڳهہ ايستائين نہ ڇڏجوءَ، جيستائين آئون نہ سڏيان."([2]) جيڪڏهن ڏسو تہ اسان مارجون پيا تہ بہ اسان جي مدد لاءِ نہ اچجوءَ ۽ جي ڏسو تہ اسين غنيمت جو مال گڏ ڪري رهيا آهيون تہ بہ اسان وٽ نہ اچجوءَ."([3])

اهڙين سخت هدايتن سان ان ٽولي کي ان جبل تي بيهاري پاڻ سڳورن ﷺ اڪيلي ڪليل لنگهہ کي بہ بند ڪري ڇڏيو، جنهن مان لنگهي مشرڪن جو دستو مسلمانن تائين پهچي کين گهيري ۾ آڻي سگهيو ٿي.

باقي لشڪر جي ترتيب هن ريت هئي. ميمنہ تي حضرت منذر بن عمرو رضي الله عنه مقرر ٿيو ۽ ميسره تي حضرت زبير بن العوام رضي الله عنه ۽ ساڻن ٻانهن ٻيلي حضرت مقداد بن اسود رضي الله عنه کي ڪيو ويو. حضرت زبير رضي الله عنه کي اهو ڪم بہ ڏنو ويو تہ پاڻ خالد بن وليد جي گهوڙي سوارن جو رستو

---

[1] - ابن هشام (2/ 65، 66).

[2] - فتح الباري(7/ 350).

[3] - صحيح بخاري (1/ 426).

روڪي رکن. ان ترتيب ڪانسواءِ قطار جي اڳئين حصي ۾ چوند ڪونڌر ۽ پهلوان مسلمان بيهاريا ويا، جن جي دليري ۽ جانثاريءَ جي هاڪ هئي ۽ جن کي هزارن جي مٽ سمجهيو ٿي ويو.

اها رٿا ڏاڍي گهري ۽ حڪمت واري هئي، جنهن سان پاڻ سڳورن ﷺ جي ان فوجي قيادت جي صلاحيت جو پتو پوي ٿو ته ڪو سپهه سالار ڪيڏو ئي صلاحيت وارو ڇو نه هجي، پر پاڻ سڳورن ﷺ کان گهري ۽ حڪمت عمليءَ واري رٿا نٿو جوڙي سگهي. ڇو ته پاڻ سڳورا ﷺ دشمنن کان پوءِ هتي پهتا هئا پر انهن پنهنجي لشڪر لاءِ اهڙي جاءِ چوندي، جيڪا جنگي لحاظ کان جنگ جي ميدان جي سڀ کان سٺي جڳهه هئي. يعني پاڻ سڳورن ﷺ جبل جي آڙ وٺي پنهنجي پٺ ۽ ساڄو پاسو محفوظ ڪري ورتو هو ۽ کابي پاسي کان جتان جنگ هلندي پنيان کان حملو ٿي سگهيو ٿي، اتي تير انداز بيهاري ڇڏيا هئا ۽ پڙاءُ لاءِ هڪ مٿاهين جڳهه چوندي ته جيئن الله نه ڪري، جيڪڏهن هارائجي ته پڇڻ ۽ پيچو ڪرڻ وارن کان بچڻ لاءِ اتي پناهه وٺي سگهجي ۽ جي دشمن لشڪرگاهه تي قبضو ڪرڻ لاءِ اڳرائي ڪري ته ڪيس وڏو نقصان سهڻو پوي. ان جي ڀيٽ ۾ پاڻ سڳورن ﷺ دشمنن کي هڪ هيٺاهين جڳهه تي پڙاءُ ڪرڻ تي مجبور ڪري وڌو هو، جيئن سندن ڪٽڻ ڪانپوءِ به کين ڪو وڏو فائدو نه رسي ۽ جي مسلمان کٽي وڃن ته هو پيچو ڪرڻ وارن کان نه بچي سگهن. اهڙيءَ طرح پاڻ سڳورن ﷺ مشهور جوڌن جو هڪ ٽولو جوڙي لشڪر جي کوٽ پوري ڪئي. اها هئي پاڻ سڳورن ﷺ جي لشڪر جي ترتيب جيڪا 7 شوال سنه 3 هه تي ڇنڇر جي ڏينهن ڪئي وئي.

<u>**پاڻ سڳورن ﷺ پاران لشڪر ۾ شجاعت جو روح ڦوڪڻ:**</u>- ان کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ اعلان ڪيو ته جيستائين پاڻ حڪم نه ڪن، تيستائين جنگ ڪانه ڇيڙبي. پاڻ سڳورن ﷺ کي هڪ ٻئي مٿان ٻه زرهون پاتل هيون. هاڻي پاڻ سڳورن انهن ۾ دليريءَ ۽ بهادريءَ جو روح ڦوڪيندي هڪ تمام تکي تلوار مياڻ مان ڪڍي فرمايو ته ڪير آهي، جيڪو هيءَ تلوار وٺي ان جو حق ادا ڪري؟ ان تي گهڻائي اصحابي تلوار وٺڻ لاءِ اڳتي وڌيا، جن ۾ حضرت علي بن ابي طالب رضي الله عنه، زبير بن العوام رضي الله عنه ۽ عمر بن خطاب رضي الله عنه جن به شامل هئا، پر ابو دجانه سماڪ بن خرشه رضي الله عنه اڳتي وڌي عرض ڪيو ته يا رسول الله ﷺ! هن جو حق ڪهڙو آهي؟ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته: "هن کي دشمنن جي منهن تي ايستيائين هڻڻو آهي، جيستائين اها ڇبي نه ٿي وڃي." هن چيو ته "يا رسول الله ﷺ! آئون اها تلوار وٺي ان جو حق ادا ڪرڻ ٿو چاهيان." پاڻ سڳورن ﷺ کين اها تلوار ڏئي ڇڏي.

ابودجانه رضي الله عنه وڏو ڪونڌر مڙس هئا. وڙهڻ مهل آڪڙ ڪري هلندو هو. وٽس هڪ ڳاڙهو رومال هو، جڏهن اهو مٿي تي ٻڌندو هو ته ماڻهو سمجهي ويندا هئا ته هاڻي پاڻ مرڻ گهڙيءَ تائين

وڙهندو رهندو. تنهنڪري جڏهن وهن تلوار ورتي تہ مٿي تي رومال ٻڌي صفن جي وچان آڪڙجي لنگهڻ لڳو. ان مهل پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: جيتوڻيڪ اهڙي هلڻي الله تعاليٰ کي ناپسند آهي پر اهڙن موقعن تي نہ.

**مڪي جي لشڪر جي تنظيم**:- مشرڪن بہ اصول مطابق پنهنجي لشڪر کي تربيت ڏني. انهن جو سپہ سالار ابوسفيان هو، جنهن لشڪر جي قلب ۾ پنهنجو مرڪز جوڙيو. ميمنہ تي خالد بن وليد هو، جيڪو اڃا مشرڪ هو. ميسره تي عڪرمہ بن ابوجهل هو. پيادل فوج جي اڳواڻي صفوان بن اميہ وٽ هئي ۽ تير اندازن تي عبدالله بن ربيعہ مقرر هو.

جهنڊو بنو عبدالدار جي هڪ ننڍڙي ٽولي جي هٿ ۾ هو. اهو منصب کين تڏهوڪو مليل هو، جڏهن بنو عبدمناف، قصيءَ کان ورثي ۾ مليل منصب پاڻ ۾ ورهايا هئا، جن جو تفصيل مٿي بيان ڪيل آهي. پوءِ ابن ڏاڏن کان اهو دستور هلندو آيو، جنهن جي ڪري ڪوبہ ماڻهو هن منصب تي اعتراض نٿي اٿاري سگهيو. پر سپہ سالار ابوسفيان کين ياد ڏياريو تہ بدر واري لڙائيءَ ۾ سندن علمدار نضر بن حارث جهلجي پيو هو تہ قريشن سان ڪيڏي نہ وڏي جٽ ٿي هئي. اها ڳالهہ ياد ڏيارڻ سان گڏ کين ڀڙڪائڻ لاءِ چيائين تہ: "اي بني عبدالدار! بدر واري ڏينهن توهان، اسان جو جهنڊو کنيو هو تہ اسان جن حالتن ۾ ڦاٿا هئاسين اهي توهان ڏسي ورتيون هيون. حقيقت ۾ فوج جي جهنڊي واري پاسي ئي حملو ٿيندو آهي. جڏهن جهنڊو ڪرندو آهي تہ فوج جا پير اکڙي ويندا آهن. بس هن ڀيري يا تہ توهان چڱيءَ طرح سان جهنڊو سنڀاليو يا جهنڊي تان هٿ کڻو، اسين پاڻهي ان کي سنڀالڻ جو بندوبست ڪنداسين." هن ڳالهہ مان ابوسفيان جو جيڪو مقصد هو اهو هن حاصل ڪيو. ڇو تہ اها ڳالهہ ٻڌي بني عبدالدار وارا تپي ويا ۽ ڌمڪيون ڏيڻ لڳا. ائين ٿي لڳو ڄڻ هنن تي ڪاهي پوندا. چوڻ لڳا تہ اسين پنهنجو جهنڊو توکي ڏيون؟ سڀاڻي جڏهن ويڙهہ ٿيندي تہ تون ڏسي وٺجان اسين ڇا ٿا ڪريون. پوءِ واقعي جڏهن جنگ شروع ٿي تہ اهي مڙسيءَ سان بيٺا رهيا، تان تہ سندن هڪ هڪ ماڻهو موت جو ڪاڄ ٿي ويو.

**قريشن جي سياسي چالبازي**:- جنگ کان پهرين قريشن، مسلمانن ۾ ڦوٽ وجهڻ ۽ جهڳڙو ڪرائڻ لاءِ اپاءَ ورتا. هن مقصد لاءِ ابوسفيان انصارن کي نياپو موڪليو تہ توهان اسان جي ۽ اسان جي سؤٽ (محمد ﷺ) جي وچ مان نڪري وڃو تہ اسين بہ اوهان ڏي رخ نہ ڪنداسين. ڇو تہ اسان کي اوهان سان وڙهڻ جي ضرورت ڪانهي. پر جنهن ايمان آڏو پهاڙ بہ نٿي بيهي سگهيا، ان جي آڏو هيءَ چال ڪيئن ٿي ڪامياب ٿي سگهي. تنهنڪري انصارن کيس ڏاڍو ڪڙو جواب ڏياري موڪليو.

پوءِ ڏکيو وقت بہ اچي پهتو ۽ ٻئي فوجون هڪ ٻئي جي ويجهو اچي ويون تہ قريشن ان مقصد لاءِ هڪ پيرو وري ڪوشش ڪئي. يعني هڪ پڪو نڳ ابو عامر فاسق مسلمانن آڏو آيو. سندس نالو عبد عمرو بن صيفي هو ۽ کيس راهب چيو ويندو هو، پر پاڻ سڳورن ﷺ سندس نالو فاسق رکي ڇڏيو. اهو جاهليت ۾ اوس قبيلي جو سردار هو. پر جڏهن اسلام آيو تہ اهو سندس نڙيءَ ۾ هڏيءَ وانگر اٽڪي پيو ۽ هو پاڻ سڳورن ﷺ خلاف کلي دشمنيءَ تي لهي آيو. هو مديني مان هلي قريشن وٽ ويو ۽ کين پاڻ سڳورن ﷺ خلاف ڀڙڪائي جنگ لاءِ راضي ڪيائين ۽ کين يقين ڏيارايائين تہ منهنجي قوم جا ماڻهو مون کي ڏسندا تہ منهنجي ڳالهہ مڃي، منهنجو ساٿ ڏيندا. اهو ئي سبب هو جو هي همراهہ سڀ کان پهرين احد جي ميدان ۾ حبشين ۽ مڪي وارن جي غلامن سان مسلمانن جي سامهون آيو ۽ پنهنجي قوم کي واڪا ڪري پنهنجو تعارف ڪرايائين ۽ چيائين تہ اوس قبيلي وارؤ! آئون ابو عامر آهيان. انهن وراڻيو تہ او فاسق! الله تنهنجي اک کي خوشي نہ ڏيکاري. هن اهو ٻڌي چيو تہ او هو! منهنجي قوم ۾ مون کان پوءِ شر اچي ويو آهي. (پوءِ جڏهن ويڙهہ شروع ٿي تہ هن ڏاڍي زوردار جنگ ڪئي ۽ مسلمانن تي ڏاڍا پٿر وسايا).

اهڙيءَ طرح قريشن پاران ايمان وارن ۾ ڏڦير وجهڻ جي ٻي ڪوشش بہ ناڪام ٿي. ان مان اندازو ڪري سگهجي ٿو تہ گهڻائيءَ ۾ هجڻ ۽ گهڻو ساز ۽ سامان رکندي بہ مشرڪن جي دلين ۾ مسلمانن جو ڪيڏو نہ ڏهڪاءُ ويٺل هو.

**همٿ ڏيارڻ لاءِ قريش عورتن جو ٽڪساٽ:-** هوڏانهن قريش عورتون بہ ويڙهہ ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻ لڳيون. انهن جي اڳواڻي ابوسفيان جي زال هند بنت عتبہ ڪري رهي هئي. انهن عورتن لشڪر ۾ گهمي ۽ دف وڄائي ماڻهن کي جوش ڏياريو ۽ ويڙهہ لاءِ اڪسايو. ويڙهاڪن کي غيرت ڏياري ۽ نيزي بازي ۽ تلوار بازي، تير بازي ۽ ويڙهہ لاءِ جذبا ڀڙڪايا. ڪڏهن انهن علمبردارن کي ڀڙڪائڻ لاءِ هيٺين ٽي چيو تہ:

وَيْهَا بَنِي عَبْدِ الدّارْ ... وَيْهَا حُمَاةَ الْأَدْبَارْ... ضَرْبًا بِكُلِّ بَتّارْ وَتَقُولُ

”ڏسو عبدالدار، ڏسو پٺين جا پاسبان، چڱيءَ طرح ڪريو وار.“

۽ ڪڏهن پنهنجي قوم کي ويڙهہ تي اڪسائڻ لاءِ هيٺين ٽي چيائون:

إنْ تُقْبِلُوا نُعَانِقْ ... وَنَفرِشُ النّمَارِقْ

أَوْ تُدْبِرُوا نُفَارِقْ ... فِرَاقَ غَيْرَ وَامِقْ

"جيڪڏهن توهان اڳتي وڌيا تہ اسين توهان کي سيني سان لڳائيندياسين ۽ سيج سجائيندياسين سين. پٺتي هٽيا تہ ڪاوڙجي توهان کان ڌار ٿي ويندياسين سين." ([1])

<u>**جنگ جو پهريون ڪاڄ**</u>:- ان کانپوءِ ٻئي ڌريون هڪٻئي جي آمهون سامهون ۽ صفا ويجهو اچي ويون ۽ لڙائيءَ جو مرحلو شروع ٿي ويو. جنگ جو پهريون ڪاڄ مشرڪن جو علمبردار طلحہ بن ابي طلحہ عبدري بڻيو. هي قريشن جو هاڪارو شهسوار هو. ان کي مسلمان ڪبش الڪتيبہ (لشڪر جو دنبو) چوندا هئا. هو اٺ تي چڙهي نڪتو ۽ دوبدو وڙهڻ جو سڏ ڏنائين. سندس حد کان وڌيڪ شجاعت ڪري عام اصحابي سڳورا وڙهڻ کان لنوائڻ لڳا پر حضرت زبير ﷛ اڳتي وڌي هڪ لمحي جي چوٿ ڏيڻ ڪانسواءِ شينهن وانگر ٽپ ڏئي اٺ تي چڙهي ڪيس جهلي زمين تي ڪيرائي تلوار سان ڪيس ڪهي ڇڏيو.

پاڻ سڳورن ﷺ اهو ڏيک ڏسي خوشيءَ ۾ تڪبير جو نعرو هنيو. مسلمانن بہ تڪبير جو نعرو هنيو. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: هر نبيءَ جو هڪ حواري هوندو آهي، منهنجو حواري زبير ﷛ آهي. ([2])

<u>**ويڙهاند جو مرڪز ۽ علمبردار جو موت**</u>:- ان کانپوءِ هر طرف جنگ جا الا ڀڙڪي پيا ۽ سڄو ميدان، "رڻ گجيو راڙو ٿيو" جو ڏيک ڏيڻ لڳو. مشرڪن جي جهنڊي واري جڳهہ ويڙهہ جو مرڪز بڻجي وئي. بنو عبدالدار پنهنجي مهندار طلحہ بن ابي طلحہ جي مارجڻ کانپوءِ هڪٻئي کانپوءِ جهنڊو سنڀاليو پر هڙئي مارجي ويا. سڀ کان پهرين طلحہ جي ڀاءُ عثمان بن ابي طلحہ جهنڊو کنيو ۽ هيٺين چوندي اڳتي وڌيو:

إنّ عَلَى أَهْلِ اللّوَاءِ حَقّا ... أَنْ تَخْضِبِ الصّعْدَةَ أَوْ تَنْدَقّا

علمبردارن جو فرض آهي تہ نيزو يا تہ (رت سان) رنگجي وڃي يا ڀڃي پوي.

ان تي حضرت حمزة ﷛ حملو ڪيو ۽ سندس ڪلهي تي اهڙي تلوار هنئي جو اها هٿ سميت ڪلهي کي ڪٽيندي ۽ جسم کي چيريندي دن تائين وڃي پهتي ۽ سندن ڦڦڙ نظر اچڻ لڳا.

ان کانپوءِ ابو سعد بن ابي طلحہ جهنڊو کنيو. ان کي حضرت سعد بن ابي وقاص ﷛ تير هنيو، جيڪو وڃي سندس نڙيءَ ۾ لڳو، جنهن سان سندس زبان ٻاهر نڪري آئي ۽ هو ٺڏي تي ئي مري ويو. ڪن سيرت نگارن جو چوڻ آهي تہ ابو سعد ٻاهر نڪري دوبدو ويڙهہ جو سڏ ڏنو ۽ حضرت

---

[1] سيرة ابن هشام - ( 2 / 67)

[2] - اها ڳالهہ سيرت حلبيہ واري لکي آهي. هونئن حديثن ۾ اهو جملو ٻئي موقعي بابت ڄاڻايل آهي.

علي ﷺ اڳتي وڌي ساڻس مقابلو ڪيو. ٻنهي هڪٻئي تي تلوار جو هڪ هڪ وار ڪيو پر حضرت علي ﷺ ابو سعد کي ماري وڌو.

ان ڪانپوءِ مسافع بن طلحہ بن ابي طلحہ جهنڊو سنڀاليو پر کيس عاصم بن ثابت بن ابي افلح ﷺ تير هڻي ماري وڌو. ان ڪانپوءِ سندس ڀاءُ ڪلاب بن طلحہ بن ابي طلحہ جهنڊو کنيو پر ان تي حضرت زبير بن العوام ﷺ حملو ڪيو ۽ سندس ڪم پورو ڪري ڇڏيو. پوءِ انهن ٻنهي جي ڀاءُ هلاس بن طلحہ بن ابي طلحہ جهنڊو سنڀاليو پر کيس طلحہ بن عبيدالله ﷺ نيزو هڻي ماري وڌو. ڪن جو چوڻ آهي تہ عاصم بن ثابت بن ابي افلح ﷺ تير سان ماريو هوس.

اهي هڪ ئي گهر جا ڇهہ ڀاتي هئا. يعني سيئي ابي طلحہ عبدالله بن عثمان بن عبدالدار جا پٽ ۽ پوٽا هئا، جيڪي مشرڪن جو جهنڊو سنڀاليندي مئا. ان ڪانپوءِ عبدالدار قبيلي جي هڪ ٻئي ماڻهوءَ ارطاه بن شرحبيل جهنڊو سنڀاليو، پر حضرت علي ﷺ يا حضرت حمزة ﷺ ماري ڇڏيس. ان ڪانپوءِ شريح بن قارظ جهنڊو سنڀاليو پر کيس قزمان ماري ڇڏيو. قُزمان، منافق هو ۽ اسلام بدران قبائلي حميت جي جوش ۾ مسلمانن سان گڏ وڙهڻ آيو هو. شريح ڪانپوءِ ابو زيد عمرو بن عبدمناف عبدريءَ جهنڊو کنيو پر ان کي بہ قزمان ماريو. پوءِ شرحبيل بن هاشم عبدريءَ جي پٽ جهنڊو سنڀاليو پر اهو بہ قزمان هٿان مارجي ويو.

اهي بنو عبدالدار جا ڏهہ ڄڻا هئا، جن مشرڪن جو جهنڊيو سنڀاليو پر سيئي مارجي ويا. ان ڪانپوءِ ان قبيلي جو ڪوبہ ماڻهو نہ بچيو، جيڪو جهنڊو کڻي پر ان موقعي تي هڪ حبشي غلام، جنهن جو نالو صواب هو، جهڙپ هڻي جهنڊو کڻي ورتو ۽ ايڏي دليريءَ سان مڙس ماڻهو ٿي وڙهيو جو پاڻ کان اڳ جهنڊو کڻندڙ پنهنجن مالڪن کان بہ گوءِ کڻي ويو ۽ لاڳيتو وڙهندو رهيو. تان تہ سندس ٻئي هٿ هڪ هڪ ڪري ڪپجي ويا پر ان ڪانپوءِ بہ هن جهنڊو ڪرڻ نہ ڏنو ۽ گوڏن ڀر ويهي ڇاتيءَ ۽ ڳچيءَ جي ٽيڪ تي جهلي رکيائين، تان تہ کيس ماريو ويو. ان وقت بہ هو چئي رهيو هو تہ اي الله! هاڻي تہ مون ڪابہ ڪسر نہ ڇڏي آهي.

ان جي مرڻ ڪانپوءِ جهنڊو زمين تي ڪري پيو ۽ ان کي کڻڻ وارو ڪوبہ نہ بچيو. ان ڪري اهو پٽ تي ئي ڪريل رهيو.

**بين حصن ۾ جنگ جي ڪيفيت:-** هڪ پاسي قريشن جو جهنڊو ويڙهہ جو مرڪز بڻجي ويو هو تہ ٻئي پاسي ميدان جي بين حصن ۾ بہ سخت ويڙهہ هلي رهي هئي. مسلمانن تي ايمان جو روح ڇانيل هو. ان ڪري اهي شرڪ ۽ ڪفر جي لشڪر تي ٻوڏ وانگر ڪاهي پيا هئا، جنهن جي آڏو ڪو بند نٿي ٻڌجي سگهيو. مسلمان ان موقعي تي امت امت پڪاري رهيا هئا ۽ اهو ئي هن جنگ جو

شعار هو. هوڏانهن حضرت ابو دجانہ ﷛ پنهنجو ڳاڙهو رومال ٻڌي پاڻ سڳورن ﷺ جي ڏنل تلوار هٿ ۾ جهلي ۽ ان جو حق ادا ڪرڻ جو پڪو پهہ ڪندي وڙهندي وڙهندي پري تائين هليو ويو. پاڻ جنهن مشرڪ سان اٽڪيو تي، ان کي پورو ڪري تي ڇڏيائين. هن مشرڪن جون قطارن جون قطارون ڪيرائي ڇڏيون.

حضرت زبير بن العوام ﷛ جو ٻڌايل آهي تہ جڏهن مون پاڻ سڳورن ﷺ کان تلوار گهري ۽ انهن نہ ڏني تہ منهنجي دل تي ان جو اثر ٿيو ۽ مون دل ۾ سوچيو تہ آئون پاڻ سڳورن ﷺ جو پڦاٽ آهيان، قريش آهيان ۽ مون پاڻ سڳورن ﷺ وٽ ابودجانہ ﷛ کان اڳ وجي تلوار جي گهر ڪئي هئي پر پاڻ سڳورن ﷺ مون کي نہ ڏني ۽ هن کي ڏئي ڇڏي. ان ڪري والله! آئون ڏسندس تہ هو ان کان ڪهڙو ڪم ٿو وٺي؟ پوءِ آئون سندس پنيان لڳي پيس. ان ڇا ڪيو جو پهرين پنهنجو ڳاڙهو رومال ڪڍي مٿي تي ٻڌو. ان تي انصارن چيو تہ: ابو دجانہ ﷛ موت جو رومال ڪڍي ورتو آهي. پوءِ هو هيٺئن چوندي ميدان ۾ ڪاهي پيو تہ:

أَنَا الَّذِي عَاهَدَنِي خَلِيلِي ... وَنَحْنُ بِالسَّفْحِ لَدَى النَّخِيلِ
أَلَّا أَقُوْمَ الدَّهْرَ فِي الْكَيُّولِ ... أَضْرِبُ بِسَيْفِ اللَّهِ وَالرَّسُولِ

”مون نخلستان جي دامن ۾ پنهنجي خليل ﷺ سان واعدو ڪيو آهي تہ ڪڏهن بہ صفن جي پويان نہ رهندس (بلڪہ اڳتي وڌي) الله ۽ ان جي رسول جي تلوار واهيندو رهندس.“

ان ڪانپوءِ ساٹن جيڪو بہ ٽڪرايو تي، ان کي ماري تي وڌائون. هوڏانهن مشرڪن ۾ هڪ ڄڻو هو، جيڪو اسان جي ڏکيل ساٿين کي ڏسي ماري رهيو هو. اهي ٻئي هوريان هوريان ويجهو اچي رهيا هئا. مون الله کان دعا گهري تہ ٻنهي جو ٽڪراءُ ٿي وڃي ۽ ٿيو بہ ائين. ٻنهي هڪٻئي تي هڪ هڪ وار ڪيو. پهرين مشرڪ، ابودجانہ ﷛ تي تلوار هلائي پر ابودجانہ ﷛ اهو ڏک ڍال تي روڪيو ۽ مشرڪ جي تلوار ان ڍال ۾ ڦاسي پئي. ان ڪانپوءِ ابودجانہ ﷛ تلوار هڻي مشرڪ کي اتي ئي ڍير ڪري وڌو. ([1])

ان کان پوءِ ابو دجانہ ﷛ قطارن جون قطارون چيري اڳتي وڌيو ۽ قريش عورتن جي مهندار تائين وڃي پهتو. کين پتو نہ هو تہ اها ڪا عورت آهي. سندس بيان آهي تہ مون هڪ ماڻهو ڏٺو، جيڪو زور شور سان ماڻهن کي ڀڙڪائي رهيو هو. ان ڪري مون کيس نشاني تي ورتو پر جڏهن تلوار سان حملو ڪرڻ وارو هئس تہ هن وٺي رڙيون ڪيون ۽ خبر پئي تہ اها تہ ڪا عورت آهي. مون پاڻ سڳورن ﷺ جي تلوار کي اهو ڏيو لڳڻ نہ ڏنو تہ ان سان ڪا عورت ماري وڃهان.

---

[1] - ابن هشام (2/ 68، 69).

اها عورت عتبہ جي ڌيءَ هند هئي، جيئن حضرت زبير بن العوام ﷺ جو بيان آهي تہ مون ابو دجانہ ﷺ کي ڏٺو، ان هند بنت عتبہ جي مٿي ڪان تلوار ايي ڪئي ۽ پوءِ هٽائي ڇڏي. مون سوچيو تہ الله ۽ ان جو رسول ئي وڌيڪ بهتر ڄاڻن ٿا. ([1])

هوڏانهن حضرت حمزة ﷺ بہ ڪاوڙيل شينهن جيان ويڙهہ ڪري رهيو هو. سندس آڏو اچي وڏا وڏا بهادر ائين وکري (پکڙجي) رهيا هئا، جڻ تکي طوفان ۾ پن اڏامي رهيا هجن. هن مشرڪن جي علمبردارن کي مارڻ ۾ حصو ونڻ کانسواءِ ٻيا بہ وڏا وڏا ويڙهو ڪلٽي ڪري ڇڏيا هئا. پر افسوس جو ان حالت ۾ سندن شهادت ٿي پئي. پر کين بهادرن وانگر صفن ۾ وڙهندي شهيد نہ ڪيو ويو هو، پر ڪانيرن وانگر لڪي اٽڪاٽائيءَ ۾ ماريو ويو هو.

**حضرت حمزة ﷺ جي شهادت:-** سندن قاتل جو نالو وحشي بن حرب هو. اسان سندن شهادت جو واقعو ان جي واتان ٻڌايون ٿا. هن ٻڌايو تہ آئون جبير بن مطعم جو ٻانهو هئس. ان جو چاچو طعيمہ بن عدي بدر جي جنگ ۾ مارجي ويو هو. جڏهن قريش احد واري لڙائيءَ لاءِ روانا ٿيڻ لڳا تہ جبير بن مطعم مون کي چيو تہ "جيڪڏهن تون محمد ﷺ جي چاچي حمزي کي منهنجي چاچي جي بدران مارين تہ تون آجو ٿي ويندين." وحشيءَ جو چوڻ آهي تہ (ان آچ جي ڪارڻ) آئون بہ ٻين سان گڏ روانو ٿيس. آئون حبشي هئس ۽ حبشين وانگر نيزو اڇلڻ جو ماهر هئس. نشانو گهٽ گسندو هوم. جڏهن ويڙهہ شروع ٿي تہ آئون حمزة ﷺ کي ڳولهڻ لڳس. نيٺ مون کين ماڻهن جي ميڙ ۾ ڏٺو. پاڻ پلي خاڪي اٺ وانگر نمايان نظر اچي رهيو هو ۽ ماڻهن کي چڙوچڙ ڪري اڳتي وڌي رهيو هو. سندس آڏو ڪابہ شيءِ ٽڪي نہ پئي سگهي.

والله! آئون اجان کين مارڻ جو ارادو ڪري رهيو هوس ۽ کنهن پٿر يا وڻ جي اوٽ وٺي کين ويجهو اچڻ جو وجهہ ڏيڻ پئي گهريم تہ ايتري ۾ سباع بن عبدالعزىٰ مون کان اڳتي وڌي وٽن پهتو. حمزة ﷺ کيس للڪاريندي چيو تہ: "او فلاڻيءَ جا پٽ! اچئي تو." ان سان گڏ ئي اهڙو زور سان تلوار هنيائينس جو هن جو ڪنڌ ڄڻ هو ئي ڪونہ.

وحشيءَ جو چوڻ اهي تہ اوڏي مهل مون نيزو توريو ۽ جڏهن منهنجي مرضيءَ موجب ٿيو تہ ڏانهس اڇلايم. نيزو دن کان هيٺ لڳو ۽ ٻنهي پيرن جي وچان لنگهي ويو. هن اٿڻ جي ڪئي پر ڪري پيو. مون کيس ان حال ۾ ڇڏي ڏنو. نيٺ هو گذاري ويو. ان کانپوءِ مون وٽن وڃي پنهنجو نيزو ڪڍيو ۽ لشڪر ۾ موٽي اچي ويهي رهيس. (منهنجو ڪم پورو ٿي چڪو هو) منهنجو ان کانسواءِ ٻئي

---

[1] - ابن هشام (69/2).

ڪنهن سان معاملو ڪونہ هو. مون کين رڳو ان لاءِ ماريو تہ جيئن آئون آزادي حاصل ڪري سگهان. پوءِ جڏهن مڪي پهتس تہ مون کي آزادي ملي وئي. ([1])

**مسلمانن جي سرسي:-** الله ۽ الله جي رسول جي شينهن **حضرت حمزة** رضي الله عنه جي شهادت سان مسلمانن کي ڪاپاري ڌڪ رسيو تہ بہ مسلمان جنگ ۾ سرس رهيا. **حضرت ابوبڪر ۽ عمر، علي ۽ زبير، مصعب بن عمير، طلحہ بن عبيدالله، عبدالله بن جحش، سعد بن معاذ، سعد بن عباده، سعد بن ربيعہ ۽ نضر بن انس** وغيره رضي الله عنهم اجمعين ايڏو مڙسيءَ سان وڙهيا جو مشرڪن جا حوصلا خطا ٿي ويا ۽ اهي همٿ هاري ويهي رهيا.

**عورت جي هنج کان تلوار جي ڌار تائين:-** هاڻي ٿورو هيڏانهن ڏسو. انهن ئي ڪونڌرن ۾ **حضرت حنظلہ الغسيل** رضي الله عنه بہ نظر اچي رهيو آهي، جيڪو اڄ هڪ انوکي شان سان ميدان ۾ لٿل آهي. پاڻ ان ئي ابو عامر راهب جو فرزند آهي، جيڪو پوءِ فاسق جي نالي سان مشهور ٿيو. ان جو ذڪر اڳتي اچي چڪو آهي. **حضرت حنظلہ** رضي الله عنه جي تازي شادي ٿي هئي. جنگ جو پڙهو ڏنو ويو تہ ان مهل پاڻ پنهنجي گهرواريءَ سان ستل هو. سڏ ٻڌندي ئي هنج ڇڏي جهاد لاءِ نڪري پيو ۽ جڏهن مشرڪن سان ڇتي ويڙهہ ٿيڻ لڳي تہ پاڻ صفون چيريندي سپهہ سالار ابوسفيان تائين وڃي پهتو ۽ ابوسفيان کي مارڻ وارو ئي هو جو الله تعاليٰ پاران سندن لاءِ مقرر ڪيل شهادت ٿي گذري ۽ جيئن ئي ابوسفيان جو نشانو ونئي تلوار اپي ڪيائين تہ شداد بن اوس ڏسي ورتس ۽ جهٽ ڪري حملو ڪري ڏنائين. جنهن سان **حضرت حنظلہ** رضي الله عنه شهيد ٿي ويو.

**تير اندازن جو ڪارنامو:-** رماة جبل تي جن تير اندازن کي پاڻ سڳورن ﷺ بيهاريو هو، انهن بہ جنگ ۾ بيين مسلمانن وانگر ڀرپور حصو ورتو. مڪي جي شهسوارن خالد بن وليد جي اڳواڻيءَ ۾ ۽ ابو عامر فاسق جي مدد سان اسلامي فوج جو کاٻو طرف ٽوڙي مسلمانن جي پٺيان پهچڻ ۽ انهن جي صفن ۾ افراتفري مچائي ڀرپور مات ڏيڻ لاءِ ٽي ڀيرا زورائتو حملو ڪيو، پر مسلمان تير اندازن کين اهڙا تہ تير هنيا جو ٽئي حملا ناڪام ٿي ويا. ([2])

**مشرڪن جي هار:-** ٿوري دير تائين ڇتي ويڙهہ ٿيندي رهي ۽ ننڍڙو اسلامي لشڪر پوريءَ طرح جنگ تي حاوي رهيو. نيٺ مشرڪن جا حوصلا ٽٽي پيا،سندن صفون ٽٽڻ لڳيون. ڇڻ ٽي هزار

---

[1] - ابن هشام (2/69، 72) صحيح بخاري(2/583) وحشيءَ طائف جي جنگ کان پوءِ اسلام قبوليو ۽ پنهنجي ساڳئي نيزي سان حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جي ڏينهن ۾ يمامہ جي جنگ ۾ مسلمہ ڪذاب کي ماريو. ان رومين خلاف يرموڪ جي جنگ ۾ بہ حصو ورتو.

[2] - فتح الباري (7/346).

مشرڪ، ست سوٴ نہ پر ٽي هزار مسلمانن سان ٽڪرايا هجن. هوڏانهن مسلمان ايمان ۽ يقين، جانبازي ۽ شجاعت جا نهايت وڏا مثال ٻڌجي تيرن ۽ تلوارن جا جوهر ڏيکاري رهيا هئا.

جڏهن قريشن، مسلمانن جي لاڳيتن حملن کي روڪڻ لاءِ پنهنجي سموري سگهہ استعمال ڪرڻ کانپوءِ بہ مجبوري ۽ بيوسي محسوس ڪئي ۽ سندن حوصلا ايترا خطا ٿي ويا جو صواب جي قتل کانپوءِ جڏهن جنگ کي جاري رکڻ لاءِ ڪير بہ پنهنجو جهنڊو بلند ڪرڻ لاءِ نہ اٿيو تہ انهن پويان پير ڪرڻ شروع ڪيا ۽ ڀڄڻ ۾ پلائي ڇاتائون ۽ عزت ۽ وقار جو ڀرم رکڻ لاءِ پلاند ڪرڻ جون ڳالهيون سندن دل مان نڪري ويون.

ابن اسحاق جو چوڻ آهي تہ الله، مسلمانن جي مدد ڪئي ۽ انهن سان ڪيل پنهنجو واعدو نڀايو. تنهنڪري مسلمانن، تلوارن سان مشرڪن کي اهڙي مار ڪيڏي جو اهي پنهنجي پڙاءَ کان بہ پري ڀڄي ويا ۽ ان ۾ شڪ نہ آهي تہ ڪين مات ملي. **حضرت عبدالله بن زبير** رضي الله عنه پنهنجي والد کان روايت ڪئي آهي تہ "والله مون ڏٺو تہ هند بنت عتبہ ۽ سندس ساهيڙيون ور ڪنجي ائين ڀڄڻ لڳيون جو سندن ڇنگهون نظر اچي رهيون آهن. ڪين قيدي بنائڻ ڪو مسئلو نہ هو...الخ ([1])

صحيح بخاريءَ ۾ **حضرت براءَ بن عازب** رضي الله عنه جي روايت آهي تہ جڏهن مشرڪن سان اسانجو ٽڪراءُ ٿيو تہ انهن ۾ ڀاڄ پئجي وئي. ايستائين جو مون عورتن کي ور ڪٽي جبلن ڏي تڪڙو ڀڄندي ڏٺو. سندن پيرن جون ڇيرون بہ نظر اچي رهيون هيون.([2]) ۽ ان ڀاڄ دوران مسلمان، مشرڪن تي تير هلائيندي ۽ مال ميڙيندي سندن پيڇو ڪري رهيا هئا.

**تيراندازن جي خوفناڪ غلطي:-** پر ان مهل، جڏهن هيءُ ننڍڙو اسلامي لشڪر مڪي وارن خلاف تاريخ جي ورقن تي هڪ ٻي وڏي سوڀ جو داستان رقم ڪري رهيو هو، جيڪا بدر واري لڙائيءَ کان ڪنهن بہ طرح گهٽ نہ هئي، ان مهل تير اندازن جي گهڻائيءَ هڪ خوفناڪ غلطي ڪري وڌي، جنهن ڪارڻ جنگ جو نقشو تبديل ٿي ويو. مسلمانن کي وڏو نقصان رسيو ۽ ان جي ڪارڻ مسلمانن جي اها ساک ۽ هيبت دلين مان نڪري وئي، جيڪا بدر جي لڙائيءَ جي نتيجي ۾ کين حاصل ٿي هئي.

گذريل صفحن ۾ اچي چڪو آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ تير اندازن کي ڪٽڻ توڻي هارائڻ جي صورت ۾ ان هنڌ تي ڄمي ويهڻ جو سختيءَ سان تاڪيد ڪيو هو. ان هوندي بہ جڏهن هنن ڏٺو تہ

[1] - ابن هشام (77/2).

[2] - صحيح بخاري (579/2).

مسلمان غنيمت جو مال ميڙي رهيا آهن تہ انهن کي دنيا جي ڪجھ چڪ ٿي، تنهنڪري انهن مان ڪن، ٻين کي چيو تہ غنيمت...! غنيمت...! توهان جا ساٿي ڪٽي ويا...! هاڻي انتظار ڇا جو؟

اهو ٻڌندي ئي سندن اڳواڻ حضرت عبدالله بن جبير ﷜ کين پاڻ سڳورن ﷺ جو حڪم ياد ڏياريو ۽ فرمايو تہ: ڇا توهان وساري ويٺا آهيو تہ پاڻ سڳورن ﷺ توهان کي ڪهڙو حڪم ڪيو هو؟ پر سندن ڪيترن ئي ساٿين ان يادگيريءَ کي هڪ ڪن کان ٻڌي ٻئي مان ڪڍي ڇڏيو ۽ چوڻ لڳا تہ "الله جو قسم! اسين بہ انهن وٽ وينداسين ۽ ڪجھ غنيمت جو مال ضرور هٿ ڪنداسين."([1]) ان ڪانپوءِ چاليهن تير اندازن پنهنجا مورچا ڇڏي ڏنا ۽ غنيمت جو مال ميڙڻ لاءِ عام لشڪر سان وڃي مليا. اهڙيءَ طرح مسلمانن جي پٺ خالي ٿي وئي ۽ اتي رڳو حضرت عبدالله بن جبير ﷜ ۽ سندن نوَ ساٿي وڃي بچيا. جيڪي ان عزم سان پنهنجن مورچن تي ڄميا بيٺا رهيا تہ يا تہ کين ورڻ جي موڪل ڏني ويندي يا اهي پنهنجي جان، الله جي حوالي ڪري ڇڏيندا.

**اسلامي لشڪر مشرڪن جي گهيري ۾:-** خالد بن وليد، جيڪو ان کان اڳ ٽي ڀيرا ان مورچي کي ختم ڪرڻ جي ناڪام ڪوشش ڪري چڪو هو، ان سونهري موقعي جو فائدو وٺندي ڏاڍي تيزيءَ سان ڦيرو ڪائي اسلامي لشڪر جي پٺ تي وڃي پهتو ۽ ٿوري دير ۾ حضرت عبدالله بن جبير ﷜ ۽ سندن ساٿين جو خاتمو ڪري مسلمانن تي پٺيان حملو ڪري ڏنائين. سندس شهسوارن نعرو هنيو، جنهن سان هارايل مشرڪن کي نئين تبديليءَ جو پتو پيو ۽ اهي بہ مسلمانن تي ڪاهي پيا. هوڏانهن بنو حارث قبيلي جي هڪ عورت عمرة بنت علقمہ جهٽپ هڻي پٽ تي پيل مشرڪن جو جهنڊو کڻي ورتو. پوءِ تہ بس ڇڙوڇڙ ٿيل مشرڪ ان جي چوڌاري گڏ ٿيڻ لڳا ۽ هڪ ٻئي کي سڏڻ لڳا. هاڻي مسلمان اڳيان پٺيان گهيري ۾ اچي، چڻ تہ چڪيءَ جي ٻن پڙن جي وچ ۾ ڦاسي پيا هئا.

**پاڻ سڳورن ﷺ جو دليراڻو فيصلو:-** اهڙي وقت تي پاڻ سڳورا ﷺ رڳو نوَ صحابہ سڳورن ([2]) جي گهيري ۾ پٺيان بيٺل هئا ([3]) ۽ مسلمانن جي ويڙهہ ۽ مشرڪن جو حشر ڏسي رهيا هئا جو پاڻ سڳورن ﷺ کي اوچتو خالد بن وليد جا گهوڙي سوار نظر آيا. ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ آڏو بہ رستا وڃي بچيا تہ يا پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجن نون ساٿين سان گڏ تڪڙا پڇي وڃي ڪنهن هٽيڪي جاءِ تي رسن ۽ پنهنجي لشڪر کي، جيڪو دشمنن جي گهيري ۾ اچڻ وارو هو، قسمت تي ڇڏي ڏين يا پنهنجي جان خطري ۾ وجهي پنهنجن اصحابين کي سڏين ۽ انهن جو ڇڱو

---

[1] - هي ڳالھ صحيح بخاري ۾ براء بن عازب ﷜ کان مروي آهي. ڏسو (426/1).

[2] - صحيح مسلم 107/2 ۾ روايت آهي تہ پاڻ سڳورا ﷺ احد واري ڏينهن رڳو ستن انصارن ۽ ٻن قريش صحابين جي وچ ۾ موجود هئا.

[3] - جنهن جو دليل الله تعاليٰ جو هيءُ فرمان آهي تہ: ﴿وَالرَّسُولُ يَدْعُوكُمْ فِي أُخْرَاكُمْ﴾(153) (آل عمران) "يعني رسول توهان کي توهان جي پٺيان سڏي پيو.

خاصو تعداد گڏ ڪري هڪ مضبوط محاذ جوڙين ۽ ان جي ذريعي مشرڪن جو گهيرو ٽوڙي پنهجي لشڪر لاءِ احد جبل تي مٿي چڙهڻ جو رستو ٺاهين.

آزمائش جي ان نازڪ گهڙيءَ ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي عبقريت ۽ بيمثال دليري پڌري ٿي، چو ته پاڻ سڳورن ﷺ جان بچائي ڀڄڻ بدران جان خطري ۾ وجهي اصحابي سڳورن جي جان بچائڻ جو فيصلو ڪيو.

تنهن ڪري پاڻ سڳورن ﷺ خالد بن وليد جي گهوڙي سوارن کي ڏسندي ئي وڏي واڪي اصحابي سڳورن کي سڏيو. الله جا ٻانهؤ...! هيڏانهن...! پاڻ سڳورن ﷺ پليءَ پٽ ڄاتون ٿي ته اهو سڏ مسلمانن کان اڳ مشرڪن تائين پهچندو ۽ ٿيو به ائين ئي، اهو سڏ ٻڌي مشرڪن کي پتو پيو ته پاڻ سڳورا ﷺ اتي موجود آهن. تنهنڪري سندن هڪ جٿو مسلمانن کان اڳ پاڻ سڳورن ﷺ تائين پهچي ويو ۽ ٻين شهسوارن تيزيءَ سان مسلمانن کي گهيرڻ شروع ڪيو. هاڻي اسين ٻنهي محاذن جو تفصيل ڌار ڌار ٻڌائينداسين.

**مسلمانن ۾ ڦڙڦوٽ:-** جڏهن مسلمان گهيري ۾ اچي ويا ته هڪ ٽولو هوش وڃائي ويٺو. ان کي اچي سر سان لڳي، تنهنڪري اهو جنگ جو ميدان ڇڏي وٺي ڀڳو. ان کي ڪابه خبر نه هئي ته پنيان ڇا ٿي رهيو آهي؟ انهن مان ڪجهه ڀڄي وڃي مديني پهتا ۽ ڪي جبل تي چڙهي ويا. هڪ ٻيو گروهه پنيان مڙيو ته مشرڪن سان اهڙو وچڙيو جو هڪٻئي کي سڃاڻي نه سگهيا. ان جي ڪري مسلمانن هٿان ئي ڪي مسلمان مارجي ويا. جيئن صحيح بخاريءَ ۾ بيبي عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي احد واري ڏينهن (پهرين ته) مشرڪن کي مات ملي. ان کان پوءِ ابليس هوڪاريو ته "الله جا ٻانهؤ! پنيان... ان تي اڳين صف پنتي وري ۽ پنين صف سان اٽڪي پئي. حذيفه رضي الله عنه ڏٺو ته سندن والد يمان رضي الله عنه تي حملو ٿي رهيو آهي ته چيائين ته: الله جا ٻانهؤ! هيءُ منهنجو پيءَ آهي، پر الله جو قسم! ماڻهن هٿ نه جهليو، نيٺ کين ماري وڌائونس. حذيفه رضي الله عنه چيو ته الله توهان جي مغفرت ڪري. حضرت عروة رضي الله عنه ٻڌائي ٿو ته: الله جو قسم! حضرت حذيفه رضي الله عنه سدائين خير گهرندو رهيو، ايستائين جو وڃي الله کي پرتو. [1]

مطلب ته ان جٽي ۾ ڏاڍي ڦوٽ پئجي وئي هئي. ڪيترائي ماڻهو حيرانيءَ ۾ پئي ڦريا. سندن سمجهه ۾ نه پئي آيو ته ڪيڏانهن وڃن. اهڙي وقت تي ڪنهن هوڪو ڏنو ته محمد ﷺ قتل

---

[1] - صحيح بخاري (539/1، 581/2) فتح الباري (351/7، 362، 363) بخاريءَ ڪانسواءِ ڪن روايتن ۾ آهي ته پاڻ سڳورن ديت ڏيڻ گهري پر حضرت حذيفه رضي الله عنه چيو ته مون سندن ديت مسلمانن کي صدقو ڪري ڇڏي. ان ڪارڻ پاڻ سڳورن ﷺ جي نظر ۾ پاڻ اجا ته وڌيڪ خير وارو ٿيو. ڏسو مختصر السيرة للشيخ عبدالله (ص:246).

تي ويو آهي. ان سان سندن رهيل کهيل هوش بہ اڏامي ويو. گهڻن جو حوصلو ٽٽي ويو. ڪن ويڙهہ کان هٿ جهلي ورتو ۽ مايوس ٿي هٿيار ڦٽا ڪيا. ڪن ٻين سوچيو تہ منافقن جي سردار (راس المنافقين) عبدالله بن ابي سان ملي ڪيس ڇيو وڃي تہ هو ابوسفيان کان سندن لاءِ امان گهري.

ڪجهہ دير ڪانپوءِ انهن وٽان حضرت انس بن النضر رضي الله عنه لنگهيو. ڏٺائين تہ اهي هٿ هٿ تي رکي ويٺا آهن. پڇيائين تہ ڇا جو انتظار اٿوَ؟ جواب ڏنائون تہ پاڻ سڳورا صلي الله عليه وسلم قتل ٿي ويا آهن. حضرت انس بن نضر رضي الله عنه چيو تہ پوءِ هاڻي پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم کانپوءِ توهان جيئرا رهي ڇا ڪندا؟ اٿو ۽ جنهن ڳالهہ لاءِ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جان ڏني، ان لاءِ توهان بہ جان ڏيو. ان ڪانپوءِ چيائين تہ اي الله! هنن (يعني مسلمانن) جيڪي ڪجهہ ڪيو آهي ان لاءِ توکان معافي ٿو گهران ۽ انهن يعني مشرڪن جيڪي ڪجهہ ڪيو آهي ان کان آئون بيزاري اختيار ٿو ڪريان ۽ اهو چئي اڳتي وڌي ويو. اڳيان حضرت سعد بن معاذ رضي الله عنه مليس. ان پڇيو تہ ابو عمر رضي الله عنه! ڪيڏانهن پيو وڃين؟ حضرت انس وراڻيو تہ "آهہ! جنت جي سڳنڌ جي ڪهڙي ڳالهہ ڪجي. اي سعد! آئون ان (واس) کي احد جي هن پار پيو محسوس ڪريان. ان ڪانپوءِ پاڻ اڳتي وڌي ويو ۽ مشرڪن سان وڙهندي شهيد ٿي ويو. جنگ جي پڇاڙيءَ تي سندن سڃاڻپ نہ پئي ٿي سگهي. نيٺ سندن ڀيڻ رڳو آڱرين جي پورن ذريعي سندن سڃاڻپ ڪئي. ڪين نيزي، تلوار ۽ تيرن جا اسيءَ کان وڌيڪ گهاءَ لڳا هئا. ([1])

اهڙيءَ طرح ثابت بن دحداح رضي الله عنه پنهنجيءَ قوم کي سڏ ڪندي چيو تہ: "جيڪڏهن محمد صلي الله عليه وسلم مارجي ويا آهن تہ بہ الله تہ زندهہ آهي، اهو تہ نٿو مري سگهي. توهان پنهنجي دين لاءِ وڙهو. الله توهان کي سوڀ ڏيندو ۽ مدد ڪندو. ان تي انصارن جي هڪ جماعت اٿي ۽ حضرت ثابت رضي الله عنه انهن جي مدد سان خالد جي رسالي تي حملو ڪيو ۽ وڙهندي وڙهندي خالد جي هٿان نيزو لڳڻ سان شهيد ٿيو. ان وانگر ٿي سندن ساٿين بہ وڙهندي وڙهندي شهادت جو رتبو ماڻيو. ([2])

هڪ مهاجر اصحابي، هڪ انصاري اصحابي جي پرسان لنگهيو، جيڪو رتوڇاڻ ٿيل هو. مهاجر چيو تہ يائو فلاڻا! خبر اٿئي تہ محمد صلي الله عليه وسلم جن مارجي ويا آهن؟ انصاريءَ چيو تہ جيڪڏهن محمد صلي الله عليه وسلم مارجي ويا آهن تہ بہ الله جو دين پهچائي چڪا آهن. هاڻي توهان جو ڪم آهي تہ ان دين جي حفاظت لاءِ وڙهو. ([3])

اهڙيءَ طرح جي حوصلو ڏياريندڙ ڳالهين سان اسلامي لشڪر جو حوصلو وڌيو ۽ سندن هوش ٺڪاڻي تي لڳو. تنهن ڪانپوءِ انهن هٿيار ڦٽا ڪرڻ ۽ ابن ابي سان ملي امان وٺڻ جي ڳالهہ سوچڻ

[1] - زاد المعاد (2/93، 96) صحيح بخاري (2/579).
[2] - السيرة الحلبيہ (2/22).
[3] - زاد المعاد (2/96).

بدران هٿيار ڪنيا ۽ مشرڪن جي لوڙ سان ٽڪرائجي سندن گهيرو ٽوڙڻ ۽ پنهنجي مرڪز تائين رستو صاف ڪرڻ جي ڪم ۾ جنبي ويا. ان دوران اهو بہ پتو پئجي ويو تہ پاڻ سڳورن ﷺ جي مارجڻ جي خبر ڪوڙي آهي. ان سان سندن حوصلو وڌي ويو. تنهن ڪانپوءِ اهي هڪ ڇتي ويڙهہ ڪانپوءِ گهيرو ٽوڙڻ ۽ هڪ مضبوط مرڪز ويجهو گڏ ٿيڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا.

اسلامي لشڪر جو ٽيون گروهہ اهو هو جنهن کي رڳو پاڻ سڳورن ﷺ جو فڪر هو. اهو گروهہ گهيرو ٿيندي ڏسي هڪدم پاڻ سڳورن ﷺ ڏانهن وريو. انهن ۾ سڀ کان اڳرا ابو بڪر صديق رضي الله عنه، عمر بن الخطاب رضي الله عنه ۽ علي بن ابي طالب رضي الله عنه وغيره هئا. اهي سڀ ويڙهہ ۾ بہ سڀ کان اڳرا هئا پر جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ جي جان کي خطرو ڏٺائون تہ پاڻ سڳورن ﷺ جي سنڀال ۽ بچاءُ ڪرڻ وارن مان بہ سڀ کان اڳرا نڪتا.

**پاڻ سڳورن ﷺ جي ويجهو ڇتي ويڙهہ:-** اهڙي وقت تي جڏهن اسلامي لشڪر گهيري ۾ اچي مشرڪن جي وچ ۾ چڪيءَ جي ٻن پڙن وانگر پيسجي رهيو هو، پاڻ سڳورن ﷺ جي چوڌاري بہ ڇتي ويڙهہ ٿي رهي هئي. اسان ٻڌائي چڪا آهيون تہ مشرڪن جنهن مهل گهيراءُ پئي ڪيو، ان مهل پاڻ سڳورن ﷺ سان رڳو نوَ ماڻهو هئا ۽ جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ مسلمانن کي هڪل ڪري چيو تہ مون ڏانهن اچو! آئون الله جو رسول آهيان، تہ پاڻ سڳورن ﷺ جي هڪل مشرڪن بہ ٻڌي ۽ سڃاتي. (چو تہ ان مهل اهي مسلمانن کان وڌيڪ پاڻ سڳورن ﷺ جي ويجهو هئا.) تنهن ڪانپوءِ انهن پاڻ سڳورن ﷺ تي تڪڙو حملو ڪيو ۽ ڪنهن مسلمان جي پهچڻ کان اڳ پورو زور لڳائي ڇڏيو. ان تڪڙي حملي ڪارڻ انهن مشرڪن ۽ اتي بيٺل نون اصحابي سڳورن جي وچ ۾ ڇتي ويڙهہ شروع ٿي وئي، جنهن ۾ محبت، دليري ۽ جانثاريءَ جا انمول واقعا ڏٺا ويا.

صحيح مسلم ۾ **حضرت انس** رضي الله عنه کان روايت آهي تہ احد واري ڏينهن پاڻ سڳورا ﷺ ستن انصارن ۽ ٻن قريش صحابين سان گڏ ٿورو پرتي رهجي ويا هئا. جڏهن حملو ڪندڙ پاڻ سڳورن ﷺ جي **بلڪل** ويجهو پهتا تہ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "ڪير آهي جيڪو هنن کي اسان کان پري ڪري ۽ ان لاءِ جنت آهي؟ يا (اهو فرمايائون تہ) اهو جنت ۾ مون سان گڏ هوندو؟" ان تي هڪ انصاري اصحابي اڳتي وڌيو ۽ وڙهندي وڙهندي شهيد ٿيو. ان ڪانپوءِ ٻيهر مشرڪ پاڻ سڳورن ﷺ جي صفا ويجهو اچي پهتا تہ ٻيهر ائين ٿيو. اهڙيءَ طرح واري واري سان ست ئي انصاري اصحابي سڳورا شهيد ٿي ويا. ان تي پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجن ٻچيل ساٿين يعني قريشن کي چيو تہ "اسان پنهنجن ساٿين سان انصاف نہ ڪيو." ([1])

---

[1] - صحيح مسلم (107/2).

انهن ستن مان آخري اصحابي **حضرت عمارة** ؓ **بن يزيد بن السڪن** هو. اهو وڙهندو رهيو، وڙهندو رهيو، تان تہ گهائن ڪيس ڪيرائي ڇڏيو. ([1])

**ابن السڪن** ؓ جي ڪرڻ ڪان پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ سان گڏ رڳو ٻہ قريشي اصحابي وڃي بچيا. جيئن صحيحين ۾ ابو عثمان ؓ ڪان روايت آهي تہ جن ڏينهن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ لڙايون ڪيون، انهن مان هڪ لڙائيءَ ۾ پاڻ سڳورن ﷺ سان **طلحہ بن عبيدالله** ؓ ۽ **سعد** ؓ (بن ابي وقاص) ڪانسواءِ ڪوبہ نہ بچيو. ([2]) ۽ اها گهڙي پاڻ سڳورن ﷺ جي حياتيءَ جي سڀ ڪان نازڪ گهڙي هئي. جڏهن تہ مشرڪن لاءِ ڏاڍو سهڻو وجهہ هو ۽ حقيقت اها آهي تہ مشرڪن ان موقعي مان فائدو وٺڻ ۾ ڪا گهٽتائي نہ ڪئي هئي. انهن پاڻ سڳورن ﷺ جي مرڪز تي سخت حملو ڪيو هو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کي مارڻ چاهيائون ٿي. ان حملي ۾ عتبہ بن ابي وقاص پاڻ سڳورن ﷺ کي پٿر هنيو. جنهن سان پاڻ سڳورا ﷺ پاسيرا ٿي وڃي ڪريا. پاڻ سڳورن ﷺ جو هيٺيون ساڄو رباعي ڏند ([3]) شهيد ٿي ويو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جو هيٺيون چپ بہ زخمي ٿي پيو. عبدالله بن شهاب زهريءَ اڳتي وڌي سندن نرڙ مبارڪ بہ زخمي ڪري وڌي. هڪبئي هنيلي سوار عبدالله بن قمئہ پاڻ سڳورن ﷺ جي ڪلهي تي اهڙي زور سان تلوار هنئي جو ان جو سور پاڻ سڳورن ﷺ کي هڪ مهيني تائين محسوس ٿيندو رهيو. پر ان سان پاڻ سڳورن ﷺ جي ٻٽي زرهہ ٽٽي نہ سگهي. ان ڪانپوءِ هن پهرين جيان ئي ڀيهر زور سان تلوار جو وار ڪيو، جيڪا اک ڪان هيٺ اڀريل هڏيءَ تي لڳي ۽ ان ڪري خود ([4]) جون ٻہ ڪڙيون چهري مبارڪ ۾ اندر گهپي ويون. ان تي هن چيو تہ: اڃي وٺ! آئون قمئہ (ٽوڙڻ واري)

جو پٽ آهيان. پاڻ سڳورن ﷺ منهن تان رت اگهندي چيو تہ: "الله شل توکي ٽوڙي." ([5])

---

[1] - ٿوري دير ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ وٽ صحابہ سڳورن جو هڪ جٿو پهچي ويو. انهن ڪافرن کي حضرت عمارة ؓ کان پري ڌڪيو ۽ کين پاڻ سڳورن ﷺ وٽ کڻي آيا. پاڻ سڳورن ﷺ کين پنهنجي پير جي ٽيڪ ڏني ۽ سندن دم ان حالت ۾ نڪتو جو سندن ڳل پاڻ سڳورن ﷺ جي پير تي رکيل هو. (ابن هشام (2/81).

[2] - صحيح بخاري (1/527، 2/581).

[3] - وات جي صفا وچ ۾ هيٺ ۽ مٿي جا ٻہ ٻہ ڏند ثنايا سڏبا آهن ۽ انهن جي ساڄي، کاٻي، هيٺ ۽ مٿي جو هڪ هڪ ڏند رباعي سڏجي ٿو. جيڪو ڇهنبدار ڏند کان پهرين هوندو آهي.

[4] - لوهہ يا پٽر جي ٽوپي، جيڪا جنگ ۾ مٿي ۽ منهن جي بچاءَ لاءِ پائبي آهي.

[5] - الله تعاليٰ پاڻ سڳورن ﷺ جي اها دعا قبولي. ان سلسلي ۾ ابن عائذ جي روايت آهي تہ ابن قمئہ جنگ کان گهر موٽڻ کان پوءِ پنهنجون ٻڪريون ڏسڻ نڪتو تہ اهي ڪيس جبل جي چوٽيءَ تي مليون. هو اتي پهتو تہ هڪ جابلو ٻڪر مٿس حملو ڪيو ۽ ڪيس سڌو هٽي هٽي جبل تان ڪيرائي وڌو. (فتح الباري (7/373) ۽ طبرانيءَ جي روايت آهي تہ الله تعاليٰ هن تي هڪ جابلو ٻڪر مسلط ڪيو، جنهن سڱ هٽي هٽي ڪيس ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيو. (فتح الباري (7/366).

صحيح بخاريءَ ۾ آيل آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ جو رباعي ڏند شهيد ڪيو ويو ۽ مٿو مبارڪ بہ گهائجي ويو. ان وقت پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجي چهري مبارڪ تان رت اگهندي اهو فرمائي رهيا هئا تہ "اها قوم ڪيئن ڪامياب ٿي سگهندي، جنهن پنهنجي نبيءَ جي چهري کي زخمي ڪيو ۽ ان جو ڏند شهيد ڪري ڇڏيو، جڏهن تہ هو کين الله ڏانهن سڏي رهيو هو." ان سلسلي ۾ الله عز وجل پاران هيءَ آيت نازل ٿي:

﴿لَيْسَ لَكَ مِنَ الْأَمْرِ شَيْءٌ أَوْ يَتُوبَ عَلَيْهِمْ أَوْ يُعَذِّبَهُمْ فَإِنَّهُمْ ظَالِمُونَ (128)﴾(آل عمران)

**"(اي پيغمبر!) ان ڪم ۾ تنهنجو ڪو واسطو نہ آهي (الله) يا مٿن ٻاجهہ سان موٽندو يا کين عذاب ڪندو ڇو تہ اهي ظالم آهن."**[1]

طبرانيءَ جي روايت آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ ان ڏينهن فرمايو تہ: "ان قوم تي الله جو سخت ڏمر ٿئي، جنهن پنهنجي پيغمبر جو منهن رتوڇاڻ ڪري ڇڏيو."

پوءِ ٿورو ترسي فرمايائون تہ:

" اللَّهُمَّ اغْفِرْ لِقَوْمِي فَإِنَّهُمْ لَا يَعْلَمُونَ " [2]

**"اي الله منهنجي قوم کي معاف ڪر اهي نہ ٿا علم رکن."**

**صحيح مسلم جي روايت ۾ بہ ائين آهي تہ پاڻ سڳورا ﷺ هر هر فرمائي رهيا هئا تہ :**

" رَبِّ اغْفِرْ لِقَوْمِي فَإِنَّهُمْ لَا يَعْلَمُونَ " [3]

**"اي الله منهنجي قوم کي معاف ڪر اهي نہ ٿا علم رکن."(يعني نادان آهن.)"**

**قاضي عياض جي شفا ۾ هي لفظ آهن تہ:**

" اللَّهُمَّ اهْدِ قَوْمِي فَإِنَّهُمْ لَا يَعْلَمُونَ " [4]

**"اي الله منهنجي قوم کي هدايت ڏي اهي نہ ٿا علم رکن." (يعني نادان آهن.)"**

ان ۾ شڪ ناهي تہ مشرڪن پاڻ سڳورن ﷺ کي مارڻ تي گهريو، پر ٻنهي قريش اصحابين يعني حضرت سعد بن ابي وقاص رضي الله عنه ۽ طلحہ بن عبدالله رضي الله عنه جن جي بي مثال دليريءَ ۽ شجاعت سان بہ ڇٽا هوندي بہ دشمنن جي ڪاميابيءَ کي ناڪاميءَ ۾ بدلائي ڇڏيائون. اهي ٻئي عربستان جا مجيل تيرانداز هئا. انهن تير هڻي هڻي حملو ڪندڙ مشرڪن کي پاڻ سڳورن ﷺ کان پري رکيو.

---

[1] - صحيح بخاري (582/2) صحيح مسلم (108/2).
[2] - صحيح بخاري - (11 / 296) ( حديث رقم 3218 )
[3] - صحيح مسلم - ( 9 / 271) ( حديث رقم 3347 )
[4] - كتاب الشفاء بتعريف حقوق المصطفى 81/1.

جيستائين سعد بن ابي وقاص رضي الله عنه جو تعلق هو تہ پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي ترڪش جا سڀ تير سندن آڏو وکيري فرمايو تہ: "هلاءِ، توتي منهنجا ماءُ پيءُ قربان ٿين." ([1]) سندن صلاحيت جو اندازو ان ڳالهہ مان لڳائي سگهجي ٿو تہ پاڻ سڳورن ﷺ انهن کانسواءِ ڪنهن بہ ٻئي لاءِ ماءُ پيءُ جي قربان ٿيڻ جي ڳالهہ نہ ڪئي هئي. ([2])

باقي جيستائين حضرت طلحہ رضي الله عنه جو تعلق آهي تہ سندن ڪارنامي جو اندازو نسائيءَ جي هڪ روايت مان لڳائي سگهجي ٿو، جنهن ۾ حضرت جابر رضي الله عنه پاڻ سڳورن ﷺ تي مشرڪن جي ان حملي جو ذڪر ڪيو آهي. جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ انصارن جي ننڍڙي جٿي سان بيٺل هئا. حضرت جابر رضي الله عنه جو بيان آهي تہ مشرڪ، پاڻ سڳورن ﷺ تائين وجي پهتا ۽ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: ڪير آهي، جيڪو هنن کي منهن ڏي؟ حضرت طلحہ رضي الله عنه چيو تہ آئون آهيان. ان کانپوءِ حضرت جابر رضي الله عنه انصارن جي اڳيان وڌڻ ۽ هڪ هڪ تي شهيد ٿيڻ جو تفصيل بيان ڪيو آهي جيڪو اسين صحيح مسلم جي حوالي سان چاٽائي چڪا آهيون. حضرت جابر رضي الله عنه جو بيان آهي تہ جڏهن اهي سڀ شهيد ٿي ويا تہ حضرت طلحہ رضي الله عنه اڳتي وڌي يارنهن ڄڻن سان اڪيلي مقابلو ڪيو. ايستائين جو سندن هٿ تي تلوار جو گهاءُ لڳو، جنهن سان سندن آڱريون ڪپجي ويون. ان تي سندن وات مان آواز نڪتو حس (شو). پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: جيڪڏهن تون بسم الله چوين ها تہ فرشتا توکي مٿي کڻي وڃن ها ۽ ماڻهو بہ اهو لقاءُ ڏسن ها. حضرت جابر رضي الله عنه جو بيان آهي تہ الله تعاليٰ مشرڪن جو رخ تبديل ڪري ڇڏيو. ([3])

اڪليل ۾ حاڪم جي روايت آهي تہ احد واري ڏينهن کين (حضرت طلحہ کي) اوڻيتاليهہ يا پنجٽيهہ گهاءَ رسيا ۽ سندن وچين ۽ شهادت واري آڱريون شل ٿي ويون. ([4])

امام بخاريءَ قيس بن ابي حازم کان روايت آندي آهي تہ "مون حضرت طلحہ رضي الله عنه جو هٿ ڏٺو، جيڪو شل هو. ان سان احد واري ڏينهن پاڻ سڳورن ﷺ جو بچاءُ ڪيو هئائين. ([5])
ترمذيءَ جي روايت آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ ان ڏينهن، ان بابت چيو تہ جيڪو ماڻهو ڪنهن شهيد کي ڌرتيءَ تي هلندو ڦرندو ڏسڻ گهري تہ اهو طلحہ بن عبيدالله رضي الله عنه کي ڏسي وٺي. ([6])

---

[1] - صحيح بخاري (1/407، 2/580-581).
[2] - صحيح بخاري (1/407، 2/580-581).
[3] - فتح الباري (7/361) سنن نسائي (2/52، 53).
[4] - فتح الباري (7/361).
[5] - صحيح بخاري (1/527، 581).
[6] - مشڪوة(2/566)، ابن هشام (2/86)، ترمذي: مناقب (حديث نمبر:3740)، ابن ماجه: المقدمة (حديث نمبر:125)

ابو دائود طيالسيءَ، بيبي عائشہ رضي الله عنها کان روايت بيان ڪئي آهي تہ ابوبڪر رضي الله عنه جڏهن احد جي لڙائيءَ بابت ٻڌائيندو هو تہ چوندو هو تہ سڄي جي سڄي جنگ طلحہ رضي الله عنه لاءِ هئي. ([1]) (يعني ان ويڙهہ ۾ پاڻ سڳورن ﷺ کي بچائڻ جو اصل ڪارنامو ان ئي سرانجام ڏنو هو.) حضرت ابوبڪر ان بابت اهو بہ فرمائيندو هو تہ:

يا طلحة بن عبيد الله قد وَجَبَتْ لك الجنان وبُوِّئتَ المَهَا العِينَا ([2])

"اي طلحہ بن عبيدالله تو لاءِ جنت واجب ٿي وئي ۽ تو پنهنجو ٽاڪ حور عين ۾ ٺاٺي ڇڏيو.

ان نازڪ لمحي ۽ ڏکيءَ مهل ۾ الله تعاليٰ غيبي مدد موڪلي. جيئن صحيحين ۾ حضرت سعد رضي الله عنه جو بيان آهي تہ مون پاڻ سڳورن ﷺ کي احد واري ڏينهن ڏٺو. پاڻ سڳورن ﷺ سان بہ ڄڻا اڇا ڪپڙا پهريل بيٺل هئا. اهي ٻئي پاڻ سڳورن ﷺ پاران پرپور نموني وڙهي رهيا هئا. مون ان کان اڳ ۽ ان کانپوءِ انهن ٻنهي کي ڪڏهن نہ ڏٺو. هڪ ٻي روايت ۾ آهي تہ اهي ٻئي جبرئيل عليہ السلام ۽ ميڪائيل عليہ السلام جن هئا. ([3])

**پاڻ سڳورن ﷺ وٽ اصحابي سڳورن جو اچي گڏ ٿيڻ:-** اهو سڄو حادثو ڪجهہ لمحن ۾ اوچتو ئي اوچتو ۽ ڏاڍو تکڙو ٿيو هو. نہ تہ پاڻ سڳورن ﷺ جا چونڊ اصحابي، جيڪي ويڙهہ هلندي پهرين قطار ۾ بيٺل هئا، جنگ جي حالت تبديل ٿيڻ شرط يا پاڻ سڳورن ﷺ جو سڏ ٻڌندي ئي پاڻ سڳورن ﷺ ڏانهن ڊوڙندي پهتا تہ متان پاڻ سڳورن ﷺ سان ڪو اڻوڻندڙ واقعو نہ ٿي پوي. پر انهن جي پهچڻ تائين پاڻ سڳورا ﷺ زخمي ٿي چڪا هئا. ڇهہ انصاري شهيد ٿي چڪا هئا. ستون گهائجي ڪري پيو هو ۽ حضرت سعد رضي الله عنه ۽ حضرت طلحہ رضي الله عنه پوريءَ سگهہ سان بچاءُ ڪري رهيا هئا. هنن پهچڻ شرط پنهنجن جسمن ۽ هٿيارن سان پاڻ سڳورن ﷺ جي چوڌاري گهيراءُ ڪري ورتو ۽ دشمنن جي لڳاتار حملي کي روڪڻ لاءِ بهادريءَ کان ڪم ورتو. جنگ جي ميدان مان سڀ کان پهرين پاڻ سڳورن ﷺ تائين پهچڻ وارو پاڻ سڳورن ﷺ جو يار غار حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه هو.

ابن حبان پنهنجي صحيح ۾ بيبي عائشہ رضي الله عنها کان روايت آندي آهي تہ حضرت ابوبڪر رضي الله عنه فرمايو تہ: "احد واري ڏينهن سڀ ماڻهو پاڻ سڳورن ﷺ کان پاسيرا هئا (يعني محافظن کانسواءِ سڀ اصحابي، پاڻ سڳورن ﷺ کي سندن مورچي وٽ ڇڏي ويڙهہ جي اڳين قطار

---

[1] - فتح الباري (361/7).

[2] - مختصر تاريخ دمشق (82/7) (بحوالہ حاشيہ شرح شذور الذهب (ص: 114).

[3] - صحيح بخاري (580/2).

۾ هليا ويا هئا.) پوءِ (گهيراءُ ٿيڻ کان پوءِ) آئون پهريون ماڻهو هوس جيڪو پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهتس. ڏٺم تہ پاڻ سڳورن ﷺ آڏو هڪ ڄڻو بيٺل هو. جيڪو سندن پاران وڙهي رهيو هو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کي بچائي رهيو هو. مون (دل ۾) چيو تہ تون طلحہ آهين! توتي منهنجا ماءُ پيءُ قربان ٿين، تون طلحہ آهين! توتي منهنجا ماءُ پيءُ قربان ٿين. ايتري ۾ ابو عبيدة بن جراح رضي الله عنه مون وٽ پهتو. اهو اهڙيءَ طرح ڊوڙي رهيو هو، ڄڻ جهرڪي (اڏامي رهي) هجي. تان تہ اچي مون تائين پڄو. هاڻي اسين ٻئي پاڻ سڳورن ﷺ ڏانهن پڳاسين. ڏٺوسين تہ پاڻ سڳورن ﷺ آڏو طلحہ رضي الله عنه پٽ تي پيل هو. پاڻ سڳورن ﷺفرمايو تہ: پنهجي ڀاءُ کي سنڀاليو هن (جنت) واجب ڪري ورتي آهي."

حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جو بيان آهي تہ (اسين پهتاسين تہ) پاڻ سڳورن ﷺ جو منهن مبارڪ گهائجي چڪو هو ۽ خود جون ٻہ ڪڙيون اک جي هيٺان ڳل ۾ ڪتل هيون. مون انهن کي ڪڍڻ چاهيو تہ ابو عبيدة رضي الله عنه چيو تہ: الله جو واسطو اٿوَ، اهي مونکي ڪڍڻ ڏيو. ان کان پوءِ هن ڏندن سان هڪ ڪڙي جهلي ۽ هوريان هوريان ڪڍڻ لڳو تہ جيئن پاڻ سڳورن کي ايذاءُ نہ پهچي ۽ نيٺ هڪ ڪڙي پنهنجي ڏندن سان ڇڪي ڪڍيائين پر (ان ڪوشش ۾) سندس هڪ هيٺيون ڏند ٽٽي پيو. هاڻي مون ٻي ڪڙي ڇڪڻ گهري تہ ابو عبيدة رضي الله عنه وري چيو تہ: ابوبڪر! الله جو واسطو اٿوَ، مون کي ڇڪڻ ڏيو! ان کانپوءِ هوريان هوريان ٻي بہ ڪڍي ورتائين، پر سندس ٻيو هيٺيون ڏند بہ ڀڃي پيو. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: پنهنجي ڀاءُ طلحہ رضي الله عنه کي سنڀاليو. (هن جنت) واجب ڪري ورتي. حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جو بيان آهي تہ پوءِ اسان طلحہ رضي الله عنه ڏانهن ڌيان ڏنو ۽ کين سنڀاليو. کين ڏهن کان مٿي گهاءَ آيا هئا. ([1]) (ان مان اندازو ڪري سگهجي ٿو تہ حضرت طلحہ رضي الله عنه ان ڏينهن بچاءَ ۽ قتال ۾ ڪيڏي نہ جانبازيءَ سان وڙهيو هو.)

پوءِ انهن نازڪ لمحن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي چوڌاري جانثار اصحابين جي هڪ جماعت بہ اچي پهتي، جن جا نالا هي آهن. (1) ابودجانہ رضي الله عنه (2) مصعب بن عمير رضي الله عنه (3) علي بن ابي طالب رضي الله عنه (4) سهل بن حنيف رضي الله عنه (5) مالڪ بن سنان رضي الله عنه (ابو سعيد خدري رضي الله عنه جو والد)(6) ام عمارة نسيبہ بنت ڪعب مازنيہ رضي الله عنها (7) قتادة بن نعمان رضي الله عنه (8) عمر بن الخطاب رضي الله عنه (9) حاطب بن ابي بلتعہ رضي الله عنه ۽ (10) ابو طلحہ رضي الله عنه

**مشرڪن جي دٻاءَ ۾ واڌارو:-** هوڏانهن مشرڪن جو تعداد بہ هر لمحي وڌي رهيو هو، جنهن جي ڪري سندن حملا تيز ٿيندا پئي ويا ۽ انهن جو دٻاءُ وڌي رهيو هو. ايستائين جو پاڻ سڳورا ﷺ انهن ڪڏن مان هڪ ۾ وڃي ڪريا، جيڪي ابو عامر فاسق اهڙي قسم جي حرڪت لاءِ ئي کوٽايون

[1] - زاد المعاد (95/2).

هيون ۽ ان ڪارڻ پاڻ سڳورن ﷺ جي گوڏي ۾ سٽ آئي. پوءِ **حضرت علي** ﷜، پاڻ سڳورن ﷺ جو هٿ جهليو ۽ طلحہ بن عبيدالله ﷜ (جيڪو پاڻ بہ سخت گھايل هو) پاڻ سڳورن ﷺ کي ڀاڪر ۾ ونئي ڇڏيو. تڏهن پاڻ سڳورا ﷺ پوريءَ طرح سان بيهي سگهيا.

نافع بن جبير ﷜ جو بيان آهي تہ: "مون هڪ مهاجر اصحابيءَ کي اهو چوندي ٻڌو تہ: مان احد واري لڙائيءَ ۾ موجود هئس. مون ڏٺو تہ هر پاسي کان پاڻ سڳورن ﷺ تي تيرن جو وسڪارو ٿي رهيو آهي ۽ پاڻ سڳورا ﷺ تيرن جي وچ ۾ آهن پر سڀ تير پاڻ سڳورن ﷺ کان ڦيريا ٿي ويا. (يعني گهيرو ڪندڙ اصحابي انهن کي روڪي رهيا هئا.) ۽ مون ڏٺو تہ عبدالله ابن شهاب زهري چئي رهيو هو تہ: مونکي ٻڌايو تہ محمد ﷺ ڪٿي آهي؟ هاڻي يا تہ مان رهندس يا هو. جڏهن تہ پاڻ سڳورا ﷺ سندس ويجهو هئا. پاڻ سڳورن ﷺ سان گڏ ڪير بہ نہ هو. پوءِ هو پاڻ سڳورن ﷺ کان اڳتي نڪري ويو. ان تي صفوان هن تي ڇوهہ ڇنڊيا. جواب ۾ هن چيو تہ "والله مون کيس ڏٺو ئي ڪونہ. الله جو قسم هن کي اسان کان بچايو ويو آهي. ان کانپوءِ اسين چار ئي ڄڻا اهو قسم کڻي نڪتاسين تہ کين ماري ڇڏينداسين پر انهن تائين پهچي نہ سگهياسين."[1]

**بيمثال جانبازي:-** بهرحال هن موقعي تي مسلمانن اهڙي تہ بي مثال جانثاري ۽ قربانيءَ جو مظاهرو ڪيو جنهن جو مثال تاريخ ۾ ملڻ مشڪل آهي. جيئن ابو طلحہ ﷜ پنهنجو پاڻ کي پاڻ سڳورن ﷺ آڏو ڍال بڻائي ڇڏيو. ان پنهنجي ڇاتي آڏو ڪري ٿي ڇڏي تہ جيئن پاڻ سڳورا ﷺ دشمنن جي تيرن کان محفوظ رهن. **حضرت** انس ﷜ جو بيان آهي تہ احد واري ڏينهن ماڻهو (عام مسلمان) هارائڻ کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ وٽ (اچڻ بدران هيڏي هوڏي) ڀڄي ويا ۽ ابو طلحہ ﷜ پاڻ سڳورن ﷺ آڏو هڪ ڍال کڻي بيهي رهيو. پاڻ ماهر تيرانداز هو. گهڻو ڇڪي تير هلائيندو هو. تنهنڪري ان ڏينهن بہ يا ٽي ڪمانون ٽوڙي وڌائين. پاڻ سڳورن ﷺ وٽان ڪوئي ترڪش وارو لنگهيو ٿي تہ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ٿي تہ: اهي (تير) ابو طلحہ آڏو وکيري ڇڏ ۽ جيڪڏهن پاڻ سڳورن ﷺ قوم ڏانهن سر کڻي ڏٺو ٿي تہ ابو طلحہ چيو تہ: "منهنجا ماءُ پيءُ توهان تي قربان، اوهان مٿو مٿي ڪري جهاتي نہ پايو. متان اوهان جي قوم جو ڪو تير نہ اوهان کي لڳي وڃي منهنجي ڇاتي اوهان جي ڇاتيءَ جي آڏو آهي." [2]

---

[1] - زادالمعاد (97/2).

[2] - صحيح بخاري (581/2).

**حضرت انس** ﷜ كان بہ روايت آهي تہ: **حضرت ابو طلحہ** ﷜ پنهنجو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جو هڪ ئي ڍال سان بچاءُ ڪري رهيو هو ۽ ابو طلحہ ﷜ ڏاڍو پلو تير انداز هو. جڏهن ان تير هلايو ٿي تہ پاڻ سڳورن ﷺ ڪنڌ مٿي ڪٺي ڏٺو ٿي تہ سندس تير ڪٿي ڪريو."[1]

**حضرت ابودجانہ** ﷜ پاڻ سڳورن ﷺ جي اڳيان بيٺو هو ۽ پنهنجي پٺ ڪي پاڻ سڳورن ﷺ لاءِ ڍال ڪري ڇڏيو هئائين. مٿن تيرن جو وسڪارو ٿيو پئي پر پاڻ چريو بہ ڪونہ ٿي. **حضرت حاطب بن ابي بلتعہ** ﷜، عتبہ بن ابي وقاص جو پيڇو ڪيو، جنهن پاڻ سڳورن ﷺ جو ڏند مبارڪ شهيد ڪيو هو. ان کي ايڏي زور سان تلوار هنيائين جو سندس سر ڌڙ کان ڌار ٿي ويو. پوءِ سندس گهوڙي ۽ تلوار تي قبضو ڪيائين. **حضرت سعد بن ابي وقاص** ﷜ ڏاڍو چاهيو تہ پنهنجي ان ڀاءُ عتبہ کي پاڻ ماري پر ڪامياب نہ ٿي سگهيو ۽ اها سعادت **حضرت حاطب** ﷜ کي نصيب ٿي.

**حضرت سهل بن حنيف** ﷜ بہ وڏو جانباز تير انداز هو. ان پاڻ سڳورن ﷺ سان موت جي **بيعت** ڪئي ۽ ان کانپوءِ مشرڪن کي ڏکي پري ڪيائين.

پاڻ سڳورا ﷺ پاڻ بہ تير هلائي رهيا هئا. جيئن **حضرت قتادة بن نعمان** ﷜ جي روايت آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي ڪمان سان ايڏا تير هلايا جو ان جو ڪنارو ٽٽي پيو. پوءِ اها ڪمان **قتادة بن نعمان** ﷜ ڪانئن ورتي ۽ پاڻ وٽ سنڀالي رکيائين. ان ڏينهن اهو واقعو بہ ٿيو تہ **حضرت قتادة** ﷜ جي هڪ اک، ڌڪ لڳڻ سان ٻاهر نڪري آئي. پاڻ سڳورن ﷺ اها پنهنجي هٿ مبارڪ سان کوپي جي اندر وڌي. ان کانپوءِ سندن ٻنهي اکين مان اها ئي وڌيڪ سهڻي لڳندي هئي ۽ ان جي نظر بہ وڌيڪ تيز ٿي وئي هئي.

**حضرت عبدالرحمان بن عوف** ﷜ کي وڙهندي وڙهندي منهن تي ڌڪ لڳو. جنهن سان سندن اڳيون ڏند ڀڃي پيو ۽ ڪين ويهہ يا ان کان بہ وڌيڪ گهاءَ رسيا. جن مان ڪي پير ۾ بہ لڳا ۽ پاڻ معذور ٿي پيو.

ابو سعيد خدري ﷜ جي والد مالڪ بن سنان ﷜ پاڻ سڳورن ﷺ جي منهن مبارڪ تان رت چوسي صاف ڪيو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: ان کي ٿڪي ڇڏ. ان چيو تہ: الله جو قسم آئون ڪڏهن بہ ڪونہ ٿڪيندس. ان کانپوءِ موٽي وڃي وڙهڻ لڳو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: جيڪو ماڻهو ڪنهن جنتيءَ کي ڏسڻ چاهي، اهو هن کي ڏسي سگهي ٿو. ان کانپوءِ وڙهندي وڙهندي سندن شهادت ٿي.

---

[1] - صحيح بخاري (1/406).

هڪڙو اٽليءِ ڪارنامو بيبي ام عمارة نسيبه بنت ڪعب ﷞ جو به آهي. پاڻ ڪجهه مسلمانن سان گڏ وڙهندي ابن قمئہ تائين پهتي. ابن قمئہ سندن ڪلهي تي تلوار جو وار ڪري گهرو گهاءُ ڏنو. هن به ابن قمئہ کي پنهنجي تلوار سان ڪئي ڌڪ هنيا پر نياڳو به زرهون پائي آيو هو، ان ڪري بچي ويو. بيبي ام عمارة رضي الله عنها کي ويڙهه ۾ ٻارنهن گهاءَ رسيا.

**حضرت مصعب بن عمير** ﷞ به ڏاڍي دليريءَ سان وڙهيو. هو ابن قمئہ ۽ سندس ساٿارين جي لاڳيتن حملن کان پاڻ سڳورن ﷺ جو بچاءُ ڪري رهيو هو. سندس هٿن ۾ ئي اسلامي جهنڊو هو. ظالمن سندن ساڄي هٿ تي اهڙي ته زور سان تلوار هنئين جو هٿ ڪپجي ويو. ان ڪانپوءِ کاٻي هٿ ۾ جهنڊو جهليائين ۽ ڪافرن جي مقابلي ۾ ڄمي بيٺو. نيٺ سندس کاٻو هٿ به ڪپجي ويو. ان کانپوءِ جهنڊو گوڏن جي ٽيڪ سان ڇاتيءَ سان لڳائي ڇڏيائين. ان ئي حالت ۾ کين شهادت نصيب ٿي. سندس قاتل ابن قمئہ هو. هو کين محمد ﷺ سمجهي رهيو هو. ڇو ته **حضرت مصعب بن عمير** ﷞ جا مهاندا پاڻ سڳورن ﷺ سان ملندا هئا، تنهنڪري هو **حضرت مصعب** ﷞ کي شهيد ڪري مشرڪن ڏانهن هليو ويو ۽ رڙيون ڪري پڙهو ڏنائين ته محمد ﷺ قتل ڪيو ويو آهي. ([1])

**پاڻ سڳورن ﷺ جي شهادت جي خبر ۽ ويڙهه تي ان جو اثر:-** سندس ان هوڪي جي ڪري پاڻ سڳورن ﷺ جي شهادت جي خبر مسلمانن ۽ مشرڪن ۾ ڦهلجي وئي ۽ هيءُ ئي اُها نازڪ گهڙي هئي، جنهن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ کان پري گهيري ۾ آيل گهڻن ئي اصحابي سڳورن جا حوصلا جواب ڏئي ويا. سندن ارادا ٽڏا ٿي ويا ۽ سندن صفن ۾ ڦڙڦوٽ ۽ بي چيني ڦهلجي وئي. پر ان سان گڏ پاڻ سڳورن جي شهادت جي خبر ان لحاظ کان فائديمند به ٿي جو ان ڪانپوءِ مشرڪن جي پرجوش حملن ۾ ڪجهه گهٽتائي اچي وئي. ڇو ته انهن سمجهيو پئي ته سندن آخري مقصد نيٺ پورو ٿيو. تنهن ڪانپوءِ انهن مان گهڻن حملو بند ڪري مسلمانن جي نعشن جي بيحرمتي ڪرڻ شروع ڪئي.

**پاڻ سڳورن ﷺ جي لاڳيتي ويڙهه ۽ حالتن تي قابو پائڻ:-** حضرت مصعب ﷞ جي شهادت ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جهنڊو **حضرت علي بن ابي طالب** ﷞ کي ڏنو. انهن ڄمي مقابلو ڪيو. اتي موجود ٻين اصحابي سڳورن به بي مثال دليريءَ سان جان جي بازي لڳائي دفاع ۽ حملو ڪيو، جنهن سان نيٺ ان ڳالهه جو امڪان پيدا ٿيو ته پاڻ سڳورا ﷺ مشرڪن جون صفون چيري گهيري ۾ ڦاٿل اصحابي سڳورن ڏانهن رستو ٺاهي سگهن. تنهن ڪانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ

---

[1] - ابن هشام (73/2، 80، 81، 82، 83،) ۽ زاد المعاد 97/2).

اڳتي وڌيا ۽ اصحابي سڳورن وٽ پهتا. سڀ کان پهرين حضرت ڪعب بن مالڪ ﷜ پاڻ سڳورن ﷺ کي سڃاتو ۽ وڏي خوشيءَ ۾ واڪا ڪيائين ته مسلمانو! خوش ٿي وڃو. الله جو رسول هتي آهي. پاڻ سڳورن ﷺ اشارو ڪيو ته چپ ڪر. متان مشرڪن کي پاڻ سڳورن ﷺ جي جڳهه جو پتو پئجي وڃي پر هوڪو مسلمانن جي ڪنن تائين پهچي چڪو هو. تنهن ڪانپوءِ مسلمان پاڻ سڳورن ﷺ جي پناهه ۾ اچڻ شروع ٿي ويا ۽ هوريان هوريان اٽڪل ٽيهه کن اصحابي سڳورا گڏ ٿي ويا. ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جبل جي گهاٽي يعني پنهنجي جاءِ ڏانهن هٽڻ شروع ڪيو. پر جيئن ته ان واپسيءَ جو مطلب اهو ٿئي ها ته مشرڪن، مسلمانن کي گهيرڻ جي جيڪا ڪارروائي ڪئي هئي، اها بي نتيجي نڪتي. ان ڪري مشرڪن ان واپسيءَ کي ناڪام ڪرڻ لاءِ پنهنجا لاڳيتي حملا جاري رکيا. پر پاڻ سڳورن ﷺ انهن حملو ڪندڙن جي ميڙ کي چيري نيٺ رستو ٺاهي ورتو ۽ اسلام جي شينهن جي شجاعت ۽ دليريءَ جي سامهون هنن جي هڪ به نه هلي. ايتري ۾ مشرڪن جو هڪ هنيلو سوار عثمان بن عبدالله بن مغيره اهو چوندي پاڻ سڳورن ﷺ ڏانهن وڌيو ته يا ته مان رهندس يا هو رهندو. هوڏانهن پاڻ سڳورا به هڪ هڪاٽي ڪرڻ لاءِ بيهي رهيا پر اهڙي نوبت نه آئي. ڇوته هن جو گهوڙو هڪ کڏي ۾ ڪري پيو ۽ ايتري ۾ حارث بن صمه ﷜ ان وٽ پهچي ڪيس للڪاريو ۽ سندس پير تي اهڙي ته زور سان تلوار واهي ڪڍي جو ڪيس اتي ئي ويهاري ڇڏيائين. پوءِ هن کي پورو ڪري سندس هٿيار کڻي پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهتو. پر ايتري ۾ مڪي جي فوج جي هڪ ٻئي سوار عبدالله بن جابر، حضرت حارث بن صمه ﷜ تي حملو ڪيو ۽ سندس ڪلهي تي تلوار هڻي ڪڍي. پر مسلمانن جهپو ڏئي کين کڻي ورتو. هوڏانهن خطرن سان کيڏيندڙ مانجهي مرد حضرت ابودجانه ﷜، اچ ڳاڙهو رومال ٻڌي ڇڏيو هو، عبدالله بن جابر تي ڪاهي پيو ۽ کيس اهڙي تلوار هنيائين جو سندس سسي اڏامي وئي.

قدرت جو ڪرشمو ڏسو ته ان ئي رتوچاڻ دوران مسلمانن کي ننڊ جاجهوٽا به اچي رهيا هئا ۽ جيئن قرآن ٻڌايو آهي ته اهو الله پاران امن ۽ اطمينان هو. ابو طلحه ﷜ جو بيان آهي ته آئون به انهن ماڻهن مان هوس، جن کي احد واري ڏينهن ننڊ پئي آئي. ايستائين جو منهنجن هٿن مان گهڻا ڀيرا تلوار به ڇڏائجي وئي. حالت اها هئي جو اها ڪرندي هئي ۽ آئون جهليندو هوس، وري ڪرندي هئي ۽ وري جهليندو هوس. ([1])

مطلب ته اهڙي قسم جي جانبازيءَ سان اهو جٿو منظم طور تي پنهنجي هٽندو جبلن جي لڪ ۾ لڳايل پڙاءُ تائين پهتو ۽ بچيل لشڪر لاءِ به ان محفوظ جڳهه تائين پهچڻ جو گس ٺاهي ڇڏيو. تنهن

[1] - صحيح بخاري 2/582.

ڪانپوءِ ٻڃيل لشڪر بہ پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهچي ويو ۽ حضرت خالد جي فوجي حڪمت عملي پاڻ سڳورن ﷺ جي فوجي حڪمت عمليءَ آڏو ناڪام ٿي وئي.

**اُبَي بن خلف جو مارجڻ:-** ابن اسحاق جو بيان آهي تہ جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ گهاٽيءَ ۾ موٽي آيا تڏهن ابي بن خلف هيئن چوندو آيو تہ محمد ﷺ ڪٿي آهي؟ يا تہ مان رهندس يا هو رهندو. اصحابي سڳورن چيو تہ: يا رسول الله ﷺ! اسان مان ڪو هن جو مقابلو ڪري؟ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: هن کي اچڻ ڏيو. جڏهن ويجهو آيو تہ پاڻ سڳورن ﷺ، حارث بن صمہ ﷛ کان ننيڙو نيزو وٺي ان کي جهٽڪو ڏنو تہ ماڻهو ائين ٽڙي پکڙي ويا ڄڻ بدن کي جهٽڪو ڏيڻ سان مکيون اڏامي ويون هجن. ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ ان جو نشانو وٺي اهڙو تہ نيزو واهي ڪڍيس جو هو گهوڙي تان بولاٽيون کائيندو وڃي ڪريو. جڏهن قريشن وٽ پهتو تہ جيتوڻيڪ نڪو ڪيس ڪو وڏو گهاءُ رسيو هو ۽ نہ ئي رت پئي وهيس تہ بہ چيائين تہ مون کي محمد ﷺ ماري ڇڏيو. ماڻهن چيس تہ تو اجائي ڪٽي دل ننيڙي ڪئي آهي نہ تہ **الله جو قسم**! تنهنجو تہ وار بہ ونگو نہ ٿيو آهي. هن چيو تہ "هن مڪي ۾ مون کي چيو هو تہ آئون توکي ماريندس.([1]) ان ڪري الله جو قسم تہ هو جيڪر مونتي ٿڪي ها تہ بہ منهنجي جان هلي وڃي ها. نيٺ الله جو هيءُ دشمن مڪي موٽندي سرف نالي جڳهہ وٽ مري ويو.([2]) ابو الاسود، **حضرت عروة** ﷛ کان روايت ڪئي آهي تہ ان هستيءَ جو قسم، جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، جيڪا تڪليف مون کي آهي، اها جيڪڏهن ذي المجاز جي رهاڪن کي هجي ها تہ اهي سيئي مري وڃن ها.([3])

**حضرت طلحہ ﷛ جو پاڻ سڳورن ﷺ کي کڻڻ:-** جبل ڏانهن موٽندي رستي تي هڪ ٽڪري هئي، پاڻ سڳورن ﷺ ان تي چڙهڻ جي ڪوشش ڪئي پر چڙهي نہ سگهيا. هڪ تہ سندن جسم مبارڪ ڳرو ٿي ويو هو، مٿان وري پاڻ سڳورن ﷺ ٻٽيون زرهون پائي ڇڏيون هيون ۽ ٻيو تہ پاڻ سڳورن ﷺ کي سخت ڏک بہ رسيا هئا. تنهنڪري **حضرت طلحہ بن عبيدالله** ﷛ هيٺ ويٺا ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کي پنهنجن ڪلهن تي ويهاري اٿي بيٺا. اهڙيءَ طرح پاڻ سڳورا ﷺ ٽڪريءَ تي چڙهيا. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: طلحہ ﷛ (جنت) ڪٽي ورتي. ([4])

---

[1] - ٿيو هيئن هو تہ جڏهن مڪي ۾ ابي، پاڻ سڳورن ﷺ کي ڏسندو هو تہ چوندو هو تہ اي محمد ﷺ! مون وٽ عود نالي هڪ گهوڙو آهي. آئون ان کي روز ٽي صاع (ساڍا ست ڪلو) داڻو کارائيندو آهيان. ان تي چڙهي توکي ماريندس. موٽ ۾ پاڻ سڳورا ﷺ فرمائيندا هئا تہ (تون نہ) پر آئون توکي انشاءَ الله ماريندس.

[2] - ابن هشام 2/84-زاد المعاد 2/97.

[3] - مختصر سيرة الرسول شيخ عبدالله (ص:250)، ابن هشام (84/2)، **زاد المعاد** (2/ 97).

[4] - **ابن هشام** (82/2، 86/2)، **ترمذي، احمد، حاڪم**..

**مشرڪن جو آخري حملو:**- جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ جبل جي لڪ ۾ پنهنجي مورچي ۾ پهتا تہ مشرڪن مسلمانن کي ڇيهو رسائڻ جي آخري ڪوشش ڪئي. ابن اسحاق ٻڌائي ٿو تہ پاڻ سڳورن ﷺ جي لڪ ۾ پهچڻ ڪانپوءِ ابوسفيان ۽ خالد بن وليد جي اڳواڻيءَ ۾ مشرڪن جو هڪ جٿو چڙهي آيو. پاڻ سڳورن ﷺ دعا گهري تہ يا الله! اهي اسان ڪان مٿي نہ رسڻ گهرجن. پوءِ **حضرت عمر بن خطاب** رضي الله عنه ۽ مهاجرن جي هڪ جٿي وڙهي انهن کي جبل تان هيٺ لهڻ تي مجبور ڪري وڌو.([1])

مغازي امويءَ جو بيان آهي تہ مشرڪ جبل تي چڙهي آيا تہ پاڻ سڳورن ﷺ **حضرت سعد** رضي الله عنه کي چيو تہ انهن جي حوصلاشڪني ڪريو، يعني انهن کي پٺتي ڌڪيو. ان وراڻيو تہ آئون اڪيلو ڪيئن ٿو انهن کي پٺتي ڌڪي سگهان! ان تي پاڻ سڳورن ﷺ ٽي ڀيرا ساڳي ڳالهہ ورجائي. نيٺ **حضرت سعد** رضي الله عنه پنهنجي ترڪش مان هڪ تير ڪڍيو ۽ هڪ ڄڻي کي هنيو تہ اهو اتي ئي ڍهي پيو. **حضرت سعد** رضي الله عنه جو چوڻ آهي تہ مون وري بہ ساڳيو تير ڪنيو، ان کي سڃاتم ٿي ۽ ان سان ٻئي کي ماريم تہ ان جو بہ ڪم پورو ٿي ويو. ان ڪان پوءِ وري تير ڪنيم جو ان کي سڃاتم ٿي ۽ ان سان ٽئين ڄڻي کي بہ ماريم تہ اهو بہ مري ويو. ان ڪانپوءِ مشرڪ هيٺ لهي ويا. مون سوچيو تہ هي ڪو ڀلارو تير آهي. پوءِ اهو تير پنهنجي ترڪش ۾ رکي ڇڏيم. اهو تير سڄي حياتي **حضرت سعد** رضي الله عنه وٽ رهيو ۽ ڪانئن پوءِ سندن اولاد وٽ رهيو. ([2])

**شهيدن جو مثلو:**- اهو آخري حملو هو، جيڪو مشرڪن پاڻ سڳورن ﷺ تي ڪيو. جيئن تہ انهن کي پاڻ سڳورن ﷺ جي انجام جو پورو پتو پئجي نہ سگهيو هو، پر پاڻ سڳورن ﷺ جي شهادت جي جهڙي ڪر پڪ هئن، ان ڪري انهن پنهنجي ديري تي پهچي مڪي موٽڻ جي تياري شروع ڪري ڇڏي. ڪجهہ مشرڪ مرد ۽ عورتون مسلمان شهيدن جو مثلو ڪرڻ ۾ لڳي ويا. يعني شهيدن جي آلت ۽ ڪن ۽ نڪ وغيره ڪٽڻ لڳا ۽ پيٽ چيري ڇڏيائون. هند بنت عتبہ، **حضرت حمزة** رضي الله عنه جو جيرو چيري ڪڍيو ۽ وات ۾ وجهي چٻاڙيو ۽ ڳِٽ ڏيڻ چاهي پر ڳهي نہ سگهي، نيٺ ٿڪي ڇڏيائين ۽ ڪپيل نڪن ۽ ڪنن مان چير ۽ هار ٺاهيائين.([3])

**مسلمانن جو آخر تائين ويڙهہ لاءِ تيار رهڻ:**- ان آخري وقت تي بہ اهڙا واقعا ٿيا، جن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ مسلمان مانجهي مرد توڙ تائين ويڙهہ لاءِ ڪيڏا نہ تيار هئا ۽ الله جي راهہ ۾ جان ڏيڻ جو ڪهڙو نہ جذبو رکيائون ٿي.

---

[1] - ابن هشام (86/2).

[2] - زاد المعاد (95/2).

[3] - ابن هشام (90/2).

(الف) حضرت ڪعب بن مالڪ ﷛ جو بيان آهي تہ آئون انهن مسلمانن مان هوس جيڪي جبل جي لڪ کان ٻاهر هئا. مون ڏٺو تہ مشرڪ، مسلمان شهيدن جو مثلو پيا ڪن تہ ترسي پيس، پوءِ اڳتي وڌيس. ڇا ڏسان تہ هڪ مشرڪ ڳري زره پهريل، شهيدن جي وچان لنگهي رهيو آهي ۽ چوندو پيو وڃي تہ ڪٺل ٻڪرين وانگر ڪريا پيا آهن! هڪ مسلمان وري ان کي تاڙي پيو، اهو بہ زره پهريل آهي. آئون ڪجهہ وکون وڌي ان جي پنيان وڃي بيٺس. پوءِ بيٺي بيٺي اکين ئي اکين ۾ مسلمان ۽ ڪافر کي تورڻ لڳس. مون کي لڳو تہ ڪافر پنهنجي قد ڪاٺ ۽ ساز سامان جي لحاظ کان سرس آهي. هاڻي آئون ٻنهي جي ٽڪرائڻ جو انتظار ڪرڻ لڳس. نيٺ ٻئي ٽڪرائجي ويا ۽ مسلمان، ڪافر کي اهڙي تلوار واهي ڪڍي جيڪا کيس پيرن تائين ڪپيندي وئي ۽ مشرڪ جا ٻہ ٽڪر ٿي ويا. پوءِ مسلمان پنهنجو ٻوتاڙو لاهي چيو تہ اڙي ڪعب ﷛! ڪيئن ٿو ڀائين؟ آئون ابودجانہ آهيان![1]

(ب) جنگ جي پڇاڙيءَ تي ڪجهہ مومن عورتون جنگ جي ميدان ۾ پهتيون. جيئن حضرت انس ﷛ جو بيان آهي تہ مون بيبي عائشہ بنت ابي بڪر رضي الله عنها ۽ ام سليم رضي الله عنها کي ڏٺو تہ مرين تائين ڪپڙو ويڙهي پٺ تي پاڻيءَ جي کلي کڻي پئي آيون ۽ زخمين جي وات ۾ وجهي رهيون هيون.[2] حضرت عمر ﷛ جي چواڻي تہ احد واري ڏينهن حضرت ام سليط رضي الله عنها اسان لاءِ پاڻيءَ جي کلي هر هر ڀري پئي آئي.[3]

انهن ئي عورتن ۾ ام ايمن رضي الله عنها بہ شامل هئي. جنهن جڏهن هارائي ڀڳل مسلمانن کي مديني ۾ گهڙندي ڏٺو تہ سندن منهن ۾ مٽي اڇلائي هنيائين ۽ چيائين تہ هيءُ سُٽ ڪتڻ جو چرخو وٺو ۽ اسان کي تلوار ڏيو.[4] ان کان پوءِ پاڻ تڪڙي جنگ جي ميدان ۾ پهچي ۽ زخمين کي پاڻي پيارڻ لڳي. کين حبان بن عرقة تير هنيو، جنهن تي پاڻ ڪري پئي ۽ سندن پلاند مٽي ٿي ويو. ان تي الله جي دشمن وڏو ٽهڪ ڏنو. پاڻ سڳورن ﷺ کي اها ڳالهہ ڏکي لڳي ۽

---

[1] - البدايہ والنهايہ(17/4).

[2] - صحيح بخاري (1/403، 2/581).

[3] - صحيح بخاري (1/403).

[4] - سُٽ ڪتڻ، عرب ۾ عورتن جو خاص ڪم هو. انڪري سٽ ڪتڻ جو چرخو، عورتن جو اهڙو ئي خاص سامان هو، جڻ اسان جي ملڪن ۾ چوڙي. ان موقعي تي مٿئين محاوري جو اسان جي ٻوليءَ ۾ اهو محاورو جڙندو تہ "اوهين چوڙيون پائي ويهو، اسان کي تلوار ڏيو." (هي مؤلف طرفان لڳايل حاشيو آهي. اسان وٽ سنڌ ۾ اهڙي موقعي تي چوڙيون پائڻ، گندي وجهي ويهڻ جهڙا مهٽا ڏيڻ کان علاوه ساڳيو عربيءَ وارو محاورو بہ رائج آهي. دودي چنيسر واري قصي ۾ جڏهن هو ماءُ کان پڳ ٻڌرائڻ جي موڪل وٺڻ ٿو اچي تہ ماءُ کيس مهٽو ڏيندي چوي ٿي تہ "مون ڄٽيو هو پٽ ڪري، پر تون نڪتين ڏيءَ، ويهي آٽڻ وچ ۾ پانڌيون ڪتج ٿيهہ." سندس زال وري هن طرح جو مهٽو ڏنس تہ "ڇاڇي منهنجي ڪانڌ کي چني چوڙائي ڏي، اڳين هيوسين بہ ڄٽيون، هاڻي ٿلي ٿينديونسين ٿي."(مترجم).

حضرت سعد بن ابي وقاص ﷛ کي هک بنا اٽيءَ جي تير ڏئي فرمايائون تہ: هيءُ هلائي. حضرت سعد ﷛ تير اڇليو تہ اهو حبان جي نرگهٽ ۾ وڃي لڳو ۽ هو ڪري پيو ۽ سندس پردو کلي پيو. ان تي پاڻ سڳورا ﷺ ايڏو کليا جو سندن ڏند مبارڪ نظر اچڻ لڳا. پاڻ فرمايائون تہ: سعد ﷛، ام ايمن جو پلاند ونني ڇڏيو. الله سندس دعا قبولي. (1) (يعني حضرت سعد ﷛ جي مستجاب الدعاء بنجڻ جي دعا ڪيائون).

**جبل جي لڪ ۾ ساهہ پٽڻ ڪانپوءِ:-** جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ لڪ ۾ ٿوري ساهي پٽي ورتي تہ حضرت علي ﷛ "مهراس" منجهان پنهنجي ڍال ۾ پاڻي پري آيو. چيو وڃي ٿو تہ مهراس، پٿرن ۾ نهيل هڪ کڏو هوندو آهي، جنهن ۾ ڪجهہ پاڻي گڏ ٿي ويندو آهي يا چيو وڃي ٿو تہ: احد ۾ هڪ چشمي جو نالو هو. بهرحال حضرت علي ﷛ اهو پاڻي پاڻ سڳورن ﷺ جي خدمت ۾ پيئڻ لاءِ پيش ڪيو. پاڻ سڳورن ﷺ ان ۾ ڌپ محسوس ڪئي، ان ڪري پيتائون تہ ڪونہ باقي ان سان منهن تي لڳل رت ڌوتائون ۽ مٿي تي بہ هارياﺋون. ان مهل پاڻ سڳورا ﷺ فرمائي رهيا هئا تہ "ان ماڻهوءَ تي الله جو ڏمر ٿئي، جنهن سندس نبيءَ جو منهن رتوڇاڻ ڪيو."(2)

حضرت سهل ﷛ چوندو هو تہ آئون ڄاڻان ٿو تہ پاڻ سڳورن ﷺ جو گهاءُ ڪنهن اگهيو؟ پاڻي ڪنهن هنيو ۽ علاج ڪهڙيءَ شيءِ سان ڪيو ويو؟ پاڻ سڳورن ﷺ جي جگر جي ٽڪري بيبي فاطمہ رضي الله عنها، پاڻ سڳورن ﷺ جو گهاءُ صاف ڪيو ۽ حضرت علي ﷛ ڍال مان پاڻي هاري رهيو هو ۽ جڏهن بيبي صاحبہ ڏٺو تہ پاڻي هڻڻ سان رت وهڻ وڌندو پيو وڃي تہ ڪکن جي تڏي جو ٽڪرو ڪٽي ساڙي ڦٽ تي چنبڙائي ڇڏيو، جنهن سان رت وهڻ بند ٿي ويو.(3)

هوڏانهن حضرت محمد بن مسلمہ ﷛ مٺو ۽ سوادي پاڻي هٿ ڪري آندو. پاڻ سڳورن ﷺ اهو پيتو ۽ خير جي دعا گهري.(4) گهاءَ جي ڪري پاڻ سڳورن ﷺ، اڳين (ظهر) نماز ويهي پڙهي ۽ اصحابي سڳورن بہ پاڻ سڳورن ﷺ جي پٺيان ويهي نماز پڙهي.(5)

**ابوسفيان جو ٺوڪون هڻڻ ۽ حضرت عمر ﷛ سان ڏي وٺ:-** مشرڪن، موٽڻ جي تياري ڪري ورتي تہ ابوسفيان احد جبل تي چڙهيو ۽ وڏي واڪي چيائين تہ ڇا توهان ۾ محمد ﷺ آهي؟ ماڻهن جواب نہ ڏنو. هن وري چيو تہ ڇا توهان ۾ ابو قحافہ جو پٽ (ابوبڪر) آهي؟ ماڻهن موٽ

---

1 - السيرة الحلبيہ (22/2).
2 - ابن هشام (85/2).
3 - صحيح بخاري(584/2).
4 - السيره الحلبيہ(30/2).
5 - ابن هشام(87/2).

ڪانہ ڏني. ان تي هن ٻيهر سوال ڪيو تہ ڇا توهان ۾ عمر بن الخطاب آهي؟ ماڻهو هن ڀيري بہ چپ رهيا، ڇو تہ پاڻ سڳورن ﷺ، اصحابي سڳورن کي ورندي ڏيڻ کان جهلي ڇڏيو هو. ابوسفيان انهن ٽن ڪانسواءِ ڪنهن جو نہ پڇيو. ڇو تہ ڪيس ۽ سندس قوم کي پتو هو تہ اسلام انهن ٽنهي جي دم قدم سان آهي. بهرحال جڏهن ڪابہ ورندي نہ مليس تہ هن چيو تہ هلو انهن ٽنهي مان تہ جان ڇٽي. اهو ٻڌي حضرت عمر ﷛ پاڻ جهلي نہ سگهيو ۽ چيائين تہ " او دشمن الله جا! جن جا تو نالا ورتا آهن، اهي سڀ جيئرا آهن ۽ اجا الله توکي خوار ڪرڻ جو بندوبست ڪري رکيو آهي." ان ڪانپوءِ ابوسفيان چيو تہ: "توهانجي مقتولن جو مثلو ڪيو ويو آهي، پر مون نہ ڪو ان جو حڪم ڏنو هو ۽ نہ ئي ان تي ناراض ٿيو آهيان." پوءِ هن نعرو هنيو: اُعْلُ هُبَلُ (هبل مٿاهون هجي)."

پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: توهان ورندي ڇو نٿا ڏيو؟ اصحابي سڳورن رضي الله عنهم عرض ڪيو تہ ڪهڙو جواب ڏيون؟ پاڻ سڳورن فرمايو تہ: "چئو تہ اللَّهُ أَعْلَى وَأَجَلُّ (الله ئي اعليٰ ۽ برتر آهي)."

پوءِ ابوسفيان نعرو هنيو تہ " لَنَا الْعُزَّى وَلَا عُزَّى لَكُمْ (اسان لاءِ عزيٰ آهي ۽ اوهان لاءِ عزيٰ ناهي)."

پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: ورندي ڇو نٿا ڏيو؟ صحابہ سڳورن رضي الله عنهم پڇيو تہ ڪهڙو جواب ڏيون؟ پاڻ سڳورن فرمايو تہ: چئو تہ " اللَّهُ مَوْلَانَا وَلَا مَوْلَى لَكُمْ (الله اسانجو موليٰ آهي ۽ توهان جو موليٰ ڪوئي ڪونهي)."

ان ڪانپوءِ ابوسفيان چيو تہ "ڪيڏو نہ پلو ڪم ٿيو آهي. اڄوڪو ڏينهن بدر جي ڏينهن جو پلاند آهي ۽ ويڙهہ جو پاسو ڦرندو رهندو آهي."(1)

حضرت عمر ﷛ ورندي ڏني تہ "هڪجهڙو نہ آهي. اسانجا مقتول جنت ۾ آهن ۽ توهان جا مئل دوزخ ۾".

ان ڪانپوءِ ابوسفيان چيو تہ: "عمر! منهجي ويجهو اچ" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ وڃ، ڏس تہ ڇا ٿو چوي؟ حضرت عمر ﷛ ويجهو ويو تہ ابوسفيان چيو تہ: "عمر! الله جو واسطو اٿئي، ٻڌاءِ تہ ڇا اسان محمد ﷺ کي ماري ڇڏيو آهي؟" حضرت عمر ﷛ چيو تہ "والله! نہ، پر هن مهل پاڻ تنهنجيون ڳالهيون ٻڌي رهيا آهن." ابوسفيان چيو تہ: "تون منهنجي نظر ۾ ابن قمئہ کان وڌيڪ سچو آهين."(2)

---

1 - يعني ڪڏهن هڪ ڌر کٽي ٿي تہ ڪڏهن ٻي. جيئن ڏول ڪڏهن کير ڇڪي ٿو تہ ڪڏهن ڪير.

2 - ابن هشام (2/93، 94) زاد المعاد (2/94)، صحيح بخاري (2/579).

**بدر ۾ هڪ ٻي جنگ وڙهڻ جا وعدا وعيد:-** ابن اسحاق لکي ٿو ته ابو سفيان ۽ سندس ساٿاري موٽڻ لڳا ته ابو سفيان چيو ته "ٻئين سال بدر ۾ وري ويڙهه ڪرڻ جو واعدو آهي." پاڻ سڳورن ﷺ هڪ اصحابيءَ کي چيو ته چئي ته چڱو هاڻي اها ڳالهه اسان جي ۽ اوهان جي وچ ۾ طئه ٿي."[1]

**مشرڪن جي مؤقف جي جاچ:-** ان کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ حضرت علي رضي الله عنه کي موڪليو ۽ چيو ته "قوم (مشرڪن) جي پٺيان وڃي ۽ ڏس ته اهي ڇا پيا ڪن ۽ سندن ارادا ڪهڙا آهن؟ جيڪڏهن انهن گهوڙا پاسيرا ڪيا آهن ۽ اٺن تي سوار آهن ته پوءِ سندن ارادو مڪي وڃڻ جو آهي ۽ جي گهوڙن تي چڙهيل هجن ۽ اٺن کي هڪلي وٺي وڃي رهيا هجن ته پوءِ مديني جو ارادو اٿن." پوءِ فرمايائون ته: "ان هستيءَ جو قسم جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، جيڪڏهن انهن مديني وڃڻ جو ارادو ڪيو ته آئون مديني ۾ وڃي ساڻن هڪ هڪاٽي ڪندس." حضرت علي رضي الله عنه جو بيان آهي ته ان کانپوءِ سندن ڪڍ لڳس. ڏٺم ته انهن گهوڙا پاسيرا ڪري رکيا هئا ۽ اٺن تي سوار هئا ۽ مڪي ڏانهن منهن هئن.[2]

**شهيدن ۽ گهايلن جي خبرگيري:-** قريشن جي موٽڻ کانپوءِ مسلمانن، پنهنجن شهيدن ۽ زخمين جي خبرچار وٺڻ شروع ڪئي. حضرت زيد بن ثابت رضي الله عنه جو بيان آهي ته احد واري ڏينهن پاڻ سڳورن ﷺ مون کي سعد بن الربيع رضي الله عنه جي ڳولا لاءِ موڪليو ۽ فرمايو ته: ڪيس ڏسين ته منهنجا سلام ڏجان ۽ چئجان ته پاڻ سڳورن ﷺ پڇيو آهي ته تون هينئر ڇا پيو محسوس ڪرين؟ حضرت زيد رضي الله عنه جو چوڻ آهي ته مان مقتولن جي وچان لنگهندو وٺس پهتس. ڏٺم ته پاڻ آخري پساهن ۾ آهي. ڪيس نيزن، تلوارن ۽ تيرن جا ستر کان مٿي گهاءَ رسيا هئا. مون چيو ته: "اي سعد! رسول الله ﷺ سلام موڪليا آهن ۽ پڇيو آهي ته توهان هينئر ڇا محسوس ڪري رهيا آهيو؟" پاڻ وراڻيائين ته "پاڻ سڳورن ﷺ کي سلام چئجان ۽ عرض ڪجان ته يا رسول الله جنت جي خوشبوءِ پيو محسوس ڪريان ۽ منهنجي قوم انصارن کي چئجان ته جيڪڏهن توهان مان ڪنهن جي هڪ اک به کم ڪندي هجي ۽ ويري پاڻ سڳورن ﷺ تائين پهچي وڃن ته (رسول الله جي مدد نه ڪرڻ ڪري) توهانجو الله وٽ ڪوبه بهانو ڪم اچي نه سگهندو." ان کانپوءِ سندن روح پرواز ڪري ويو.[3]

---

[1] - ابن هشام (94/2).

[2] - ابن هشام (2/ 94)، حافظ ابن حجر فتح الباري (347/7)۾ لکيو آهي ته مشرڪن جا ارادا ڄاڻڻ لاءِ حضرت سعد بن ابي وقاص رضي الله عنه کي موڪليو ويو هو.

[3] - زاد المعاد(96/2).

ماڻهن زخمين ۾ اُصيرم ﷜ کي بہ ڏٺو. جنهن جو نالو عمرو ﷜ بن ثابت هو. ان ۾ بہ ٿورا پساهہ هئا. ان کان پهرين کين اسلام جي دعوت ڏبي هئي تہ پاڻ نٽائي ويندو هو. ان ڪري ماڻهن (اچرج ۾) چيو تہ اصيرم هتي ڪيئن آيو آهي؟ هن کي تہ اسان اهڙي حالت ۾ ڇڏيو هو جو هيءُ دين جو انڪاري هو. پوءِ کانئس پڇيو ويو تہ توکي هتي ڪهڙي شيءِ وٺي آئي؟ قوم جي حمايت جو جوش يا اسلام جي ڇڪ؟ هن وراڻيو تہ: "اسلام جي ڇڪ. اصل ۾ مون الله ۽ ان جي رسول ﷺ تي ايمان آندو ۽ پوءِ رسول الله ﷺ جي حمايت ۾ ويڙهہ ۾ شريڪ ٿيس. تان تہ هن حالت ۾ پهتس، جيڪا اوهان جي اکين آڏو آهي." ان مهل پاڻ گذاري ويو. ماڻهن سندس ذڪر پاڻ سڳورن ﷺ سان ڪيو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "هو جنتين منجهان آهي." ابو هريرة ﷜ جو چوڻ آهي تہ جيتوڻيڪ هن الله ڪارڻ هڪ نماز بہ نہ پڙهي هئي.([1]) چوتہ اسلام قبولڻ کانپوءِ اجا ڪنهن نماز جي مهل ئي نہ آئي هئي جو پاڻ شهيد ٿي ويو.)

انهن ئي گهايلن ۾ قزمان بہ هو. ان بہ هن جنگ ۾ پنهنجا جوهر ڏيکاريا هئا ۽ اڪيلي سر ستن يا اٺن مشرڪن کي تلوار سان ڪنو هئائين. هو جڏهن مليو تہ زخمن کان چور هو. ماڻهن کيس کڻي بنو ظفر جي پاڙي ۾ آندو ۽ مسلمانن کيس خوشخبري ٻڌائي. چوڻ لڳو تہ: والله منهنجي جنگ رڳو پنهنجي قوم جي ناموس لاءِ هئي. جي اها ڳالهہ نہ هجي ها تہ آئون ويڙهہ نہ ڪريان ها. ان کانپوءِ جڏهن هن جا ڦٽ ناسور بڻجي ويا تہ هن پنهنجو پاڻ کي کهي خودڪشي ڪري ڇڏي. هوڏانهن پاڻ سڳورن ﷺ سان جڏهن بہ هن جي ڳالهہ ڪبي هئي تہ فرمائيندا هئا تہ هو دوزخي آهي.([2]) (ان سان پاڻ سڳورن ﷺ جي پيشنگوئي سچي ثابت ٿي) اها حقيقت آهي تہ دين جي سربلنديءَ بدران وطنيت يا ٻئي ڪنهن ارادي سان وڙهڻ واري جو انجام اهڙو ئي ٿيندو آهي. ڀلي اهي اسلام جي جهنڊي هيٺان يا حضور ﷺ جي اصحابين جي لشڪر ۾ ئي شامل ٿي ڇو نہ وڙهي رهيا هجن.

ان جي برعڪس مقتولن ۾ بنو ثعلبہ جو هڪ يهودي هو. ان اهڙي وقت جڏهن اجا جنگ جا آثار نظر اچڻ شروع ٿيا هئا، پنهنجي قوم کي چيو تہ: " اي يهوديو! الله جو قسم! توهان ڄاڻو ٿا تہ محمد ﷺ جي مدد اوهان تي فرض آهي." يهودين چيو تہ "ها پر اڄ سبت (ڇنڇر) جو ڏينهن آهي." هن چيو تہ توهان لاءِ ڪوبہ سبت ناهي. پوءِ هن پنهنجي تلوار ۽ سامان کنيو ۽ چيو تہ جيڪڏهن آئون مارجي وڃان تہ منهنجو مال محمد ﷺ کي ڏجوءُ. اهو ان جو جيڪي وڻيس ڪري. ان

---

[1] - زادالمعاد (94/2)، ابن هشام (90/2).

[2] - زاد المعاد (97/2، 98)، ابن هشام (88/2).

ڪانپوءِ جنگ جي ميدان ۾ لٿو ۽ وڙهندي وڙهندي مارجي ويو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته: "مخيريق ڀلو يهودي هو".[1]

ان موقعي تي پاڻ سڳورن ﷺ پاڻ به شهيدن جي جاچ ورتي ۽ فرمايو ته آئون انهن لاءِ شاهدي ڏيندس. حقيقت اها آهي ته جيڪو ماڻهو الله جي راهه ۾ گهائجي وڃي ٿو، ان کي الله قيامت جي ڏينهن اهڙيءَ حالت ۾ اٿاريندو آهي جو سندس ڦٽ مان رت پيو وهندو، رنگ ته رت جو ئي هوندو پر خوشبوءِ مشڪ جي هوندي. [2]

ڪجهه اصحابين، پنهنجن شهيدن کي مديني پهچائي ڇڏيو هو. پاڻ سڳورن ﷺ انهن کي حڪم ڏنو ته پنهنجن شهيدن کي واپس آڻي اتي پوريو، جتي شهيد ٿيا هئا ۽ شهيدن جا هٿيار ۽ چمڙي جي پوشاڪ لاهي ڇڏيو. پوءِ غسل ڏيڻ کانسواءِ جنهن حالت ۾ هجن، ان ئي حالت ۾ کين پوريو وڃي. پاڻ سڳورا ﷺ ٻن ٻن، ٽن ٽن، شهيدن کي هڪ ئي قبر ۾ پوري رهيا هئا ۽ ٻن ٻن ماڻهن کي هڪ ئي ڪپڙي ۾ گڏ ڍڪي رهيا هئا ۽ پڇيائون ٿي ته انهن مان ڪنهن کي وڌيڪ قرآن ياد آهي. ماڻهو جنهن ڏانهن اشارو ڪندا هئا، ان کي قبر ۾ اڳيان ٿي ڪيائون ۽ فرمايائون ٿي ته قيامت جي ڏينهن آئون انهن ماڻهن بابت شاهدي ڏيندس. عبدالله بن عمرو بن حرام رضي الله عنه ۽ عمرو بن جموح رضي الله عنه کي هڪ ئي قبر ۾ دفن ڪيو ويو، ڇو ته انهن ٻنهي ۾ دوستي هئي. [3]

**حضرت حنظله** رضي الله عنه جو لاش غائب هو. ڳولهڻ تي هڪ جاءِ تي ان حالت ۾ مليو جو زمين تي پيو هو ۽ ان مان پاڻي پئي ٽميو. پاڻ سڳورن ﷺ اصحابي سڳورن کي ٻڌايو ته فرشتا کين غسل ڏئي رهيا آهن. پوءِ فرمايائون ته سندس گهر واريءَ کان پڇو ته معاملو ڇا آهي؟ سندس گهرواريءَ کان پڇيو ويو، جنهن پيرائتي ڳالهه ڪري ٻڌائي. تڏهن کان **حضرت حنظله** رضي الله عنه جو نالو **غسيل الملائڪه** (فرشتن جو وهنجاريل) پئجي ويو.[4]

پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي چاچي **حضرت حمزة** رضي الله عنه جو حال ڏنو ته ڏاڍا ڏکارا ٿيا. سندن ڦقي، بيبي صفيه رضي الله عنها اتي هلي آئي هئي، جنهن پنهنجي ڀاءُ **حضرت حمزة** رضي الله عنه کي ڏسڻ پئي چاهيو، پر پاڻ سڳورن ﷺ سندن فرزند **حضرت زبير** رضي الله عنه کي چيو ته کين واپس وٺي وڃ جو پاڻ پنهنجي ڀاءُ جو حال ڏسي نه وٺي. پر بيبي صفيه رضي الله عنها چيو ته اها ڪهڙي ڳالهه آهي؟ آئون ڄاڻان ٿي ته منهنجي ڀاءُ جو مثلو ڪيو ويو آهي، پر اهو الله جي راهه ۾ آهي، ان ڪري

---

[1] - ابن هشام (2/88، 89).
[2] - ابن هشام (2/98).
[3] - زاد المعاد (2/98) صحيح بخاري(2/584).
[4] - زادالمعاد (2/94).

جيڪي ٿيو، اسين ان تي راضي آهيون. آئون ثواب سمجهي انشاءَ الله ضرور صبر ڪنديس. ان ڪانپوءِ پاڻ حمزة ﷺ وٽ اچي ان لاءِ دعا گهريائين، انالله پڙهيائين ۽ الله کان چوٽڪارو گهريائين. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ حڪم ڪيو تہ حضرت حمزة ﷺ کي حضرت عبدالله بن جحش ﷺ سان گڏ پوريو وڃي. اهو حضرت حمزة ﷺ جو ڀاڻيجو ۽ سندن ٿڃ شريڪ ڀاءُ بہ هو.

**حضرت ابن مسعود** ﷺ جو چوڻ آهي تہ: پاڻ سڳورا ﷺ، **حضرت حمزة** ﷺ بن عبدالمطلب تي جهڙيءَ طرح رنا هئا، ان کان وڌيڪ ڪنهن کي بہ ڪنهن تي اسان روئندي نہ ڏٺو. پاڻ سڳورن ﷺ کين قبلي واري پاسي رکيو، پوءِ جنازي تي بيٺا ۽ اوچنگارون ڪري روئڻ لڳا.[1]

حقيقت ۾ شهيدن جو منظر هو ئي ڏاڍو ڏکارو ۽ روئاڙيندڙ. جيئن حضرت خباب بن ارت ﷺ ٻڌايو تہ حضرت حمزة ﷺ کي هڪ ڪارن پٽن واري چادر ڪانسواءِ ڪوبہ ڪفن نہ ملي سگهيو. اها چادر سر تي وڌي ٿي وئي تہ پير کلي ٿي پيا ۽ پيرن تي وجهڻ سان سر کليو ٿي ويو. نيٺ چادر سان مٿو ڍڪيو ويو ۽ پيرن تي اِذخر [2] گاهہ وڌو ويو.[3]

**حضرت عبدالرحمان بن عوف** ﷺ جو چوڻ آهي تہ مصعب بن عمير ﷺ بہ شهيد ٿيو هو ۽ اهو مون کان چڱو هو. ان کي هڪ چادر جو ڪفن ڏنو ويو. حالت اها هئي تہ جيڪڏهن مٿو ڍڪيو ٿي ويو تہ پير ٿي ظاهر ٿيا ۽ پير ڍڪيا ٿي ويا تہ مٿو پيئي نظر آيو. سندس اها حالت حضرت خباب ﷺ بہ ٻڌائي آهي ۽ اهو واڌارو ڪيو آهي تہ (اها حالت ڏسي) پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ چادر سان ان جو مٿو ڍڪيو ۽ پيرن تي اِذخر وجهي ڇڏيو.[4]

**پاڻ سڳورن ﷺ جي الله جي ساراهہ ۽ وڏائي بيان ڪرڻ ۽ دعا گهرڻ:-** امام احمد ﷺ جي روايت آهي تہ احد واري ڏينهن جڏهن مشرڪ واپس هليا ويا تہ پاڻ سڳورن ﷺ اصحابي سڳورن کي فرمايو تہ: قطار ٺاهيو تہ آئون پنهنجي پالڻهار جي وڏائي بيان ڪري وٺان. ان حڪم تي اصحابي سڳورن، پاڻ سڳورن ﷺ جي پنيان صفون ٻڌيون ۽ پاڻ سڳورن ﷺ هيئن فرمايو تہ: "يا الله! سڀ ساراهون تو لاءِ آهن. يا الله! جنهن شيءِ کي تون ڪشادو ڪرين، ان کي ڪير بہ سوڙهو نٿو ڪري سگهي ۽ جنهن شيءِ کي تون سوڙهو ڪرين، ان کي ڪير بہ ڪشادو نٿو ڪري سگهي. جنهن کي تون گمراهہ ڪرين، ان کي ڪير بہ هدايت نٿو ڏئي سگهي ۽ جنهن کي تون هدايت

---

[1] - اها ابن شاذان جي روايت آهي. ڏسو مختصر السيرة شيخ عبدالله (ص:255).

[2] - اهو موج جهڙو سڳنڌ وارو گاهہ آهي. گهڻن جاين تي جانهہ ۾ وجهي ڪاڙهبو آهي. عربستان ۾ ان جو بوٽو گرانٽ ڏيڍ جيترو مس ٿو ٿئي پر هندوستان ۾ هڪ ميٽر کان بہ ڊگهو ٿئي ٿو.

[3] - مسند احمد، مشڪواة (140/1).

[4] - صحيح بخاري (579/2، 584).

ڏين ان کي ڪوبہ گمراھ نٿو ڪري سگھي. جيڪا شيءِ تون روڪين، اھا ڪير نٿو ڏئي سگھي ۽ جيڪا شيءِ تون ڏين، اھا ڪير بہ ڇني نٿو سگھي. تنھنجي ڏڪاريل شيءِ کي ڪير ويجھو نٿو ڪري سگھي ۽ تنھنجي ويجھي ڪيل شيءِ کي ڪير ڏڪاري نٿو سگھي. يا الله! اسان لاءِ پنھنجون برڪتون، رحمتون ۽ فضل ۽ رزق ڦھلائي ڇڏ.

يا الله! آئون توکان سدائين رھڻ واريون نعمتون گھران ٿو. جيڪي نہ ٽرن ۽ نہ ختم ٿين. يا الله! آئون توکان فقر جي ڏينھن لاءِ مدد ۽ ڊپ واري ڏينھن امن گھران ٿو. يا الله! جيڪي ڪجھہ تو ڏنو آھي، ان جي شر کان ۽ جيڪي نہ ڏنو آھي، ان جي شر کان پناھ گھران ٿو. يا الله! اسان ۾ ايمان جي چاھت پيدا ڪري اسان جي دلين کي ان سان سينگاري ڇڏ ۽ ڪفر، فسق ۽ نافرمانيءَ کان بيزاري پيدا ڪر ۽ اسان کي ھدايت ياتلن مان ڪر. يا الله! اسان کي مسلماني ۾ مار ۽ مسلمانيءَ ۾ ئي جيار ۽ خواري ۽ فتني کان بچائي نيڪو ڪارن ۾ شامل ڪر. يا الله! تون انھن ڪافرن کي مار ۽ انھن تي قھر ۽ ڏمر نازل ڪر جو اھي تنھنجن پيغمبرن کي ڪوڙو ڪن ٿا ۽ تنھنجي واٽ تي ھلڻ کان روڪين ٿا. يا الله! انھن ڪافرن کي بہ مار جن کي ڪتاب ڏنو ويو آھي. ''يا اله الحق'' ([1])

**مديني ڏانھن موٽ ۽ محبت ۽ جانثاريءَ جا انمول واقعا:-** شھيدن کي پورڻ ۽ دعا گھرڻ کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ مديني جو رخ ڪيو. جھڙيءَ طرح جنگ ھلندي اصحابي سڳورن محبت ۽ جانثاريءَ جا داستان رقم ڪيا ھئا، اھڙيءَ طرح ئي واٽ ھلندي مؤمنياڻين بہ خلوص ۽ جانثاريءَ جو مظاھرو ڪري ڏيکاريو.

جيئن واٽ تي پاڻ سڳورن ﷺ سان بيبي حمنہ بنت جحش جي ملاقات ٿي. کيس سندس ڀاءُ عبدالله بن جحش رضي الله عنه جي شھادت جي خبر ڏنائون. ان انالله پڙھي ۽ چوٽڪاري لاءِ دعا گھري. پوءِ سندس مامي حضرت حمزة رضي الله عنه جي شھادت جي خبر ڏنائون. ان وري بہ انالله پڙھي ۽ چوٽڪاري لاءِ دعا گھري. ان کانپوءِ سندس مڙس حضرت مصعب بن عمير رضي الله عنه جي شھادت جي خبر ڏني وئي تہ پاڻ تڙپي رڙيون ڪرڻ لڳي ۽ پار ڪڍي روئڻ لڳي. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: " عورت جو مڙس سندس لاءِ وڏي اھميت رکي ٿو."([2])

اھڙيءَ طرح پاڻ سڳورا ﷺ بنو دينار جي ھڪ عورت وٽان لنگھيا، جنھن جو مڙس، ڀاءُ ۽ پيءُ ٽيئي ڄڻا شھيد ٿيا ھئا. جڏھن ان کي خبر ڏني وئي تہ چوڻ لڳي تہ پاڻ سڳورن ﷺ جو ڇا ٿيو؟ ماڻھن چيو تہ فلاڻي جي ماءُ! پاڻ سڳورا ﷺ خيريت سان آھن ۽ جيئن تون چاھين ٿي، تيئن آھن.

---

[1] - بخاري، الادب المفرد، مسند احمد(424/3).

[2] - ابن ھشام (98/2).

عورت وراڻيو تہ ٿورو مون کي ڏيکاريو، آئون بہ تہ پاڻ سڳورن ﷺ جو وجود بابرڪت کي ڏسي وٺان. ماڻھن کيس اشاري سان ٻڌايو. جڏھن سندس نظر پاڻ سڳورن ﷺ تي پئي تہ بي اختيار چيائين تہ " كُلُّ مُصِيْبَةٍ بَعْدَكَ جَلَلٌ " (پاڻ سڳورن ﷺ (کي ڏسڻ) کانپوءِ ھر مصيبت ھيچ آھي.([1])

واٽ تي حضرت سعد بن معاذ ؓ جي امڙ پاڻ سڳورن ﷺ وٽ ڊوڙندي پھتي. ان وقت حضرت سعد بن معاذ ؓ، پاڻ سڳورن ﷺ جي گھوڙي جي واڳ جھلي پئي ھليو. چوڻ لڳو تہ: "يا رسول الله ﷺ! منھنجي امڙ آئي آھي." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ کيس ڀليڪار ڪر." ان کانپوءِ سندس استقبال لاءِ بيھي رھيا. جڏھن اھا ويجھي پھتي تہ پاڻ سڳورن ﷺ کيس سندس فرزند عمرو بن معاذ ؓ جي شھادت تي ڏک جو اظھار ڪندي کيس آٿت ڏني ۽ صبر جي تلقين ڪئي. جنھن تي پاڻ فرمايائين تہ جڏھن مون اوھان کي صحيح سلامت ڏسي ورتو، ھاڻي مون لاءِ ھر تڪليف گھٽ آھي. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ احد جي شھيدن لاءِ دعا گھري ۽ فرمايو تہ: " اي سعد ؓ جي ماءُ تون خوش ٿي ۽ شھيدن جي گھر وارن کي خوشخبري ٻڌاءِ تہ سندن شھيد سيئي جنت ۾ گڏ آھن ۽ سندن گھر وارن لاءِ انھن سيني جي شفاعت قبول ڪئي وئي آھي."

ان وراڻيو تہ: "يا رسول الله ﷺ! انھن جي پوئين لاءِ بہ دعا گھرو." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "يا الله! انھن جي دل جو ڏک دور ڪر ۽ انھن کي تڪليف جو سلو عطا ڪر ۽ پوئيرن جي چڱي نظرداري ڪر."([2])

**پاڻ سڳورا ﷺ مديني ۾:-** ان ئي ڏينھن ڇنڇر 7 شوال سنہ 3 ھ تي شام جو پاڻ سڳورا ﷺ مديني پھتا. گھر پھچي پنھنجي تلوار بيبي فاطمہ رضي الله عنھا کي ڏنائون تہ ڌيءُ ھن تان رت ڌوءِ، الله جو قسم! ھيءَ اڄ مون لاءِ ڏاڍي ڪارائتي ثابت ٿي آھي. پوءِ حضرت علي ؓ بہ پنھنجي تلوار ڏني ۽ فرمايو تہ ھن تان بہ رت ڌوءِ، الله جو قسم! ھيءَ بہ اڄ مون لاءِ ڏاڍي ڪارائتي ثابت ٿي آھي. ان تي پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "جيڪڏھن تو بي مثال جنگ ڪئي آھي تہ توسان گڏ سھل بن حنيف ؓ ۽ ابو دجانہ ؓ بہ بيمثال جنگ ڪئي آھي." ([3])

گھڻيون روايتون ھن ڳالھہ تي متفق آھن تہ مسلمان شھيدن جو تعداد ستر ھو، جن مان گھڻا انصار ھئا، يعني انھن جا 65 ڄڻا شھيد ٿيا ھئا، 41 خزرج جا ۽ 24 اوس جا. ھڪ ڄڻو يھودي ھو ۽ مھاجر شھيد رڳو چار ھئا.

---

[1] - ابن ھشام (99/2).
[2] - السيرة الحلبيہ(47/2).
[3] - ابن ھشام (100/2).

باقي بچيا قريشن جا مئل تہ ابن اسحاق مطابق سندن تعداد 22 هو، پر بين سيرت نگارن هن ويڙهہ جو جيڪو تفصيل ڏنو آهي ۽ جن ۾ متاچري انداز ۾ جنگ جي مختلف مرحلن ۾ مرڻ وارن مشرڪن جو ذڪر ڪيل آهي ان تي گهري نظر وجهڻ سان پتو پوي ٿو تہ مرڻ وارا 22 نہ پر 37 هئا. والله اعلم ([1])

**مديني ۾ هنگامي حالتون:-** مسلمانن احد جي جنگ تان موٽڻ بعد (8 شوال سنہ 3 ھ ڇنڇر ۽ آچر جي وچ واري) رات هنگامي حالت ۾ گذاري. جنگ کين ٿڪائي ڇڏيو هو، تنهن هوندي بہ اهي سڄي رات مديني جي رستن ۽ گهٽين تي پهرو ڏيندا رهيا ۽ پنهنجي مهندار، رسول الله ﷺ جي بچاءَ لاءِ خاص اُپاءَ وٺندا رهيا. ڇو تہ انهن کي هر پاسي کان نقصان پهچڻ جو انديشو هو.

**غزوه حمراءَ الاسد:-** هوڏانهن پاڻ سڳورن ﷺ سڄي رات جنگ ڪري پيدا ٿيل حالتن تي سوچيندي گذاري. پاڻ سڳورن ﷺ کي انديشو هو تہ جيڪڏهن مشرڪن کي اهو خيال آيو تہ جنگ جي ميدان ۾ ڪٿڻ کانپوءِ بہ اسان کو لاڀ حاصل نہ ڪيو تہ پڪ کين ندامت ٿيندي ۽ اهي واٽ تان ئي موٽي مديني تي ڪاهي سگهن ٿا. ان ڪري پاڻ سڳورن ﷺ فيصلو ڪيو تہ هر حالت ۾ مڪي جي لشڪر جي ڪڍ (پويان) لڳڻ کپي. جيئن سيرت نگارن لکيو آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ احد واري جنگ جي ٻئي ڏهاڙي يعني آچر 8 شوال سنہ 3 ھ تي صبح ساڻ اعلان ڪيو تہ دشمن جي مقابلي لاءِ هلڻو آهي ۽ گڏوگڏ اهو بہ اعلان ڪيو تہ رڳو اهي ماڻهو هلن، جيڪي احد واري لڙائيءَ ۾ موجود هئا. پوءِ بہ عبدالله بن ابي پاڻ سڳورن ﷺ سان گڏ هلڻ جي اجازت گهري پر پاڻ سڳورن ﷺ اجازت نہ ڏنس. هوڏانهن مسلمان جيتوڻيڪ گهايل، ڏکن ۾ ورتل ۽ ڊپ ڊاءَ واري حالت ۾ هئا تہ بہ سيني بنا ڪيڇڻ جي حڪم مڃيو. حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنه بہ اجازت گهري، جيڪو احد واري جنگ ۾ نہ هليو هو. چيائين تہ "يا رسول الله ﷺ! توهان جنهن جنگ ۾ شامل هجو، آئون بہ اوهان سان هجان ۽ جيئن تہ (هن جنگ ۾) منهنجي پيءُ منهنجين نينگرين جي سنڀال لاءِ گهر ۾ روڪي ڇڏيو هو، تنهنڪري مون کي موڪل ڏيو تہ آئون بہ توهان سان گڏ هلان. ان تي پاڻ سڳورن ﷺ کيس اجازت ڏني.پروگرام مطابق پاڻ سڳورا ﷺ مسلمانن کي وٺي نڪتا ۽ مديني کان اٺ ميل پري حمراء الاسد وٽ لٿا.

اتي رهڻ دوران معبد بن ابي معبد خزاعي، پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهچي اسلام قبوليو. ڪي چون ٿا تہ شرڪ تي قائم هو، پر پاڻ سڳورن ﷺ جو خيرخواهہ هو، ڇو تہ خزاعہ ۽ بنو هاشم ۾ حلف (يعني دوستي ۽ ساٿ جو عهد) هو. مطلب تہ هن چيو تہ: "اي محمد ﷺ! توهان کي ۽

---

[1] - ابن هشام (2/122_ 129) فتح الباري(7/351) ۽ غزوه احد، ليڪڪ محمد احمد باشميل (ص:278، 279، 280).

توهان جي ساٿين کي جيڪو ڌڪ رسيو آهي، الله جو قسم! اسان کي بہ ان جو ڏک آهي. اسان جي آس هئي تہ الله توهان کي خيريت سان رکي ها." ان همدرديءَ جي اظهار ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ ڪيس چيو تہ ابوسفيان وٽ وڃي سندس حوصلا ٽوڙي.

هوڏانهن پاڻ سڳورن ﷺ کي جيڪو خدشو هو تہ مشرڪ مديني تي ڪاهڻ جي ڳالهہ سوچيندا، سو بلڪل سچو هو. جيئن مشرڪن مديني کان 36 ميل پري روحاء وٽ پهچي جڏهن ديرو هنيو تہ پاڻ ۾ هڪٻئي تي ڇوهہ ڇنڊيندي چوڻ لڳا تہ "توهان ڪجهہ نہ ڪيو. سندن شان ۽ سگهہ ٽوڙي ڪين ائين ئي ڇڏي ڏنو، جڏهن تہ اڃا انهن جا ايترا سر بچيل آهن جو اهي توهان لاءِ وري بہ مٿي جو سور بڻجي سگهن ٿا، تنهن ڪري موٽو ۽ ڪين پاڙؤن پٽي ڇڏيو."

پر لڳي ائين ٿو تہ اها هڪ مٿاڇري رٿ هئي، جيڪا انهن ماڻهن پاران ڏني وئي هئي، جن کي ڌرين جي سگهہ ۽ حوصلن جو صحيح ڪاٿو نہ هو. ان ڪري هڪ سمجهو ماڻهوءَ صفوان بن اميہ ان رٿ جي مخالفت ڪندي چيو تہ "يائرو! ائين نہ ڪريو. مون کي ڊپ ٿو ٿئي تہ جيڪي (مسلمان احد واري جنگ) ۾ نہ آيا هئا، متان اهي بہ هاڻي توهان جي خلاف گڏ ٿي وڃن. تنهنڪري هن ئي حالت ۾ موٽي هلو جو سوڀ اوهان ماڻي آهي، نہ تہ مون کي ڊپ آهي تہ مديني تي ڪاهيو ويو تہ گردش ۾ اچي ويندؤ." پر گهڻائيءَ اها رٿ نہ قبولي ۽ فيصلو ڪيو تہ مديني هلبو، پر اڃا اهي اتي ئي هئا جو معبد بن ابي معبد خزاعي اچي پهتن. ابوسفيان کي خبر نہ هئي تہ ڪو اهو مسلمان ٿي چڪو آهي. هن پڇيس تہ معبد! پٺتي جي ڪا خبر چار ڏي؟ معبد (واڏي ڏيندي) چيو تہ: "محمد ﷺ پنهنجا ساٿي وٺي اوهان جي پويان لڳي چڪو آهي. سندس لشڪر ايڏو وڏو آهي جو مون اهڙو لشڪر ڪڏهن نہ ڏٺو. سڀ ماڻهو توهان جي خلاف ڪاوڙ ۾ پيا ٿهڪن. احد ۾ پٺتي رهجي وڃڻ وارا بہ پهچي ويا آهن. انهن جيڪي هٿان وڃايو آهي، ان لاءِ سخت لڄي آهن ۽ توهان جي خلاف ايترو پڙڪيل آهن جو مون ان جو مثال ڪڏهن بہ ناهي ڏٺو.

ابوسفيان چيو تہ: "يائو اهو ڇا پيو چوين؟"

معبد چيو تہ: "الله جو قسم! آئون سمجهان ٿو تہ توهان هلڻ کان اڳ سندن گهوڙن کي ڏسي وٺندا يا لشڪر جو مهڙ وارو دستو هن ٽڪر پٺيان ظاهر ٿي ويندو."

ابوسفيان چيو تہ: "الله جو قسم! اسان تہ فيصلو ڪيو آهي تہ انهن تي وري ڀيهر حملو ڪريون ۽ سندن پاڙون پٽي ڇڏيون."

معبد چيو تہ: "ائين نہ ڪجؤ، ان ۾ ئي توهان جو ڀلو آهي."

اهي ڳالهيون ٻڌي مڪي جو لشڪر هانءُ هاري وينو. انهن جي دلين ۾ ڊپ ۽ رعب ويهي ويو ۽ انهن چڱو ان ۾ ڄاتو تہ مڪي ڏانهن پنهنجو سفر جاري رکن. باقي ابو سفيان اسلامي لشڪر کي

پنيان اچڻ کان روڪڻ ۽ ٻيهر ٽڪراءُ ٽيڻ کان بچڻ لاءِ افواهي مهم جو جوابي حملو ڪيو. هن پرسان لنگهندڙ عبدالقيس قبيلي جي هڪ قافلي وارن کي چيو تہ: "ڇا توهان منهنجو هڪ نياپو محمد ﷺ کي پهچائيندا؟ منهنجو وعدو آهي تہ ان جي بدليءَ جڏهن توهان مڪي ايندا تہ عڪاظ جي بازار ۾ توهان کي ايتري ڪشمش ڏيندس، جيتري اوهان جي هيءَ ڏاچي کڻي سگهي ٿي."

انهن چيو تہ "هائو."

ابوسفيان چيو تہ: "محمد ﷺ کي اها خبر وجي ڏيو تہ اسان سندس ۽ سندس ساٿين جون پاڙون پٽڻ لاءِ ٻيهر موٽي حملو ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي."

ان ڪانپوءِ جڏهن قافلو حمراء الاسد ۾ پاڻ سڳورن ﷺ ۽ اصحابي سڳورن وٽان لنگهيو تہ کين ابوسفيان جو نياپو ڏنو ۽ چيو تہ اهي توهان جي خلاف گڏ آهن، انهن کان ڊڄو، پر سندن ڳالهيون ٻڌي مسلمانن جو ايمان ويتر وڌي ويو ۽ انهن حَسْبُنَا اللّهُ وَنِعْمَ الْوَكِيلُ (الله اسانجي لاءِ ڪافي آهي ۽ اهو ئي وڏو ڪارساز آهي) چيو. اهڙيءَ طرح اهي الله جي نعمت ۽ فضل سان موٽيا. کين ڪا تڪليف نہ رسي ۽ انهن الله جي فرمانبرداري ۽ پيروي ڪئي ۽ الله وڏي فضل وارو آهي.

پاڻ سڳورا ﷺ آچر جي ڏينهن حمراء الاسد ڏانهن روانا ٿيا هئا. سومر، اڱارو ۽ اربع يعني 9، 10 ۽ 11 شوال سنہ 3 هہ تائين اتي رهيا، ان ڪانپوءِ مديني موٽيا. مديني موٽڻ کان اڳ ابو عزه جمحي سندن هٿ چڙهي ويو. هي اهو ئي ماڻهو آهي، جيڪو بدر ۾ قيدي بڻجڻ ڪانپوءِ سندس غريبي ۽ گهڻين نياڻين ڪري ان شرط تي بنا معاوضي جي ڇڏيو ويو هو تہ هو پاڻ سڳورن ﷺ جي خلاف ڪنهن جو بہ ساٿ نہ ڏيندو. پر هن واعدو نہ پاڙيو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ ۽ اصحابي سڳورن جي خلاف شعر لکي ماڻهن کي ڀڙڪايائين. جنهن جو ذڪر گذريل صفحن ۾ اچي چڪو آهي. هو مسلمانن سان وڙهڻ لاءِ پاڻ احد واري لڙائيءَ ۾ آيو. جڏهن جهلجي پيو تہ چوڻ لڳو تہ: "محمد ﷺ! منهنجي خطا در گذر ڪر. مون تي احسان ڪر ۽ منهنجين نياڻين ڪارڻ مون کي ڇڏي ڏي. آئون واعدو ٿو ڪريان تہ ٻيهر اهڙي حرڪت نہ ڪندس." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ هاڻي ائين نہ ٿيندو تہ تون مڪي وڃي سينو ٺوڪي چوين تہ مون محمد ﷺ کي بہ ٻيرا ڏوڪو ڏنو آهي." مؤمن هڪ ئي سوراخ مان بہ ٻيرا نٿو ڏنگجي سگهي. ان ڪانپوءِ حضرت زبير رضي الله عنه يا حضرت عاصم بن ثابت رضي الله عنه کي حڪم ڪيائون ۽ ان سندس ڪنڌ ڪپي ڇڏيو.

اهڙيءَ طرح ئي مڪي جو هڪ جاسوس بہ ماريو ويو. سندس نالو معاويہ بن مغيره بن ابي العاص هو ۽ اهو عبدالملڪ بن مروان جو نانو هو. اهو ان طرح هٿ چڙهيو جو جڏهن احد واري ڏينهن مشرڪ موٽي ويا تہ هو پنهنجي سوٽ حضرت عثمان سان ملڻ آيو. حضرت عثمان رضي الله عنه سندس لاءِ

پاڻ سڳورن ﷺ کان پناهہ گهري. پاڻ سڳورن ﷺ ان شرط تي امان ڏني تہ جيڪڏهن پاڻ تن ڏينهن کانپوءِ بہ ڏٺو ويو تہ ماريو ويندو. پر جڏهن مدينو اسلامي لشڪر کان خالي ٿي ويو تہ هيءُ همراهہ قريشن لاءِ جاسوسي ڪرڻ خاطر ٽن ڏينهن کان مٿي رهي پيو ۽ جڏهن لشڪر موٽي آيو تہ ڀڄڻ جي ڪوشش ڪيائين. پاڻ سڳورن ﷺ، **حضرت زيد بن حارثہ** رضي الله عنه ۽ **حضرت عمار بن ياسر** رضي الله عنه کي حڪم ڪيو ۽ انهن سندس پيڇو ڪري ڪيس ماري ڇڏيو. ([1])

حمراء الاسد واري غزوي جو ذڪر جيتوڻيڪ ڌار ڪيو وجي ٿو پر حقيقت ۾ اها ڪا ڌار جنگ نہ هئي، پر احد واري جنگ جو ئي حصو هئي.

**احد واري جنگ جو اپٽار:-** اها آهي احد واري جنگ، جنهن جي پڇاڙيءَ تي وڏا وڏا بحث ڪيا ويا آهن تہ ان ڪي مسلمانن جي هار سمجهجي يا نہ؟ جيستائين حقيقت جو سوال آهي تہ ان ۾ شڪ نہ آهي تہ جنگ جي ٻئي مرحلي ۾مشرڪن سرسي ماڻي ۽ جنگ جو ميدان سندن هٿ ۾ هو. جاني نقصان بہ مسلمانن جو وڌيڪ ٿيو ۽ ڏاڍو پوائنتو ٿيو ۽ مسلمانن جو گهٽ ۾ گهٽ هڪ گروهہ هار مڃي وني پڳو ۽ صورتحال مڪي جي لشڪر جي هٿ ۾ رهي، پر ان هوندي بہ ڪي ڳالهيون اهڙيون آهن. جن جي ڪري اسين هن جنگ کي مشرڪن جي سوڀ نٿا مڃي سگهون.

هڪ اهو تہ اها ڳالهہ پڪي آهي تہ مڪي جو لشڪر، مسلمانن جي ڪيمپ تي قبضو نہ ڪري سگهيو هو ۽ مديني جي لشڪر جو وڏو حصو وٺ پڪڙ ۽ افراتفريءَ هوندي بہ ڀڳو ڪونہ هو. پر وڏيءَ دليريءَ سان وڙهندي پنهنجي سالار وٽ اچي گڏ ٿيو ۽ مسلمانن جو پاسو ايترو بہ هلڪو نہ ٿيو هو جو مڪي جو لشڪر سندن ڪڍ لڳي سگهي. ان ڪانسواءِ مشرڪ ڪو هڪ بہ مسلمان جهلي نہ سگهيا ۽ نہ ئي ڪافرن غنيمت جو مال هٿ ڪيو. مٿان وري اهي جنگ جي ٽئي مرحلي لاءِ بہ تيار نہ ٿيا، جڏهن تہ اسلامي لشڪر اڃا پنهنجي ڪيمپ۾ ئي هو. ان ڪانسواءِ ڪافر جنگ جي ميدان ۾ هڪ ڏينهن بہ نہ ترسيا، جڏهن تہ ان زماني ۾ فاتحن جو اهو ئي دستور هو. ڪافر هڪدم موٽي ويا ۽ مسلمانن کان اڳ ميدان ڇڏيائون. اهو بہ تہ ڪين ٻار ٻچا قيدي ڪرڻ ۽ مال لٽڻ لاءِ مديني ۾ گهڙڻ جي همٿ ئي ڪانہ ٿي. جڏهن تہ شهر ڪانئن ٿوري پنڌ تي هو ۽ فوج کان پوريءَ ريت خالي ۽ صفا ڪليل هو ۽ رستي ۾ ڪابہ جهل پل ڪانہ هئي.

انهن سڀني ڳالهين جو مطلب اهو ٿو نڪري تہ قريشن کي وڏ ۾ وڏ اهو فائدو ٿيو تہ انهن وجهہ وٺي مسلمانن کي ٿورو ڇيهو رسايو. باقي اسلامي لشڪر کي گهيري ۾ وٺڻ کانپوءِ ان کي

---

[1] - احد ۽ حمراء الاسد وارين جنگين جو تفصيل ابن هشام (60/2 _ 129)، زاد المعاد (91/2 _ 108)، فتح الباري مع صحيح بخاري (345/7 _ 377)، مختصر السيرة، شيخ عبدالله (ص:242 _257) تان گڏ ڪيو ويو آهي.

پوريءَ طرح تهس نهس ڪرڻ جو جيڪو فائدو ڪين ونڻو هو، ان ۾ ناڪام رهيا ۽ اسلامي لشڪر ڪجهہ وڏيڪ نقصان رسڻ ڪانپوءِ بہ گهيرو ٽوڙي نڪري ويو ۽ اهڙو نقصان تہ خود فاتحن ڪي بہ گهڻائي پيرا رسيو. ان ڪري هن معاملي ڪي مشرڪن جي سوڀ نٿو چئي سگهجي.

موٽڻ لاءِ ابوسفيان جي تڪڙ ڪرڻ بہ ان ڳالهہ ڏانهن اشارو ڪري ٿي تہ ڪيس ڊپ هو تہ جيڪر جنگ جوٽڻ جو مرحلو شروع ٿيو تہ سندس لشڪر ڪي نقصان ۽ هار جو منهن ڏسڻو پوندو. ان ڳالهہ جي وڌيڪ تائيد ابوسفيان جي ان موقف مان ٿئي ٿي، جيڪو غزوه حمراء الاسد جي سلسلي ۾ جاٽايل آهي.

اهڙيءَ حالت ۾ اسان هن جنگ ڪي ڪنهن هڪ ڌر جي سوڀ يا هار سمجهڻ بدران غير فيصلائتي جنگ چئي سگهون ٿا، جنهن ۾ هر ڌر ڪاميابي ۽ نقصان مان پنهنجو حصو ماڻيو هو. پوءِ جنگ جي ميدان مان پڇڻ ڪانسواءِ ۽ پنهنجي ڪيمپ ڪي دشمن جي قبضي ۾ ڇڏڻ ڪانسواءِ ويڙهہ ڪان پاسيرو ٿي ويا ۽ غير فيصلائتي ويڙهہ ان ڪي ئي چئبو آهي. ان ڏانهن ئي قرآن ۾ اشارو ڪيل آهي تہ:

﴿وَلَا تَهِنُوا فِي ابْتِغَاءِ الْقَوْمِ إِنْ تَكُونُوا تَأْلَمُونَ فَإِنَّهُمْ يَأْلَمُونَ كَمَا تَأْلَمُونَ وَتَرْجُونَ مِنَ اللَّهِ مَا لَا يَرْجُونَ...(104)﴾ (النساء)

" ۽ ڪافرن جي ڳولا ۾ سستي نہ ڪريو. جيڪڏهن اوهين ڏکوئبا آهيو تہ اهي بہ اوهان جهڙا ڏکوئبا آهن ۽ اوهين **الله** ۾ اها اميد ٿا رکو جا اميد انهن کي نہ آهي."

هن آيت ۾ الله تعاليٰ تڪليف رسائڻ ۽ تڪليف محسوس ڪرڻ ۾ هڪ لشڪر ڪي ٻئي جهڙو ئي ٻڌايو آهي، جنهن جو مطلب اهو آهي تہ ٻئي ڌريون برابر ٿيون ۽ ٻئي ڌريون ان طرح واپس موٽيون جو انهن مان ڪير بہ سگهو ٿي نہ سگهيو هو.

**هن جنگ تي قرآن جو تبصرو**:- پوءِ قرآن مجيد ۾ هن ويڙهہ جي هڪ هڪ مرحلي تي روشني وڌي وئي ۽ ٽيڪاٽپڻي (تبصرو) ڪندي اهي ڪارڻ ڏسيا ويا، جن جي ڪري مسلمانن ڪي هيڏو سارو ڇيهو رسيو هو ۽ ٻڌايو ويو تہ اهڙيءَ طرح جي فيصلائتن موقعن تي ايمان وارا ۽ هيءَ امت (جيڪا ٻين جي ڀيٽ ۾ خير الامة سڏجي ٿي) جنهن اعليٰ مقصدن لاءِ جوڙي وئي آهي، ان جي لحاظ کان بہ ايمان وارن مختلف گروهن ۾ ڪهڙيون ڪهڙيون ڪمزوريون وجي بچيون آهن.

اهڙيءَ طرح قرآن مجيد، منافقن جي موقف جو پول کولي ڇڏيو ۽ سندن دلين ۾ الله ۽ رسول خلاف لڪل ڪيني ڪي ظاهر ڪري وڌو ۽ سادڙن مسلمانن ۾ انهن منافقن ۽ سندن يهودي ڀائرن،

جيڪي وسوسا ڦهلائي ڇڏيا هئا، انهن جو رد ڪيو ۽ انهن حڪمتن ۽ مقصدن ڏانهن اشارو ڪيو، جيڪي هن ويڙهه ۾ حاصل ٿيا هئا.

هن ويڙهه بابت آل عمران جون سٺ آيتون لٿيون. سڀ کان پهرين ويڙهه جي پهرئين مرحلي جو ذڪر ڪيو ويو ۽ ارشاد ٿيو ته:

﴿وَإِذْ غَدَوْتَ مِنْ أَهْلِكَ تُبَوِّئُ الْمُؤْمِنِينَ مَقَاعِدَ لِلْقِتَالِ...(121)﴾(آل عمران)

"(اي پيغمبر ياد ڪر) جنهن مهل (تون) پنهنجي گهر مان سويرو نڪتين جو مؤمنن کي جنگ لاءِ مورچن تي وهاريئي ٿي."

پوءِ آخر ۾ هن ويڙهه جي نتيجن ۽ حڪمت جو تفصيلي اپٽار ڪيو ويو. ارشاد ٿيو ته:

﴿مَا كَانَ اللَّهُ لِيَذَرَ الْمُؤْمِنِينَ عَلَى مَا أَنْتُمْ عَلَيْهِ حَتَّى يَمِيزَ الْخَبِيثَ مِنَ الطَّيِّبِ وَمَا كَانَ اللَّهُ لِيُطْلِعَكُمْ عَلَى الْغَيْبِ وَلَكِنَّ اللَّهَ يَجْتَبِي مِنْ رُسُلِهِ مَنْ يَشَاءُ فَآمِنُوا بِاللَّهِ وَرُسُلِهِ وَإِنْ تُؤْمِنُوا وَتَتَّقُوا فَلَكُمْ أَجْرٌ عَظِيمٌ (179)﴾(آل عمران)

"(اي منافقو( الله کي نٿو جڳائي ته جنهن تي اوهين آهيو، تنهن تي مؤمنن کي (به) ڇڏي ڏي ته پليت کي پاڪ کان ڌار ڪري ۽ الله کي نٿو جڳائي ته اوهان کي ڳجهه تي واقف ڪري پر الله پنهنجن پيغمبرن مان جنهن کي گهرندو آهي، تنهن کي چونڊيندو آهي. پوءِ الله ۽ سندس پيغمبرن کي مڃيو ۽ جيڪڏهن (اوهين) مڃيندؤ ۽ ڊڄندؤ ته اوهان لاءِ وڏو اجر آهي."

**جنگ بابت الله جون حڪمتون ۽ مقصد:-** علامه ابن قيم هن موضوع تي تفصيل سان لکيو آهي.[1] حافظ ابن حجر لکي ٿو ته عالم چون ٿا ته احد جي لڙائي ۾ ان ۾ مسلمانن کي پهتل تڪليفن ۾ الله جي حڪمت ۽ فائدو هو. جهڙوڪ مسلمانن کي گناهن جي خراب پڇاڙي ۽ غلط ڪارين جي نقصانن کان آگاهه ڪرڻ. ڇو ته تيرانداز کي پنهنجي مرڪز تي ڄمي ويهڻ جو حڪم پاڻ سڳورن ﷺ ڏنو هو، انهن حڪم نه مڃيندي مرڪز ڇڏي ڏنو. (انکري ئي کين نقصان رسيو) هڪ حڪمت، پيغمبرن جي اها سنت ظاهر ڪرڻ هو ته پهرين اهي مصيبت ۾ ڦاسايا وڃن ٿا، پوءِ نيٺ کين سرسي ملي ٿي ۽ ان ۾ اها حڪمت به لڪيل آهي ته جيڪڏهن کين رڳو سوڀون ملنديون ته ايمان وارن ۾ اهڙا ماڻهو به گهڙي ايندا، جيڪي ايمان وارا ناهن. پوءِ سچي ۽ ڪوڙي ۾ پيٽ نه ٿي سگهندي ۽ جيڪڏهن سدائين پيا هارائيندا ته سندن بعثت جو مقصد ئي پورو نه ٿي سگهندو. ان ڪري ڇڱائي ان ۾ آهي ته بئي حالتون ٿي گذرن ته جيئن ڪوڙي ۽ سچي ۾ پيٽ ڪري سگهجي. ڇو ته منافقن جي ڪُپت، مسلمانن کان لڪيل هئي. جڏهن اهو واقعو ٿي گذريو ۽ منافقن، پنهنجي اندر جي اوپر

---

[1] - زاد المعاد (2/99 _ 108).

ڪيئي تہ مسلمانن کي پتو پئجي ويو تہ سندن ئي گهر ۾ ويري ويٺل آهن. ان ڪري مسلمان، ساڻن منهن ڏيڻ لاءِ هوشيار ۽ تيار ٿي ويا.

هڪ حڪمت اها بہ هئي تہ ڪن جڳهين تي مدد پهچڻ ۾ دير ٿيڻ سان نهٺائي ۽ عاجزي پيدا ٿئي ٿي ۽ نفس جي وڏائي ختم ٿئي ٿي. تنهنڪري جڏهن ايمان وارا مصيبت ۾ ڦاٿا تہ سهپ جو مظاهرو ڪيائون، باقي منافقن ۾ واويلا مچي وئي.

هڪ حڪمت اها بہ هئي تہ الله، ايمان وارن لاءِ پنهنجي انعامن جي گهر (يعني جنت) ۾ ڪجهہ اهڙا درجا بہ رکيا هئا، جن تائين سندن عملن جي پهچ ڪانہ ٿي ٿئي. تنهنڪري تڪليفن ذريعي انهن تائين پهچ ممڪن ڪئي وئي.

هڪ ٻي حڪمت اها بہ هئي تہ شهادت، ولين جو سڀ کان مٿانهون مرتبو آهي، تنهنڪري اهو مرتبو ڪين ڏنو ويو.

هڪ ٻي حڪمت اها بہ هئي تہ الله پنهنجن دشمنن کي ناس ڪرڻ ٿي گهريو، ان ڪري اهي سبب پيدا ڪيائين، يعني ڪفر ۽ ظلم ۽ الله جي دوستن کي حد کان وڌيڪ اهنج پهچائڻ واري سرڪشي (پوءِ ان ئي عمل جي ڪارڻ) ايمان وارن جا گناهہ ڌوئي ڇڏيائين ۽ ڪافرن کي هلاڪ ۽ برباد ڪيائين.[1]

*-*-*

[1] - فتح الباري (347/7).

# احد کان پوءِ جون فوجي مهمون

مسلمانن جي شهرت ۽ ساک تي احد جي ناڪاميءَ جو ڏاڍو برو اثر پيو. مخالفن جي دلين مان سندن دٻ نڪري ويو. ان ڪري ايمان وارن جي اندرين ۽ ٻاهرين مشڪلاتن ۾ واڌارو اچي ويو. مديني ۾ چوطرف کان خطرا ڏسڻ ۾ پئي آيا. يهودي، ڪپتيا (منافق) ۽ بدو پڊري پٽ دشمنيءَ تي لهي آيا ۽ هرگروهه مسلمانن کي ڇيهو رسائڻ جي ڪوشش ڪئي، ايستائين جو اهي سمجهڻ لڳا تہ اهي مسلمانن کي ختم ڪري سگهن ٿا. تنهنڪري، جنگ کي اجا ٻہ مهينا بہ نہ گذريا هئا جو بنو اسد، مديني تي حملو ڪرڻ جي تياري ڪئي. پوءِ صفر سن 4 هه ۾ عضل ۽ قاره جي قبيلن هڪ اهڙي ٺڳيءَ واري چال هلي، جنهن ۾ ڏهہ اصحابي سڳورا شهيد ٿي ويا ۽ ان ئي مهيني ۾ بنو عامر جي رئيس ساڳئي قسم جي دولاب سان ستر صحابن کي شهيد ڪرائي ڇڏيو. اهو حادثو بئر معونہ جي نالي سان مشهور آهي. ان دوران بنو نضير وارا بہ کلي دشمنيءَ تي لهي آيا هئا. ايستائين جو انهن ربيع الاول سنہ 4 هه ۾ پاڻ سڳورن کي ئي شهيد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هوڏانهن بنوغطفان جو حوصلو ايترو وڌي ويو هو جو انهن جمادي الاول سن 4 هه ۾ مديني تي ڪاهڻ جو ارادو ڪيو.

مطلب تہ مسلمانن جي جيڪا ساک احد واري جنگ۾ خراب ٿي هئي، ان جي ڪارڻ مسلمان ڊگهي عرصي تائين لاڳيتو هنگامي حالتن ۾ رهيا. پر اها پاڻ سڳورن ﷺ جي مثالي ڏاهپ هئي، جنهن سيني خطرن جو منهن موڙي، مسلمانن جو دٻدٻو وري قائم ڪيو ۽ کين ٻيهر عزت ۽ مرتبي جي مٿاهين جڳهہ تي پهچايو. ان سلسلي ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جو سڀ کان پهريون قدم حمراء الاسد تائين مشرڪن جي پويان لڳڻ هو. ان ڪارروائيءَ سان پاڻ سڳورن ﷺ جي لشڪر جي عزت بحال ٿي وئي. ڇو تہ اهو اهڙو تہ پروقار ۽ دليراڻو جنگي قدم هو جو مخالفن ۽ خاص طور تي منافقن ۽ يهودين جا وات حيرت کان ڦاٽي ويا. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ لڳاتار اهڙيون تہ جنگي ڪارروايون ڪيون جو ان سان نہ رڳو مسلمانن جو اڳوڻو دٻدٻو موٽي آيو، پر ان ۾ واڌارو بہ ٿيو. ايندڙ صفحن ۾ ان بابت ئي بيان اچي رهيو آهي.

1. **سريہ ابو سلمہ** رضي الله عنه :- احد واري لڙائيءَ کانپوءِ مسلمانن خلاف سڀ کان پهرين بنو اسد بن خزيمہ جو قبيلو اٿيو. ان بابت مديني ۾ اها ڄاڻ پهتي تہ خويلد جا ٻہ پٽ، طلحہ ۽ سلمہ پنهنجي قوم ۽ پنهنجن ساٿارين سان گڏ بنو اسد کي پاڻ سڳورن ﷺ تي ڪاهڻ جي دعوت ڏيندا وتن پيا. پاڻ سڳورن ﷺ تڪڙ ۾ ڏيڍ سؤ انصارين ۽ مهاجرن جو هڪ جٿو تيار ڪيو ۽ حضرت ابو سلمہ رضي الله عنه کي ان جو جهنڊو ڏئي سپهہ سالار ڪري موڪليو. حضرت ابو سلمہ رضي الله عنه، بنو اسد جي چرپر ڪرڻ

کان اڳ ئي انهن تي ايترو اوچتو حملو ڪيو جو اهي هيڏي هوڏي ڀڄي ويا. مسلمانن، سندن اُٺن ۽ ٻڪرين کي جهلي ورتو ۽ صحيح سلامت مديني موٽيا. ڪين دوبدو مقابلو بہ نہ ڪرڻو پيو.

اهو سريو، محرم سنہ 4 هہ جو چنڊ ڏسڻ شرط موڪليو ويو هو. موٽڻ ڪانپوءِ س **حضرت** ابو سلمہ ؓ کي احد واري لڙائيءَ ۾ لڳل گهاءُ اٿلي پيو ۽ ان ڪارڻ پاڻ جلدئي گذاري ويو.([1])

**2. عبدالله بن انيس ؓ وارو سريو:-** ان ئي مهيني محرم سنہ 4 هہ جي 5 تاريخ تي اها چاڻ پهتي تہ خالد بن سفيان هذلي، مسلمانن تي ڪاهڻ لاءِ فوج گڏ ڪري رهيو آهي. پاڻ سڳورن ﷺ ان کي منهن ڏيڻ لاءِ **حضرت** عبدالله بن انيس ؓ کي موڪليو.

عبدالله بن انيس ؓ مديني کان 18 ڏينهن ٻاهر رهي موٽيو. پاڻ، خالد کي ماري سندس سسي ساڻ کڻي آيو هو. پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهچي اها سسي پاڻ سڳورن ﷺ آڏو پيش ڪيائين. پاڻ سڳورن ﷺ کين هڪ لٺ ڏئي فرمايو تہ: اها منهنجي ۽ تنهنجي وچ ۾ قيامت جي ڏينهن نشاني رهندي. تنهن ڪانپوءِ جڏهن سندن وفات جو وقت ويجهو آيو تہ پاڻ وصيت ڪيائين تہ اها لٺ مون سان گڏ ڪفن ۾ ويڙهي وڃي.([2])

**3. رجيع وارو حادثو:-** ان ئي سال سن 4 هہ جي صفر مهيني ۾ پاڻ سڳورن ﷺ وٽ عضل ۽ قاره وارن مان ڪي ماڻهو آيا ۽ چيائون تہ: انهن ۾ اسلام جو چڱو ڀلو مثل آهي، تنهنڪري ڪجهہ ماڻهو ساڻن گڏ دين سيکارڻ ۽ قرآن پڙهائڻ لاءِ موڪليا وڃن. پاڻ سڳورن ﷺ (ابن اسحاق جي **بيان مطابق**) ڇهہ ڄڻا يا (صحيح بخاريءَ جي روايت مطابق) ڏهہ ڄڻا موڪليا. ابن اسحاق جي **مطابق** تہ مرثد بن ابي مرثد غنوي کي ۽ صحيح بخاريءَ مطابق عاصم بن عمر بن الخطاب ؓ جي ناني **حضرت** عاصم بن ثابت ؓ کي سندن امير ڪري موڪليو. جڏهن اهي رابغ ۽ جدي جي وچ ۾، هذيل قبيلي جي رجيع نالي چشمي وٽ پهتا تہ انهن تي عضل ۽ قاره جي مٿي چاڙهيل ماڻهن، هذيل قبيلي جي هڪ شاخ بنو لحيان وارن کان حملو ڪرايو ۽ بنو لحيان جا اٽڪل هڪ سؤ تيرانداز سندن پويان لڳا ۽ پيرا کڻي انهن تائين پهتا. اهي اصحابي سڳورا **رضي الله عنهم** هڪ دڙي تي وڃي لڪا. بنو لحيان وارن کين گهيري ۾ وٺي چيو تہ "توهان سان عهد ٿا ڪريون تہ جيڪڏهن اسان وٽ لهي ايندؤ تہ اسين توهان جو ڪوبہ ماڻهو نہ مارينداسين." **حضرت** عاصم ؓ لهڻ کان **انڪار** ڪيو ۽ پنهنجن ساٿين سان گڏ، ساڻن ويڙهہ ڪئي. نيٺ تيرن جي وسڪار ڪري ست ڄڻا شهيد ٿي ويا ۽ رڳو ٽي ڄڻا، **حضرت** خبيب ؓ، زيد بن دثنہ ؓ ۽ هڪ ٻيو صحابي وڃي بچيا. بنو

---

[1] - زاد المعاد (108/2).

[2] - زاد المعاد (109/2) - ابن هشام (619/2، 620).

لحيان وارن وري پنهنجي آڇ ورجائي ۽ ان تي ٽئي اصحابي سڳورا هيٺ لهي آيا، پر هنن وعدي خلافي ڪندي ڪين رسي سان ٻڌي ڇڏيو. ان تي ٽئين اصحابي سڳوري اهو چوندي ته اها پهرين وعدي خلافي آهي، ساڻن وڃڻ کان انڪار ڪيو. انهن ڪيس گهيلي وني وڃڻ جي ڪوشش ڪئي پر ڪامياب نه ٿيا ته ڪين شهيد ڪري ڇڏيائون ۽ حضرت خبيب ﷜ ۽ زيد ﷜ کي مڪي وڃي وڪيائون. اهي ٻئي اصحابي سڳورا رضي الله عنهم بدر واري ڏينهن مڪي جي سردارن کي مارڻ ڪري گهربل هئا.

حضرت خبيب ﷜ ڪجهه ڏينهن مڪي وارن وٽ قيدي رهيو، پوءِ مڪي وارن ڪين مارڻ جي خيال کان ڪين حرم کان ٻاهر تنعيم آندو. جڏهن سوريءَ تي چاڙهڻ لڳا ته ان فرمايو ته: "مونکي ڇڏيو ته ٿورو ٻه رڪعتون نماز پڙهي وٺان." مشرڪن، ڪين ڇڏيو ۽ ان ٻه رڪعتون نماز پڙهي جڏهن سلام ورايايو ته چيائين ته: "الله جو قسم! توهان ائين نه سمجهو ها ته آئون جيڪي ڪجهه ڪريان پيو، سو ڊپ کان پيو ڪريان ته آئون اجا ڊيگهه ڪريان ها." ان کانپوءِ چيائين ته: "يا الله! هنن کي هڪ هڪ ڪري ڳڻ. پوءِ ڪين اڪيلو ڪري مارجان ۽ انهن مان ڪنهن کي ٻه نه بخشجان." پوءِ هي شعر پڙهيائين.

لَقَدْ أَجْمَعَ الْأَحْزَابُ حَوْلِي وَأَلَّبُوا قَبَائِلَهُمْ وَاسْتَجْمَعُوا كُلَّ مَجْمَعِ
وَقَدْ قَرَّبُوا أَبْنَاءَهُمْ وَنِسَاءَهُمْ وَقُرِّبْتُ مِنْ جِذْعٍ طَوِيلٍ مُمَنَّعِ
إِلَى اللّه أَشْكُو غُرْبَتِي بَعْدَ كُرْبَتِي وَمَا أَرْصَدَ الْأَحْزَابُ لِي عِنْدَ مَصْرَعِي
فَذَا الْعَرْشِ صَبِّرْنِي عَلَى مَا يُرَادُ بِي فَقَدْ بَضَعُوا لَحْمِي وَقَدْ يَاسَ مَطْمَعِي
وَقَدْ خَيَّرُونِي الْكُفْرَ وَالْمَوْتُ دُونَهُ فَقَدْ ذَرَفَتْ عَيْنَايَ مِنْ غَيْرِ مَجْزَعِ
وَلَسْتُ أُبَالِي حِينَ أُقْتَلُ مُسْلِمًا عَلَى أَيِّ شِقٍّ كَانَ فِي اللّه مَضْجَعِي
وَذَلِكَ فِي ذَاتِ الْإِلَهِ وَإِنْ يَشَأْ يُبَارِكْ عَلَى أَوْصَالِ شِلْوٍ مُمَزَّعِ

ترجمو:

ان کانپوءِ ابوسفيان ڪين چيو ته: "ڇا توکي اها ڳالهه ڪانه وڻندي ته (تنهنجي بدران) محمد ﷺ اسان وٽ هجي ها. اسين ڪيس ماريون ها ۽ تون پنهنجن ٻارن ٻچن سان هجين ها؟" تنهن تي پاڻ وراڻيائين ته: "نه، والله، مون کي ته اهو به گوارا ناهي ته آئون پنهنجن ٻارن ٻچن سان هجان ۽ (ان جي بدران) محمد ﷺ جتي آهي اتي ڪين ڪو ڪنڊو به لڳي پوي ۽ اهو پاڻ سڳورن ﷺ کي ايذاءُ رسائي."

ان کانپوءِ مشرڪن ڪين سوريءَ تي چاڙهيو ۽ سندن لاش جي نگرانيءَ لاءِ هڪ ڇڙو پهري تي بيهاري ويا پر رات جو حضرت عمرو بن اميه ضمري ﷜ آيو ۽ وجهه وني لاش کي ڪڍي ويو ۽ ان

کي پوري ڇڏيائين. **حضرت خبيب** ﷛ کي مارڻ وارو عقبہ بن حارث هو. **حضرت خبيب** ﷛ سندس پيءُ حارث کي بدر جي جنگ ۾ ماريو هو.

صحيح بخاري ۾ آهي تہ **حضرت خبيب** ﷛ پهريون بزرگ هو جنهن مارجڻ مهل ٻہ رڪعتون نماز پڙهيون هيون. ان کي قيد ۾ انگور کائيندي ڏٺو ويو. جڏهن تہ انهن ڏينهن ۾ مڪي ۾ ڪجيون بہ ڪو نہ ٿي مليون.

ٻيو اصحابي سڳورو، جيڪو هن واقعي ۾ جهليو ويو، يعني **حضرت زيد بن دثنہ** ﷛، ان کي صفوان بن اميہ خريدي پنهنجي پيءُ جي پلاند ۾ ماري ڇڏيو.

قريشن، **حضرت عاصم** ﷛ جي جسم جو ڪوبہ ٽڪرو سڃاڻپ ڪرڻ لاءِ هٿ ڪرڻ لاءِ ماڻهو موڪليا. ڇو تہ ان، بدر واري لڙائيءَ ۾ قريشن جي ڪنهن وڏي ماڻهوءَ کي ماريو هو، پر الله تعاليٰ مٿس ڇيڻين جو پهرو ڏياري ڇڏيو، جن قريش جي ماڻهن کان سندن لاش کي بچايو ۽ اهي ڪو حصو بہ هٿ ڪري نہ سگهيا. اصل ۾ **حضرت عاصم** ﷛، **الله تعاليٰ اها دعا گهري هئي تہ** نہ ڪو ڪين ڪو مشرڪ ڇهندو ۽ نہ ئي پاڻ ڪنهن مشرڪ کي ڇهندو. پوءِ جڏهن **حضرت عمر** ﷛ کي ان واقعي جي ڄاڻ ملي تہ فرمائيندو هو تہ الله تعاليٰ مؤمن ٻانهي جي حفاظت سندس مرڻ کانپوءِ بہ ائين ڪري ٿو، جيئن زندگيءَ ۾ ڪندو آهي.([1])

**4. بئر معونہ وارو الميو:-** جنهن مهيني رجيع وارو حادثو ٿيو، ان مهيني ۾ ئي بئر معونہ وارو الميو بہ ٿي گذريو، جيڪو رجيع واري حادثي کان وڌيڪ سخت هو.

ٿيو هيئن جو ابو براءَ عامر بن مالڪ، جيڪو نيزن سان کيڏيندڙ (مُلَاعِبُ الْأَسِنَّة) جي نالي سان مشهو هو، مديني ۾ پاڻ سڳورن ﷺ وٽ حاضر ٿيو. پاڻ سڳورن ﷺ کيس اسلام جي دعوت ڏني. هن اسلام قبوليو تہ ڪونہ پر انڪار بہ نہ ڪيو. هن چيو تہ: "يا رسول الله ﷺ! جيڪڏهن توهان پنهنجن اصحابين کي دين جي دعوت ڏيڻ لاءِ نجدين وٽ موڪليو تہ آئون سمجهان ٿو تہ اهي توهان جي دعوت قبوليندا." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "مون کي پنهنجن اصحابين بابت نجدين کان خطرو ٿو محسوس ٿئي." ابو براءَ چيو تہ اهي منهنجي پناهہ ۾ هوندا." **ابن اسحاق جي بيان مطابق** ان تي پاڻ سڳورن ﷺ چاليهہ ڄڻا، ۽ صحيح بخاريءَ **جي روايت مطابق** ستر ڄڻا ساڻس گڏ روانا ڪيا. ستر واري روايت وڌيڪ صحيح آهي ۽ منذر بن عمروءَ کي، جيڪو بنو ساعده منجهان هو ۽ "مُعتَق للموت" **موت جي لاءِ آزاد ڪيل** جي لقب سان مشهور هو انهن مٿان امير مقرر ڪيو. اهي ماڻهو سيئي وڏي مرتبي وارا فاضل ۽ قاري هئا. ڏينهن جو ڪاٺيون ڪري اجوري مان اصحاب

[1] - ابن هشام (2/169 کان 179) زاد المعاد (2/109) صحيح بخاري(2/568، 569، 585).

صفہ (مسجد نبوي ۾ رهندڙ صحابن جو گروھ) لاءِ ڪاٺ خوراڪ وٺندا هئا ۽ قرآن پڙهندا ۽ پڙهائيندا هئا ۽ رات جو الله جي عبادت ڪندا هئا. اهي هلندي هلندي اچي معونہ جي کوھ وٽ پهتا. اهو کوھ بنو عامر ۽ حره بني سليم جي وچ ۾ هو. اتي لهڻ ڪانپوءِ انهن اصحابين, ام سليم جي ڀاءُ حرام بن ملحان ﷛ کي پاڻ سڳورن ﷺ جو خط ڏئي الله جي دشمن عامر بن طفيل وٽ موڪليو, پر هن خط ڏٺو بہ ڪونہ ۽ هڪ ماڻهوءَ کي اشارو ڪيائين, جنهن حضرت حرام ﷛ کي پٺيان ايڏو تہ زور سان نيزو هڻي ڪڍيو جو آرپار نڪري ويو. رت ڏسي حضرت حرام ﷛ چيو تہ: "الله اڪبر ڪعبي جي رب جو قسم آئون ڪامياب ٿيس."

ان ڪانپوءِ هڪدم الله جي دشمن عامر, ٻين صحابہ سڳورن تي حملو ڪرڻ لاءِ پنهنجي قبيلي بنو عامر کي سڏ ڏنو. پر انهن ابو براءَ جي ڏنل پناھ جي ڪري سندس ڳالھ تي ڌيان نہ ڏنو. اتان مايوس ٿي هن بنو سليم وارن کي سڏ ڏنو. بنو سليم جي ٽن قبيلن, عصيہ, رعل ۽ ذڪوان سندس سڏ ورايو ۽ تڪڙو اچي اصحابي سڳورن رضي الله عنهم کي گهيري ۾ ورتائون. موٽ ۾ اصحابي سڳورن رضي الله عنهم بہ ويڙھ ڪئي پر سڀ شهيد ٿي ويا. باقي وڃي حضرت ڪعب بن زيد بن نجار ﷛ بچيو, جنهن کي شهيدن جي وچ ۾ جيئرو لڌو ويو ۽ پاڻ خندق واري جنگ تائين حيات هو. ان ڪانسواءِ بہ ٻيا اصحابي سڳورا, حضرت عمرو بن اميہ ضمري ﷛ ۽ حضرت منذر بن عقبہ بن عامر ﷛ اٺ چارڻ ويا هئا. انهن, سانحي واري جڳھ تي پکي اڏامندي ڏٺي تہ تڪڙا تڪڙا اتي پهتا. حضرت منذر ﷛ تہ پنهنجن ساٿين سان گڏ وڙهندي شهيد ٿي ويو باقي حضرت عمرو بن اميہ ضمري کي قيدي ڪيو ويو. پر جڏهن پتو پيو تہ سندن تعلق مضر قبيلي سان آهي تہ عامر سندس نرڙ جا وار ڪٽائي, پنهنجي ماءُ جي پاران, جنهن هڪ غلام کي آجو ڪرڻ جي باس باسي هئي, آزاد ڪري ڇڏيو.

حضرت عمرو بن اميہ ضمري ﷛ هيءَ ڏکوئيندڙ خبر کڻي مديني پهتو, جنهن سان ڇڻ احد واري جنگ جو ڦٽ اڪري پيو. هي واقعو تہ ان لحاظ کان بہ ڏکوئيندڙ هو تہ احد جا شهيد تہ دوبدو ويڙھ ۾ ماريا ويا هئا, پر هي ويچارا تہ هڪ شرمناڪ غداريءَ جي ڪري ماريا ويا هئا.

حضرت عمرو ﷛ موٽڻ مهل قنات جي واديءَ جي ڇيڙي تي قرقره وٽ پهتو تہ هڪ وڻ هيٺ ساهي پٽڻ لاءِ لهي پيو. اتي ئي بنو ڪلاب جا بہ ماڻهو بہ اچي لٿا. جڏهن اهي ٻئي سمهي رهيا تہ حضرت عمرو بن اميہ ﷛ ٻنهي کي ماري وڌو. هن ڀانيو تہ پاڻ پنهنجن ساٿين جو پلاند ڪري رهيو آهي. جڏهن تہ اهي ٻئي پاڻ سڳورن ﷺ جا حليف هئا, پر حضرت عمرو ﷛ نٿي ڄاتو. تنهن ڪانپوءِ جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ کي پنهنجي ڪئي جي ڄاڻ ڏني تہ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ:

تو اهڙن ٻن ماڻهن کي ماريو آهي، جن جي ديت مون کي ضرور ڀرڻي پوندي. ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ، مسلمانن ۽ سندن حليف يهودين کان ديت گڏ ڪرڻ ۾ مصروف ٿي ويا.[1] ۽ اهو ئي واقعو غزوه بني نضير جو ڪارڻ بڻيو، جيئن اڳتي بيان ڪيو ويو آهي.

پاڻ سڳورن ﷺ کي انهن ٻن واقعن جو ڏاڍو ڏک پهتو. جيڪي ڪجهه ئي ڏينهن ۾ هڪبئي پويان ٿيا هئا [2] ۽ پاڻ سڳورا ﷺ ايترو ڏکارا ٿيا[3] جو جن قبيلن، انهن اصحابي سڳورن سان اهو ظالماڻو سلوڪ ڪيو هو، پاڻ سڳورا ﷺ هڪ مهيني تائين انهن کي پٽيندا رهيا. جيئن صحيح بخاريءَ ۾ حضرت انس ؓ کان آيل آهي ته جن ماڻهن پاڻ سڳورن ﷺ جي اصحابين کي بئر معونه وٽ شهيد ڪيو هو، پاڻ سڳورن ﷺ ٽيهن ڏينهن تائين انهن کي پٽيو. پاڻ سڳورا ﷺ فجر نماز ڪانپوءِ رعل، ذڪوان، لحيان ۽ عصيه کي پٽيندا هئا ۽ چوندا هئا ته عصيه، الله ۽ ان جي رسول جو ڏوهاري آهي. ان بابت الله تعاليٰ پنهنجي رسول تي وحي لاٿي، جيڪا پوءِ منسوخ ٿي وئي. اها وحي هيءَ هئي، "اسان جي قوم کي اهو ٻڌائي ڇڏيو ته اسين پنهنجي رب سان ملياسين، اهو اسان مان راضي آهي ۽ اسين ڪانئس راضي آهيون." ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجو قنوت ترڪ ڪيو.[4]

5. **غزوه بني نضير**:- اسين ٻڌائي آيا آهيون ته يهودي، اسلام ۽ مسلمانن کان پيا سڙندا هئا، پر جيئن ته اهي ويڙهو نه هئا ۽ سازشي هئا ان ڪري ويڙهه بدران ڪيني ۽ ڪدورت جو مظاهرو ڪندا هئا ۽ مسلمانن سان ناهه هوندي به ڪين اهنج رسائڻ لاءِ حيلا بهانا پيا ڳولهيندا هئا. البته بنو قينقاع جي ڏيهه نيڪالي (جلاوطني) ۽ ڪعب بن اشرف جي مارجڻ ڪانپوءِ سندن حوصلا ٽٽي ويا ۽ انهن ڌڄي ڪٽي ماٺ ڪئي، پر احد واري جنگ ڪانپوءِ سندن جرئت وري وڌي ۽ انهن پڌري پٽ دشمني ۽ وعدي خلافي ڪئي ۽ مديني جي منافقن ۽ مڪي جي مشرڪن سان ڳجهه ڳوهه ۾ ملي مسلمانن خلاف مشرڪن جي حمايت ۾ ڪم ڪيو.[5]

پاڻ سڳورن ﷺ ڄاڻي واڻي اها روش سني پئي، پر رجيع ۽ معونه جي حادثن ڪانپوءِ يهودين جي همت ايتري قدر وڌي وئي جو انهن پاڻ سڳورن ﷺ کي ئي مارڻ جو رٿيو.

---

[1] - ابن هشام (2/ 183 کان 188)- زاد المعاد (2/109، 110)- صحيح بخاري (2/584، 586).

[2] - واقدي لکي ٿو ته رجيع ۽ معونه، ٻنهي حادثن جي ڄاڻ پاڻ سڳورن ﷺ کي هڪ ئي رات ملي..

[3] - ) ابن سعد، حضرت انس ؓ کان روايت آندي آهي ته پاڻ سڳورا ﷺ جيترو بئر معونه وارن لاءِ ڏکارا هئا، مون ڪنهن ٻئي لاءِ ڪين ايترو افسوس ڪندي نه ڏٺو. مختصر السيرة للشيخ عبدالله (260).

[4] - صحيح بخاري(2/586، 587، 588).

[5] - سنن ابي دائود - باب خبر النضير جي روايت سان اها ڳالهه نهڪندڙ نه آهي. ڏسو سنن ابي دائود مع شرح عون المعبود (3/116، 117).

ان جو تفصيل هن ريت آهي تہ پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجن ڪجهہ اصحابين سان يهودين وٽ ويا ۽ انهن سان بنو ڪلاب جي ٻنهي مئلن جي ديت ۾ مدد ڏيڻ جي ڳالهہ ٻولهہ ڪئي. (جن کي حضرت عمرو رضي الله عنه بن اميہ پل ۾ ماري وڌو هو) ناهہ موجب مدد ڪرڻ انهن تي واجب هو. انهن چيو تہ: "ابو القاسم! اسين بلڪل مدد ڪنداسين. توهان هتي ويهو. اسين توهان جي ضرورت پوري ڪري ڇا ونون." پاڻ سڳورا ﷺ سندن هڪ گهر جي پٽ سان ٽيڪ ڏئي ويهي رهيا ۽ سندن وعدي پوري ڪرڻ جو انتظار ڪرڻ لڳا. پاڻ سڳورن ﷺ سان حضرت ابوبڪر رضي الله عنه، حضرت عمر رضي الله عنه، حضرت علي رضي الله عنه ۽ ٻيا بہ گهٽائي اصحابي سڳورا ساڻ هئا.

هوڏانهن يهودي اڪيلائيءَ ۾ گڏ ٿيا تہ انهن تي شيطان سوار ٿي ويو ۽ جيڪو نياڳ سندن قسمت ۾ لکجي چڪو هو. ان کي شيطان پلو ڪري سامهون آندو. يعني انهن يهودين پاڻ ۾ صلاح ڪئي تہ ڇو تہ پاڻ سڳورن ﷺ کي ئي ماري ڇڏجي. تنهن ڪانپوءِ انهن چيو تہ "ڪير آهي، جو هيءَ چڪي کڻي مٿي وڃي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي مٿان اڇلي کين ڪچلي ڇڏي؟" ان تي هڪ نياڳي يهوديءَ عمرو بن جحاش چيو تہ "آئون." انهن کي سلام بن مشڪم روڪيو تہ ائين نہ ڪريو، ڇو تہ الله جو قسم! تہ کين (پاڻ سڳورن ﷺ کي) توهان جي ارادن جي خبر پئجي ويندي ۽ اها اسان ۽ سندس وچ ۾ ٿيل ناهہ جي خلاف ورزي نہ ٿيندي. پر انهن سندس هڪ بہ نہ ٻڌي ۽ پنهنجي منصوبي تي عمل ڪرڻ لاءِ سندرو ٻڌي بيٺا.

هوڏانهن پاڻ سڳورن ﷺ وٽ الله تعاليٰ پاران جبرئيل عليہ السلام پهتو ۽ کين يهودين جي ارادن کان واقف ڪيو. پاڻ سڳورا تڪڙ ۾ اٿيا ۽ مديني ڏي هلي پيا. پوءِ اصحابي سڳورا بہ کين اچي پڳا ۽ چوڻ لڳا تہ توهان اٿي آيا ۽ اسين سمجهي نہ سگهياسين. پاڻ سڳورن ﷺ ٻڌاين تہ يهودين جو ارادو ڪهڙو هو.

مديني موٽڻ ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ هڪدم محمد بن مسلمہ رضي الله عنه کي بني نضير وٽ موڪليو ۽ کين نياپو ڏنو تہ توهان مديني مان نڪري وڃو، هاڻي هتي مون سان گڏ نٿا رهي سگهو. توهان کي ٻن ڏينهن جي ڇوٽ آهي. ان ڪانپوءِ جيڪو بہ مليو ان کي ماربو. اهو نياپو پڄڻ ڪانپوءِ يهودين وٽ جلاوطن ٿيڻ ڪانسواءِ ڪوبہ چارو نہ رهيو. تنهنڪري اهي ڪجهہ ڏينهن تائين سفر جون تياريون ڪندا رهيا، پر ان دوران منافقن جي مهندار عبدالله بن ابي جو نياپو رسين تہ پنهنجي جڳهہ تي وينا رهو ۽ گهر ٻار نہ ڇڏيو. مون سان بہ هزار جنگي جوڌا آهن، جيڪي توهانجي قلعي ۾ اچي توهان جي حفاظت لاءِ جان بہ گهوري ڇڏيندا ۽ جيڪڏهن توهان کي ڪڍيو بہ ويو تہ اسان بہ توهان سان

گڏ نڪرنداسين ۽ توهانجي معاملي ۾ ڪنهن کان بہ نہ ڊڄنداسين ۽ جيڪڏهن ويڙهہ ٿي تہ اسين توهان جي سهائتا ڪنداسين ۽ توهان جا حليف بنو قريظ ۽ بنو غطفان وارا بہ توهانجي مدد ڪندا.

اهو نياپو ملڻ سان يهودين جي پيٽ ۾ ساهہ پيو ۽ انهن طئہ ڪيو تہ جلاوطن ٿيڻ بدران ويڙهہ ڪئي ويندي. سندن سردار حيي بن اخطب سمجهيو پئي تہ منافقن جي مهندار جيڪي ڪجهہ چيو آهي، اهو ڪري ڏيکاريندو. ان ڪري هن پاڻ سڳورن ﷺ ڏي جوابي نياپو موڪليو تہ اسين پنهنجو ساٿيهہ ڇڏي ڪونہ ويندا سين، توهان کي جيڪي ڪرڻو آهي، اهو پلي ڪريو.

ان ڳالهہ ۾ شڪ ڪونهي تہ مسلمانن لاءِ اها ڏاڍي نازڪ صورتحال هئي، ڇو تہ انهن لاءِ پنهنجي تاريخ جي هن موڙ تي دشمنن سان مهاڏو اٽڪائڻ فائديمند نہ هو. ڇڄاٽي ڏاڍي پوائنٽي تي پئي سگهي. پاڻ سڳورا ﷺ ڏسي رهيا هئا تہ سڄو عربستان، مسلمانن جي خلاف هو ۽ مسلمانن جا بہ تبليغي وفد ڏاڍي ظالماڻي طريقي سان ڪٺا ويا هئا. ٻئي پاسي بني نضير وارا ايترا تہ سگهارا هئا جو سندن پاران هٿيار ڦٽا ڪرڻ سولو نہ هو ۽ ساڻن وڙهڻ ۾ ڏاڍا مسئلا هئا. پر بئر معونہ جي حادثي کان اڳ ۽ پوءِ حالتن جيڪو رخ ورتو هو، انهن جي ڪارڻ مسلمان، قتل ۽ وعدي خلافيءَ جهڙن مامرن جي سلسلي ۾ وڌيڪ حساس ٿي ويا هئا ۽ انهن ڏوهن ڪرڻ وارن خلاف مسلمانن جو انتقامي جذبو وڌي ويو هو. تنهنڪري انهن طئہ ڪيو تہ جيئن تہ بنو نضير وارن پاڻ سڳورن ﷺ کي مارڻ جو رٿيو هو، ان ڪري انهن سان وڙهڻ ضروري آهي، پلي تہ نتيجو ڪهڙو بہ نڪري. تنهن ڪري جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ کي حيي بن اخطب جو نياپو پهتو تہ پاڻ سڳورن ﷺ ۽ اصحابي سڳورن رضي الله عنهم الله اڪبر چيو ۽ پوءِ ويڙهہ لاءِ اٿي کڙا ٿيا ۽ حضرت ابن ام مڪتوم ﷛ کي مديني جو مهندار ڪري بنو نضير جي علائقي ڏانهن روانا ٿيا. حضرت علي بن ابي طالب ﷛ جي هٿ ۾ جهنڊو هو. بنو نضير وارن جي علائقي کي گهيري ۾ ورتو ويو.

هوڏانهن بنو نضير پنهنجن قلعن ۾ وڃي لڪا ۽ فصيلن تان تير ۽ پٿر اڇلائيندا رهيا. جيئن تہ کجين جي باغن جا وڻ سندن لاءِ ڍال بڻجي رهيا هئا، ان ڪري پاڻ سڳورن ﷺ حڪم ڪيو تہ اهي وڻ پٽي ساڙي ڇڏيو. ان ئي واقعي ڏانهن اشارو ڪندي حضرت حسان ﷛ فرمايو تہ:

وَهَانَ عَلَى سَرَاةِ بَنِي لُؤَيٍّ ... حَرِيقٌ بِالْبُوَيْرَةِ مُسْتَطِيرُ

"بني لويءَ جي سردارن لاءِ اهو معمولي ڪم آهي تہ بويرة ۾ باهہ جا پنبيٽ پڙڪائين. (بويرة بنونضير جي نخلستان جو نالو آهي) ۽ ان بابت الله تعاليٰ هيءَ آيت لاٿي تہ:

﴿مَا قَطَعْتُمْ مِنْ لِينَةٍ أَوْ تَرَكْتُمُوهَا قَائِمَةً عَلَى أُصُولِهَا فَبِإِذْنِ اللَّهِ وَلِيُخْزِيَ الْفَاسِقِينَ (5)﴾(الحشر)

"(اي مؤمنو( جيڪي ڪجين جا وڻ وڍيوَ يا انهن کي پنهنجي پاڙن تي بيٺل ڇڏيوَ سو الله جي حڪم سان هو ۽ هن لاءِ تہ هو بدڪارن کي خوار ڪري."

مطلب تہ جڏهن سندن گهيراءُ ڪيو ويو تہ بنو قريظہ وارا بہ پري رهيا، عبدالله بن ابي بہ خيانت ڪئي ۽ سندن حليف بني غطفان وارا بہ مدد لاءِ نہ پهتا. مطلب تہ ڪير بہ سندن سهائتا ڪرڻ ۽ مصيبت ٽارڻ لاءِ نہ پهتو. ان تي الله تعاليٰ هي مثال ڏنو تہ:

﴿كَمَثَلِ الشَّيْطَانِ إِذْ قَالَ لِلْإِنْسَانِ اكْفُرْ فَلَمَّا كَفَرَ قَالَ إِنِّي بَرِيءٌ مِنْكَ...(16)﴾(الحشر)

"(انهن جو مثال) شيطان جي مثال وانگر آهي، جڏهن ماڻهوءَ کي چوندو آهي تہ ڪافر ٿيءُ، پوءِ جنهن مهل ڪافر ٿيو (تنهن مهل هو) چوندو آهي تہ بيشڪ آئون توکان بيزار آهيان."

گهيراءُ گهڻو ڊگهو نہ ٿيو. رڳو ڇهہ راتيون يا ڪن روايتن مطابق پندرنهن راتيون هليو. ان دوران الله تعاليٰ سندن دلين ۾ رعب وجهندو رهيو ۽ هو هاڻ هاري وينا ۽ هٿيار ڦٽا ڪرڻ تي راضي ٿي ويا ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کي چورائي موڪليائون تہ اسين مديني مان نڪرڻ لاءِ تيار آهيون. پاڻ سڳورن ﷺ سندن ڏيهہ نيڪاليءَ (جلاوطني) جي آڇ قبولي ۽ اهو بہ مڃيائون تہ اهي هٿيارن کي ڇڏي باقي جيترو بہ سامان اٺن تي کڻي وڃي سگهن، سو کڻي ٻارن ٻچن سميت هليا وڃن.

بنو نضير اها آڇ قبوليندي هٿيار ڦٽا ڪيا ۽ پنهنجن هٿن سان پنهنجا گهر تباهہ ڪيا تہ جيئن در ۽ دريون بہ کڻي وڃن. پوءِ عورتن ۽ ٻارن کي سوار ڪري ڇهہ سوَ اٺن تي چڙهي نڪتا. گهڻا تڻا يهودي ۽ سندن اڳواڻ جهڙوڪ حيي بن اخطب ۽ سلام بن ابي الحقيق خيبر ڏانهن ويا، جڏهن تہ هڪ ٽولو شام ڏانهن ويو. رڳو ٻن ڄڻن يعني يامين بن عمرو رضي الله عنه ۽ ابو سعيد رضي الله عنه بن وهب اسلام قبوليو. تنهنڪري سندن ڪنهن بہ شيءِ کي هٿ نہ لڳايو ويو.

پاڻ سڳورن ﷺ شرط مطابق بنو نضير جا هٿيار، زمين، گهر ۽ باغ پنهنجي هٿ ورتا. هٿيارن ۾ پنجاهہ زرهون، پنجاهہ خود ۽ ٽي سوَ چاليهہ ترارون هيون.

بنو نضير جي انهن باغن، زمين ۽ گهرن تي رڳو پاڻ سڳورن ﷺ جو حق هو. کين اختيار هو تہ پاڻ وٽ رکن يا ڪنهن کي ڏئي ڇڏين. تنهنڪري پاڻ سڳورن ﷺ هن مال جو خمس نہ ڪڍيو، ڇو تہ اهو الله تعاليٰ پاران پاڻ سڳورن ﷺ لاءِ "فَي" هو. مسلمانن اهو وڙهي حاصل نہ ڪيو هو. تنهنڪري پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجو حق استعمال ڪندي اهو سڄو مال پراڻن مهاجرن ۾ ورهائي ڇڏيو. البتہ ٻن انصاري اصحابين يعني ابودجانہ رضي الله عنه ۽ سهل بن حنيف رضي الله عنه کي بہ سندن غربت ڪري ان مان ڪجهہ ڏنو. ان ڪانسواءِ پاڻ سڳورن ﷺ ٿورو ٽڪرو پاڻ لاءِ بہ ڌار ڪيو، جنهن مان پاڻ سڳورا

ﷺ پنهنجن گهر وارين لاءِ سال جو خرچ ڪڍندا هئا ۽ ان کانپوءِ جيڪي بچندو هو، اهو جهاد جي تياريءَ لاءِ هٿيار ۽ گهوڙا وٺڻ لاءِ ڪتب آڻيندا هئا.

غزوه بني نضير ربيع الاول سنه 4 هه بمطابق آگسٽ 625ع ۾ ٿي ۽ الله تعاليٰ ان بابت سڄي سورة حشر لاٿي، جنهن ۾ يهودين جي ڏيهه نيڪاليءَ جو منظر بيان ڪندي، منافقن جي عمل کي وائکو ڪيو ويو ۽ "فَي" جا حڪم ٻڌائيندي مهاجرن ۽ انصارن جي ساراهه ڪئي وئي ۽ ٻڌايو ويو ته جنگي حڪمت عمليءَ ڪري دشمنن جا وڻ وڍي سگهجن ٿا ۽ انهن کي ساڙي به سگهجي ٿو. ائين ڪرڻ زمين تي فساد ڪرڻ جي برابر ڪونهي. پوءِ ايمان وارن کي تقويٰ ڪرڻ ۽ آخرت جي تياري ڪرڻ جي تاڪيد ڪئي وئي آهي. ان کانپوءِ الله تعاليٰ پنهنجي وڏائي بيان ڪندي ۽ پنهنجن صفتن جو بيان ڪندي سورة ختم ڪئي آهي.

ابن عباس ﷞ هن سورة (حشر) بابت فرمائيندو هو ته هن کي سورة بني نضير چوندا ڪريو.[1]

6 **غزوه نجد:-** غزوه بني نضير ۾ ڪابه قرباني ڏيڻ بنا مسلمانن وڏي سوڀ ماڻي. ان سان مسلمانن جي راڄ کي سگهه پهتي ۽ منافقن تي مايوسي ڇانئجي وئي. هاڻي اهي کليءَ طرح ڪجهه ڪرڻ کان لهرائڻ لڳا. اهڙيءَ طرح پاڻ سڳورا ﷺ انهن بدوئن کي سيکت ڏيڻ لاءِ هڪ ڪرا ٿي ويا، جن احد جي جنگ کانپوءِ مسلمانن کي ڏاڍو ستايو هو ۽ ظالماڻي انداز سان مسلمان مبلغن کي ماريو هو ۽ هاڻي سندن همت ايتري قدر وڌي وئي هئي جو اهي مديني تي ڪاهڻ جو سوچي رهيا هئا.

تنهن کانسواءِ غزوه بنو نضير کان واندڪائي ملڻ کان پوءِ پاڻ سڳورا ﷺ انهن کي سيکت ڏيڻ لاءِ اڃا نڪتا به نه هئا جو کين پتو پيو ته بني غطفان جا ٻه قبيلا بنو محارب ۽ بنو ثعلبه جنگ لاءِ بدوين ۽ اعرابين کي گڏ پيا ڪن. اها ڄاڻ ملڻ شرط پاڻ سڳورن ﷺ نجد تي ڪاهڻ جو فيصلو ڪيو ۽ نجد جي رڻ پٽ ۾ پري تائين هليا ويا. جنهن جو مقصد اهو هو ته انهن پٿر دل رولاڪن کي دپ وٺي وڃي ۽ ٻيهر مسلمانن خلاف اڳ جهڙيون ڪارروايون ڪرڻ جي همٿ نه ٿئين.

هوڏانهن مٿي ڦريل بدوي، جيڪي ڦرلٽ جي تياري ڪري رهيا هئا، سي مسلمانن جي اوچتي ڪاهه جو ٻڌي دپ ۾ وٺي ڀڳا ۽ وڃي جبلن ۾ لڪا. مسلمانن، ڦرون ڪندڙ قبيلن کي دابو ڏيڻ کانپوءِ امن امان سان مديني جي واٽ ورتي.

سيرت نگارن هن سلسلي ۾ هڪ غزوي جو نالو ڄاڻايو آهي، جيڪو ربيع الآخر يا جمادي الاول سنه 4 هه ۾ نجد ۾ ٿي گذريو. ان غزوي کي غزوه ذات الرقاع سڏين ٿا. جيستائين حقيقتن ۽

[1] - ابن هشام(2/190، 191، 192)- زاد المعاد(2/71، 110). صحيح بخاري (2/574، 575)

ثبوتن جو سوال آهي تہ ان ۾ شڪ نہ آهي تہ انهن ڏينهن ۾ نجد ۾ هڪ جنگ ضرور ٿي هئي، ڇو تہ مديني جون حالتون ئي اهڙيون هيون. ابوسفيان، احد واري جنگ تان موٽڻ مهل ايندڙ سال بدر جي ميدان تي جنهن غزوي لاءِ للڪاريو هو ۽ جنهن کي مسلمانن قبوليو هو، هاڻي ان جو وقت ويجهو آيو هو ۽ جنگي لحاظ کان اها ڳالهہ ڪنهن بہ طرح مناسب نہ هئي تہ بدوئن ۽ اعرابين جي سرڪشين کي نظرانداز ڪري بدر جهڙي وڏي جنگ تي وڃڻ لاءِ مديني کي خالي ڇڏيو وڃي، پر ضروري هو تہ بدر جي ميدان ۾ جنهن ڀوائتي ويڙهہ جي توقع هئي، ان لاءِ نڪرڻ کان اڳ انهن بدوئن کي اهڙو ڪاپاري ڌڪ هڻجي جو اهي مديني تي ڪاهڻ جي همت ئي نہ ڪري سگهن.

باقي رهي اها ڳالهہ تہ اها ئي ويڙهہ، جيڪا ربيع الاخر يا جمادي الاول سن 4 هہ ۾ ٿي، سا ذات الرقاع واري ويڙهہ هئي؟ اسان جي ڇنڊڇاڻ مطابق اهو ٺيڪ نہ آهي. ڇو تہ غزوه ذات الرقاع ۾ حضرت ابو هريرة ﷛ ۽ حضرت ابو موسيٰ اشعري ﷛ شامل هئا ۽ ابوهريرة ﷛ خيبر جي جنگ کان رڳو ڪجهہ ڏهاڙا اڳ اسلام قبوليو هو. اهڙيءَ طرح حضرت ابو موسيٰ اشعري ﷛ (مسلمان ٿي يمن ڏانهن ويو تہ سندن ٻيڙي حبشہ جي ساموندي ڪپ تي اچي بيٺي ۽ پاڻ حبش کان ان مهل موٽيو هو، جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ خيبر پهچي چڪا هئا. اهڙيءَ طرح اهي پهريون ڀيرو) خيبر ۾ ئي پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهتا هئا. ان جو مطلب اهو ٿو نڪري تہ غزوه ذات الرقاع، خيبر جي جنگ کانپوءِ ٿي هئي.

سن 4 هہ کان گهڻو پوءِ ذات الرقاع واري ويڙهہ ٿيڻ جي هڪ نشاني اها بہ آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ ذات الرقاع واري ويڙهہ ۾ صلواة خوف [1]پڙهي هئي ۽ صلوات خوف سڀ کان پهرين غزوه عسفان ۾ پڙهي وئي ۽ ان ۾ ڪوبہ اختلاف ڪونهي تہ عسفان جي جنگ، خندق جي جنگ کانپوءِ ٿي. جڏهن تہ خندق جي جنگ سن 5 هہ جي آخر ۾ ٿي. حقيقت ۾ عسفان واري جنگ، حديبيہ واري سفر جي سلسلي جو هڪ واقعو آهي، جتان موٽڻ کانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ خيبر ڏانهن هليا هئا. ان ڪري هن لحاظ کان بہ ذات الرقاع واري ويڙهہ، خيبر جي جنگ کانپوءِ ثابت ٿئي ٿي.

**7. بدر واري ٻي لڙائي:-** اعرابين جي ڇيلهہ ڇڀي ڪرڻ ۽ بدوئن جي فساد کان مطمئن ٿيڻ کان پوءِ مسلمانن پنهنجي وڏي دشمن (قريش) سان ويڙهہ ڪرڻ جي تياري شروع ڪئي. جيئن تہ

[1] - جنگ جي حالت ۾ پڙهجندڙ نماز کي صلواة خوف چئجي ٿو. جنهن جو هڪ طريقو اهو آهي تہ اڌ فوج هٿيار ڪٽي امام جي پٺيان نماز پڙهندي آهي. باقي اڌ فوج هٿيار ڪٽي دشمنن تي نظر رکندي آهي. هڪ رڪعت کانپوءِ اها فوج امام جي پٺيان اچيو وڃي ۽ پهرين فوج دشمنن تي نظر رکندي آهي. امام ٻي رڪعت پڙهي وٺي تہ واري واري سان ٻئي ڌڙا پنهنجي پنهنجي نماز پوري ڪن. ان نماز جا اهڙا ئي ٻيا بہ طريقا آهن، جيڪي جنگ مهل اختيار ڪبا آهن.

سال تڪڙو پٺي پورو ٿيو ۽ احد واري ويڙهه ۾ رٿيل وقت ويجهو اچي رهيو هو ۽ محمد ﷺ ۽ اصحابي سڳورن رضي الله عنهم جو فرض هو تہ جنگ جي ميدان ۾ ابوسفيان ۽ سندس قوم سان هڪ هڪاٽي ڪرڻ لاءِ نڪري ڪڙا ٿين ۽ جنگ ۾ ان حڪمت عمليءَ سان هلن جو حالتون ان ڏر جي حق ۾ ٿي وڃن، جيڪا وڌيڪ هدايت ورتل هجي.

ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ شعبان سن 4 هه بمطابق جنوري 626ع ۾ مديني جي واڳ حضرت عبدالله بن رواحه رضي الله عنه جي حوالي ڪري رٿيل جنگ جي لاءِ بدر جي واٽ وٺي هليا. پاڻ سڳورن ﷺ سان ڏيڍ هزار ماڻهو ۽ ڏهه گهوڙا هئا. پاڻ سڳورن ﷺ جهنڊو حضرت علي رضي الله عنه جي حوالي ڪيو ۽ بدر پهچي مشرڪن جو انتظار ڪرڻ لڳا.

هوڏانهن ابوسفيان بہ پنجاهه سوارن سان بہ هزار مشرڪن جو لشڪر وٺي نڪتو ۽ مڪي کان هڪ مرحلو پري مرالظهران جي واديءَ ۾ مجنہ نالي مشهور چشمي وٽ لٿو، پر هو مڪي کان ئي دل لاهي نڪتو هو. هر هر مسلمانن سان ٿيندڙ ويڙهه جي پڇاڙيءَ جو سوچي ڊپ کان ڪنبي ٿي ويو. مرالظهران پهچي هاڻ هاري وينو ۽ موٽڻ لاءِ بهانو ڳولهڻ لڳو. نيٺ پنهنجن ساٿين کي چيائين تہ: "قريشيو! ويڙهہ تڏهن ڪرڻ گهرجي، جڏهن ساوڪ ۽ خوشحالي هجي جو جانور بہ چري سگهن ۽ توهان بہ کير پي سگهو. هن وقت ڏڪار آهي، تنهنڪري آئون موٽان ٿو، توهان بہ موٽي هلو."

ائين ٿو لڳي تہ سڄو لشڪر ڊپ ۾ ورتل هو، ڇو تہ ابوسفيان جي ان رٿ تي ڪنهن بہ قسم جي مخالفت ڪرڻ بدران سيني موٽڻ وارو رستو اختيار ڪيو ۽ ڪنهن بہ سفر جاري رکڻ ۽ مسلمانن سان ويڙهه ڪرڻ جي راءِ نہ ڏني.

هوڏانهن مسلمانن ان ڏينهن بدر ۾ رهي دشمنن جو انتظار ڪيو ۽ ان دوران پنهنجو واپاري سامان وڪڻندا رهيا. ان ڪانپوءِ ان شان سان مديني موٽيا جو جنگ ۾ اڳرائي ڪرڻ جو سهرو سندن سر تي ٻڌجي چڪو هو، دلين تي سندن دٻدٻو ويهي چڪو هو ۽ ماحول تي سندن گرفت مضبوط ٿي چڪي هئي. اها جنگ بدر موعد، بدر ثانيہ، بدر آخره ۽ بدر صغرا جي نالي سان سڏجي ٿي.[1]

**دُومة الجندل واري جنگ:-** پاڻ سڳورا ﷺ بدر کان موٽيا تہ هر پاسي امن ٿي چڪو هو ۽ سڄي اسلامي علائقي ۾ سک ۽ شانتيءَ جون هوائون پٺي هليون. هاڻي پاڻ سڳورا ﷺ عرب جي آخري ڇيڙي تائين ڌيان ڏيڻ لاءِ آجا هئا ۽ ان جي گهرج بہ هئي تہ جيئن حالتون مسلمانن جي هٿ وس رهن ۽ دوست، دشمن آڻ مڃين.

---

1 - هن جنگ جي تفصيل لاءِ ڏسو ابن هشام (2/209، 210)- زاد المعاد (2/ 112).

جڏهن تہ بدر صغرا کانپوءِ ڇهن مهينن تائين پاڻ سڳورا ﷺ سک سان مديني ۾ رهيا. ان کان پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ کي خبر ملي تہ شام جي ويجهو دومة الجندل وٽ وسندڙ قبيلا ايندڙ ويندڙ قافلن تي ڌاڙا پيا هڻن ۽ اتان لنگهڻ واريون شيون ڦري تا وٺن. اهو بہ پتو پيو تہ انهن مديني تي ڪاهڻ لاءِ هڪ وڏو لشڪر گڏ ڪري ورتو آهي. اها ڄاڻ ملڻ کان پوءِ پاڻ سڳورا ﷺ سباع بن عرفطہ رضي الله عنه کي مديني ۾ پنهنجو جانشين مقرر ڪري هڪ هزار مسلمان وٺي روانا ٿيا. اهو 25 ربيع الاول سن 5 هہ جو واقعو آهي. رستو ٻڌائڻ لاءِ بنو عذره جو هڪ ماڻهو ساڻ ڪنيو ويو هو.

هن غزوي ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جو معمول هو تہ رات جو سفر ڪندا هئا ۽ ڏينهن جو لڪي ويندا هئا تہ جيئن دشمنن جي مٿان اوچتو اُڇاٽائيءَ ۾ وڃي ڪڙڪن. ويجهو پڄڻ تي پتو پيو تہ اهي ڀڄي ويا آهن، تنهن کانپوءِ سندن چوپائي مال ۽ ڌراڙن کي سوگهو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي، جن مان ڪي جهلجي پيا تہ ڪي ڀڄي ويا.

جيستائين دومة الجندل جي رهاڪن جو سوال آهي تہ جنهن کي جنهن پاسي رستو مليو، ان پاسي منهن ڪري وٺي ڀڳا، جڏهن مسلمان اتي پهتا تہ ڪين ڪوبہ نہ مليو. پاڻ سڳورن ﷺ بہ ٽي ڏينهن اتي رهي ڪافي جٿا هيڏي هوڏي موڪليا، پر ڪجھ بہ نہ مليو. نيٺ پاڻ سڳورا ﷺ مديني موٽيا. هن جنگ ۾ عيينہ بن حصن[1] سان ناھ بہ ٿيو.

دُوم ( دال تي پيش) شام جو هڪ سرحدي شهر آهي. هتان کان دمشق پنجن راتين جي پنڌ تي آهي ۽ مدينو پنڌرنهن راتين جي پنڌ تي.

انهن اوچتن ۽ فيصلا ڪن قدمن ۽ ڏاهپ ڀريل منصوبن سان پاڻ سڳورا ﷺ اسلامي علائقن ۾ امن امان قائم ڪرڻ ۽ حالتون وس ۾ ڪرڻ ڪامياب ٿي ويا ۽ وقت تي ضابطو ڪري ورتائون ۽ اندرين ۽ ٻاهرين لاڳيتين مشڪلاتن جي شدت گهٽائي ورتي، جيڪي چوطرف کان ڪين گهيري وينيون هيون، تنهن کانپوءِ منافقن بہ هاڻ هاري ڪٽي ماٺ ڪئي. يهودين جي هڪ قبيلي کي ڏيھ نيڪالي ڏني وئي. ٻين قبيلن پاڙيسري هئڻ جو ناتو نڀايو. بدوي ۽ اعرابي ٿڌا ٿي ويا ۽ قريشن، مسلمانن سان ٽڪرائڻ کان پاسو ڪيو ۽ مسلمانن کي اسلام ڦهلائڻ ۽ جهانن جي پالڻهار جو نياپو ماڻهن تائين پهچائڻ جو وجھ ملي ويو.

*-*-*

---

[1] - فزاره قبيلي جو سردار.

# غزوة احزاب (خندق واري جنگ)

هڪ سال کان وڌيڪ مدي جي لاڳيتين فوجي ڪاررواين ڪانپوءِ عربستان ۾ امن ٿي ويو، پر يهودي، جيڪي پنهنجين نياڳپائين، ٺڳين ۽ دولابن جي ڪارڻ هر طرح جي ذلت ڏسي چڪا هئا، اجا بہ هوش ۾ نہ آيا هئا. تنهنڪري خيبر ڏانهن لڏڻ ڪانپوءِ پهرين تہ انهن انتظار ڪيو تہ ڏسون تہ مسلمانن ۽ بت پرستن جي وچ ۾ جيڪا ڏي وٺ هلي پئي، ان جو نتيجو ڪهڙو ٿو نڪري. پر جڏهن ڏنائون تہ حالتون مسلمانن جي حق ۾ ٿي ويون آهن ۽ اهي ڏينهان ڏينهن سگهارا ٿيندا وڃن ۽ پري پري تائين سندن دٻدٻو قائم ٿيندو وڃي تہ ڪين اچي ساڙ ٿيو. انهن ٻيهر سازش شروع ڪئي ۽ مسلمانن کي هڪ اهڙو ڪاپاري ڌڪ هڻڻ جي تياري ڪرڻ لڳا، جنهن سان سندن پڄاڻي ٿي وڃي. پر جيئن تہ انهن ۾ سڌو سنئون مسلمانن سان ٽڪرائڻ جي همت نہ هئي، ان ڪري هن مقصد لاءِ هڪ ڏاڍي پوائتي سٽ سٽيائون.

ان جو تفصيل هن ريت آهي تہ بنو نضير جا ويهارو ڪن سردار مڪي جي قريشن وٽ پهتا ۽ ڪين پاڻ سڳورن ﷺ سان ويڙهہ ڪرڻ لاءِ راضي ڪرڻ خاطر پنهنجي پوري سهائتا جي پڪ ڏياريائون. قريشن، سندن ڳالهہ مڃي ورتي. جيئن تہ اهي احد واري ڏينهن مسلمانن سان بدر جي ميدان ۾ ويڙهہ ڪرڻ جي واعدي جي خلاف ورزي ڪري چڪا هئا، ان ڪري سندن خيال هو تہ هاڻي هن رٿيل جنگ سان اهي پنهنجي ناموس بہ واپس وٺن ۽ پنهنجي قول کي بہ پاڙي ڏين.

ان ڪانپوءِ يهودين جو اهو وفد بنو غطفان وٽ ويو ۽ قريشن وانگر ڪين بہ ويڙهہ لاءِ راضي ڪيائين. پوءِ ان وفد ٻين عرب قبيلن ۾ گهمي ڦري ماڻهن کي ويڙهہ لاءِ اڪسايو ۽ انهن قبيلن جا بہ ڪيترائي ماڻهو تيار ٿي ويا. اهڙيءَ طرح يهودي سياستدانن پوري ڪاميابيءَ سان وڏن وڏن ڪافر گروهن کي پاڻ سڳورن ﷺ ۽ سندن دعوت ۽ مسلمانن خلاف اڪسائي جنگ لاءِ تيار ڪيو.

ان ڪانپوءِ رٿيل پروگرام مطابق ڏکڻ کان قريش، ڪنانہ ۽ تهامہ ۾ وسندڙ ٻين حليف قبيلن مديني ڏانهن هلڻ شروع ڪيو. سندن سردار ابوسفيان هو ۽ انهن جو تعداد چار هزار هو. اهو لشڪر مرالظهران پهتو تہ بنو سليم بہ ساڻن شامل ٿي ويا. هوڏانهن ان ئي مهل اوڀر کان غطفاني قبيلا فزاره، مره ۽ اشجع نڪتا. فزاره جو سپهہ سالار عيينہ بن حصن هو. بنو مره جو حارث بن عوف ۽ بنو اشجع جو مسعر بن رخيلہ. انهن سان گڏ ئي بنو اسد ۽ ٻين قبيلن جا بہ ڪيترائي ماڻهو آيا هئا.

انهن سيني قبيلن رٿيل وقت ۽ رٿيل پروگرام تحت مديني تي چڙهائي ڪئي، ان ڪري ٿورن ئي ڏينهن ۾ مديني وٽ ڏهہ هزار فوج گڏ ٿي وئي. اهو ايڏو وڏو لشڪر هو جو شايد مديني جي سڄي

آبادي (عورتن، ٻارن، پوڙهن ۽ جوانن سميت ٻـ) ايتري نـ هئي. جيڪڏهن اهي اوچتو گهات هڻن ها تـ مسلمان پاڻ بچائي نـ سگهن ها. تي سگهيو ٿي تـ سندن پاڙ پٽجي وڃي ها. پر مديني جي قيادت هوشيار هئي. وقت ۽ حالتن تي سندن ڀرپور نظرون هيون ۽ اها نيڪ تجزيو بـ ڪري ٿي سگهي ۽ حالتن سان پڇڻ لاءِ مناسب قدم بـ کڻي ٿي سگهي. تنهنڪري ڪافرن جو هي وڏو لشڪر جيئن ئي پنهنجي جڳهـ تان چريو تـ مديني جي قيادت کي خبر پئجي وئي.

اها خبر ملندي ئي پاڻ سڳورن ﷺ مجلس شوريٰ سڏائي ۽ بچاءَ جي سلسلي ۾ مشورو ڪيو. شوريٰ وارن سوچ ويچار ڪري حضرت سلمان فارسي ﷛ جي رٿ قبولي. اها رٿ حضرت سلمان فارسي ﷛ انهن لفظن ۾ پيش ڪئي هئي تـ: يا رسول الله ﷺ! فارس ۾ جڏهن اسان جو گهيراءُ ٿيندو هو تـ اسين پنهنجي چوڌاري کاهي (خندق) کوٽي ڇڏيندا هئاسين.

اها ڏاڍي ڀلي رٿ هئي. عربن کي ان جي ڄاڻ نـ هئي. پاڻ سڳورن ﷺ ان رٿا تي هڪدم عمل ڪندي هر ڏهن ماڻهن کي چاليهـ هٿ کاهي کوٽڻ جو ڪم سونپيو ۽ مسلمانن محنت سان دل لڳائي ڪم شروع ڪيو. پاڻ سڳورا ﷺ ان ڪم لاءِ همٿائيندا بـ رهيا ۽ پاڻ بـ اهو ڪم ڪندا رهيا. جيئن صحيح بخاريءَ ۾ حضرت سهل بـ سعد ﷛ کان آيل آهي تـ: اسان پاڻ سڳورن ﷺ سان گڏ کاهيءَ ۾ هئاسين. ماڻهن کوٽيو پئي ۽ اسان ڪلهن تي مٽي ڍوئي پئي جو (ايتري ۾) پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تـ:

اللَّهُمَّ لَا عَيْشَ إِلَّا عَيْشُ الْآخِرَهْ فَاغْفِرْ لِلْمُهَاجِرِينَ وَالْأَنْصَارِ ([1])

**"اي الله يقينًا زندگي تـ آخرت جي زندگي آهي پوءِ تون مهاجرن ۽ انصارن کي معاف ڪر"**

هڪ ٻي روايت ۾ حضرت انس ﷛ کان آيل آهي تـ پاڻ سڳورا ﷺ کاهي ڏسڻ لاءِ آيا تـ ڏٺائون تـ مهاجر ۽ انصار صبح ساڻ کوٽائي ڪري رهيا آهن. انهن وٽ غلام ڪونـ هئا، نـ تـ غلام ئي سندن بدران اهو ڪم ڪن ها. پاڻ سڳورن ﷺ سندن محنت ۽ بک ڏسي چيو تـ:

اللَّهُمَّ إِنَّ الْعَيْشَ عَيْشُ الْآخِرَهْ فَاغْفِرْ لِلْأَنْصَارِ وَالْمُهَاجِرَهْ

**"اي الله يقينًا زندگي تـ آخرت جي زندگي آهي پوءِ انصارن ۽ مهاجرن کي بخش ڪر"**

**انصارن ۽ مهاجرن ان جي جواب ۾ چيو تـ:**

نَحْنُ الَّذِينَ بَايَعُوا مُحَمَّدَا عَلَى الْجِهَادِ مَا بَقِينَا أَبَدَا ([2])

---

[1] - صحيح بخاري، (2/588).

[2] - صحيح بخاري(1/397، 2/588).

**”اسين اهي آهيون جو محمد ﷺ سان بيعت ڪئي آهي هميشہ لاءِ جهاد ڪنداسون جيستائين باقي رهياسون“**

صحيح بخاريءَ ۾ ئي هڪ روايت حضرت براء بن عازب رضي الله عنه کان آيل آهي تہ مون پاڻ سڳورن ﷺ کي ڏٺو تہ اهي کاهيءَ جي مٽي ڍوئي رهيا هئا. پاڻ سڳورن ﷺ جو جسم مبارڪ دز ۾ لٽيل هو. پاڻ سڳورن ﷺ جا وارا گهاٽا هئا. مون کين (ان حالت ۾) عبدالله بن رواحہ رضي الله عنه جا جنگي شعر پڙهندي ٻڌو. پاڻ سڳورا ﷺ مٽي ڍوئيندا ٿي ويا ۽ هيئن چوندا ٿي ويا تہ:

اللَّهُمَّ لَوْلَا أَنْتَ مَا اهْتَدَيْنَا وَلَا تَصَدَّقْنَا وَلَا صَلَّيْنَا
فَأَنْزِلَنْ سَكِينَةً عَلَيْنَا وَثَبِّتْ الْأَقْدَامَ إِنْ لَاقَيْنَا
إِنَّ الْأُلَى قَدْ بَغَوْا عَلَيْنَا وَإِنْ أَرَادُوا فِتْنَةً أَبَيْنَا

**”اي الله! جيڪڏهن تون نہ هجين تہ اسين هدايت نہ پايون ها، نہ صدقو ڏيون ها، نہ نماز پڙهون ها، پوءِ اسان تي راحت نازل ڪر، ۽ جيڪڏهن ٽڪراءُ ٿئي تہ اسان اسانکي ثابت قدم رکج، انهن اسان جي خلاف ماڻهن کي پڙڪايو آهي، جيڪڏهن اهي ڪنهن فتني جو ارادو ڪن ٿا تہ اسين ڪڏهن بہ انڪار نہ ڪنداسين.“**

**حضرت براء** رضي الله عنه **جو چوڻ آهي تہ پاڻ سڳورا ﷺ پويان لفظ ڇڪي چوندا هئا. هڪ** روايت ۾ آخري شعر هن طرح آهن.

إِنَّ الْأُلَى قَدْ بَغَوْا عَلَيْنَا وَإِنْ أَرَادُوا فِتْنَةً أَبَيْنَا [1]

**”يعني انهن اسان تي ظلم ڪيو آهي ۽ جيڪڏهن اهي اسان کي فتني ۾ وجهڻ چاهين ٿا تہ اسان انڪار نہ ڪنداسون.“**

مسلمان هڪ پاسي دل لڳائي ڪم ڪري رهيا هئا تہ ٻئي پاسي ايڏيون بکون بہ سهي رهيا هئا، جو انهن جي خيال سان ئي هانءُ ڏريو وڃي. جيئن **حضرت انس** رضي الله عنه جو چوڻ آهي تہ (خندق وارن) وٽ بہ مٺيون جَوَ آندا ٿي ويا ۽ **بانس** واري چربيءَ سان ٺاهي ماڻهن آڏو رکيا ٿي ويا. ماڻهو بکيا هوندا هئا ۽ ان جو ذائقو اٽوٽندڙ هوندو هو. ان مان ڌپ پئي ايندي هئي.[2]

ابوطلحہ رضي الله عنه جو چوڻ آهي تہ اسان، پاڻ سڳورن ﷺ کي بک جي دانهن ڏني ۽ پنهنجو پيٽ کولي هڪ هڪ پٿر ٻڌل ڏيکاريو، تنهن تي پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجو پيٽ کولي ڏيکاريو، جنهن تي بہ پٿر ٻڌل هئا.[3]

---

1 - صحيح بخاري(589/2).
2 - صحيح بخاري (588/2).
3 - جامع ترمذي، مشڪوة المصابيح(448/2).

كاهي کوٽيندي نبوت جا ڪيترائي اهڃاڻ پڌرا ٿيا. صحيح بخاريءَ ۾ آهي تہ **حضرت جابر** بن عبدالله رضي الله عنه، پاڻ سڳورن ﷺ تي بک جا آثار ڏٺا تہ هڪ ڇيلو ڪٺو ۽ سندن گهر واريءَ هڪ صاع (اٽڪل اڍائي ڪلو) جَوَ پيٺا. پوءِ لڪ ۾ پاڻ سڳورن ﷺ کي درخواست ڪيائون تہ پنهنجن ڪجهہ ساٿين سان گڏ هلو. پر پاڻ سڳورا ﷺ سڀني ڪاهي کوٽيندڙن کي ساڻ وٺي هليا، جن جو تعداد هڪ هزار هو. انهن سڀني ماڻهن ان ٿوري کاڌي مان پيٽ ڀري کاڌو، پوءِ بہ ٻوڙ جي هنڊي ساڳيءَ حالت ۾ رهي ۽ ڳوهيل اٽو بہ اوتري جو اوترو رهيو ۽ ان مان ماني پچائبي پئي وئي.([1])

**حضرت نعمان بن بشير** رضي الله عنه جي ڀيڻ کاهيءَ وٽ ٻہ ٻڪ کارڪون کڻي آئي تہ سندن پيءُ ۽ مامون کائين. پر پاڻ سڳورن ﷺ وٽان لنگهڻ مهل پاڻ سڳورن ﷺ اهي کجيون کائڻ وٺي ورتيون ۽ هڪ ڪپڙي مٿان وکيري ڇڏيون. پوءِ ڪاهي کوٽيندڙن کي سڏ ڪيائون. ڪاهي کوٽيندڙ اهي کائيندا ويا ۽ اهي وڌنديون ويون. تان تہ سڀئي کائي هليا ويا ۽ پوءِ بہ کجيون هيون جو ڪپڙي جي ڪنارن مان ٻاهر پئي ڪريون.([2])

انهن ئي ڏينهن ۾ انهن ٻنهي واقعن کان وڌيڪ هڪ واقعو ٿي گذريو، جيڪو صحيح بخاريءَ ۾ **حضرت جابر** رضي الله عنه کان بيان ڪيل آهي تہ اسان ڪاهي کوٽي رهيا هئاسين جو هڪ چِپ اڳيان اچي وئي. ماڻهو پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهتا ۽ عرض ڪيائون تہ هڙيءَ طرح هڪ چِپ اڳيان اچي وئي آهي. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "آئون لهان ٿو." ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ اٿيا، سندن پيٽ تي پٿر ٻڌل هو. اسان ٽن ڏينهن کان ڪجهہ نہ کاڌو هو. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ ڪوڏر کڻي هنئي تہ اها چِپ پري ٽڪرا ٽي وئي.([3])

**حضرت براءَ** رضي الله عنه وڌيڪ ٻڌائي ٿو تہ خندق واري جنگ ۾ کوٽائي هلندي هڪ چِپ اڳيان اچي وئي. اسان، پاڻ سڳورن ﷺ کي اچي ٻڌايو. پاڻ سڳورا آيا ۽ ڪوڏر کڻي بسم الله پڙهي هڪ ڌڪ هنيائون (تہ هڪ ٽڪرو ڀڄي پيو) ۽ فرمايائون تہ "الله اڪبر! مون کي شام ملڪ جون ڪنجيون ڏنيون ويون آهن. **الله جو قسم!** آئون هينئر اتي جا ڳاڙها محل پيو ڏسان." پوءِ ٻيو ڌڪ هنيائون تہ هڪ ٻيو ٽڪر ٽٽي پيو ۽ فرمايائون تہ: "مون کي فارس ڏنو ويو آهي. والله! آئون مدائن جو اڇو محل پيو ڏسان." پوءِ ٽيون ڌڪ هنيائون ۽ فرمايائون تہ: "بسم الله" تہ باقي بچيل چِپ بہ ٽٽي پئي. پوءِ فرمايائون تہ: "والله! آئون هن مهل، هن جاءِ تان صنعاء جو ڦاٽڪ ڏسي رهيو آهيان."([4])

---

[1] - اهو واقعو صحيح بخاريءَ ۾ آيل آهي.(2/588، 589).

[2] . ابن هشام ( 218/2).

[3] - صحيح بخاري(2/588).

[4] - سنن نسائي(2/56)، مسند احمد، هي لفظ نسائيءَ جا نہ آهن. نسائيءَ ۾ عن رجل من الصحابہ آهي.

ابن اسحاق بہ اهڙي ئي هڪ روايت حضرت سلمان فارسي ﷺ کان آندي آهي.([1])

جيئن تہ مدينو اتر پاسي کانسواءِ ٻين سڀني پاسن کان لاوي وارن جبلن ۽ ڪجين جي باغن سان گهيريل آهي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ هڪ ماهر فوجيءَ وانگر اهو ڄاڻندا هئا تہ مديني تي هيڏي وڏي لشڪر جي چڙهائي رڳو اتر کان ئي ٿي سگهي ٿي. ان ڪري پاڻ سڳورن ﷺ رڳو ان پاسان کاهي کوٽرائي. مسلمانن کاهي کوٽڻ جو ڪم لاڳيتو پئي ڪيو. سڄو ڏينهن کوٽائي ڪندا هئا ۽ شام جو گهر موٽندا هئا. تان تہ مديني جي پٽين تائين ڪافرن جو لشڪر پهچڻ کان اڳ رٿيل پروگرام موجب کاهي تيار ٿي وئي.([2])

هوڏانهن قريش پنهنجو چئن هزارن جو لشڪر وٺي مديني پهتا تہ رومہ، جرف، زغابہ جي وچ ۾ مجمع الاسيال وٽ اچي لٿا ۽ ٻئي پاسي غطفان ۽ سندن نجدي ساٿي ڇهہ هزار فوج وٺي اچي احد جي اترئين پاسي ذنب نقمي وٽ لٿا. جيئن قرآن ۾ آهي تہ:

﴿وَلَمَّا رَأَى الْمُؤْمِنُونَ الْأَحْزَابَ قَالُوا هَذَا مَا وَعَدَنَا اللَّهُ وَرَسُولُهُ وَصَدَقَ اللَّهُ وَرَسُولُهُ وَمَا زَادَهُمْ إِلَّا إِيمَانًا وَتَسْلِيمًا (22)﴾ (الأحزاب)

”۽ جيڏي مهل مؤمنن (ڪافرن جي) لشڪرن کي ڏٺو (تنهن مهل) چيائون تہ هي اهو انجام آهي، جيڪو الله ۽ سندس پيغمبر اسان کي ڏنو هو ۽ الله ۽ سندس پيغمبر سچ فرمايو هو ۽ انهيءَ (حالت) سندن اصمان ۽ اطاعت جي جذبي کي هيڪاري وڌايو.

پر منافق ۽ ضعيف اعتقاد وارا ماڻهو اهو لشڪر ڏسي ڏڪي ويا.

﴿وَإِذْ يَقُولُ الْمُنَافِقُونَ وَالَّذِينَ فِي قُلُوبِهِمْ مَرَضٌ مَا وَعَدَنَا اللَّهُ وَرَسُولُهُ إِلَّا غُرُورًا (12)﴾(الأحزاب)

”۽ ان مهل منافقن ۽ جن جي دلين ۾ بيماري آهي تن چيو ٿي تہ الله ۽ سندس پيغمبر اسان کي ٺڳيءَ کانسواءِ (ٻيو) ڪو انجام نہ ڏنو آهي.“

بهرحال هن لشڪر کي منهن ڏيڻ لاءِ پاڻ سڳورا ﷺ بہ ٽي هزار مسلمان وٺي پهتا ۽ ڪوهہ سلع کي پٺ ڏئي قلعي بنديءَ وانگر ٿي وينا. سامهون کاهي هئي، جيڪا مسلمانن ۽ ڪافرن جي وچ ۾ هئي. مسلمانن جو نعرو حم لايُنصرون (حم هنن جي مدد نہ ڪئي وڃي) هو. مديني جي واڳ حضرت ابن ام مڪتوم ﷺ جي حوالي هئي ۽ عورتن ۽ ٻارن کي مديني جي قلعن ۽ ڪوٽن ۾ محفوظ ڪيو ويو هو.

جڏهن مشرڪ حملي لاءِ وڌيا تہ ڇا ڏسن تہ هڪ ويڪري کاهي سندن ۽ مديني جي وچ ۾ نهيل آهي. مجبور ٿي کين گهيراءُ ڪرڻو پيو، جڏهن تہ اهي گهران نڪرڻ مهل ان لاءِ سنڀري نہ نڪتا

---

[1] - ابن هشام (2/219).

[2] - ابن هشام (2/220، 221).

هئا، ڇو ته بچاءَ جو اهو طريقو سندن ئي ڇواٽي ته هڪ اهڙي چال هئي، جنهن کان عرب اڻڄاڻ هئا. تنهنڪري هنن ان ڳالهه بابت سوچيو ئي ڪونه هو.

مشرڪ، ڪاهيءَ وٽ پهچي ڪاوڙ ۾ ڦيرا پائڻ لڳا. ڪين اهڙي جڳهه جي ڳولها هئي، جتان اهي لهي سگهن. هوڏانهن مسلمان سندن چر پر تي پوري پوري نظر رکيو وينا هئا ۽ انهن تي تير به وسائي رهيا هئا ته جيئن ڪين ڪاهيءَ جي ويجهو اچڻ جي همت نه ٿئي ۽ اهي ان ۾ ٽپي نه پون ۽ نه مٽي وجهي رستو ناهي سگهن.

هوڏانهن قريشن جي شهسوارن ڪي گهيرو ڪري ويهڻ واري ڳالهه نه پئي آئڙي. اها سندن عادت ۽ شان جي خلاف ڳالهه هئي، تنهنڪري سندن هڪ ٽولو، جنهن ۾ عمرو بن عبد ود، عڪرمہ بن ابي جهل ۽ ضرار بن خطاب وغيره شامل هئا، هڪ سوڙهي پاسي کان ڪاهيءَ ٽپي ويا ۽ سندن گهوڙا ڪاهي ۽ سلع جي وچ ۾ ڦيرا پائڻ لڳا. هوڏانهن حضرت علي رضي الله عنه ڪجهہ مسلمان ساڻ وني نڪتو ۽ جنهن جڳهه تان انهن گهوڙا ٽپايا هئا، ان تي قبضو ڪري سندن موٽڻ جو لنگهه بند ڪري ڇڏيائين. ان تي عمرو بن عبدود دوبدو مقابلي لاءِ للڪاريو. حضرت علي رضي الله عنه ساڻس هڪ هڪاٽي ڪرڻ لاءِ سامهون ٿيو ۽ هڪ اهڙي ٽوڪ هنيائينس جو هو آپي مان نڪري گهوڙي تان لهي پيو ۽ حضرت علي رضي الله عنه جي آمهون سامهون ٿيو. هو ڏاڍو دلير هو، ٻنهي ۾ ڏاڍو مقابلو ٿيو. ٻنهي هڪ ٻئي تي لڳا تار وار ڪيا. نيٺ حضرت علي ڪيس پورو ڪري ڇڏيو. ٻيا مشرڪ ڪاهي ٽپي پٺي ويا. اهي ايترو ته ڊڄي ويا جو عڪرمہ ڀڄڻ مهل پنهنجو نيزو به ڇڏي ويو.

مشرڪن ڪيترائي ڀيرا ڪاهي اڪرٽيا ان ڪي ڀري گس ٺاهڻ لاءِ وڏي ڪوشش ڪئي، پر مسلمانن ڏاهپ سان ڪين ڀري رکيو ۽ ڪين اهڙا ته تير هنيا جو سندن هر اپاءُ ناڪام ٿيو.

اهڙا مقابلا هلندي پاڻ سڳورن ﷺ ۽ اصحابي سڳورن **رضوان الله عليهم اجمعين** کان ڪي نمازون به ڇڏائجي ويون. جيئن صحيحين ۾ **حضرت جابر** رضي الله عنه کان آيل آهي ته **حضرت عمر** رضي الله عنه خندق واري جنگ هلندي پاڻ سڳورن ﷺ آڏو ڪافرن خلاف ڳالهائيندي چيو ته: يا رسول الله ﷺ! اڄ آئون ڏاڍي مشڪل سان سج لهڻ مهل نماز پڙهي سگهيس. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته: والله! آئون ته اڃا تائين به نماز نه پڙهي سگهيو آهيان. ان ڪانپوءِ اسان پاڻ سڳورن ﷺ سان گڏ بطحان ۾ لٿاسين. پاڻ سڳورن ﷺ نماز لاءِ وضو ڪيو ۽ اسان به وضو ڪيو. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ وچين نماز پڙهي. اها سج لٿي ڪانپوءِ جي ڳالهه آهي. ان ڪانپوءِ سانجهيءَ جي نماز پڙهي.[1]

---

[1] - صحيح بخاري (590/2).

پاڻ سڳورن ﷺ کي ان نماز جي ڇڏائجڻ جو ايڏو ڏک هو جو پاڻ سڳورن ﷺ، مشرکن کي پاراتو ڏنو. جيئن صحيح بخاريءَ ۾ حضرت علي رضي الله عنه کان آيل آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ خندق واري ڏينهن فرمايو تہ: "الله! انهن مشرڪن لاءِ سندن گهرن ۽ قبرن کي باهہ سان ڀري ڇڏي، ڇو تہ انهن اسان کي وچين نماز (پڙهڻ) کان مشغول رکيو، تان تہ سج لهي ويو.[1]

مسند احمد ۽ مسند شافعي ۾ آيل آهي تہ مشرڪن، پاڻ سڳورن ﷺ کي اڳين، وچين، سانجهي ۽ سومهڻي نماز پڙهڻ کان مصروف رکيو، تنهنڪري پاڻ سڳورن ﷺ اهي سڀ نمازون گڏي پڙهيون. امام نووي بيان ڪري ٿو تہ انهن روايتن ۾ تطبيق جي صورت اها ٿيندي تہ خندق واري جنگ ڪافي ڏينهن هلي. ان ڪري ڪڏهن هڪ صورت ٿي تہ ڪڏهن ٻي.[2]

ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ مشرڪن پاران کاهي ٽپڻ جي ڪوشش ۽ مسلمانن پاران بچاءَ جو سلسلو ڪئي ڏهاڙا هلندو رهيو، پر جيئن تہ ٻنهي فوجن جي وچ ۾ کاهي هئي، ان ڪري آمهون سامهون لڙائي نہ ٿي سگهي، رڳو تيراندازي ٿيندي رهي.

ان تيراندازيءَ سان ٻنهي ڌرين جا آڱرين تي ڳڻڻ جيترا ماڻهو مارجي بہ ويا. يعني ڇهہ مسلمان ۽ ڏهہ مشرڪ، جن مان هڪ يا ٻہ ڄڻا ترارن جو ڪاچ بڻجي ويا.

ان ئي تيراندازيءَ دوران حضرت سعد بن معاذ رضي الله عنه کي بہ هڪ تير لڳو، جنهن سان سندن ٻانهن جي وڏي رڳ ڪپجي وئي. ڪين حبان بن عرقہ نالي هڪ مشرڪ قريشيءَ جو تير لڳو هو. حضرت سعد رضي الله عنه (گهائجڻ کانپوءِ) الله کي ٻاڏايو تہ يا الله! تون ڄاڻين ٿو تہ جنهن قوم تنهنجي رسول کي ڪوڙو قرار ڏنو ۽ ان کي تڙي ڇڏيو، انهن سان تنهنجي راهہ ۾ جهاد ڪرڻ مون کي جيڏو وڻندڙ آهي، ايڏو ڪنهن ٻيءَ قوم سان ڪونهي. يا الله! آئون سمجهان ٿو تہ هاڻي تو اسان جي ۽ هنن جي ويڙهہ کي توڙ تائين پڄائي ڇڏيو آهي. بس جيڪڏهن اجا بہ قريشن سان وڙهڻ جو مرحلو رهيل هجي تہ مون کي ان لاءِ حياتي رک تہ آئون تنهنجي راهہ ۾ جهاد ڪريان ۽ جي تو لڙائيءَ کي توڙ تي رسائي ڇڏيو آهي تہ پوءِ هيءُ گهاءُ پلي تہ منهنجي موت جو ڪارڻ بڻائي ڇڏ.[3] سندن ان دعا جو آخري ٽڪرو اهو هو تہ (پر) مون کي موت نہ ڏي، جيستائين بنو قريظہ جو انجام ڏسي منهنجيون اکيون ٺري نہ وڃن.[4] مطلب تہ هڪ پاسي مسلمان جنگ جي ميدان ۾ اهڙا سور سهي رهيا هئا تہ ٻئي پاسي سازشي پنهنجن حرڪتن ۾ رڌل هئا. سندن ڪوشش هئي تہ مسلمانن جي جسم ۾ پنهنجو

1 - صحيح بخاري (2/590).
2 - مختصر السيرة للشيخ عبدالله (ص:287)- شرح مسلم للنووي(1/227).
3 - صحيح بخاري(3/591).
4 - ابن هشام (2/227).

زهر اوتي ڇڏين. جيئن بنو نضير جو سڀ کان وڏو ڏوهاري حيي بن اخطب، بنو قريظہ وارن وٽ آيو ۽ سندن سردار ڪعب بن اسد قرظي وٽ پهتو. هي ڪعب بن اسد اهو ئي ماڻهو آهي، جنهن کي بنو قريظہ پاران ناهہ ڪرڻ جا اختيار هئا ۽ جنهن پاڻ سڳورن ﷺ سان ناهہ ڪيو هو تہ جنگ مهل پاڻ سڳورن ﷺ جي مدد ڪندو. (جيئن پوئين صفحن تي اچي چڪو آهي) حيي اچي سندن در تي ڏک هنيو تہ هن ڪٽي در بند ڪيو، پر حيي ساڻس اهڙيون ڳالهيون ڪرڻ لڳو جو نيٺ ڪيس در کولڻو پيو. حيي چيو تہ: "اي ڪعب! آئون سدائين تو وٽ عزت ۽ (فوج جي) بي پناهہ لشڪر سان پهتو آهيان. مون قريشن کي سندن سردارن ۽ اڳواڻن سميت آڻي رومہ جي مجمع الاسيال ۾ لاٿو آهي ۽ بنو غطفان کي سندن اڳواڻن ۽ سردارن سميت احد وٽ ذنب نقمي وٽ ويهاريو آهي. انهن مون سان عهد ڪيو آهي تہ محمد ﷺ ۽ سندس ساٿين کي پورو ڪري ساهہ پٽيندا."

ڪعب چيو تہ: "الله جو قسم! تون مون وٽ سدائين واري ذلت ۽ فوجن جو ڪڪر ڪٽي آيو آهين، جيڪو رڳو چمڪي ۽ گوڙ پيو ڪري، پر ان ۾ آهي ڪجهہ بہ ڪونہ. حيي! تو تي ڏک پيو تئي. مون کي منهنجي حال تي ڇڏي ڏي. مون محمد ﷺ ۾ صدق ۽ ايمان کانسواءِ ڪجهہ نہ ڏٺو آهي."

پوءِ بہ حيي کيس فريب ڏئي مجرائڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو ۽ نيٺ کيس مجائي ويو. باقي کيس اهو عهد ڪرڻو ڏيڻو پيو تہ جيڪڏهن قريش، محمد ﷺ کي پورو ڪرڻ کانسواءِ موٽيا تہ آئون بہ توسان گڏ تنهنجي قلعي ۾ هلندس ۽ پوءِ جيڪو انجام توهان جو ٿيندو، اهو ئي منهنجو بہ ٿيندو. حيي جي ان واعدي کانپوءِ ڪعب بن اسد، پاڻ سڳورن ﷺ سان ڪيل ناهہ ٽوڙيو ۽ مسلمانن سان رٿيل ذميوارين کان آجو ٿي، انهن جي خلاف مشرڪن پاران وڙهڻ نڪتو.[1]

ان کانپوءِ بنو قريظہ جا يهودي عملي طور تي جنگ ۾ حصو وٺڻ لڳا. ابن اسحاق جو چوڻ آهي تہ بيبي صفيہ بنت عبدالمطلب رضي الله عنها، حضرت حسان بن ثابت رضي الله عنه جي فارع نالي قلعي ۾ هئي. حضرت حسان رضي الله عنه، عورتن ۽ ٻارن سان گڏ اتي هو. بيبي صفيہ رضي الله عنها جو بيان آهي تہ اسان وٽان هڪ يهودي ڦٽيو ۽ قلعي کي ڦيرا پائڻ لڳو. اها تڏهن جي ڳالهہ آهي، جڏهن بنو قريظہ، پاڻ سڳورن ﷺ سان ڪيل ناهہ ٽوڙي، پاڻ سڳورن ﷺ سان وڙهڻ لڳا هئا ۽ اسان ۽ سندن وچ ۾ ڪير بہ نہ هو، جيڪو اسان کي بچائي... پاڻ سڳورا ﷺ، مسلمانن سميت دشمنن آڏو گهيريل هئا. جيڪڏهن اسان تي ڪو ڪاهي اچي ها تہ پاڻ سڳورا ﷺ (دشمنن کي) ڇڏي نہ اچي سگهن ها. ان ڪري مون چيو تہ "اي حسان رضي الله عنه! هي يهودي، جيئن توهان ڏسو پيا تہ

---

[1] - ابن هشام (2/220، 221).

قلعي جا چڪر پيو ڪٽي ۽ مون کي ڊپ آهي ته هي ٻين يهودين کي به اسان جي ڪمزوريءَ کان آگاهه ڪندو. هوڏانهن پاڻ سڳورا ﷺ ۽ اصحابي سڳورا رضي الله عنهم اهڙا قاتل آهن جو اسان جي مدد لاءِ نه پهچي سگهندا. ان ڪري اوهان وڃو ۽ هن کي ماري ڇڏيو." **حضرت حسان** ؓ چيو ته: "والله توهان ته چاڻو ٿيون ته آئون ان ڪم جو ماڻهو نه آهيان. بيبي صفيه رضي الله عنها جو بيان آهي ته پوءِ مون پاڻ سندرو ٻڌو ۽ هڪ بنڊ کنيو ۽ قلعي مان نڪري ان يهوديءَ وٽ پهچيس ۽ بنڊ هڻي هڻي کيس ماري وڌم. ان کان پوءِ قلعي ۾ موٽي اچي حسان ؓ کي چيم ته: "وڃي هن جا هٿيار پنهوار ڪٽي اچ، جيئن ته هو مرد آهي، ان ڪري مون سندس هٿيار ڪونه لاٿا آهن." حسان ؓ چيو ته: "مون کي سندس هٿيارن ۽ سامان جي گهرج ڪانهي."[1]

حقيقت اها آهي ته مسلمانن تي ٻارن ۽ عورتن جي سنڀال لاءِ پاڻ سڳورن ﷺ جي ڦڦيءَ جي ان دليراڻي ڪارنامي جو گهرو ۽ چڱو اثر پيو. هن ڪارروائيءَ مان شايد يهودين اهو سمجهيو ته انهن قلعن ۽ عورتن ۾ به مسلمانن جو حفاظتي لشڪر ويٺل آهي، جڏهن ته اتي ڪوبه لشڪر ڪونه هو. اهڙيءَ طرح يهودين وري اها همٿ نه ڪئي. باقي اهي مشرڪن کي ساز و سامان لاڳيتو پهچائيندا رهيا، جن مان ويهه اٺ مسلمانن به جهلي ورتا.

يهودين جي ناهه جي خلاف ورزيءَ جي ڄاڻ پاڻ سڳورن ﷺ تائين پهتي ته پاڻ سڳورن ﷺ هڪدم پيچا ڳاڇا ڪرائي ته جيئن بنوقريظه جي موقف جو پتو پوي ۽ ان جي روشنيءَ ۾ ڪو قدم کنيو وڃي. پاڻ سڳورن ﷺ پڪ ڪرڻ لاءِ **حضرت سعد بن معاذ** ؓ، **سعد بن عباده** ؓ، عبدالله بن رواحه ؓ ۽ خوات بن جبير ؓ کي موڪليو ۽ کين هدايت ڪئي ته وڃو! ڏسو! بنو قريظه بابت جيڪا ڄاڻ ملي آهي، اها سچي آهي يا نه؟ جي سچي آهي ته واپس اچي مون کي اشارن ۾ ٻڌائجو، متان ماڻهو هانءُ هاري ويهن ۽ جيڪڏهن اهي ناهه تي قائم آهن ته پوءِ ماڻهن ۾ پڌرو ڏياري ڇڏجو. جڏهن اهي بنو قريظه جي ويجهو پهتا ته کين بڇڙائي تي ڏٺائون. انهن کليو کلايو گاريون پئي ڏنيون ۽ دشمنيءَ جون ڳالهيون پئي ڪيون ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کي گهٽ وڌ پئي ڳالهايو. چوڻ لڳا ته: "ڪهڙو الله جو رسول....؟ اسان جي ۽ محمد ﷺ جي وچ ۾ ڪوبه وعدو وعيد ٿيل ڪونهي." اهو ٻڌي اهي موٽي آيا ۽ پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهچي اشاري ۾ ٻڌايائون ته: "عضل ۽ قاره." يعني جهڙيءَ طرح عضل ۽ قاره وارن رجيع وارن سان ٺڳي ڪئي هئي، اهڙيءَ طرح يهودي به وعدي خلافي ڪرڻ تي سندرو ٻڌيو بيٺا هئا.

---

[1] - ابن هشام (2/228). حافظ ابن حجر چوي ٿو ته امام احمد هن کي قومي سند سان گڏ عبدالله بن زبير کان بيان ڪيو آهي. ڏسو فتح الباري (285/6) -(18).

جيتوڻيڪ انهن اصحابين لڪ ۾ ڳالهه ڪئي هئي، ته به عام ماڻهن کي حالتن جو پتو پئجي ويو ۽ اهڙيءَ طرح هڪ خوفناڪ خطرو پيدا ٿي ويو.

حقيقت ۾ ان مهل مسلمان ڏاڍي نازڪ حالت مان گذري رهيا هئا. پنيان بنو قريظ هئا، جن جو حملو روڪڻ لاءِ سندن ۽ مسلمانن جي وچ ۾ ڪوئي ڪونہ هو، اڳيان مشرڪن جو وڏو لشڪر هو، جن کي ڇڏي پنيان هٽڻ ممڪن نہ هو. مٿان وري مسلمان عورتون ۽ ٻار بنا ڪنهن حفاظتي اُپاءَ جي بدعهد يهودين جي ويجهو هئا، ان ڪري ماڻهن ۾ بيچيني پيدا ٿي وئي، جنهن جي ڪيفيت هن آيت ۾ بيان ڪيل آهي.

﴿وَإِذْ زَاغَتِ الْأَبْصَارُ وَبَلَغَتِ الْقُلُوبُ الْحَنَاجِرَ وَتَظُنُّونَ بِاللَّهِ الظُّنُونَا (10) هُنَالِكَ ابْتُلِيَ الْمُؤْمِنُونَ وَزُلْزِلُوا زِلْزَالًا شَدِيدًا (11)﴾(الأحزاب)

"ان مهل اکيون ڦاٽي پيون ۽ دليون (دهشت کان نرگهٽ کي پهتيون ۽ الله جي باري ۾ ڪئي گمان پانيون ٿي اتي مؤمنن کي پرکيو ويو ۽ کين سخت لوڏيو ويو."

اهڙي موقعي تي منافقن بہ اندر جو زهر اوڳاڇي ڪڍيو ۽ چيو تہ محمدﷺ تہ اسان سان وعدا ٿي ڪيا تہ اسان کي قيصر ۽ ڪسريٰ جا خزانا ملندا ۽ هتي اها حالت آهي جو ڪاڪوس پيشاب تي نڪرڻ لاءِ بہ سر جو سانگو لاهڻو ٿو پوي. ڪن ٻين منافقن پنهنجي قوم جي مهندارن آڏو بہ چيو تہ اسان جا گهر ويرين لاءِ کليا پيا آهن، موڪل ڏيو تہ موٽي وڃون، ڇو تہ اسان جا گهر شهر کان ٻاهر آهن. نوبت اتي اچي رسي جو بنو سلمہ جا قدم اکڙڻ لڳا ۽ اهي پنتي موٽڻ جو سوچڻ لڳا.

اهڙن ماڻهن بابت ئي الله تعاليٰ اهو ارشاد فرمايو آهي تہ:

﴿وَإِذْ يَقُولُ الْمُنَافِقُونَ وَالَّذِينَ فِي قُلُوبِهِمْ مَرَضٌ مَا وَعَدَنَا اللَّهُ وَرَسُولُهُ إِلَّا غُرُورًا (12) وَإِذْ قَالَتْ طَائِفَةٌ مِنْهُمْ يَا أَهْلَ يَثْرِبَ لَا مُقَامَ لَكُمْ فَارْجِعُوا وَيَسْتَأْذِنُ فَرِيقٌ مِنْهُمُ النَّبِيَّ يَقُولُونَ إِنَّ بُيُوتَنَا عَوْرَةٌ وَمَا هِيَ بِعَوْرَةٍ إِنْ يُرِيدُونَ إِلَّا فِرَارًا (13)﴾(الأحزاب)

"۽ ان مهل منافقن ۽ جن جي دلين ۾ بيماري هئي تن چيو ٿي تہ الله ۽ سندس پيغمبر اسان کي ٺڳيءَ ڪانسواءِ (ٻيو) ڪو انجام نہ ڏنو آهي ۽ ان مهل منجهائن هڪ ٽولي چيو تہ اي مديني وارؤ! اوهان لاءِ (هتي ترسڻ جي) ڪا جاءِ ڪانهي، تنهنڪري موٽو ۽ منجهائن هڪ ٽوليءَ، پيغمبر ﷺ کان موڪلايو ٿي ۽ چوڻ لڳا تہ اسان جا گهر هيڪلا آهن. جڏهن تہ اهي هيڪلا نہ هئا، ڀڄڻ ڪانسواءِ (ٻيو) ڪو ارادو نہ هئن.

هڪ پاسي لشڪر جو اهو حال هو، ٻئي پاسي پاڻ سڳورن ﷺ جي حالت اها هئي جو پاڻ سڳورن ﷺ بنو قريظ جي بدعهديءَ جي خبر ٻڌي پنهنجو چهرو ڪپڙي سان ڍڪي ڇڏيو ۽ گهڻي

دير تائين سنوان سڌا ليٽيا پيا هئا. اها حالت ڏسي ماڻهن جي بيچيني ويتر وڌي وئي، پر ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ پراميد ٿي اٿيا ۽ الله اڪبر چوندي فرمايائون تہ: مسلمانو! الله جي مدد ۽ سوڀ جي خوشخبري ٻڌي ونو ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ ايندڙ حالتن سان منهن ڏيڻ لاءِ پروگرام ناهيو ۽ ان پروگرام تحت ئي مديني جي سنڀال لاءِ ڪجهہ محافظ موڪليا تہ جيئن مسلمانن کي اڻڄاڻ ڏسي يهودي، عورتن ۽ ٻارن تي ڪاهي نہ اچن. پر ان مهل هڪ فيصلا ڪن قدم جي ضرورت هئي، جنهن سان دشمنن جي مختلف ٽولن کي هڪ ٻئي کان ڪٽي ڇڏجي. ان مقصد لاءِ پاڻ سڳورن ﷺ بنو غطفان جي ٻنهي سردارن، عيينہ بن حصن ۽ حارث بن عوف سان مديني جي اپت جي ٽين پتي ڏيڻ تي ناهہ ڪرڻ جو سوچيو تہ جيئن اهي ٻئي سردار پنهنجن قبيلن ۾ موٽي وڃن ۽ مسلمان، قريشن جي اڳيئي آزمايل سگهہ کي ٽوڙڻ لاءِ انهن کي اڪيلو ڪري انهن تي ڪاپاري ڌڪ هڻڻ لاءِ آجا ٿي وڃن. ان رٿ تي ڪجهہ ڳالهہ ٻولهہ بہ ٿي پر جڏهن پاڻ سڳورنﷺ، **حضرت سعد بن معاذ** رضي الله عنه ۽ **حضرت سعد بن عباده** رضي الله عنه سان صلاح ڪئي تہ انهن ٻنهي هڪ زبان ٿي چيو تہ: يا رسول اللهﷺ! جيڪڏهن الله! اوهان کي اهو حڪم ڏنو آهي تہ پوءِ تہ هر حال ۾ اهو مڃڻو آهي، پر جي رڳو اوهان اسان جي ڪري ائين ڪرڻ ٿا گهرو تہ اسان کي ان جي گهرج ڪانهي. جڏهن اسين ۽ اهي بت پرست هئاسين تڏهن بہ اهي ماڻهو ميزباني يا وڪري ۽ خريد ڪانسواءِ هڪ داڻو بہ اسان کان نٿي وٺي سگهيا. هاڻ جڏهن الله تعاليٰ اسان کي سڌي راهہ ڏيکاري مسلمان ڪيو آهي ۽ توهان وسيلي عزت ۽ مان ڏنو آهي تہ پوءِ هاڻ اسين ڪين پنهنجو مال چو ڏيون؟ والله اسان تہ انهن کي رڳو پنهنجون تراڙون ڏينداسين. پاڻ سڳورنﷺ ٻنهي جي راءِ سان سهمت ٿيندي فرمايو تہ: جڏهن مون ڏٺو تہ سڄو عربستان هڪ ٿي اوهان تي ڪاهي آيو آهي، تڏهن مون اوهان جي ڪارڻ اهو ڪم ڪرڻ گهريو پئي.

۽ پوءِ... الله تعاليٰ جي مهربانيءَ سان، دشمن ذليل ٿيا. سندن لشڪر هارايو ۽ سندن سگهہ ٽٽي پئي. ٿيو هيئن جو بنو غطفان جو هڪ ماڻهو، جنهن جو نالو نعيم بن مسعود بن عامر اشجعي هو، پاڻ سڳورن ﷺ وٽ آيو ۽ چيائين تہ: يا رسول الله ﷺ! آئون مسلمان ٿي ويو آهيان، پر منهنجي مسلمان ٿيڻ جو پتو منهنجي قوم کي ناهي، تنهنڪري اوهان حڪم ڪريو تہ آئون ڇا ڪريان؟ پاڻ سڳورن ﷺ چيو تہ: تون اڪيلو آهين (تنهنڪري ڪو جنگي عمل تہ نٿو ڪري سگهين باقي) جيتري قدر ٿي سگهئي، ڪين پاڙيو ڪندو رهہ. چو تہ ويڙهہ تہ حڪمت عمليءَ جو نالو آهي. ان تي **حضرت نعيم** رضي الله عنه هڪدم بنو قريظ وٽ پهتو. جاهليت ۾ انهن سان سندس گهڻي اٺ ويٺي هئي. اتي پهچي انهن کي چيائين تہ: توهان ڄاڻو ٿا تہ مون کي توهان سان گهرو لڳاءُ آهي. انهن چيو

تہ هائو. نعيم چيو تہ چگو پوءِ ٻڌو. قريشن جو معاملو ٻيو آهي، هي توهان جو علائقو آهي، هتي توهان جا گهر ٻار آهن، مال ملڪيتون آهن. توهان اهي ڇڏي ڪيڏانهن ويندا. پر جڏهن قريش ۽ غطفان، محمد ﷺ سان وڙهڻ آيا تہ توهان محمد ﷺ جي خلاف سندن ساٿ ڏنو. ظاهر آهي تہ انهن جو هتي گهر گهاٽ ڪونهي، نہ ڪو مال ملڪيت آهي، نہ ئي ٻار ٻچا آهن. ان ڪري ڪين وجهہ مليو تہ ڌڪ ڪري ويندا نہ تہ ٽپڙ ويڙهي هليا ويندا. پوءِ توهان هوندا ۽ محمد ﷺ هوندو. تنهن ڪانپوءِ هو جهڙيءَ طرح چاهيندو اهڙيءَ طرح توهان سان پلاند ڪندو. ان تي بنو قريظہ وارن اکيون پٽيون ۽ چيائون تہ نعيم! ٻڌاءِ تہ هاڻي ڇا ٿو ڪري سگهجي؟ هن وراڻيو تہ ڏسو! قريش جيستائين توهان کي پنهنجا ڪي ماڻهو يرغمالي ڪري نہ ڏين، تيستائين توهان ساڻن جنگ ۾ شامل نہ ٿيو. قريظہ وارن چيو تہ تو ڏاڍي سٺي صلاح ڏني آهي.

ان ڪانپوءِ **حضرت نعيم** رضي الله عنه قريش وٽ ويو ۽ چيائين تہ: "منهنجي گهڻ گهرائي ۽ خلوص جي تہ اوهان کي خبر آهي؟" هنن چيو تہ "هائو." **حضرت نعيم** رضي الله عنه چيو تہ: "پوءِ ٻڌو، يهودين، محمد ﷺ ۽ سندن ساٿين سان جيڪا ڪئي آهي، ان تي اهي لچارا آهن. هاڻ انهن ۾ خط و ڪتابت پئي هلي تہ اهي (يهودي) توهان کان ڪجهہ يرغمالي وٺي ان (محمد ﷺ) جي حوالي ڪن پوءِ توهان جي خلاف محمد ﷺ سان ناهہ ڪن. تنهنڪري جي اهي يرغمالي گهرن تہ متان ڏيو." ان ڪانپوءِ غطفان وٽ پهچي اها ئي ڳالهہ ورجايائين (۽ انهن جا بہ ڪن ڪڙا ڪري ڇڏيائين)

ان ڪانپوءِ جمعي ۽ ڇنڇر جي وچ واري رات جو قريشن، يهودين کي نياپو ڪيو تہ اسان جي رهائش مناسب جڳهہ تي ناهي، اسانجا گهوڙا ۽ اٺ مرن پيا، تنهنڪري هتان اسين ۽ اتان اوهين اٿو تہ محمد ﷺ تي حملو ڪريون. پر يهودين جواب ڏنو تہ اڄ ڇنڇر جو ڏينهن آهي ۽ توهان تہ ڄاڻو ٿا تہ اسان کان اڳ جن ماڻهن هن ڏينهن بابت شرعي حڪم ٽوڙيو هو، انهن تي ڪهڙو عذاب نازل ٿيو هو. ان ڪانسواءِ توهان جيستائين پنهنجا ڪجهہ ماڻهو يرغمال ڪري نہ ڏيندؤ، اسين ڪونہ وڙهنداسين. قاصد جڏهن اهو جواب کڻي موٽيو تہ قريشن ۽ غطفان وارن چيو تہ: "والله! نعيم رضي الله عنه سچ چيو هو." پوءِ انهن، يهودين کي چورائي موڪليو تہ الله جو قسم! اسين توهان کي پنهنجو هڪ ماڻهو بہ نہ ڏينداسين. بس اوهان اسان سان گڏ نڪرو ۽ (ٻنهي پاسن کان) محمد ﷺ تي ڪاهي پئو. اهو ٻڌي قريظہ وارن پاڻ ۾ چيو تہ "والله نعيم رضي الله عنه اسان کي سچ چيو هو." اهڙيءَ طرح ٻنهي ڌرين جو هڪٻئي تان اعتبار کڄي ويو. سندن صفن ۾ ڦوٽ پئجي وئي ۽ اهي همٿ هاري ويٺا.

ٻئي طرف مسلمان الله تعالىٰ کي ٻاڏائي رهيا هئا تہ: اَللّٰهُمَّ استُرعَورَاتِنَا وَاٰمِن رَوعَاتِنَا ''(اي الله! اسان جي ڍڪ رک ۽ اسان کي خطرن کان بچاءِ) ۽ پاڻ سڳورا ﷺ هيءَ دعا گهري رهيا هئا تہ:

اللَّهُمَّ مُنْزِلَ الْكِتَابِ سَرِيعَ الْحِسَابِ اللَّهُمَّ اهْزِمْ الْأَحْزَابَ اللَّهُمَّ اهْزِمْهُمْ وَزَلْزِلْهُمْ ([1]) **(اي الله! اي كتاب لاهڻ وارا! اي تڪڙو حساب ڪرڻ وارا! هنن لشڪرن کي شڪست ڏي. اي الله! انهن کي شڪست ڏي ۽ جهنجهوڙي ڇڏين.**"نيٺ الله تعاليٰ پنهنجي رسول ۽ مسلمانن جو عرض اگهايو ۽ مشرڪن جي صفن ۾ ڦوٽ ۽ بزدلي ڦهلائڻ ڪانپوءِ الله تعاليٰ انهن تي سخت هوائن وارو طوفان موڪليو، جنهن سندن تنبو اکيڙي ڇڏيا، هنديون ابتيون ڪري ڇڏيون، تنبوئن جا قلا اکوڙي ڇڏيا، ڪاشيءِ به صحيح سلامت نه بچي ۽ ان سان گڏوگڏ فرشتن جو لشڪر موڪليو ويو، جنهن کين جهنجوڙي ۽ سندن دلين ۾ ڊپ وجهي ڇڏيو.اهڙي تڏي ۽ تيز هوائن واري رات ۾ پاڻ سڳورن ﷺ، **حضرت حذيفه يمان** رضي الله عنه کي ڪافرن جي خبر وٺڻ لاءِ موڪليو، جنهن محاذ تي پهچي مٿيون حالتون ڏٺيون ۽ مشرڪ موٽڻ لاءِ تيار ٿيندي ڏٺا. **حضرت حذيفه** رضي الله عنه، پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهچي خبر ڏني. تنهن ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ صبح جو ڏٺو ته ميدان صاف لڳو پيو هو. الله تعاليٰ، دشمنن کي ڪجهه به هٿ حاصل ڪرڻ ڪانسواءِ موٽائي ڇڏيو هو ۽ ساڻن وڙهڻ مهل پاڻ سڳورن ﷺ لاءِ ڪافي هو. مطلب ته اهڙي طرح الله تعاليٰ پنهنجو واعدو نڀايو ۽ پنهنجي لشڪر جي لڄ رکي، پنهنجن ٻانهن جي مدد ڪئي ۽ اڪيلي ئي سڀني لشڪرن کان کٽرايو. ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ مديني موٽي آيا.

صحيح روايت مطابق هيءَ جنگ شوال سن 5 هه ۾ لڳي ۽ مشرڪن هڪ مهينو يا اٽڪل هڪ مهينو پاڻ سڳورن ﷺ ۽ مسلمانن کي گهيري رکيو. سڀني ماخذن تي نظر وجهڻ ڪانپوءِ پتو پئي ٿو ته گهيرو، شوال ۾ ٿيو هو ۽ پڇاڙي ذي القعد ۾. ابن سعد رضي الله عنه جو چوڻ آهي ته پاڻ سڳورا ﷺ اربع جي ڏينهن واپس موٽيا ۽ ذي القعد ختم ٿيڻ ۾ اجا ست ڏينهن هئا.

هيءَ جنگ جاني ۽ مالي نقصان واري ويڙهه نه هئي، پر اعصابي ويڙهه هئي. هن ۾ ڪوبه خوفناڪ ٽڪراءُ نه ٿيو. ان هوندي به اها اسلامي تاريخ جي هڪ فيصلائتي جنگ هئي. ڇو جو ان جي ڪارڻ مشرڪن جا حوصلا ٽٽي ويا ۽ اها ڳالهه پڌري ٿي ته عربن ۾ ڪابه سگهه مسلمانن جي ننڍڙي قوت کي، جيڪا مديني ۾ وڌي ويجهي رهي آهي، ختم نٿي ڪري سگهي. ڇو ته هن جنگ ۾ جيڏي وڏي قوت آندي وئي هئي، ان کان وڌيڪ سگهه آڻڻ عربن جي وس جي ڳالهه نه هئي. ان ڪري پاڻ سڳورن ﷺ **احزاب کان موٽڻ تي فرمايو ته:** الْآنَ نَغْزُوهُمْ وَلَا يَغْزُونَنَا نَحْنُ نَسِيرُ إِلَيْهِمْ ([2])

"هاڻي اسين انهن تي ڪاهينداسين، اهي اسان تي ڪونه ڪاهيندا. هاڻي اسانجو لشڪر انهن ڏي ويندو."

---

[1] - صحيح بخاري، (411/1)- (590/2).

[2] - صحيح بخاري(590/2).

# غزوه بنو قريظہ

جنهن ڏينهن پاڻ سڳورا ﷺ خندق کان موٽيا، ان ئي ڏينهن ٻنپهرن مهل جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ، ام سلمہ رضي الله عنها جي گهر ۾ وهنجي رهيا هئا تہ جبرئيل عليه السلام آيو ۽ چيائين تہ: "ڇا توهان هٿيار لاهي ڇڏيا آهن. جڏهن تہ فرشتن اجا هٿيار نہ لاٿا آهن ۽ آئون بہ قريشن جو پيڇو ڪندي بس هاڻي پيو موٽان. اٿو! ۽ پنهنجن ساٿين کي وٺي بنو قريظہ ڏانهن هلو. آئون اڳيان اڳيان پيو هلان. سندن قلعن ۾ زلزلو ڪندس ۽ سندن دلين ۾ ڊپ وجهندس." اهو چئي جبرئيل عليه السلام فرشتن سان گڏ روانو ٿي ويو.

هوڏانهن پاڻ سڳورن ﷺ هڪ صحابيءَ کان پڙهو ڏياريو تہ جيڪو ماڻهو فرمانبرداريءَ تي قائم آهي، اهو وچين نماز بنو قريظہ ۾ ئي هلي پڙهي. ان ڪانپوءِ مديني جي واڳ حضرت ام مڪتوم رضي الله عنه جي حوالي ڪري حضرت علي رضي الله عنه کي جنگ جو جهنڊو ڏئي اڳيان موڪليائون. حضرت علي رضي الله عنه بنو قريظہ جي قلعن وٽ پهتو تہ بنو قريظہ وارن پاڻ سڳورن ﷺ کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ شروع ڪري ڏنو.

ايتري ۾ پاڻ سڳورا ﷺ بہ مهاجرن ۽ انصارن سان گڏ روانا ٿي چڪا هئا. پاڻ سڳورا ﷺ، بنو قريظہ وٽ پهچي "انا" نالي هڪ کوھ وٽ لٿا. عام مسلمانن بہ لڙائيءَ جو پڙهو ٻڌي هڪدم بني قريظہ جي علائقي ڏانهن رخ ڪيو. رستي ۾ وچين نماز جو وقت ٿيو تہ ڪن چيو تہ اسان کي جيئن حڪم ٿيو آهي، بنو قريظہ پهچڻ ڪانپوءِ ئي نماز پڙهنداسين. پر ڪن اصحابين چيو تہ: پاڻ سڳورن ﷺ جو مقصد اهو نہ، پر هيءُ هو تہ پاڻ تڪڙا روانا ٿيون. ان ڪري انهن واٽ تي ئي نماز پڙهي. (پاڻ سڳورن ﷺ کي جڏهن ان معاملي جو پتو پيو تہ انهن ڪنهن بہ ڌر کي ڪجھ بہ نہ چيو.)

مطلب تہ مختلف ٽولن ۾ ورهائجي اسلامي لشڪر بنو قريظہ جي علائقي ۾ پهتو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ سان اچي مليو. پوءِ بنو قريظہ جي قلعن جو گهيراءُ ڪيو ويو. ان لشڪر جو ڪل تعداد ٽي هزار هو ۽ ان ۾ ٽيھ گهوڙا بہ هئا.

جڏهن گهيراءُ سخت ٿي ويو تہ يهودين جي سردار ڪعب بن اسد، يهودين آڏو ٽي رٿون رکيون.

1. يا تہ اسلام قبولين ۽ محمد ﷺ جي دين ۾ داخل ٿي پنهنجي جان، مال ۽ ٻار ٻچا بچائي وٺن. ڪعب بن اسد اها رٿ ڏيندي چيو تہ الله ڄاڻي ٿو تہ توهان تي اها ڳالھ پڌري ٿي چڪي آهي تہ اهي سچ پچ نبي ۽ رسول آهن ۽ اهي ئي آهن، جن جو ڏس پتو توهان جي ڪتابن ۾ ڏنل آهي.

2. يا پنهنجن ٻارن ٻچن کي پاڻ پنهنجن هٿن سان ماري ڇڏيو. پوءِ تلوارون ڪڍي پاڻ سڳورن ﷺ ڏانهن نڪري پئو ۽ پوريءَ سگهه سان ٽڪرايو. ان ڪانپوءِ يا ته سوڀارا ٿيو يا سڀئي مارجي وڃو.

3. يا وري پاڻ سڳورن ﷺ ۽ اصحابي سڳورن رضي الله عنهم تي دوکي سان ڇنڇر جي ڏينهن حملو ڪريو، ڇو ته ڪين اطمينان هوندو ته اڄ لڙائي نه ٿيندي.

پر يهودين ٽئي رٿون رد ڪري ڇڏيون. جنهن تي سندن سردار ڪعب بن اسد (بيزار ٿي) چيو ته "توهان مان ڪنهن به ماءُ جي پيٽ مان ڄمڻ ڪانپوءِ هڪ رات به هوشمنديءَ سان ناهي گذاري."

اهي ٽئي رٿون رد ڪرڻ بعد بنو قريظه آڏو رڳو هڪ واٽ ئي بچي ته پاڻ سڳورن ﷺ آڏو هٿيار ڦٽا ڪن ۽ پنهنجي ڀاڳ جو فيصلو انهن تي ڇڏي ڏين. پر انهن چاهيو ٿي ته هٿيار ڦٽا ڪرڻ کان اڳ پنهنجن ڪن مسلمان دوستن سان رابطو ڪن. ٿي سگهي ٿو ته خبر پئجي وڃي ته هٿيار ڦٽا ڪرڻ جو نتيجو ڪهڙو نڪرندو. تنهن ڪانپوءِ انهن، پاڻ سڳورن ﷺ ڏانهن نياپو موڪليو ته توهان ابو لبابه رضي الله عنه کي اسان ڏانهن موڪليو. اسين ساڻس مشورو ڪرڻ ٿا گهرون. ابو لبابه رضي الله عنه سندن حليف هو ۽ ان جا باغ ۽ خاندان ۽ ٻار ٻچا به ان ئي علائقي ۾ هئا. جڏهن ابو لبابه رضي الله عنه اتي پهتو ته مرد ڪين ڏسي ڊوڙي پيا ۽ عورتون ۽ ٻار اوڇگارون ڏئي روئڻ لڳا. اها حالت ڏسي حضرت ابو لبابه رضي الله عنه جي دل به پرجي آئي. يهودين چيو ته: " ابو لبابه! ڇا توهان مناسب سمجهو ٿا ته اسين محمد ﷺ جي آڏو هٿيار ڦٽا ڪري ڇڏيون؟" ان وراڻيو ته ها! پر گڏوگڏ هٿ سان ڳچيءَ ڏانهن اشارو ڪيائين، جنهن جو مطلب اهو هو ته ڪسجي ويندؤ. پر ڪين هڪدم محسوس ٿيو ته اها الله ۽ ان جي رسول سان خيانت آهي، تنهنڪري هو پاڻ سڳورن ﷺ وٽ موٽڻ بدران سڌو مسجد نبويءَ ۾ پهتو ۽ پنهنجو پاڻ کي هڪ ٿنڀي سان ٻڌي ڇڏيائين ۽ قسم کاڌائين ته هاڻي پاڻ سڳورا ﷺ ئي پنهنجن هٿن سان اچي ڪين کوليندا ۽ پاڻ ٻيهر بنو قريظه جي علائقي ڏي ڪونه ويندو. هوڏانهن پاڻ سڳورن ﷺ سندن موٽڻ ۾ دير محسوس ڪئي. پوءِ جڏهن تفصيل معلوم ٿين ته چيائون ته جيڪڏهن هو مون وٽ اچي ها ته آئون سندس ڇوٽڪاري لاءِ دعا گهران ها، پر هاڻي هو اهڙو ڪم ڪري ويٺو آهي ته هاڻي آئون به تيستائين ڪيس نٿو کولي سگهان، جيستائين الله تعاليٰ سندس توبه قبول نٿو ڪري وٺي.

هوڏانهن ابو لبابه رضي الله عنه جي اشاري ڪانپوءِ به بنو قريظه اهو فيصلو ڪيو ته پاڻ سڳورن ﷺ آڏو هٿيار ڦٽا ڪن ۽ اهي جيڪو وڻين سو فيصلو ڪن. جڏهن ته بنو قريظه هڪ ڊگهي عرصي تائين گهيري ۾ رهي ٿي سگهيا. ڇو ته هڪ پاسي انهن وٽ گهڻي تعداد ۾ کاڌي پيتي جو سامان هو،

پاڻيءَ جا چشما ۽ کوھ ھئا، سگھا ۽ محفوظ قلعا ھئا ۽ ٻئي پاسي مسلمان کليل ميدان ۾ رت ڄمائيندڙ سيءَ ۾ بک جون سختيون سھي رھيا ھئا ۽ خندق واري جنگ کان بہ اڳ لاڳيتين جنگي مصروفيتن ڪري ٿڪا ٽٽا پيا ھئا. پر حقيقت ۾ بني قريظہ واري لڙائي ھڪ اعصابي لڙائي ھئي. الله تعاليٰ سندن دلين ۾ ڊپ وجھي ڇڏيو ھو ۽ سندن حوصلا خطا ٿي ويا ھئا. حالت اھا ٿي جو جڏھن حضرت علي ﷛ ۽ حضرت زبير ﷛ اڳرائي ڪئي ۽ حضرت علي ﷛ گجگوڙ ڪندي اعلان ڪيو تہ اي ايمان وارؤ! الله جو قسم! ھاڻي آئون بہ يا تہ اھو چکندس جيڪو حمزة ﷛ چکيو آھي يا ھنن جو قلعو فتح ڪري ساھہ پٽيندس.

حضرت علي ﷛ جو اھڙو عزم ڏسي بنو قريظہ وارن تڪڙ ۾ پنھنجو پاڻ ڪي پاڻ سڳورنﷺ جي حوالي ڪري ڇڏيو تہ پاڻ سڳورا ﷺ جيڪو وڻين اھو فيصلو ڪن. پاڻ سڳورنﷺ حڪم ڏنو تہ مردن کي ٻڌي ڇڏيو. تنھن کانپوءِ محمد بن مسلمہ انصاري ﷛ جي نگرانيءَ ۾ سيني جا ھٿ ٻڌا ويا ۽ عورتن ۽ ٻارن کي مردن کان ڌار ڪيو ويو. اوس قبيلي وارن پاڻ سڳورن ﷺ کي عرض ڪيو تہ توھان بنو قينقاع سان جھڙو سلوڪ ڪيو ھو، اھو اوھان کي ياد ئي آھي. بنو قينقاع، اسان جي ڀاءُ خزرج جا حليف ھئا ۽ ھي وري اسان جا حليف آھن. تنھنڪري انھن تي احسان ڪريو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "ڇا توھان ان تي راضي ناھيو تہ توھان مان ئي ھڪ ڄڻو فيصلو ڪري؟" انھن چيو تہ "جو نہ." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "اھو معاملو سعد بن معاذ﷛ جي حوالي آھي." اوس وارن چيو تہ: "اسين ان تي راضي آھيون."

ان کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ، حضرت سعد بن معاذ ﷛ کي سڏرايو. پاڻ مديني ۾ ھو ۽ لشڪر سان گڏ نہ آيو ھو، ڇو تہ خندق واري جنگ ۾ سندن ٻانھن جي رڳ ڪپجڻ ڪارڻ زخمي ٿي پيو ھو. کين ھڪ گڏھہ تي چاڙھي پاڻ سڳورن ﷺ وٽ آندو ويو. جڏھن ويجھو پھتو تہ سندن قبيلي وارن کين ٻنھي پاسن کان گھيري ورتو ۽ چوڻ لڳا تہ "سعد ﷛ پنھنجن حليفن بابت چڱائي ۽ احسان کان ڪم وٺجؤ...پاڻ سڳورن ﷺ توھان کي ان لاءِ ئي حڪم (فيصلو ڪندڙ) بنايو آھي تہ توھان انھن سان چڱو سلوڪ ڪريو." پر پاڻ چپ چاپ ھو، ڪابہ ورندي نہ پئي ڏنائين. جڏھن ماڻھن گھڻو تنگ ڪيو تہ چيائين تہ: "ھاڻي وقت اچي ويو آھي تہ سعد، الله جي معامليءَ ۾ ڪنھن جي ڪاڻ ڪڍڻ جي پرواھہ نہ ڪري. اھو ٻڌي ڪي ماڻھو ان مھل ئي مديني موٽي ويا ۽ قيدين جي موت جي خبر ڦھلائي ڇڏيائون.

ان کانپوءِ حضرت سعد ﷛، پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پھتو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "پنھنجي سردار جي آجيان لاءِ اٿي بيھو." ماڻھن جڏھن کين سواريءَ تان لاٿو تہ پاڻ سڳورن ﷺ

فرمايو تہ: "اي سعد هي ماڻهو تنهنجي فيصلي لاءِ راضي ٿيا آهن." **حضرت سعد** ﷺ چيو تہ: "ڇا منهنجو فيصلو انهن تي لاڳو ٿيندو؟" ماڻهن چيو تہ: "هائو" هن چيو تہ: "مسلمانن تي بہ؟" ماڻهن چيو تہ: "هائو" پاڻ ٻيهر سوال ڪيائين تہ: "۽ جيڪي هتي آهن، انهن تي بہ؟" سندن اشارو پاڻ سڳورن ﷺ ڏانهن هو، پر ادب ۽ رعب ڪري منهن ٻئي پاسي ڪري ڇڏيو هئائين. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "ها، مون تي بہ." **حضرت سعد** چيو تہ: "پوءِ انهن بابت منهنجو فيصلو اهو آهي تہ مردن کي قتل ڪيو وڃي، عورتن ۽ ٻارن کي قيدي بڻايو وڃي ۽ مال ورهايو وڃي." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "تو انهن بابت اهو ئي فيصلو ڪيو آهي، جيڪو ستن آسمانن مٿي الله جو فيصلو آهي."

**حضرت سعد** ﷺ جو اهو فيصلو ڏاڍو عدل ۽ انصاف تي ٻڌل هو، ڇو تہ بنو قريظہ وارن مسلمانن جي زندگي ۽ موت جي نازڪ لمحن ۾ خطرناڪ بدعهدي ڪئي هئي. مٿان وري انهن مسلمانن جي خاتمي لاءِ ڏيڍ هزار تلوارون، ٻہ هزار نيزا، ٽي سؤ زرهون ۽ پنج سؤ ڍالون گڏ ڪري رکيون هيون، جيڪي سوپ ماڻڻ ڪانپوءِ مسلمانن جي هٿ چڙهيون.

هن فيصلي ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جي حڪم تي بنو قريظہ کي مديني آڻي، بنو نجار جي هڪ عورت، جيڪا حارث ﷺ جي نياڻي هئي، جي گهر قيدي ڪري رکيو ۽ مديني جي بازار ۾ کاهيون کوٽيون ويون. پوءِ انهن کي ٽولا ٽولا ڪري آندو ويو ۽ انهن کاهين ۾ سندن سسيون ڌڙ کان ڌار ڪيون ويون. ڪارروائي شروع ٿيڻ کان ٿوري دير پوءِ ٻچيل قيدين پنهنجي سردار ڪعب بن اسد کان پڇيو تہ: توهان ڇا ٿا ڀانئيو؟ اسان سان ڇا ٿي رهيو آهي؟ ان چيو تہ: "ڇا توهان ڪٿي بہ سوچ سمجهہ کان ڪم نٿا وٺي سگهو؟ ڏسو نٿا تہ سڏڻ وارو رڪجي نٿو ۽ وڃڻ وارو موٽي نٿو. الله جو قسم! اهو تہ قتل آهي." مطلب تہ انهن سڀني جون (جن جو تعداد ڇهہ ست سؤ جي وچ ۾ هو) سسيون ڌڙ کان ڌار ڪيون ويون.

بنو قريظہ جي ان بربادي سان گڏ بنو نضير جو شيطان ۽ خندق واري جنگ جو وڏو ڏوهاري حُيي بن اخطب بہ پنهنجي انجام کي رسيو. هو ام المؤمنين بيبي صفيہ رضي الله عنها جو پيءُ هو. قريش ۽ غطفان جي موٽڻ کان پوءِ جڏهن بنو قريظہ جو گهيراءُ ڪيو ويو ۽ اهي قلعہ بند ٿي ويا ۽ هي بہ انهن سان گڏ هو. ڇو تہ خندق واري جنگ هلندي هو جڏهن ڪعب بن اسد کي عهد ٽوڙڻ تي راضي ڪرڻ آيو هو تہ هن وعدو ڪيو هو ۽ هاڻي اهو وعدو نڀائي رهيو هو. ڪيس جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ آڏو آندو ويو تہ ڪيس هڪ وڳو پهريل هو، جنهن کي هن پاڻ ئي گهٽين جاين تان ڦاڙي ڇڏيو هو تہ جيئن اهو غنيمت جي مال جي لائق نہ رهي. سندس ٻئي هٿ ڳچيءَ جي پويان رسيءَ سان ٻڌل هئا. هن، پاڻ سڳورن ﷺ کي مخاطب ٿيندي چيو تہ: "ٻڌو! مون توهان سان وير وجهڻ تي پنهنجو پاڻ کي برو ڀلو نہ چيو آهي، پر جيڪو الله سان وڙهي ٿو، اهو نيٺ هارائي ٿو." پوءِ ماڻهن

ڏانهن منهن ڪري چيائين تہ: الله جي فيصلي ۾ ڪو حرج ڪونهي، اهو تہ ياڳ جو لکيو آهي ۽ هي وڏو قتلام (قتل عام) آهي، جيڪو الله! بني اسرائيل لاءِ لکيو هو. ان ڪانپوءِ هو وينو ۽ سندس سسي وڍي وئي. هن واقعي ۾ بنو قريظ جي هڪ عورت بہ ماري وئي. هن، حضرت خلاد بن سويد رضي الله عنه کي جنڊ جو پڙ اڇلي ماريو هو، ان جي پلاند ۾ ڪيس ماريو ويو.

پاڻ سڳورن ﷺ حڪم ڪيو تہ جنهن جا هيٺيان وار آيل هجن، تن کي ماريو وڃي. جيئن تہ عطيہ قرظي رضي الله عنه کي اجا وار نہ آيا هئا، ان ڪري ڪيس جيئڻ ڏنو ويو. پوءِ هو مسلمان ٿي اصحابين ۾ شامل ٿيو.

حضرت ثابت بن قيس رضي الله عنه عرض ڪيو تہ: زبير بن باطا ۽ سندس گهر وارن کي سندن لاءِ "هبہ" ڪيو وڃي. ان جو ڪارڻ اهو هو تہ زبير، ثابت رضي الله عنه تي ڪجهہ احسان ڪيا هئا، سندن عرض اگهاميو. ان ڪانپوءِ ان، زبير کي چيو تہ: پاڻ سڳورن ﷺ توکي ۽ تنهنجي گهراڻي کي مون لاءِ "هبہ" ڪيو آهي ۽ آئون انهن سڀني کي تنهنجي حوالي ڪريان ٿو. (يعني تون ٻارن ٻچن سميت آزاد آهين) پر جڏهن زبير بن باطا کي پتو پيو تہ سندس سڄي قوم ماري وئي آهي تہ هن چيو تہ: "ثابت! مون توتي جيڪو ٿورو ڪيو هو، ان جو واسطو اٿئي، مون کي بہ منهنجن دوستن وٽ پهچائي ڇڏ. تنهن تي ڪيس بہ ماري سندس دوستن تائين پهچايو ويو. باقي حضرت ثابت رضي الله عنه، زبير جي پٽ عبدالرحمان کي جيئرو رکيو، جيڪو پوءِ مسلمان ٿيو. اهڙيءَ طرح بنو نجار جي هڪ عورت حضرت ام المنذر رضي الله عنها، سلميٰ بنت قيس عرض ڪيو تہ سموال قرظي جي پٽ رفاعہ کي سندس حوالي ڪيو وڃي. سندس عرض اگهاميو ۽ رفاعہ کي سندس حوالي ڪيو ويو، جيڪو پڻ مسلمان ٿيو. ڪن ٻين ماڻهن بہ ان رات هٿيار ڦٽا ڪرڻ کان اڳ اسلام قبوليو هو، تنهنڪري سندن جان مال ۽ اولاد محفوظ رهيا. ان رات ئي عمرو نالي هڪ ڇٽو، جنهن بنو قريظ جو عهد ٽوڙڻ ۾ ساٿ نہ ڏنو هو، ٻاهر نڪتو. ڪيس پهريدارن جي سالار محمد بن مسلمہ رضي الله عنه ڏٺو، پر سڃاڻي ڇڏي ڏنو. پوءِ نہ ڄاڻ هو ڪاڏي هليو ويو!

بنو قريظ جي سڄي ميڙي پونجيءَ (مال) مان پنجين پتي (خمس) ڪڍي ورهائي وئي. شهسوارن کي ٽي ڀاڱا، هڪ ڀاڱو سندس لاءِ ۽ بہ گهوڙي لاءِ ۽ پيادي کي هڪ حصو ڏنو ويو. قيدي ۽ ٻار، حضرت سعد بن زيد انصاري رضي الله عنه جي نگرانيءَ ۾ نجد موڪلي، انهن جي بدلي ۾ گهوڙا ۽ هٿيار ورتا ويا.

پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي لاءِ بنو قريظ جي عورتن مان بيبي ريحانہ رضي الله عنها بنت عمرو بن خنافہ کي چونڊيو. ابن اسحاق رحمه الله جي بيان مطابق اها پاڻ سڳورن ﷺ جي وفات تائين

پاڻ سڳورن ﷺ جي ملڪيت ۾ رهي.([1]) پر ڪلبيءَ جو چوڻ آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ ڪين سن 6 هہ ۾ آزاد ڪري شادي ڪري ڇڏي هئي. پوءِ جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ **حجة الوداع** تان موٽيا تہ ان جو انتقال ٿي ويو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ ڪين بقيع ۾ دفن ڪيو.([2])

بنو قريظ جو ڪم پورو ٿيڻ ڪانپوءِ نيڪ مرد **حضرت سعد بن معاذ** رضي الله عنه جي ان دعا جي پوري ٿيڻ جي مهل اچي وئي، جنهن جو ذڪر غزوه احزاب ۾ اچي چڪو آهي. تنهن ڪانپوءِ سندن گهاءُ اکلي پيو. ان مهل پاڻ مسجد نبويءَ ۾ هو. پاڻ سڳورن ﷺ، سندن لاءِ خيمو لڳرايو هو تہ جيئن ويجهي ڪان سندن عيادت ڪندا رهن. بيبي عائشہ رضي الله عنها جو چوڻ آهي تہ سندن ڇاتيءَ جي گهاءَ مان رت وهڻ لڳو. مسجد ۾ بنو غفار جا بہ ڪجهہ خيما لڳل هئا، اهي پاڻ ڏانهن رت وهندو ڏسي ڇرڪيا. انهن چيو تہ "خيمي وارؤ! هي توهان جي پاسان، اسان ڏانهن ڇا پيو وهندو اچي؟ ڏٺائون تہ **حضرت سعد** رضي الله عنه جي گهاءَ مان رت پئي وهيو. پوءِ ان ڪارڻ ئي پاڻ گذاري ويا.([3])

صحيحين ۾ **حضرت جابر** رضي الله عنه کان آيل آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ سعد بن معاذ رضي الله عنه جي موت تي رحمان جو عرش لڏي ويو.([4])

امام ترمذيءَ، **حضرت انس** رضي الله عنه کان هڪ حديث آندي آهي ۽ ان کي صحيح بہ ڪوٺيو آهي تہ جڏهن **حضرت سعد بن معاذ** رضي الله عنه جو جنازو کنيو ويو تہ منافقن چيو تہ سندن جنازو ڪيڏو نہ هلڪو آهي؟ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "ان کي فرشتن پئي کنيو."([5])

بنو قريظ جو گهيراءُ هلندي هڪ ئي مسلمان شهيد ٿيو، جنهن جو نالو خلاد بن سويد هو. هي اهو ئي صحابي آهي، جنهن کي بنو قريظ جي هڪ عورت جنڊ جو پڙ اڇلائي ماريو هو. ان ڪانسواءِ **حضرت عڪاشہ** رضي الله عنه جي ڀاءُ ابو سنان بن محصن رضي الله عنه بہ گهيري دوران وفات ڪئي.

باقي جيستائين **حضرت ابو لبابہ** رضي الله عنه جو معاملو آهي تہ اهو لاڳيتا ڇهہ ڏينهن ٿنڀي سان ٻڌو رهيو. سندس گهر واري هر نماز مهل کين اچي کوليندي هئي ۽ پاڻ نماز پڙهي وري ان ٿنڀي سان ٻڌرائي ڇڏيندو هو. ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ تي صبح ساڻ ان جي توبہ (جي قبوليت جي آيت) لٿي. ان مهل پاڻ سڳورا ﷺ بيبي ام سلمہ رضي الله عنها جي گهر ۾ ويٺل هئا. **حضرت ابو لبابہ** رضي الله عنه جو چوڻ آهي تہ: بيبي ام سلمہ رضي الله عنها پنهنجي حجري جي در تي بيهي مون

---

[1] - ابن هشام (2/245).
[2] - تلقيح الفهوم (ص: 12).
[3] - صحيح بخاري(2/591).
[4] - صحيح بخاري(1/536)- صحيح مسلم (2/294)- جامع ترمذي(2/225).
[5] - جامع ترمذي(2/225).

ڪي چيو تہ: اي ابو لبابہ رضي الله عنه! مبارڪ هجنئي! الله تنهنجي توبہ قبولي آهي. اهو ٻڌي اصحابي سڳورا ڪين کولڻ لاءِ اٿي ڪڙا ٿيا، پر هن انڪار ڪندي چيو تہ ڪين پاڻ سڳورن ﷺ ڪانسواءِ ٻيو ڪير بہ نہ کولي. پوءِ جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ فجر جي نماز لاءِ نڪتا ۽ سندن ويجهو لنگهيا تہ ڪين کولي ڇڏيائون.

اها جنگ ذي القعد ۾ ٿي. پنجويهہ ڏينهن گهيراءُ هليو. ([1]) الله تعاليٰ هن جنگ ۽ خندق واري جنگ جي باري ۾ سورة احزاب ۾ ڪافي آيتون لاٿيون ۽ ٻنهي جنگين جي اهم ڳالهين تي تبصرو ڪيو. مومنن ۽ منافقن جي حالت بيان ڪئي، دشمنن جي مختلف ٽولن ۾ ڦڙڦوٽ ۽ ڀاڙيائپ جو ذڪر ڪيو ۽ اهل ڪتاب جي بدعهديءَ جي نتيجن تي روشني وڌي وئي.

*-*-*

---

[1] - ابن هشام (2/237، 238)- غزوي جي تفصيل لاءِ ڏسو ابن هشام (2/233 _ 273)- صحيح بخاري(2/590، 591)- زادالمعاد (2/72، 73، 74)- مختصر السيرة للشيخ عبدالله (ص: 287، 288، 289، 290).

## نيون مهمون

1. **سلام بن ابي الحقيق جو مارجڻ**:- سلام بن ابي الحقيق، جنهن جي ڪنيت ابو رافع هئي، وڏن يهودي ڏوهارين مان هو، جن مسلمانن خلاف مشرڪن کي ورغلائڻ ۾ وڏي چڙهي حصو ورتو هو ۽ هر طرح جي مدد ڪئي هئي.([1]) ان ڪانسواءِ پاڻ سڳورن ﷺ کي ايذاءُ به رسائيندو هو. ان ڪري جڏهن مسلمان، بنو قريظہ کان واندا ٿيا تہ خزرج قبيلي وارن ڪيس مارڻ لاءِ پاڻ سڳورن ﷺ کان موڪل گهري. جيئن تہ ان کان اڳ ڪعب بن اشرف جو قتل، اوس قبيلي جي ڪن صحابن هٿان ڪرايو ويو هو، ان ڪري خزرج وارن جي خواهش هئي تہ اهڙو ئي ڪو ڪارنامو اسين بہ ڪري ڏيکاريون، ان ڪري انهن موڪل گهرڻ ۾ تڪڙ ڪئي.

پاڻ سڳورن ﷺ موڪل تہ ڏني پر تاڪيد ڪئي تہ عورتن ۽ ٻارن کي نہ ماريو وڃي. ان ڪانپوءِ پنجن ماڻهن جو ننڍڙو جٿو مهم لاءِ موڪليو. اهي سڀ خزرج قبيلي جي شاخ بنو سلمہ مان هئا ۽ سندن اڳواڻ **حضرت عبدالله بن عتيڪ** ﷛ هو.

هي جٿو سڌو خيبر ڏانهن هليو، ڇو تہ ابو رافع جو قلعو ان پاسي هو. جڏهن ويجهو پهتا تہ سج لهي چڪو هو ۽ ماڻهو پنهنجا ڍور واپس وٺي وڃي چڪا هئا. عبدالله بن عتيڪ ﷛ چيو تہ: "توهان هتي ببهو، آئون ڪنهن بهاني سان اندر گهڙڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو. پاڻ ويو ۽ در ويجهو مٿي تي ڪپڙو وجهي ائين ويهي رهيو، ڄڻ جهنگ جي خيال کان وينو هجي. پهريدار هڪل ڪئي تہ او الله جا ٻانها! اندر اچڻو اٿئي تہ اچ نہ تہ آئون در ٿو بند ڪريان."

عبدالله بن عتيڪ ﷛ جو چوڻ آهي تہ آئون اندر گهڙي ويس ۽ لڪي ويس. جڏهن سڀ ماڻهو اندر اچي ويا تہ پهريدار در بند ڪري ڪليءَ ۾ چابيون ٽنگيون (گهڻي دير ڪانپوءِ جڏهن هر پاسي ماٺ ميٺ ٿي وئي تہ) آئون اٿيس ۽ چابيون کڻي در کوليم. ابو رافع مٿئين منزل تي رهندو هو ۽ اوطاق لڳندي هئي. جڏهن ڪچهريءَ وارا هليا ويا تہ آئون مٿي چڙهيس. مون جيڪو بہ در کوليو، اهو اندرران بند ڪري ٿي ڇڏيو. مون سوچيو تہ جيڪڏهن ماڻهن کي منهنجي خبر پئي بہ تہ مون تائين پهچڻ کان اڳ ابو رافع کي پوري ڪري وجهندس. اهڙيءَ طرح آئون هن تائين رسي تہ ويس (پر) هو پنهنجن ٻارن ٻچن سان گڏ هڪ اونداهي ڪمري ۾ هو. پر مون کي خبر ڪانہ هئي تہ اهو ڪمري ۾ ڪٿي آهي. ان ڪري مون سڏ ڪيو تہ "ابو رافع!" هن چيو تہ "ڪير آهي؟" آئون جهٽ سندس آواز ڏانهن وڌيس ۽ ڪيس تلوار جو ڌڪ هنيم، پر آئون ٿورو ابهرو ٿي ويس، ان ڪري ڌڪ گسي ويو.

---
[1] - فتح الباري(7/343).

هوڏانهن هن وڏي رڙ ڪئي. تنهنڪري آئون تڪڙو ڪمري مان نڪتس ۽ ٿورو پري بيٺس، پوءِ ويجهو اچي (آواز بدلائي) چيم ته ابو رافع! اهو ڪڙڪو ڇاجو هو؟ هن چيو ته تنهنجي ماءُ برباد ٿئي، هڪ همراهه اجهو هاڻي مون کي هن ڪمري ۾ تلوار هڻي ويو آهي. عبدالله بن عتيڪ ﷛ ٻڌايو ته هن پيري مون ايڏو زوردار ڌڪ هنيومانس جو رتوڇاڻ ٿي ويو، پر هو مئو ڪونه. ان ڪري مون تراڙ سندس پيٽ تي رکي دٻائي ته اهان آرپار ٿي ويس. مون کي لڳو ته هو مري ويو، انڪري آئون هڪڙو هڪڙو ڪري در کولي موٽيس ۽ هڪ ڏاڪڻ وٽ پهچي اهو سمجهندي ته زمين تي پهچي چڪو آهيان، پير رکيم ته هيٺ ڪري پيس. چاندوڪي رات هئي، منهنجو مريو نڪري ويو، مون پٽڪي سان ان کي چڪي ٻڌو ۽ در وٽ اچي ويهي رهيس. دل ۾ چيم ته جيسين هن جي مرڻ جي پڪ نٿي ٿئيم، تيسين هتان ڪونه ٽرندس. نيٺ جڏهن ڪڪڙ ٻانگ ڏني ته موت جي خبر ڏيڻ واري قلعي جي فصيل تي چڙهي پڙهو ڏنو ته "آئون حجاز وارن کي ابو رافع جي موت جو اطلاع پيو ڏيان." پوءِ آئون پنهنجن ساٿين وٽ پهتس ۽ کين چيم ته هتان ڀڄو، الله تعالىٰ ابو رافع کي پنهنجي انجام تي رسايو. پوءِ آئون پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهتس ۽ پيرائتي ڳالهه کين ٻڌايم. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته: "پنهنجو پير اڳيان ڪر." مون پير اڳيان ڪيو. پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجو هٿ ان تي ڦيريو ۽ ائين لڳو ڄڻ ڪو سور هو ئي ڪونه.(1)

اها صحيح بخاريءَ جي روايت آهي. ابن اسحاق جي روايت اها آهي ته ابو رافع جي گهر ۾ پنجئي اصحابي سڳورا رضي الله عنهم گهڙيا هئا ۽ سيني گڏجي کيس ماريو هو ۽ جنهن صحابيءَ ان کي تلوار جو جو زور ڏئي ماريو هو، اهو عبدالله بن انيس ﷛ هو. هن روايت ۾ اهو به ٻڌايل آهي ته انهن جڏهن رات جو ابو رافع کي ماريو ۽ عبدالله بن عتيڪ ﷛ جو مريو نڪري ويو ته ان کي کنيو ۽ قلعي جي پٽ جي آرپار ويندڙ نهر ۾ لهي ويا. هوڏانهن يهودين باهه ٻاري ۽ چوڌاسي نظر ڊوڙائي، نيٺ موٽي ويا. اصحابي سڳورا رضي الله عنهم موٽڻ مهل حضرت عبدالله بن عتيڪ ﷛ کي کڻي پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پڳا.(2)

ان سريي لاءِ ذي القعد يا ذوالحج سنه 5 هه ۾ روانگي ٿي هئي.(3)

جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ احزاب ۽ قريظه جي ويڙهه کان فارغ ٿيا ۽ جنگي ڏوهارين کي سيکت ڏئي بس ڪيائون ته پوءِ انهن قبيلن ۽ اعرابين کي سيکت ڏيڻ لاءِ حملا شروع ڪيائون، جيڪي امن

1 - صحيح بخاري(2/577).

2 - ابن هشام (2/274، 275).

3 - رحمة للعالمين(2/223) ۽ غزوه احزاب جو بين ڪتابن ۾ آيل بيان.

جي راهہ ۾ رنڊڪ بڻجي رهيا هئا ۽ طاقت استعمال ڪرڻ بنا ماٺ نٿي ڪري سگهيا. هيٺ اهڙي سرين ۽ غزون جو مثاچرو ذڪر ڪجي ٿو.

**2. محمد بن مسلمہ ﷛ وارو سريو:-** احزاب ۽ بنو قريظہ وارين جنگين مان آجو ٿيڻ ڪان پوءِ هيءُ پهريون سريو آهي، جنهن تي ماڻهو موڪليا ويا. هن ۾ ٽيهہ ماڻهو شامل هئا.

هن سريي کي نجد ۾ بڪرات جي علائقي ۾ ضريہ جي پرپاسي ۾ قرطاء نالي هڪ جڳهہ تي موڪليو ويو هو. ضريہ ۽ مديني جي وچ ۾ ستن راتين جو پنڌ آهي. روانگي 10 محرم سن 6 هہ تي ٿي ۽ نشانو، بنو بڪر بن ڪلاب جي هڪ شاخ هئي. مسلمانن ڇاپو هنيو تہ سڀ دشمن ڀڄي ويا. مسلمان ڍور ۽ ٻڪريون هڪلي، مديني پهتا. اهي، بنو حنيفہ جي سردار ثمامہ بن اثال حنفيءَ کي بہ جهلي آيا هئا، جيڪو مسيلمہ ڪذاب جي حڪم تي ڇمڙا پوش ٿي پاڻ سڳورن ﷺ کي مارڻ نڪتو هو، ([1]) پر مسلمانن هٿان جهلجي پيو ۽ کيس مسجد نبويءَ ۾ آڻي هڪ ٿنڀ سان ٻڌو ويو. پاڻ سڳورا ﷺ آيا تہ کانئس پڇيائون تہ: "ثمامہ، تنهنجي ويجهو ڇا آهي؟" ان چيو تہ "اي محمد ﷺ! منهنجي ويجهو خير آهي. جيڪڏهن تون قتل ڪندين تہ هڪ مارڻ واري کي قتل ڪندين ۽ جي احسان ڪندين تہ هڪ قدردان تي احسان ڪندين ۽ جي مال گهرجئي تہ جيڪو وڻئي سو گهر." ان کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ کيس انهن حالن ۾ ڇڏي ڏنو. وري جڏهن ٻيهر اتان لنگهيا تہ وري ساڳيو سوال ڪيائون ۽ ثمامہ بہ وري ساڳيو جواب ڏنو. ان کانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ ٽيون ڀيرو لنگهيا تہ وري بہ ساڳيو سوال ڪيائون ۽ وري بہ ساڳيو جواب مليو. ان کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ اصحابي سڳورن کي چيو تہ: ثمامہ کي آزاد ڪري ڇڏيو. انهن آزاد ڪري ڇڏيو، ثمامہ مسجد نبويءَ جي ويجهو ڪجين جي هڪ باغ ۾ گهڙي ويو ۽ اتان وهنجي سهنجي اچي پاڻ سڳورن ﷺ وٽ اسلام قبوليائين. پوءِ چيائين تہ: "الله جو قسم! سڄي ڌرتيءَ تي منهنجي نظر ۾ توهان جي چهري کان وڌيڪ اڻوڻندڙ منهن ڪوبہ نہ هو، پر هاڻي توهان جو چهرو سيني چهرن کان وڌيڪ پيارو ٿي ويو آهي ۽ الله جو قسم! سڄي ڌرتيءَ تي منهنجي نظر ۾ ڪوبہ دين، اوهان جي دين کان وڌيڪ اڻوڻندڙ نہ هو، پر هاڻي توهان جو دين، بين دينن کان وڻي ٿو. توهان جي سوارن مون کي ان حالت ۾ جهليو آهي جو آئون عمري جو ارادو ڪري رهيو هوس." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "خوش رهہ!" ۽ حڪم ڪيو تہ عمرو ڪري وٺ. جڏهن هو قريشن جي علائقي ۾ پهتو تہ انهن چيس "ثمامہ! تون بہ بي دين ٿي وئين!؟" ثمامہ چيو تہ: "نہ! پر آئون محمد ﷺ جي هٿ تي مسلمان ٿي ويو آهيان ۽ ٻڌو! **الله جو قسم!** توهان وٽ يمامہ کان ان جو داڻو بہ تيستائين نہ پهچندو، جيستائين پاڻ سڳورا ﷺ موڪل نہ ڏيندا.

---

[1] - سيرت حلبيہ (2/297).

يمامہ، مڪي وارن جي ٻنيءَ وانگر هو. **حضرت ثمامہ** رضي الله عنه، وطن موٽي، مڪي لاءِ ڪڻڪ موڪلڻ بند ڪري ڇڏي، جنهن سان قريش ڏاڍا ڏکيا ٿيا ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کي مائٽيءَ جا واسطا ڏئي لکيائون تہ ثمامہ رضي الله عنه کي لکن تہ اهي ڪڻڪ موڪلڻ بند نہ ڪن. پاڻ سڳورن ﷺ ائين ئي ڪيو.[1]

3. **غزوه بنو لحيان:-** بنو لحيان اهي ئي آهن، جن رجيع وٽ ڏهن صحابن کي ماري ڇڏيو ۽ ٻن کي مڪي وارن وٽ وڪڻي ڇڏيو، جتي اهي اذيتون ڏئي ماريا ويا. پر جيئن تہ سندن علائقو حجاز ۾ گهڻو اندر مڪي جي ويجهو هو ۽ ان وقت مسلمانن ۽ قريشن توڙي اعرابين ۾ ڏي وٺ هلندڙ هئي، ان ڪري پاڻ سڳورن ﷺ، ان علائقيءَ ۾ پري وڃڻ کي صحيح نہ ڄاتو. پر جڏهن ڪافرن جي مختلف گروهن ۾ ڦوٽ پئجي وئي ۽ سندن حوصلا ٽٽي ويا ۽ انهن، حالتن آڏو گوڏا کوڙي ڇڏيا تہ پاڻ سڳورن ﷺ کي بنو لحيان کان پلاند ڪرڻ جو وجهہ ملي ويو. تنهن ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ ربيع الاول يا جمادي الاول سن 6 هہ ۾ ٻہ سؤ اصحابي وٺي اوڏانهن رخ ڪيو. مديني جي واڳ **حضرت ابن ام مڪتوم** رضي الله عنه جي حوالي ڪيائون ۽ ظاهر اهو ڪيائون تہ پاڻ شام ملڪ ڏانهن پيا وڃن. ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ ڪاهيندا امج ۽ عسفان جي وچ ۾ بطن غران نالي هڪ واديءَ ۾ پهتا، جتي اصحابي سڳورا شهيد ڪيا ويا هئا. انهن لاءِ رحمت جي دعا گهريائون. هوڏانهن بنو لحيان کي پاڻ سڳورن ﷺ جي اچڻ جي خبر پئجي وئي هئي، ان ڪري اهي وڃي جبلن ۾ لڪا ۽ سندن ڪوبہ ماڻهو جهلجي نہ سگهيو. پاڻ سڳورا ﷺ اتي ٻہ ڏينهن رهيا. ان دوران جٿا موڪليائون، پر بنو لحيان هٿ نہ آيا. ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ عسفان ڏي هليا ۽ اتي ڏهہ شهسوار ڪراغ الغميم موڪليا تہ جيئن قريشن کي بہ سندن اچڻ جو پتو پوي. ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ ڪل چوڏنهن ڏينهن مديني کان ٻاهر رهي مديني موٽيا.

ان مهم کان واندڪائي ملڻ کان پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ لاڳيتو فوجي مهمون ۽ سريہ موڪليا، جن جو ٿورو ذڪر هتي پيش ڪجي ٿو.

4. **غمر وارو سريو:-** ربيع الاول يا ربيع الآخر سن 6 هہ ۾ **حضرت عڪاشہ بن محسن** رضي الله عنه کي چاليهہ ڄڻن جو اڳواڻ بنائي غمر ڏي موڪليائون. اهو بنو اسد جي هڪ چشمي جو نالو آهي. مسلمانن جي اچڻ جو ٻڌي دشمن ڀڄي ويا ۽ مسلمان سندن ٻہ سؤ اٺ مديني ڪاهي آيا.

[1] - زاد المعاد(2/ 119)، مختصر السيرة للشيخ عبدالله (ص:292، 293).صحيح بخاري (حديث نمبر 4372)، فتح الباري (688/7).

**5. ذوالقصة وارو پهريون سريو**:- ان ئي مهيني ربيع الاول يا ربيع الآخر سن 6 هه ۾ حضرت محمد بن مسلمه رضي الله عنه جي اڳواڻيءَ ۾ ڏهن ڄڻن جو هڪ جٿو ذوالقصة موڪليائون. اها جڳهه بنو ثعلبه جي علائقي ۾ آهي. دشمن، جن جو تعداد هڪ سؤ کن هو، لڪي ويا ۽ جڏهن اصحابي سڳورا رضي الله عنهم سمهي پيا ته اوچتو حملو ڪري کين ماري ڇڏيائون. رڳو محمد بن مسلمه رضي الله عنه بچي نڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو ۽ اهو به زخمي ٿي پيو هو.

**6. ذوالقصة وارو ٻيو سريو**:- محمد بن مسلمه رضي الله عنه جي ساٿين جي شهادت ڪانپوءِ ربيع الاول سن 6 هه ۾ ئي پاڻ سڳورن ﷺ حضرت ابو عبيده رضي الله عنه کي ذوالقصة ڏانهن موڪليو. هو چاليهه ڄڻا وٺي روانو ٿيو ۽ رات جو پنڌ ڪندي صبح ساڻ بنو ثعلبه جي علائقي ۾ پهچڻ شرط ڇاپو هنيائين، پر بنو ثعلبه تيزيءَ سان جبلن ۾ وڃي لڪا ۽ مسلمانن جي ور نه چڙهي سگهيا. رڳو هڪ ڄڻو جهلجي پيو، جيڪو مسلمان ٿيو. باقي ڍور ۽ ٻڪريون جام هٿ آيون.

**7. جموم وارو سريو**:- هيءُ لشڪر زيد بن حارثه رضي الله عنه جي اڳواڻيءَ ۾ ربيع الآخر سن 6 هه۾ جموم ڏانهن موڪليو ويو. جموم، مرالظهران (اڄڪلهه وادي فاطمه)۾ بنو سليم جي هڪ چشمي جو نالو آهي. حضرت زيد رضي الله عنه اتي پهتو ته مزينه جي هڪ عورت حليمه نالي جهلي ورتائين. ان بنو سليم جي هڪ جڳهه جو ڏس ڏنو، جتان گهڻا ئي ڍور، ٻڪريون ۽ قيدي هٿ لڳا. حضرت زيد رضي الله عنه اهي سڀ ڪاهي مديني پهتو. پاڻ سڳورن ﷺ ان مزني عورت کي آزاد ڪري سندس شادي ڪرائي ڇڏي.

**8. عيص وارو سريو**:- اهو لشڪر هڪ سؤ ستر سوارن تي مشتمل هو ۽ اهي حضرت زيد بن حارثه رضي الله عنه جي اڳواڻيءَ ۾ ٽين جمادي الاول سنه 6 هه ۾ عيص ڏانهن وڌيا. هن مهم ۾ قريشن جي هڪ قافلي جو مال هٿ آيو، جيڪو پاڻ سڳورن ﷺ جي ناٺي ابوالعاص جي قيادت۾ سفر ڪري رهيو هو. ابو العاص ان مهل تائين مسلمان نه ٿيو هو. پاڻ پڪڙيو ته ڪونه پر ڀڄي سڌو مديني پهتو ۽ بيبي زينب رضي الله عنها کان پناهه وٺي کين چيائين ته اها پاڻ سڳورن ﷺ کان سندن مال ڇڏرائي ڏي. بيبي سڳوريءَ پاڻ سڳورن ﷺ آڏو اها ڳالهه رکي ته پاڻ سڳورن ﷺ هڪدم اصحابي سڳورن رضي الله عنهم کي اشارو ڪيو ته مال موٽائي ڏيو. اصحابي سڳورن رضي الله عنهم ذرو پرزو موٽائي ڏنو. ابوالعاص سمورو سامان کڻي مڪي پهتو ۽ امانتون مالڪن جي حوالي ڪري پوءِ مسلمان ٿي مديني پهتو. پاڻ سڳورن ﷺ پهرئين نڪاح تحت ئي بيبي زينب

رضي الله عنها سندن حوالي ڪئي. جيئن صحيح حديث مان ثابت ٿئي ٿو.[1] ائين ان ڪري ڪيو ويو جو تيستائين ڪافرن لاءِ مسلمان عورتن جي حرام هجڻ جو حڪم نہ لٿو هو ۽ جيئن هڪ حديث ۾ آيل آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ نئون نڪاح ڪري رخصتي ڪئي يا اهو تہ ڇهن مهينن ڪانپوءِ رخصتي ڪيائون. اها ڳالھ نہ ڪو معنوي لحاظ کان صحيح آهي ۽ نہ ئي سند جي لحاظ کان [2] ۽ جيڪي ماڻهو ان ضعيف حديث کي مڃين ٿا. اهي هڪ اڃرج جوڳي متضاد ڳالھ ڪن ٿا تہ ابو العاص سنہ 8 هہ جي آخر ۾ مڪو فتح ٿيڻ کان ٿورو اڳ مسلمان ٿيو هو ۽ اهو بہ چون ٿا تہ سن 8 هہ جي شروع ۾ بيبي زينب رضي الله عنها گذاري وئي هئي. جڏهن تہ اهي ڳالهيون گڏ نہ ٿيون ٿي سگهن. سوال اهو آهي تہ ان حالت ۾ ابو العاص جي اسلام قبولڻ مهل بيبي سڳوري حيات ڪٿي هئي جو کين نئين يا پراڻي نڪاح تحت ابو العاص جي حوالي ڪيو وڃي ها اسان ان موضوع تي بلوغ المرام جي سلسلي ۾ تفصيلي ڳالھ ٻولھ ڪئي آهي.

مشهور صاحب مغازي. موسیٰ بن عتبہ جو رجحان هن پاسي آهي تہ اهو واقعو سن 7 هہ۾ ابو بصير ۽ سندس ساٿين جي هٿان ٿيو. پر ان سلسلي ۾ نہ ڪا صحيح حديث آهي نہ ضعيف.

**9. طرف يا طرق وارو سريو:-** هي لشڪر بہ حضرت زيد بن حارثہ رضي الله عنه جي اڳواڻيءَ ۾ جمادي الآخر ۾ طرف يا طرق نالي جڳھ ڏي موڪليو ويو. اها جڳھ بنو ثعلبہ جي علائقي ۾ هئي. حضرت زيد رضي الله عنه سان رڳو پندرنهن ڄڻا گڏ هئا. پر بدوي خبر پوڻ تي ڀڄي ويا. کين ڊپ هو تہ پاڻ سڳورا ﷺ اچي رهيا آهن. حضرت زيد رضي الله عنه کي چار اٺ هٿ لڳا ۽ پاڻ چئن ڏينهن بعد موٽيو.

**10. وادي القرىٰ وارو سريو:-** هن جٿي ۾ ٻارنهن ڄڻا هئا ۽ سندن سالار بہ حضرت زيد رضي الله عنه ئي هو. اهي رجب سن 6 هہ ۾ وادي القرىٰ ڏي هليا. مقصد دشمنن جي چرپر جي خبر وٺڻ هو. پر وادي القرىٰ جي رهاڪن انهن تي حملو ڪري ڇهن صحابن کي شهيد ڪري ڇڏيو ۽ رڳو ٽي ڄڻا بچيا. جن مان هڪ حضرت زيد رضي الله عنه هو.[3]

**11. سريہ خبط:-** هي لشڪر رجب سن 8 هہ ۾ موڪليل ٻڌايو وڃي ٿو. پر لڳي ائين ٿو تہ اهو حديبيہ کان اڳ جو واقعو آهي. حضرت جابر رضي الله عنه جو بيان آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ ٽي سؤ ڄڻن جو جٿو موڪليو. اسان جو اڳواڻ ابو عبيده بن جراح رضي الله عنه هو. قريشن جي هڪ قافلي جي خبرچار وٺڻي

---

1 - سنن ابي دائود مع شرح عون المعبود. باب الي متي ترد عليہ امراتہ اذا اسلم بعدها.

2 - ٻنهي حديثن تي ٿيل بحث لاءِ ڏسو تحفة الاحوذي(2/195، 196).

3 - رحمة للعالمين(2/226)- انهن سرين جو تفصيل رحمة للعالمين. زاد المعاد(2/121، 122) ۽ تلقيح الفهوم اهل الاثر جي حاشيي ۾ (ص: 28، 29).

هئي. هن مهم ۾ اسان ڏاڍا بکيا بہ رهياسين، ايستائين جو اسان پن کائي بہ گذارو کيو. ان کري ئي هن جو نالو جيش خبط پئجي ويو. نيٺ هڪ ماڻهوءَ ٽي اٺ ڪٺا، پوءِ ٻيا ٽي اٺ ڪٺا، پوءِ ٽيون ڀيرو اٺ ڪهڻ کانپوءِ حضرت ابو عبيده ﷛ جهلي ڇڏيو. ان کانپوءِ سمنڊ، عنبر نالي هڪ مڇي (ڪپ ٽي) اڇلائي ڏني. جنهن جو گوشت اسين اڌ مهيني تائين کائيندا رهياسين ۽ ان جو تيل بہ لڳائيندا رهياسين. تان تہ اسان جا جسم اڳي جهڙا (توانا) ٿي ويا ۽ اسان تندرست ٿي وياسين. ابو عبيدة ﷛ ان جي پاسراٽيءَ جو هڪ ڪنڊو ڪنيو ۽ لشڪر جو سڀ کان ڊگهو ماڻهو ڳولهي سڀ کان ڊگهي اٺ تي چاڙهيائين ۽ انهن کي ڪنڊي هيٺان لنگهايائين تہ لنگهي ويو. اسان ان جي گوشت جا ڪجهہ ٽڪرا توشي طور ساڻ رکيا ۽ جڏهن مديني پهتاسين تہ پاڻ سڳورن ﷺ کي ان بابت ٻڌايوسين. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "اهو هڪ رزق آهي، جيڪو الله تعاليٰ توهان لاءِ موڪليو. ان جو گوشت توهان وٽ بچيل هجي تہ اسان کي بہ کارايو. پاڻ سڳورن ﷺ جي خدمت ۾ ڪجهہ گوشت موڪلي ڏنو. ([1]) واقعي جو تفصيل پورو ٿيو.

مٿي جيڪو لکيو اٿم تہ اهو واقعو حديبيہ کان اڳ جو آهي، ان جو ڪارڻ اهو آهي تہ حديبيہ واري ناهہ کانپوءِ مسلمان، قريشن جي قافلن پويان نہ لڳندا هئا.

*-*-*

[1] - صحيح بخاري(2/ 625، 626)- صحيح مسلم(2/145، 146).

# غزوه بني المصطلق يا غزوه مريسيع (سن 5 يا 6 هه)

هي غزوو جنگي لحاظ کان ڪا وڏي حيثيت نہ نٿو رکي، پر ڪجهہ واقعن جي ڪري اهميت رکي ٿو، جن سان اسلامي معاشري ۾ ڦڙڦوٽ پيدا ٿي ۽ جنهن جي ڪري هڪ پاسي منافقن تان پردو هٽيو تہ ٻئي پاسي اهڙا تعزيري قانون لٿا، جن سان اسلامي معاشري جي عظمت ۽ نفس جي پاڪيزگيءَ جي هڪ خاص شڪل عطا ٿي. اسين پهرين تہ غزوي بابت ٻڌائينداسين ۽ پوءِ انهن واقعن جو تفصيل ڏينداسين.

هي غزوو، سيرت نگارن مطابق شعبان سن 5 يا سن 6 هه [1] ۾ ٿيو. ان جو سبب اهو آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ کي خبر پئي تہ بنو المصطلق جو.

ان جو جواب پهرين ڏر اهو ڏنو تہ افڪ واري حديث ۾ حضرت سعد بن معاذ رضي الله عنه جو ذڪر، راويءَ جي ڀل آهي، ڇو تہ اها ئي حديث بيبي عائشہ رضي الله عنها کان ابن اسحاق زهري عن عبدالله بن عتبہ عن عائشہ رضي الله عنها جي سند سان ڏني آهي. ان ۾ سعد بن معاذ رضي الله عنه بدران اسيد بن حضير رضي الله عنه جو نالو آهي. تنهنڪري امام ابو محمد بن حزم چوندو هو تہ بيشڪ اهو صحيح آهي ۽ سعد بن معاذ رضي الله عنه جو ذڪر ڀل ۾ ٿيل آهي. [2]

منهنجو عرض اهو آهي تہ جيتوڻيڪ پهرين ڏر جو دليل ڇگهو خاصو وزني آهي، (۽ ان ڪري ئي آئون بہ ان کي مڃيندو هوس) پر ڏيان سان جاچڻ ڪانپوءِ خبر پوندي تہ هن دليل جو مک نقطو اهو آهي تہ پاڻ سڳورا ﷺ، بيبي زينب رضي الله عنها سان سن 5 هه جي پڇاڙيءَ ۾ پرڻيا. جڏهن تہ ان بابت ڪن شبهن کانسواءِ ڪابہ پڪي شاهدي نٿي ملي. جڏهن تہ افڪ واري واقعي ۾ ۽ ان ڪانپوءِ حضرت سعد بن معاذ رضي الله عنه (متوفي 5 هه) جو هجڻ گهڻين روايتن مان ثابت آهي، جن کي ڀولو

---

[1] - ان لاءِ دليل اهو ڏجي ٿو تہ ان غزوي تان موٽندي افڪ (بيبي عائشہ رضي الله عنها تي بهتان هڻڻ) جو واقعو پيش آيو ۽ ياد رهي تہ اهو واقعو بيبي زينب رضي الله عنها سان پاڻ سڳورن ﷺ جي پرڻجڻ ۽ مسلمان عورتن لاءِ پردي جو حڪم ٿيڻ ڪانپوءِ ٿيو. جيئن تہ بيبي زينب رضي الله عنها جو پرڻو 5 هه جي صفا پڇاڙيءَ ۾ يعني ذي القعد يا ذوالحج سن 5 هه ۾ ٿيو هو ۽ ان ڳالهہ تي سڀ متفق آهن تہ اهو غزوو شعبان جي مهيني ۾ ئي ٿيو. ان ڪري اهو شعبان جو مهينو 5 هه جو نہ پر سن 6 هه جو ئي ٿي سگهي ٿو. ٻئي پاسي جيڪي ماڻهو هن غزوي جو دور سن 5 هه جو شعبان ٻڌائين ٿا، انهن جو دليل اهو آهي تہ افڪ واري حديث ۾ افڪ وارن صحابن جي سلسلي ۾ حضرت سعد بن معاذ رضي الله عنه ۽ سعد بن عباده رضي الله عنه جي وچ ۾ سخت منهن ماري ٿي پئي هئي. ياد رهي تہ سعد بن معاذ رضي الله عنه سن 5 هه جي پڇاڙيءَ ۾ غزوه بنو قريظہ ڪانپوءِ گذاري ويو هو. ان ڪري افڪ واري واقعي مهل سندن هجڻ، ان ڳالهہ جو دليل آهي تہ اهو واقعو ۽ اهو غزوو سن 6 هه ۾ نہ پر سن 5 هه ۾ ٿيو.

[2] - ڏسو زاد المعاد (115/2)

سمجهڻ نيڪ نہ ٿيندو. ان ڪري ائين چو نہ سمجهجي تہ بيبي سڳوري رضي الله عنها جو پرٺو 5 هہ جي منڍ ۾ ٿيو هجي ۽ افڪ وارو واقعو ۽ غزوه بني المصطلق، شعبان سن 5 هہ ۾ ٿيو هجي.

سردار حارث بن ابي ضرار، پاڻ سڳورن ﷺ سان ويڙهہ ڪرڻ لاءِ پنهنجي قبيلي ۽ ڪن ٻين عربن ساڻ ٻيو اچي. پاڻ سڳورن ﷺ، بريدة بن حصيب اسلمي ﷛ ڪي خبر وٺڻ لاءِ موڪليو. جنهن، ان قبيلي ۾ وڃي حارث بن ابي ضرار سان ملاقات ڪئي ۽ ڳالهہ ٻولهہ ڪري موٽي اچي پاڻ سڳورن ﷺ ڪي خبر ڏنائين.

جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ ڪي پڪ ٿي تہ اصحابي سڳورن رضي الله عنهم ڪي تياريءَ جو حڪم ڏنائون ۽ تڪڙا تڪڙا نڪري پيا. پاڻ ﷺ 2 شعبان تي نڪتا هئا. هن غزوي ۾ پاڻ سڳورن ﷺ سان گڏ منافقن جو هڪ ٽولو بہ هو، جيڪو ان کان اڳ ڪنهن بہ جنگ ۾ نہ ويو هو. پاڻ سڳورن ﷺ مديني جي واڳ حضرت زيد بن حارثہ ﷛ ڪي (ڪي چون ٿا تہ حضرت ابو ذر ﷛ ڪي ۽ ڪي چون ٿا تہ نميلہ بن عبدالله ليثي ﷛ ڪي) ڏني. حارث بن ابي ضرار، اسلامي لشڪر جي خبر وٺڻ لاءِ هڪ خابرو موڪليو، پر مسلمانن ڪيس جهلي ماري ڇڏيو.

جڏهن حارث بن ابي ضرار ۽ سندس ساٿارين ڪي پاڻ سڳورن ﷺ جي نڪرڻ ۽ پنهنجي خابروءَ جي مارجڻ جو پتو پيو تہ اهي ڊڄي ويا ۽ جيڪي عرب ساڻن گڏ هئا، سي ڇڙوڇڙ ٿي ويا. پاڻ سڳورا ﷺ مريسيع جي چشمي ([1]) وٽ پهتا تہ بنو المصطلق، جنگ لاءِ تيار ٿي ويا. پاڻ سڳورن ﷺ ۽ اصحابي سڳورن بہ صفون ٻڌيون. سڄي اسلامي لشڪر جو علمبردار حضرت ابوبڪر ﷛ هو ۽ رڳو انصارين جو جهنڊو حضرت سعد بن عبادة ﷛ وٽ هو. ڪجهہ دير تہ ڌرين ۾ تيرن جي ڏي وٺ ٿي، ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جي حڪم تي اصحابي سڳورن يڪو حملو ڪيو ۽ سوپ ماڻي. مشرڪن هارايو ۽ ڪجهہ مارجي بہ ويا. عورتن ۽ ٻارن ڪي قيدي بڻايو ويو ۽ ڍور ۽ ٻڪريون بہ هٿ آيون. مسلمانن مان رڳو هڪ ڄڻو ماريو ويو، جنهن ڪي هڪ انصاريءَ، دشمن جو ماڻهو سمجهي ماريو هو.

هن غزوي بابت سيرت نگارن جو بيان اهو ئي آهي، پر علامہ ابن قيم لکيو آهي تہ اهو غلط آهي، چو تہ هن غزوة ۾ ويڙهہ نہ ٿي هئي، پر پاڻ سڳورن ﷺ چشمي وٽ انهن تي ڇاپو هڻي عورتن، ٻارن ۽ چوپائي مال تي قبضو ڪيو هو. جيئن صحيح بخاريءَ ۾ آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ، بنو المصطلق تي ڇاپو هنيو ۽ اهي غافل هئا. الیٰ آخر الحديث ([2])

---

[1] - مريسيع، قديد جي ڀرپاسي ۾ سمنڊ جي ڪپ جي ويجهو، بنو المصطلق جي هڪ چشمي جو نالو آهي.

[2] - صحيح بخاري - ڪتاب العتق(1/345)- فتح الباري(7/431).

قيدين ۾ بيبي جويره رضي الله عنها بہ هئي، جيڪا بنو المصطلق جي سردار حارث بن ابي ضرار جي نياڻي هئي. پاڻ، ثابت بن قيس ﷺ جي حصي ۾ آئي. ثابت ﷺ کين مڪاتب ([1]) ڪيو تہ پاڻ سڳورن ﷺ مقرر ڪيل اگهہ ڏئي ان سان پرڻو ڪيو. ان شاديءَ ڪري مسلمانن، بنو المصطلق جي هڪ سؤ گهراڻن کي، جيڪي مسلمان ٿي ويا هئا، تن کي آزاد ڪري ڇڏيو ۽ چيائون تہ: اهي پاڻ سڳورن ﷺ جي ساهرن مان آهن. ([2])

اهو آهي غزوي جو تفصيل. باقي بچيا اهي واقعا، جيڪي هن غزوي ۾ پيش آيا تہ جيئن تہ انهن جي جڙ منافقن جو سردار عبدالله بن ابي ۽ سندس ساٿاري هئا، ان ڪري ضروري آهي تہ پهرين اسلامي معاشري ۾ سندن هلت چلت جي هڪ جهلڪ ڏجي ۽ پوءِ واقعن جو تفصيل لکجي.

**غزوه بني المصطلق کان اڳ ڪپتين (منافقن) جو رويو:-** اسين ڪيترائي ڀيرا ٻڌائي آيا آهيون، تہ عبدالله بن ابي کي مسلمانن ۽ اسلام سان عام ۽ پاڻ سڳورن ﷺ سان خاص وير هو، چو تہ اوس ۽ خزرج وارا سندس اڳواڻيءَ تي يڪراءِ ٿي چڪا هئا ۽ سندس تاجپوشيءَ لاءِ ڪوڏين جو تاج ٺهرائي رهيا هئا جو ايتري ۾ مديني ۾ اسلام جي روشني پهچي وئي ۽ ماڻهن جو ڌيان ابن ابي تان هٽي ويو. ان ڪري هن سمجهيو تہ پاڻ سڳورن ﷺ ڪانئس بادشاهت ڦري ورتي آهي.

سندس اهو ساڙ منڍ کان ئي پڌرو هو، جڏهن اجا هن اسلام نہ قبوليو هو. پوءِ مسلمان ٿيڻ کان اڳ هڪ ڀيرو پاڻ سڳورا ﷺ سواريءَ تي چڙهي حضرت سعد بن عبادة ﷺ جي عيادت ڪرڻ لاءِ پئي ويا تہ رستي ۾ هڪ مجلس وٽان لنگهيا، جنهن ۾ عبدالله بن ابي بہ ويٺل هو. هن، پنهنجو نڪ ڍڪيندي چيو تہ اسان تي دز نہ اڏاءِ. پوءِ جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ مجلس وارن آڏو قرآن پڙهيو تہ چوڻ لڳو تہ "وڃي پنهنجي گهر ويهہ، اسان جي مجلس ۾ قرآن ٻڌائي ٻڌائي تنگ نہ ڪر."([3])

اها مسلمان ٿيڻ کان اڳ جي ڳالهہ آهي، پر بدر واري لڙائيءَ ۾ جڏهن هن هوا جو رخ ڏسي اسلام قبوليو، تڏهن بہ هو الله، ان جي رسول ۽ ايمان وارن جو ويري ئي رهيو ۽ اسلامي معاشري ۾ ڦيٽاڙو ڪرڻ ۽ اسلام جي آواز کي جهڪو ڪرڻ جي ڪم ۾ لاڳيتو رڌل رهيو. هن اسلام جي ويرين سان ڳجهہ ناتا رکيا ٿي. جيئن بنو قينقاع جي معاملي ۾ اٿوٽندڙ طريقي سان ٽپي پيو هو. (جنهن جو

[1] - مڪاتب ان ٻانهي يا ٻانهيءَ کي چئبو آهي، جيڪو مالڪ سان مقرر ڪيل رقم عيوض آجو ٿيڻ جو ٺاهہ ڪري.
[2] - زاد المعاد (2/112، 113)- ابن هشام (2/289، 290، 294، 295).
[3] - ابن هشام (1/584، 587)- صحيح بخاري(924)- صحيح مسلم (2/109).

ذکر کري چکا آهيون) اهڙيءَ طرح احد واري لڙائيءَ ۾ بہ شر، بدعهدي، مسلمانن ۾ ڦوٽ ۽ بيچيني پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئائين. (ان جو ذکر بہ آيل آهي.)

هن منافق جي "دوکي ۽ نڳيءَ جي حالت اها هئي جو اسلام قبولڻ ڪان پوءِ هر جمعي تي جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ خطبو ڏيڻ لاءِ ايندا هئا تہ پهرين هي پاڻ اتي بيهي چوندو هو تہ "ماڻهؤ! اهي توهان جي وچ ۾ الله جا رسول آهن. الله انهن جي وسيلي توهان کي عزت ۽ احترام ڏنو آهي، تنهنڪري سندن مدد ڪريو ۽ کين سگهارو ڪريو ۽ سندن ڳالهہ ٻڌو ۽ مڃيو." ان ڪانپوءِ هو ويهي رهندو هو ۽ پاڻ سڳورا ﷺ اتي خطبو پڙهندا هئا. سندس نڪ جي پڪائي ۽ بي حيائي ايتري وڌي وئي جو جڏهن احد واري لڙائيءَ ڪانپوءِ پهريون جمعو آيو تہ هي ماڻهو ان لڙائيءَ ۾ بدترين دغابازي ڪرڻ ڪانپوءِ بہ خطبي ڪان اڳ اتي بيهڻ ۽ اهي ئي ڳالهيون ورجائڻ لڳو، جيڪي اڳي ڪندو هو، پر هن ڀيري مسلمانن کيس ڪپڙن کان جهلي چيو تہ: "او الله جا ويري ويهي رهہ. تو جيڪي حرڪتون ڪيون آهن، تن ڪانپوءِ تون ان لائق رهيو ئي ڪونہ آهين." ان تي هو، ماڻهن کي اورانگهيندو، اها ٻڙ ٻڙ ڪندو ٻاهر نڪري ويو تہ همراهہ جي حمايت ڇا ڪيم، ڇڻ ڪو ڏوهہ ڪري وڌم. اتفاق سان در تي هڪ انصاري کيس مليو. ان چيس تہ ڏوڙ پوئي، موٽي هل! پاڻ سڳورا ﷺ تنهنجي ڇوٽڪاري جي دعا ڪري ڇڏيندا. هن چيو تہ: الله جو قسم! آئون چاهيان ئي ڪونہ ٿو تہ منهنجي ڇوٽڪاري لاءِ دعا گهري وڃي.[1]

ان ڪانسواءِ ابن ابي، بنو نضير سان بہ ناتا رکيا هئا ۽ ان هن سان ملي مسلمانن خلاف ڳجهہ ڳوهہ (اندرو اندر) ۾ سازشون سٽيون هئائين. اهڙيءَ طرح ابن ابي ۽ سندس ساٿارين خندق واري جنگ ۾ مسلمانن ۾ ڏڪير ۽ ڦڙڦوٽ وجهڻ لاءِ ۽ انهن کي ديڇارڻ لاءِ هر طرح جا جتن ڪيا هئا، جن جو ذکر الله تعاليٰ سورة احزاب جي هيٺين آيتن ۾ ڪيو آهي.

﴿وَإِذْ يَقُولُ الْمُنَافِقُونَ وَالَّذِينَ فِي قُلُوبِهِمْ مَرَضٌ مَا وَعَدَنَا اللَّهُ وَرَسُولُهُ إِلَّا غُرُورًا (12) وَإِذْ قَالَتْ طَائِفَةٌ مِنْهُمْ يَا أَهْلَ يَثْرِبَ لَا مُقَامَ لَكُمْ فَارْجِعُوا وَيَسْتَأْذِنُ فَرِيقٌ مِنْهُمُ النَّبِيَّ يَقُولُونَ إِنَّ بُيُوتَنَا عَوْرَةٌ وَمَا هِيَ بِعَوْرَةٍ إِنْ يُرِيدُونَ إِلَّا فِرَارًا (13) وَلَوْ دُخِلَتْ عَلَيْهِمْ مِنْ أَقْطَارِهَا ثُمَّ سُئِلُوا الْفِتْنَةَ لَآتَوْهَا وَمَا تَلَبَّثُوا بِهَا إِلَّا يَسِيرًا (14) وَلَقَدْ كَانُوا عَاهَدُوا اللَّهَ مِنْ قَبْلُ لَا يُوَلُّونَ الْأَدْبَارَ وَكَانَ عَهْدُ اللَّهِ مَسْئُولًا (15) قُلْ لَنْ يَنْفَعَكُمُ الْفِرَارُ إِنْ فَرَرْتُمْ مِنَ الْمَوْتِ أَوِ الْقَتْلِ وَإِذًا لَا تُمَتَّعُونَ إِلَّا قَلِيلًا (16) قُلْ مَنْ ذَا الَّذِي يَعْصِمُكُمْ مِنَ اللَّهِ إِنْ أَرَادَ بِكُمْ سُوءًا أَوْ أَرَادَ بِكُمْ رَحْمَةً وَلَا يَجِدُونَ لَهُمْ مِنْ دُونِ اللَّهِ وَلِيًّا وَلَا نَصِيرًا (17) قَدْ يَعْلَمُ اللَّهُ الْمُعَوِّقِينَ مِنْكُمْ وَالْقَائِلِينَ لِإِخْوَانِهِمْ هَلُمَّ إِلَيْنَا وَلَا يَأْتُونَ الْبَأْسَ إِلَّا قَلِيلًا (18) أَشِحَّةً عَلَيْكُمْ فَإِذَا جَاءَ الْخَوْفُ رَأَيْتَهُمْ يَنْظُرُونَ إِلَيْكَ تَدُورُ أَعْيُنُهُمْ كَالَّذِي يُغْشَى

---

[1] - ابن هشام (2/105).

عَلَيْهِ مِنَ الْمَوْتِ فَإِذَا ذَهَبَ الْخَوْفُ سَلَقُوكُمْ بِأَلْسِنَةٍ حِدَادٍ أَشِحَّةً عَلَى الْخَيْرِ أُولَئِكَ لَمْ يُؤْمِنُوا فَأَحْبَطَ اللَّهُ أَعْمَالَهُمْ وَكَانَ ذَلِكَ عَلَى اللَّهِ يَسِيرًا (19) يَحْسَبُونَ الْأَحْزَابَ لَمْ يَذْهَبُوا وَإِنْ يَأْتِ الْأَحْزَابُ يَوَدُّوا لَوْ أَنَّهُمْ بَادُونَ فِي الْأَعْرَابِ يَسْأَلُونَ عَنْ أَنْبَائِكُمْ وَلَوْ كَانُوا فِيكُمْ مَا قَاتَلُوا إِلَّا قَلِيلًا (20)﴾(الأحزاب)

”۽ انهيءَ مهل منافقن ۽ جن جي دلين ۾بيماري آهي، تن چيو ته الله ۽ سندس پيغمبر اسان کي نڳيءَ ڪانسواءِ (ٻيو) ڪو انجام نہ ڏنو آهي ۽ ان مهل منجهائن هڪ ٽوليءَ چيو تہ: اي مديني وارؤ! اوهان لاءِ (هتي ترسڻ جي) ڪا جاءِ ڪانهي، تنهنڪري موٽو ۽ منجهائن هڪ ٽوليءَ پيغمبر کان موڪلايو ٿي ۽ چوڻ لڳا تہ اسان جا گھر هيڪلا آهن. جڏهن تہ اهي هيڪلا نہ هئا، پڄڻ ڪانسواءِ (ٻيو) ڪو ارادو نہ هئن ۽ جيڪڏهن ان (مديني) جي آسپاس کان مٿن ڪا (ڪافرن جي) فوج اچي ڪڙڪي ها وري کين گهرو جنگ ڪرڻي پئي ها تہ ضرور اها ڪن ها ۽ ان لاءِ ٿوري (دير) ڪانسواءِ ترسن ئي نہ ها ۽ (هن کان) اڳ ۾ الله سان انجام ڪيو هئائون تہ (پڄڻ لاءِ) پٺيون نہ ڦيريندا ۽ الله جي انجام جو (ضرور) پڇاڻو ٿيندو. (کين) چئو تہ: جيڪڏهن اوهين مرڻ يا مارجڻ کان پڄندؤ تہ پڄڻ اوهان کي فائدو نہ ڏيندو ۽ ان مهل بلڪل ٿورو ئي فائدو ڏنو ويندوَ. (اي پيغمبر!) کين چئو تہ: اوهان کي الله (جي عذاب) کان ڪير بچائيندو. جيڪڏهن اهو اوهان کي ڪا تڪليف پهچائڻ گهري يا اوهان کي ڪا ڀاجهہ پهچائڻ گهري (تہ اها ڪير روڪيندو)۽ الله ڪانسواءِ پاڻ لاءِ نڪو دوست ۽ نہ مددگار لهندا. اوهان مان (جهاد کان) جهليندڙن ۽ پنهنجن ڀائرن کي (هيئن) چوندڙ کي تہ اسان ڏانهن اچو. بيشڪ الله ڄاڻندو آهي ۽ ٿورن ڪانسواءِ (ٻيا) لڙائيءَ ۾ نٿا اچن. (هئون) اوهان تي ٻيچائي ڪندڙ آهي. پوءِ جنهن مهل ڊپ جو وقت اچي (تنهن مهل) کين ڏسندين تہ توڏانهن نهاريندا آهن جو سندن اکيون ان (ماڻهوءَ) وانگر نهاريندين آهن، جنهن تي موت (جي سڪرات) جي بيهوشي پهتي هجي. پوءِ جنهن مهل (جنگ جو) پوءُ لهندو آهي، تنهن مهل (غنيمت جي) مال وٺڻ تي لالچي ٿي اوهان کي تکين زبانن سان ايذائيندا آهن. انهن ايمان نہ آندو، تنهنڪري الله سندن عمل ڇٽ ڪيا ۽ اهو ڪم الله کي آسان آهي. (ڊپ کان) ڀائيندا آهن تہ (ڪافرن جا) لشڪر نہ ويا آهن ۽ جيڪڏهن (ڪافرن جا) لشڪر اچن ها تہ (هيءَ ڳالهہ) گهرن ها تہ اهي جيڪر جهنگن ۾ وينل هجن ها (۽) اوهان جون خبرون هر ڪنهن کان پڇندا رهن ها ۽ جيڪڏهن اوهان ۾ هجن تہ رڳو ٿورو (اچي) جنگ وڙهن ها.

انهن آيتن ۾ موقعي مطابق منافقن جي ڪردار، سوچ ۽ خودغرضي ۽ موقعي پرستيءَ جو چٽو نقشو چٽيو ويو آهي.

جيتوڻيڪ يهودين، منافقن ۽ مشرڪن، مطلب تہ اسلام جي سيني دشمنن اها ڳالهہ پليءَ پت چاتي ٿي تہ اسلام جي غلبي جو ڪارڻ مادي (يعني هٿيار، لشڪر يا گهڻائي) ڪونهي، پر ان جو ڪارڻ اها الله پرستي ۽ اخلاقي قدر آهن، جن سان سڄو اسلامي سماج ۽ دين اسلام سان ناتو رکندڙ هر ماڻهو سرفراز آهي. انهن اسلام جي دشمنن کي اهو بہ معلوم هو تہ ان فيض جو سرچشمو پاڻ سڳورن ﷺ جي ذات بابرڪات آهي، جيڪا اخلاقي قدرن جو معجزي جي حد تائين بلند نمونو آهي.

اهڙيءَ طرح اهي اسلام جا دشمن ڇئن پنجن سالن تائين وڙهندي جهڙندي اهو بہ سمجهي ويا هئا تہ هن دين ۽ دين وارن کي هٿيارن سان ختم نٿو ڪري سگهجي. ان ڪري ئي انهن اهو رٿيو هو تہ اخلاقي پهلوءَ کي بنياد بڻائي هن دين خلاف واءِ واءِ ڪري ڇڏجي ۽ ان جو پهريون نشانو خاص طور تي پاڻ سڳورن ﷺ جي هستيءَ کي بڻايو وڃي. جيئن تہ منافق، مسلمانن جي گهر جا پيدي هئا ۽ مديني ۾ ئي رهندا هئا، اهي مسلمانن سان بنا روڪ ٽوڪ جي ملي جلي سگهيا ٿي ۽ وجهہ ملڻ تي مسلمانن کي پڙڪائي بہ سگهيا ٿي. ان ڪري افواهون ڦهلائڻ جو بار انهن منافقن پنهنجي سر کنيو يا انهن جي مٿان وڌو ويو ۽ عبدالله بن ابي، منافقن جي سردار، ان جي مهنداريءَ جو ذمو پاڻ کنيو.

سندس اهو پروگرام ان مهل تورو پڌرو ٿيو، جڏهن حضرت زيد ﷺ، بيبي زينب رضي الله عنها کي طلاق ڏني ۽ پاڻ سڳورا ﷺ، بيبي زينب رضي الله عنها سان پرڻيا. جيئن تہ عربن ۾ اهو دستور هو تہ اهي متبنىٰ (هنج ورتل پٽ) کي پنهنجي سڳي پٽ وانگر سمجهندا هئا ۽ ان جي زال کي سڳي پٽ جي زال وانگر سمجهندا هئا، ان ڪري جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ، بيبي زينب رضي الله عنها سان سان پرڻيا تہ منافقن کي پاڻ سڳورن ﷺ خلاف واويلا ڪرڻ جا بہ وجهہ ملي ويا.

هڪ اهو تہ بيبي زينب رضي الله عنها، پاڻ سڳورن ﷺ جي پنجين گهر واري هئي. جڏهن تہ قرآن، چئن کان مٿي زالون رکڻ جي اجازت ناهي ڏني، ان ڪري اها شادي ڪيئن ٿي صحيح ٿي سگهي؟

ٻيو اهو تہ بيبي سڳوري رضي الله عنها، پاڻ سڳورن ﷺ جي هنج ورتل پٽ جي گهر واري هئي، ان ڪري عربن جي دستور مطابق ان سان پرڻجڻ وڏو ڏوهہ ۽ گناهہ هو. اهڙيءَ طرح هن معاملي جي ڏاڍي واءِ واءِ ڪئي وئي ۽ قسمين قسمين قصا ٺاهيا ويا. چوڻ وارن تہ اهو بہ چيو تہ: محمد ﷺ، زينب رضي الله عنها کي اوچتو ڏٺو ۽ سندن سونهن کان ايترو متاثر ٿيو جو دل ڏئي ويٺو ۽ جڏهن سندن پٽ زيد ﷺ کي پتو پيو تہ ان، زينب رضي الله عنها کي محمد ﷺ لاءِ ڇڏي ڏنو.

**منافقن** ان قصي جي ايڏي تہ واءِ واءِ ڪئي جو ان جا اثر اجا تائين حديثن ۽ تفسيرن جي ڪتابن ۾ نظر اچن پيا. ان مهل اها سچي واءِ واءِ ڪمزور ۽ سادن سودن مسلمانن ۾ ايڏي سگهاري ثابت ٿي. نيٺ قرآن مجيد ۾ ان جي باري ۾ چٽيون آيتون لٿيون، جن سان ان لڪل شڪ جو پورو پورو علاج ٿيو. ان واويلا جي ڦهلاءَ جو ڪاٿو ان مان ڪري سگهجي ٿو تہ سورة احزاب جي منڍ ۾ ئي هيءَ آيت ڏنل آهي تہ:

﴿يَا أَيُّهَا النَّبِيُّ اتَّقِ اللَّهَ وَلَا تُطِعِ الْكَافِرِينَ وَالْمُنَافِقِينَ إِنَّ اللَّهَ كَانَ عَلِيمًا حَكِيمًا (1)﴾(الأحزاب)

"اي پيغمبر! الله کان ڊڄ ۽ ڪافرن ۽ منافقن جو چيو نہ مڃ. بيشڪ الله ڄاڻندڙ حڪمت وارو آهي."

اهو منافقن ڏانهن هڪ مٿاڇرو اشارو ۽ مختصر خاڪو آهي. پاڻ سڳورا ﷺ اهي سڀ حرڪتون صبر سان سهي رهيا هئا ۽ عام مسلمان بہ هن شر کان پاڻ بچائي صبر ۽ سهپ جو مظاهرو ڪري رهيا هئا، ڇو تہ ڪين تجربو هو تہ منافق، قدرت پاران هر هر خوار خراب ڪيا ويندا. جيئن ارشاد آهي تہ:

﴿أَوَلَا يَرَوْنَ أَنَّهُمْ يُفْتَنُونَ فِي كُلِّ عَامٍ مَرَّةً أَوْ مَرَّتَيْنِ ثُمَّ لَا يَتُوبُونَ وَلَا هُمْ يَذَّكَّرُونَ (126)﴾(التوبة)

"نہ ڏسندا آهن ڇا تہ هر سال هڪ ڀيرو يا بہ ڀيرا سزا ڏني ويندي اٿن. بيشڪ؟ وري نڪي توبہ ڪندا آهن ۽ نڪي اهي نصيحت وٺندا آهن."

**غزوه بنو المصطلق ۾ منافقن جو ڪردار:-** جڏهن بني المصطلق واري جنگ ٿي ۽ منافق بہ ان ۾ شامل هئا تہ انهن بلڪل ائين ڪيو، جيڪو هن آيت ۾ بڌايل آهي تہ:

﴿لَوْ خَرَجُوا فِيكُمْ مَا زَادُوكُمْ إِلَّا خَبَالًا وَلَأَوْضَعُوا خِلَالَكُمْ يَبْغُونَكُمُ الْفِتْنَةَ ...(47)﴾(التوبة)

"جيڪڏهن اوهان سان (گڏجي) نڪرن ها تہ اوهان ۾ شرارت ڪانسواءِ ڪجھ نہ وڌائين ها ۽ ضرور اوهان ۾ فتنو وجهندڙ ٿي اوهان جي وچ ۾ فساد وجهڻ لاءِ ڊوڙن ها.

اهڙيءَ طرح هن غزوي ۾ ڪين اندر جي باھ ڪڍڻ جا بہ وجھ مليا، جن مان فائدو وٺندي انهن، مسلمانن ۾ چڱو خاصو ڏقير ۽ ڦڙڦوٽ وجهي ڇڏي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي خلاف ڏاڍي واءِ واءِ ڪئي. انهن جو تفصيل هن ريت آهي.

**1. مديني جي سڀ کان بڇڙي ماڻهوءَ کي ڪڍڻ جي ڳالھ:-** پاڻ سڳورا ﷺ غزوه بني المصطلق کان واندا ٿي اجا مريسيع نالي چشمي وٽ ئي رهيا پيا هئا جو ڪجھ ماڻهو پاڻي ڀرڻ ويا. انهن ۾ **حضرت عمر** رضي الله عنه جو هڪ مزدور بہ هو، جنهن جو نالو جهجاه غفاري هو. پاڻيءَ وٽ هڪ ٻئي همراھ سنان بن دبر جهنيءَ جي ڌڪا ڏيڻ تي ٻنهي ۾ جهيڙو ٿي پيو. پوءِ جهنيءَ پڪاريو، يا معشر الانصار (اي انصاريو! مدد لاءِ پهچو) ۽ جهجاه پڪاريو، يا معشر المهاجرين! (اي مهاجرو!

مدد لاءِ پهچو) پاڻ سڳورا ﷺ خبر پهچندي ئي اتي پهتا ۽ فرمايائون تہ: "آئون اجا توهان ۾ موجود آهيان. پوءِ بہ جهالت وارا سڏ پيا ڏيو؟ هن کي ڇڏي ڏيو. اهو ڏپ وارو (پاٽي) آهي."

ان واقعي جي خبر عبدالله بن ابي ابن سلول کي پئي تہ ڪاوڙ ۾ ڀڙڪي پيو ۽ چيائين تہ "ڇا انهن اها حرڪت ڪئي آهي؟ اهي اسان جي پٽن ۾ اچي هاڻي اسان جا ئي ويري ۽ مد مقابل ٿي ويا آهن! الله جو قسم! اسان جي ۽ انهن جي حالت تي وڏن جي اها چوڻي نهڪي اچي ٿي تہ پنهنجن ڪتن کي پالي وڏو ڪريو تہ جيئن اوهان کي ئي ڦاڙي کائين. ٻڌو! **الله جو قسم!** جڏهن اسان مديني پهچون تہ اسان جو سڀ کان معزز ماڻهو، سڀ کان ٻچڙي ماڻهوءَ کي ڌڪي ٻاهر ڪري." پوءِ ويٺلن کي چيائين تہ: اها مصيبت توهان پاڻ پنهنجي سر ڪنئي آهي. توهان انهن کي پنهنجي شهر ۾ آندو ۽ پنهنجي ميڙي پونجي (مال) ورهائي ڏني. ڏسو! توهان وٽ جيڪي ڪجهہ آهي، جيڪڏهن اهو ڪيس ڏيڻ بند ڪريو تہ هو توهان جو شهر ڇڏي ٻئي پاسي هليا ويندا."

ان مهل مجلس ۾ نوجوان صحابي **حضرت** زيد بن ارقم ﷛ بہ ويٺل هو. ان اچي پنهنجي چاچي کي پيرائتي ڳالهہ ڪري ٻڌائي. سندن چاچي، پاڻ سڳورن ﷺ کي خبر پهچائي. ان مهل **حضرت** عمر ﷛ بہ ويٺل هو، جنهن چيو تہ: سائين! عباد بن بشر ﷛ کي چئو تہ هن کي ماري ڇڏي. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: عمر ﷛! اهو ڪيئن ٿو صحيح ٿي سگهي؟ ماڻهو ڇا چوندا تہ محمد ﷺ پنهنجن ئي ساٿين کي پيو مارائي. نہ، پر هلڻ جو **اعلان** ڪرائي ڇڏ."

اهو اهڙو وقت هو، جنهن مهل پاڻ سڳورا ﷺ روانا ڪونہ ٿيندا هئا. ماڻهو هلڻ لڳا تہ **حضرت** اسيد بن حضير ﷛، پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهتو ۽ سلام واري چيائين تہ: اڄ توهان بي مهلائتو هلڻ جو حڪم ڏنو آهي؟ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: توهان جي چڱي مڙس (يعني عبدالله ابن ابي) جيڪي چيو آهي، اهو تو تائين نہ پهتو آهي؟ هن پڇيو تہ: ان ڇا چيو آهي؟ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "سندس خيال آهي تہ جڏهن هو مديني پهچندو تہ سڀ کان معزز ماڻهو سڀ کان ٻچڙي ماڻهوءَ کي مديني مان تڙي ڪڍندو." هن چيو تہ: "يا رسول الله ﷺ! الله جو قسم! هو ذليل آهي ۽ اوهان عزت وارا." ان کانپوءِ چيائين تہ: "يا رسول الله ﷺ! هن سان نرمي ڪريو، ڇو تہ: **الله** جو قسم! الله تعاليٰ اوهان کي ان مهل اسان وٽ پهچايو، جڏهن سندس قوم ڪيس تاج پهرائڻ لاءِ ڪوڏين جو تاج ٺهرائي رهي هئي. ان ڪري هاڻي هو سمجهي ٿو تہ توهان کانئس، سندس بادشاهت ڇني ورتي آهي."

پوءِ پاڻ سڳورا ﷺ سڄو ڏينهن ۽ سڄي رات هلندا رهيا ۽ ٻئي ڏينهن بہ ايتري دير تائين سفر ڪندا رهيا جو اس ساڙڻ لڳي. ان کانپوءِ هڪ هنڌ لٿا تہ ماڻهو زمين تي ليٽندي ئي بي خبر

سمهي پيا. پاڻ سڳورنﷺ بہ اهو ئي چاهيو ٿي تہ ماڻهن کي سک سان ويهي ڪجهہ ڪرڻ جو وجهہ نہ ملي.

هوڏانهن عبدالله بن ابي کي پٽ پيو تہ زيد بن ارقم ﷜ ڳالهہ کولي ڇڏي آهي تہ هو پاڻ سڳورنﷺ وٽ پهتو ۽ الله جو قسم! کڻي چوڻ لڳو تہ: هن جيڪا ڳالهہ ٻڌائي آهي، اها ڳالهہ مون نہ ڪئي آهي ۽ نہ ئي اهڙي ڳالهہ زبان تي آندي اٿم. ان مهل اتي ڪجهہ انصاري بہ ويٺل هئا. انهن بہ چيو تہ: "يا رسول اللهﷺ! اجا هي ٻار آهي. ٿي سگهي ٿو تہ ڀليو هجي ۽ هن جيڪي چيو هجي، سو ڪيس چڱيءَ طرح ياد نہ رهيو هجي!"

اهڙيءَ طرح پاڻ سڳورن ﷺ، عبدالله بن ابي جي ڳالهہ کي سچ سمجهيو. حضرت زيد جو بيان آهي تہ ان تي مون کي اهڙو ڏک ٿيو، جهڙو اڳ ڪڏهن نہ ٿيو هئم ۽ آئون ڏک ۾ گهر وڃي ويهي رهيس. نيٺ الله تعاليٰ سورة المنافقين لاٿي، جنهن ۾ ٻئي ڳالهيون آهن تہ:

﴿هُمُ الَّذِينَ يَقُولُونَ لَا تُنْفِقُوا عَلَى مَنْ عِنْدَ رَسُولِ اللَّهِ حَتَّى يَنْفَضُّوا ...(7)﴾ (المنافقون)

"اهي اهڙا آهن جو (هڪٻئي کي) چوندا آهن تہ جيڪي (مهاجر) الله جي پيغمبر وٽ آهن، تن تي خرچ نہ ڪريو، تانجو ڇڏي وڃن."

﴿يَقُولُونَ لَئِنْ رَجَعْنَا إِلَى الْمَدِينَةِ لَيُخْرِجَنَّ الْأَعَزُّ مِنْهَا الْأَذَلَّ...(8)﴾ (المنافقون)

"چوندا آهن تہ جيڪڏهن (اسين) مديني ۾ موٽي پهتاسون تہ وڏيڪ عزت وارو، وڏيڪ بيعزتي کي اتان ضرور ڪڍي ڇڏيندو.

حضرت زيد ﷜ جو بيان آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ مون کي سڏائي اهي آيتون ٻڌايون ۽ چيو تہ الله تنهنجي تصديق ڪئي آهي.[1]

ان منافق جو (باسعادت) پٽ، جنهن جو نالو بہ عبدالله ﷜ هو، سندس ابتڙ چڱو ماڻهو ۽ وڏن اصحابين منجهان هو. ان پنهنجي پيءُ جي عمل کان بيزاري ڏيکاري ۽ مديني جي در تي تلوار جهلي بيهي رهيو. جڏهن عبدالله بن ابي اتي پهتو تہ کيس چيائين تہ: الله جو قسم! تون هتان اڳتي وڌي بہ ڪونہ سگهندين، جيستائين پاڻ سڳورا ﷺ توکي موڪل نہ ڏين. ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورنﷺ اتي پهچي کيس مديني ۾ گهڙڻ جي موڪل ڏني، تڏهن پٽ، پيءُ جو رستو ڇڏيو. عبدالله بن ابي جي ان ئي پٽ پاڻ سڳورنﷺ کي اهو بہ چيو تہ جي توهان هن کي مارائڻ گهرو تہ مون کي ٻڌايو. الله جو قسم هن جو سر توهان جي خدمت ۾ آڻي رکندس.[2]

---

[1] - صحيح بخاري(1/499، 2/227. 2/228، 229)- ابن هشام (2/290، 291، 292).

[2] - ابن هشام جا ساڳيا صفحا ۽ مختصر السيرة للشيخ عبدالله (ص: 277).

**2. افڪ وارو واقعو:-** هن غزوي جو ٻيو خاص واقعو اِفڪ وارو واقعو آهي. هن واقعي جو تت آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ جو دستور اهو هوندو هو تہ سفر تي ويندي، ٻيبين سڳورين جي نالن جا پڪا وجهندا هئا ۽ جنهن جي نالي جو ڪڻو نڪرندو هو، ان کي ساڻ وٺي ويندا هئا. هن غزوي ۾ ٻيبي عائشہ رضي الله عنها جي نالي جو ڪڻو نڪتو ۽ پاڻ سڳورا ﷺ کين ساڻ وٺي ويا. موٽڻ مهل هڪ جڳهہ تي لٿا. ٻيبي عائشہ رضي الله عنها حاجت لاءِ وئي ۽ پنهنجي ڀيڻ کان اڌارو ورتل هار ڪاٿن وڃائجي ويو. ان ڳالهہ جو احساس ٿيندي ئي پاڻ هڪدم ان جاءِ تي وئي، جتي هار وڃايو هو. ان مهل اهي ماڻهو آيا، جيڪي سندن پالڪي (پاڪڙو يا ڪَجاوُو جيڪو ڍڪيل هجي ان کي محفو بہ چئبو آهي) کي اٺ تي ڪڻي رکندا هئا. انهن سمجهيو تہ ٻيبي سڳوري پالڪيءَ ۾ ويٺل آهي، ان ڪري اها اٺ تي رکي ڇڏيائون ۽ پالڪيءَ جي هلڪي هجڻ تي شڪيا بہ ڪونہ، ڇو تہ ٻيبي عائشہ رضي الله عنها اڃا ننڍي وهيءَ جي هئي ۽ سندن بت ڀريل ۽ ڳرو نہ هو ۽ جيئن تہ گهڻن ماڻهن پالڪي کنئي هئي، ان ڪري هلڪي هجڻ تي شڪ بہ ڪونہ ٿين. جيڪڏهن رڳو هڪ يا ٻہ ڄڻا پالڪي کي کڻن ها تہ پڪ سان محسوس ڪري وٺن ها.

مطلب تہ ٻيبي عائشہ رضي الله عنها هار ڳولهي موٽي تہ لشڪر روانو ٿي چڪو هو ۽ ميدان خالي پيو هو. نہ ڪو سڏڻ وارو هو نہ ئي سڏ ورائڻ وارو. پاڻ اهو سوچي اتي ويهي رهي تہ ڪين ڏسي ڳولهڻ وارا موٽي اتي ايندا، پر الله تعاليٰ، جيڪو هر شيءِ تي قادر آهي، اهو مٿي آسمان تان ويهي جيئن وڻيس تيئن ڪري ٿو. تنهن ڪانپوءِ ٻيبي عائشہ رضي الله عنها جي اک لڳي وئي. پوءِ صفوان بن معطل رضي الله عنه جو اهو آواز ٻڌي کين جاڳ ٿي تہ انا لله و انا اليہ راجعون، پاڻ سڳورن ﷺ جي گهر واري ......؟ هو گذريل رات کان پٺڌ ڪري صبح جو اتي پهتو هو، جتي ٻيبي سڳوري ويٺل هئي. هن ٻيبي عائشہ رضي الله عنها کي سڃاتو، ڇو تہ کين پڙدي جي حڪم کان اڳ ڏسي چڪو هو. ان، انا لله پڙهي ۽ پنهنجي سواري ٻيبي سڳوريءَ جي ويجهو ويهاري. ٻيبي عائشہ رضي الله عنها ان تي چڙهي. حضرت صفوان رضي الله عنه انا لله کان سواءِ ٻي ٻڙڪ بہ ٻاهر نہ ڪڍي ۽ مهاٽ ڪري سواريءَ جو رسو جهلي پنڌ هلندي لشڪر ۾ پهتو. اوڏي مهل ٻپهر ٿيا هئا ۽ لشڪر هڪ هنڌ ترسيل هو. کين ان حالت ۾ گڏ ايندي ڏسي جيترا هئا وات، اوترون ڳالهيون ٿيڻ لڳيون ۽ الله جي دشمن نپاڳي عبدالله بن ابي کي اندر جي اوبر ڪيڻ جو هڪ ٻيو وجهہ ملي ويو. جيئن تہ سندس اندر ۾ حسد ۽ ساڙ جي ڇڻنگ دکامي رهي هئي، ان سندس ڪپٽ کي پڌرو ڪري وڌو. يعني بدڪاريءَ جي تهمت مڙهي ڳالهہ ناهڻ ۽ افواه ڦهلائڻ شروع ڪري ڏنائين. سندس ساٿاري بہ ان ڪم ۾ جنبي ويا ۽ مديني پهچي انهن ڏاڍي واءِ واءِ ڪري ڏني. ٻئي پاسي پاڻ سڳورا ﷺ ماٺ ۾ هئا ۽ ڪجهہ

ڪونہ ٿي ڪڇيائون، پر جڏهن وحي اچڻ ۾ گهڻا ڏينهن لڳا تہ پاڻ سڳورا ﷺ، بيبي عائشہ رضي الله عنها کان ڌار ٿيڻ لاءِ پنهنجن ويساهہ جوڳن اصحابين کان صلاحون وٺڻ لڳا. حضرت علي رضي الله عنه اشارن ئي اشارن ۾ ڪين ڌار ٿي وڃڻ ۽ ٻي شادي ڪرڻ جي صلاح ڏني، پر اسامہ رضي الله عنه وغيره صلاح ڏني تہ پاڻ سڳورا ﷺ اجا بيبي سڳوريءَ کي نڪاح ۾ رکن ۽ دشمنن جي ڳالهين تي ڌيان نہ ڏين. ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ منبر تي چڙهي عبدالله بن ابي جي ايذائن کان ڇوٽڪارو ڏيارڻ لاءِ ڌيان ڇڪرايو. ان تي حضرت سعد بن معاذ رضي الله عنه ۽ اسيد بن حضير رضي الله عنه، ڪيس مارڻ جي موڪل گهري، پر حضرت سعد بن عبادة رضي الله عنه تي قبائلي حميت غالب اچي وئي، جيڪو عبدالله بن ابي جي قبيلي خزرج جو سردار هو ۽ سندن ٻنهي ڄڻن سان منهن ماري ٿي پئي، جنهن جي ڪري ٻئي قبيلا ڀڙڪي پيا. پاڻ سڳورن ﷺ ڏاڍي مشڪل سان ڪين ماٺ ڪرائي ۽ پوءِ پاڻ بہ ماٺ ڪري ويهي رهيا.

هوڏانهن بيبي عائشہ رضي الله عنها جو حال اهو هو تہ پاڻ غزوي تان موٽندي ئي بيمار ٿي پئي ۽ هڪ مهيني تائين لاڳيتي بيمار رهي. ڪين ان تهمت بابت خبر بہ ڪانہ هئي. باقي ڪين ان ڳالهہ جو ڪٽڪو ضرور هو تہ پاڻ سڳورا ﷺ بيماريءَ ۾ جهڙيءَ طرح سندن سار سنڀال لهندا هئا، هاڻي اها نظر نہ پئي اچي. چاڪ ٿيڻ ڪانپوءِ پاڻ هڪ رات ام مسطح رضي الله عنها سان گڏ حاجت لاءِ ميدان ۾ وئي. اتفاق سان ام مسطح رضي الله عنها پنهنجي چادر ۾ وچڙي ڪري پئي ۽ ان لاءِ پنهنجي پٽ کي پٽڻ لڳي. بيبي عائشہ رضي الله عنها، ڪين ٽوڪيو تہ ان بيبي عائشہ رضي الله عنها کي ٻڌايو تہ منهنجو پٽ بہ افواه ڦهلائڻ جي ڏوهہ ۾ ڀاڱي ڀائيوار آهي ۽ پوءِ تهمت لڳڻ جي سڄي ڳالهہ پيرائتي ڪري ٻڌايائين. بيبي عائشہ رضي الله عنها موٽڻ ڪانپوءِ صحيح احوال وٺڻ لاءِ پاڻ سڳورن ﷺ کان مائٽن ۾ وڃڻ جي اجازت گهري، موڪل ملڻ تي مائٽن ۾ وئي ۽ سڄي ڳالهہ جي پڪي خبر پوڻ تي بي اختيار ٿي اچي روئڻ ۾ پئي ۽ لاڳيتو بہ راتيون ۽ هڪ ڏينهن روئندي گذاريائين. ان دوران نہ آرام ڪيائين ۽ نہ ئي روئڻ بند ڪيائين. ڪين لڳو ٿي تہ روئندي روئندي سندن هانءُ ڦاٽي پوندو. اهڙيءَ حالت ۾ پاڻ سڳورا ﷺ اتي آيا ۽ شهادت جي ڪلمي تي خطبو پڙهيائون ۽ پوءِ فرمايائون تہ: "اي عائشہ! مون کي تنهنجي باري ۾ هيءَ ڳالهہ معلوم ٿي آهي. جي تو ائين ناهي ڪيو تہ الله تعاليٰ جلد ئي تنهنجي آجي هجڻ جو ڄاڻ ڏيندم ۽ جي الله نہ ڪري توکان ڪو گناهہ ٿيو آهي تہ تون الله کان ڇوٽڪاري لاءِ دعا گهر ۽ توبهہ ڪر، ڇو تہ ٻانهو جڏهن گناهہ باسي الله آڏو توبہ ڪندو آهي تہ الله ان جي توبہ قبوليندو آهي."

ان مهل بيبي عائشہ رضي الله عنها جا لڙڪ بيهي رهيا ۽ هاڻي هڪ ڦڙو بہ ڪونہ ٿي وهيو. پاڻ، پنهنجن مائٽن کي چيائين تہ توهان، پاڻ سڳورن ﷺ کي جواب ڏيو، پر مائٽن جي

سمجهہ ۾ نہ پئي آيو تہ ڪهڙو جواب ڏين. تنهن تي بيبي عائشہ رضي الله عنها پاڻ ئي چيو تہ: "والله آئون ڇاڻان ٿي تہ اها ڳالهہ بار بار ٻڌي توهانجي دل ۾ ويهي وئي آهي ۽ توهان ان ڳالهہ کي سچ سمجهي ڇڏيو آهي. ان ڪري جي آئون چوان تہ آئون بيڏوهي آهيان ۽ الله چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو تہ آئون بيڏوهي آهيان، تہ بہ توهان منهنجي ڳالهہ تي اعتبار نہ ڪندؤ ۽ جي آئون ڪا ڳالهہ مڃي ويهان، جڏهن تہ الله تعاليٰ ڄاڻي ٿو تہ آئون بيڏوهي آهيان تہ توهان هڪدم مڃي ويهندؤ. اهڙيءَ حالت ۾ منهنجو ۽ اوهان جو مثال اهڙو آهي، جهڙو حضرت يوسف عليه السلام جي والد چيو هو تہ:

﴿فَصَبْرٌ جَمِيلٌ وَاللَّهُ الْمُسْتَعَانُ عَلَى مَا تَصِفُونَ (18)﴾ (يوسف)

"تنهنڪري مونکي چڱو صبر ڪرڻ گهرجي ۽ جيڪي اوهين بيان ڪندا آهيو، تنهن تي الله کان مدد گهري وڃي ٿي."

ان کانپوءِ بيبي عائشہ رضي الله عنها پرتي وڃي ليٽي پئي ۽ ان مهل پاڻ سڳورن ﷺ تي وحي لهڻ لڳي. جڏهن وحي لهڻ جي شدت ۽ ڪيفيت ختم ٿي تہ پاڻ سڳورا ﷺ مسڪرائڻ لڳا ۽ پاڻ سڳورنﷺ جيڪا ڳالهہ پهرين ڪئي، اها اِها هئي تہ: "اي عائشہ رضي الله عنها! الله توکي آجو ڪيو آهي. ان تي (خوشيءَ ۾) سندن امڙ چيو تہ: (عائشہ رضي الله عنها) پاڻ سڳورنﷺ ڏانهن مهڙ ڪر (ٿورا مڃ). بيبي سڳوريءَ پنهنجي بيڏوهي هجڻ ۽ پاڻ سڳورن جي محبت تي ڀروسو ۽ پڪ هئڻ سبب لاڏ ڪندي چيو تہ: "والله! آئون انهن ڏانهن ڪونہ اينديس ۽ رڳو الله جي ساراهہ ڪنديس."

ان موقعي تي افڪ واري واقعي بابت جيڪي ڏهہ آيتون الله تعاليٰ نازل ڪيون، اهي سورة نور ۾ آهن، جيڪي ﴿إِنَّ الَّذِينَ جَاءُوا بِالْإِفْكِ عُصْبَةٌ مِنْكُمْ ...﴾ کان شروع ٿين ٿيون.

ان کانپوءِ تهمت هڻڻ جي ڏوهہ ۾ مسطح بن اثابہ رضي الله عنه، حسان بن ثابت رضي الله عنه ۽ حمنة بنت جحش رضي الله عنها کي اسي اسي ڪوڙا هنيا ويا. ([1]) باقي عبدالله بن ابي هن سزا کان بچي ويو. جڏهن تہ تهمت هڻڻ ۾ هو سڀ کان اڳيرو هو ۽ ان ئي هن معاملي ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو هو. کيس سزا نہ ڏيڻ جو سبب يا تہ اهو آهي تہ جن ماڻهن تي حد لاڳو ڪئي ويندي آهي اها سندن آخرت جي عذاب ۽ گناهہ جو ڪفارو بڻجي ٿي وڃي ۽ عبدالله بن ابي کي الله تعاليٰ آخرت ۾ سخت عذاب ڏيڻ جو اعلان ڪري ڇڏيو هو. يا وري اها ئي مصلحت ڪارفرما هئي، جنهن جي ڪري سندس اسلام

[1] - اسلامي قانون اهو ئي آهي تہ جيڪو ماڻهو ڪنهن تي زنا جي تهمت مڙهي ۽ ثبوت نہ پيش ڪري تہ ان کي (يعني تهمت لڳائڻ واري کي) اسي ڪوڙا هنيا وڃن.

سان پڌرو وير هوندي بہ کيس ماريو نہ ويو. [1] **حافظ ابن حجر** ﷀ، **امام حاکم جي هڪ روايت نقل ڪئي** آهي تہ عبدالله بن ابي تي بہ حد لڳائي وئي هئي.

اهڙيءَ طرح هڪ مهيني ڪانپوءِ مديني جي فضا شڪ شبهن ۽ بيچينيءَ کان پاڪ ٿي وئي ۽ عبدالله بن ابي اهڙو خوار ٿيو جو ٻيهر سر نہ کڻي سگهيو. ابن اسحاق جو چوڻ آهي تہ ان ڪانپوءِ جڏهن بہ هو ڪا گڙٻڙ ڪندو هو تہ سندس ئي قوم جا ماڻهو کيس گهٽ وڌ ڳالهائيندا هئا ۽ ٽوڪيندا هئا. اها حالت ڏسي پاڻ سڳورن ﷺ، **حضرت عمر** ؓ کي چيو تہ: "اي عمر ؓ! ڇا تو پاڻئين؟ ڏس! والله جيڪڏهن تون هن ماڻهوءَ کي ان ڏينهن ماري ڇڏين ها، جنهن ڏينهن تو، مون سان کيس مارڻ جي ڳالهہ ڪئي هئي تہ سندس **ڪيترائي همدرد** اٿي پون ها، پر جيڪڏهن اڄ سندس انهن **همدردن** کي کيس مارڻ جو چئجي تہ اهي کيس ماري ڇڏيندا." **حضرت عمر** ؓ چيو تہ: "والله! مون اهو ڀليءَ پت ڄاڻي ورتو آهي تہ الله جي رسول جي سوچ منهنجي سوچ کان وڌيڪ وزن رکي ٿي. [2]

*-*-*

[1] - صحيح بخاري(1/364، 2/696، 697، 698)- زاد المعاد(2/113، 114، 115)- ابن هشام(2/ 297 _ 307).

[2] - ابن هشام(2/293).

# غزوه مريسيع کانپوءِ جون فوجي مهمون

1.ديار بني ڪعب جي ماڳ وارو سريو (دومة الجندل جو علائقو):- هي سريو حضرت عبدالرحمان بن عوف ﷛ جي اڳواڻيءَ ۾ شعبان 6 هه ۾ موڪليو ويو. پاڻ سڳورن ﷺ کين پنهنجي آڏو ويهاري پاڻ پنهنجن مبارڪ هٿن سان پٽڪو ٻڌو ۽ ويڙهه ۾ سٺي حڪمت عملي اختيار ڪرڻ جي وصيت ڪيائون ۽ فرمايائون ته جيڪڏهن اهي تنهنجي اطاعت قبولين ته تون سندن بادشاهه جي نياڻيءَ سان پرڻو ڪجان. حضرت عبدالرحمان بن عوف ﷛ اتي پهچي ٽي ڏينهن لاڳيتو اسلام جي دعوت ڏني. نيٺ قوم وارن اسلام قبوليو. پوءِ حضرت عبدالرحمان ﷛ تماضر بنت اصبغ سان شادي ڪئي. اها ئي حضرت عبدالرحمان ﷛ جي پٽ ابو سلمه جي ماءُ بڻي. ان خاتون جو پيءُ پنهنجي قوم جو سردار ۽ بادشاهه هو.

2.ديار بني سعد جي ماڳ وارو سريو (فدڪ وارو علائقو):- هيءُ سريو شعبان 6 هه ۾ حضرت علي﷛ جي اڳواڻيءَ ۾ موڪليو ويو. ان جو ڪارڻ اهو هو جو پاڻ سڳورن ﷺ کي پتو پيو ته بنو سعد جي هڪ جماعت يهودين کي مدد پهچائڻ گهري ٿي. تنهنڪري پاڻ سڳورن ﷺ، حضرت علي ﷛ کي ٻه سؤ ماڻهو ڏئي موڪليو. اهي رات جو پنڌ ڪندا هئا ۽ ڏينهن جو لڪي ويندا هئا. نيٺ هڪ خابرو هٿ لڳن. ان ٻاسيو ته هنن، خيبر جي ڪجين جي بدلي ۾ مدد ڏيڻ جي آڇ ڪئي آهي. تنهن کانپوءِ حضرت علي ﷛ انهن تي حملو ڪري پنج سؤ اٺ ۽ ٻه سؤ ٻڪريون هٿ ڪيون. باقي بنو سعد پنهنجن ٻارن ٻچن سان گڏ ڀڄي ويا. سندن سردار وبر بن عليم هو.

3. وادي القرىٰ وارو سريو:- هيءُ سريو شعبان 6 هه ۾ حضرت ابوبڪر ﷛ يا حضرت زيد بن حارثہ﷛ جي اڳواڻيءَ ۾ رمضان 6 هه ۾ موڪليو ويو. ان جو ڪارڻ اهو هو ته بنو فزاره جي هڪ شاخ دولاب سان پاڻ سڳورن ﷺ کي مارڻ جو رٿيو هو. تنهنڪري پاڻ سڳورن ﷺ، حضرت ابوبڪر صديق ﷛ کي موڪليو. حضرت سلمه بن اڪوع ﷛ جو بيان آهي ته هن جنگ ۾ آئون به ساڻن گڏ هوس. فجر نماز پڙهڻ کانپوءِ سندن حڪم تي ڇاپو هنيوسين ۽ چشمي تي ڪاهي پياسين. حضرت ابوبڪر صديق ﷛، ڪن ماڻهن کي ماريو. مون هڪ ٽولو ڏٺو، جنهن ۾ عورتون ۽ ٻار به هئا. مون کي لڳو ته متان هي مون کان اڳ جبل تي نه چڙهي وڃن. مون کين جهلڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ انهن جي ۽ جبل جي وچ ۾ تير اڇلايم، تنهن تي اهي بيهي رهيا. انهن ۾ ام قرفہ نالي هڪ عورت به هئي، جنهن کي چمڙي جو پراڻو لباس پهريل هو. ساڻس گڏ سندس ڌيءُ به هئي، جيڪا

عربستان جي سهڻين عورتن مان هڪ هئي. آئون انهن سيني کي ڇڪيندو ابوبڪر صديق رضي الله عنه وٽ وٺي آيس. جنهن اها ڇوڪري مون کي ڏني. مون اجا ڪپس هٿ به نه لاٿو هو جو پاڻ سڳورن ﷺ اها ڇوڪري مون کان (سلمه بن اڪوع رضي الله عنه) وٺي مڪي موڪلي ڇڏي ۽ موٽ ۾ اتي جي گهڻن ئي مسلمان قيدين کي آجو ڪرائي ورتو.[1] ام قرفه هڪ شيطان عورت هئي پاڻ سڳورن ﷺ جي قتل جون ڳالهيون ڪندي هئي ۽ ان ارادي سان پنهنجي خاندان جا ٽيهه شهسوار تيار ڪيا هئائين انهيءَ کي مناسب بدلو ملي ويو ۽ ان جا ٽيهه ئي سوار ماريا ويا.

**4. عُرنيين وارو سريو:-** هي سريو شوال 6 هه ۾ حضرت ڪرز بن جابر فهري رضي الله عنه جي اڳواڻيءَ ۾ موڪليو ويو. ان جو ڪارڻ اهو هو ته عڪل ۽ عرنيه جا ڪجهه ماڻهو مديني اچي مسلمان ٿيا ۽ مديني ۾ ئي رهي پيا، پر کين مديني جي آبهوا راس نه آئي، تنهنڪري پاڻ سڳورن ﷺ، کين ڪجهه اٺن سان گڏ چراگاهه ڏانهن موڪلي ڇڏيو ۽ کين حڪم ڪيو ته اٺن جو کير ۽ پيشاب پيئندا رهن. جڏهن اهي نوبنا ٿي ويا ته پاڻ سڳورن ﷺ جي اوٺار کي ماري، اٺ ڪاهي هليا ويا ۽ مرتد ٿي ويا. تنهنڪري پاڻ سڳورن ﷺ کين ڳولڻ لاءِ ڪرز بن جابر فهري رضي الله عنه کي ويهن اصحابين سان روانو ڪيو ۽ اها دعا ڪئي ته يا الله! عرنيه وارن تي رستو انڌو ڪري ڇڏ ۽ ڪنگڻ کان به وڌيڪ سوڙهو ڪري ڇڏ.

الله تعاليٰ اها دعا قبولي، تنهن ڪانپوءِ اهي جهلجي پيا ۽ مسلمان اوٺار کي مارڻ جي ڏوهه ۾ قصاص طور سندن هٿ پير ڪپيا ويا، اکين ۾ گرم ڪانيون ڦيريون ويون ۽ کين حرّه جي هڪ ڪنڊ ۾ ڇڏيو ويو، جتي اهي پٽ تي تڙپي تڙپي مري ويا.[2] اهو واقعو صحيح بخاري وغيره ۾ حضرت انس رضي الله عنه کان آيل آهي.[3]

سيرت نگارن ان ڪانپوءِ هڪ ٻئي سريي جو به ذڪر ڪيو آهي، جيڪو حضرت عمرو بن اميه ضمري رضي الله عنه، حضرت سلمه بن ابي سلمه رضي الله عنه جي ساٿ سان شوال 6 هه ۾ سر ڪيو. ان جو تفصيل هن ريت ڄاڻايو ويو آهي ته حضرت عمرو بن اميه ضمري رضي الله عنه، ابوسفيان کي مارڻ لاءِ مڪي ويو هو، ڇو ته ابو سفيان، پاڻ سڳورن ﷺ کي مارڻ لاءِ هڪ اعرابيءَ کي مديني موڪليو هو، پر ٻنهي ڌرين مان ڪير به سوڀارو نه ٿيو. سيرت نگار اهو به ٻڌائين ٿا ته هن سفر ۾ حضرت عمرو رضي الله عنه ٽي ڪافر ماريا هئا ۽ حضرت خبيب رضي الله عنه جو لاش ڪٽي ويو هو. جڏهن ته حضرت خبيب رضي الله عنه جي شهادت جو واقعو رجيع کان ڪجهه ڏهاڙا يا ڪجهه مهينا پوءِ ٿيو ۽ رجيع وارو واقعو صفر 4 هه جو

---

1 - صحيح مسلم (89/2) ڇيو وڃي ٿو ته هي سريو 7 هه ۾ ٿيو هو.

2 - زاد المعاد (122/2).

3 - صحيح بخاري (602/2) وغيره.

آهي. ان ڪري آئون اهو سمجهڻ ڪان قاصر آهيان تہ اهي ٻئي واقعا الڳ الڳ سفرن جا آهن. جيڪي سيرت نگارن جي پل ڪري هڪٻئي سان ملي ويا آهن ۽ انهن ٻنهي کي هڪ سفر سمجهي ذڪر ڪيو ويو آهي يا اهو تہ اهي ٻئي واقعا سچ پچ بہ هڪ ئي سفر ۾ ٿيا آهن ۽ سيرت نگارن کان سال جو تعين ڪرڻ ۾ ڀولو ٿيو آهي ۽ انهن 4 هہ بدران 6 هہ ڄاڻايو آهي. علامہ منصورپوري ﷫ بہ هن واقعي کي جنگي مهم يا سريو مڃڻ کان ﷛ انڪار ڪيو آهي. والله اعلم.

اِهي آهن اُهي سريا ۽ غزوه، جيڪي خندق واري جنگ ۽ بني قريظہ تي چڙهائيءَ ڪانپوءِ ٿيا. انهن مان ڪنهن کي بہ سخت جنگ نٿو ڪوٺي سگهجي. رڳو ڪي معمولي جهڙپون ٿيون، تنهنڪري انهن مهمن کي جنگ بدران فوجي گشت ۽ تاديبي چرپر چئي سگهجي ٿو، جنهن جو مقصد ضدي بدوين ۽ مغرور دشمنن کي ڊيڄارڻ هو. غور سان جاچڻ تي پتو پوي ٿو تہ خندق واري جنگ ڪانپوءِ حالتون مٽجڻ لڳيون هيون ۽ اسلام جي دشمنن جا حوصلا پست ٿي رهيا هئا. هاڻي کين اها اميد ڪانہ رهي هئي تہ ڪو اسلام جي دعوت کي ٽوڙي ۽ ان جي شان ۽ عظمت کي پائمال ڪري سگهجي ٿو. پر اها تبديلي اڃا بہ ڏڍهن پڌري ٿي، جڏهن مسلمان صلح حديبيہ کان فارغ ٿي ويا. اها صلح اصل ۾ اسلام جي سگهہ لاءِ مڃتا هئي ۽ ان سان پڪ ٿي وئي تہ هاڻي هن قوت کي عربستان مان ڪابہ ڌر ختم نٿي ڪري سگهي.

*-*-*

# صلح حديبيہ (ذي القعد 6 ھ)

**عمري تي وڃڻ جو سبب:-** جڏهن عربستان جون حالتون گهڻي حد تائين مسلمانن جي حق ۾ ٿي ويون ته اسلامي دعوت جي سوڀ ۽ وڏي فتح جا آثار هوريان هوريان ظاهر ٿيڻ لڳا ۽ مسجد الحرام ۾، جنهن جو دروازو مشرڪن، مسلمانن تي ڇهه سال بند رکيو هو، مسلمانن جي عبادت جو حق مڃڻ جي شروعات ٿي.

پاڻ سڳورن ﷺ کي مديني ۾ اهو خواب ڏيکاريو ويو ته پاڻ سڳورا ﷺ ۽ اصحابي سڳورارضي **الله عنهم**، مسجد الحرام ۾ گهڙيا آهن. پاڻ سڳورن ﷺ **ڪعبة الله** جي ڪنجي ورتي ۽ اصحابين ساڻ **ڪعبة الله** جو طواف ۽ عمرو ڪيو. پوءِ ڪن ماڻهن مٿو ڪوڙايو ۽ ڪن ٿورا وار ڪترايا. پاڻ سڳورن ﷺ، اصحابي سڳورن **رضي الله عنهم** کي اهو خواب ٻڌايو ته اهي ڏاڍا سرها ٿيا ۽ انهن اهو سمجهيو ته هن سال مڪي ۾ گهڙڻ نصيب ٿيندو. پاڻ سڳورن ﷺ، اصحابي سڳورن کي اهو به ٻڌايو ته: پاڻ سڳورا ﷺ عمرو ڪندا. ان ڪري اصحابي سڳورا به سفر لاءِ تيار ٿي ويا.

**عمرو ڪرڻ لاءِ پڙهو گهمائڻ:-** پاڻ سڳورن ﷺ مديني ۽ پرپاسي جي وسندين ۾ پڙهو ڏياريو ته هلڻ وارا پاڻ سڳورن ﷺ سان گڏ هلن، پر گهڻن اعرابين هلڻ ۾ دير ڪئي. بئي پاسي پاڻ سڳورن ﷺ اجرا ڪپڙا پاتا. مديني جي واڳ ام مڪتوم رضي الله عنه يا نميلہ ليثي رضي الله عنه کي ڏنائون ۽ پنهنجي قصواء نالي ڏاچيءَ تي چڙهي پهرين ذي القعده 6 ھ آچر جي ڏينهن نڪتا. ساڻن گڏ ام المؤمنين بيبي ام سلمہ **رضي الله عنها** به هئي. چوڏنهن سؤ (يا پندرنهن سؤ) اصحابي سڳورا ساڻن گڏ هئا. پاڻ سڳورن ﷺ سفر وارو هٿيار يعني مياڻن ۾ بند تلوارن کانسواءِ بيو ڪوبہ هٿيار ساڻ نہ کنيو هو.

**مڪي ڏانهن مسلمانن جو وڃڻ:-** پاڻ سڳورن ﷺ جو رخ مڪي ڏانهن هو. ذوالحليفہ پهچي پاڻ سڳورن ﷺ هدي [1] کي پٽو ٻڌو (يعني قرباني جي جانور کي ڳاني ٻڌي) ۽ ٿوها چيري نشان ٺاهيو ۽ عمري جو احرام ٻڌائون ته جيئن ماڻهو مطمئن ٿين ته پاڻ سڳورا ﷺ جنگ ڪونہ ڪندا. اڳيان خزاعہ قبيلي جو هڪ خابرو به موڪليو ويو ته جيئن هو قريشن جي ارادن جي خبرچار

[1] - هدي، اهو جانور، جيڪو حج ۽ عمري ڪرڻ وارا مڪي يا رضي الله عنه منیٰ ۾ ذبح ڪن ٿا. جاهليت جي ڏينهن ۾ عربن جو دستور هو تہ قرباني جو جانور رڍ، ٻڪري آهي تہ علامت طور ڳچيءَ (ڪنڌ) ۾ پٽو (ڳاني) وڌي وڃي ٿو ۽ جي اٺ آهي تہ ٿوهو چيري رت مکيو وڃي ٿو. اهڙي وهٽ کي ڪير بہ هٿ نہ لائيندو هو. شريعت بہ اهو دستور برقرار رکيو.

وٽي اچي. عسفان ويجهو پهتا تہ ان خابروءَ اچي خبر ڏني تہ آئون ڪعب بن لوَي وارن کي ان حالت ۾ ڇڏي آيو آهيان جو انهن، پاڻ سڳورن ﷺ سان وڙهڻ لاءِ حليف قبيلا گڏ ڪري ورتا آهن ۽ پاڻ سڳورن ﷺ سان وڙهڻ ۽ ڪعبة الله پهچڻ کان روڪڻ جو پڪو پهہ ڪري ويٺا آهن. اها خبر ٻڌي پاڻ سڳورن ﷺ، اصحابي سڳورن رضي الله عنهم سان صلاح ڪئي ۽ چيو تہ: "ڇا توهان جي اها راءِ آهي تہ جيڪي ماڻهو قريشن جي مدد لاءِ سندرو ٻڌي بيٺا آهن، اسان انهن تي اوچتو ڪاهي پئون ۽ کين جهلي وٺون؟ ان ڪانپوءِ جيڪڏهن اهي ماٺ ڪري ويهندا تہ ان جو مطلب اهو ٿيندو تہ جنگ جي سختين سندن ڇيلهہ ڀڃي ڇڏي آهي ۽ جي هو وڙهن ٿا تہ بہ ان حالت ۾ جو الله تعاليٰ کين شڪست نصيب ڪندو، يا توهان جي اها راءِ آهي تہ اسين ڪعبة الله جو رخ ڪريون ۽ جيڪو اسان جي راهہ ۾ رنڊڪ وجهي، ان سان وڙهون؟ ان تي حضرت ابوبڪر صديق ﷛ عرض ڪيو تہ: الله ۽ ان جو رسول وڌيڪ ڄاڻن ٿا. هونئن اسين عمري لاءِ آيا آهيون، ڪنهن سا وڙهڻ لاءِ نہ، پر جيڪو اسان جي ۽ ڪعبة الله جي وچ ۾ رڪاوٽ بڻبو، ان سان وڙهنداسين. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: پلي پوءِ هلو. تنهن تي ماڻهن سفر جاري رکيو.

**ڪعبة الله پهچڻ کان مسلمانن کي جهلڻ جي ڪوشش:-** هوڏانهن قريشن کي پاڻ سڳورن ﷺ جي نڪرڻ جي خبر پئي تہ انهن مجلس شوريٰ سڏائي ۽ طئہ ڪيو تہ ڪيئن بہ ڪري مسلمانن کي ڪعبة الله کان پري رکجي. تنهنڪري جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ حليف ڏرين کان پاسو ڪندي سفر جاري رکيو تہ بني ڪعب جي هڪ ڇڙي اچي کين خبر ڏني تہ قريش ذوالطويٰ وٽ اڳ جهليو ويٺا آهن ۽ خالد بن وليد بہ سؤ سوارن جو جٿو وٺي ڪراع الغميم ۾ سنبريو بيٺو آهي. (ڪراع الغميم، مڪي وڃڻ واري مڪ واپاري رستي تي آهي) خالد، ملسمانن کي روڪڻ جي ڪوشش بہ ڪئي، جو انهن پنهنجن سوارن کي اهڙي هنڌ بيهاريو، جتان ٻئي ڌريون هڪ ٻئي کي ڏسي رهيون هيون. خالد، اڳين نماز مهل جڏهن ڏٺو تہ مسلمان رڪوع ۽ سجدي ۾ وڃي رهيا آهن تہ چوڻ لڳو تہ اهي غافل هئا، اسين ڪاهي پئون ها تہ کين ماري وجهون ها. ان ڪانپوءِ وچين نماز مهل مسلمانن تي اوچتو ڪاهڻ جو رٿيائين، پر الله تعاليٰ ان وچ ۾ صلوات خوف (جنگ مهل پڙهجندڙ خاص نماز) جو حڪم نازل ڪيو ۽ خالد جي هٿان موقعو نڪري ويو.

**خوني ٽڪراءَ کان بچڻ جي ڪوشش ۽ رستو مٽائڻ:-** هوڏانهن پاڻ سڳورن ﷺ ڪراع الغميم جو مک لنگهہ ڇڏي ٻيو ور وڪڙن وارو رستو اختيار ڪيو، جيڪو جابلو ورن وڪڙن منجهان لنگهيو ٿي. يعني پاڻ سڳورا ﷺ ساڄي پاسي کان ٿورو هيٺ لهي حمش جي وچ مان لنگهندي هڪ اهڙي واٽ تي هليا، جيڪا ثنية المرار وٽان نڪتي ٿي. ثنية المرار مان حديبيہ ۾ لهن ٿا ۽ حديبيہ،

مڪي جي هيٺال ۾ آهي. اها واٽ وٺڻ جو فائدو اهو ٿيو تہ ڪراع الغميم جو مک رستو، جيڪو تنعيم کان لنگھي حرم تائين وڃي ٿو ۽ جنهن تي خالد بن وليد جو جٿو اڳ جهلي بيٺو هو، اهو کاٻي پاسي رهجي ويو. خالد، جڏهن مسلمانن جي (هلڻ سان اٿيل) دز ڏسي محسسوس ڪيو تہ انهن رستو مٽائي ڇڏيو آهي تہ گھوڙو ڊوڙائي قريشن کي نئين خطري جي ڄاڻ ڏيڻ لاءِ ڊوڙندي مڪي پهتو.

بئي پاسي پاڻ سڳورا ﷺ لاڳيتو هلندا رهيا. جڏهن ثنية المرار پهتا تہ ڏاچي ويهي رهي. ماڻهن گهڻو ئي هڪلون ڪيس، پر اها ويٺي رهي. ماڻهن چيو تہ قصواء اڙي ڪئي آهي. پاڻ سڳورنﷺ فرمايو تہ: قصواء اڙي نہ ڪئي آهي ۽ نہ ڪو هن کي اهڙي هير آهي، پر ڪيس ان هستيءَ روڪيو آهي، جنهن هاٿيءَ کي روڪيو هو. پوءِ فرمايائون تہ: "ان هستيءَ جو قسم جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، اهي ڪنهن بہ اهڙي ڳالهہ جي گھر نہ ڪندا، جنهن ۾ ڪين الله جي حرمت جو اونو هجي، پر پوءِ بہ آئون اهي ضرور مڃيندس." ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ ڏاچيءَ کي هڪل ڪئي تہ اها ٽپ ڏئي اٿي بيٺي. پوءِ پاڻ سڳورا ﷺ ٿورو رستو مٽائي اچي اقصائي حديبيہ ۾ هڪ چشمي وٽ لٿا، جنهن ۾ ٿورڙو پاڻي هو ۽ ماڻهن ٿورو ٿورو ڪنيو تہ بہ جلد ئي پاڻي ختم ٿي ويو. تنهن تي ماڻهن پاڻ سڳورن ﷺ کي اڃ جي دانهن ڏني. پاڻ سڳورن ﷺ ترڪش مان هڪ تير ڪڍيو ۽ حڪم ڪيو تہ: چشمي ۾ وجهي ڇڏيو. ماڻهن ائين ئي ڪيو. ان ڪانپوءِ الله جي ڪرٽي اها ٿي جو ان چشمي مان لاڳيتو پاڻي بوڙيا ڪري نڪرندو رهيو، تان تہ سيئي ماڻهو اڃ لاهي موٽيا.

**بُديل بن ورقاء جي ٿياڪڙي:-** پاڻ سڳورا ﷺ سانتيڪا ٿي ويٺا تہ بديل بن ورقاء خزاعي پنهنجي قبيلي خزاعہ جا ڪجھ ماڻهو وٺي پهتو. تهامہ جي رهاڪن ۾ اهو ئي قبيلو (خزاعہ) پاڻ سڳورن ﷺ جو همدرد هو. بديل چيو تہ: "آئون ڪعب بن لوئي کي ڏسندو پيو اچان. اهي حديبيہ جي گهڻي پاڻيءَ واري ماڳ تي ترسيا پيا آهن. ساڻس گڏ ٻار ٻچا بہ آهن. اهي توهان سان وڙهڻ ۽ توهان کي ڪعبة الله کان روڪڻ جو پڪو پهہ ڪري نڪتا آهن." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "اسين ڪنهن سان وڙهڻ نہ نڪتا آهيون. قريشن کي لڙاين ٿڪائي وڌو آهي ۽ ڏاڍو نقصان بہ رسايو آهي. ان ڪري جي اهي گھرن تہ ڪجھ عرصي لاءِ ناهہ ڪري سگھجي ٿو ۽ اهي منهنجي ۽ منهنجن ماڻهن جي وچان نڪري وڃن. پوءِ جي منهنجو غلبو ٿئي تہ ٻين وانگر منهنجي اطاعت ڪن يا وري مدت پوري ٿيڻ تي تازا توانا ٿي چڪا هوندا. باقي جيڪڏهن ڪين ويڙهہ ڪانسواءِ ٻي واٽ هٽ نٿي اچي تہ پوءِ ان هستيءَ جو قسم، جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، آئون پنهنجي دين لاءِ ساڻن

ايستائين وڙهندو رهندس، جيستائين منهنجي سر ۾ ساه آهي يا جيستائين الله تعاليٰ پنهنجو حڪم نه نازل ڪري."

بديل چيو ته: "توهان جيڪي چيو، اهو آئون قريشن تائين پهچائيندس. ان ڪانپوءِ قريشن وٽ ويو ۽ چيائين ته: آئون فلاڻي وٽان ٿيو پيو اچان. مون ڪانئس هڪ ڳالهه ٻڌي آهي، چئو ته توهان کي ٻڌايان. ان تي جاهلن چيو ته اسان کي ڪهڙ ڪانهي ته تون اسان سان هن جي ڳالهه ڪرين، پر جيڪي ماڻهو سمجهدار هئا، انهن چيو ته ڀلا ٻڌاءِ ته سهي ته تو ڇا ٻڌو آهي؟ بديل چيو ته مون ڪيس هي هي ڳالهيون ڪندي ٻڌو آهي. ان تي قريشن، مڪرز بن حفص کي موڪليو. ڪيس ڏسندي ئي پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته: هي بدعهد ماڻهو آهي، تنهن ڪانپوءِ جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ، ساڻس ڳالهه ٻولهه ڪئي ته ان کي به ساڳي ڳالهه چيائون، جيڪا بديل ۽ ان جي ساٿين کي چئي هئائون. ان موٽي وڃي قريشن کي پيرائتي ڳالهه ڪري ٻڌائي.

**قريشن جو قاصد:-** ان ڪانپوءِ حليس بن علقمه نالي بنو ڪنانه جي هڪ ماڻهوءَ چيو ته: مون کي هن وٽ وڃڻ ڏيو. ماڻهن چيس ته ڀلي وڃ. پاڻ سڳورن ﷺ کيس پريان کان ايندو ڏسي اصحابي سڳورن کي چيو ته "اهو فلاڻو آهي. سندس تعلق اهڙيءَ قوم سان آهي، جيڪا قرباني جي جانورن جو ڏاڍو احترام ڪندي آهي، تنهنڪري جانورن کي اٿاري بيهاريو." اصحابين جانورن کي اٿاري بيهاريو ۽ پاڻ به لبيڪ جي صدا هڻندي سندس آجيان ڪيائون. هن اها حالت ڏٺي ته چيائين: "سبحان الله! هنن ماڻهن کي ڪعبة الله وڃڻ کان روڪڻ چڱو نه آهي ۽ اتان ئي پنهنجن ساٿين وٽ موٽي ويو ۽ چيائين ته: "مون قربانيءَ جا جانور ڏٺا، جن جي ڳچين ۾ نشانيءَ جا رسا ٻڌل هئا ۽ جن جا ٿوها چيريل هئا. ان ڪري کين ڪعبة الله ۾ اچڻ کان روڪڻ کي آئون چڱو نٿو سمجهان." ان تي قريشن ۽ سندس وچ ۾ اهڙي ڏي وٺ ٿي جو هو تاءَ ۾ اچي ويو.

ان مهل عروه بن مسعود ثقفي وچ ۾ پيو ۽ چيائين ته: "هن (محمد ﷺ) توهان جي آڏو چڱي رٿ رکي آهي، تنهنڪري ان کي مڃي وٺو ۽ مون کي ان وٽ وڃڻ ڏيو. ماڻهن چيس ته ڀلي وڃ. تنهنڪري هو پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهتو ۽ ڳالهه شروع ڪيائين. پاڻ سڳورن ﷺ کيس به بديل واري ساڳي ڳالهه ٻڌائي. ان تي عروه چيو ته: "اي محمد ﷺ! اهو ته ٻڌاءِ ته جيڪڏهن تون پنهنجي قوم جو صفايو به ڪري ڇڏيو ته ڇا تو کان اڳ به ڪنهن عرب بابت ٻڌو اٿئي، جنهن پنهنجي ئي قوم جو صفايو ڪيو هجي ۽ جي ٻي صورت پيش اچي ته الله جو قسم آئون اهڙا مهاندا ۽ اهڙا لوفر ماڻهو (هتي) پيو ڏسان، جيڪي ان لائق آهن جو اهي توکي ڇڏي ڀڄي ويندا." ان تي حضرت ابوبڪر رضي الله عنه ڪاوڙجي چيو ته اسين پاڻ سڳورن ﷺ کي ڇڏي ڀڄنداسين! عروه پڇيو ته: هي ڪير

آهي!؟ ماڻهن ٻڌايس ته ابوبکر ﷺ آهي. ان تي حضرت ابوبکر ﷺ ڏي منهن ڪري چيائين ته: "ڏس! ان هستيءَ جو قسم جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، جيڪڏهن تنهنجو مون تي ٿورو نه ڪيل هجي ها، جنهن جي ڪري آئون ماٺ ۾ آهيان ته آئون پڪ سان تنهنجي ڳالهه جي ورندي ڏيان ها."

ان ڪانپوءِ عروه، پاڻ سڳورن ﷺ سان ڳالهائڻ لڳو. هن جڏهن ڳالهايو ٿي ته پاڻ سڳورنﷺ جي سونهاري مبارڪ ۾ هٿ ٿي وڌا. مغيره بن شعبه ﷺ، پاڻ سڳورن ﷺ جي مٿان بيٺل هو. سندس هٿ ۾ تلوار هئي ۽ مٿي تي خود. عروه جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ جي سونهاري مبارڪ ڏي هٿ ٿي وڌايو ته هن تلوار جو هٿيو سندس هٿ تي هڻي چيو ٿي ته پنهنجو هٿ پاڻ سڳورنﷺ جي ڏاڙهي مبارڪ کان پري رک. نيٺ عروه مٿو مٿي ڪري پڇيو ته هيءُ ڪير آهي؟ ماڻهن ٻڌايس ته مغيره بن شعبه ﷺ آهي. ان تي کيس چيائين ته: "او بي وڙا ! ڇا آئون تنهنجي بدعهديءَ ڪري ڊوڙڊڪ ڪونه پيو ڪريان؟ ڳالهه اها هئي ته: جاهليت ۾ حضرت مغيره ﷺ، ڪن ماڻهن سان گڏ هو. پوءِ انهن کي ماري مال متاع کڻي ڀڄي ويو هو ۽ اچي مسلمان ٿيو هو. تنهن تي پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو هو ته آئون (تنهنجو) اسلام آڻڻ ته قبوليان ٿو، باقي مال سان منهنجو ڪوبه واسطو نه آهي. (ان معاملي ۾ عروه جي ڊوڙڊڪ جو ڪارڻ اهو هو ته حضرت مغيره ﷺ سندس ڀائيٽيو هو.)

ان ڪانپوءِ عروه، پاڻ سڳورن ﷺ سان اصحابي سڳورن جي هلت ڏسڻ لڳو. پوءِ اچي پنهنجن ساٿين کي ٻڌايائين ته: "اي قوم وارؤ! الله جو قسم آئون قيصر، ڪسريٰ ۽ نجاشيءَ جهڙن بادشاهن وٽ وڃي چڪو آهيان، پر مون اهڙو ڪوبه بادشاهه نه ڏٺو آهي، جنهن جا ساٿي ان جي ايڏي عزت ڪندا هجن، جيڏي محمد ﷺ جا ساٿي، محمد ﷺ جي عزت ڪندا آهن. الله جو قسم! هو ٿڪ به اڇلائيندو هو ته سندس ڪو ساٿي جهٽي وٺندو هو ۽ ان کي پنهنجي منهن ۽ بدن تي ملي ڇڏيندو هو ۽ جڏهن هو حڪم ڪندو هو ته ان جي پورائي لاءِ سڀ ڊوڙي پوندا هئا ۽ جڏهن وضو ڪندو هو ته ائين لڳندو هو ته سندس وضوءَ جي پاڻيءَ لاءِ ماڻهو وڙهي پوندا ۽ جڏهن ڪجهه چوندو هو ته سڀ پنهنجو آواز جهڪو ڪري وٺندا هئا ۽ ادب کان گهڻي دير اکيون کڻي نه ڏسندا هئا ۽ ان توهان کي ڏاڍي چڱي رٿ ڏني آهي، تنهنڪري اها مڃي وٺو."

**اهو ئي آهي، جيڪو سندن هٿ اوهان کان روڪي ٿو:-** جڏهن قريشن جي جوشيلن ۽ ويڙهو نوجوانن ڏٺو ته سندن چڱا مڙس ناهه ڪرڻ چاهين ٿا ته انهن ناهه ۾ رنڊڪ وجهڻ جو رٿيو ته رات جو هتان نڪري ماٺ ميٺ ۾ مسلمانن جي ڪيمپ ۾ گهڙي ويندا ۽ اتي اهڙو هنگامو ڪندا جو

جنگ جي باهہ ڀڙڪڻ لڳندي. پوءِ انهن هن منصوبي تي عمل ڪرڻ جي ڪوشش بہ ڪئي ۽ رات جي ڪاري سخت اونداهي ۾ ستر، اسي ڄڻن، تنعيم جبل کان لهي مسلمانن جي ڪيمپ ۾ گهڙڻ جي ڪوشش ڪئي، پر اسلامي لشڪر جي پهريدارن جي ڪمانڊر محمد بن مسلمہ ؓ سيني کي جهلي ورتو. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ ناهہ جي نيت سان سيني کي معاف ڪندي ڇڏي ڏنو. ان بابت الله تعاليٰ جو ارشاد نازل ٿيو تہ:

﴿وَهُوَ الَّذِي كَفَّ أَيْدِيَهُمْ عَنْكُمْ وَأَيْدِيَكُمْ عَنْهُمْ بِبَطْنِ مَكَّةَ مِنْ بَعْدِ أَنْ أَظْفَرَكُمْ عَلَيْهِمْ...(24)﴾ (الفتح)

”۽ الله اهو آهي، جنهن ڪافرن جا هٿ اوهان کان ۽ اوهان جا هٿ انهن کان جهليا، مڪي جي وچ ۾ اوهان کي مٿن سوڀارو ڪري ڇڏيو.“

**حضرت عثمان ؓ جي سفارت:-** هاڻي پاڻ سڳورن ﷺ سوچيو تہ: هڪ سفير موڪليو وڃي، جيڪو قريشن کي پاڻ سڳورن ﷺ جي سفر جو مقصد چڱيءَ طرح سمجهائي سگهي. ان ڪم لاءِ **حضرت عمر** ؓ کي سڏرايو ويو، پر ان اهو چئي معذرت گهري تہ: يا رسول الله ﷺ! جي مون کي ڪو اهنج رسايو ويو تہ مڪي ۾ بني ڪعب مان هڪ ڄڻو بہ منهنجي سهائتا لاءِ نہ اٿندو. توهان **حضرت عثمان** بن عفان ؓ کي موڪليو. ان جو ڪڙم قبيلو مڪي ۾ ئي آهي ۽ پاڻ توهان جو نياپو چڱيءَ طرح پهچائي ڇڏيندو. پاڻ سڳورن ﷺ، **حضرت عثمان** ؓ کي گهرايو ۽ قريشن وٽ وڃڻ جو حڪم ڏيندي فرمايو تہ: "کين ٻڌائي ڇڏجان تہ اسين وڙهڻ لاءِ نہ پر عمرو ڪرڻ لاءِ آيا آهيون. کين اسلام جي دعوت بہ ڏجان." پاڻ سڳورن ﷺ اهو بہ حڪم ڪيو تہ: **حضرت عثمان** مڪي ۾ مؤمنن ۽ مؤمنياڻين وٽ وڃي کين سوڀ جي بشارت ڏي ۽ اهو بہ ٻڌائين تہ الله تعاليٰ هاڻي پنهنجي دين کي مڪي ۾ پڌرو ۽ سگهارو ڪرڻ وارو آهي، ايترو جو ڪنهن بہ ايمان واري کي لڪڻ جي ضرورت نہ پوي.

**حضرت عثمان** ؓ، پاڻ سڳورن ﷺ جو نياپو کڻي نڪتو. بلدح وٽ کين قريش مليا، انهن پڇيو تہ: "ڪيڏانهن پيا وڃو؟" فرمايائين تہ: "مون کي پاڻ سڳورن ﷺ هھڙيءَ طرح جو نياپو ڏئي موڪليو آهي." قريشن چيو تہ: "اسان توهان جي ڳالهہ ٻڌي ورتي. توهان پلي پنهنجو ڪم وڃي ڪريو. ٻئي پاسي سعيد بن عاص اٿي **حضرت عثمان** ؓ سان ڪيڪار پچار ڪئي ۽ پنهنجي گهوڙي تي **حضرت عثمان** ؓ کي سوار ڪيو ۽ گڏ ويهاري پنهنجي پناهہ ۾ مڪي وٺي آيو. اتي پهچي حضرت عثمان ؓ، قريشن جي چڱن مڙسن کي پاڻ سڳورن ﷺ جو نياپو ڏنو. ان کانپوءِ قريشن، کين ڪعبة الله جو طواف ڪرڻ جي آڇ ڪئي، پر هن انڪار ڪيو. کين اهو گوارا نہ هو تہ پاڻ سڳورن ﷺ جي طواف ڪرڻ کان اڳ، پاڻ طواف ڪري وٺن.

**حضرت عثمان ﷜ جي شهادت جو افواهہ ۽ بيعت رضوان:-** حضرت عثمان ﷜ پنهنجو ڪم پورو ڪري ڇڏيو، پر قريشن، ڪين پاڻ وٽ ترسائي ڇڏيو. شايد انهن چاهيو ٿي تہ صورتحال تي پاڻ ۾ صلاح مصلحت ڪري ڪو فيصلو ڪري ونن ۽ حضرت عثمان ﷜ ڪي آندل نياپي جو جواب ڏئي موڪلين، پر حضرت عثمان ﷜ جي دير ڪرڻ ڪري مسلمانن ۾ افواهہ ڦهلجي ويو تہ ڪين ماريو ويو آهي. جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ ڪي خبر پهتي تہ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ اسين هن جاءِ تان ايستائين چري بہ نٿا سگهو، جيستائين انهن سان ويڙهہ نہ ڪري وٺون. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ، اصحابي سڳورن رضي الله عنهم ڪي بيعت لاءِ سڏيو. اصحابي سڳورا اها بيعت ڪرڻ لاءِ ڪاهي پيا تہ اهي ميدان ڇڏي ڀڄندا ڪونہ. هڪ جماعت تہ موت تي بيعت ڪئي، يعني اها تہ مري ويندا سين پر پڙ نہ ڇڏيندا سين. ابو سنان اسدي ﷜ بيعت ڪئي. ان ڪانپوءِ سلمہ بن اڪوع﷜ ٽي ڀيرا بيعت ڪئي. شروع ۾، وچ ۾ ۽ آخر ۾. پاڻ سڳورن ﷺ پاڻ پنهنجو هٿ جهلي چيو تہ هيءُ عثمان ﷜ جو هٿ آهي. پوءِ جڏهن بيعت پوري ٿي وئي تہ حضرت عثمان ﷜ بہ پهچي ويو ۽ ان بہ بيعت ڪئي. هن بيعت ۾ رڳو هڪ ڄڻو شامل نہ ٿيو، جيڪو منافق هو. ان جو نالو جد بن قيس هو.

پاڻ سڳورن ﷺ اها بيعت هڪ وڻ هيٺان ورتي هئي. حضرت عمر ﷜ هٿ مبارڪ جهليو بيٺو هو ۽ حضرت معقل بن يسار ﷜ وڻ جون ڪجهہ شاخون جهلي پاڻ سڳورن ﷺ کان پري ڪري بيٺو هو. ان ئي بيعت جو نالو بيعت رضوان آهي ۽ ان بابت ئي الله تعاليٰ هيءَ آيت لاٿي آهي تہ:

﴿لَقَدْ رَضِيَ اللَّهُ عَنِ الْمُؤْمِنِينَ إِذْ يُبَايِعُونَكَ تَحْتَ الشَّجَرَةِ...(18)﴾ (الفتح)

"بيشڪ الله مؤمنن کان راضي ٿيو، جنهن مهل وڻ هيٺ توسان بيعت ٿي ڪيائون."

**ناهہ ۽ ناهہ جا نقطا:-** مطلب تہ قريشن، حالتن جي نزاڪت سمجهي ورتي، تنهنڪري تڪڙ ۾ سهيل بن عمرو کي صلح جون ڳالهيون ڪرڻ لاءِ موڪليو ۽ تاڪيد ڪئي تہ ناهہ ۾ اها ڳالهہ ضرور طئہ ڪري تہ پاڻ سڳورا ﷺ هن سال موٽي وڃن. ائين نہ ٿئي تہ عرب چون تہ پاڻ سڳورا ﷺ اسانجي شهر ۾ زوريءَ گهڙي پيا. اهي هدايتون وٺي سهيل بن عمرو پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهتو پاڻ سڳورن ﷺ، ڪيس ايندو ڏسي اصحابي سڳورن کي چيو تہ: "توهانجو ڪم سولو ڪيو ويو. هن همراهہ کي موڪلڻ جو مطلب ئي اهو آهي تہ قريش ناهہ ڪرڻ گهرن ٿا." سهيل پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهچي گهڻي دير تائين ڳالهہ ٻولهہ ڪئي ۽ نيٺ ٻنهي ڌرين ۾ ناهہ جا شرط طئہ ٿي ويا، جيڪي هن ريت هئا:

1. پاڻ سڳورا ﷺ هن سال مڪي ۾ گهڙڻ کانسواءِ موٽي ويندا. ايندڙ سال مسلمان مڪي ۾ ايندا ۽ ٽي ڏينهن رهندا. انهن وٽ سواريءَ جو هٿيار يعني مياڻن ۾ پيل تلوارون هونديون ۽ انهن کان ڪابه ڇڪتاڻ نه ڪئي ويندي.

2. ڏهن سالن تائين ڏرين ۾ جنگ ڪانه ٿيندي. ان عرصي ۾ ماڻهو محفوظ رهندا. ڪير به ڪنهن تي هٿ نه کڻندو.

3. جيڪو محمد ﷺ سان ناهه ڪرڻ چاهي، پلي ڪري ۽ جيڪو قريشن سان ناهه ڪرڻ چاهي، پلي ڪري. جيڪو قبيلو جنهن ڌر سان شامل ٿيندو، ان جو ئي حصو سمجهيو ويندو. تنهنڪري اهڙي ڪنهن به قبيلي سان زيادتي ٿي ته ان ڌر سان ٿيل زيادتي سمجهي ويندي.

4. قريشن جو ڪوبه ماڻهو پنهنجي سنڀاليندڙ جي موڪل کانسواءِ ڀڄي محمد ﷺ وٽ پهچندو ته محمد ﷺ ان کي موٽائي ڇڏيندو، پر محمد ﷺ جي ساٿين مان جيڪو ماڻهو پناهه وٺڻ لاءِ ڀڄي قريشن وٽ ايندو، قريش ان جي پانهن ڪونه موٽائيندا.

ان کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ، **حضرت علي** رضي الله عنه کي لکت لاءِ سڏيو ۽ مٿان لکرايو ته: بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمَنِ الرَّحِيمِ ان تي سهيل چيو ته : اسين رحمان کي ڪونه سڃاڻون؟ توهان هيئن لکو ته: بِاسْمِكَ اللَّهُمَّ

(اي الله تنهنجي نالي سان) پاڻ سڳورن ﷺ، **حضرت علي** رضي الله عنه کي اهڙيءَ طرح لکڻ جو حڪم ڏنو. ان کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ لکرايو ته: "هي آهن اهي ڳالهيون، جن تي محمد رسول الله ﷺ ناهه ڪيو. ان تي سهيل چيو ته: "جيڪڏهن اسان توکي الله جو رسول سمجهون ها ته پوءِ نه ڪو توکي ڪعبة الله وڃڻ کان جهليون ها ۽ نه ئي جنگ ڪريون ها. تنهنڪري تون محمد بن عبدالله لکراءِ. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته: توهان ڪيڏو به انڪار ڪريو، پر آئون الله جو رسول آهيان. پوءِ **حضرت علي** رضي الله عنه کي حڪم ڪيائون ته: محمد بن عبدالله لک ۽ لفظ "رسول الله ﷺ" ڊاهي ڇڏ. **حضرت علي** رضي الله عنه اهو لفظ ڊاهڻ پسند نه ڪيو، تنهن تي پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجن مبارڪ هٿن سان اهو لفظ مٽايو، ان کانپوءِ سڄو دستاويز لکيو ويو.

ناهه تي وڃڻ کانپوءِ بنو خزاعه، پاڻ سڳورن ﷺ جي ڌر سان شامل ٿي ويا. اهي حقيقت ۾ عبدالمطلب جي ڏينهن کان ئي بنو هاشم جا حليف هئا، جيئن اڳتي لکي آيا آهيون. ان ڪري هن پيري به ناهه ۾ شامل رهڻ حقيقت ۾ ان ئي آڳاٽي دوستيءَ کي پڪو ڪرڻ هو. ٻئي پاسي بنو بڪر، قريشن سان شامل ٿي ويا.

**ابو جندل ﷛ جي موٽ:-** ناهہ جو دستاويز اجا لکجي رهيو هو تہ سهيل جو فرزند، **حضرت** ابو جندل ﷛ پير ڪڙيون گسرائيندو اتي اچي پهتو. هو مڪي جي هيٺان پچي آيو هو. هن اتي پهچي پاڻ کي ڪٽي مسلمانن جي وچ ۾ اڇلايو. سهيل چيو تہ: هي پهريون چٽو آهي، جنهن بابت آئون اوهان سان معاملو ڪريان ٿو تہ هن کي موٽائي ڇڏيو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: اجا تہ پاڻ دستاويز بہ پورو ڪونہ لکيو آهي! هن چيو تہ: پوءِ آئون توهان سان ناهہ ڪريان ئي ڪونہ ٿو. پاڻ سڳورن ﷺ چيو تہ چڱو توهان هن کي منهنجي ڪري ئي ڪٽي ڇڏيو. هن چيو تہ: تنهنجي ڪري بہ ڪونہ ٿو ڇڏي سگهان. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ:" نہ نہ ايترو تہ تون ڪري ئي سگهين ٿو." هن چيو تہ: نہ، آئون ائين نٿو ڪري سگهان. پوءِ سهيل، ابو جندل ﷛ جي ڳل تي ٺڪڙ واهي ڪڍيو ۽ ڪين مشرڪن ۾ واپس وٺي وڃڻ لاءِ ڳلي کان جهلي گيهلڻ لڳو. ابو جندل ﷛ واڪا ڪري چوڻ لڳو تہ: مسلمانو! ڇا مون کي مشرڪن ۾ موٽايو ويندو تہ جيئن اهي مون کي منهنجي دين بابت فتني ۾ وجهي ڇڏين؟ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "ابو جندل ﷛! صبر ڪر ۽ ان کي ثواب جو ڪارڻ سمجهہ. الله تعاليٰ تو لاءِ ۽ توسان گڏ بين سيني ڪمزور مسلمانن لاءِ **ڪشادي** ۽ پناهہ واري جڳهہ ٺاهيندو. اسان قريشن سان ناهہ ڪري ڇڏيو آهي ۽ هڪ ٻئي کي الله جو واسطو وڌو اٿئون. ان ڪري واعدي خلافي نٿا ڪري سگهون."

ان ڪانپوءِ **حضرت عمر** ﷛ ٽپ ڏئي ابوجندل ﷛ وٽ پهتو. هو پاسي کان هلندي چوندو پئي ويو تہ: ابوجندل ﷛! صبر ڪر. اهي مشرڪ آهن، سندن رت چڻ ڪتي جو رت آهي. گڏوگڏ پنهنجي تلوار جو هٿيو بہ سندن ويجهو ڪندو ويو. **حضرت عمر** ﷛ جو بيان آهي تہ مون کي اميد هئي تہ هو تلوار وٺي پنهنجي پيءُ (سهيل) کي ماري ڇڏيندو، پر هن پنهنجي پيءُ بابت بخل کان ڪم ورتو ۽ پوءِ ناهہ جو پڌرنامو لاڳو ٿي ويو.

**عمرو ادا ڪرڻ لاءِ قرباني ڏيڻ ۽ وار ڪٽائڻ:-** پاڻ سڳورن ﷺ ناهہ جو دستاويز لکائي پورو ڪيو تہ فرمايائون تہ: اٿو ۽ پنهنجا پنهنجا جانور قربان ڪريو. پر ٽي ڀيرا اها ڳالهہ ورجائڻ ڪانپوءِ بہ ڪير نہ اٿيو. نيٺ پاڻ سڳورا ﷺ، بيبي ام سلمہ رضي الله عنها وٽ ويا ۽ ماڻهن جي هلت جو ذڪر ڪيائون. ام المؤمنين چيو تہ: "يا رسول الله ﷺ! جي اوهان اهو چاهيو ٿا تہ پوءِ ڪنهن کي بہ ڪجهہ چوڻ ڪانسواءِ ماٺ ڪري وڃي پنهنجو قربانيءَ وارو جانور ڪهو ۽ حجام کي سڏرائي وار ڪوڙايو." ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ ٻاهر اچي بنا ڪجهہ ڪچڻ جي پنهنجو جانور ڪُنو ۽ حجام کي سڏائي مٿو ڪوڙايو. ڏسندي ئي ڏسندي ٻين ماڻهن بہ اٿي پنهنجا پنهنجا جانور ڪُنا ۽ پوءِ هڪ ٻئي جا وار ڪوڙڻ لڳا. لڳو ائين پئي چڻ ڏک ۾ سڀ هڪ ٻئي کي ماري

وجهندا. ان موقعي تي ڏکين ۽ اڻن جون ست ست پٽون کيون ويو. پاڻ سڳورن ﷺ اهو اٺ ڪنو، جيڪو اڳي ابوجهل جو هوندو هو. ان جي نڪ ۾ چانديءَ جو هڪ ڇلو پيل هو. ان کي ڪهڻ جو مقصد قريشن کي ساڙڻ هو. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ مٿو ڪوڙائڻ وارن لاءِ ٽي ڀيرا چوٽڪاري جي دعا گهري ۽ ڦڻيچي سان وار ڪٽائڻ وارن لاءِ هڪ ڀيرو. هن ئي سفر ۾ الله تعاليٰ، حضرت ڪعب بن عجره رضي الله عنه جي سلسلي ۾، اهو حڪم نازل ڪيو ته جيڪو ماڻهو ڪنهن تڪليف جي ڪري پنهنجو مٿو (احرام جي حالت ۾ ) ڪوڙائي، اهو روزي يا صدقي يا قربانيءَ جي شڪل ۾ فديو ڏي.

**مهاجر عورتن کي موٽائڻ کان انڪار:-** ان ڪانپوءِ ڪجهه مؤمنياڻيون آيون. سندن سنڀاليندڙن گهر ڪئي ته حديبيه واري ٺاهه مطابق اهي موٽايون وڃن، پر پاڻ سڳورن ﷺ اها گهر اهو چئي رد ڪري ڇڏي ته معاهدي ۾ لکيل آهي ته: وَ عَلَى أَنَّهُ لَا يَأْتِيكَ مِنَّا رَجُلٌ وَ إِنْ كَانَ عَلَى دِينِكَ إِلَّا رَدَدْتَهُ ([1]) (۽ هي ٺاهه ان شرط تي ڪيو پيو وڃي ته ) اسان جو جيڪو مرد توهان وٽ ايندو، توهان اهو هر حال ۾ موٽائيندا. پلي ته اهو توهان جي ئي دين تي هلندڙ ڇو نه هجي).

تنهنڪري عورتن جي ته ڳالهه به هن ٺاهه ۾ ڪانه هئي. پوءِ الله تعاليٰ هن سلسلي ۾ اها آيت لاٿي ته:

﴿يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا إِذَا جَاءَكُمُ الْمُؤْمِنَاتُ مُهَاجِرَاتٍ فَامْتَحِنُوهُنَّ اللَّهُ أَعْلَمُ بِإِيمَانِهِنَّ فَإِنْ عَلِمْتُمُوهُنَّ مُؤْمِنَاتٍ فَلَا تَرْجِعُوهُنَّ إِلَى الْكُفَّارِ لَا هُنَّ حِلٌّ لَهُمْ وَلَا هُمْ يَحِلُّونَ لَهُنَّ وَآتُوهُمْ مَا أَنْفَقُوا وَلَا جُنَاحَ عَلَيْكُمْ أَنْ تَنْكِحُوهُنَّ إِذَا آتَيْتُمُوهُنَّ أُجُورَهُنَّ وَلَا تُمْسِكُوا بِعِصَمِ الْكَوَافِرِ...(10)﴾ (الممتحنة)

"اي ايمان وارؤ! جڏهن اوهان وٽ مؤمنياڻيون وطن ڇڏي اچن، تڏهن کين جانچيو. الله انهن جي ايمان کي چڱو ڄاڻندڙ آهي. پوءِ جيڪڏهن کين مؤمنياڻيون ڄاڻو ته انهن کي ڪافرن ڏانهن موٽائي نه موڪليو. نه ڪي اهي (مسلمان زالون) انهن (جي ڪافر مڙسن) کي حلال آهن ۽ نه ڪي اهي (ڪافر مڙس) انهن (مسلمان زالن) کي حلال آهن ۽ جيڪي (حق مهر بابت) خرچ ڪيائون، سو انهن مڙسن کي ڏيو ۽ جڏهن کين سندن حق مهر ڏيو ته انهن جي نڪاح ڪرڻ اوهان تي (ڪو) گناهه نه آهي.

هيءَ آيت لهڻ ڪانپوءِ جڏهن ڪا مؤمنياڻي هجرت ڪري ايندي هئي ته پاڻ سڳورا ﷺ، الله تعاليٰ جي ڏسيل واٽ مطابق سندس امتحان وٺندا هئا.

﴿يَا أَيُّهَا النَّبِيُّ إِذَا جَاءَكَ الْمُؤْمِنَاتُ يُبَايِعْنَكَ عَلَى أَنْ لَا يُشْرِكْنَ بِاللَّهِ شَيْئًا وَلَا يَسْرِقْنَ وَلَا يَزْنِينَ وَلَا يَقْتُلْنَ أَوْلَادَهُنَّ وَلَا يَأْتِينَ بِبُهْتَانٍ يَفْتَرِينَهُ بَيْنَ أَيْدِيهِنَّ وَأَرْجُلِهِنَّ وَلَا يَعْصِينَكَ فِي مَعْرُوفٍ فَبَايِعْهُنَّ وَاسْتَغْفِرْ لَهُنَّ اللَّهَ إِنَّ اللَّهَ غَفُورٌ رَحِيمٌ (12)﴾(الممتحنة)

---

[1] - صحيح بخاري(1/380).

جڏهن تو وٽ مؤمن زالون اچن. هن (شرط) تي توسان بيعت ڪن تہ ڪنهن ڪي الله سان شريڪ نہ ڪنديون ۽ نڪي چوري ڪنديون ۽ نڪي زنا ڪنديون ۽ نڪي پنهنجي اولاد کي کهنديون ۽ نہ ڪي اهڙي ڪوڙي تهمت آڻينديون. جنهن کي پنهنجن هٿن ۽ پنهنجن پيرن سان ناهيو هجين ۽ نہ ڪنهن چڱي ڪم ۾ تنهنجي نافرماني ڪنديون, تڏهن سندن بيعت قبول ڪر ۽ انهن لاءِ الله کان ڇوٽڪارو گهر, ڇو تہ الله بخشڻهار مهربان آهي.

تنهن ڪانپوءِ جيڪي عورتون هن آيت ۾ ٻڌايل شرطن جي پابنديءَ جو واعدو ڪنديون هيون. پاڻ سڳورا ﷺ تن کي چوندا هئا تہ مون توهان کان بيعت ورتي ڇڏي. پوءِ انهن کي موٽائيندا ڪونہ هئا.

ان حڪم مطابق مسلمانن, پنهنجن ڪافر زالن کي طلاقون ڏئي ڇڏيون. ان وقت حضرت عمر ﷛ جون ٻہ زالون شرڪ ڪندڙ هيون. پاڻ سڳورن ﷺ بنهي کي طلاق ڏياري ڇڏي. پوءِ انهن مان هڪ سان معاويہ پرڻيو ۽ ٻيءَ سان صفوان بن اميہ.

**ناهہ جي شرطن جو اپٽار:**- اهو آهي حديبيہ وارو ناهہ. جيڪو ماڻهو ان جي شرطن جو پوري پسمنظرَ سميت جائزو وٺندو. ان کي ڪوبہ شڪ نہ رهندو تہ اهو ناهہ مسلمانن جي وڏي سوڀ هو. ڇو تہ قريشن اجا تائين مسلمانن جي وجود کي تسليم نہ ڪيو هو ۽ انهن کي ختم ڪرڻ لاءِ پڪو پهہ ڪري ويٺا هئا. کين انتظار هو تہ هڪ نہ هڪ ڏينهن هيءَ سگهہ ٽٽي ويندي. ان ڪانسواءِ قريش, عربستان جي ديني ۽ دنياوي اڳواڻ جي حيثيت ۾ اسلام جي سڏ ۽ عام ماڻهن جي وچ ۾ پوري سگهہ سان رنڊڪ وجهڻ ۾ رڌل هوندا هئا. ان پسمنظر ۾ ڏسجي تہ رڳو "ناهہ جي لاءِ راضي ٿيڻ ئي مسلمانن جي سگهہ کي مڃڻ ۽ ان ڳالهہ جو اعلان ڪرڻ هو تہ قريش هن سگهہ کي دٻائڻ جي طاقت نٿا رکن. ٻيو تہ ٽئين شرط پنيان پڌري پٽ اها نفسياتي ڪيفيت ڏسڻ ۾ پئي اچي تہ پنهنجو ديني ۽ دنياوي مرتبو وساري ، کين اچي سر سان لڳي هئي. کين ٻين جو اونو ڪونہ هو. يعني سڄو عربستان پلي مسلمان ٿئي, ان جي کين اون ڪانہ هئي. ڇا قريشن جي اها سوچ پڌري هار ۽ مسلمانن جي وڏي سوڀ ڪانہ آهي؟ مسلمانن ۽ اسلام جي دشمنن جي وچ ۾ جيڪا رتوڇاڻ ٿي, ڇا ان جو مقصد اهو نہ هو تہ عقيدي ۽ دين بابت ماڻهن کي پوري آزادي ۽ خودمختياري ملي وڃي. يعني پنهنجي مرضيءَ سان جيڪو ماڻهو چاهي مسلمان ٿئي ۽ جيڪو نہ چاهي سو نہ ٿئي. ڪابہ سگهہ سندن راهہ ۾ رڪاوٽ نہ بڻجي. مسلمانن جو اهو مقصد هرگز نہ هو تہ دشمن جو مال ڦريو وڃي, کين ماريو وڃي يا زوريءَ مسلمان ڪيو وڃي.

توهان ڏسي سگھو ٿا ته هن ناهه جي ڪري مسلمانن کي اهو مقصد پوريءَ طرح حاصل ٿي ويو ۽ اهڙيءَ طرح جو شايد جنگ ۾ ڪٽڻ ڪانپوءِ به ائين مقصد حاصل نه ٿئين ها. ٻيو ته هن آزاديءَ ڪانپوءِ مسلمانن کي دعوت ۽ تبليغ جي ميدان ۾ وڏيون ڪاميابيون حاصل ٿيون. جيئن مسلمان فوج جو تعداد, جيڪو ناهه کان اڳ ڪڏهن به ٽن هزارن کان وڌيو نه هو, اهو رڳو ٻن سالن ۾ مڪو فتح ڪرڻ مهل وڌي ڏهه هزار ٿي ويو.

ٻيو شرط به حقيقت ۾ ان وڏي سوڀ جو هڪ جزو آهي, ڇو ته جنگ جي شروعات مسلمانن نه پر مشرڪن ڪئي هئي الله تعاليٰ جو ارشاد آهي ته:

﴿وَهُمْ بَدَءُوكُمْ أَوَّلَ مَرَّةٍ﴾ (التوبة)

جيستائين مسلمانن جي جاسوسي ۽ فوجي جٿن جو تعلق آهي ته انهن مان مسلمانن جو مقصد رڳو اهو هو ته قريش پنهنجي ٻاراڻي هٺ ۽ الله جي راهه ۾ رنڊڪ وجهڻ کان پاڻ جهلين ۽ هڪجهڙائيءَ جي بنياد تي ڳالهيون ڪن, يعني ٻئي ڌريون پنهنجي پنهنجي واٽ تي هلڻ لاءِ آزاد هجن. هاڻي غور ڪريو ته ڏهن سالن تائين جنگ نه ڪرڻ جو ناهه اهڙي هٺ ۽ الله جي راهه کان روڪڻ کان پاڻ جهلڻ جو ئي واعدو آهي, جيڪو ان ڳالهه جو دليل آهي ته جنگ ڇيڙڻ وارو ڪمزور ٿي پنهنجي مقصد ۾ ناڪام ٿي ويو.

جيستائين پهرئين شرط جو سوال آهي ته اهو حقيقت ۾ مسلمانن جي ناڪاميءَ بدران ڪاميابيءَ جو اهڃاڻ آهي, ڇو ته اهو شرط حقيقت ۾ ان پابنديءَ جي پڇاڙيءَ جو اعلان آهي, جيڪا قريشن, مسلمانن تي مسجد الحرام ۾ گهڙڻ جي سلسلي ۾ لاڳو ڪري ڇڏي هئي. ها باقي قريشن جي دل جي ڏڍ لاءِ به ايتري ڳالهه ڏنل هئي ته ان هڪڙي سال لاءِ مسلمانن کي روڪڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا, پر ظاهر آهي ته اهو وقتي فائدو هو, جنهن جي ڪابه حيثيت ڪانه هئي.

هڪ ٻي ڳالهه به ڌيان جوڳي آهي ته قريشن, مسلمانن کي ٽي رعايتون ڏئي, رڳو هڪ رعايت ورتي هئي, جيڪا چوٿين شرط ۾ آيل آهي, پر اها رعايت جهڙي هئي, تهڙي ڪانه هئي ۽ ان سان مسلمانن کي نقصان به ڪونه ٿي رسيو. ڇو ته اها حقيقت پڌري پئي هئي ته جيستائين ڪو مسلمان, مسلمان هوندو, الله, ان جي رسول کان ۽ مدينة الاسلام مان ڪڏهن به ڪونه ڀڄندو. ان جي ڀڄڻ جي رڳو هڪ ئي صورت ٿي سگهي ٿي ته اهو مرتد ٿي وڃي ۽ ظاهر آهي ته ڪنهن جي مرتد ٿيڻ ڪانپوءِ مسلمانن کي ان جي ضرورت ڪانه رهي ها. پر اسلامي معاشري ۾ سندس موجودگيءَ کان گهڻو ڀلو هو ته هو ڌار ٿي وڃي. ان ئي نقطي ڏانهن پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي هن ارشاد ۾ اشارو ڪيو هو ته:

" إِنَّهُ مَنْ ذَهَبَ مِنَّا إِلَيْهِمْ فَأَبْعَدَهُ اللَّهُ " ([1])

باقي بچيا مڪي جا اهي رهاڪو، جيڪي مسلمان ٿي چڪا هئا يا ٿيڻ وارا هئا ته جيتوڻيڪ انهن لاءِ هن ناهه مطابق مديني ۾ پناهه جي جاءِ نه هئي، پر الله جي زمين ته بهرحال وڏي هئي. ڇا حبش جي زمين اهڙي نازڪ دور ۾ مسلمانن لاءِ ٻانهون کولي ڀليڪار نه ڪئي هئي، جڏهن مديني جا رهاڪو اڃا اسلام جي نالي کان به واقف ڪونه ٿيا هئا؟ اهڙيءَ طرح ٿي اڄ به زمين جو ڪو ٽڪر مسلمانن لاءِ پنهنجون ٻانهون کولي ٿي سگهيو ۽ ان ڳالهه ڏانهن ئي پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي هن ارشاد ۾ اشارو ڪيو هو ته: "وَمَنْ جَاءَنَا مِنْهُمْ سَيَجْعَلُ اللَّهُ لَهُ فَرَجًا وَمَخْرَجًا " ([2]).

اهڙا شرط مڃائڻ سان جيتوڻيڪ ظاهري طور تي قريشن جو ڳاٽ اوچو ٿيو، پر ڏٺو وڃي ته اهي شرط قريشن جي گهبراهٽ، پريشاني، اعصابي داٻ ۽ ٽوٽ ڦوٽ جا اهڃاڻ هئا. ان مان پتو پوي ٿو ته ڪين پنهنجي بت پرست سماج بابت ڏاڍو ڊپ ٿي پيو هو ۽ اهي محسوس ڪري رهيا هئا ته سندن سماجي ڍانچو هڪ اونهي کڏ جي ڪنڌيءَ تي بيٺو آهي ۽ ڪيڏي مهل به هيٺ ڪري سگهي ٿو. تنهنڪري ان جي حفاظت لاءِ اهڙا شرط مڃائڻ ضروري آهن. ٻئي پاسي پاڻ سڳورن ﷺ جنهن ڪليل دل سان اهو شرط مڃيو هو ته قريشن وٽ پناهه وٺندڙ ڪنهن به مسلمان جي گهر ڪونه ڪندا، اها ان ڳالهه جو دليل هئي ته پاڻ سڳورن ﷺ کي نئين جوڙيل سماج جي مضبوطيءَ جي پوريءَ طرح پروڙ هئي ۽ اهڙو شرط پاڻ سڳورن ﷺ لاءِ ڪوبه انديشو پيدا نه ڪري سگهيو.

**مسلمانن جو ڏک ڪرڻ ۽ حضرت عمر ﷺ جي بحث ڪرڻ:-** اها آهي حديبيه واري ناهه جي شرطن جي حقيقت. ظاهري طرح انهن شرطن ۾ به ڳالهيون اهڙيون هيون، جن جي ڪري مسلمان ڏاڍا ڏکوئجي ويا. هڪ اها ته پاڻ سڳورن ﷺ ٻڌايو هو ته پاڻ **ڪعبة الله** ۾ پهچي ويندا ۽ ان جو طواف به ڪندا، پر پاڻ سڳورا ﷺ طواف ڪرڻ بنا ئي موٽي رهيا ها. ٻي ڳالهه اها ته پاڻ سڳورا ﷺ، الله جا رسول هئا ۽ حق تي هئا ۽ الله پنهنجي دين کي سوڀارو ڪرڻ جو واعدو به ڪيو هو، پوءِ ڇا جي ڪري پاڻ سڳورا ﷺ قريشن جي دٻاءَ ۾ اچي ويا ۽ سندن شرطن تي ناهه ڪري ويٺا؟ اهي ٻئي ڳالهيون گهٽائي شڪ شبها ۽ وسوسا پيدا ڪري رهيون هيون. هوڏانهن مسلمان ناهه جي شرطن تي غور ڪرڻ بدران غم ۾ ٻڏي ويا هئا ۽ شايد سڀ کان وڌيڪ ڏک **حضرت عمر** ﷺ کي ٿيو هو، تنهنڪري ئي ان پاڻ سڳورن ﷺ وٽ اچي چيو ته: "يا رسول الله ﷺ! ڇا اسين حق تي ۽ هو باطل تي ناهن؟" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته: "هائو." هن چيو ته: "ڇا اسان جا ڪُٺل جنت ۾ ۽

---

[1] - صحيح مسلم- باب صلح الحديبيه(105/2).

[2] - ساڳي حديث صحيح مسلم ۾ (105/2).

هنن جا مئل دوزخ ۾ ناهن؟" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "هائو." هن چيو تہ: "پوءِ اسين دين جي معاملي ۾ دٻجي ڇو اچون ۽ ان حالت ۾ موٽون جو اسان جي ۽ هنن جي وچ ۾ الله تعاليٰ ڪو فيصلو نہ ڪيو هجي؟" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: ابن خطاب! آئون الله جو رسول آهيان ۽ ان جي نافرماني نٿو ڪري سگهان. هو منهنجي مدد ڪندو ۽ مون کي ڇڏيندو ڪونہ." هن چيو تہ: "ڇا توهان، اسان کي نہ ٻڌايو هو تہ اسين ڪعبة الله جي زيارت ڪنداسين ۽ ان جو طواف ڪنداسين؟" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: هائو! پر ڇا مون اهو بہ چيو هو تہ هن ئي سال ڪنداسين؟" هن چيو تہ: "نہ" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "تون نيٺ ڪعبة الله تائين پهچندين ۽ ان جو طواف ڪندين."

ان کانپوءِ **حضرت عمر** ﷛ ڪاوڙ ۾ **حضرت ابوبڪر** ﷛ وٽ آيو ۽ ساڳين ڳالهيون ڪيائين ۽ ان بہ ساڳيا جواب ڏنا، جيڪي پاڻ سڳورن ﷺ ڏنا هئا. پڇاڙيءَ ۾ ايترو وڌيڪ بہ چيائين تہ: رڪاب مان تيستائين پير نہ ڪڍجان، جيستائين موت نہ اچي، ڇو تہ: الله جو قسم پاڻ سڳورا ﷺ سچا آهن.

ان کانپوءِ ﴿إِنَّا فَتَحْنَا لَكَ فَتْحًا مُبِينًا﴾ جون آيتون لٿيون، جن ۾ ناهہ کي فتح مبين ڪوٺيو ويو آهي. اهي آيتون لهڻ کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ، **حضرت عمر** ﷛ کي گهرائي پڙهي ٻڌايون، جنهن تي پاڻ چوڻ لڳو تہ "يا رسول الله ﷺ! اها سوڀ آهي؟" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "هائو" تنهن تي سندن دل کي آٿت ملي ۽ پاڻ موٽي ويو.

تنهن کانپوءِ **حضرت عمر** ﷛ کي پنهنجي غلطيءَ جو احساس ٿيو تہ ڏاڍو پشيمان ٿيو. پاڻ چوندو هو تہ: "مون ان ڏينهن جيڪا پل ڪئي ۽ جيڪي ڪجهہ ڳالهايو، ان جي ڊپ کان گهڻائي چڱا ڪم ڪيم. صدقو ۽ خيرات ڪندو رهيس. روزا رکندو رهيس ۽ نمازون پڙهندو رهيس ۽ غلام آزاد ڪندو رهيس. وڌيڪ الله تعالىٰ سٺائي ڪندو."([1])

**ڪمزور مسلمانن جي مسئلي جو حل:-** پاڻ سڳورن ﷺ جي مديني پهچڻ کانپوءِ هڪ مسلمان، جنهن کي مڪي ۾ ڏاڍو تنگ ڪيو ويو هو، پاڻ ڇڏائي اتي پهتو. ان جو نالو ابو بصير﷛ هو. پاڻ ثقيف قبيلي منجهان هو ۽ قريشن جو حليف هو. قريشن، ان کي موٽائڻ لاءِ بہ ماڻهو موڪليا ۽ اهو چورائي موڪليو تہ پنهنجي وچ ۾ ٺيل ناهہ تي عمل ڪريو. پاڻ سڳورن ﷺ، ابو بصير ﷛ کي انهن جي حوالي ڪيو. اهي ٻئي کيس وٺي نڪتا ۽ اچي ذوالحليفة ۾ لٿا ۽ ڪارڪون ڪائڻ

---

[1] - صلح حديبيہ جو تفصيل هنن ڪتابن مان ورتل آهي. فتح الباري(7/439 _ 458)- صحيح بخاري(1/378 _ 381، 2/598، 600، 717)- صحيح مسلم(2/104، 105، 106)- ابن هشام(2/308 _ 322)- زاد المعاد(2/122 _ 127)- مختصر السيرة للشيخ عبدالله (ص: 207 _ 305)- تاريخ عمر بن الخطاب لابن الجوزي (ص:39، 40).

لڳا. ابو بصير ﷛ هڪ ڄڻي کي چيو تہ: "فلاڻا! تنهنجي تلوار ڏاڍي ڀلي پئي ڏسجي." هن اها مياڻ مان ڪڍي چيو تہ: "ٻيو نہ تہ وري! هيءَ آهي بہ ڀلي. مون هن کي گهڻائي ڀيرا آزمايو آهي. ابو بصير﷛ چيو تہ "ڀلا ڏورو ڏيکار تہ سهي." هن، ابو بصير ﷛ کي تلوار ڏني ۽ ابو بصير ﷛ تلوار وٺندي ئي کيس ماري وڌو.

ٻيو ڄڻو ڀڄي مديني پهتو ۽ ڊوڙندو مسجد نبويءَ ۾ گهڙي ويو. پاڻ سڳورن ﷺ، کيس ڏسي فرمايو تہ: هيءُ ڊنل پيو لڳي. هن همراهہ پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهچي چيو تہ: منهنجو ساٿي الله جو قسم! ماريو ويو آهي ۽ آءٌ بہ مارجڻ وارو آهيان. ايتري ۾ ابو بصير بہ اچي ويو ۽ چوڻ لڳو تہ: "يا رسول الله ﷺ! الله تعاليٰ توهان جو قسم پورو ڪيو. توهان مون کي انهن جي حوالي ڪيو. پوءِ الله تعاليٰ مون کي انهن کان ڇڏرايو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "جيڪڏهن هن کي ڪو ساٿي ملي ويو تہ هي تہ جنگ جي باهہ ڀڙڪائي ڇڏيندو." اها ڳالهہ ٻڌي ابو بصير ﷛ سمجهي ويو تہ کين ٻيهر ڪافرن جي حوالي ڪيو ويندو. ان ڪري پاڻ مديني مان نڪري سمنڊ جي ڪناري وٽ وڃي رهيو. ٻئي پاسي ابو جندل بن سهيل ﷛ بہ پاڻ ڇڏائي ڀڳو ۽ اچي ساڻن مليو. هاڻي قريشن جو جيڪو ماڻهو مسلمان ٿيندو هو، اهو اچي حضرت ابو بصير ﷛ سان ملندو هو. اهڙيءَ طرح سندن چڱو خاصو ٽولو ٺهي پيو. ان ڪانپوءِ انهن کي شام واري واٽ تي قريشن جي ڪنهن بہ قافلي جي لنگهڻ جي خبر پوندي هئي تہ اهي، انهن سان ڇيڙڇاڙ ضرور ڪندا هئا ۽ قافلي وارن کي ماري، مال ڦري وٺندا هئا. قريشن تنگ ٿي پاڻ سڳورن ﷺ کي واسطا وجهي نياپو موڪليو تہ انهن کي پاڻ وٽ گهرائي وٺو ۽ هاڻي جيڪو بہ توهان وٽ پهچي، ان کي ڪجهہ نہ چيو ويندو. ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ کين مديني ۾ گهرائي ورتو.

**قريش سردارن جو مسلمان ٿيڻ:–** هن ناهہ ڪانپوءِ 7 هہ جي منڍ ۾ حضرت عمرو بن العاص، خالد بن وليد ۽ عثمان بن طلحہ رضي الله عنهم مسلمان ٿيا. جڏهن اهي پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهتا تہ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "مڪي پنهنجي جگر جا ٽڪرا اسان کي ڏئي ڇڏيا آهن.[1]

* * *

[1] - انهن اصحابين سڳورن جي مسلمان ٿيڻ جي سن ۾ ڏاڍو اختلاف آهي. اسماء الرجال جي عام ڪتابن ۾ اهو سن 8 هہ جو واقعو ٻڌايو ويو آهي، پر نجاشيءَ وٽ حضرت عمرو بن العاص ﷛ جي اسلام قبولڻ وارو مشهور آهي، جيڪو سن 7 هہ ۾ ٿيو ۽ اها بہ ڄاڻ آهي تہ حضرت خالد ﷛ ۽ عثمان بن طلحہ ﷛، حضرت عمرو بن العاص ﷛ جي حبش مان موٽڻ ڪانپوءِ مسلمان ٿيا هئا، ڇو تہ انهن حبش مان موٽي مديني وڃڻ جو ارادو ڪيو تہ واٽ تي اهي ٻئي کين مليا هئا ۽ ٽنهي ڄڻن گڏجي وڃي پاڻ سڳورن ﷺ آڏو اسلام قبوليو. ان جو مطلب تہ اهي ٽئي ڄڻا سن 7 هہ جي منڍ ۾ مسلمان ٿيا. (والله اعلم).

## ٻيو مرحلو

# نئين تبديلي

صلح حديبيہ حقيقت ۾ اسلام ۽ مسلمانن جي زندگيءَ ۾ نئين تبديلي آڻڻ جي شروعات هئي. جيئن تہ اسلام سان وير رکندڙن ۾ قريش سڀ کان سگهاري ۽ ويڙهو قوم هئا، ان ڪري جڏهن اهي جنگ جي ميدان ۾ پنتي هٽيا تہ ڇڻ خندق واري جنگ جي ٽن ڌرين، يعني قريش، غطفان ۽ يهودين مان سڀ کان سگهي ڌر ڌار ٿي وئي ۽ جيئن تہ قريش ئي سڄي عربستان ۾ بت پرستيءَ جا نمائندا ۽ اڳواڻ هئا، ان ڪري جنگ جي ميدان مان نڪرندي ئي بت پرستن جا جذبا ماٺا ٿي ويا ۽ سندن دشمنيءَ واري هلت گهڻي ڀاڱي مٽجي وئي. تنهن ڪانپوءِ اسان ڏسون ٿا تہ غطفان وارن بہ ڪو وڏو فساد نہ ڪيو، جيڪو ٿورو گهڻو ڪيائون، اهو بہ يهودين جي پڙڪائڻ تي.

باقي بچيا يهودي، تن مديني مان نيڪالي ملڻ ڪانپوءِ خيبر کي پنهنجين سازشن جو اڏو بڻائي ڇڏيو هو ۽ اتي ويهي شرارتون ڪري رهيا هئا. اهي مديني جي پرپاسي ۾ رهندڙ ڳوناٺن کي پڙڪائيندا ٿي رهيا ۽ پاڻ سڳورن ﷺ توڙي مسلمانن جي خاتمي يا گهٽ ۾ گهٽ کين ڪو وڏو ڇيهو رسائڻ جي سٽ سٽيندا ٿي رهيا. ان ڪري حديبيہ واري ٺاهہ ڪانپوءِ سڀ کان پهريون ڪم ان فتني جي مرڪز کي ٽوڙڻ لاءِ ڪيو.

مطلب تہ امن جي ڏينهن ۾ مسلمانن کي اسلام پکيڙڻ جو واهہ جو وجهہ ملي ويو. انهن ڏينهن جي سرگرمين کي ٻن قسمن ۾ ورهائي سگهجي ٿو.

1. تبليغي سرگرميون ۽ بادشاهن ڏانهن خط
2. جنگي سرگرميون

مناسب ٿيندو تہ جنگي سرگرمين کان اڳ هتي بادشاهن کي لکيل خطن جو تفصيل ڏنو وڃي، ڇو تہ اسلام جو اصل مقصد اهو ئي آهي، جنهن لاءِ مسلمانن ڏاڍا ڏکيا ڏينهن ڏٺا.

-*-*-*

# بادشاهن ۽ سردارن ڏي موڪليل خط

سن 6 هہ جي پڇاڙيءَ ۾ جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ حديبيہ کان موٽيا تہ انهن مختلف بادشاهن کي خط لکي اسلام جي دعوت ڏني.

پاڻ سڳورن ﷺ اهي خط لکڻ جو ارادو ڪيو تہ کين ٻڌايو ويو تہ بادشاهہ رڳو اهڙا خط قبوليندا آهن، جن تي مهر لڳل هوندي آهي. ان ڪري پاڻ سڳورن ﷺ هڪ چانديءَ جي منڊي ٺهرائي، جنهن تي محمد رسول الله لکيل هو. اها لکت ٽن سٽن ۾ هئي. محمد هڪ سٽ ۾، رسول ٻيءَ سٽ ۾ ۽ الله ٽينءَ سٽ ۾. ان جي شڪل هيٺئن ٿي بيني

الله

رســـول

مــحــمــد[1]

پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ چاڻو ۽ تجربي وارن صحابہ سڳورن کي قاصد چونڊيو کين خط ڏئي بادشاهہ ڏي موڪليو. علامہ منصورپوريءَ پڪي ڳالهہ لکي آهي تہ اهي قاصد خيبر ڏانهن وڃڻ کان ڪجهہ ڏينهن اڳ پهرين محرم سن 7 هہ تي موڪليا ويا هئا.[2] هتي اهي خط ۽ انهن جي نتيجن جو ڪجهہ ذڪر پيش ڪجي ٿو.

1. **حبش جي بادشاهہ نجاشيءَ ڏانهن لکيل خط:-** ان نجاشيءَ جو نالو اصحمہ بن اَبجر هو. پاڻ سڳورن ﷺ ان ڏانهن جيڪو خط لکيو هو، اهو عمرو بن اميہ ضمريءَ رضي الله عنه هٿان سن 6 هہ جي پڇاڙيءَ ۾ يا سن 7 هہ جي منڍ ۾ موڪليو. طبريءَ ان خط جي لکت ڏني آهي، پر مٿاڇري نظر وجهڻ سان ئي پتو پوي ٿو تہ هي اهو خط نہ آهي، جيڪو پاڻ سڳورن ﷺ حديبيہ واري ناهہ کانپوءِ لکيو هو، پر اها شايد ان خط جي لکت آهي، جيڪو پاڻ سڳورن ﷺ مڪي وارن ڏينهن ۾ حضرت جعفر رضي الله عنه کي حبشه ڏانهن هجرت ڪرڻ مهل ڏنو هو. ڇو تہ خط جي پڇاڙيءَ ۾ انهن مهاجرن جو ذڪر هنن لفظن ۾ ڪيل آهي تہ: ''وَقَدْ بَعَثْتُ إِلَيْكُمْ ابْنَ عَمِيْ جَعْفَراً وَ مَعَهُ نَفَرٌمِنَ الْمُسْلِمِيْنَ فاذَا جَاءَكَ فَاقرهم ودع التجبر.''

”مون توهان ڏي پنهنجي سوٽ جعفر کي مسلمانن جي هڪ جماعت سان موڪليو آهي، جڏهن اهي توهان وٽ پهچن تہ کين پاڻ وٽ رهائجو ۽ ڏاڍائي نہ ڪجوءُ.“

---

[1] - صحيح بخاري(2/872، 873).

[2] . رحمة للعالمين (171/1).

بيهقيءَ ابن عباس ﷺ جي حوالي سان هڪ ٻئي خط جي لکت بہ ڏني آهي، جيڪو پاڻ سڳورنﷺ ، نجاشيءَ ڏي موڪليو. ان جو ترجمو آهي تہ:

"هي خط آهي محمد ﷺ نبيءَ پاران حبشه جي بادشاهہ نجاشيءَ ڏانهن.

سلام ان تي جيڪو سڌي راهہ تي هلي ۽ الله ۽ ان جي رسول تي ايمان آڻي. آئون شاهدي ڏيان ٿو تہ: الله وحده لاشريڪ کانسواءِ ڪوبہ عبادت جوڳو ڪونهي. نکو سندس زال آهي ۽ نہ پٽ ۽ (آئون اها بہ شاهدي ڏيان ٿو تہ) محمد ﷺ ان جو ٻانهو ۽ رسول آهي ۽ آئون توهان کي اسلام جو سڏ ڏيان ٿو، ڇو تہ آئون ان جو رسول آهيان، تنهنڪري اسلام قبوليو تہ سلامت رهندؤ. اي اهل ڪتاب! هڪ اهڙي ڳالهہ ڏي مڙو، جيڪا اسان ۽ توهان وٽ ساڳي آهي تہ اسين الله کانسواءِ ڪنهن ٻئي جي عبادت نہ ڪريون، ساڻس ڪنهن کي بہ شريڪ نہ ڪريون ۽ اسان مان ڪي، الله کانسواءِ ڪنهن کي بہ پنهنجو پالڻهار نہ بڻائين. بس پوءِ جي اهي منهن موڙين تہ چئجو تہ شاهد رهجؤ، اسين مسلمان آهيون.

جي توهان (اها دعوت) نہ قبولي تہ توهان (جي سر) تي سڄي نصارا قوم جو گناهہ پوندو."

ڊاڪٽر حميد الله صاحب (پاريس) هڪ ٻئي خط جي لکت بہ ڏني آهي، جيڪو ويجهڙائيءَ ۾ هٿ آيو آهي ۽ رڳو هڪ لفظ جي ڦير گهير سان ساڳيو خط علامہ ابن قيم جي ڪتاب زاد المعاد ۾ بہ موجود آهي. ڊاڪٽر صاحب هن خط جي لکت جي ڇنڊڇاڻ ڏاڍي محنت سان ڪئي آهي ۽ نئين دور جي دريافتن مان گهڻو لاڀ حاصل ڪيو آهي ۽ ان خط جو فوٽو بہ ڪتاب ۾ ڏنو آهي. ان خط جو ترجمو هن ريت آهي:

بسم الله الرحمٰن الرحيم

محمد رسول الله ﷺ پاران حبشه جي بادشاهہ نجاشيءَ ڏانهن ان ماڻهوءَ تي سلام، جيڪو سڌي واٽ تي هلي. تنهن کانپوءِ آئون توهان آڏو الله جي ساراهہ ڪريان ٿو، جنهن کانسواءِ ڪوبہ معبود ناهي، جيڪو قدوس ۽ سلام آهي. امن ڏيڻ وارو محافظ ۽ نگران آهي ۽ آئون شاهدي ڏيان ٿو تہ عيسىٰ ابن مريم **عليه السلام**، الله جو روح ۽ سندس ڪلمو آهي. الله تعالىٰ ان کي پاڪيزه ۽ پاڪدامن مريم بتول **عليها السلام** ڏانهن آندو ۽ سندس روح ۽ ڦوڪ سان مريم **عليها السلام** جي **بطن** مبارڪ ۾ عيسىٰ آيو. جيئن الله تعالىٰ، آدم **عليه السلام** کي پنهنجن هٿن سان ناهيو. آئون الله وحده لا شريڪ **له** پاران سندس اطاعت لاءِ هڪٻئي جي مدد ڪرڻ جو سڏ ڏيان ٿو ۽ اهڙيءَ ڳالهہ ڏانهن (سڏيان ٿو) تہ توهان منهنجي پيروي ڪريو ۽ جيڪو مون وٽ پهتو آهي ان تي ايمان آڻيو، ڇو تہ آئون الله جو رسول ﷺ آهيان ۽ آئون توهان کي ۽ توهان جي لشڪر کي الله ڏانهن سڏيان

ٿو. هاڻي مون تبليغ ۽ نصيحت ڪري ڇڏي آهي. تنهنڪري منهنجي نصيحت قبوليو ۽ ان ماڻهوءَ تي سلام هجي، جيڪو سنڌي واٽ تي هلي."([1])

ڊاڪٽر حميد الله پوري خاطريءَ سان چيو آهي تہ اهو ئي خط آهي، جيڪو پاڻ سڳورن ﷺ حديبيہ کان موٽڻ کانپوءِ نجاشيءَ ڏانهن موڪليو. جيستائين سندن تعلق آهي تہ دليلن تي نظر وجهڻ کانپوءِ خط جي صحيح هجڻ تي شڪ نٿو ٿئي، پر ان ڳالهہ جو ڪو دليل ناهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ حديبيہ کان موٽڻ کانپوءِ ئي اهو خط موڪليو هو. پر بيهقيءَ جيڪو خط ابن عباس رضي الله عنه کان روايت ڪيو آهي، ان جي لکت انهن خطن سان ملندڙ جلندڙ آهي، جيڪي پاڻ سڳورن ﷺ حديبيہ کان موٽڻ کانپوءِ عيسائي بادشاهن ۽ اميرن کي لکيا هئا، ڇو تہ جهڙيءَ طرح پاڻ سڳورن ﷺ انهن خطن ۾ " يَا أَهْلَ الْكِتَابِ تَعَالَوْا إِلَى كَلِمَةٍ سَوَاءٍ " واري آيت لکي هئي، اهڙيءَ طرح ئي بيهقي واري ڄاڻايل خط ۾ اها ئي آيت لکيل آهي. ان کانسواءِ ان خط ۾ اصحمہ جو چٽو نالو بہ آيل آهي. جڏهن تہ ڊاڪٽر حميد الله جي اتاريل خط ۾ ڪنهن جو بہ نالو ڪونهي، ان ڪري آئون سمجهان ٿو تہ ڊاڪٽر صاحب وارو خط حقيقت ۾ اهو خط آهي، جيڪو پاڻ سڳورن ﷺ اصحمہ جي وفات کانپوءِ سندس جانشين جي نالي لکيو هو ۽ شايد اهو ئي سبب آهي جو ان ۾ ڪوبہ نالو لکيل ڪونهي.

هن ترتيب جو مون وٽ ڪو دليل ڪونهي، پر ان جو بنياد رڳو اندريون شاهديون آهن، جيڪي انهن خطن جي لکتن مان ملن ٿيون. باقي ڊاڪٽر حميد الله صاحب تي اچرج ٿو ٿئي جو هن بئي پاسي ابن عباس رضي الله عنه جي روايت سان بيهقيءَ جو ڏنل خط پوري پڪ سان پاڻ سڳورن ﷺ جو لکيل اهو خط چئي ڇڏيو آهي، جيڪو پاڻ سڳورن ﷺ اصحمہ جي وفات کانپوءِ سندس جانشين کي لکيو هو. جڏهن تہ ان خط ۾ اصحمہ جو نالو چٽو لکيل آهي. (والعلم عند الله) ([2])

جڏهن عمرو بن اميہ رضي الله عنه، پاڻ سڳورن ﷺ جو خط نجاشيءَ کي ڏنو تہ نجاشيءَ اهو وٺي اکين تي رکيو ۽ تخت تان هيٺ لهي بيٺو ۽ حضرت جعفر بن ابي طالب رضي الله عنه جي هٿ تي مسلمان ٿيو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ ڏانهن هڪ خط لکي موڪليائين، جيڪو هن ريت آهي:

بسم الله الرحمٰن الرحيم

محمد ﷺ رسول الله جي خدمت ۾ نجاشي اصحمہ پاران

يا نبي الله! توهان تي الله پاران سلام ۽ سندس رحمت ۽ برڪت ٿئي. اهو الله، جنهن کانسواءِ ڪوبہ عبادت جي لائق ڪونهي. اما بعد:

---

[1] - ڪتاب "حضور اکرم ﷺ کی سیاسی زندگی "، (اردو) مؤلف ڊاڪٽرحميد الله (ص:108، 109، 122، 123، 124، 125)- زاد المعاد جو آخري جملو والسلام عليٰ من اتبع الهديٰ بدران اسلم انت آهي. زادالمعاد (60/3).

[2] - ڊاڪٽر حميد الله جو ڪتاب "حضور اکرم ﷺ کی سیاسی زندگی"، (ص: 108 _ 114) تائين ۽ (ص: 121 _ 131) تائين.

يا رسول الله ﷺ! مون کي توهان جو نياپو پهتو، جنهن ۾ توهان **عيسىٰ عليه السلام** جي ڳالهه ٻڌائي آهي. آسمان ۽ ڌرتيءَ جي الله جو قسم! توهان جيڪي ڪجهه لکيو آهي، **حضرت** عيسىٰ ان کان هڪ رتي برابر وڌيڪ نه هو. هو اهڙو ئي آهي، جهڙو اوهان لکيو آهي.([1]) توهان جيڪي ڪجهه اسان ڏي اماڻيو آهي، اسان ان کي پرکيو ۽ توهان جي سؤٽ ۽ توهان جي اصحابين جي مهمان نوازي ڪئي ۽ آئون شاهدي ڏيان ٿو ته توهان، الله جا سچا ۽ پڪا رسول آهيو ۽ مون توهان سان بيعت ڪئي ۽ توهان جي سؤٽ سان بيعت ڪئي ۽ ان جي هٿ تي الله ڪارڻ اسلام قبوليو."([2])

پاڻ سڳورن ﷺ نجاشيءَ کي اهو به لکيو هو ته هو **حضرت جعفر** رضي الله عنه ۽ ٻين مهاجرن کي حبش مان روانو ڪري. تنهنڪري هن، **حضرت عمرو بن اميه** رضي الله عنه سان گڏ ٻن ٻيڙين ۾ انهن کي موڪلڻ جو بندوبست ڪيو. هڪ ٻيڙي، جنهن ۾ **حضرت جعفر** رضي الله عنه ۽ **حضرت ابو موسىٰ اشعري** رضي الله عنه ۽ ڪجهه ٻيا اصحابي سڳورا سوار ٿيا، **اها ٻيڙي** سڌو خيبر پهتي. ٻي ٻيڙيءَ ۾ گهڻو ڪري **عورتون** ۽ ٻار هئا، جيڪي سڌو مديني پهتا.([3])

متي ڄاڻايل نجاشي تبوڪ واري لڙائيءَ کانپوءِ رجب 9 هه ۾ گذاري ويو. پاڻ سڳورن ﷺ سندس گذاري وڃڻ واري ڏينهن ئي اصحابي سڳورن کي سندس وفات جي ڄاڻ ڏني ۽ ان لاءِ غائبانه جنازي نماز پڙهي. ان کان پوءِ جيڪو بادشاهه ٿيو، پاڻ سڳورن ﷺ ان ڏانهن به خط موڪليو، پر اهو پتو نه پئجي سگهيو ته ان اسلام قبوليو يا نه!([4])

**2. مصر جي بادشاهه مقوقس ڏانهن خط:-** پاڻ سڳورن ﷺ هڪ خط جريح بن متي ([5]) ڏانهن اماڻيو، جنهن جو لقب مقوقس هو ۽ جيڪو مصر ۽ اسڪندريه جو بادشاهه هو. خط جي لکت هن طرح هئي:

---

[1] - حضرت عيسىٰ عليه السلام بابت اهي جملا، ڊاڪٽر حميد الله جي ان راءِ جي تائيد ڪن ٿا ته سندس ڏنل خط اصحمه جي نالي هو. (والله اعلم).

[2] - زادالمعاد (61/3).

[3] - ابن هشام (359/2).

[4] - هي ڳالهه ڪنهن قدر صحيح مسلم جي روايت مان اخذ ڪري سگهجي ٿي. چو جو حضرت انس کان مروي آهي. (99/2).

[5] - اهو نالو علامه منصورپوريءَ، **رحمة للعالمين** (178/1) ۾ ڏنو آهي. ڊاڪٽر حميدالله ان جو نالو بنيامين ٻڌايو آهي. **ڏسو** "حضور اکرم □ کی سیاسی زندگی" (ص:141).

بسم الله الرحمٰن الرحيم

الله جي ٻانهي ۽ ان جي رسول محمد ﷺ پاران قبط جي بادشاه مقوقس ڏانهن ان تي سلام، جيڪو سڌي واٽ تي هلي. اما بعد.

آئون توهان کي اسلام جي دعوت ڏيان ٿو. اسلام قبوليندؤ ته سلامت رهندؤ ۽ اسلام قبوليندؤ ته الله توهان کي ٻيڻو اجر ڏيندو. پر جي توهان منهن موڙيو ته توهان تي قبطي قوم جو به گناهه ٿيندو. اي قبطيو! هڪ اهڙي ڳالهه ڏي اچو، جيڪا اسان ۽ توهان لاءِ هڪجهڙي آهي ته اسين الله کانسواءِ ڪنهن جي به عبادت نه ڪريون ۽ ان سان ڪنهن به شيءِ کي شريڪ نه ڪريون ۽ اسان مان هڪٻئي کي الله جي بدران رب نه بنايون. پوءِ جيڪڏهن اهي منهن موڙين ته (ڪين) ٻڌائي ڇڏجؤ ته شاهد رهجؤ ته اسين مسلمان آهيون.[1]

هي خط پهچائڻ لاءِ حضرت حاطب بن ابي بلتعه رضي الله عنه کي چونڊيو ويو، جنهن مقوقس جي دربار ۾ پهچي چيو ته: "(هن سر زمين تي) توهان کان اڳ هڪڙو اهڙو ماڻهو ٿي گذريو آهي، جيڪو پنهنجو پاڻ کي رب اعليٰ سمجهندو هو. الله تعاليٰ کيس جڳ جهان لاءِ قيامت تائين عبرت جو نشان بڻائي ڇڏيو. پهرين ته سندس هٿان ماڻهن کان پلاند ڪيو پوءِ کيس ئي انتقام جو نشانو بڻايائين. تنهنڪري چڱو اهو ٿيندو ته توهان ان مان عبرت وٺو، ائين نه ٿئي ته ماڳهين ٻيا توهان مان عبرت حاصل ڪن."

مقوقس چيو ته: "اسانجو به هڪ دين آهي، جيڪو ايستائين نٿا ڇڏي سگهون، جيستائين ڪو ان کان ڀلو دين نٿو ملي."

حضرت حاطب رضي الله عنه چيو ته: "اسان، توهان کي اسلام جي دعوت ڏيون ٿا، جنهن کي الله تعاليٰ سيني دينن جو مٽ بڻايو آهي." ڏسو! هن نبيءَ ماڻهن کي اسلام جي دعوت ڏني ته ان جي خلاف قريش سڀ کان زيادهه سخت ثابت ٿيا، يهودين سيني کان وڌيڪ دشمني ڪئي ۽ نصارا سڀ کان زيادهه قريب رهيا منهنجي عمر جو قسم! جهڙي طرح حضرت موسيٰ عليه السلام حضرت عيسيٰ عليه السلام جي خوشخبري ڏني هئي، اهڙي طرح حضرت عيسيٰ عليه السلام محمد ﷺ جي لاءِ خوشخبري ڏني هئي ۽ اسين توهان کي قرآن مجيد جي دعوت ائين ئي ڏيون ٿا جيئن توهان توراة وارن کي انجيل جي دعوت ڏيو ٿا. جيڪو نبي جنهن قوم کي پائيندو آهي اها قوم ان جي امت ٿي ويندي

[1] - زادالمعاد - ابن قيم (61/3) ويجهڙائيءَ ۾ اهو خط هٿ آيو آهي. ڊاڪٽر حميدالله ان جو فوٽو به ڇپايو آهي. ان ۾ ۽ زادالمعاد جي لکت ۾ رڳو ٻن لفظن جو فرق آهي. زادالمعاد ۾ اسلم تسلم - اسلم يوتڪ الله آهي ۽ هن خط ۾ آهي ته فاسلم تسلم يوتڪ الله. اهڙيءَ طرح زادالمعاد ۾ اثم اهل القبط آهي ۽ هن خط ۾ اثم القبط آهي. ڏسو "حضور اکرم □ کی سياسی زندگی" (ص:136، 137).

آهي ۽ ان قوم تي لازمي هوندو آهي تہ اها انهيءَ نبيءَ جي اطاعت ڪري، ۽ توهان انهيءَ نبيءَ کي پاتو آهي ۽ پوءِ اسين توهان کي دين مسيح کان روڪيون نٿا پر اسين ان جو ئي حڪم ڏيون ٿا."

مقوقس چيو تہ: "مون هن نبيءَ جي ڳالهين کي ڌيان سان پرکيو تہ ڏٺم تہ هو ڪنهن اڻوڻندڙ ڳالهہ جو حڪم نٿو ڏي ۽ ڪنهن بہ چڱائيءَ کان نٿو روڪي. اهو نہ ڪو پٽڪيل جادوگر آهي ۽ نہ ئي ڪوڙو ڪاهن. پاڻ آئون تہ ڏسان پيو تہ ان کي نبوت جي اها نشاني مليل آهي، جو هو لڪل کي ظاهر ڪري ٿو ۽ ڪن ۾ چيل ڳالهہ بہ ٻاڌي وني ٿو. آئون وڌيڪ غور ڪندس."

مقوقس اهو خط وٺي (احترام سان) عاج جي هڪ دٻيءَ ۾ رکيو ۽ پنهنجي هڪ ٻانهيءَ جي حوالي ڪيو. پوءِ هڪ عربي لکندڙ ڪاتب کي سڏرائي پاڻ سڳورن ﷺ ڏانهن موڪلڻ لاءِ هيٺ ڏنل خط لکرايو:

بسم الله الرحمٰن الرحيم

محمد بن عبدالله ڏانهن قبط جي بادشاهہ مقوقس پاران

توهان تي سلام هجن. اما بعد.

مون توهان جو خط پڙهيو ۽ ان ۾ توهان جي لکيل ڳالهہ ۽ دعوت کي سمجهيم. مون کي خبر هئي تہ اڃا هڪ نبي اچڻو آهي. مون سمجهيو ٿي تہ اهو شام ملڪ ۾ ظاهر ٿيندو. مون توهان جي قاصد کي ڏاڍي عزت ڏني آهي. توهان جي خدمت ۾ ٻہ ٻانهيون موڪلي رهيو آهيان، جن جي قبطين ۾ ڏاڍي هاڪ آهي ۽ ڪجهہ ڪپڙا بہ موڪلي رهيو آهيان ۽ توهان جي سواريءَ لاءِ هڪ خچر بہ هديو ڪري رهيو آهيان. توهان کي سلام هجن.

مقوقس پيو ڪجهہ بہ ڪونہ لکيو ۽ نہ اسلام قبوليو. ٻئي ٻانهيون، ماريہ رضي الله عنها ۽ سيرين رضي الله عنها هيون. خچر جو نالو دلدل هو، جيڪو معاويہ جي ڏينهن تائين جيئرو هو.[1] پاڻ سڳورن ﷺ، ماريہ رضي الله عنها کي پاڻ وٽ رکيو. ان مان ئي پاڻ سڳورن ﷺ جو فرزند ابراهيم پيدا ٿيو. باقي سيرين رضي الله عنها کي حضرت حسان بن ثابت رضي الله عنه جي حوالي ڪري ڇڏيو.

---

[1] - زادالمعاد (61/3).

**3. فارس (ايران) جي بادشاهه خسرو پرويز ڏانهن لکيل خط:-** پاڻ سڳورن ﷺ هڪ خط ايران جي بادشاه خسرو پرويز ڏانهن موڪليو، جنهن جي لکت هن ريت هئي:

بسم الله الرحمٰن الرحيم

محمد ﷺ رسول الله پاران فارس جي بادشاه خسرو ڏانهن

"ان ماڻهوءَ تي سلام، جيڪو سڌي واٽ تي هلي ۽ الله ۽ ان جي رسول تي ايمان آڻي ۽ شاهدي ڏي تہ الله کانسواءِ ڪير بہ عبادت جوڳو نہ آهي. هو وحده لاشريڪ آهي ۽ محمد ﷺ ان جو ٻانهو ۽ رسول آهي. آئون توهان کي الله ڏانهن سڏيان ٿو، ڇو تہ آئون سڀني انسانن لاءِ الله پاران موڪليل آهيان تہ جيئن جيڪو جيئرو آهي، اهو بڇڙي پڇاڙيءَ کان ڊڄي وڃي ۽ ڪافرن تي سچي ڳالهہ ثابت ٿي وڃي. (يعني حجت پوري ٿئي) بس توهان اسلام قبوليو ۽ ان سلامتيءَ سان رهو ۽ جي توهان انڪار ڪيو تہ مجوسين جي گناهہ جو بار بہ توهان تي هوندو."

هي خط ڪڻي وڃڻ لاءِ پاڻ سڳورن ﷺ، **حضرت عبدالله بن حذافہ سهمي** ؓ کي چونڊيو. ان اهو خط بحرين جي حڪمران جي حوالي ڪيو. اها خبر ڪانهي تہ هن اهو خط پنهنجي ڪنهن ماڻهوءَ هٿان ڪسريٰ تائين پهچايو يا **حضرت عبدالله سهمي** ؓ کي ئي اوڏانهن روانو ڪيو. بهرحال جڏهن اهو خط خسرو کي پڙهي ٻڌايو ويو تہ هن اهو ڦاڙي ڇڏيو ۽ ڏاڍي هٺ ۽ وڏائيءَ سان چيائين تہ: "منهنجي رعايا مان هڪ حقير غلام، پنهنجو نالو منهنجي نالي کان اڳ ٿو لکي!" پاڻ سڳورن ﷺ کي جڏهن ان واقعي جي خبر پئي تہ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "الله ڪري تہ سندس بادشاهت بہ ٽڪرا ٽڪرا ٿي وڃي." پوءِ ٿيو بہ ائين، جيئن پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو هو. اهڙي طرح خسرو پنهنجي يمن واري گورنر باذان کي لکي موڪليو تہ ٻہ جوان مرد موڪل تہ وڃي حجاز واري ان همراهہ کي وٺي مون تائين پهچائين. باذان هڪدم بہ ماڻهو چونڊي ڪين هڪ خط ڏئي پاڻ سڳورن ﷺ وٽ موڪليو، جنهن ۾ حڪم ڏنل هو تہ پاڻ سڳورا ﷺ انهن سان گڏ خسرو وٽ هليا وڃن. جڏهن اهي مديني پهتا ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي سامهون ٿيا تہ هڪ چيو تہ: "شهنشاهہ ڪسريٰ، شاهہ باذان کي هڪ خط ذريعي حڪم ڏنو آهي تہ اهي توهان وٽ ماڻهو موڪلي، توهان کي ڪسريٰ وٽ پهچائين ۽ باذان، ان ڪم لاءِ مون کي اوهان وٽ موڪليو آهي تہ توهان مون سان گڏجي هلو. گڏوگڏ هن ڌمڪيون بہ ڏنيون. پاڻ سڳورن ﷺ کين ٻئي ڏينهن تائين ترسايو.

هوڏانهن ان ئي مهل جڏهن مديني ۾ اها دلچسپ مهم درپيش هئي، خسرو پرويز پاڻ بہ پنهنجي ئي گهراڻي جي هڪ سازش ۽ بغاوت جي وَرَ چڙهي ويو هو، جنهن جي نتيجي ۾ قيصر جي

فوجن هٿان فارسي فوجن جي لاڳيتين شڪستن ڪانپوءِ خسرو جو پٽ شيرويہ، پنهنجي پيءُ کي ماري پاڻ بادشاهہ ٿي وينو هو. اهو اڱاري جي رات، جمادي الاول سن 7 هہ جو واقعو آهي. (1)

پاڻ سڳورن ﷺ کي ان واقعي جي خبر وحيءَ ذريعي پهتي. تنهن ڪانپوءِ صبح جو جڏهن ٻئي فارسي نمائندا پهتا تہ پاڻ سڳورن ﷺ کين واقعو ٻڌايو. انهن چيو تہ: "هوش ۾ تہ آهيو تہ اوهان ڇا پيا چئو؟ اسين تہ توهان جي ان کان ننڍڙي ڳالهہ کي بہ اعتراض جوڳو سمجهون ٿا، پوءِ ڇا توهان جي هيءَ ڳالهہ بادشاهہ کي لکي موڪليون؟" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "هائو! کيس منهنجي اها ڳالهہ پلي لکي موڪليو ۽ کيس اهو بہ چئجوءَ تہ منهنجو دين ۽ منهنجي حڪومت اوستائين ضرور پهچندا، جيستائين ڪسريٰ پهچي چڪو آهي. پر ان کان بہ اڳتي اتي وڃي بيهندي، جنهن کان اڳيان اٺ ۽ گهوڙن جا پير وڃي ئي نٿا سگهن. توهان ٻئي کيس اهو بہ وڃي چئجوءَ تہ جي مسلمان ٿيندين تہ جيڪي ڪجهہ تنهنجي هٿ ۾ آهي، اهو سڀ تو وٽ ئي رهڻ ڏيندس ۽ توکي تنهنجي قوم جو بادشاهہ ڪندس.ان ڪانپوءِ اهي ٻئي مديني مان نڪتا ۽ اچي باذان وٽ پهتا ۽ کيس پيرائتي ڳالهہ ڪري ٻڌايائون. ٿورن ڏينهن ڪانپوءِ هڪ خط پهتو تہ شيرويہ پنهنجي پيءُ کي ماري ڇڏيو آهي. شيرويہ، پنهنجي خط ۾ اها بہ هدايت ڪئي تہ جنهن ماڻهوءَ جي نالي بابا توکي لکيو هو، ان کي ٻئي حڪم تائين ڪجهہ نہ چئجان.

ان واقعي ڪري باذان ۽ سندس فارسي ساٿي (جيڪي يمن ۾ رهيل هئا) مسلمان ٿي ويا. (2)

**4. روم جي قيصر ڏانهن لکيل خط:-** صحيح بخاريءَ جي هڪ ڊگهي حديث ۾ ڳالهين مان ڳالهہ نڪرندي هن خط جو تت ڏنو ويو آهي، جيڪو پاڻ سڳورن ﷺ، روم جي شهنشاه هرقل کي لکيو هو. اهو خط هن طرح آهي:

بسم الله الرحمٰن الرحيم

الله جي ٻانهي ۽ ان جي رسول محمد ﷺ پاران روم جي شهنشاهہ هرقل ڏانهن.

ان ماڻهوءَ تي سلام هجي، جيڪو سڌي واٽ تي هلي ٿو. توهان اسلام قبوليو تہ سلامت رهندؤ. اسلام قبوليندؤ تہ الله ان جو ٻيڻو اجر ڏيندو، پر جي انڪار ڪندؤ تہ توهان تي اَرِيسين (رعيت) جي گناهہ جو بار بہ پوندو. اي اهل ڪتاب! هڪ اهڙي ڳالهہ ڏي اچو، جيڪا اسان جي ۽

---

1 - فتح الباري(8/127).

2 - محاضرات خضري(1/147)- فتح الباري(8/127، 128).

اوهان جي لاءِ هڪ جهڙي آهي تہ اسين الله کانسواءِ ٻيو ڪنهن کي بہ نہ پوڄيون. ساڻس ڪابہ شيءِ شريڪ نہ ڪريون ۽ الله بدران ڪنهن کي بہ ڪير بہ پالڻهار نہ سمجهي. بس پوءِ بہ جيڪو نہ مڃي تہ انهن کي ٻڌائي ڇڏيو تہ اسين مسلمان آهيون. [1]

هيءُ خط پهچائڻ لاءِ دحيہ بن خليفہ ڪلبي ﷛ کي چونڊيو ويو. پاڻ سڳورن ﷺ، کين حڪم ڪيو تہ اهو خط بصري جي واليءَ جي حوالي ڪري ۽ اهو هن خط کي قيصر تائين پاڻهي پڄائيندو. ان ڪانپوءِ جيڪي ٿيو، ان جو تفصيل صحيح بخاريءَ ۾ حضرت ابن عباس ﷛ کان بيان ڪيل آهي. ان جو بيان آهي تہ ابو سفيان بن حرب کين ٻڌايو تہ هرقل، کيس قريشن جي جماعت سميت گهرايو. اها جماعت حديبيہ واري "ناهہ ڪانپوءِ قائم ٿيل امن وارن ڏينهن ۾ شام ملڪ ۾ واپار سانگي وئي هئي. اهي ايلياء (بيت المقدس) ۾ هن وٽ پهتا. [2] هرقل کين درٻار ۾ سڏايو. ان مهل سندس چوڌاري روم جا وڏا وڏا ماڻهو ويٺل هئا. پوءِ هن انهن کي ۽ پنهنجي ترجمان کي گهرائي کين چيو تہ: "اهو همراهہ جيڪو پنهنجو پاڻ کي نبي ٿو سمجهي، ان سان توهان مان ڪنهن جي ويجهڙائپ يا مائٽي آهي؟" ابو سفيان ٻڌائي ٿو تہ مون چيو تہ: "آئون سندس سڀ کان ويجهو مائٽ آهيان." هرقل چيو تہ: "هن کي ويجهو ڪريو ۽ سندس ساٿين کي بہ ويجهو آڻي سندس پٺيان ويهاريو." ان ڪانپوءِ هرقل پنهنجي ترجمان کي چيو تہ: "آئون هن همراهہ کان هُن شخص (پاڻ سڳورن ﷺ) بابت سوال ڪندس. جيڪڏهن هي ڪوڙ ڳالهائي تہ تون کيس ڪوڙو چئجان." ابو سفيان ٻڌائي ٿو تہ: الله جو قسم! جيڪڏهن ڪوڙ ڳالهائڻ تي خوار ٿيڻ جو ڊپ نہ هجي ها تہ آئون پاڻ سڳورن ﷺ بابت ضرور ڪوڙ ڳالهايان ها. ابوسفيان ٻڌائي ٿو تہ ان ڪانپوءِ هرقل جيڪو پهريون سوال ڪيو، اهو هي هو تہ توهان ۾ هن جو نسب ڪيئن آهي؟

مون چيو تہ : هو اوچي نسل وارو آهي.

هرقل پڇيو تہ: ڇا هن کان پهرين بہ توهان ۾ ڪنهن اهڙي دعوىٰ ڪئي آهي؟

مون چيو تہ : نہ

هرقل پڇيو تہ: ڇا سندس ابن ڏاڏن مان ڪو بادشاهہ ٿيو آهي؟

مون چيو تہ : نہ

---

[1] - صحيح بخاري(1/4، 5).

[2] - ان مهل قيصر، فارسين کان جنگ کٽڻ ڪري الله جو شڪر ادا ڪرڻ لاءِ حمص کان ايلياء (بيت المقدس) ويو هو. (صحيح مسلم 2/99) تفصيل هن ريت آهي تہ فارسين خسرو پرويز جي مارجڻ بعد رومين کي سندن قبايل علائقا ڏيڻ جو ناهہ ڪيو ۽ کين اها صليب بہ موٽائي ڏني، جنهن بابت عيسائين جو عقيدو آهي تہ ان تي حضرت عيسيٰ عليه السلام کي چاڙهيو ويو هو. قيصر ان ناهہ ڪانپوءِ صليب کي اڳوڻي جڳهہ تي لڳائڻ ۽ سوڀارو ٿيڻ جي ڪري ٿورا مڃڻ لاءِ 629ع يعني 7 هہ ۾ ايلياء (بيت المقدس) ويو هو.

هرقل پڇيو تہ: پلا سندس پيروي وڏن ماڻهن ڪئي يا ڪمزورن؟

مون چيو تہ : ڪمزورن

هرقل پڇيو تہ: (سندس پوئلڳ) وڌن پيا يا گهٽجن پيا؟

مون چيو تہ : وڌن پيا.

هرقل پڇيو تہ: ڇا هن جو دين قبولڻ کانپوءِ ڪو ماڻهو مرتد بہ ٿيو آهي؟

مون چيو تہ : نہ

هرقل پڇيو تہ: اها دعويٰ ڪرڻ کان اڳ ڇا توهان کيس ڪوڙ ڳالهائيندي ٻڌو؟

مون چيو تہ : نہ

هرقل پڇيو تہ: ڇا هو بدعهدي بہ ڪري ٿو؟

مون چيو تہ : نہ، پر اسان ۽ هن جي وچ ۾ هينئر ناهہ ٿيو آهي. نجاڻ هو ان دوران ڇا ڪندو؟ ابوسفيان ٻڌائي ٿو تہ: هن فقري کانسواءِ مون کي ڪٿي بہ غلط ڳالهہ ڪرڻ جو وجهہ نہ مليو.

هرقل پڇيو تہ: ڇا توهان هن سان ويڙهہ ڪئي آهي؟

مون چيو تہ : هائو.

هرقل پڇيو تہ: نتيجو ڇا نڪتو؟

مون چيو تہ : ويڙهہ ۾ اسين ٻئي (ڌريون) هڪجهڙيون آهيون. ڪڏهن هو اسان کي ڌڪيو وجي تہ ڪڏهن اسين ڌڪيو وجونس.

هرقل پڇيو تہ: هو توهان کي ڪهڙين ڳالهين جو حڪم ڪري ٿو؟

مون چيو تہ : هو چوي ٿو تہ رڳو هڪ الله جي عبادت ڪريو ۽ ان سان ڪنهن کي بہ شريڪ نہ ڪريو. توهان جا ابا ڏاڏا جيڪي ڪجهہ چوندا هئا، ان کي ڇڏي ڏيو. هو اسان کي نماز، سچائي، تقويٰ ۽ پاڪائي ۽ مٽن مائٽن سان ڇڱي هلت جو حڪم ڏئي ٿو.

ان کان پوءِ هرقل پنهنجي ترجمان کي چيو تہ: "تون هن (ابو سفيان) کي چئو تہ مون توکان هن جو نسب پڇيو تہ تو چيو تہ هو اوچي نسب جو آهي. دستور بہ اهو آهي تہ پيغمبر پنهنجي قوم جي اوچي نسل مان هوندو آهي. پوءِ مون پڇيو تہ اها دعويٰ ان کان اڳ نہ ڪنهن اوهان مان ڪئي هئي؟ تو چيو تہ "نہ". جيڪڏهن سندس ابن ڏاڏن مان ڪو بادشاهہ ٿيو هجي ها تہ آئون چوان ها تہ هو بہ بادشاهت ٿو گهري.

پوءِ مون پڇيو تہ هو جيڪا ڳالهہ ڪري پيو، اها ڳالهہ ڪرڻ کان اڳ بہ توهان ڪڏهن کيس ڪوڙ ڳالهائيندي ٻڌو آهي تہ تو چيو تہ "نہ" آئون چڱيءَ طرح ڄاڻان ٿو تہ ائين ٿي ئي نٿو سگهي تہ جيڪو ماڻهو، ماڻهن سان ڪوڙ نہ ڳالهائي، اهو الله تي بهتان هڻي سگهندو.

مون اهو بہ پڇيو تہ سندس پيروي وڏا ماڻهو پيا ڪن يا ڪمزور؟ تنهن تي تو ٻڌايو تہ سندس پيروي ڪمزور پيا ڪن ۽ سچ پڇين تہ اهڙا ئي ماڻهو پيغمبرن جي پيروي ڪندا آهن.

مون پڇيو تہ ڇا هن دين ۾ داخل ٿيڻ ڪانپوءِ ڪير مرتد بہ ٿيو آهي؟ تنهن تي تو ٻڌايو تہ "نہ" ۽ حقيقت اها آهي تہ ايمان جي تازگي جڏهن روحن ۾ گهڙندي آهي تہ ائين ئي ٿيندو آهي.

پوءِ مون پڇيو تہ ڇا هو بدعهدي بہ ڪري ٿو؟ تنهن تي تو ٻڌايو تہ "نہ". پيغمبر اهڙا ئي ٿيندا آهن، اهي بدعهدي ڪونہ ڪندا آهن.

مون اهو بہ پڇيو تہ هو ڪهڙين ڪهڙين ڳالهين جو حڪم ڏي ٿو؟ تنهن تي تو ٻڌايو تہ هو الله جي عبادت ڪرڻ ۽ ان سان ڪنهن کي بہ شريڪ نہ ڪرڻ جو حڪم ڏي ٿو، بت پرستيءَ کان روڪي ٿو ۽ نماز، سچائي، تقويٰ ۽ پاڪائيءَ جو حڪم ڏي ٿو.

هاڻي جيڪي ڪجھ تو ٻڌايو آهي، جيڪڏهن اهو صحيح آهي تہ پوءِ اهو ماڻهو جلد ئي منهنجي پيرن واري جاءِ جو بہ مالڪ ٿي ويندو. آئون ڄاڻان ٿو تہ اهڙو هڪ الله جو نبي اچڻو آهي، پر مون کي خيال بہ ڪونہ هو تہ اهو توهان منجهان ٿيندو. جيڪڏهن مون کي هن تائين پهچڻ جي پڪ هجي ها تہ آئون ساڻس ملڻ جي تڪليف ضرور ڪريان ها ۽ جيڪڏهن ان تائين پهچان ها تہ سندس ٻئي پير ڌوئان ها."

ان ڪانپوءِ هرقل، پاڻ سڳورن ﷺ جو خط گهرائي پڙهيو، خط پڙهي واندو ٿيو تہ اتي گوڙ مچي ويو. هرقل اسان بابت حڪم ڏنو ۽ اسان کي ٻاهر موڪليو ويو. ٻاهر اچي مون پنهنجن ساٿين کي چيو تہ "ابو ڪبشہ [1] جي پٽ جو معاملو چوٽ چڙهي ويو. هن کان تہ بنو اصفر (رومي) [2] جو بادشاهہ بہ ڊڄي ٿو." ان ڪانپوءِ مون کي پوري پڪ ٿي تہ پاڻ سڳورن ﷺ جو دين نيٺ غالب ٿيندو. تنهن ڪانپوءِ الله تعاليٰ منهنجي دل ۾ اسلام جي محبت وجهي ڇڏي. [3]

اهو هو قيصر تي پاڻ سڳورن ﷺ جي خط جو اثر، جيڪو ابوسفيان اکين سان ڏٺو. هن خط جو هڪ اثر اهو بہ ٿيو تہ قيصر، پاڻ سڳورن ﷺ جي قاصد يعني دحيہ ڪلبي رضي الله عنه کي مال متاع ۽ ڪپڙا لٽا سوکڙيءَ طور ڏنا، پر موٽڻ مهل حسميٰ ۾ جذام قبيلي جي ڪن ماڻهن ڌاڙو هڻي سڀ

---

[1] - ابو ڪبشہ جو پٽ، پاڻ سڳورن ﷺ کي چيو ويندو آهي. ابو ڪبشہ، پاڻ سڳورن ﷺ جي ڏاڏي يا ناني مان ڪنهن جي ڪنيت هئي، اهو بہ چيو وڃي ٿو تہ: پاڻ سڳورن ﷺ جي رضاعي پيءُ (بيبي حليمہ سڳوري ) جي گهري واري) جي ڪنيت هئي. بهرحال ابو ڪبشہ اڻڄاتل ماڻهو هو ۽ عربن جو دستو هو تہ جڏهن ڪنهن جي عيب جوئي ڪرڻي هوندي هئن تہ ان کي سندس ابن ڏاڏن مان ڪنهن اڻڄاتل ماڻهوءَ سان منسوب ڪري ڇڏيندا هئا.

[2] - بنو الاصفر (اصفر جو اولاد) اصفر معنيٰ زردو يا هڊبو. رومين کي بنو الاصفر چيو ويندو هو، ڇو تہ روم جي جنهن پٽ مان رومين جو نسل هليو، اهو ڪنهن سبب ڪري اصفر (زردو) جي لقب سان مشهور ٿيو.

[3] - صحيح بخاري (4/1)، صحيح مسلم (2/ 98، 99)

سامان ڦري ورتو. **حضرت دحيہ** رضي الله عنه مديني پهچي، گهر وڃڻ بدران سڌو پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهتو ۽ پيرائتي ڳالهہ ڪري ٻڌايائين، جنهن تي پاڻ سڳورن ﷺ **حضرت زيد بن حارثہ** رضي الله عنه جي اڳواڻيءَ ۾ پنج سؤ اصحابين جو هڪ جٿو حسميٰ موڪليو، جن جذام قبيلي تي **حملو ڪري** چڱا خاصا ماڻهو ماري ڇڏيا ۽ انهن جا **جانور** ۽ عورتون ڪاهي آيا. **جانورن** ۾ هڪ هزار اٺ ۽ پنج هزار ٻڪريون هيون ۽ **قيدين** ۾ هڪ سؤ **عورتون** ۽ ٻار هئا.

جيئن تہ پاڻ سڳورن ﷺ ۽ جذام قبيلي ۾ ناهہ ٺيل هو، ان ڪري قبيلي جي هڪ سردار **حضرت زيد بن رفاعہ جذاميءَ** رضي الله عنه **جلد** پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهچي دانهن ڏني. هو پنهنجي قبيلي جي ڪن ماڻهن سان گڏ اڳيئي مسلمان ٿي چڪو هو ۽ جڏهن **حضرت دحيہ** کان ڦر ٿي تہ ان جي مدد بہ ڪئي هئائين. ان ڪري پاڻ سڳورن ﷺ سندن ڇوڻ تي غنيمت جو مال ۽ قيدي موٽائي ڇڏيا.

عام طور تي هن واقعي کي حديبيہ واري واقعي کان اڳ جو ڇيو وڃي ٿو، پر اها ڪليل غلطي آهي، ڇو تہ قيصر وٽ حديبيہ واري ناهہ ڪانپوءِ ئي خط موڪليو ويو هو. ان ڪري ئي علامہ ابن قيم لکيو آهي تہ اهو واقعو بنا ڪنهن شڪ شبهي جي حديبيہ کان پوءِ جو آهي.[1]

5. **منذر بن ساوي ڏانهن خط:-** پاڻ سڳورن ﷺ هڪ خط بحرين جي حڪمران منذر بن ساوي ڏانهن بہ موڪلي ڪيس اسلام جي دعوت ڏني. موٽ ۾ منذر، پاڻ سڳورن ﷺ کي لکيو تہ "اما بعد، يا رسول الله ﷺ مون توهان جو خط بحرين وارن کي پڙهي ٻڌايو. ڪن ماڻهن اسلام کي محبت ۽ پاڪيزگيءَ جي نظر سان ڏٺو ۽ ان جي حلقي ۾ اچي ويا ۽ ڪن کي ڳالهہ نہ وڻي. منهنجي ڌرتيءَ تي يهودي ۽ مجوسي گهڻا آهن، تنهنڪري توهان انهن بابت حڪم موڪليو." ان جي جواب ۾ پاڻ سڳورن ﷺ هي خط لکيو تہ:

بسم الله الرحمٰن الرحيم

محمد ﷺ رسول الله پاران منذر بن ساوي ڏانهن

تو تي سلام هجي. آئون توسان گڏ الله جي ساراهہ ڪريان ٿو، جنهن ڪانسواءِ ڪير بہ عبادت جوڳو ناهي ۽ آئون شاهدي ڏيان ٿو تہ محمد ﷺ ان جو ٻانهو ۽ رسول آهي.

اما بعد! آئون توکي الله عزوجل جي ياد ڏياريان ٿو. ياد رهي تہ جيڪو ماڻهو ڇڱائي ڪندو ۽ جيڪو ماڻهو منهنجن قاصدن جي اطاعت ۽ سندن حڪمن جي پيروي ڪندو، ڇڻ تہ اهو منهنجي اطاعت ڪندو ۽ جيڪو انهن سان خيرخواهي ڪندو، ڇڻ اهو مون سان خير خواهي ڪندو. منهنجن قاصدن تنهنجي چڱي ساراهہ ڪئي آهي ۽ مون تنهنجي قوم بابت تنهنجي سفارش قبولي آهي،

[1] - زادالمعاد (122/2) تلقيح الفهوم (ص:29).

تنهنڪري ان ڪي قبول ڪر ۽ جيستائين تون چڱو هلندين، تيستائين اسان توکي ڪونہ هٽائيندا سين ۽ جيڪي يهوديت ۽ مجوسيت تي قائم رهن، تن لاءِ جزيو (ٽيڪس) آهي.(1)

6. **هوذه بن علي ڏانهن لکيل خط**:- پاڻ سڳورن ﷺ، هوذه بن علي، يمامہ جي حاڪم ڏانهن هيٺ ڏنل خط لکيو:

بسم اللّٰه الرحمٰن الرحيم

محمد ﷺ رسول الله پاران هوذه بن عليءَ ڏانهن:

ان ماڻهوءَ تي سلام، جيڪو سڌي واٽ تي هلي. توکي ڄاڻ هجڻ گهرجي تہ منهنجو دين اٺن ۽ گهوڙن جي پهچ جي آخري حد تائين نيٺ غالب ٿيندو، تنهنڪري اسلام قبول ڪر. تنهنجي هٿ هيٺ جيڪي ڪجهہ آهي، اهو تو وٽ ئي رهندو.

هي خط پهچائڻ لاءِ حضرت سليط بن عمرو عامري ؓ جي چونڊ ڪئي وئي. هو مهر لڳل خط کڻي هوذه وٽ پهتو. ان سندن چڱي آڌرڀاءُ ڪئي. حضرت سليط ؓ خط پڙهي ٻڌايو تہ: هن وچٽرو جواب ڏنو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کي لکيو تہ: "توهان جنهن شيءَ جي دعوت ڏيو پيا، اها پنهنجو مٽ پاڻ آهي. عربستان ۾ منهنجو داٻو ويٺل آهي، ان ڪري مون کي ڪو عهدو ڏيو. آئون توهان جي پيروي ڪندس.

هن حضرت سليط ؓ کي تحفا بہ ڏنا ۽ هجر جو ٺهيل ڪپڙو بہ ڏنو. حضرت سليط ؓ اهي سوکڙيون کڻي پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهتو ۽ پيرائتي ڳالهہ ڪري ٻڌايائين. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "جيڪڏهن هو زمين جو هڪڙو ٽڪرو بہ مون کان گهرندو تہ آئون ڪونہ ڏيندس. باقي جيڪي ڪجهہ سندس هٿ ۾ آهي، اهو بہ تباهہ ٿيندو."

جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ مڪو فتح ڪري موٽيا تہ جبرئيل عليه السلام اها خبر ٻڌائي تہ هوذه مري ويو آهي. پاڻ سڳورن ﷺ (ماڻهن کي) چيو تہ: "ٻڌو يمامہ ۾ هڪ ڪذاب (ڪوڙو) ظاهر ٿيڻ وارو آهي، جيڪو مون کان پوءِ قتل ڪيو ويندو." هڪ ڄڻي پڇيو تہ: "يا رسول الله ﷺ! ڪيس ڪير ماريندو؟" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "تون ۽ تنهنجا ساٿي." پوءِ ٿيو بہ ائين.(2)

---

1 - زادالمعاد (3/61، 62) هي خط ويجهڙ ۾ مليو آهي ۽ ڊاڪٽر حميد الله صاحب ان جو عڪس ڇپرايو آهي. زادالمعاد جي لکت ۽ هن فوٽوءَ واري لکت ۾ رڳو هڪ لفظ جو فرق (يعني عڪس ۾) آهي لاالہ الا هو بدران لا الہ غيره آهي.

2 - زادالمعاد (3/63).

**7. دمشق جي حاڪم حارث بن ابي شمر غسانيءَ ڏانهن لکيل خط:-** پاڻ سڳورن ﷺ کيس هيٺ ڏنل خط موڪليو:

بسم الله الرحمٰن الرحيم

محمد ﷺ رسول الله پاران حارث بن ابي شمر ڏانهن

"ان ماڻهوءَ تي سلام، جيڪو سڌي واٽ تي هلي ۽ ايمان آڻي ۽ تصديق ڪري. آئون توکي دعوت ٿو ڏيان تہ ايمان آڻ ان الله تي جيڪو وحده لاشريڪ له آهي تہ تولاءِ تنهنجي بادشاهت باقي رهندي."

اهو خط اسد بن خزيمہ قبيلي جي هڪ اصحابي سڳوري شجاع بن وهب ؓ جي هٿان موڪليو ويو. جڏهن هن اهو خط حارث کي ڏنو تہ ان چيو تہ: "مون کان منهنجي بادشاهت ڪير ٿو ڇني سگهي؟ آئون پاڻ ان تي يلغار ڪرڻ وارو ٿي آهيان." ۽ مسلمان نہ ٿيو.([1])

**8. عمان جي بادشاهہ ڏانهن لکيل خط:-** پاڻ سڳورن ﷺ هڪ خط عمان جي بادشاهہ جيفر ۽ سندس ڀاءُ عبد ڏانهن لکيو. ٻنهي جي پيءُ جو نالو جلندي هو. خط جي لکت هن طرح هئي:

بسم الله الرحمٰن الرحيم

محمد ﷺ بن عبدالله پاران جلنديءَ جي ٻنهي پٽن جيفر ۽ عبد ڏانهن

ان ماڻهوءَ تي سلام، جيڪو سڌي واٽ تي هلي. اما بعد!

آئون توهان ٻنهي کي اسلام جي دعوت ڏيان ٿو. اسلام قبوليو تہ سلامت رهندؤ، ڇو تہ آئون سموري انسان ذات لاءِ الله جو (موڪليل) رسول آهيان، تہ جيئن جيڪي جيئرا آهن، انهن کي آخرت جي خطري کان آگاهہ ڪري ڇڏيان ۽ ڪافرن جي حجت بہ پوري ٿي وڃي. جيڪڏهن توهان ٻئي اسلام قبوليندؤ تہ توهان ٻنهي کي والي ۽ حاڪم ڪري رکندس ۽ جيڪڏهن توهان ٻنهي اسلام کان منهن موڙيو تہ توهان جو راڄ ڀاڳ ختم ٿي ويندو. توهان جي ڌرتيءَ تي گهوڙا چاڙهيا ويندا ۽ توهان جي بادشاهت تي نبوت غالب اچي ويندي.

اهو خط پهچائڻ لاءِ حضرت عمرو بن العاص ؓ کي چونڊيو ويو. پاڻ ٻڌائين ٿا تہ: آئون عمان پهتس ۽ وڃي عبد سان مليس. ٻنهي ڀائرن ۾ اهو وڌيڪ سمجهو ۽ نرم دل وارو هو. مون چيو تہ: "آئون توهان وٽ ۽ توهان جي ڀاءُ وٽ پاڻ سڳورن ﷺ جو نياپو کڻي آيو آهيان." هن چيو تہ: "منهنجو ڀاءُ ڄمار ۽ بادشاهي، ٻنهي ۾ مون کان وڏو آهي، ان ڪري آئون توکي ان تائين پهچايان ٿو تہ اهو خط پڙهي وٺي." ان کانپوءِ هن پڇيو تہ: "ڀلا توهان دعوت ڇا جي پيا ڏيو؟" مون چيو تہ:

---

[1] - زاد المعاد (62/3)، محاضرات خضري (146/1).

"اسين هڪ الله جي دعوت ڏيندا آهيون. جيڪو اڪيلو آهي ۽ ساڻس ڪوبہ ڀائيوار نہ آهي. اسين چئون ٿا تہ ان ڪانسواءِ جنهن جي بہ پوڄا ڪجي ٿي، اها ڇڏي ڏيو ۽ هيءَ شاهدي ڏيو تہ محمد ﷺ الله جو ٻانهو ۽ رسول آهي."

عبد پڇيو تہ: "اي عمرو! تون پنهنجي قوم جي سردار جو پٽ آهين. ٻڌاءِ تہ تنهنجي پيءُ ڇا ڪيو؟ ڇو تہ اسان لاءِ سندس ڪيل عمل اتباع لائق هوندو."

مون چيو تہ: "اهو تہ محمد ﷺ تي ايمان آڻڻ ڪانسواءِ ئي گذاري ويو. پر مون کي حسرت آهي تہ ڪاش ان اسلام قبوليو هجي ها ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي تصديق ڪئي هجي ها. آئون پاڻ بہ ان جهڙو ئي هوس. پر الله مون کي اسلام قبولڻ جي هدايت ڏني."

عبد پڇيو تہ: تون ڪڏهن سندس پوئلڳ ٿئين؟

مون چيو تہ: ويجهڙائيءَ ۾ ئي.

هن پڇيو تہ: تو ڪٿي اسلام قبوليو؟

مون چيو تہ: نجاشيءَ وٽ ۽ ٻڌايومانس تہ نجاشي بہ مسلمان ٿي چڪو آهي.

عبد پڇيو تہ: سندس قوم، سندس بادشاهيءَ جو ڇا ڪيو؟

مون چيو تہ: اها برقرار رکي ۽ سندس پوئواري ڪئي.

هن پڇيو تہ: اسقفن ۽ راهبن بہ پوئواري ڪئي؟

مون چيو تہ: هائو.

عبد چيو تہ: اي عمرو رضي الله عنه! سوچي سمجهي ڳالهاءِ، ڇو تہ ماڻهوءَ جو ڪوبہ گڻ ڪوڙ کان وڌيڪ خواريءَ وارو ناهي.

مون چيو تہ: آئون ڪوڙ نہ پيو ڳالهايان ۽ نہ ئي اسين ان کي حلال سمجهون ٿا.

عبد چيو تہ: منهنجي خيال ۾ هرقل کي نجاشيءَ جي مسلمان ٿيڻ جو پتو ناهي پيو.

مون چيو تہ: ڇو نہ (بلڪل خبر اٿس)

عبد پڇيو تہ: توکي ڪيئن خبر پئي؟

مون چيو تہ: نجاشي، هرقل کي ڍَن (خراج) ڏيندو هو، پر جڏهن اسلام قبوليائين ۽ محمد ﷺ کي رسول الله ڪري مڃيائين تڏهن چيائين تہ: "الله جو قسم! هاڻي جيڪڏهن هو مون کان هڪ درهم بہ گهرندو تہ آئون ڪونہ ڏيندس." جڏهن اها خبر هرقل تائين پهتي تہ ياڻس يناق چيو تہ "ڇا تون پنهنجن غلامن کي ائين ئي ڇڏي ڏيندي تہ اهي توکي خراج ڏيڻ بدران ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ جو دين وڃي قبولين؟ هرقل چيو تہ: اهو هڪڙو ماڻهو آهي، جنهن کي هڪ دين وڻيو ۽ هن اهو قبوليو. هاڻي آئون

ان کي ڪري بہ ڇا ٿو سڱهان؟ الله جو قسم! جي مون کي پنهنجي بادشاهيءَ جو لوڀ نہ هجي ها تہ آئون بہ ائين ڪريان ها، جيئن هن ڪيو آهي.

عبد چيو تہ: عمرو! سمجهي پيو تہ ڇا پيو چوين؟

مون چيو تہ: والله آئون سچ پيو چوان.

عبد پڇيو تہ: ڇڱو ڀلا هاڻي اهو ٻڌاءِ تہ هو ڪهڙي ڳالهہ جو حڪم ڪري ٿو ۽ ڪهڙي شيءِ کان روڪي ٿو؟

مون چيو تہ: الله عزوجل جي اطاعت ڪري ٿو ۽ ان جي نافرماني ڪرڻ کان جهلي ٿو. نيڪي ۽ رحمدليءَ جو حڪم ڏي ٿو ۽ ظلم ۽ ڏاڍائي، زناڪاري، شراب واپرائڻ ۽ پٿر، بت ۽ صليب کي پوڄڻ کان روڪي ٿو.

عبد چيو تہ: ڪيڏي نہ چڱي ڳالهہ جي دعوت ڏي ٿو. جيڪڏهن ادا بہ منهنجو ساٿ ڏي ها تہ اسان سوار ٿي (هلي وڃي) محمد ﷺ تي ايمان آڻيون ها ۽ سندس تصديق ڪريون ها، پر منهنجو ڀاءُ پنهنجي بادشاهت جو لوڀ ان کان وڌ رکي ٿو جو ان کي ڇڏي وڃي ڪنهن ٻئي جو تابع ٿئي.

مون چيو تہ: جي هو اسلام قبوليندو تہ پاڻ سڳورا ﷺ کين سندس قوم جي بادشاهت تي برقرار رکندا. باقي (اهو شرط ضرور هڻندا تہ) هتي جي مالدارن کان صدقو وٺي فقيرن ۾ ورهائي ڇڏي.

عبد چيو تہ: واهہ جي ڳالهہ ٻڌايئي. ڀلا اهو صدقو ڇا آهي؟

جواب ۾ مون ڏار ڏار شين لاءِ پاڻ سڳورن ﷺ جي مقرر ڪيل صدقن بابت ٻڌايو. جڏهن اٺن جو وارو آيو تہ هن پڇيو تہ: اي عمرو! اسان جي انهن جانورن تي بہ صدقو لڳندو ڇا، جيڪي پاڻ وڃي وڻن ٽڻن مان چريو اچن.

مون چيو تہ: هائو

عبد چيو تہ: والله آئون نٿو سمجهان تہ منهنجي قوم هوندي سوندي بہ اها ڳالهہ مڃيندي.

حضرت عمرو بن عاص رضي الله عنه جو بيان آهي تہ آئون سندس اوطاق ۾ ڪجهہ ڏينهن ترسيس. هو پنهنجي ڀاءُ کي منهنجون سڀ ڳالهيون ٻڌائيندو هو. پوءِ هڪ ڏينهن مون کي سڏايائين. آئون اندر ويس تہ پهريدارن ڪٽي مون کي ٻانهن کان جهليو. هن چيو تہ هن کي ڇڏي ڏيو. تنهن تي مون کي ڇڏي ڏنائون. مون ويهڻ چاهيو تہ خادمن مون کي ويهڻ ڪونہ ڏنو. مون بادشاهہ ڏي ڏٺو تہ هن چيو تہ پنهنجي ڳالهہ ڪر. مون بند ٿيل لفافو کيس ڏنو. هن مهر ٽوڙي خط پڙهيو، جڏهن سڄو پڙهي ورتائين تہ پنهنجي ڀاءُ کي ڏنائين. ان بہ خط پڙهيو ۽ مون کيس پنهنجي ڀاءُ جي پيٽ ۾ وڌيڪ نرم دل ڏٺو.

بادشاه پڇيو تہ: مونکي ٻڌاءِ تہ قريش ڪهڙو رويو اختيار ڪيو آهي؟

مون چيو تہ: سڀ، سندن اطاعت قبولي چڪا آهن. ڪو دين سان محبت ڪري تہ ڪو تلوار جي ڊپ کان.

بادشاهہ پڇيو: ساڻن ڪهڙا ماڻهو گڏ آهن؟

مون وراڻيو تہ: هر قسم جا ماڻهو. انهن پنهنجي مرضيءَ سان اسلام قبوليو آهي ۽ ان کي ٻين شين تي ترجيح ڏني آهي. انهن، الله جي هدايت ۽ پنهنجي عقل جي رهنمائيءَ سان اها ڳالهہ چاڻي ورتي آهي تہ اهي اڳي گمراهہ هئا. آئون نٿو سمجهان تہ توهان کانسواءِ ٻيو ڪو رهيو هجي. جيڪڏهن توهان اسلام نہ قبوليو ۽ محمد ﷺ جي پيروي نہ ڪئي تہ توهان تي چڙهائي ڪئي ويندي ۽ هتي ساوڪ جو نالو نشان بہ نہ رهندو. ان ڪري اسلام قبوليو تہ سلامت رهندؤ ۽ پاڻ سڳورا ﷺ توهان کي، توهان جي قوم جو حاڪم ڪري رکندا. نہ ڪو توهان تي سوار ڪاهيندا ۽ نہ پيادا.

بادشاهہ چيو تہ: مون کي اڄ ڇڏ، سڀاڻي وري اچجان.

ان کانپوءِ آئون سندس ڀاءُ وٽ موٽي ويس.

هن چيو تہ: عمرو! مون کي اميد آهي تہ جيڪڏهن هن تي بادشاهت جو لوڀ غالب نہ پيو تہ هو اسلام ضرور قبوليندو.

ٻئي ڏينهن ٻيهر بادشاهہ وٽ ويس، پر هن ملڻ کان انڪار ڪيو، تنهنڪري آئون وري ڀاڻس وٽ موٽي ويس ۽ ٻڌايومانس تہ بادشاهہ تائين پهچي ڪونہ سگهيس. ڀاڻس مون کي ان تائين پهچائي ڇڏيو. هن چيو تہ: "مون تنهنجي دعوت تي غور ڪيو آهي. جيڪڏهن آئون بادشاهت ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ جي حوالي ڪريان، جنهن جا گهوڙيسوار اجا تائين هتي پهتا بہ ڪونہ آهن تہ آئون عربستان جو سڀ کان ڪمزور ماڻهو سمجهيو ويندس ۽ جيڪڏهن هو هتي ڪاهي آيو تہ بہ اهڙي ويڙهہ ٿيندي، جيڪا ان اڳي ٻڌي بہ ڪانہ هوندي."

مون چيو تہ: ڀلا آئون سڀاڻي موٽي وڃان.

جڏهن ڪيس منهنجي وڃڻ جي پڪ ٿي تہ هن ڀاڻس کي اڪيلائيءَ ۾ چيو تہ: "اهو پيغمبر جن تي غالب اچي چڪو آهي، انهن جي ڀيٽ ۾ منهنجي ڪابہ حيثيت ڪانهي ۽ هن، جنهن کي بہ نياپو موڪليو آهي، ان دعوت قبولي آهي." تنهن کانپوءِ ٻئي ڏينهن صبح ساڻ مون کي سڏايو ويو ۽ بادشاهہ ۽ ڀاڻس، ٻنهي اسلام قبوليو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ (جي نبوت) جي تصديق ڪئي ۽ صدقو وصول ڪرڻ ۽ ماڻهن جا فيصلا ڪرڻ لاءِ مون کي آزاد ڇڏيو ويو ۽ منهنجي مخالفت ڪندڙن جي ڀيٽ ۾ منهنجي مدد ڪئي وئي.[1]

---

[1] - زاد المعاد (62،63/3).

هن واقعي جي بيان مان پتو پوي ٿو تہ ٻين بادشاهن جي ڀيٽ ۾ هنن ٻنهي وٽ ڏاڍو دير سان خط موڪليو ويو هو. شايد اهو مڪي جي فتح کانپوءِ جو واقعو آهي.

انهن خطن ذريعي پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي دعوت دنيا جي گهڻن ئي بادشاهن تائين پهچائي. نتيجي ۾ ڪن ايمان آندو ۽ ڪي ڪافر رهيا. باقي ايترو ضرور آهي تہ ڪفر ڪرڻ وارن جو ڌيان بہ هن پاسي ڇڪجي ويو ۽ اسلام ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي مبارڪ هستيءَ کان ڀليءَ ڀت واقف ٿي ويا.

*-*-*

# حديبيہ واري ٺاهہ کانپوءِ فوجي سرگرميون

**غزوه غابہ يا غزوه ذي قرد:**- هي غزوو حقيقت ۾ بنو فزاره جي هڪ ٽولي جي پويان لڳڻ هو، جيڪو پاڻ سڳورن ﷺ جا جانور ڪاهي ويو هو.

حديبيہ کانپوءِ ۽ خيبر کان اڳ، هي پهريون غزوو آهي، جنهن ۾ پاڻ سڳورا ﷺ هليا هئا. امام بخاريءَ ان سلسلي ۾ هڪ ڌار باب جوڙي لکيو آهي تہ اهو خيبر جي جنگ کان رڳو ٽي ڏينهن اڳ ٿيو هو. اها ئي روايت هن غزوي جي مک هيرو حضرت سلمہ بن اڪوع رضي الله عنه کان بہ آيل آهي.

سندن روايت صحيح مسلم ۾ ڏسي سگهجي ٿي. اڪثر سيرت نگارن جو چوڻ آهي تہ هي واقعو صلح حديبيہ کان اڳ جو آهي پر صحيح بخاريءَ ۾ ٻڌايل ڳالهہ، انهن جي ڳالهہ کان وڌيڪ صحيح آهي.[1]

حضرت سلمہ بن اڪوع رضي الله عنه کان جيڪي روايتون آيل آهن، انهن جو تت اهو آهي تہ پاڻ سڳورنﷺ پنهنجون ڪير ڏيندڙ ڏاچيون پنهنجي غلام رباح ۽ هڪ ٻئي اوٺار سان گڏ چارڻ لاءِ موڪليون هيون ۽ آئون بہ ابو طلحہ رضي الله عنه جي گهوڙي سميت ساڻن گڏ هوس تہ اوچتو صبح ساڻ عبدالرحمان فزاريءَ ڇاپو هنيو ۽ سڀ ڏاچيون ڪاهي ويو ۽ هڪ اوٺار بہ ماري ڇڏيائين. مون چيو تہ: "رباح رضي الله عنه! هي گهوڙو وٺ ۽ ان کي ابو طلحہ رضي الله عنه تائين پهچاءِ ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کي بہ ڄاڻ ڏي." آئون پاڻ وري هڪ دڙي تي چڙهي ويس ۽ مديني ڏانهن منهن ڪري ٽي ڀيرا چيم تہ: "يا صباحاه! هاءِ صبح ساڻ حملو" پوءِ آئون حملو ڪندڙن پٺيان نڪتس، انهن تي تير بہ پئي وسايم ۽ هيءُ رجز بہ پئي پڙهيم:

أَنَا ابْنُ الْأَكْوَعِ      وَالْيَوْمُ يَوْمُ الرُّضَّعْ

يعني "آئون اڪوع جو پٽ آهيان ۽ اڄوڪو ڏينهن ڪير پيئڻ واري جو ڏينهن آهي" (يعني اڄ خبر پوندي تہ ڪنهن پنهنجي ماءُ جو ڪير پيتو آهي).[2]

سلمہ بن اڪوع رضي الله عنه جو چوڻ آهي تہ: الله جو قسم! آئون لاڳيتو مٿن تيرن جو وسڪارو ڪندو رهيس. جڏهن ڪو سوار مون ڏانهن مڙيو ٿي تہ آئون ڪنهن وڻ جي آڙ وني ويهندي ٿي ۽ پوءِ ڪيس تير هڻي ڌڪي ٿي وڌم. جڏهن اهي جبل جي سوڙهي لنگهہ ۾ گهڙيا تہ آئون جبل تي چڙهي

---

[1] - صحيح بخاري باب غزوة ذات قرد(2/603) صحيح مسلم باب غزوة ذي قرد وغيره(2/113، 114، 115) فتح الباري (7/460، 461، 462) زادالمعاد(2/120).

[2] صحيح البخاري - (10 / 247)- ( رقم الحديث : 2814)

ويس ۽ ڪين پٽر هڻڻ لڳس. اهڙيءَ طرح آئون لاڳيتو سندن پويان رهيس. نيٺ انهن پاڻ سڳورنﷺ جون سموريون ڏاچيون ڇڏي ڏنيون. پر پوءِ بہ آئون سندن پنيان هلندو رهيس ۽ انهن تي تير وسائيندو رهيس. هنن پنهنجو بار هلڪو ڪرڻ لاءِ ٽيهن کان وڌيڪ چادرون ۽ ٽيهن کان وڌيڪ نيزا اڇلائي ڇڏيا. هنن جيڪي ڪجهہ اڇلايو ٿي، مون نشانيءَ طور انهن وٽ ڪجهہ پٽر رکي ٿي ڇڏيا تہ جيئن پاڻ سڳورا ﷺ ۽ سندن ساٿي سڃاڻي وٺن (تہ اهو دشمنن کان ڦريل مال آهي.) ان کانپوءِ اهي لنگهہ جي هڪ سوڙهي موڙ تي ويهي ٻنپهرن جي ماني کائڻ لڳا. آئون بہ هڪ چوٽيءَ تي چڙهي وينس. اهو ڏسي چار ڄڻا جبل تي چڙهي مون ڏانهن وڌيا. (جڏهن اهي سڏ پنڌ تي پهتا تہ) مون چيو تہ: " توهان مان جنهن جي پويان لڳس، ان کي نيٺ وڃي جهليندس، پر توهان مان ڪير بہ مون کي ڪونہ جهلي سگهندؤ." منهنجي اها ڳالهہ ٻڌي چارئي موٽي ويا ۽ آئون پنهنجي جاءِ تي وينو رهيس، تان تہ مون پاڻ سڳورن ﷺ جي سوارن کي وڻن جي وچان ايندي ڏٺو. سڀني کان اڳيان حضرت اخرم ﷛ هو. ان جي پنيان ابو قتادة ﷛ ۽ ان جي پويان مقداد بن اسود ﷛ (محاذ تي پهچڻ کانپوءِ) عبدالرحمان ۽ حضرت اخرم ﷛ ۾ جهڙپ ٿي پئي. حضرت اخرم ﷛ عبدالرحمان جي گهوڙي کي زخم ڪري وڌو پر عبدالرحمان نيزو هڻي کين ماري وڌو ۽ سندن گهوڙي تي چڙهي وينو. ايتري ۾ حضرت ابو قتادة﷛ عبدالرحمان جي مٿان وڃي ڪڙڪيو ۽ نيزو هڻي کيس ماري وڌائون. ٻيا حملو ڪندڙ پٺ ڏئي وٺي ڀڳا. اسان سندن پويان لڳاسين. آئون سندن پنيان پنڌ پئي ڊوڙيس. سج لهڻ کان ٿورو اڳ اهي هڪ لڪ ۾ گهڙي ويا، جنهن ۾ ذي قرد نالي هڪ چشمو هو. اهي اڃايل هئا ۽ اتي پاڻي پيئڻ گهريائون ٿي، پر مون انهن کي چشمي جي ويجهو وڃڻ نہ ڏنو ۽ اهي پاڻيءَ جو هڪ ڦڪ بہ پي نہ سگهيا. پاڻ سڳورا ﷺ ۽ گهوڙيسوار اصحابي سڳورا سج لهڻ کانپوءِ مون تائين پهتا. مون عرض ڪيو تہ: "يا رسول الله ﷺ! اهي سڀ اڃايل آهن، جي اوهان مون کي هڪ سؤ ڄڻا ڏيو تہ آئون زين سميت سندن گهوڙا ڦري ۽ کين ڳچي کان جهلي توهان وٽ وٺي ايندس." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: " اي اڪوع جا پٽ! تون انهن کان سگهو نڪتو آهين، هاڻي ٿورو ساهي پٽ." پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "هن مهل بنو غطفان وارن وٽ سندن مهماني پئي ٿئي."

(هن غزوي تي) پاڻ سڳورن ﷺ تبصرو ڪندي فرمايو تہ: "اڄ اسان جو سڀ کان پلو سوار ابو قتادة﷛ ۽ سڀ کان پلو پيادو سلمہ ﷛ آهن." پاڻ سڳورن ﷺ (غنيمت جي مال مان) مون کي بہ ڀاڱا ڏنا، هڪ پيادي جو ۽ هڪ گوڙيسوار جو ۽ مديني موٽڻ مهل (اهو شرف بخشيائون جو) پنهنجي عضباء نالي ڏاچيءَ تي مون کي پيلهہ ڪنيائون.

هن غزوي ۾ پاڻ سڳورن ﷺ مديني جي واڳ حضرت ابن ام مڪتوم رضي الله عنه جي حوالي ڪئي هئي ۽ جهنڊو حضرت مقداد بن عمرو رضي الله عنه جي هٿ ۾ ڏنو هئائون.

*-*-*

# غزوه خيبر ۽ غزوه وادي القرىٰ (محرم 7 هه)

مديني جي اتر ۾ هڪ سؤ ميل پري خيبر نالي هڪ وڏو شهر هو. هتي قلعا بہ هئا ۽ ٻنيون بہ. هاڻي اها هڪ اهڙي وسندي وجي رهي آهي، جتي جي آبهوا صحت لاءِ چڱي ڪانهي.

جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ حديبيہ واري ناهہ جي ڪري جنگ احزاب جي ٽن ڌرين مان سڀ کان وڏي ۽ سگهي ڌر (قريشن) کان پوريءَ طرح مطمئن ٿي ويا تہ پاڻ سڳورن ﷺ باقي ٻن ڌرين يعني يهودين ۽ نجد جي قبيلن سان هڪ هڪاٽي ڪرڻ جو سوچيو، جيئن هر پاسي سک ٿي وڃي ۽ مسلمان لاڳيتن خوني ٽڪرانن مان آجا ٿي الله جي دعوت ڏيڻ ۾ مصروف ٿي وڃن.

جيئن تہ خيبر سازشن، فوجي ڪارروايون ۽ جنگ جي باهہ ڀڙڪائڻ جو مرڪز هو، ان ڪري سڀ کان پهرين اهو ئي علائقو مسلمانن جي نظر تي چڙهيو.

خيبر تي مٿان الزام لڳائڻ جا دليل هي هئا تہ اهي خيبر وارا ئي هئا، جن خندق واري جنگ ۾ مشرڪن جي سمورن گروهن کي، مسلمانن تي چاڙهيو هو. اهي ئي هئا، جن بنو قريظہ کي غداري ڪرڻ تي راضي ڪيو ۽ انهن ئي منافقن، بنوغطفان ۽ اعرابين سان لهہ وچڙ ڪئي هئي ۽ پاڻ بہ جنگ لاءِ سنبري رهيا هئا ۽ پنهنجن انهن ڪاررواين سان مسلمانن کي ڏاڍو تنگ ڪيو هئائون، ايستائين جو پاڻ سڳورن ﷺ کي شهيد ڪرڻ جو بہ رٿيو هئائون. انهن حالتن کان مجبور ٿي مسلمانن کي بار بار فوجي مهمون موڪلڻيون پيون ٿي. ويندي انهن سازشن جي مهندار جهڙوڪ سلام ابن ابي الحقيق ۽ اسير بن زارم کي بہ ماري وڌو هئائون، پر پوءِ بہ انهن يهودين بابت مسلمانن کي اجا گهڻو ڪجهہ ڪرڻو هو. هن ڪم ۾ سيني مسلمانن ڪجهہ دير ڪئي هئي. ڇو تہ هڪ وڏي ڌر يعني قريش، جيڪي انهن يهودين کان گهڻا، سگها ۽ ويڙهو هئا، مسلمانن سان اٽڪيل هئا، ان ڪري مسلمان انهن کي نظرانداز ڪري، يهودين ڏانهن نٿي وڌي سگهيا، پر جيئن ئي قريشن سان ناهہ ٿيو تہ انهن يهودي ڏوهارين سان هڪ هڪاٽي ڪرڻ جو وجهہ ملي ويو.

**خيبر ڏانهن اسرڻ:-** ابن اسحاق جو بيان آهي تہ: پاڻ سڳورن حديبيہ کان موٽي ذي الحج جو سڄو مهينو ۽ محرم جا ڪجهہ ڏهاڙا مديني ۾ رهيا ۽ پوءِ خيبر ڏانهن اسريا.

مفسرن جو چوڻ آهي تہ الله تعالىٰ خيبر ڏيارڻ جو واعدو هن طرح ڪيو هو تہ:

﴿وَعَدَكُمُ اللَّهُ مَغَانِمَ كَثِيرَةً تَأْخُذُونَهَا فَعَجَّلَ لَكُمْ هَذِهِ...(20)﴾ (الفتح)

”الله تعالىٰ اوهان کي گهڻين غنيمتن جو وعدو ڏنو آهي جن کي هٿ آڻيندؤ. پوءِ هي خيبر جون غنيمتون اوهان کي عطا ڪيائين.

**اسلامي لشڪر جو تعداد:-** جيئن تہ منافق ۽ ڪچي ايمان وارا حديبيہ جي سفر ۾ پاڻ سڳورن ﷺ سان هلڻ بدران گهرن ۾ ويهي رهيا هئا، ان ڪري الله تعاليٰ پنهنجي نبي کي انهن بابت حڪم ڪندي فرمايو تہ: ﴿سَيَقُولُ الْمُخَلَّفُونَ إِذَا انْطَلَقْتُمْ إِلَى مَغَانِمَ لِتَأْخُذُوهَا ذَرُونَا نَتَّبِعْكُمْ يُرِيدُونَ أَنْ يُبَدِّلُوا كَلَامَ اللَّهِ قُلْ لَنْ تَتَّبِعُونَا كَذَلِكُمْ قَالَ اللَّهُ مِنْ قَبْلُ فَسَيَقُولُونَ بَلْ تَحْسُدُونَنَا بَلْ كَانُوا لَا يَفْقَهُونَ إِلَّا قَلِيلًا (15)﴾ (الفتح)

”جڏهن غنيمتون هٿ ڪرڻ لاءِ ويندؤ تڏهن پوئتي رهجي ويل چوندا تہ اسان کي ڇڏيو تہ اوهان سان هلون. گهرندا آهن تہ الله جي وعدي جي مخالفت ڪن. ڪين چؤ تہ اسان سان ڪڏهن نہ هلندؤ. اهڙيءَ طرح الله اڳي ئي فرمائي ڇڪو آهي. پوءِ سگهو چوندا تہ پر اوهين اسان سان ٽا حسد ڪريو، پر (هميشہ ٿورڙي) ڪانسواءِ (ڪجهہ بہ) نہ سمجهندا هئا.“

تنهن ڪانپوءِ جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ خيبر هلڻ جو پهہ ڪيو تہ پاڻ سڳورن ﷺ اعلان ڪيو تہ ساڻن گڏ رڳو اهو ئي هلي سگهي ٿو، جنهن کي سچ پچ جهاد ڪرڻ جي خواهش هجي. ان اعلان ڪانپوءِ رڳو اهي ئي ماڻهو هليا جن حديبيہ جي وڻ هيٺان بيعت رضوان ڪئي هئي. انهن جو تعداد چوڏنهن سؤ هو.

هن پيري مديني جي واڳ سباع بن عرفطہ غفاري رضي الله عنه يا ابن اسحاق جي بيان مطابق تہ نميلہ بن عبدالله ليثي رضي الله عنه جي حوالي ڪئي وئي هئي. محقق پهرين راءِ کي صحيح سمجهن ٿا.[1]

هن موقعي تي حضرت ابو هريرة رضي الله عنه مسلمان ٿي مديني پهتو هو. ان مهل حضرت سباع بن عرفطہ رضي الله عنه فجر جي نماز پڙهائي رهيو هو. نماز مان واندا ٿيا تہ حضرت ابو هريرة رضي الله عنه ساڻن مليو. انهن ڪين زادِ راہ ڏنو ۽ حضرت ابو هريرة رضي الله عنه پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهچڻ لاءِ خيبر ڏانهن نڪتو. جڏهن خيبر پهتو تہ (خيبر فتح ٿي چڪو هو.) پاڻ سڳورن ﷺ مسلمانن سان صلاح ڪري حضرت ابوهريرة رضي الله عنه ۽ سندن ساٿين کي بہ غنيمت جي مال ۾ شريڪ ڪيو.

**يهودين لاءِ منافقن جي ڊوڙڊڪ:-** ان موقعي تي يهودين جي حمايت ۾ منافقن بہ چڱي خاصي وٽ پڪڙ ڪئي. جيئن منافقن جي سردار عبدالله بن أُبَي خيبر جي يهودين کي اهو نياپو موڪليو تہ هاڻي محمد ﷺ توهان ڏانهن ڌيان ڪيو آهي، ان ڪري هوشيار ٿيو ۽ سنبري وٺو. ڏسو ڊڄجؤ نہ، ڇوتہ توهان جو تعداد ۽ ساز سامان وڌيڪ آهي ۽ محمد ﷺ جا ساٿي ٿورڙا ۽ خالي هٿين آهن ۽ انهن وٽ هٿيار بہ ٿورڙا ئي آهن.

---

[1] - فتح الباري(7/465)، زاد المعاد(2/133).

جڏهن خيبر وارن کي خبر پئي تہ انهن کنانہ بن ابي الحقيق ۽ هوزه بن قيس کي مدد وٺڻ لاءِ بنو غطفان ڏي موڪليو. ڇوتہ اهي خيبر جي يهودين جا حليف ۽ مسلمانن خلاف ويڙهہ ۾ انهن جا مددگار هئا. يهودين، کين اها آڇ ڪئي تہ جي انهن مسلمانن کان ڪٽيو تہ خيبر جي اڌ اُپت کين ڏني ويندي.

**خيبر جي واٽ تي:-** پاڻ سڳورا ﷺ خيبر وڃڻ لاءِ پهرين عصر نالي جبل اڪريا(ڪن عصر جي "ص" تي بہ زبر ڏني آهي) پوءِ صهباء جي واديءَ مان لنگهيا. ان کانپوءِ هڪ ٻي وادي "رجيع" ۾ پهتا.(هيءَ اها رجيع ناهي جتي عضل وقاره جي غداريءَ ڪري بنو لحيان هٿان انن اصحابي سڳورن رضي الله عنهم جي شهادت ۽ حضرت زيد ۽ حبيب رضي الله عنهم جن جي پڪڙجڻ ۽ پوءِ مڪي ۾ شهيد ٿيڻ جهڙو واقعو ٿيو هو.)

رجيع کان بنو غطفان جي وسندي رڳو هڪ ڏينهن ۽ هڪ رات جي پنڌ تي آهي. بنو غطفان وارا سنبري يهودين جي مدد ڪرڻ لاءِ خيبر ڏانهن روانا ٿيا هئا، پر واٽ تي گوڙ گهمسان ٻڌي سمجهيائون تہ مسلمانن، سندن ٻارن ٻچن ۽ جانورن تي حملو ڪيو آهي، ان ڪري موٽي ويا ۽ خيبر کي مسلمانن لاءِ آجو ڇڏي ڏنائون.

ان کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ انهن ٻنهي سونهن (رستو ڏيکاريندڙن) کي سڏايو، جيڪي لشڪر کي واٽ ڏسڻ لاءِ ڪنيا ويا هئا. انهن مان هڪڙي جو نالو حسيل هو. انهن ٻنهي کان پاڻ سڳورن ﷺ اهڙو گس پڇڻ ٿي گهريو، جنهن تي هلي خيبر ۾ اترئين پاسان يعني مديني بدران شام واري پاسان گهڙي سگهجي تہ جيئن ان حڪمت عمليءَ سان هڪ پاسي تہ يهودين جي شام پڇڻ جو گس بند ٿي وڃي ۽ ٻئي پاسي بنو غطفان ۽ يهودين جي وچ ۾ اچي ڪين مدد پهچڻ جي امڪان کي ئي ختم ڪري ڇڏجي.

هڪ سونهي چيو تہ: " يا رسول الله ﷺ ! آئون توهان کي اهڙي ئي گس کان وٺي هلندس." پوءِ هو اڳيان اڳيان هلندي هڪ اهڙي جڳهہ تي پهتو، جتان گهڻيون ئي واٽون ٿي نڪتيون. عرض ڪيائين تہ: "يارسول الله ﷺ! هنن سيني گسن تان توهان منزل تي پهچي سگهو ٿا." پاڻ سڳورنﷺ ڪانئس هر واٽ جو نالو پڇيو. هن ٻڌايو تہ هڪ جو نالو حزن (سخت پٿريلو) آهي. پاڻ سڳورن ﷺ ان تان هلڻ لاءِ انڪار ڪيو. ٻئي جو نالو شاش (ويڇي ۽ پريشانيءَ وارو) ٻڌايائين. پاڻ سڳورن ﷺ ان تي هلڻ کان بہ انڪار ڪيو. ٽئين جو نالو حاطب (ڪانير) ٻڌايائون. پاڻ سڳورنﷺ ان تي هلڻ کان بہ انڪار ڪيو. حسيل چيو تہ هاڻي هڪڙو ئي گس وڃي بچيو آهي.

حضرت عمر ﷛ پڇيو تہ ان جو نالو ڇا آهي؟ حسيل چيو تہ مرحب (ڪشادگي) پاڻ سڳورن ﷺ ان تي هلڻ پسند ڪيو.

**واٽ جا ڪي واقعا:** 1 حضرت سلمہ بن اڪوع ﷛ جو بيان آهي تہ: اسين پاڻ سڳورن ﷺ سان گڏ خيبر ڏانهن نڪتاسين. رات جو هلياسين پئي تہ هڪ ماڻهوءَ عامر﷛ کي چيو تہ: اي عامر﷛! اسان کي ڪي املہ گفتا ٻڌائي. عامر﷛ شاعر هو، سواريءَ تان لٿو ۽ قوم جي ساراهہ جا ڏُک پرڻ لڳو. شعر هي هئا.

اللَّهُمَّ لَوْلَا أَنْتَ مَا اهْتَدَيْنَا     وَلَا تَصَدَّقْنَا وَلَا صَلَّيْنَا

فَاغْفِرْ فِدَاءً لَكَ مَا أَبْقَيْنَا     وَثَبِّتْ الْأَقْدَامَ إِنْ لَاقَيْنَا

وَأَلْقِيَنْ سَكِينَةً عَلَيْنَا     إِنَّا إِذَا صِيحَ بِنَا أَبَيْنَا

وَبِالصِّيَاحِ عَوَّلُوا عَلَيْنَا

" اي الله! جي تون نہ هجين ها تہ اسين سڌي راهہ تي نہ هلي سگهون ها. نہ صدقو ڪريون ها، نہ نماز پڙهون ها. اسان توتي قربان! تون اسان کي بخش ڪر، جيستائين اسين تقويٰ اختيار ڪريون ۽ جيڪڏهن (ڪنهن سان) ٽڪرايون تہ ثابت قدم رک. اسان تي سڪون نازل ڪر. جڏهن اسان کي للڪارجي ٿو تہ اسين سينو ساهيون ٿا ۽ للڪار مهل اسان تي ماڻهن پروسو ڪيو آهي."

پاڻ سڳورن ﷺ پڇا ڪئي تہ: "هي ڪير پيو ڳائي؟" ماڻهن چيو تہ: عامر بن اڪوع ﷛. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "الله هن تي رحم ڪري." قوم جي هڪ ڄڻي چيو تہ: "هاڻي تہ (سندن شهادت) واجب ٿي وئي. پاڻ سڳورن ﷺ هن مان اسان کي وڌيڪ فائدو ڇو نہ وٺڻ ڏنو."[1]

اصحابي سڳورن رضي الله عنهم کي ڄاڻ هئي تہ (جنگ مهل) پاڻ سڳورا ﷺ ڪنهن ماڻهوءَ لاءِ خاص طور تي خير جي دعا گهرندا هئا تہ اهو شهيد ٿي ويندو هو.[2] اهڙو ئي واقعو خيبر جي جنگ ۾ حضرت عامر ﷛ سان ٿيو. (انڪري ان ماڻهوءَ چيو تہ سندن وڏي ڄمار لاءِ دعا ڇونہ گهريائون تہ جيئن اسين منجهانئن (عامر ﷛ مان) وڌيڪ فائدو حاصل ڪري سگهون.)

2- خيبر جي ويجهو ئي صهبا نالي واديءَ ۾ پاڻ سڳورن ﷺ وچين نماز پڙهي. پوءِ توشو گهرايائون تہ رڳو ستو آندا ويا. پاڻ سڳورن ﷺ جي حڪم سان سيني جو توشو ملايو ويو. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ بہ کاڌا ۽ اصحابي سڳورن رضي الله عنهم بہ کاڌا. ان کانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ سانجهي نماز لاءِ اٿيا تہ رڳو گرڙي ڪيائون. اصحابي سڳورن بہ گرڙي ڪئي. پوءِ پاڻ سڳورن

---

[1] - صحيح بخاري (603/2) صحيح مسلم (115/2).

[2] - صحيح مسلم (115/2).

ﷺ نماز پڙهي ۽ وضو بہ ڪونہ ڪيو.([1]) (اڳئين وضوءَ سان نماز پڙهي). پاڻ سڳورن ﷺ سمهڻي نماز بہ (اهڙيءَ طرح) پڙهي.([2])

**اسلامي لشڪر خيبر جي دامن ۾:-** مسلمانن، جنگ کان اڳ واري رات خيبر ۾ گذاري، پر يهودين کي خبر بہ ڪانہ پئي. پاڻ سڳورن ﷺ جو دستور هو تہ جڏهن رات جي وقت ڪنهن قوم جي ويجهو پهچندا هئا تہ صبح ٿيڻ کان اڳ ويجهو ڪونہ ويندا هئا. تنهنڪري ان ڏينهن جڏهن صبح ٿيو تہ پاڻ سڳورن ﷺ اوندهہ ۾ فجر جي نماز پڙهي. ان کانپوءِ مسلمان سوار ٿي خيبر ڏانهن وڌيا. هوڏانهن خيبر وارا اڻڄاڻائي ۾ پنهنجا ڦاهوڙا ۽ ڇبيون وغيره کڻي ٻني ٻاري لاءِ نڪتا تہ اوچتو لشڪر ڏسي رڙيون ڪندي شهر ڏانهن ڀڄڻا تہ الله جو قسم! محمد ﷺ لشڪر سان پهچي ويو آهي. پاڻ سڳورن ﷺ (اهو منظر ڏسي) فرمايو تہ "الله اڪبر، خيبر تباهہ ٿيو، الله اڪبر، خيبر تباهہ ٿيو. جڏهن اسين ڪنهن قوم جي حد ۾ داخل ٿيون ٿا تہ اتي جي هيسيل ماڻهن جو ڏينهن برباد ٿيو وڃي."([3])

پاڻ سڳورن ﷺ، لشڪر جي لهڻ لاءِ هڪ جاءِ چونڊي. ان تي حباب بن منذر ؓ اچي پڇيو تہ: " يا رسول الله ﷺ! هن جڳهہ تي لهڻ جو حڪم الله تعاليٰ ڏنو آهي يا توهان جي پنهنجي راءِ آهي؟" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "اها منهنجي راءِ ۽ تدبير آهي." هن چيو تہ: "يا رسول اللهﷺ! هيءَ جڳهہ (نطاة) جي قلعي جي صفا ويجهو آهي ۽ خيبر جا سمورا ويڙهاڪ هن ئي قلعي ۾ آهن. ڪين اسان جي پوري پوري ڄاڻ رهندي ۽ اسان کي سندن حالتن جي خبر بہ نہ پوندي. سندن تير اسان تائين پهچي ويندا ۽ اسان جا تير انهن تائين نہ پهچي سگهندا. اسين انهن جي حملن کان بہ نہ بچي سگهنداسين. هونئن بہ هيءَ جڳهہ کجين جي وچ ۾ ۽ هيٺال تي آهي ۽ هتي جي زمين وبائي آهي. ان ڪري چڱو ٿيندو تہ توهان ڪنهن اهڙي جاءِ تي هلڻ جو حڪم ڏيو جتي اهي جهڳڙالو نہ هجن ۽ اسين اتي هلي رهون." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: " تنهنجي ڏنل راءِ پلي آهي." ان کانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ ٻيءَ جاءِ تي هليا ويا.

خيبر جي ويجهو جتان شهر ڏسڻ ۾ اچڻ لڳو، اتي پاڻ سڳورن ﷺ بيهي هيءَ دعا گهري:

اَللّٰهُمَّ رَبَّ السَّمٰوٰاتِ السَّبعِ وَمَا اَضلَلنَ وَرَبَّ الاَرضِينَ السَّبعِ وَمَا اَقلَلنَ وَرَبَّ الشَّيَاطِين وَمَا اَضلَلنَ فَإنَّا نَسأَلُكَ خَيرَ هٰذهِ القَريَةِ وَخَيرِ اَهلِهَا وَخَيرَ مَا فِيهَا وَنَعُوذُبِكَ مِن شَرِّ هٰذهِ القَريَةِ وَشَرِّ اَهلِهَا وَشَرِّ مَا فِيهَا.

[1] - صحيح مسلم ۽ صحيح بخاري(2/603).

[2] - مغازي الواقدي (غزوه خيبر ص :112).

[3] - صحيح بخاري غزوه خيبر(2/603، 604).

"اي الله! ستن آسمانن ۽ جن تي اهي سايو ڪن ٿا، انهن جا پالڻهار! ۽ ستن زمينن ۽ جن کي اهي کڻيو بيٺيون آهن، انهن جا پالڻهار! ۽ شيطانن ۽ جن کي انهن گمراه ڪيو، انهن جا رب! اسين توکان هن وسنديءَ جي ڀلائي ۽ هتي جي واسين جي ڀلائي گهرون ٿا ۽ هن وسنديءَ جي شر کان ۽ ان جي واسين جي شر کان پناه گهرون ٿا ۽ ان ۾ جيڪي ڪجهه آهي، ان جي شر کان پناه گهرون ٿا.[1]

(ان کانپوءِ فرمايائون ته: هلو) الله جو نالو وٺي اڳتي وڌو.[2]

**جنگ جي تياري ۽ خيبر جا قلعا:**- جنهن رات پاڻ سڳورنﷺ، خيبر جي حدن ۾ پير پاتو، فرمايائون ته: "آئون جهنڊو هڪ اهڙي ماڻهوءَ کي ڏيندس، جيڪو الله ۽ ان جي رسول سان محبت ڪندو آهي ۽ جنهن سان الله ۽ ان جو رسول محبت ڪن ٿا." صبح ٿيو ته اصحابي سڳورا **رضي الله عنهم** اچي پاڻ سڳورنﷺ وٽ گڏ ٿيا. هر ڪنهن اهو ٿي سمجهيو ته جهنڊو کيس ملندو. پاڻ سڳورنﷺ فرمايو ته علي بن ابي طالبؓ ڪٿي آهن؟ اصحابي سڳورن ؓ چيو ته يا رسول اللهﷺ! انهن جي اک ۾ آنڙي نڪتي آهي[3]

پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته: کين وٺي اچو. کين آندو ويو. پاڻ سڳورن ﷺ سندن اکين تي پڪ هنئي ۽ دعا گهري ته پاڻ چڱو ڀلو ٿي ويو. ڄڻ کو سور هو ئي ڪونه! پوءِ کين جهنڊو ڏنو ويو. **حضرت علي**ؓ چيو ته"يا رسول الله ﷺ! آئون ساڻن تيستائين وڙهان جيستائين اهي اسان جهڙا (مسلمان) ٿي وڃن؟" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته "اطمينان سان وڃي سندن ميدان ۾ لهه، پوءِ کين اسلام جي دعوت ڏي ۽ اسلام ۾ الله جا جيڪي حق انهن تي لاڳو ٿين ٿا، سي ٻڌاءِ. الله جو قسم، تنهنجي وسيلي الله تعاليٰ هڪ ڄڻي کي به هدايت ڏئي وڌي ته اهو تنهنجي لاءِ ڳاڙهن اٺن کان ڀلو آهي"[4]

خيبر جي آبادي ٻن حصن ۾ ورهايل هئي. هڪ منطق ۾ هينيان قلعا هئا.

(1) حصن ناعم (2) حصن صعب بن معاذ (3) حصن زبير (4) حصن ابي (5) حصن نزار

انهن مان ٽن مشهور قلعن وارو علائقو "نطاة" سڏبو هو ۽ باقي ٻن قلعن وارو علائقو "شق" سڏبو هو.

خيبر جي آباديءَ جو ٻيو حصو ڪَتيبَہ سڏبو هو. ان ۾ رڳو ٽي قلعا هئا.

---

[1] - السلسلة الصحيحة - ( 6 / 258 ) (حديث نمبر 2759) , تراجعات اللالباني (ص 42) (حديث نمبر 16)

[2] - ا بن هشام (329/2).

[3] - ان بيماريءَ ڪري پاڻ لشڪر کان پنيان رهجي ويو هئو ۽ پوءِ اچي مليو.

[4] - صحيح بخاري: (605.606/2) ڪن روايتن مان پتو پوي ٿو ته خيبر جي هڪ قلعي جي فتح لاءِ ڪيل ڪوششن ۾ هر ناڪاميءَ کانپوءِ حضرت علي ؓ کي جهنڊو ڏنو ويو هو، پر محققن آڏو وڌيڪ پروسي جوڳي ڳالهه اها ئي آهي جيڪا مٿي ڏنل آهي.

(1) حصن قموص (اهو بنو نضير جي قبيلي مان ابوالحقيق جي گهراڻي جو قلعو هو)
(2) حصن وطيح (3) حصن سلالم

انهن انن قلعن کانسواءِ خيبر ۾ ٻيا قلعا ۽ ڪوٽ بہ هئا، پراهي ننڍڙا هئا ۽ قوت ۽ حفاظت ۾ مٿين قلعن جي مٽ نہ هئا.

جنگ رڳو پهرئين منطق ۾ ٿي، ٻئي منطق جا ٽئي قلعا، گهڻن ئي ويڙهاڪن هوندي بہ بنا وڙهڻ جي مسلمانن کي ڏنا ويا.

**جنگ جو آغاز ۽ ناعم نالي قلعو هٿ ڪرڻ:-** مٿي ڄاڻايل انن قلعن مان سڀ کان پهرين ناعم نالي قلعي تي حملو ڪيو ويو، ڇوتہ اهو قلعو، بيهڪ جي لحاظ کان يهودين لاءِ دفاعي مورچي جي حيثيت رکندو هو ۽ اهو ئي قلعو مرحب نالي طاقتور مڙس جو قلعو هو، جيڪو هزارن جو مٽ مڃيو ويندو هو.

حضرت علي ﷺ مسلمانن جي فوج وٺي ان قلعي جي سامهون پهتو ۽ يهودين کي اسلام جي دعوت ڏنائون. انهن اها دعوت ٺڏي ڇڏي ۽ پنهنجي حاڪم مرحب جي هٿ هيٺ اچي مسلمانن جي آمهون سامهون بيٺا. جنگ جي ميدان ۾ پهچڻ کانپوءِ پهرين مرحب دوبدو مقابلي جي دعوت ڏني، جنهن جي ڪيفيت سلمہ بن اڪوع ﷺ هن طرح ٻڌائي تہ: جڏهن اسين خيبر پهتاسين تہ سندن بادشاه مرحب پنهنجي تلوار کڻي هٿ ۽ وڏائيءَ سان اڪڙجي اهو چوندي ظاهر ٿيو تہ:

قَدْ عَلِمَتْ خَيْبَرُ أَنِّي مَرْحَبُ شَاكِي السِّلَاحِ بَطَلٌ مُجَرَّبُ
إِذَا الْحُرُوبُ أَقْبَلَتْ تَلَهَّبُ

يعني (سڄي) خيبر ڄاڻي ٿي تہ آئون مرحب آهيان. هٿيار پهريل جوڌو ۽ تجربيڪار! جڏهن ڇتي جنگ هلندڙ هجي(پوءِ ڪو منهنجي بهادري ڏسي)

سندس سامهون منهنجو چاچو عامر ﷺ لٿو ۽ چيائين تہ:

قَدْ عَلِمَتْ خَيْبَرُ أَنِّي عَامِرٌ شَاكِي السِّلَاحِ بَطَلٌ مُغَامِرٌ

يعني (سڄي) خيبر ڄاڻي ٿي تہ آئون عامر آهيان، هٿيار پهريل جوڌو ۽ ويڙهو.

پوءِ ٻنهي هڪ ٻئي تي وار ڪيو. مرحب جي تلوار چاچا جي ڍال ۾ وڃي کتي. چاچا عامر ﷺ هيٺان کان کيس مارڻ چاهيو پر سندن تلوار ننڍڙي هئي. تنهن تي هن يهوديءَ جي ڄنگهہ تي وار ڪيو تہ تلوار جي ڇهنب موٽي اچي سندن گوڏي ۾ لڳي. نيٺ ان ئي گهاءَ ڪري سندن موت ٿيو.

پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجيون ٻئي آڱريون گڏي سندن ٻاري ۾ فرمايو ته ان لاءِ ٻيڻو اجر آهي. هو وڏو جوڌو ۽ مجاهد هو. سندن جهڙو عربستان ۾ گهٽ ئي ڪو ٿيو هجي.([1])

بهرحال حضرت عامر رضي الله عنه جي گهائجڻ ڪانپوءِ مرحب سان مهاڏو اٽڪائڻ لاءِ حضرت علي رضي الله عنه ميدان ۾ لٿو. حضرت سلمه رضي الله عنه ٻڌا ئي ٿو ته ان مهل حضرت علي رضي الله عنه هي شعر پڙهيا.

أَنَا الَّذِي سَمَّتْنِي أُمِّي حَيْدَرَهْ ... كَلَيْثِ غَابَاتٍ كَرِيهِ الْمَنْظَرَهْ

أُوفِيهِمُ بِالصَّاعِ كَيْلَ السَّنْدَرَهْ

يعني ”آئون اهو آهيان جو منهنجي ماءُ منهنجو نالو حيدر(شينهن) رکيو آهي، جهنگلي شينهن جهڙو هيبتناڪ. آئون انهن کي صاع بدران نيزي (جي انيءَ) تي ماپ پري ڪري ڏيندس.“

ان ڪانپوءِ مرحب جي مٿي تي اهڙي تلوار واهي ڪيڻائون جو وچي پٽ ورتائين. پوءِ حضرت علي رضي الله عنه جي هٿان ئي سوڀ حاصل ٿي.([2])

جنگ هلندي جڏهن حضرت علي رضي الله عنه قلعي جي ويجهو پهتا ته مٿان هڪ يهوديءَ جهاتي پائي پڇيو ته تون ڪير آهين؟ حضرت علي رضي الله عنه چيو ته "آ ئون علي بن ابي طالب آهيان." يهوديءَ چيو ته: "ان ڪتاب جو قسم! جيڪو حضرت موسيٰ عليه السلام تي لٿو هو! توهان ئي سوڀارا آهيو. ان ڪانپوءِ مرحب جو ڀاءُ ياسر اهو چوندو ٻاهر نڪتو ته آهي ڪو جيڪو مونسان مهاڏو اٽڪائي. سندس للڪار تي حضرت زبير رضي الله عنه پڙ ۾ لهي پيو. ان تي سندن امڙ بيبي صفيه رضي الله عنها جن پڇيو ته: "يا رسول الله ﷺ! ڇا منهنجو پٽ مارجي ويندو؟" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته: ”نه“پر تنهنجو پٽ هن کي ماريندو.“ نيٺ حضرت زبير رضي الله عنه ياسر کي ماري ڇڏيو.

ان ڪانپوءِ حصن ناعم وٽ ڇتي ويڙهه لڳي، جنهن ۾ گهڻا ئي وڏا وڏا يهودي مارجي ويا ۽ بچيلن ۾ وڙهڻ جو ست نه رهيو، تنهنڪري اهي مسلمانن جا حملا نه روڪي سگهيا. ڪن ڪتابن مان پتو پئي ٿو ته اها جنگ ڪافي ڏينهن هلندي رهي ۽ ان ۾ مسلمانن کي ڏاڍو مقابلو ڪرڻو پيو، تنهن هوندي به يهودي، مسلمانن کان ڪٽڻ جو آسرو پلي وينا هئا. ان ڪري ماٺ ميٺ ۾ اهو قلعو ڇڏي صعب نالي قلعي ۾ هليا ويا ۽ اهڙيءَ طرح مسلمانن، ناعم نالي قلعي تي قبضو ڪري ورتو.

<u>**صعب بن معاذ نالي قلعو ڪٽڻ:**</u>- ناعم نالي قلعي ڪانپوءِ صعب نالي قلعو، يهودين جو ٻيو مضبوط قلعو هو. مسلمانن، حضرت حباب بن منذر انصاري رضي الله عنه جي اڳواٽي ۾ ان قلعي تي چڙهائي ڪئي

---

[1] - صحيح مسلم، (122/2) -(115/2) صحيح بخاري (603/2).

[2] - مرحب جي قاتل بابت ڪتابن ۾ ڏاڍو اختلاف آهي ۽ ان ۾ به اختلاف آهي ته هو ڪهڙي ڏينهن ماريو ويو هو ۽ ڪهڙي ڏينهن قلعو فتح ٿيو. صحيحين جي روايتن ۾ به ان بابت ڪجهه اختلاف محسوس ٿئي ٿو. اسان مٿي جيڪا ترتيب ڏني آهي، اها صحيح بخاريءَ جي روايت کي نظر ۾ رکي جوڙي وئي آهي.

۽ ٽن ڏينهن تائين گهيرو ڪري وينا. ٽئين ڏينهن پاڻ سڳورن ﷺ هن قلعي ڪي فتح ڪرڻ لاءِ خاص دعا گهري.

ا بن اسحاق جو بيان آهي تہ بنو اسلم قبيلي جي هڪ شاخ بنو سهم وارا پاڻ سڳورن ﷺ وٽ آيا ۽ چيائون تہ: "اسين هاڻي ٿڪجي پيا آهيون... اسان وٽ ڪجهہ بہ ڪونہ بچيو آهي." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "يا الله! تون هنن جو حال ڄاڻين ٿو. تون ڄاڻين ٿو تہ انهن وٽ پيٽ گذر لاءِ ڪجهہ بہ نہ آهي ۽ مون وٽ بہ ڪجهہ ڪونهي جو انهن کي ڏيان. تنهنڪري انهن کي يهودين جو اهڙو قلعو کٽراءِ، جيڪو سيني کان وڌيڪ فائدي وارو هجي ۽ جتان سيني کان وڌيڪ کاڌ خوراڪ ۽ چربي هٿ اچي." دعا گهرڻ کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جڏهن مسلمانن کي ان قلعي تي حملو ڪرڻ جي دعوت ڏني تہ حملو ڪرڻ وارن ۾ سڀ کان اڳرا بنو اسلم وارا هئا. ان حملي ۾ قلعي وٽ دوبدو مقابلا ۽ رتوڇاڻ ٿي پر الله تعاليٰ سج لهڻ کان اڳيئي صعب بن معاذ جو قلعو مسلمانن کي فتح ڪرايو. خيبر ۾ ٻيو ڪوبہ اهڙو قلعو نہ هو جتي هن قلعي کان وڌيڪ کاڌ خوراڪ ۽ چربي هجي.[1] مسلمانن، هن قلعي مان ڪجهہ منجنيقون ۽ دبابہ [2] پڻ هٿ ڪيا.

ابن اسحاق جي هن روايت ۾ بکن ڪٽڻ جو ذڪر ڪيو ويو آهي، ان جي ڪارڻ ئي ماڻهن(سوپ ملندي ئي) گڏهہ ڪنا ۽ چلهن تي ديڳڙا ڪٽي چاڙهيائون. پر جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ کي خبر پئي تہ پاڻ سڳورن ﷺ پالتو گڏهہ جو گوشت کائڻ کي حرام قرار ڏيئي ڇڏيو .

**زبير نالي قلعي جي فتح:-** ناعم ۽ صعب نالي قلعا هٿان وڃائڻ کانپوءِ يهودي، نطاة جي سمورن قلعن مان نڪري اچي زبير نالي قلعي ۾ گڏ ٿيا. هي هڪ محفوظ قلعو هو ۽ جبل جي چوٽيءَ تي ٺهيل هو. رستو ايڏو تہ ورن وڪڙن وارو ۽ ڏکيو هو جو هتي نہ سوار ٿي پهچي سگهيا ۽ نہ پيادا. ان ڪري پاڻ سڳورا ﷺ ان جو گهيراءُ ڪري ويهي رهيا ۽ ٽي ڏينهن ائين ئي وينا رهيا. تنهن کانپوءِ هڪ يهوديءَ اچي چيو تہ: "اي ابو القاسم! جيڪڏهن توهان هڪ مهينو بہ گهيراءُ ڪري ويهو تہ بہ انهن کي ڪا پرواهہ ڪانہ ٿيندي. باقي انهن جو پاڻي ۽ چشما زمين جي هيٺان آهن. اهي رات جو نڪري پاڻي پين ٿا ۽ پري ڪٽي وڃن ٿا. جيڪڏهن توهان انهن جو پاڻي بند ڪري ڇڏيو تہ اهي اچي گوڏا کوڙيندا." خبر ملندي ئي پاڻ سڳورن ﷺ انهن جو پاڻي بند ڪري ڇڏيو. ان کانپوءِ يهودين ٻاهر نڪري ڏاڍي ويڙهہ ڪئي، جنهن ۾ گهڻا ئي مسلمان شهيد ٿيا ويا ۽ اٽڪل ڏهہ يهودي بہ مئا پر نيٺ قلعو فتح ٿي ويو.

---

[1]. ابن هشام (332/2).

[2] - ڪاٺ جو هڪ محفوظ ۽ بند گاڏيءَ جهڙو دبو ٺاهيو هو، جنهن ۾ هيٺان کان ڪافي ماڻهو اندر ويهي قلعي جي فصيل تائين وڃي پهچندا هئا ۽ دشمنن جي حملي کان محفوظ رهندي، فصيل ۾ ڏار ڪري وجهندا هئا. اهو ئي دبابہ سڏبو هو ۽ هاڻي ٽينڪ کي دبابة چئجي ٿو.

**<u>اُبيّ نالي قلعي جي فتح</u>:-** زبير نالي قلعو هٿان وڃائڻ کانپوءِ يهودي، ابيّ نالي قلعي ۾ وڃي بند ٿيا. مسلمانن ان جو بہ گهيراءُ ڪيو. هن ڀيري بہ ڪنڌار مڙس هڪ ٻئي کانپوءِ دوبدو مقابلي لاءِ للڪاريندي ميدان ۾ لٿا، پر ٻئي مسلمان جوڌن هٿان ماريا ويا. ٻئي يهوديءَ کي ماريندڙ، ڳاڙهو رومال ٻڌندڙ مشهور مجاهد حضرت ابو دجانہ سماڪ بن خرشہ انصاري ﷺ هو. اهو ٻي يهوديءَ کي ماري تڪڙ ۾ قلعي ۾ گهڙي پيو ۽ ساڻن گڏ اسلامي لشڪر بہ قلعي ۾ ڪاهي پيو. ٿوري دير تہ قلعي ۾ ڏاڍي ويڙهہ ٿي، پر پوءِ يهودين قلعي مان کسڪڻ شروع ڪيو ۽ نيٺ سڀئي ڀڄي وڃي نزار نالي قلعي ۾ لڪا، جيڪو خيبر جي پهرئين منطق جو آخري قلعو هو.

**<u>نزار نالي قلعي جي فتح</u>:-** هيءُ قلعو، علائقي جو سڀ کان مضبوط قلعو هو ۽ يهودين کي پوري پڪ هئي تہ مسلمان، ننهن چوٽيءَ جو زور لڳائڻ کانپوءِ بہ هن قلعي ۾ ڪونہ گهڙي سگهندا. ان ڪري هن قلعي ۾ اهي ٻارن ٻچن ساڻ اچي رهيا، جڏهن تہ پهرين چئن قلعن ۾ ٻار ٻچا ڪونہ رکيا هئائون.

مسلمانن هن قلعي جو سختيءَ سان گهيراءُ ڪيو ۽ يهودين تي دٻاءُ وڌائون، پر جيئن تہ قلعو مٿاهين ۽ محفوظ جبل تي هو، ان ڪري ان ۾ گهڙڻ جو وجهہ نہ پئي مليو. هوڏانهن يهودين ۾ قلعي مان ٻاهر نڪري مسلمانن سان مهاڏو اٽڪائڻ جي همٿ نہ هئي. باقي تير وسائي ۽ پٿر اڇلي سخت مقابلو ڪري رهيا هئا.

جڏهن اهو قلعو (نزار) فتح ڪرڻ ۾ وڏيڪ ڏکيائي محسوس ٿي تہ پاڻ سڳورن ﷺ منجنيق جا اوزار لڳائڻ جو حڪم ڏنو. لڳي ائين ٿو تہ مسلمانن ڪجهہ گولا اڇلايا بہ هئا، جن سان قلعي جي ڀتين ۾ ڏار پئجي ويا ۽ مسلمان اندر گهڙي ويا. ان کانپوءِ قلعي ۾ سخت ويڙهہ ٿي ۽ يهودين بڇڙي طرح هارايو. اهي ٻين قلعن وانگر هن قلعي مان ماٺ ميٺ ۾ ڀڄي نہ سگهيا، پر اهڙيءَ افرا تفري ۾ ڀڳا جو پنهنجا ٻار ٻچا بہ ڪونہ وني وڃي سگهيا ۽ انهن کي مسلمانن جي رحم ۽ ڪرم تي ڇڏي ڏنائون.

هيءُ مضبوط قلعو هٿ ڪرڻ کانپوءِ خيبر جو پهريون اڌ يعني نطاة ۽ شق جو علائقو فتح ٿي ويو. هن علائقي ۾ ٻيا بہ ننڍا ننڍا قلعا هئا پر مٿيان قلعا کٽڻ کانپوءِ يهودين اهي قلعا بہ خالي ڪري ڇڏيا ۽ خيبر جي ٻئي منطق يعني ڪتيبہ ڏانهن ڀڄي ويا.

**<u>خيبر جي ٻئي اڌ جي فتح</u>:-** نطاة ۽ شق جو علائقو فتح ٿي چڪو تہ پاڻ سڳورن ﷺ ڪتيبہ، وطيح ۽ سلالم واري علائقي ڏانهن رخ ڪيو. سلالم، بنو نضير جي هڪ هاڪاري يهودي ابوالحقيق

جو قلعو هو. هوڏانهن نطاة ۽ شق جي علائقي مان هارائي ڀڄندڙ سيئي يهودي به اتي اچي ترسيا هئا ۽ ڏاڍي پڪي قلعي بندي ڪئي هئائون.

اهلِ مغازي ان ڳالهه ۾ اختلاف رکن ٿا ته انهن ٽنهي قلعن مان ڪنهن به هڪ قلعي ۾ به جنگ ٿي هئي يا نه؟ ا بن اسحاق جي بيان ۾ اهو واضح طور ڪيل آهي ته قموص نالي قلعو فتح ڪرڻ لاءِ جنگ وڙهي وئي هئي، پر ان جي مفهوم مان اها به ڄاڻ ملي ٿي ته اهو قلعو رڳو جنگ جي ذريعي ئي فتح ڪيو ويو هو ۽ يهودين پاران هٿيار ڦٽا ڪرڻ جي ڪابه ڳالهه ٻول نه ٿي هئي. [1]

واقديءَ سڌو سنئون لکيو آهي ته هن علائقي جا ٽئي قلعا ڳالهيون ڪري مسلمانن کي ڏنا ويا هئا. ٿي سگهي ٿو ته قموص نالي قلعو ٿوري گهڻي ڏي وٺ کانپوءِ ڳالهيون ڪري حوالي ڪيو ويو هجي، باقي ٻيا به قلعا بنا ڪنهن ويڙهه جي مسلمانن جي حوالي ڪيا ويا هئا.

جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ هن علائقي ڪتيبه ۾ پهتا ته اتي جي رهاڪن جو سختيءَ سان گهيراءُ ڪيائون. اهو گهيراءُ چوڏنهن ڏينهن هليو. يهودي پنهنجن قلعن مان نڪتا ئي نه پئي. نيٺ پاڻ سڳورن ﷺ منجنيق هلائڻ جو پهه ڪيو. جڏهن يهودين کي تباهيءَ جي پڪ ٿي ته انهن پاڻ سڳورن ﷺ سان ناهه لاءِ ڳالهه ٻول ڪئي.

**ناهه لاءِ ڳالهه ٻول:-** پهرين ابن ابوالحقيق، پاڻ سڳورن ﷺ کي نياپو اماڻيو ته ڇا آئون توهان وٽ ڳالهيون ڪرڻ لاءِ اچي سگهان ٿو؟ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته: "هائو" اهو جواب ملندي ئي هن پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهچي ان شرط تي ناهه ڪيو ته قلعي ۾ جيڪا فوج آهي، ان جي جان بخشي ويندي ۽ انهن جا ٻار ٻچا انهن وٽ ئي رهندا. (يعني انهن کي ٻانها ۽ ٻانهيون نه بنايو ويندو) پر اهي پنهنجا ٻار ٻچا وٺي خيبر جي علائقي مان ئي نڪري ويندا. باقي پنهنجو مال ملڪيت، باغ، زمينون، سون، چاندي، گهوڙا ۽ زرهون پاڻ سڳورن ﷺ جي حوالي ڪندا. رڳو ايترا ڪپڙا کڻي ويندا، جيترا ڪو انسان پنهنجي پٺ تي کڻي سگهي. [2]

پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته: "پوءِ جيڪڏهن توهان مون کان ڪجهه لڪايو ته پوءِ الله ۽ ان جو رسول ﷺ (ناهه کان) آجا هوندا." يهودين اهو شرط منظور ڪيو ۽ ناهه ٿي ويو. [3] هن ناهه کانپوءِ ٽئي قلعا مسلمانن جي حوالي ڪيا ويا ۽ اهڙيءَ طرح خيبر جي فتح مڪمل ٿي.

---

[1] - ابن هشام (2/ 331، 336، 337).

[2] - پر سنن ابي دائود ۾ اهو واضح طور ڪيل آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ هن شرط تي ناهه ڪيو ته يهودين کي اجازت هوندي ته خيبر مان نڪرڻ مهل پنهنجن سوارين تي جيترو مال کڻي سگهن، کڻي وڃن. (ڏسو ابو دائود (2/ 76).

[3] - زادالمعاد (2/ 136).

**ابوالحقيق جي ٻنهي پٽن جي بدعهدي ۽ انهن جو مارجڻ:-** هن ڳاهه جي باني ابوالحقيق جي ٻنهي پٽن گهڻو مال گم ڪري ڇڏيو. هڪ کل به غائب ڪيائون. جنهن ۾ مال ۽ حيي بن اخطب جا زيور هئا. اها حيي بن اخطب، مديني مان بنو نضير کي نيڪالي ملڻ مهل پاڻ سان کڻي آيو هو.

ابن اسحاق جو بيان آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ وٽ ڪنانه بن ابي الحقيق کي آندو ويو. ان وٽ بنو نضير جو خزانو هو، پر پاڻ سڳورن ﷺ جي پڇڻ تي هن اهو پاسڻ کان انڪار ڪيو ته ڪو کيس خزاني واري جاءِ جو پتو آهي. ان ڪانپوءِ هڪ يهوديءَ اچي ٻڌايو ته آئون ڪنانه کي روزانو هڪ سڃي جاءِ تي ويندي ڏسندو هوس. ان تي پاڻ سڳورن ﷺ ڪنانه کي چيو ته "هاڻي ٻڌاءِ ته جي اهو خزانو اسان تو وٽان هٿ ڪيو ته پوءِ ڀلي اسين توکي ماري ڇڏيون نه؟" هن چيو ته "ڀلي" پاڻ سڳورن ﷺ ان سڃي جڳهه تي کوٽائيءَ جو حڪم ڪيو ۽ ان مان ڪجهه خزانو هٿ آيو. پاڻ سڳورن ﷺ وري ڪانئس بچيل خزاني جو پڇيو پر هن وري به انڪار ڪيو. تنهن تي پاڻ سڳورن ﷺ کيس حضرت زبير رضي الله عنه جي حوالي ڪيو ۽ فرمايو ته "هن کي سزا ڏي، ايستائين جو هن وٽ جيڪو ڪجهه آهي اهو سڀ اسان کي ڏئي وڃهي. حضرت زبير رضي الله عنه سندن ڇاتيءَ تي چقمق سان ڌڪ هنيا، تان ته هو اڌ مئو تي ويو. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ کيس محمد بن مسلمه رضي الله عنه جي حوالي ڪيو ۽ جنهن کيس محمود بن مسلمه جي پلاند ۾ ماري ڇڏيو. (محمود رضي الله عنه ناعم نالي قلعي جي پٽ هيٺان ڇانوَ ۾ ويٺل هو جو هن مٿس تي چڪيءَ جو پڙ اڇلائي ماري ڇڏيو هو).

ابن قيم جو بيان آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ، ابوالحقيق جا ٻئي پٽ مارائي ڇڏيا هئا. انهن ٻنهي خلاف مال لڪائڻ جي شاهدي ڪنانه جي سوٽ ڏني هئي.

ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ حيي بن اخطب جي نياڻي بيبي صفيه رضي الله عنها کي قيدين ۾ شامل ڪري ڇڏيو. جيڪا ڪنانه بن ابي الحقيق جي ڪنوار هئي ۽ اجا تازو سندن رخصتي ٿي هئي.

**غنيمت جي مال جي ورڇ:-** پاڻ سڳورن ﷺ، يهودين کي خيبر مان نيڪالي ڏيڻ جو پهه ڪيو هو ۽ ڳاهه ۾ به اهو طئه ٿيو هو پر يهودين چيو ته: "اي محمد ﷺ! اسان کي هتي رهڻ ڏيو. اسين هن جي سار سنڀال ڀيا ڪنداسين، ڇوته اسان کي توهان کان وڌيڪ هتي جي ڄاڻ آهي." ٻئي پاسي پاڻ سڳورن ﷺ ۽ اصحابي سڳورن رضي الله عنهم وٽ نه ڪو ايترا ٻانها هئا، جيڪي زمين جي سار سنڀال ۽ ٻني ٻاري جو ڪم ڪن ۽ نه ئي اصحابي سڳورن رضي الله عنهم کي ان ڪم ڪرڻ جي واندڪائي هئي. ان ڪري پاڻ سڳورن ﷺ خيبر جي زمين ان شرط تي يهودين کي

ڏني تہ سموري پوک ۾ سيني ميون جو اڌ يهودي ڪڍندا ۽ جيستائين پاڻ سڳورا ﷺ چاهيندا، تيستائين ائين ڏيندو. (۽ جڏهن بہ چاهيندا کين جلاوطن ڪري ڇڏيندا). ان ڪانپوءِ **حضرت عبدالله بن رواحہ** ؓ خيبر جي اُپت جو حساب ڪتاب رکڻ جو ڪم سونپيو ويو.

خيبر کي ڇٽيهہ وڏن ڀاڱن ۾ ورهايو ويو، جن مان هر ڀاڱي جا هڪ سؤ ننڍا حصا هئا. جن جو ڪل تعداد ڇٽيهہ سؤ ٿيو. انهن مان اڌ يعني ارڙهن سؤ پتيون پاڻ سڳورن ﷺ ۽ مسلمانن لاءِ هيون. عام مسلمانن وانگر پاڻ سڳورن ﷺ جي بہ ان ۾ هڪڙي پتي هئي. باقي ٻين ارڙهن سؤ پتين وارو اڌ پاڻ سڳورن ﷺ، مسلمانن جي گڏيل ضرورتن ۽ هنگامي صورتحال لاءِ الڳ ڪيو هو. ارڙهن سؤ پتين ۾ خيبر جي ورڇ ان لاءِ ڪئي وئي جو اهو الله تعاليٰ جي طرفان حديبيہ وارن لاءِ هڪ عطيو هو. جيڪي موجود هئا، انهن لاءِ بہ ۽ جي نہ هئا انهن لاءِ بہ. حديبيہ وارن جو ڪل تعداد چوڏهن سؤ هو، جيڪي خيبر اچڻ مهل ٻہ سؤ گهوڙا بہ ساڻ وٺي آيا هئا. جيئن تہ سوار ڪانسواءِ گهوڙي کي بہ پتي ملندي آهي ۽ گهوڙي جي پتي ٻن فوجين جي برابر هوندي آهي، ان ڪري خيبر کي ارڙهن سؤ پتين ۾ ورهايو ويو تہ بہ سؤ گهوڙيسوارن کي ٽن پتين جي حساب سان ڇهہ سؤ حصا مليا هئا ۽ ٻارنهن سؤ حصا پيادل فوج کي هڪ هڪ حصي جي حساب سان مليا هئا. ([1])

خيبر مان مليل مال جي گهڻائيءَ جو اندازو صحيح بخاريءَ ۾ ابن عمر ؓ جي هن روايت مان لڳائي سگهجي ٿو جنهن ۾ پاڻ فرمايو اٿن تہ: " اسان خيبر جي فتح کان اڳ سڪيا ستابا ڪونہ هوندا هئاسين." اهڙيءَ طرح بيبي عائشہ رضي الله عنها کان بہ هڪ حديث اچي ٿي تہ "جڏهن خيبر فتح ٿيو تہ اسان چيو تہ هاڻي اسان کي پيٽ ڀري (کائڻ لاءِ) کارڪون ملنديون." ([2]) پوءِ جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ مديني پهتا تہ مهاجرن، انصارين کي کجين جا اهي وڻ موٽائي ڏنا، جيڪي انصارين مدد طور (هجرت مهل) کين ڏئي ڇڏيا هئا. ڇوتہ هاڻي انهن کي خيبر مان مال ڪانسواءِ کجين جا ڪوڙ وڻ ملي ويا هئا. ([3])

**حضرت جعفر بن ابي طالب ۽ اشعري اصحابين جو اچڻ:-** هن ئي غزوي ۾ حضرت جعفر بن ابي طالبؓ پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهتو. ساڻن گڏ اشعري مسلمان يعني حضرت ابو موسيٰ اشعري ؓ ۽ ان جا ساٿي بہ هئا.

---

[1] - زاد المعاد 137/2، 138.

[2] - صحيح بخاري(3/ 609).

[3] - زاد المعاد 148/2) صحيح مسلم(96/2).

**حضرت ابو موسيٰ اشعري** رضي الله عنه جو بيان آهي تہ يمن ۾ اسان کي پاڻ سڳورن ﷺ جي ظهور جو پتو پيو تہ اسان يعني آئون ۽ منهنجا ٻہ ڀائر پنهنجي قوم جا پنجاهہ ڇهٺ وڻي پنهنجو ديس ڇڏي هڪ ٻيڙيءَ ۾ چڙهي پاڻ سڳورن ﷺ وٽ اچڻ لاءِ نڪتاسين، پر اسانجي ٻيڙيءَ اچي اسان کي نجاشيءَ جي ملڪ حبش ۾ ڦٽو ڪيو. اتي **حضرت جعفر** رضي الله عنه ۽ سندن ساٿين سان ملاقات ٿي. انهن ٻڌايو تہ پاڻ سڳورن ﷺ اسان کي (هتي) موڪليو آهي ۽ هتي رهڻ جو حڪم ڏنو آهي، اوهان بہ هتي ئي رهي پئو. تنهنڪري اسين بہ انهن سان گڏ رهي پياسين ۽ پاڻ سڳورن ﷺ وٽ تڏهن پهتاسين، جڏهن خيبر فتح ٿي چڪو هو. پاڻ سڳورن ﷺ اسان جو بہ حصو لڳايو، پر اسان کانسواءِ اهڙي ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي پتي ڪانہ ڏني، جيڪو خيبر جي جنگ ۾ موجود نہ هو. رڳو جنگ ۾ شريڪ ٿيلن کي حصو ڏنو ويو. باقي **حضرت جعفر** رضي الله عنه ۽ انهن جي ساٿين سان گڏ اسان جي ٻيڙيءَ وارن کي بہ پتي ڏني وئي ۽ انهن لاءِ غنيمت جي مال جي ورڇ ڪئي وئي.[1]

جڏهن **حضرت جعفر** رضي الله عنه، پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهتو تہ پاڻ سڳورن ﷺ سندن دلي آڌرڀاءُ ڪيو ۽ ڪين چمي ڏئي فرمايائون تہ: "والله! خبر ناهي تہ مون کي ڪهڙي ڳالهہ جي وڌيڪ خوشي آهي؟ خيبر جي فتح جي يا جعفر رضي الله عنه جي اچڻ جي!"[2]

ياد رهي تہ ڪين وني اچڻ لاءِ پاڻ سڳورن ﷺ، **حضرت عمرو بن اميہ ضمري** رضي الله عنه کي نجاشيءَ وٽ موڪليو هو ۽ ان کي چورائي موڪليو هو تہ انهن کي پاڻ سڳورن ﷺ وٽ موڪلي ڇڏي. تنهنڪري نجاشيءَ، ٻن ٻيڙين ۾ ڪين چاڙهي موڪليو. اهي ڪل سورنهن ڄڻا هئا ۽ ساڻن گڏ ڪجهہ ٻار ۽ عورتون بہ هيون. ٻيا ماڻهو اڳيئي مديني پهچي چڪا هئا.[3]

**بيبي صفيہ رضي الله عنها جن سان پرڻجڻ:-** اسان ٻڌائي آيا آهيون تہ جڏهن بيبي صفيہ رضي الله عنها جو مڙس ڪنانہ بن ابي الحقيق، پنهنجي بدعهديءَ ڪارڻ ماريو ويو تہ بيبي سڳوري رضي الله عنها کي بہ قيدي عورتن ۾ شامل ڪيو ويو. ان کانپوءِ جڏهن اهي قيدي عورتون گڏ ڪيون ويون تہ **حضرت دحيہ ڪلبي** رضي الله عنه پاڻ سڳورن ﷺ کي اچي چيو تہ: "يا رسول الله ﷺ! مون کي انهن عورتن مان هڪ ٻانهي ڏيو." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "وڃي هڪ ٻانهي وني وٺ." انهن وڃي بيبي صفيہ بنت حيي کي چونڊيو. ان تي ڪنهن اچي پاڻ سڳورن ﷺ کي چيو تہ: "يا رسول الله ﷺ! توهان بني قريظہ ۽ بني نضير جي سيده صفيہ کي دحيہ ڪلبي رضي الله عنه جي حوالي

---

[1] - صحيح بخاري (443/1) ۽ فتح الباري (484/7 کان 487).
[2] - زاد المعاد(139/2). المعجم الصغير للطبراني (19/1).
[3] - تاريخ خضري(128/1).

ڪري ڇڏيو، جڏهن ته اها رڳو اوهان جي شايان شان آهي!" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته: "دحيه کي صفيه سميت وٺي اچو." حضرت دحيه ﷺ کين کي وٺي آيو. پاڻ سڳورن ﷺ کين ڏسي، حضرت دحيه کي چيو ته: "قيدين مان ٻي ڪا ٻانهي وڃي وٺ." پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ بيبي صفيه رضي الله عنها کي اسلام جي دعوت ڏني. انهن اسلام قبوليو. ان کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ کين آزاد ڪري ساڻن شادي ڪئي ۽ سندن آزاديءَ کي ئي حق مهر قرار ڏنو. مديني موٽڻ مهل سدِ صهباء وٽ پهچي پاڻ حيض کان پاڪ ٿيون. ان کانپوءِ ام سليم رضي الله عنها کين پاڻ سڳورن ﷺ لاءِ سينگاريو ۽ رات جو پاڻ سڳورن ﷺ وٽ موڪليو. پاڻ سڳورن ﷺ سهاڳ رات گذاري صبح جو ڪجين، گيهه ۽ ستو سان وليمي جي دعوت ڪئي ۽ اتي ٽي ڏينهن ساڻن گذاريائون.[1] ان موقعي تي پاڻ سڳورڻ ﷺ سندن منهن تي نيل جا نشان ڏسي پڇيو ته: "هي ڇا آهي؟" انهن وراڻيو ته: "يا رسول الله! توهان جي خيبر اچڻ کان اڳ مون خواب ۾ ڏٺو ته چنڊ پنهنجي جاءِ تان ٽٽي اچي منهنجي هنج ۾ ڪريو آهي. الله جو قسم! تڏهن مون کي توهان جو تصور به ڪونه هو. پر جڏهن مون اهو خواب پنهنجي مڙس کي ٻڌايو ته هن منهنجي منهن تي ٿڦڙ هڻي چيو ته: "اهو جيڪو مديني ۾ بادشاهه ٿيو وينو آهي، تون ان جي آرزو پئي ڪرين."[2]

**زهريلي ٻڪريءَ وارو واقعو:-** خيبر جي فتح کانپوءِ جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ مطمئن ۽ هڪ ڪرا ٿي وينا ته سلام بن مشڪم جي زال زينب بنت حارث، پاڻ سڳورن ﷺ کي پڪل ٻڪري هديي طور موڪلي، هن اڳيئي پڇي ڇڏيو هو ته پاڻ سڳورن ﷺ کي ٻڪريءَ جو ڪهڙو حصو وڌيڪ وڻي ٿو. کيس ٻڌايو ويو ته "دستي"(اڳين ران). تنهن کانپوءِ هن دستيءَ تي چڱو خاصو زهر مکيو. ٻين حصن تي به زهر مکيائين. پوءِ آڻي پاڻ سڳورن ﷺ آڏو رکيائين. پاڻ سڳورن ﷺ دستي ڪٽي هڪ ٽڪر چٻاڙيو، پر ڳهڻ بدران ٿڪي ڇڏيو ۽ فرمايو ته هيءَ هڏي ٻڌائي پئي ته هن ۾ زهر ملايو ويو آهي. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ زينب کي سڏيو ته هن اچي اقرار ڪيو. پاڻ سڳورن ﷺ پڇيو ته تو ائين ڇو ڪيو؟ هن وراڻيو ته مون سوچيو ته جي اهو (يعني پاڻ سڳورا ﷺ) بادشاهه آهي ته اسان جي ان مان جان ڇٽي ويندي پر جي نبي آهي ته کيس خبر ڏني ويندي. ان تي پاڻ سڳورن ﷺ کيس معاف ڪري ڇڏيو.

ان موقعي تي پاڻ سڳورن ﷺ سان حضرت بشر بن براء بن معرور ﷺ به ساڻ هيو. ان هڪ گرهه کائي ڇڏيو هو، جنهن جي ڪري پاڻ گذاري ويو.

---

[1] - صحيح بخاري(1/54، 2/604، 606)، زاد المعاد(2/137).

[2] - زاد المعاد (2/137)، ابن هشام(2/336).

روايتن ۾ اختلاف آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ ان عورت کي معاف ڪري ڇڏيو هو يا ماري ڇڏيو هو. ائين بہ چيو وڃي ٿو تہ پهرين تہ پاڻ سڳورن ﷺ کيس معاف ڪري ڇڏيو، پر جڏهن حضرت بشر رضي الله عنه زهر وگهي انتقال ٿي ويو تہ پوءِ قصاص ۾ کيس بہ ماريو ويو.[1]

**خيبر واري جنگ ۾ پنهي ڌرين جا مارجي ويل:-** خيبر جي مختلف جهڙپن ۾ ڪل سورنهن مسلمان شهيد ٿيا. چار قريش، هڪ اشجع قبيلي مان، هڪ بنو اسلم قبيلي مان ، هڪ خيبر وارن مان ۽ بيا انصاري هئا.

هڪ قول اهو بہ آهي تہ انهن جهڙپن ۾ ڪل ارڙهن مسلمان شهيد ٿيا. علامہ منصورپوريءَ اوٽيهہ لکيا آهن. وڌيڪ سندن بيان آهي تہ: "سيرت نگار خيبر جي شهيدن جو تعداد پنڌرنهن ٻڌائين ٿا. ڳولا ڪرڻ تي مون کي ٽيويهہ نالا مليا. زنيف رضي الله عنه بن وا ئل جو نالو رڳو واقديءَ ۽ زنيف بن حبيب رضي الله عنه جو نالو رڳو طبريءَ ڄاڻايو آهي. بشر بن براء بن معرور رضي الله عنه جو موت جنگ کانپوءِ زهريلو گوشت کائڻ سان ٿيو، جيڪو پاڻ سڳورن ﷺ لاءِ زينب نالي يهودڻ موڪليو هو. بشر بن عبدالمنذر رضي الله عنه بابت ٻہ روايتون آهن. هڪ اها تہ پاڻ بدر جي جنگ ۾ شهيد ٿيو، ٻي اها تہ خيبر جي جنگ ۾ شهيد ٿيو. منهنجي نظر ۾ پهرين روايت وڌيڪ صحيح آهي.[2]

ٻي ڌر يعني خيبر وارن جا ڪل ترانوي ڄڻا مئا.

**فدڪ:-** پاڻ سڳورن ﷺ خيبر پهچي محيصہ بن مسعود رضي الله عنه کي فدڪ جي يهودين وٽ اسلام جي دعوت ڏيڻ لاءِ موڪليو، پر فدڪ وارن اسلام قبولڻ ۾ دير ڪئي. پوءِ جڏهن الله تعاليٰ خيبر جوقلعو فتح ڪرايو تہ سندن دل ۾ بہ رعب ويهي ويو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کي ماڻهو موڪلي خيبر وارن وانگر فدڪ جي اڌ اپت تي ناهہ ڪرڻ جي آڇ ڪيائون. پاڻ سڳورن ﷺ آڇ قبولي ۽ اهڙيءَ طرح فدڪ جي سرزمين خالص پاڻ سڳورن ﷺ لاءِ فيءِ ٿي، ڇو تہ مسلمانن ان تي گهوڙا ۽ اٺ نہ ڊوڙايا هئا.[3] (يعني وڙهي فتح ڪانہ ڪئي هئائون).

**وادي القريٰ:-** پاڻ سڳورا ﷺ خيبر مان واندا ٿي وادي القريٰ ويا. اتي بہ يهودين جي هڪ جماعت هئي ۽ انهن سان عربن جي هڪ جماعت بہ گڏجي وئي هئي.

---

[1] - زاد المعاد (2/ 139، 140) فتح الباري(7/497) اصل واقعو صحيح بخاريءَ ۾ مختصر بہ ۽ مڪمل بہ ذڪر آهي. (1/449، 2/610، 860) ۽ ا بن هشام (2/337، 338).

[2] - رحمة للعالمين (2/264، 269، 270).

[3] - ابن هشام (2/337، 353).

جڏهن مسلمان اتي لٿا تہ يهودين، تيرن سان سندن آجيان ڪئي. اهي اڳيئي صفون ٻڌيو بيٺا هئا. پاڻ سڳورن ﷺ جو هڪ ٻانهو مارجي ويو. ماڻهن چيو تہ اهو جنتي آهي. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "هرگز نہ ان هستيءَ جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، هن خيبر جي جنگ ۾ غنيمت جي مال جي ورڇ کان اڳ ان مان هڪ چادر چورائي هئي، اها باهہ ٻڻجي ان تي ڀڙڪي رهي آهي. ماڻهن جو اهو ٻڌو تہ هڪ ڇڻو وجي هڪ يا ٻہ تسما (چمڙي جو ٽڪر) کڻي آيو. پاڻ سڳورنﷺ فرمايو تہ اهو هڪ يا ٻہ تسمہ باهہ جا آهن.[1]

ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جنگ لاءِ اصحابي سڳورن رضي الله عنهم جون صفون ٻڌيون. سڄي لشڪر جو جهنڊو حضرت سعد بن عبادة ﷛ کي ڏنو ويو. ٻيو جهنڊو حباب بن منذر﷛ کي ۽ ٽيون جهنڊو عبادة بن بشر ﷛ کي ڏنو ويو. ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ يهودين کي اسلام جي دعوت ڏني پر انهن اها ڳالهہ ٺڪرائي ڇڏي ۽ پوءِ سندن هڪڙو ماڻهو ميدان ۾ لٿو. هيڏانهن حضرت زبير بن العوام نڪتو ۽ ان کي پورو ڪري ڇڏيائين. پوءِ ٻيو ماڻهو نڪتو. حضرت زبير﷛ ان جو بہ ڪم لاهي ڇڏيو. ان ڪانپوءِ وري هڪ ڇڻو آيو. ان جي مقابلي لاءِ حضرت علي﷛ ميدان ۾ لٿو ۽ کيس ماري وڌائين. اهڙيءَ طرح لاڳيتو سندن يارنهن ڇڻا مارجي ويا. هر ماڻهوءَ جي مرڻ کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ ٻين يهودين کي اسلام جي دعوت ڏني ٿي.

ان ڏينهن نماز جو وقت ٿيڻ تي پاڻ سڳورا ﷺ،اصحابي سڳورن رضي الله عنهم کي نماز پڙهائي موٽي يهودين جي سامهون اچي بيٺا ۽ کين اسلام، الله ۽ ان جي رسول جي دعوت ڏنائون. اهڙيءَ طرح وڙهندي وڙهندي شام ٿي وئي. ٻئي ڏينهن صبح جو پاڻ سڳورا ﷺ ٻيهر آيا پر اجا سج نيزي برابر بہ نہ اڀريو هو جو هنن پنهنجو الهہ تلهہ آڻي پاڻ سڳورن ﷺ کي ڏنو. يعني پاڻ سڳورن ﷺ تلوار جي ذريعي فتح حاصل ڪئي ۽ الله تعالىٰ، انهن جو مال پاڻ سڳورن ﷺ کي غنيمت ڪري ڏنو. اصحابي سڳورن رضي الله عنهم کي تمام گهڻو سامان هٿ آيو.

پاڻ سڳورا ﷺ وادي القرىٰ ۾ چار ڏينهن رهيا ۽ غنيمت جو مال اصحابي سڳورن رضي الله عنهم ۾ ورهائي ڇڏيائون. باقي زمين ۽ کجين جا باغ يهودين وٽ ئي رهڻ ڏنائون ۽ انهن بابت ساڻن بہ خيبر جهڙو ناهہ ڪيائون.[2]

**تيماء:**– تيماء جي يهودين کي جڏهن خيبر، فدڪ ۽ وادي القرىٰ جي رهاڪن جي هٿيار ڦٽا ڪرڻ جي خبر پئي تہ انهن مسلمانن سان وڙهڻ بدران هڪ ماڻهو موڪلي ناهہ جي آڇ ڪئي. پاڻ

---

1 - صحيح بخاري(2/608).

2 - زاد المعاد(2/146، 147).

سڳورنﷺ آچ قبولي ۽ اهي يهودي مال متاع سميت اتي ئي رهيا.[1] انهن بابت هڪ لکت بہ پاڻ سڳورنﷺ ڏني هئي. جيڪا هن طرح هئي.

"هيءَ لکت محمد رسول الله ﷺ پاران بنو عاديا لاءِ آهي. انهن جو ذمو اسان تي آهي ۽ انهن لاءِ جزيو آهي. انهن سان ڏاڍائي نہ ٿيندي نہ انهن کي ڏيهہ نيڪالي ڏني ويندي. رات معاون ٿيندين ۽ ڏينهن مضبوط" (معنيٰ تہ اهو ناهہ سدائين لاءِ هوندو.) هيءَ لکت خالد بن سعيد رضي الله عنه لکي هئي.[2]

**مديني ڏانهن روانگي:-** ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ مديني جي واٽ ورتي. رستي ۾ هڪ واديءَ مان لانگهائو ٿيا تہ ماڻهو وڏي واڪي الله اڪبر! الله اڪبر! لا الہ الا الله چوڻ لڳا. پاڻ سڳورنﷺ فرمايو تہ: "آرام آرام سان، توهان ڪنهن ٻوڙي ۽ غائب کي ڪونہ پيا ياد ڪريو، پر اهڙي هستيءَ کي پيا پڪاريو جيڪا ٻڌندڙ ۽ ويجهو آهي." [3]

واٽ هلندي هڪ پيرو سڄي رات هلڻ ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ رات جي پوئين پهر رستي ۾ ڪنهن جڳهہ تي لٿا ۽ حضرت بلال رضي الله عنه کي تاڪيد ڪري ستا تہ اسان لاءِ رات تي نظر رک.(يعني صبح سان نماز لاءِ اٿارجان.) پر حضرت بلال رضي الله عنه جي بہ اک لڳي وئي. پاڻ (اوير ڏي مهڙ ڪري) پنهنجي سواريءَ کي ٽيڪ ڏئي وينو جو ننڊ جو جهوٽو اچي ويو. پوءِ ڪوبہ سجاڳ نہ ٿيو، تان تہ اس نڪري آئي. ان ڪانپوءِ سڀ کان پهرين پاڻ سڳورا ﷺ سجاڳ ٿيا، پوءِ (بين ماڻهن کي جاڳايائون) پاڻ سڳورا ﷺ واديءَ مان نڪري ٿورو اڳتي ويا. پوءِ ماڻهن کي فجر نماز پڙهايائون. چيو وڃي ٿو تہ اهو واقعو ڪنهن ٻئي سفر ۾ ٿيو هو.[4]

خيبر جي جهڙپن جو تفصيل ڏيان سان جاچڻ سان خبر پوي ٿي تہ پاڻ سڳورن ﷺ يا تہ سنہ 7 هہ جي صفر مهيني جي پڇاڙيءَ ۾ موٽيا. يا وري ربيع الاول ۾.

**اَبان بن سعيد وارو سريو:-** پاڻ سڳورا ﷺ سيني سپهہ سالارن کان وڌيڪ چڱيءَ طرح اها ڳالهہ ڄاڻندا هئا تہ حرام مهينا گذرڻ ڪانپوءِ مديني کي پوريءَ طرح خالي ڇڏڻ ڏاهپ جي خلاف آهي، جڏهن تہ مديني جي پرپاسي ۾ اهڙا بدوي رهيا ٿي، جيڪي ڦرلٽ ۽ ڌاڙا هڻڻ لاءِ وجهہ پيا ڳوليندا هئا. ان ڪري جن ڏينهن ۾ پاڻ سڳوراﷺ خيبر ڏانهن لشڪر وٺي ويا هئا، انهن ئي ڏينهن ۾ بدوين

---

1 - زاد المعاد (147/2).

2 - ابن سعد (279/1).

3 - صحيح بخاري (605/2).

4 - ابن هشام (340/2)اهو واقعو چڱو خاصو مشهور ۽ حديثن جي عام ڪتابن ۾ آيل آهي. زاد المعاد (147/2).

ڪي ڏيڇارڻ لاءِ اَبان بن سعيد ﷺ جي اڳواڻيءَ ۾ نجد ڏانهن هڪ سريو موڪليو هئائون. اَبان بن سعيد ﷺ پنهنجو ڪم چڱيءَ طرح اڪلائي موٽيو پئي تہ پاڻ سڳورن ﷺ سان خيبر ۾ ملاقات ٿين. تيستائين پاڻ سڳورا ﷺ خيبر فتح ڪري چڪا هئا.

وڌيڪ امڪان آهي تہ اهو سريو صفر سنہ 7 هہ ۾ موڪليو ويو هو. ان جو ذڪر صحيح بخاريءَ ۾ ٿيل آهي.[1] حافظ ابن حجر لکي ٿو تہ مون کي هن سريي جي ڄاڻ ڪانہ ملي سگهي.[2]

*-*-*

[1] - صحيح بخاري (2/608، 609).

[2] - فتح الباري(7/491).

# غزوة ذات الرّقاع (سنہ 7 ھ)

جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ خندق واري جنگ جي ٽن ڌرين مان ٻن کي ٽوڙڻ مان فارغ ٿيا تہ ان کانپوءِ ٽين ڌر ڏانهن ڌيان ڏنائون. ٽين ڌر اهي صحرائي بدو هئا، جيڪي نجد جي رڻ پٽ ۾ رهندا هئا ۽ ڦرلٽ پيا ڪندا هئا.

جيئن تہ اهي بدوي ڪنهن وسنديءَ يا شهر ۾ نہ رهندا هئا ۽ سندن رهائش گهرن ۽ قلعن ۾ ڪانہ هوندي هئي، ان ڪري مڪي ۽ خيبر وارن جي ڀيٽ ۾ انهن تي قابو پائڻ ۽ سندن ڏنگاين ۽ ڦشرين کي پوريءَ طرح ٻنجو ڏيڻ ڏاڍو ڏکيو هو. تنهنڪري ڪين رڳو ڊيڄارڻ لاءِ ڪاهہ ڪرڻ ئي فائديمند ٿي سگهي ٿي.

تنهنڪري انهن بدوين کي داٻو ڏيڻ لاءِ يا ڪن جي چوٽي تہ مديني جي چوڌاري حملا ڪرڻ لاءِ گڏ ٿيڻ وارن بدوين کي ڇڙوڇڙ ڪرڻ لاءِ ۽ ڪين سبق سيکارڻ لاءِ پاڻ سڳورن ﷺ حملو ڪيو، جيڪو غزوة ذات الرقاع جي نالي سان مشهور آهي.

عام سيرت نگارن هن غزوي جو سال سنہ 4 ھ لکن ٿا، پر امام بخاريءَ ان جو سال سنہ 7 ھ ٻڌايو آهي. جيئن تہ هن غزوي ۾ حضرت ابو موسيٰ اشعري رضي الله عنه ۽ حضرت ابو هريرة رضي الله عنه شامل ٿيا هئا، ان ڪري اهو ان ڳالهہ جو دليل آهي تہ هي غزوه، خيبر جي لڙائيءَ کان پوءِ ٿيو. (مهينو شايد ربيع الاول هو.) ڇوتہ حضرت ابو هريرة رضي الله عنه ان وقت مديني پهچي اتان سڌو پاڻ سڳورن ﷺ جي خدمت ۾ پهتو. ان مهل تائين خيبر فتح ٿي چڪو هو. اهڙيءَ طرح حضرت ابو موسيٰ اشعري رضي الله عنه بہ حبش کان ان مهل پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهتو جڏهن خيبر فتح ٿي چڪو هو. تنهنڪري غزوة ذات الرقاع ۾ انهن ٻنهي اصحابي سڳورن جي شرڪت، ان ڳالهہ جو دليل آهي تہ اهو غزوو، خيبر واري جنگ کانپوءِ ٿيو هو.

سيرت نگار هن غزوي بابت جيڪي ڪجهہ لکي ويا آهن، ان جو خلاصو اهو آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ، انمار يا بنو غطفان قبيلي جي ٻن شاخن بنو ثعلبہ ۽ بني محارب جي گڏجڻ جي خبر ٻڌي تہ مديني جي واڳ حضرت ابوذر رضي الله عنه يا حضرت عثمان رضي الله عنه جي حوالي ڪري هڪدم چار سؤ يا ست سؤ اصحابي سڳورا ساڻ وٺي نجد ڏانهن هليا. مديني کان ٻن ڏينهن جي پنڌ تي "**نخلة**" وٽ پهتا تہ سندن ٽڪراءُ بنو غطفان جي هڪ جماعت سان ٿيو، پر جنگ نہ ٿي. البتہ پاڻ سڳورن ﷺ ان موقعي تي صلواة خوف پڙهائي هئي. صحيح بخاريءَ ۾ حضرت ابو موسيٰ اشعري رضي الله عنه کان روايت آهي تہ "اسين پاڻ سڳورن ﷺ سان گڏ نڪتاسين. اسين ڪل ڇهہ ڄڻا هئاسين ۽ اٺ هڪڙو

ئي هو، جنهن تي واري واري سان چڙهياسين ٿي. اسان جا پير زخمي ٿي ويا. منهنجا بہ ٻئي پير زخمي ٿي ويا ۽ ننهن ڇڻي ويا، تنهنڪري اسان پنهنجن پيرن تي اڳڙيون ٻڌي ڇڏيون هيون. ان ڪري ئي هن غزوي جو نالو ذات الرقاع (اڳڙين وارو) پئجي ويو. ڇو تہ ان غزوي ۾ اسان پنهنجي پيرن ۾ اڳڙيون ۽ پٽيون ويڙهي ٻڌي ڇڏيون هيون." ([1])

صحيح بخاريءَ ۾ ئي حضرت جابر ﷺ کان روايت آهي تہ اسان ذات الرقاع ۾ پاڻ سڳورنﷺ سان گڏ هئاسين. (دستور اهو هو تہ) جڏهن اسان ڪنهن گهاٽي وڻ هيٺ پهتاسين ٿي تہ ان کي پاڻ سڳورنﷺ لاءِ ڇڏي ٿي ڏنوسين (هڪ پيري) پاڻ سڳورا ﷺ هڪ هنڌ لٿا ۽ ماڻهو وڻن جي ڇانوَ ۾ ويهڻ لاءِ هيڏانهن هوڏانهن ڪنڊن وارن وڻن ڏانهن پکڙجي ويا. پاڻ سڳورا ﷺ بہ هڪ وڻ هيٺ لٿا ۽ ان ئي وڻ ۾ تلوار لٽڪائي سمهي پيا. حضرت جابر ﷺ ٻڌائين ٿا تہ اسان جي اجا اک ئي مس لڳي هئي جو هڪ مشرڪ اچي پاڻ سڳورن ﷺ مٿان سندن ئي تلوار ڪڍي اڀي ڪئي ۽ چيائين تہ "تون مون کان ڊڄين پيو؟" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "نہ" هن چيو تہ "هاڻي توکي مون کان ڪير بچائيندو؟" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "الله"

حضرت جابر ﷺ جو بيان آهي تہ اسان اوچتو پاڻ سڳورن ﷺ جا سڏ ٻڌا. اسان پهتاسين تہ ڏٺوسين تہ هڪ اعرابي پاڻ سڳورن ﷺ وٽ وينو آهي. پاڻ سڳورن ﷺ ٻڌايو تہ "آئون ستو پيو هوس جو هن منهنجي تلوار ڪڍي مون تي اڀي ڪئي، ايتري ۾ آئون جاڳي پيس. اڀي کيل تلوار سندس هٿ ۾ هئي. هن مون کي چيو تہ "توکي مونکان ڪير بچائيندو؟" مون چيو تہ "الله" هاڻي اهو هتي وينو اٿو." پاڻ سڳورا ﷺ ان تي ڪاوڙيل ڪونہ هئا.

ابو عوانہ ﷺ جي روايت ۾ ايترو واڌارو آهي تہ (جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ، سندس سوال جي جواب ۾ الله چيو تہ) هن جي هٿ مان تلوار ڪري پئي، پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ تلوار ڪڍي ورتي ۽ فرمايائون تہ "هاڻي توکي مون کان ڪير بچائيندو؟" هن چيو تہ "توهان سٺا پڪڙڻ وارا آهيو. (يعني توهان بهادرن وانگر احسان ڪريو.) پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: تون شاهدي ڏين ٿو تہ الله کانسواءِ ڪوبہ عبادت جي لائق نہ آهي ۽ آئون الله جو رسول آهيان." هن چيو تہ "آئون توهان سان عهد ڪريان ٿو تہ توهان سان لڙائي ڪونہ ڪندس ۽ نہ ئي توهان سان وڙهندڙن جو ساٿ ڏيندس." حضرت جابرﷺ جو بيان آهي تہ ان کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ کيس ڇڏي ڏنو ۽ پنهنجي قوم وارن کي وڃي ٻڌايائين تہ آئون هڪ ڏاڍي ڀلي ماڻهوءَ وٽان ٿي توهان وٽ آيو آهيان.([2]) صحيح بخاريءَ جي هڪ

---

[1] - صحيح بخاري (592/2) صحيح مسلم (118/2).

[2] - مختصرالسيرة شيخ عبدالوهاب (ص:264) ۽ فتح الباري(416/7).

روايت ۾ ٻڌايل آهي تہ نماز جي تڪبير هنئي وئي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ هڪ ٽولي کي ٻہ رڪعتون نماز پڙهائي، پوءِ اهي پنتي هٽيا تہ پاڻ سڳورن ﷺ ٻئي گروهہ کي ٻہ رڪعتون نماز پڙهائي. اهڙيءَ طرح پاڻ سڳورن ﷺ جون چار رڪعتون ٿيون ۽ اصحابي سڳورن جون ٻہ ٻہ رڪعتون.([1]) هن روايت مان خبر پئي ٿي تہ اها نماز مٿئين واقعي کانپوءِ ئي پڙهائي وئي هئي.

صحيح بخاريءَ ۾ مسدد جي ابو عوانہ ﷛ ۽ ان جي ابو بشر ﷛ کان ٻڌل روايت ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ ان همراهہ جو نالو غورث بن حارث هو. ([2]) ابن حجر ٻڌائي ٿو تہ واقديءَ ان واقعي جي تفصيل ۾ اعرابيءَ جو نالو دعثور ٻڌايو آهي ۽ ان اسلام قبوليو هو. پر هن غزوي تان موٽڻ مهل اصحابي سڳورن رضي الله عنهم هڪ مشرڪ عورت جهلي ورتي. ان تي سندس مڙس باس باسي تہ هو محمد ﷺ جي ساٿين مان هڪ جو خون وهائيندو. تنهن کانپوءِ هو رات جو آيو. پاڻ سڳورن ﷺ پهري لاءِ ٻن ڄڻن، حضرت عباد بن بشر ۽ عمار بن ياسر رضي الله عنهم کي بيهاريو هو. جڏهن هو پهتو تہ حضرت عباد ﷛ نماز ۾ بيٺل هئا. هن انهيءَ ئي حالت ۾ کين تير هنيو. حضرت عباد ﷛ نماز ٽوڙڻ کانسواءِ ئي تير کڍي اڇلائي ڇڏيو. هن ٻيو ۽ ٽيو تير بہ هنيو پر هن نماز نہ ڀڳي ۽ سلام ورائڻ کانپوءِ پنهنجي ساٿيءَ کي سجاڳ ڪيو. ساٿيءَ (خبر چار وٺڻ کانپوءِ) چيو تہ: "سبحان الله! توهان مون کي جاڳايو ڇو ڪونہ؟" هن چيو تہ مون هڪ سورة پئي پڙهي، ان کي اڌ ۾ ڇڏڻ ڪونہ پئي چاهيم."([3])

سنگدل اعرابين کي ڊيڄارڻ لاءِ هن غزوي وڏي ڪاميابي حاصل ڪئي. هن غزوي کانپوءِ ٿيل سرين جي تفصيل تي نظر وجهڻ کانپوءِ اسين ڏسون ٿا تہ غطفان جي انهن قبيلن، هن غزوي کانپوءِ وري ڪنڌ کڻڻ جو ست نہ ساريو. پر هري هري تي نيٺ هٿيار ڦٽا ڪيائون ۽ مسلمان ٿي ويا. تان جو انهن اعرابين جا گهڻائي قبيلا اسان کي مڪي جي فتح ۽ غزوة حنين مهل مسلمانن سان گڏ ڏسڻ ۾ اچن ٿا ۽ غزوه حنين ۾ غنيمت جي مال مان کين پتي بہ ڏني وئي هئي. مڪو فتح ڪرڻ کانپوءِ انهن ڏانهن صدقا وصول ڪرڻ لاءِ اسلامي حڪومت جا اهلڪار بہ موڪليا ويا هئا ۽ اهي باقائده پنهنجا صدقا ڏيندا بہ هئا.

مطلب تہ ان حڪمت عمليءَ سان اهي ٽئي ڌريون ٽٽي ويون، جن خندق واريءَ جنگ ۾ مديني تي چڙهائي ڪئي هئي. اهڙيءَ طرح سڄي علائقي ۾ سک ۽ شانتي ڦهلجي وئي. ان کانپوءِ ڪن

---

[1] - صحيح البخاري(1/407، 408 - 2/593).

[2] - صحيح بخاري(2/593).

[3] - زاد المعاد(2/112) هن غزوي بابت تفصيل لاءِ ڏسو ابن هشام(2/203،209) زاد المعاد(2/110، 111، 112)، فتح الباري (7/417 _ 428).

قبيلن، ڪن جڳهين تي گڙٻڙ ڪئي بہ تہ ان کي مسلمانن سولائيءَ سان سنڀالي ورتو. هن غزوي ڪانپوءِ ئي وڏن وڏن شهرن ۽ ملڪن کي فتح ڪرڻ جو رستو کلي پيو. ڇوتہ هن غزوي ڪانپوءِ ملڪ اندر حالتون پوريءَ طرح مسلمانن جي حق ۾ ٿي ويون هيون.

*-*-*

# سنہ 7 هجريءَ جا ڪجهہ سريا

هن غزوي تان موٽڻ ڪانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ شوال سنہ 7 هجريءَ تائين مديني پاڪ ۾ رهيا ۽ ان دوران ڪافي سريا بہ موڪليائون، جن مان ڪن جو تفصيل هي آهي.

**(1) سريہ قديد (صفر يا ربيع الاول 7 هہ):-** هيءُ سريو غالب بن عبدالله ليثي رضي الله عنه جي هٿ هيٺ قديد ڏانهن بني ملوح قبيلي ڪي سيکت ڏيڻ لاءِ موڪليو ويو هو، ڇو تہ انهن بشر بن سويد جي ساٿين کي ماريو هو، جنهن جو پلاند وٺڻ لاءِ هي سريو موڪليو ويو. هن سريي **حملو ڪري** گهڻن ئي ماڻهن کي ماري ڇڏيو ۽ ڍور ڍڳا ڪاهي آيا. ويري وڏو لشڪر وٺي پويان لڳا پر مسلمانن جي ويجهو پهتا تہ مينهن وسڻ لڳو ۽ وڏي ٻوڏ اچي وئي، جيڪا ٻنهي ڌرين جي وچ ۾ هئي. اهڙيءَ طرح مسلمان خير سان موٽي آيا.

**(2) حسمي وارو سريو:-** ان جو ذڪر دنيا جي بادشاهن ڏانهن موڪليل خطن جي باب ۾ ٿي چڪو آهي.

**(3) تربہ وارو سريو:-** هيءُ سريو **حضرت عمر** رضي الله عنه جي اڳواڻيءَ ۾ موڪليو ويو. ساڻن گڏ ٽيهہ ڄڻا هئا، جيڪي رات جو سفر ڪندا هئا ۽ ڏينهن جو لڪي ويندا هئا، پر بنو هوازن کي خبر پئجي وئي ۽ اهي وٺي ڀڳا. **حضرت عمر** رضي الله عنه ان علائقي ۾ پهتا تہ اتي ڪاريءَ وارا ڪڪ لڳا پيا هئا. تنهنڪري پاڻ مديني موٽي آيا.

**(4) فدڪ جي ڀرپاسي ۾ موڪليل سريو:-** هيءُ سريو حضرت بشير بن سعد انصاري رضي الله عنه جي اڳواڻيءَ ۾ ٽيهن ڄڻن سان بنو مره کي سيکت ڏيڻ لاءِ موڪليو ويو. **حضرت بشير** رضي الله عنه ان علائقي ۾ وڃي رڍون ۽ ٻڪريون ۽ **جانور** ڪاهي موٽيا پئي تہ رات جو واٽ ۾ دشمن ڪين اچي رسيا. مسلمانن ڏاڍا تير وسايا پر نيٺ سيني جا تير کٽي ويا، جنهن ڪانپوءِ سيئي مارجي ويا. رڳو **حضرت بشير** رضي الله عنه بچيا. کين زخمي حالت ۾ کڻي فدڪ پهچايو ويو ۽ اهي اتي يهودين وٽ رهيا، تان تہ سندن گهاءَ ڀرجي ويا ۽ پوءِ پاڻ مديني موٽي آيا.

**(5) ميفعہ وارو سريو(رمضان 7 هہ):-** هي سريو حضرت غالب بن عبدالله ليثي رضي الله عنه جي اڳواڻيءَ ۾ بنوعوال ۽ بنو عبد بن ثعلبہ کي سيکت ڏيڻ لاءِ يا چيو وڃي ٿو تہ جهينہ قبيلي جي شاخ حرقات کي سيکت ڏيڻ لاءِ موڪليو ويو هو. مسلمانن جو تعداد هڪ سؤ ٽيهہ هو. انهن دشمنن تي گڏيل حملو ڪيو ۽ جنهن بہ چون چرا ڪئي، ان کي ماري ڇڏيائون. پوءِ **جانور** ۽ رڍون، ٻڪريون

ڪاهي آيا. هن ئي سريي ۾ **حضرت** اسامہ بن زيد رضي الله عنه نهيڪ بن مرداس کي لا الہ الا الله چوڻ کانپوءِ بہ ماري وڌو هو. ان تي پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم کين ڇنڊ ڪيندي چيو هو تہ: "تو هن جي دل چيري چو ڪونہ ڏٺي تہ هو سچو هو يا ڪوڙو؟"

**(6) خيبر موڪليل سريو (شوال 7 هہ):-** هي سريو ٽيهن ڄڻن تي ٻڌل هو ۽ **حضرت** عبدالله بن رواحہ رضي الله عنه کي اڳواڻ ڪري موڪليو ويو هو. ٽيو هيئن تہ اسير يا بشير بن رزيم، بنو غطفان کي مسلمانن تي چڙهائيءَ لاءِ گڏ ڪري رهيو هو. مسلمانن اسير کي اها اميد ڏياري تہ پاڻ سڳورا صلي الله عليه وسلم کين خيبر جو حاڪم ڪري رکندا. سندن ٽيهن ساٿين سميت ڪيس پاڻ سان هلڻ لاءِ راضي ڪري ورتو، پر قرقره نيار وٽ پهچي ڏرين ۾ بدگماني پيدا ٿي پئي. جنهن جي نتيجي ۾ اسير ۽ سندس ساٿين کي جان تان هٿ ڪڻڻو پيو.

**(7) يمن و جبار ڏانهن موڪليل سريو:-** جبار جي جيم تي زبر آهي. اهو بنو غطفان، يا چيو وڃي ٿو تہ بنو فرازه ۽ بنو عذره جو علائقو هو. هتي **حضرت** بشير بن ڪعب انصاري رضي الله عنه کي ٽي سؤ مسلمان ڏئي موڪليو ويو. مقصد هڪ وڏي ميڙ کي ڇڙوڇڙ ڪرڻو هو، جيڪو مديني تي چڙهائي ڪرڻ لاءِ گڏ ٿي رهيو هو. مسلمان راتين جو سفر ڪندا هئا ۽ ڏينهن جو لڪي ويندا هئا. جڏهن دشمنن کي **حضرت** بشير رضي الله عنه جي اچڻ جي خبر پئي تہ اهي پڇي نڪتا. **حضرت** بشير رضي الله عنه گهڻائي جانور جهلي ورتا ۽ ٻہ ماڻهو بہ پڪڙجي پيا ۽ جڏهن ٻئي ڄڻا مديني پهتا تہ اهي ٻئي ڄڻا پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي هٿ تي مسلمان ٿي ويا.

**(8) غابہ ڏانهن موڪليل سريو:-** هن کي ابن قيم قضا ڪيل عمري کان پهرين 7 هہ جي سرين ۾ ڳڻايو آهي. ان جو خلاصو اهو آهي تہ جشم بن معاويہ قبيلي جو هڪ همراهہ ڪافي ماڻهو وٺي غابہ پهتو. هن بنو قيس کي مسلمانن سان وڙهڻ لاءِ گڏ ڪرڻ پئي چاهيو. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم، **حضرت** ابو حدرد رضي الله عنه کي رڳو ٻن ڄڻن سان اوڏانهن موڪليو. **حضرت** حدرد رضي الله عنه ڪنهن حڪمت عمليءَ سان دشمنن کي آڻ مجرائي ۽ گهڻا ئي اٺ ۽ ٻڪريون ڪاهي آيا.[1]

*-*-*

---

[1] - زاد المعاد(2/149، 150) انهن سرين جو تفصيل رحمة للعالمين(2/229، 230، 231) زاد المعاد(2/ 148، 149، 150) تلقيح الفهوم مع حواشي، (ص:31) السيرة للشيخ عبدالله (ص:322، 323، 324) تي ڏسي سگهجي ٿو.

# قضا ڪيل عمرو

ابن حاڪم جو چوڻ آهي تہ لاڳيتين روايتن مان ثابت آهي تہ جڏهن ذي القعدة جو چنڊ ڏسجي ويو تہ پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجن اصحابين کي حڪم ڪيو تہ اهي عمري جي قضاء طور عمرو ڪن ۽ جيڪو بہ ماڻهو حديبيہ ۾ حاضر هو، پنيان نہ رهي. تنهن ڪانپوءِ (ان مهل تائين) جيڪي شهيد ٿي چڪا هئا، انهن کي ڇڏي بيا سڀ ماڻهو هليا ۽ حديبيہ وارن ڪانسواءِ بہ ڪي ماڻهو عمري لاءِ گڏ نڪتا. اهڙيءَ طرح تعداد بہ هزار ٿي ويو. عورتون ۽ ٻار انهن ڪانسواءِ هئا. (1)

پاڻ سڳورن ﷺ، ان موقعي تي ابو رهم غفاري رضي الله عنه کي مديني جي واڳ ڏني. سٺ اٺ ڪاهيائون ۽ ناجيہ بن جندب اسلمي رضي الله عنه کي انهن جي سار سنڀال جو ڪم سونپيائون. ذوالحليفہ کان عمري جو احرام ٻڌائون ۽ لبيڪ جي صدا هنيائون. پاڻ سڳورن ﷺ سان گڏ مسلمانن بہ لبيڪ پڪاريو ۽ قريشن پاران دوکو ڪرڻ جي ڊپ کان هٿيار پنهوار ڪٽي، ويڙهاڪن کي هوشيار ڪري نڪتا. جڏهن ياجج نالي واديءَ ۾ پهتا تہ سمورا هٿيار يعني ڍالون، تير، نيزا وغيره اتي رکي ڇڏيائون ۽ سنڀال لاءِ اوس بن خولي انصاري رضي الله عنه جي هٿ هيٺ بہ سوءِ ڄڻا اتي ئي ڇڏي، باقي مسافريءَ جو هٿيار يعني مياڻن ۾ پاتل تلوارون ساڻ کڻي مڪي ۾ گهڙيا. (2)

مڪي ۾ گهڙڻ مهل پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجي ڏاچي قصواء تي چڙهيل هئا. مسلمانن تلوارون چيلهہ تي ٻڌي ڇڏيون هيون ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کي گهيري ۾ آڻي لبيڪ جي صدا هڻي رهيا هئا.

مشرڪ، مسلمانن جو تماشو ڏسڻ لاءِ (گهرن مان) نڪري ڪعبي جي اتر پاسي قعيقعان نالي جبل تي(وڃي چڙهيا) انهن پاڻ ۾ ڳالهيون ڪندي چيو پئي تہ توهان وٽ هڪ اهڙو ميڙ اچي رهيو آهي، جنهن کي يثرب جي بخار ٿڪائي ڇڏيو آهي. ان ڪري پاڻ سڳورن ﷺ، اصحابي سڳورن رضي الله عنهم کي حڪم ڏنو تہ اهي پهريان ٽي چڪر ڊوڙي پورا ڪن. باقي رڪن يماني ۽ حجر اسود جي وچ ۾ رڳو هلندي لنگهن. سيئي (ست ئي) چڪر ڊوڙڻ جو حڪم ان ڪري نہ ڏنائون جو رحمت ۽ شفقت مقصود هئن. ان حڪم جو مقصد اهو هو تہ مشرڪَ، سندن سگهہ ڏسي

---

1 - فتح الباري (7/700).

2 - فتح الباري (7/700) زاد المعاد (2/151).

وٺن.(¹) ان ڪانسواءِ پاڻ سڳورن ﷺ، اصحابي سڳورن رضي الله عنهم ڪي اضطباع جو بہ حڪم ڏنو.

اضطباع جو مطلب اهو آهي تہ ساڄو ڪلهو ڪليو رکجي (۽ چادر ساڄي ڪڇ جي هيٺان لنگهائي اڳيان توڙي پٺيان ٻنهي پاسان) ان جو ٻيو ڇيڙو کاٻي ڪلهي تي رکي ڇڏجي.

پاڻ سڳورا ﷺ مڪي ۾ ان جابلو لنگهہ کان پهتا، جيڪو حجون ۾ وڃي دنگ ٿئي ٿو. مشرڪَ ڪين ڏسڻ لاءِ قطارون ٻڌيو بيٺا هئا. پاڻ سڳورا ﷺ لاڳيتو لبيڪ لبيڪ پڪاري رهيا هئا، تانجو (حرم پهچي) پنهنجي لٺ سان حجر اسود کي ڇهيائون ۽ پوءِ طواف ڪيائون. اصحابي سڳورنﷺ بہ طواف ڪيو. ان مهل حضرت عبدالله بن رواحہ ﷺ تلوار ٻڌيو، پاڻ سڳورن ﷺ جي اڳيان اڳيان هلندي هي شعر پڙهي رهيو هو تہ:

خَلّوا بَني الْكُفّارِ عَنْ سَبيلِه خَلّوا فَكُلّ الْخَيْرِ في رَسُولِه
قَدْ أَنْزَلَ الرّحْمَنُ في تَنْزيلِه في صُحُفٍ تُتْلَى عَلَى رَسُولِه
يَا رَبّ إنّي مُؤْمِنٌ بِقيلِه إنّي رَأَيْتُ الْحَقّ في قَبُولِه
بأَنَّ خَيْرَ الْقَتْلِ في سَبِيْلِه الْيَوْمَ نَضْرِبْكُمْ عَلَى تَأْويلِه
ضَرْبًا يُزِيلُ الْهَامَ عَنْ مَقيلِه وَيُذْهِلُ الْخَليلَ عَنْ خَليلِه (²)

"ڪافرن جا اولادؤ! هن جو رستو ڇڏي ڏيو، هن جو رستو ڇڏي ڏيو، ڇو تہ سڀئي ڀلائي هن جي پيغمبريءَ ۾ ئي آهي. رحمان پنهنجي تنزيل (قرآن پاڪ) ۾ اها ڳالهہ آندي آهي. يعني اهڙا صحيفا جن جي تلاوت هن جي پيغمبر تي ڪئي وڃي ٿي. اي پالڻهار! آئون هن جي ڳالهہ تي ايمان رکان ٿو ۽ ان کي قبولڻ کي حق سمجهان ٿو تہ بهترين قتل اهو آهي جيڪو الله جي رستي ۾ ٿئي. اڄ اسان هن جي تنزيل مطابق توهان کي اهڙي مار ڏينداسين جو ڪوپڙي وڃي پري ڪرندي ۽ دوست کي دوست جي بہ خبر نہ رهندي.

انس ﷺ جي روايت ۾ اهو بہ آيل آهي تہ ان تي حضرت عمر ﷺ چيو تہ: "اي ابن رواحہ! تون پاڻ سڳورن ﷺ جي اڳيان ۽ الله جي حرم ۾ شعر پيو پڙهين!؟" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "اي عمرﷺ! هن کي ڇڏي ڏي، ڇوتہ اهي (شعر) هنن لاءِ تير جي وار کان بہ تکا آهن." (³)

---

¹ - صحيح بخاري (218/1 – 610/2، 611) ۽ صحيح مسلم (412/1).

² - مختلف روايتن ۾ هنن شعرن جي ترتيب ۾ وڏو فرق ڄاڻايل آهي. اسان مختلف شعر گڏ ڏئي ڇڏيا آهن..

³ - جامع ترمذي، ابواب الاستيذان و الادب، (107/2).

پاڻ سڳورن ﷺ ۽ مسلمانن تي چڪر ڊوڙي لڳايا. مشرڪن اهو ڏسي چيو ته اسان ته سمجهيو پئي ته يثرب جي بخار هنن جا لاهه ڪڍي ڇڏيا آهن. پر هي ته فلاڻي ۽ فلاڻي ڪان به وڌيڪ توانا پيا ڏسجن. (1)

طواف مان واندا ٿي پاڻ سڳورا ﷺ صفا ۽ مروه جي وچ ۾ ڊوڙيا. ان مهل سندن قربانيءَ جا جانور مروه جي ويجهو بيٺل هئا. پاڻ سڳورا ﷺ فارغ ٿيا ته فرمايائون ته "هيءَ قربانيءَ جي جاءِ آهي ۽ مڪي جون سڀ گهٽيون قربانگاهه آهن." ان ڪانپوءِ مروه ويجهو ئي جانور ڪنائون، اتي ئي مٿو ڪوڙايائون. مسلمانن به ائين ڪيو. ان ڪانپوءِ ڪجهه ماڻهو موڪليائون ته وڃي هٿيارن جي سنڀال ڪن ۽ اتي بيٺلن کي ڇڏين ته اهي اچي عمرو ادا ڪن.

پاڻ سڳورا ﷺ مڪي ۾ ٽي ڏينهن رهيا. چوٿين ڏينهن صبح ساڻ مشرڪن اچي حضرت علي رضي الله عنه کي چيو ته: "پنهنجي صاحب کي چئو هاڻي هلڻ جي ڪن. چوته (ڏنل) وقت گذري ويو آهي. ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ مڪي مان نڪري اچي "سرف" وٽ رهيا. مڪي مان نڪرڻ مهل حضرت حمزة رضي الله عنه جي نياڻي به چاچا، چاچا، چوندي اچي پهتي. ان کي حضرت علي رضي الله عنه پاڻ سان وٺي ويو، پر پوءِ حضرت علي رضي الله عنه، حضرت جعفر رضي الله عنه ۽ حضرت زيد رضي الله عنه ۾ تڪرار ٿي پيو. (هر هڪ چوي ته ڪين پالڻ جو وڌيڪ حق حاصل آهي.) پاڻ سڳورن ﷺ جن، حضرت جعفر رضي الله عنه جي حق ۾ فيصلو ڏنو. چوته ان ٻارڙيءَ جي ماسي سندن گهر واري هئي.

ان ئي عمري واري سفر ۾ پاڻ سڳورا ﷺ، بيبي ميمونه بنت حارث عامريه رضي الله عنها سان پرڻيا. ان مقصد لاءِ پاڻ سڳورن ﷺ مڪي پهچڻ کان اڳ حضرت جعفر رضي الله عنه کي پاڻ کان پهرين بيبي ميمونه رضي الله عنها ڏانهن اماڻيو هو ۽ جنهن پنهنجو معاملو حضرت عباس رضي الله عنه کي سونپيو هو. چو ته بيبي ميمونه رضي الله عنها جي ڀيڻ ام الفضل سندن گهر واري هئي. حضرت عباس رضي الله عنه بيبي ميمونه رضي الله عنها کي پاڻ سڳورن ﷺ سان پرڻائي ڇڏيو. پاڻ سڳورن ﷺ مڪي مان نڪرڻ مهل حضرت ابو رافع رضي الله عنه کي پٺيان ڇڏيو ته اهي بيبي سڳوريءَ کي سوار ڪري پاڻ سڳورن ﷺ وٽ وٺي اچن. تنهن ڪانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ "سرف" پهتا ته بيبي صاحبه کي اتي پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهچايو ويو. (2)

هن عمري جو نالو "عمره قضاء"، يا ته ان ڪري پيو جو اهو عمرو حديبيه واري عمري جي قضاءَ طور ڪيو ويو هو يا ان ڪري جو اهو حديبيه واري ناهه مطابق ڪيو ويو هو. (۽ اهڙي ناهه کي

---

1 - صحيح مسلم (412/1).

2 - زاد المعاد (152/2).

عربيءَ ۾ قضا ۽ مقاضاه چوندا آهن). انهن ٻنهي ڪارڻ کي محققن ترجيح ڏني آهي.[1] هن عمري کي چئن نالن سان لکيو ويو آهي؛ عمره قضا، عمره قضيہ، عمره قصاص ۽ عمره صلح[2]

# ڪجھ ٻيا سريا

**(1) ابوالعوجاء ﷛ وارو سريو (ذي الحج 7 ھہ):-** پاڻ سڳورن ﷺ پنجاھ ڄڻا حضرت ابوالعوجاء ﷛ جي اڳواڻي ۾ بنو سليم کي اسلام جي دعوت ڏيڻ لاءِ موڪليو، پر بنو سليم وارن چيو تہ توهان جنهن ڳالھ جي دعوت ڏيو پيا، اسان کي ان جي گھرج ڪانهي. ان تي ڇتي ويڙھ لڳي، جنهن ۾ ابوالعوجاء ﷛ گھائجي پيو. تنهن هوندي بہ مسلمانن بہ ڄڻا پڪڙي ورتا.

**(2) غالب بن عبدالله ﷛ وارو سريو (صفر 7 ھہ):-** ڪين بہ سؤ ماڻهو ساڻ ڏئي فدڪ جي ڀرپاسي ۾ حضرت بشير بن سعد جي ساٿين جي مارجڻ جي جاءِ تي موڪليو ويو. انهن دشمنن جي جانورن تي قبضو ڪيو ۽ سندن گھڻا ئي ماڻهو ماري ڇڏيا.

**(3) ذات اطلح وارو سريو (ربيع الاول 8 ھہ):-** هن سريي جو تفصيل اهو آهي تہ بنو قضاعة، مسلمانن تي ڪاهڻ لاءِ وڏو ميڙ ڪٺي گڏ ڪيو هو. پاڻ سڳورن ﷺ کي پتو پيو تہ انهن، ڪعب بن عمير ﷛ جي اڳواڻيءَ ۾ رڳو پندرهن اصحابي سڳورا رضي الله عنهم ان پاسي موڪليا. اصحابي سڳورن رضي الله عنهم، انهن کي اسلام جي دعوت ڏني، پر انهن دعوت قبولڻ بدران ڪين تيرن سان زخمي ڪري سيني کي شهيد ڪري ڇڏيو.رڳو هڪ ڄڻو بچيو، جيڪو مئلن جي وچ ۾ پيو هو.[3]

**(4) ذات العرق وارو سريو (ربيع الاول 8 ھہ):-** هيءُ واقعو هن طرح ٿيو جو بنو هوازن، ڪئي ڀيرا دشمنن کي مدد ڏني هئي. ان ڪري پنجويھ ڄڻا حضرت شجاع بن وهب اسدي ﷛ جي هٿ هيٺ انهن ڏانهن موڪليا ويا. اهي دشمنن جا جانور ڪاهي آيا، پر جنگ ۽ ڇيڙڇاڙ جي نوبت ڪانہ آئي.[4]

---

[1] - زاد المعاد (172/1) - فتح الباري (500/7).
[2] - فتح الباري (500/7).
[3] - رحمة للعالمين (231/2).
[4] - رحمة للعالمين (231/2) ۽ تلقيح الفهوم (ص:33) جو حاشيو.

# موتہ واري جهڙپ

مُوتہ (ميم تي پيش ۽ واءُ ساڪن) اردن ۾ بلقاءَ جي ويجهو هڪ واديءَ جو نالو آهي، جتان بيت المقدس بن ڏينهن جي پنڌ تي آهي. هيءَ جهڙپ اتي ئي ٿي هئي.

هيءَ سڀ کان وڏي خوني جهڙپ هئي، جيڪا پاڻ سڳورن ﷺ جي حياتيءَ ۾ ٿي هئي ۽ اها ئي جهڙپ عيسائي ملڪن کي فتح ڪرڻ جو سبب بڻي. اها جمادي الاول 8 هه مطابق آگسٽ يا سيپٽمبر 629ع ڌاري ٿي.

**جهڙپ جو ڪارڻ:-** هن جهڙپ جو ڪارڻ اهو هو تہ پاڻ سڳورن ﷺ، حارث بن عمير اَزدِي رضي الله عنه کي هڪ خط ڏئي، بصري جي حاڪم وٽ موڪليو تہ ان کي رومي قيصر جي بلقاءَ واري گورنر شرحبيل بن عمرو غسانيءَ جهلي ورتو ۽ شهيد ڪري ڇڏيو.

ياد رهي تہ سفيرن ۽ قاصدن کي مارڻ ڏاڍو بڇڙو ڏوهہ هو، جيڪو جنگ جي اعلان جي برابر، بلڪہ ان کان بہ وڌيڪ سمجهيو ويندو هو. ان ڪري جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ کي واقعي جي جاڻ ملي تہ پاڻ سڳورنﷺ کي ڏاڍو ارمان ٿيو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ ان علائقي تي چڙهائي ڪرڻ لاءِ ٽي هزار لشڪر تيار ڪري ورتو.([1]) اهو سڀ کان وڏو اسلامي لشڪر هو، جيڪو ان کان پهرين رڳو خندق واري جنگ لاءِ تيار ڪيو ويو هو.

**لشڪر جا امير ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي وصيت:-** پاڻ سڳورن ﷺ، هن لشڪر جو سالار حضرت زيد بن حارثہ رضي الله عنه کي مقرر ڪيو ۽ فرمايو تہ جي زيد رضي الله عنه ماريو وڃي تہ جعفر رضي الله عنه ۽ جي جعفر رضي الله عنه مارجي وڃي تہ عبدالله بن رواحہ رضي الله عنه سپهہ سالار ٿيندو.([2]) پاڻ سڳورن ﷺ لشڪر لاءِ اڇو جهنڊو تيار ڪيو ۽ اهو حضرت زيد بن حارثہ رضي الله عنه جي حوالي ڪيو.([3]) لشڪر کي پاڻ سڳورن ﷺ اها بہ وصيت ڪئي تہ جنهن جاءِ تي حضرت حارث بن عمير رضي الله عنه کي ماريو ويو هو، اتي پهچي اتي جي رهاڪن کي اسلام جي دعوت ڏين. جيڪڏهن اهي اسلام قبولين تہ بهتر نہ تہ الله کان مدد گهري، ويڙهہ شروع ڪن. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: الله جو نالو وٺي، الله جي راهہ ۾، الله جو انڪار ڪرڻ وارن سان جنگ جوٽيو ۽ ڏسو دوکو نہ ڪجوءِ خيانت نہ ڪجوءِ ڪنهن ٻار

---
[1] - زاد المعاد (155/2) - فتح الباري (511/7).
[2] - صحيح بخاري (611/2).
[3] - مختصر السيرة للشيخ عبدالله (ص:327).

يا عورت ۽ ڪنهن ڪراڙي کي يا گرجا گهر ۾ رهندڙ دنيا تياڳڻ واري کي نہ مارجوٴ. ڪجي يا ٻيو ڪو وڻ نہ ڪٽجوٴ ۽ ڪابہ جڳهہ نہ ڊاهجوٴ.[1]

## اسلامي لشڪر جي نڪرڻ مهل حضرت عبدالله بن رواحہ ﷛ جو روئڻ:-

جڏهن اسلامي لشڪر نڪرڻ لاءِ سنبريو تہ ماڻهو، پاڻ سڳورن ﷺ جي چونڊيل سپهہ سالارن کان موڪلائڻ آيا. ان مهل هڪ سپهہ سالار حضرت عبدالله بن رواحہ ﷛ روئڻ لڳو. ماڻهن پڇيو تہ: "توهان ڇو پيا روئو؟" هن وراڻيو تہ: "ان لاءِ نہ تہ ڪو دنيا جي محبت يا توهان جي صحبت ڇڏائجڻ جو اونو اٿم، پر مون پاڻ سڳورن ﷺ کي الله جي ڪتاب جي هڪ آيت پڙهندي ٻڌو آهي، جنهن ۾ دوزخ جو ذڪر آهي. آيت هيءَ آهي تہ:

﴿وَإِنْ مِنْكُمْ إِلَّا وَارِدُهَا كَانَ عَلَى رَبِّكَ حَتْمًا مَقْضِيًّا (71)﴾ (المريم)

"۽ اوهان مان ڪو اهڙو ڪونهي جو ان تي پهچڻ وارو نہ آهي تنهنجي پالڻهار تي اهو انجام لازم مقرر آهي."

آئون نٿو ڄاڻان تہ دوزخ ۾ وارد ٿيڻ کانپوءِ ڪيئن موٽي سگهندس؟ مسلمانن چيو تہ: "الله سلامتيءَ سان توهان جو ساٿي رهي، توهان پاران دفاع ڪري ۽ توهان کي اسان ڏانهن چڱائي ۽ غنيمت سان موٽائي. حضرت عبدالله ﷛ تڏهن هيءُ شعر پڙهيو تہ:

| | |
|---|---|
| لَكِنَّنِي أَسْأَلُ الرَّحْمَنَ مَغْفِرَةً | وَضَرْبَةً ذَاتَ فَرْعٍ تَقْذِفُ الزَّبَدَا |
| أَوْ طَعْنَةً بِيَدَيْ حَرَّانَ مُجْهِزَةً | بِحَرْبَةٍ تُنْفِذُ الأَحْشَاءَ وَالْكَبِدَا |
| حَتَّى يُقَالَ إِذَا مَرّوا عَلَى جَدَثِي | يَا أَرْشَدَ اللَّهُ مِنْ غَازٍ وَقَدْ رَشَدَا |

" پر آءُ رحمان کان ڇوٽڪاري جوءِ هڏيون پڃندڙ ۽ ڪوپڙي اڏائيندڙ تلوار جي ڌڪ جو يا ڪنهن نيزي باز جي هٿن، آندن ۽ جگر جي آرپار ٿيندڙ نيزي جي ضرب جو سوال ڪريان ٿو تہ جيئن جڏهن ماڻهو منهنجي قبر وٽان لنگهن تہ چون تہ هاءِ اهو غازي جنهن کي الله هدايت ڏني ۽ جيڪو هدايت يافتہ رهيو." [2]

ان کانپوءِ لشڪر نڪتو. پاڻ سڳورا ﷺ ان سان گڏ ثنية الوداع تائين ويا ۽ اتان کائن موڪلايائون.[3]

**اسلامي لشڪر جو اڳتي وڌڻ ۽ اوچتي مصيبت ۾ ڦاسڻ:-** اسلامي لشڪر اتر ڏانهن وڌندي "معان" وٽ پهتو. اها جڳهہ حجاز جي اترئين پاڱي سان ڳنڍيل شامي(اردني) علائقي ۾ آهي. هتي لشڪر

---

[1] - ساڳي ڪتاب رحمة للعالمين(271/2).

[2] المعجم الكبير للطبراني - ( 18 / 469)

[3] - ابن هشام (373/2، 374) - زاد المعاد (156/2) - مختصر السيرة للشيخ عبدالله (ص:327).

لتو ۽ هتي ئي خابرن اچي خبر پهچائي تہ هرقل (روم جو قيصر) بلقاء جي علائقي ۾ مآب وٽ هڪ لک رومي لشڪر سان لٿل آهي. سندس جهنڊي هيٺان لخم، جذام، بلقين ۽ بهرا ۽ بلي نالي عرب قبيلن جا وڏيڪ هڪ لک ماڻهو بہ اچي گڏ ٿيا آهن.

**معان ۾ مجلس شوريٰ جي گڏجاڻي**:- مسلمانن تہ سوچيو بہ ڪونہ هو تہ ڪو ڪين هيڏي وڏي لشڪر سان منهن ڏيڻو پوندو. جيڪو هن پرڏيهہ ۾ اوچتو سندن سامهون اچي ٿيو هو. سندن آڏو اهو سوال اٿي ڪڙو ٿيو هو تہ سمنڊ وانگر ڇوليون هڻندڙ ٻن لکن جي لشڪر کي، ٽن هزارن جو ننيڙو لشڪر ڪري بہ تہ ڇا ڪري؟ مسلمان حيران هئا ۽ ان حيرانيءَ واري حالت ۾ ٻہ راتيون صلاح مشورو ڪرڻ ۾ گذري ويون. ڪن ماڻهن جو خيال هو تہ دشمن جي تعداد جو اطلاع پاڻ سڳورن ﷺ کي ڏنو وڃي. ان ڪانپوءِ يا تہ اتان وڏيڪ مدد موڪلي ويندي يا وري ٻيو ڪو حڪم ڏنو ويندو، جنهن تي عمل ڪيو ويندو.

پر حضرت عبدالله بن رواحہ رضي الله عنه ان راءِ جي مخالفت ڪئي ۽ اهو چئي ماڻهن کي تاءُ ڏياريو تہ: "الله جو قسم! جنهن شيءِ کان توهان لهرايو پيا، اها تہ شهادت آهي، جنهن جي طلب ۾ توهان نڪتا آهيو. ياد رهي تہ دشمنن سان اسان جي لڙائي تعداد، سگهہ ۽ گهڻائيءَ جي زور تي نہ آهي، پر اسين رڳو دين جي زور تي وڙهندا آهيون. جنهن جو الله اسان کي شرف بخشيو آهي. ان ڪري اڳتي وڌو! اسان کي ٻن ڀلاين مان هڪ ضرور ملندي. يا تہ اسان زور تي ويندا سين يا شهادت ماڻيندا سين."
نيٺ حضرت عبدالله بن رواحہ رضي الله عنه جي راءِ سيني مڃي.

**اسلامي لشڪر جو دشمن ڏانهن وڌڻ**:- مطلب تہ اسلامي لشڪر، "معان" ۾ ٻہ راتيون گذارڻ ڪانپوءِ دشمن ڏانهن وڌيو ۽ بلقاء جي هڪ وسندي، مشارف وٽ اچي هرقل جي فوج جي سامهون ٿيو. ان ڪانپوءِ وڌيڪ ويجهو اچي ويو ۽ مسلمان سوڙها ٿيندي ٿيندي "موتہ" طرف وڃي لٿا، پوءِ لشڪر جي جٿابندي ڪئي وئي. ميمنہ تي قطبہ بن قتادة عذري رضي الله عنه کي رکيو ويو ۽ ميسره تي عباده بن مالڪ رضي الله عنه کي.

**جنگ ڇڙڻ ۽ سپهہ سالارن جو هڪ ٻئي پويان شهيد ٿيڻ**:- ان ڪانپوءِ موتہ ۾ ئي ڌرين جي پاڻ ۾ جهڙپ ٿي ۽ ڏاڍي ڇتي ويڙهہ ٿي. ٽن هزارن جو لشڪر، ماڪڙ جهڙي ٻن لکن جي لشڪر سان مهاڏو اٽڪائي بيٺو هو. اها اچرج جوڳي جهڙپ هئي، ڏسڻ وارا اکيون ڦاڙي ڏسي رهيا هئا. جڏهن ايمان جون هوائون هلن ٿيون تہ اهڙا ئي اچرج جوڳا واقعا ٿين ٿا.

سڀ کان پهرين پاڻ سڳورن ﷺ جي لاڏلي حضرت زيد بن حارثہ رضي الله عنه جهنڊو سنڀاليو ۽ اهڙو تہ بيجگريءَ سان وڙهيو، جنهن جو مثال مسلمان جانبازن ڪانسواءِ ڪير بہ پيش نٿو ڪري

سگهي. پاڻ وڙهندو رهيو، وڙهندو رهيو، نيٺ نيزن جي گهائن کان لاچار ٿي زمين تي ڪري پيو ۽ شهادت جو جام پيتائين.

ڪانئن پوءِ **حضرت جعفر** ﷛ جو وارو هو. ان جهٽ هٽي جهنڊو ڪٽي ورتو ۽ بيمثال ويڙهه ڪرڻ لڳو. جڏهن لڙائي چوٽ چڙهي تہ پاڻ پنهنجي گهوڙي تان لهي پيو. ان جون ڪچيون (پويون ٽنگون) ڪٽي ڇڏيائين ۽ وار تي وار ڪندا رهيا ۽ دشمنن جا وار جهليندو بہ رهيو، تانجو هڪ دشمن جي ڌڪ سان سندن ساڄو هٿ ڪپجي ويو. ان ڪانپوءِ پاڻ جهنڊو کابي هٿ ۾ جهليو ۽ ان کي لاڳيتو مٿي رکندو آيو. تانجو سندن کابو هٿ بہ ڪپجي ويو. پوءِ ٻنهي ٻچيل ٻانهن سان جهنڊو ڇاتيءَ سان لڳائي جهليائين ۽ تيستائين ان کي اوچو رکيائون، جيستائين شهادت جو چولو نہ ڍڪي وڌائين. چيو وڃي ٿو تہ هڪ روميءَ ڪين تلوار جو اهڙو ڌڪ هنيو جو سندن بہ اڌ ٿي ويا. الله ڪين ٻنهي ٻانهن جي بدلي ۾ جنت ۾ ٻہ پر ڏنا، جن سان اهي جتي وڻين، اتي اڏامي وڃن ٿا. ان ڪري سندن لقب جعفر طيار ۽ جعفر ذوالجناحين پئجي ويا. (طيار جي معنيٰ اڏامندڙ ۽ ذوالجناحين معنيٰ ٻن پرن وارو)

امام بخاريءَ، نافع جي واسطي سان ابن عمر ﷛ جي روايت ڏني آهي تہ: " مون موتہ واري جنگ ڪانپوءِ **حضرت جعفر** ﷛ جي شهادت ڪانپوءِ سندن ويجهو بيهي سندن جسم تي لڳل نيزن ۽ تلوارن جا پنجاهہ گهاءَ ڳڻيا، انهن مان ڪوبہ پٺيءَ تي لڳل ڪونہ هو."[1]

هڪ ٻي روايت ۾ ابن عمر ﷛ کان هيءُ بيان آيل آهي تہ آئون بہ هن جنگ ۾ مسلمانن سان گڏ هوس. اسان جعفر بن ابي طالب ﷛ کي ڳولهيو تہ ڪين شهيدن ۾ ڏٺو ۽ سندن جسم تي نيزن ۽ تيرن جا نوي کان وڌيڪ گهاءَ ڏٺاسين.[2] نافع ﷛ کان آيل روايت ۾ ايترو واڌارو ٿيل آهي تہ "اسان اهي سڀ گهاءَ سندن جسم جي اڳئين حصي تي ڏٺا."[3]

اهڙيءَ طرح جانبازيءَ سان وڙهندي **حضرت جعفر** ﷛ جي شهادت ماڻڻ ڪانپوءِ **حضرت عبدالله بن رواحہ** ﷛ جهنڊو کنيو ۽ پنهنجي گهوڙي تي چڙهي اڳتي وڌيو ۽ پنهنجو پاڻ کي ويڙهہ لاءِ تيار ڪرڻ لڳو، پر پاڻ ٿورو هٻڪيو پئي، ٿورو ترسيو بہ، پر نيٺ چيائين تہ:

أَقْسَمْتُ يَا نَفْسُ لَتَنْزِلَنّهْ ... كارهة أو لتطاوعنه
إنْ أَجْلَبَ النّاسُ وَشَدّوا الرّنّهْ ... مَالِي أَرَاكِ تَكْرَهِينَ الْجَنّهْ

---

1 - صحيح بخاري (611/2).

2 - صحيح بخاري (611/2).

3 - فتح الباري (512/7) بظاهر تہ ٻنهي روايتن ۾ فرق آهي پر تطبيق اها ڪئي ٿي وڃي تہ تيرن جا گهاءَ ملائڻ سان تعداد وڌيو وڃي (ڏسو فتح الباري).

"اي نفس! توکي قسم آهي تہ تون ضرور دشمن جي مقابلي ۾ اچ. چاهي خوشيءَ سان اچين يا بيدليءَ سان، ماڻهو جيڪڏهن جنگ جوٽيو بيٺا آهن ۽ نيزا اپا ڪريو بيٺا آهن تہ پوءِ آئون توکي ڇو پيو جنت کان لهرائيندي ڏسان.

ان کانپوءِ پاڻ مقابلي تي لهي پيا ايتري ۾ سندن سوٽ هڪ ماس لڳل هڏي کڻي آيو ۽ چيائين تہ: "هن سان ڪجهہ هانءَ جو جهلو ڪري وٺ، ڇو تہ اڄ ڪلهہ تون ڏکين حالتن کي منهن ڏئي رهيو آهين." هن هڏي ونئي هڪ چڪ هنيو ۽ پوءِ اڇلائي، تلوار جهلي اڳتي وڌيو ۽ وڙهندي وڙهندي شهيد ٿي ويو.

**جهنڊو الله جي تلوارن مان هڪ تلوار جي هٿ ۾**:- ان مهل بنو عجلان قبيلي جي ثابت بن ارقم ﷛ نالي هڪ اصحابيءَ جهٽ هڻي جهنڊو کنيو ۽ چيو تہ: مسلمانو! پاڻ مان ڪنهن کي سپهہ سالار ناهيو. اصحابي سڳورن رضي الله عنهم چيو تہ: توهان ئي اهو ڪم ڪريو. هن چيو تہ: مون کان اهو ڪم زور آهي. تنهن تي اصحابي سڳورن رضي الله عنهم، حضرت خالد بن وليد ﷛ کي چونڊيو ۽ ان جهنڊو کڻندي ئي ڇتي ويڙهہ شروع ڪري ڏني. جيئن صحيح بخاريءَ ۾ خالد بن وليد ﷛ جي زباني آيل آهي تہ موتہ واري جنگ جي ڏينهن منهنجي هٿ جون نوَ تلوارون ٽٽيون هيون. پڇاڙيءَ ۾ مون وٽ رڳو هڪ يمني بانا (ننڍڙي تلوار) وڃي بچي.(1) هڪ ٻي روايت ۾ سندن بيان هن طرح آيل آهي تہ منهنجي هٿان موتہ واري جنگ جي ڏينهن نوَ تلوارون ٽٽي ويون ۽ هڪ يمني بانا منهنجي هٿ ۾ چنبڙي پئي.(2)

هوڏانهن پاڻ سڳورن ﷺ، موتہ واري جنگ جي ڏينهن بنا ڪنهن خبر پهچڻ جي وحيءَ وسيلي ٻڌايو تہ جهنڊو زيد ﷛ کنيو ۽ اهو شهيد ٿي ويو. پوءِ جعفر ﷛ کنيو اهو بہ شهيد ٿي ويو. پوءِ ابن رواحہ ﷛ کنيو اهو بہ شهيد ٿي ويو. (اوڏي مهل پاڻ سڳورن ﷺ جون اکيون لڙڪ وهائي رهيون هيون.) نيٺ جهنڊو الله جي تلوارن مان هڪ تلوار جهليو (۽ اهڙي جنگ ڪئي جو) الله ان کي سوڀارو ڪيو.

**جنگ جي پڇاڙي**:- ڏاڍي دليري ۽ بهادري سان وڙهڻ کانپوءِ بہ مسلمانن جي ننڍڙي لشڪر جو رومين جي هيڏي وڏي سمنڊ آڏو پير ڄمائي بيهڻ اڻ ٿيڻي ڳالهہ هئي، تنهنڪري هن نازڪ مرحلي ۾ حضرت خالد بن وليد ﷛ مسلمانن کي هن گند مان ڪڍڻ لاءِ پنهنجي مهارت ۽ حد کان وڌيڪ هنرمنديءَ جو مظاهرو ڪيو.

---

1 - صحيح بخاري (611/2).

2 - صحيح بخاري (611/2).

هن جهڙپ جي پڇاڙيءَ بابت روايتن ۾ ڏاڍو اختلاف آهي. سڀني روايتن تي نظر وجهڻ کانپوءِ اها ڳالهه سمجهه ۾ اچي ٿي ته جنگ جي پهرئين ڏينهن حضرت خالد رضي الله عنه سڄو ڏينهن رومين سان مهاڏو اٽڪائي بيٺو رهيو پر پاڻ کنهن اهڙي جنگي چال جي گهرج محسوس ڪري رهيو هو، جنهن سان رومين کي ايترو ڊيڄاري ڇڏجي جو مسلمان ڪاميابيءَ سان پٺيان هٽي وڃن ۽ هو پٺيان لڳڻ جي همت به نه ڪري سگهن. حضرت خالد رضي الله عنه ڄاڻتو ٿي ته جيڪڏهن مسلمانن پويان پير ڪيا ۽ رومي سندن پويان لڳا ته مسلمانن لاءِ سندن ڇنبي مان نڪرڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي پوندو.

پوءِ جڏهن ٻيو ڏينهن ٿيو ته **حضرت خالد** رضي الله عنه لشڪر ۾ ڦيرڦار ڪري نئي ترتيب جوڙي، مقدمي کي ساقه ۽ ميمنه کي ميسره ۽ ميسره کي ميمنه جي جڳهه تي رکيائون. اها حالت ڏسي دشمن ڇرڪي ويو ۽ چوڻ لڳو ته انهن کي مدد پهچي وئي آهي. مطلب ته رومين کي شروع کان ئي ڊپ ورائي ويو. پوءِ جڏهن ٻئي لشڪر آمهون سامهون ٿيا ۽ ٿوري جهڙپ ٿي چڪي ته **حضرت خالد** رضي الله عنه لشڪر ۾ افراتفري ڦهلجڻ کانسواءِ مسلمانن کي ٿورو ٿورو پٺيان هٽائڻ شروع ڪيو، پر رومين ان ڊپ کان پيڇو نه ڪيو ته مسلمان دوکو پيا ڏين ۽ ڪنهن ريت کين رڻ پٽ ۾ اندر وٺي وڃڻ گهرن ٿا. ان جو نتيجو اهو نڪتو ته دشمن پنهنجي علائقي ۾ موٽي ويا ۽ مسلمانن جي پويان لڳڻ جو خيال به دل ۾ نه آندائون. هوڏانهن مسلمان ڪاميابيءَ ۽ سلامتيءَ سان پٺتي هٽيا ۽ مديني موٽي آيا.[1]

**ٻنهي ڌرين جا مارجي ويل:-** هن جنگ ۾ ٻارنهن مسلمان شهيد ٿيا. رومين جي مئلن جي خبر ڪانه پئجي سگهي، باقي جنگ جي تفصيل مان پتو پوي ٿو ته انهن جو چڱو خاصو تعداد مارجي ويو هو. اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته جڏهن اڪيلي **حضرت خالد** رضي الله عنه جن جي هٿن ۾ نوَ تلوارون ٽٽيون هيون ته اهڙيءَ صورت ۾ مئلن ۽ گهايلن جو تعداد ڪيترو ٿيو هوندو.

**هن جهڙپ جو اثر:-** هن جهڙپ جون سختيون جنهن پلاند وٺڻ لاءِ سٺيون ويون هيون، جيتوڻيڪ مسلمان اهو پلاند نه وٺي سگهيا پر هن جهڙپ جي ڪري مسلمانن جي شهرت ۽ ساک کي چار چنڊ لڳي ويا. سڄي عربستان کي ڏنڊين آڱريون اچي ويون، ڇو ته رومين کي هن ڌرتيءَ جي سڀ کان وڏي طاقت سمجهيو ويندو هو. عرب سمجهندا هئا ته انهن سان مهاڏو اٽڪائڻ خودڪشي ڪرڻ جي برابر آهي، ان ڪري ٽن هزارن جي معمولي لشڪر جو ٻن لکن جي وڏي لشڪر سان ٽڪرائڻ کانپوءِ ڪو وڏو نقصان سهڻ کانسواءِ موٽي اچڻ، ڪنهن اڻ ٿيڻيءَ وانگر ٿي هو. ان سان اها حقيقت به پڌري ٿي پئي ته عرب اڄ تائين جن ماڻهن کي ڄاڻندا سڃاڻندا هئا مسلمان انهن سڀني کان الڳ آهن. اهي الله پاران تائيد ڪيل ۽ سوڀارا ڪيل آهن ۽ سندن اڳواڻ سچ پچ الله جو رسول آهي. ان ڪري اسين ڏسون

---

[1] - فتح الباري (7/513، 514) – زاد المعاد (2/156).

ٿا تہ اهي ضدي قبيلا جيڪي مسلمانن سان لاڳيتو وڙهي رهيا هئا، هن جهڙپ کانپوءِ اسلام ڏانهن جهڪي ويا. جهڙوڪ بنو سليم، اشجع، ذبيان، غطفان ۽ فزاره وغيره قبيلن اسلام قبولي ورتو.

اها ئي جهڙپ آهي، جنهن سان رومين سان خوني ٽڪراءَ جي شروعات ٿي، جيڪو اڳتي هلي رومي ملڪن کي فتح ڪرڻ ۽ ڏورانهن علائقن تي اسلامي راڄ قائم ٿيڻ جو سبب بڻيو.

**ذات السلاسل وارو سريو:-** جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ کي موتہ واري جهڙپ دوران شام ۾ مشارف منجهہ رهندڙ عرب قبيلن بابت پتو پيو تہ اهي مسلمانن سان وڙهڻ لاءِ رومين جي جهنڊي هيٺ گڏ ٿي ويا هئا تہ پاڻ سڳورن ﷺ کي اهڙي حڪمت عملي جوڙڻ جي گهرج محسوس ٿي، جنهن سان هڪ پاسي تہ انهن عرب قبيلن ۽ رومين ۾ ويڇو وجهي ڇڏجي ۽ ٻئي پاسي خود مسلمانن سان ئي سندن دوستي ٿي وڃي تہ جيئن ٻيهر ان علائقي ۾ مسلمانن جي خلاف ايڏو وڏو ميڙ گڏ نہ ٿي سگهي.

ان مقصد لاءِ پاڻ سڳورن ﷺ، **حضرت عمرو بن عاص** ﷛ کي چونڊيو، ڇاڪاڻ تہ سندن ڏاڏي "بلي" قبيلي جي هئي. تنهن ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ موتہ واري جنگ کان **جلد** پوءِ يعني جمادي **الآخر** 8 ھ ۾ ساڻن دوستيءَ جو ناتو وڌائڻ لاءِ **حضرت عمرو بن عاص** ﷛ کي انهن ڏانهن موڪليو. چيو وڃي ٿو تہ خابرن اهو چاڻ بہ ڏنو هو تہ بنو قضاعہ، مديني جي پرپاسي تي ڪاهڻ لاءِ فوج گڏ ڪري رکي آهي، تنهنڪري پاڻ سڳورن ﷺ، **حضرت عمرو بن عاص** ﷛ کي ان پاسي موڪليو. ٿي سگهي ٿو تہ ٻئي سبب گڏ ڪيا ويا هجن.

مطلب تہ پاڻ سڳورن ﷺ، **حضرت عمرو بن عاص** ﷛ لاءِ هڪ اڇو جهنڊو تيار ڪيو ۽ ان سان گڏ ڪاريون جهنڊيون بہ ڏنيون ۽ سندن هٿ هيٺ ٽي سؤ وڏن وڏن مهاجر ۽ انصاري صحابن جو جٿو ڏئي کين روانو ڪيو. انهن وٽ ٽيهہ گهوڙا بہ هئا. پاڻ سڳورن ﷺ حڪم ڏنو تہ بلي ۽ عذره ۽ بلقين قبيلن جي جن بہ ماڻهن وٽان لنگهو ڪانئن مدد گهرو. اهي رات جو سفر ڪندا هئا ۽ ڏينهن جو لڪي ويندا هئا. جڏهن دشمنن جي ويجهو پهتا تہ خبر پين تہ انهن جو وڏو ميڙو لڳو پيو آهي. ان ڪري **حضرت عمرو** ﷛، **حضرت رافع بن مڪيث جهني** ﷛ کي مدد ونڻ لاءِ پاڻ سڳورن ﷺ ڏانهن موڪليو. پاڻ سڳورن ﷺ، **حضرت ابو عبيدة بن جراح** ﷛ کي جهنڊو ڏئي بہ سؤ ڄڻن جو جٿو موڪليو. جنهن ۾ وڏا وڏا اصحابي سڳورا جهڙوڪ **حضرت ابوبڪر** ۽ عمر ﷛ ۽ انصارين جا مک اڳواڻ بہ هئا. **حضرت ابو عبيدة** ﷛ کي حڪم ڪيو ويو تہ عمرو بن عاص ﷛ سان وڃي ملن ۽ ٻئي گڏجي ڪم ڪن ۽ اختلاف نہ ڪن. اتي پهچڻ ڪانپوءِ (هڪ پيري نماز ۾ ) **حضرت ابو عبيدة** ﷛ امامت ڪرڻ گهري تنهن تي **حضرت عمرو** ﷛ چيو تہ: "توهان مون وٽ مدد ڏيڻ لاءِ

آيا آهيو امير آئون آهيان." ابو عبيدة ﷛ سندن ڳالھ مڃي ۽ نماز حضرت عمرو ﷛ ئي پڙهائيندو رهيو.

مدد پهچڻ کانپوءِ هيءُ لشڪر وڏيڪ اڳتي وڌي قضاعہ جي علائقي ۾ گهڙي ويو ۽ ان علائقي کي لتاڙيندي علائقي جي پڇاڙي جي پٺئين پاسي وڃي نڪتو جتي هڪ لشڪر سندن سامهون اچي ويو پر جڏهن ان تي مسلمانن حملو ڪيو تہ ماڻهو هيڏانهن هوڏانهن ڇڙوڇڙ ٿي ڀڄي ويا.

ان کانپوءِ عوف بن مالڪ اشجعي ﷛ کي قاصد ڪري پاڻ سڳورن ﷺ وٽ موڪليو ويو. جنهن اچي مسلمانن جي خير خبر ڏني ۽ جنگ جو تفصيل ٻڌايو.

ذات السلاسل (پهرين سين کي زبر يا پيش، ٻنهي سان پڙهڻ صحيح آهي.) وادي القريٰ کان اڳيان هڪ علائقي جو نالو آهي. هتان کان مدينو ڏهن ڏينهن جي پنڌ تي آهي. ابن اسحاق ﷫ جو بيان آهي تہ مسلمان، جذام قبيلي جي علائقي ۾ وَهندڙ سلسل نالي هڪ چشمي وٽ لٿا هئا. ان ڪري هن مهم جو نالو ذات السلاسل پئجي ويو.[1]

**خضره وارو سريو (شعبان 8 هـ)**:- هن سريي جو ڪارڻ اهو هو تہ نجد ۾ محارب قبيلي جي علائقي ۾ خضره نالي هڪ جڳھ تي بنو غطفان وارا لشڪر گڏ ڪري رهيا هئا. تنهنڪري کين سيکت ڏيڻ لاءِ پاڻ سڳورنﷺ، حضرت ابوقتادة ﷛ کي پندرنهن ڄڻا ڏئي موڪليو. انهن دشمنن جي گهڻن ئي ماڻهن کي ماريو پڪڙيو ۽ غنيمت جو مال هٿ ڪيو. ان مهم ۾ اهي پندرنهن ڏينهن مديني کان ٻاهر رهيا.[2]

*-*-*

[1] - ابن هشام (623/2 _ 626) - زاد المعاد (157/2).

[2] - رحمة للعالمين (233/2) - تلقيح الفهوم (ص:33).

# مڪي جي فتح

امام ابن قيم لکي ٿو هيءَ اها وڏي سوڀ آهي، جنهن سان الله تعاليٰ پنهنجي دين، پنهنجي رسول، پنهنجي لشڪر ۽ پنهنجي امانتدار گروهہ کي عزت بخشي ۽ پنهنجي شهر ۽ پنهنجي گهر کي جنهن کي دنيا وارن لاءِ هدايت جو سرچشمو ڪيو اٿس، مشرڪن ۽ ڪافرن کان آجو ڪرايو. هيءَ سوڀ ماڻهن سان آسمان جا رهاڪو بہ ٺڙي پيا. هن سوڀ جي ڪارڻ ئي ماڻهو الله جي دين ۾ بي حساب داخل ٿي پيا ۽ ڌرتي جو چهرو سهائي ۽ سوجهري جا چمڪاٽ ڪرڻ لڳو.([1])

**مڪي تي چڙهائيءَ جو ڪارڻ:-** حديبيہ واري ناهہ جي سلسلي ۾ اسين ٻڌائي آيا آهيون تہ هن ناهہ جو هڪ نقطو اهو بہ هو تہ جيڪو بہ محمد ﷺ جو حليف ٿيڻ چاهيندو ٿي ويندو ۽ جيڪو بہ قريشن جو حليف ٿيڻ چاهيندو اهو تہ انهن جو ٿيندو ۽ جيڪو قبيلو جنهن ڌر سان گڏبو ان منجهان ئي ليکيو ويندو، تنهنڪري اهڙي ڪنهن بہ قبيلي تي جيڪڏهن حملو يا ڪا جٺ ڪئي ويندي تہ اهو ان ڌر تي حملو يا جٺ سمجهي ويندي.

هن شرط مطابق بنو خزاعہ پاڻ سڳورن ﷺ جا حليف ٿيا ۽ بنو بڪر وارا قريشن جا. اهڙيءَ طرح ٻئي قبيلا هڪٻئي کان محفوظ ۽ بي خوف ٿي ويا، پر جيئن تہ انهن ٻنهي قبيلن ۾ جاهليت جي ڏينهن کان دشمني ۽ جهڳڙو هلندڙ هو، ان ڪري اسلام اتي پهتو ۽ حديبيہ واري ناهہ ڪانپوءِ جڏهن ٻنهي ڌرين سک جو ساهہ کنيو تہ بنو بڪر وارن وجهہ وٺي، بنو خزاعہ کان پراڻو پلاند ڪرڻ چاهيو ۽ نوفل بن معاويہ ديليءَ، بنوبڪر جي هڪ ٽولي سان، شعبان 8 هہ ۾ بنو خزاعہ تي رات جي اونده ۾ حملو ڪيو. ان مهل بنو خزاعہ، وتير نالي هڪ چشمي وٽ لٿل هئا. سندن گهڻا ماڻهو مارجي ويا. ڪجهہ جهڙپون ۽ ويڙهہ بہ ٿي. هوڏانهن قريشن نہ صرف هن حملي ۾ بنو بڪر کي هٿيارن جي مدد ڏني، پر سندن ڪجهہ ماڻهو رات جي اونده جو فائدو وٺي ويڙهہ ۾ شامل بہ ٿيا. بهرحال حملو ڪندڙ بنو خزاعہ کي ڌڪي حرم تائين وٺي آيا. حرم ۾ پهچي بنو بڪر وارن چيو تہ: "اي نوفل! هاڻي اسين حرم ۾ گهڙي آيا آهيون. تنهنجو الہ تنهنجو الہ..."(**يعني توکي تنهنجي الله جو واسطو آهي**) ان تي نوفل وراڻيءَ ۾ هڪ وڏي ڳالهہ چئي تہ: " بنو بڪر! اڄ ڪوبہ الہ ڪونهي، پنهنجو پلاند پورو ڪريو. منهنجي سر جو قسم! توهان جيڪڏهن حرم ۾ چوري ڪري سگهو ٿا تہ ڇا حرم ۾ پنهنجو پلاند نٿا وٺي سگهو!"

---

[1] - زاد المعاد (160/2).

هوڏانهن بنوخزاعہ مڪي پهچي بديل بن ورقاءَ خزاعي ۽ پنهنجي هڪ آزاد ڪيل غلام رافع جي گهرن ۾ پناهہ ورتي ۽ عمرو بن سالم خزاعي اتان نڪري **جلد** مديني روانو ٿيو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهچي سامهون بيهي رهيو. ان مهل پاڻ سڳورا ﷺ مسجد نبويءَ ۾ اصحابي سڳورن جي وچ ۾ ويٺا هئا. عمرو بن سالم چيو تہ:

يَا رَبِّ إنّي نَاشِدٌ مُحَمّدًا     حِلْفَ أَبِينَا وَأَبِيهِ الْأَتْلَدَا
قَدْ كُنْتُمْ وُلْدًا وَكُنّا وَالِدَا     ثُمّةَ أَسْلَمْنَا فَلَمْ نَنْزِعْ يَدَا
فَانْصُرْ هَدَاكَ اللّهُ نَصْرًا أَيّدَا     وَادْعُ عِبَادَ اللّهِ يَأْتُوا مَدَدَا
فِيهِمْ رَسُولُ اللّهِ قَدْ تَجَرّدَا     أَبْيَضَ مِثْلَ الْبَدْرِ يَسْمُو صُعُدَا
إنْ سِيمَ خَسْفًا وَجْهُهُ تَرَبّدَا     فِي فَيْلَقٍ كَالْبَحْرِ يَجْرِي مُزْبِدًا
إنّ قُرَيْشًا أَخْلَفُوك الْمَوْعِدَا     وَنَقَضُوا مِيثَاقَك الْمُوَكّدَا
وَجَعَلُوا لِي فِي كَدَاءٍ رُصّدَا     وَزَعَمُوا أَنْ لَسْتُ أَدْعُو أَحَدَا
وَهُمْ أَذَلّ وَأَقَلّ عَدَدَا     هُمْ بَيّتُونَا بِالْوَتِيرِ هُجّدًا
وَقَتَلُونَا رُكّعًا وَسُجّدَا

" اي پالڻهار! آئون محمد ﷺ آڏو سندن عهد ۽ سندن والد جي پراڻي عهد جي فرياد ڪريان ٿو. توهان اولاد هئا ۽ اسين ڄڻڻ وارا، پوءِ اسان توهان جي تابعداري اختيار ڪئي ۽ ڪڏهن بہ هٿ نہ روڪيا الله تعاليٰ توهان کي هدايت ڏي، توهان اسان جي ڀرپور مدد ڪيو ۽ الله جي ٻانهن کي بہ سڏيو تہ اهي بہ مدد لاءِ ايندا. انهن ۾ الله جو رسول ﷺ جوڌهينءَ جي چنڊ وانگر نروار هوندو. جيڪڏهن انهن تي ظلم ڪيو وڃي ۽ انهن جي توهين ڪئي وڃي تہ سندن منهن ڳاڙهو ٿيو وڃي. پاڻﷺ هڪ اهڙي لشڪر سان نروار ٿيندا، جيڪو سمنڊ وانگر ڇوليون هڻي رهيو هوندو. بيشڪ قريشن ناهہ جي خلاف ورزي ڪئي آهي ۽ توهان جو هڪ مضبوط ناهہ ٽوڙيو آهي. اهي مون لاءِ ڪداءَ ۾ گهات هڻي ويٺا ۽ سمجهيائون تہ آئون ڪنهن کي مدد لاءِ نہ سڏي سگهندس اهي وڏا ڪمينا ۽ تعداد ۾ گهٽ آهن. انهن وتير تي رات وچ ۾ حملو ڪيو ۽ اسان کي رکوع ۽ سجدي جي حالت ۾ قتل ڪيو. (يعني اسين مسلمان هئاسين ان ڪري اسان کي ماريو ويو)."

پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "اي عمرو بن سالم تنهنجي مدد ڪئي وئي." ان ڪانپوءِ آسمان تي هڪڙو ڪڪر جو ٽڪرو ڏسڻ ۾ آيو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "هي ڪڪر بنو ڪعب جي مدد جي بشارت ڏئي رهيو آهي."

ان کانپوءِ بديل بن ورقاءَ خزاعيءَ جي اڳواڻيءَ ۾ بنو خزاعہ جو هڪ ميڙ مديني ۾ پهتو. انهن پاڻ سڳورن ﷺ کي ٻڌايو تہ کهڙا کهڙا ماڻهو مارجي ويا ۽ کهڙيءَ طرح قريشن، بنو بڪر جي مدد ڪئي هئي. ان کانپوءِ اهي مڪي موٽي ويا.

**ناهہ جي تجديد لاءِ ابوسفيان مديني ۾:-** ان ۾ شڪ ڪونهي تہ قريشن ۽ سندن حليفن جيڪي ڪجهہ ڪيو، اها سنئين سڌي دوکي بازي هئي. قريشن کي بہ جلد ئي پنهنجي بدعهديءَ جو احساس ٿي ويو ۽ انهن حالتن جي سنگينيءَ کي ڏسندي صلاح مشوري لاءِ گڏجاڻي ڪوٺائي، جنهن ۾ طئہ ڪيو ويو تہ اهي پنهنجي سالار ابوسفيان کي پنهنجو عيوضي ڪري ناهہ جي تجديد لاءِ مديني موڪليندا.

هئي پاسي پاڻ سڳورن ﷺ، اصحابي سڳورن کي ٻڌايو تہ قريش پنهنجي بدعهديءَ کانپوءِ هاڻي ڇا ڪرڻ وارا آهن. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "ڄڻ تہ آئون ابوسفيان کي پيو ڏسان تہ اهو ٻيهر ناهہ کي پڪو ڪرڻ ۽ ناهہ جو مدو وڌائڻ لاءِ اچي ويو آهي."

ٻئي پاسي ابوسفيان رٿا مطابق روانو ٿي عسفان پهتو تہ بديل بن ورقاءَ سان ملاقات ٿيس. بديل، مديني کان مڪي واپس پئي آيو. ابوسفيان سمجهي ويو تہ هو پاڻ سڳورن ﷺ وٽان پيو اچي. پڇيائين تہ بديل! ڪٿان پيو اچين؟ بديل چيو تہ آئون خزاعہ وارن سان گڏ ٻئي پر واري واديءَ ۾ ويو هوس. پڇيائين تہ ڇا تون محمد ﷺ وٽ نہ ويو هئين؟ بديل چيو تہ "نہ"

پر جڏهن بديل مڪي ڏانهن روانو ٿيو تہ ابوسفيان چيو تہ: جي هو مديني ويو هوندو تہ اتي (پنهنجي اٺن کي) کجيءَ جون ککڙيون کارايون هوندائين. ان ڪري ابوسفيان ان جڳهہ تي ويو، جتي بديل پنهنجو اٺ ويهاريو هو ۽ ان جو ليڏوڻو پڃي ڏٺائين تہ ان ۾ کجيءَ جي ککڙي ڏسڻ ۾ آيس. ابوسفيان چيو تہ "آئون الله جو قسم کڻي چوان ٿو تہ بديل، محمد ﷺ وٽ ويو هو."

بهرحال ابوسفيان مديني پهتو ۽ پنهنجي نياڻي ام المؤمنين بيبي اُم حبيبہ رضي الله عنها جي گهر ويو. جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ جي هنڌ تي ويهڻ چاهيائين تہ بيبي سڳوريءَ هنڌ ويڙهي ڇڏيو. ابوسفيان چيو تہ "ڌيءُ! تون هن هنڌ کي منهنجي لائق نٿي سمجهين يا مون کي هن هنڌ جي لائق نٿي سمجهين؟" ان فرمايو تہ " هي الله جي رسول ﷺ جو بستر آهي ۽ توهان ناپاڪ مشرڪ آهيو." ابوسفيان چيو تہ "الله جو قسم! تو ۾ اها ڏنگائي، مون کان ڌار ٿيڻ کانپوءِ آئي آهي."

پوءِ ابوسفيان اتان نڪري پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهتو ۽ ساڻن ڳالهہ ٻول ڪرڻ چاهيائين. پاڻ سڳورن ﷺ کيس ڪابہ ورندي ڪانہ ڏني.ان کانپوءِ حضرت ابوبڪر رضي الله عنه وٽ ويو ۽ ان کي چيائين تہ هو پاڻ سڳورن ﷺ سان ڳالهائي. ان وراڻيو تہ "آئون ائين نٿو ڪري سگهان." ان کانپوءِ حضرت

عمر ﷺ جن وٽ پهتو ۽ ساڻن ڳالهايائين. انهن جواب ڏنو تہ: "آئون توهان جهڙن ماڻهن لاءِ پاڻ سڳورن ﷺ کي سفارش ڪندس! الله جو قسم! تہ جيڪڏهن مون وٽ هڪ لڪڻ ڪانسواءِ ڪجهہ بہ نہ هجي تہ آئون ان سان ئي توهان جهڙن ماڻهن سان جهاد ڪريان. ان ڪانپوءِ هو **حضرت علي بن ابي طالب** ﷺ وٽ پهتو. اتي بيبي فاطمہ رضي الله عنها بہ ويٺل هئي ۽ امام حسن ﷺ بہ، جيڪو اجا ننڍڙو ٻار هو ۽ ريڙهيون پائي هلي رهيو هو. ابوسفيان چيو تہ "اي علي ﷺ! منهنجو توسان سيني ڪان ويجهو نسبي لاڳاپو آهي. آئون هڪڙي ڪم سان آيو آهيان. ائين نہ ٿئي تہ جيئن خالي هٿين آيو هوس، تيئن ئي خالي هٿين وڃڻو پوي. تون مون لاءِ محمد ﷺ کي سفارش ڪر." **حضرت علي** ﷺ فرمايو تہ "ابوسفيان! مون کي توتي ڏاڍو ڏک پيو ٿئي. پاڻ سڳورن ﷺ هڪ ڳالهہ جو پڪو پهہ ڪري ڇڏيو آهي. اسين هاڻي ان باري ۾ ساڻن ڪابہ ڳالهہ نٿا ڪري سگهون." ان ڪانپوءِ هن بيبي فاطمہ رضي الله عنها ڏي منهن ڪري چيو تہ "ڇا توهان ائين ڪري سگهو ٿيون جو پنهنجي هن پٽ کي حڪم ڪريو تہ هيءُ ماڻهن جي وچ ۾ پناهہ ڏيڻ جو اعلان ڪري سدائين لاءِ عربن جو سردار ٿي وڃي؟ بيبي سڳوري رضي الله عنها فرمايو تہ "والله! منهنجو پٽ اجا ايڏو ڪونہ ٿيو آهي جو ماڻهن کي پناهہ ڏيندو وتي. هونئن بہ رسول الله ﷺ جي هوندي ٻيو ڪو پناهہ ڏئي بہ نٿو سگهي."

سفارتي ڪوششون ناڪام ٿيڻ تي ابوسفيان جي اکين آڏو اوندهہ ڇانئجي وئي. هن حضرت علي ﷺ کي گهبراهٽ، بي چيني ۽ مايوسيءَ جي حالت ۾ چيو تہ: "ابوالحسن! آئون ڏسان پيو تہ ڳالهہ ڳري ٿي وئي آهي، تنهنڪري مون کي ڪا واٽ ڏس." علي ﷺ چيو تہ: "الله جو قسم! آئون تنهنجي لاءِ ڪجهہ بہ نٿو ڪري سگهان. باقي تون بہ بنو ڪنانہ جو سردار آهين، تنهنڪري تون پاڻ ماڻهن جي وچ ۾ بيهي امان جو اعلان ڪري ڇڏ، ان ڪانپوءِ پنهنجي شهر موٽي وڃ."

ابوسفيان چيو تہ: " ڇا تنهنجي خيال ۾ اهو مون لاءِ صحيح ٿيندو؟" علي ﷺ فرمايو تہ "نہ" آئون ان کي ڪارآمد تہ نٿو سمجهان، پر ان ڪانسواءِ ٻيو ڪو چارو بہ تہ نٿو ڏسڻ ۾ اچي. ان ڪانپوءِ ابوسفيان مسجد ۾ بيهي اعلان ڪيو تہ " آئون توهان جي آڏو امان جو اعلان ڪريان ٿو." پوءِ پنهنجي اٺ تي چڙهي مڪي ويو هليو.

قريشن وٽ پهتو تہ انهن خبرچار پڇيس. ابوسفيان چيو تہ "آئون محمد ﷺ وٽ ويس، ڳالهايومانس تہ هن ڪابہ ورندي ڪانہ ڏني. پوءِ ابو قحافہ جي پٽ وٽ ويس تہ ان مان بہ ڇڱائيءَ ڪانہ پاتيم. ان ڪانپوءِ عمر بن خطاب ﷺ وٽ ويس تہ کيس پنهنجو ڪٽر دشمن ڏٺم. پوءِ علي ﷺ وٽ ويس تہ اهو مڙئي نرم لڳو. هن مون کي هڪ صلاح ڏني ۽ مون ان تي عمل بہ ڪيو. نہ ڄاڻ اها

ڪارآمد بہ آهي يا نہ؟" ماڻهن پڇيس تہ اها ڪهڙي طرح هئي؟ ابوسفيان چيو تہ "اها صلاح اها هئي تہ آئون ماڻهن جي وچ ۾ بيهي امان جو اعلان ڪريان ۽ مون ائين ئي ڪيو."

قريشن چيو تہ: " پوءِ محمد ﷺ ان کي لاڳو ڪري ورتو؟" ابوسفيان چيو تہ: "نہ". ماڻهن چيس تہ "ناس ٿئين، هن (علي ﷜) توسان مذاق ڪيو هو." ابوسفيان چيو تہ "الله جو قسم ان کانسواءِ ٻيو ڪو چارو بہ ڪونہ هو."

**جنگ جون ڳجهيون تياريون:-** طبرانيءَ جي روايت مان پتو پوي ٿو تہ پاڻ سڳورن ﷺ ٽوڪي بازيءَ جي خبر پهچڻ کان ٽي ڏينهن اڳي ئي بيبي عائشہ رضي الله عنها کي حڪم ڏنو هو تہ پاڻ سڳورن ﷺ جو سامان تيار ڪيو وڃي، پر ڪنهن کي بہ خبر نہ پوي. ان کانپوءِ بيبي عائشہ رضي الله عنها وٽ حضرت ابوبڪر﷜ آيو تہ پڇيائين تہ ڌيءَ! ڇا جي پئي تياري ٿئي؟ انهن وراڻيو تہ: "والله! آئون نٿي ڄاڻان." حضرت ابوبڪر ﷜ چيو تہ "هي وقت بنو اصفر يعني رومين سان وڙهڻ جو ڪونهي پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جو ارادو ڪهڙي پاسي وڃڻ جو آهي؟" بيبي عائشہ رضي الله عنها وراڻيو تہ والله! آئون نٿي ڄاڻان. ٽئين ڏينهن عمرو بن سالم خزاعي چاليهہ سوار وٺي آيو ۽ يَا رَبِّ إِنِّي نَاشِدٌ مُحَمَّدًا...الخ وارا شعر پڙهيائين تہ ماڻهن کي پتو پئجي ويو تہ قريشن ٽوڪي بازي ڪئي آهي. ان کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جنگ لاءِ سنبرڻ جو حڪم ڪندي چيو تہ مکي هلڻو آهي ۽ گڏوگڏ دعا بہ گهريائون تہ اي الله! خابرن ۽ خبرن کي قريشن تائين پهچڻ کان روڪ تہ جيئن اسين ان علائقي ۾ سندن مٿان اوچتو وڃي ڪڙڪون.

پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ ڳالهہ لڪائڻ لاءِ رمضان 8 هہ جي شروع ۾ حضرت ابوقتادة بن ربعي﷜ جي اڳواڻيءَ ۾ اٺن ماڻهن تي ٻڌل هڪ سريو بطن اضم ڏانهن موڪليو. اها جڳهہ، ذي خشب ۽ ذي المروة جي وچ ۾ مديني کان اٽڪل ٽيهہ ميل پري آهي. مقصد اهو هو تہ سمجهڻ وارا سمجهن تہ پاڻ سڳورا ﷺ ان ئي علائقي ڏانهن ويندا ۽ اهڙا ئي افواهہ ڦهلجي بہ ويا پر جڏهن هيءُ سريو پنهنجي رٿيل جڳهہ تي پهتو تہ کين خبر ملي تہ پاڻ سڳورا ﷺ مکي ڏانهن روانا ٿي چڪا آهن. تنهن تي اهي بہ وڃي ساڻن مليا.[1]

---

[1] - اهو ئي سريو آهي، جنهن ۾ محلم بن جثامہ جي ملاقات عامر بن اضبط سان ٿي تہ عامل کيس سلام ڪيو، پر محلم بن جثامہ ڪنهن پراڻي رنجش ڪارڻ کين ماري وڌو ۽ سندن اٺ ۽ سامان تي قبضو ڪري ورتو. تنهن تي اها آيت لٿي تہ:
﴿وَلَا تَقُولُوا لِمَنْ أَلْقَى إِلَيْكُمُ السَّلَامَ لَسْتَ مُؤْمِنًا﴾(النساء) "جيڪو توهان کي سلام ڪري، ان کي نہ چئو تہ تون مومن ناهين."
ان کانپوءِ صحابہ سڳورا رضي الله عنهم، محلم کي پاڻ سڳورن ﷺ وٽ وٺي آيا تہ جيئن پاڻ سڳورا ﷺ ان لاءِ ڇوٽڪاري جي دعا ڪن پر جڏهن محلم، پاڻ سڳورن ﷺ آڏو پهتو تہ پاڻ سڳورن ﷺ ٽي ڀيرا فرمايو تہ: "اي الله! محلم کي نہ بخشجان. ان کانپوءِ محلم ڪپڙي جي پلئہ سان لڙڪ اگهندي اٿيو. ابن اسحاق جو بيان آهي تہ سندس قوم وارا چون ٿا تہ پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ سندس لاءِ ڇوٽڪاري جي دعا گهري هئي. ڏسو زاد المعاد (150/2) - ابن هشام (626/2، 627، 628).

هوڏانهن حاطب بن ابي بلتعہ ﷛ جن، قريشن کي هڪ چٺي لکي ڇاڻ ڏنو تہ پاڻ سڳورا ﷺ حملو ڪرڻ وارا آهن. انهن اها چٺي هڪ مائيءَ کي ڏني ۽ ان کي قريشن تائين پهچائڻ جو اجورو ڏنو. عورت، مٿي جي چوٽيءَ ۾ چٺي لڪائي نڪتي، پر پاڻ سڳورن ﷺ کي وحيءَ ذريعي حاطب ﷛ جي ان حرڪت جي خبر ڏني وئي. تنهن تي پاڻ سڳورن ﷺ، **حضرت علي**﷛، **حضرت مقداد** ﷛، **حضرت زبير** ﷛ ۽ ابو مرثد غنوي ﷛ کي اهو چئي موڪليو تہ "وڃو، روضہ خاخ پهچو. اتي هڪ هودج نشين عورت ملندي، جنهن وٽ قريشن لاءِ هڪ چٺي هوندي." اهي سڳورا گهوڙن تي چڙهي جلد نڪتا. اتي پهتا تہ عورت اتي ملين. تنهن کي هيٺ لهڻ جو چيائون ۽ پڇيائون تہ "تو وٽ ڪو خط آهي ڇا؟" هن چيو تہ " مون وٽ ڪوبہ خط ڪونهي." انهن سڄي ڪجاوي ۾ ڳولهيو پر ڪجهہ ڪونہ هٿ آيو. تنهن تي **حضرت علي** ﷛ کيس چيو تہ "آئون الله جو قسم! ڪٿي ٿو چوان تہ نہ ڪو پاڻ سڳورن ﷺ ڪوڙ ڳالهايو آهي ۽ نہ ئي اسين ڪوڙ ڳالهائي رهيا آهيون. هاڻي يا تہ تون خط ڪڍي ڏي يا وري اسين ٿا تنهنجي جهڙتي وٺون." جڏهن هن سندن ارادو پڪو ڏٺو تہ چيائين تہ: "ڇڱو پلا منهن ٻئي پاسي ڪريو." انهن، منهن ٻئي پاسي ڪيو تہ هن چوٽي کولي خط ڪڍي سندن حوالي ڪيو. اهي خط کڻي پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهتا. ڏٺائون تہ ان ۾ لکيل هو تہ (حاطب بن ابي بلتعہ پاران قريشن ڏانهن) پوءِ قريشن کي پاڻ سڳورن ﷺ جي نڪرڻ جي ڄاڻ ڏني ويئي هئي.([1]) واقديءَ پنهنجي هڪ مرسل سند سان روايت ڪئي آهي تہ حضرت حاطب﷛، سهيل بن عمرو، صفوان بن اُميہ ۽ عڪرمہ ڏانهن اهو لکيو هو تہ "پاڻ سڳورن ﷺ، جنگ جو اعلان ڪري ڇڏيو آهي ۽ آئون نٿو سمجهان تہ پاڻ سڳورن ﷺ توهان ڪانسواءِ ڪنهن ٻئي پاسي جو ارادو ڪيو هجي. آئون چاهيان ٿو تہ توهان تي منهنجو احسان هجي.([2])

پاڻ سڳورن ﷺ حاطب ﷛ کي سڏائي پڇيو تہ "حاطب ! هيءُ سڀ ڇا آهي؟" هن وراڻيو تہ يا رسول الله! مون بابت (راءِ قائم ڪرڻ ۾ ) تڪڙ نہ ڪريو. الله جو قسم! الله ۽ ان جي رسول تي منهنجو ايمان (پڪو) آهي. آئون نہ ڪو مرتد ٿيو آهيان ۽ نہ ئي ڦريو آهيان. ڳالهہ اها آهي تہ آئون قريشن منجهان ناهيان، پر ساٺن لاڳاپيل آهيان. منهنجا ٻار ٻچا اتي آهن، پر قريشن سان منهنجي مٽي مائٽي ڪانهي جو اهي منهنجن ٻارن ٻچن جي سار سنڀال ڪن. ان ڪري مون سوچيو تہ انهن تي هڪ احسان ڪري ڇڏيان، جنهن جي بدلي ۾ اهي منهنجن مائٽن جي پرگهور لهن. ان تي

---

[1] - سهيليءَ، ڪن تاريخن جي حوالي سان خط جي هيءَ لکت ڏني آهي تہ: "اما بعد! قريشيو! رسول الله ﷺ توهان ڏانهن ٻوڏ وانگر وڌندڙ لشڪر ڪاهيو پيا اچن ۽ الله جو قسم! جيڪڏهن اهي اڪيلا بہ توهان ڏانهن ڪاهيندا تہ الله سندن مدد ڪندو ۽ ساڻن ڪيل وعدو پورو ڪندو. تنهنڪري توهان پنهنجي باري ۾ سوچي وٺو. والسلام.

[2] - فتح الباري (521/7)

**حضرت عمر** ﷺ چيو تہ "يا رسول اللّٰه! مون کي ڇڏيو تہ هن جي سر اڏائي ڇڏيان. ڇوتہ هن اللّٰه ۽ ان جي رسول سان خيانت ڪئي آهي ۽ ڪپتيو(منافق) بڻجي ويو آهي. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "ڏس! هيءُ بدر واري جنگ ۾ حاضر رهي چڪو آهي ۽ عمر ﷺ! توکي ڪهڙي خبر؟ ٿي سگهي ٿو تہ اللّٰه تعاليٰ بدر وارن کي (جاچي پرکي پوءِ) چيو هجي تہ توهان کي جيڪي وڻي سو ڪريو. مون توهان کي بخشي ڇڏيو." اهو ٻڌي **حضرت عمر** ﷺ جون اکيون پرجي آيون ۽ **فرمايائين** تہ "اللّٰه ۽ سندس رسول ئي وڌيڪ ڄاڻن ٿا." ([1])

اهڙيءَ طرح اللّٰه تعاليٰ جاسوسن کي پڪڙائي وڌو ۽ مسلمانن جي جنگي تيارين جي خبر بہ قريشن کي نہ ملي.

**اسلامي لشڪر مڪي جي واٽ تي:-** 10 رمضان سن 8 هجري تي پاڻ سڳورا ﷺ مدينو ڇڏي مڪي ڏانهن وڌيا. پاڻ سڳورن ﷺ سان گڏ ڏهہ هزار اصحابي سڳورا **رضوان اللّٰه عليهم اجمعين** هئا. مديني جي واڳ ابو رهم غفاري ﷺ کي ڏني وئي.

جحفہ يا ان کان ٿورو اڳتي پاڻ سڳورن ﷺ جو چاچو **حضرت عباس** ﷺ اچي پهتو. ٻارن ٻچن سان هجرت ڪري آيو هو. وري اَبواء ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جو سوٽ ابوسفيان بن حارث ۽ ڦڦاٽ عبداللّٰه بن اُميہ مليا. پاڻ سڳورن ﷺ ٻنهي کي ڏسي منهن ڦيري ڇڏيو، ڇو تہ اهي ٻئي پاڻ سڳورنﷺ کي ڏاڍو تنگ ڪندا هئا ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي "هجو" ڪندا هئا. اهو ڏسي **حضرت ام سلمہ رضي اللّٰه عنها** چيو تہ ڪٿي ائين نہ ٿئي جو توهان جو سوٽ ۽ ڦڦاٽ ئي سڀ کان وڌيڪ نياڳا نڪرن! ٻئي پاسي **حضرت علي** ﷺ، ابوسفيان بن حارث کي سيکاريو تہ توهان پاڻ سڳورنﷺ وٽ وڃو ۽ اها ئي ڳالھ ڪريو، جيڪا **حضرت يوسف عليه السلام** جي ڀائرن ڪئي هئي تہ:

﴿تَاللَّهِ لَقَدْ آثَرَكَ اللَّهُ عَلَيْنَا وَإِنْ كُنَّا لَخَاطِئِينَ (91)﴾ (يوسف)

"اللّٰه جو قسم! بيشڪ اللّٰه اوهان کي اسان کان ڀلو ڪيو آهي ۽ بيشڪ اسين خطا ڪندڙ هئاسون."

ڇو تہ پاڻ سڳورن ﷺ کي اها ڳالھ نہ وڻندي تہ ڪنهن ٻئي جو جواب توهان کان ڀلو هجي. تنهن تي ابوسفيان بن حارث ائين ئي ڪيو، جنهن تي پاڻ سڳورن ﷺ هڪدم چيو تہ:

﴿لَا تَثْرِيبَ عَلَيْكُمُ الْيَوْمَ يَغْفِرُ اللَّهُ لَكُمْ وَهُوَ أَرْحَمُ الرَّاحِمِينَ (92)﴾ (يوسف)

---

[1] - صحيح بخاري (422/1، 612/2) . حضرت زبير ۽ حضرت ابو مرثد رضي اللّٰه عنهم جي نالن جو واڌارو صحيح بخاريءَ جي ڪن ٻين روايتن ۾ ٿيل آهي.

"اڄ اوهان تي ڪا ميار ڪانهي. الله! اوهان کي بخشيندو ۽ اهو (سيني) ٻاجهارن کان وڌيڪ ٻاجهارو آهي."

**تنهن تي ابو سفيان بن حارث پاڻ سڳورن ﷺ کي ڪجهه شعر ٻڌايا، جن مان ڪي هتي ڏجن ٿا.**

لَعَمْرُك إنّي حِينَ أَحْملُ رَايَةً   لِتَغْلبَ خَيْلُ اللّات خَيْلَ مُحَمّد
لَكَالْمُدْلجِ الْحَيْرَان أَظْلَمَ لَيْلُهُ   فَهَذَا أَوَاني حِينَ أُهْدَى فَأَهْتَدي
هَدَاني هَادٍ غَيْرُ نَفْسِي وَدَلّني   عَلَى اللّهِ مَنْ طَرّدْتُ كُلّ مُطَرّد

"تنهنجي ڄمار جو قسم! جنهن وقت مون ان لاءِ جهندو کنيو هو ته لات جا شهسوار محمد ﷺ جي شهسوارن تي غالب اچي وڃن ته منهنجي ڪيفيت ان رات جي مسافر جهڙي هئي جيڪو ڪاري اونداهي ۾ حيران ۽ وائڙو هجي. پر هاڻي وقت اچي ويو آهي جو مون کي هدايت ڏني وڃي ۽ آئون هدايت وارو ٿيان. مون کي منهنجي نفس بدران هڪ هاديءَ هدايت ڏني ۽ الله جو رستو ان ماڻهوءَ ٻڌايو جنهن کي مون هر موقعي تي ڌتڪاريو.

اهو ٻڌي پاڻ سڳورن ﷺ، سندس ڇاتيءَ تي ڌڪ هڻي فرمايو ته " تو مون کي هر موقعي تي ڌتڪاريو هو."([1])

**مرّالظهران ۾ اسلامي لشڪر جو لهڻ:-** پاڻ سڳورن ﷺ سفر جاري رکيو. پاڻ سڳورا ﷺ ۽ اصحابي سڳورا روزي ۾ هئا پر عسفان ۽ قديد جي وچ ۾ ڪديد نالي چشمي وٽ پهچي پاڻ سڳورن ﷺ روزو ٽوڙي ڇڏيو.([2]) ۽ ساڻن گڏ اصحابين سڳورن رضي الله عنهم به روزو ٽوڙي ڇڏيو. ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ وري سفر جاري رکيو. نيٺ رات جي پهرين پهرن ۾ مرّالظهران (فاطمه نالي وادي) پهچي لهي پيا. اتي پاڻ سڳورن ﷺ جي حڪم تي ماڻهن ڌار ڌار باهه ٻاري. اهڙيءَ طرح ڏهه هزار باهه جا مچ ٻاريا ويا. پاڻ سڳورن ﷺ، **حضرت عمر** رضي الله عنه کي پهري تي بيهاريو.

**ابوسفيان جو پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهچڻ:-** مرّالظهران ۾ خيما اڏي ويهڻ ڪانپوءِ **حضرت عباس** رضي الله عنه، پاڻ سڳورن ﷺ جي اڇي خچر تي چڙهي نڪتا. مقصد اهو هئن ته ڪو ڪاٺير يا ڪو ٻيو

---

[1] - وقت گذرڻ سان ابوسفيان جي اسلام ۾ خوبي آئي. چيو وڃي ٿو ته اسلام قبولڻ ڪانپوءِ شرم کان پاڻ سڳورن ﷺ آڏو ڪنڌ نه کڻندا هئا. پاڻ سڳورا ﷺ به کين چاهيندا هئا ۽ کين جنت جي بشارت ڏيندا هئا ۽ فرمائيندا هئا ته "مون کي اميد آهي ته هيءُ حمزة رضي الله عنه جو مٽ ثابت ٿيندو. جڏهن سندن وفات جو وقت ٿيو ته چوڻ لڳا ته مون لاءِ روئجو نه، ڇو ته اسلام قبولڻ ڪانپوءِ مون کان به گناهه جهڙي ڳالهه نه ڪئي آهي.
**زاد المعاد** (162/2، 163).

[2] - صحيح بخاري (613/2).

ماڻهو ملين تہ ان کي قريشن وٽ خبر ڏئي موڪلجي تہ جيئن مکي وارا پاڻ سڳورن ﷺ جي مکي ۾ گهڙڻ کان اڳ، پاڻ سڳورن وٽ اچي پناهہ گهرن.

ٻئي پاسي الله تعاليٰ قريشن کان سڀ خبرون روڪي ڇڏيون هيون. ان ڪري ڪين حالتن جي ڪابہ خبر چار نہ هئي. اهي ڏاڍا ڊنل هئا ۽ ابو سفيان ٻاهران خبرون آڻڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. تنهنڪري ان مهل بہ هو ۽ حڪيم بن حزام ۽ بديل بن ورقاء خبر وٺڻ لاءِ ٻاهر نڪتل هئا.

**حضرت عباس** رضي الله عنه جو بيان آهي تہ "آئون پاڻ سڳورن ﷺ جي خچر تي چڙهي وڃي رهيو هوس تہ مون ابوسفيان ۽ بديل بن ورقاء کي ڳالهائيندي ٻڌو. اهي پاڻ ۾ ڏي وٺ ڪري رهيا هئا. ابوسفيان پئي چيو تہ "الله جو قسم! مون اڄ کان پهرين اهڙي باهہ ۽ اهڙو لشڪر تہ ڪڏهن بہ ڪونہ ڏٺو" ۽ جواب ۾ بديل چئي رهيو هو تہ "الله جو قسم! اهي بنو خزاعہ آهن، جنگ انهن جا لاهہ ڪيي ڇڏيا آهن." تنهن تي ابوسفيان چيو تہ "بنو خزاعہ جي ايتري حيثيت ئي ڪانهي جو اهڙي سندن باهہ ۽ سندن لشڪر تي سگهي."

**حضرت عباس** رضي الله عنه **جو بيان آهي** تہ مون سندس آواز سڃاڻي چيو تہ " ابو حنظلہ!" هن بہ منهنجو آواز سڃاتو ۽ چيو تہ "ابو الفضل!" مون چيو تہ"هائو." هن چيو تہ "ڇا ڳالهہ آهي؟ منهنجا ماءُ پيءُ توتان قربان." مون چيو تہ "هي رسول الله ﷺ آهن، ماڻهن سميت، هاءِ قريش جي تباهي. والله!"

هن چيو تہ "هاڻي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ منهنجا ماءُ پيءُ توتي قربان." مون چيو تہ "والله جيڪڏهن هنن توکي ڏٺو تہ توکي ماري ڇڏيندا. تنهنڪري هن خچر تي ويهہ تہ آئون توکي رسول الله ﷺ وٽ وٺي هلان ۽ تنهنجي لاءِ پناهہ گهري وٺان. تنهن ڪانپوءِ ابوسفيان ٻيلهہ تي وينو ۽ سندس ٻئي ساٿي موٽي ويا.

**حضرت عباس** رضي الله عنه **جو بيان آهي** تہ آئون ابوسفيان کي وٺي هليس. جڏهن ڪنهن مچ وٽان لنگهياسين ٿي تہ ماڻهن هڪل ٿي ڪئي تہ: "ڪير آهي؟" پر جڏهن ڏٺائون ٿي تہ پاڻ سڳورن ﷺ جو خچر آهي ۽ آئون ان تي چڙهيل آهيان تہ چيائون ٿي تہ رسول الله ﷺ جو چاچو آهي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي خچر تي سوار آهي." نيٺ اچي عمر رضي الله عنه جي مچ وٽان لنگهياسين. انهن چيو ڪير آهي" ۽ پوءِ اٿي مون ڏانهن وڌيو. جڏهن پٺيان ابوسفيان کي (ويٺل) ڏٺائين تہ چوڻ لڳو تہ: " ابوسفيان! الله جو دشمن! واهہ مولا واهہ! هن بنا ڪنهن عهد پيمان جي توکي (اسان جي) حوالي ڪري ڇڏيو آهي. ان ڪانپوءِ هو نڪري پاڻ سڳورن ﷺ ڏي ڀڳو ۽ مون بہ خچر کي اڙي لڳائي. آئون اڳتي نڪري ويس ۽ خچر تان ٽپو ڏئي پاڻ سڳورن ﷺ (جي خيمي ۾ ) وڃي گهڙيس. ايتري ۾ عمر بن خطاب رضي الله عنه بہ گهڙي آيا ۽ چيائون تہ: "يا رسول الله! هي ابوسفيان آهي مون کي موڪل ڏيو تہ سندس

سر ڪپي ڇڏيان." مون چيو تہ "يا رسول الله! مون هن کي پناهہ ڏني آهي." پوءِ مون پاڻ سڳورن ﷺ وٽ ويهي سندن مٿو جهليم ۽ چيم تہ "الله جو قسم! اڄ رات مون کانسواءِ ڪو بيو پاڻ سڳورن ﷺ سان سرگوشي ڪونہ ڪندو. جڏهن ابوسفيان بابت حضرت عمر رضي الله عنه هر هر چيو تہ مون چيو تہ "عمر! ٿورو ترس! الله جو قسم جيڪڏهن هيءُ بنو عدي بن ڪعب منجهان هجي ها تہ تون اهڙي ڳالهہ بہ نہ ڪرين ها." عمر رضي الله عنه چيو تہ "عباس! ترس! الله جو قسم! تنهنجو اسلام قبولڻ منهنجي نظر ۾ خطاب جي اسلام قبولڻ کان(جيڪڏهن هو قبولي ها تہ) وڌيڪ پلو آهي ۽ ان جو ڪارڻ مون لاءِ رڳو اهو آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ کي تنهنجو اسلام قبولڻ، خطاب جي اسلام قبولڻ کان وڌيڪ وڻندڙ آهي.

پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: " عباس! هن (ابوسفيان) کي پاڻ سان وٺي وڃي رهاءِ. صبح جو مون وٽ وٺي اچجان. ان حڪم مطابق آئون کيس پاڻ سان وٺي ويس ۽ صبح جو پاڻ سڳورن ﷺ وٽ وٺي آيس. پاڻ سڳورن ﷺ کيس ڏسندي ئي چيو تہ"ابو سفيان! حيف هجئي! ڇا اجا بہ تنهنجي سمجهڻ جو وقت ڪونہ ٿيو آهي تہ الله کانسواءِ ڪوبہ معبود ڪونهي؟" ابوسفيان وراڻيو تہ: "منهنجا ماءُ پيءُ توهان تي قربان. توهان ڪيڏا نہ سهپ وارا، گُڻن وارا ۽ مٽن مائٽن سان ڀلائي ڪرڻ وارا آهيو. آئون چڱيءَ طرح پروڙي ويو آهيان تہ جيڪڏهن الله کانسواءِ ڪو بيو معبود هجي ها تہ هيستائين منهنجي ڪنهن نہ ڪنهن ڪم اچي چڪو هجي ها."

پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "ابوسفيان حيف هجئي! ڇا اجا تنهنجي سمجهہ ۾ ڪونہ آيو آهي تہ آئون الله جو رسول آهيان؟" ابوسفيان چيو تہ "منهنجا ماءُ پيءُ توهان تي قربان، توهان ڪيڏا نہ سهپ وارا، ڪيڏا نہ گُڻن وارا ۽ ڪيڏا نہ مٽن مائٽن سان ڀلائي ڪرڻ وارا آهيو. ان ڳالهہ جي باري ۾ تہ اجا مڙئي ڪو ڪٽڪو اٿم." ان تي مون چيو تہ "اڙي! سر ڪٽجڻ کان پهرين اسلام قبولي وٺ ۽ شاهدي ڏئي وٺ تہ الله کانسواءِ ڪير بہ عبادت جي لائق نہ آهي ۽ محمد ﷺ، الله جو رسول آهي." تنهن تي ابوسفيان اسلام قبوليو ۽ شهادت جو ڪلمو پڙهيو.

مون چيو تہ "يا رسول الله! هيءُ اعزاز پسند ڪندو آهي. تنهنڪري کيس ڪو اعزاز ڏنو وڃي. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "ٺيڪ آهي تہ پوءِ جيڪو بہ ابوسفيان جي گهر ۾ گهڙي وڃي، ان لاءِ پناهہ آهي ۽ جيڪو پنهنجي گهر جو دروازو اندران بند رکي ان کي بہ امان آهي ۽ مسجد الحرام ۾ داخل ٿي وڃي، ان لاءِ بہ امان آهي.

**اسلامي لشڪر مرّالظهران کان مڪي ڏانهن:-** اڱارو 17 رمضان سن 8 هہ جو صبح ساڻ پاڻ سڳورا ﷺ مرّالظهران کان مڪي ڏانهن روانا ٿيا ۽ حضرت عباس رضي الله عنه کي حڪم ڪيائون تہ

ابوسفيان کي واديءَ جي سوڙهي رستي مٿان جبل جي گهٽ وٽ بيهاري ڇڏ ته جيئن اتان لنگهندڙ لشڪر کي ابوسفيان ڏسي سگهي. حضرت عباس ﷛ ائين ئي ڪيو. اتان قبيلا پنهنجا پنهنجا جهنڊا کڻي لنگهي رهيا هئا. جڏهن اتان ڪو قبيلو لنگهيو ٿي ته ابوسفيان پڇيو ٿي ته عباس ﷛! اهي ڪير آهن؟ جواب ۾ حضرت عباس ﷛ (مثال طور) ٻڌائيندا ويا ته بنو سليم آهن. تنهن تي ابوسفيان چيو ٿي ته منهنجو انهن سان ڪهڙو ڪم؟ وري ڪو قبيلو لنگهيو ٿي ته ابوسفيان پڇيو ٿي ته اي عباس! هي ڪير آهن؟ انهن وراڻيو ٿي ته مزَينه آهن. ابوسفيان چيو ٿي ته منهنجو مزَينه سان ڪهڙو ڪم؟ نيٺ سمورا قبيلا هڪ هڪ ڪري لنگهي ويا. جڏهن به ڪو قبيلو لنگهيو ٿي ته ابوسفيان، حضرت عباس ﷛ کان ضرور پڇا ڪئي ٿي ۽ جڏهن ان کيس ٻڌايو ٿي ته هن چيو ٿي ته منهنجو فلاڻن سان ڪهڙو ڪم؟ نيٺ پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجي سائي جٿي جي گهيري ۾ لنگهيا. پاڻ سڳورا ﷺ، مهاجرن ۽ انصارن جي وچ ۾ گهيريل هئا ۽ انسانن بدران رڳو لوهه جي قطار پئي ڏسڻ ۾ آئي. ابوسفيان پڇيو ته: سبحان الله! اي عباس ﷛! هي ڪير آهن؟ انهن وراڻيو ته: "اهي انصارن ۽ مهاجرن جي ميڙ ۾ پاڻ سڳورا ﷺ اچي رهيا آهن." ابوسفيان چيو ته "يلا هنن سان وڙهڻ جوست ڪنهن ۾ آهي!" ان کانپوءِ هن وڌيڪ چيو ته: "ابوالفضل! تنهنجي ڀائيٽئي جي بادشاهي ته ڏاڍي زور وٺي وئي آهي." حضرت عباس ﷛ چيو ته "ابوسفيان! اها نبوت اٿئي." ابوسفيان چيو ته "هائو! هاڻي ته ائين ئي چئبو."

ان موقعي تي هڪڙو ٻيو واقعو به ٿيو. انصارن جو جهنڊو حضرت سعد بن عبادة ﷛ وٽ هو. اهي ابوسفيان وٽان لنگهيا ته چيائون ته:

اَلْيَوْمُ يَوْمُ الْمَلْحَمَةِ ، اَلْيَوْمُ تُسْتَحَلُّ الْحُرْمَةُ

"اڄ رتوڇاڻ ۽ مار ماران جو ڏينهن آهي. اڄوڪي ڏينهن لاءِ سڀ حرمتون حلال ڪيون وينديون."

اڄ الله، قريشن جي مقدر ۾ ذلت ڏئي ڇڏي آهي. ان کانپوءِ جڏهن اتان پاڻ سڳورا ﷺ مٿيا ته ابوسفيان چيو ته: "يا رسول الله! توهان اها ڳالهه ٻڌي جيڪا سعد چئي؟ پاڻ سڳورن ﷺ پڇيو ته "سعد ڇا چيو؟" ابوسفيان چيو ته هيئن هيئن ٻيو چوي اهو ٻڌي حضرت عثمان ﷛ ۽ حضرت عبدالرحمان بن عوف ﷛ چيو ته: "يا رسول الله! اسان کي ڊپ آهي ته متان سعد ﷛ قريشن ۾ مار ماران نه لاهي ڏي." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته "نه پر اڄوڪو ڏينهن ته اهو ڏينهن آهي جنهن ۾ ڪعبة الله کي تعظيم ڏني ويندي اڄوڪو ڏينهن اهو ڏينهن آهي جنهن تي الله تعاليٰ قريشن کي عزت بخشيندو." ان کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ حضرت سعد ﷛ کي ماڻهو موڪلي کانئن جهنڊو وٺي

سندن پٺ قيس رضي الله عنه کي ڏنو ڇڻ تہ جهندو سعد رضي الله عنه جي هٿ مان نڪتو ئي ڪونہ اهو بہ چيو وڃي ٿو تہ پاڻ سڳورن ﷺ، جهندو حضرت زبير رضي الله عنه کي ڏياريو هو.

**اسلامي لشڪر اوچتو قريشن جي مٿان:-** جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ ابوسفيان وٽان لنگهي ويا تہ حضرت عباس رضي الله عنه کيس چيو تہ "هاڻي پنهنجي قوم وٽ ڊوڙي وڃ. ابوسفيان تيزيءَ سان مڪي پهتو ۽ وڏي واڪي هڪل ڪيائين تہ "قريشيو! اهو محمد ﷺ آهي توهان وٽ ايڏي وڏي لشڪر سان آيو آهي جو مقابلي جو ست ئي نٿو ساري سگهجي تنهنڪري جيڪو ابوسفيان جي گهر ۾ گهڙي ويندو ان کي پناهہ آهي." اهو ٻڌي سندس زال هند بنت عتبہ اٿي ۽ کيس مڇين کان جهلي چيائين تہ "ماريو هن مشڪ وانگر ڇرٻيءَ سان پريل هن سنهڙين پنڊلين واري کي ستيا ناس ٿئي اهڙي خبر ڏيڻ واري جي."

ابو سفيان چيس تہ " ستيا ناس ٿئي (ماٺ ڪر) ڏسو متان هن عورت جي چوڻ تي لڳا آهيو چو تہ محمد ﷺ هڪ اهڙو لشڪر وٺي آيو آهي جنهن سان مقابلي ڪرڻ جي سگهہ اوهان ۾ ڪانهي ان ڪري جيڪو ابوسفيان جي گهر ۾ گهڙي ويندو ان لاءِ پناهہ آهي." ماڻهن چيو تہ مار ڪا پونئي، تنهنجو گهر اسان مان ڪيترن جي ڪم ايندو؟ ابوسفيان چيو تہ "جيڪو پنهنجي گهر جو در اندران بند ڪري ويهي ان لاءِ بہ امان آهي ۽ جيڪو مسجد الحرام ۾ داخل ٿي وڃي ان کي بہ پناهہ آهي اهو ٻڌي ماڻهو پنهنجن پنهنجن گهرن ۽ مسجد الحرام ڏانهن ڀڳا باقي ڪن لچن ماڻهن کي اهو چئي (ڪم تي) لڳائي ڇڏيائون تہ جيڪڏهن قريشن کي ڪا سرسي حاصل ٿي تہ اسين ساڻن گڏ هونداسين پر جي انهن کي ڪا تڪليف رسي تہ اسين ڏنڊ پري ڏينداسين. قريشن جا اهي ڇٽ ۽ لچر، مسلمانن سان وڙهڻ لاءِ عڪرمہ بن ابوجهل، صفوان بن اميہ ۽ سهيل بن عمرو جي اڳواڻيءَ ۾ خندمہ ۾ گڏ ٿيا. انهن ۾ بنو بڪر جو هڪ ماڻهو حماس بن قيس بہ هو، جنهن ڪجهہ ڏينهن اڳي پنهنجا هٿيار تيار ڪيا پئي تہ سندس زال پڇيس تہ "ڇاجي پيو تياري ڪرين؟" هن چيس تہ "محمدﷺ ۽ سندس ساٿين سان وڙهڻ لاءِ پيو سنبران." ان تي زال چيس تہ "الله جو قسم! محمد ﷺ ۽ سندس ساٿين جي سامهون ڪابہ شيءِ نٿي بيهي سگهي." هن چيو تہ " الله جو قسم! مون کي اميد آهي تہ آئون سندس ڪن ساٿين کي تنهنجو ٻانهو بڻائي ونندس." ان ڪانپوءِ هي شعر پڙهيائين.

إِنْ يُقْبِلُوا الْيَوْمَ فَمَالِي عِلَّه     هَذَا سِلَاحٌ كَامِلٌ وَأَلَّهْ

وَذُو غِرَارَيْنِ سَرِيعُ السَّلَّه

"جيڪڏهن اڄ هو منهنجي مقابلي ۾ آيا تہ منهنجي لاءِ ڪو بهانو نہ بچندو. هي سمورا هٿيار، ٻڳهي ڇهنب وارو نيزو ۽ جلد اپي ٽيندڙ تلوار آهي.

**اسلامي لشڪر ذي طويٰ ۾ :-** ٻئي پاسي پاڻ سڳورا ﷺ مرّالظهران مان نڪري ذي طويٰ پهتا ان دوران الله پاران عطا ڪيل سوڀ جا ٿورا مڃڻ لاءِ پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجو ڪنڌ ڪٽي جهڪايو هو ايستائين جو سندن ڏاڙهي مبارڪ جا وار ڪجاوي جي ڪاٺيءَ سان اچي لڳا هئا. ذي طويٰ ۾ پاڻ سڳورن ﷺ لشڪر کي ترتيب ڏني. خالد بن وليد رضي الله عنه کي ميسره تي رکيائون، جنهن ۾ اسلم، سليم، غفار، مزينہ، جهينہ ۽ ڪجھ ٻيا قبيلا شامل هئا ۽ حضرت خالد رضي الله عنه کي حڪم ڪيائون تہ اهي مڪي جي هيٺان ڪان داخل ٿين ۽ جيڪڏهن قريش مهاڏو اٽڪائين تہ انهن کي ماريندا اچي پاڻ سڳورن ﷺ سان صفا ۾ ملن.

حضرت زبير رضي الله عنه ميمنہ تي هو. وٽن پاڻ سڳورن ﷺ جو جهندو بہ هو پاڻ سڳورن ﷺ کين حڪم ڏنو تہ مڪي جي مٿئين پاسان يعني ڪداءَ ڪان داخل ٿي حجون ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جو جهنڊو کوڙي اتي پاڻ سڳورن ﷺ جو انتظار ڪن.

حضرت ابوعبيدة رضي الله عنه پيادن جو اڳواڻ هو کين حڪم ڪيو ويو تہ پاڻ بطن نالي واديءَ مان ٿيندا اچي پاڻ سڳورن ﷺ سان ملن.

**اسلامي لشڪر مڪي ۾ :-** انهن هدايتن کانپوءِ سڀئي جٿا پنهنجن ڏسيل واٽن تي هلي پيا. حضرت خالد رضي الله عنه ۽ سندن ساٿين جي راھ ۾ جيڪي بہ مشرڪ آيا تن کي مٿايو ويو پر سندن ساٿين مان بہ ٻہ ڄڻا ڪرز بن جابر فهري رضي الله عنه ۽ خنيس بن خالد بن ربيعہ بہ شهيد ٿي ويا. ان جو ڪارڻ اهو هو تہ اهي ٻئي ڄڻا لشڪر کان ڇڏي هڪ ٻئي رستي تي هلي پيا هئا، جتي کين گهيري ماريو ويو خندمہ پهچي حضرت خالد رضي الله عنه ۽ سندن ساٿين جو ٽڪراءُ قريشن جي لچرن سان ٿيو معمولي جهڙپ ۾ ٻارنهن مشرڪ مارجي ويا ۽ ان کانپوءِ مشرڪن ۾ ڀاڄ پئجي وئي. حماس بن قيس، جنهن مسلمانن سان وڙهڻ لاءِ هٿيار تکا ڪري رکيا هئا ڀڄي پنهنجي گهر ۾ وڃي گهڙيو ۽ پنهنجي زال کي چيائين تہ: "دروازو بند ڪري ڇڏ. " هن چيو تہ: "هوءَ جيڪا تو هام پئي هنئي، ان جو ڇا ٿيو؟" چوڻ لڳو تہ:

إنّك لَوْ شَهِدْتِ يَوْمَ الْخَنْدَمَهْ ... إذْ فَرَّ صَفْوَانُ وَفَرَّ عِكْرِمَهْ

وَاسْتَقْبَلَتْنَا بالسُّيُوفِ الْمُسْلِمَهْ ... يَقْطَعْنَ كُلَّ سَاعِدٍ وَجُمْجُمَهْ

ضَرْبًا فَلَا نَسْمَعُ إِلّا غَمْغَمَهْ ... لَهُمْ نَهِيتٌ حَوْلَنَا وَهَمْهَمَهْ

لَمْ تَنْطِقِي فِي اللَّوْمِ أَدْنَى كَلِمَهْ

"جيڪڏهن تون خندمہ جي ويڙھ ڏسين ها، جڏهن صفوان ۽ عڪرمہ ڀڄي نڪتا هئا ۽ اڀين تلوارن سان اسان جي آجيان ڪئي وئي، جيڪي ٻانهون ۽ سسيون اهڙيءَ طرح لاهي رهيون هيون جو پٺيان گوڙ شور ڪانسواءِ ڪجھ بہ ٻڌڻ ۾ نہ پئي آيو تہ پوءِ تون مون تي ذري بہ ملامت نہ ڪرين ها."

ان ڪانپوءِ **حضرت خالد** رضي الله عنه مڪي جون گهٽيون لتاڙيندي اچي صفا جبل وٽ پاڻ سڳورن ﷺ سان مليو.

ٻئي پاسي **حضرت زبير** رضي الله عنه اڳتي وڌندي حجون ۾ مسجد فتح وٽ پاڻ سڳورن ﷺ جو جهندو کوڙيو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ لاءِ خيمو بہ لڳايو ۽ اتي ئي ويٺو رهيو تانجو پاڻ سڳورا ﷺ اتي اچي پهتا.

**پاڻ سڳورن ﷺ جو مسجد الحرام ۾ گهڙڻ بت ڀڃڻ:-** ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ اٿيا ۽ مهاجرن ۽ انصارن جي ميڙ ۾ مسجد الحرام ۾ گهڙيا اڳتي وڌي حجر اسود کي چميائون ۽ بيت الله جو طواف ڪيائون ان مهل سندن هٿ ۾ هڪ ڪمان جهليل هئي پاڻ ان ڪمان سان بيت الله جي چوڌاري ۽ ڇت تي رکيل ٽي سؤ سٺ بتن کي ڌڪ هڻندا ويا ۽ چوندا پئي ويا تہ:

﴿جَاءَ الْحَقُّ وَزَهَقَ الْبَاطِلُ إِنَّ الْبَاطِلَ كَانَ زَهُوقًا (81)﴾ (الاسراء)

"حق آيو ۽ باطل ڀڄي ويو، بيشڪ باطل آهي ئي ڀڄڻ وارو."

﴿جَاءَ الْحَقُّ وَمَا يُبْدِئُ الْبَاطِلُ وَمَا يُعِيدُ (49)﴾ (سبا)

"حق آيو ۽ باطل جو راڄ ختم ٿي ويو."

پاڻ سڳورن ﷺ جي ڌڪ لڳڻ سان بت منهن ڀر وڃي ٿي ڪريا. پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي ڏاچيءَ تي ويهي طواف ڪيو هو ۽ احرام پاتل نہ هجڻ ڪري رڳو طواف ئي ڪيائون ان ڪانپوءِ **حضرت عثمان بن طلحہ** رضي الله عنه کي سڏي ڪانئن ڪعبي جون ڪنجيون ورتائون پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جي حڪم سان ڪعبة الله کي کوليو ويو اندر گهڙيا تہ تصويرون نظر آيون جن ۾ **حضرت ابراهيم عليه السلام** ۽ **حضرت اسماعيل عليه السلام** جون تصويرون بہ هيون ۽ انهن جي هٿن ۾ فال ڪڍڻ وارا تير هئا. پاڻ سڳورن ﷺ اهو منظر ڏسي چيو تہ: "الله انهن مشرڪن کي هلاڪ ڪري الله جو قسم! انهن ٻنهي پيغمبرن ڪڏهن بہ فال جا تير استعمال نہ ڪيا هئا." پاڻ سڳورن ﷺ، ڪعبة الله جي اندر ڪاٺ جي ٺهيل هڪ ڪبوتري بہ ڏٺي ان کي پنهنجن مبارڪ هٿن سان ڀڃي ڇڏيائون ۽ تصويرون ڊاهي ڇڏيائون.

**ڪعبة الله ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي نماز ۽ قريشن کي خطاب:-** ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ اندران در بند ڪري ڇڏيو **حضرت اسامہ** رضي الله عنه ۽ **حضرت بلال** رضي الله عنه جن بہ اندر هئا پوءِ دروازي جي سامهون واري ڀت ڏانهن وڌيا ۽ ڀت کان ٽي هٿ اوري پهچي بيهي رهيا. ٻہ ٿنيا پاڻ سڳورن ﷺ جي کابي پاسي، هڪ ساڄي پاسي ۽ ٽي پٺيان هئا. (تڏهن ڪعبة الله ۾ رڳو ڇهہ ٿنيا هئا.) پاڻ سڳورن ﷺ اتي ئي نماز پڙهي، ان ڪانپوءِ بيت الله جي اندرئين پاڱي جو چڪر لڳايائون.

سيني ڪندن ۾ تڪبير ۽ توحيد جا ڪلما چيائون ۽ پوءِ دروازو کولي ڇڏيائون. قريش (سامهون) مسجد الحرام ۾ قطارون ٻڌي وڏو ميڙ ڪري ويٺا هئا. ڪين پاڻ سڳورنﷺ جون ڳالهيون ٻڌڻ جو انتظار هو. پاڻ سڳورا ﷺ دروازي جا ٻئي تاڪ جهلي بيٺا ۽ قريش (جيڪي) هيٺ هئا، تن کي هيئن مخاطب ٿيا تہ: "الله ڪانسواءِ ڪوبہ عبادت جي لائق نہ آهي هو اڪيلو آهي ۽ سندس ڪوبہ ڀائيوار ڪونهي هن پنهنجو واعدو سچو ڪري ڏيکاريو. پنهنجي ٻانهي جي مدد ڪئي ۽ اڪيلي ئي سيني لشڪرن کي مات ڏني. ٻڌو! بيت الله جي ڪنجي رکڻ ۽ حاجين کي پاڻي پيارڻ ڪانسواءِ سمورو شرف خوبيون ۽ جانين جو اختيار، منهنجن ٻنهي پيرن جي هيٺان آهي (منهنجي اختيار ۾ آهن). ياد رکو قتل خطا، شبہ عمد ۾ آهي، جيڪو ڪوڙن سان هجي يا ڏنڊن سان، مغلظ ديت آهي يعني سؤ اٺ، جن مان چاليهہ ڏاچيون ڍڪيون هجڻ گهرجن. "

"اي قريشيو! الله توهان مان جهالت واري هوڏ ۽ ابن ڏاڏن تي ڪڏڻ جو انت آندو آهي. سيئي ماڻهو آدم عليه السلام منجهان آهن ۽ آدم عليه السلام مٽيءَ مان." ان ڪانپوءِ هيءَ آيت پڙهيائون:

﴿يَا أَيُّهَا النَّاسُ إِنَّا خَلَقْنَاكُمْ مِنْ ذَكَرٍ وَأُنْثَى وَجَعَلْنَاكُمْ شُعُوبًا وَقَبَائِلَ لِتَعَارَفُوا إِنَّ أَكْرَمَكُمْ عِنْدَ اللَّهِ أَتْقَاكُمْ إِنَّ اللَّهَ عَلِيمٌ خَبِيرٌ (13)﴾ (الحجرات)

"اي انسانو! بيشڪ اسان اوهان کي هڪ مرد ۽ هڪ عورت مان پيدا ڪيو ۽ اوهان کي ذاتين ۽ پاڙن ۾ ورهايوسون تہ جيئن هڪ ٻئي کي سڃاڻي سگهو، بيشڪ اوهان مان تمام عزت وارو الله وٽ اهو آهي، جيڪو ڏاڍو پرهيزگار آهي. بيشڪ الله ڄاڻندڙ ۽ خبر رکندڙ آهي."

**عام معافيءَ جو اعلان:-** ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "قريشيو! توهان ڇا ٿا ڀانيو تہ آئون توهان سان ڪهڙو سلوڪ ڪرڻ وارو آهيان؟" انهن چيو تہ "توهان ڏاڍا مهربان ڀاءُ ۽ مهربان ڀاءُ جا پٽ آهيو." پاڻ سڳورنﷺ فرمايو تہ " پوءِ آئون توهان سان اها ئي ڳالهہ ٿو ڪريان جيڪا حضرت يوسف عليه السلام، پنهنجن ڀائرن سان ڪئي هئي تہ:

﴿لَا تَثْرِيبَ عَلَيْكُمُ الْيَوْمَ﴾ "اڄوڪي ڏينهن توهان تي ڪا ميار ڪانهي."

**ڪعبي جي ڪنجي (حق حقدار کي ڏيڻ):-** ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ مسجد الحرام ۾ ويهي رهيا. حضرت علي رضي الله عنه آيو سندن هٿ ۾ ڪعبي جي ڪنجي هئي. اچي چيائين تہ "يا رسول الله ﷺ! اسان کي حاجين کي پاڻي پيارڻ جي اعزاز سان گڏ ڪعبة الله جي ڪنجي رکڻ جو اعزاز بہ ڏيڻ جي مهرباني ڪريو. الله توهان تي رحمت نازل ڪري." هڪ ٻيءَ روايت مطابق حضرت عباس رضي الله عنه اها گذارش ڪئي هئي. پاڻ سڳورن ﷺ چيو تہ: "عثمان بن طلحہ رضي الله عنه ڪٿي آهي؟" ڪين سڏرايو ويو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "عثمان! هيءُ وٺ پنهنجي ڪنجي. اڄوڪو

ڏينهن نيڪي ۽ وفاداريءَ جو ڏينهن آهي." طبقات ابن سعد ۾ روايت آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ ڪنجي ڏيندي فرمايو تہ: "هن کي سدائين لاءِ وٺ. توهان کان اها اهو ئي ڦريندو جيڪو ظالم هوندو. اي عثمان! الله تعاليٰ توهان کي پنهنجي گهر جو امين بڻايو آهي تنهنڪري هن الله جي گهر مان توهان کي جيڪي ڪجهہ ملي ان کي حلال طريقي سان استعمال ڪجوءِ."

**ڪعبي جي ڇت تي بلال رضي الله عنہ جي بانگ:-** نماز جو وقت ٿي ويو هو. پاڻ سڳورن ﷺ حضرت بلال رضي الله عنہ کي حڪم ڏنو تہ ڪعبي تي چڙهي بانگ ڏين. ان مهل ابوسفيان بن حرب، عتاب بن اَسيد ۽ حارث بن هشام ڪعبي جي اڱڻ ۾ ويٺا هئا. عتاب چيو تہ "الله تعاليٰ اَسيد کي ماري ان تي اها مهرباني ڪئي جو هو اها (بانگ) نہ ٻڌي سگهيو، نہ تہ هن کي هڪ اڻوڻندڙ شيءِ ٻڌڻي پوي ها." تنهن تي ابوسفيان چيو تہ "ڏسو! آئون ڪجهہ ڪونہ ڪڇندس ڇو تہ آئون جي ڳالهائيندس تہ هي پٿريون بہ مون تي چغلي هڻنديون. ان کانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ انهن وٽ آيا ۽ فرمايائون تہ: "هينئر اوهان جيڪي ڳالهيون ويٺي ڪيون، تن جي خبر مون کي پئجي وئي آهي." پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ اها ڳالهہ ٻولهہ ورجائي تنهن تي حارث ۽ عتاب چيو تہ "اسين شاهدي ٿا ڏيون تہ توهان الله جا رسول آهيو. الله جو قسم! اسان سان اهڙو ڪوبہ ماڻهو ويٺل ڪونہ هو، جنهن لاءِ اسان چئون تہ هن اهي ڳالهيون ٻڌي وڃي توهان کي ٻڌايون آهن."

**شڪراني جي نماز:-** ان ئي ڏينهن پاڻ سڳورا ﷺ اُم هاني بنت ابي طالب رضي الله عنها جي گهر ويا ۽ اتي وڃي غسل ڪيائون ۽ سندن گهر ۾ ئي اٺ رڪعتون نماز پڙهيائون. اهو چاشت جو وقت هو. ان ڪري ڪنهن هن نماز کي چاشت جي نماز سمجهي تہ ڪنهن شڪراڻي ۽ سوڀ جي نماز. اُم هاني رضي الله عنها پنهنجن ٻن ڏيرن کي پناهہ ڏني هئي. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "اي اُم هاني رضي الله عنها! جنهن کي تو پناهہ ڏني ان کي اسان بہ پناهہ ڏني. اهو چوڻ جو ڪارڻ اهو هو تہ اُم هاني جن جي ڀاءُ حضرت علي رضي الله عنہ انهن ٻنهي کي مارڻ پئي گهريو. ان ڪري اُم هاني رضي الله عنها، انهن ٻنهي کي لڪائي گهر جو دروازو بند ڪري ڇڏيو هو. جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ اتي پهتا تڏهن کين عرض ڪيائون ۽ مٿي ڄاڻايل جواب ورتائون.

**جنگي ڏوهارين کي مارڻ جي ڇوٽ:-** مڪي جي فتح واري ڏينهن پاڻ سڳورن ﷺ، جنگي ڏوهارين مان نوَن ڄڻن کي ڏسندي ئي مارڻ جو حڪم ڏيندي فرمايو تہ جيڪڏهن اهي ڪعبي جي پردي جي پنيان بہ هٿ اچن تہ بہ کين ماريو وڃي. انهن جا نالا هي هئا.

(1) عبدالعزيٰ بن خطل (2) عبدالله بن سعد بن ابي سرح (3) عڪرمہ بن ابي جهل (4) حارث بن نفيل بن وهب (5) مقيس بن صبابہ (6) هبار بن اسود (7 ۽ 8) ابن خطل جون بہ ٻانهيون

جيڪي پاڻ سڳورنﷺ جي هجو ڪنديون هيون (9) سارة، جيڪا عبدالمطلب جي اولاد مان ڪنهن جي ٻانهي هئي. ان وٽان ئي حاطب رضي الله عنه جو خط هٿ آيو هو.

ابن ابي سرح رضي الله عنه جو معاملو هيئن ٿيو جو کيس حضرت عثمان رضي الله عنه، پاڻ سڳورن ﷺ وٽ وٺي وڃي سندن جان بخشڻ جي سفارش ڪئي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ سفارش قبول ڪندي انکي مسلمان طور قبول ڪيو. پر ان کان اڳي پاڻ سڳورا ﷺ ٿوري دير تائين ان اميد تي ماٺ ۾ رهيا ته ڀلي ڪو اصحابي اٿي کيس ماري وجهي. ڇوته اهو ماڻهو پهرين به اسلام قبولي، مديني هجرت ڪري پهتو هو پر پوءِ مرتد ٿي ڀڄي ويو هو.(بهرحال ان ڪانپوءِ هن پاڻ کي سٺو مسلمان ثابت ڪري ڏيکاريو).

عڪرمہ بن ابي جهل يمن ڏانهن ڀڄي ويو پر سندس زال، پاڻ سڳورن ﷺ وٽ اچي سندس لاءِ امان گهري ۽ پاڻ سڳورن ﷺ امان ڏئي ڇڏي. ان ڪانپوءِ هوءَ عڪرمہ جي پٺيان وئي ۽ کيس موٽائي آئي. هن موٽي اچي اسلام قبوليو ۽ چڱو مسلمان نڪتو.

ابن خطل، ڪعبي جو پردو جهلي لٽڪيو پيو هو. هڪ اصحابي اچي پاڻ سڳورن ﷺ کي ڄاڻ ڏنو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته "هن کي ماري ڇڏ." تنهن تي هن وڃي کيس ماري ڇڏيو.

مقيس بن صبابہ کي حضرت نميلہ بن عبدالله رضي الله عنه ماريو. مقيس بہ پهرين مسلمان ٿيو هو، پر پوءِ هڪ انصاريءَ کي ماري مرتد ٿي ڀڄي اچي مشرڪن وٽ پهتو هو.

حارث، مڪي ۾ پاڻ سڳورن ﷺ کي ڏاڍو تنگ ڪندو هو. کيس حضرت علي رضي الله عنه ماريو.

هبار بن اسود اهو ئي ماڻهو هو، جنهن پاڻ سڳورن ﷺ جي نياڻي بيبي زينب رضي الله عنها کي هجرت ڪرڻ مهل اهڙو تہ جهٽڪو ڏنو هو جو پاڻ هودج مان هڪ دڙي تي ڪري پيون هيون. جنهن جي ڪري سندن حمل ضايع ٿي ويو هو. اهو بہ مڪي جي فتح واري ڏينهن ڀڄي ويو هو، پوءِ مسلمان ٿيو ۽ چڱائيءَ تي هليو.

ابن خطل جي ٻن ٻانهين مان هڪ مارجي وئي ۽ ٻيءَ پناهہ ورتي. تنهن ڪانپوءِ مسلمان ٿي وئي. اهڙيءَ طرح ئي سارة لاءِ بہ پناهہ گهري وئي ۽ اها بہ مسلمان ٿي وئي. (مطلب تہ نون مان چار مارجي ويا ۽ پنجن جي جان بخشي وئي ۽ انهن اسلام قبوليو.)

حافظ ابن حجر جو چوڻ آهي تہ "جن ماڻهن کي مارڻ جي ڇوٽ ڏني وئي هئي، انهن ۾ ابو معشر، حارث بن طلال خزاعيءَ جو بہ نالو ڳڻايو آهي. ان کي حضرت علي رضي الله عنه ماريو. امام حاڪم، ان فهرست ۾ ڪعب بن زهير جو نالو ڄاڻايو آهي. ڪعب جو واقعو مشهور آهي. هن بہ پوءِ

اسلام قبول ڪري ورتو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي ساراهہ ۾ (شعر) لکيائين. (ان ئي فهرست ۾) وحشي بن حرب ۽ ابوسفيان جي زال هند بن عتبہ بہ شامل آهي، جنهن اسلام قبوليو ۽ ابن خطل جي ٻانهي بہ انهن مان هئي، جيڪا مارجي وئي ۽ اُم سعد بہ مارجي وئي، ابن اسحاق ائين ئي لکيو آهي. ٿي سگهي ٿو تہ ٻئي ٻانهيون ارنب ۽ اُم سعد هجن ۽ اختلاف رڳو نالي يا ڪنيت يا لقب جي ڪري ٿيو هجي.[1]

**صفوان بن اُميہ ۽ فضالہ بن عمير جو مسلمان ٿيڻ:-** جيتوڻيڪ صفوان کي مارڻ جي اجازت ڪانہ ڏني وئي هئي تہ بہ قريشن جو هڪ وڏو اڳواڻ هجڻ ڪري ڪيس جاني خطرو هو، ان ڪري اهو بہ ڀڄي ويو. عمير بن وهب جمحي رضي الله عنه، پاڻ سڳورن ﷺ وٽ اچي سندن لاءِ معافي گهري. پاڻ سڳورن ﷺ معافي ڏنيس ۽ نشانيءَ طور عمير رضي الله عنه کي اهو پٽڪو بہ ڏنائون، جيڪو مڪي ۾ گهڙڻ مهل پاڻ سڳورن ﷺ جي مٿي تي ٻڌل هو. عمير رضي الله عنه، صفوان وٽ پهتو تہ هو جدي مان سمنڊ رستي يمن وڃڻ جي لاءِ سنبري رهيو هو. عمير رضي الله عنه کيس موٽائي وٺي آيو. هن پاڻ سڳورن ﷺ کي چيو تہ: مون کي ٻہ مهينا ڇڏيو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: توکي چئن مهينن جي موڪل آهي. ان ڪانپوءِ صفوان اسلام قبوليو. سندس گهر واري اڳيئي مسلمان ٿي چڪي هئي. پاڻ سڳورن ﷺ ٻنهي جو ساڳيو نڪاح برقرار رکيو.

فضالہ هڪ دلير مڙس هو. جنهن مهل پاڻ سڳورا ﷺ طواف ڪري رهيا هئا تہ هو مارڻ جي نيت سان پاڻ سڳورن ﷺ وٽ آيو، پر پاڻ سڳورن ﷺ ٻڌائي ڇڏيو تہ سندس دل ۾ ڇا آهي. تنهن تي هو مسلمان ٿي ويو.

**فتح جي ٻئي ڏهاڙي پاڻ سڳورن ﷺ جو خطبو:-** فتح جي ٻئي ڏينهن پاڻ سڳورا ﷺ وري خطبو ڏيڻ لاءِ اٿي بيٺا. الله تعاليٰ جي وڏائي ۽ پاڪائي بيان ڪرڻ ڪانپوءِ فرمايائون تہ "الله تعاليٰ جنهن ڏينهن آسمان جوڙيو اهو قيامت تائين حرمت وارو آهي. جيڪو بہ ماڻهو الله ۽ آخرت تي ايمان رکي ٿو، ان لاءِ جائز نہ آهي تہ هن (شهر) ۾ رت وهائي يا ڪو وڻ ڪٽي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو ان مان حجت وٺي تہ الله جي رسول ﷺ هتي رتوڇاڻ ڪيو تہ ان کي چئجوَ تہ الله پنهنجي رسول کي ڇوٽ ڏني هئي، پر توکي ڪانهي ۽ مون لاءِ بہ اهو رڳو هڪ پل لاءِ حلال ڪيو ويو. اڄ ان جي حرمت اهڙيءَ طرح وري موٽي آئي، جهڙيءَ طرح ڪالهہ ان جي حرمت هئي. اها ڳالهہ هتي وينل ماڻهو، هتي نہ آيلن تائين پهچائي ڇڏين."

---

[1] - فتح الباري (8/11، 12).

هڪ روايت ۾ اهو واڌارو ٿيل آهي ته هتي جو ڪنڊو به نه پٽجي، شڪار به نه ڀڄائجي ۽ ڪريل شيءِ نه کڻجي. باقي جنهن جي شيءِ آهي، اهو کڻي سگهي ٿو ۽ هتي جو گاهه به نه پٽيو وڃي. **حضرت عباس** رضي الله عنه پڇيو ته "يا رسول الله ﷺ پر اِذخر (عربستان جو مشهور گاهه جيڪو ڇانهه ۽ دوا طور استعمال ٿئي ٿو.) ڇو ته اها لوهار ۽ گهر جي (ضرورت واري) شيءِ آهي." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته "اِذخر ڀلي."

بنو خزاعه ان ڏينهن بنو ليث جو هڪ ماڻهو ماري وڌو هو. ڇو ته بنو ليث جي هٿان سندن هڪ ماڻهو جاهليت ۾ مارجي ويو هو. پاڻ سڳورن ﷺ ان بابت فرمايو ته "خزاعه وارؤ! **پنهنجو هٿ قتل کان روڪيو**، ڇوته ڪنهن کي مارڻ ۾ جيڪڏهن فائدو آهي ته گهڻي مار ماران ٿي وئي. توهان هڪ اهڙو ماڻهو ماريو آهي، جنهن جو ڏنڊ(ديت) لازمي طور ڀريندس. ان کانپوءِ جيڪڏهن ڪنهن به ڪنهن کي ماريو ته مقتول جي وارثن کي ٻن ڳالهين جو حق هوندو. وٺين ته قاتل جو رت وهائين ۽ وٺين ته ان کان ڏنڊ (ديت) وٺن."

هڪ روايت ۾ آهي ته ان تي يمن جو هڪ ماڻهو ابو شاة اٿي بيٺو ۽ چيائين ته: "يا رسول الله ﷺ اهو منهنجي لاءِ لکائي ڏيو." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته "ابو شاة کي لکي ڏيو."([1])

**انصارن جي انتڻ:-** جڏهن مڪو پوريءَ طرح فتح ٿي ويو ۽ سيني کي ڄاڻ هئي ته اهو ئي شهر پاڻ سڳورن ﷺ جو پيدائشي وطن هو، ته انصارن پاڻ ۾ چيو ته "ڇا خيال آهي، هاڻي الله پنهنجي رسول ﷺ کي پنهنجي ڌرتي ۽ پنهنجو شهر فتح ڪرائي ڏنو آهي ته هاڻي پاڻ سڳورا ﷺ هتي ئي رهندا؟ ان مهل پاڻ سڳورا ﷺ صفا ۾ هٿ کڻي دعا گهري رهيا هئا. دعا گهرڻ کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ پڇيو ته "توهان ڪهڙيون پيا ڳالهيون ڪريو؟" انهن وراڻيو ته "يا رسول الله! ڪجهه به نه." پر جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ زور ڀريو ته نيٺ انهن ڳالهه ٻڌائي ڇڏي. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته "خدا جي پناهه! هاڻي جيئڻ ۽ مرڻ اوهان سان ئي آهي."

**بيعت:-** جڏهن الله تعاليٰ، پاڻ سڳورن ﷺ ۽ مسلمانن کي مڪو فتح ڪرايو ته مڪي وارن ڀليءَ پٽ ڄاڻي ورتو ته هاڻي اسلام (قبولڻ) کانسواءِ ٻي ڪا واٽ نه آهي. ان ڪري اهي اسلام قبولڻ جي بيعت ڪرڻ لاءِ اچي گڏ ٿيا. پاڻ سڳورن ﷺ صفا ۾ ويهي بيعت وٺڻ شروع ڪئي. **حضرت** عمر رضي الله عنه، پاڻ سڳورن ﷺ کان هيٺ وينل هو ۽ ماڻهن کان قسم کڻائي رهيو هو. ماڻهن پاڻ

---

[1] - انهن روايتن لاءِ ڏسو صحيح بخاري (1/22، 216، 247، 328، 329 – 2/615، 617)، صحيح مسلم (1/437، 438، 439)، ابن هشام (2/415، 416) ابوداؤد (1/276).

سڳورنﷺ سان بيعت ڪئي ته هر ممڪن حد تائين پاڻ سڳورن ﷺ جي ڳالهه ٻڌندا ۽ چيو مڃيندا.

تفسير مدارڪ ۾ اها روايت آيل آهي ته جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ مردن جي بيعت مان آجا ٿيا ته اتي صفا ۾ ئي عورتن کان بيعت وٺڻ شروع ڪيائون. **حضرت عمر** رضي الله عنه، پاڻ سڳورن ﷺ کان هيٺ ويٺل هو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي حڪم تي عورتن کان بيعت وٺي رهيو هو ۽ انهن کي پاڻ سڳورن ﷺ جا فرمان ٻڌائي رهيو هو. ان دوران ابو سفيان جي زال هند بنت عتبه ويس مٽائي اتي پهتي. هن، **حضرت حمزة** رضي الله عنه جي مڙهه سان جيڪي ڪجهه ڪيو هو، تنهن جي ڪري ڊنل هئي ته متان پاڻ سڳورا ﷺ کيس سڃاڻي نه وٺن. بئي پاسي پاڻ سڳورن ﷺ (بيعت وٺڻ شروع ڪئي ته) فرمايائون ته " آئون توهان کان ان ڳالهه جي بيعت وٺان ٿو ته الله سان ڪنهن کي به شريڪ نه ڪنديون. **حضرت عمر** رضي الله عنه (ساڳي ڳالهه ورجائيندي) عورتن کان بيعت ورتي ته اهي الله سان ڪنهن کي به شريڪ نه ڪنديون. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته "۽ چوري نه ڪنديون." ان تي هند ڳالهائي وڌو ته"ابو سفيان بخيل ماڻهو آهي. جيڪڏهن ان جي مال مان ڪجهه ڪڻي وٺان ته؟" ابوسفيان (جيڪو اتي ويٺل هو) چيو ته "توکي جيڪو وٽي سو کڻ، تولاءِ حلال آهي؟" پاڻ سڳورا ﷺ مسڪرائڻ لڳا. انهن هند کي سڃاڻي ورتو. فرمايائون ته: "ڇٽبو ته تون هند آهين!" هن چيو ته: "هائو! الله جا نبي ﷺ جيڪو ٿي ويو، ان کي درگذر ڪريو، الله توهان کان درگذر ڪندو."

ان کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته "۽ زنا نه ڪنديون." تنهن تي هند چيو ته ڀلا ڪا آزاد عورت به زنا ڪري ٿي ڇا!" پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته " ۽ پنهنجن ٻارن کي ڪونه ماريندي‌ون." هند چيو ته: "اسان ننڍپڻ ۾ کين نپايو پر وڏا ٿيڻ تي توهان انهن کي ماري ڇڏيو. ان ڪري توهانﷺ ۽ اهي ئي وڌيڪ ڄاڻن ٿا. " ياد رهي ته هند جو پٽ حنظلہ بن ابي سفيان، بدر واري لڙائيءَ ۾ مارجي ويو هو. اهو ٻڌي **حضرت عمر** رضي الله عنه کلي کلي کيرو ٿي ويو ۽ پاڻ سڳورا ﷺ به مسڪرائڻ لڳا.

ان کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته " ۽ ڪنهن تي به بهتان نه هڻنديون." هند چيو ته "سچ پچ ته بهتان ڏاڍي خراب ڳالهه آهي ۽ توهان ﷺ اسان کي واقعي به سٺين ڳالهه جو حڪم ڏئي رهيا آهيو." پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته " ۽ ڪنهن به چڱي ڳالهه ۾ رسول ﷺ جي نافرماني نه ڪنديون." هند چيو ته "الله جو قسم! اسين هن ميڙ ۾ پنهنجي دل ۾ توهان جي نافرمانيءَ جو تصور به ڪونه کڻي آيون آهيون."

پوءِ موٽڻ شرط هند پنهنجو بت ڀڃي ڇڏيو. هوءَ بت ڀڃندي پئي وئي ۽ چوندي پئي وئي تہ "اسان تنهنجي باري ۾ دوکي ۾ هئاسين."[1]

**مکي ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي رهائش ۽ سرگرميون:-** پاڻ سڳورا ﷺ مکي ۾ اوڻيهہ ڏينهن رهيا. ان دوران پاڻ ﷺ اسلام جي نشانين جي تجديد ڪندا رهيا ۽ ماڻهن کي سڌي واٽ ۽ پرهيزگاريءَ جي تلقين ڪندا رهيا. انهن ئي ڏينهن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي حڪم تي **حضرت** ابو اُسيد خزاعي رضي الله عنه نئين سري کان حرم جي حدن ۾ ٿنڀ بيهاريا. پاڻ سڳورن ﷺ اسلام جي پرچار ڪرڻ ۽ پرپاسي جا بت ڀڃڻ لاءِ ڪافي سريا بہ موڪليا ۽ اهڙيءَ طرح سمورا بت ڀڳا ويا. پاڻ سڳورن ﷺ مکي ۾ پڙهو ڏياريو تہ جيڪو ماڻهو الله ۽ آخرت تي ڀروسو رکي ٿو، اهو پنهنجي گهر ۾ ڪوبہ بت نہ رکي بلڪ ان کي ڀڃي ڇڏي.

**سريا ۽ وفد:-** 1- مکي جي فتح مان واندڪائي ملڻ ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ 25 رمضان 8 هہ تي **حضرت** خالد بن وليد رضي الله عنه جي اڳواڻيءَ ۾ عزيٰ کي ڀڃڻ لاءِ هڪ سريو موڪليو. عزيٰ، نخلہ ۾ رکيل هو. قريش ۽ سمورا بنو ڪنانہ ان کي پوڄيندا هئا ۽ اهو سندن سڀ کان وڏو بت هو. بنو شيبان ان جا مجاور هئا. **حضرت خالد** رضي الله عنه ٽيهہ سوار وٺي نخلہ وڃي ان کي ڀڃي ڇڏيو. موٽڻ تي پاڻ سڳورن ﷺ پڇيو تہ " اتي تو ڪجهہ ڏٺو بہ هو؟" **حضرت خالد** رضي الله عنه وراڻيو تہ "نہ" تنهن تي پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "تڏهن تو هن کي ڀڳو ئي ڪونهي. وري وڃي ان کي ڀڃي ڇڏ." **حضرت** خالدرضي الله عنه تلوار ڪڍي وري ويو. هن ڀيري (بت مان) هڪ اگهاڙي، ڪاري ۽ وکريل وارن واري عورت سندن ڏانهن وڌي. مجاور هڪلون ڪري ڪيس سڏڻ لڳو پر ايتري ۾ **حضرت خالد** رضي الله عنه ايڏي زور سان تلوار هنيس جو ان عورت جا بہ اڌ ٿي ويا. ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ کي اچي خبر ڏنائين. تنهن تي پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "هائو! اهائي عزيٰ هئي. هاڻي هوءَ آسرو پلي ويني آهي تہ ڪو تنهنجي ملڪ ۾ وري ڪڏهن سندس پوڄا ڪئي ويندي."

2- ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ، عمرو بن عاص رضي الله عنه کي ساڳئي مهيني ۾ سواع نالي بت ڀڃڻ لاءِ موڪليو. اهو مکي کان ٽي ميل پري رهاطہ ۾ بنو هذيل جو هڪ بت هو. جڏهن **حضرت عمرو** رضي الله عنه اتي پهتو تہ مجاور پڇيو تہ "توهين ڇا ٿا چاهيو؟" انهن چيو تہ "مون کي پاڻ سڳورن ﷺ ان کي ڊاهڻ جو حڪم ڏنو آهي." هن چيو تہ "اهو ڪم توهان کان زور آهي." **حضرت عمرو** رضي الله عنه چيو تہ "چو ڀلا؟" هن چيو تہ "(توهان کي) جهل ٿي ويندي." **حضرت عمرو** رضي الله عنه چيو تہ " تڏهن تون اڃا تائين باطل تي آهين؟ توتي افسوس! ڇاهي ٻڌندو ۽ ڏسندو آهي؟" ان ڪانپوءِ بت وٽ وڃي ان کي ڀڃي

[1] - مدارك التنزيل للنسفي تفسير آية البيعة.

ڇڏيائون ۽ پنهنجي ساٿين کي حڪم ڏنائون تہ اهي ان خزاني واري جڳهہ کي ڊاهي ڇڏين. پر ان مان ڪجهہ ڪونہ مليو. پوءِ مجاور کي چيائون تہ "ڏي خبر ڇا ٿو ڀانئين؟" هن چيو تہ "مون الله تي ايمان آندو."

3- ساڳئي مهيني حضرت سعد ﷛ بن زيد اشهلي کي ويهن سوارن سان گڏ منات ڏانهن موڪليو ويو. اهو قديد وٽ مشلل ۾ اوس ۽ خزرج ۽ غسان وغيره جو بت هو. جڏهن سعد ﷛ اتي پهتو تہ ان جي مجاور کين چيو تہ "توهين ڇا ٿا چاهيو؟" پاڻ وراڻيائين تہ "منات کي ڊاهڻ ٿو گهران." هن چيو تہ " تون ڄاڻ تنهنجو ڪم ڄاڻي." حضرت سعد ﷛ منات ڏي وڌيا تہ هڪ ڪاري اگهاڙي ۽ وڪريل وارن واري عورت نڪتي. اها پنهنجو سينو پٽي دانهون ڪري رهي هئي. ڪيس مجاور چيو تہ "منات! پنهنجن ڪن نافرمانن کي تہ پڪڙي وٺ. پر ايتري ۾ حضرت سعد ﷛ تلوار هڻي هن کي پورو ڪري ڇڏيو. پوءِ اڳتي وڌي بت ڊاهي ڇڏيو ۽ ان کي ٽوڙي ڦوڙي ڇڏيو. خزاني ۾ ڪجهہ ڪونہ مليو.

4- عزيٰ کي ڊاهڻ ڪانپوءِ حضرت خالد بن وليد ﷛ پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهتو. پاڻ سڳورن ﷺ کين ساڳئي مهيني شعبان 8 هہ ۾ بنو جذيمہ ڏانهن موڪليو، پر مقصد حملو ڪرڻ نہ پر اسلام جي پرچار ڪرڻ هو. حضرت خالد ﷛ مهاجر ۽ انصاري ۽ بنو سليم جا ڪل ساڍا ٽي سؤ ڄڻا وٺي نڪتو ۽ بنو جذيمہ وٽ پهچي اسلام جي دعوت ڏنائين. انهن أَسْلَمْنَا (اسان اسلام قبوليو) جي بجاءِ صَبَأْنَا صَبَأْنَا (اسان پنهنجو دين ڇڏيو اسان پنهنجو دين ڇڏيو) چيو. تنهن تي حضرت خالد﷛ انهن کي مارڻ ۽ پڪڙڻ شروع ڪيو ۽ هڪ هڪ قيدي پنهنجي هر ساٿيءَ جي حوالي ڪيو. پوءِ هڪ ڏينهن حڪم ڪيو تہ هر ماڻهو پنهنجي بانديءَ کي ماري ڇڏي، پر حضرت عبدالله بن عمر ﷛ ۽ سندن ساٿين اهو حڪم مڃڻ کان انڪار ڪيو ۽ جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهتا تہ پيرائتي ڳالهہ ڪري ٻڌايائون. پاڻ سڳورن ﷺ ٻئي هٿ کنيا ۽ ٻہ ڀيرا فرمايو تہ: " اي الله ! خالد ﷛ جيڪي ڪجهہ ڪيو، منهنجو ان ۾ ڪو هٿ ڪونهي."[1]

ان موقعي تي رڳو بنو سليم وارن پنهنجا قيدي ماريا هئا. انصارن ۽ مهاجرن ڪنهن کي نہ ماريو هو. پاڻ سڳورن ﷺ حضرت علي ﷛ کي موڪلي سندن مقتولن جي ديت ۽ سندن ٿيل نقصان جو معاوضو پري ڏنو. ان معاملي ۾ حضرت خالد ﷛ ۽ حضرت عبدالرحمان بن عوف ﷛ جي وچ ۾ منهن ماري بہ ٿي پئي هئي. پاڻ سڳورن ﷺ کي خبر ملي تہ فرمايائون تہ "خالد! ترس، منهنجن ساٿين کي ڪجهہ چوڻ کان پاڻ جهل. الله جو قسم! جيڪڏهن احد جبل سون ٿي وڃي ۽ تون

[1] - صحيح بخاري (1/450 - 2/622).

سڀني جو سڀ الله جي راهه ۾ خرچي ڇڏين ته به تون منهنجن ساٿين مان ڪنهن هڪ ڄڻي جي هڪ صبح يا هڪ شام جي عبادت تائين نٿو پهچي سگهين."([1])

اها هئي مڪي جي فتح واري جنگ. اِهائي اُها فيصلہ ڪن جهڙپ ۽ اها وڏي سوڀ آهي، جنهن بت پرستيءَ جي سگهه کي پوريءَ طرح ٽوڙي ڇڏيو ۽ ان جا اهڙيءَ طرح ترا ڪڍيا جو عربستان ۾ وري ان جي نڪرڻ جو ڪوبہ امڪان نہ رهيو. ڇوتہ عام قبيلا مسلمانن ۽ بت پرستيءَ جي جهڙپ ۾ هڪ هڪاڻيءَ جو انتظار ڪري رهيا هئا. ڪين پليءَ پت پروڙ هئي تہ حرم ۾ اهوئي رهندو، جيڪو حق تي هوندو. سندن ان يقين ۾ وڌيڪ مضبوطي اڌ صدي اڳ ٿيل ابرهه ۽ سندس ساٿين جي واقعي سان اچي وئي هئي، ڇوتہ عربن ڏسي ورتو هو تہ ابرهه ۽ سندس ساٿين بيت الله تي ڪاهيو تہ الله تعالىٰ کين هلاڪ ڪري ڇڏيو.

ياد رهي تہ حديبيہ وارو ناهہ هن واقعي جو پيش خيمو ثابت ٿيو. ان جي ڪري ڇوڏس امن امان ٿي ويو. ماڻهو هڪٻئي سان کليءَ طرح ڳالهائيندا هئا. اسلام بابت خيالن جي ڏي وٺ ۽ بحث مباحثا ٿيندا هئا. مڪي ۾ جيڪي مسلمان لڪ ۾ هئا، تن کي بہ ناهہ ڪانپوءِ پنهنجو دين ظاهر ڪرڻ ۽ ان جي پرچار ڪرڻ ۽ بحث مباحثا ڪرڻ جو موقعو مليو. انهن حالتن جي ڪري گهڻا ئي ماڻهو مسلمان ٿيا. تانجو اسلامي لشڪر، جيڪو اڳي ڪڏهن ٻن ٽن هزارن کان نہ وڌيو هو، اهو هن غزوي ۾ ڏهہ هزار تي ويو هو.

هن فيصلاڪن جنگ ماڻهن جون اکيون کولي ڇڏيون ۽ انهن تي پيل آخري پردو هٽي ويو، جيڪو اسلام قبولڻ ۾ رنڊڪ وجهي رهيو هو. هن سوڀ ڪانپوءِ سڄي عربستان جي سياسي ۽ ديني اُفق تي مسلمانن جو سج چمڪڻ لڳو ۽ هتي ديني ۽ دنياوي قيادت جي واڳ سندن هٿ ۾ اچي چڪي هئي.

ڄڻ تہ حديبيہ جي ناهہ ڪانپوءِ جيڪا مسلمانن جي حق ۾ چڱي تبديلي اچڻ شروع ٿي هئي، هن سوڀ سان اها پوري ٿي وئي ۽ ان ڪانپوءِ هڪ نئون دور شروع ٿيو، جيڪو پوريءَ طرح مسلمانن جي حق ۾ هو ۽ جنهن ۾ پوري صورتحال مسلمانن جي قبضي ۾ هئي ۽ عرب قومن لاءِ رڳو هڪ ئي واٽ وڃي بچي هئي تہ اهي جٿن جي شڪل ۾ پاڻ سڳورن ﷺ وٽ اچي اسلام قبولين ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي دعوت ڏيڻ لاءِ دنيا جي ڇئني ڪنڊن ۾ ڦهلجي وڃن. ايندڙ ٻن سالن ۾ اهڙي قسم جون ئي تياريون ڪيو ويون.

---

[1] - هن غزوي جو تفصيل هيٺ ڏنل ڪتابن مان کنيو ويو آهي. ابن هشام (2/389 _ 437). صحيح بخاري 1/ ڪتاب الجهاد ۽ ڪتاب المناسڪ (2/612 _ 615، 622) فتح الباري (8/3 _ 27) صحيح مسلم (1/437، 438، 439 - 2/103، 103، 130) زاد المعاد (2/160 _ 168) مختصر السيرة للشيخ عبدالله (ص:322 _ 351).

# ٽيو مرحلو

هيءُ پاڻ سڳورن ﷺ جي پيغمبراڻي زندگيءَ جو آخري مرحلو آهي. جيڪو پاڻ سڳورنﷺ جي پرچار جا نتيجا پڌرا ڪري ٿو. جيڪي پاڻ سڳورن ﷺ ٽيويهہ ورهين جي ڏکي وٿ ونان، ڏکيائين، محنتن، هنگامن ۽ فتنن فسادن ۽ خوني جهڙپن ڪانپوءِ حاصل ڪيا هئا.

ان ڏکهي دور ۾ مڪي جي فتح سڀ کان وڏي سرسي هئي، جيڪا مسلمانن کي ملي. ان جي ڪري حالتن جو رخ بدلجي ويو ۽ عربستان جي فضا ۾ فرق اچي ويو. اها سوڀ حقيقت ۾ پاڻ کان اڳ ۽ پاڻ ڪانپوءِ جي ٻنهي دورن جي وچ ۾ هڪ وِٿيءَ جي حيثيت رکي ٿي. جيئن تہ قريش، عربستان جي رهاڪن جي نظرن ۾ دين جا سنڀاليندڙ هئا ۽ سڄو عربستان سندن فرمانبردار هو، ان ڪري قريشن جي هٿيار ڦٽا ڪرڻ جي معنيٰ اها هئي تہ سڄي عربستان ۾ بت پرستاڻي دين جو ڪم لهي ويو.

اهو آخري مرحلو ٻن ڀاڱن ۾ ورهائي سگهجي ٿو.

1. جهاد ۽ قتال
2. اسلام قبولڻ لاءِ قومن ۽ قبيلن جو هڪٻئي کان گوءِ کڻڻ

اهي ٻئي صورتون هڪٻئي سان ڳنڍيل آهن ۽ هن مرحلي ۾ هڪٻئي جي پٺيان ۽ گڏوگڏ بہ ٿينديون رهيون آهن. جڏهن تہ اسان ڪتاب ۾ ٻنهي جو ذڪر ڌار ڌار ڪيو آهي. جيئن تہ پٺين صفحن ۾ جهڙپن ۽ جنگين جو ذڪر پئي هليو ۽ ايندڙ جنگ بہ ان جي هڪ ڪڙي آهي، ان ڪري هتي پهرين جنگين جو ئي ذڪر ڪجي ٿو.

*-*-*

# غزوه حنين

مڪي جي فتح هڪ اوچتي ضرب ڪانپوءِ حاصل ٿي هئي، جنهن تي عرب حيران هئا ۽ پاڙيسري قبيلن ۾ ايتري طاقت نہ هئي جو هن اوچتي مٿان ڪڙڪيل واقعي کي منهن ڏئي سگهن. ان ڪري ڪن هنيلن ۽ سگهن قبيلن کي ڇڏي، باقي سيئي قبيلا هٿيار ڦٽا ڪري رهيا هئا. هنيلن قبيلن ۾ هوازن ۽ ثقيف سڀ کان اڳرا هئا. ساڻن گڏ مضر، جشم ۽ سعد بن ڪرب قبيلا ۽ بنو هلال جا ڪجھ ماڻهو بہ شامل ٿي ويا هئا. انهن سڀن ئي قبيلن جو تعلق قيس غيلان سان هو. ڪين اها ڳالھ انا جي خلاف پئي لڳي تہ مسلمانن آڏو هٿيار ڦٽا ڪيا وڃن. ان ڪري انهن قبيلن، مالڪ بن عوف نصريءَ وٽ گڏ ٿي رٿيو تہ مسلمانن تي چڙهائي ڪئي وڃي.

**دشمن جو نڪرڻ ۽ اَوطاس ۾ اچي لهڻ:-** ان فيصلي ڪانپوءِ مسلمانن سان وڙهڻ لاءِ نڪتا تہ سپھ سالار مالڪ بن عوف، ماڻهن سان گڏ ڍور ڍڳا ۽ ٻار ٻچا بہ ڇڪي آيو ۽ اڳتي وڌي اچي اوطاس جي واديءَ ۾ لٿو. اها وادي حنين جي ويجهو بنو هوازن جي علائقي ۾ آهي، پر اها وادي حنين کان ڌار آهي. حنين، هڪ ٻي وادي آهي، جيڪا ذوالمجاز جي پاسي ۾ آهي. اتان کان عرفات واري واٽ کان مڪي جو رستو ڏهن ميلن کان وڌيڪ آهي.([1])

**جنگي ماهر جي سپھ سالار تي تنقيد:-** اوطاس ۾ لهڻ ڪانپوءِ ماڻهو اچي سالار وٽ گڏ ٿيا. انهن ۾ دُرَيد بن صمہ بہ هو. اهو جهور پوڙهو ٿي چڪو هو ۽ هاڻي جنگي چاڻ جي ڪري صلاحون ڏيڻ ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن بہ ڪم جو نہ رهيو هو، پر وڏو جوڌو ۽ جنگي ماهر رهيو هو. ان پڇيو تہ "توهان ڪهڙيءَ واديءَ ۾ اچي لٿا آهيو؟" وراڻي مليس تہ "اوطاس ۾." هن چيو تہ "اها سوارن جي گهوڙن ڊوڙائڻ لاءِ تمام ڀلي جڳھ آهي. نہ ڪو پٿريلي آهي ۽ نہ ڪو کڏا کوٻا اٿس، نہ وري پرپري لاهي اٿس، پر ڇا ڳالھ آهي جو آئون انن جي ٻڙٻڙ، گڏهن جون هينگون ۽ ٻارن جو روڄ راڙو ۽ ٻڪرين جي مين مين پيو ٻڌان؟" ماڻهن ٻڌايس تہ مالڪ بن عوف، فوج سان گڏ سندن ٻار ٻچا ۽ ڍور ٻڪريون بہ ڪاهي آيو آهي. تنهن تي دُرَيد، مالڪ کي سڏائي پڇيو تہ "تو ائين چو ڪيو آهي؟" هن چيو تہ "مون سوچيو تہ هر ماڻهوءَ سان سندس گهر وارا ۽ مال لڳائي ڇڏيان تہ جيئن ان جي حفاظت جي جذبي سان جنگ ڪن." دُريد چيو تہ " تون تہ صفا ڪو ريڍار آهين.(**يعني تو سچي عمر رڍون ئي چاريون آهن ڇا؟**) ڀلا هار کائيندڙ کي بہ ڪا شيءِ روڪي سگهي ٿي؟ ڏس

---

[1] - فتح الباري (8/27، 42).

جيڪڏهن جنگ ۾ تون ٿو سوڀ ماڻين ته ان لاءِ به توکي تيرن ۽ تلوارن سان مسلح ماڻهو مفيد آهن ۽ جي هارائين ٿو ته پوءِ توکي پنهنجي ٻارن ٻچن ۽ مال لاءِ خوار ٿيڻو پوندو." پوءِ دُرَيد ڪن قبيلن ۽ سردارن بابت پڇا ڪئي ۽ ان ڪانپوءِ چيائين ته "اي مالڪ! تو بنو هوازن جا ٻار ٻچا، سوارن جي سامهون آڻي ڪو چڱو ڪم نه ڪيو آهي. انهن کي سندن علائقي جي هٿيڪن ماڳن تي موڪلي ڇڏ. تنهن ڪانپوءِ گهوڙي جي پٺ تي ويهي بي دينن سان مهاڏو اٽڪاءِ. جيڪڏهن تون ڪٽي وئين ته پويان اچي توسان ملندا پر جي هاراءِ ته به گهٽ ۾ گهٽ تنهنجا ٻار ٻچا ته هٿيڪا هوندا."

پر سپهه سالار مالڪ اها رٿ ٺڏي ڇڏي ۽ چيو ته "الله جو قسم! آئون ائين نٿو ڪري سگهان. تون پوڙهو ٿي ويو آهين ۽ تنهنجو عقل جواب ڏئي ويو آهي. والله! يا ته هوازن منهنجي اطاعت ڪن يا آئون هن تلوار تي ٽيڪ لڳايان ۽ اها منهنجي پٺ مان آرپار ٿي وڃي." حقيقت ۾ مالڪ نٿي چاهيو ته هن جنگ ۾ دُرَيد جو نالو يا صلاح به شامل ٿئي. هوازن چيو ته اسان تنهنجي پويان آهيون. تنهن تي دُرَيد چيو ته "هيءَ اهڙي جنگ آهي، جنهن ۾ آئون نه (صحيح طور تي) شامل آهيان ۽ نه (صفا) ڌار آهيان.

يَا لَيْتَنِي فِيهَا جَذَعْ ... أَخُبّ فِيهَا وَأَضَعْ
أَقُودُ وَطْفَاءَ الدمَعْ ... كَأَنّهَا شَاةٌ صَدَعْ

"ڪاش آئون هن مهل جوان هجان ها. وٺ پڪڙ ۽ ڊوڙڊڪ ڪريان ها. ڊگهين ٽنگن، وڏن وارن ۽ پلي گهوڙي تي سواري ڪريان ها. (يعني ان تي چڙهي مسلمانن سان وڙهان ها.)

**دشمنن جا خابرو:-** ان ڪانپوءِ مالڪ جا اهي خابرو پهتا، جيڪي مسلمانن جي چرپر جي خبر چار وٺڻ ويا هئا. سندن حالت اها هئي جو سندن سنڌ سنڌ ساٿا ٿي ويا هئا. مالڪ چيو ته: "ستياناس ٿِيِنَوَ!، هي توهان کي ڇا ٿيو آهي؟" انهن وراڻيو ته: "اسان چٽڪمرن گهوڙن تي ڳورا چٽا انسان ڏٺا، تنهن ڪانپوءِ اسان جي اها حالت ٿي وئي، جيڪا تون ڏسين پيو."

**پاڻ سڳورن ﷺ جا خابرو:-** ٻئي پاسي پاڻ سڳورن ﷺ کي به دشمنن جي ڪاهي اچڻ جون خبرون پهچي چڪيون هيون، تنهنڪري پاڻ سڳورن ﷺ ابو حدرد اسلمي رضي الله عنه کي اهو حڪم ڏئي موڪليو ته انهن سان ملي جلي وڃي رهي ۽ حالتن جي نيڪ نيڪ خبر وٺي موٽي اچي پاڻ سڳورن ﷺ کي ڄاڻ ڏي. هن ائين ئي ڪيو.

**پاڻ سڳورا ﷺ مڪي کان حنين ڏانهن:-** ڇنڇر 6 شوال 8 هه تي پاڻ سڳورا ﷺ مڪي مان هليا. ان ڏينهن پاڻ سڳورن ﷺ کي مڪي ۾ رهندي اوڻيهون ڏينهن ٿيو هو. ٻارنهن هزار فوج پاڻ سڳورن ﷺ سان گڏ هئي. ڏهه هزار اها جيڪا مڪي فتح ڪرڻ مهل پاڻ سڳورن ﷺ سان گڏ

هئي ۽ ٻہ هزار مڪي جا رهاڪو هئا، جن ۾ گهڻائي نوَن مسلمانن جي هئي. پاڻ سڳورن ﷺ، صفوان بن اُميہ کان هڪ سؤ زرهون، سمورن اوزارن سان گڏ اوڌاريون ورتيون ۽ عتاب بن اَسيد ﷺ کي مڪي جو گورنر مقرر ڪيائون.

ٻنپهرن ڪانپوءِ هڪ سوار اچي ٻڌايو تہ مون فلاڻي فلاڻي جبل تي چڙهي ڏٺو تہ رڳو بنو هوازن پئي ڏسڻ ۾ آيا. ساڻن عورتون، جانور ۽ ٻڪريون بہ آهن. پاڻ سڳورن ﷺ مسڪرائيندي فرمايو تہ "انشاءَ الله! سڀاڻي اهو سڀ مسلمانن جو مال غنيمت هوندو." رات ثي تہ حضرت انس بن ابي مرثد غنوي ﷺ پاڻمرارو پهرو ڏنو.([1])

حنين ويندي گس تي ماڻهن هڪ ٻير جو وڻ ڏٺو، جنهن کي ذات اَنوَاط چيو ويندو هو. (مشرڪ) عرب ان تي پنهنجا هٿيار لٽڪائيندا هئا ۽ ان وٽ پنهنجا جانور ڪهندا هئا ۽ اتي ميلو لڳائيندا هئا. ڪن فوجين پاڻ سڳورن ﷺ کي چيو تہ "توهان ﷺ اسان لاءِ ذات انواط ناهي ڏيو، جيئن انهن جو ذات انواط آهي. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "الله اڪبر! ان هستيءَ جو قسم جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، توهان اهڙي ئي ڳالهہ ڪئي آهي، جهڙي موسيٰ عليه السلام جي قوم چئي هئي تہ: ﴿اجْعَلْ لَنَا إِلَهًا كَمَا لَهُمْ آلِهَةٌ﴾ "اسان جي لاءِ بہ هڪ معبود بناءِ جهڙي نموني انهن جي لاءِ معبود آهي" لڳي ٿو تہ توهان بہ انهن جا پير ورتا آهن.([2])

واٽ تي ڪن ماڻهن لشڪر جي گهڻائي ڏسي چيو تہ اسين اڄ هارائي ئي نٿا سگهون. پاڻ سڳورنﷺ کي اها ڳالهہ نہ وڻي هئي.

**اسلامي لشڪر تي تيراندازن جو اوچتو حملو:-** اسلامي لشڪر، اڱاري ۽ اربع جي وچ واري رات جو 10 شوال تي حنين پهتو پر مالڪ بن عوف هتي پهرين پهچي، پنهنجو لشڪر رات جي پيٽ ۾ ئي هن واديءَ ۾ لاهي، ان کي رستن، لنگهن، لڪن، لڪل جڳهين ۽ دڙن ۾ ڦهلائي ۽ لڪائي ڇڏيو هو ۽ ان کي حڪم ڏئي ڇڏيو هو تہ جيئن ئي مسلمان ڏسڻ ۾ اچن تہ کين تيرن سان پروڻ ڪري ڇڏجؤ ۽ پوءِ انهن تي اوچتو ڪاهي پئجو.

ٻئي پاسي سج ابرڻ مهل پاڻ سڳورن ﷺ لشڪر جي ترتيب ۽ تنظيم ڪئي ۽ جهنڊا ٻڌي ماڻهن ۾ ورهايا، پوءِ صبح ساڻ مسلمانن اڳتي وڌي حنين جي واديءَ ۾ پير پاتا. انهن کي دشمن جي ڪابہ ڄاڻ نہ هئي تہ ڪو واديءَ جي سوڙهن لنگهن تي ثقيف ۽ هوازن جا مانجهي مرد گهات هڻيو وينا آهن، ان ڪري اهي اڻڄاڻائيءَ جي حالت ۾ ڏاڍي اطمينان سان لهي رهيا هئا تہ اوچتو مٿن تيرن

---

[1] - سنن ابي دائود مع المعبود (2/317) باب فضل الحرس في سبيل الله.

[2] - ترمذي (2/41)، مسند احمد (5/281).

جو وسڪارو شروع ٿي ويو. ان ڪانپوءِ هڪدم دشمنن جي ڪٽڪن گڏجي حملو ڪيو. ان اوچتي ڪاھ جي ڪري مسلمان پاڻ جهلي نہ سگهيا ۽ انهن ۾ ڦڙڦوٽ پئجي وئي. اھا پڌري پٽ ھار ٿيندي ڏسي ابوسفيان بن حرب, جيڪو اجا تازو مسلمان ٿيو هو, چيو تہ "هاڻي هنن جي ڀڄ ڀڄان سمنڊ ڪان پهرين پوري ڪانہ ٿيندي." جبلہ يا ڪلده بن جنيد هڪل ڪري چيو تہ "ڏسو اڄ جادو ڪوڙو ٿي ويو."

اھو ابن اسحاق جو بيان آھي. براءَ بن عازب ﷺ جو صحيح بخاريءَ ۾ آيل بيان ان ڪان مختلف آهي. انهن چيو تہ هوازن, تيرانداز هئا. اسان حملو ڪيو تہ وني ڀڳا. تنهن ڪانپوءِ اسان غنيمت تي ڪاهي پياسين تہ اسان جي تيرن سان آجيان ڪئي وئي.[1]

حضرت انس ﷺ جو صحيح مسلم ۾ ڏنل بيان ڏسڻ ۾ تہ ان ڪان ٿورو مختلف لڳي ٿو پر گهڻي حد تائين ان جي تائيد ڪري ٿو. حضرت انس ﷺ جو بيان آهي تہ" اسان مڪو فتح ڪيو, پوءِ حنين تي چڙهائي ڪئيسين. مشرڪ اهڙو سهڻي نموني قطارون ٻڌي بيٺا هئا, جهڙيون مون اڳي ڪڏهن نہ ڏٺيون هيون. سوارن جي قطار, وري پيادن جي قطار, وري انهن جي پٺيان عورتون, وري رڍون ٻڪريون, پوءِ ٻيا جانور. اسين گهڻائيءَ ۾ هئاسين. اسان جا سوار ميمنہ ۾ خالد بن وليد ﷺ جي اڳواڻيءَ ۾ هئا, پر انهن (دشمنن جي تير هڻڻ ڪري) اسان جي پٺيان اچي پناھ ورتي ۽ ٿوري دير ۾ اسان جا سوار پٺي روانا ٿيا. اعرابي بہ ڀڄي ويا ۽ اهي ماڻهو بہ, جن کي تون ڄاڻي سڃاڻين ٿو."[2]

بهرحال جڏهن ڦڙڦوٽ پئي تہ پاڻ سڳورن ﷺ ساڄي پاسي بيهي هڪل ڪئي "هيڏانهن اچو آئون عبدالله جو پٽ محمد ﷺ آهيان." ان وقت پاڻ سڳورن ﷺ سان گڏ ڪجهہ مهاجرن ۽ ڪٽنب وارن ڪانسواءِ ڪير بہ نہ هو.[3]

انهن نازڪ لمحن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي بي مثال شجاعت پڌري ٿي. يعني اهڙي شديد ڀڄ ڀڄان هوندي بہ پاڻ سڳورن ﷺ جو چهرو مبارڪ ڪافرن ڏانهن هو ۽ پاڻ سڳورا ﷺ اڳتي وڌڻ لاءِ خچر کي اڙي هڻي رهيا هئا ۽ فرمائي رهيا هئا تہ:

اَنَا النَّبِيُّ لاَكَذِب     اَنَا ابنُ عَبدِالُمطَّلِب

---

1 - صحيح بخاري: باب ويوم حنين اذا عجبتكم.

2 - فتح الباري (29/8).

3 - ابن اسحاق مطابق اهي نوَ يا ڏهہ ڄڻا هئا. نووي جو بيان آهي تہ: پاڻ سڳورن ﷺ سان گڏ ٻارنهن ڄڻا ثابت قدم بيٺا رهيا. امام احمد ۽ حاڪم, ابن مسعود ﷺ کان روايت آندي آهي تہ آئون حنين واري ڏينهن پاڻ سڳورن ﷺ سان گڏ هوس. ماڻهو پٺ ڏئي ڀڄي ويا هئا, پر پاڻ سڳورن ﷺ سان گڏ اسي مهاجر ۽ انصار بيٺا رهيا. اسين پيادا هئاسين ۽ اسان پٺ نہ ورائي. ترمذيءَ, سند حسن سان ابن عمر ﷺ جي حديث ڏني آهي تہ: "مون پنهنجن همراهن کي حنين واري ڏينهن ڏٺو تہ انهن پٺ ڪٽي ڦيري آهي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ سان گڏ هڪ سؤ ڄڻا بہ نہ آهن. (فتح الباري 29/8, 30).

"يعني آئون نبي آهيان اهو ڪوڙ ڪونهي. آئون عبدالمطلب جو پٽ آهيان."

پر ان مهل ابو سفيان بن حارث ﷺ پاڻ سڳورن ﷺ جي خچر جي واڳ جهلي بيٺو هو ۽ حضرت عباس ﷺ رڪاب ڪٽي جهلي هئي ته متان تيزيءَ سان اڳتي نڪري نه وڃي. ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي چاچي عباس ﷺ کي، جن جو آواز ڳرو هو، حڪم ڪيو ته پاڻ صحابه سڳورن رضي الله عنهم کي هڪل ڪري حضرت عباس ﷺ جو بيان آهي ته مون وڏي واڪي هڪل ڪئي ته "وڻ وارؤ...!(بيعت رضوان وارؤ) ڪٿي آهيو؟ والله اهي منهنجو آواز ٻڌي ائين مڙيا، جڻ ڳئون پنهنجن ٻچن ڏانهن مڙي ٿي ۽ وراڻيائون ته "هائو، هائو، اچون پيا، اچون پيا."[1] حالت اها ٿي جو ڪنهن شخص پنهنجي اٺ کي موڙڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي ۽ اهو نٿي مڙيو ته پنهنجي زره ان جي ڳچيءَ تي اڇلائي هٽي، پنهنجي تلوار ۽ ڍال سنڀالي، اٺ تان ٽپي ٿي پيو ۽ اٺ کي ڇڏي سڌ ڏانهن ٿي ڀڳو. اهڙيءَ طرح جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ وٽ سؤ کن ماڻهو اچي گڏ ٿيا ته انهن، دشمنن جي آجيان ڪندي ٻيهر لڙائي شروع ڪري ڏني.

ان ڪانپوءِ انصارن کي هڪلون ڪيون ويون." او انصاريو! او...انصاريو! " پوءِ اهي هڪلون بنوحارث بن خزرج تائين محدود ٿي ويون. ٻئي پاسي مسلمان جتا جهڙيءَ رفتار سان ميدان ڇڏي ويا هئا، اهڙيءَ رفتار سان ئي هڪٻئي جي پنيان موٽڻ لڳا ۽ ڏسندي ئي ڏسندي ڇتي جنگ ڇڙي پئي. پاڻ سڳورن ﷺ، جنگ جي ميدان ڏانهن نهاري ڏٺو ته ڇتي ويڙهه پئي هلي. فرمايائون ته "هاڻي باهه ڀڙڪي چڪي آهي." پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ پٽ تان هڪ مٺ جيتري مٽي کڻي دشمنن ڏانهن اڇلائيندي فرمايو ته " شَاهَتْ الْوُجُوهُ " (چهرا بگڙي وڃن.) اها مٺ جيتري مٽي اهڙيءَ طرح پکڙي جو دشمنن جو اهڙو ڪوبه ماڻهو نه بچيو، جنهن جي اک ۾ مٽي نه وئي هجي. ان ڪانپوءِ سندن سگهه ٽٽي پئي ۽ سندن ڪم لهي ويو.

**دشمنن جي هار:-** مٽي اڇلڻ جي ڪجهه گهڙين ڪانپوءِ دشمنن کي پڌري شڪست نصيب ٿي. ثقيف جا اٽڪل ستر ماڻهو مارجي ويا ۽ سندن سمورو مال، هٿيار، ٻار ۽ ٻچا مسلمانن جي هٿ لڳا. ان بابت ئي الله تعاليٰ پنهنجي هن قول ۾ ارشاد فرمايو آهي ته:

﴿وَيَوْمَ حُنَيْنٍ إِذْ أَعْجَبَتْكُمْ كَثْرَتُكُمْ فَلَمْ تُغْنِ عَنْكُمْ شَيْئًا وَضَاقَتْ عَلَيْكُمُ الْأَرْضُ بِمَا رَحُبَتْ ثُمَّ وَلَّيْتُمْ مُدْبِرِينَ (25) ثُمَّ أَنْزَلَ اللَّهُ سَكِينَتَهُ عَلَى رَسُولِهِ وَعَلَى الْمُؤْمِنِينَ وَأَنْزَلَ جُنُودًا لَمْ تَرَوْهَا وَعَذَّبَ الَّذِينَ كَفَرُوا وَذَلِكَ جَزَاءُ الْكَافِرِينَ (26)﴾(التوبة)

---

[1] - صحيح مسلم (100/2).

”۽ (پڻ جنگ) حنين جي ڏينهن جو جڏهن اوهان جي گهڻائيءَ اوهان کي عجب ۾ وڌو ۽ اوهان کان اوهان جي گهڻائي ڪجهه بہ نہ ٽاري سگهي ۽ زمين پنهنجي ويڪرائي هوندي (بہ) اوهان تي سوڙهي ٿي ويئي، پوءِ اوهين پٺيرا ٿي ڦريوَ. موٽي الله پنهنجي پار کان آرام پنهنجي پيغمبر تي ۽ مؤمنن تي لاٿو ۽ (ملائڪن جو) لشڪر لاٿائين جن کي نہ ٿي ڏٺو ۽ ڪافرن کي سزا ڏنائين ۽ اها ڪافرن جي سزا آهي.“

**دشمنن جو تعاقب ۾ :-** هارائڻ کانپوءِ دشمنن جي هڪ ٽولي طائف ڏانهن ڀاڄ ڪاڍي، هڪ نخلہ ڏانهن ڀڳو ۽ هڪ اوطاس جي واٽ ورتي. ٻنهي ڌرين ۾ ٿورڙي جهڙپ بہ ٿي، ان کانپوءِ مشرڪ ڀڄي نڪتا. باقي هن ئي جهڙپ ۾ دستي جو اڳواڻ حضرت ابو عامر اشعري ؓ شهيد ٿي ويو.

مسلمان شهسوارن جي هڪ ٻي جماعت، نخلہ ڏانهن ڀڄندڙ مشرڪن جي پويان لڳي ۽ دُرَيد بن صمہ کي وڃي پڪڙيائون. جنهن کي ربيعہ بن رفيع ؓ ماري ڇڏيو.

هارايل مشرڪن جي ٽئي ۽ سڀ کان وڏي ٽولي جي پٺيان پاڻ سڳورا ﷺ غنيمت جو مال ميڙي هٿيڪو ڪرڻ کانپوءِ پاڻ هليا هئا، جنهن طائف جي واٽ ورتي هئي.

**غنيمت:-** غنيمت جو مال هي هو، ڇهہ هزار قيدي، چوويهہ هزار اٺ، چاليهہ هزارن کان مٿي ٻڪريون، چار هزار اَوقيہ چاندي (يعني هڪ لک سٺ هزار درهم، جنهن جو مقدار ڇهن ڪوئنٽلن کان ڪجهہ ڪلو گهٽ ٿئي ٿو) پاڻ سڳورن ﷺ اهو سڀ ڪجهہ گڏ ڪرڻ جو حڪم ڏنو. پوءِ اهو جعرانہ ۾ حضرت مسعود بن عمرو غفاري ؓ جي نگرانيءَ ۾ رکايائون ۽ جيستائين طائف جي غزوي مان آجا نہ ٿيا، اهو ورهايائون ڪونہ.

قيدين ۾ شيماءَ بنت حارث سعديہ بہ هئي، جيڪا پاڻ سڳورن ﷺ جي ٿڃ شريڪ ڀيڻ هئي. کين پاڻ سڳورن ﷺ وٽ آندو ويو ۽ سندن تعارف ڪرايو ويو تہ پاڻ سڳورن ﷺ هڪ اهڃاڻ وسيلي کين سڃاڻي ورتو. پوءِ کين ڏاڍي عزت ڏنائون ۽ پنهنجي چادر وڇائي ويهاريائون ۽ احسان ڪندي کين سندن قوم ڏانهن موڪلي ڇڏيائون.

*-*-*

# طائف وارو غزوو

اهو غزوو حقيقت ۾ حنين واري جنگ جو ئي حصو هو. جيئن تہ هوازن ۽ ثقيف جا گهڻا ڀاڳيلا پنهنجي اڳواڻ مالڪ بن عوف نصريءَ سان گڏ طائف ڏانهن ئي ڀڄي اچي قلعي ۾ لڪا هئا، تنهنڪري پاڻ سڳورا ﷺ، حنين مان واندا ٿي ۽ جعرانہ ۾ غنيمت جو مال سنڀالي رکي، ان ئي مهيني شوال سنہ 8 ھ ۾ طائف ڏانهن هليا.

هن مقصد لاءِ پاڻ سڳورن ﷺ پهرين خالد بن وليد رضي الله عنه جي اڳواڻيءَ ۾ هڪ هزار فوجين جو دستو روانو ڪيو، پوءِ پاڻ بہ طائف ڏانهن نڪتا. واٽ تي نخلہ يمانيہ، پوءِ قرن منازل ۽ پوءِ ليہ وٽان لنگهيا. ليہ ۾ مالڪ بن عوف جو هڪ قلعو هو. پاڻ سڳون ﷺ اهو ڊهرائي ڇڏيو. پوءِ اڳتي وڌندي طائف پهتا ۽ طائف ويجهو لهي گهيرو ڪري ڇڏيائون.

گهيراءُ ڪجهہ ڊگهو ٿي ويو. جيئن صحيح مسلم ۾ **حضرت انس** رضي الله عنه کان روايت آهي تہ اهو چاليهہ ڏينهن هليو. ڪن سيرت نگارن ان جو مدو ويهہ ڏينهن ٻڌايو آهي، ڪن ڏهن ڏينهن کان وڌيڪ، ڪن ارڙهن ڏينهن تہ ڪن وري پندرنهن ڏينهن.([1])

گهيراءُ هلندي ٻنهي پاسان تير ۽ پٿر اڇلبا رهيا، پر شروع ۾ تہ مسلمانن تي ايڏا تير وسايا ويا، ڄڻ هوا ۾ مڪڙ اڏامي رهيا هجن. ان سان گهڻائي مسلمان گهائجي پيا ۽ ٻارنهن ڄڻا شهيد ٿي ويا ۽ انهن (مسلمانن) کي پنهنجي ڪيمپ کڻي موجوده طائف واري مسجد وٽ اچڻو پيو.

پاڻ سڳورن ﷺ، انهن حالتن کي منهن ڏيڻ لاءِ طائف وارن لاءِ منجنيقون لڳرايون ۽ ڪافي گولا اڇليا، جنهن سان قلعي جي ڀت ۾ سوراخ ٿي پيو ۽ مسلمانن جو هڪ ٽولو دٻابي ۾ ويهي ٻاهہ لڳائڻ لاءِ ڀت تائين پهچي ويو، پر دشمنن، انهن تي لوهہ جا تتل ٽڪرا اڇلايا، جنهن سان مجبور ٿي مسلمان دٻابي منجهان نڪري آيا، پر ٻاهر ايندي ئي دشمنن، مٿن تيرن جي وسڪار لاهي ڏني، جن سان ڪي مسلمان شهيد ٿي پيا.

پاڻ سڳورن ﷺ دشمنن کي آڻ مڃائڻ لاءِ هڪ ٻي جنگي رٿا جوڙي حڪم ڏنو تہ انگورن جا وڻ ڪٽي ساڙيا وڃن. مسلمانن اهو ڪم زور شور سان ڪيو. تنهن تي ثقيف وارن الله ۽ مٽي مائٽيءَ جا واسطا وجهي گذارش ڪئي تہ وڻ ڪٽڻ بند ڪيا وڃن. پاڻ سڳورن ﷺ الله جي واسطي ۽ مٽي مائٽيءَ جي ڪري پنهنجو هٿ جهلي ورتو.

---

[1] - فتح الباري (45/8).

گهيراءُ هلندي پاڻ سڳورن ﷺ پڙهو گهمارايو ته جيڪو به غلام قلعي مان لهي اسان وٽ ايندو، اهو آزاد آهي. ان پڙهي ڪانپوءِ ٽيهه ڇٽا قلعي مان نڪري اچي مسلمانن سان مليا. ([1]) انهن ۾ ئي حضرت ابوبڪره رضي الله عنه به هو. پاڻ قلعي جي پٽ تي چڙهي هڪ چرخيءَ يا گراڙيءَ وسيلي (پوڻ جنهن سان کوهه مان پاڻي پربو هو.) لٽڪي هيٺ آيا هئا جيئن ته (گراڙيءَ يعني پوڻ کي عربيءَ ۾ بڪره چون ٿا.) ان ڪري پاڻ سڳورن ﷺ سندن ڪنيت ابوبڪره رکي ڇڏي. انهن سڀني غلامن کي پاڻ سڳورن ﷺ آزاد ڪري ڇڏيو ۽ هرهڪ کي هڪ هڪ مسلمان جي حوالي ڪيو ته ان کي سامان ڏنو وڃي. اهو حادثو قلعي وارن لاءِ ڪاپاري ڏک هو.

جڏهن گهيراءُ ڊگهو ٿي ويو ۽ قلعو هٿ ايندي ڏسڻ ۾ نه پئي آيو ۽ مسلمانن تي تيرن جي وسڪار ۽ تتل لوهه اڇلايو ويو ۽ ٻئي پاسي قلعي وارن سڄي سال جو کاڌو پيتو گڏ ڪري ورتو هو، تنهن تي پاڻ سڳورن ﷺ نوفل بن معاويه ديلي سان صلاح ڪئي. ان چيو ته لومڙي پنهنجي گهر ۾ گهڙي وئي آهي. جيڪڏهن توهان چمي بيٺا ته (نيٺ) جهلي وٺندا ۽ جي ڇڏي هليا ويندا ته اهي توهان کي ڪجهه به ڪري نه سگهندا. اهو ٻڌي پاڻ سڳورن ﷺ گهيرو ختم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ۽ عمر رضي الله عنه جي ذريعي پڙهو ڏياريو ته اسين انشاءَ الله سڀاڻي موٽي ويندا سين، پر اهو اعلان اصحابي سڳورن رضي الله عنهم کي نه وڻيو. اهي چوڻ لڳا ته "هون! طائف فتح ڪري موٽبو!" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته "چڱو پوءِ سڀاڻي لڙائيءَ لاءِ هلنداسين." تنهن ڪانپوءِ ٻئي ڏينهن ماڻهو لڙائيءَ لاءِ ويا پر ڏک کائڻ کانسواءِ ڪجهه به هٿ حاصل نه ٿين ته ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ وري فرمايو ته "انشاءَ الله! اسين سڀاڻي موٽنداسون. تنهن تي ماڻهن ۾ خوشيءَ جي لهر ڊوڙي وئي ۽ انهن ڪجهه ڪڇڻ کانسواءِ سامان ٻڌڻ شروع ڪيو. اها حالت ڏسي پاڻ سڳورا ﷺ مرڪندا رهيا. ان ڪانپوءِ جڏهن ماڻهو ٽپڙ ٻڌي هلڻ لڳا ته پاڻ سڳورن ﷺ هيئن فرمايو ته:

"آئِبُونَ، تَائِبُونَ، عَابِدُونَ لِرَبِّنَا حَامِدُونَ"

يعني اسين موٽڻ وارا، توبه ڪرڻ وارا، عبادت گذار آهيون ۽ پنهنجي پالڻهار جي ساراهه ڪندا آهيون.

چيو ويو ته "يا رسول الله ﷺ! توهان ثقيف کي پٽيو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته "اي الله! ثقيف کي هدايت ڏي ۽ انهن کي اسان ڏانهن آڻ."

**جعرّانه ۾ غنيمت جي مال جي ورڇ:-** پاڻ سڳورا ﷺ گهيراءُ ختم ڪري موٽيا ته جعرانه ۾ غنيمت جي مال جي ورڇ ڪرڻ کانسواءِ گهٽائي ڏينهن ترسي پيا. دير ڪرڻ جو ڪارڻ اهو هو ته متان

[1] - صحيح بخاري (260/2).

هوازن جو وفد تائب ٿي پاڻ سڳورن ﷺ وٽ اچي ۽ انهن جيڪي ڪجهه هٿان وڃايو آهي، اهو سڀ وٺي وڃي. پر دير ڪرڻ ڪانپوءِ بہ جڏهن ڪير نہ پهتو تہ پاڻ سڳورن ﷺ مال ورهائڻ شروع ڪيو تہ جيئن قبيلن جا سردار ۽ مڪي جا چڱا مڙس، جيڪي وڏي لالچ سان ڏسي رهيا هئا، تن جون زبانون بند ٿي وڃن. مؤلفة القلوب([1]) جو پاڳ سڀ کان پهرين وريو ۽ کين وڏيون وڏيون پتيون ڏنيون ويون.

ابوسفيان بن حرب کي چاليهہ اَوقيہ (ڇهہ ڪلو کان ڪجهہ گهٽ چاندي) ۽ هڪ سؤ اٺ ڏنا ويا.([2]) هن چيو تہ "منهنجو پٽ يزيد؟" پاڻ سڳورن ﷺ ايترو ئي يزيد لاءِ بہ ڏنو. هن چيو تہ " ۽ منهنجو پٽ معاويہ؟" پاڻ سڳورن ﷺ ايترو ئي حصو معاويہ کي بہ ڏنو. (يعني اڪيلي ابوسفيان کي پٽن سميت اٽڪل ارڙهن ڪلو چاندي ۽ ٽي سؤ اٺ مليا ويا.)

حڪيم بن حزام کي هڪ سؤ اٺ ڏنا ويا تہ هن وڌيڪ سؤ اٺن جي گهر ڪئي. تنهن تي کيس بيا بہ سؤ اٺ ڏنا ويا. اهڙيءَ طرح صفوان بن اُميہ کي سؤ اٺ، وري سؤ اٺ ۽ وري سؤ اٺ (ڪل ٽي سؤ اٺ) ڏنا ويا.

حارث بن ڪلده کي بہ سؤ اٺ ڏنا ويا ۽ ڪن ٻين قريش ۽ غير قريش سردارن کي بہ سؤ سؤ اٺ ڏنا ويا. ڪن ٻين کي پنجاهہ پنجاهہ ۽ چاليهہ چاليهہ اٺ ڏنا ويا. ايستائين جو اها ڳالهہ ڦهلجي وئي تہ محمدﷺ اهڙيءَ طرح عطيو ڏي ٿو جڻ کين ڪنهن جو ڊپ ئي ڪونهي. تنهن ڪانپوءِ اعرابي مال وٺڻ لاءِ ڪاهي پيا ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کي هڪ وڻ هينان اچي سوڙهو ڪيائون. اتفاق سان پاڻ سڳورن ﷺ جي چادر هڪ وڻ ۾ ڦاسي پئي. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "منهنجي چادر ورائي ڏيو. ان هستيءَ جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، جيڪڏهن مون وٽ تهامہ جي وڻن جيترا جانور هجن تہ اهي بہ توهان ۾ ورهائي ڇڏيندس، پوءِ بہ توهان مون کي نڪو بخيل ڏسندؤ نہ پاڙيو ۽ نہ ئي ڪوڙو."

ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي اٺ جي پرِ ڀيهي ان جي ٿوهي تان ڪجهہ وار پٽيا ۽ چپٽيءَ ۾ جهلي مٿي ڪندي فرمايائون تہ "والله مون لاءِ هن مال مان ڪجهہ بہ نہ بچيو آهي، ويندي ايترا وار بہ نہ. رڳو خمس آهي ۽ اهو بہ توهان ۾ ئي ورهايو آهي."

مؤلفة القلوب کي ڏيڻ ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ، حضرت زيد بن ثابت ﷛ کي حڪم ڏنو تہ غنيمت جو مال ۽ فوج کي گڏي، ماڻهن ۾ غنيمت جي مال جي ورڇ جو ڪاٿو لڳائي. ان ائين

---

[1] - اهي ماڻهو جيڪي نوان مسلمان ٿيا هجن ۽ سندن دليون ڳنڍڻ لاءِ کين مالي مدد ڏني وڃي تہ جيئن اهي اسلام کي مضبوطيءَ سان جهلين.

[2]- الشفاء بتعريف حقوق المصطفيٰ للقاضي عياض (68/1).

ڪيو تہ هڪ هڪ فوجيءَ جي پتيءَ ۾ چار چار اٺ ۽ چاليھ چاليھ ٻڪريون آيون. جيڪي شهسوار هئا، تن کي ٻارنهن اٺ ۽ هڪ سؤ ويھ ٻڪريون مليون.

اها ورچ ڏاهپ ڀري سياست تي ٻڌل هئي، ڇوتہ دنيا ۾ اهڙا گهڻائي ماڻهو آهن جيڪي پنهنجي عقل سان نہ پر پيٽ وسيلي سڌا ڪيا تا وڃن. يعني جيئن جانورن کي گاهہ جي مٺ ڏيکاربي تہ اهي ان ڏانهن وڌندا اچي پنهنجي جاءِ تي پهچندا آهن، اهڙيءَ طرح مٿي ڄاڻايل ماڻهو پاڻ ڏانهن ڇڪڻ لاءِ بہ مختلف طريقا استعمال ڪبا آهن تہ جيئن اهي ايمان سان مانوس ٿي ان لاءِ پرجوش ٿي وڃن. [1]

**انصارن ۾ ڏک ۽ بيچينيءَ جي لهر:**- اها سياست پهرين تہ ڪنهن کي سمجهہ ۾ نہ آئي، ان ڪري ڪن اعتراض ڪيو. انصارن تي ان فيصلي جو وڏو اثر پيو هو، ڇوتہ اهي سيئي حنين جي انهن عطين کان مورڳوئي محروم رکيا ويا هئا. جڏهن تہ مشڪل مهل انهن کي ئي سڏيو ويو هو ۽ اهي ئي اڏامي پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهتا هئا ۽ پاڻ سڳورن ﷺ سان ملي اهڙي جنگ ڪيائون جو هارايل بازي فتح ۾ بدلجي وئي، پر هاڻي اهي ڏسي رهيا هئا تہ ڀڄڻ وارن جا هٿ ڀريل هئا ۽ اهي پاڻ خالي هٿين هئا. [2]

ابن اسحاق، ابوسعيد خدري رضي الله عنه کان روايت آندي آهي تہ جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ قريشن ۽ عرب قبيلن کي عطيا ڏنا ۽ انصارن کي ڪجهہ نہ مليو تہ انصار دل ئي دل ۾ وتڃڻ سڄڻ لڳا ۽ انهن ۾ چوٻول ٿيڻ لڳو. ايستائين جو ڪنهن چئي ڏنو تہ الله جو قسم! پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجي قوم سان وڃي مليا آهن. ان ڪانپوءِ حضرت سعد بن عبادة رضي الله عنه پاڻ سڳورن ﷺ وٽ آيو ۽ چيائين تہ "يا رسول الله ﷺ! توهان هن مليل "فَيءِ" جي مال جو جيڪي ڪجهہ ڪيو آهي، تنهن تي انصار دل ئي دل ۾ ڪڙهن پيا. توهان اهو پنهنجي قوم ۾ ورهايو، عرب قبيلن کي وڏا وڏا عطيا ڏنا پر انصارن کي ڪجهہ نہ ڏنو." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ اي سعد! تنهنجو ان باري ۾ ڇا خيال آهي؟" وراڻيائين تہ "يا رسول الله ﷺ! آئون بہ پنهنجي قوم جو ئي هڪ فرد آهيان." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "ڇگو پوءِ پنهنجي قوم کي خيمي ۾ آڻي ويهار." سعد رضي الله عنه جن انصارن کي آڻي خيمي ۾ گڏ ڪيو. ڪجهہ مهاجر بہ آيا تہ انهن کي اندر اچڻ ڏنو. پوءِ ٻيا ڪي ماڻهو آيا تہ انهن کي موٽائي ڇڏيو. جڏهن سڀ ماڻهو اچي گڏ ٿيا تہ حضرت سعد رضي الله عنه پاڻ سڳورن ﷺ کي اچي ٻڌايو تہ سمورا انصار اچي مڙيا آهن. پاڻ سڳورن ﷺ انهن وٽ آيا ۽ الله جي حمد ۽ ثنا ڪانپوءِ فرمايائون تہ:

[1] - فقہ السيره، محمد غزالي (ص:298، 299.).

[2] - فقہ السيره، محمد غزالي (ص:298، 299).

"انصاريو! توهان ۾ هيءَ ڪهڙي ڪسر پسر ٿي رهي آهي، جيڪا مون تائين پهتي آهي! ۽ اها ڪهڙي ڪاوڙ آهي جيڪا توهان دل ۾ رکيو وينا آهيو! ڇا ائين ڪونهي ته آئون توهان وٽ ان وقت آيو هوس جو توهان گمراهه هئا، الله توهان کي هدايت ڏني ۽ محتاج هئا، الله توهان کي غني بڻايو ۽ پاڻ ۾ وڙهيل هئا، الله توهان جون دليون ڳنڍي ڇڏيون؟" ماڻهن چيو ته "بلڪل! الله ۽ ان جي رسول جا اسان تي وڏا احسان آهن."

ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته " انصاريو! مون کي ورندي ڇو نه پيا ڏيو؟" انصارن چيو ته "يا رسول الله! پلا اسين ڪهڙي ورندي ڏيون؟ الله ۽ ان جي رسول جا اسان تي وڏا احسان آهن." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته " ڏسو! **الله** جو قسم! جيڪڏهن توهان چاهيو ته چئي سگهو ٿا ۽ سچ ئي چوندؤ ۽ توهان جي ڳالهه سچ ئي سمجهي ويندي ته پاڻ ﷺ اسان وٽ ان حالت ۾ پهتا جو سندن انڪار ڪيو ويو هو، اسان سندن تصديق ڪئي، ڪين نڌڻڪو ڇڏيو ويو هو، اسان سندن مدد ڪئي. ڪين تڙيو ويو هو، اسان ڪين نڪاڻو ڏنو، پاڻ ﷺ محتاج هئا، اسان سندن ڏک درد ونڊيا.

اي انصاريو! توهان دنيا جي هن عارضي دولت لاءِ پنهنجي دل ۾ ڪاوڙ رکي آهي، جنهن جي ذريعي مون ماڻهن جون دليون ڳنڍيون هيون ته جيئن اهي مسلمان ٿي وڃن ۽ توهان کي توهان جي اسلام جي حوالي ڪري ڇڏيو هئم. اي انصاريو! ڇا توهان ان ڳالهه مان خوش نه آهيو ته ماڻهو ته اٺ ٻڪريون ڪاهي وڃن ۽ توهان الله جي رسول کي ساڻ ڪري پنهنجن گهرن ڏي موٽو؟ ان هستيءَ جو قسم جنهن جي هٿ ۾ محمد ﷺ جي جان آهي، جيڪڏهن هجرت نه ٿئي ها ته آئون به انصارن منجهان ئي هڪ ڄڻو هجان ها. جيڪڏهن سڀ ماڻهو هڪڙي واٽ وٺن ۽ انصار ٻي واٽ تي هلن ته آئون به انصارن جي واٽ تي هلندس. اي الله رحم ڪر انصارن تي ۽ سندن پٽن تي ۽ سندن پٽن جي پٽن تي."

پاڻ سڳورن ﷺ جو خطاب ٻڌي ماڻهو ايترو رنا جو سندن ڏاڙهيون پُسي ويون ۽ چوڻ لڳا ته "اسين ان ۾ راضي آهيون ته اسان جي پتيءَ ۽ ڀاڱي ۾ الله جو رسول هجي." ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ موٽي ويا ۽ اهي (انصار) ڇڙوڇڙ ٿي ويا.([1])

**هوازن جي وفد جو پهچڻ:-** غنيمت جو مال ورهائجڻ ڪانپوءِ هوازن جو وفد مسلمان ٿي پهتو. اهي ڪل چوڏنهن ڄڻا هئا. سندن مهندار زُهير بن صرَد هو ۽ انهن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جو رضاعي چاچو ابو برقان به هو. وفد سوال ڪيو ته مهرباني ڪري قيدي ۽ مال موٽائي ڏيو. هنن اهڙيءَ طرح ڳالهه ڪئي جنهن سان دليون نرم ٿي وڃن. (2) پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته "مون سان

[1] - ابن هشام (2/499، 500) – اهڙي هڪ روايت صحيح بخاريءَ ۾ به آهي (2/620، 621).

ڳڻ جيڪي ماڻهو آهن. تن کي ڏسو پيا ۽ مون کي سچ وڏيڪ وڻندو آهي. ان ڪري ٻڌايو تہ توهان کي پنهنجا ٻار ٻچا پيارا آهن يا مال؟" انهن وراڻيو تہ "اسان جي نظر ۾ خانداني شرف جهڙي ٻي ڪابہ شيءِ نہ آهي." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "چڱو پوءِ جڏهن اڳين نماز پڙهي وٺان تہ توهان اٿي چئجوُ تہ اسين پاڻ سڳورن ﷺ کي مؤمنن لاءِ سفارشي ٿا ڪريون ۽ مؤمنن کي پاڻ سڳورن ﷺ لاءِ سفارشي ٿا ڪريون تہ جيئن پاڻ سڳورا ﷺ اسان جا قيدي اسان کي موٽائي ڏين." ان ڪانپوءِ جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ نماز کان فارغ ٿيا تہ انهن همراهن ائين ئي چيو جواب ۾ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "جيستائين حصي جو تعلق آهي تہ جيڪي ڪجھ منهنجو ۽ بني عبدالمطلب جو آهي تہ اهو توهان لاءِ آهي، باقي ٻين کان آئون ٻين ماڻهن کان اجهو ٿو پڇي وٺان." تنهن تي انصارن ۽ مهاجرن اٿي چيو تہ "جيڪي ڪجھ اسان جو آهي، اهو سڀ بہ الله جي رسول ﷺ لاءِ آهي. ان ڪانپوءِ اَقرَع بن حابس چيو تہ "پر جيڪي ڪجھ منهنجو ۽ بنو تميم جو آهي، اهو پاڻ سڳورن ﷺ لاءِ ڪونهي." عيينہ بن حصن چيو تہ "جيڪي ڪجھ منهنجو ۽ بنو فزاره جو آهي، اهو بہ پاڻ سڳورن ﷺ لاءِ ڪونهي." عباس بن مرداس بہ چيو تہ: " جيڪي ڪجھ منهنجو ۽ بنو سُليم جو آهي، اهو بہ توهان لاءِ نہ آهي." تنهن تي بنو سليم چيو تہ " نہ سائين نہ! جيڪي ڪجھ اسان جو آهي، اهو بہ پاڻ سڳورن ﷺ لاءِ آهي." تنهن تي عباس بن مرداس چيو تہ: "توهان منهنجي بيعزتي ڪئي آهي."

پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "ڏسو هي همراهہ مسلمان ٿي آيا آهن (۽ ان ڪري ئي) مون سندن قيدي ورهائڻ ۾ دير ڪئي هئي. هاڻي جڏهن مون انهن کي اختيار ڏنو تڏهن انهن ٻارن ٻچن کان وڌ ٻي ڪا شيءِ نہ سمجهي، تنهنڪري جنهن وٽ ڪو قيدي هجي، اهو پاڻهي موٽائي ڏي تہ ڏاڍو چڱو ٿيندو ۽ جيڪو پنهنجو حق روڪڻ ئي گهري ٿو تہ اهو بہ سندن قيدي تہ موٽائي ڏي. باقي ٻيهر جيڪو سڀ کان پهرين فَي جو مال هٿ ايندو، ان مان اُن ماڻهوءَ کي هڪ جي بدران ڇهوڻ ڏبو." ماڻهن چيو تہ " اسين الله جي رسول ﷺ لاءِ خوشيءَ سان ڏيڻ لاءِ تيار آهيون." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "ائين خبر ڪانہ پوندي تہ ڪير راضي آهي ۽ ڪير نہ. تنهنڪري توهان وڃو ۽ پنهنجن سردارن کي موڪليو تہ اهي توهان جي ڳالهہ مون تائين پهچائين." ان ڪانپوءِ سڀني، سندن ٻار ٻچا موٽائي ڏنا. رڳو عُيينہ بن حصن وڃي بچيو، جنهن جي پتيءَ ۾ هڪ پوڙهي آئي هئي. هن پهرين تہ موٽائڻ کان انڪار ڪيو پر پوءِ نيٺ موٽائي ڏنائين. پاڻ سڳورن ﷺ هر هڪ قيديءَ کي هڪ هڪ قبطي چادر ڏئي موٽائي ڇڏيو.

**عمرو ۽ مديني ڏانهن موٽ:-** پاڻ سڳورن ﷺ غنيمت جو مال ورهائڻ کانپوءِ جعرانہ ۾ ئي عمري جو احرام ٻڌو ۽ عمرو ادا ڪيو. ان کانپوءِ عتاب بن اُسيد رضي الله عنه کي مڪي جي واڳ ڏئي پاڻ مديني روانا ٿيا. مديني ڏانهن موٽ 24 ذي القعدة سنہ 8 هجريءَ تي ٿي. ([1])

محمد غزالي رحمه الله لکي ٿو تہ "انهن سوڀ وارن ڏينهن ۾، جڏهن الله تعاليٰ پاڻ سڳورن ﷺ جي سر تي فتح مبين جو تاج رکيو هو ۽ انهن ڏينهن ۾ ڪيڏو نہ وڏو فرق آهي، جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ هن ئي عظيم شهر ۾ اٺ ورهيہ اڳ پهتا هئا.

پاڻ سڳورا ﷺ هتي ان حالت ۾ آيا هئا جو کين لوڌي ڪڍيو ويو هو ۽ پاڻ سڳورا ﷺ پناهہ جا گهرجاؤ هئا ڌاريا ۽ ڊنل هئا ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کي قرب ۽ پنهنجائپ جي ڳولا هئي اتي جي رهاڪن پاڻ سڳورن ﷺ کي اکين تي ويهاريو پاڻ سڳورن ﷺ کي (رهڻ لاءِ) جڳهہ ڏنائون ۽ (هرطرح) مدد ڪيائون ۽ جيڪو نور پاڻ سڳورن ﷺ تي لاٿو ويو هو، تنهنجي پيروي ڪيائون ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي ڪري سڄي دنيا جو وير پرايائون. هاڻي اهي ئي پاڻ سڳورا آهن جو جنهن شهر اڳي هڪ ڊنل مهاجر جي حيثيت ۾ کين پليڪار ڇيو هو، اهو شهر اڄ اٺن ورهين کانپوءِ ان حالت ۾ سندن آجيان ڪري رهيو هو جو مڪو پاڻ سڳورن ﷺ جي هٿ هيٺ آهي ۽ ان پنهنجي وڏائي ۽ جهالت کي پاڻ سڳورن ﷺ جي پيرن ۾ رکي ڇڏيو آهي ۽ پاڻ سڳورا ﷺ سندس پنيون خطائون درگذر ڪري ان کي اسلام جي ذريعي سرفراز ڪري رهيا آهن.

﴿إِنَّهُ مَنْ يَتَّقِ وَيَصْبِرْ فَإِنَّ اللَّهَ لَا يُضِيعُ أَجْرَ الْمُحْسِنِينَ (90)﴾ (يوسف)

" جيڪو پرهيزگاري ڪندو ۽ صبر ڪندو تہ الله ڀلارن جو اجر نہ وڃائيندو آهي."

*-*-*

---

[1] - فقہ السيرة (ص:303)، فتح مڪہ ۽ طائف واري غزوي جي تفصيل لاءِ زاد المعاد(2/160_201)-ابن هشام(2/389_501) - صحيح بخاري (2/612_ 622) - فتح الباري (8/3 _ 85).

# مڪي جي فتح ڪانپوءِ موڪليل سريا ۽ اهلڪار

هن ڊگهي ۽ ڪامياب سفر تان موٽڻ ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ مديني ۾ ٿورو آرام ڪيو. ان دوران پاڻ سڳورا ﷺ وفدن سان ملندا رهيا ۽ حڪومت جا اهلڪار ۽ ديني پرچارڪ موڪليندا رهيا ۽ جن ڪي الله جي دين ۾ اچڻ ۽ عربن جي ايرندڙ سگهه کي مڃڻ کان هٺ ۽ وڏائيءَ روڪي رکيو هو، تن کي آڻ مڃائيندا رهيا. انهن معاملن جو نچوڙ هتي پيش ڪجي ٿو.

**زڪواة وٺندڙ اهلڪار:**- مٿي اچي چڪو آهي تہ مڪي جي فتح ڪانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ سنہ 8 هہ جي پڇاڙيءَ ۾ مديني وريا هئا. سنہ 9 هہ جي محرم جو چنڊ نڪرندي ئي پاڻ سڳورن ﷺ، قبيلن ڏانهن صدقا وٺڻ لاءِ اهلڪار موڪلڻ شروع ڪيا، جن جا نالا هي آهن.

| اهلڪار جو نالو | اهو قبيلو جنهن ڪان زڪواة وٺڻي هئي. |
|---|---|
| 1- عُيينہ بن حصن رضي الله عنه | بنو تميم |
| 2- يزيد بن الحصين رضي الله عنه | اسلم ۽ غفار |
| 3- عباده بن بشير اشهلي رضي الله عنه | سليم ۽ مزينہ |
| 4- رافع بن مڪيث رضي الله عنه | جهينہ |
| 5- عمرو بن العاص رضي الله عنه | بنو فزاره |
| 6- ضحاڪ بن سفيان رضي الله عنه | بنو ڪلاب |
| 7- بشير بن سفيان رضي الله عنه | بنو ڪعب |
| 8- ابن اللتبيہ ازدي رضي الله عنه | بنو ذيبان |
| 9- مهاجر بن ابي اميہ رضي الله عنه | شهر صنعاء (سندس موجودگيءَ ۾ سندن خلاف اسود عنسيءَ بغاوت ڪئي.) |
| 10- زياد بن لبيد رضي الله عنه | حضر موت جو علائقو |
| 11- عدي بن حاتم رضي الله عنه | طي ۽ بنو اسد |
| 12- مالڪ بن نويره رضي الله عنه | بنو حنظلہ |
| 13- زبرقان بن بدر رضي الله عنه | بنو سعد (جي هڪ شاخ) |
| 14- قيس بن عاصم رضي الله عنه | بنو سعد (جي ٻي شاخ) |
| 15- علاءُ بن الحضرمي رضي الله عنه | بحرين جو علائقو |
| 16- علي بن ابي طالب رضي الله عنه | نجران جو علائقو (زڪواة ۽ جزيو ٻئي وٺڻ لاءِ) |

ياد رهي تہ اهي سمورا اهلڪار محرم سنہ 9 هہ ۾ ئي ڪونہ موڪليا ويا هئا، پر ڪي دير سان تڏهن موڪليا ويا جڏهن ڇاڙايل قبيلن اسلام قبوليو هو. باقي اها پڪ آهي تہ انهن اهلڪارن کي موڪلڻ جي شروعات محرم سنہ 9 هجريءَ کان ٿي هئي ۽ ان سان ئي حديبيہ واري ٺاهہ ڪانپوءِ اسلام جي ڪامياب پرچار جي ڦهلاءَ جو ڪاٿو ڪري سگهجي ٿو. باقي رهيو مڪي جي فتح ڪانپوءِ وارو دور تہ ان ۾ تہ ماڻهو الله جي دين ۾ ٽولن جا ٽولا ٿي داخل ٿيا هئا.

**سريا :-** جهڙيءَ طرح قبيلن کان زڪواة وٺڻ لاءِ اهلڪار موڪليا ويا، تهڙيءَ طرح عربستان جي عام علائقن ۾ امن امان ٿي وڃڻ ڪانپوءِ بہ ڪن جاين تي ڪجهہ فوجي مهمون موڪلڻيون پيون. جن جي فهرست هن ريت آهي.

**(1) عيينہ بن حصن فرازي وارو سريو (محرم سنہ 9 هہ) :-** عيينہ رضي الله عنه کي پنجاهہ سوار ڏئي بنو تميم ڏانهن موڪليو ويو. ڪارڻ اهو هو تہ بنو تميم، قبيلن کي پڙڪائي جزيو ڏيڻ کان روڪي ڇڏيو هو. هن مهم ۾ ڪوئي مهاجر يا انصاري نہ هو.

عيينہ بن حصن رضي الله عنه رات جو سفر ڪندو هو ۽ ڏينهن جو لڪي لڪي اڳتي وڌندو هو. نيٺ رڻ پٽ ۾ اچي بنو تميم تي چڙهائي ڪيائين. اهي پٺ ونڻي ڀڳا ۽ سندن يارنهن مرد، ايڪيهہ عورتون ۽ ٽيهہ ٻار جهلجي پيا، جن کي مڪي آڻي رملہ بنت حارث جي گهر ۾ رهايو ويو.

پوءِ ان سلسلي ۾ بنو تميم جا ڏهہ سردار آيا ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي در تي اچي هن طرح سڏ ڪيائون "اي محمد ﷺ! هيڏانهن اچ." پاڻ سڳورا ﷺ باهر نڪتا تہ اُهي پاڻ سڳورن ﷺ سان چنبڙي ڳالهائڻ لڳا. پوءِ پاڻ سڳورا ﷺ ساڻن گڏ رهيا، ايستائين جو پاڻ سڳورن ﷺ اڳين نماز پڙهائي. ان ڪانپوءِ مسجد نبويءَ جي اڱڻ ۾ ويهي رهيا. هنن وڏائي ۽ فخر ۾ مقابلي جي خواهش ظاهر ڪئي ۽ پنهنجي خطيب عطارد بن حاجب کي اڳيان ڪيائون جنهن تقرير ڪئي. پاڻ سڳورن ﷺ اسلام جي خطيب حضرت ثابت بن قيس بن شماس رضي الله عنه کي حڪم ڏنو، جنهن جوابي تقرير ڪئي. ان ڪانپوءِ هنن پنهنجي شاعر زبرقان بن بدر کي سامهون آندو، جنهن ڪجهہ وڏائي بيان ڪندڙ شعر پڙهيا. جواب ۾ اسلام جي شاعر حضرت حسان بن ثابت رضي الله عنه کي اڳيان آندو ويو.

جڏهن ٻئي خطيب ۽ شاعر واندا ٿيا تہ اقرع بن حابس چيو تہ انهن جو خطيب، اسان جي خطيب کان وڌيڪ اثرائتو ۽ سندن شاعر، اسان جي شاعر کان پلو ڳالهائيندڙ آهي. سندن آواز، اسان

جي آوازن کان بلند آهن ۽ سندن ڳالهيون، اسان جي ڳالهين کان گهٽيون مٿي آهن. ان کانپوءِ انهن اسلام قبوليو ۽ پاڻ سڳورنﷺ کين ڀليون سوکڙيون ڏنيون ۽ سندن ٻار ٻچا موٽائي ڏنا.[1]

**(2) قطبہ بن عامر وارو سريو (صفر سنہ 9 هہ)** :- هيءُ سريو تربہ جي ويجهو تبالہ جي علائقي ۾ خثعم قبيلي جي هڪ شاخ ڏانهن موڪليو ويو هو. قطبہ رضي الله عنه ويهہ ڄڻا وٺي نڪتو. ساڻن ڏهہ اٺ هئا جن تي اهي واري واري سان چڙهيا ٿي. مسلمانن حملو ڪيو جنهن تي ويڙهہ ٿي پئي ۽ ٻنهي ڌرين جا ڪافي ماڻهو گهائجي پيا قطبہ رضي الله عنه ڪن ٻين ماڻهن سان گڏ مارجي ويا. تنهن هوندي بہ مسلمان رڍون ٻڪريون ۽ ٻار ٻچا ڪاهي اچي مديني پهتا.

**(3) ضحاڪ بن سفيان ڪلابي وارو سريو (ربيع الاول سنہ 9 هہ)** :- هي سريو بنو ڪلاب کي اسلام جي دعوت ڏيڻ لاءِ موڪليو ويو هو، پر جڏهن انهن انڪار ڪندي جنگ ڇيڙي وڌي تہ مسلمانن کين شڪست ڏني ۽ هڪ ڄڻو مارجي بہ ويَن.

**(4)علقمہ بن مجزز مدلجي وارو سريو(ربيع الاخر سنہ 9 هہ)**:- کين ٽي سوءُ ڄڻن جو لشڪر ڏئي جدي جي ساموندي ڪناري ڏانهن موڪليو ويو. ڪارڻ اهو هو تہ ڪي حبشي جدي جي ساموندي پٽيءَ ويجهو گڏ اچي ٿيا ۽ انهن مڪي وارن جي خلاف ڌاڙا هڻڻ پئي چاهيو. حضرت علقمہ رضي الله عنه سمنڊ ۾ لهي هڪ ٻيٽ تائين ويو. حبشين کي مسلمانن جي اچڻ جو پتو پيو تہ اهي ڀڄي ويا.[2]

**(5)حضرت علي بن ابي طالب رضي الله عنه وارو سريو(ربيع الاول سنہ 9 هہ)**:- کين طيء قبيلي جي قلس (ڪليسا) نالي هڪ بت کي ڊاهڻ لاءِ موڪليو ويو. سندن هٿ هيٺ هڪ سوءُ اٺن ۽ پنجاهہ گهوڙن سميت ڏيڍ سوءُ ڄڻا هئا. جهنڊيون ڪاريون ۽ جهنڊو اڇو هو. مسلمانن فجر مهل حاتم طائيءَ جي پاڙي تي ڇاپو هڻي قلس کي ڊاهي وڌو ۽ قيدي، جانور ۽ رڍون ٻڪريون جهلي ورتائون. انهن ۾ حاتم طائيءَ جي ڌيءَ بہ هئي. باقي حاتم جو پٽ عدي شام ملڪ ڏانهن ڀڄي ويو.

---

[1] - اهلِ مغازي ائين ٿي لکن تا تہ هي واقعو محرم سنہ 9 هہ ۾ ٿيو پر اها ڳالهہ ٺوري منجهيل آهي. ڇو تہ واقعي جي اندرئين شاهديءَ مان پتو پوي ٿو تہ اقرع بن حابس ان کان پهرين مسلمان نہ ٿيو هو جڏهن تہ سيرت نگار ٿي لکن تا تہ جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ، بنو هوازن جي قيدين کي موٽائڻ جو چيو تہ: ان تي اقرع بن حابس چيو تہ: آئون ۽ بنو تميم ڪونہ موٽائيندداسين. ان ڪري ڳالهہ چٽي پئي آهي تہ اقرع بن حابس ان محرم سنہ 9 هہ واري واقعي کان اڳ مسلمان ٿي چڪو هو.

[2] - فتح الباري (59/8).

مسلمانن، قلس جي خزاني مان ٽي تلوارون ۽ ٽي زرهون هٿ ڪيون ۽ واٽ تي غنيمت جو مال ورهايائون. باقي چوٿو مال پاڻ سڳورن ﷺ لاءِ ڌار ڪيو ويو ۽ حاتم جي گهراڻي جي ورچ به ڪانه ڪئي وئي.

مديني پهتا ته حاتم جي ڌيءَ پاڻ سڳورن ﷺ کي ٻاجهه لاءِ ٻاڏائيندي چيو ته "يا رسول الله! هتي جيڪو اچي سگهيو ٿي، اهو گم آهي. بابا مري ويو آهي ۽ آئون پوڙهي آهيان. خدمت ڪرڻ جي سگهه نٿي رکان. توهان مون تي ٿورو ڪريو الله توهان کي ان جو اجر ڏيندو." پاڻ سڳورن ﷺ پڇيو ته "تنهنجي لاءِ ڪير اچي سگهيو ٿي." چيائين ته "عدي بن حاتم." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته "اهو نه جيڪو الله ۽ رسول کان ڀڄي ويو آهي." پوءِ پاڻ سڳورا ﷺ اڳتي وڌي ويا. ٻئي ڏينهن ٻيهر هن ساڳي ڳالهه ڪئي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ وري به ساڳي ورندي ڏني. ٽئين ڏينهن وري به هن ساڳي ڳالهه ورجائي ته پاڻ سڳورن ﷺ احسان ڪندي کيس آزاد ڪري ڇڏيو. ان وقت پاڻ سڳورن ﷺ جي پرڀ هڪ اصحابي سڳورو (شايد حضرت علي ﷛) به بيٺل هو. ان چيس ته پاڻ سڳورن ﷺ کان پنهنجي لاءِ سواري به گهر. هن سواري به گهري ۽ پاڻ سڳورن ﷺ سواري ڏيڻ جو به حڪم ڪيو.

حاتم جي ڌيءُ موٽي پنهنجي ڀاءُ عدي وٽ شام ملڪ ڏانهن وئي. ان سان ملاقات ٿيس ته کين پاڻ سڳورن ﷺ بابت ٻڌايائين ته پاڻ سڳورن ﷺ اهڙو ڪم ڪيو آهي جيڪو تنهنجو پيءُ به نه ڪري سگهي ها. انهن وٽ شوق سان وڃ (پر وڃج ضرور) تنهن تي عدي ﷛ ڪابه خاطري وٺڻ کانسواءِ پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهتو. پاڻ سڳورا ﷺ کين پنهنجي گهر وٺي ويا ۽ جڏهن اهي سامهون ٿي ويٺا ته پاڻ سڳورن ﷺ الله جي وڏائي ۽ واکاڻ بيان ڪرڻ کانپوءِ پڇيو ته: "تون ڇا کان ڀيو ڀڄين؟ ڇا لا اله الا الله چوڻ کان ڀيو ڀڄين؟ جي ائين آهي ته ٻڌاءِ ته ڇا توکي الله کانسواءِ ڪنهن ٻئي معبود جو پتو آهي؟" ان وراڻيو ته "نه." پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ ٿوري دير ڳالهه ٻول ڪري وري چيو ته: "ڀلا تون ان کان ٿو ڀڄين ته الله اڪبر چيو وڃي ته ڇا الله کان وڏي ڪنهن شيءِ بابت ڄاڻين ٿو؟" انهن وراڻيو ته "نه." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته "ٻڌ! يهودين تي الله جي ڪاوڙ آهي ۽ نصراني راهه تان ٿڙيل آهن." ان وراڻيو ته "آئون ته سڌو سنئون مسلمان آهيان. اهو ٻڌي پاڻ سڳورن ﷺ جو چهرو خوشيءَ کان ٻهڪڻ لڳو. ان کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جي حڪم سان کين هڪ انصاريءَ وٽ رهايو ويو ۽ هو صبح شام پاڻ سڳورن ﷺ جي خدمت ۾ حاضر ٿيندو رهيو. ([1])

---

[1] - زاد المعاد (205/2).

ابن اسحاق، **حضرت عدي** ﷜ کان اها بہ روايت آندي آهي تہ جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ، کين پنهنجي سامهون پنهنجي گهر ۾ ويهاريو تہ فرمايو: "اي عدي بن حاتم! ڇا تون مذهبي طرح رڪوسي ڪونہ هئين.؟" عدي ﷜ **جو بيان آهي** تہ "مون چيو تہ هائو بلڪل!" پاڻ سڳورن ﷺ پڇيو تہ "ڇا تون پنهنجي قوم ۾ مال غنيمت جي چوٿين پتي ڪونہ وٺندو هئين؟" مون چيو تہ "هائو بلڪل!" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "جڏهن تہ اهو تنهنجي دين ۾ حلال نہ هو." مون چيو تہ "ها الله جو قسم! ۽ ان مان ئي مون کي پتو پيو تہ پاڻ سڳورا ﷺ، الله جا سچا رسول آهن. ڇو تہ پاڻ سڳورا ﷺ اها ڳالهہ ڄاڻندا آهن جيڪا بيا نتا ڄاڻن."[1]

مسند احمد جي روايت آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "اي عدي! اسلام قبوليندين تہ سلامت رهندين." مون چيو تہ "آئون اڳيئي هڪ دين جو مڃيندڙ آهيان." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "آئون تنهنجي دين کي توکان وڌيڪ ٿو ڄاڻان." مون چيو تہ "توهان منهنجو دين مون کان وڌيڪ (ڪيئن ٿا ڄاڻو؟)" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "هائو! ڇا ائين ڪونهي تہ تون مذهبي طور تي رڪوسي[2] آهين ۽ پوءِ بہ پنهنجي قوم جي غنيمت جي مال جي چوٿين پتي کائين ٿو؟" مون چيو تہ " هائو بلڪل!" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "اهو تنهنجي دين مطابق حلال ڪونهي." پاڻ سڳورن ﷺ جي ان ڳالهہ تي مون کي ڪنڌ جهڪائڻو پئجي ويو"[3]

صحيح بخاريءَ ۾ **حضرت عدي** ﷜ کان آيل آهي تہ آئون پاڻ سڳورن ﷺ وٽ ويٺو هوس تہ هڪ ڄڻي اچي بکون ڪٽڻ جي دانهن ڏني، پوءِ ٻئي ڄڻي اچي ڦر ٽيڻ جي دانهن ڏني. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "عدي! تو حيرَه ڏٺو آهي؟ جيڪڏهن تنهنجي ڄمار ڊگهي ٿي تہ تون ڏسي وٺندين تہ اٺ جي ڪجاوي ۾ ويٺل عورت حيرَه کان هلي ايندي، ڪعبة الله جو طواف ڪندي ۽ کيس الله کانسواءِ ڪنهن جو بہ ڊپ نہ هوندو. جيڪڏهن تنهنجي ڄمار ڊگهي ٿي تہ تون ڪسريٰ جا خزانا فتح ڪندين ۽ جيڪڏهن تنهنجي ڄمار ڊگهي ٿي تہ تون ڏسندين تہ ماڻهو ٻڪ ڀري سون يا چاندي ڪڍندو ۽ اهڙو ماڻهو ڳولهيندو، جيڪو اهو ڪانئس وٺي، پر اهو وٺڻ وارو هٿ نہ ايندس." ان روايت جي پڇاڙيءَ ۾ **حضرت عدي** ﷜ جو بيان آهي تہ مون ڏٺو تہ اٺ جي ڪجاوي ۾ ويٺل عورت حيرَه مان هلي اچي ڪعبة الله جو طواف ڪري ٿي ۽ کيس الله کانسواءِ ڪنهن کان بہ ڊپ نٿو ٿئي ۽ آئون پاڻ انهن ماڻهن ۾ هوس جن ڪسريٰ بن هرمز جا خزانا هٿ ڪيا ۽ جيڪڏهن توهان جي

---

[1] - ابن هشام (581/2).

[2] - رڪوسي مذهب، عيسائي ۽ صابي مذهبن جي وچ ۾ هڪ ٽيون مذهب آهي.

[3] - مسند احمد (4/257_278).

ڇمار وڏي ٿي تہ توهان اها شيءِ بہ ڏسي وٺندؤ جيڪا نبي ابوالقاسم ﷺ فرمائي هئي تہ ماڻهو مٽيون ڀري سون يا چاندي ڪڍندو...الخ"([1])

*-*-*

[1] - صحيح بخاري (حديث نمبر: 1413، 1417، 3595، 6023، 6539، 6540، 6563، 7443، 7512).

# غزوه تبوڪ

مڪي جي فتح، سچ ۽ ڪوڙ جي وچ ۾ فيصلاڪن جهڙپ هئي. هن جهڙپ ڪانپوءِ عربستان جي رهاڪن جي دلين ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي رسالت تي ڪوبہ شڪ نہ رهيو. ان ڪري ئي حالتن اوچتو پلٽو کاڌو ۽ ماڻهو الله جي دين ۾ وڏن وڏن جٿن جي صورت ۾ داخل ٿيڻ لڳا. ان جو ڪجهہ اندازو ان تفصيل مان لڳائي سگهجي ٿو جيڪا اسين وفدن جي باب ۾ ڏينداسين ۽ ڪجهہ اندازو ان ميڙ مان لڳائي سگهجي ٿو، جيڪو حجة الوداع جي موقعي تي اچي گڏ ٿيو هو. بهرحال هاڻي اندرين مشڪلاتن جي جهڙوڪر پڄاڻي ٿي چڪي هئي ۽ مسلمان، الله جي شريعت جي تعليم عام ڪرڻ ۽ اسلام جي پرچار ڪرڻ لاءِ هِڪ ڪرا ٿي چڪا هئا.

**غزوي جا ڪارڻ:**- پر هاڻي هڪ اهڙي طاقت مديني ڏانهن ڌيان ڏيڻ لڳي هئي، جيڪا بنا ڪنهن ڪارڻ جي مسلمانن سان ڇيڙڇاڙ ڪري رهي هئي. اها طاقت رومين جي هئي، جيڪي هن ڌرتيءَ تي سڀ کان وڏي فوجي سگهہ سمجهيا ٿي ويا. گذريل صفحن ۾ اهو ٻڌائي آيا آهيون تہ هن ڇيڙڇاڙ جي ابتدا شرحبيل بن عمرو غسانيءَ جي هٿان پاڻ سڳورن ﷺ جي سفير حضرت حارث بن عمير ازدي رضي الله عنه جي مارجڻ سان ٿڌهن ٿي جڏهن هو پاڻ سڳورن ﷺ جو خط بصري جي حاڪم کي ڏيڻ لاءِ وڃي رهيو هو. اهو بہ ٻڌائي آيا آهيون تہ پاڻ سڳورن ﷺ، ان ڪانپوءِ حضرت زيد بن حارثہ رضي الله عنه جي اڳواڻيءَ ۾ هڪ لشڪر موڪليو هو جنهن رومين جي علائقي موتہ ۾خطرناڪ ٽڪر کاڌو پر اهو لشڪر انهن هنيلن ظالمن کان پلاند وٺڻ ۾ ڪامياب نہ ٿي سگهيو. باقي ان اوري پري جي عرب رهاڪن تي ڏاڍا سٺا اثر ڇڏيا.

روم جو قيصر انهن اثرن کي ۽ انهن جي نتيجي ۾ عرب قبيلن ۾ روم کان آزادي ۽ مسلمانن سان ساٿ لاءِ پيدا ٿيڻ وارن جذبن کي نظر انداز نٿي ڪري سگهيو. سندس لاءِ اهو سچ پچ هڪ "خطرو" هو جيڪو هوريان هوريان سندن سرحد ڏانهن وڌي رهيو هو ۽ عربن سان ملندڙ سرحد شام لاءِ للڪار بڻجندي پئي وئي. ان ڪري قيصر سوچيو تہ مسلمانن جي سگهہ کي هڪ وڏي ۽ ناقابل شڪست خطري جي شڪل وٺڻ کان اڳ ئي ٽوڙي ڇڏڻ ضروري آهي تہ جيئن روم سان جڙيل عرب علائقن ۾ فتنا ۽ هنگاما اڀري سگهن.

ان حڪمت عمليءَ تحت مُوتہ واري جنگ کي هڪ سال گذرڻ کان اڳ قيصر روم جي رهاڪن ۽ پنهنجي ماتحت عربن يعني آل غسان وغيره تي ٻڌل فوج گڏ ڪرڻ شروع ڪئي ۽ هڪ ڇتي ۽ فيصلاڪن جهڙپ جون تياريون ڪرڻ لڳو.

**<u>روم ۽ غسان جي تياريءَ جو چوبول</u>:-** ٻئي پاسي مديني ۾ لاڳيتيون خبرون پهچي رهيون هيون تہ رومي مسلمانن سان هڪ هڪاٽي ڪرڻ لاءِ سنبري رهيا آهن. ان جي ڪري مسلمانن کي هر وقت کٽڪو لڳو رهندو هو ۽ ڪوبہ آواز ٻڌي سندن ڪن کڙا ٿي ويندا هئا. اهي سمجهندا هئا تہ رومين جي لوڏ اچي وئي آهي. ان جو اندازو هن واقعي مان ڪري سگهجي ٿو تہ ان ئي سال سنہ 9 هہ ۾ پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجن گهروارين کان ڪاوڙجي هڪ مهيني لاءِ ايلاءَ ([1]) ڪري ورتو هو ۽ ڪانئن ڌار ٿي هڪ ماڙيءَ تي وڃي رهيا هئا. اصحابي سڳورن کي پهرين تہ صحيح ڳالهہ جي خبر نہ پئي. انهن سمجهيو تہ پاڻ سڳورن ﷺ طلاق ڏئي ڇڏي آهي ۽ ان جي ڪري اصحابي سڳورن رضي الله عنهم کي ڏاڍو ڏک ٿيو. حضرت عمر بن الخطابؓ هي واقعو هن طرح بيان ڪيو آهي تہ "منهنجو هڪ انصاري ساٿي هو, جڏهن آئون (پاڻ سڳورن ﷺ وٽ) نہ هوندو هوس تہ اهو مون تائين خبرون پهچائيندو هو ۽ جڏهن هو نہ هوندو هو تہ آئون کيس خبرون پهچائيندو هوس.(اهي ٻئي پاڙيسري هئا ۽ مديني جي هيئانهين علائقي ۾ رهندا هئا ۽ واري واري تي پاڻ سڳورن ﷺ وٽ حاضري ڀريندا هئا.) تن ڏينهن ۾ اسان کي غسان جي بادشاهہ جو کٽڪو لڳو پيو هوندو هو. اسان کي ٻڌايو ويو هو تہ هو اسان تي چڙهائي ڪرڻ ٿو گهري ۽ سندس دپ اسان جي دلين ۾ ويهي ويو هو. هڪ ڏينهن اوچتو منهنجو انصاري ساٿي در کي ڌڪ هڻڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو تہ "کول, کول!" مون چيو تہ "ڇا غساني اچي ويا؟" هن چيو تہ "نہ پر ان کان بہ وڏي ڳالهہ ٿي وئي آهي. پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجن گهروارين کان ڌار ٿي ويا آهن.([2])

هڪ ٻي روايت ۾ هيئن آهي تہ حضرت عمر ؓ چيو تہ "هن ڳالهہ جو چوبول متل هو تہ آل غسان اسان تي چڙهائي ڪرڻ لاءِ گهوڙن کي نعلون پيا لڳرائين. هڪ ڏينهن منهنجو ساٿي پنهنجي واري تي ويو ۽ سومهڻيءَ مهل موٽي اچي منهنجو دروازو کڙڪائڻ لڳو ۽ چيائين تہ "ڇا هو (عمر ؓ) ستو پيو آهي؟" آئون گهبرائجي ٻاهر نڪتس. هن چيو تہ "وڏو حادثو ٿي ويو آهي. مون چيو تہ "ڇا ٿيو؟ ڇا غساني اچي ويا؟" هن چيو تہ "نہ پر ان کان بہ وڏو حادثو پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجن گهر وارين کي طلاق ڏئي ڇڏي آهي...الخ."([3])

---

[1] - زال وٽ نہ وڃڻ جو قسم کڻڻ. جيڪڏهن اهو قسم چار مهينا يا ان کان گهٽ مدي جو هجي تہ شرعي طور تي ڪوبہ حڪم نٿو لاڳو ٿئي پر جي ايلاءَ چئن مهينن کان مٿي جو هجي تہ پوءِ چار مهينا گذرڻ کانپوءِ شرعي عدالت وچ ۾ پوندي تہ مڙس يا تہ زال کي زال ڪري رکي يا ان کي طلاق ڏي. ڪن اصحابين جو چوڻ آهي تہ فقط چار مهينا گذرڻ سان طلاق ٿيو وڃي.

[2] - صحيح بخاري (730/2).

[3] - صحيح بخاري (334/1).

هن مان ان صورتحال جي سنگينيءَ جو اندازو ڪري سگهجي ٿو جيڪا ان مهل رومين پاران مسلمانن جي آڏو آيل هئي. انهن ۾ واڌارو منافقن جي ان پروپيگنڊه جي ڪري ٿيو جيڪا انهن رومين جي تياريءَ جون خبرون مديني پهچڻ ڪانپوءِ شروع ڪئي. اهو چاهُندي به ته پاڻ سڳورا ﷺ هر هنڌ ڪامياب آهن ۽ ڌرتيءَ جي ڪنهن به طاقت کان نٿا ڊڄن پر جيڪي رنڊڪون پاڻ سڳورن ﷺ جي آڏو اچن ٿيون اهي به ٽٽيو پون تنهن هوندي به ڪپٽيا اها آس لڳائي ويٺا هئا ته مسلمانن جي خلاف سندن دلين ۾ جيڪا پراڻي خواهش لڪل آهي ۽ جنهن وقت جي ڦرڻ جو اهي ورهين کان انتظار پيا ڪن هاڻي ان جي پورائي جو وقت ويجهو اچي ٿيو آهي. اها سوچ ڪري انهن هڪ مسجد جي شڪل ۾ (جيڪا مسجد ضرار جي نالي سان مشهور ٿي) هڪ سازش جوڙي ورتي جنهن جو بنياد ايمان وارن جي وچ ۾ ويڇو وجهڻ ۽ الله ۽ ان جي رسول سان ڪفر ۽ ساڻن وڙهڻ وارن کي گهات لڳائڻ جي جڳهه ڏيڻ جي مقصد تي رکيو هئائون ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کي عرض ڪيائون ته ان ۾ نماز هلي پڙهايو. ان مان منافقن جو مقصد اهو هو ته اهي ايمان وارن کي دوکي ۾ رکن ۽ کين پتو پوڻ نه ڏين ته هن مسجد ۾ سندن خلاف سازشون پيون ٿين ۽ مسلمان هن مسجد ۾ اچڻ وڃڻ وارن تي نظر نه رکن اهڙيءَ طرح اها مسجد منافقن ۽ سندن ٻاهرين دوستن لاءِ هڪ محفوظ اڏي جو ڪم ڏي. پر پاڻ سڳورنﷺ هن مسجد ۾ نماز پڙهڻ جو ڪم جنگ کان موٽڻ تائين ملتوي ڪري ڇڏيو، ڇوته پاڻ سڳوراﷺ تياري ڪري رهيا هئا. اهڙيءَ طرح منافق پنهنجي مقصد ۾ سوڀارا نه ٿيا ۽ الله تعاليٰ موٽڻ کان اڳ ئي کين پڌرو ڪري ڇڏيو. تنهن ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ، غزوي تان موٽڻ ڪانپوءِ مسجد ۾ نماز پڙهڻ بدران ان کي موڙڳوئي ڊهرائي ڇڏيو.

**روم ۽ غسان جي تياريءَ جون خاص خبرون:-** مسلمان انهن حالتن ۽ خبرن کي منهن ڏئي رهيا هئا جو کين اوچتو شام ملڪ کان تيل کڻي ايندڙ نبطين ([1]) کان پتو پيو ته هرقل چاليهه هزار سپاهين جو هڪ وڏو لشڪر تيار ڪيو آهي ۽ روم جي هڪ هاڪاري سپهه سالار کي ان جو اڳواڻ ڪيو آهي. پنهنجي جهنڊي هيٺ عيسائي قبيلن لخم ۽ جذام وغيره کي به گڏ ڪري ورتو اٿس ۽ سندن هر اول دستو بلقاء پهچي چڪو آهي. اهڙيءَ طرح هڪ وڏو خطرو سچ پچ اچي مسلمانن آڏو بيٺو هو.

**فڪر جوڳين حالتن ۾ واڌ:-** جنهن ڳالهه جي ڪري وڌيڪ فڪر ٿيو اُها اِها هئي ته سخت اونهاري جا ڏينهن هئا ۽ ماڻهو غربت ۽ ڏڪر کي منهن ڏئي رهيا هئا. سواريون به گهٽ هيون ان

---

[1] - نابت بن اسماعيل عليه السلام جو نسل جن جو ڪنهن دور ۾ حجاز جي اتر ۾ عروج هو. زوال ڪانپوءِ اهي ماڻهو آهستي آهستي ٿي معمولي هاري ۽ واپارين جي درجي تي وڃي پهتا.

ڪري ماڻهن پنهنجي تر ۾ رهڻ پئي چاهيو. انهن تڪڙو هلڻ نٿي چاهيو. انهن سيني کان وڌيڪ مسئلو پري جي پنڌ ۽ رستي جي ڏکيائين جو هو.

**پاڻ سڳورن ﷺ پاران هڪ هڪاٽيءَ جو فيصلو:-** پر پاڻ سڳورا ﷺ بدلجندڙ حالتن جو ڀوڳڙهو اڀياس ڪري رهيا هئا. پاڻ سڳورا ﷺ سمجهي رهيا هئا تہ جيڪڏهن انهن فيصلا ڪن لمحن ۾ رومين سان وڙهڻ ۾ سستي ڪئي وئي ۽ رومين ڪي مسلمانن جي علائقن ۾ گهڙڻ ڏنو ويو ۽ اهي مديني تائين اچي پهتا تہ اسلام جي پرچار تي ان جا ڏاڍا ڀوائتا اثر پوندا. مسلمانن جي فوجي ساک خراب ٿي ويندي ۽ اها جاهليت جيڪا حنين واري جنگ ۾ ڪاپاري ڌڪ لڳڻ ڪري پوين پساهن ۾ هئي ٻيهر ڪرّ کڻڻ لڳندي ۽ منافق جيڪي مسلمانن جي وقت بدلجڻ جو انتظار ڪري رهيا آهن ۽ ابو عامر فاسق ذريعي روم جي بادشاهہ سان رابطو رکيو ويٺا آهن ان مهل مسلمانن جي پٺ ۾ خنجر واهي ڪيندا جڏهن اڳيان کان رومين جي لوڌ خوني حملا ڪري رهي هوندي. اهڙيءَ طرح اهي سموريون ڪوششون رائگان وينديون جيڪي پاڻ سڳورن ﷺ ۽ اصحابي سڳورن رضي الله عنهم اسلام جي پرچار ڪرڻ لاءِ ڪيون هيون ۽ سموريون ڪاميابيون ناڪاميءَ ۾ تبديل ٿي وينديون جيڪي ڏکيين ۽ خوني جنگين ۽ لاڳيتي فوجي ڊوڙڊڪ ڪانپوءِ حاصل ٿيون آهن.

پاڻ سڳورا ﷺ انهن نتيجن کي سمجهي رهيا هئا ان ڪري وسيلن جي اٿاٿ هوندي بہ پاڻ سڳورن ﷺ رٿيو تہ رومين کي دارالاسلام ڏانهن وڌڻ جو موقعو ڏيڻ ڪانسواءِ سندن ئي علائقن ۾ گهڙي ساڻن هڪ هڪاٽي ڪئي وڃي.

**رومين سان وڙهڻ لاءِ سنبرڻ جو اعلان:-** اهو معاملو طئہ ڪرڻ ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ اعلان ڪرايو تہ ويڙهہ جي لاءِ تياري ڪئي وڃي. عرب قبيلن ۽ مڪي وارن کي بہ نياپو موڪليو ويو تہ وڙهڻ لاءِ نڪري پون. پاڻ سڳورا ﷺ ڪندا هيئن هئا جو ڪنهن بہ غزوي تي وڃڻ جو ارادو هوندو هئن تہ نڪرندا ڪنهن ٻئي پاسي لاءِ هئا. پر هتي جي حالتن ڪري هن ڀيري پاڻ سڳورن ﷺ صاف صاف اعلان ڪيو تہ رومين سان جنگ جو رٿيو ويو آهي تہ جيئن ماڻهو پوريءَ طرح سنبري نڪرن. ان موقعي تي پاڻ سڳورن ﷺ ماڻهن کي جهاد لاءِ همٿايو ۽ ان ئي سلسلي ۾ سورة توبہ جو هڪ حصو بہ نازل ٿيو. گڏوگڏ پاڻ سڳورن ﷺ صدقي ۽ خيرات ڪرڻ جي فضيلت بہ بيان ڪئي ۽ الله جي راهہ ۾ پنهنجو پلو مال خرچڻ لاءِ همٿايو.

**ويڙهہ جي تياريءَ لاءِ مسلمانن جي ڊوڙ ڊڪ:-** اصحابي سڳورن رضي الله عنهم جيئن ئي پاڻ سڳورن ﷺ جو حڪم ٻڌو تہ پاڻ سڳورا ﷺ رومين سان وڙهڻ جي ڪوٺ ڀيا ڏين تہ هڪدم حڪم مڃڻ لاءِ ڊوڙ ڊڪ ۾ لڳي ويا ۽ تڪڙا تڪڙا وڙهڻ لاءِ سنبرڻ لڳا. قبيلا ۽ راڄ

چئني پاسن کان مديني پهچڻ لڳا ۽ سواءِ دلين ۾ منافقت رکندڙن جي کنهن بہ مسلمان هن غزوي ۾ پنتي رهڻ گوارا نہ کيو. باقي ٿي مسلمان مؤمن هجڻ جي باوجود بہ جنگ ۾ شامل ٿيڻ واري حکم کان آجا آهن جو انهن ايمان تي هجڻ جي باوجود بہ هن غزوي ۾ شرکت نہ کئي. حالت اها هئي جو لنگهڻ کاٽيندڙ ۽ ضرورتمند ماڻهو بہ اچي پاڻ سڳورن ﷺ کي عرض کري رهيا هئا تہ کين سواري ڏني وڃي تہ جيئن اهي بہ رومين سان ٿيندڙ جنگ ۾ حصو وٺي سگهن ۽ جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ ساڻن معذرت کئي ٿي تہ:

﴿لَا أَجِدُ مَا أَحْمِلُكُمْ عَلَيْهِ تَوَلَّوْا وَأَعْيُنُهُمْ تَفِيضُ مِنَ الدَّمْعِ حَزَنًا أَلَّا يَجِدُوا مَا يُنْفِقُونَ (92)﴾ (التوبة)

”آئون (کو وهٽ) نہ ٿو لهان جنهن تي اوهان کي چاڙهيان تڏهن اهي موٽن ۽ هن ڏک کان سندن اکيون ڳوڙها هاريندڙ هجن تہ جيکي (الله جي واٽ ۾) خرچين سو نہ ٿا لهن. “

اهڙيءَ طرح مسلمانن صدقي ۽ خيرات ۾ بہ هڪ ٻئي کان گوءِ کڻي وڃڻ جي کوشش کئي. حضرت عثمان رضي الله عنه، شام ملڪ لاءِ هڪ قافلو تيار کيو هو جنهن ۾ پلاڻ ۽ ڪجاوي ساڻ بہ سؤ اٺ هئا ۽ بہ سؤ اَوقيہ (اٽکل ساڍا اوٽيهہ کلو) چاندي هئي. انهن اهو سڀ ڪجهہ صدقو کري ڇڏيو. ان کانپوءِ وري بہ هڪ سؤ اٺ پلاڻ ۽ ڪجاوي سميت صدقو کيائون. تنهن کانپوءِ هڪ هزار دينار (اٽکل ساڍا پنج کلو سونا سکا) کڻي اچي پاڻ سڳورن ﷺ جي جهوليءَ ۾ وڌائون. پاڻ سڳورا ﷺ اهي جهوليءَ مان کيندا ٿي ويا ۽ چوندا ٿي ويا تہ: " اڄ کانپوءِ حضرت عثمان رضي الله عنه جيکي کجهہ کندو کيس ان مان کوبہ ڇيهو نہ رسندو."([1]) ان کانپوءِ حضرت عثمان رضي الله عنه جن وري بہ صدقو ڏنو ۽ وري بہ صدقو کيو. تانجو سندن صدقي جو کاٽو ڏوکڙن کانسواءِ نوَ سؤ اٺ ۽ هڪ سؤ گهوڙن تائين وڃي پهتو.

ٻئي پاسي حضرت عبدالرحمان بن عوف رضي الله عنه بہ سؤ اَوقيہ (اٽکل ساڍا اوٽيهہ کلو) چاندي کڻي آيو. حضرت ابوبکر رضي الله عنه پنهنجو سڀ ڪجهہ آڻي پاڻ سڳورن ﷺ آڏو رکيو ۽ ٻارن ٻچن لاءِ الله ۽ ان جي رسول ﷺ (جي نالي کان) سواءِ ڪجهہ نہ ڇڏيو. سندن صدقي جو کاٽو چار هزار درهم هو ۽ سڀ کان پهرين پاڻ ئي پنهنجو صدقو کڻي آيو هو. حضرت عمر رضي الله عنه پنهنجو اڌ مال خيرات کيو. حضرت عباس رضي الله عنه بہ گهڻو مال کڻي آيا. حضرت طلحہ رضي الله عنه، سعد بن عبادة رضي الله عنه ۽ محمد بن مسلمہ رضي الله عنه بہ گهڻو ڪجهہ کڻي آيا. حضرت عاصم بن عدي رضي الله عنه نوي وسق (ساڍا تيرنهن هزار کلو يا ساڍا تيرنهن ٽن) کارکون کڻي آيو. ٻيا اصحابي سڳورا رضي الله عنهم بہ هڪٻئي جي پنيان پنهنجا ٿورا گهڻا صدقا کڻي آيا. ايستائين جو کن تہ هڪ مد (اڍائي

---

[1] - جامع ترمذي: (211/2).

ڪلو) يا ٻه مد ٻه صدقو ڪيو جو انهن ان ڪان وڏيڪ ست نٽي ساريو. عورتن به هار، ٻانهيون، ڇيرون ۽ منڊيون وغيره جيڪي ڀڄي سگهيون اهو پاڻ سڳورن ﷺ کي ڏياري موڪليو. ڪنهن به پنهنجو هٿ نه جهليو ۽ ڪابه ڪنجوسي نه ڏيکاري. رڳو منافق هئا جيڪي صدقن ۾ وڏي چڙهي حصو وٺڻ وارن کي ٺوڪون هڻي رهيا هئا ته اهي رياڪار آهن ۽ جن وٽ پنهنجي محنت ڪانسواءِ ڪجهه نه هو تن تان ٺٺول ڪندا هئا ته اهي هڪ يا ٻن ڪارڪن سان قيصر جي مملڪت فتح ڪرڻ نڪتا آهن.

**اسلامي لشڪر تبوڪ جي واٽ تي:**- هيڏي ساري ڊوڙڊڪ ڪانپوءِ اسلامي لشڪر تيار ٿيو ته پاڻ سڳورن ﷺ محمد بن مسلمه ؓ کي يا چيو وڃي ٿو ته سباع بن عرفطه ؓ کي مديني جو والي مقرر ڪيو ۽ حضرت علي ؓ کي پنهنجي گهر ٻار جي سار سنڀال لاءِ مديني ۾ رهڻ جو حڪم ڏنو پر منافقن ڪين ٺوڪون هنيون تنهن تي پاڻ مديني مان هلي وڃي پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهتو. پاڻ سڳورن ﷺ وري به ڪين مديني موڪليندي فرمايو ته: "ڇا تون ان ڳالهه ۾ راضي نه آهين ته مون سان تنهنجي اهڙي نسبت هجي جهڙي حضرت موسىٰ عليه السلام سان حضرت هارون عليه السلام جي هئي. البته مون ڪانپوءِ ڪو نبي نه ٿيندو."

بهرحال پاڻ سڳورا ﷺ اها تياري ڪري اترئين پاسي هليا (نسائيءَ جي روايت مطابق اهو خميس جو ڏينهن هو.) منزل تبوڪ هئي پر لشڪر وڏو هو. ٽيهه هزار مانجهي مرد هئا. ان ڪان پهرين مسلمانن جو ايڏو لشڪر ڪڏهن به گڏ نه ٿيو هو ان ڪري مسلمان وڏو مال خرچ ڪرڻ ڪانپوءِ به پوريءَ طرح تياري نه ڪري سگهيا هئا ۽ ارڙهن ڄڻن لاءِ هڪ هڪ اٺ هو جنهن تي اهي واري واري سان چڙهندا هئا. اهڙيءَ طرح ڪاڏي ۾ ڪڏهن ڪڏهن ڪين وڻن جا پن به ڪائي گذارو ڪرڻو ٿي پيو جنهن سان سندن چپ سُڄي ٿي پيا. مجبور ٿي ڪوٺ هوندي به اٺ ڪهڻا پيا ته جيئن انهن جي پيٽ ۽ آنڊن ۾ گڏ ٿيل پاڻي پي سگهجي. ان ڪري هن (لشڪر) جو نالو جيش العسرة (غريباڻو لشڪر) پئجي ويو.

تبوڪ جي واٽ تي لشڪر جو لنگهه حجر يعني ثمود وارن جي علائقي مان ٿيو. ثمود اها قوم هئي، جنهن وادي القرىٰ ۾ جبل تڪي گهر ٺاهيا هئا. اصحابي سڳورن رضي الله عنهم اتي جي کوهه مان پاڻي ڀريو پر هلڻ مهل پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته: "هتي جو پاڻي متان پيو ۽ ان سان نماز لاءِ وضو به نه ڪجو ۽ جيڪو اٽو (هن پاڻيءَ سان) ڳوهيو اَٿو اهو جانورن کي کارائي ڇڏيو ۽ پاڻ نه کائو."پاڻ سڳورن ﷺ اهو به حڪم ڏنو ته جنهن کوهه مان حضرت صالح عليه السلام جي ڏاچي پاڻي پيئندي هئي ان مان پلي پاڻي ڀريو.

صحيحين ۾ ابن عمر ﷛ کان روايت آهي تہ پاڻ سڳورا ﷺ حجر (ثمود جي علائقي) مان لنگهيا تہ فرمايائون تہ " انهن ظالمن جي رهائش گاهن ۾ نہ گهڙجؤ متان توهان بہ آئيءَ ۾ نہ اچي وڃو ها باقي روئندي پلي لنگهو." پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجو متو ڍڪيو ۽ تڪڙا هلندي واديءَ مان لنگهي ويا.([1])

واٽ تي لشڪر کي پاڻيءَ جي ڏاڍي گهرج ٿي. ايستائين جو ماڻهن اچي پاڻ سڳورن ﷺ وٽ دانهيو. پاڻ سڳورن ﷺ الله کان دعا گهري. الله ڪڪر موڪليا ۽ مينهن وٺو. ماڻهن پيٽ پري پاڻي پيتو ۽ گهرج مطابق پاڻي ڪٺي بہ ورتو.

جڏهن تبوڪ جي ويجهو پهتا تہ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "سڀاڻي انشاءَ الله توهان تبوڪ جي چشمي وٽ رَسي ويندؤ پر منجهندَ کان پهرين ڪونہ پهچندؤ تنهنڪري جيڪو اتي پهچي اهو تيستائين پاڻيءَ کي هٿ نہ لڳائي جيستائين آئون نہ پهچي وڃان." حضرت معاذ ﷛ جو بيان آهي تہ اسين اتي رسياسين تہ اتي ٻہ ڄڻا اڳيئي پهچي چڪا هئا. چشمي مان ٿورو ٿورو پاڻي وهي رهيو هو. پاڻ سڳورن ﷺ پڇيو تہ "ڇا توهان ٻنهي هن جي پاڻيءَ کي هٿ لڳايو آهي؟" انهن چيو تہ "هائو." پاڻ سڳورن ﷺ انهن ٻنهي کي جيڪي الله تعاليٰ چاهيو اهو چيو پوءِ چشمي مان ٻڪ سان ٿورو ٿورو پاڻي ڪڍيو ايستائين جو ٿورو پاڻي گڏ ٿي ويو. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ ان مان هٿ منهن ڌوتو ۽ ان کي چشمي ۾ لاهي ڇڏيو. ان کانپوءِ چشمي مان گهڻو پاڻي وهڻ لڳو. صحابہ سڳورن پيٽ پري پاڻي پيتو. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "اي معاذ! جيڪڏهن تنهنجي ڄمار وڌي ٿي تہ تون هن جڳهہ تي هڪ باغ وڌندي ويجهندي ڏسندين."([2])

واٽ تي ئي يا تبوڪ پهچي (روايتن ۾ اختلاف آهي) پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "اڄ رات توهان تي تيز هوائون (واچوڙا) هلنديون تنهنڪري ڪير بہ نہ اٿي ۽ جنهن وٽ اٺ هجي اهو ان جي رسي مضبوطيءَ سان ٻڌي ويهي." تنهن کانپوءِ تيز هوائون هليون. هڪ ماڻهو اٿي بيٺو تہ واچوڙي کيس ڪٽي وڃي طيء جي ٻن جبلن وٽ ڦٽو ڪيو.([3])

واٽ تي پاڻ سڳورن ﷺ جو معمول هو تہ اڳين ۽ وچين نماز گڏ پڙهندا هئا ۽ سانجهي ۽ سومهڻي گڏ. جمع تقديم بہ ڪندا هئا ۽ جمع تاخير بہ. (جمع تقديم جو مطلب اهو آهي تہ اڳين ۽ وچين، ٻئي نمازون اڳيئن مهل ۽ سانجهي ۽ سومهڻي، ٻئي نمازون سانجهيءَ مهل پڙهيون وڃن ۽

---

[1] - صحيح بخاري: (637/2).
[2] - مسلم (246/2).
[3] - مسلم (246/2).

جمع تاخير جو مطلب اهو آهي تہ اڳين ۾ وچين، ٻئي وچيئن مهل ۾ سانجهي ۾ سومهڻي، ٻئي سومهڻيءَ مهل پڙهيون.)

**اسلامي لشڪر تبوڪ ۾ :-** اسلامي لشڪر تبوڪ ۾ لهي خيما کوڙيا. اهو لشڪر دشمنن سان هڪ هڪاٽي ڪرڻ لاءِ تيار هو. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ، لشڪر وارن کي بليغ خطبو ڏنو. پاڻ سڳورنﷺ سهڻن قولن سان دنيا ۽ آخرت جي ڀلائيءَ لاءِ رغبت ڏياري، الله جي عذاب کان ڊيڄاريو ۽ ان جي انعامن جي خوشخبري ڏني. اهڙيءَ طرح فوج جي همٿ وڌي. انهن ۾ کاڌ خوراڪ ۽ پين گهرجن جي اٽاٽ جو بہ ازالو ٿي ويو. ٻئي پاسي رومين ۽ سندن حليفن جو حال اهو ٿيو جو پاڻ سڳورن ﷺ جي اچڻ جي خبر ٻڌي انهن کي اچي ڊپ ورايو ۽ اڳتي وڌي آمهون سامهون ٿيڻ جو ست نہ ساري سگهيا ۽ ملڪ جي اندر مختلف شهرن ۾ ٽڙي پکڙي ويا. سندن ان هلت جو اثر عربستان جي اندر ۽ ٻاهر مسلمانن جي فوجي ساک تي ڏاڍو چڱو پيو ۽ مسلمانن اهڙا اهڙا سياسي فائدا حاصل ڪيا جيڪي جنگ ٿيڻ سان ڪڏهن بہ ڪونہ حاصل ٿين ها. تفصيل هن طرح آهي:

1. اَيلہ جي حاڪم يحنہ بن روبہ، پاڻ سڳورن ﷺ وٽ اچي جزيو پرڻ قبولي ناهہ ڪيو. جرباء ۽ اَذرُح جي رهاڪن بہ پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهچي جزيو ڏيڻ قبوليو. پاڻ سڳورن ﷺ ڪين هڪ لکت ڏني جيڪا انهن سنڀالي رکي. پاڻ سڳورن ﷺ، اَيلہ جي حاڪم کي بہ هڪ لکت ڏني هئي جيڪا هن طرح هئي:

بسم الله الرحمٰن الرحيم: هيءُ امن جو پروانو الله پاران ۽ نبي محمد رسول الله ﷺ پاران يحنہ بن روبہ ۽ اَيلہ جي رهاڪن لاءِ آهي. سمنڊ ۽ خشڪيءَ تي سندن ٻيڙين ۽ قافلن لاءِ الله جو ذمو آهي ۽ محمدﷺ نبيءَ جو ذمو آهي ۽ اهو ئي ذمو انهن شامي ۽ ساموندي رهاڪن لاءِ آهي، جيڪي يحنہ سان گڏ هجن. ها! باقي انهن مان ڪو ماڻهو ڪا گڙٻڙ ڪندو تہ سندس مال، سندس جان ڪونہ بچائي سگهندو ۽ جيڪو ماڻهو سندس مال ڪٽندو، ان لاءِ اهو حلال هوندو. ڪين ڪنهن بہ چشمي وٽ لهڻ ۽ خشڪيءَ توڙي سمنڊ جي ڪنهن رستي تي هلڻ کان روڪي نٿو سگهجي."

ان ڪانسواءِ پاڻ سڳورن ﷺ، **حضرت خالد بن وليد** ﷛ کي چار سؤ ويهہ سوارن جو دستو ڏئي دُومة الجندل جي حاڪم اُڪيدر ڏانهن موڪليو ۽ فرمايو تہ "تون ڪيس روجهہ (نيل ڳئون) جو شڪار ڪندي هٿ ڪندين." **حضرت خالد** ﷛ اوڏانهن روانو ٿيو. جڏهن ايتري پنڌ تي پهتو جتان قلعو چٽو ڏسڻ ۾ پئي آيو تہ اوچتو هڪ روجهہ ظاهر ٿي ۽ قلعي جي در سان سڱ گسائڻ لڳي. اُڪيدر ان جي شڪار لاءِ نڪتو. چانڊوڪي رات هئي. **حضرت خالد** ﷛ ۽ سندن سوارن ڪيس وڃي پڪڙيو ۽ جهلي پاڻ سڳورن ﷺ وٽ وني آيا. پاڻ سڳورن ﷺ سندس جان بخشي ڪندي بہ هزار

اٺ سؤ غلام، چار سؤ زرهون ۽ چار سؤ نيزا ڏيڻ جي شرط تي ناهه ڪيو. هن جزيو ڏيڻ جو بہ اقرار ڪيو. تنهن ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ، ساڻس يحنہ سميت دُمہ، تبوڪ، اَيلہ ۽ تيماءَ وارن ساڳين شرطن تي ناهہ ڪيو.

اهي حالتون ڏسي اهي قبيلا جيڪي هيستائين رومين جي اڳيان پنيان پيا ڦرندا هئا سي سمجهي ويا تہ هاڻي پنهنجن انهن پراڻن سرپرستن تي اعتماد جو وقت پورو ٿيو ان ڪري اهي بہ مسلمانن جا حامي بڻجي ويا. اهڙيءَ طرح اسلامي حڪومت جون سرحدون ڦهلجي وجي سڌو سنئون رومي سرحدن سان مليون ۽ رومين جي چاڙتن جو گهٽي حد تائين انت اچي ويو.

**مديني ڏانهن موٽ:-** اسلامي لشڪر تبوڪ کان سوڀارو ٿي موٽيو ۽ ڪابہ جهڙپ نہ ٿي. الله تعاليٰ! جنگ جي معاملي ۾ مؤمنن لاءِ ڪافي ثابت ٿيو، پر واٽ تي هڪ جڳهہ تي گهاٽيءَ وٽ ٻارنهن منافقن پاڻ سڳورنﷺ کي مارڻ جي ڪوشش ڪئي. ان مهل پاڻ سڳورا ﷺ گهاٽيءَ منجهان لنگهي رهيا هئا ۽ پاڻ سڳورنﷺ سان گڏ رڳو (بہ ڄڻا) **حضرت عمار** رضي الله عنه، جيڪو ڏاچيءَ جي واڳ جهلي هلي رهيو هو ۽ **حضرت حذيفہ** بن يمان رضي الله عنه جيڪو ڏاچي هڪلي رهيو هو. ٻيا اصحابي سڳورا پري واديءَ جي هيٺاهين مان لنگهي رهيا هئا. ان ڪري منافق وجهہ وٺي پاڻ سڳورنﷺ ڏانهن وڌيا. ٻئي پاسي پاڻ سڳورا ﷺ ۽ ٻئي اصحابي سڳورا **رضي الله عنهم** پنهنجي واٽ وٺيو پئي ويا تہ پنيان کان انهن منافقن جي پيرن جا آواز ٻڌائون. سيني کي منهن تي ٻوٿاڙا ٻڌل هئا ۽ اچي پاڻ سڳورن ﷺ کي ويجها رسيا هئا جو پاڻ سڳورنﷺ، **حضرت حذيفہ** رضي الله عنه کي انهن ڏانهن موڪليو. انهن سندن سوارين جي منهن تي پنهنجي ڍال سان ڌڪ هڻڻ شروع ڪيا جنهن سان الله تعاليٰ کين ڊيڄاري وڌو ۽ اهي تڪڙا پيچي وجي ٻين ماڻهن سان مليا. ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ، **حضرت حذيفہ** رضي الله عنه کي سندن نالا ٻڌايا ۽ سندن ارادي جي ڄاڻ ڏني. ان ڪري ئي **حضرت حذيفہ** رضي الله عنه کي پاڻ سڳورن ﷺ جو "رازدان" چيو وجي ٿو. ان واقعي بابت قرآن شريف ۾ هيٺن فرمايو ويو تہ: ﴿وَهَمُّوا بِمَا لَمْ يَنَالُوا...﴾(74. التوبة)

" ۽ جنهن کي پهچي نہ سگهيا تنهن لاءِ زور لاتائون."

سفر جي پڇاڙيءَ تي جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ پري کان مديني جا آثار ڏٺا تہ فرمايائون تہ: "او اهو طابہ، او اهو احد، اِهو اُهو جبل آهي جيڪو اسان سان محبت ڪري ٿو ۽ جنهن سان اسين محبت ڪريون ٿا." هوڏانهن مديني ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي اچڻ جي ڄاڻ پهتي تہ عورتون، ٻار ۽ ٻارڙيون ڪاهي پيون ۽ وڏي اعزاز سان لشڪر جي آجيان ڪندي هي گيت ڳايائون.[1]

---

[1] - ابن قيم ائين لکيو آهي. ان تي اڳيئي بحث ڪري آيا آهيون..

طَلَعَ الْبَدْرُ عَلَيْنَا مِنْ ثَنِيّاتِ الْوَدَاع
وَجَبَ الشّكْرُ عَلَيْنَا مَا دَعَا لِلّهِ دَاعِ

يعني " اسان تي ثنيت الوداع کان چوڏهينءَ جو چنڊ اڀريو. جيستائين سڏڻ وارو الله کي سڏي (تيستائين) اسان تي شڪر واجب آهي." يعني فجر جي ٻانگ اچڻ تائين شڪر واجب آهي)

پاڻ سڳورا ﷺ رجب ۾ تبوڪ ڏانهن روانا ٿيا هئا ۽ رمضان جي مهيني ۾ موٽيا. هن سفر ۾ پورا پنجاهه ڏينهن لڳا، ويهه ڏينهن تبوڪ ۾ ۽ ٽيهه ڏينهن اچ وڃ ۾. اهو پاڻ سڳورن ﷺ جي حياتيءَ جو آخري غزوو هو جنهن ۾ پاڻ سڳورا ﷺ پاڻ هلي ويا هئا.

**مخالف:**– هي غزوو پنهنجن خاص حالتن جي ڪري الله پاران هڪ وڏي آزمائش به هو، جنهن سان ايمان وارن ۽ ٻين ماڻهن جي سڃاڻپ ٿي وئي ۽ اهو الله جو ونهنوار به آهي. جيئن فرمايو اٿس ته:

﴿مَا كَانَ اللَّهُ لِيَذَرَ الْمُؤْمِنِينَ عَلَى مَا أَنْتُمْ عَلَيْهِ حَتَّى يَمِيزَ الْخَبِيثَ مِنَ الطَّيِّبِ...(179)﴾ (آل عمران)

"الله کي نه جڳائيندو آهي ته جنهن تي اوهين آهيو تنهن تي مؤمنن کي (به) ڇڏي ڏي هيستائين جو پليت کي پاڪ کان ڌار ڪري."

تنهنڪري هن غزوي ۾ سمورن ايمان وارن شرڪت ڪئي ۽ ان ۾ نه هلڻ کي نفاق ۽ ڪپٽ جي نشاني ڄاتو ويو. حالت اها هئي جو جيڪڏهن ڪنهن پٺتي رهيل جو ذڪر پاڻ سڳورن ﷺ سان ڪيو ٿي ويو ته پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ٿي ته ان کي ڇڏي ڏيو، جيڪڏهن ان ۾ چڱائيءَ جا ڪڻا آهن ته الله تعاليٰ جلد ئي توهان وٽ پهچائي ڇڏيندس پر جي ائين ناهي ته پوءِ الله! توهان جي ان مان جان ڇڏائي آهي. مطلب ته هن غزوي ۾ يا ته اهي ماڻهو پٺتي رهيا جيڪي معذور هئا يا وري منافق جن الله ۽ رسول ﷺ تي ايمان آڻڻ جي ڪوڙي هام هنئي هئي ۽ ڪوڙا بهانا ڪري غزوي ۾ نه هلڻ جي موڪل گهري هئي يا ماڳهين موڪل وٺڻ بنا ئي ويهي رهيا هئا. ها باقي ٽي ڄڻا هئا جيڪي سچا ۽ پڪا مؤمن هئا پر پوءِ به بنا ڪنهن سبب جي پٺيان رهجي ويا هئا. الله تعاليٰ ڪين آزمائش ۾ وڌو ۽ پوءِ سندن توبه قبولي.

ان جو تفصيل هن طرح آهي ته موٽڻ مهل پاڻ سڳورا ﷺ مديني ۾ گهڙيا ته معمول مطابق سڀ کان پهرين مسجد نبوي ۾ ويا. اتي ٻه رڪعتون نماز پڙهيائون ۽ پوءِ ماڻهن جي ڪري ويهي رهيا. ٻئي پاسي منافق جن جو تعداد اَسي کان مٿي هو، ([1]) اچي معذرت ڪرڻ ۽ قسم کائڻ لڳا.

---

[1] - واقديءَ ڄاڻايو آهي ته اهو تعداد انصاري منافقن جو هو. ان کانسواءِ بني غفار جهڙن اعرابين منجهان معذرت لاءِ اچڻ وارن جو تعداد ٻياسي هو. عبدالله بن اُبيّ ۽ سندس پوئلڳ اجا ڌار هئا ۽ اهي به چڱا خاصا هئا (ڏسو فتح الباري 8/119).

پاڻ سڳورن ﷺ انهن جا عذر قبوليندي بيعت ورتي ۽ ڇوٽڪاري جي دعا گهري ۽ سندن دلين جو حال الله تي ڇڏيو.

باقي رهيا ٽي مؤمن صادق يعني حضرت ڪعب بن مالڪ ﷛، مراره بن ربيع ﷛ ۽ هلال بن اميہ﷛، تہ انهن سچ ڳالهائيندي چيو تہ اسان بنا ڪنهن مجبوريءَ جي غزوي ۾ شريڪ نہ ٿيا هئاسين. تنهن تي پاڻ سڳورن ﷺ، اصحابي سڳورن رضي الله عنهم کي حڪم ڏنو تہ انهن ٽنهي سان ڳالهہ ٻولهہ بند ڪن. تنهنڪري سندن سخت بائيڪاٽ ڪيو ويو. ماڻهن اکيون مٽائي ڇڏيو ۽ وشال ڌرتي انهن لاءِ سوڙهي ٿي پئي ۽ سندن ساهہ مُٺ ۾ ٿي پيو. سختي ايتري وڌي وئي جو چاليهہ ڏينهن گذرڻ کانپوءِ حڪم ڏنو ويو تہ پنهنجن عورتن کان بہ پري رهو. جڏهن پنجاهہ ڏينهن پورا ٿيا تہ الله تعاليٰ سندن توبہ قبول ڪندي فرمايو تہ:

﴿وَعَلَى الثَّلَاثَةِ الَّذِينَ خُلِّفُوا حَتَّى إِذَا ضَاقَتْ عَلَيْهِمُ الْأَرْضُ بِمَا رَحُبَتْ وَضَاقَتْ عَلَيْهِمْ أَنْفُسُهُمْ وَظَنُّوا أَنْ لَا مَلْجَأَ مِنَ اللَّهِ إِلَّا إِلَيْهِ ثُمَّ تَابَ عَلَيْهِمْ لِيَتُوبُوا إِنَّ اللَّهَ هُوَ التَّوَّابُ الرَّحِيمُ (118) ﴾(التوبة)

”۽ انهن ٽن تي (بہ) جيڪي پوئتي رهيا، ايتري قدر جو زمين ايتري ويڪرائيءَ هوندي بہ مٿن سوڙهي ٿي وئي هئي ۽ سندن ساهہ مٿن منجهيا هئا ۽ ڀانيائون تہ (هاڻي) الله کانسواءِ ڪا جاءِ پناهہ جي نہ آهي. وري مٿن هن لاءِ ٻاجهہ سان موٽيو تہ توبہ ڪن. تحقيق الله توبہ قبول ڪندڙ مهربان آهي.“

اهو فيصلو نازل ٿيڻ تي مسلمان عام طور تي ۽ اهي ٽئي اصحابي سڳورا رضي الله عنهم خاص طور تي ڏاڍا خوش ٿيا. ماڻهن ڊوڙي اچي بشارت ٻڌائين. (سندن) منهن خوشيءَ کان ٻهڪڻ لڳا ۽ انعام ۽ صدقا ڏنائون. حقيقت ۾ اهو سندن حياتيءَ جو سڀ کان پيارو ڏينهن هو.

اهڙيءَ طرح معذوريءَ جي ڪري غزوي ۾ نہ هلڻ وارن لاءِ الله تعاليٰ فرمايو تہ:

﴿لَيْسَ عَلَى الضُّعَفَاءِ وَلَا عَلَى الْمَرْضَى وَلَا عَلَى الَّذِينَ لَا يَجِدُونَ مَا يُنْفِقُونَ حَرَجٌ إِذَا نَصَحُوا لِلَّهِ وَرَسُولِهِ...(919)﴾ (التوبة)

”نہ ڪي عاجزن تي نہ ڪي بيمارن تي نہ ڪي اهي جو جيڪي خرچين سو نہ ٿا لهن تن تي ڪو گناهہ آهي. جڏهن تہ الله ۽ سندس پيغمبر جا خير خواهہ هجن.“

انهن بابت پاڻ سڳورن ﷺ بہ مديني جي ويجهو رسي فرمايو هو تہ "مديني ۾ ڪجهہ اهڙا بہ ماڻهو آهن، جو توهان جن جڳهين تي بہ سفر ڪيو ۽ جنهن واديءَ مان بہ لنگهيا، اهي توهان سان گڏ هئا ڪين سندن عذر روڪي رکيو هو." ماڻهن پڇيو تہ "يا رسول الله ﷺ اهي مديني ۾ هوندي بہ (اسان سان گڏ هئا؟)" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "ها مديني ۾ هوندي بہ."

**هن غزوي جا اثر:-** اهو غزوو عربستان جي مسلمانن جو اثر وڌائڻ ۽ انهن کي سگهو ڪرڻ لاءِ ڏاڍو ڪارائتو ثابت ٿيو. ماڻهن تي اها ڳالهه چڱيءَ طرح پڌري ٿي وئي تہ هاڻي عربستان ۾ اسلام کانسواءِ ٻي ڪابہ طاقت نٽي رهي سگهي. اهڙيءَ طرح جاهلن ۽ منافقن جون رهيل سهيل آسون آميدون بہ دم ٽوڙي ويون, جيڪي هنن مسلمانن تي ڏکيا ڏينهن اچڻ جو سوچي دل ۾ سانديي رکيون هيون. ڇوتہ انهن سمورين آسن ۽ اميدن جو محور رومي طاقت هئي ۽ هن غزوي ۾ ان جا بہ وکا پڌرا ٿي ويا. ان ڪري هنن همراهن جا حوصلا ٽٽي ويا ۽ اهو سوچي حقيقتن آڏو هٿيار ڪٽي ڦٽا ڪيائون تہ هاڻي ان کان پڇڻ يا ڇوٽڪارو پائڻ جي ڪابہ واهہ نہ بچي آهي.

ان صورتحال جي ڪري هاڻي هن ڳالهہ جي بہ گهرج ڪانہ رهي هئي تہ مسلمان منافقن سان دوستي ۽ نرمي رکن تنهنڪري الله تعاليٰ سندن خلاف سخت رويو اختيار ڪرڻ جو حڪم ڏنو. ايستائين جو سندن صدقا قبولڻ, سندن جنازي نماز پڙهڻ, انهن لاءِ ڇوٽڪاري جي دعا گهرڻ ۽ سندن قبرن تي بيهڻ کان جهلي ڇڏيو ۽ انهن مسجد جي نالي ۾ جيڪو سازشن جو گهر ٺاهيو هو ان کي ڊاهي ڇڏڻ جو حڪم ڏنو. پوءِ انهن بابت اهڙيون تہ آيتون لٿيون جو اهي صفا وائکا ٿي پيا ۽ سندن سڃاڻپ ۾ ڪوبہ شڪ شبهو ڪونہ رهيو. ڇڻ تہ مديني وارن لاءِ انهن آيتن انهن منافقن تي وڃي آڱريون رکيون هيون.

هن غزوي جي اثرن جو اندازو هن ڳالهہ مان بہ لڳائي سگهجي ٿو تہ مڪي جي فتح کانپوءِ (بلڪہ ان کان بہ اڳ) جيتوڻيڪ پاڻ سڳورن ﷺ وٽ عربن جا وفد اچڻ شروع ٿي ويا هئا, پر انهن جي وٺ وٺان هن غزوي کانپوءِ ئي ٿي.[1]

**هن غزوي بابت قرآني آيتون:-** هن غزوي بابت سورة توبہ جون گهڻيون ئي آيتون لٿيون. ڪجهہ نڪرڻ کان اڳ, ڪجهہ سفر هلندي, ۽ ڪجهہ مديني موٽڻ کانپوءِ. انهن آيتن ۾ غزوي جي حالتن جو ذڪر ڪيو ويو آهي, منافقن جا پول پڌرا ڪيا ويا آهن, مخلص مجاهدن جي فضيلت ٻڌائي وئي آهي ۽ سچا مؤمن ۽ صادق جيڪي غزوي ۾ ويا هئا يا جيڪي ڪونہ ويا هئا تن جي توبہ قبولڻ جو ذڪر ڪيو ويو آهي. وغيره وغيره.

*-*-*

[1] - هن غزوي جو تفصيل هيٺين ڪتابن مان ورتل آهي: ابن هشام (2/515_537) - زاد المعاد (3/2_13) - صحيح بخاري (2/633 ۽ 1/252، 414) وغيره - صحيح مسلم مع شرح نووي (2/246 )- فتح الباري (8/110_126) - مختصر السيرة للشيخ عبدالله (ص:391_408).

# سنہ 9 ھ جا ڪي اهم واقعا

هن ئي سال سنہ 9 ھ ۾ تاريخي اهميت وارا ڪافي واقعا ٿيا.

1. تبوڪ کان پاڻ سڳورن ﷺ جي موٽڻ ڪانپوءِ عوَيمر عجلاني ۽ سندس زال جي وچ ۾ لعان ٿيو.

2. غامديہ عورت ڪي، جنهن پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهچي زنا جو اقرار ڪيو، سنگسار ڪيو ويو. هن عورت ٻار ڄڻڻ ڪانپوءِ جڏهن ان کان کير پيئڻ ڇڏايو، تڏهن ڪيس سنگسار ڪيو ويو هو.

3. حبش جو بادشاه اَصحمہ نجاشي گذاري ويو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ ان جي غائبانہ جنازي نماز پڙهائي.

4. پاڻ سڳورن ﷺ جي نياڻي بيبي ام ڪلثوم رضي الله عنها گذاري وئي. جنهن جو پاڻ سڳورن ﷺ کي ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ، حضرت عثمان ﷜ کي چيو تہ جيڪڏهن منهنجي ٽين ڌيءُ هجي ها تہ ان کي بہ توسان پرڻائي ڇڏيان ها.

5. تبوڪ کان پاڻ سڳورن ﷺ جي موٽڻ ڪانپوءِ منافقن جو مهندار عبدالله بن اُبيّ مري ويو. پاڻ سڳورن ﷺ ان لاءِ ٻوڇڪاري جي دعا گهري ۽ حضرت عمر ﷜ جي روڪڻ جي باوجود بہ سندس جنازي نماز پڙهي. جنهن تي وحي لٿي ۽ ان ۾ حضرت عمر ﷜ جي راءِ سان سهمت ڪندي منافقن جي جنازي نماز پڙهڻ کان جهليو ويو.

*-*-*

## حج سنہ 9 ھ (حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جي اڳواڻيءَ ۾)

ساڳئي سال ذوالقعدة يا ذوالحج سنہ 9 ھ ۾ پاڻ سڳورن ﷺ حج لاءِ **حضرت ابوبڪر** رضي الله عنه کي اڳواڻ ڪري موڪليو.

ان ڪانپوءِ سورة برأت جون منڍ واريون آيتون نازل ٿيون، جن ۾ مشرڪن سان ڪيل ناهہ، برابريءَ جي بنياد تي ختم ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو هو. هيءُ حڪم لهڻ ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ، **حضرت علي** بن ابي طالب رضي الله عنه کي موڪليو تہ جيئن اهي پاڻ سڳورن ﷺ پاران انهن جو اعلان ڪن. ائين ان ڪري ڪرڻو پيو جو خون ۽ مال لاءِ عهد ۽ پيمان جي سلسلي ۾ عربن جو اهو ئي ونهنوار هو (تہ ماڻهو يا تہ پاڻ اعلان ڪري يا پنهنجي گهراڻي جي ڪنهن ڀاتيءَ کان اعلان ڪرائي. گهراڻي کان ٻاهر جي ڪنهن ماڻهوءَ جو ڪيل **اعلان** ڪونہ مڃيو ويندو هو) **حضرت ابوبڪر** رضي الله عنه سان **حضرت علي** رضي الله عنه عرج يا ضجنان نالي واديءَ ۾ **ملاقات** ٿي. **حضرت ابوبڪر** رضي الله عنه پڇيو تہ "امير آهين يا مامور؟" **حضرت علي** رضي الله عنه فرمايو تہ "نہ، پر مامور." پوءِ ٻئي اڳتي وڌيا. **حضرت** ابوبڪر رضي الله عنه ماڻهن کي حج ڪرايو. جڏهن (ڏهين تاريخ) قربانيءَ جو ڏينهن آيو تہ **حضرت** علي رضي الله عنه، جمره وٽ بيهي ماڻهن ۾ اهو اعلان ڪيو، جنهن جو حڪم پاڻ سڳورن ﷺ ڏنو هئن. يعني سمورن عهد وارن سان عهد ختم ڪيو ويو ۽ کين چئن مهينن جي ڇوٽ ڏني وئي (تہ يا تہ مسلمان ٿين يا جزيو ڏين يا لڏي وڃن) باقي جن مشرڪن، مسلمانن سان نڀائڻ ۾ ڪا ڪسر ڪانہ ڇڏي هئي ۽ نہ ئي مسلمانن خلاف ڪنهن جي مدد ڪئي هئائون، تن سان ڪيل ناهہ، رٿيل مدي تائين برقرار رکيو ويو.

**حضرت ابوبڪر** رضي الله عنه، اصحابي سڳورن رضي الله عنهم جو هڪ ميڙ موڪلي اهو پڙهو گهمارايو تہ هاڻي ڪوبہ مشرڪ حج نٿو ڪري سگهي ۽ نہ ئي ڪو اگهاڙو ماڻهو بيت الله جو طواف ڪري ٿو سگهي.

اهو اعلان ڄڻ تہ عربستان ۾ بت پرستيءَ جي پڇاڙيءَ جو اعلان هو. يعني ان سال ڪانپوءِ بت پرستيءَ جي موٽڻ جي امڪان جي بہ ڪا گنجائش نہ رهي.[1]

*-*-*

[1] هن حج جي تفصيل لاءِ ڏسو صحيح بخاري(1/220، 451 - 2/626، 271)- زاد المعاد(3/25، 26)- ابن هشام(2/543_ 546) ۽ تفسير جي ڪتابن ۾ سورة برأت جون منڍ واريون آيتون.

# غزون تي هڪ نظر

پاڻ سڳورن ﷺ جي غزون، سرين ۽ فوجي مهمن تي هڪ نظر وجهڻ ڪانپوءِ ڪوبہ ماڻهو، جيڪو جنگ جي ماحول، پس منظر ۽ پيش منظر ۽ آثارن ۽ نتيجن جو علم رکندو هجي، اهو مڃڻ کانسواءِ رهي نہ سگهندو تہ پاڻ سڳورا ﷺ دنيا جا سڀ کان وڏا ۽ باڪمال فوجي اڳواڻ هئا. پاڻ سڳورن ﷺ جي سوچ سمجهہ سيني کان وڌيڪ صحيح ۽ بيدار مغزي سڀ کان گهري هئي. پاڻ سڳورا ﷺ جهڙيءَ طرح نبوت ۽ رسالت جي وصفن ۾ رسولن جا سردار ۽ سڀ کان وڏا نبي هئا، اهڙيءَ طرح فوجي قيادت جي وصف ۾ بہ سڀ کان وڏا ماهر ۽ عبقريت جا مالڪ هئا. ڇوتہ پاڻ سڳورن ﷺ جيڪي بہ لڙايون ڪيون، تن لاءِ اهڙين حالتن ۽ جهتن جو انتخاب ڪيائون، جيڪي ڏاهپ ۽ دليريءَ جو پڌرو مثال هيون. ڪنهن بہ ويڙهہ ۾ حڪمت عملي، لشڪر جي ترتيب، حساس جڳهين تي ماڻهو ببيهارڻ، جنگ ڪرڻ لاءِ پلي جڳهہ جي چونڊ ۽ جنگي حڪمت عملي وغيره ۾ پاڻ سڳورن ﷺ کان ڪڏهن بہ ڪا چڪ نہ ٿي. ان ڪري ئي ان بنياد تي پاڻ سڳورنﷺ ڪڏهن بہ ڏڪ نہ کاڌو، پر انهن سمورن جنگي معاملن ۽ مسئلن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ ثابت ڪري ڏيکاريو تہ دنيا جي جن بہ وڏن سپهہ سالارن جي اڳواڻي ڏني آهي، پاڻ سڳورا ﷺ انهن مڙني کان نرالي قسم جا جنگي سپهہ سالار هئا. جن ڪڏهن شڪست جو منهن نہ ڏٺو. هن موقعي تي اهو ٻڌائڻ ضروري آهي تہ احد ۽ حنين ۾ جيڪي ڪجهہ ٿيو، تنهن جو ڪارڻ پاڻ سڳورن ﷺ جي حڪمت عمليءَ جي خامي نہ هو، پر ان جي پٺيان حنين جي ڪن ماڻهن جون ڪي ڪمزوريون هيون ۽ احدم پاڻ سڳورن ﷺ جي نهايت اهم حڪمت عملي ۽ ضروري هدايت کي نهايت فيصلاڪن لمحن ۾ نظر انداز ڪيو ويو هو.

پوءِ بہ جڏهن ٻنهي غزون ۾ مسلمانن کي ڏڪ رسيو تہ پاڻ سڳورن ﷺ، جنهن اڏولپڻي جو مظاهرو ڪيو، اهو پنهنجو مثال پاڻ آهي. پاڻ سڳورا ﷺ دشمنن سان مهاڏو اٽڪائي بيٺا رهيا ۽ پنهنجي حڪمت عمليءَ جي اٽلپ مثال سان يا تہ سندن مقصد پورو ٿيڻ نہ ڏنائون. (جيئن احد ۾ ٿيو) يا جنگ جو پاسو اهڙيءَ طرح پلٽائي ڇڏيائون جو مسلمانن جي هار سوڀ ۾ بدلجي وئي. (جيئن حنين ۾ ٿيو) حالانڪ اُحد جهڙي خطرناڪ صورتحال ۽ حنين جهڙي افراتفري، سپهہ سالارن جا حوصلا خطا ڪرڻ لاءِ ڪافي هوندي آهي ۽ سندن اعصابن تي ايڏو تہ برو اثر ڇڏي ٿي جو کين پاڻ بچائڻ کانسواءِ ٻيو ڪجهہ نٿو سجهي.

اها ڳالهہ ٻول تہ انهن غزون جي نج فوجي ۽ جنگي پهلوءَ کان هئي. باقي رهيا ٻيا پاسا تہ اهي بہ ڏاڍا اهم آهن. پاڻ سڳورن ﷺ انهن غزون وسيلي امن امان قائم ڪيو. فتنن جي باهہ وسائي. اسلام ۽ بت پرستيءَ جي ڇڪتاڻ ۾ دشمنن جو ڏاڪو ٽوڙي وڌو ۽ کين اسلام جي کليءَ طرح پرچار ڪرڻ ۽ ناهہ ڪرڻ تي مجبور ڪري وڌو. اهڙيءَ طرح پاڻ سڳورن ﷺ انهن جنگين جي ذريعي اهو بہ ڇاڻي ورتو تہ ڪير ساڻن سچا آهن ۽ ڪير منافق. جيڪي دل ئي دل ۾ دوکي ۽ دولاب جا جذبا سانديو ويٺا آهن.

پاڻ سڳورن ﷺ عملي لڙاين وسيلي مسلمان سپهہ سالارن جي هڪ وڏي جماعت بہ تيار ڪري ورتي. جن پاڻ سڳورن ﷺ کانپوءِ عراق ۽ شام جي ميدانن ۾ فارس ۽ روم سان ٽڪر کاڌو ۽ جنگي رٿائن ۾ سندن وڏن وڏن سالارن کي مات ڏئي کين سندن ئي گهرن ۽ علائقن، مال ۽ باغن، چشمن ۽ ٻني ٻارن، آرام و ارين ۽ عزت وارين جڳهين ۽ مزيدار نعمتن کان ڪڍي ٻاهر ڪيو.

اهڙيءَ طرح پاڻ سڳورن ﷺ، انهن غزون وسيلي مسلمانن لاءِ رهائش، ٻني ٻاري ۽ ڌنڌي ڌاڙيءَ جو انتظام ڪيو. بي گهر ۽ محتاج پناهگيرن جا مسئلا بہ حل ڪيا. هٿيار، گهوڙا، ساز ۽ سامان ۽ جنگ جا خرچ هٿ ڪيا ۽ اهو سڀ ڪجهہ الله جي ٻانهن تي ٿورو بہ ظلم ۽ ڏاڍ ڪرڻ کانسواءِ حاصل ڪيائون.

پاڻ سڳورن ﷺ انهن سمورن سببن ۽ مقصدن کي بہ مَٽائي ڇڏيو، جن لاءِ جاهليت ۾ جنگ جي باهہ ڀڙڪي پوندي هئي. يعني جاهليت واري دور ۾ جنگ نالو هئي ڦرلٽ ۽ مار ماران جو، ظلم ۽ ڏاڍائيءَ جو، ڀلائد ۽ اذيتون ڏيڻ جو، ڪمزورن کي ڪچلڻ جو، آبادين کي ويران ڪرڻ جو ۽ عمارتون ڊاهڻ جو، عورتن جي لڄ لٽڻ جو ۽ پوڙهن، ٻارن ۽ ٻارڙين سان سنگدلي ڪرڻ جو، ٻني ٻارا برباد ڪرڻ ۽ وهٽن کي مارڻ جو ۽ زمين تي تباهي ۽ فساد ڪرڻ جو. پر اسلام ان جنگ جو روح مَٽائي ان کي هڪ مقدس جهاد ۾ تبديل ڪري ڇڏيو. جنهن کي ڏاڍن ڇڱن سببن سان شروع ڪيو وڃي ٿو ۽ ان سان شريفاڻا مقصد حاصل ڪيا وڃن ٿا، جن کي هر زماني ۽ هر ملڪ ۾ انساني سماج لاءِ اعزاز جو باعث مڃيو ويو آهي. ڇوتہ هاڻي جنگ جو مفهوم اهو وڃي ٿيو تہ انسانن کي ڏاڍ ۽ ڏمر جي راڄ مان ڪڍي عدل ۽ انصاف جي راڄ ۾ آڻڻ لاءِ مسلح جدوجهد ڪئي وڃي. يعني هڪ اهڙي راڄ کي، جنهن ۾ ڏاڍو، هيٺي کي کائي رهيو آهي، ابتو ڪري اهڙو راڄ جوڙيو وڃي، جنهن ۾ طاقتور، ڪمزور ٿي وڃي، جيستائين کانئس ڪمزور جو حق نہ ورتو وڃي اهڙيءَ طرح هاڻي جنگ جي معنيٰ اها وڃي ٿي آهي تہ انهن ڪمزور مردن، عورتن ۽ ٻارن کي ڇوٽڪارو ڏياريو وڃي، جيڪي دعائون ڪن ٿا تہ "اي پالڻهار! اسان کي هن وسنديءَ مان ڪڍ، جتي جا رهاڪو ظالم آهن ۽ اسان لاءِ پنهنجي پاران ڪو والي موڪل ۽ پنهنجي پاران ڪو مددگار موڪل." هن جنگ جي معنيٰ اها وڃي

تي تہ اللہ جي ڌرتيءَ کي نڳي ۽ دولاب، ڌاڙ ۽ ڌمر، ڌوھ ۽ برائيءَ کان پاڪ ڪري ان جي جاءِ تي امن امان، محبت ۽ ڀائيچارو، عدل ۽ انصاف، انسانيت ۽ شرافت جو نظام رائج ڪيو ويو.

پاڻ سڳورن ﷺ جنگ لاءِ **اخلاقي ضابطا** بہ مقرر ڪيا ۽ پنھنجن فوجين ۽ سالارن لاءِ انھن جي پيروي ڪرڻ ضروري قرار ڏيندي، ڪنھن بہ حالت ۾ انھن کان ٻاھر نڪرڻ جي ڇوٽ نہ ڏني. **حضرت** سليمان بن بريده رضي الله عنه جو بيان آھي تہ پاڻ سڳورا ﷺ جڏھن ڪنھن ماڻھوءَ کي ڪنھن لشڪر يا سريي جو اڳواڻ مقرر ڪندا ھئا تہ کين پنھنجي باري ۾ پرھيزگاري ۽ مسلمان ساٿين لاءِ چڱائيءَ جي وصيت ڪندا ھئا. پوءِ چوندا ھئا تہ "اللہ جي نالي تي اللہ جي راھ ۾ جنگ ڪريو. جنھن، اللہ سان ڪفر ڪيو، تنھن سان وڙھو. جنگ ڪريو، نڳي نہ ڪريو، دوکي بازي نہ ڪريو، نڪ ڪن وغيره نہ ڪٽيو، ڪنھن ٻار کي متان ماريو... الخ"

اھڙيءَ طرح پاڻ سڳورا ﷺ نرمي ڪرڻ جو حڪم ڏيندي فرمائيندا ھئا تہ "نرمي ڪريو، سختي نہ ڪريو، ماڻھن کي سک ڏيو، متنفر نہ ڪريو."([1])

جڏھن پاڻ سڳورا ﷺ رات جو ڪنھن قوم وٽ پھچندا ھئا تہ صبح ٿيڻ کان اڳ ڇاپو نہ ھڻندا ھئا. پاڻ سڳورن ﷺ ڪنھن کي باھ ۾ ساڙڻ کان ڏاڍي سختيءَ سان روڪيو ھو. اھڙيءَ طرح ٻڌي مارڻ ۽ عورتن کي موچڙا ھڻڻ ۽ کين مارڻ کان بہ جھليو ۽ ڦرلٽ ڪرڻ کان بہ جھليو. ويندي پاڻ سڳورن ﷺ اھو بہ فرمايو تہ ڦر جو مال مردار وانگر ئي حرام آھي. اھڙيءَ طرح **فصل** تباھ ڪرڻ، جانور مارڻ ۽ وڻ ڪٽڻ کان بہ جھليو، سواءِ ان صورت ۾ جو اھو ڪم اڻٽر ٿي پوي ۽ وڻ ڪٽڻ کانسواءِ ڪو چارو نہ رھي. مڪو فتح ڪرڻ مھل پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "ڪنھن گھايل تي حملو نہ ڪريو، ڪنھن ڀڄندڙ جي پويان نہ لڳو ۽ ڪنھن قيديءَ کي نہ ماريو." پاڻ سڳورن ﷺ اھا سنت بہ جاري ڪئي تہ سفير کي نہ ماريو وڃي. پاڻ سڳورن ﷺ حليف (غير مسلم قبيلن جي ماڻھن) کي مارڻ کان بہ سختيءَ سان روڪيو ۽ ايستائين بہ چيائون تہ: "جيڪو ماڻھو ڪنھن حليف کي ماريندو، اھو جنت جو واس بہ نہ وٺي سگھندو. جڏھن تہ ان جو واس چاليھہ ورھين جي پنڌ تائين اچي ٿو."

اھي ۽ اھڙا ٻيا اعليٰ درجي جا قاعدا ۽ ضابطا ھئا، جن جي وسيلي جنگ جو عمل، جاھليت جي گندگين کان صاف ۽ پاڪ ٿي، مقدس جھاد ۾ تبديل ٿي ويو.

*-*-*

---

[1] - صحيح مسلم (82/2، 83) المعجم الصغير للطبراني (187_123/1).

# الله جي دين ۾ ٽولن جا ٽولا داخل ٿيڻ

جيئن تہ اسين ٻڌائي آيا آهيون تہ مڪي جي فتح هڪ فيصلاڪن جهڙپ هئي، جنهن بت پرستيءَ جا لاهہ ڪيي ڇڏيا ۽ سڄي عربستان لاءِ سچ ۽ ڪوڙ جي سڃاڻپ جو اهڃاڻ ثابت ٿي. ان جي ڪارڻ سندن شڪ ۽ شبها ختم ٿي ويا، جنهن ڪانپوءِ انهن ڏاڍو تڪڙو اسلام قبوليو. حضرت عمرو بن سلمہ ﷺ جو بيان آهي تہ "اسين هڪ چشمي وٽ (آباد) هئاسين، جتان ماڻهن جي اچ وڃ هوندي هئي. اسان وٽان قافلا لنگهندا هئا ۽ اسين ڪانئن پڇندا هئاسين تہ ماڻهن جو ڪهڙو حال آهن؟ ان همراهہ (محمد ﷺ) جو ڪهڙو حال آهي؟ ۽ ڪيئن آهي؟ ماڻهو ٻڌائيندا هئا تہ "هو سمجهي ٿو تہ الله ڪيس پيغمبر ڪيو آهي، هن وٽ وحي موڪلي آهي، الله هي ۽ هي وحي موڪلي اٿس." آئون اها ڳالهہ ياد ڪري وٺندو هوس، ڄڻ تہ اها منهنجي دل تي چنبڙجي ويندي هئي ۽ عرب اسلام جي دائري ۾ داخل ٿيڻ لاءِ مڪي جي فتح جو انتظار ڪري رهيا هئا. چوندا هئا تہ "ڪيس ۽ سندس قوم کي (طاقت آزمائڻ لاءِ) ڇڏي ڏيو. جيڪڏهن هو پنهنجي قوم تي غالب ٿي ويو تہ پوءِ سمجهبو تہ سچو نبي آهي. تنهن ڪانپوءِ جڏهن مڪي جي فتح ٿي تہ هر قوم اسلام قبولڻ لاءِ (مديني) ڏانهن وڌي ۽ بابا بہ پنهنجيءَ قوم پاران ويو ۽ جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ وٽان تي موٽيو تہ چيائين تہ "الله جو قسم! آئون اوهان وٽ هڪ سچي نبيءَ وٽان ٿيو پيو اچان. پاڻ سڳورن ﷺ ٻڌايو تہ فلاڻي فلاڻي نماز، فلاڻي فلاڻي وقت تي پڙهو ۽ جڏهن نماز جي مهل ٿئي تہ توهان مان هڪ ڄڻو ٻانگ ڏي ۽ جنهن کي قرآن ياد هجي، اهو امامت ڪري.[1]

هن حديث مان اندازو ٿئي ٿو تہ مڪي جي فتح وارو واقعو حالتون تبديل ڪرڻ، اسلام کي سگهارو ڪرڻ، عربستان جي رهاڪن کي سچ سمجهائي اسلام آڏو هٿيار ڦٽا ڪرڻ ۾ ڪيترا نہ گهرا ۽ جٽادار اثر ڇڏڻ جي ڪري اهميت رکي ٿو. اها ڪيفيت غزوه تبوڪ ڪانپوءِ اجا وڌيڪ پڪي ٿي وئي. ان ڪري ئي اسان ڏسون ٿا تہ انهن ٻن ورهين (سنہ 9 ۽ 10 هـ) ۾ مديني اچڻ وارن وفدن جون قطارون لڳيون پيون هونديون هيون ۽ ماڻهو الله جي دين ۾ وڏن وڏن جٿن جي شڪل ۾ داخل ٿي رهيا هئا. ايستائين جو اهو اسلامي لشڪر جيڪو مڪو فتح ڪرڻ مهل ڏهہ هزار سپاهين تي ٻڌل هو، ان جو تعداد غزوه تبوڪ ۾ (جيڪو مڪو فتح ٿيڻ کي هڪ سال پورو ٿيڻ کان بہ اڳ ٿيو هو.) ايترو وڌي ويو جو اهو ٽيهہ هزار فوجين تائين وڃي رسيو. وري اسين حجة الوداع مهل ڏسون ٿا تہ هڪ لک چوويهہ هزار يا هڪ لک چوئيتاليهہ هزار مسلمانن جي ڄڻ تہ ٻوڏ آيل هئي، جيڪي پاڻ

[1] - صحيح بخاري (2/615_616).

سڳورنﷺ جي چوڌاري لبيڪ لبيڪ پڪاريندا، تڪبير جا نعرا هڻندا، الله جي وڏائي ۽ ساراهه بيان ڪري رهيا هئا، جن سان آسمان گونججي رهيو هو. جبل توڙي ماٿريون صداءِ توحيد جا پڙاڏا ڪري رهيون هيون.

**وفد:–** سيرت نگارن جيڪي وفد ڄاڻايا آهن، تن جو تعداد ستر کان وڌيڪ آهي، پر هتي نه ڪو انهن سمورن جي ذڪر جو موقعو آهي، نه ئي ذڪر ڪرڻ مان ڪو لاڀ حاصل ٿيندو، ان ڪري اسين رڳو انهن وفدن جو ذڪر ڪريون ٿا، جيڪي تاريخي اهميت رکن ٿا. پڙهندڙن کي اها ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته جيتوڻيڪ عام قبائلي وفد مڪي جي فتح کانپوءِ ئي مديني ۾ اچڻ شروع ٿي ويا هئا، پر ڪي ڪي قبيلا اهڙا به هئا، جن جا وفد مڪي جي فتح کان اڳ ئي مديني پهچي ويا هئا. هتي اسين انهن جو ذڪر ڪريون ٿا.

**(1) عبدالقيس وارو وفد:–** هن قبيلي جو وفد ٻه ڀيرا پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهتو. پهريون ڀيرو سنه 5 هه ۾ يا ان کان به اڳ ۽ ٻيو ڀيرو عام وفدَ اچڻ مهل سنه 9 هه ۾ پهريون ڀيرو اچڻ جو ڪارڻ اهو هو ته هن قبيلي جو هڪ ماڻهو منقذ بن حبان، واپاري وکر کڻي مديني ايندو ويندو هو. اهو جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ جي هجرت کانپوءِ پهريون ڀيرو مديني آيو ۽ کيس اسلام جو پتو پيو ته هو مسلمان ٿي ويو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جو هڪ خط کڻي پنهنجي قوم وٽ ويو. انهن به اسلام قبوليو ۽ سندن تيرنهن يا چوڏنهن ڄڻن جو هڪ وفد حرمت واري مهيني ۾ پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهتو. هن ڀيري ئي هن وفد پاڻ سڳورن ﷺ کان ايمان ۽ مذهبي طريقن بابت سوال ڪيا هئا. هن وفد جو اڳواڻ الاشج العصري [1] هو، جنهن بابت پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو هو ته تو ۾ ٻه گڻ اهڙا آهن، جيڪي الله تعاليٰ کي وڻندا آهن. هڪ ته دور انديشي ۽ ٻيو بردباري.

ٻيو ڀيرو هن قبيلي جو وفد، جيئن مٿي ٻڌايوسين ته وفدن واري سال آيو هو. ان مهل سندن تعداد چاليهه هو ۽ انهن ۾ علاءُ بن جارود عبدي به هو، جيڪو نصراني هو، پر پوءِ مسلمان ٿي ويو ۽ ڏاڍو چڱو مسلمان ٿيو. [2]

**(2) دوس قبيلي جو وفد:–** هي وفد سنه 7 هه جي منڍ ۾ مديني آيو هو. ان مهل پاڻ سڳوراﷺ خيبر ويل هئا. توهان مٿي پڙهي چڪا آهيو ته هن قبيلي جو سردار حضرت طفيل بن عمرو دوسي ﷺ انهن ڏينهن ۾ مسلمان ٿيو هو، جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ اجا مڪي ۾ هئا. پوءِ هن پنهنجي قوم ۾ موٽي اچي اسلام جي پرچار ڪئي پر سندن قوم لاڳيتو ٽاريندي ۽ دير ڪندي رهي.

---

[1] - مرعاة المفاتيح (1/71).

[2] - شرح صحيح مسلم للنووي (1/33) فتح الباري (8/85_86).

نيٺ **حضرت طفيل** رضي الله عنه كانئن مايوس ٿي پاڻ سڳورن ﷺ وٽ اچي چيوتہ توهان دوس قبيلي کي پٽيو. پر پاڻ سڳورن ﷺ دعا گهري تہ: "اي الله! دوس وارن کي هدايت ڏي." پاڻ سڳورن ﷺ جي ان دعا سان هن قبيلي وارا مسلمان ٿي ويا. **حضرت طفيل** رضي الله عنه پنهنجي قوم جي ستر يا اسي گهراڻن جو ميڙ وني سنہ 7 هہ جي منڍ ۾ ان مهل مديني هجرت ڪري آيو، جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ خيبر ويل هئا. تنهن ڪانپوءِ **حضرت طفيل** رضي الله عنه پاڻ سڳورن ﷺ سان خيبر ۾ وڃي مليو.

**(3) فزده بن عمرو جذامي جو قاصد:-** حضرت فزدَه رضي الله عنه رومي لشڪر جو هڪ عربي سالار هو. ڪين رومين پنهنجن سرحدن سان لڳنديل عرب علائقن جو گورنر بڻايو هو. سندن مرڪز معان (ڏکڻ اردن) هو ۽ پر پاسي وارن علائقن تي سندن راڄ هو. هن، موتہ واري جنگ (سنہ 8 هہ) ۾ مسلمانن جي لڙائي، دليري ۽ جنگي حڪمت عملي ڏسي اسلام قبوليو ۽ هڪ قاصد موڪلي پاڻ سڳورن ﷺ کي مسلمان ٿيڻ جي چاڻ ڏني ۽ سوکڙيءَ طور هڪ خچر موڪليو. رومين کي سندن مسلمان ٿيڻ جو پتو پيو تہ انهن پهرين تہ ڪين جهلي ڪٽي قيد ڪيو، پوءِ اختيار ڏنائون تہ يا تہ مرتد ٿي وڃ يا مرڻ لاءِ تيار ٿي وڃ. هن ڦرڻ کان مرڻ پسند ڪيو. جنهن تي ڪين فلسطين ۾ عفراء نالي هڪ چشمي وٽ ڦاهيءَ تي چاڙهي شهيد ڪيو ويو.[1]

**(4) صداءَ وارن جو وفد:-** هي وفد سنہ 8 هہ ۾ جعرانہ کان پاڻ سڳورن ﷺ جي موٽڻ ڪانپوءِ پهتو. ان جو ڪارڻ اهو هو تہ پاڻ سڳورن ﷺ چار سؤ مسلمانن جي هڪ جٿي کي حڪم ڏنو هو تہ يمن ۾ صداءَ قبيلي جي رهڻ وارا ماڳ لتاڙي اچن. اهو جٿو اجا قنات نالي واديءَ جي چيڙي تي لٿل هو تہ **حضرت** زياد بن حارث صدائي کي پتو پئجي ويو. پاڻ تڪڙو تڪڙو پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهتو ۽ عرض ڪيائين تہ منهنجي پٺيان جيڪي ماڻهو آهن، آئون انهن جو عيوضي ٿي آيو آهيان، تنهنڪري لشڪر کي موٽايو وڃي. آئون پنهنجي قوم جو ضامن ٿو پوان. تنهن تي پاڻ سڳورن ﷺ لشڪر واپس گهرايو. ان ڪانپوءِ **حضرت** زياد رضي الله عنه پنهنجي قوم ۾ وڃي ڪين پاڻ سڳورن ﷺ وٽ هلڻ لاءِ همٿايو. سندن همٿائڻ تي پنڌرنهن ڄڻا پاڻ سڳورن ﷺ وٽ آيا ۽ اسلام جي بيعت ڪيائون. پوءِ پنهنجي قوم ۾ وڃي اسلام جي پرچار ڪرڻ لڳا ۽ انهن ۾ اسلام ڦهلجي ويو. **حجة الوداع** جي موقعي تي انهن مان هڪ سؤ ڄڻن اچي پاڻ سڳورن ﷺ سان ملڻ جو شرف حاصل ڪيو.

**(5) ڪعب بن زهير بن ابي سلميٰ جو اچڻ:-** هي همراهہ هڪ شاعر گهراڻي مان هو ۽ پاڻ بہ عربستان جو هڪ وڏو شاعر هو. هو ڪافر هو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي هجو ڪندو هو. امام

[1] - زاد المعاد (45/3).

حاڪم جي چوٽي آهي تہ هي بہ انهن ڏوهارين منجهان هو، جن بابت مڪي جي فتح مهل حڪم ڏنو ويو هو تہ اهي ڪعبة الله جو پردو جهلي بيٺل ملن تہ بہ کين ماريو وڃي، پر هي همراهہ بچي نڪتو.
ٻئي پاسي پاڻ سڳورا ﷺ طائف واري غزوي (سنہ 8 هہ) تان موٽيا تہ ڪعب کي سندس ڀاءُ بجير بن زهير لکيو تہ پاڻ سڳورن ﷺ، مڪي جا اهڙا گهڻائي ماڻهو مارائي ڇڏيا آهن، جيڪي پاڻ سڳورن ﷺ جي هجو ڪندا هئا ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کي تنگ ڪندا هئا. قريشن جي بچيل سچيل شاعرن کي جيڏانهن منهن لڳو، تيڏانهن ڀڄي ويا. تنهنڪري جيڪڏهن توکي ساهہ پيارو هجي تہ پاڻ سڳورن ﷺ وٽ اڏامي پهچ. ڇوتہ ڪوبہ ماڻهو توبہ ڪري انهن وٽ اچي ٿو تہ پاڻ سڳورا ﷺ کين مارائين ڪونہ ٿا ۽ جيڪڏهن اها ڳالهہ نٿو قبولين تہ پوءِ جنهن پاسي ڀڄي سگهين، تنهن پاسي ڀڄي وڃ. تنهن کانپوءِ ٻنهي ڀائرن ۾ وڌيڪ لکپڙهہ ٿي، جنهن جي نتيجي ۾ ڪعب بن زهير کي ڌرتي سوڙهي محسوس ٿيڻ لڳي ۽ اچي ساهہ سان لڳيس. تنهنڪري نيٺ مديني ۾ آيو ۽ جهينہ جي هڪ ماڻهوءَ وٽ مهمان ٿي رهيو ۽ ساڻس گڏ نماز بہ پڙهيائين. نماز کان واندو ٿيو تہ جهينيءَ اشارو ڪيس ۽ هو اٿي وڃي پاڻ سڳورن ﷺ جي پرسان وينو ۽ پنهنجو هٿ پاڻ سڳورن ﷺ جي هٿ تي رکي ڇڏيائين. پاڻ سڳورا ﷺ کيس سڃاڻندا ڪونہ هئا. هن چيو تہ "يا رسول الله! ڪعب بن زهير توبہ ڪري مسلمان ٿي ويو آهي ۽ توهان کان امن جو گهرجائو آهي. جي آئون کيس هتي وٺي اچان تہ ڇا توهان سندس اسلام قبول ڪندؤ." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "هائو." هن چيو تہ "آئون ڪعب بن زهير آهيان." اهو ٻڌي هڪ انصاري اصحابي هن تي جهپو هنيو ۽ کيس مارڻ جي موڪل گهري. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "ڇڏي ڏينس. هي تائب ٿي، پنهنجين پوين ڳالهين تان هٿ کڻي آيو آهي."

تنهن کانپوءِ ان ئي موقعي تي ڪعب بن زهير پنهنجو مشهور قصيدو پاڻ سڳورن ﷺ کي پڙهي ٻڌايو، جنهن جي ابتدا هيئن هئي:

بانت سُعادُ فقلبی اليومَ متبول　　　متيم اِثرها لم يفد، مكبول

" **سُعاد** (مون کان) پري ٿي وئي تہ منهنجي دل بيقرار آهي، ان جي عشق ۾ گرفتار ۽ ٻيڙين ۾ **جڪڙيل** آهي، (منهنجي دل کي ڇڏائڻ لاءِ هن کي ويجهو ڪرڻ جو) فديو نہ ڏنو ويو. "

هن قصيدي ۾ ڪعب، پاڻ سڳورن ﷺ سان معذرت ڪندي سندن ساراهہ ڪندي هيئن اڳتي چيو آهي تہ:

نُبِّئْتُ أَنّ رَسُولَ اللّه أَوْعَدَنِي ... وَالْعَفْوُ عِنْدَ رَسُولِ اللّه مَأْمُولُ
مَهْلًا هَدَاكَ الّذي أَعْطَاكَ نَافلَةَ الْ ... قُرْآن فيهَا مَوَاعيظٌ وَتَفْصيلُ
لَا تَأْخُذَنّي بِأَقْوَالِ الْوُشَاةِ وَلَمْ ... أُذْنِبْ وَلَوْ كَثُرَتْ فِيّ الْأَقَاوِيلُ

لَقَدْ أَقُومُ مَقَامًا لَوْ يَقُومُ بِهِ ... أَرَى وَأَسْمَعُ مَا لَوْ يَسْمَعُ الْفِيلُ
لَظَلّ يَرْعَدُ إلّا أَنْ يَكُونَ لَهُ ... مِنْ الرّسُولِ بِإِذْنِ اللّهِ تَنْوِيلُ
حَتّى وَضَعْتُ يَمِينِي مَا أُنَازِعُهُ ... فِي كَفّ ذِي نَقِمَاتٍ قِيلُهُ الْقِيلُ
فَلَهْوَ أَخْوَفُ عِنْدِي إذْ أُكَلّمُهُ ... وَقِيلَ إنّكَ مَنْسُوبٌ وَمَسْئُولُ
مِنْ ضَيْغَمٍ بِضَرَاءِ الْأَرْضِ مُخْدَرُهُ ... فِي بَطْنِ عَثّرَ غِيلٌ دُونَهُ غِيلُ
إنّ الرّسَولَ لَنُورٌ يُسْتَضَاءُ بِهِ ... مُهَنّدٌ مِنْ سُيُوفِ اللّهِ مَسْلُولُ

"مون کي ٻڌايو ويو آهي تہ الله جي رسول مون کي ڌمڪي ڏني آهي، جيتوڻيڪ الله جي رسول مان درگذر جو آسرو آهي. اوهان ترسو چغلخورن جي ڳالهين تي يقين نہ ڪريو. اها هستي توهان جي رهنمائي ڪري، جنهن توهان کي نصيحتن ۽ تفصيل سان ڀريل قرآن تحفي ۾ ڏنو آهي. جيتوڻيڪ مون بابت ڳالهيون گهڻيون ڪيون ويون آهن، پر مون ڏوھ نہ ڪيو آهي. آئون اهڙي هنڌ بيٺو آهيان ۽ اهي ڳالهيون ڏسان ۽ ٻڌان پيو جو جيڪڏهن هاٿي بہ اتي بيهي ۽ اهي ڳالهيون ٻڌي ۽ ڏسي تہ هوند ڪنبي وڃي. سواءِ ان صورت جي جو ان تي الله جي اذن (اجازت) سان رسول ﷺ جي نوازش هجي. ايتري قدر جو مون پنهنجو هٿ ڪنهن تڪرار ڪانسواءِ ان پلاريءَ هستيءَ جي هٿ ۾ ڏئي ڇڏيو آهي، جنهن کي بدلي تي پورو اختيار آهي ۽ جنهن جي ڳالھ وزنائتي هوندي آهي، جڏهن آئون ساڻس ڳالهايان ٿو. جيتوڻيڪ مون کي چيو ويو آهي تہ تو ڏانهن (فلاڻيون فلاڻيون ڳالهيون) منسوب آهن ۽ توکان ان جو پڇاڻو ڪيو ويندو تہ هو منهنجي نظر ۾ ان شينهن کان بہ وڌيڪ خوفناڪ هوندو آهي، جنهن جي رهڻ جي جاءِ ڪنهن موتمار واديءَ جي پيٽ ۾ موجود ڪنهن اهڙي سخت زمين ۾ هجي، جنهن کان اڳ بہ هلاڪت هجي. يقينًا پاڻ سڳورا ﷺ هڪ نور آهن، جنهن مان روشني حاصل ڪئي وڃي ٿي. الله جي تلوارن مان هڪ اڀي هندي تلوار آهن."

تنهن کانپوءِ ڪعب بن اشرف، قريشي مهاجرن جي ساراھ ڪئي، ڇوتہ ڪعب جي اچڻ تي انهن مان ڪنهن بہ چڱائيءَ ڪانسواءِ ڪا ڳالھ يا حرڪت نہ ڪئي هئي، پر مدح ۾ انصارن تي چٽر ڪيائين. ڇوتہ سندن هڪ ڇڙي ڪيس مارڻ جي موڪل گهري هئي. چيائين تہ:

يَمْشُونَ مَشْيَ الْجِمَالِ الزّهْرِ يَعْصِمُهُمْ ... ضَرْبٌ إذَا عَرّدَ السّودُ التّنَابِيلُ

" اهي (قريش) سهڻن لڏندڙ لمندڙ اُٺن وانگر هلن ٿا ۽ تلواربازيءَ جو هنر سندن حفاظت ڪري ٿو ۽ پاڙيا پتا سندن رستو ڇڏي ڀڄي وڃن ٿا."

پر جڏهن هو پڪو مسلمان ٿيو تہ هن هڪ قصيدو انصارن جي ساراھ ۾ بہ لکيو ۽ اڳئين ڀل جي تلافي ڪندي هن قصيدي ۾ چيائين تہ:

مَنْ سَرّهُ كَرْمُ الْحَيَاةِ فَلَا يَزَلْ ... فِي مِقْنَبٍ مِنْ صَالِحِي الْأَنْصَارِ

وَرِثُوا الْمَكَارِمَ كَابِرًا عَنْ كَابِرٍ ... إنّ الْخِيَارَ هُمْ بَنُو الْأَخْيَارِ

**"جنهن کي سٺن اخلاقن واري زندگي پسند هجي، اهو سدائين پلارن انصارن جي ڪنهن ٽولي ۾ رهي. انهن چڱايون پنهنجن ابن ڏاڏن کان ورثي ۾ ورتيون آهن. حقيقت ۾ چڱا ماڻهو اهي ئي آهن، جيڪي چڱن جو اولاد آهن."**

(6) **عذره وارن جو وفد:-** هي وفد، صفر سنہ 9 هہ ۾ مديني پهتو، جنهن ۾ ٻارنهن ڄڻا هئا. انهن ۾ حمزة بن نعمان رضي الله عنه بہ شامل هو. جڏهن وفد کان پڇيو ويو تہ توهان ڪير آهيو؟ تہ سندن نمائندي چيو تہ "اسين بنو عذره آهيون. قصي جا (اَخيافي)مائيتا ڀائر. اسان ئي قصيءَ جو پاسو ورتو هو ۽ خزاعہ ۽ بنو بڪر کي مڪي مان ڌڪي ڪڍيو هو. (هتي) اسانجون مائٽيون ۽ واسطا آهن." تنهن تي پاڻ سڳورن ﷺ کين پليڪار ڪئي ۽ شام ملڪ فتح ڪرڻ جي بشارت ڏني ۽ کين پوپين (ڪاهن عورتن) وٽ وڃڻ کان روڪيو ۽ اهڙين قربانين کان روڪيو، جيڪي اهي (شرڪ جي حالت ۾ ) ڪندا هئا. ان وفد اسلام قبوليو ۽ ڪجهہ ڏينهن ترسي موٽي ويو.

(7) **بليءَ وارن جو وفد:-** هيءُ وفد ربيع الاول سنہ 9 هہ ۾ مديني آيو ۽ مسلمان ٿي ٽي ڏينهن اتي ترسيو. رهائش دوران وفد جي سردار ابوالضبيب پڇيو تہ "ڇا مهماني ڪرڻ ۾ بہ ثواب آهي؟" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "هائو! ڪنهن مالدار يا ڪنهن فقير سان جيترو بہ چڱو هلندي، اهو صدقو آهي." هن پڇيو تہ "مهماني گهٽ ڏينهن ڪجي؟" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "ٽي ڏينهن." هن پڇيو تہ ڪنهن اڻڄاتوءَ جي وڃايل رڍ يا ٻڪري ملي تہ ڇا ڪجي؟" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "اها تو لئہ آهي يا تنهنجي ڀاءُ لاءِ آهي يا وري بگهڙ لاءِ آهي." ان ڪانپوءِ هن وڃايل اٺ بابت پڇيو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "ان ۾ تنهنجو ڪهڙو ڪم؟ ان کي ڇڏي ڏي، پاڻهي مالڪ وٽ وڃي ڪيس هٿ ڪندو.

(8) **ثقيف وارن جو وفد:-** اهو وفد رمضان سنہ 9 هہ ۾ تبوڪ کان پاڻ سڳورن ﷺ جي موٽڻ ڪانپو پهتو. هن قبيلي ۾ اسلام هن طرح ڦهليو جو پاڻ سڳورا ﷺ ذي القعد سنہ 8 هہ ۾ جڏهن طائف واري غزوي تان موٽيا تہ پاڻ سڳورن ﷺ جي مديني پهچڻ کان اڳ ئي هن قبيلي جي سردار عروه بن مسعود رضي الله عنه، پاڻ سڳورن ﷺ وٽ اچي اسلام قبوليو ۽ پوءِ پنهنجي قبيلي ۾ وڃي ماڻهن ۾ اسلام جي پرچار ڪئي. جيئن تہ پاڻ پنهنجي قوم جو سردار هو ۽ رڳو اهو نہ پر سندن چيو بہ مڃيو ويندو هو، پر کين قبيلي پاران پنهنجن ٻارن ٻچن کان بہ وڌيڪ پيارو سمجهندا هئا، تنهنڪري سندن ليکي ماڻهو سندن پوئواري ڪندا. پر جڏهن انهن اسلام جي دعوت ڏني تہ توقع جي ابتڙ انهن تي هر طرف کان تيرن جو وسڪارو ڪيو ويو ۽ کين ماريو ويو. کين مارڻ ڪانپوءِ ڪجهہ ڏينهن تہ ائين ئي

گذري ويا. پوءِ کين احساس ٿيو تہ پرپاسي جو سڄو علائقو مسلمان ٿي چڪو آهي، جنهن سان وڙهڻ جو اسان ست نٿا ساري سگهون. تنهنڪري انهن پاڻ ۾ صلاح ڪئي تہ هڪڙو ڇڻو پاڻ سڳورن ﷺ وٽ موڪلين. ان ڪم لاءِ عبدياليل بن عمرو سان ڳالھ ٻول ڪيائون پر اهو راضي نہ ٿيو. ڪيس ڊپ هو تہ متان ساڻس بہ اهو سلوڪ نہ ڪيو وڃي جيڪو عروه بن مسعود رضي الله عنه سان ڪيو ويو هو. ان ڪري هن چيو تہ "آئون اهو ڪم تيستائين نٿو ڪري سگهان جيستائين مون سان گڏ ٻيا بہ ڪي ماڻهو نٿا موڪليو. ماڻهن اها گهر پوري ڪئي ۽ ساڻس گڏ حليفن مان بہ ڇڻا ۽ بني مالڪ مان ٽي ڇڻا موڪليائون. اهڙيءَ طرح ڪل ڇهن ڇڻن جو وفد سنيري نڪتو. هن ئي وفد ۾ **حضرت عثمان بن ابي العاص ثقفي** رضي الله عنه بہ هو جيڪو سيني کان ننڍڙي ڄمار جو هو.

جڏهن اهي پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهتا تہ پاڻ سڳورن ﷺ انهن لاءِ مسجد جي هڪ ڪنڊ ۾ خيمو کوڙايو تہ جيئن اهي قرآن ٻڌي سگهن ۽ اصحابي سڳورن رضي الله عنهم کي نماز پڙهندي ڏسي سگهن. اهي همراھ پاڻ سڳورن ﷺ وٽ ايندا ويندا رهيا ۽ پاڻ سڳورا ﷺ کين اسلام جي دعوت ڏيندا رهيا. نيٺ سندن سردار چيو تہ ڇا توهان پنهنجي ۽ ثقيف جي وچ ۾ هڪ (اهڙو) ناهہ لکي ڏيندا جنهن ۾ زنا ڪرڻ، شراب پيئڻ ۽ وياج وٺڻ جي ڇوٽ هجي. سندن معبود لات سان ڪابہ ڇيڙ ڇاڙ نہ ڪئي وڃي. انهن تان نماز بہ معاف هجي ۽ سندن بت سندن هٿان نہ ڀڃايا وڃن." پر پاڻ سڳورن ﷺ انهن مان ڪا ڳالھ نہ مڃي. تنهنڪري انهن وري اڪيلائيءَ ۾ صلاح ڪئي پر ڪين پاڻ سڳورن ﷺ اڳيان هٿيار ڦٽا ڪرڻ کانسواءِ ٻيو ڪوبہ گس نہ سجهيو. نيٺ هنن پنهنجو پاڻ کي پاڻ سڳورن ﷺ جي حوالي ڪندي اسلام قبول ڪري ورتو. باقي اهو شرط وڌائون تہ "لات" کي ڊاهڻ جو ڪم پاڻ سڳورا ﷺ پاڻ ڪرائين، ثقيف، ان کي پنهنجي هٿن سان ڪڏهن ڪونہ ڊاهيندا. پاڻ سڳورن ﷺ اهو شرط مڃيو ۽ هڪ لکت ڏنائون ۽ عثمان بن ابي العاص ثقفي رضي الله عنه کي سندن امير بنايائون. ڇوتہ اهي ئي اسلام کي سمجهڻ ۽ قرآن جي تعليم حاصل ڪرڻ ۾ سڀ کان اڳرو ۽ شوق رکندڙ هو. ان جو سبب اهو هو جو وفد جا رڪن روزانو صبح جو پاڻ سڳورن ﷺ وٽ ويندا هئا پر عثمان رضي الله عنه کي پنهنجي ديري تي ڇڏي ويندا هئا. جڏهن وفد موٽي اچي ٻنپهرن جو آرام ڪندو هو تہ **حضرت عثمان** رضي الله عنه پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهچي قرآن پڙهندو هو ۽ دين جون ڳالهيون پڇندو هو ۽ جيڪڏهن پاڻ سڳورا ﷺ آرامي هوندا هئا تہ هو **حضرت ابوبڪر** رضي الله عنه جن وٽ هليو ويندوهو.( **حضرت عثمان بن ابي العاص** رضي الله عنه جي گورنري بہ ڏاڍي ڀلي ثابت ٿي. پاڻ سڳورن ﷺ جي هن جهان مان لاڏاڻي کانپوءِ جڏهن صديقي خلافت ۾ ارتداد جي لهر اٿي ۽ ثقيف وارن بہ مرتد ٿيڻ جو پهہ ڪيو تہ کين عثمان بن ابي العاص رضي الله عنه سمجهائيندي چيو تہ "ثقيف وارؤ! توهان سيني کان پڇاڙيءَ

۾ مسلمان ٿيا آهيو. تنهنڪري سيني کان پهرين مرتد نہ ٿيو." اهو ٻڌي ماڻهن ارتداد ڪرڻ کان پاڻ جهليو ۽ اسلام تي ثابت قدم رهيا.

بهرحال وفد، قبيلي وٽ موٽي اصل ڳالهہ لڪائي ۽ قبيلي آڏو لڙائي ۽ وڙهہ وڙهان جون ڳالهيون ڪيون ۽ ڏڪويل اندازِ ۾ ٻڌايو تہ پاڻ سڳورن ﷺ ڪانئن گهر ڪئي آهي تہ اسلام قبوليو ۽ زنا، شراب ۽ وياج کي ڇڏيو نہ تہ ڇتي ويڙهہ ڪئي ويندي. اهو ٻڌي ثقيف وارن تي پهرين تہ جاهلن واري هوڏ سوار ٿي وئي ۽ اهي ٽن ڏينهن تائين وڙهہ وڙهان جون ڳالهيون ڪندا رهيا، پر پوءِ الله تعاليٰ سندن دلين ۾ ڊپ وڌو ۽ انهن وفد کي ٻيهر پاڻ سڳورن ﷺ وٽ وڃي شرط مڃڻ جي گذارش ڪئي. تڏهن وفد وارن سچي ڳالهہ ٻڌاين ۽ جن ڳالهين تي ناهہ ٿيو هو اهي ظاهر ڪيون. ثقيف وارن اوڏي مهل ئي اسلام قبوليو.

ٻئي ڏينهن "لات" کي ڊاهڻ لاءِ پاڻ سڳورن ﷺ حضرت خالد بن وليد رضي الله عنه جي اڳواڻيءَ ۾ ڪجهہ اصحابي سڳورا رضي الله عنهم موڪليا. حضرت مغيرة بن شعبة رضي الله عنه جن اٿي گرز کنيو ۽ پنهنجن ساٿين کي چيو تہ "والله آئون ٿورو توهان کي ثقيف وارن تي کلائيندس. تنهن کانپوءِ "لات" کي گرز هڻي پاڻ ئي ڪري پيو ۽ ڇڙيون هڻڻ لڳو. اهو ڊرامو ڏسي طائف وارن کي اچي ڊپ ورايو. چوڻ لڳا تہ "الله مغيرة کي هلاڪ ڪري هن کي ديويءَ ماري وڌو." تنهن تي حضرت مغيرة رضي الله عنه ٽپ ڏئي اٿي بيٺو ۽ چيو تہ "الله توهان جو برو ڪري. هيءُ تہ پٿر ۽ مٽيءَ جو تماشو آهي." پوءِ هن دروازي تي ڏڪ هنيو ۽ ان کي ڊاهي اچي پٽ ڪيائين. ويندي ان جا بنياد بہ ڪوٽي وڌائين ۽ ان جا ڳهہ ڳٺا ۽ ڪپڙا لٽا لاهي ورتائين. اهو ڏسي ثقيف وارن کي ماٺ لڳي وئي. حضرت خالد رضي الله عنه ڳهہ ۽ ڪپڙا ڪٺي پنهنجي ٽولي سان موٽيو. پاڻ سڳورن ﷺ سڀ ڪجهہ ان ئي ڏينهن ورهائي ڇڏيو ۽ نبيءَ جي فتح ۽ دين کي اعزاز ملڻ تي الله تعاليٰ جا ٿورا مڃيا.[1]

**(9) يمن جي شاهن جو خط:-** تبوڪ کان پاڻ سڳورن ﷺ جي موٽڻ کانپوءِ حمير جي بادشاهن يعني حارث بن عبدالڪلال، نعيم بن عبدالڪلال ۽ رعين، همدان ۽ معافر جي اڳواڻن، نعمان بن قيل جو خط پهتو. خط آڻيندڙ مالڪ بن مرّہ رهادي هو. انهن بادشاهن پنهنجي اسلام قبولڻ ۽ شرڪ ۽ مشرڪن کان پاسو ڪرڻ جو ڄاڻ موڪليو هو. پاڻ سڳورن ﷺ کين جوابي خط لکي واضح ڪيو تہ مؤمنن جا حق ۽ سندن ذميداريون ڪهڙيون آهن. پاڻ سڳورن ﷺ ان خط ۾ ناهہ ڪرڻ وارن لاءِ الله جو ذمو ۽ ان جي رسول ﷺ جو ذمو بہ ڏنو هو، پر شرط اهو هو تہ اهي رٿيل جزيو

---

[1] - زاد المعاد (3/26، 27، 28)، - ابن هشام (2/537_542).

ڏيندا رهن. ان کانسواءِ پاڻ سڳورن ﷺ ڪجھ اصحابي سڳورن رضي الله عنهم کي يمن موڪليو ۽ **حضرت معاذ بن جبل** رضي الله عنه کي انهن جو اڳواڻ ڪيو.

**(1) همدان وارن جو وفد:-** هي وفد سنہ 9 هہ ۾ تبوڪ کان پاڻ سڳورن ﷺ جي موٽڻ کانپوءِ پهتو. پاڻ سڳورن ﷺ سندن لاءِ هڪ لکت لکي، جيڪو ڪجھ انهن گهريو هو، اهو عطا ڪيو ۽ مالڪ بن نمط رضي الله عنه کي سندن اڳواڻ جوندي سندن قوم جي مسلمانن لاءِ گورنر مقرر ڪيو ۽ ٻين ماڻهن کي اسلام جي دعوت ڏيڻ لاءِ **حضرت خالد بن وليد** رضي الله عنه کي موڪليائون. اهي اتي ڇھ مهينا رهي اسلام جي پرچار ڪندا رهيا پر ماڻهن اسلام نہ قبوليو. تنهن کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ **حضرت علي بن ابي طالب** رضي الله عنه کي موڪليو ۽ حڪم ڪيو تہ خالد رضي الله عنه کي واپس موڪلين. **حضرت علي** رضي الله عنه جن همدان قبيلي وارن وٽ پهچي کين پاڻ سڳورن ﷺ جو خط پڙهي ٻڌايو ۽ اسلام جي دعوت ڏني تہ سيئي مسلمان ٿي ويا. **حضرت علي** رضي الله عنه پاڻ سڳورن ﷺ کي انهن جي مسلمان ٿيڻ جي خوشخبري موڪلي. پاڻ سڳورا ﷺ خط پڙهي سجدي ۾ ڪري پيا ۽ پوءِ ڪنڌ مٿي ڪڍي فرمايائون تہ همدان وارن تي سلام، همدان وارن تي سلام.

**(11) بني فزاره جو وفد:** –اهو وفد سنہ 9 هہ ۾ تبوڪ کان پاڻ سڳورن ﷺ جي موٽڻ کانپوءِ پهتو. هن ۾ ڏهن کان ڪجھ مٿي ماڻهو هئا ۽ سيئي اسلام قبولي چڪا هئا. انهن پنهنجي علائقي ۾ ڏڪار جي دانهن ڏني. پاڻ سڳورا ﷺ منبر تي چڙهيا ۽ ٻئي هٿ کڻي مينهن لاءِ دعا گهريائون. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "اي الله! پنهنجي ملڪ ۽ پنهنجن جانورن جي اڃ اجهاءِ، پنهنجي رحمت کي ڪشادو ڪر، پنهنجي مئل شهر کي جيار. اي الله! اسان تي اهڙو مينهن وساءِ جيڪو اسان جا ڏک سور ختم ڪري، راحت پهچائي، وڻندڙ هجي، سيني لاءِ فائديمند هجي، ترت اچي، دير نہ ڪري، لاڀائتو هجي، ڇيهو نہ رسائي. اي الله! رحمت جو مينهن، عذاب جي وسڪار نہ ۽ نہ ڊاهڻ واري ۽ نہ ٻوڙڻ واري ۽ نہ نقصان واري وسڪار. اي الله! اسان تي مينهن وسائي آسودو ڪر ۽ دشمنن جي خلاف اسان جي مدد ڪر."[1]

**(12) نجران وارن جو وفد:-** (ن تي زبر، ج ساڪن) مڪي کان يمن ڏانهن ستين مرحلي تي هڪ وڏو علائقو هو، جنهن ۾ تيهتر وسنديون هيون. تکي ۾ تکو سوار بہ سڄي ڏينهن ۾ مس وڃي سڄو علائقو پار ڪري ٿي سگهيو.[2]هن علائقي ۾ هڪ لک کان مٿي ڪنڌار مڙس رهندا هئا، جيڪي سمورا عيسائي هئا.

1 - زاد المعاد (48/3).
2 - فتح الباري (94/8).

نجران جو وفد سنہ 9 هہ ۾ آيو. اهو سٺ ڄڻن تي مشتمل هو. چوويهہ چڱا مڙس بہ هئا، جن مان ٽي ڄڻا تہ نجران وارن جا مهندار ۽ اڳواڻ هئا. جن مان هڪڙو عاقب هو جنهن جي ذميداري حڪومت جو ڪم ڪار سنڀالڻ هو. ان جو نالو عبدالمسيح هو. ٻيو سيد جيڪو ثقافتي ۽ سياسي ڪمن ڪارين جو سنڀاليندڙ هو. ان جو نالو اَيهم يا شرَحبيل هو. ٽيو ڄڻو اسقف (وڏو پادري) هو. جيڪو ديني اڳواڻ ۽ روحاني پيشوا هو. ان جو نالو ابو حارثہ بن علقمہ هو.

وفد مديني پهچي پاڻ سڳورن ﷺ سان مليو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کانئن ڪجهہ سوال ڪيا ۽ پوءِ انهن بہ پاڻ سڳورن ﷺ کان ڪجهہ ڳالهيون پڇيون. تنهن کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ، کين اسلام جي دعوت ڏني ۽ قرآني آيتون پڙهي ٻڌايون. پر پوءِ بہ انهن اسلام نہ قبوليو ۽ پڇيو تہ توهان مسيح عليہ السلام بابت ڇا ٿا چئو؟ ان جي جواب لاءِ پاڻ سڳورا ﷺ هڪ ڏينهن لاءِ ترسيا، نيٺ پاڻ سڳورن ﷺ تي هي آيتون لٿيون:

﴿إِنَّ مَثَلَ عِيسَى عِنْدَ اللَّهِ كَمَثَلِ آدَمَ خَلَقَهُ مِنْ تُرَابٍ ثُمَّ قَالَ لَهُ كُنْ فَيَكُونُ (59) الْحَقُّ مِنْ رَبِّكَ فَلَا تَكُنْ مِنَ الْمُمْتَرِينَ (60) فَمَنْ حَاجَّكَ فِيهِ مِنْ بَعْدِ مَا جَاءَكَ مِنَ الْعِلْمِ فَقُلْ تَعَالَوْا نَدْعُ أَبْنَاءَنَا وَأَبْنَاءَكُمْ وَنِسَاءَنَا وَنِسَاءَكُمْ وَأَنْفُسَنَا وَأَنْفُسَكُمْ ثُمَّ نَبْتَهِلْ فَنَجْعَلْ لَعْنَةَ اللَّهِ عَلَى الْكَاذِبِينَ (61)﴾(آل عمران)

"الله وٽ عيسيٰ (جي پيدا ڪرڻ) جو مثال آدم جي مثال جهڙو ئي آهي. ان (آدم) کي مٽيءَ مان بڻايائين ۽ وري ان کي چيائين تہ ٿي پئو تہ ٿي پيو. (اها ڳالهہ) تنهنجي پالڻهار وٽان سچي آهي. تنهنڪري شڪ ڪندڙن مان نہ ٿي. ان کان پوءِ جيڪو تو وٽ علم آيو جيڪو توسان ان بابت جهڳڙو ڪري تہ چئو تہ (اسين) پنهنجن پٽن ۽ اوهان جي پٽن ۽ پنهنجين زالن ۽ اوهان جي زالن ۽ پاڻ کي ۽ اوهان کي سڏيون پوءِ زاريءَ سان دعا گهرون پوءِ الله جي لعنت ڪوڙن تي ڪريون."

صبح ٿيو تہ پاڻ سڳورن ﷺ انهن ئي آيتن جي روشنيءَ ۾ حضرت عيسيٰ عليه اسلام بابت کين پنهنجي راءِ ٻڌائي ۽ کين سڄو ڏينهن سوچ ويچار لاءِ ڇڏي ڏنو پر انهن حضرت عيسيٰ بابت پاڻ سڳورن ﷺ جي ڳالهہ مڃڻ کان انڪار ڪيو. پوءِ ٻئي ڏينهن صبح جو (جڏهن اهي وفد وارا حضرت عيسيٰ عليہ السلام بابت پاڻ سڳورن ﷺ جي راءِ مڃڻ کان انڪارڪري چڪا هئا) پاڻ سڳورن ﷺ کين مباهلي جي دعوت ڏني ۽ پاڻ سڳورا ﷺ، حسن حسين رضي الله عنهما ساڻ هڪ چادر ۾ ويڙهجي سيڙهجي آيا. پٺيان بيبي فاطمہ رضي الله عنهما هئي. جڏهن وفد ڏٺو تہ پاڻ سڳورا ﷺ سچ پچ سنبري آيا آهن تہ اڪيلائي ۾ وڃي پاڻ ۾ صلاح مشورو ڪيائون. عاقب ۽ سيد ٻنهي هڪٻئي کي چيو تہ "ڏسو مباهلو متان ڪريو. الله جوقسم! جي اهو نبي آهي ۽ اسان ان تي لعنتون وڌيون تہ اسين ۽ اسان جي پويان اسان جو اولاد ڪڏهن بہ

ڪامياب نہ ٿيندا‌سين. سچي ڏرتيءَ تي اسان جو هڪ وار ۽ هڪ ننهن بہ تباهيءَ کان نہ بچي سگهندو." نيٺ انهن اها رٿ رٿي تہ پاڻ سڳورن ﷺ تي ئي پنهنجو فيصلو ڇڏي ڏجي. تنهن ڪانپوءِ انهن پاڻ سڳورنﷺ وٽ اچي چيو تہ اسين توهان جي ڪيل مطالبي کي مڃڻ لاءِ تيار آهيون. ان آچ ڪانپوءِ پاڻ سڳورنﷺ کانئن جزيو وٺڻ قبوليو ۽ بہ هزار ڪپڙن جي وڳن تي ناهہ ٿيو. هڪ هزار رجب ۾ ۽ هڪ هزار صفر ۾. اهو بہ رٿيو ويو تہ هر وڳي سان گڏ هڪ اَوقيہ چاندي (هڪ سؤ ٻاونجاهہ گرام) بہ ڏيڻي پوندي ان جي عيوض پاڻ سڳورن ﷺ کين الله ۽ ان جي رسول جو ذمو ڏنو ۽ دين بابت پوري آزادي ڏني. ان سلسلي ۾ پاڻ سڳورن ﷺ هڪ لکت ڏني. انهن پاڻ سڳورن ﷺ کي چيو تہ پاڻ سڳورا ﷺ انهن ڏانهن هڪ امير (امانت وارو) موڪلين. تنهن تي پاڻ سڳورن ﷺ ناهہ وارو مال وٺڻ لاءِ **حضرت** ابو عبيدة بن جراح رضي الله عنه کي موڪليو. تنهن ڪانپوءِ انهن ۾ اسلام پکڙجڻ لڳو. سيرت نگار لکن ٿا تہ سيد ۽ عاقب، نجران موٽڻ ڪانپوءِ مسلمان ٿي ويا. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ کانئن صدقو ۽ جزيو وٺڻ لاءِ **حضرت علي** رضي الله عنه کي موڪليو ۽ ظاهر آهي تہ صدقو مسلمانن کان ئي ورتو ويندو آهي.[1]

**(13) بني حنيفہ جو وفد:-** هي وفد سنہ 9 هہ ۾ مديني آيو. ان ۾ مسيلمہ ڪذاب سميت سترنهن ڄڻا هئا.[2] مسيلمہ جو نسبي سلسلو هن طرح آهي. مسيلمہ بن ثمامہ بن ڪبير بن حبيب بن حارث اهو وفد هڪ انصاري صحابيءَ جي جاءِ تي اچي لٿو. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهچي اسلام جي دائري ۾ داخل ٿيو. باقي مسيلمہ ڪذاب بابت مختلف روايتون آهن. سڀني روايتن کي گڏي ڏسبو تہ خبر پوي ٿي تہ هن هٺ ۽ وڏائي ۽ فائدا وٺڻ جو اظهار ڪيو هو ۽ وفد جي ٻين ماڻهن سان پاڻ سڳورن ﷺ وٽ نہ آيو هو. پاڻ سڳورن ﷺ پهرين تہ ڳالهين ۽ چڱي هلت سان سندس دل وٺڻ چاهي پر جڏهن ڏٺائون تہ هن ماڻهوءَ تي سندن هلت چلت جو ڪو چڱو اثر نہ پيو آهي تہ پاڻ سڳورنﷺ ورتو تہ هن ۾ ڏنگائي لڪل آهي.

ان کان پهرين پاڻ سڳورن ﷺ اهو خواب ڏٺو هو تہ پاڻ سڳورن ﷺ آڏو سچي ڏرتيءَ جو ذن آڻي رکيو ويو آهي ۽ ان مان سون جا بہ ڪنگڻ بہ پاڻ سڳورن ﷺ جي هٿ ۾ اچي پيا آهن. پاڻ سڳورن ﷺ کي اهي ٻئي ڏاڍا ڳرا ۽ ڏکوئيندڙ لڳا. تنهن تي وحي نازل ڪئي وئي تہ انهن ٻنهي کي ڦوڪ ڏئي ڇڏيو. پاڻ سڳورن ﷺ ڦوڪ ڏني تہ اهي ٻئي اڏامي ويا. هن خواب جي تعبير پاڻ

---

[1] - فتح الباري(8/94، 95) — زادالمعاد(3/38_ 41)- نجران جي وفد جي تفصيل بابت روايتن ۾ چڱو خاصو اختلاف آهي ۽ ان ڪارڻ ئي ڪن محققن چيو آهي تہ: نجران جو وفد بہ ٻيرا مديني آيو هو. پر اسان جي نظر ۾ اها ئي ڳالهہ صحيح آهي، جيڪا مٿي ڄاڻايل آهي.

[2] - فتح الباري (8/87).

سڳورنﷺ اها ڪئي تہ ڪانئن پوءِ بہ ڪذاب (وڏا ڪوڙا) ايرندا. تنهن ڪانپوءِ جڏهن مسيلمہ آڪڙ ۽ انڪار ڪيو ۽ چيائين تہ جيڪڏهن محمدﷺ حڪومت جي واڳ پاڻ ڪانپوءِ منهنجي حوالي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو تہ پوءِ آئون سندس پوئلڳي ڪندس تہ پاڻ سڳورا ﷺ هن وٽ هلي ويا. ان مهل پاڻ سڳورن ﷺ جي هٿ ۾ ڪجيءَ جي هڪ ٽاري هئي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ سان گڏ حضرت ثابت بن قيس بن شماس ﷺ هو. مسيلمہ پنهنجن ساٿين سان ويٺو هو. پاڻ سڳورا ﷺ سندس مٿان وڃي بيٺا ۽ ڳالهيون ڪيائون. هن چيو تہ "جيڪڏهن توهان چاهيو تہ اسين حڪومت جي معاملي ۾ توهان کي آزاد ڇڏي ڏيون پر پاڻ کان پوءِ اسان لاءِ وصيت ڪري ڇڏيو." پاڻ سڳورنﷺ (ڪجيءَ جي ٽاريءَ ڏانهن اشارو ڪندي) فرمايو تہ "جيڪڏهن تون مون کان هيءُ ٽڪر گهرندين تہ اهو بہ توکي ڪونہ ڏيندس. تون پنهنجي باري ۾ الله جي مقرر ڪيل فيصلي کان اڳتي نٽو وڃي سگهين ۽ جي تو پٺ ڦيري تہ الله تعاليٰ توکي ٽوڙي ڇڏيندو. الله جوقسم! آئون توکي اهوئي ماڻهو پيو سمجهان جنهن جي باري ۾ مون کي اهو (خواب) ڏيکاريو ويو هو ۽ هي ثابت بن قيس آهي، جيڪو توکي، منهنجي پاران جواب ڏيندو." ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ موٽي ويا."[1]

نيٺ ائين ئي ٿيو، جنهن جو اندازو پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي فراست سان اڳيئي ڪري ورتو هو، يعني مسيلمہ ڪذاب، يمامہ موٽڻ ڪانپوءِ سوچ ويچار ڪري اها هامہ هنئي تہ ڪيس پاڻ سڳورنﷺ سان گڏ نبوت جي ڪم ڪارِ ۾ ڀاڱي ڀائيوار ڪيو ويو آهي. تنهن ڪانپوءِ هن نبوت جي دعوا ڪئي ۽ سجع (شاعري جي هڪ صنف) جوڙڻ لڳو. پنهنجي قوم لاءِ زنا ۽ شراب حلال ڪري ڇڏيائين ۽ ان سان گڏوگڏ پاڻ سڳورنﷺ بابت اها شاهدي بہ ڏيندو هو تہ پاڻ سڳورا ﷺ الله جا نبي آهن. هن همراهہ جي ڪري قوم فتني ۾ پئجي وئي، سندس پوئلڳ ۽ چيو مڃيندڙ بڻجي وئي، جنهن جي ڪري ڳالهہ ڳري ٿي پئي. ڪيس ايڏي عزت ڏني وئي جو ڪيس يمامہ جو رحمان سڏيو وڃڻ لڳو.

هاڻي هن پاڻ سڳورن ﷺ کي هڪ خط لکيو تہ "مون کي هن ڪم ۾ توهان جو ڀائيوار بڻايو ويو آهي. اڌ راڄ اسان لاءِ آهي ۽ اڌ قريشن لاءِ." پاڻ سڳورن ﷺ جواب موڪليو تہ "زمين الله جي آهي. اهو پنهنجن ٻانهن مان جنهن کي چاهي، ان جو وارث ڪندو آهي ۽ انجام پرهيزگارن لاءِ آهي." [2]

---

[1] - صحيح بخاري (627/2، 628) ۽ فتح الباري(87/8_ 93).

[2] - زاد المعاد(31/3، 32).

ابن مسعود ﷺ کان روايت آهي تہ ابن نواحہ ۽ ابن اثال، مسيلمہ جا قاصد ٻئجي پاڻ سڳورن ﷺ وٽ آيا هئا. پاڻ سڳورن ﷺ کانئن پڇيو تہ "توهان شاهدي ڏيو ٿا تہ آئون الله جو رسول آهيان؟" انهن وراڻيو تہ "اسان شاهدي ڏيون ٿا تہ مسيلمہ، الله جو رسول آهي." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: "مون الله ۽ ان جي رسول (محمد ﷺ ) تي ايمان آندو. جيڪڏهن آئون ڪنهن قاصد کي مارايان ها تہ توهان ٻنهي کي مارايان ها."([1])

مسيلمہ ڪذاب سنہ 10 هہ ۾ نبوت جي دعوا ڪئي هئي ۽ ربيع الاول سنہ 12 هہ ۾ صديقي خلافت ۾ يمامہ ۾ مارجي ويو هو. کيس ماريندڙ اهو ئي وحشي هو، جنهن **حضرت** حمزة ﷺ کي شهيد ڪيو هو.

هڪڙو نبوت جو هامہ هڻندڙ اهو هو، جنهن جي پڇاڙي اها ٿي، ٻيو نبوت جو دعويدار اسود عنسي هو، جنهن يمن ۾ فساد برپا ڪري ڇڏيو هو. کيس پاڻ سڳورن ﷺ جي هن جهان مان لاڏاڻي کان رڳو هڪ ڏينهن ۽ هڪڙي رات اڳ **حضرت** فيروز ﷺ ماريو هو. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ تي وحي نازل ٿي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ اصحابي سڳورن **رضي الله عنهم** کي هن واقعي جي ڄاڻ ڏني. ان کانپوءِ يمن کان **حضرت** ابوبڪر ﷺ وٽ باقائده خبر پهتي.([2])

**(14) بني عامر بن صعصعہ جو وفد:-** هن وفد ۾ الله جو دشمن عامر بن طفيل، **حضرت** لبيد ﷺ جو مائيتو ڀاءُ اربد بن قيس، خالد بن جعفر ۽ جبار بن اسلم شامل هئا. اهي سمورا پنهنجي قومہ جا مک ۽ وڏا شيطان هئا. عامر بن طفيل اهو ئي ساڳيو آهي، جنهن بئر معونہ وٽ ستر اصحابي سڳورن کي شهيد ڪرايو هو. انهن جڏهن مديني اچڻ جو ارادو ڪيو تہ عامر ۽ اربد پاڻ ۾ سٽ سٽي تہ پاڻ سڳورن ﷺ کي نڳيءَ سان اوچتو قتل ڪري ڇڏينداسون. تنهن کانپوءِ جڏهن وفد مديني ۾ پهتو تہ عامر، پاڻ سڳورن ﷺ سان ڳالهائڻ لڳو ۽ اربد ڦيرو ڏئي پاڻ سڳورن ﷺ جي پنيان پهتو ۽ ڳرانٺ جيتري تلوار مياڻ مان ڪڍيائين تي پر الله تعاليٰ سندس هٿ شل ڪري ڇڏيو ۽ هو تراڙ ڪڍي نہ سگهيو ۽ الله تعاليٰ پنهنجي نبيءَ جي حفاظت ڪئي. پاڻ سڳورن ﷺ انهن ٻنهي کي پاراتو ڏنو، جنهن جي ڪارڻ موٽڻ مهل الله تعاليٰ! اربد ۽ ان جي اٺ تي وڄ ڪيرائي، جنهن سان اربد سڙي مئو. ٻئي پاسي عامر هڪ سلوليہ عورت وٽ ويو ۽ ان دوران سندس ڳچيءَ تي ڳوڙهو نڪري آيو. ان کانپوءِ هو اهو چوندو مري ويو تہ: "آهہ، اٺ جي ڳوڙهي جهڙو ڳوڙهو ۽ هڪ سلوليہ عورت جي گهر ۾ موت؟"

---

[1] - مسند احمد مشكوة(2/347).

[2] - فتح الباري (8/93).

صحيح بخاريءَ جي روايت آهي تہ عامر، پاڻ سڳورن ﷺ وٽ اچي چيو تہ آئون توهان کي ٽن ڳالهين جو اختيار ٿو ڏيان.(1) توهان لاءِ واديءَ جا رهاڪو هجن ۽ مون لاءِ منهنجي آباديءَ جا (يعني جهنگ وارا توهان لاءِ هجن ۽ شهري ماڻهو مون لاءِ) (2) يا آئون، توهان کانپوءِ توهان جو خليفو بڻجان (3) نہ تہ آئون غطفان کي هڪ هزار گهوڙن ۽ هڪ هزار گهوڙين جي مدد ڏئي اوهان تي چڙهائي ڪرائيندس." ان کانپوءِ هو هڪ عورت جي گهر ۾ طاعون جو شڪار ٿي ويو. (جنهن تي ڏک ۾) چيائين تہ: "آهہ! اٺ جي ڳوڙهي جهڙو ڳوڙهو؟ ۽ اهو بہ فلاڻي جي هڪ عورت جي گهر ۾؟ مون وٽ منهنجو گهوڙو آڻيو. پوءِ هو ان تي سوار ٿيو ۽ پنهنجي گهوڙي تي ئي مري ويو.

(15) **تجيب وارن جو وفد:**- هي وفد پنهنجي قوم جا صدقا، جيڪي گرجائن ۾ ورهائڻ کانپوءِ بہ بچي پيا هئا، کڻي مديني ۾ آيو. وفد ۾ تيرنهن ڄڻا هئا، جيڪي قرآن ۽ سنتون پڇندا ۽ سکندا هئا. انهن پاڻ سڳورنﷺ کان ڪجهہ ڳالهيون پڇيو تہ پاڻ سڳورن ﷺ اهي ڳالهيون کين لکي ڏنيون. اهي گهڻا ڏينهن ڪونہ ترسيا. جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ کين سوکڙيون ڏنيون تہ انهن ديري تي وينل هڪ نوجوان کي بہ موڪليو، جيڪو پنيان رهجي ويو هو. نوجوان، پاڻ سڳورن ﷺ وٽ پهچي چيو تہ "سائين! الله جوقسم! مون کي منهنجي علائقي کان ان کانسواءِ بي ڪابہ شيءِ ڇڪي نہ آئي آهي تہ توهان، الله سائينءَ کان مون لاءِ اها دعا گهرو تہ هو مون کي پنهنجي بخشش ۽ رحمت سان نوازي ۽ منهنجي مالداري منهنجي دل ۾ رکي ڇڏي." پاڻ سڳورن ﷺ اها ئي دعا گهري. نتيجي ۾ اهو همراهہ ڏاڍو قناعت پسند ٿي ويو ۽ جڏهن ارتداد جي لهر اٿي تہ نہ رڳو اهو تہ هو اسلام تي ثابت قدم رهيو، پر پنهنجي قوم کي بہ وعظ ۽ نصيحت ڪيائين جنهن سان اهي بہ اسلام تي ثابت قدم رهيا. پوءِ وفد وارن، **حجة الوداع** سنہ 10 هہ ۾ پاڻ سڳورن ﷺ سان ٻيهر ملاقات ڪئي.

(16) **طيء وارن جو وفد:**- هن وفد سان گڏ عربستان جو هاڪارو شهسوار زيد الخليل رضي الله عنه بہ هو. ان جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ سان ڳالهہ ٻول ڪئي تہ پاڻ سڳورن ﷺ سندن آڏو اسلام پيش ڪيو تہ هن اسلام قبول ڪري ورتو ۽ ڏاڍو چڱو مسلمان نڪتو. پاڻ سڳورن ﷺ **حضرت زيد** رضي الله عنه جي ساراهہ ڪندي فرمايو تہ "منهنجي آڏو عرب جي جنهن بہ ماڻهوءَ جا ڳڻ ڳايا ويا ۽ جڏهن اهو مون وٽ آيو تہ مون کيس سندس شهرت کان گهٽ ئي ڏٺو، پر ان جي ابتڙ **زيد الخليل** رضي الله عنه جي شهرت، سندس ڳڻن جو ساٿ نہ پئي ڏئي سگهي." پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ سندن نالو **زيد الخير** ﷺ رکي ڇڏيو.

اهڙيءَ طرح سنہ 9 هہ ۽ 10 هہ ۾ لڳاتار وفد ايندا رهيا. سيرت نگارن، يمن، ازد، قضاعہ، بني حارث بن ڪعب، غامد، بني منتفق، سلامان، بني عبس، مزينہ، مراد، زبيد، ڪنده، ذي مره،

غسان، بني عيش ۽ نخع جا وفد ڄاڻايا آهن. نخع جو وفد آخري وفد هو، جيڪو محرم سنہ 11 هہ جي وچ ڌاري آيو هو ۽ بہ سوء ڄڻن تي مشتمل هو. باقي بين وفدن جو اچڻ سنہ 9 هہ ۽ 10 هہ ۾ ٿيو. سنہ11 هہ ۾ ڪي ٿورا ئي وفد آيا هئا.

انهن وفدن جي لاڳيتي اچ وڃ مان لڳي ٿو تہ ان مهل تائين اسلامي تبليغ ڪيتري علائقي ۾ پکڙجي ۽ مقبول ٿي چڪي هئي. ان مان اندازو ٿئي ٿو تہ عربستان وارا، مديني کي ڪيڏي نہ قدر جي نظر سان ڏسندا هئا ۽ ان جي اڳيان هٿيار ڦٽا ڪرڻ کانسوا ڪوبہ چارو نہ ڀانيائون. اصل ۾ مدينو، عربستان جي گاديءَ جو هنڌ بڻجي ويو هو ۽ ڪنهن لاءِ بہ ان کي نظر انداز ڪرڻ ممڪن نہ هو. ها باقي ائين نٿو چئي سگهجي تہ ڪو انهن سڀني ماڻهن جي دلين تي اسلام اثر ڪري چڪو هو، ڇوتہ انهن ۾ اڃا گهڻائي ڄٽ ۽ هوڏي اعرابي هئا، جيڪي رڳو پنهنجن سردارن جي چوڻ تي مسلمان ٿيا هئا، نہ تہ انهن ۾ مار ماران جي رجحان جون پاڙون پڪيون هيون. جنهن ڪان اڃا اهي آجا نہ ٿيا هئا ۽ اڃا اسلامي سکيا ڪين پوريءَ طرح سڌاري نہ سگهي هئي. جيئن قرآن شريف جي سورة توبہ ۾ اهڙن ڪن ماڻهن جون وصفون هن طرح ٻڌايون ويون آهن.

﴿الْأَعْرَابُ أَشَدُّ كُفْرًا وَنِفَاقًا وَأَجْدَرُ أَلَّا يَعْلَمُوا حُدُودَ مَا أَنْزَلَ اللَّهُ عَلَى رَسُولِهِ وَاللَّهُ عَلِيمٌ حَكِيمٌ (97) وَمِنَ الْأَعْرَابِ مَنْ يَتَّخِذُ مَا يُنْفِقُ مَغْرَمًا وَيَتَرَبَّصُ بِكُمُ الدَّوَائِرَ عَلَيْهِمْ دَائِرَةُ السَّوْءِ وَاللَّهُ سَمِيعٌ عَلِيمٌ (98)﴾(التوبة)

"بدوي ڪفر ۽ منافقيءَ ۾ تمام سخت آهن ۽ هن (عادت) جوڳا آهن تہ الله پنهنجي پيغمبر تي جيڪي حڪم لاٿا، تنهن جون (شرعي) حدون نہ ڄاڻن ۽ الله ڄاڻندڙ حڪمت وارو آهي ۽ ڳوناڻن مان ڪي اهڙا آهن جو جيڪي خرچ ڪن ٿا سو ڇٽي ڄاڻندا آهن ۽ اوهان تي زماني جي ڦير گهير اچڻ جا منتظر آهن. زماني جو بڇڙو ڦيرو مٿن هجي (شال) ۽ الله ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي."

جڏهن تہ ڪن بين ماڻهن کي ساراهيو ويو آهي ۽ انهن بابت فرمايو ويو آهي تہ:

﴿وَمِنَ الْأَعْرَابِ مَنْ يُؤْمِنُ بِاللَّهِ وَالْيَوْمِ الْآخِرِ وَيَتَّخِذُ مَا يُنْفِقُ قُرُبَاتٍ عِنْدَ اللَّهِ وَصَلَوَاتِ الرَّسُولِ أَلَا إِنَّهَا قُرْبَةٌ لَهُمْ سَيُدْخِلُهُمُ اللَّهُ فِي رَحْمَتِهِ إِنَّ اللَّهَ غَفُورٌ رَحِيمٌ (99)﴾(التوبة)

"۽ ٻهراڙيءَ وارن مان ڪي اهڙا آهن جي الله ۽ قيامت جي ڏينهن کي مڃيندا آهن ۽ جيڪي خرچيندا آهن تنهن کي الله وٽ ويجهائيءَ جو ۽ پيغمبر جي دعا حاصل ڪرڻ جو وسيلو ڪري وٺندا آهن. بيشڪ اها انهن لاءِ ويجهائيءَ جو سبب آهي. الله ڪين پنهنجي رحمت هيٺ سگهو ئي داخل ڪندو. بيشڪ الله بخشڻهار مهربان آهي."

جيستائين مڪي، مديني، ثقيف، يمن ۽ بحرين جي گهڻن شهري ماڻهن جو تعلق آهي تہ انهن ۾ اسلام پڪو هو ۽ انهن مان ئي وڏا وڏا اصحابي سڳورا رضي الله عنهم ۽ مسلمانن جا سردار ٿي گذريا آهن.[1]

*-*-*

[1] - اها ڳالهہ خضريءَ، محاضرات ۾(144/1) تي چئي آهي ۽ جن وفدن جو ذڪر ڪيو ويو آهي يا جن ڏانهن اشارو ڪيو ويو آهي، تن جي تفصيل لاءِ صحيح بخاري(13/1، 2/626_630)- ابن هشام(2/501_503، 510_514، 537_542، 560_601) - زاد المعاد(3/26_ 60)- فتح الباري(8/83_103) رحمة للعالمين(1/84_217).

# دعوت جي ڪاميابي ۽ اثر

هاڻي اسين پاڻ سڳورن ﷺ جي ڄمار جي آخري ڏهاڙن جي تذڪري تائين اچي پهتا آهيون. پر ان سلسلي ۾ قلم هلائڻ کان اڳ مناسب ٿيندو تہ پاڻ ٿورو ترسي پاڻ سڳورن ﷺ جي هن عظيم الشان عمل تي هڪ مٿاڇري نظر وجهون. جيڪو پاڻ سڳورن ﷺ جي حياتيءَ جو مقصد آهي ۽ جنهن جي ڪري پاڻ سڳورن ﷺ کي سيني نبين ۽ پيغمبرن تي اهو امتيازي مقام حاصل ٿيو تہ الله سائينءَ پاڻ سڳورن ﷺ جي سر تي اڳين ۽ پوين جي سرداريءَ جو تاج رکي ڇڏيو. پاڻ سڳورن ﷺ کي چيو ويو تہ:

﴿يَا أَيُّهَا الْمُزَّمِّلُ (1) قُمِ اللَّيْلَ إِلَّا قَلِيلًا (2)﴾ (المزمل)

"اي (پاڻ تي) ڪپڙي ويڙهڻ وارا، رات جو قيام ڪر پر ٿورو"

۽ ﴿يَاأَيُّهَا الْمُدَّثِّرُ (1) قُمْ فَأَنْذِرْ (2)﴾ (المدثر)

"اي (پاڻ تي) ڪپڙو ويڙهڻ وارا اٿي پوءِ ڊيڄار"

پوءِ ڇا ٿيو؟ پاڻ سڳورا اٿيا ۽ پنهنجي ڪلهي تي هن ڌرتيءَ جي سڀ کان وڏي امانت جو ڳرو بار کڻي، لاڳيتو بيٺا رهيا. يعني سڄي انسانيت جو بار، سموري عقيدي جو بار ۽ مختلف ميدانن ۾ جنگ ۽ جهاد ۽ ڊوڙڊڪ جو بار.

پاڻ سڳورن ﷺ ان انساني ضمير جي ميدان ۾ جنگ ۽ جهاد ۽ ڊوڙڊڪ جو بار کنيو، جيڪو جاهليت جي وهمن ۽ تصورن ۾ ٻڏل هو. جيڪو شهوانيت جي زنجيرن ۽ ڦنڌن ۾ ڦاٿل هو ۽ جڏهن ان ضمير کي پنهنجن ڪن اصحابين رضي الله عنهم جي صورت ۾ جاهليت ۽ زميني حياتيءَ جي هڪبئي مٿان سٽيل بار کان آجو ڪرائي ورتو تہ هڪ ٻئي ميدان ۾ هڪ ٻي جهڙپ، بلڪ جهڙپن تي جهڙپون شروع ٿي ويون. يعني الله جي دعوت جا اهي دشمن جن دعوت ۽ ان تي ايمان آڻيندڙن تي ۽ ان پاڪيزه ٻوٽي کي وڌڻ ويجهڻ، مٽيءَ ۾ پاڙون جهلڻ، فضا ۾ شاخون لهرائڻ کان اڳ ئي پاڙون پٽي ڇڏڻ گهريو ٿي. دين جي انهن دشمنن سان پاڻ سڳورن ﷺ جون لاڳيتيون جهڙپون شروع ٿي ويون ۽ اجا پاڻ سڳورا ﷺ عربستان جي جنگين مان واندا نہ ٿيا هئا جو روم، هن ايرندڙ قوت کي مٺ ۾ ڪرڻ لاءِ ان جي سرحدن تي تياري شروع ڪري ڏني.

انهن سمورين لڙاين مان اجا پهريون معرڪو يعني ضمير جو معرڪو پڄاڻيءَ تي نہ پهتو هو، ڇوتہ اهو دائمي معرڪو هو. جنهن ۾ شيطان سان مقابلو هو. جيڪو انساني ضمير جي گهراين ۾ گهڙي پنهنجو ڪم ڪري ٿو ۽ هڪ لمحي لاءِ بہ ٽڪجي نٿو. محمد ﷺ الله جي دعوت ڏيڻ ۾

پختا هئا ۽ مختلف ميدانن تي لڳاتار وڌهي رهيا هئا. دنيا پاڻ سڳورن ﷺ جي پيرن ۾ هئي پر پاڻ سڳورا ﷺ سادي ۽ ڏکي زندگي گذاري رهيا هئا. مؤمن، پاڻ سڳورن ﷺ جي چوڌاري امن ۽ سک جي چانوَ ڪري رهيا هئا، پر پاڻ سڳورا ﷺ وڏي محنت ۽ ڪوشش ڪري رهيا هئا. پوءِ بہ پاڻ سڳورا ﷺ صبر جو مظاهرو ڪري رهيا هئا. راتيون جاڳي پنهنجي پالڻهار جي عبادت ڪندا هئا، قرآن جي تلاوت ڪندا هئا ۽ سڄي دنيا کان ڪٽجي الله سان لنئون لڳائيندا هئا، جيئن جيئن پاڻ سڳورن ﷺ کي حڪم ڏنو ويو هو.([1])

اهڙيءَ طرح پاڻ سڳورن ﷺ پورا ويهہ ورهيہ لاڳيتين لڙاين ۾ گهاريا ۽ ان دوران ڪو هڪ معاملو بہ پاڻ سڳورن ﷺ کي ٻئي معاملي کان غافل نہ ڪري سگهيو. ايستائين جو اسلام جي دعوت ايڏي وڏي پيماني تي سرسي ماٺي ورتي جو عقل دنگ رهجي ويا. سڄو عربستان پاڻ سڳورنﷺ جي هٿ هيٺ اچي ويو. ان جي افق تان جاهليت واري ڌنڌ ڇٽي وئي. بيمار ذهن تندرست ٿي ويا. ايستائين جو بتن کي ڇڏيو ويو، بلڪ ٽوڙي ڇڏيو ويو. فضا ۾ توحيد جا نعرا گونجڻ لڳا، ايمان جي نواڻ سان زندگي ماٺيندڙ ٻر جو باغ آذانن سان لرزڻ لڳو ۽ ان جي گهراين کي الله اڪبر جا آواز چيرڻ لڳا. قاري، قرآن جون آيتون پڙهندي ۽ الله جو حڪم قائم ڪرڻ لاءِ، چوڌطرف ڦهلجي ويا.

ڇڙوڇڙ قومون ۽ قبيلا هڪ ٿي ويا. انسان، ٻانهن جي بندگيءَ مان نڪري الله جي بندگيءَ ۾ داخل ٿي ويا. هاڻي نہ ڪو قاهر آهي ۽ نہ مقهور، نہ مالڪ ۽ نہ غلام، نہ حاڪم نہ محڪوم، نہ ظالم ۽ نہ مظلوم، پرسمورا ماڻهو الله جا ٻانها ۽ پاڻ ۾ ڀائر آهن. هڪٻئي سان محبت رکن ٿا ۽ الله جا حڪم پورا ڪن ٿا. الله سائينءَ انهن منجهان جاهليت جو هٺ ۽ هوڏ ۽ ابن ڏاڏن تي پڏائڻ جو خاتمو ڪري ڇڏيو آهي. هاڻي عربيءَ کي عجميءَ تي ۽ عجميءَ کي عربيءَ تي، اڇي کي ڪاري تي ۽ ڪاري کي اڇي تي ڪابہ فضيلت نہ آهي فضيلت جو معيار رڳو تقويٰ آهي،جيئن تہ سمورا ماڻهو آدم عليه السلام جو اولاد آهن ۽ آدم عليه السلام مٽيءَ مان پيدا ٿيو آهي.

مطلب تہ پرچار جي ڪارڻ عربي وحدت، انساني وحدت ۽ اجتماعي عدل وجود ۾ اچي ويو. انساني نسل کي دنياوي مسئلن ۽ آخرت جي معاملن ۾ چڱائيءَ واري واٽ هٿ اچي وئي. ٻين لفظن ۾ تہ زماني ۾ ڦيرو اچي ويو ۽ ڌرتيءَ جون حالتون بدلجي ويون. تاريخ جو رخ بَدلجي ويو ۽ سوچڻ جو انداز بدلجي ويو.

[1] - في ظلال القرآن(29/168، 169).

هن دعوت کان اڳ دنيا تي جهالت جو راڄ هو. ان جو ضمير ڏَپرُ ۽ روح بدبودار هو. سماجي قدر ۽ پيمانا بگڙيل هئا. ظلم ۽ غلامي هر طرف ڇانيل هئي. ڏوهارين جي خوشحالي ۽ حد درجي جي محرومين جي لهر دنيا کي اٿلائي پٿلائي ڇڏيو هو. ان تي ڪفر ۽ گمراهيءَ جا اونڌاها ۽ ڳرا پردا چڙهيل هئا. جيتوڻيڪ آسماني مذهب بہ هئا، پر انهن ۾ ڦيرڦار تي چڪي هئي ۽ ڪمزوريون گهڙي پيون هيون. انهن جي گرفت ختم ٿي وئي هئي ۽ رڳو بي جان ۽ بي روح قسم جي مذهبي رسمن جو مجموعو بڻجي ويا هئا.

جڏهن هن پرچار انساني زندگيءَ تي پنهنجو اثر ڏيکاريو تہ انساني روح کي وهم ۽ اجاين رسمن، ٻانهپ، فساد ۽ افراتفريءَ کان نجات ملي ۽ معاشرو هر طرح جي ظلم کان پاڪ ٿي ويو ۽ هڪ اهڙي دنيا تعمير ڪئي جنهن ۾ جسماني ۽ روحاني پاڪيزگي، تعمير ۽ ترقي، آزادي ۽ سڌارو، يقين ۽ معرفت، ايمان ۽ اعتقاد، انصاف ۽ شرافت ۽ عمل جي بنياد تي زندگيءَ جي اوسر، حياتيءَ جي ترقي ۽ حقدار کي حق ڏيارڻ هو.[1]

انهن تبديلين ڪارڻ عربستان اهڙي برڪتن ڀريل اٿل جو مشاهدو ڪيو، جنهن جو مثال انساني تاريخ جي ڪنهن بہ دور ۾ نہ ڏٺو ويو ۽ عربستان جي تاريخ پنهنجن يادگار ڏينهن ۾ اهڙيءَ طرح پرنور نظر اچڻ لڳي، جهڙيءَ طرح ان کان اڳ ڪڏهن بہ نظر نہ آئي هئي.

*-*-*

---

[1] - في مقدمة ماذا خسر العالم بانحطاط المسلمين (ص:14).

# حجة الوداع

اسلام جي پرچار جو ڪم پورو ٿي ويو ۽ الله سائين جي الوهيت کي مڃڻ ۽ ان ڪانسواءِ ڪنهن ٻئي معبود کي نہ مڃڻ ۽ محمدﷺ جي رسالت جي بنياد تي هڪ نئين سماج جي جوڙجڪ ۽ اڏاوت مڪمل ٿي وئي. هاڻي ڄڻ تہ غيبي آواز پاڻ سڳورن ﷺ جي دل ۽ دماغ کي اهو احساس ڏياري رهيو هو تہ دنيا ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي رهڻ جو مدو پڄاڻيءَ جي ويجهو پهچي چڪو آهي. تنهنڪري پاڻ سڳورنﷺ **حضرت معاذ بن جبل** رضي الله عنه کي يمن جو گورنر ڪري موڪليو تہ موڪلائڻ مهل ٻين ڳالهين ڪانسواءِ اهو بہ فرمايائون تہ "اي معاذ! تون شايد هن سال ڪانپوءِ مون سان ڪونہ ملي سگهندين. پر ٿي سگهي ٿو تہ منهنجي هن مسجد ۽ منهنجي قبر وٽان لنگهين." حضرت معاذ رضي الله عنه اهو ٻڌي پاڻ سڳورنﷺ جي وڇوڙي جي ڏک ۾ روئڻ لڳو.

اصل ۾ الله سائينءَ گهريو ٿي تہ پنهنجي پيغمبر ﷺ کي هن سموري پرچار جا اثر ڏيکاري ڇڏي. جنهن جي ڪري پاڻ سڳورن ﷺ ويهن ورهين کان بہ گهڻو عرصو، هر طرح جون صعوبتون سٺيون هيون ۽ ان جي صورت اها ٿئي جو پاڻ سڳورا ﷺ حج جي موقعي تي مڪي جي ڀرپاسي ۾ عرب قبيلن جي فردن ۽ نمائندن سان گڏ ٿين. پوءِ اهي پاڻ سڳورن ﷺ کان دين جا حڪم ۽ سمجهاڻيون وٺن ۽ پاڻ سڳورا ﷺ کانئن اها پڪ وٺن تہ پاڻ سڳورن ﷺ امانت ڏئي ڇڏي. الله جي پيغام جي پرچار ڪري ڇڏي ۽ امت جي خير خواهيءَ جو حق ادا ڪري ڇڏيو. **الله تعالىٰ** جي مرضيءَ مطابق پاڻ سڳورن ﷺ هن رحمت ڀرئي حج جو اعلان ڪيو تہ عربستان جي مسلمانن جا ٽولن جا ٽولا پهچڻ شروع ٿي ويا. هر ڪنهن جي خواهش هئي تہ هو پاڻ سڳورن ﷺ جي پيروي ڪن.[1] پوءِ ڇنڇر جي ڏينهن، جڏهن اجا **ذي القعدة** ۾ چار ڏينهن پيا هئا تہ پاڻ سڳورا ﷺ هلڻ لاءِ سنبريا.[2] وارن کي ڦڻي ڏنائون. تيل مکيائون. گوڏ ٻڌائون. چادر اوڍيائون. قربانيءَ جي جانورن کي ڳانيون ٻڌائون ۽ اڳين نماز ڪانپوءِ روانا ٿي ويا ۽ وڃڻ مهل اچي ذوالحليفہ وٽ پهتا. اتي ٻہ رڪعتون وچين نماز جون (سفر واريون) پڙهيائون ۽ رات بہ اتي ئي گذاريائون. صبح جو اصحابي سڳورن **رضي الله عنهم** کي فرمايائون تہ "رات منهنجي پالڻهار پاران هڪ اچڻ واري اچي چيو تہ هن ڀلاريءَ ماٿريءَ ۾ نماز پڙهو ۽ چئو تہ حج ۾ عمرو بہ آهي.[3]

---

[1] - اها ڳالهہ صحيح مسلم ۾ حضرت جابر رضي الله عنه کان آيل آهي. (394/1).

[2] - حافظ ابن حجر ان جي ڏاڍي سني ڇنڊ ڇاڻ ڪئي آهي ۽ جيڪو ڪن روايتن ۾ آيل آهي تہ ذوالقعده ۾ پنج ڏينهن پيا هئا تہ پاڻ سڳورا ﷺ نڪتا، ان جي تصحيح بہ ڪئي اٿس. فتح الباري (104/8).

[3] - بخاريءَ اها روايت حضرت عمر رضي الله عنه کان آندي آهي. (207/1)

پوءِ اڳين نماز کان اڳ پاڻ سڳورن ﷺ احرام ٻڌڻ لاءِ غسل ڪيو. تنهن ڪانپوءِ بيبي عائشہ رضي الله عنها ، پاڻ سڳورن ﷺ جي جسم مبارڪ ۽ مٿي مبارڪ تي پنهنجن هٿن سان ذريره ۽ مشڪ آميز خوشبوءِ لڳائي. خوشبوءِ جي چمڪ پاڻ سڳورن ﷺ جي سينڌ ۽ ڏاڙهي مبارڪ ۾ بہ ڏسڻ ۾ پئي آئي پر پاڻ سڳورن ﷺ اها ڌوتي ڪانہ ۽ جيئن جو تيئن رهڻ ڏني. پوءِ پنهنجي گوڏ ٻڌائون، چادر اوڍيائون، ٻہ رڪعتون اڳين نماز جون پڙهيائون، تنهن ڪانپوءِ مصلي تي ئي حج ۽ عمري، ٻنهي جو احرام گڏ ٻڌندي لبيڪ جي صدا بلند ڪيائون. پوءِ ٻاهر نڪتا، قصواء نالي ڏاچيءَ تي چڙهيا ۽ ٻہ ٻيرا لبيڪ چيائون. تنهن ڪانپوءِ ڏاچيءَ تي چڙهيل کليل ميدان ۾ پهتا تہ اتي بہ لبيڪ چيائون.

ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ سفر جاري رکيو. هفتي ڪانپوءِ جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ شام مهل مڪي جي ويجهو پهتا تہ ذي طوىٰ ۾ لهي پيا. اتي ئي رات گذاريائون ۽ فجر نماز پڙهي غسل ڪيائون ۽ پوءِ صبح ساڻ مڪي ۾ داخل ٿيا. اهو آچر 4 ذي الحجّ جو ڏهاڙو هو. واٽ تي اٺ راتيون گذريون هيون. وچٽري رفتار سان ايترائي ڏينهن لڳن ٿا. مسجد الحرام ۾ پهچي پاڻ سڳورنﷺ پهرين تہ ڪعبة الله جو طواف ڪيو ۽ پوءِ صفا ۽ مروه جي وچ ۾ ڊوڙيا پر احرام نہ کوليائون. ڇوتہ حج ۽ عمري جو احرام گڏو گڏ ٻڌو هئائون ۽ پاڻ سان قربانيءَ جا جانور آندا هيائون. طواف ۽ سعي مان واندا ٿي پاڻ سڳورا ﷺ مڪي جي مٿئين پاسي حجون ۾ اچي رهيا پر ٻيو ڀيرو حج جو طواف ڪرڻ کانسواءِ ڪو طواف نہ ڪيائون.

جن اصحابي سڳورن رضي الله عنهم پاڻ سان قربانيءَ جا جانور نہ آندا هئا، تن کي پاڻ سڳورنﷺ حڪم ڪيو تہ پنهنجو احرام، عمري ۾ تبديل ڪري ڇڏين ۽ بيت الله جو طواف ۽ صفا ۽ مروه جي وچ ۾ سعي (تکو هلڻ) ڪري پوريءَ طرح ڪري احرام مان نڪري اچن. پر جيئن تہ پاڻ سڳورا ﷺپاڻ احرام مان نہ نڪري رهيا هئا، ان ڪري اصحابي سڳورن رضي الله عنهم کي بہ شڪ ٿيو. پاڻ سڳورنﷺ فرمايو تہ "جيڪڏهن آئون پاڻ بابت اها ڳالھ اڳيئي ڄاڻي وٺان ها، جيڪا مون پوءِ ڄاتي تہ آئون قربانيءَ جا جانور نہ آڻيان ها ۽ جي مون سان اهي نہ هجن ها تہ آئون بہ احرام مان نڪري اچان ها." پاڻ سڳورن ﷺ جو اهو چوڻ، اصحابي سڳورن ﷺ اکين تي رکيو ۽ جن وٽ قربانيءَ جا جانور نہ هئا، اهي احرام مان نڪري آيا.

انين ذي الحج ترويہ واري ڏينهن پاڻ سڳورا ﷺ منىٰ ۾ پهتا ۽ اتي 9 ذي الحج جي صبح تائين رهيا. اڳين، وچين، سانجهي، سومهڻي ۽ فجر (پنج نمازون) اتي ئي پڙهيائون ۽ پوءِ سج اڀرڻ تائين ترسي پيا. ان ڪانپوءِ عرفہ ڏانهن هليا. اتي پهتا تہ نمره نالي واديءَ ۾ خيمو کتل هو،

ان ۾ ئي اچي رهيا. جڏهن سج لهي ويو تہ پاڻ سڳورن ﷺ جي حڪم سان قصواء تي ڪجاوو ٻڌو ويو ۽ پاڻ سڳورا ﷺ بطن نالي واديءَ ۾ اچي لٿا. ان مهل پاڻ سڳورن ﷺ جي چوڌاري هڪ لک چوويهہ هزار يا هڪ لک چوئيتاليهہ هزار ماڻهن جو سمنڊ ڇوليون هڻي رهيو هو. پاڻ سڳورن ﷺ اتي هڪ وڏو خطبو ڏنو ۽ فرمايو تہ:

"اي انسانو! منهنجي ڳالهہ ٻڌي وٺو! ڇوتہ آئون نٿو ڄاڻان، تي سگهي ٿو تہ هن سال ڪانپوءِ هن جاءِ تي آئون توهان سان ڪڏهن بہ نہ ملي سگهان. ([1])

توهان جو خون ۽ توهان جو مال هڪٻئي تي اهڙيءَ طرح حرام آهي، جهڙيءَ طرح اڄ جي ڏينهن، هلندڙ مهيني ۽ هن شهر جي حرمت آهي. ٻڌي ڇڏيو! جاهليت جي هر شيءِ منهنجن پيرن هيٺان لتاڙي وئي آهي. جاهليت جا خون بہ ختم ڪيا ويا ۽ اسان جي خون مان پهريون خون، جنهن کي آئون ختم ڪري رهيو آهيان، اهو ربيعہ بن حارث جي پٽ جو خون آهي. اهو ننڍڙو، بنو سعد ۾ کير پي رهيو هو تہ انهن ڏينهن ۾ هذيل قبيلي وارن کيس ماري ڇڏيو ۽ جاهليت جو وياج بہ ختم ڪيو ويو ۽ اسان جي وياج تي ڏنل مال مان سڀ کان پهريون وياج، جيڪو آئون ختم ڪري رهيو آهيان، اهو عباس بن عبدالمطلب رضي الله عنه جو وياج آهي. هاڻي اهو سمورو وياج ختم آهي.

ها! عورتن بابت الله کان ڊڄو. ڇوتہ توهان انهن کي الله جي امانت ساڻ ورتو آهي ۽ الله جي ڪلمي سان حلال ڪيو آهي. انهن تي توهان جو اهو حق آهي تہ اهي توهان جي هنڌ تي ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ کي نہ ويهڻ ڏين، جيڪو توهان کي نہ وڻي. جيڪڏهن اهي، ائين ڪن تہ توهان انهن کي مار ڪري ٿا سگهو، پر ڏاڍي مار نہ ڪيجوءِ ۽ توهان تي انهن جو حق اهو آهي تہ توهان انهن کي چڱائيءَ سان کارايو ۽ پهرايو.

آئون توهان ۾ اهڙي شيءِ ڇڏيو پيو وڃان جو جيڪڏهن توهان ان کي سختيءَ سان جهلي بيٺا تہ ڪڏهن بہ ڪونہ ٿڙندا، اها آهي الله جو ڪتاب. ([2])

ياد رکو! تہ مون ڪانپوءِ ڪوبہ نبي اچڻو نہ آهي ۽ توهان ڪانپوءِ ڪابہ امت ناهي، تنهنڪري پالڻهار جي عبادت ڪجوءِ، پنج وقت نماز پڙهجوءِ، رمضان جا روزا رکجوءِ، پنهنجي مال جي زڪواة خوشيءَ سان ڏجوءِ، پنهنجي پالڻهار جي گهر جو حج ڪجوءِ ۽ پنهنجي حڪمرانن جي اطاعت ڪجوءِ. ائين ڪندوءِ تہ پنهنجي پالڻهار جي جنت ۾ داخل ٿيندوءِ. ([3])

---

[1] - ابن هشام (2/603).

[2] - صحيح مسلم (1/397).

[3] - ابن ماجہ، ابن عساڪر، رحمة للعالمين 1/263، معدن الاعمال (حديث نمبر 1108، 1109)

توهان کان مون بابت پڇاڻو ٿيندو تہ توهان ڇا چوندؤ؟ اصحابي سڳورن رضي الله عنهم چيو تہ اسين شهادت ٿا ڏيون تہ توهان تبليغ ڪري ڇڏي، نياپو پهچائي ڇڏيو ۽ خير خواهيءَ جو حق ادا ڪري ڇڏيو.

اهو ٻڌي پاڻ سڳورن ﷺ شهادت واري آڱر آسمان ڏانهن ڪنئي ۽ ماڻهن ڏانهن جهڪائيندي ٽي ڀيري فرمايو تہ اي الله! شاهد ٿجان."([1])

پاڻ سڳورن ﷺ جا ارشاد، ربيعہ بن اميہ خلف ﷛ وڏي واڪي ماڻهن تائين پئي پهچايا.([2]) جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ خطبو ڏئي فارغ ٿيا تہ الله تعاليٰ پاران هيءَ آيت لاٿي وئي.

﴿ الْيَوْمَ أَكْمَلْتُ لَكُمْ دِينَكُمْ وَأَتْمَمْتُ عَلَيْكُمْ نِعْمَتِي وَرَضِيتُ لَكُمُ الْإِسْلَامَ دِينًا...(3)﴾ (المائدة)

"اڄ اوهان جو دين اوهان لاءِ ڪامل ڪيم ۽ اوهان تي پنهنجي نعمت پوري ڪيم ۽ اوهان لاءِ دين اسلام پسند ڪيم"

حضرت عمر ﷛ اها آيت ٻڌي روئڻ لڳا. پڇيو ويو تہ "توهان ڇو پيا روئو؟" فرمايائين تہ "ان لاءِ جو ڪمال ڪانپوءِ زوال ئي تہ آهي."([3])

خطبي ڪانپوءِ حضرت بلال ﷛ بانگ ۽ پوءِ تڪبير چئي. پاڻ سڳورن ﷺ اڳين نماز پڙهائي. ان ڪانپوءِ حضرت بلال ﷛ ٻيهر تڪبير چئي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ وچين نماز پڙهائي ۽ انهن ٻنهي نمازن جي وچ ۾ ٻي ڪابہ نماز نہ پڙهيائون. ان ڪانپوءِ سوار ٿي پنهنجي رهڻ واري جاءِ تي پهتا. پنهنجي ڏاچي قصواء جو پيٽ ٽڪرين ڏانهن ڪيائون ۽ جبل مشاۃ (واريءَ جي دڙن) کي سامهون رکندي ۽ قبلي ڏانهن منهن ڪري لاڳيتو (ان ئي حالت ۾) وقوف فرمايائون، ايستائين جو سج لهڻ لڳو، ٿوري هئڊاڻ ختم ٿي ۽ پوءِ سج جو گولو گم ٿي ويو. ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ، حضرت اسامہ ﷛ کي ٻيلهہ ڪنيو ۽ اتان روانا ٿي مزدلفہ پهتا. مزدلفہ ۾ سانجهي ۽ سومهڻي نماز هڪ بانگ ۽ ٻن تڪبيرن سان پڙهيائون. وچ ۾ ڪوبہ نفل نہ پڙهيائون. ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ ليٽي پيا ۽ پرهہ ڦٽيءَ تائين ليٽيا رهيا. صبح ساڻ بانگ ۽ اقامت سان فجر نماز پڙهيائون. تنهن ڪانپوءِ قصواء تي چڙهي مشعر حرام پهتا ۽ قبلي ڏانهن منهن ڪري الله کان دعا گهريائون ۽ الله سائينءَ جي ساراهہ ۽ وڏائي ۽ هيڪڙائي بيان ڪرڻ لڳا، تانجو چڱو خاصو سوجهرو ٿي ويو. ان ڪانپوءِ سج ايرڻ کان اڳ ئي منيٰ لاءِ نڪري پيا ۽ هن ڀيري فضل بن عباس ﷛ کي ٻيلهہ ڪنيائون.

---

[1] - صحيح مسلم (397/1).

[2] - ابن هشام (605/2).

[3] - بخاري عن ابن عمر، رحمة للعالمين (265/1). تفسير ابن ڪثير (15/2) الدر المنشور(456/2)

بطن مُحسر پهتا تہ سواريءَ کي تورو تکو ڊوڙايائون ۽ جيکو وچيون رستو جمره ڪبريٰ تائين پهتو ٿي، اتان هلي جمره ڪبريٰ (وڏي شيطان) تائين پهتا. تن ڏينهن ۾ اتي هڪ وڻ بہ هو ۽ جمره ڪبريٰ ان وڻ جي نسبت سان بہ سڃاتو ويندو هو. تنهن کانسواءِ جمره ڪبريٰ کي جمره عقبہ ۽ جمره اوليٰ بہ چوندا هئا. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جمره ڪبريٰ کي ست پٿريون هنيون. هر پٿريءَ سان گڏ تڪبير چوندا پئي ويا. پٿريون ننڍڙيون ننڍڙيون هيون، جن کي چپٽيءَ ۾ جهلي اڇلائي سگهبو هو. پاڻ سڳورن ﷺ اهي پٿريون بطن نالي واديءَ ۾ بيهي هنيون هيون. ان کانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ قربان گاهہ ۾ پهتا ۽ پنهنجن پلارن هٿن سان 63 اٺ ڪٺائون. پوءِ (اهو ڪم) حضرت علي ﷛ جي حوالي ڪيائون ۽ انهن بچيل 37 اٺ ڪٺا. اهڙيءَ طرح پورا سؤ اٺ ڪٺا ويا. پاڻ سڳورن ﷺ حضرت علي ﷛ کي بہ پنهنجي قربانيءَ ۾ ڀائيوار ڪيو هو. ان کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جي حڪم سان هر اٺ جو هڪ هڪ ٽڪڙو ڪٽي هنڊيءَ ۾ وجهي رڌيو ويو. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ ۽ حضرت علي ﷛، ان گوشت مان ڪجهہ کاڌو ۽ ٻوڙ جو رس بہ پيتو.

تنهن کانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ سوار ٿي مڪي ويا ۽ بيت الله جو طواف ڪيائون. (ان کي طواف افاضہ چئجي ٿو.) ۽ مڪي ۾ ئي اڳين نماز پڙهيائون. تنهن کانپوءِ (زمزم جي کوهہ وٽ) بنو عبدالمطلب وٽ آيا. اهي حاجين کي زمزم جو پاڻي پياري رهيا هئا. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "بنو عبدالمطلب! توهان پاڻي ڇڪيو. جيڪڏهن مون کي ڊپ نہ هجي ها تہ پاڻي پيارڻ جي هن ڪم ۾ ماڻهو توهان تي چڙهي پوندا تہ آئون بہ توهان سان گڏ ڇڪيان ها." (يعني جيڪڏهن صحابہ سڳورا رضوان الله عليهم اجمعين، پاڻ سڳورن ﷺ کي پاڻ پاڻي ڇڪيندي ڏسن ها تہ هر ڪو صحابہ پاڻ بہ پاڻي ڇڪڻ جي ڪوشش ڪري ها ۽ اهڙيءَ طرح حاجين کي زمزم جو پاڻي پيارڻ جو جيڪو شرف بنو عبدالمطلب کي حاصل هو، ان جو انتظام سندن وس ۾ نہ رهي ها.) تنهن کانپوءِ بنو عبدالمطلب، پاڻ سڳورن ﷺ کي هڪ ڏول ۾ پاڻي ڏنو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ گهرج آهر پاڻي پيتو.([1])

اڄ آخري ڏينهن هو. يعني ذي الحج جي ڏهين تاريخ هئي. پاڻ سڳورن ﷺ اڄ بہ ڏينهن چڙهڻ کانپوءِ (چاشت مهل) هڪ خطبو ڏنو. خطبي ڏيڻ مهل پاڻ سڳورا ﷺ خچر تي چڙهيل هئا ۽ حضرت علي ﷛ پاڻ سڳورن ﷺ جا ارشاد اصحابي سڳورن تائين پهچائي رهيو هو. اصحابي سڳورا ڪجهہ ويٺل هئا تہ ڪجهہ بيٺل هئا.([2]) پاڻ سڳورن ﷺ اڄوڪي خطبي ۾ بہ

[1] - مسلم (1/397_400).
[2] - ابو دائود (1/270).

ڪالهوڪيون گهٽيون ئي ڳالهيون ورجايون. صحيح بخاري ۽ صحيح مسلم ۾ حضرت ابوبڪر جو بيان آيل آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ اسان کي يوم النحر (ڏهين ذي الحج) تي خطبو ڏنو ۽ فرمايائون تہ:

"زمانو گهمي ڦري پنهنجي ان ڏينهن واري هئيت تي اچي پهتو آهي، جنهن ڏينهن الله تعاليٰ آسمان ۽ زمين کي پيدا ڪيو هو. سال ٻارنهن مهينن جو آهي، جنهن ۾ چار مهينا حرمت وارا آهن. ٽي لاڳيتا يعني ذي القعد، ذي الحج ۽ محرم ۽ هڪ رجب المضر، جيڪو جمادي الآخر ۽ شعبان جي وچ ۾ آهي.

پاڻ سڳورن ﷺ اهو بہ پڇيو تہ هي ڪهڙو مهينو آهي؟ اسان وراڻيو تہ: "الله ۽ ان جو رسولﷺ ئي بهتر ڄاڻن ٿا." تنهن تي پاڻ سڳورا ﷺ ماٺ ٿي ويا، ايستائين جو اسان سمجهيو تہ پاڻ سڳورا ﷺ ان جو ڪو ٻيو نالو رکندا. پر پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ پڇيو تہ "ڇاهي ذي الحج نہ آهي؟" اسان وراڻيو تہ "هائو چونہ!" پاڻ سڳورن ﷺ وري پڇيو تہ "هي ڪهڙو شهر آهي؟" اسان وراڻيو تہ "الله ۽ ان جو رسول ئي بهتر ڄاڻن ٿا." تنهن تي پاڻ سڳورا ﷺ وري بہ ماٺ ٿي ويا. ايستائين جو اسان سمجهيو تہ پاڻ سڳورا ﷺ ان جو ڪو ٻيو نالو رکندا. پر پاڻ سڳورن ﷺ پڇيو تہ "ڇا اهو بلد (مڪو) نہ آهي؟" اسان وراڻيو تہ "هائو! بلڪل." پاڻ سڳورن ﷺ پڇيو تہ ڀلا هيءُ ڪهڙو ڏينهن آهي؟" اسان وراڻيو تہ "الله ۽ ان جو رسول ﷺ ئي بهتر ڄاڻن ٿا." تنهن تي پاڻ سڳورا ﷺ وري بہ چپ ٿي ويا، ايستائين جو اسان سمجهيو تہ پاڻ سڳورا ﷺ ان جو ڪو ٻيو نالو رکندا، پر پاڻ سڳورن ﷺ وري پڇيو تہ "ڇا اڄ يوم النحر (قربانيءَ جو ڏينهن، يعني ڏهين ذي الحج) نہ آهي؟" اسان وراڻيو تہ "هائو! بلڪل." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ " تہ پوءِ ٻڌو، توهان جو خون، توهان جو مال ۽ توهان جي لڄ توهان تي اهڙيءَ طرح ئي حرام آهي، جهڙيءَ طرح توهان جي هن شهر ۽ توهان جي هن مهيني ۾ توهان جي اڄوڪي ڏينهن جي حرمت آهي. توهان ترت ئي پنهنجي پالڻهار سان ملندؤ ۽ اهو توهان کان توهان جي عملن بابت پڇا ڪندو، تنهنڪري مون کانپوءِ گمراهہ نہ ٿي وڃجؤ جو هڪٻئي سان مار ماران لاهي ڏيو. ٻڌايو! ڇا مون تبليغ ڪري ڇڏي؟ اصحابي سڳورن چيو تہ "هائو" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ اي الله! گواهہ رهجان. جيڪو ماڻهو موجود آهي ۽ جيڪو نہ رسي سگهيو آهي، تنهن تائين (منهنجون ڳالهيون) پهچائي ڇڏجؤ. ڇوتہ ڪن اهڙن ماڻهن تائين (اهي ڳالهيون) پهچايون وينديون، اهي ڪن (موجود) ٻڌڻ وارن کان تمام گهڻو انهن ڳالهين کي سمجهي سگهندا. ([1])

---

[1] - صحيح بخاري (1/234).

هڪ روايت ۾ آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ هن خطبي ۾ اهو بہ فرمايو تہ "ياد رکو! ڪوبہ ڏوهاري پاڻ ڪانسواءِ ڪنهن ٻئي جو ڏوهہ نٿو ڪري (يعني ان ڏوهہ ۾ ٻيو ڪو نہ پر پاڻ ڏوهاري جهلبو آهي.) ياد رکو! ڪوبہ ڏوهاري پنهنجي پٽ، يا ڪو بہ پٽ پنهنجي پيءُ تي ڏوهہ نٿو ڪري. (يعني پيءُ جي ڏوهہ ۾ پٽ کي ۽ پٽ جي ڏوهہ ۾ پيءُ کي ڪونہ پڪڙيو ويندو.) ياد رکو! شيطان مايوس ٿي چڪو آهي تہ هاڻي توهان جي هن شهر ۾ ڪڏهن نہ ڪا سندس پوڄا ڪئي ويندي. پر جن عملن کي توهان ليکي ۾ نٿا آڻيو، انهن ۾ سندس اطاعت ڪئي ويندي ۽ هو ان ۾ خوش هوندو.([1]) ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ تشريق وارا ڏهاڙا (11، 12، 13 ذي الحج) منىٰ ۾ ئي رهيا. ان دوران پاڻ سڳورا ﷺ حج جا مناسڪ بہ ادا ڪندا رهيا ۽ ماڻهن کي شريعت جي سکيا بہ ڏيندا رهيا. الله جو ذڪر بہ ڪندا رهيا ۽ ملت ابراهيمي جي قربانيءَ واري رسم بہ قائم ڪندا رهيا ۽ شرڪ جا اهڃاڻ ۽ نشان پڻ مٽائيندا رهيا. پاڻ سڳورن ﷺ تشريق وارن ڏهاڙن ۾ بہ هڪ ڏينهن خطبو ڏنو. جيئن سنن ابي دائود ۾ "حسن" سند سان آيل آهي تہ سراء بنت نبهان رضي الله عنها فرمايو تہ پاڻ سڳورن ﷺ اسان کي رؤس واري ڏينهن ([2]) خطبو ڏنو ۽ فرمايو تہ "ڇا هي تشريق جي ڏهاڙن مان وچيون ڏينهن نہ آهي؟([3]) پاڻ سڳورن ﷺ جو اڄوڪو خطبو بہ ڪلهوڪي (يوم النحر) خطبي جهڙو هو ۽ اهو خطبو سورة نصر جي نازل ٿيڻ ڪانپوءِ ڏنو ويو هو.

تشريق وارن ڏهاڙن جي پڇاڙيءَ تي ٻئي ڏينهن يوم النفر يعني 13 ذي الحج تي پاڻ سڳوراﷺ منىٰ ڏانهن روانا ٿيا ۽ ابطح نالي واديءَ ۾ خيف بني ڪنانہ وٽ اچي لٿا. ڏينهن جو بچيل حصو ۽ رات اتي گذاريائون ۽ اڳين، وچين، سانجهي ۽ سمهڻي نماز اتي ئي پڙهيائون. پر عشاءَ ڪانپوءِ ٿورو سمهي اٿيا ۽ سوار ٿي بيت الله ڏانهن ويا ۽ آخري طواف ڪيائون.

هاڻي حج جي سمورن مناسڪن کان آجا ٿي پاڻ سڳورن ﷺ سواريءَ جو منهن مديني ڏانهن ڪيو. ان لاءِ نہ تہ ڪو اتي وجي آرام ڪندا. پر ان لاءِ تہ هاڻي وري الله ڪارڻ، الله جي راهہ ۾ هڪ نئون جهاد ڇيڙين.([4])

*-*-*

---

[1] - ترمذي (2/38، 135) مشڪوة (1/234).

[2] - يعني 12 ذوالحج (عون المعبود 2/143).

[3] - ابو دائود، (1/269).

[4] - حجة الوداع جي تفصيل صحيح بخاري (2/631). فتح الباري (3/)- شرح ڪتاب المناسڪ ۽ (ج/8/103_110) - ابن هشام (2/601_605)- زاد المعاد (1/196، 218_240).

# آخري فوجي مهم

رومي شهنشاهيت کي اسلام ۽ مسلمانن جي زنده رهڻ جو حق ڏيڻ کان عار هو، ان ڪري ان جي حدن ۾ رهڻ واري ڪنهن بہ ماڻهوءَ اسلام قبوليو ٿي تہ ان جو پوءِ خير نہ هو. جيئن معان جي (عرب نسل جي) رومي گورنر حضرت فروه بن عمرو جذامي ﷛ سان ٿيو. انهن حالتن جي ڪري پاڻ سڳورن ﷺ صفر سنہ 11 هہ ۾ هڪ وڏو لشڪر تيار ڪيو ۽ حضرت اسامہ بن زيد ﷛ کي ان جو سپهہ سالار ڪري حڪم ڏنو تہ بلقاء جو علائقو ۽ داروم جي فلسطيني سرزمين سوارن جي پيرن هيٺان لتاڙي اچ. هن ڪارروائيءَ جو مقصد اهو هو تہ رومين کي ڊيڄارڻ سان گڏوگڏ سندن حدن ۾ رهندڙ عرب قبيلن جي دلجاءِ ڪئي وڃي ۽ اهو وهم ختم ڪيو وڃي تہ ڪليسا جي تشدد تي ڪو پڇا ڳاڇا ڪرڻ وارو آهي ئي ڪونہ ۽ اسلام قبولڻ جو مطلب رڳو اهو آهي تہ پنهنجي موت کي سڏيو وڃي.

ان موقعي تي ڪن ماڻهن، سپهہ سالار جي ننڍي عمر تي تنقيد ڪئي ۽ ان مهم تي هلڻ ۾ دير ڪئي. تنهن تي پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ توهان هن جي سپهہ سالاريءَ تي تنقيد پيا ڪريو ۽ ان کان اڳ هن جي پيءَ تي بہ تنقيد ڪري چڪا آهيو. جڏهن تہ الله جو قسم! اهو سپهہ سالاريءَ جو اهل هو ۽ منهنجن پيارن مان هو ۽ هي بہ ان کانپوءِ منهنجن پيارن ماڻهن منجهان آهي.[1]

بهرحال اصحابي سڳورا رضي الله عنهم، اسامہ ﷛ جي هٿ هيٺ لشڪر ۾ شامل ٿي ويا ۽ لشڪر روانو ٿي مديني کان ٽي ميل پري جرف نالي جڳهہ تي وڃي لٿو. پر پاڻ سڳورن ﷺ جي ناچاڪيءَ بابت تشويشناڪ خبرن جي ڪارڻ اڳتي نہ وڌي سگهيو. بلڪ الله جي فيصلي جي انتظار ۾ اتي ئي رهڻ تي مجبور ٿي ويو ۽ الله جو فيصلو اهو هو تہ اهو لشڪر حضرت ابوبڪر صديق ﷛ جي خلافت جي ڏينهن جي پهرين فوجي مهم ليکي وڃي.[2]

*-*-*

[1] - صحيح بخاري (612/2).

[2] - صحيح بخاري (612/2) ۽ ابن هشام (606/2، 650).

# رفيق الاعليٰ ڏانهن سفر

**موڪلاڻيءَ جا اهڃاڻ:**- جڏهن دين جي دعوت پوري ٿي ۽ عربستان جي واڳ اسلام جي هٿ اچي وئي تہ پاڻ سڳورنﷺ جي ڳالهين ۽ هلت چلت مان اهڙا پسڻ پوڻ لڳا تہ پاڻ سڳورا ﷺ هن عارضي حياتيءَ کي ڇڏڻ ۽ هن فاني جهان جي رهواسين کان موڪلائڻ وارا آهن. جهڙوڪ:

پاڻ سڳورن ﷺ سنہ 10 هہ جي رمضان ۾ ويهہ ڏينهن اعتڪاف ڪيو، جڏهن تہ اڳي سدائين ڏهہ ڏينهن اعتڪاف ۾ ويهندا هئا. **حضرت جبرئيل عليه السلام** هن سال پاڻ سڳورن ﷺ کي بہ ٻيرا قرآن شريف جو دور ڪرايو، جڏهن تہ هر سال رڳو هڪڙو ڀيرو دور ڪرائيندا هئا. پاڻ سڳورنﷺ **حجة الوداع** جي موقعي تي فرمايو تہ "آئون نٿو ڄاڻان تہ شايد هن سال کانپوءِ هن جڳهہ تي توهان سان ملي سگهندس. جمره عقبہ وٽ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "مون کان حج جو طريقو سکي وٺو، ڇوتہ ٿي سگهي ٿو تہ آئون متئين سال حج نہ ڪري سگهان." پاڻ سڳورنﷺ تي تشريق جي وچئين ڏهاڙي تي سورة نصر لٿي ۽ ان سان پاڻ سڳورن ﷺ سمجهي ورتو تہ هاڻي هن دنيا مان هلڻ جو وقت اچي پريو آهي ۽ اهو موت جو اطلاع آهي.

صفر سنہ 11 هہ جي منڊ ۾ پاڻ سڳورا ﷺ احد جبل وٽ هلي ويا ۽ شهيدن لاءِ مختلف دعائون گهريائون. ڄڻ تہ جيئرن ۽ مئلن کان موڪلائي رهيا هئا. پوءِ موٽي اچي منبر تي وينا ۽ فرمايائون تہ آئون توهان جي قافلي جو مهندار آهيان ۽ توهان تي گواهہ آهيان. الله جو قسم! آئون هن مهل پنهنجو حوض (حوض ڪوثر) ڏسي رهيو آهيان. مون کي ڌرتي ۽ ڌرتيءَ جي خزانن جون ڪنجيون ڏنيون ويون آهن ۽ الله جو قسم! مون کي اهو ڊپ نہ آهي تہ ڪو توهان مون کان پوءِ شرڪ ڪندؤ. پر اهو ڊپ آهي تہ دنيا جي گهرجن تي پاڻ ۾ وڙهڻ لڳندؤ."([1])

هڪ ڀيري اڌ رات جو پاڻ سڳورا ﷺ بقيع ويا ۽ بقيع وارن لاءِ ڇوٽڪاري جي دعا گهريائون. فرمايائون تہ " اي قبر وارؤ! توهان تي سلام! ماڻهو جنهن حال ۾ آهن، تنهنجي ڀيٽ ۾ توهان جنهن حال ۾ آهيو، اهي حال ڀلا آهن. فتنا، اونداهي رات جي ٽڪرن جيان هڪٻئي پويان هلندا پيا اچن ۽ پويون اڳئين کان بہ وڌيڪ بڇڙو آهي." ان کانپوءِ اهو چئي قبرن وارن کي بشارت ڏنائون تہ اسين بہ توهان سان اچي ملڻ وارا آهيون.

---

[1] - متفق عليہ صحيح بخاري(2/585).

**مرض جو آغاز:-** 29 صفر سنہ 11 هہ سومر جي ڏينهن پاڻ سڳورا ﷺ هڪ جنازي سان بقيع ويا. موٽڻ مهل واٽ تي ئي مٿي جو سور شروع ٿي وَين ۽ بخار ايڏو وڌي وَين جو مٿي تي ٻڌل پٽيءَ جي مٿان بہ محسوس ٿيڻ لڳو. اهو پاڻ سڳورن ﷺ تي مرض الموت جو آغاز هو. پاڻ سڳورن ﷺ ان ئي بيماريءَ واري حالت ۾ يارنهن ڏينهن نماز پڙهائي. بيماريءَ جو ڪل مدو تيرنهن يا چوڏنهن ڏينهن هو.

**آخري هفتو:-** پاڻ سڳورن ﷺ جي طبيعت ڏينهان ڏينهن بگڙجندي وئي. ان دوران پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجن بيبين سڳورين کان پڇندا رهيا تہ آئون سڀاڻي ڪٿي رهندس؟ ان سوال جو مقصد بيبيون سڳوريون رضي الله عنهم سمجهي ويون تنهنڪري انهن اجازت ڏني تہ پاڻ سڳورا ﷺ جتي وڻين اتي رهن. تنهن ڪانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ بيبي عائشہ رضي الله عنها جي گهر اچي ويا. اتي پاڻ سڳورا ﷺ، حضرت فضل بن عباس رضي الله عنه ۽ حضرت علي بن ابي طالب رضي الله عنه جو سهارو وٺي پهتا هئا. سندن مٿي تي پٽي ٻڌل هئي ۽ پير گسري رهيا هئن. اهڙيءَ حالت ۾ پاڻ سڳورا ﷺ بيبي عائشہ رضي الله عنها جي گهر ۾ داخل ٿيا ۽ پوءِ حياتي مبارڪ جو آخري هفتو اتي ئي گذاريائون.

بيبي عائشہ رضي الله عنها معوذات ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کان سکيل ٻيون دعائون پڙهي پاڻ سڳورن ﷺ تي شوڪاريندي هئي ۽ برڪت جي اميد تي پاڻ سڳورن ﷺ جو هٿ مبارڪ پاڻ سڳورن ﷺ جي جسم مبارڪ تي ڦيريندي رهندي هئي.

**وفات کان پنج ڏهاڙا اڳ:-** وفات کان پنج ڏهاڙا اڳ اربع ڏينهن بخار وڌي ويو، جنهن جي ڪارڻ تڪليف وڌڻ ڪري پاڻ سڳورن ﷺ تي غشي طاري ٿيڻ لڳي. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ مون تي الڳ الڳ کوهن جي پاڻيءَ جون ست مشڪون هاريو تہ جيئن آئون ماڻهن ۾ وڃي وصيت ڪري سگهان." ان حڪم جي تڪميل ڪندي پاڻ سڳورن ﷺ کي هڪ ٽب ۾ ويهاريو ويو ۽ مٿانئن ايترو پاڻي وڌو ويو جو پاڻ سڳورا ﷺ بس بس چوڻ لڳا.

ان مهل پاڻ سڳورن ﷺ کي ڪجهہ آرام مليو ۽ پاڻ سڳورا ﷺ مسجد ۾ آيا. مٿي تي پٽي ٻڌل هئن، منبر تي وينا ۽ ويهي خطبو ڏنائون. اصحابي سڳورا رضي الله عنهم اچي گڏ ٿيا هئا. فرمايائون تہ "يهودين ۽ نصرانين تي الله جي لعنت هجي جو انهن پنهنجن نبين جي قبرن کي مسجدون ٺائي ڇڏيو."

ٻيءَ روايت ۾ آهي تہ "يهودين ۽ نصرانين تي الله جي مار پوي جو انهن پنهنجن نبين جي قبرن کي مسجدون بڻائي ڇڏيو."(1) پاڻ سڳورن ﷺ اهو بہ چيو تہ "توهان منهنجي قبر کي بت نہ بڻائجوُ جو ان جي پوڄا شروع ٿي وڃي."(2)

پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجو پاڻ کي قصاص لاءِ پيش ڪيو ۽ فرمايو تہ "مون ڪنهن جي پٺ تي ڪوڙو هنيو هجي تہ هيءَ منهنجي پٺ حاضر آهي، اهو پلاند وٺي وٺي. ڪنهن جي بيعزتي ڪئي هجي تہ اهو بہ بدلو وٺي وٺي."

ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ منبر تان هيٺ لٿا. اڳين نماز پڑهاياٺون ۽ ٻيهر منبر تي وڃي ويٺا ۽ عداوت بابت مٿيون ڳالهيون دهراياٺون. هڪ ڄڻي اٿي چيو تہ "منهنجا توهان تي ٽي درهم رهيل آهن." پاڻ سڳورن ﷺ فضل بن عباس ﷜ کي فرمايو تہ " هن کي ڏئي ڇڏ." ان ڪانپوءِ انصارن بابت وصيت ڪندي فرماياٺون تہ "آئون توهان کي انصارن بابت وصيت ڪريان ٿو، ڇوتہ اهي منهنجي دل ۽ جگر آهن. انهن پنهنجي ذميداري پوري ڪري ڇڏي، پر سندن حق اڃا رهن ٿا، تنهنڪري انهن جي نيڪوڪارن کان نيڪيون قبولجوُ ۽ خطاڪارن کان درگذر ڪجوُ. هڪ روايت ۾ آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "ماڻهو وڌندا ويندا پر انصار گهٽبا ويندا. ايستائين جو اٽي ۾ لوڻ جيترا وڃي بچندا. تنهنڪري توهان مان جيڪو بہ نفعي ۽ نقصان واري ڪم جو والي بڻجي، اهو سندن نيڪوڪارن کان نيڪيون قبول ڪري ۽ خطاڪارن کان درگذر ڪري.(3)

تنهن ڪانپوءِ فرماياٺون تہ: "هڪ ٻانهي کي الله تعاليٰ اختيار ڏنو تہ هو يا تہ دنيا جي چمڪ ڌمڪ ۽ سونهن سينگار مان جيڪي وٺيس سو وٺي يا الله وٽ جيڪي ڪجھ آهي ان کي اختيار ڪري. تنهن تي ان ٻانهي الله تعاليٰ واري شيءِ کي اختيار ڪري ورتو."ابو سعيد خدري ﷜ جو بيان آهي تہ اها ڳالھ ٻڌي حضرت ابوبڪر ﷜ جن روئڻ لڳو ۽ فرماياٺون تہ "اسان پنهنجي ماءُ پيءُ سميت اوهان تان گهور وڃون. " تنهن تي اسان کي اچرج ٿيو. ماڻهن چيو تہ هن ڪراڙي کي تہ ڏسو! پاڻ سڳورا ﷺ تہ هڪ ٻانهي بابت پيا فرمائين تہ الله سائينءَ ان کي اختيار ڏنو تہ دنيا جي ڏيک ويک ۽ سونهن سينگار مان جيڪي وٺي اهو الله سائينءَ ڏيس يا هو الله وٽ جيڪي ڪجھ آهي ان کي اختيار ڪري ۽ هي ڪراڙو چوي پيو تہ اسان جا ماءُ پيءُ پاڻ سڳورن ﷺ تان گهور وڃن. (پر

---

1 - صحيح بخاري 62/1 - مؤطا امام مالڪ (ص:360).

2 - مؤطا امام مالڪ (ص:65).

3 - صحيح بخاري(536/1).

ڪجھ ڏينهن ڪانپوءِ ڳالهه ڇٽي تي وئي تہ) جنهن ٻانهي کي اختيار ڏنو ويو هو، اهي پاڻ سڳورا ﷺ ئي هئا ۽ ابوبڪر ﵁ اسان سڀني کان وڌيڪ ڄاڻندا هئا.(1)

پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "مون تي پنهنجي ساٿ ۽ مال سان سڀ کان وڌيڪ احسان ابوبڪر ﵁ جا آهن. جيڪڏهن آئون پنهنجي پالڻهار کانسواءِ ٻئي ڪنهن کي خليل بڻايان ها تہ ابوبڪر ﵁ کي بڻايان ها. پر (ان سان) اسلامي ڀائيچاري ۽ محبت (جو لاڳاپو) آهي. مسجد ۾ ڪوبہ دروازو نہ ڇڏيو وڃي، پر اهي لازمي طور تي بند ڪيا وڃن، سواءِ ابوبڪر ﵁ جي دروازي جي."(2)

**چار ڏينهن اڳ:-** وفات کان چار ڏينهن اڳ خميس ڏينهن جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ جي تڪليف وڌي وئي تہ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ (ڪاغذ ۽ قلم) ڏيو تہ آئون توهان کي هڪ لکت لکي ڏيان، جنهن ڪانپوءِ توهان ڪڏهن بہ گمراهہ نہ ٿيندا." ان مهل گهر ۾ گهڻائي ماڻهو موجود هئا، جن ۾ حضرت عمر ﵁ بہ شامل هو ان چيو تہ "پاڻ سڳورن ﷺ کي ڏاڍي تڪليف آهي. هونئن بہ پاڻ وٽ قرآن آهي ۽ بس الله جو اهو ڪتاب ڪافي آهي. ان تي گهر ۾ موجود ماڻهن ۾ اختلاف ٿي پيو ۽ اهي پاڻ ۾ اٽڪي پيا. ڪن چيو تہ (ڪاغذ ۽ قلم) آڻيو تہ پاڻ سڳورا ﷺ لکي ڏين تہ ڪو وري اها ڳالهہ ڪري رهيو هو، جيڪا حضرت عمر ﵁ ڪئي هئي. اهڙيءَ طرح جڏهن گوڙ وڌي ويو تہ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ" مون وٽان هليا وڃو." (3)

ساڳئي ڏينهن پاڻ سڳورن ﷺ ٽن ڳالهين جي وصيت ڪئي. هڪ اها تہ يهودين، نصرانين ۽ مشرڪن کي عربستان مان ڪڍي ڇڏجوءِ. ٻي اها تہ (عرب قبيلن جي) وفدن جي چڱيءَ طرح ميزباني ڪجوءِ. جهڙيءَ طرح پاڻ سڳورا ﷺ ڪندا هئا. باقي ٽين ڳالهہ راوي ڀلجي ويو. شايد اها ڪتاب ۽ سنت کي مضبوطيءَ سان جهلي بيهڻ جي وصيت هئي يا اسامہ واري لشڪر کي روانو ڪرڻ واري وصيت هئي، يا پاڻ سڳورن ﷺ جو اهو ارشاد هو تہ نماز ۽ توهان جا زيردست." يعني ٻانهن ۽ ٻانهين جو خيال رکجوءِ

پاڻ سڳورن ﷺ بيماري وڌڻ ڪانپوءِ بہ ان ڏينهن تائين سڀ نمازون پاڻ پڙهائيندا هئا. ان ڏينهن بہ سانجهي نماز پاڻ سڳورن ﷺ پاڻ پڙهائي ۽ ان ۾ سورة "والمرسلات عرفا" پڙهيائون.(4)

---

1 - متفق عليہ: مشڪوة(2/546، 554)- صحيح بخاري(1/514).

2 - متفق عليہ: مشڪوة(2/546، 554)- صحيح بخاري(1/514).

3 - متفق عليہ: صحيح بخاري(1/22، 429، 449 - 2/638).

4 - صحيح بخاري (2/637).

پر سمهڻيءَ مهل مرض ايڏو وڌي ويو جو مسجد ۾ وڃڻ جي طاقت نہ رهي. بيبي عائشہ **رضي الله عنها** جو چوڻ آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ پڇيو تہ "ڇا ماڻهن نماز پڙهي ڇڏي؟" اسان چيو تہ "نہ، يا رسول الله ﷺ سيئي اوهان جو انتظار پيا ڪن." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "مون لاءِ ٽب ۾ پاڻي رکو." ائين ڪيو ويو. پاڻ سڳورن ﷺ غسل ڪيو ۽ ان ڪانپوءِ اٿڻ گهريو پر پاڻ سڳورن ﷺ تي غشي طاري ٿي وئي. ٿورو فرحت ٿين تہ وري پڇيائون تہ "ڇا ماڻهن نماز پڙهي ڇڏي؟" اسان چيو تہ "نہ، يا رسول الله ﷺ ! سيئي توهان جو انتظار پيا ڪن." ان ڪانپوءِ ٻيهر ۽ پوءِ ٽيهر ساڳيو واقعو ٿيو، جيڪو پهرين ٿيو هو. يعني پاڻ سڳورن ﷺ غسل ڪيو، اٿڻ گهريو تہ پاڻ سڳورن ﷺ تي غشي طاري ٿي وئي. نيٺ پاڻ سڳورن ﷺ **حضرت ابوبڪر** رضي الله عنه کي چورائي موڪليو تہ اهي ماڻهن کي نماز پڙهائين. تنهن ڪانپوءِ انهن ڏينهن ۾ **حضرت ابوبڪر** رضي الله عنه جن نماز پڙهائي. (1) پاڻ سڳورن ﷺ جي حياتيءَ ۾ انهن ڪل سترهن نمازون پڙهايون هيون."

ام المؤمنين عائشہ **رضي الله عنها**، پاڻ سڳورن ﷺ کي ٽي يا چار ڀيرا چيو تہ امامت جو ڪم **حضرت ابوبڪر** رضي الله عنه بدران ٻئي ڪنهن جي حوالي ڪريو. سندن مطلب اهو هو تہ ماڻهو **حضرت ابوبڪر** رضي الله عنه (جي امامت) کي بدسوڻي نہ سمجهن پر پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "توهان سيئي يوسف واريون آهيو. (2) ابوبڪر رضي الله عنه کي حڪم ڏي تہ ماڻهن کي نماز پڙهائي."(3)

**هڪ يا ٻہ ڏينهن اڳ:-** ڇنڇر يا آچر تي پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي طبيعت ۾ فرحت محسوس ڪئي، تنهنڪري ٻن ڄڻن جي سهاري سان اڳين نماز لاءِ آيا. ان مهل ابوبڪر رضي الله عنه، اصحابي سڳورن کي نماز پڙهائي رهيا هئا. اهي پاڻ سڳورن ﷺ کي ڏسي پٺتي هٽڻ لڳا. پاڻ سڳورن ﷺ اشارو ڪيو تہ پٺيان نہ هٽن ۽ سهارو ڏيڻ وارن کي چيائون تہ مون کي هن جي پاسي ۾ ويهاريو. تنهن ڪانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ ، **حضرت ابوبڪر** رضي الله عنه جي کاٻي پاسي ويٺا. ان ڪانپوءِ ابوبڪر رضي الله عنه جن،

---

1 - مقفق عليہ: مشڪوة(1/102).

2 - حضرت يوسف عليه السلام جي سلسلي ۾ جيڪي عورتون عزيز مصر جي زال کي ملامت ڪري رهيون هيون، اهي بظاهر تہ ان جي فعل جي بڇڙائڻ جو اظهار ڪري رهيون هيون، پر يوسف عليه السلام کي ڏسي جڏهن انهن پنهنجون آڱريون ڪٽي وڌيون تہ خبر پئي تہ اهي پاڻ بہ حضرت يوسف عليه السلام تي اکن ڇڪن هيون. اهو ئي معاملو هتي بہ هو. بظاهر تہ پاڻ سڳورن ﷺ کي چيو پئي ويو تہ ابوبڪر رضي الله عنه رقيق القلب آهي. توهان جي جڳهہ تي بيهندو تہ روئي پوڻ ڪري تلاوت ڪري نہ سگهندو يا ٻڌائي ڪونہ سگهندو، پر دل ۾ اها ڳالهہ هئي تہ جيڪڏهن الله نہ ڪري پاڻ سڳورا ﷺ هن مرض ۾ گذاري ويا تہ ابوبڪر رضي الله عنه بابت نحوست ۽ بدشگونيءَ جو خيال ماڻهن جي دل ۾ ويهي ويندو. جيئن تہ اها گذارش ڪرڻ ۾ بيبي عائشہ **رضي الله عنها** سان ٻيون بيبيون سڳوريون بہ گڏ هيون، تنهنڪري پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ توهان سڀ يوسف واريون آهيو. يعني دل ۾ هڪڙي اٿوَ ۽ زبان سان ٻي پيون ٻڌايو. بخاري مع **الفتح** (447/7) (حديث نمبر 4445)، مسلم ڪتاب الصلاة (313/1 (حديث نمبر93، 94).

3 - صحيح بخاري(1/99)

پاڻ سڳورن ﷺ جي نماز جي اقتداء ڪري رهيا هئا ۽ اصحابي سڳورن کي تڪبير ٻڌائي رهيا هئا. ([1])

**هڪ ڏينهن اڳ:-** وفات کان هڪ ڏينهن اڳ آچر ڏينهن پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجا سمورا ٻانها آزاد ڪري ڇڏيا. ست دينار رکيل هئن, ([2]) اهي صدقو ڪري ڇڏيائون. پنهنجا هٿيار مسلمانن کي ڏئي ڇڏيائون. رات جو ڏيئو ٻارڻ لاءِ بيبي عائشہ رضي الله عنها پاڙي مان تيل اڌارو ورتو.([3]) پاڻ سڳورن ﷺ جي زره هڪ يهوديءَ وٽ ٽيهہ صاع (اٽڪل 75 ڪلو) ڄوَن جي بدلي ۾ گروي رکيل هئي.([4])

**ڄمار جو آخري ڏهاڙو:-** حضرت انس رضي الله عنه جو بيان آهي تہ سومر ڏينهن مسلمان نماز پڙهي رهيا هئا ۽ حضرت ابوبڪر رضي الله عنه امامت ڪري رهيو هو تہ اوچتو پاڻ سڳورن ﷺ، بيبي عائشہ رضي الله عنها جي حجري جو پردو کنيو ۽ قطارون ٻڌي نماز پڙهندڙ اصحابي سڳورن کي ڏٺو ۽ مرڪڻ لڳا. ٻئي پاسي ابوبڪر رضي الله عنه ڪڙيءَ پر پنتي هٽي وڃي صف سان مليو. ان سمجهيو تہ پاڻ سڳورا ﷺ نماز پڙهائڻ لاءِ اچڻ پيا گهرن. حضرت انس رضي الله عنه جو بيان آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ (کي اوچتو ڏسي) مسلمان ايڏا سرها ٿيا جو چاهيائون تہ نماز ۾ ئي فتني ۾ پئجي وڃن. (يعني پاڻ سڳورن ﷺ سان حالي احوالي ٿيڻ لاءِ نماز ٽوڙين) پر پاڻ سڳورن ﷺ هٿ جي اشاري سان فرمايو تہ پنهنجي نماز پوري ڪري وٺو. ان کانپوءِ حجري ۾ موٽي ويا ۽ پردو هيٺ ڪري ڇڏيائون ([5])

ان کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ تي ڪنهن ٻيءَ نماز جو وقت نہ آيو. ڏينهن چڙهڻ کانپوءِ چاشت مهل پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي نياڻي بيبي فاطمہ رضي الله عنها کي سڏايو ۽ کين ڪن ۾ ڪا ڳالهہ ڇئي. جنهن تي پاڻ روئڻ لڳي. پاڻ سڳورن ﷺ کين ٻيهر ويجهو سڏيو ۽ وري ڪن ۾ ڪا ڳالهہ ڇئي تہ پاڻ کلڻ لڳي. بيبي عائشہ رضي الله عنها جو بيان آهي تہ پوءِ اسان جي پڇڻ تي انهن ٻڌايو تہ (پهريون ڀيري) پاڻ سڳورن ﷺ مون کي ڪن ۾ چيو تہ پاڻ سڳورا ﷺ هن ئي بيماريءَ ۾ فوت ٿيندا، ان ڪري آئون رنيس. پوءِ انهن مون کي وري ڪن ۾ چيو تہ خاندان مان پاڻ سڳورن ﷺ پنيان سڀ کان پهرين آئون ويندس، تنهن تي آئون کليس."([6])

---

[1] - بخاري (98،99/1).
[2] - ابن سعد (237/2).
[3] - ابن سعد (239/2).
[4] . صحيح بخاري (حديث نمبر 2068، 2069، 2209، 2251، 2252، 2386، 2509، 2513، 2916، 4167).
[5] - صحيح بخاري (2/ 640).
[6] - صحيح بخاري (638/2).

پاڻ سڳورن ﷺ، بيبي فاطمہ رضي الله عنها کي اها بشارت بہ ڏني تہ بيبي سڳوري رضي الله عنها سڄي جهان جي عورتن جي سردار آهي.[1]

ان مهل پاڻ سڳورا ﷺ ڏاڍي تڪليف ۾ هئا اها حالت ڏسي بيبي فاطمہ رضي الله عنها پاڻمرادو رڙ ڪئي واَ ڪربَ اَباه! "هاءِ بابا جي تڪليف." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "تنهنجي پيءُ تي اڄ ڪانپوءِ ڪابہ تڪليف نہ آهي." [2]

پاڻ سڳورن ﷺ، حسن ۽ حسين رضي الله عنهم کي گهرائي پيار ڪيو ۽ انهن سان چڱائي ڪرڻ جي وصيت ڪئي. پنهنجن پاڪ بيبين کي گهرايائون ۽ کين نصيحتون ڪيائون.

بئي پاسي هر لمحي تڪليف وڌندي پئي وئي ۽ ان زهر جو اثر بہ ظاهر ٿيڻ لڳو، جيڪو پاڻ سڳورنﷺ کي خيبر ۾ ڏنو ويو هو. جيئن پاڻ سڳورا ﷺ، بيبي عائشہ رضي الله عنها کي چوندا هئا تہ "اي عائشہ رضي الله عنها! خيبر ۾ جيڪو ڪاڌو مون ڪاڌو هو ان جي تڪليف برابر محسوس پيو ڪريان. هن مهل مون کي لڳي ٿو تہ ان زهر ڪارڻ منهنجو اندر پيو وڍجي."[3]

پاڻ سڳورن ﷺ، اصحابي سڳورن کي بہ وصيت ڪئي ۽ فرمايو تہ "اَلصّلاَةَ , اَلصّلاَةَ وَمَا مَلَكَت اَيَمَانُكُم (نماز، نماز ۽ توهان جا زيردست (يعني ٻانها ۽ ٻانهيون). پاڻ سڳورن ﷺ اهي لفظ ڪئي ڀيرا ورجايا.[4]

**سڪرات ۾ :-** پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ تي سڪرات شروع ٿي وئي ۽ بيبي عائشہ رضي الله عنها پاڻ سڳورنﷺ کي ٽيڪ ڏياري ويٺي. سندن بيان آهي تہ "الله سائينءَ جي هڪ نعمت مون تي اها آهي تہ پاڻ سڳوراﷺ منهنجي گهر ۾، منهنجي واري تي، منهنجي ڇاتيءَ سان ٽيڪ لڳائي وفات ڪري ويا ۽ پاڻ سڳورنﷺ جي گذارڻ مهل الله سائينءَ! پاڻ سڳورن ﷺ جو لعاب ۽ منهجو لعاب گڏي ڇڏيو. ٿيو هيئن جو عبدالرحمان بن ابي بڪر پاڻ سڳورن ﷺ وٽ آيو، سندن هٿ ۾ ڏندڻ هو. پاڻ سڳورا ﷺ مون سان ٽيڪ لڳائي ويٺا هئا. مون ڏٺو تہ پاڻ سڳورن ﷺ ڏندڻ کي پئي ڏٺو. آئون سمجهي ويس تہ پاڻ سڳورن ﷺ کي ڏندڻ کپي. مون پڇيو تہ توهان لاءِ ڪٽي اچان؟ پاڻ سڳورن ﷺ ڪنڌ لوڏي سان هائوڪار ڪئي. مون ڏندڻ آڻي پاڻ سڳورن ﷺ کي ڏنو تہ پاڻ سڳورن ﷺ کي ڪڙو لڳو. مون چيو تہ اهو توهان کي نرم ڪري ڏيان؟ پاڻ سڳورن ﷺ اشاري

[1] - کن روايتن مان لڳي ٿو تہ ڳالهہ ٻول ۽ بشارت ڏيڻ جو اهو واقعو حياتي مبارڪ جو آخري ڏينهن نہ پر آخري هفتي ۾ ٿيو. رحمة للعالمين (282/1).

[2] - صحيح بخاري (641/2).

[3] - صحيح بخاري (637/2).

[4] - صحيح بخاري (637/2).

سان هائوڪار ڪئي. مون ڏندڻ نرم ڪيو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ چڱيءَ طرح ڏندڻ ڏنو. پاڻ سڳورن ﷺ جي آڏو وٽي ۾ پاڻي پيل هو. پاڻ سڳورا ﷺ ٻئي هٿ پاڻيءَ ۾ وجهي منهن ڌوئيندا پئي ويا ۽ چوندا پئي ويا تہ " لَا إِلَهَ إِلَّا اللَّهُ إِنَّ لِلْمَوْتِ سَكَرَاتٍ – الله کانسواءِ ڪو معبود ڪونهي. موت لاءِ ڏکيائيون آهن."(1)

ڏندڻ ڏيڻ کان فارغ ٿيندي ئي پاڻ سڳورن ﷺ هٿ يا آڱر مٿي ڪنئي ۽ نگاهون ڇت ڏانهن کنيائون ۽ ٻنهي چپن ۾ چرپر ٿي . مون ڪن ڏئي ٻڌو تہ پاڻ سڳورا ﷺ فرمائي رهيا هئا تہ" انهن نبين، صديقن، شهيدن ۽ صالحن سان گڏ جن کي تو پنهنجي انعام سان نوازيو آهي. اي الله! مون کي بخش، مون تي رحم ڪر ۽ مون کي رفيق اعليٰ ۾ پهچائي ڇڏ. اي الله! رفيق اعليٰ." (2)

آخري فقرو ٽي ڀيرا ورجايائون ۽ ان مهل هٿ جهڪي وين ۽ پاڻ سڳورا ﷺ رفيق الاعليٰ سان وڃي مليا. انا الله و انا اليہ راجعون

اهو واقعو 12 ربيع الاول سنہ 11 هہ سومر جي ڏينهن چاشت مهل ٿيو. ان وقت پاڻ سڳورن ﷺ جي ڄمار ٽيهٺ ورهيہ ۽ چار ڏينهن هئي.

**غم جو سمنڊ:-** اها هاڻ ڏاريندڙ خبر هڪدم پکڙجي وئي. مديني وارن تي غم جو پهاڙ اچي ڪريو. **حضرت انس** ؓ جو بيان آهي تہ جنهن ڏينهن پاڻ سڳورا ﷺ اسان وٽ آيا هئا، ان کان ڀلو ۽ سهائيءَ وارو ڏينهن مون ڪڏهن نہ ڏٺو ۽ جنهن ڏينهن پاڻ سڳورا ﷺ گذاري ويا، ان کان برو ۽ اونداهو ٻيو ڪو ڏينهن مون نہ ڏٺو. (3)

پاڻ سڳورن ﷺ جي وفات تي بيبي فاطمہ رضي الله عنها ڏک ۾ فرمايو تہ:

يَا أَبَتَاهُ أَجَابَ رَبًّا دَعَاهُ يَا أَبَتَاهْ مَنْ جَنَّةُ الْفِرْدَوْسِ مَأْوَاهْ يَا أَبَتَاهْ إِلَى جِبْرِيلَ نَنْعَاهْ (4)

”هاءِ ڙي بابا سائين! جنهن پالڻهار جو سڏ ورنايو. هاءِ ڙي بابا سائين! جنهن جو ٺڪاڻو جنت الفردوس ۾ آهي. هاءِ ڙي بابا سائين! اسين جبرئيل عليہ السلام کي توهان جي موت جو ڄاڻ ڏيون ٿا."

**حضرت عمر ؓ جو موقف:-** وفات جي خبر ملڻ تي حضرت عمر ؓ جا هوش اڏامي ويا. هن ٻيهي چوڻ شروع ڪيو تہ "ڪي منافق سمجهن ٿا تہ پاڻ سڳورا ﷺ وفات ڪري ويا آهن،

---

1 - صحيح بخاري (640/2).
2 - صحيح بخاري (638/2_641).
3 - دارمي، مشڪوة (547/2).
4 - صحيح بخاري (641/2).

پر حقيقت اها آهي تہ پاڻ سڳورا ﷺ وفات نہ ڪري ويا آهن، پر پنهنجي پالڻهار وٽ هلي ويا آهن. جهڙيءَ طرح حضرت موسيٰ عليه السلام جن ويا هئا ۽ پنهنجي قوم کان چاليهہ راتيون غائب رهي پيهر انهن وٽ موٽي آيا. جڏهن تہ واپسيءَ کان پهرين چيو پئي ويو تہ اهي گذاري ويا آهن.

الله جو قسم! پاڻ سڳورا ﷺ ضرور موٽندا ۽ انهن ماڻهن جا هٿ پير ڪپي ڇڏيندا جيڪي سمجهن ٿا تہ پاڻ سڳورن ﷺ جو موت تي چڪو آهي." ([1])

**حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جو موقف:-** ٻئي پاسي حضرت ابوبڪر رضي الله عنه پنهنجي گهران گهوڙي تي چڙهي آيو ۽ لهي مسجد نبويءَ ۾ **داخل ٿيا**. پوءِ ماڻهن سان ڳالهائڻ ٻولائڻ کانسواءِ سڌو بيبي عائشہ رضي الله عنها وٽ پهتا ۽ پاڻ سڳورن ﷺ ڪي سڌ ڪيو. پاڻ سڳورن ﷺ جو جسم مبارڪ پٽي واري يمني چادر سان ڍڪيل هو. حضرت ابوبڪر رضي الله عنه، منهن مبارڪ تان پلئہ پري ڪري ان کي چميو ۽ روئڻ لڳو. پوءِ فرمايائين تہ "منهنجا ماءُ پيءُ اوهان تان گهوريان، الله سائين اوهان تي ٻہ موت گڏ نہ ڪندو. جيڪو موت اوهان لاءِ لکيل هو، اهو اچي ويو."

ان ڪانپوءِ ابوبڪر رضي الله عنه باهر آيا. ان مهل حضرت عمر رضي الله عنه ماڻهن سان ڳالهائي رهيا هئا. حضرت ابوبڪر رضي الله عنه، کين چيو تہ "عمر ويهي رهہ." حضرت عمر رضي الله عنه جن ويهڻ کان انڪار ڪيو. ٻئي پاسي اصحابي سڳورن، حضرت عمر رضي الله عنه کي ڇڏي حضرت ابوبڪر ڏانهن ڌيان ڏنو. حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جن فرمايو تہ:

أَمَّا بَعْدُ فَمَنْ كَانَ مِنْكُمْ يَعْبُدُ مُحَمَّدًا صَلَّى اللَّهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ فَإِنَّ مُحَمَّدًا قَدْ مَاتَ وَمَنْ كَانَ مِنْكُمْ يَعْبُدُ اللَّهَ فَإِنَّ اللَّهَ حَيٌّ لَا يَمُوتُ قَالَ اللَّهُ : ﴿وَمَا مُحَمَّدٌ إِلَّا رَسُولٌ قَدْ خَلَتْ مِنْ قَبْلِهِ الرُّسُلُ أَفَإِنْ مَاتَ أَوْ قُتِلَ انْقَلَبْتُمْ عَلَى أَعْقَابِكُمْ وَمَنْ يَنْقَلِبْ عَلَى عَقِبَيْهِ فَلَنْ يَضُرَّ اللَّهَ شَيْئًا وَسَيَجْزِي اللَّهُ الشَّاكِرِينَ (144)

"۽ محمد ﷺ (الله جو) پيغمبر ئي آهي. بيشڪ ان کان اڳ ڪيترا پيغمبر گذري ويا. پوءِ جيڪڏهن اهو مري وڃي يا قتل ٿئي تہ (اوهين) پنهنجين ڪڙين (پر پوئتي) ڦرندؤ ڇا؟ ۽ جيڪو پنهنجين ڪڙين (پر پوئتي) ڦرندو، سو الله کي ڪجهہ بہ نقصان ڪڏهن بہ نہ لائيندو ۽ الله شاڪرن (احسان مڃيندڙن) کي ترت اجر ڏيندو."

اصحابي سڳورا جيڪي اجا تائين حيران پريشان هئا انهن حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جا اهي گفتا ٻڌا تہ پڪ ٿي وين تہ پاڻ سڳورا ﷺ سچ پچ گذاري ويا آهن. حضرت ابن عباس رضي الله عنه جو بيان آهي تہ والله لڳو ائين ٿي ڄڻ ماڻهن کي الله جي اها آيت وسري وئي هئي ۽ جڏهن حضرت ابوبڪر رضي الله عنه اها پڙهي تہ سيني کي ياد اچي وئي ۽ پوءِ هر ڪنهن جي زبان تي اها آيت هئي.

---

[1] - ابن هشام (655/2).

**حضرت سعيد بن مسيب** رضي الله عنه **جو بيان آهي** تہ **حضرت عمر** رضي الله عنه فرمايو تہ "والله مون جيئن ئي ابوبڪر رضي الله عنه کي اها آيت تلاوت ڪندي ٻڌو تہ ڏاڍو اچرج ۾ ونجي دنگ رهجي ويس. ايستائين جو منهنجن پيرن منهنجو بار کڻڻ کان انڪار ڪيو ۽ ابوبڪر رضي الله عنه کي هن آيت جي تلاوت ڪندي ٻڌي آئون پٽ تي ڪري پيس. چوتہ مون ڄاڻي ورتو هو تہ سچ پچ پاڻ سڳورا گذاري چڪا آهن. [1]

**ڪفن ۽ دفن:-** ٻئي پاسي پاڻ سڳورن ﷺ جي ڪفن دفن کان اڳ ئي جانشينيءَ تي اختلاف ٿي پيو. سقيفہ بنو ساعده ۾ مهاجرن ۽ انصارن ۾ ڏاڍا بحث مباحثا ۽ ڏي وٺ ٿي. نيٺ حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جي خلافت تي اتفاق ٿي ويو. هن ڪم ۾ سومر جو سڄو ڏينهن گذري ويو ۽ اچي رات ٿي. ماڻهو پاڻ سڳورن ﷺ جي ڪفن دفن بدران هن ٻئي ڪم ۾ رڌل رهيا. پوءِ اها رات بہ لنگهي وئي ۽ اڱاري جو ڏينهن ٿيو. ان مهل تائين پاڻ سڳورن ﷺ جو جسم مبارڪ هڪ پٽي واري يمني چادر ۾ ڍڪيل هنڌ تي ئي پيو رهيو. گهر وارن ٻاهريون در بند ڪري ڇڏيو هو.

اڱاري ڏينهن پاڻ سڳورن ﷺ جا ڪپڙا لاهڻ کانسواءِ ئي کين غسل ڏنو ويو. غسل ڏيڻ وارا پلارا هي هئا. **حضرت عباس** رضي الله عنه، **حضرت علي** رضي الله عنه، **فضل ۽ قثم بن عباس** رضي الله عنه، پاڻ سڳورن جو آجو ڪيل غلام **شقران** رضي الله عنه، **حضرت اُسامہ بن زيد** رضي الله عنه ۽ **اوس بن خولي** رضي الله عنه. **حضرت عباس** رضي الله عنه، **فضل ۽ قثم** رضي الله عنه پاڻ سڳورن ﷺ جو پاسو مٽائي رهيا هئا. **حضرت اسامہ بن زيد ۽ شقران** رضي الله عنه پاڻي هاري رهيا هئا، **حضرت علي** رضي الله عنه غسل ڏئي رهيا هئا ۽ **حضرت اوس** رضي الله عنه پاڻ سڳورن ﷺ کي پنهنجي ڇاتيءَ سان ٽيڪ ڏياري وينا هئا. [2]

ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ کي ٽن اڇين يمني چادرن جو ڪفن ڏنو ويو. انهن ۾ ڪرتو ۽ پٽڪو نہ هو. [3]

پاڻ سڳورن ﷺ جي آخري آرامگاهہ بابت بہ اصحابي سڳورا رضي الله عنهم مختلف راين جا هئا. پر **حضرت ابوبڪر** رضي الله عنه چيو تہ مون پاڻ سڳورن ﷺ کان اهو ٻڌو آهي تہ هر نبيءَ جي تدفين اتي ٿيندي آهي، جتي اهي فوت ٿيا هجن. ان فيصلي ڪانپوءِ **حضرت طلحہ** رضي الله عنه، پاڻ سڳورن ﷺ جو هنڌ کنيو، جنهن تي پاڻ سڳورن ﷺ وفات ڪئي هئي ۽ ان جي هيٺان ئي قبر کوٽيائون. قبرساميءَ (**لحد**) واري کوٽي وئي هئي. ان ڪانپوءِ واري واري سان ڏهہ ڏهہ اصحابي

---

[1] - صحيح بخاري (2/640، 641).
[2] - ابن ماجہ (521/1)
[3] - صحيح بخاري (169/1) - صحيح مسلم (306/1).

سڳورا حجري شريف ۾ اچي نماز پڙهي پئي ويا. ڪو امام نہ هو. سڀ کان پهرين پاڻ سڳورن ﷺ جي گهراڻي (بني هاشم) جنازي نماز پڙهي. پوءِ مهاجرن ۽ پوءِ انصارن. مردن کانپوءِ عورتن ۽ انهن کانپوءِ ٻارن.

جنازي نماز پڙهڻ ۾ سڄو اڱاري جو ڏينهن لنگهي ويو ۽ اچي اربع رات ٿي. رات جو پاڻ سڳورنﷺ جو جسم مبارڪ دفنايو ويو. جيئن بيبي عائشہ رضي الله عنها جو بيان آهي تہ اسان کي پاڻ سڳورنﷺ جي تدفين جو پتو نہ پيو. ايستائين جو اسان اربع جي رات جي وچ ڏاري ڪوڏر هلڻ جو آواز ٻڌا. [1]

* * *

[1] - مختصر السيرة للشيخ عبدالله 471 - وفات جي واقعي جي تفصيل لاءِ ڏسو صحيح بخاري: باب مرض النبي ﷺ ۽ ان کانپوءِ وارا ڪجهہ باب فتح الباري سميت ۽ صحيح مسلم، مشڪوة المصابيح، باب وفات النبي ﷺ- ابن هشام (2/649_665)- تلقيح الفهوم اهل الاثر (ص:38، 39)- رحمة للعالمين (1/277_286) وقت جو تعين گهٽو ڪري رحمة للعالمين منجهان ورتو ويو آهي.

# پاڻ سڳورن ﷺ جو گهراڻو

1. هجرت کان اڳ مڪي ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جو گهراڻو، پاڻ سڳورن ﷺ ۽ بيبي خديجہ الڪبريٰ رضي الله عنها تي ٻڌل هو. پرڻجڻ مهل پاڻ سڳورن ﷺ جي ڄمار پنجويهہ ورهيہ هئي ۽ بيبي سڳوري رضي الله عنها جي ڄمار چاليهہ ورهيہ. بيبي خديجہ رضي الله عنها پاڻ سڳورن ﷺ جي پهرين گهرواري هئي ۽ سندن هوندي پاڻ سڳورن ﷺ ڪا ٻي شادي نہ ڪئي هئي. پاڻ سڳورن ﷺ جي ٻارن منجهان حضرت ابراهيم ڪانسواءِ ٻيا مڙئي پٽ ۽ نياڻيون ان ئي بيبي سڳوريءَ مان هئا. پٽڙن منجهان تہ ڪوبہ حيات نہ رهيو، باقي نياڻيون حيات رهيون. انهن جا نالا هي آهن. زينب رضي الله عنها، رقيہ رضي الله عنها، ام ڪلثوم رضي الله عنها ۽ فاطمہ رضي الله عنها. بيبي زينت رضي الله عنها هجرت کان پهرين پنهنجي پڦاٽ حضرت ابوالعاص رضي الله عنه سان پرڻيل هئي. رقيہ ۽ ام ڪلثوم رضي الله عنهم، هڪ ٻئي پٺيان حضرت عثمان رضي الله عنه سان پرڻيون. بيبي فاطمہ رضي الله عنها بدر واري جنگ ۽ احد واري جنگ جي وچ واري مدي ۾ حضرت علي رضي الله عنه سان پرڻائي وئي ۽ انهن مان ئي حسن رضي الله عنه، حسين رضي الله عنه ۽ ام ڪلثوم رضي الله عنها پيدا ٿيا.

ياد رهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ کي امت جي ڀيٽ ۾ اها امتيازي خصوصيت حاصل هئي تہ پاڻ سڳورا ﷺ مختلف مقصدن تحت چئن کان مٿي شاديون ڪري ٿي سگهيا. اهڙيءَ طرح جن عورتن سان پاڻ سڳورا ﷺ پرڻيا، تن جو تعداد يارنهن هو. انهن مان نوَ بيبيون سڳوريون، پاڻ سڳورن ﷺ جي رحلت مهل حياتي هيون ۽ ٻہ پاڻ سڳورن ﷺ جي زندگيءَ ۾ ئي وفات ڪري چڪيون هيون. (يعني بيبي خديجہ رضي الله عنها ۽ ام المساڪين بيبي زينب بنت خزيمہ رضي الله عنها) انهن ڪانسواءِ ٻہ ٻيون عورتون بہ آهن، جن بابت اختلاف آهي تہ پاڻ سڳورا ﷺ انهن سان پرڻيا هئا يانہ، پر ان ڳالهہ تي سڀئي متفق آهن تہ انهن ٻنهي جي رخصتي نہ ٿي هئي. هيٺ انهن بيبين سڳورين جا نالا ۽ انهن جو ٿورو احوال ڏيون ٿا.

2. بيبي سوده بنت زمعہ رضي الله عنها:- جنهن سان پاڻ سڳورا ﷺ، بيبي خديجہ رضي الله عنها جي وفات کان ڪجهہ ڏهاڙا پوءِ نبوت جي ڏهين سال شوال مهيني ۾ پرڻيا. پاڻ سڳورن ﷺ کان اڳ اها پنهنجي سوٽ سڪران بن عمرو سان پرڻيل هئي. جنهن جي گذارڻ ڪري پاڻ بيوهہ ٿي وئي هئي.

3. **بيبي عائشہ بنت ابوبڪر رضي الله عنها:- جنهن سان پاڻ سڳورا ﷺ** نبوت جي يارهين سال شوال جي مهيني ۾ پرڻيا. يعني بيبي سوده سان پرڻجڻ ڪان پورو هڪ سال پوءِ ۽ هجرت ڪان ٻہ سال پنج مهينا اڳ. ان مهل سندن عمر ڇهہ ورهيہ هئي. پوءِ هجرت ڪان ست مهينا پوءِ شوال سنہ 1 هجريءَ ۾ ڪين رخصت ڪيو ويو. ان مهل سندن عمر نوَ ورهيہ هئي ۽ پاڻ باڪره هئي. ڪانئن سواءِ پاڻ سڳورن ﷺ ٻي ڪنهن بہ (ڪنواري) عورت سان نہ پرڻيا هئا. بيبي عائشہ رضي الله عنها پاڻ سڳورن ﷺ جي سڀ ڪان پياري گهر واري هئي ۽ امت جي عورتن ۾ سڀ ڪان وڏيڪ فقيہ ۽ علم واري هئي.

4. **بيبي حفصہ بنت عمر بن خطاب رضي الله عنها:-** سندن پهريون گهروارو خنيس بن حذافہ سهمي ﷛ هو، جيڪو بدر ۽ احد واري لڙائيءَ جي وچ واري مدي ۾ گذاري ويو ۽ پاڻ بيوهہ ٿي وئي. پوءِ پاڻ سڳورا ﷺ ساڻن سنہ 3 هہ ۾ پرڻيا.

5. **بيبي زينب بنت خزيمہ رضي الله عنها:-** پاڻ بنو هلال بن عامر بن صعصعہ قبيلي منجهان هيون. ڏتڙيلن مسڪينن تي رحم ۽ مروت، رقت ۽ رافت ڪارڻ سندن لقب ام المساڪين پئجي ويو هو. پاڻ حضرت عبدالله بن جحش ﷛ جن سان پرڻيل هيون. اهي بدر واري لڙائيءَ ۾ شهيد ٿي ويا تہ پاڻ سڳورن ﷺ سنہ 4 هہ ۾ ساڻن شادي ڪئي. پر رڳو اٺ مهينا گذرڻ ڪانپوءِ اهي گذاري ويون.

6. **ام سلمہ هند بنت ابي اميہ رضي الله عنها:-** پاڻ ابو سلمہ ﷛ سان پرڻيل هيون. جمادي الآخر سنہ 4 هہ ۾ اهو گذاري ويو تہ ان ڪانپوءِ سنہ 4 هہ ۾ ئي پاڻ سڳورا ﷺ ساڻن پرڻيا.

7. **زينب بنت جحش بن رياب رضي الله عنها:-** پاڻ بنو اسد بن خريمہ قبيلي منجهان هئي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي ڦڦاٽ هئي. پهرين پاڻ حضرت زيد بن حارثہ ﷛ سان پرڻي هئي، جن کي پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجو پٽيلو ڪيو هو. پر حضرت زيد ﷛ سان نباهہ نہ ٿي سگهين ۽ انهن ڪين طلاق ڏئي ڇڏي. عدت پوري ٿيڻ ڪانپوءِ الله تعاليٰ هيءُ آيتون لاٿيون تہ:

﴿فَلَمَّا قَضَى زَيْدٌ مِنْهَا وَطَرًا زَوَّجْنَاكَهَا...(37)﴾ (الاحزاب)

"پوءِ جنهن مهل زيد (ان عورت) ڪان پنهنجي حاجت پوري ڪئي (يعني) طلاق ڏنائين، تنهن مهل ان ڪي توسان پرڻايوسون."

انهن سان لاڳاپيل سورة احزاب جون ٻيون بہ آيتون لٿيون، جن ۾ متبنيٰ (گود ورتل ٻار جنهن ڪي سنڌيءَ ۾ پٽيلو چئجي ٿو.) جو فيصلو ڪيو ويو. ان جو تفصيل اڳتي ايندو . بيبي زينب سان پاڻ سڳورن ﷺ جو پرڻو ذي القعدة سنہ 5 هہ ۾ يا ان ڪان ٿورو اڳ ٿيو.

8. جويريہ بنت حارث رضي الله عنها:- سندن پيءُ خزاعہ قبيلي جي شاخ بنو المصطلق جو سردار هو. بيبي جويريہ رضي الله عنها، بنو المصطلق جي قيدين سان گڏ آندي وئي هئي۽ حضرت ثابت بن قيس بن شماس ﷜ جي پتيءَ ۾ آئي هئي جنهن، بيبي جويريہ رضي الله عنها سان مڪاتبت ڪئي. يعني هڪ رقم مقرر ڪري آزاد ڪرڻ جو ٺاهہ ڪري ورتو. ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ سندن رقم ادا ڪري ساڻن پرڻو ڪيو. اهو شعبان سنہ 5 هہ يا 6 هہ جو واقعو آهي.

9. اُم حبيبہ رملہ بنت ابي سفيان رضي الله عنها:- پاڻ عبيدالله بن جحش سان پرڻيل هئي ۽ ان سان گڏ حبش ڏانهن هجرت ڪئي هئائين. پر عبيدالله اتي پهچي مرتد ٿي ويو ۽ عيسائي مذهب قبول ڪري ورتائين ۽ پوءِ اتي ئي مري ويو. پر اُم حبيبہ رضي الله عنها پنهنجي دين ۽ پنهنجي هجرت تي قائم رهي. جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ سنہ 7 هہ جي محرم ۾ عمرو بن اميہ ضمري﷜ کي پنهنجو خط ڏئي نجاشيءَ ڏانهن موڪليو تہ نجاشيءَ کي اهو بہ نياپو ڪيائون تہ اُم حبيبہ جو نڪاح پاڻ سڳورن ﷺ سان ڪري ڇڏي. هن اُم حبيبہ رضي الله عنها ڪان مرضي پڇي پوءِ سندن نڪاح پاڻ سڳورن ﷺ سان ڪري ڇڏيو ۽ شرحبيل بن حسنہ ﷜ سان گڏ کين پاڻ سڳورن ﷺ ڏانهن اماڻي ڇڏيو.

10. بيبي صفيہ بنت حيي بن اخطب رضي الله عنها:- پاڻ بني اسرائيل منجهان هئي ۽ خيبر ۾ جهلي وئي هئي، پر پاڻ سڳورن ﷺ کين پنهنجي لاءِ چونڊيو ۽ آزاد ڪري ساڻن نڪاح ڪيو. اهو خيبر فتح ڪرڻ ڪانپوءِ سنہ 7 هہ جو واقعو آهي.

11. حضرت ميمونہ بنت حارث رضي الله عنها:- پاڻ ام الفضل لبابہ بنت حارث رضي الله عنها جي ڀيڻ هيون. ساڻن پاڻ سڳورن ﷺ ذي القعدة سنہ 7 هہ ۾ عمرةالقضاء کان فارغ ٿيڻ يا صحيح قول مطابق احرام مان حلال ٿيڻ ڪانپوءِ پرڻيا.

اهي يارنهن بيبيون هيون، جيڪي پاڻ سڳورن ﷺ سان پرڻيون ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي صحبت ۽ ساٿ ۾ رهيون. انهن مان ٻن يعني بيبي خديجہ رضي الله عنها ۽ بيبي زينب ام المساڪين رضي الله عنها جي وفات پاڻ سڳورن ﷺ جي حياتيءَ ۾ ٿي ۽ باقي نوَ، پاڻ سڳورن ﷺ جي وفات مهل حيات هيون. ان ڪانسواءِ بہ ٻيون عورتون، جيڪي پاڻ سڳورن ﷺ وٽ رخصت ٿي نہ آيون انهن مان هڪ بنو ڪلاب قبيلي منجهان هئي ۽ ٻي ڪنده قبيلي منجهان. پوئين عورت جونيہ جي نسبت سان مشهور هئي. انهن جو پاڻ سڳورن ﷺ سان پرڻو ٿيو بہ هو يا نہ، ۽

سندن نالو ۽ نسب ڇا هو. ان بابت سيرت نگارن ۾ ڏاڍو اختلاف رهيو آهي، جنهن جي تفصيل ۾ وڃڻ جي ڪا گهرج نہ آهي.

جيستائين ٻانهين جو معاملو آهي تہ مشهور اهو آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ ٻن ٻانهين کي پاڻ وٽ رکيو. هڪ ماريہ قبطيہ رضي الله عنها، جنهن کي مصر جي بادشاھ مقوقس سوکڙيءَ طور موڪليو هو. ان مان ئي پاڻ سڳورن ﷺ کي ابراهيم نالي پٽڙو ڄائو، جيڪو ننڍپڻ ۾ ئي 28 يا 29 شوال سنہ 10 ھ مطابق 27 جنوري سنہ 632 ھ ۾ گذاري ويو.

ٻي ٻانهي ريحانہ بنت زيد رضي الله عنها هئي، جيڪا يهودين جي قبيلي بنو نضير يا بني قريظہ منجهان هئي. اها بنو قريظہ جي قيدين ۾ شامل هئي. پاڻ سڳورن ﷺ کين پنهنجي لاءِ چونڊيو ۽ اها پاڻ سڳورن ﷺ جي ٻانهي ٿي رهيون. ڪن محققن جو خيال آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ کين ٻانهي ڪري نہ رکيو هو، پر آزاد ڪري شادي ڪئي هئائون. پر ابن قيم، پهرئين قول کي صحيح ليکي ٿو. ابو عبيدة رحمة الله انهن ٻن ٻانهين کانسواءِ ٻہ ٻيون ٻانهيون بہ ڄاڻايون آهن، جن مان هڪ جو نالو جميلہ رضي الله عنها ٻڌائجي ٿو، جيڪا کنهن جنگ ۾ جهلجي پئي هئي ۽ ٻي ٻانهي بيبي زينب بنت جحش رضي الله عنها، پاڻ سڳورن ﷺ کي تحفي ۾ ڏني وئي هئي. ([1])

هتي ٿورو پاڻ سڳورن ﷺ جي حياتي مبارڪ جي هڪ پاسي تي غور ڪرڻ جي گهرج آهي. پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي جوانيءَ جي طاقت وارا ۽ ڀلا ڏينهن يعني اٽڪل ٽيهہ ورهيہ رڳو هڪ گهرواريءَ سان گذارو ڪيو ۽ اها بہ اهڙي جيڪا پوڙهائپ جي ويجهو هئي. يعني پهرين بيبي خديجہ رضي الله عنها ۽ پوءِ بيبي سودة ؓ. اهڙيءَ حالت ۾ ڇا اهو سوچڻ روا ٿي سگهي ٿو تہ ايڏو عرصو گذرڻ کانپوءِ جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ پوڙهائپ جي ويجهو پهتا تہ پاڻ سڳورن ﷺ ۾ اوچتو جنسي قوت ايڏي وڌي وئي جو پاڻ سڳورن ﷺ کي لاڳيتو نوَ شاديون ڪرڻيون پيون! نہ سائين نہ! پاڻ سڳورن ﷺ جي زندگيءَ جي انهن ٻن حصن تي نظر وجهڻ کانپوءِ ڪوبہ سنئون سبتو ماڻهو اهو خيال بہ دل ۾ نہ آڻيندو. حقيقت اها آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ ايتريون گهڻيون شاديون ڪن ٻين ڪارڻن تحت ڪيون هيون، جيڪي عام شادين واري مقصد کان تمام گهڻي وڏي ۽ عظيم مقصد واريون هيون. ان جي وضاحت اها آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ، بيبي عائشہ رضي الله عنها ۽ بيبي حفصہ رضي الله عنها سان شاديون، حضرت ابوبڪر ؓ ۽ عمر ؓ سان مائٽي ڪرڻ لاءِ ڪيون هيون. اهڙيءَ طرح بيبي رقيہ رضي الله عنها ۽ پوءِ بيبي ام ڪلثوم رضي الله عنها جون شاديون هڪبئي پٺيان حضرت عثمان ؓ سان ڪيائون ۽ حضرت علي ؓ جو پرڻو

[1] - زاد المعاد(1/29).

پنهنجي جگر جي ٽڪري بيبي فاطمہ رضي الله عنها سان ڪيائون. انهن سڀني جو مقصد اهو هو تہ انهن چئني سڳورن سان پاڻ سڳورن ﷺ جا ناتا سگهارا ٿي وڃن. چوتہ اهي چارئي بزرگ ڏکين حالتن ۾ اسلام لاءِ پاڻ ارپڻ جي ڪري مشهور ۽ معروف هئا.

عربن جي سماجي ونهنوار ۾ نانيءَ جو وڏو احترام ڪيو ويندو هو. سندن نظر ۾ نانيءَ جو رشتو مختلف قبيلن ۾ ويجهڙائپ پيدا ڪرڻ جو اهم ذريعو هوندو هو ۽ نانيءَ سان وڙهڻ ۽ جنگ ڪرڻ ڏاڍي شرم جوڳي ڳالهہ هئي. ان ونهنوار کي نظر ۾ رکندي پاڻ سڳورن ﷺ ڪجهہ شاديون ان مقصد سان ڪيون تہ جيئن مختلف ماڻهن ۽ قبيلن ۾ دشمنيءَ جو ٽوڙ ڪيو وڃي ۽ انهن ۾ ڪيني ۽ ڪروڌ جي ڇٽنگ کي وسايو وڃي. تنهنڪري جڏهن ابوجهل ۽ خالد بن وليد جي قبيلي بني مخزوم منجهان بيبي ام سلمہ رضي الله عنها سان پاڻ سڳورن ﷺ پرڻو ڪيو تہ خالد بن وليد ۾ اها سختي نہ رهي، جنهن جو مظاهرو پاڻ احد واري جنگ ۾ ڪري چڪو هو. بلڪہ ٿورا ڏينهن پڄاڻان انهن پنهنجي مرضي ۽ خوشيءَ سان اسلام قبولي ورتو. اهڙيءَ طرح جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ ابوسفيان جي نياڻي بيبي ام حبيبہ رضي الله عنها سان پرڻيا تہ پوءِ وري ابوسفيان، ساڻن مهاڏو نہ اٽڪايو ۽ جڏهن بيبي جويريہ ۽ بيبي صفيہ رضي الله عنهم پاڻ سڳورن ﷺ جي زوجيت ۾ آيون تہ بني المصطلق ۽ بني نضير قبيلن وڙهڻ ڇڏي ڏنو. انهن ٻنهي بيبين سڳورين رضي الله عنهما سان پرڻجڻ کانپوءِ تاريخ ۾ انهن قبيلن جي ڪنهن شورش يا جنگي ڪوشش جو سراغ نٿو ملي، پر بيبي جويريہ رضي الله عنها پنهنجي قوم لاءِ سڀني عورتن کان وڌيڪ ڀلاري ثابت ٿي، چو تہ جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ ساڻن پرڻيا تہ اصحابي سڳورن رضي الله عنهم اهو چئي سندن هڪ سؤ گهراڻن کي آزاد ڪري ڇڏيو تہ اهي پاڻ سڳورن ﷺ جا ساهراڻا آهن. سندن دلين تي ان احسان جو جيڪو اثر ٿيو هوندو، اهو پڌرو پيو آهي.

سڀ کان وڏي ڳالهہ اها آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ هڪ اهڙي اڻسڌريل قوم کي سڌارڻ، ان جي اخلاقي تربيت ڪرڻ ۽ ان کي تهذيب ۽ تمدن سيکارڻ آيا هئا، جيڪا قوم تهذيب ۽ ثقافت کان، تمدن جي اصولن جي پابنديءَ کان ۽ معاشري جي اڏاوت ۽ سڌاري ۾ ڀهرو ونڊ جي ذميدارين کان اڻ ڄاڻ هئي ۽ اسلامي معاشري جي اڏاوت جن اصولن جي آڌار تي ڪرڻ هئي، انهن ۾ مردن ۽ عورتن جي ميلاپ جي گنجائش نہ هئي. تنهنڪري ان اصول جي پابندي ڪندي، عورتن جي سڌو تربيت نہ ٿي ٿي سگهي، جڏهن تہ انهن جي تعليم ۽ تربيت جي گهرج مردن کان گهٽ اهم نہ هئي، پر ڪجهہ وڌيڪ ئي ضروري هئي.

ان ڪري پاڻ سڳورن ﷺ وٽ هڪ ئي وانٽ بچي هئي تہ پان مختلف عمر ۽ لياقت واريون اهڙيون عورتون چونڊين جيڪي هن مقصد لاءِ ڪافي هجن. پوءِ پاڻ سڳورا ﷺ انهن جي تعليم ۽ تربيت ڪن. انهن جي اخلاقي تربيت ڪن. انهن کي شريعت جا حڪم سيکارين ۽ اسلامي تهذيب ۽ ثقافت سان سينگارين سنوارين تہ جيئن اهي ڳوٺاڻين توڙي شهري، پوڙهين توڙي جوان، هر طرح جي عورتن جي تربيت ڪري سگهن ۽ انهن کي شريعت جا مسئلا سيکاري سگهن. اهڙيءَ طرح عورتن ۾ پرچار جو ڪم چڱيءَ طرح ٿي سگهي.

تنهن ڪانپوءِ اسين ڏسون ٿا تہ پاڻ سڳوررن ﷺ جي گهريلو زندگيءَ جو احوال امت تائين پهچائڻ جو سهارو انهن ئي مؤمنن جي مائرن جي سر تي آهي، انهن ۾ بہ خاص طور تي اهي ذڪر جي قابل آهن، جن وڏي ڄمار پاتي. جهڙوڪ بيبي عائشہ رضي الله عنها، جن پاڻ سڳورن ﷺ جي اٿي ويٺي ۽ ڳالهہ ٻول جو ڍنگ پليءَ پٽ بيان ڪيو آهي.

پاڻ سڳورن ﷺ جو هڪ نڪاح هڪ اهڙي جاهلاڻي رسم ٽوڙڻ لاءِ بہ ٿيو، جيڪا عربن جي معاشري ۾ پشتان پشت هلندي پئي آئي ۽ ڏاڍي پڪي پختي ٿي چڪي هئي. اها رسم هئي متبنيٰ (پٽيلو) ڪرڻ جي. متبنيٰ کي جاهلاڻي دور ۾ اهي ئي حق ۽ حرمتون حاصل هيون، جيڪي سڳي پٽ کي ملنديون آهن. اهو دستور ۽ اصول عرب سماج ۾ ايتري قدر پاڙون پختيون ڪري ويو هو جو ان کي مٽائڻ سولو نہ هو. پر اهو انهن بنيادن ۽ اصولن سان سختيءَ سان ٽڪر ڪائيندو هو، جن کي اسلام، نڪاح، طلاق، ميراث ۽ ٻين معاملن ۾ مقرر ڪيو هو. ان ڪانسواءِ جاهليت جو اهو اصول پنهنجي جهول ۾ اهڙا گهڻائي فساد ۽ فحاشيون بہ جهليو بيٺو هو، جن سان معاشري کي پاڪ ڪرڻ اسلام جي اولين مقصدن مان هو. تنهنڪري ان جاهلاڻي رسم جي ٽوڙ لاءِ الله تعاليٰ، پاڻ سڳورن ﷺ جو پرٽو بيبي زينب بنت جحش رضي الله عنها سان ڪرڻ جو حڪم ڏنو. بيبي زينب رضي الله عنها، پهرين حضرت زيد رضي الله عنه سان پرٽيل هئي، جيڪو پاڻ سڳورن ﷺ جو پٽيلو هو، پر جيئن تہ ٻنهي ۾ نباهہ ڪونہ پئي ٿي سگهيو، ان ڪري حضرت زيد رضي الله عنه طلاق ڏيڻ جو ارادو ڪيو. هي اهڙو وقت هو، جڏهن سيئي ڪافر، پاڻ سڳورن ﷺ جي خلاف سندرو ٻڌيو بيٺا هئا ۽ خندق واري جنگ لاءِ گڏ ٿي رهيا هئا. ٻئي پاسي الله تعاليٰ پاران پٽيلي ڪرڻ واري رسم جي پڄاڻيءَ جا اشارا ملي چڪا هئا. ان ڪري پاڻ سڳورن ﷺ کي اهو انديشو پيدا ٿيو تہ جيڪڏهن انهن ئي حالتن ۾ حضرت زيد رضي الله عنه طلاق ڏني ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کي شادي ڪرڻي پئي تہ منافق ۽ مشرڪ ۽ يهودي ڳالهہ مان ڳالهوڙو ڪري پاڻ سڳورن ﷺ خلاف ٻڙدڪ مچائي ڇڏيندا ۽ سادڙن مسلمانن کي اجاين

وسوسن ۾ ڦاسائي، انهن تي وڏا اثر وجهندا. ان ڪري پاڻ سڳورن ﷺ جي ڪوشش هئي ته زيد ﷛ طلاق نه ڏي ته جيئن اهڙي صورتحال پيدا ئي نه ٿئي.

پر الله تعاليٰ کي اها ڳالهه نه وڻي ۽ ارشاد ٿيو ته:

﴿وَإِذْ تَقُولُ لِلَّذِي أَنْعَمَ اللَّهُ عَلَيْهِ وَأَنْعَمْتَ عَلَيْهِ أَمْسِكْ عَلَيْكَ زَوْجَكَ وَاتَّقِ اللَّهَ وَتُخْفِي فِي نَفْسِكَ مَا اللَّهُ مُبْدِيهِ وَتَخْشَى النَّاسَ وَاللَّهُ أَحَقُّ أَنْ تَخْشَاهُ...(37)﴾ (الاحزاب)

**”۽ (اي پيغمبر!ياد ڪر) جڏهن تو انهيءَ شخص کي چيو ٿي جنهن تي الله فضل ڪيو آهي ۽ تو (به) مٿس احسان ڪيو، ته پنهنجي زال کي پاڻ وٽ جهل (۽ طلاق نه ڏي) ۽ الله کان ڊڄ. ۽ تو پنهنجيءَ دل ۾ اها (ڳالهه) لڪائي ٿي، جنهن کي پڌرو ڪندڙ الله آهيۦ ماڻهن کان ڊنين ٿي، جڏهن ته الله (هن ڳالهه جو) وڌيڪ حقدار آهي جو ان کان ڊڄين.**

نيٺ حضرت زيد ﷛، بيبي زينب رضي الله عنها کي طلاق ڏئي ڇڏي. جڏهن عدت پوري ٿي ته انهن سان پاڻ سڳورن ﷺ جي پرڻجڻ جو حڪم نازل ٿيو. الله سائينءَ پاڻ سڳورن ﷺ تي اهو نڪاح لازم ڪري ڇڏيو ۽ ڪابه گنجائش نه ڇڏي هئي. ان سلسلي ۾ هيءَ آيت لٿي ته :

﴿فَلَمَّا قَضَى زَيْدٌ مِنْهَا وَطَرًا زَوَّجْنَاكَهَا لِكَيْ لَا يَكُونَ عَلَى الْمُؤْمِنِينَ حَرَجٌ فِي أَزْوَاجِ أَدْعِيَائِهِمْ إِذَا قَضَوْا مِنْهُنَّ وَطَرًا...(37)﴾ (الاحزاب)

"پوءِ جنهن مهل زيد (ان عورت) کان پنهنجي حاجت پوري ڪئي (يعني) طلاق ڏنائين، تنهن مهل ان کي توسان پرڻايوسون. (هن لاءِ) ته مؤمنن تي پنهنجن پٽيلن جي زالن پرڻجڻ ۾ ڪا اوکائي نه رهي، جڏهن اهي انهن کان پنهنجي حاجت پوري ڪن (يعني طلاق ڏين.)"

ان جو مقصد اهو هو ته پٽيلن بابت جاهلاڻي رسم جو عملي ٽوڙ ڪيو وڃي، جهڙيءَ طرح هن آيت سان زباني ٽوڙ ڪيو ويو هو ته:

﴿ادْعُوهُمْ لِآبَائِهِمْ هُوَ أَقْسَطُ عِنْدَ اللَّهِ...(5)﴾ (الاحزاب)

"کين سندن پيئرن جا (پٽ ڪري) سڏيو. اهو الله وٽ بلڪل انصاف آهي."

﴿مَا كَانَ مُحَمَّدٌ أَبَا أَحَدٍ مِنْ رِجَالِكُمْ وَلَكِنْ رَسُولَ اللَّهِ وَخَاتَمَ النَّبِيِّينَ...(40)﴾ (الاحزاب)

"محمد ﷺ توهان جي مردن مان ڪنهن هڪ جو به پيءُ نه آهي پر الله جو پيغمبر سيني کان پڇا ڙيءَ ۾ اچڻ وارو آهي"

هتي اها ڳالهه يار رکڻ گهرجي ته جڏهن سماج ۾ ڪو رواج پاڙون پختيون ڪري وٺندو آهي ته رڳو ڳالهين سان ان کي مٽائڻ يا تبديل ڪرڻ گهٽو ڪري ممڪن نه رهندو آهي، پر جيڪو ماڻهو ان کي ختم ڪرڻ جي هام هڻندو، ان لاءِ ان جو مثال قائم ڪرڻ ضروري ٿيو پوي. حديبيه واري ناهه

مهل مسلمانن جيڪي ڪجهہ ڪيو، تنهن مان ان حقيقت جي پليءَ پٽ پروڙ پئجيو وڃي ٿي جو ڪٿي تہ مسلمان ائين پئي پاڻ سڳورن تان گهور ويا جو جڏهن عروه بن مسعود ثقفيءَ کين ڏنو تہ پاڻ سڳورن ﷺ لعاب دهن اڇلايو ٿي تہ اهو بہ ڪنهن نہ ڪنهن اصحابي سڳوري جهٽي ٿي ورتو ۽ جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ وضو ڪيو ٿي تہ اصحابي سڳورن، پاڻ سڳورن ﷺ جي وضوءَ جي پاڻي وٺڻ لاءِ اهڙيءَ طرح جهپ ٿي هنيا جو لڳو ٿي تہ پاڻ ۾ اٽڪي پوندا. اهي ئي اصحابي سڳورا وڻ جي هيٺان مرڻ ۽ پٺتي نہ هٽڻ جي بيعت ڪرڻ لاءِ هڪٻئي کان اڳرا ٿي رهيا هئا ۽ انهن ئي اصحابي سڳورن ۾ حضرت ابوبڪر رضي الله عنه ۽ عمر رضي الله عنه جهڙا جانثار بہ موجود هئا، پر پاڻ سڳورن ﷺ تان جان گهورڻ کي سعادت ۽ ڪاميابي سمجهڻ وارن انهن ئي اصحابي سڳورن کي جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ ناهہ ڪرڻ ڪانپوءِ حڪم ڏنو تہ اٿي قربانيءَ جا جانور ڪهو تہ اهي پاڻ سڳورن ﷺ جو چيو مڃڻ لاءِ ڇُريا بہ ڪونہ. ايتري قدر جو پاڻ سڳورا ﷺ فڪرمند ٿي ويا، پر جڏهن بيبي ام سلمہ رضي الله عنها مشورو ڏنو تہ پاڻ سڳورا ﷺ ماٺ ڪري اٿي پنهنجو جانور ڪهن ۽ پاڻ سڳورن ﷺ ائين ئي ڪيو تہ هر ڪو سندن پيروي ڪرڻ لاءِ ڊوڙي پيو ۽ سڀني صحابن وڏي ڇڙهي پنهنجا آندل جانور ڪٺا. ان واقعي منجهان سمجهي سگهجي ٿو تہ ڪنهن پڪي رواج کي مٽائڻ لاءِ ڳالهيون ڪرڻ ۽ عمل ڪرڻ جي اثرن ۾ ڪيڏو وڏو فرق آهي. ان ڪري پٺيلو ڪرڻ جي جاهلاڻي رواج جو عملي ٽوڙ ڪرڻ لاءِ پاڻ سڳورن ﷺ جو نڪاح، پاڻ سڳورن ﷺ جي پٺيلي حضرت زيد رضي الله عنه جي طلاق ڏنل زال سان ڪرايو ويو.

اهو نڪاح ٿيندي ئي منافقن، پاڻ سڳورن ﷺ جي خلاف وڏي پيماني تي اجائي واويلا ڪرڻ شروع ڪري ڏني ۽ طرحين طرحين جون افواهون پکيڙيائون، جن جا ڪجهہ اثر سادڙن مسلمانن تي ضرور پيا. هن واويلا کي سگهارو ڪرڻ لاءِ هڪ شرعي نقطو بہ منافقن جي هٿ لڳي ويو تہ بيبي زينب رضي الله عنها، پاڻ سڳورن ﷺ جي پنجين گهرواري هئي، جڏهن تہ مسلمان هڪ ئي وقت رڳو چار ئي زالون رکي سگهيا ٿي. ان ڪانسواءِ هن سڄي ٻڙدڪ مچائڻ جو اصل نقطو اهو هو تہ حضرت زيد رضي الله عنه، پاڻ سڳورن ﷺ جو فرزند سمجهيو ويندو هو ۽ پٽ جي زال سان پرڻجڻ کي ٻچڙاڻ سمجهيو ويندو هو. نيٺ الله تعالىٰ سورة احزاب ۾ هن اهم موضوع بابت ڪافي آيتون لاٿيون ۽ اصحابي سڳورن کي ڄاڻ ڏني ويئي تہ اسلام ۾ پٺيلي جي ڪابہ حيثيت ناهي ۽ اهو تہ الله تعالىٰ ڪن وڏن ۽ اهم مسئلن لاءِ پنهنجي رسول ﷺ کي خاص طور تي گهڻيون شاديون ڪرڻ جي ايتري ڇوٽ ڏني آهي، جيڪا ڪنهن ٻئي کي مليل نہ آهي.

امهات المؤمنين ساڻ پاڻ سڳورن ﷺ جي هلت چلت ڏاڍي شريفاڻي، عزت واري، بلند معيار ۽ سهڻي سياءَ واري هئي. بيبيون سڳوريون بہ شرف، قناعت، صبر، تواضع، خدمت ۽ گهريلو ذميداريون سنڀالڻ جو سهڻو مثال هيون. جيتوڻيڪ پاڻ سڳورا ﷺ سادي سودي ۽ ڏکي حياتي گذاريندا هئا، جنهن جي سهپ ببن جي وس جي ڳالهہ نہ هئي. حضرت انس ؓ جو بيان آهي تہ "منهنجي ڄاڻ ۾ نہ آهي تہ ڪو پاڻ سڳورن ﷺ ڪڏهن ميدي جي نرم ماني کاڌي هجي، ايستائين جو پاڻ وڃي الله سائينءَ سان مليا ۽ نہ پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي اکين سان ڪڏهن ُ ڀڳل ٻڪري ڏٺي.[1]) بيبي عائشہ رضي الله عنها جو بيان آهي تہ ٻہ ٻہ مهينا لنگهي ويندا هئا، ٽئين مهيني جو چنڊ نظر اچي ويندو هو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي گهر ۾ چلهہ نہ ٻرندي هئي. حضرت عروه ؓ پڇيو تہ پوءِ پاڻ سڳورا ﷺ ۽ توهان ڪائيندا ڇا هئا؟ فرمايائون تہ بس ٻہ ڪاريون شيون. يعني کجيون ۽ پاڻي.[2]) هن موضوع جون گهڻيون ئي حديثون ملن ٿيون.

انهن ڏکين حالتن هوندي بہ بيبين سڳورين رضي الله عنهم کان ڪڏهن بہ ڪا سزا لائق حرڪت نہ ٿي. رڳو هڪ ڀيرو ائين ٿيو ۽ اهو بہ ان ڪري جو انساني فطرت جي تقاضا ئي ڪجهہ اهڙي آهي ۽ ٻيو تہ ان ئي بنياد تي (الله تعاليٰ ڪي) ڪجهہ شرعي حڪم بہ لاهڻا هئا. تنهن ڪانپوءِ ان موقعي تي الله سائينءَ آيت تخيير لاٿي، جيڪا هيءَ آهي:

﴿يَا أَيُّهَا النَّبِيُّ قُلْ لِأَزْوَاجِكَ إِنْ كُنْتُنَّ تُرِدْنَ الْحَيَاةَ الدُّنْيَا وَزِينَتَهَا فَتَعَالَيْنَ أُمَتِّعْكُنَّ وَأُسَرِّحْكُنَّ سَرَاحًا جَمِيلًا (28) وَإِنْ كُنْتُنَّ تُرِدْنَ اللَّهَ وَرَسُولَهُ وَالدَّارَ الْآخِرَةَ فَإِنَّ اللَّهَ أَعَدَّ لِلْمُحْسِنَاتِ مِنْكُنَّ أَجْرًا عَظِيمًا (29)﴾(الاحزاب)

"اي پيغمبر! پنهنجن زالن کي چئو تہ جيڪڏهن اوهان دنيا جي حياتي ۽ ان جو سينگار گهرنديون هجو تہ اچو تہ اوهان کي اجورو ڏيان ۽ چڱيءَ طرح ڇڏيان ۽ جيڪڏهن اوهين الله ۽ سندس پيغمبر ۽ آخرت جي گهر (يعني بهشت) کي گهرو ٿيون تہ بيشڪ اوهان مان نيڪ بختن لاءِ الله وڏو اجر تيار ڪيو آهي."

هاڻي انهن بيبين سڳورين رضي الله عنهم جي شرف ۽ عظمت جو اندازو ڪريو تہ انهن سڀني الله ۽ ان جي رسول کي ترجيح ڏني ۽ انهن مان ڪا هڪ بہ دنيا ڏانهن مائل نہ ٿي.

اهڙيءَ طرح ڀاڄن جي وچ ۾ جيڪي معاملا روز روز پيا ٿيندا آهن، گهڻين بيبين سڳورين جي هوندي بہ اهڙا واقعا قسمتي ڪي ٿيندا هئا ۽ اهي بہ بشريت جي تقاضا موجب. الله تعاليٰ ان تي

[1] - صحيح بخاري(2/956).
[2] - صحيح بخاري(2/956).

بہ چوھہ ڇنڊي تہ پوءِ ٻيھر اھڙي قسم جي ڪابہ حرڪت نہ ٿي. سورة تحريم جي منڍ وارين پنجن آيتن ۾ ان جو ئي ذڪر ڪيل آھي.

پڇاڙيءَ ۾ اھو عرض ڪرڻ ضروري ٿيندو تہ اسين ھتي گھڻين گھر وارين جي موضوع تي بحث ڪرڻ ضروري نٿا سمجھون، ڇوتہ جيڪي ماڻھو ھن موضوع تي سڀني کان وڌيڪ ڏي وٺ ڪن ٿا، يعني يورپ وارا تہ اھي پاڻ جھڙي نموني جي زندگي پيا گھارين، جنھن تلخيءَ ۽ بدبختيءَ جو جام نوش پيا ڪن، جھڙيءَ طرح رسوائين ۽ ڏوھن ۾ ٻڏل آھن ۽ گھڻين زالن رکڻ جي اصول کان ھٽي، جن مسئلن ۾ وڃيو ڦاسن ٿا، اھاين بحثن کان پاسو ڪرڻ لاءِ ڪافي دليل آھن. يورپ وارن جي نياڳ ڀري حياتي، گھڻين زالن جي اصول جي سچي ھجڻ جي سڀ کان وڏي شاھدي آھي ۽ نظر وارن لاءِ ان ۾ وڏي عبرت آھي.

*-*-*

# اخلاق ۽ ڪردار

پاڻ سڳورا اهڙن سهڻن ڳڻن سان سينگاريل هئا، جن جو پوريءَ طرح بيان ڪرڻ وس کان ٻاهر آهي. انهن ڳڻن جي ڪارڻ دليون پاڻ سڳورن ﷺ جي تعظيم ۽ قدر ڪرڻ لاءِ پاڻمرادو تيار ٿي وينديون هيون. جيئن پاڻ سڳورن ﷺ جي حفاظت ۽ احترام ۾ ماڻهن اهڙيون اهڙيون جانثاريون ڏيکاريون، جن جو مثال دنيا جي ڪنهن ٻيءَ شخصيت لاءِ نٿو ملي. پاڻ سڳورن ﷺ جا ساٿي ۽ صحبتي، گهور وڃڻ جي حد تائين پاڻ سڳورن ﷺ سان محبت ڪندا هئا. پاڻ سڳورن ﷺ کي رهڙ اچڻ به انهن کي گوارا نه هو، ڀلي ان لاءِ سندن ڪنڌ ڇونه ڪپيا وڃن. اهڙي محبت جو ڪارڻ اهو هو ته ماڻهن جن ڳالهين تي مست ٿي ويندا آهن، انهن ڳڻن جو ايترو گهڻو ڀاڱو پاڻ سڳورن ﷺ کي مليل هو، جيترو ڪنهن ٻئي کي ڪونه مليو. هيٺ اسين عاجزيءَ سان انهن روايتن جو تت ڏيون ٿا، جن جو تعلق پاڻ سڳورن ﷺ جي ڳڻن سان آهي.

**حليو مبارڪ:-** هجرت مهل پاڻ سڳورا ﷺ، ام معبد خزاعيہ رضي الله عنها جي تنبوءَ وٽان لنگهيا ته هن پاڻ سڳورن ﷺ جي وڃڻ ڪانپوءِ پنهنجي مڙس آڏو پاڻ سڳورن ﷺ جي حليي مبارڪ جا نقش هن طرح چٽيا. "چمڪندڙ رنگ، روشن چهرو، سهڻو ڊول، نڪو پيٽ نڪرڻ جو عيب، نہ ئي گنجي هجڻ جي خامي، جهان ۾ حسن جي قائم ڪيل معيار مطابق ٺاهيل وجود، ڪجليدار اکيون، پنبڻ ڊگها، آواز ڳرو، ڊگهي ڳچي، پورن ڪارا، سنهڙا ۽ جاڙا، چمڪندڙ ڪارا وار، ماٺ ۾ هجن ته باوقار، ڳالهائين ته پرڪشش، پري کان (ڏسڻ ۾ ) سيني کان سهڻا ۽ رعبدار، ويجهي کان سڀ کان خوبصورت ۽ منڙا، ڳالهائڻ ۾ مناڻ، ڳالهہ چٽي ۽ سڌي سنئين. نہ مختصر نہ اجائي. انداز اهڙو ڄڻ موتي ڇٽي رهيا هجن. وچولو قد، نہ ڪو بندرو جو اکين کي نہ وڻي ۽ نہ ئي ڊگهو جيڪو اٺوٽندڙ لڳي. ٻن ٽارين جي وچ ۾ اهڙي ٽاريءَ جيئن آهن، جيڪا سڀ کان وڌيڪ تازي ۽ ڏسڻ ۾ سهڻي لڳي. سندن ساٿي سندن چوڌاري گهيرو ڪري سندن ڳالهيون غور سان ٻڌندا آهن. ڪو حڪم ڏين تہ هڪدم پورائي لاءِ اٿي ڪڙا ٿا ٿين. عزت ڏيڻ ۽ فرمانبرداري ڪرڻ جي لائق. نہ تکو ڳالهائڻ وارا ۽ نہ ئي اجائي ڳالهہ ڪرڻ وارا."([1])

**حضرت علي** ﷺ، پاڻ سڳورن ﷺ جي وصف بيان ڪندي فرمايو تہ: "پاڻ سڳورا ﷺ نہ ڪو اجايا ڊگها هئا نہ ئي صفا بندرا. ماڻهن جي حساب سان وچولي قد جا هئا. وار نہ گهٽا گهنڊيدار هئن ۽ نہ ئي صفا سڌا، پر ٻنهي جي وچ ۾ هئا. ڳل نہ ڪو گهڻا گوشت سان ڀريل هئن، نہ

[1] - زاد المعاد (45/2)

ئي ڪاڏي ننڍڙي ۽ نہ نرڙ ويڪل. منهن ڪنهن حد تائين گولائيءَ وارو هئن. رنگ اڇو گلابي، اکيون ڳاڙهسريون، پنبڻيون ڊگهيون، جوڙ ۽ ڪلهن جون هڏيون ويڪريون. ڇاتيءَ کان دن تائين وارن جي هلڪي پٽي باقي جسم وارن کان خالي. هٿن ۽ پيرن جي آڱرين تي گوشت چڙهيل. هلڻ مهل اُڇت پير کڻندا هئا ۽ ائين هلندا هئا ڄڻ لاهيءَ تان هلي رهيا هجن. ڪنهن پاسي ڏيان ڏيندا هئا تہ سڄي جسم سان ان پاسي توجہ فرمائيندا هئا. ٻنهي ڪلهن مبارڪن جي وچ ۾ نبوت جي مهر هئن. پاڻ سڳورا ﷺ سمورن نبين جي خاتم هئا. سڀني کان وڌيڪ هٿ جا ڪليل ۽ سڀني کان وڌيڪ جرئت وارا. سڀني کان وڌيڪ سچ ڳالهائيندڙ ۽ سڀني کان وڌيڪ واعدو پاريندڙ سڀني کان وڌيڪ نرم طبيعت ۽ سڀني کان وڌيڪ شريف ساٿي. جيڪو بہ پاڻ سڳورن ﷺ کي اوچتو ڏسندو هو، اهو گهبرائجي ويندو هو. جيڪو ڄاڻ سڃاڻ وارو ملندو هئن، (تنهن کي) محبوب رکندا هئا. پاڻ سڳورنﷺ جي وصف بيان ڪرڻ وارو اهو ئي چئي سگهي ٿو تہ مون پاڻ سڳورن ﷺ کان پهرين ۽ پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جهڙو ٻيو ڪوبہ نہ ڏٺو."([1])

حضرت علي ﷛ جي هڪ روايت ۾ آهي تہ "پاڻ سڳورن ﷺ جو سر مبارڪ وڏو هو، جوڙن جون هڏيون وڏيون ويڪريون هئن. ڇاتيءَ تي وارن جي ڊگهي پٽي هئن. جڏهن پاڻ سڳوراﷺ هلندا هئا تہ ٿورو جهڪي هلندا هئا، ڄڻ ڪنهن لاهيءَ تان پيا لهن."([2])

حضرت جابر بن سمره ﷛ جو بيان آهي تہ "پاڻ سڳورن ﷺ جو منهن مبارڪ ڪشادو هو، اکيون ڳاڙهسريون ۽ ڪڙيون سنهڙيون." ([3])

حضرت ابوالطفيل ﷛ جو بيان آهي تہ "پاڻ سڳورا ﷺ ڳوري رنگ، ملاحت سان ڀريل چهري ۽ وچولي قد ڪاٺ جا هئا."([4])

حضرت انس بن مالڪ ﷛ جو ارشاد آهي تہ "پاڻ سڳورن ﷺ جون تريون ويڪريون هيون ۽ رنگ چمڪندڙ. نہ صفا اڇو نہ ڪٽڪ رنگو. وفات تائين مٿي ۽ چهري جا ويھ وار بہ اڇا نہ ٿيا هئن.([5]) رڳو لونڊڙي جي وارن ۾ اڇاڻ هئي ۽ ڪجھ مٿي جا وار بہ اڇا هئن."([6])

حضرت ابو جحيفہ ﷛ جوبيان آهي تہ "مون پاڻ سڳورن ﷺ جي چپ جي هيٺ سونهاري مبارڪ (عنفقہ) جي وارن ۾ اڇاڻ ڏٺي."([1])

---

[1] - ابن هشام (1/401، 402)، ترمذي مع شرح الاحوذي(4/303).
[2] - ابن هشام (1/401، 402)، ترمذي مع شرح الاحوذي(4/303).
[3] - صحيح مسلم (2/258).
[4] - صحيح مسلم (2/258).
[5] - صحيح بخاري(1/502).
[6] - صحيح بخاري(1/502) ۽ صحيح مسلم (2/259).

**حضرت عبدالله بن بسر** رضي الله عنه جو بيان آهي ته "پاڻ سڳورن ﷺ جي سونهاري مبارڪ (عنفقه) ۾ ڪجھ وار اڇا هئا."[2]

**حضرت براءَ** رضي الله عنه جو بيان آهي ته "پاڻ سڳورن ﷺ جو جسم مبارڪ وچولو هو. ٻنهي ڪلهن ۾ وڇٽري وٿي هئي. وار ٻنهي ڪنن جي پاپڙين تائين هئڻ، مون پاڻ سڳورن ﷺ کي ڳاڙهو وڳو پهريل ڏٺو. ڪڏهن به ڪا شيءِ پاڻ سڳورن ﷺ کان وڌيڪ سهڻي نه ڏٺم."[3]

پهرين پاڻ سڳورا ﷺ اهل ڪتاب جي موافقت پسند ڪندا هئا، ان ڪري وارن ۾ ڦٽي ڏيندا هئا ته سينڌ نه ڪيندا هئا، پر پوءِ سينڌ به ڪڍڻ شروع ڪيائون."[4]

**حضرت براءَ** رضي الله عنه چوي ٿو ته "پاڻ سڳورن ﷺ جو چهرو مبارڪ سيني کان وڌيڪ سهڻو هو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جو **اخلاق** سيني کان پلو هو."[5] ڪائنڻ پڇيو ويو ته "ڇا پاڻ سڳورن ﷺ جو چهرو مبارڪ تلوار جهڙو هو؟" وراڻيائون ته "نه، پر چنڊ جهڙو." هڪ روايت ۾ آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ جو چهرو مبارڪ گول هو.[6]

**ربيع بنت معوذ** رضي الله عنها ٻڌايو ته "جيڪڏهن توهان پاڻ سڳورن ﷺ کي ڏسو ها ته لڳنوَ ها ته توهان اڀرندڙ سج کي ڏٺو آهي."[7]

**حضرت جابر بن سمره** رضي الله عنه جو بيان آهي ته "مون هڪ پيري چانڊوڪي رات ۾ پاڻ سڳورن ﷺ کي ڏٺو، پاڻ سڳورن ﷺ کي ڳاڙهو وڳو پيل هو. مون پاڻ سڳورن ﷺ کي ڏسي وري چنڊ کي ڏٺو، نيٺ (هن نتيجي تي پهتس ته پاڻ سڳورا ﷺ چنڊ کان وڌيڪ سهڻا آهن."[8]

**حضرت ابو هريرة** رضي الله عنه جو بيان آهي ته "مون پاڻ سڳورن ﷺ کان وڌيڪ سهڻي ڪابه شيءِ نه ڏٺي. ڄڻ ته سج، پاڻ سڳورن ﷺ جي چهري مبارڪ تان اڀري لهي رهيو هجي. مون پاڻ سڳورن ﷺ کان وڌيڪ ڪنهن کي به تيز رفتار نه ڏٺو. ڄڻ ته پاڻ سڳورن ﷺ لاءِ ڌرتي ويڙهي

---

1 - صحيح بخاري(1/501، 502).
2 - صحيح بخاري(1/502).
3 - صحيح بخاري(1/502).
4 - صحيح بخاري(1/503).
5 - صحيح بخاري(1/502) صحيح مسلم(2/258).
6 - صحيح بخاري(1/502) ۽ صحيح مسلم(2/259).
7 - دارمي – مشڪوة(2/517).
8 - ترمذي في الشمائل (ص:2) دارمي، مشڪوة(2/518).

پئي وجي. اسين تہ پنهنجو پاڻ کي (هلائي هلائي) ٿڪائي ڇڏيندا هئاسين پر پاڻ سڳورا ﷺ بي اونا هوندا هئا."(¹)

**حضرت ڪعب بن مالڪ** ﷛ **جو بيان آهي تہ"جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ خوش هوندا هئا تہ چهرو مبارڪ ائين پيو جرڪندو هئن، ڄڻ چنڊ جو ڪو ٽڪرو هجي."(²)**

**هڪ ڀيري پاڻ سڳورا ﷺ، بيبي عائشہ رضي الله عنها وٽ وينا هئا. پگهر نڪتو تہ چهري جا نقش چمڪڻ لڳا. اها حالت ڏسي بيبي عائشہ رضي الله عنها، ابو ڪبير هذليءَ جو هي شعر پڙهيو.**

واذا نظرت الى أسرة وجهه        برقت كبرق العارض المتهلل(³)

**"جيڪڏهن سندن چهري جا نقش ڏسو تہ اهي ائين چمڪندا آهن، ڄڻ روشن ڪڪر چمڪي رهيو هجي."**

**حضرت ابوبڪر** ﷛، **پاڻ سڳورن ﷺ کي ڏسي هيءُ شعر پڙهندو هو:**

أمين مصطفى بالخير يدعو        كضوء البدر زايله الظلام (⁴)

**پاڻ سڳورا ﷺ امين، چونڊيل ۽ ڀهتل آهن، خير جي دعوت ڏين ٿا، ڄڻ چوڏهينءَ جي چنڊ جي روشني آهن، جنهن سان اوندهہ لڪ لڪوٽي پئي ڪيڏي.**

**حضرت عمر** ﷛، **زُهير جو هيءُ شعر پڙهندو هو، جيڪو هرم بن سنان لاءِ چيو ويو هو تہ:**

لو كنت من شيءٍ سوى البشر        كنت المضيءَ لليلة البدر

**"جيڪڏهن پاڻ ﷺ، بشر کانسواءِ ڪنهن ٻيءَ شيءِ مان هجن ها تہ پاڻ ﷺ ئي چوڏهينءَ جي رات کي روشن ڪن ها."**

**پوءِ فرمائيندا هئا تہ پاڻ سڳورا ﷺ اهڙائي هئا.(⁵)**

**جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ ڪاوڙ ۾ هوندا هئا تہ چهرو مبارڪ ڳاڙهو ٿي ويندو هئن. ڄڻ تہ ٻنهي ڳلن تي ڏاڙهونءَ جا داڻا نپوڙيا ويا هجن."(⁶)**

---

[1] - جامع ترمذي مع شرح تحفة الاحوذي(306/4) مشكوة(518/2).
[2] - صحيح بخاري(502/1).
[3] - مخلص تهذيب تاريخ دمش (325/1)، رحمة للعالمين (172/2).
[4] - خلاصة السيرة (ص: 20).
[5] - خلاصة السيرة (ص:20).
[6] - مشكوة(22/1)- ترمذي (35/2).

حضرت جابر بن سمره ﷺ جو بيان آهي تہ " پاڻ سڳورن ﷺ جون ٽنگون سنهڙيون هيون. پاڻ سڳورا ﷺ کلڻ مهل رڳو مرڪندا هئا. (اکيون ڪجليدار هئن) توهان ڏسو ها تہ چئو ها تہ پاڻ سڳورن ﷺ سرمو پاتو آهي، جڏهن تہ سرمو پاتل نہ هوندو هئن."([1])

حضرت ابن عباس ﷺ جو ارشاد آهي تہ "پاڻ سڳورن ﷺ جي اڳين ٻنهي ڏندن مبارڪن ۾ وٿي هئي. جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ ڳالهائيندا هئا تہ انهن ڏندن جي وچ مان نور وانگر نڪرندو محسوس ٿيندو هو."([2])

ڳچي مبارڪ چڻ تہ ڪنهن چاندي چڙهيل گڏي جي ڳچي هئن. پنبڻ ڊگها، سونهاري گهاٽي، نرڙ ويڪري، ڀرون جاڙا، نڪ اوچو، ڳلن ۾ گهٽ گوشت ڀريل، ڇاتيءَ کان دُنَ تائين وارن جي پٽي ۽ ان کانسواءِ ڇاتيءَ تي ڪٿي بہ ڪوبہ وار نہ. جيئن تہ ٻانهن ۽ ڪلهن تي وار هئن. پيٽ ۽ ڇاتي سڌي ۽ ويڪري، ڪرايون وڏيون وڏيون، تري ويڪري، قد نڪتل. عضوا وڏا وڏا، جڏهن هلندا هئا تہ اڀت هلندا هئا، ٿورو جهڪي هلندا هئا ۽ آرام آرام سان هلندا هئا.([3])

حضرت انس ﷺ چوندو هو تہ "مون ڪوبہ حرير يا ديبا نہ ڇهيو، جيڪو پاڻ سڳورن ﷺ جي تريءَ کان وڌيڪ نرم هجي ۽ نہ ڪڏهن ڪا عنبر يا مشڪ يا ڪا اهڙي خوشبوءِ سونگهي، جيڪا پاڻ سڳورن ﷺ جي خوشبوءَ کان بهتر هجي."([4])

حضرت ابو جحيفہ ﷺ جو بيان آهي تہ "مون پاڻ سڳورن ﷺ جو هٿ مبارڪ پنهنجي منهن تي رکيو تہ اهو برف کان وڌيڪ ٿڌو ۽ مشڪ کان وڌيڪ سرهو هو."([5])

حضرت جابر بن سمره ﷺ (جيڪو ٻار هو) ٻڌائي ٿو تہ "پاڻ سڳورن ﷺ، منهنجي ڳل تي هٿ ڦيريو تہ پاڻ سڳورن ﷺ جي هٿ ۾ اهڙي ٿڌاڻ ۽ اهڙي خوشبوءِ محسوس ڪيم، چڻ پاڻ سڳورا ﷺ ان ڪي عطرفروش جي عطردان مان ڪڍي آيا هجن." ([6])

حضرت انس ﷺ جو بيان آهي تہ "پاڻ سڳورن ﷺ جو پگهر موتيءَ وانگر هوندو هو." ۽ بيبي امِ سليم رضي الله عنها جو بيان آهي تہ "اهو پگهر ئي سڀ کان سٺي خوشبوءِ هوندو هو."([1])

---

[1] - جامع ترمذي مع شرح تحفة الاحوذي(4/306).
[2] - دارمي مشڪوة (518/2).
[3] - خلاصة السيرة (ص:19، 20).
[4] - صحيح بخاري(1/503) ۽ صحيح مسلم (2/257).
[5] - صحيح بخاري(1/502).
[6] - صحيح مسلم (2/256).

حضرت جابر ﷺ جو بيان آهي تہ "پاڻ سڳورا ﷺ ڪنهن واٽ تان ويندا هئا ۽ ڪائنن پوءِ ڪو اتان لنگهندو هو تہ پاڻ سڳورن ﷺ جي وجود يا پگهر جي خوشبوءِ محسوس ڪري ڄاڻي وٺندو هو تہ پاڻ سڳورا ﷺ هتان لنگهي ويا آهن."(2)

پاڻ سڳورن ﷺ جي ٻنهي ڪلهن مبارڪن جي وچ ۾ نبوت جي مهر هئي، جيڪا ڪبوتر جي بيضي جهڙي ۽ (رنگ ۾) جسم مبارڪ جهڙي ئي هئي. اها، ڪاٻي ڪلهي جي نرم هڏيءَ وٽ هئي ان تي حسي وانگر ترن جو ميڙ هو."(3)

**نفس جي ڪماليت ۽ سهڻا اخلاق:-** پاڻ سڳورا ﷺ فصاحت ۽ بلاغت ۾ ممتاز هئا. پاڻ سڳورن ﷺ کي طبيعت جي رواني، لفظن جو نکار، فقرن جي جزالت، معنيٰ جي صحت ۽ تڪلف کان دوري سان گڏوگڏ جامع ڪلمات سان نوازيو ويو هو. پاڻ سڳورن ﷺ کي اٹلپ ڏاهپ ۽ عربستان جي سمورين ٻولين (لهجن) جو علم ڏنو ويو هو، تنهنڪري پاڻ سڳورا ﷺ هر قبيلي سان سندس ٻوليءَ ۽ محاوري ۾ ڳالهائيندا هئا. پاڻ سڳورن ﷺ ۾ اعرابين وانگر ڳالهائڻ جي سگهہ ۽ شهرين جهڙي شائستگي هئي. وحيءَ تي ٻڌل الله جي تائيد اجا ڌار هئن.

بردباري، سهپ، وس هوندي بہ درگذر ڪرڻ ۽ مشڪلن تي صبر ڪرڻ اهڙا گڻ هئا، جن سان الله سائينءَ پاڻ سڳورن ﷺ جي تربيت ڪئي. هر حليم ۽ بردبار کان بہ ڪانہ ڪا ڀل چڪ يا زباني بي احتياطي ٿيو وڃي. پاڻ سڳورن ﷺ جي ڪردار جي خوبي اها هئي جو پاڻ سڳورن ﷺ تي دشمنن پاران تڪليفون ۽ بدمعاشن جون ڏاڍايون جيترو وڌنديون ويون، پاڻ سڳورا ﷺ اوترو ئي صبر ۽ سهپ ۾ وڌندا ويا. بيبي عائشہ رضي الله عنها جو بيان آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ کي جڏهن بہ ٻن ڪمن مان چونڊ ڪرڻي پوندي هئي تہ پاڻ اهو ڪم ڪندا هئا، جيڪو سولو هوندو هو، جيستائين ان ۾ گناهہ جو ڪم نہ هوندو هو. جيڪڏهن گناهہ جو ڪم هوندو هو تہ پاڻ سڳورا ﷺ سڀني کان وڌيڪ ان کان پري ڀڄندا هئا. پاڻ سڳورن ﷺ ڪڏهن بہ ڪنهن کان ذاتي بدلو نہ ورتو! جيڪڏهن الله جي حڪمن جي نافرماني ڪئي ويندي هئي تہ پاڻ سڳورا ﷺ الله جي واسطي پلاند ضرور ڪندا هئا. (4)

پاڻ سڳورا ﷺ سڀني کان وڌ ڪاوڙجڻ کان پاسو ڪندا هئا ۽ سڀني کان جلدي راضي بہ ٿي ويندا هئا. ٻاجهہ ڪرڻ جو گڻ اهڙو هئن، جنهن جو ڪاٿو ئي نٿو ڪري سگهجي. پاڻ سڳورا ﷺ

---

1 - صحيح مسلم (256/2).

2 - دارمي. مشڪوة (517/2).

3 - صحيح مسلم (259/2، 260).

4 - صحيح بخاري (503/1).

ان ماڻهوءَ وانگر بخشش ۽ نوازشون ڪندا هئا، جنهن کي ڪٿي وڃڻ جو اونو ئي نہ هجي. ابن عباس رضي الله عنه **جو بيان آهي** تہ "پاڻ سڳورن ﷺ جي سخاوت جو درياهہ رمضان ۾ ان مهل جوش ۾ اچي ويندو هو، جڏهن جبرئيل **عليه السلام** پاڻ سڳورن ﷺ سان ملاقات ڪندو هو ۽ **حضرت جبرئيل عليه السلام**، پاڻ سڳورن ﷺ سان رمضان ۾ هر رات ملاقات ڪندو هو ۽ قرآن جو دور ڪرائيندو هو. بس پاڻ سڳورا ﷺ خير جي سخاوت ۾ (رحمت جي خزانن جي پالوٽ ڪري موڪليا ويا آهن) سيني کان اڳرا هوندا هئا."([1]) **حضرت جابر** رضي الله عنه **جو بيان آهي** تہ "پاڻ سڳورن ﷺ کان ڪا شيءِ گهري وئي هجي ۽ پاڻ سڳورن "نہ" ڪئي هجي (اهو ممڪن ئي ڪونهي.)"([2])

شجاعت، بهادري ۽ دليريءَ ۾ بہ پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجو مَٽ پاڻ هئا. پاڻ سڳورا ﷺ سيني کان دلير هئا. ڏاڍن ڏکين ۽ سخت موقعن تي، جڏهن چڱا چڱا جوڌا جوان بيهي نہ سگهيا، تڏهن پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجي جڳهہ تي اٽل رهيا ۽ پنيان هٽڻ بدران اڳتي وڌندا ويا ۽ ٿورو بہ نہ هٻڪيا. وڏا وڏا بهادر بہ ڪڏهن پٺتي هٽندا آهن، پر پاڻ سڳورن ﷺ سان اهڙي ڳالهہ ڪڏهن بہ نہ ٿي. **حضرت علي** رضي الله عنه **جو بيان آهي** تہ "جڏهن لڙائي زور وٺندي هئي ۽ جنگ جا شعلا ڀڙڪي اٿندا هئا تہ اسين پاڻ سڳورن ﷺ جي آڏ وٺندا هئاسين. پاڻ سڳورن ﷺ کان وڌيڪ ڪير بہ دشمنن جي ويجهو نہ هوندو هو." ([3])

**حضرت انس** رضي الله عنه **جو بيان آهي** تہ هڪ رات مديني وارن کي خطرو محسوس ٿيو. ماڻهو گوڙ ڏانهن ڊوڙيا تہ واٽ تي پاڻ سڳورا ﷺ موٽندي ملين. پاڻ سڳورا ﷺ ماڻهن کان اڳيئي آواز ڏانهن پهچي (خطري جي جاءِ جو معائنو ڪري) چڪا هئا. ان مهل پاڻ سڳورا ﷺ، ابو طلحہ رضي الله عنه جي اگهاڙي پٺ واري گهوڙي تي چڙهيل هئا. تلوار لٽڪي رهي هين ۽ فرمائي رهيا هئا تہ ڊڄو نہ، ڊڄو نہ.([4]) (ڪوبہ خطرو ڪونهي)

پاڻ سڳورا ﷺ سڀ کان وڌيڪ لڄارا ۽ نظرون جهڪائي هلڻ وارا هئا. ابو سعيد خدري رضي الله عنه **جو بيان آهي** تہ پاڻ سڳورا ﷺ پردي‌دار ڪنواري عورت کان بہ وڌيڪ لڄارا هئا. جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ کي ڪا ڳالهہ نہ وڻندي هئي تہ منهن مان ئي خبر پئجي ويندي هئي. ([5]) پاڻ سڳورا ﷺ ڪنهن ۾ بہ گهوري نہ نهاريندا هئا. نظرون هيٺ رکندا هئا ۽ آسمان کان وڌيڪ زمين

---

[1] - صحيح بخاري(1/502).
[2] - صحيح بخاري(1/502).
[3] - الشفاء، قاضي عياض(1/89).
[4] - صحيح مسلم(2/252)- صحيح بخاري(1/407).
[5] - صحيح بخاري(1/504).

ڏانهن نظرون وڏيڪ رکندا هئا. عام طور تي جهڪيل نظرن سان ئي ( ڪنهن کي تڪيندا هئا. حيا جو عالم اهو هو جو ڪنهن کي منهن تي ڪونہ ٽوڪيندا هئا ۽ ڪنهن جي ڪا اڻوڻندڙ ڳالهہ پاڻ سڳورن ﷺ تائين پهچندي هئي تہ نالو وٺي ان جو ذڪر نہ ڪندا هئا، پر هيئن فرمائيندا هئا تہ ڪي ماڻهو هيئن ڇو ٿا ڪن. فرزدق جو هيءُ شعر پاڻ سڳورن ﷺ تي ٺهڪي ايندو هو تہ:

يغضى حياء ويغَضى من مهابته فلايكلم الاحين يتبسم

" پاڻ ﷺ حيا جي ڪري نظرون هيٺ رکندا هئا ۽ سندن هيبت ڪري نظرون هيٺ رکيون وينديون هيون. تنهنڪري پاڻ سڳورن ﷺ سان اوڏي مهل ئي ڳالهہ ٻول ڪئي ويندي آهي، جيڏي مهل پاڻ سڳورا مسڪرائي رهيا هوندا آهن."

پاڻ سڳورا ﷺ سڀني کان وڌ عادل، پاڪدامن، سچار ۽ وڏا امانتدار هئا. اها ڳالهہ دوست ۽ دشمن سڀ مڃيندا هئا. نبوت کان اڳ پاڻ سڳورن ﷺ کي امين چيو ويندو هو ۽ جاهليت واري دور ۾ بہ پاڻ سڳورن ﷺ وٽ فيصلن لاءِ مقدما آندا ويندا هئا. جامع ترمذي ۾ **حضرت علي** ﷺ کان روايت آهي تہ هڪ ڀيري ابوجهل، پاڻ سڳورن ﷺ کي چيو تہ "اسين اوهان کي ڪوڙو ڪونہ ٿا چئون، پر جيڪي ڪجهہ اوهان کڻي آيا آهيو، ان کان انڪار ٿا ڪريون." ان تي الله تعاليٰ هيءَ آيت لاٿي:

﴿فَإِنَّهُمْ لَا يُكَذِّبُونَكَ وَلَكِنَّ الظَّالِمِينَ بِآيَاتِ اللَّهِ يَجْحَدُونَ ([1]) (33)﴾ (الانعام)

"پوءِ اهي نہ رڳو توکي ڪوڙو چوندا آهن پر ظالم الله جي آيتن جو (پڻ) انڪار ڪندا آهن."

هرقل، ابوسفيان کان پڇيو تہ ڇا انهن (نبي ﷺ ) جيڪا ڳالهہ چئي آهي، ان جي چوڻ کان اڳ ماڻهو کين ڪوڙو ليکيندا هئا؟ تنهن تي ابوسفيان وراڻيو تہ: "نہ."

پاڻ سڳورا ﷺ سڀ کان وڏيڪ متواضع ۽ هٺ کان پري ڀڄندڙ هئا. جيئن بادشاهن جا نوڪر چاڪر بيٺل هوندا هئا، تيئن بيهڻ کان پاڻ سڳورا ﷺ، اصحابي سڳورن **رضي الله عنهم** کي جهليندا هئا. ڏٽڙيلن جي پر گهور لهندا هئا، فقيرن سان گڏ اٿندا ويهندا هئا، غلامن جي دعوت قبوليندا هئا، اصحابي سڳورن **رضي الله عنهم** ۾ بنا ڪنهن مت ڀيد جي عام ماڻهن وانگر ئي ويهندا هئا. بيبي عائشہ **رضي الله عنها** جو بيان آهي تہ پنهنجي جتيءَ کي پاڻ ٽانڪو هڻندا هئا ۽ پنهنجا ڪپڙا پاڻ سبندا هئا ۽ پنهنجن هٿن سان اهڙا ڪم ڪندا هئا، جهڙا اوهان مان ڪو ماڻهو پنهنجي گهر ۾ ڪندو آهي. پاڻ سڳورا ﷺ بہ ٻين وانگر انسان هئا. پنهنجا ڪپڙا پاڻ ئي ڏسندا

[1] - مشڪوة (521/2).

هئا (تہ مجاڻ انهن ۾ ڪا جون نہ هجي.) پنهنجي ٻڪري پاڻ ڏهندا هئا ۽ پنهنجا ڪم پاڻ ڪندا هئا." ([1])

پاڻ سڳورا ﷺ سڀ ڪان وڌيڪ واعدو پاريندڙ هئا ۽ مٽن مائٽن سان مهربانيون ڪندا هئا. ماڻهن سان شفقت ۽ ٻاجهہ سان ملندا هئا. رهڻ ڪرڻ ۽ ادب ۾ سڀني ڪان ڀلا هئا. پاڻ سڳورن ﷺ جو اخلاق سڀني ڪان ڀلو هو. بداخلاقيءَ ڪان سڀني ڪان وڌيڪ نفرت ڪندا هئا ۽ پري ڀڄندا هئا. نہ ڪو فحش ڳالهائڻ جي عادت هئن ۽ نہ ئي ڪچهريءَ ۾ فحش ڳالهائيندا هئا. نہ لعنتون وجهندا هئا، نہ ئي بازارن ۾ وڏي سر ڳالهائيندا هئا. نہ ڪو وري برائيءَ جو بدلو برو ڏيندا هئا، پر معافي ۽ درگذر ڪان ڪم وٺندا هئا. ڪنهن کي پنهنجي پٺيان هلڻ نہ ڏيندا هئا ۽ نہ ئي ڪائڻ پيئڻ ۾ پنهنجن ٻانهن ۽ ٻانهين تي فوقيت اختيار ڪندا هئا. پنهنجي خدمتگار جو ڪم پاڻ ئي ڪندا هئا (۽ ان کي) ڪڏهن اُف بہ نہ چوندا هئا. نہ ئي ان تي ڪو ڪم ڪرڻ يا نہ ڪرڻ جي ڪري ڏمربا هئا. ڏتڙيلن سان محبت ڪندا هئا، انهن سان گڏ اٿندا ويهندا هئا ۽ انهن جي جنازن ۾ ويندا هئا. ڪنهن فقير کي ان جي فقر جي ڪارڻ گهٽ نہ سمجهندا هئا. هڪ ڀيري پاڻ سڳورا ﷺ سفر ۾ هئا هڪ ٻڪري کهڻ ۽ پچائڻ جو رٿيو ويو. هڪ چٽي چيو تہ: کهڻ منهنجو ڪم. ٻئي چيو تہ کل لاهڻ منهنجو ڪم. ٽئي چيو تہ رڌڻ منهنجو ڪم. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ ٻارڻ لاءِ ڪاٺيون ڪري اچڻ منهنجو ڪم. اصحابي سڳورن چيو تہ: "اسين توهان جو ڪم ڪري وٺنداسين." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "آئون ڄاڻان ٿوتہ توهان منهنجو ڪم ڪري ڇڏيندا، پر مون کي اهو نٿو وڻي تہ توهان تي فوقيت حاصل ڪريان. ڇوتہ الله سائينءَ کي پنهنجي ٻانهي جي اها حرڪت نٿي وڻي تہ پنهنجو پاڻ کي پنهنجن ساٿين ۾ وڏو سمجهيو وڃي." ان ڪان پوءِ پاڻ اٿي ڪاٺيون گڏ ڪيائون. ([2])

اڄو تہ ٿورو هند بن ابي هالہ ﵁ جي زباني پاڻ سڳورن ﷺ جا گڻ ٻڌون. هند پنهنجي هڪ روايت ۾ ٻڌايو آهي تہ "پاڻ سڳورا ﷺ سدائين ڏکين حالتن ۾ گذاريندا هئا. سدائين سوچيندا رهندا هئا. پاڻ سڳورن ﷺ لاءِ سک نہ هو. اجايو ڪو نہ ڳالهائيندا هئا. دير تائين ماٺ ۾ ويٺا هوندا هئا. ڳالهہ کلي ۽ چٽي ڪندا هئا. يعني چپن ۾ نہ ڳالهائيندا هئا. ٿورن لفظن ۾ سڄي ۽ هڪ ٽڪ ڳالهہ ڪندا هئا، جنهن ۾ نہ اجائي ڊيگهہ هوندي هئي ۽ نہ ڪا گهٽتائي. نرم مزاج هئا ۽ سخت گير نہ هئا. نعمت معمولي هوندي هئي تہ بہ ان جو قدر ڪندا هئا. ڪنهن بہ شيءِ مان عيب نہ ڪڍندا هئا. ڪائڻ جي شيءِ جي نہ برائي ڪندا هئا ۽ نہ تعريف. حق ڳالهہ کي ڪو نقصان پهچندو هو

---

[1] - مشكوة (520/2).

[2] - خلاصة السيرة (ص:22).

تہ جيستائين بدلو نہ وٺندا هئا، تيستائين پاڻ سڳورن ﷺ جي ڪاوڙ کي روڪڻ ممڪن نہ هوندو هو. جيئن تہ وڏي دل جا مالڪ هئا. پنهنجي ذات لاءِ نہ غصو ڪندا هئا ۽ نہ ئي بدلو وٺندا هئا. جڏهن پاڻ اشارو فرمائيندا هئا تہ پوري هٿ سان اشارو فرمائيندا هئا ۽ هٿ پلٽو ڏئي حيرت جو اظهار ڪندا هئا ۽ جڏهن ڪاوڙبا هئا تہ چهرو مبارڪ ٻئي طرف ڪري ڇڏيندا هئا ۽ جڏهن خوش هوندا هئا تہ نگاهون هيٺ ڪري ڇڏيندا هئا. پاڻ سڳورن جو کلڻ اڪثر مسڪرائڻ تائين محدود هوندي هئي. مسڪرائيندا هئا تہ ڏند مبارڪ برف جي ڳڙن وانگر چمڪندا هئا.

اجاين ڳالهين کان پاڻ جهليندا هئا. دوستن ۾ ناهہ ڪرائيندا هئا، ٽوڙيندا ڪونہ هئا. هر قوم جي معزز ماڻهوءَ کي عزت ڏيندا هئا ۽ ان کي ئي قوم جو والي بڻائيندا هئا. ماڻهن (جي ڏنگاين) کان محتاط رهندا هئا ۽ انهن کان پاڻ بچائيندا هئا، پر ان جي لاءِ ڪنهن جي بہ آڏو اٺوٽٺ ظاهر نہ فرمائيندا هئا.

پنهنجن ساٿين جي سار سنڀال لهندا رهندا هئا ۽ ٻين ماڻهن جا حال احوال پيا پڇائيندا هئا. چڱي شيءِ کي ساراهيندا هئا ۽ بري شيءِ کي ننديندا هئا. معتدل (وچترا) هئا، افراط ۽ تفريط کان پري هئا. غافل نہ ٿيندا هئا تہ متان ماڻهو بہ نہ غافل ٿي وڃن. هر ڳالهہ لاءِ سدائين تيار رهندا هئا. حق کان ڪنٽار نہ ڪندا هئا، نہ ئي حق کان تجاوز ڪري ناحق ڏانهن ويندا هئا. جيڪي ماڻهو پاڻ سڳورن ﷺ جي ويجها هئا، اهي سڀني کان پلارا هئا. انهن ۾ بہ پاڻ سڳورن ﷺ جي نظر ۾ پلارو اهو هو، جيڪو سڀني کان وڌيڪ خير خواهہ هجي ۽ سڀني کان وڌيڪ قدر ان ساٿيءَ جو ڪندا هئا، جيڪو سڀني کان وڌيڪ غمگسار ۽ مددگار هجي.

پاڻ سڳورا ﷺ اٿندي ويهندي الله جو ذڪر ڪندا رهندا هئا. جڳهہ مقرر ڪونہ ڪندا هئا. يعني پنهنجي لاءِ ڪا الڳ جاءِ مقرر نہ ڪندا هئا ۽ جڏهن قوم وٽ پهچندا هئا تہ ڪچهريءَ ۾ جتي جڳهہ ملين، اتي ويهي رهندا هئا ۽ اهڙو حڪم بہ ڏيندا هئا. سڀني ويٺلن ڏانهن هڪ جيترو ڌيان ڏيندا هئا ۽ ڪير بہ ائين محسوس ڪونہ ڪندو هو تہ پاڻ سڳورا ﷺ ڪنهن ٻئي کي ڪانئس وڌيڪ عزت ڏين ٿا. ڪير بہ پاڻ سڳورن ﷺ وٽ ڪنهن ڪم سان ويهندو يا بيهندو هو تہ پاڻ سڳورا ﷺ ان سان ايستائين صبر سان ويٺا هوندا هئا، جيستائين هو پاڻ نہ اٿي وڃي. ڪير ڪا شيءِ گهرندو هئن تہ ان کي اها شيءِ ڏيڻ يا ڪا چڱي ڳالهہ ٻڌائي مطمئن ڪرڻ کانسواءِ نہ ڇڏيندا هئا. پاڻ سڳورا ﷺ سڀني سان ميٺ محبت سان پيش ايندا هئا. ايتريقدر جو هر ڪنهن لاءِ پيءُ جو درجو رکندا هئا. سڀئي پاڻ سڳورن ﷺ آڏو هڪ جهڙو درجو رکندا هئا. ڪنهن کي ڪا فضيلت هئي تہ رڳو پرهيزگاريءَ جي ڪري. پاڻ سڳورن ﷺ جي ڪچهري حلم ۽ حيا، صبر ۽ امانت واري

ڪڇهري هوندي هئي. ان ۾ ڪير ڏاڍيان نہ ڳالهائيندو هو ۽ نہ گار گند ڏيندي هئي. ماڻهو پرهيزگاريءَ جي ڪري هڪٻئي سان محبت ۽ همدردي رکندا هئا. وڏن جو ادب ڪندا هئا ۽ ننڍن سان پيار. گهرجائن جي گهرج پوري ڪندا هئا ۽ اڻواقف کي پنهنجائپ ڏيندا هئا.

پاڻ سڳورن ﷺ جو چهرو مبارڪ سدائين ٽهڪندو رهندو هو. آساني ۽ نرميءَ کي پسند ڪندڙ هئا. سخت گير ۽ واسطا ٽوڙيندڙ نہ هئا. نہ ڏاڍيان ڳالهائيندا هئا ۽ نہ گار گند ڪندا هئا. نہ اجايو ڏمربا هئا نہ ڪنهنجي گهٽي ساراهہ ڪندا هئا. جنهن شيءِ جي خواهش نہ هوندي هئن، ان کان پاسو ڪندا هئا؛ پاڻ سڳورا ﷺ مايوس نہ ٿيندا هئا. پاڻ سڳورن ﷺ ٽن ڳالهين کان پنهنجي نفس کي جهلي رکيو هو. هڪ رياءَ کان ٻيو ڪنهن شيءِ جي گهڻائيءَ کان ۽ ٽيو اجائي ڳالهہ کان. ٽن ڳالهين کان ماڻهن کي محفوظ رکيائون. هڪ ڪنهن تي تنقيد نہ ڪندا هئا، ٻيو نہ ڪنهن کي شرمندو نہ ڪندا هئا ۽ ٽيو نہ ڪنهن جا عيب ظاهر نہ ڪندا هئا. پاڻ سڳورا ﷺ اها ئي ڳالهہ زبان تي آڻيندا هئا، جنهن مان ثواب جي اميد هجي. جڏهن پاڻ ڳالهائيندا هئا تہ ويٺل ائين ڪنڌ هيٺ ڪري ويهندا هئا، ڄڻ مٿن تي پکي ويٺا هجن. جڏهن پاڻ ﷺ ماٺ ڪندا هئا تہ پوءِ ماڻهو ڳالهہ ٻول ڪندا هئا. ماڻهو پاڻ سڳورن ﷺ وٽ ويهي هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون نہ ڪندا هئا. پاڻ سڳورن ﷺ وٽ ويهي ڪو هڪڙو ڇڻو ڳالهائيندو هو تہ ٻيا ماٺ ڪري ٻڌندا هئا، ايستائين جو هو پنهنجي ڳالهہ پوري ڪري وٺي. جنهن ڳالهہ تي سڀئي کلندا هئا تہ ان تي پاڻ سڳورا ﷺ بہ کلندا هئا ۽ جنهن ڳالهہ تي سڀ اچرج ڪائيندا هئا تہ ان تي پاڻ سڳورا ﷺ بہ حيرت جو اظهار ڪندا هئا. ڪو اڻواقف تکو ڳالهائيندو هئن تہ پاڻ سڳورا ﷺ صبر کان ڪم وٺندا هئا ۽ فرمائيندا هئا تہ "جڏهن توهان ڪنهن گهرجائوءَ کي ڏسو تہ اهو ڪا گهر پيو ڪري تہ ان کي گهربل سامان ڏئي ڇڏيو." پاڻ سڳورا ﷺ احسان جو بدلو ڏيندڙ کانسواءِ ڪنهن کان بہ تعريف جا طالب نہ ٿيندا هئا."[1]

خارجہ بن زيد رضي الله عنه جو بيان آهي تہ "پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجي ڪچهريءَ ۾ سڀني کان وڌيڪ باوقار هوندا هئا. پنهنجا پير سڌا ڪونہ ڪندا هئا، گهڻو ڪري ماٺ ڪري ويٺا هوندا هئا. اجايو ڪونہ ڳالهائيندا هئا. جيڪو ماڻهو اجائي ڳالهہ ڪندو هو، ان کان منهن ڦيرائي ڇڏيندا هئا. پاڻ سڳورا ﷺ رڳو مسڪرائيندا هئا ۽ ڳالهہ ڪري ڪندا هئا، نہ ڪو اجائي نہ ڪا گهٽتائي واري. پاڻ سڳورن ﷺ جي اصحابين جو کلڻ بہ پاڻ سڳورن جي پوئواري ڪندي رڳو مسڪرائڻ تائين محدود هوندو هو."[2]

---

1 - الشفاء قاضي عياض (121/1_126) ۽ شمائل ترمذي.

2 - الشفاء قاضي عياض(107/1).

مطلب تہ پاڻ سڳورا ﷺ بيمثال ڳڻن سان سينگاريل سنواريل هئا. الله سائينءَ پاڻ سڳورنﷺ کي بيمثال ادب سان نوازيو هو. ويندي پاڻ ئي پاڻ سڳورن ﷺ جي ساراهہ ڪندي فرمايو اٿس تہ:

﴿وَإِنَّكَ لَعَلى خُلُقٍ عَظِيمٍ (4)﴾(القلم)

"۽ بيشڪ تون وڏي خلق تي آهي."

اهي اهڙا ڳڻ هئا جن جي ڪري ماڻهو پاڻ سڳورن ﷺ ڏانهن ڇڪجي آيا دلين ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي محبت ويهي وين ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي اڳواڻيءَ ۾ اهو مرتبو ملين جو ماڻهو انهن تي گهور وڃڻ لڳا. انهن ئي ڳڻن جي ڪارڻ پاڻ سڳورن ﷺ جي قوم جي آڪڙ ۽ سختي، نرميءَ ۾ بدلجي وئي ۽ اهي الله جي دين ۾ ٽولن جا ٽولا ٽي داخل ٿيڻ لڳا.

ياد رهي تہ اسان پنين صفحن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جا جيڪي مثال ڄاڻايا آهن اهي سندن ڳڻن جا تمام ننڍڙا مثال آهن. نہ تہ پاڻ سڳورن ﷺ جي وڏائي ۽ شرف، شمائل ۽ خصائل جي بلندي ۽ ڪمال جو اهو عالم هو جو انهن کي پوريءَ طرح پروڙڻ ممڪن ئي ڪونهي.

ڀلا عالم وجود جي هن سيني ڪان عظيم انسان جي عظمت جي انتها تائين ڪير ٿو پهچي سگهي، جنهن بزرگي ۽ ڪمال جي سڀ کان بلند چوٽيءَ تي پنهنجو نشيمن بڻايو ۽ پنهنجي رب جي نور سان اهڙيءَ طرح منور ٿيو جو الله جو ڪتاب ئي سندس وصف ۽ خلق قرار ڏنو ويو.

اللهم صل على محمد وعلى آل محمد كما صليت على ابراهيم وعلى آل ابراهيم إنك حميد مجيد
اللهم بارك على محمد وعلى آل محمد كما باركت على ابراهيم وعلى آل ابراهيم إنك حميد مجيد

مبارڪپور صفي الرحمان مبارڪپوري
حسين آباد
ضلعو اعظم ڳڙهہ (يوپي) هند
16 رمضان المبارڪ سنہ 1404هہ

*-*-*

# عام اعلان

## علم جي پياسن جي لاءِ هڪ عظيم خوشخبري

**المكتبه الراشدية لصاحبها العلامة ابي محمد بديع الدين الراشدي رحمه الله ۽ المركز الاسلامي للبحوث العلمية طرفان انتهائي مسرت ۽ خوشيءَ سان هي اعلان ڪيو وڃي ٿو ته ڪافي عرصي کان اسان جي خواهش هئي ته علامه سيد بديع الدين شاه راشديءَ رحمه الله جي عربي، اردو ۽ سنڌي ڪتابن کي منظر عام تي آندو وڃي، الحمدالله انهيءَ مقصد ۾ ڪافي اڳڀرائي ٿي آهي ۽ ڪيترائي ڪتاب ٽنهي زبانن ۾ ڪمپوز ٿي چڪا آهن ۽ اهي جلد ڇپائي جي مرحلي ۾ وڃڻ وارا آهن. خاص طور تي توحيد رباني جيڪو انشاءالله عنقريب قارئين جي سامهون اچڻ وارو آهي. تفصيل هن ريت آهي:**

| عربي ڪتاب | اردو ڪتاب | سنڌي ڪتاب |
|---|---|---|
| 1- مقدمة التفسير | 1- توحيد خالص | 1- نماز جون مسنون دعائون |
| 2- تفسير سورة الفاتحة | 2- تنقيد سديد | 2- نماز نبوي ﷺ |
| 3- رفع الارتياب في معرفة الاصحاب | 3- حقوق العباد | 3- فقه و حديث |
| 4- اصول الالهام | 4- رموزِ راشدية وغيرها | 4- تميز توحيد |
| 5- نقض قواعد علوم الحديث وغيرها | | |

**پاران :- ادارة المركز ۽ سيد نصرت الله شاه الراشدي (مدير: المكتبة الراشديه)**